


# ستيارٿ پرڪاش



## مهرشي ديانند سرسوتي

پرڪاشڪ: اکل ڀارتيه سنڌي آريه سڀا، اجمير

॥ ओ३म् ॥

# ستيارٿ پرڪاش

ليکڪ


شري ١٠٨ مهرشي ديانند سرسوتي مهاراج
( آريه سماج جو سنسٿاپڪ )

انوادڪ

سرڳواسي پنڊت جيوڻ لعل آريه آپديشڪ
„ پروفيسر تاراچند ڏيئومل گاجرا، ايم.اي
„ شري گڻپت راءِ گوري آريه
„ شري ديوان موتيرام آريه



سارۏيشڪ آريه پرتيندي سڀا جي اجازت سان

پرڪاشڪ

اکل ڀارتيه سنڌي آريه سڀا
مکيه ڪارياليه :- آريه سماج بلاڊنگ، اجمير

ڪاپيون ٢٠٠٠ ]   سڀ حق واسطا قائم   [ ڇاپو پنجون





سرشٽي سمبت ١٩٧٢٩٤٩٠٧٧ ]   ديانند سمبت ١٥٣   [ عيسوي سن ١٩٧٧

# ❋ وشيه سوچي ❋



---


Printed by Shri Radhakrishin Pribhdas at "Amar Bharat Press", Hathi Bhata, Ajmer
from Pages 1 to 144 & 457 to 656 and rest Pages
by R. D. Belani at "Prabhu Printing Press", Nawab ka Bera, Ajmer
& Published by
Shri Deepchadra Belani, Mantri, "Akhil Bhartiya Arya Sabha"
Arya Samaj, Nala Bazar, Ajmer.

# مھاڳ

١٩٦٨ع ۾ سرڳواسي حڪيم واڌومل آريه ڀراتيءَ جي پرشارت سان سنڌيءَ ۾ ستيارٿ پرڪاش جو چوٿون ڇاپو نڪتو هو. هن ان ڪم لاءِ ڪنهن کان به دان نه ورتو هو ۽ لاڳت کان به گهٽ ملهه ۾ وڪرو ڪيائين، جو ٿوري وقت ۾ ئي خلاص ٿي ويو.

ڪيتري وقت کان ستيارٿ پرڪاش جي کوٽ ٿي رهي هئي، پر اڌو گرنٿ ڇپائي ڪير؟ سارديشڪ آريه پرتينڌي سڀا کي ڪيترن آريه سڄڻن انهيءَ گرنٿ ڇپائڻ لاءِ وينتي ڪئي ۽ انهيءَ ڪم لاءِ ممبئيءَ جي سيٺ شري جڳديو آريه (هاڻي پرڌان اکل ڀارتيه سنڌي آريه سڀا) اُنکي چار هزار روپيا ۽ اندور جي سيٺ شري ڀاڳچند ڪلومل آريه هڪ هزار روپيا ڏنا هئا، پر ڪيترا سال گذري ويا، ته به سارديشڪ سڀا پنهنجي مجبورين سبب ستيارٿ پرڪاش ڇپائي نه سگهي.

اپريل ١٩٧٦ع ۾ احمدآباد جي آسپاس ڪم ڪندڙن سنڌي آريه سميلن سڏايو، جنهن اڳيان مکيه ڪم هو سنڌيءَ ۾ ستيارٿ پرڪاش ڇپائڻ جو بندوبست ڪرڻ. سميلن ۾ انهيءَ تي تفصيل سان ويچار ڪيو ويو ۽ اڪراءِ اهو ڪم سهج پور بوگها (احمدآباد) جي مهرشي ساهتيه پرڪاش منڊل کي سونپيو ويو. اُن وقت سنڌي آريه جو سنگهٺن به اکل ڀارتيه سنڌي آريه سڀا نالي ٺاهيو ويو، جنهنجو مکيه ڪارياليه آريه سماج فلابزار اجمير ۾ رکيو ويو.

ڊسمبر ١٩٧٦ ۾ "مهرشي ساهتيه پرڪاش منڊل" جي ڪارڪن ڪرتائن ستيارٿ پرڪاش ڇپائڻ ۾ مجبوري ڏيکاري ۽ اڇا ظاهر ڪيائون ته اهو ڪارج "اکل ڀارتيه سنڌي آريه سڀا" پاڻ تي هموار ڪري ۽ انهيءَ ڪارج ۾ پوري سهيوگ ڏيڻ جي خاطري ڏنائون، ٦ جنوريءَ ١٩٧٧ع ۾ احمدآباد ۾ "اکل ڀارتيه سنڌي آريه سڀا" جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ سڀا طرفان ستيارٿ پرڪاش ڇپائڻ جو اڪراءِ فيصلو ڪيو ويو ۽ انهيءَ ڪارج جي سرانجامي ڪرڻ جو بار هن شيوڪ تي رکيو ويو ۽ انهيءَ ڪم لاءِ پئسي جي گڏ ڪرڻ ۾ سڀا جي سڀني اڌڪارين ۽ حاضر ميمبرن پوري سهيوگ ڏيڻ جي خاطري ڏني ۽ ڪن وچن به ڏنا.

مون ۾ اها خامي يا خوبي آهي ته جو ڪم هموار ڪندو آهيان، تنهنجي پوري ڪرڻ ۾ پوريءَ لگن سان لڳي ويندو آهيان. سارديشڪ آريه پرتينڌي سڀا کي مٿي ذڪر ڪيل ستيارٿ پرڪاش جي ڇپائڻ لاءِ گڏ ٿيل دان پنجن هزارن روپين جي هن سڀا جي حوالي ڪرڻ لاءِ پرارٿنا ڪئي ويئي، جا هن خوشيءَ سان سوڪار ڪئي ۽ پنج هزار روپيا گذريل فيبروريءَ ۾ سڀا کي ڏياري موڪليا، جنهن لاءِ مان سڀا ڀاران اُنجو ٿورائتو آهيان.

[ II ]

سڀا جي فيصلي بعد مون يڪدم ٻئي لاءِ لکپڙهه ڪئي ۽ ٻن پريسن کان ڇپائيءَ جي اگهن جا ٽينڊر ورتم. فيبروريءَ ۾ صرف پنج هزار هٿ ۾ هئا ۽ ٻيو ساڍن ڏهن هزارن کن جو خرچ ڪيم ۽ ١٤ فيبروري بسنت پنچميءَ کان هڪ پريس ۾ ستياوت پرڪاش ڇپائڻ لاءِ ڏنم ۽ پنهنجن ساٿين کي جلد پئسن موڪلڻ لاءِ لکيم، جن پئسا موڪليا ۽ ٻئي جي خريديءَ جيترا پئسا ٿي ويا. ٻوءِ ڇپائيءَ جو ڪم ٻيءَ پريس ۾ به ڏنو ويو.

جولاءِ ۾ وري سڀا جي ميٽنگ سڏايم، جنهن ۾ بداڪارن جون چونڊون ٿيون ۽ ستياوت پرڪاش جي ڇپائڻ لاءِ اڃا ١٠ هزارن جي ضرورت پيش رکيم. ٻروقت ٣-٤ هزارن جا انجام ٿيا، ڪجهه پئسا مليا ۽ باقي به ملندا رهندا.

جيتوڻيڪ ستياوت پرڪاش جي في ڪاپيءَ تي ٽيهن روپيه خرچ اچي ويو آهي، تڏهن به سڀا ڏهه ماڻهو وهائيندڙن، خواهه گهڻ ڪاپيون خريد ڪندڙن کي گهاٽو سهي صافي ڏهن روپين ۾ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي. مونکي آشا آهي ته آريه سماج ستياوت پرڪاش جي ڪاپين وڪرو ڪرڻ ۾ پوري آتساهه سان ڪم ڪندا، جيئن (بنا وياج) ڪنيل قرض جلد موٽائي سگهجي.

ايشور جي اپار ڪرپا ۽ ساٿين جي سهائتا سان آگسٽ ١٩٧٧ع ۾ ستياوت پرڪاش جي ڇپائيءَ جو ڪم پورو ٿي ويو آهي. هن ڪارڻ ۾ مان نه صرف هٿان ٿي رهيو آهيان، پر هند دانين، گرنٿ جي ڪاپين وٺندڙن ۽ قرض ڏيندڙن جي وڇور ڏجي ٿي، جيڪڏهن آهي مهلائتي مدد نه ڪن ها ته هي ڀاري ڪم پورو ٿي نه سگهي ها. مان سڀا طرفان انهن سڀني جو ٿورائتو آهيان. ياد رهي ته هي پنجون ڇاپو چوٿين ڇاپي جو ٿي نقل آهي، صرف لفظي غلطيون سڌاريون ويون آهن. مگر انواد ۾ ڪا قدر گهڻو ڪانه ڪئي وئي آهي.

٢٥- آگسٽ ١٩٧٧
اجمير

شيوا ۾
ديپچند ر بيلاڻي، ايم. اي
منتري اکل ڀارتيه سنڌي آريه سڀا، اجمير

# ستيارٿ پرڪاش بابت معزز ماڻهن جا رايا

سنگرهڪار :- ديپچند ر بيلاڻي، ايم. اي

## ڊاڪٽر شياما پرساد مکرجي

رشيءَ پنهنجي ديش واسين ۽ ساريءَ دنيا کي ستيارٿ پرڪاش جي روپ ۾ چنڊ ماس ڏيندڙ وصيعت ڏني آهي، اها سندس گهري سوچ جو اهڃاڻ آهي. انهيءَ گرنٿ ۾ هو انسان جي سامهون هڪ وچارڪ ڪلاڪار، ٽيڪاڪار، سنگهارڪندڙ ۽ نرمالا (اڏيندڙ) جي روپ ۾ ظاهر ٿيو آهي.

جيڪڏهن ستيارٿ پرڪاش تي ڪو حملو ڪيو ويو ته سڀني هندن ۽ سڄي ديش دوارا انجو گهڻو مقابلو ڪيو ويندو.

## ويرساورڪر

مهرشيءَ جو لکيل امر گرنٿ "ستيارٿ پرڪاش" هندو جاتيءَ جي رڳن ۾ گرم خون جو ڊورو ڪندڙ گرنٿ آهي. ستيارٿ پرڪاش جي موجودگيءَ ۾ ڪو به ودڌرمي پنهنجي مذهب جي شيخي نٿو ڏيکاري سگهي.

## پنجاب جو شير لالا لجپتراءِ

گروديو جو وچن "ستيارٿ پرڪاش" منهنجي جيون ۾ پرڪاش ڏيندڙ سج سمان آهي.

## شري اي. رنگا سوامي آئنگر ("هندو" مدراس جو سمپادڪ)

"ستيارٿ پرڪاش" سوامي ديانند جو گيان ڪوش آهي. اُن ۾ ويدڪ ڌرم جو بلڪل عملي سروپ بيان ڪيل آهي. هي ڏکڻ ڀارت ۾ هلندڙ جدا جدا متن ۽ ڌارمڪ وشواسن سبب اُتي ودڪ ڪارگر ثابت ٿيندو.

## پروفيسر رميش چندر بنرجي

سنسار ۾ جيترا ڌرم گرنٿ آهن، اُنهن ۾ فقط "ستيارٿ پرڪاش" ئي اهڙو پستڪ آهي، جنهن ۾ سڀني ڌرم-متن جي ڀيٽ آلوچنا ۽ سچي ڌرم جي ميمانسا آهي. ............ رشي ديانند پنهنجي "ستيارٿ پرڪاش" ۾ هڪ طرف ته دليلن ۽ ثابتين سان ويدڪ سڌانت جي استاپنا ڪئي، ٻئي طرف جدا جدا مت متانترن جي نياءِ پورڻ سميکيا (چنڊ ڇاڻ) به ڪئي. المانڪ (Comparative) ڀيٽ واري ڌارمڪ وچار جو آدرش ئي سوامي ديانند هو.

"ستيارٿ پرڪاش" کان جيڪي ماڻهو چڙن ٿا ۽ انهيءَ آريه سماج کي اوئين

ٿا، آهي اهو وساري ٿا ڇڏين تہ هيءُ هڪ لافاني وچار جو ئي آهي. "ستيارٿ پرڪاش" سنسار جو قطب نما آهي.

## شري سي. ايف. رنگا آير

جيل جي سخت پنجن ورهين لاءِ "ستيارٿ پرڪاش" منهنجو ساٿي رهيو، لائيٽ هائوس ۽ جيون ٻيڙو رهيو. "ستيارٿ پرڪاش" ۾ ويد جو تتو آهي. انجي اهميت کي گهٽ ڪرڻ جو مطلب آهي تہ ويدن جي قيمتي سار جي عزت ۽ قدر کي گهٽ ڪيو وڃي.

## سر سيتارام ( يو.پي. ڪائونسل جو پريزيڊنٽ )

جڏهن ڪو ستيہ جو پريمي "ستيارٿ پرڪاش" جي انهن سمولاسن کان وڃي، جنهن ۾ سوامي جيءَ اندرينءَ نظر ۽ نيڪ پاشا ۾ سيني ڌرمن ۽ متن جي جهونن رواجن ۽ اند پرمپرائن جي پنهنجي نڪتہ نظر سان آلوچنا ڪئي آهي تہ مونکي دک ٿيندو. ڪوبہ ڌرم ۽ سماج سڌارڪ گڏوگڏ ڪومل ۽ پرياءُ شالي ٿي نہ سگهندو.

## ديش ڀڳت شري ستيہ مورتي، ايم. ايل. اي

مان پنهنجيءَ جنتا کي مهرشي ديانند جي مهان گرنٿ "ستيارٿ پرڪاش" پڙهڻ جي صلاح ڏيندس. اهو ڪين ويدن جي مهان ۽ دائمي سچائيءَ جو گيان ڏيندو. هن استرين جي اڌڪارن جو جهڙو پاسو گرهڻ ڪيو آهي، اهڙو ترقي پسند سمرتين ( پنيرائي ) سنسار ۾ ڪٿي بہ نہ ملندو.

## پروفيسر رنگا

مونکي جيل ۾ ستيارٿ پرڪاش پڙهڻ جي خوش قسمتي حاصل ٿي ۽ مون 'سوراج' جو راز "ستيارٿ پرڪاش" ۾ پاتو. جڏهن اسانجي هيءَ پراچين جاتي "ستيارٿ پرڪاش" جي سکيائن موجب هلي تہ هن پرٿويءَ جي ڪابہ طاقت اسانجي آزاديءَ کي مٽائي نٿي سگهي. "ستيارٿ پرڪاش" اسان کي اندروني سوراجيہ پراپت ڪرڻ جي سکيا ڏئي ٿو ۽ اهو ٻڌايو، سنجم يا هڪ لفظ ۾ "برهمچريہ" ذريعي پراپت ٿئي ٿو. هڪوار جتي اندروني سوراجيہ مليو تہ ٻاهريون سوراجيہ ازخود محفوظ رهندو.

## شهيد رام پرساد "بسمل"

مون "ستيارٿ پرڪاش" پڙهيو. انڪري جيون جو لڪشيہ بدلجي ويو، 'ستيارٿ پرڪاش' منهنجي جيون جي اتهاس جو هڪ نئون ورق ورايو.

## مولانا ظهور بخش

هن ( رشي ديانند ) "ستيارٿ پرڪاش" ۾ ڀين ڌرم سمپرديائن جي گرنٿن جي آلوچنا ڪئي آهي، اهو هندي وچارن جي آزاديءَ جو سندر مثال آهي. وچارن جي آزاديءَ کان گهٻرائڻ ڪوري ڪائرتا آهي. جڏهن رشيءَ "ستيارٿ پرڪاش" ۾ آزاد آلوچنا ڪئي آهي تہ اهو پٽيہ ڪارڻ ئي ڪيو آهي.

## پنڊت گرودت ايم. اي

مون ستيارٿ پرڪاش گهٽ ۾ گهٽ ۱۴ دفعا پڙهيو آهي. جيترا ڀيرا اهو پڙهان ٿو، مون کي تن من ۾ آتما لاءِ ڪجهه نئون آنند پراپت ٿئي ٿو. پستڪ جو پڙهڻ لڳڻ ۾ سچائيءَ سان پيار آهي.

## پادري سي. ايف. اينڊريوز

مون ڀارت ۾ اچي هندو ڌرم جي ڄاڻ "ستيارٿ پرڪاش" جي سواڌيا سان پراپت ڪئي آهي، ڇاڪاڻ ته راهه کان ڀٽڪندڙن لاءِ هيءَ رهبر آهي.

## شري راگهو آچاريه (اڳوڻو ڪانگريس پريزيڊنٽ)

ويدن ۾ جنهن ڌرم جو بيان آهي، اوتار ۽ رشي اُنجا پرڪاشڪ آهن. اهڙن رشين جي ارٿ ونڌڻ بنا اسانجي شاسترن جو تتو اسانجي سمجهه ۾ اچي نٿو سگهي. سوامي دياننڊ اسانجي مهرشين مان هڪ هو ۽ سندس لکيل "ستيارٿ پرڪاش" اسان جي ڌرم جو هڪ اهميت ڀريو شاستر آهي.

## سر ٽي. وي. شيش گري آئر

سناتن ڌرم جو راز سمجهڻ لاءِ ويد ۽ فقط ويد ئي اسان جو مارگ درشن ڪري سگهن ٿا. "ستيارٿ پرڪاش" ۾ ويدن جو تتو آهي. مان ڪمبڻ ڪرڻ بنا چئي سگهان ٿو ته ستيارٿ پرڪاش اسانجي سڀيتا جي ڪنجي آهي.

## ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي

مون "ستيارٿ پرڪاش" پڙهيو آهي. مونکي اُن ۾ پنهنجي آتما جو درشن ٿئي ٿو. مان انڀو ڪريان ٿو ته رشي دياننڊ جي جيون سان منهنجو گهرو گهاٽو سمبنڌ آهي.

## راجڪمار رگهبير سنگهه (پرراج اميٺي راڄ)

رشي دياننڊ جو رچيل "ستيارٿ پرڪاش" هن لوڪ جو سڀ کان سريشٽ گرنٿ آهي. انجي ضبطيءَ باهت سوچڻ وارن کي اسان ٻڌائڻ ٿا چاهيون ته انجو هڪ به لفظ ڪڏهن ضبط ٿي نٿو سگهي.

## سيٺ جگل ڪشور برلا

"ستيارٿ پرڪاش" جو گرنٿ سڀني سناتن ڌرم جي سنديش ڏيڻ سان گڏ انڌ شرڌا ۽ پاکنڊ کي دور ڪري ٿو. اهو پڙهڻ سان ترڪ (منطق) شڪتيءَ جو واڌارو ٿئي ٿو. مهرشي ماڻهن جي ڪلياڻ جي ڀاونا سان هيءَ گرنٿ لکيو ويو آهي، ڪنهن لاءِ انجي اندر دويش ناهي. عيسائي ۽ مسلمان به جيڪڏهن تيرهون ۽ چوڏهون سمولاس دويش رهت ٿي پڙهن ته اهي به ڌرم جو تتو سمجهڻ ۾ سمرٿ ٿيندا. "ستيارٿ پرڪاش" جي رکشا ۾ سڀيئي هندو آريه سماجين جو ساٿ ڏيندا، اِن جو مونکي وشواس آهي.

# ستيارٿ پرڪاش جي هن ڇاپي ڇپائڻ ۾ سهائڪ

ستيارٿ پرڪاش جو هيءُ ڇاپو پڌرو ٿي ڪين سگهي ها، جيڪڏهن هيٺ ڄاڻايل پريمي سهائتا نه ڪن ها. اسين انهن سڀني سڄڻن جا ٿورائتا آهيون، جن ڪين ۾ نموني ستيارٿ پرڪاش ڇپائڻ جي ڳڻپ ۾ آهولي ڏني آهي.

## دان داتا

روپيا

١. ساروديشڪ آريه پرتينڌي سڀا دهليءَ جي معرفت شري جڳديو آريه، بمبئي چار هزار ۽ شري ڀاڳچند آريه انڊور هڪ هزار

ڪل ٥٠٠٠-٠٠

٢. شري نارائڻداس ميلهورام ڪٽاريا جيتپور ١٠٠٠-٠٠

٣. شري نارائڻداس لعلچند، بمبئي ٥٠٠-٠٠

٤. ” ٽڌومل مهتاق رام ۽ جولسنگهه ٽڌومل شهاڻي ٽرسٽ بمبئي ٥٠٠-٠٠

٥. شري وڌوهارام آريه پونا ٥٠٠-٠٠

٦. سيٺ جسودا گوبندرام احمدآباد ٥٠٠-٠٠

٧. ” ڪندن ٻائي دلپتراءِ ” ٣٠٠-٠٠

٨. شري ڪشنچند ڪيولرام ” ٢٥٠-٠٠

٩. شري سريش ڪمار ڪيولرام ” ٢٥٠-٠٠

١٠. ” پرڪاش چندر سريش چندر ” ٢٠٠-٠٠

٩٠٠٠-٠٠

٣. شري سڌوروومل اينڊ ڪمپني احمدآباد ١٠٠٠-٠٠

٤. مهرشي ساهتيه پرڪاش منڊل ” ١٠٠٠-٠٠

٥. شري گيانچند آريه ٻڙودا ١٠٠٠-٠٠

٦. ” ديپچند پيلاڻي اجمير ١٠٠٠-٠٠

٧. ” پريداس ٻڌراڻي الهاس نگر ٢ ٢٥٠-٠٠

٨. ” پرڪاش ڪڪومل ” ” ٢٥٠-٠٠

٧٠٠٠-٠٠

## ڪاپيون خريد ڪرڻ لاءِ اڳواٽ پئسا مليل

١. آريه سماج سيرو چوڪ الهاس نگر ٢ ١٠٠٠-٠٠

٢. آريه سماج وارشيا ڪالوني ٻڙودا ٥٠٠-٠٠

٣. آريه سماج نلابزار اجمير ٥٠٠-٠٠

٤ مهرشي ساهتيه پرڪاش منڊل، سهجپور بوگها احمدآباد ٥٠٠-٠٠

٥. شري جهمٽمل ليلارام واڌوا ٥٠٠-٠٠

٦. شري وڌوهارام آريه، پونا ٢٥٠ ٠٠

٧. ” ايل ڪشنچند الهاس نگر ٣٠٠-٠٠

٨. ” جگديش بوڪ ڊيپو ” ٢٠٠-٠٠

٩. ” رام چند ناٿي، گوپالپوري ١٠٠-٠٠

١٠. آريه سماج ڪبير نگر، احمدآباد ٥٠٠-٠٠

٤٣٥٠-٠٠

## بنا وياج قرض ڏيندڙ

١. شري نارائڻداس تاراچند احمدآباد ١٥٠٠-٠٠

٢. ” گرداسمل چاڳومل ” ١٠٠٠-٠٠



مهرشي ديانند سرسوتي

(ستيارٿ پرڪاش جو رچيندڙ)




# سچدانند ايشور کي نمسڪار

# ڀومڪا

## پهرئين ڇاپي جي ڀاشا شڌ نه هئي

جن ڏينهن ۾ مون هي پستڪ ستيارٿ پرڪاش تيار ڪيو هو، اُن سمي ۽ اُن کان اڳ سنسڪرت ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪري ۽ پڙهڻ پاڙهڻ ۾ سنسڪرت ئي ڪم ۾ آڻڻ ڪري ۽ جنم ڀوميءَ جي ٻولي گجراتي هئڻ ڪري، مون کي هن ڀاشا [ هنديءَ ] جي ڪا گهڻي ڄاڻ ڪانه هئي؛ جنهن ڪري ٻولي اَشڌ ٿي وئي هئي. هاڻي ڀاشا ڳالهائڻ ۽ لکڻ جو ابياس ٿي ويو آهي. تنهن ڪري هن گرنٿ کي ڀاشا جي وياڪرڻ انوسار شڌ ڪري ٻيو ڀيرو ڇپايو ويو آهي. ڪٿي ڪٿي شبد، جملي ۽ رچنا ۾ ڦير ڦار ڪئي وئي آهي، جو ائين ڪرڻ اُچت هو ڇو ته اُنهيءَ ڦير ڦار بنا ڀاشا جي جوڙجڪ سڌارڻ ڪٺن هئي، پر ارٿ ۾ ڦير ڦار ڪانه ڪئي وئي آهي. هان، ڪجهه وڌيڪ ٿي لکيو ويو آهي ۽ پهرئين ڇاپي ۾ ڪٿي ڪٿي جا ڀل رهجي وئي هئي، سا ڪڍي سڌاري ٺيڪ ڪئي وئي آهي.

## پستڪ جا ڀاڱا

هيءَ پستڪ چوڏهن سملاس ارٿات چوڏهن ڀاڱن ۾ رچيو ويو آهي؛ جنهن مان ڏهه سملاس پهرئين اڌ ۾، چار سملاس ٻئي اڌ ۾ رکيا ويا آهن. پويان ٻه سملاس ۽ انهن جي پٺيان ڏنل منهنجا پنهنجا سدانت ڪنهن ڪارڻ ڪري ڇپجي ڪونه سگهيا هئا. هاڻي اهي ٻه ڇپايا ويا آهن.

## سملاسن جي وشيه سوچي

پهرئين سملاس ۾ ايشور جي اوم آدي نالن جي وياکيا. **ٻئي سملاس** ۾ سنتان جي سکيا. **ٽئين سملاس** ۾ برهمچريه، پڙهڻ پڙهائڻ جي ريت، پرماڻڪ ۽ اپرماڻڪ [سچن ۽ ڪوڙن] پستڪن جا نالا ۽ سکيا جي ريت [ پاٺ وڌي ]- **چوٿين سملاس** ۾ وواهه ۽ گرهست

آشرم جو ورهوار. پنجين سملاس ۾ وان پرست ۽ سنياس آشرم جـــي وڌي. ڇهين سملاس ۾ راج ڌرم. ستين سملاس ۾ ويد ايشور وشيه. اٺين سملاس ۾ جڳت جي اُتپتي، استتي، پرلئه. ناوين سملاس ۾ وديا، اوديــا، بنڌن ۽ موکش جي وياکيا. ڏهين سملاس ۾ آچار، اناچار [ آچت، انوچت هلت چلت ] ۽ ڀکشيه اڀکشيه [ کائڻ ۽ نه کائڻ جوڳين وستن] جو ورنن. يارهين سملاس ۾ آريه ورت جي ڀن ڀن متانترن جو کنڊن منڊن. ٻارهين سملاس ۾ چـــارواڪ، ٻوڌ ۽ جين مت جي وشيه. تيرهين سملاس ۾ عيسائي مت جي وشيه. چوڏهين سملاس ۾ مسلمانن جي مت جي وشيه. چوڏهين سملاس جي انت ۾ آرين جي سناتن ويدڪ مت جي ڪليل وياکيـــا [ سمجهاڻي ] ڏني وئي آهي، جنهنکي مان ڀڻ ٺيڪ ٺيڪ مڃان ٿو.

## گرنٿ لکڻ جو پريوجن

هن گرنٿ ٺاهڻ ۾ منهنجو مکيه پريوجن سچي سچي ارٿ جو پرڪاش ڪرڻ آهي. ارٿات جو سچ آهي، اُن کي سچ ۽ جو ڪوڙ آهي ان کي ڪوڙ ڪري ظـاهر ڪرڻ ئي سچي ارٿ جو پرڪاش سمجهيو اٿم. اهو سچ نه چئبو آهي جو سچ جي جڳهه تي ڪوڙ ۽ ڪوڙ جي جڳهه تي سچ ڏيکاريو وڃي. پر جو پدارٿ جهڙو آهي، تنهن کي تهڙو ئي چوڻ، لکڻ ۽ مڃڻ سچ سڏبو آهي. جو ماڻهو پکشپاتي هوندو آهي سو پنهنجي ڪوڙ کي به سچ ۽ ٻئي ورودي جي سچ کي به ڪوڙ سد ڪرڻ جو يتن ڪندو آهي. ان ڪري هو سچي مطلب کي نه پهچي سگهندو آهي؛ تنهن ڪري ست پرشن ۽ ودوانن جو مکيه ڌرم اهوئي آهي ته اُپديش ۽ ليک دوارا سچ ۽ ڪوڙ جو سروپ سڀني اڳيان رکن. پوءِ هو پاڻهي پنهنجي ڀلائي ۽ برائي سوچي سمجهي، سچ کي گرهڻ ۽ ڪوڙ کي تياڳ ڪري سدا آنند ۾ رهن. منش جي آتما سچ ۽ ڪوڙ کي ڄاڻڻ واري آهي. ان هوندي به پنهنجي سوارٿ سڌيءَ هٺ، ضد، اوديا آدي دوشن ڪري سچ کي ڇڏي ڪوڙ ڏي جهڪي پوندي آهي. هن پستڪ ۾ ڪا به اهڙي ڳالهه ڪا نه رکي وئي آهي ۽ نـه ڪنهنجي دل دکائڻ ۽ نـه ڪنهنکي هاڃي پهچائڻ جو مطلب آهي. پر [هن گرنٿ ۾ اهڙيون ڳالهيون لکيون ويـــيون آهن ] جنجي ڪري منش مات جي اُنتي ۽ اُپڪار ٿئي ۽ ماڻهو سچ ۽ ڪوڙ کي سڃاڻـــي سچ کي گرهڻ ڪن ۽ ڪوڙ کي ڇڏي ڏين. ڇو ته سچي اُپديش بـــنا منش ذاتيءَ جـــي اُنتيءَ جو ٻيو ڪو به وسيلو نه آهي.

## ڇپائڻ تي ڀل سڌاري

هن گرنٿ ۾ جيڪڏهين ڪٿي ڀل چڪ ڪان، اکرا ڄاڻڻ يـــا ڄاپڻ ۾ ڪا چوڪ رهجي وئي هوندي ته ان جي ڄاڻ ۽ ڄاڻائڻ تي جيئن ٺيڪ هوندو تيئن ڪيو ويندو ۽ جي ڪو پکشپات ڪري اجائي شنڪا يا کنڊن منڊن ڪندو ته اُن تـي ڌيان نه ڏنو ويندو. هان، جو منش مات جو گهڻگهورو ٿي ڪا ڳالهه ڏسيندو ته اها سچي ثابت ٿيڻ تي انـگيڪار ڪئي ويندي. جيتوڻيڪ اڄ ڪلهه گهڻائي ودوان هر هڪ مت ۾ آهن، جي اهـي پکشپات

چڙهي سرڳ لمتر [ سڀني جي مٿڀ جوڳا ] سڏائنس ارٿات جيڪي ڳالهيون سڀني جي انڪول، سڀني ۾ سچيون آهن، تن جو گرهڻ ۽ جيڪي هڪ ٻئي جي ورڌ ڳالهيون آهن، تن جو تياڳ ڪري، هڪ ٻئي سان پريم جو ورتاءُ ڪن ۽ ڪرائين ته [ جيڪر ] جڳت جو ٻورو ٻورو ڀلو ٿي پوي. ڇو ته ودوانن جي ورود ڪري اڻ ڄاڻن ۾ به وڏو ورود وڌي پوي. جنهن مان انيڪ پرڪارن جي دکن جو واڌارو ۽ سک جي هاڃي ٿئي ٿي. انهيءَ هاڃيءَ، جيڪا سوارٿي لوڪن کي پياري آهي، تنهن سڀني ماڻهن کي دک ساگر ۾ ٻوڙي ڇڏيو آهي. انهن مان جي ڪوئي سڀني جي ڀلائيءَ جي وچار سان ڪو ڪم ڪرڻ لڳندو آهي ته سوارٿي لوڪ سائس ورود ڪرڻ ۾ سنڌرو ٻڌي بيهندا آهن ۽ انيڪ پرڪارن جا وگهن وجهندا آهن.

सत्यमेव जयते नानृतं सत्येन पन्था विततो देवयान:

يعني سدا سچ جي سوڀ ۽ ڪوڙ جي هار ٿيندي آهي ۽ سچ جي دوارا ئي ودوانن جو مارگ [ مت ] وڌندو آهي. اهڙي پڪي نشچي جي آڌار تي سته واديءَ لوڪ پروپڪار ڪرڻ کان ڪڪ ٿي ڪڏهن به سچي ارٿ جي پرڪاش ڪرڻ کان نه هٽندا آهن. هيءُ ڏاڍو درڍ وشواس آهي ته:-

यत्दग्रे विषमिव परिणामेऽमृतोपमम् [ गीता । १८ ॥ ३० ]

هيءَ گيتا جو وچن آهي، جنهن جو ڀاو اهو آهي، ته جيڪي وديا ۽ ڌرم ڪسي پراپت ڪرڻ جا ڪرم آهن، سي پهرياڻين ڪرڻ ۾ وکه سمان ۽ پڇاڙيءَ ۾ امرت تل ٿيندا آهن. اهڙين ڳالهين کي چت ۾ رکي مون هيءُ گرنٿ رچيو آهي. ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ به پهرياڻين پريم سان ڏسي، هن گرنٿ جو سچو سچو تاتپرج ڄاڻي پنهنجي اڇا انوسار ورتن.

**مکيه جوڳيون ڳالهيون:-** هن ۾ هيءُ پرايوجن رکيو ويو آهي ته جي جي ڳالهيون سڀني مت ۾ سچيون سچيون آهن، سي سڀني ۾ هڪ جهڙيون هئڻ ڪري سوڪار ڪري، ۽ جي ڳالهيون مت متانترن ۾ مٿيا آهن، تنجو کنڊن ڪيو ويو آهي. هن ۾ هيءَ به مراد رکي وئي آهي ته ٻين ٻين متن جون ڳجهيون ۽ پڌريون جي به براين ڳالهيون آهن، تن کي پڌرو ڪري پڙهيلن ۽ اڻ پڙهيلن، سڀني سادارڻ لوڪن جي اڳيان رکيون ويون آهن، جنهن ڪري سڀ ماڻ ۾ وچار ڪري هڪ ٻئي جا پريمي ٿي هڪ سچي مت ۾ اچن.

**پکشپات رهت ٽيڪا ٽپڻي:-** جيتوڻيڪ آءُ آريه ورت ديش ۾ اُپنو ٿيو آهيان ۽ [ ان ۾ ئي ] رهان ٿو، تڏهن به جيئن هن ديش جي مت متانترن جي ڪوڙين ڳالهين جو پکش نه وٺي، جيئن جو تيئن پڌريون ڪريان ٿو. ساڳيءَ ريت ٻين ديشن ۾ رهندڙن ۽ ٻين مت متانترن وارن سان ورتاءُ ڪريان ٿو. جهڙيءَ ريت پنهنجي ديش واسين سان منش جي ڀلائيءَ لاءِ ورتاءُ ڪريان ٿو. ساڳيءَ ريت وديشين سان به [ هلان ٿو ] ۽ سڀني سڄڻن کي ٻڻ ائين ورتڻ گهرجي. ڇو ته جيڪڏهن مان به ڪنهن هڪ جو پکشپاتي ٿيان ها ته جيئن اڄ ڪلهه جا [ لوڪ ] پنهنجي مت جي اُستتي، منڊن ۽ پرچار ڪندا آهن ۽ ٻئي جي مت

جي نندا هاڃي ۽ ان جي بند ڪرڻ ۾ رڌل رهندا آهن، تيئن مان به ڪريان ها. پر اهڙن ڳالهين منشيٽي کان ٻاهر آهن. ڇاڪاڻ ته جيئن پسو، ٻلوان ٿي نربلن کي ستائيندا آهن ۽ ماري وجهندا آهن، تيئن جيڪڏهن منش جو چولو پائي به ڪوئي ساڳيو ڪم ڪري، ته پوءِ هن منش جي سڀاو وارو نه بلڪ پسوءَ سمان آهي. جيڪو ٻلوان ٿي نربلن جي رکيا ٿو ڪري، سوئي منش سڏبو آهي ۽ جو سوارٿ وس ٿي پرائي هاڃي ڪندو رهي ٿو، سو ڄڻ ته پسن جو وڏو ڀاءُ آهي.

**ٻهريائين ٻارهن سماس** :- آريه ورت جي رهواسين جي سنبنڌ ۾ وشيش ڪري ٻارهن سماس لائين لکيو ويو آهي. انهن سماسن ۾ جيڪو سچو مت پڌرو ڪيو ويو آهي، سو ويد انڪول هئڻ ڪري مون کي هر پرڪار مڃڻ جوڳو آهي ۽ جو* نوين پراڻن، تنترن آدي گرنٿن ۾ ڇاڙاٻل ڳالهين جو کنڊن ڪيو ويو آهي، سي ڇڏڻ جوڳيون آهن.

**ناستڪ مت** :- ٻارهين سماس ۾ ڏيکاريل چارواڪ مت جيتوڻيڪ هن سمي هيٺيءَ اوستا ۾ آهي ۽ اهو چارواڪ مت ٻوڌ ۽ جين [مت] سان ايشور جي هستي نه مڃڻ وغيره ۾ گهڻو لاڳاپو رکي ٿو. بلڪ هيءُ چارواڪ مت سڀني کان وڌيڪ ناستڪ آهي. انهي پرچار کي روڪڻ ضروري آهي. ڇو ته جي ڪوڙي ڳالهه نه روڪبي ته سنسار ۾ گهڻئي انرٿ پکڙجي ويندا. چارواڪ جو جيڪو مت آهي ۽ ٻوڌن ۽ جينين جا جي مت آهن، سي به ٻارهين سماس ۾ مختصر ڏنل آهن. ٻوڌن ۽ جينين جي مت جو به چارواڪ مت سان لاڳاپو آهي ۽ ڪجهه ٿورو ڀيد به آهي ۽ جين مت به گهڻين ڳالهين ۾ چارواڪ ۽ ٻوڌن سان ميل رکي ٿو ۽ ٿورين ڳالهين ۾ ڀيد به آهي. انهيءَ ڪري جينين جي شاکا جدا ڳڻائي ۾ اچي ٿي. اهو ڀيد ٻارهين سماس ۾ ڏيکاريو ويو آهي، جو ٺيڪ ٺيڪ اڳي سمجهي وٺجو. جيڪو هن جو ڀيد آهي، سو ٻارهين سماس ۾ ڏيکاريو ويو آهي ۽ ٻوڌ ۽ جين مت جي وشي به [اُتي] لکيل آهي.

**ٻوڌين ۽ جينين جا پستڪ** :- انهن مان ٻوڌ ڌرم جي "ڌيپ ونش" آدي پراچين گرنٿن مان "ٻڌ مت سنگره" ۽ "سروَ درشن سنگره" ۾ [جيڪي ٻڌ ڌرم بابت ڏيکاريو ويو آهي] انهن مان هت لکيو ويو آهي. جينين جا هيٺ ڏيکاريل سڌانتن جا پستڪ آهن. انهن مان چار مول سوتر جهڙوڪ :-

١- آوشيڪ سوتر ٢- وشيش آوشيڪ سوتر ٣- دش وئڪالڪ سوتر ٤- پاڪشڪ سوتر.

ٻارهن انگ جهڙوڪ :- ١- آچار انگ سوتر ٢- سگڙ انگ سوتر ٣- ٿاڻانگ سوتر ٤- سمواپانگ سوتر ٥- ڀڳوتي سوتر ٦- گياتا ڌرم ڪٿا سوتر ٧- اُپاسڪ دشا سوتر ٨- انت ڳڙ دشا سوتر ٩- انترو وائي سوتر ١٠- وپاڪ سوتر ١١- پرشن وياڪرڻ سوتر.

ٻارهن اُپ انگ جهڙوڪ : ١- اُپوائي سوتر ٢- راءِ پسيني سوتر ٣- جيو ايگم سوتر ٤-

* اٺارهن پراڻ ۽ اٺارهن اُپ پراڻ وچين زماني ۾ جوڙيا ويا آهن. اهي رشين جا ٺاهيل ڪو نه آهن. اهي نوان بعدي نوان آهن.

ٻن وٽا سوتر ۵- جمبو ڊوائپ ٻٽي سوتر ٦- چند ٻٽي سوتر ۷- سورپنتي سوتر ۸- نرياولي سوتر ۹- ڪپ ٻيا سوتر ۱۰- ڪپ وڏي ٻيا سوتر ۱۱- لوپ ٻيا سوتر ۱۲- اپپه چوليا سوتر.

پنج ڪلپ سوتر جيئن ته:- اُتراڌين ۲- نشيٿ سوتر ۳- ڪلپ سوتر ۴- ويوهار سوتر ۵- جيت ڪلپ سوتر.

ڇهه ڇيد جيئن ته:- ۱- مها نشيٿ ٻرهد واچنا سوتر ۲- مها نشيٿ لگهو واچنا سوتر ۳- مڌيم واچنا سوتر ۴- پنڊ نرڪتي سوتر ۵- اوگهه نرڪتي سوتر ٦- پريوُشڻا سوتر.

ڏهه پينا سوتر جيئن ته:- چتسرڻ سوتر ۲- پنچ ڪاڻ سوتر ۳- تندل ويئالڪ سوتر ۴- ڀڪتي پري گيان سوتر ۵- مها پرتيا گيان سوتر ٦- چندا وجئي سوتر ۷- گڻي وجئي سوتر ۸- مرڻ سماڌي سوتر ۹- ديويندر ستون سوتر ۱۰- سنسار سوتر تنا نندي سوتر.

انوگدار سوتر کي به ٻوماڪ مڃيندا آهن. پنج انگ مثلا:- ۱- سيئي متي ورلس ڪمل پستڪن جي ٽيڪا ۲- نرڪتي ۳- چرٽي ۴- ڀاشيه. اهي چار اوڀو [ حصا ] سڀ مول گڏجي پنج انگ سڏبا آهن. اهن ۾ ٻوندبا مت وارا "اوبو" کي نه مڃيندا آهن ۽ انهن ڪانفرام ٻيا به گهٽيئي پستڪ آهن، جن کي جيني لوڪ مڃيندا آهن. هنن جي مت جي ٻاري ۾ وشيش وچار ٻارهين سملاس ۾ ڏسو.

**جيني ڌرم جا پستڪ لڪائڻ ٿا:-** جينين جي پستڪن ۾ هڪ ٻئي ڳالهه کي وري وري چرڻ جا لکين دوش آهن ۽ سندن هيءَ به سڀاءُ آهي ته جيڪڏهن سندن ڪو پستڪ ٻئي مت واري وٽ هجي يا $ ڇپيل هجي ته ڪي ڪي انهيءَ گرنٿ کي اپرماڻڪ [ نه مڃڻ جوڳو ] ڪوٺيندا آهن. سندن هيءَ ڳالهه اجائي آهي. ڇو ته، جنهن پستڪ کي ڪو جيني مڃي ۽ ڪو نه مڃي انهيءَ ڪري اهو پستڪ جين مت کان ٻاهر ٿي نٿو سگهي.

هان، جنهن کي ڪوئي نه مڃي ۽ ڪڏهن ڪنهن جينيءَ مڃيو هجي سو اپرماڻڪ ٿي سگهي ٿو. اهڙو O ڪو به پستڪ ڪو نهي، جنهن کي ڪوئي به جيني نه مڃيندو هجي. انهيءَ ڪري جنهن پستڪ کي جيڪر مڃيندو هوندو، انهيءَ گرنٿ جي وشيه جو کنڊن منڊن به انهيءَ جي لاءِ سمجهڻ ۾ ايندو. پر ڪيترائي اهڙا به آهن، جي انهيءَ گرنٿ کي مڃيندي ۽ جاڻندي به سڀا يا سمواد ۾ ڦڙٿي ڪائي ويندا آهن. انهيءَ ڪري جين لوڪ پنهنجي گرنٿن کي لڪائي رکندا آهن ۽ ٻين مت وارن کي نه ڏيندا آهن، نه ٻڌائيندا آهن ۽ نه پڙهائيندا آهن. ڇو ته انهن ۾ اهڙيون اهڙيون نه مڃڻ جهڙيون ڳالهيون ڀريون پيئون آهن، جنهجو اُتر جينين مان [ ڪو ] به ڏئي نٿو سگهي. ڪوڙيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيڻ ئي جواب آهي.

**عيسائين جو ورڻن:-** تيرهين سملاس ۾ عيسائن جو مت لکيو ويو آهي. هي لوڪ بائيبل کي پنهنجو ڌرمي پستڪ ڪري مڃيندا آهن. انهيءَ جو وشيش سماچار انهيءَ تيرهين سملاس ۾ ڏسو.

---

$ پهرئين زماني ۾ جيني لوڪ ڪتاب ڇپائيندا ئي ڪو نه هئا.

O يعني انهن پستڪن منجهان جن جا نالا متي ڏنا ويا آهن.

**مسلمانن جو ورنن :-** ۽ چوڏهين سملاس ۾ مسلمانن جي مت بابت لکيل آهي ۽ هي ماڻهو قرآن کي پنهنجي مت جو مول پستڪ ڪري مڃيندا آهن . انهن جو وچور وار وڌيڪ ورنن چوڏهين سملاس ۾ ڏسو .

**ويدڪ ڌرم جا سڌانت :-** ۽ انهن ڪانپوءِ ويدڪ ڌرم جي وشيه تي لکيو ويو آهي .

**پستڪ رچيندڙ جو ڀاءُ ڪيئن سمجهجي :-** جيڪڏهن ڪو گرنٿ رچيندڙ جي منشا جي اُبتڙ ويچار سان هن [ پستڪ ] کي پڙهندو، ته هن کي ڪجهه به پلئه نه پوندو . جو ته وچن جي سار سمجهڻ لاءِ چار ڪسوٽيون ٿينديون آهن :-

١. آڪانڪشا ٢. يوگيتا ٣. آستي ٤. تاتپريه . جڏهن ڪو ماڻهو انهن چئن ڳالهين تي ڌيان رکي ڪتاب کي ڏسندو آهي، تڏهن کيس گرنٿ جو ٺيڪ ٺيڪ ارٿ سمجهه ۾ ايندو آهي .

**١. آڪانڪشا :-** ڪنهن وشيه تي ڳالهائيندڙ ۽ جملي ۾ ڪم آندل پدن جي هڪ ٻئي سان آڪانڪشا ٿيندي آهي .

**٢. يوگيتا :-** انهيءَ کي چئبو آهي، جنهن سان جيڪي ٿي سگهي ۽ جيئن پاڻيءَ سان ڇٽڪار [ يا وڇن کي پاڻي ڏيڻ ] .

**٣. آستي :-** جنهن پد سان جنهن جو لاڳاپو هجي، انهيءَ جي ويجهو ان پد جو چوڻ يا لکڻ .

**٤. تاتپريه :-** ڳالهائيندڙ جنهن ڳالهه لاءِ ڪو شبد چيو اٿوا لکيو هجي ان ساڻ، ان وچن يا ليکڪ کي لڳائڻ .

**هٺ سان سچ نٿو ڇڏيو :-** گهڻا ماڻهو اهڙا هٺيلا ۽ ضدي ٿيندا آهن، جو هو ڳالهائيندڙ جي منشا جي اُبتڙ ويچار ڪندا رهندا آهن، خاص ڪري مت وادي ماڻهو . چو ته مذهب جي پاسخاطريءَ [ يا مت جي ٻه اکيائيءَ ] ڪري سندن پڌي آسڪار ۾ اڪي ناس ٿي ويندي آهي .

**آڪانڪشا :-** هن شبد جو ارٿ آهي اڇا . وياڪرڻ ۾ ان جي خاص معنيٰ ٿيندي آهي . ڳالهائيندڙ يا لکندڙ جي منشا کي کولڻ لاءِ ليکڪ يا ڳالهائيندڙ ڪسي ڪن خاص شبدن جي کوج ٿيندي آهي ۽ انهن کي ڪنهن خاص ڍنگ سان کيس ڪم ۾ آڻڻو پوندو آهي . وري هڪ شبد جي ٺيڪ ارٿ سمجهڻ لاءِ ان کي ٻئي شبد تي ڀروسو يا آسرو رکڻو پوندو آهي . يا ٻيو شبد وجهي ڪري پورت ڪجي آهي . انهيءَ کي چئبو آهي آڪانڪشا .

**يوگيتا :-** ارٿ سمجهڻ لاءِ اهو ويچار ڪرڻ گهرجي ته جنهن شبد لاءِ اسان ڪا ڪريا ڪم ۾ آڻيون ٿا، آيا ڪريا ان سان ٿي سگهي ٿي يا نه . ڏسو ته پاڻيءَ سان ڇٽڪار ڪري سگهبو، پر اگنيءَ سان نه ڪري سگهبو .

**آستي :-** ارٿ پرگهٽ ڪرڻ لاءِ انهن شبدن ۽ پدن کي ايئن رڪاوٽ جي هڪ ٻئي جي ويجهو رکڻ، جن جو هڪ ٻئي سان لاڳاپو آهي . ڪيترا دفع شبدن جي جاءِ بدلائڻ ڪري ارٿ بدلجي ويندو آهي .

ڪر **تاتپريه :-** ليکڪ جو ارادو خيال ۾ رکي شبدن جو ارٿ ڪرڻ .

تنهن ڪري جيئن آءٌ پراڻن جئنين جي پستڪن، بائيبل ۽ قرآن کي مٿي ۾ اسريءَ درشٽيءَ سان نه ڏسي، انهن مان ڳڻن کي سويڪار ۽ اوڳڻن کي تياڳ ڪري ڪريان ۽ مٿش جاتيءَ جي ڀلائيءَ لاءِ يتن ٿو ڪريان، تيئن سڀني کي ڪرڻ گھرجي.

**اوڳڻن جي اوگهڙ:-** انهن متن جا ٿورا ٿورا اوڳڻ پڌرا ڪيا ويا آهن، جيئن ماڻهو اهي ڏسي سچ ڪوڙ جي پرک ڪري سگهن ۽ سچ کي هٿ ڪرڻ ۽ ڪرائڻ ۽ ڪوڙ کي ڇڏڻ ۽ ڇڏائڻ ۾ سمرٿ ٿين. دوکو ڏيئي هڪ ٻي مٿش جاتيءَ ۾ اڻتا ويچار اپن ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي کي ويري بڻائي وڙهائڻ ودوانن جو ڪم نه آهي.

**ايشور در پرارٿنا:-** جيتوڻيڪ هن پستڪ کي ڏسي ٻي سمجهه ماڻهو الٽو ٿي ويچار ڪندا، تڏهن به سمجهو هن جو ارٿ ٺيڪ ٺيڪ سمجهندا. تنهنڪري آءٌ پنهنجو پرو هيو سڦلو ٿو سمجهان ۽ پنهنجا ويچار سڀني سڄڻ پرشن جي سيوا ۾ ونان ٿو، ته هو انکي ڏسي ۽ ڏيکاري منهنجي پروهٽي کي سڦلو ڪن. اهڙيءَ ريت پکشپات ڇڏي ستيه ارٿ جو پرڪاش ڪرڻ منهنجو ۽ سڀني سڄڻ پرشن جو پرم ڌرم آهي. سروويا پڪ، سرو انترياميءَ سچدانند پرماتما شال پنهنجي ڪرپا سان هن مٿا کي ڦهلائي ۽ چرستائي [ سدائين بقادار ] ڪري.

॥ अलमति विस्तरेण बुद्धिमद्वरशिरोमणिशु ॥

[ سياڻن ۽ بڌيمانن اڳيان گهڻي وستار جي گهرج نه آهي. ]

پورڪا پوري ٿي.

مهاراڻي جو استان اديپور
ٻڌو سهاڳو پکيه سنبت ۱۹۳۹ وڪرمي

( سوامي ) ديانند سرسوتي



ओ३म्

# سنبارٿ پرڪاش ۾ ڪهڙن ڪهڙن گرنٿن

## (پستڪن) جا نالا آهن

١. رگويد ٢. يجرويد ٣. سام ويد ٤. اٿروويد ٥. ايتريه سنگهتا ٦. شتپٿ برهمڻ ٧.
تيتريه لوڪمنيه پاسڪ ڪرت ٨. مانڊوڪيه اپنشد ٩. ڪين اپنشد ١٠. ڪٺ اپنشد ١١.
اپنشد ١٢. ڇانڊوگيه اپنشد ١٣. منڊڪ اپنشد ١٤. شويتاشوتر اپنشد ١٥. پترڪ اپنشد ١٦.
ويدانت درشن ١٧. پاتنجل درشن ١٨. پورو ميمانسا ١٩. ويشيشڪ درشن ٢٠. سانکيه درشن
٢١. نياءِ درشن ٢٢. منوسمرتي ٢٣. آپستمب ڌرم سوتر ٢٤. ڪاتيائن شروت سوتر ٢٥.
وياڪرڻ مهاڀاشيه ٢٦. پاڻينيه اشٽاڌيائي ٢٧. پاتنجل مهاڀاشيه ٢٨. ڀڳونت گيتا ٢٩. گوڙپاد
ڪارڪا ٣٠. مها ڀارت شانتي پرو ٣١. مها ڀارت اديوگ پرو ٣٢. ڀرتر هري ڪرت شتڪ
٣٣ ودر نيتي ٣٤. چاڻڪيه نيتي ٣٥. سکرت ٣٦. شريمد ڀاڳوت ٣٧. ڪالي تنتر ٣٨. ڪلاجرو
تنتر ٣٩. مها نرواڻ تنتر ٤٠. گيان سنڪلي تنتر ٤١. رودريامل تنتر ٤٢. اپاشڪ شلوڪ ٤٣.
ڪام رتن تنتر ٤٤. جپ جي ٤٥. سکمني ٤٦. سنت داس جي ڪي باڻي ٤٧ گوپال سهسر
نام ٤٨. چار واڪ گرنٿ ٤٩. بوڌ گرنٿ ٥٠. ششٽي شتڪ ٥١. جندت سوري ڪا وچن
٥٢. ڀيڪ سار ٥٣. پرڪرن رتناڪر ٥٤. رتن سار ٥٥. قرآن ٥٦. بائيبل ان انهيا جيڪا لوت
ڪرت ٥٧. الهاس لور نسانڪ ٥٨. يسوچ ڪرت سنجيون نامڪ الهاس ٥٩. هولش چندر
چندرڪا ٦٠. موهن چندرڪا.

---

## برئيڪٽن جي سمجهاڻي

هن ڇاپي ۾ ٽن قسمن جون برئيڪيٽون ڪم آنديون ويون آهن- (    ) ننڍيون برئيڪيٽون
اُهي ڪم آندل آهن، جتي خود رشيءَ پاڻ ڪم آنديون آهن يعني جي شبد رشيءَ پاڻ برئيڪيٽن
جي اندر وڌا آهن، سي هن ترجمي ۾ به انهن برئيڪيٽن ۾ وڌا ويا آهن. (    ) وچين
برئيڪيٽن ۾ اهي شبد آهن، جي رشيءَ جا پنهنجا نه آهن پر هندي ستيارٿ پرڪاش جي
سمپادڪن ڪٿي ڪٿي ارٿ کي وڌيڪ کولڻ لاءِ ۽ گهڻو ڪري شاسترن جي حوالن لاءِ
ڪم ۾ آنديون آهن. مثال طور رشيءَ پهرئين سمولاس ۾ اوليب ۾ جا شرتي ڏني آهي، سا
ڪٿي جي آهي سا ڳالهه رشيءَ کولي نه لکي آهي پر پوءِ پنڊت ليکرام ۽ ٻين ڏيکاريو آهي
تہ اها شرتي تيتريه اپنشد جي پهرئين انوواڪ جي آهي. [اِتي تيتريه اپنشد انوواڪ
پهريون اهي شبد هنن برئيڪيٽن ۾ وڌا ويا آهن.] [    ] وڏيون برئيڪيٽون اُهي ڪم آندل
آهن، جتي سنڌيءَ ۾ ترجمي ڪندي اها ڳالهه ضروري سمجهي وئي آهي تہ رشيءَ جي
پاڙ کي پوريءَ طرح سان کولڻ لاءِ ڪي وڌيڪ شبد وجهڻ ضروري آهن. اهي شبد هنن
وڏن برئيڪيٽن ۾ بند ڪيا ويا آهن.

# ओ३म्

## سچدانند ايشور کي نمسکار

# ستيارٿ پرڪاش آرنڀ

## پهريون سملاس

**ايشور جا نالا-**

**ओ३म् शन्नो मित्रः शं वरुणः शन्नो भवत्वर्य्यमा । शन्न इन्द्रो बृहस्पतिः शन्नो विष्णुरुक्रमः ॥ नमो ब्रह्मणे नमस्ते वायो त्वमेव प्रत्यक्षं ब्रह्मासि । त्वामेव प्रत्यक्षं ब्रह्म वदिष्यामि ऋतं वदिष्यामि सत्यं वदिष्यामि तन्मामवतु तद्वक्तारमवतु । अवतु माम अवतु वक्तारम् ॥ ओ३म् शान्तिश्शान्तिश्शान्तिः ॥ १ ॥ [ तै० आ० ७ । १ ]**

**اوم جو ارٿ:-** (ओ३म्) هيءُ اوم شبد پرميشور جو سڀ کان اُتم نالو آهي، ڇو ته هن ۾ اَ، اُ ۽ م ٽي اکر ملي هڪڙو اوم جو جوڙ ٺهيو آهي. هن هڪڙي نالي ۾ پرميشور جا گهڻا نالا اچي وڃن ٿا. جيئن ته اَکار مان وراٽ، اَگني ۽ وشو آدي؛ اُکار مان هرڻيه گرڀ، وايو ۽ تيجس آدي، مڪار مان ايشور، آديتيه ۽ پراڄيه آدي نالن جو مطلب ۽ معنيٰ ٿي نڪري. اهڙيءَ ئي رِيت ويد آدي ست شاسترن ۾ هن ڳالهه ۾ نيڪا کولي ڪئي وئي آهي ۽ وشيه جي سلسلي انوسار سڀ نالا پرميشور جا ئي آهن.

**سمي انوسار شبد جو ارٿ:-** (پرشن)- وراٽ آدي نالا پرميشور کان سواءِ ٻيا ارٿ نٿا ڏيکارين ڇا؟ برهمانڊ، پرٿوي آدي ڀت ۽ اِندر آدي ديوتا ۽ وئدڪ وديا [حڪمت] ۾ سنڍ آدي دوائن جا به اهي نالا آهن يا نه؟ (اُتر) آهن، پر پرميشور جا به آهن.
(پرشن)- هنن نالن مان رڳو ديوتائن جو ارٿ ڪيو ٿا يا نه؟ (اُتر) توهان جي اهڙي ارٿ ڪرڻ ۾ ڪهڙو پرماڻ آهي؟

پرشن :- ديو سڀ پرسن ۽ اُتم ٻـ آهن، تنهن ڪري مان اُنهنجو ارٿ ڪيان ٿو.

اُتر :- ڇا، پرميشور اَپرسن آهي ۽ [ڇـا] اُن کان ڪو وڏيڪ اُتم ٻه آهي؟ پوءِ اهي ٻالا پرميشور جا ٻه ڇو نه ٿا ٿيو؟ جڏهن پرميشور اپرسن نه آهي ۽ نڪو ڪو هن جي برابر به آهي ته پوءِ هن کان اُتم ٻيو ڪو ڪيئن ٿي سگهندو؟ ان ڪري اوهان جي اها ڳالهه ٺيڪ نه آهي، ڇو تہ توهان جي انهيءَ چوڻ ۾ گهڻيئي اوڻايون آهن. جيئن تہ :-

"उपस्थितं परित्यज्यानुपस्थितं याचतइति बाधितन्याय:"

[ اڳيان رکيل وستوءَ کـي ڇـڏي غير موجود چيز جـي چاهنا ڪرڻ کي "ٻاڌت نياءُ" ڪوٺيو آهي. ❀ ]

هڪڙي مـاڻهوءَ ڪنهن ٻئي جي اڳيان کاڌي جو پدارٿ رکي چيو تہ توهان هي ڀوڄن ڪريو ۽ هو اُنهيءَ کي ڇڏي غيرموجود ڀوڄن لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڦري تہ اُن کي سمجهو نہ جاڻڻ گهرجي، ڇو تہ هو موجود يعني اڳيان رکيل وستوءَ کي ڇڏي، غير موجود يعني اپراپت شيءِ لاءِ يتن ٿو ڪري. اِنڪري جيئن اُهـو ماڻهو سمجهه وارو نه آهي، تيئن تـسي توهانجو چوڻ ٿيو. ڇو تہ توهان، جو اُنهن وراٽ آدي ناالن جي پرسن ۽ پرماڻ سان سڌ ٿيل پرميشور ۽ برهمانڊ آدي پدرن ارٿن کي ڇڏي نہ ٿيڻ جهڙن ۽ اڻ ڏاٺل ديوتائن آديءَ جي ارٿ ڪيڻ جو يتن ٿا ڪريو، تنهن ۾ ڪو بہ پرماڻ اُتوا ڀڪتي آهيئي ڪانہ. جيڪڏهن توهان اِئين چئو تہ جتي جنهنجي ڳالهه آهي، اُتي تنهنجو ارٿ وٺڻ اُچت آهي. [اهو ٺيڪ آهي] جيئن ڪنهن ٻئي کي چيو تـہ "हे भृत्य ! त्वंसैन्धवमानय" ارٿات اي نوڪر! تون سئنڌو وٺي آءُ، تڏهن اُن کي سمي اُتوا پرڪرڻ جو ويچار ڪرڻ اوس گهرجـي، ڇو تہ سئنڌو ٻن وستن جو نالو آهي هڪڙو گهوڙي جو ۽ ٻيو لوڻ جو. جي پنهنجي سواميءَ جي گهمڻ جو سمو هجي تہ گهوڙو ۽ جي ڀوڄن ڪرڻ جي مهل هجي تہ لوڻ آڻڻ اُچت آهي، پر جي جو گهمڻ مهل لوڻ ۽ ڀوڄن مهل گهوڙو آڻـي تہ سندس سوامي هن تي ڪاوڙجي چوندو تـہ تون ڪو بي سمجهه ماڻهو آهين. گهمڻ مهل لوڻ ۽ ڀوڄن سمي گهوڙي آڻـڻ جو ڪهڙو پريوجن هو؟ تُون مَنشا ۽ مهل کي بہ نٿو سمجهين. نہ تہ جنهن ويل جا [ وستو ] آڻڻ گهربي هئي، سا آڻين ها. توکي سمي جو ويچار ڪرڻ گهربو هو، جو تو نہ ڪيو. اِن ڪري تُون مُورک آهين، مُون وٽان هليو وڃ. هن مان ڇا سڌ ٿيو تہ جتي جنهن اَرٿ کي وٺڻ گهرجي، اُتي اُهو ئي وٺجي. اِن ڪري اَسان ۽ اوهان سڀني کي اِئين مڃڻ ۽ اِئين ئي ڪرڻ گهرجي.

---

❀ نياءَ شبد جا اَنيڪ اَرٿ آهن. هڪ اَرٿ اُنس ٺيڪ ٺيڪ يا پُورو پُورو مثال. اِنهيءَ پرڪار جا ڪيئين نياءَ سنسڪرت ۾ اينڊا آهن- جهڙيءَ طرح ٿالي پاڪ نياءُ. اِهو اُتي لڳائيو، جتي هڪ داڻي مان سڄيءَ ديگ جو پتو پوي. هت "ٻاڌت نياءُ" ڏيکاري ٿو تـہ هڪ ئي رکيل ڀوڄن کي ڇڏي غير حاضر جي پنيان پوڻ اُجايو ۽ تڪليف ڏيندڙ آهي. ٻـاڌت شبد جو اَرٿ آهي رڪاوٽ. ٻاڌت نياءُ ٿيو اُهڙو ڪم، جو اسان کي پنهنجي مطلب حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ وجهي.

**منتر جي ارت جو آرنڀ:-** ڏسو ويدن ۾ اهڙن اهڙن هنڌن تي "اوم" آدي نالا پرميشور لاءِ ڏنل آهن تا.

ओ३म् खम्ब्रह्म ॥ १ ॥ यजुः अ० ४० । मं १७ ॥
ओमित्येतदक्षरमुद्गीथमुपासीत ॥ २ ॥ छान्दोग्य उपनिषद् ( मं १ )
ओमित्येतदक्षरमिदꣳ सर्वं तस्योपव्याख्यानम् ॥ ३ ॥ माण्डूक्य ( मं० १ )
सर्वे वेदा यत्पदमामनन्ति तपांसि सर्वाणि च यद्वदन्ति ।
यदिच्छन्तो ब्रह्मचर्य्यं चरन्ति तत्ते पदंसंग्रहेण ब्रवीम्योमित्येतत् ॥ ४ ॥ कठोपनिषद् ।
( वल्ली ३ । मं० १५ )
प्रशासितारं सर्वेषामणीयांसमणोरपि । रुक्माभं स्वप्नधीगम्यं विद्यात्तं पुरुषं परम् ॥ ५ ॥
एतमग्निं वदन्त्येके मनुमन्ये प्रजापतिम् । इन्द्रमेकेऽपरे ब्रह्म शाश्वतम् ॥ ६ ॥
मनु० अ० १२ ( श्लो० १२२ । १२३ )
स ब्रह्मा स विष्णुः स रुद्रस्स शिवस्सोऽक्षरस्स परमः स्वराट् । स इन्द्रस्स कालाग्निस्स चन्द्रमाः ॥ ७ ॥
कैवल्ये उपनिषत् ॥
इन्द्रं मित्रं वरुणमग्निमाहुरथो दिव्यः स सुपर्णो गरुत्मान् ।
एकं सद्विप्रा बहुधा वदन्त्यग्निं यमं मातरिश्वानमाहुः ॥ ८ ॥ ऋ० मं १ । सू० १६४ । मं ४६ ॥
भूरसि भूमिरस्यदितिरसि विश्वधाया विश्वस्य भुवनस्य धर्त्री । पृथिवीं यच्छ पृथिवीं दृꣳह पृथिवीं मा हिꣳसीः ॥ ९ ॥ यजुः अ० १३ । मं १८ ॥
इन्द्रो मह्ना रोदसी पप्रथच्छव इन्द्रः सूर्य्यमरोचयत् । इन्द्रेह विश्वा भुवनानि येमिर इन्द्रे स्वानास इन्दवः ॥ १० ॥ सामवेद प्रपा० ६ । त्रिक ८ । मं० २ ॥
प्राणाय नमो यस्य सर्वमिदं वशे । यो भूतः सर्वस्येश्वरो यस्मिन्त्सर्वं प्रतिष्ठितम् ॥ ११ ॥
अथर्ववेद काण्ड ११ । अ० २ । सू० ४ । मं १ ॥

**ايشور جي سؤ نالن جي سمجهاڻي:-** اَرٿ- هنن ھنن پرماڻن ڏيڻ جو اِهو ئي تاتپرج آهي ته اهڙن اهڙن پرماڻن ۾ اوم آدي نالن مان جيڪو پرماتما جو اَرٿ ٿو نڪري سو [مٿي] لکي آياسين. تنا پرميشور جو ڪوبه نالو بنا اَرٿ جي نه آهي، جيئن سنسار ۾ ڪنگال آديءَ جا، ڌنپتي آدي نالا ٿيندا آهن. هن مان اهو سڌ ٿيو ته [هي نالا] ڪٿي گڻن ڪٿي ڪرم ۽ ڪٿي سڀاوَ انوسار اَرٿن وارا آهن. اوم آدي نالا اَرٿ رکندڙ آهن، جئن ته

۱. اوم ۲. کم ۳. برهم.

(श्रां ख०) "अवतीत्योम्, आकाशमिव व्यापकत्वात् खम्, सर्वेभ्यो वृहत्वाद् ब्रह्म"

۱. رکشا ڪرڻ ڪري اوم، آڪاش جيان وياپڪ هئڻ ڪري ۽ سڀ کان وڏو هئڻ ڪري برهم نالو ايشور جو آهي. [يجرويد ۴۰-۱۷]

**اوم لاءِ شاسترن جا پرماڻ:-** ۲. اوم جنهنجو نالو آهي ۽ جو ڪڏهن ناس نٿو ٿئي، تنهنجي اُپاسنا ڪرڻ يوگ آهي، ٻئي جي نه. [ڇاندوگيه اپنشد (ओमित्येत०) ۳. سڀئي ويد آدي شاسترن ۾ پرميشور جو مکيه ۽ نج نالو اوم چيو ويو آهي، ٻيا سڀ نالا گڻن انوسار آهن [مانڊوڪيه اپنشد] ( सर्वे वेदा० ) ۴. سڀ ويد ۽ ڌرم ٻي هلڻ جا نيم جنهنجو ورڻن ۽ اُستتي ڪن ٿا ۽ جنهنجي پراپتيءَ جي اِڇا ڪري، برهمچريه آشرم [ڌارڻ] ڪيو وڃي ٿو، تنهنجو نالو اوم آهي. [ڪٺ اپنشد] (प्रशासिता०) ۵. جو سڀ کي سکيا ڏيڻ وارو، سوکشم کان

۽ سوڪشم، سو پرڪاش سروُپ، سماڌي اوستا واريءَ ٻڌيءَ دوارا ڄاڻڻ يوڳ آهي، تنهن کي پرم پرش ڪري ڄاڻڻ گهرجي [منو ۱۲-۱۲۲].

**۴. اگني ۵. منو ۶. اِندر ۷. پراڻ** :- ۶. سو پرڪاش روُپ هئڻ ڪري اَگني، گيان سروُپ هئڻ ڪري منوُ، سڀ جي پالنا ڪرڻ ڪري پرجاپتي ۽ پرم شڪتيءَ وارو هئڻ ڪري اِندر، سڀ جو جيوَن آڌار هئڻ ڪري پران ۽ هر جڳهه وياپڪ هئڻ ڪري پرميشور جو نالو برهم آهي [منو ۱۲-۱۲۳].

**۸. برهما ۹. وشنوُ ۱۰. ردر ۱۱. شوُ ۱۲. اکشر ۱۳. سوَراٽ ۱۴. ڪالاگني**

(स ब्रह्मा स विष्णु) ۷. ساري جڳت کي بڻائڻ ڪري برهما، هر هنڌ وياپڪ هئڻ ڪري وشڻوُ، دشٽن کي ڏنڊ ڏيئي رئارڻ ڪري رڌر، منگل مي ۽ سڀ جو ڪلياڻ ڪرتا هئڻ ڪري شوُ [پرميشور جو] نالو آهي.

"यः सर्वमश्नुते न क्षरति न विनश्यति तदक्षरम्" ॥ १ ॥ "यः स्वयं राजते स स्वराड्" ॥ २ ॥

"योऽग्निरिव कालः कलियता प्रलयकर्त्ता स कालाग्निरीश्वरः ॥ ३ ॥

اَکشر، سرو وياپڪ ۽ اَبناسي، سوراٽ، سو پرڪاش سروُپ ۽ ڪالاگني، پرلئه ۾ سڀ جو ڪال ۽ ڪال جو ۽ ڪال آهي. اِنهيءَ ڪري پرميشور جو نالو ڪالاگني آهي [ڪئوليه اُپنشد] (इन्द्रंमित्र) جو هڪڙولي اَدويته [الل، امت] ستيه برهم وستوُ آهي، تنهنجا اِندر آدي نالا آهن.

**۱۵. دويه ۱۶. سپرڻ ۱۷. اگرتمان ۱۸. مات رشوا** :-

"द्युषु शुद्धेषु पदार्थेषु भवो दिव्यः" ۸. دويه (दिव्य) جو پرڪرتي آدي پرڪاشوان پدارٿن ۾ وياپڪ آهي.

(सुपर्ण) سپرڻ جنهنجي پالن [جو لمو لو] "शोभनानि पर्णानि पालनानि पूर्णानि कर्माणि वा यस्य सः" اُلسم ۽ ڪم پوُرن آهن. "यो गुर्वात्मा स गरुत्मान" (गुरुत्मान्) گروُتمان جنهنجو آتما اَرٿات سوروُپ مهان آهي. "यो मातरिश्वा वायुरिव बलवान स मातरिश्वा" (मातरिश्वा) مات رشوا جو وايوءَ سمان اَننت بلوان آهي. اِن ڪري پرماتما جا دويه، سپرڻ، گروُتمان، مات رشوا نالا آهن.

باقي نالن جا اَرٿ اَڳتي لکيا ويندا. [رگويد منڊل ۱- سوڪت ۱۶۴- منتر ۴۶].

**۱۹. ڀوُمي** :- ۹. "भवन्ति भूतानि यस्यां, सा भूमिः" (भूमिरसि०) ڀوُمي وس جنهن ۾ سڀ ڀوُت ۽ پراڻي رهندا آهن، اِنڪري پرميشور جو نالو ڀوُمي آهي [يجرويد اَڌياءُ ۱۳ منتر ۱۸] باقي نالن جا اَرٿ اَڳتي لکيا ويندا.

۱۰. (इन्द्रो मह्ना) هن منتر ۾ "اِندر" پرميشور جولي نالو آهي، اِن ڪري هيءُ پرماڻ لکيو ويو [سام- پر ۶- تر ۸- منتر ۲] ۱۲. "प्रणाय" جيئن پراڻ جي وس ۾ سارو شرير ۽ اِندريون آهن، تيئن پرميشور جي وس ۾ سارو جڳت رهي ٿو [اَٿرو ۱۱-۲-۴-۱]. اَهڙن پرماڻن جي نيڪ نيڪ اَرٿن ڄاڻڻ سان اُنهن نالن مان پرميشور جوئي اَرٿ نڪري ٿو. جو ته اوم ۽ اَگني آدي نالن جي مکيه اَرٿ مان پرميشور جي ئي معنيٰ نڪري ٿي، جئن وياڪرڻ، نروڪت [ويدن جو ڪوش يا ڊڪشنري]، براهمڻ گرنٿن ۽ سوتر آدي رشين منين جي نيڪالن مان پرميشور جوئي اَرٿ ڏسڻ ۾ اَچي ٿو، تنهن ڪري سڀني کي اِهو ئي اَرٿ

وڻڻ مناسب آهي. پر اوم نه رڳو پرماتما جو ئي نالو آهي ۽ اگني آدي نالن مان پرميشور جو ارٿ وشيش جي سمبنڌ ۽ ورنن ڪيل گڻن جي ويچار لئي ونئو آهي. هن مان ڇا سڌ ٿيو؟ [اهو نه] جتي جتي استتي، پرارٿنا ۽ اپاسنا [جو ورنن هجي] يا سڀني جو ڄاڻندڙ، وياپڪ، شڌ، سناتن ۽ سرشٽي ڪرتا آدي گڻ لکيل هجن، تتي تتي انهن مان پرميشور جو ارٿ ورتو ويندو، ۽ جتي جتي اهڙيون ڳالهيون هجن.

## وراٽ آديءَ جا وهنوار ارٿ:-

ततो विराडजायत विराजो अधिपूरुष: । श्रोत्राद्वायुश्च प्राणश्च मुखादग्निरजायत । तेन देवा अयजन्त । पश्चाद्भमिमथो पुर: ॥ यजु: अ० ३१ ॥

तस्मेद्वा एतस्मादात्मन आकाश: सम्भूत: । आकाशाद्वायु: । वायोरग्नि: । अग्नेराप: । अद्भय: पृथिवी । पृथिव्या ओषधय: ओषधिभ्योऽन्नम । अन्नाद्रेत: । रेतस: पुरुष: । स वा एष पुरुषोऽन्नरसमय: ॥

هي تئترير اپنشد [برهمانند ولي پرٿم انواڪ] جو وچن آهي. اهڙن پرماڻن ۾ وراٽ، پرش، ديو ۽ آڪاش، وايو، اگني، جل ۽ ڀومي آدي نالا سنساري پدارٿن جا ٿيندا آهن. ڇو ته جتي جتي اتپتي، استتي ۽ پرلئه [جو ورنن هجي] الپگيه [ٿوريءَ سمجهه وارو] ۽ جڙ ڏسڻ ۾ اچڻ وارو آدي گڻ لکيل هجن، تتي پرميشور جو ارٿ نه ورتو ويندو آهي، ڇو ته هو جنم آدي بندنن کان پري آهي ۽ مٿي ڄاڻايل منترن ۾ اتپتي آدي وهنوار جو ورنن ٿيل آهي. انڪري وراٽ آدي نالن مان پرميشور جو ارٿ نٿو نڪري، پر سنساري پدارٿن جو نڪري ٿو. جنهن جنهن هنڌ سروگيتا [پورڻ گيان] آدي گڻ هجن، تتي پرماتما، ۽ جتي اڇا، دويش، ادم، سک دک ۽ الپگيتا [اڻ پورو گيان] آدي گڻ هجن، تتي جيو جو ارٿ ورتو ويندو آهي ۽ ائين سڀ ڪنهن هنڌ سمجهڻ گهرجي. ڇو ته پرميشور نه ڪڏهن جنم وٺي ٿو ۽ نه ڪڏهن مري ٿو. تنهن ڪري وراٽ آدي نالن مان اتپتي آدي گڻن ڪري جڳت جي جڙ جيو آدي پدارٿن جو ارٿ وٺڻ اُچت آهي، ۽ نه پرميشور جو. هاڻي جنهن ريت وراٽ آدي نالن مان پرميشور جو ارٿ وٺجي ٿو سا هيٺين لکڻ موجب ڄاڻو.

**اوم جي وياکيا، وراٽ آديءَ جو ارٿ:-** اوم جو ارٿ (राजृ दीप्तौ) [راجري - چمڪندڙ] ڌاتو [مصدر] جي اڳيان وِ، و، وجهي क्विप [ڪوپ] پڇاڙي لڳائڻ سان وراٽ شبد ٺهي ٿو. ❋ "यो विविधं नाम चराऽचर जगद्राजयति प्रकाशयति स विराट"

❋ هي وياڪرڻ جا نيم سواءِ سنسڪرت سکڻ جي سمجهه ۾ اچڻ ڏکيا آهن. وراٽ جي ٿوري سمجهاڻي ڏيڻ ضروري آهي. سنسڪرت ڀاشا جا سڀ شبد ٿن ڇئن سون ڌاتن مان ٺهندا آهن. شبدن ٺاهڻ ۾ ڌاتن جي اڳيان اپسرگ يا اڳياڙيون لڳايون وينديون آهن ۽ پٺيان ورڻي پرتيه يا پڇاڙيون ڳنڍيون وينديون آهن. راجري جي اڳيان 'و' وجهڻ سان وراجري ٿئي ٿو ۽ ٻئي نيم انوسار ڪوپ ڳنڍڻ کان اڳ وراجري بدلجي وراج ٿئي ٿو. ڪوپ ملائڻ سان ٿيو وراج ڪوپ. پر ٻين نيمن موجب ڪ، و ۽ پ سڀ گم ٿين ٿا، پر پوئين ج ڪي گم ٿيڻ کان اڳ ٽ يا ڊ ۾ بدلائي وڃن ٿا. اهڙيءَ ريت وراج يا وراڊ ٺهي پوي ٿو.

نموني نموني اَرٿات گهڻن پرڪارن جي جڳت کي جيڪو روشن ڪري، ان ڪري
وراٽ شبد مان پرميشور جو اَرٿ نڪري ٿو-

[ اڳ ] अग [ اَگِ ] अगि [ اَگِ ] इण [ اِڻ ] گتيءَ جي اَرٿ وارا ڌاتو آهن. اُنهن مان अग्नि اَگني شبد نڪري ٿو.

अञ्चु गति पूजनयो [ اَڃُ = گتي ۽ پوڄا ]،

" गतेस्त्रयोऽर्था: ज्ञानं गमनं प्राप्तिश्चेति, पूजनं नाम सत्कार: "

" योऽञ्चति अच्यतेऽगत्यङ्गत्येति वा सोऽयमग्नि: "

[ گتيءَ جا ٽي اَرٿ آهن- گيان، چرڻ پرڻ ۽ پراپت ڪرڻ ۽ پوڄڻ جو ارٿ آهي ستڪار ڪرڻ ]. جو گيان سروپ ڄاڻي ڄاڻڻ هار، ڄاڻڻ، پراپت ڪرڻ ۽ پوڄڻ يوڳ آهن، انهيءَ ڪري اُنهيءَ پرميشور جو نالو 'اَگني' آهي.

विश प्रवेशने [ وِش = اَندر وڃڻ ] ڌاتوءَ مان 'وِش' شبد نڪري ٿو.

" विशन्ति प्रविंष्टानि सर्वा रायाकाशादीनि भूतानि यस्मन् यो बाऽऽकाशादिषु सर्वेषु भूतेषु प्रविष्ट: स विश्व ईश्वर: "

جنهن ۾ آڪاش آدي سڀ ڀوت سمائجي رهيا آهن ۽ جو اُنهن سڀني ۾ وياپڪ هئڻ سبب سمايل آهي، ان ڪري پرميشور جو نالو 'وشو' آهي. اهڙا اهڙا نالا अकार [ اَڪار ] اکر مان نڪرن ٿا.

"ज्योतिर्वै हिरण्यं तेजो वै हिरण्यमित्यैतरेय शतपथे च ब्राह्मणे" هرڻيہ گربپ، وايو ۽ تيجس

[ هرڻيہ جوت آهي، هرڻيہ تيج آهي- هيءَ اَئتريہ ۽ شتپٿ براهمڻ جو وچن آهي ].

"यो हिरण्यानां सूर्यादीनां तेजसां गर्भ उत्पत्तिनिमित्तमधिकरणां स हिरण्य गर्भ:"

جنهن ۾ سورج آدي چمڪندڙ لوڪ اُتپن ٿيا، جنهن جي آڌار تي رهن ٿا يعني جيڪو سورج آدي چمڪندڙ پدارٿن جي پيدائش ۽ رهڻ جو استان آهي، اُن ڪري اُن پرميشور جو نالو "هرڻيہ گربپ" آهي. انهيءَ ۾ يجرويد جي منتر جو پرماڻ آهي:-

हिरण्यगर्भ: समवर्तताग्रे भूतस्य जात: पतिरेक आसीत् । स दाधार पृथिवीं द्यामुतेमां कस्मै देवाय हविषा विधेम ॥ (यजु: अ० १३ । मं ४)

[ ارٿ- پهرين هرڻيہ گربپ جڳت جو پيدا ڪندڙ ۽ پالنا ڪندڙ هڪ اُئي موجود هو. اهو ئي اُوندهن ۽ سهائن گرهن جو سهارو آهي. انهيءَ سک سروُپ پرڪاش مئہ پرماتما جي سيوا آتما آدي دوارا ڪرڻ ۾ اسين لڳا رهون ] اهڙين اهڙين جاين تي "هرڻيہ گربپ" مان پرميشور جي معنيٰ نڪري ٿي.

"वा गतिगन्धनयो:" [ وا = گتي = گيان، چرپر ۽ پراپت ڪرڻ ۽ *گندن = مارڻ ] هن ڌاتوءَ مان وايُو شبد نڪري ٿو.

"यो वाति चराऽचरञ्जगद्धरति बलिनां बलिष्ठ: स वायु:" جو چراچر [ چيتن ۽ جڙ ] جڳت جو آڌار رکشا ڪندڙ ۽ ناس ڪندڙ آهي ۽ سڀني بلوانن کان بلوان آهي، ان ڪري اُن پرميشور جو نالو "وايو" آهي. (तिज न शाते) [ تج = پرڪاش ڪرڻ ] هن ڌاتوءَ مان تيج ۽ اُن مان

* ( गन्धनं=हिंसनम् ) [ گندنم = هنسنم = ناس ڪرڻ ].

* ٽڌت ڪرڻ سان ٽيجس ( तैजस ) شبد ٺهي ٿو. جو پاڻ پرڪاش ۽ سورج آدِي تيجسوي لوڪن جو پرڪاش ڪندڙ آهي، تنهن ڪري اُن پرميشور جو نالو "ٽيجس" آهي. اهڙن اهڙن نالن جا ارٿ رڳو ( उ ) "اُ" مان نڪرندا آهن.

**ايشوَر، آدتيہ ۽ پراجڃ -** [ ايش=شڪتي ] ईश ऐश्वर्ये هن ڌاتوءَ مان 'ايشور' شبد ٺهي ٿو. "य ईष्टे सर्वैश्वर्यवान् वर्तते स ईश्वरः ।" (جو سموُريءَ شڪتيءَ شان ۽ دڀدپي سان موجود آهي، تنهنڪي ايشور چوندا آهن). جنهنجو گيان سچو، پڪتيءَ پريل ۽ جنهنجي شڪتي بي اَنت آهي، تنهن ڪري اُن پرماتما جو نالو ايشور آهي. ( दो अवखण्डने ) [ دئو=ويڙهڻ ] هن ڌاتوءَ مان (अदिति) 'اَدت' ۽ اُن مان ٽڌت ڪرڻ سان اَدتيہ شبد سڌ ٿيو.

"न विद्यते विनाशो यस्य सो ऽयमदितिः+अदितिरेव आदित्यः ।" جنهنجو ڪڏهن به ناس نٿو ٿئي، تنهن ايشور جو نالو آدتيہ [جڃ=ڄاڻڻ] ज्ञा अवबोधने هن ڌاتوءَ جي اڳيان प्र [پر] لڳائڻ سان प्रज्ञ شبد [ پرجڃ ] ٺهي ٿو ۽ ٽڌت ڪرڻ سان प्राज्ञ [ پراجڃ ] شبد ٺهي ٿو.

"यः प्रकृष्टतया चराऽचरस्य जगतो व्यवहारं जानाति स प्रज्ञः+प्रज्ञ एवं प्राज्ञ"

جنهنجو گيان پرم رهت آهي، جو ساري چراچر جڳت جي وهنوار کي ٺيڪ ٺيڪ ڄاڻي ٿو، اِن ڪري پرماتما جو نالو 'پراجڃ' آهي. اِهي نالا مڪار مان نڪرن ٿا. جهڙيءَ ريت هڪ هڪ ماترا مان ٽي ٽي اَرٿ هت ڄاڻايا ويا آهن، تهڙيءَ ريت ٻين نالن جا اَرٿ به 'اوم' مان ئي ڄاڻا وڃن ٿا.

**منتر ۾ آيل ٻيا نالا** (शन्नो मित्रः शंव०) هن منتر ۾ متر آدِي نالا آيا آهن، سي به پرميشور جا ئي آهن، ڇو ته اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا سريشٽ جي ئي ڪئي ويندِي آهي. سريشٽ اُنکي چئبو آهي جو گڻ، ڪرم ۽ سڀاو ۽ سچن وهنوارن ۾ سڀ کان وڌيڪ هجي ۽ اُنهن سڀني سريشٽن ۾ به جو ڏاڍو سريشٽ آهي، تنهنکي پرميشور چئبو آهي؛ جنهنجي برابر نڪو هو، نه آهي ۽ نه ٿيندو. جڏهن کو [سندس] برابر ئي ڪونهي نه وري کانئس وڌيڪ ڪوئي ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ جيئن پرميشور جا، سچائي، ديا، نياءَ، پورڻ سامرٿ ۽ پورڻ گيان آدِي اَننت گڻ آهن، تئين ٻئي ڪنهن جڙ پدارٿ يا ڪنهن جيو جا نه آهن. جو پدارٿ ست آهي، تنهنجا گڻ، ڪرم ۽ سڀاو پڻ سچا ئي ٿيندا آهن، اِنڪري ماڻهن کي جڳائي ته رڳو پرميشور جي ئي اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا ڪن، ٻئي ڪنهنجي به نه، ڇو ته برهما، وشنوُ ۽ مهاديو نالي وارن اڳين مهاشيہ ودوانن، دئيتن ۽ دانو آدِي گهٽ درجي جي ماڻهن ۽ ٻين ساڌارڻ لوڪن به پرميشور ۾ ئي ڀروسو رکي اُن جي اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا ڪئي آهي ۽ ٻئي ڪنهنجي نه. تئين اَسان سڀني کي ڪرڻ گهرجي. هن تي وڌيڪ ويچار "مڪتي ۽ اُپاسنا" جي وشيہ ۾ ڪيو ويندو.

(پرشن) - متر آدِي نالن مان دوست ۽ اِندر آدِي ديوتائن جو وهنوار پڌرو ڏسڻ ڪري اُنهن جو اَرٿ وٺڻ گهرجي.

---

* هڪڙا شبد ڌاتن يا مصدرن مان ۽ ٻيا نام (اِسمن) مان ٺهندا آهن. پهرئين ٺهيل کي ڪردنت ۽ ٻئي کي ٽڌت چئبو آهي.

(اُتر)- هت اِهو اَرٿ وٺڻ ٺيڪ نه آهي، ڇو ته جو مٽش ڪنهن هڪ جو مِتر آهي، سو ٻئي جو شترو ۽ ڪنهن کان اُداسين به ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اِنڪري مکيه اَرٿن ۾ مِتر آدِيءَ جو ڀاو وٺي نٿو سگهجي - پر جيئن ته پرميشور ساري جڳت جو نشچيه ئي مِتر آهي، نه ڪنهنجو شترو ۽ نه ڪنهن کان اُداسين آهي. هن کانسواءِ ڪوبه جيو ڪڏهن به اِنهيءَ پرڪار جو ٿي نٿو سگهي. اِن ڪري هتي پرماتما جو ئي اَرٿ نڪري ٿو. ها، ٻئي درجي جي اَرٿ ۾ مِتر آدي شبدن مان دوست آدِيءَ جو مطلب نڪري ٿو.

**۲۰. مِتر:-** (ञिमिदा स्नेहने) [ڄميدا=سنيهه] هن ڌاتوءَ کي اُڻادي (क्त्र) "ڪتر" پرتيه لڳائڻ سان مِتر شبد ٿو ٺهي. "मेद्यति स्निह्यति स्निह्यते वा स मित्र: ।" جو سڀني کي پيار ڪندو آهي ۽ سڀني لاءِ پيار ڪرڻ جي لائق آهي، اِن ڪري پرميشور جو نالو مِتر آهي.

**۲۱. ورڻ:-** (वृञ् वरणे, वर ईप्सायाम्) [ورج=چونڊڻ ۽ ور=اِڇا جي پراپتي] هنن ڌاتن کي اُڻادي پرتيه (उनन्) "اُنن" لڳائڻ سان شبد 'ورڻ' ٺهي ٿو.

"य: सर्वान् शिष्टान् मुमुक्षून्धर्मात्मनो वृणोत्यथवा य: शिष्टैर्मुमुक्षुभिर्धर्मात्मभिर्व्रियते वा स वरुण: परमेश्वर: ।"

جو آپت يوگين، ودوانن، مڪتيءَ جي اِڇا رکڻ وارن ۽ مڪت جيون ۽ ڌرماتمائن کي پائيندو يا جنهنجي پراپتيءَ جي اِڇا پلا ماڻهو، مڪتيءَ جي اِڇا ڪرڻ وارا، مڪتي پائل ۽ ڌرماتمائن کان گرهڻ ڪيو وڃي ٿو، اِنهيءَ پرميشور کي 'ورڻ' ٿو چئجي. پڻ "वरुणो नाम वर: श्रेष्ठ:" (ورڻ نالو سريشٽ جو آهي)، ڇاڪاڻ ته پرميشور سڀني ۾ سريشٽ آهي. اِنڪري سندس نالو ورڻ آهي.

**۲۲. اريما:-** (ऋ गतिप्रापणयो) [ري=چال اَتوا پراپتي] هن ڌاتوءَ کي यत् [يت] پرتيه لڳائڻ سان "آريه" شبد ٺهي ٿو ۽ (माङ माने) [مالڳ=مان ڏين]. هن ڌاتوءَ جي اڳيان "آريه" شبد رکڻ سان پٺيان कनिन्="ڪنن" لڳائڻ سان "اريما" شبد ٺهي ٿو. [وري] "योऽर्यान् स्वामिनो न्यायाधीशान् मिमीते मान्यान् करोति सोऽर्यमा" جيڪو ٺيڪ نياءَ ڪرڻ وارن کي مان ۽ پاپ ۽ پنج ڪرڻ وارن کي پاپ ۽ پنج جي ڦل ڏيڻ جو ٺيڪ ٺيڪ پربند ڪري ٿو، اِن ڪري اُنهيءَ پرماتما جو نالو 'اريما' آهي.

(इदि परमैश्वर्ये) [اد=پرم شڪتي رکڻ] هن ڌاتوءَ جي پٺيان रन् [رن] پرتيه لڳائڻ سان اندر شبد ٺهي ٿو. "य इन्दति परमैश्वर्यवान् भवति स इन्द्र: परमेश्वर:।" جو سموري ٻل پراڪرم وارو آهي، اِن ڪري پرماتما جو نالو اِندر آهي.

**۲۳. برهسپتي:-** (पा रक्षणे) [پا=رکيا ڪرڻ] هن ڌاتوءَ جي اڳيان बृहत् [برهت] شبد وجهي اُن کي [ڊت] डति پرتيه ۾ لڳائي، برهت جي "تڪار" کي گم ڪري اُن جي جاءِ تي [سٽ] सुट आڻڻ سان برهسپتي شبد ٺهي ٿو.

"यो बृहतामाकाशादीनां पति: स्वामी पालयिता स बृहस्पति: ।" جو وڏن کان به وڏو ۽ وڏن آڪاش آدي برهمانڊن جو سوامي آهي، اِن ڪري اُنهيءَ پرميشور جو نالو برهسپتي آهي.

**۲۴. وشنو:-** (विष्लृ व्याप्तौ) [وشلري=وياپڪ] هن ڌاتوءَ کي नु [نُ] پرتيه ۾ لڳائڻ سان 'وشنو' شبد ٿو ٺهي. "वेवेष्टि व्याप्नोति चराऽचरं जगत् स विष्णु: परमात्मा" چر ۽ اچر

روپ جڳت ۾ وياپڪ هُئڻ ڪري پرماتما جو نالو 'وشڻو' آهي.

۲۵. **اروڪرم:-** "उरुर्महान क्रम: पराक्रमो यस्य स उरुक्रम:" اننت شڪتيءَ وارو هُئڻ ڪري پرماتما جو نالو 'اروڪرم' آهي.

**منڊ واري منتر جو ارٿ:-** جو پرماتما (उरुक्रम:) [اروڪرم] مهاپراڪرمي (मित्र:) [متر] سڀ جو سنيهي ۽ ترواڙ آهي، سو (शम्) [شم] سکدائڪ، سو (वरुण:) [ورڻ] سڀني کان اُتم، سو (शम्) [شم] سک سروُپ، سو (अर्यमा) [اَريما] نياڪاري، سو (शम्) [شم] سک جي ڦهلائڻ وارو، اهو (इन्द्र) [اِندر] سڀني شڪتين جو سوامي (शम्) [شم] هر پرڪار جي سک سمپتي ۽ شان مان ڏيڻ وارو، اهو (बृहस्पति:) [برهسپتي] سڀ جو سوامي (शम्) ودّيا ڏيڻ وارو ۽ (विष्णु:) [وشڻو] جو سڀني ۾ وياپڪ پرميشور آهي، سو (न:) [نہ] اَسان لاءِ ڪلياڻڪاري (भवतु) [ٿيو] ٿئي.

**منتر جي رهيل ڀڱر جو ارٿ:-** (वायो ते ब्रह्मणे नमोऽस्तु) برهم (बृह बृहि वृद्धौ) [بره، برهي، برڌئو=وڌڻ] هنن ڌاتن مان شبد (برهم) ٺهي ٿو. جو سڀ جي مٿان براجمان، سڀ کان وڏو، اَننت ٻل وارو پرماتما آهي، تنهن برهم کي اَسين نمسڪار ٿا ڪريون. هي پرميشور (त्वमेव प्रत्यक्षम्ब्रह्मासि) توهان ئي اَنترجامي سروُپ هُئڻ ڪري ساکيات برهم آهيو. (त्वामेव प्रत्यक्षं ब्रह्म वदिष्यामि) مان توهان کي ئي ساکيات برهم ڪري ڪوٺيندس، ڇو تہ توهان سرو وياپڪ ئي سڀني کي سدائين پراپت آهيو. (ऋतं वदिष्यामि) جيڪا اوهان جي ويدن ۾ يٿارٿ آگيا آهي، اُن جو مان سڀني کي اُپديش ڪندس ۽ پاڻ بہ اُن تي هلندس.

(सत्यं वदिष्यामि) سچ ڳالهائيندس، سچ مڃيندس ۽ سچ تي ئي هلندس. (तन्मामवतु) اِن ڪري توهان منهنجي رکيا ڪريو. (तद्वक्तारमवतु) توهان مُون آپت [سچ ڳالهائيندڙ] جي رکيا ڪريو، جنهن ڪري منهنجي بڌي اوهانجي آگيا ۾ سدا سٿر رهي ۽ اُبتي ڪڏهن نہ ٿئي. ڇو تہ جا اوهانجي آگيا آهي، سو ئي ڌرم ۽ جيڪي اُن جي اُبتڙ آهي، سو اَڌرم آهي.

(अवतु मामवतु वक्तारम्) [منهنجي رکيا ڪريو، مُون سچ چوندڙ جي رکيا ڪريو] هي پاٺ ٻيو ڀيرو ڳالهہ تي زور ڏيڻ لاءِ آيو آهي. جئن ڪوئي ڪنهنکي چوي تہ تون ڳوٺ ڏانهن وڃ وڃ. هت بہ ٻيرا ڪريا [فعل] جي اُچارن مان اِهو ئو اَرٿ نڪري تہ ڳوٺ ڏي تون سگهو وڃ. اَهڙيءَ ريت هت [اُهو پريوجن آهي تہ] اوهان منهنجي اَوس رکيا ڪريو يعني مان سدائين ڌرم تي پڪو نشچو ۽ اَڌرم کان سدا گهرڻا ڪريان. اَهڙي ڪرپا مُون تي ڪريو، مان اوهان جو وڏو اُپڪار مڃيندس. (ओ३म् शान्ति: शान्ति: शान्ति:) اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!! هن ۾ ٽي ڀيرا شانتي پاٺ جو هي پريوجن آهي تہ (त्रिविधताप) ترودتاپ يعني هن سنسار ۾ ٽن پرڪارن جا دک ٿيندا آهن:- پهريون اَڌياتمڪ يعني آتما [۽] شرير ۾ راڱ، دويش، مُورکتا ۽ تپ آدي دک ٿيندا آهن؛ ٻيو اَڌيڀوُتڪ يعني اُهي دک جي شترو، شينهن، نانگ آدي دوارا ملن ٿا؛ ٽيون اڌي ديوڪ [يعني اُهو دک] جو گهڻيءَ ورشا ڏاڍي ٿڌ، گهڻي گرمي ۽ من ۽ اِندرين جي اَشانتيءَ مان ٿيندو آهي. اُنهن ٽن پرڪارن

جي ڪليشن کان توهان اسان لوڪن کي پري ڪري ڪلياڻڪاري ڪرمن ۾ سدا لڳائي رکو. جو تہ اوهان ئي ڪلياڻ سروپ ۽ ساري سنسار جو ڪلياڻ ڪرڻ وارا، ڌارمڪ ۽ موڪش چاهيندڙ پرشن کي سک ڏيڻ وارا آهيو. ان ڪري توهان پاڻ پنهنجي ڪرپا سان سڀني جيون جي هردن ۾ پرڪاشت ٿيو، جنهن سڀ جيو ڌرم تي هلي ۽ اڌرم تياڳي، پرم آنند پراپت ڪن ۽ دکن کان ڇٽن.

٢٦. **سوريہ:-** "**सूर्य आत्मा जगतस्तस्थुषश्च**" يجرويد جي هن [٧-٤٢] وچن پٽاندر (जगत) جڳت يعني پراڻي چيتن ۽ (जंगम) جنگم يعني جيڪي گهمن ڦرن ٿا [۽] "**तस्थुष**" اپراڻي يعني هڪ هنڌ بيٺل جڙ، جهڙيءَ ريت پرٿوي آدي آهن، تن سڀني جي آتما هئڻ ڪري ۽ پاڻ پرڪاش روپ، سڀني کي پرڪاش ڏيڻ ڪري پرميشور جو نالو 'سوريہ' آهي.

٢٧. **آتما:-** (अत सातत्यगमने) [ات=بنا روڪ گهمڻ] هن ڌاتوءَ مان آتما شبد ٺهي ٿو. جيڪو سڀني جيو آدي جڳت ۾ سانده [بنا رنڊڪ ڇيد جي] وياپڪ ٿي رهيو آهي [سو پريو آتما آهي]."**योऽतति व्याप्नोति स आत्मा**"

٢٨. **پرماتما:-** "**परश्चासावात्मा च य आत्मभ्यो जीवेभ्य: सूक्ष्मेभ्य: परोऽतिसूक्ष्म: स परमात्मा**"
جو سڀني جيو آديءَ کان سريشٽ ۽ جيو، پرڪرتيءَ ۽ آڪاش کان بہ وڌيڪ سوکيم ۽ سڀني جيون جو انترياميءَ آتما آهي، ان ڪري ايشور جو نالو پرماتما آهي.

٢٩. **پرميشور:-** سامرٿ واري جو نالو ايشور آهي "**य ईश्वरेषु समर्थेषु परम: श्रेष्ठ: स परमेश्वर:**"
جو ايشور ارٿات (يعني) سمرٿن ۾ سمرٿ ۽ جنهن سمان ڪوئي بہ نہ هجي، تنهنجو نالو پرميشور آهي.

٣٠. **سوتا:-** (षुञ् अभिषवे, षूङ् प्राणिगर्भविमोचने) [شُڃ=ست ڪڍڻ ۽ شُوڱ=جڻڻ يا پراڻي گرڀ مان ڪڍڻ] هنن ڌاتن مان سوتا (सविता) شبد سڌ ٿئي ٿو.
"**अभिषव: प्राणिगर्भविमोचनं चोत्पादनम्। यश्चराचरं जगत् सुनोति सूते वोत्पादयति स सविता परमेश्वर:**"
جو ساري جڳت جي اُتپتي ڪري ٿو، ان ڪري ڀڳوان جو نالو سوتا آهي.

٣١. **ديو شبد جا ڏہ ارٿ:-** (दिवु क्रीडाविजिगीषाव्यवहारद्युतिस्तुतिमोदमदस्वप्नकान्तिगतिषु)
[دو ١. کيڏڻ. ٢. جيتڻ جي اڇا. ٣. وهنوار. ٤. پرڪاش. ٥. ساراهہ. ٦. سک. ٧. مدمستي. ٨. ننڊ. ٩. سوڀيا يا اڇا. ١٠. پهچ ارٿات گيان گرهڻ ڪرڻ ۽ گهمڻ] هنن ڌاتوءَ مان ديو شبد ٺهي ٿو. (क्रीडा) جيڪو شڌ جڳت کي ليلا ڪرائڻ وارو، (विजगीषा) ڌارمڪ لوڪن جي جيت چاهڻ وارو (व्यवहार) سڀني وهنوارن جي ساڌنن ۽ وسيلن جي ڏيڻ وارو (द्युति) پاڻ پرڪاش سروپ ۽ سڀني کي پرڪاش ڏيڻ وارو (स्तुति) ساراهہ ڪرڻ جوڳو (मोद) پاڻ آنند سروپ ۽ ٻين کي آنند ڏيڻ وارو (मद) مد مستن کي ڏنڊ ڏيڻ وارو (स्वप्न) سڀني جي وشرام لاءِ رات ۽ پرليہ ڪرڻ وارو (कान्ति) ڪامنا ڪرڻ جوڳو (गति) ۽ گيان سروپ آهي، انڪري اُن پرميشور جو نالو ديو آهي اُتوا "**यो दीव्यति क्रीडति स देव:**" جو پنهنجي سروپ ۾ آنند سان پاڻهي ليلا ڪري يا ٻئي جي سهائتا بنا کيل جيان سهج سڀاءَ ساري جڳت کي جوڙي ٿو ۽ سڀني کيلن جو سهارو آهي [تنهنکي ديو چئبو آهي] "**विजिगीषते स देव:**" جو

سڀني کي جيئيندڙ يا جهنڪي ڪوئي به جيتي نٿو سگهي "व्यवहारयति स देवः" جيڪو نياءُ ۽ الياءُ جي ڪمن کي سمجهڻ وارو ۽ اُپديش ڪرڻ وارو [آهي] "यश्चरा जगत् द्योतयति:चरं" جو سڀ جو پرڪاشڪ آهي "यः स्तूयते य देवः" جو سڀني ماڻهن لاءِ ساراهه جوڳو هجي ۽ نندا جوڳو نه هجي. "यो मोदयति स देवः" جو پاڻ آنند سروُپ ۽ ٻين کي آنند ڏيندڙ ۽ جنهن کي رليءَ ماتر به ڏک نه هجي "यो माद्यति स देव" جو سدا سرهو ۽ ڏک کان دوُر ۽ ٻين کي سرهو ڪرڻ وارو ۽ ڏکن کان دوُر ڪرڻ وارو آهي. "यः स्वापयति स देवः" جو پرليه ويلي اويڪت ❋ [پرڪرتيءَ] ۾ سڀني جيون کي سمهاريندو آهي. "यः कामयते काम्यते वा स देव" جنهن جون سڀ ڪامنائون سچيون آهن ۽ جنهن جي ميلاپ جي چاهنا سڀ ست پرش ڪن ٿا.

"यो गच्छति गम्यते वा स देवः" جو سڀني ۾ وياپڪ ۽ ڄاڻڻ جوڳو آهي، ان ڪري اُن پرميشور جو نالو ديو آهي.

٣٢. ڪوير :- (कुवि आच्छादने) [ڪوي=ڍڪڻ] هن ڌاتوءَ مان ڪوير شبد ٺهي ٿو. "यः सर्वं कुवति स्वव्याप्तयाच्छादयति स कुवेरो जगदीश्वरः" جو وياپڪ هئڻ ڪري سڀني کي ڍڪي رهيو آهي، ان ڪري اُن پرميشور جو نالو ڪوير آهي.

٣٣. پرٿوي :- (प्रथु विस्तारे) [پرٿ - ڦهلائڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد پرٿوي ٺهي ٿو. "य पर्थति सर्वंजगद्विस्तृणाति स पृथिवी" جو هيڏي وڏي جڳت جو ڦهلاءُ ڪرڻ وارو آهي، اُن ڪري اُن پرميشور جو نالو پرٿوي آهي.

٣٤. جل :- (जलघातने) [جل=گهات ڪرڻ يا ملائڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد جل ٿو سڏ ٿئي. "जलति घातयतिदुष्टान्, संघातयति — अव्यक्तपरमाण्वादीन् तद् ब्रह्म जलम्" جو دشٽن کي سزا ڏيندو آهي ۽ جو پرڪرتيءَ ۽ پرماڻن کي هڪ ٻئي سان ملائيندو يا الڳ ڪندو آهي، سو پرماتما "جل" سڏبو آهي.

٣٥. آڪاش :- (काशृ दीप्तौ) [ڪاشري=چمڪڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد آڪاش ٿو ٿئي. "यः सर्वतः सर्वं जगत् प्रकाशयति स आकाशः" جو سڀني ڏسائن کان جڳت جو پرڪاشڪ آهي، ان ڪري اُن پرماتما جو "نالو" آڪاش آهي.

٣٦. ان ٣٧. اناد ٣٨. اتا:- (अद भक्षणे) [اد=کائڻ] ان ڌاتوءَ مان ان شبد ٿو ٺهي. [١] اُهو قبول ڪيو وڃي ٿو ۽ سڀني هستين کي پنهنجي اندر رکي ٿو، تنهن کي ان چئبو آهي.] अद्यतेऽति च भूतानि तस्मादन्नं तदुच्यते ॥ १ ॥

अहमन्नमहमन्नमहमन्नम् । अहमन्नादोऽहमन्नादोहमन्नादः ॥ २ ॥ तैत० उपनि: {अनुवाक २।१०}

[٢] مان اَن آهيان، مان اَن آهيان، مان اَن آهيان، مان اَناد آهيان، مان اناد آهيان] अत्ताचराचरग्रहणात् (वेदान्तदर्शने अ० १। पो० २। सू० ६)

---

❋ اويڪت اُهو اتي سوکيم بنيادي مادو يا پرڪرتيءَ جي اُها اوستا آهي، جنهن ۾ ان ان پدارٿن جي وشيشتا جي ڄاڻ نٿي ٿئي. سڀني کي اندر رکڻ وارو سڀ جي مهڙ ڀوڳ سڀني کي اڏين رکڻ وارو.

[۳] چراچر کي آڌين رکڻ ڪري اتا سڏبو آهي. هيءَ وياس منيءَ جو ٻڌايل شاريرڪ سوتر آهي، جو سڀني کي اندر رکڻ اُتوا گرهڻ ڪرڻ يوڳيه چراچر جڳت جي گرهڻ ڪرڻ وارو آهي، ان ڪري ايشور جا 'اَن'، 'اَناد'، ۽ 'اتا' نالا آهن. هت ٽي پيرا ساڳيو ڀاڳ آيو آهي، سو آدرستڪار لاءِ آهي. جهڙيءَ ريت گولر جي ڦل ۾ جيت پيدا ٿي، اُن ۾ ئي رهندا ۽ ناس ٿيندا آهن، تهڙيءَ ريت پرميشور جي اندر ساري جڳت جي اوستا آهي.

۳۹. وسو:- (वस निवासे) [وس=وسڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد وسو ٿو لهي. "वसन्ति भूतानि यस्मिन्नथवा य: सर्वेषु भूतेषु वसति स वसुरीश्वर:" جنهن ۾ آڪاش آدي سڀ ڀوت [تت] وسن ٿا ۽ جو سڀ ۾ وسي رهيو آهي، ان ڪري اُن پرميشور جو نالو وسو آهي.

ردر [مٿي ڏنل ڏهون] (रुदिर् अश्रुविमोचने) [ردر=روئڻ] هن ڌاتوءَ جي پڇاڙيءَ णिच् لڳائڻ سان شبد ردر ٺهي ٿو. "यो रोदयत्यन्यायकारिणो जनान् स रुद्र:" جيڪو خراب ڪم ڪندڙن کي رئاريندو آهي، ان ڪري اُن پرميشور جو نالو 'ردر' آهي.

यन्मनसा ध्यायति तद्वाचा वदति यद्वाचा वदति तत् कर्मणा करोति यत् कर्मणा करोति तदभिसम्पद्यते ।

هي يجرويد جي براهمڻ [شت پٿ] جو وچن آهي. جيو جنهن ڳالهه جو من سان ڌيان ڪندو آهي، سا واڻيءَ سان چوندو آهي. جيڪي واڻيءَ سان چوندو آهي، تنهن انوسار ڪرم ڪندو آهي ۽ جهڙو جهڙو ڪرم ڪندو آهي، تهڙو تهڙو ڦل پائيندو آهي. جڏهن برن ڪمن ڪرڻ وارا جيو ايشور جي نياءَ ٿي بڌل پربند موجب ڏک روپي ڦل ڀوڳيندا آهن، تڏهن رئندا آهن ۽ اهڙي پرڪار ايشور کين رئاريندو آهي. ان ڪري پرميشور جو نالو 'ردر' آهي.

۴۰. نارائڻ:-

आपो नारा इति प्रोक्ता आपो वै नर सूनवः । ता यदस्यायनं पूर्वं तेन नारायण: स्मृत: । मनु [१-१०]

جل ۽ جيون جو نالو "نارا" آهي اهي 'اين' ارٿات نواس استان آهن، جنهن جو انهيءَ ڪري سڀني جيون ۾ وياپڪ پرميشور جو نالو 'نارائڻ' آهي.

۴۱. چندر:- (चदि आह्लादे) [چد=اُچو، اُتساه] هن ڌاتوءَ مان شبد چندر ٿو ٺهي. "यश्चन्दति चन्दयति वा स चन्द्र:" جو آنند سروپ ۽ سڀني کي آنند ڏيڻ وارو آهي، ان ڪري پرميشور جو نالو 'چندر' آهي.

۴۲. منگل (मगि गत्यर्थक) [مگ=گتي=چرپر، وديا ۽ پراپتي] هن ڌاتوءَ مان وياڪرڻ جي "मंगरलच्" سوتر دوارا 'منگل' شبد ٺهي ٿو. "यो मङ्गति मङ्गयति वा स मङ्गल" جو پاڻ منگل سروپ ۽ سڀني جيون جي ڪلياڻ جو ڪارڻ آهي. ان ڪري اُن پرميشور جو نالو "منگل" آهي.

۴۳. ٻڌ:- (बुध अवगमने) [ٻڌ=سمجهڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد "ٻڌ" ٿو ٺهي. "यो बुध्यते बोधयति वा स बुध:" جو پاڻ ٻڌي روپ ۽ سڀني جيون جي ٻوڌ جو ڪارڻ آهي، ان ڪري تنهن پرميشور جو نالو ٻڌ آهي.

برهسپتي - مٿي آيل ٢٢ ۾ برهسپتي شبد جو أرٿ لکي چڪا آهيون ۰

۴۴. شڪر (ईशुचिर् पूतीभावे) [اشچر=ٻوتر ڪرڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد شڪر ٿو سڌ ٿئي. "यः शुच्यति शोचयति वा स शुक्र:" جو اليئت ٻولتر ۽ جنهن جي سنگ ۾ جيوَ بہ ٻوتر ٿي ويندا آهن، ان ڪري ايشور جو نالو شڪر آهي ۰

۴۵. چنچر (चर गतिभक्षणयो:) [چر=گتي، چر ٻر، گيان ۰ ٻراپتي، چر=کائڻ] هن ڌاتوءَ سان صرف ملائڻ سان شبد "شنئيشچر" ٿو ٿهي. "यः शनैश्चरति स शनैश्चर:" جو سڀني ۾ سهج سياءَ وياپڪ، ڌيرج وان آهي، ان ڪري أن پرميشوَر جو نالو "شنئيشچر" آهي. ❋

۴۶. راهو:- (रह त्यागे) [رهہ=ڇڏڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد راهو ٿو ٿهي ۰ "यो रहति परित्यजति दुष्टान् राहयति त्याजयति वा स राहुरीश्वर:" جو ايڪانت سروپ، جنهنجي سروپ ۾ ٻيو ڪو پدارٿ گڏيل ڪونہ آهي ۽ جو دشٽن کي تياڳڻ وارو ۽ ٻين کي [أنهن کان] ڇڏائڻ وارو آهي، ان ڪري أن پرميشور جو نالو راهو آهي ۰

۴۷. ڪيتو:- (कित निवासे रोगापनयने च) [ڪت=رهڻ ۽ روڳ نوارڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد ڪيتو ٿو ٿهي. "यः केतयति चिकित्सति वा स केतुरीश्वर:" جو ساري جڳت جي ٽڪڻ جي جاءِ ۽ سڀني روڳن کان آجو ۽ مڪتيءَ جي پياسن کي مڪتيءَ جي سمي سڀني روڳن کان ڇڏائي ٿو، ان ڪري پرميشور جو نالو ڪيتو آهي ۰

۴۸. يجڃ:- (यज देवपूजासङ्गतिकरणदानेषु) يجڃ=(١. ديو پوجا. ٢. گڏ ٿيڻ. ٣. دان ڪرڻ.) هن ڌاتوءَ مان شبد 'يجڃ' ٿو ٿهي. "यज्ञो वै बिष्णु:" [ارٿات يجڃ وشڻو آهي] هيءَ براهمڻ گرنٿ جو وچن آهي. "यो यजति विद्वद्भिरिज्यते वा स यज्ञ:" جو ساري جڳت جا پدارٿ ملائي ٿو ۽ سڀني ودوانن جو پوڄ آهي ۽ برهما کان وٺي سڀني رشين ۽ منين جو پوڄ هو، آهي ۽ هوندو، ان ڪري پرماتما جو نالو يجڃ آهي، ڇو تہ هو هرهنڌ وياپڪ آهي ۰

۴۹ هوتا:- (हु दानाऽदनयो:, आदाने चेत्येके) [هہ=ڏيڻ، کائڻ ۽ ڪن جي ويچار انوسار، وٺڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد 'هوتا' ٿو ٿهي. "यो जुहाति स होता" جو جيون کي ڏيڻ جوڳن پدارٿن جو داتا، ۽ وٺڻ جهڙن کي سويڪار ڪندو آهي. ان ڪري أن پرميشور جو نالو هوتا آهي.

۵۰. ٻنڌو:- (बन्ध बन्धने) [ٻنڌ=ٻڌڻ] هن شبد مان 'ٻنڌ' ٿو ٿهي ۰

"यः स्वस्मिन् चराचरं जगद्बध्नाति बन्धुवद्धर्मात्मनां सुखाय सहायो वा वर्त्तते स बन्धु:" جنهن پنهنجي اندر سڀني لوڪ لوڪانترن کي نيمن سان ٻڌي رکيو آهي ۽ جو سڀني ڀاءَ سمان سهايڪ آهي، جنهڪري اهي [لوڪ] پنهنجي پنهنجي گهيري ۽ نيم کي اورانگهي نٿا سگهن. جئن ڀائرن جو سهايڪ ڀاءُ ٿيندو آهي، تيئن پرميشور بہ پرٿوي آدي لوڪن کي ڌارڻ ڪرڻ ۽ سک ڏيڻ وارو آهي، ان ڪري سندس نالو 'ٻنڌو' آهي ۰

---

❋ شنئيشچر يا ڇنڇر جو اکري ارٿ آهي، جو ڌيرج سان هلي. پرميشور ڌيرجوان آهي ارٿات هو پنهنجو ڪم نيم انوسار ڪري ٿو. هو ماڻهن جيان أٻهرو ۽ بي نيمو نہ آهي، ان ڪري کيس شنئيشچر ٿو سڏجي ۰

٥١. پتا :- (पा रक्षणे) [پا=رکيا ڪرڻ] اُن مان 'پتا' شبد ٿو ٺهي "यः पाति सर्वान् स पिता" جيڪو سڀني جو رکپال آهي، جئن پتا پنهنجي سنتان تي سدا ڪرپا ڪري سندن واڌارو چاهيندو آهي، تئن پرميشور به سڀني جيون جي اُنتي چاهيندو آهي، تنهڪري سندس نالو پتا آهي.

٥٢. پتامهه :- "यः पितृणां पिता स पितामहः" جو پتائن جو به پتا آهي، اِن ڪري اُن پرميشور جو نالو پتامهه آهي.

٥٣. پرپتامهه :- "यः पितामहानां पिता स प्रपितामहः" جئن ته هو پتائن جي پتائن جو به پتا آهي، تنهن ڪري پرميشور جو نالو پرپتامهه آهي.

٥۴. ماتا :- "यो मिमीते मानयति सर्वाञ्जीवान् स माता" جئن پورڻ ڪرپا ڪرڻ واري ماءُ پنهنجي ٻچن جو سک ۽ اُنتي چاهيندي آهي، تئن پرميشور به سڀني جيون جي ڀلائي چاهيندو آهي، اِن ڪري پرميشور جو نالو ماتا آهي.

٥٥. آچاريه :- (चर गतिभक्षणयोः) [چر=گتي، گيان، پراپتي ۽ کائڻ] هن ڌاتوءَ جي اڳيان 'آ' وجهڻ سان شبد آچاريه ٿو ٺهي. "यः आचारं ग्राहयति सर्वा विद्या बोधयति स आचार्य ईश्वरः" جو سنو وهنوار سيکاريندڙ ۽ سڀ وديائون پراپت ڪرائڻ جو وسيلو ٿي سڀ وديائون پراپت ڪرائي ٿو، اِن ڪري پرميشور جو نالو آچاريه آهي.

٥٦. گورو :- (गृ शब्दे) [گري=ڳالهائڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد گورو ٿو ٺهي. [جيڪو ڌرم جي ڳالهين جو اُپديش ڪري سو گورو] "यो धर्म्यान् शब्दान् गृणत्युपदिशति स गुरुः" ॥ स पूर्वेषामपि गुरुः कालेनानवच्छेदात् ॥ योग सू० । समाधिपादे सू० १-२६ [سمي جي چڪر ۽ حد کان ٻاهر هئڻ ڪري هو اڳين وڏن جو به گورو آهي] هي يوگ سوتر آهي، جو سچي ڌرم جو پرچار ڪندڙ ۽ سڀني وديائن جو ڀنڊار ويدن جو اُپديش ڪندڙ، سرشٽيءَ جي آد ۾ اگني، وايو، آديتيه، انگرا ۽ برهما آدي گورن جو به گورو آهي ۽ جو ڪڏهن به ناس نٿو ٿئي، اُنهيءَ ڪري ان پرميشور جو نالو گورو آهي.

٥٧. اَج :- (अज गतिक्षेपणयोः, जनी प्रादुर्भावे) [اج=گتي، پراپتي گيان ۽ اُڇلائڻ، جني=پيدا ٿيڻ] هنن ڌاتن مان شبد 'اَج' ٺهي ٿو.

"योऽजति सृष्टिप्रति सर्वान् प्रकृत्यादीन् पदार्थान् प्रक्षिपति जनमति कदाचिन्न जायते सोऽजः" جو پرڪرتيءَ جي سڀني ڀاڱن، آڪاش آدي تتن جي پرماڻن کي ٺيڪ ٺيڪ رِيت ملائيندو آهي، شرير سان جيون جو سنٻنڌ ڪري کين جنم ڏيندو آهي ۽ پاڻ ڪڏهن به جنم نه وٺندو آهي، اِنهيءَ ڪري ايشور جو نالو اج آهي.

برهما [مٿي ورنن ڪيل ٩] (ब्रह ब्रहि वृद्धौ) [برهه=برهه=وڌڻ] هن ڌاتن مان برهما شبد ٺهي ٿو "योऽखिलं जगन्निर्माणेन बृहति वर्द्धयति स ब्रह्मा" جو ساري جڳت کي رچي وڌائيندو آهي، اِن ڪري پرميشور جو نالو "برهما" آهي.

٥٨. ستيم ٥٩. گيان ٦٠. اننت ۽ اڳيان ورنن ڪيل برهم ٣

" सत्यं ज्ञानमनन्तं ब्रह्म " [ برهم ستيہ گيان ۽ اننت آهي ] هي تيتريہ اپنشد جو وچن آهي .
" सन्तीति सन्तस्तेषु सत्सु साधु तत्सत्यम् " جيڪي وستو ❋ آهن ، تن کي ست سڏبو آهي ۽
انهن ۾ سڀ کان اوچي هئڻ جي ڪري پرميشور جو نالو ستيہ آهي .
यज्ज्ञानाति चराऽचरं जगत्तज्ज्ञानम् جو ساري [چر ۽ اچر] جڳت کي ڄاڻڻ وارو آهي ، ان
ڪري پرميشور جو نالو گيان آهي .
न विद्यतेऽन्तोऽवधिर्मर्यादा यस्य तदनन्तम् جنهنجي ڪا پڇاڙي ، حد ۽ مريادا ارٿات هيٺرو
ڏگهو ويڪرو ، ننڍو ، وڏو آهي ، آهڙي ماپ ڪانهي ، تنهن ڪري پرميشور جو نالو
" اننت آهي ". सर्वेभ्यो बृहत्वाद् ब्रह्म [سڀني کان وڏي هئڻ ڪري برهم ڪوٺبو آهي .]

**٦١. انادي** :- (डुदाञ् दाने) [ڊ د اڃ = ڏيڻ] هن ڌاتوءَ جي اڳيان 'آ' وجهڻ سان آدي ۽
ان جي اڳيان नञ = نڃ ملائڻ سان انادي شبد ٺهي ٿو .
यस्मात् पूर्वं नास्ति परंचास्ति स अदिरित्युच्यते (महाभाष्य १ । १ । २१) جنهن کان اڳ ڪجهہ
نہ هجي ۽ [سڀ ڪجهہ] پوءِ هجي ، تنهن کي آدي چئبو آهي .
" न विद्यते आदि: कारणं यस्य सौऽनादिरीश्वर: " جنهن جو آدي ڪارڻ ڪوبہ ڪونهي ،
ان ڪري پرميشور جو نالو انادي آهي .

**٦٢. آنند** :- (टुनदि समृद्धौ) [نند = وڌڻ ، اوج کي پهچڻ] هن ڌاتوءَ جي اڳيان 'آ' وجهڻ
سان 'آنند' شبد ٺهي ٿو .
" आनन्दन्ति सर्वे मुक्ता यस्मिन् यद्वा य: सर्वाञ्जीवानानन्दयति स आनन्द: " جو آنند سروپ ،
جنهن ۾ سڀ مڪت جيو آنند پائين ٿا ۽ جو سڀني ڌرماتما جيون کي آنند ٿو ڏئي ، ان
ڪري ايشور جو نالو آنند آهي .

**٦٣. ست** :- ( अस भुवि ) [اَس = هئڻ] هن ڌاتوءَ مان ست شبد ٺهي ٿو .
" यदस्ति त्रिषु कालेषु न बाध्यते सत्सद् ब्रह्म " [جو ٽن ڪالن ۾ نٿو ٻڌجي يا جنهن جو ٽن ڪالن
۾ ناس نٿو ٿئي سو برهم ست آهي] جيڪو سدا ورتمان [موجود] ارٿات ڀوت [گذريل]
ڀوشيہ [ايندڙ] ۽ ورتمان [هلندڙ] ڪال ۾ جنهن جو ٻڌڻ يا ناس نہ ٿئي ، تنهن پرميشور
کي " ست " ٿو چئجي .

**٦٤. چت** :- (चिती संज्ञाने) [چتي = چيتن] هن ڌاتوءَ مان شبد چت ٿو ٺهي .
" यश्चेतति चेतयति संज्ञा पयति सुर्वान् सज्जनान योगिनस्तच्चित्परं ब्रह्म " [جو سڄڻن ۽ يوگين کي
گيان ڏئي ٿو ۽ سڀ ڄاڻي ٿو سو چت آهي] جو چيتن سروپ سڀني جيون کي چيتنتائي
ڏيڻ وارو ۽ سچ ۽ ڪوڙ جي ڄاڻ ڏيڻ وارو آهي ، ان ڪري پرماتما جو نالو چت آهي .

**٦٥. سچدانند سروپ** :- انهن ٽنهي شبدن وارا گڻ منجهس آهن ، انڪري پرميشور
کي 'سچدانند' چوندا آهن .

**٦٦. نتيہ** :- " यो नित्यध्रु वोऽचलोऽविनाशी स नित्य: " [جو سدا اڏول ، اچل ۽ اٻناشي آهي ،

❋ جن ۾ پدارٿن جي هستي آهي .

سو نتيہ سڌ ٻڌ آهي] جو اڇل ۽ اٻناشي آهي، ان ڪري پرميشور جو نالو 'نتيہ' آهي.

**٦٧. شڌ :-** (शुन्ध शुद्धौ) [شڌ=پوتر ٿيڻ] هن مان شبد 'شڌ' ٺهي ٿو. "य: शुन्धति सर्वान् शोधयति वा स शुद्ध ईश्वर:" جو پاڻ پوتر ۽ سڀني اشڌين کان پري ۽ سڀني کي پوتر ڪرڻ وارو آهي، ان ڪري اُن پرميشور جو نالو شڌ آهي.

**٦٨. ٻڌ :-** (बुध अवगमने) [ٻڌ=ڄاڻڻ] هن ڌاتوءَ کي 'ڪت' پرتيہ لڳائڻ سان شبد ٻڌ ٺهي ٿو. "यो बुद्धवान् सदैव ज्ञाताऽस्ति स बुद्धो जगदीश्वर:" جو سدا سڀني کي ڄاڻندڙ آهي، ان ڪري پرميشور جو نالو ٻڌ آهي.

**٦٩. مڪت :-** (मुच्लृ मोचने) [مڇڻ=ڇوٽڪارو پائڻ] هن ڌاتوءَ مان 'مڪت' شبد ٺهي ٿو. "यो मुञ्चति मोचयति वा मुमुक्षून् स मुक्तो जगदीश्वर:" جو سدا اشڌين کان پري، سڀني موڪش چاهيندڙن کي دکن کان ڇڏائيندو آهي، انڪري پرماتما جو نالو "مڪت" آهي.

**٧٠. نتيہ شڌ ٻڌ مڪت سڀاو :-** "अतएव नित्यशुद्धबुद्ध मुक्तस्वभावो जगदीश्वर:" انهيءَ ڪارڻ ڪري پرميشور جو سڀاءُ نتيہ شڌ (ٻڌ) ۽ مڪت آهي.

**٧١. نراڪار :-** (डुकृञ् करणे) [ڊڪرڄ=ڪرڻ] هن ڌاتوءَ جي اڳيان 'نر' ۽ 'آ' لڳائڻ سان شبد نراڪار ٿو ٺهي. "निर्गत आकारात्स निराकार:" جنهن جي ڪابہ شڪل ڪانهي ۽ نہ ڪڏهن شرير ڌارڻ ڪندو آهي. ان ڪري پرميشور جو نالو نراڪار آهي.

**٧٢. نرنجن :-** (अञ्जू व्यक्तिम्लक्षणकान्तिगतिषु) [انڄو=پڌرو ٿيڻ، ليپڻ، چمڪڻ ايا ڪرڻ گهمڻ ۽ گيان گرهڻ ڪرڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد 'انجن' ٿو ٺهي ٿو 'نر' اڳياڙيءَ لڳائڻ ڪري شبد "نرنجن" ٿو ٺهي.

"अञ्जनं व्यक्तिम्लक्षणं कुकाम इन्द्रियै: प्राप्तिश्चेत्यस्माद्यो निर्गत: पृथग्भूत: स निरञ्जन:"

جيڪو وِيڪتي اُرٿات آڪرتي [شڪل] مليڇ آچار، برين اڇائن ۽ اکين آدي اندرين جي وشين جي وهنوار کان پري آهي، تنهن ڪري ايشور جو نالو نرنجن آهي.

**٧٣. گڻيش، گڻپتي :-** (गण संख्याने) [گڻ=ڳڻڻ] هن ڌاتوءَ مان "گڻ" شبد ٺهي ٿو ۽ اُن جي پٺيان "ايش" اُتوا "پتي" شبد لڳائڻ سان گڻيش ۽ گڻپتي شبد ٺهن ٿا.

"ये प्रकृत्यादयो जडा जीवाश्च गणयन्ते संख्यायन्ते तेषामीश: स्वामी पति: पालको वा"

جو پرڪرتي آدي جڙ ۽ سڀني جيون پرسد پدارٿن جو سوامي ۽ پالنا ڪرڻ وارو آهي. ان ڪري ايشور جو نالو گڻيش ۽ گڻپتي آهي.

**٧٤. وشويشور :-** "यो विश्वमीष्टे स विश्वेश्वर:" جو سنسار جو اڌشٺاتا [سنڀاليندڙ] آهي، ان ڪري اُن پرميشور جو نالو وشويشور آهي.

**٧٥. ڪوٽسٿ :-** "य: कूटेऽनेकविधव्यवहारे स्वस्वरूपेणैव तिष्ठति स कूटस्थ: परमेश्वर:" جو سڀني وهنوارن ۾ وياپڪ ۽ سڀني وهنوارن جو آڌار هوندي بہ ڪنهن وهنوار ۾ پنهنجي سروپ کي نٿو بدلائي، ان ڪري پرميشور جو نالو 'ڪوٽسٿ' آهي.

**٧٦. ديوي :-** جيترا اُرٿ ديو شبد جا لکيا ويا آهن، اوترا ديوي شبد جا بہ آهن.

پرميشور جا نالا ٽنهي جنسن [نر، ماد ۽ جڙ] ۾ آهن. جئن تہ "ब्रह्म चितिरीश्वरश्चेति" برهم جنس بي جان آهي، چت جنس مونث آهي ۽ ايشور جنس مذڪر آهي. جتي ايشور جي صفت هوندي، اُت ديو ۽ جتي چت جي هوندي اُتي ديوي. اِنڪري ايشور جو نالو "ديوي" آهي.

٧٧. شڪتي:- (शक्ल शक्ती) [شڪلري=شڪتي] اُن ڌاتوءَ مان شبد شڪتي ٿو ٺهي. جو ساري جڳت جي بڻائڻ ۾ سمرٿ آهي، "यः सर्वं जगत् कर्तुं शक्नोति स शक्तिः" اِنڪري پرميشور جو نالو "شڪتي" آهي.

٧٨. شري:- (श्रिञ् सेवायाम) (شرج=شيوا) هن ڌاتوءَ مان شبد "شري" سڌ ٿو ٿئي. "यः श्रीयते सेव्यते सर्वेण जगता विद्वद्भिर्योगिभिश्चस श्रीरीश्वरः" جنهنجي شيوا سارو سنسار، ودوان ۽ يوگي لوڪ ڪندا آهن، اِن ڪري پرماتما جو نالو "شري" آهي.

٧٩. لڪشمي:- (लक्ष दर्शनाङ्कनयो) [لکش=ڏسڻ، شڪليون ٺاهڻ ۽ نشان ڇنڊڻ] هن ڌاتوءَ مان لڪشمي شبد ٺهي ٿو.

"यो लक्षयति पश्यत्यङ्कते चिन्हयतिचराचरं जगदथवा वेदैराप्तैर्योगिभिश्च यो लक्ष्यते स लक्ष्मी सर्वप्रियेश्वरः" جو ساري چراچر جڳت کي ڏسي ٿو، [اُنکي] روُپ ڏئي ٿو، چنهہ ٺاهي ٿو، جئن شرير جا نيتر، نڪ، وڻن جا پن، ڦل، ڦول ۽ جڙ، پرٿويءَ ۽ جل جا ڪارا، ڳاڙها ۽ اَڇا رنگ، مٽي ۽ پٿر، چنڊ ۽ سورج آدي بڻائيندو، سڀ کي ڏسندو آهي ۽ سڀني سينگارن جو سينگار آهي ۽ ويد آدي شاسترن ۽ ڌارمڪ ودوان يوگين جو نشان اَرٿات ڏسڻ [ڌيان لائڻ] يوگ آهي، اِن ڪري پرميشور جو نالو "لڪشمي" آهي.

٨٠. سرسوتي:- (सृ गतौ) [سري=چرڻ] هن ڌاتوءَ مان 'سرس' ۽ اُن سان (मतुप) مَتپُ ۽ (ङीप) ڱيپ پڇاڙيون لڳائڻ سان شبد سرسوتي ٺهي ٿو.

"सरो विविधं ज्ञानं विद्यते यस्यां चितौ सा सरस्वती" جنهنکي اَنيڪ پرڪارن جو گيان ارٿات شبد، اَرٿ، سنبنڌ ۽ وهنوار جو گيان ٺيڪ ٺيڪ آهي، اِنڪري پرميشور جو نالو "سرسوتي" آهي.

٨١. سرو شڪتيمان:- "सर्वाः शक्तयो विद्यन्तेयस्मिन् स सर्वशक्तिमानीश्वरः" جو پنهنجي ڪارئہ ڪرڻ ۾ ڪنهن ٻئي جي سهائتا جي اِڇا نٿو ڪري ۽ پنهنجي ئي شڪتيءَ سان پنهن جا سڀ ڪم پورا ڪندو آهي، اِن ڪري پرماتما جو نالو "سرو شڪتيمان" آهي.

٨٢. نياءڪاري:- (णीञ् प्रापणे) [ڻيج=ڪٽي وڃڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد نياءَ ٿو سڌ ٿئي. "प्रमाणैरर्थपरीक्षणं न्यायः" (پرماڻن يا ثابتين دوارا وستن جي جاچ ۽ سڌ ڪرڻ کي نياءَ ٿو چئجي) هيءُ وچن نياءَ سوترن جي واتسياين مني‌ءَ جي ٽهيل ٽيڪا جو آهي.

"पक्षपातराहित्याचरणं न्यायः" (پکشپات ڇڏي وهنوار ڪرڻ نياءَ آهي). جيڪي پرتکش آدي پرماڻن جي پرک ڪرڻ سان سَچ سَچ سڌ ٿئي ۽ جيڪو پکشپات ڇڏي ڌرم سروپي وهنوار جي، تنهکي نياءَ ڪوئبو آهي. "न्यायं कर्तुं शीलमस्य स न्यायकारीश्वरः" جنهنجو نياءَ ارٿات پکشپات رهت ڌرم ڪرڻ ئي سڀاءَ آهي، اِنڪري پرميشور جو نالو "نياءڪاري" آهي.

٨٣. ديالو:- (दय दानगतिरक्षणहिंसादानेषु) [ديہ=ڏيڻ، چرڻ، گيان پراپتي، رکيا، مارڻ، وٺڻ]

هن ڌاتوءَ مان ”ديا“ شبد ٺهي ٿو-

“दयते ददाति जानाति गच्छति रक्षति हिनस्ति यया सा दया वह्वी दया विद्यते यस्य स दयालु: परमेश्वर: ”

جيڪو ٻي ٻڌائي ڏيڻ وارو، سچ، ڪوڙ ۽ سڀني ودياٿن جي ڄاڻڻ وارو، سڀني ڀلن پرشن جي رکيا ڪرڻ وارو ۽ دشٽن کي نيڪ نيڪ ڏنڊ ڏيڻ وارو آهي، انڪري پرميشور جو نالو ” ديالو “ آهي.

## ٨٤. ادويت :-

“द्वयोर्भावो द्वाभ्यामितं सा द्विता द्वीतं वा सैव तदेव वा द्वैतम्, नविद्यते द्वैतं द्वतीयेश्वरभावो यस्मिस्तदुद्वैतम्।”

اَرٿات ” ٻن جو هئڻ ’دوتا‘ ۽ ٻن جو گڏجڻ ’دويت‘ “ सजातीयविजातीयस्वगतभेदशून्यं ब्रह्म“ يا ” دوئيت “ [ سڌ بو آهي ] انهيءَ ( يعني هر پرڪار جي دئيءَ ) کان جو اجو آهي ارٿات سجاتيه (ساڳي جاتي) جيئن منش جو سجاتيه ٻيو منش ٿيندو آهي، وجاتيه ( ٻي جاتي ) جيئن منش کان ٻي جاتيءَ وارا وڻ پٿر آدي ۽ ”سوگت“ يعني شرير ۾ جيئن اکيون نڪ، ڪن آدي اَنگن جو ڀيد آهي، اُهڙيءَ رِيت جيڪو ٻيءَ سو جاتيءَ اُتوا وجاتي ايشور يا پنهنجي آتما ۾ تتون جي ڀيد ڀاوَ کان رهت هڪڙوئي پرماتما آهي ؛ انڪري پرماتما جو نالو ”ادويت“ آهي.

## ٨٥. نرگڻ :-

“गण्यन्ते ये ते गुणा वा यैर्गणयन्ति ते गुणा:, यो गुणेभ्यो निर्गत: स निर्गुण ईश्वर:” جيئرا ”ستو“ ”رج“ ”تم“ ؛ * روُپ، رس، سپرش ۽ گند آدي جڙ پدارٿن جا گڻ آهن ۽ اوديا، الپگيتا ( ٿوري ڄاڻ) موهه دويش اگيان آدي ڪليش جيوَ جا گڻ آهن، تن سڀني کان جو پري آهي، انڪري پرماتما جو نالو ”نرگڻ“ آهي. انهيءَ لاءِ “अशब्दमस्पर्शमरूपमव्ययम्” آدي اُپنشدن جو پرماڻ آهي، اَرٿات هو شبد، سپرش، روُپ آدي گڻن کان رهت آهي.

## ٨٦. سگڻ :-

“यो गुणै: सह वर्त्तते स सगुण:” (جنهن ۾ گڻ هجن، سو سگڻ آهي) جنهن ۾ سمور و گيان، سڀ سک پوترتائي ۽ اننت ٻل آدي گڻ آهن، انڪري پرميشور جو نالو ”سگڻ“ آهي. جيئن پرٿوي گند آدي گڻن ڪري سگڻ ۽ اِڇا آدي گڻن نه هئڻ ڪري نرگڻ آهي.

## ٨٧. انترِيامي :-

“अन्तर्यन्तु नियन्तुं शीलं यस्य सोऽयमन्तर्यामी” [جنهنجو گڻ آهي ته اندران ئي اَندران هر وستوءَ کي نيم ۾ رکي، سو آهي اَنترِيامي.] جو سڀني پراڻي ۽ اَپراڻي (جڙ ۽ چيتن) روپ جڳت ۾ اَندر وياپڪ ٿي، سڀني کي نيم ۾ ٿو هلائي، انڪري پرميشور جو نالو ” اَنترِيامي “ آهي.

## ٨٨. ڌرم راج :-

“यो धर्मे राजते स धर्मराज:” جو ڌرم سان ئي پرڪاشمان ۽ اڌرم کان ڇڙل، ڌرم جو ئي پرڪاش ڪري ٿو، انڪري ايشور جو نالو ”ڌرم راج“ آهي.

## ٨٩ يم :-

(यमु उपरमे) [يم=هٽڻ يا هٽائڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد ’يم‘ ٿو ٺهي. “य: सर्वान् प्राणिनो नियच्छति स यम:” جو سڀني پراڻين جي ڪرم ڦل ڏيڻ جو پربند ڪري ٿو ۽ اَنياءَ جي ڪمن کان پري رهي ٿو، انڪري پرميشور جو نالو ”يم“ آهي.

## ٩٠. ڀڳوان :-

(भज सेवायाम्) [ڀڄ=سيوا پوڄا] هن ڌاتوءَ مان شبد ”ڀڳ“ ۽ اُن ئي

---

* روُپ=شڪل؛ رس=سواد؛ سپرش=ڇهڻ؛ گند=بوءِ؛ ست=استرتا؛ رج=چرپر؛ تم=سستي.

ڀڳاڙيءَ ۾ متپ لڳائڻ سان ڀڳوان شبد ٺهي ٿو. "भग: सकलैश्वर्य्यं सेवनं वा विद्यते यस्य स भगवान" جو سمپورڻ ليج ۽ شڪتيءَ وارو ۽ ڀڄن (شيوا پوڄا) جي يوڳيه آهي، انڪري پرميشور جو نالو "ڀڳوان" آهي.

**منو اڳم ڏنل:-** (मन् ज्ञाने) [من=ڄاڻڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد 'منو' ٿو ٺهي. "यो मन्यते स मनु:" جو منو اَرٿات گيان سروپ ۽ مڃڻ جي يوڳيه آهي، انڪري اُن ايشور جو نالو "منو" آهي.

٩١. **پرش:-** (पॄ पालनपूरणयो:) [پري=پالڻ ۽ پرپور ٿيڻ] هن ڌاتوءَ مان "پرش" شبد ٺهي ٿو. "य: स्वव्याप्त्याचराऽचरं जगत् पृणाति पूरयति वा स पुरुष:" جو ساري جڳت ۾ پرپور ٿي رهيو آهي، انڪري اُن پرميشور جو نالو "پرش" آهي.

٩٢. **وشومڀر:-** (डुभृञ् धारणपोषणयो:) [ڊڀرج=سهارو ٿيڻ ۽ پالڻ] هن ڌاتوءَ جي اڳيان شبد "وشو" لڳائڻ سان "وشومڀر" شبد ٺهي ٿو.

"यो विश्वं बिभर्ति धरति पुष्णाति वा स विश्वम्भरो जगदीश्वर:" جو جڳت جو آڌار آهي ۽ اُنجي پالنا ڪري ٿو، انڪري اُن پرميشور جو نالو "وشومڀر" آهي.

٩٣. **ڪال:-** (कल संख्याने) [ڪل=ڳاڻاٽو] هن ڌاتوءَ مان شبد ڪال ٿو ٺهي.

"कलयति संख्याति सर्वान् पदार्थान् स काल:" جو جڳت جي سڀني پدارٿن ۽ جيوَن کي ڳڻي ٿو (سندن ڳاڻاٽو ڄاڻي ٿو) انڪري اُن پرميشور جو نالو "ڪال" آهي.

٩٤. **شيش:-** (शिष्लृ विशेषणे) [شلري=ڀڃاڙيءَ جو بچڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد شيش ٿو ٺهي. "य शिष्यते स शेष:" [جو اَنت ۾ بچي، سو آهي شيش]. جو اُپتي ۽ پرليه کان بچيل آهي، انڪري اُن پرماتما جو نالو "شيش" آهي.❋

٩٥. **آپت:-** (आप्लृ व्याप्तौ) [آپ=وياپڪ ٿيڻ] هن ڌاتوءَ مان شبد آپت ٿو ٺهي. "य: सर्वान् धर्मात्मन आप्नोति वा सर्वैर्धर्मात्मभिराप्यते छलादिरहित: स आप्त:" جو سچو اُپديش ڪرڻ وارو، سڀني وديائن جو ڀنڊار سڀني ڌرماتمائن سان مليل ۽ جو ڌرماتمائن دوارا پراپت ٿيڻ وارو ۽ جو ڇل ڪپٽ رهت آهي، انڪري اُن پرماتما جو نالو "آپت" آهي.

٩٦. **شنڪر:-** (डुकृञ् करणे) [ڪري=ڪرڻ] هن ڌاتوءَ اڳيان "شم" وجهڻ سان شبد شنڪر ٿو ٺهي. "य: शङ्कल्याण सुखं करोति स शङ्कर:" جو ڪلياڻ اَرٿات سک جي ڪرڻ هارو آهي، انڪري اُن پرميشور جو نالو "شنڪر" آهي.

٩٧. **مهاديو:-** ديو شبد جي اڳيان 'مهت' شبد وجهڻ سان "مهاديو" شبد ٺهي ٿو. "यो महतां देव: स महादेव:" جو مهان ديوَن جو به ديو اَرٿات ودوانن جو به ودوان، سورج آدي پدارٿن جو پرڪاشڪ آهي، انڪري اُن پرماتما جو نالو "مهاديو" آهي.

٩٨. **پريه:-** (प्रीञ् तर्पणे कान्तौ च) [پريڃ=ترپتي ۽ اِڇا] هن ڌاتوءَ مان شبد "پريه" ٿو ٺهي. "य: पृणाति प्रीयते वा स प्रिय:" جو سڀني ڌرماتمائن جي مُڪتي چاهيندڙ ۽ ڀلن ماڻهن کي پرسن ڪريتو ۽ جنهنجي ڪامنا سڀني کي ڪرڻ گهرجي، انڪري اُن پرميشور جو نالو "پريه" آهي.

---

❋ پرماتما نه اُتپن ٿيندو آهي ۽ نه ناس.

**٩٩. سويمڀو:-** ( भू सतायाम् ) [ڀو=هئڻ] هن ڌاتوءَ جي اڳيان شبد "سيوم" وجهڻ سان "سويمڀو" شبد سڌ ٿو ٿئي. "य: स्वयं भवति स स्वयम्भूरीश्वर:" جو پاڻ کان پاڻهي آهي ۽ ڪنهن اُن کي اُتپن نہ ڪيو آهي، اِنڪري اُن پرماتما جو نالو "سويمڀو" آهي.

**١٠٠. ڪوي:-** (कु शब्दे) (ڪ=شبد) هن ڌاتوءَ مان شبد "ڪوي" ٿو ٺهي. "य: कौति शब्दयति सर्वा विद्या: स कविरीश्वर:" جيڪو ويدن دوارا سڀني ودياڻن جو اُپديش ڪرڻ وارو ۽ ڄاڻڻ وارو آهي، اُن ڪري پرميشور جو نالو ڪوي آهي.

**شو اڳي ڏنل ١١** ( शिवु कल्याणे ) [شو=ڪلياڻ] هن ڌاتوءَ مان شوُ شبد ٺهي ٿو. "बहुलमेतन्निदर्शनम्" [وياڪرڻ جي وچن] اَنوسار "شو" کي ڌاتوُ ڪري ليکيو ويو آهي؛ جو سک سروَپ ۽ سک داتا آهي، اِنڪري پرميشورُ جو نالو "شو" آهي.

**پرميشور جا اننت نام:-** پرميشور جا نہ اهي سؤ نالا لکيا ويا آهن، پر اِنهن کانسواءِ پرماتما جا اڻ ڳڻت نالا آهن. جئن پرميشور جا گڻ، ڪرم ۽ ڀاو اننت آهن، تئن سندس نالا بہ اننت آهن. اُنهن مان هرهڪ گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جي موجب الڳہ الڳہ نالو آهي. انڪري هي منهنجا لکيل نالا ائين آهن، جئن سمنڊ جي سامهون هڪ ڦُڙو، ڇو تہ ويد آدي شاسترن ۾ پرماتما جا گڻ، ڪرم، سڀاو انيڪ ورنن ڪيل آهن، جنجي پڙهڻ پاڙهڻ مان ڄاڻ ٿي سگهندي آهي ۽ ٻين پدارٿن جو گيان بہ اُنهنکي پورو پورو ٿي سگهندو آهي، جي ويد آدي شاستر پڙهندا آهن.

**منگلاچرڻ ڇو نہ ڪيو ويو؟:-** (پرشن) جئن ٻيا گرنٿ ناهيندڙ لوڪ مُنڍ ۾، وچ ۾ ۽ پڇاڙيءَ ۾ منگلاچرڻ (شڀ ڪامنا) ڪندا آهن، تئن اوهان ڇو نہ ڪجهہ لکيو، نہ ڪيو! (اُتر) اسان کي ائين ڪرڻ نہ جڳائي. ڇو تہ جو مُنڍ، وچ ۽ انت ۾ منگل ڪندو، تہ اُنجي پستڪ جي مُنڍ وچ ۽ انت جي وچ ۾ جيڪو لکيل هوندو، سو امنگل (اشڀ يا خراب) ئي رهندو. انهيءَ لاءِ "मङ्गलाचरणं शिष्टाचारात् "फलदर्शनाच्छ्रुतितश्चेति" هي سانکيہ (اڌياءِ ٥-١) شاستر جو وچن آهي. هنجو تاتپرج هيءُ آهي تہ جا پرميشور جي نياءَ (ٺي ٻڌل) پڪشپات کانسواءِ سچي ويد ۾ ڏنل ايشور جي آگيا آهي، اُنهن ٿي جيئن جو ليئن، سدائين ۽ هرهنڌ هلڻ، منگلاچرڻ ٿو چئجي. گرنٿ جي مُنڍ کانوٺي پڇاڙيءَ تائين سچ سچ لکڻ ئي منگلاچرڻ آهي، نہ ائين جو هڪ هنڌ منگل ۽ ٻئي هنڌ امنگل لکيو وڃي.

**پستڪ جي آرنڀ ۾ اوم يا اٿ:-** مهاتمائن مهارشين جا ليکہ ڏسو.

यान्यनवद्यानि कर्माणि तानि सेवितव्यानि नो इतराणि ॥ هيءُ تتريہ اُپنشد (پرپاٺڪ ٧، انواڪ ١١) جو وچن آهي. هي ٻالڪن جي نندا کان رهت ڌرم جا ڪم آهن، سي ئي اوهانجي ڪرڻ جوڳہ آهن، اَڌرم جا ڪم نہ! انڪري هاڻوڪن پستڪن ۾ شري گڻيشاية نمه، سيتارام ڀيام نمه، راڌاڪرشڻا ڀيام نمه، شري گروچرڻ ارونداڀيام نمه، هنومتي نمه، درگاية نمه، وٽڪاية نمه، ڀيروايہ نمه، شواية نمه، سرسوتيہ نمه، نارايڻاية نمه، اِلاادي ليکہ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. جنکي ٻڌيمان لوڪ ويد ۽ شاسترن جي ورڌ هئڻ ڪري مٿيا ئي سمجهندا آهن، ڇو تہ ويد ۽ رشين جي گرنٿن ۾ ڪٿي بہ اهڙو منگلاچرڻ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. ۽ آرش (رشين جي)

گرنٿن ۾ 'اوم' ۽ "اَٿ" شبد ڏسڻ ۾ اَچي ٿو. ڏسو: " अथ शब्दानुशासनम् " [هيءَ وياڪرڻ جو سُوٽر آهي] । अथेत्ययं शब्दोऽधिकारार्थः प्रयुज्यते । [هت 'اَٿ' شبد وديا جي اَڌڪار يا آرنڀ ڪرڻ لاءِ ڪم ۾ آندو ويو آهي] هي وياڪرڻ مهاڀاشيه [مان آهي]. " अथातो धर्मजिज्ञासा " هي پُورو ميمانسا [جو پهريون سُوٽر آهي] । अथेत्यानन्तर्ये वेदाध्ययनानन्तरम् । [هتي شبد 'اَٿ' جي معنيٰ آهي ڪان پوءِ يعني ويد جي پڙهڻ کان پوءِ برهم جي کوج ڪريو] " अथातो धर्मं व्याख्यास्यामः " هيءَ ويشيشڪ درشن [جو پهريون سُوٽر آهي]. अथेति धर्मकथनानन्तरं धर्मलक्षणं विशेषेण व्याख्यास्यामः [ڌرم جي ورڻن ڪرڻ ڪان پوءِ ڌرم جي وچور سان ٽيڪا لکي وڃي ٿي. يعني اَٿ جي معنيٰ آهي 'ڪان پوءِ']. "अथ योगानुशासनम्" هي يوگ شاستر [جو پهريون سُوٽر آهي]. अथेत्ययमधिकारार्थः [هت به اَٿ آرنڀ ڪرڻ جي اَرٿ ۾ آهي]. " अथ त्रिविधदुःखात्यन्तनिवृत्तिरत्यन्तपुरुषार्थः " هي سانکيه درشن [جو پهريون سُوٽر آهي] । सांसारिकविषयभोगानन्तरं त्रिविधदुःखात्यन्तनिवृत्त्यर्थः प्रयत्नः कर्त्तव्यः । [سنساري واسنائن ڀوڳڻ ڪان پوءِ ٽن پرڪارن جي دکن کان ڇٽڻ جو يتن ڪرڻ گهرجي]. " अथातो ब्रह्मजिज्ञासा " هي ويدانت [جو پهريون سُوٽر آهي]. " चतुष्टयसाधनसम्पत्त्यनन्तरं ब्रह्मजिज्ञास्यम् " [چئن ساڌنن جي سماپت ڪرڻ ڪانپوءِ برهم جي کوج ڪجي!*]. "ओमित्येतदक्षरमुद्गीथमुपासीत" هي ڇاندوگيه اُپنشد جو وچن [پهريون منتر آهي- اوم، سنسار جو سوامي، اَسانکي وڃهي ۾ وڃهو، سڀني کان اوچ، نهايت پوڄا جي يوگ ۽ سرو وياپي آهي]. "ओमित्येदतक्षरमिदꣳ सर्वं तस्योपव्याख्यानम्" [هي مانڊوڪيه اُپنشد جي مڍ جو وچن آهي. اوم جو ناش نٿو ٿئي، تنهنکي ٽيڪ ٽيڪ پرگهٽ ڪري ٿو]. اَهڙيءَ ريت ٻين رشين منين جي گرنٿن [جي آرنڀ] ۾ شبد "اوم" ۽ "اَٿ" لکيل آهي. ساڳيءَ ريت (अग्नि इट्, अग्नि, यो त्रिषप्ताः परियन्ति) 'اَگني' ۽ 'اَٿ' "اَگني" "يي ترشپتا پريينتي" اهي شبد چئني ويدن جي آد ۾ لکيل آهن. "شري گڻيشاية نمه" اِياديِ شبد ڪٿي به ڪونه آهن. اِئين ويد جا ڄاڻُو، جي ويد جي آد ۾ "هري اوم" لکندا ۽ پڙهندا آهن، سو پُوراڻڪ ۽ تانترڪ لوڪن جي ڪُوڙيءَ ڪلپنا مان سکيا آهن. ويد آديِ شاسترن جي آد ۾ هري شبد ڪٿي به ڪونه آيو آهي، اِنڪري گرنٿ جي آد ۾ شبد "اوم" ۽ "اَٿ" ئي لکڻ گهرجي.

هي ٿورڙو ئي ايشور وشيه تي لکيو ويو آهي. هنڪان پوءِ سکيا وشيه تي لکيو ويندو.
شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو پهريون سملاس پرماتما جي نالن جي سنبنڌ ۾ سماپت ٿيو.

---

* مڪتيءَ جا چار ساڌن مڃيل آهن- ۱- وويڪ=چڱي مٺي جي تميز؛ ۲- ويراڳ=دنيوي موهه ممتا جو تياڳڻ؛ ۳- شٽ سمپتي اَرٿات شم=من جيتڻ، دم=اِندرين کي پاپ کان روڪڻ، اُپرتي=بريءَ سنگت جو تياڳ، تتيڪشا=سڀني اَوستائن ۾ هڪجهڙو رهڻ، شرڌا=ويد آديءَ ۾ شرڌا، سماڌان=چت جو ايڪاگر ڪرڻ ۽ ۴- مُمکشتو=موکه جو چاهه.

# ڀرڱبن سملاس جون ٽپڻيون

**نوٽ:-** هي ٽپڻيون گجراتي، انگريزي، اردو ۽ ڪلڪتي واري هندي ستيارٿ پرڪاش جي آڌار تي تيار ڪيون ويئون آهن ۽ پڻ پنڊت لکسيرام جي ڀاسڪر پرڪاش ۽ پنڊت واچسپتي ايم- اي جو ستيارٿ پرڪاش ڀاشيه ڌيان ۾ رکيا ويا آهن.

ڪيترا لوڪ پوري ڄاڻ نه هئڻ ڪري چوندا آهن ته جنهن اوم شبد کي آريه سماج پرماتما جو سڀني کان اُتم نالو ڪري سمجهي ٿي، سو ويد ۾ ڪٿي به نٿو ملي. اوم شبد يجرويد جي چاليهين اڌياءَ ۾ ٢ دفعا آيل آهي. هڪڙو ١٧ منتر ۾ ”ओं खं ब्रह्म“ ۽ ٻيو ١٥ منتر ۾ ओं क्रतो स्मर. ساڳيءَ ريت يجرويد اُڌياءَ ٻئي جي منتر ١٣ جي انتم ڀاڱي ۾ **ओं प्रतिष्ठ** واڪيه پيل آهي ۽ ٻيا به ڪيترين منتر ويد ۾ آهن.

اَ 'अ'، اُ 'उ'، مِ 'म'، اوم جون ٽي ماترائون آهن ۽ اُنهن ماترائن مان هرهڪ مان سوامي جن ٣-٣ ارٿ ڪڍيا آهن ۽ پڻ ائين چيو آهي ته ٻين نالن جو ڀاو به اوم شبد مان نڪري ٿو. سوامي جن جو اهو ليکو پراچين شاسترن جي آڌار تي آهي. اَ 'अ' جي سمبنڌ ۾ مانڊوڪيه اُپنشد ۾ چيل آهي “जागरितस्थानो वैश्वानरो ऽकार: प्रथमा मात्रा”

پهرين ماترا اَ 'अ' ڄاڳرت استان منجهان وئيشوانر جو ارٿ نڪري ٿو. ڄاڳرت استان اُهو آهي، جنهن دواران سنسار سدا نيم ۽ پربنڌ ۾ هلي رهيو آهي. وئيشوانر ۽ وشوَ ۾ ڪو ڀيد ڪونه آهي. جئن 'وئشوانر' جو پهريون ڀاڱو وشو آهي، تئن 'اوم' جو پهريون ڀاڱو 'اَ' آهي. جئن 'اَ' واڻيءَ ۾ وياپڪ آهي، ارٿات 'اَ' بنا هڪ به اکر اُچاري نٿو سگهجي، تئن 'اوم' ۾ پيل 'اَ' پرماتما جي وياپڪتا ۽ ڄاڳرتي ڏيکاري ٿو. انهيءَ ڪري اوم جي 'اَ' جو ارٿ وشو آهي.

شري گوڙپاد آچاريه چيو آهي:-

विश्वस्यात्वविवक्षायामादि सा मान्यमुत्कटम् । मात्रा सम्प्रतिपत्ति: स्यादाप्तासामान्यमेन ॥ कारिका १८ ॥

اوم جي ”اَ“ دواران ”وشوَ“ کي ”اَ“ ڪونيو ويو آهي، انهيءَ مان آنادي ۽ وياپڪ به اَرٿ نڪرن ٿا. آنند گريءَ جي ٽيڪا ۾ چيل آهي:-

[هت ڪليءَ ريت وشو ۽ وئيشوانر جو विश्वस्यवैश्वनरस्य जगद्व्याप्ति श्वस्यवष्टमेन स्पष्टयति ॥ ساڳيو اَرٿ ڏنو ويو آهي. وئيشوانر اَگنيءَ جو اَرٿ به ڏئي ٿو، سا ڳالهه شبد ڪلپ ڊرم ڪوش ۽ اُپٽي جي ٻ ڪشريءَ ۾ لکيل آهي. ”ويدانت سار“ [کنڊ ١٧] ۾ لکيل آهي:-

**वैश्वानरो विराड़ इत्युच्यते** ॥ - چيل آهي. ساڳئي هنڌ پڻ चيل آهي. ارٿات وئشوانر اَگني آهي. **वैश्वानरो अग्नि** اَرٿات وئشوانر کي وراٽ به ڪونيو آهي. اِها ڳالهه شتپٿ براهمڻ [٦، ٢، ٢، ٣٤ ۽ ٩، ١، ١، ٣١] ۾ به چيل آهي. ॥ विराडग्नि: وراٽ ٿي اَگني آهي.

'اُ' جا اَرٿ رشيءَ ”هرڻيه گرڀ“ ”وايو“ ۽ ”تئجس“ ڪيا آهن. مانڊوڪيه اُپنشد ۾ لکيل آهي- ॥ १० ॥ स्वप्न स्थानस्तैजस उकारो द्वितीया मात्रा ٻي ماترا 'اُ' سوپن اِستان ۾ ”تئجس“ جو اَرٿ ڏيکاري ٿي. جڳت جي سمهڻ جو هنڌ يا ”سوپن استان“ ايشور ئي آهي. اُپٽي

جي ڀ ڪشتريءَ ۾ لکيل آهي. 'أ' اَرٿات "تئجس" يعني سپنا ڏيندڙن آتمائن جي آتما. 'أ' "أتڪرش" يا 'اُپمہ' مان بنايل آهي. उत्कर्षादुभयत्वद्वी त्कर्षति ह वैज्ञानसन्तति समानश्चभवति ॥
'أتڪرش' 'ڪرش' ڌاتوءَ مان ٺهيو آهي، جنهنجو اَرٿ آهي کينچڻ يا ڇنڊ ااهڻ. أنهيءَ جو ڀاؤ اِهو ٿيو ته 'أ' جو اَرٿ آهي رٿا رٿڻ ۽ أنکي ڪم ۾ آڻڻ. گوڙپاد آچاريہ لکيو آهي:-

तैजसस्थोत्व विज्ञान उत्कर्षो दृष्यतेस्फुटम् । मात्रा सम्प्रतिपतो स्यादुभयत्वं तथाविधम् ॥

اَرٿات 'أ' ٽڙڻ، ڪلڻ، وڌڻ ۽ مٿي وڃڻ جو اَرٿ ڏيکاري ٿو، تئجس جو ٻہ ساڳيو اَرٿ آهي. اَ ۾ اُ مليلدو آهي تہ 'او' ٿي پوندو آهي. جئن گل ٽڙندا آهن، تئن شبد ٻہ ٽڙندا آهن. تئجس جو اَرٿ آهي چمڪڻ، شڪتيءَ جو وڌڻ آدي.

"تئجسوي" "هرڻيہ گرڀ" آهي. هرڻيہ گرڀ اَرٿات چمڪندڙ پدارٿن جو گرڀ يا سمهڻ جو اِستان. شري شنڪر آچاريہ مانڊوڪيہ اُپنشد جي ڀاشيہ ۾ لکيو آهي - तैजसी हिरण्यगर्भः ॥ شتپٿ ۾ وري چيل آهي - प्रजापतिर्वैहिरण्यगर्भः ॥ وايوءَ جو ڀاءُ بہ 'أ' ۾ سمايل آهي. تئتريہ براهمڻ [۳، ۲، ۹، ۱] ۾ چيل آهي- तेजोवैवायुः تيج ئي وايو آهي. أنتريہ ۾ وري چيل آهي- वायुह्यविप्रजापति स्तदुक्तमृषणा पवमानेः प्रजापतिः । ४ । २६ ॥ برهدارڻيڪ اُپنشد جي ڀاشيہ ۾ چيل آهي- ॥ सेषा अनिस्तमितादेवता यद वायुः ॥ اِهو ديوتا ڇپيل آهي، أن جو نالو وايو آهي. جئن وايو هلندڙ آهي، 'أ' بہ اکرن سان گڏجي منجهن سر اُٿپن ڪري ٿو.

مڪار مان رشيءَ "ايشور" "آديہ" ۽ "پراجڄ" اَرٿ ڏنا آهن. مانڊوڪيہ ۾ چيل آهي- ॥ ११ ॥ सुषुप्तस्थानः प्राज्ञो मभारस्तृती या मात्रा ٽين ماترا "م" مان "سشپت اِستان" ۽ "پراجڄ" جو اَرٿ نڪري ٿو. پرليہ سمي ۾ اَتوا گهريءَ ننڊ جي ويلي پڳوان ساڪي سروُپ رهي ٿو. اِنڪري کيس "سشپت شتان" ڪري ڪوٺجي ٿو. اِنهيءَ اَوستا ۾ پرماتما جي شڪتي بنا روڪ ٽوڪ جي پوُرڻ روُپ ۾ چمڪندي رهي ٿي. تنهن ڪري منجهانئن ايشور جو شڪتيوان اَرٿ نڪري ٿو. گوڙپاد آچاريہ لکيو آهي:-

ममारभावे प्राज्ञस्य मानसा मान्य मुच्यते । मात्रा सम्प्रति पेत्तैतु लय सा मान्यमुच्यते ॥ २६ ॥

تاتپرج آهي تہ 'م' جو اَرٿ آهي ماپڻ ۽ 'ماڻ' جو اَرٿ آهي ماپو. 'م' ۽ "پراجڄ" ٻنهي ۾ ماپڻ جو ڀاءُ ساڳيو آهي. پراجڄ آهي شانتيءَ واري اَوستا، جنهن مان تئجس ۽ وشو جون اَوستائون نڪري پڌريون ٿين ٿيون. اَرٿات ٻئي اَوستائون پراجڄ سان ماپيون ۽ ٻڌ ٿيون پيئون آهن، تنهنڪري 'م' مان پراجڄ جو اَرٿ نڪري ٿو. جيڪڏهن ٽنهي ماترائن جو ويچار ڪجي تہ 'م' ۾ ٻئي ماترائون اَچي ليہ ٿيون ٿين. هونئن بہ 'م' پوئيون وينجن (حرف صحيح) آهي. سشپت اَوستا ۾ بہ سڀ ڪجهہ ليہ ٿو ٿئي. اِنهيءَ لي پرليہ جي ويچار سان گڏ سمي جو ويچار بہ رکيل آهي. ايڪ اَکهري ڪوش ۾ 'م' جي معنيٰ سمو ۽ اَرٿ ٿيل آهي ۽ سمي جو ساڃو آديہ [سڄ] آهي، تنهنڪري 'م' مان آديہ جو اَرٿ نڪري ٿو. آديہ، ايشور، تيج وارو ايشور، سڀني کي ليہ ڪرڻ وارو ايشور.

رشي ديانند ايشور جي جدا جدا نالن جا جيڪي ڌاتو ڏنا آهن، ٿن مان ڪن لي آڪشيپ

ڪيا ويا آهن ۽ ڪن سمجهاڻين لاءِ پڻ ورودي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي ويئي آهي. انهن مان ڪن جو سماڌان هت ڪجي ٿو.

رشي ديانند "پرٿوي" شبد پرٿ=وڇائڻ ڌاتوءَ مان ورتو آهي. اُن لاءِ ڪي ماڻهو شنڪا ڪندا آهن. پر هو اِها ڳالهه وساري ٿا ڇڏين ته ڌاتن جا انيڪ ارٿ ٿيندا آهن. "ماڌوي ڌاتو" ۾ اها ڳالهه ڏيکاريل آهي. پڻ "مهاڀاشيه" ۾ پاتنجلي رشيءَ چيو آهي ته ڌاتن جا گهڻيئي ارٿ ٿيندا آهن. جئين "وَپي" [वपि] جو ارٿ وار وڇائڻ ۽ ڪاٽڻ ٻئي آهن. رشيءَ جو ليکه بلڪل پورو آهي. "پرٿ" ڌاتوءَ سان "شون" پرتيه لڳائڻ ڪري پرٿوي شبد ٺهي ٿو.

[क] مئتريه اُپنشد [١٠٥] ۾ پرماتما جا جيڪي نالا ڏنل آهن، جئين ته ان، يم، وشو آدي، انهن ۾ هڪڙو پرٿوي به آهي.

निर्गत: आकारात्स निराकार:- [ख] نراڪار [٧١] شبد جو وستار سوامي جن هن ريت ڪيو آهي- انهيءَ لاءِ به لوڪن اعتراض ورتو آهي. ڇي هي وياڪرڻ ڪري اشڌ آهي ۽ پڻ اُن مان نراڪار جو ارٿ سڌ نٿو ٿئي. ورودي جيڪڏهن اشٽاڌيائيءَ جي ٻئي اڌياءَ جي ٻئي پاد جو ١٨ سوتر ڏسندا ته ڪين پتو پوندو ته رشيءَ جو ليک هر طرح ٺيڪ آهي. ٻيو اِهو پڻ اعتراض آهي ته سوتر جو مطلب آهي ته "آڪار مان جيڪو نڪتو" يعني اصل ڀڳوان کي آڪار هو، اهو ارٿ ڪيڻ سراسر غلط آهي. "نراڪنهه آڪارات" جو مطلب آهي ته جنهنکي آڪار آهي ئي ڪونه، جئين يجرويد جي ٤٠ اڌياءَ ۾ "سپريگات" جو ارٿ اِهو نه آهي ته جو هر هنڌ وڃي ٿو، پر اهو ته هو هر هنڌ سدائين موجود آهي. جئين رگويد [١، ٥١، ١٤] ۾ "نريڪ" جي ڪري اهو ارٿ نٿو ڪجي ته ڀڳوان جو ڀهرين ڪو مددگار هو ۽ پوءِ هوُ ڀڄي ويو، پر اهو ارٿ ڪجي ٿو ته ڀڳوان کي جڏهن ڪو سهائڪ ٿيندو ئي ڪونه آهي ته هوُ هرهڪ ڪم پنهنجي سر ئي ڪندو آهي. نراڪار نالو گوپال سهسرنام [٨٩] ۽ شو سهر [٨ ۽ ٣٥] ۾ پڻ ڏنل آهن.

[ग] سروَ شڪتيمان [٧٧] شبد جي ارٿ بابت به سوامي جن ۽ ٻين لوڪن جي وچ ۾ ڀيد آهي. ٻين وارو ارٿ وٺبو ته سوال ٿيندو ته ڇا ڀڳوان هر ريت پاڻ جهڙو هڪ ٻيو پرماتما ناهي سگهي ٿو يا ڇا هوُ ڪا اهڙي وستوُ ناهي سگهي ٿو، جا هو پاڻ نه کڻي سگهي. اِئين ڪرڻ اسمبوُ آهي. ٻيو جيڪو ايشور ٿيندو سو ٿيندو بڻايل، اِنهيءَ ڪري ڀهرئين مثل ڪين ٿيندو. جي ڀڳوان اهڙي شيءِ بڻائي، جا هوُ کڻي نه سگهي ته پوءِ به سندس شڪتيءَ لاءِ حد پئجي ويئي. اِنهيءَ ڪري سوامي جن جو ارٿ ئي ٺيڪ آهي.

[घ] نياءَ ڪاري [٨٢] جي ڌاتوُ سوامي جن णोञ प्रापणे ڏني آهي. ورودي چون ٿا ته سوامي جن جي ڌاتوُ ٺيڪ نه آهي، اِنڪري इण गतौ ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن اهي پاڻ اشٽاڌيائيءَ جي ٽئين اڌياءَ جي ٽئين پاد جو ١٢٢ سوتر ڏسندا ته ڪين پڪ ٿيندي ته سوامي جن ٺيڪ آهن.

[ङ] ادوئيت [٨٤] وڃاليه شبد جي وياکيا ڪندي ١٨٧٥ واري ستيارٿ پرڪاش ۾ هي شبد پيل آهن- "نياءَ ڪاري ٿيڻ ڀڳوان جو سرياوڪ گڻ آهي". پرميشور ڪان پن انياءَ وارن

ڪٽڻ وارو اُلٽي سياهه وارو ايشور، جنهن خدا جو وروڌي شيطان آهي، ڪوڙ ٿيندو آهي.

[ च ] ”शिवु कल्याणे“ شوُ=ڪلياڻ ڌاتوءَ ۾ به ڪن جي شنڪا آهي، هي ڌاتو پاڻني مني کان ڏنل آهي ۽ رشي ديانند پڻ اُهڙو اِشارو ڪيو آهي. ممڪن آهي ته ڪن ٻين وياڪرڻن ۾ پڻ ڏنل هجي، پر جي نه هجي ته به پاتنجلي جي لکڻ اَنوسار پڇاڙيءَ ڪي ڏسي ڌاتوءَ جو ۽ ڌاتوءَ ڪي ڏسي پڇاڙيءَ جو اَنومان ڪري سگهجي ٿو. اُڻادي ڪوش جي ٻهرئين پاد جي ١٥٣ سوٽر ۾ ”پتو جي ديکشت“ لکيو آهي ته جنهن ۾ سڀ سمجهندا آهن، سو شو آهي. سمجهڻ جو اَرٿ وشرام سک ۽ ڪلياڻ به آهي، اِن ڪري به رشيءَ جو ڪٿن ٺيڪ آهي.

[ ڇ ] رشي ديانند هن سملاس ۾ ڀڳوان جا رڳا ١٠٠ نالا ڏيکاريا آهن، پر آهن اَنيڪ ۽ گهڻو ڪري اُهڙيءَ ريت سنسڪرت ڌاتن مان ڪڍي سگهجن ٿا ۽ ٺيڪ ٺيڪ اَرٿ ٻڌائي سگهجي ٿو. نه رڳو هن ديش جي ڀاشائن جا نالا اُهڙيءَ ريت سنسڪرت وياڪرڻ دواران ڀيهاري سگهجن ٿا پر ٻين ڀاشائن ۾ به جيڪي ايشور جا نالا آهن، تن جو سمبنڌ سنسڪرت ڌاتن سان ڪري سگهجي ٿو. جهڙي طرح رومن ڀاشا جو ”جوپيٽر“ شبد سنسڪرت جي ديو ۽ پتر مان نڪتو آهي ۽ يوناني نالو ”زيوئس“ به ساڳي ڌاتوءَ مان نڪتو آهي.

مصر جو ”ٿ“ نالو سنسڪرت جي ڌاتوءَ स्था اَرٿ ’ويهڻ‘ مان نڪتو آهي. انگريزي ”گاڊ“ يا گوڊ لفظ مان نڪتو آهي يا ’گو‘ ڌاتوءَ مان، جنهن مان اَگني لفظ نڪتو آهي، تنهن مان نڪتو آهي. عربي نالو اَلله سنسڪرت ”ايڙي“ يعني ’ساراهه ڪرڻ‘ مان نڪتو آهي.

ٻي هڪڙي خوبي جا پاٺڪن کي ڌيان ۾ ايندي، سا هيءَ آهي ته ويدڪ ڌرم جا ايشوري نالا ٽنهي جنسن ۾ اَچن ٿا. ٻين ڌرمن ۾ گهڻو ڪري مذڪر نالا آهن. سنسار ۾ سڀني کان پياري ماتا ٿيندي آهي. اِها ڀاونا ويدڪ ڌرم ڪانسواءِ ٻين مذهبن ۽ متن ۾ ڪانهي آهي. ايشور جا نالا ٽي جان جنس ۾ اُن لاءِ ڏيکاريا ويا آهن، جو ايشور پنهنجي نج سروپ ۾ سڀ پرڪار جي لاڳاپي ۽ ٻنڌن کان پري آهي.

ٻهرئين سملاس جي اَنت ۾ منگلاچرڻ تي شنڪائون ٿيل آهن. رشي ديانند جي ڪتابن جا مکيه ٻه اَنگ آهن. هڪ ته ليکڪ کي پهرئين اکر کان وٺي پوئين اکر تائين سمورا سچا ۽ ڪلياڻ ڪاري وچن لکڻ کپن. اِئين نه جو منڍ ۾، وچ ۽ پڇاڙيءَ ۾ منگلاچرڻ ڪري ڪجهه ۽ ٻيو سڀ اُلٽ پلٽ جيڪي وڻي، سو پيو لکندو وڃي.

رشيءَ جو ٻيو دليل هي آهي ته نيارا نيارا پنٿ ۽ وهنوار ڇڏي سڀ لوڪ سناتن [پراڻو] ويدڪ مارگ وٺن، جنهڪري جاتيءَ ۾ پوري ايڪتا اَچي. پراچين شاسترن ۾ ’اوم‘ ۽ ’اَٿ‘ شبد آرنڀ ۾ اَچي ٿو، تنهڪري هاڻي به ’اوم‘ اَٿوا ’اَٿ‘ ئي رکڻ گهرجي.

# ओ३म्

## ٻيو سملاس

### سکيا جو ورنن

**مَنش ودوان ڪيئن ٿئي؟** "मातृमान् पितृमानाचार्यवान् पुरुषो वेद ॥" [اُڪري اَرٿ:- ماتا وارو پتا وارو ۽ آچاريه وارو پرش، ودوان ٿيندو آهي] هي شت پٿ براهمڻ [ڪانڊ ١٤-٨-٥-٢] جو وچن آهي. سچ پچ ته جڏهن ٽي اُتم سکيا ڏيندڙ اَرٿات هڪڙي ماءُ، ٻيو پيءُ ۽ ٽيون گرو هجن، تڏهن سنتان گيانوان ٿئي ٿي. ڌن آهي اُهو ڪل، وڏڀاڳي آهي اُها سنتان، جنهن جا ماتا - پتا ڌرم ٽي هلڻ وارا ودوان هجن. ماتا کان جيترو اُپديش ۽ لاڀ ٻارن کي پهچندو آهي، اوترو ڪنهن ٻئي کان نه. جهڙو ماتا سنتان تي پريم [۽] سندن ڀلو ڪرڻ چاهيندي آهي، اوترو ٻيو ڪوئي ڪونه ڪندو آهي، اِن ڪري मातृ मान् اَرٿات "प्रशस्ता धार्मिकी विदुषी माता विद्यते यस्य स मातृमान्" [ماتر مان اُهو مَنش آهي، جنهنجي ماتا ساراهه جوڳي ۽ ڌرم تي هلڻ واري آهي] ڌنيه آهي اُها ماتا، جا گرڀ جي ڏينهن کانوٺي جيستائين پوري ودِيا نه ٿئي، تيستائين سنتان کي چڱيءَ چال جو اُپديش ڪري.

**ماتا پتا ڪهڙو ڪاڌو کائين؟** ماتا پتا لاءِ تمام ضروري آهي ته گرڀادان کان اڳ ۽ وچ ۾ پڇوءِ، مادڪ وستُو [نشيدار شيون]، درگنڌي، رُکي [اُٽيا] ۽ ٻڌي ناس ڪندڙ پدارٿ ڇڏي، جيڪي شانتي، نروڳتا، ٻل، ٻڌي، پراڪرم، سُلڇڻائي ۽ سڀيتا ڏيڻ وارا، گيهه، کير، مٺائي، اَن جل آدي اُتم پدارٿ ورتائين، جنهنڪري * رج ۽ ويريه ٻئي اَوگڻ کان ڇٽي اُتم گڻ وارا ٿين.

**ميلاپ جا نيم:-** اِستري پرش جي ميلاپ جو سمو رجو درشن [ڪپڙن جي اچڻ] جي پنجين ڏينهن کانوٺي ١٦ ڏينهن تائين آهي. اُنهن ڏينهن مان مُنڍ جا چار ڏينهن ڇڏي ڏيڻ گهرجن. رهيا ٻارهن ڏينهن، اُنهن مان گيارس ۽ تيرس ○ ڇڏي باقي ڏهن راتين ۾ ★ گرڀادان ڪرڻ اُتم آهي. رتو اچڻ جي ڏينهن کانوٺي سورهينءَ رات کان پوءِ سماگم نه ڪجي. وري جيستائين رتودان جو سمو جنهن اڳ لکيو ويو آهي، نه اچي، تيستائين ۽ پڻ گرڀ ٿي وڃڻ کانپوءِ هڪ ورهيه تائين سماگم نه ڪجي، جيستائين ٻنهي جو شرير روڳ رهت،

---

* رج = حيض = ماتا جو اُهو رس، جنهن مان سنتان اُتپن ٿئي.
ويريه = مني = پتا جو اُهو رس، جنهن مان سنتان اُتپن ٿئي.
○ شايد ٻارهين ۽ تيرهين رات جو مطلب آهي.
★ ميلاپ يا سماگم.

هڪ ٻئي جي پرسنتا ۽ ڪنهن پرڪار جي چنتا ۾ نہ هجي ۔

**گرڀ ڪال جو ڪاڌو ۽ وهنوار:-** جئن چرڪ ❋ ۽ سشرت ۾ ڪانڻ ۽ ڀرڻ جو ورنن ۽ منو سمرتيءَ ۾ استري پرش جي پرسن رهڻ جي ريت لکيل آهي، تنهن انوسار ڪجي ۽ هلجي ۔ گرڀ ٿيڻ کانپوءِ استريءَ کي ڏاڍيءَ سعيال سان کاڌو پيتو ۽ ڪپڙو لٽو ڪرڻ گهرجي۔ استري هڪ ورهيہ تائين پرش جو سنگ نہ ڪري۔ بڌيءَ، ٻل روپ، تندرستي، پراڪرم، شانتي آدي گڻن وارين وستو استري ورتائيندي رهي، جيئين بالڪ جو جنم ٿئي۔

**ٻار جو جنم:-** جڏهن بالڪ جمي، تڏهن چڱي سگنڌ واري جل سان ڪيس سنان ڪرائجي ۽ ناڙي وڍڻ کانپوءِ سگنڌ واري گيهہ آديءَ جو هوم △ ۽ استريءَ جي اِشنان ۽ پوڄن جو بہ پورو پربنڌ ڪرڻ گهرجي، جئن بالڪ ۽ استريءَ جو شرير ڏينهن ڏينهن نرويو ۽ سگهارو ٿيندو وڃي۔ بالڪ جي ماتا اُتوا ڏايہ [دائي] رسولي اهڙي پرڪار جي کائيندي رهي، جو ٿڃ ۾ اُتم گڻ اُٿپن ٿين۔

**ٿڃ پيارڻ:-** ماتا جي ٿڃ ڇهن ڏينهن تائين بالڪ کي پيارجي، تنهن کان پوءِ ڏايہ پيار ڀندي رهي۔ ۽ ڏايہ کي [ٻار جا] ماءُ پيءُ اُتم پدارٿ کارائيندا پيارڀندا رهن۔ جيڪڏهن ڪو نرڌن هجي ۽ ڏايہ رکي نہ سگهي، تہ هو ڳانءِ اُتوا ٻڪريءَ جي کير ۾ اُتم اوشڌيون [دوائون] جي بڌيءَ، تندرستي ۽ پراڪرم وڌائڻ واريون هجن، شڌ جل ۾ پچائي، جوش ڏياري ڇاڻي، هڪ جيترو کير ۽ پاڻي ملائي بالڪ کي پيارين۔

**رهڻ جو استان:-** ويم کان پوءِ بالڪ ۽ سندس ماتا کي ڪنهن اهڙيءَ جاءِ ۾ جتي جي وايو شڌ هجي، اُتي رهائجي ۽ پڻ سگنڌ وارا ۽ وٽندڙ پدارٿ اُتي رکجن ۽ اهڙي هنڌ گهمڻ ڦرڻ ٺيڪ آهي، جتي جي هوا شڌ هجي۔

**ڏايہ جو ڪم ڇو؟** جتي ڏايہ، ڳانءِ، ٻڪري آديءَ جو کير ملي نہ سگهي، اُتي جئن ٺيڪ سمجهيو وڃي تئن ڪجي۔ جئن بالڪ جو شرير ماتا جي شرير جي اَنش مان ٿيندو آهي، تنهڪري ويم سمي استري نربل ٿي پوندي آهي۔ ان ڪري وياڻل استري کير نہ پياري۔ ٿڃ روڪڻ لاءِ ٿڻن جي سوراخن تي اهڙي دوا لڳائجي، جئن کير وهڻ بند ٿي وڃي۔ اهڙيءَ ريت ڪرڻ سان ٻئي مهني ۾ [وياڻل استري] اڳي جيان جوان ٿي پوندي آهي۔ ◻

---

❋ هي پراچين ويد وديا [طب] جا پستڪ آهن۔

△ بالڪ جي جنم جي سمي جاتڪرم سنسڪار ڪيو آهي، جنهن ۾ هون آدي ويدڪ ڪرم ڪيا آهن۔ هي سنسڪار وڌيءَ ۾ وچور سان لکيا ويا آهن۔

◻ ماءُ جو کير ٻار کي پيارڻ قدرتي ڳالهہ آهي، تنهڪري هت اَوس اعتراض ٿئي ٿو. پر سياڻن سني ۾ سٺو رستو مضبوط اولاد پيدا ڪرڻ ۽ استري ۽ پرش جي تندرستيءَ رکڻ ۽ طاقت قائم ڪرڻ جو بيان ڪيو آهي۔ جڏهن جانورن جي نسل کي ترقي ڏني ويندي آهي، تڏهن بہ اهڙي تجويز عمل ۾ آندي آهي۔ جهڙي جانور ڪمزور نہ ٿين ۽ ٻچي جي پرورش بہ چڱي ٿئي۔ جي ماڻهو عمدو اولاد سواءِ طاقت وڃائڻ جي پيدا ڪرڻ گهرندا آهن، سي هن ريت عمل سان ڪامياب ٿي سگهندا آهن۔ اها ڳالهہ نياري آهي، جو ماڻهو هن تي عمل ڪٿا ڪري سگهن۔ [پنڊت جيوڻ لعل]

**پرش ۽ استري ڪيئن هلن؟** ڇهين پرش برهمچريه دواران ورييه جي رکيا ڪري. اهڙيءَ ريت جيڪي استريون ۽ پرش هلندا، تن جي سنتان اُتم، اورجا وڌي ۽ [سنڌن] بل ۽ تيج جو واڌارو ٿيندو ٿي رهندو. استري يونيءَ جو سنڪوچن ۽ شوڌن [ڪري] ۽ پرش ورييه کي روڪي. پوءِ جيڪو اولاد ٿيندو، سو پڻ سرلشٽ ٿي ٿيندو. *

**سنتان کي ڪهڙي سکيا ڏجي؟** سنتان کي ماتا سدا اُتم سکيا ڏيندي رهي، جئن سنتان سڌريل ٿئي ۽ ڪنهن به اَنگ سان ڪچيشٽا [اَجوڳي هلت] نه ڪري. جڏهن ٻار ڳالهائڻ لڳي، تڏهن سندس ماتا اهڙا اُپاءَ وٺي، جئن ٻالڪ جي جڀ ڪومل ٿئي ۽ شڌ اُچارڻ ڪري سگهي. اهڙيءَ ريت، جو جنهن اکر جو جيڪو [1]ٿان ۽ [2]پريتن هجي، [اُنهيءَ سان ئي اهو اکر ڳالهائي]. جئن 'پ' هنجو ٿان چپ ۽ [3]سپرشٽ پريتن آهي، ٻنهي چپن کي ملائي ڳالهائڻ [گهرجي]. [4]هرسوَ، [5]ديرگهه ۽ [6]پلت اکر ٺيڪ ٺيڪ چئي سگهي. مڌر گنڀيرو، سندر سر ٿئي ۽ اکر، [7]ماترا،

* يوني اَرٿات استريءَ جو ڳجهو اَنگ ۽ سنڪوچن اَرٿات ننڍو ڪرڻ ۽ شوڌن يعني صاف ڪرڻ. ٻار جڏهن گرڀ ۾ هوندو آهي، تڏهن گرڀ ٿان ٽڙي پوندو آهي ۽ جڏهن ٻار ڄمندو آهي، تڏهن گند جي نيڪال ۽ گرڀ ٿان جي سڪڙجڻ کي تندرستيءَ جي نشاني سمجهي ويندي آهي. گند جو ٺيڪ طرح نيڪال اَوس ٿيڻ گهرجي ۽ گرڀ استان پڻ اڳين جهڙو ٿي وڃي. ويڄ ۽ مائٽن کي سڀ ڪان وڌيڪ هن ڳالهه جي سنڀال ڪرڻ گهرجي. ائين نه ڪرڻ ڪري استريءَ جي مرڻ جو ڀؤ ٿيندو آهي. پراچين ڪال ۾ دايون ويايل استريءَ کي اُنهيءَ مراد سان ٻيٽيون آدي ڏينديون هيون. پر ڏک آهي جو ڪيترا بي سمجهه هن اُتم تندرستيءَ جي سڌانت کي نه سمجهي واهيات ڳالهيون ڪندا آهن.

١. استان=جاءِ، هتي ٻيا ٻيا اکر پڻ پڻ هنڌان ڳالهايا ويندا آهن. سنسڪرت ۾ هن وشيه تي پورا ۽ سندر نيم ڄاڻايل آهن - क "ڪ" آدي ڪنٺ مان چيا ويندا آهن. च "چ" آدي تارونءَ مان ۽ त "د" آدي ڏندن مان ۽ प "پ" آدي چپن مان. [تاراچند گاجرا]

٢. اکر ڳالهائڻ ۾ جا جڀ آديءَ جي چرپر ٿيندي آهي، اُن کي پريتن چئبو آهي.

[پنڊت جيوڻ لعل]

٣. سپرشٽ پوري ڇهڻ کي چئبو آهي جئن "پ" جي چوڻ ۾ ٻئي چپ هڪ ٻئي ۾ لڳندا آهن، هڪڙا اکر اهڙا ٿيندا آهن، جنهن ۾ اَنگ ٻئي سان ڪو نه لڳندا آهن ۽ ٻيا اهڙا آهن، جن ۾ ويهڻ ٿيندو آهي ۽ ٻيا اهي ٿيندا آهن، جن ۾ پورو ڇهڻ ٿيندو آهي. 'پ' هن پوئين پرڪار جو آهي. اُن کي سپرشٽ پريتن ڪوٺجي ٿو.

٤، ٥ ۽ ٦، अ , इ "ا" ۽ "اِ" آدي سوَر [حرف علت] ٽن پرڪارن سان ڳالهايا ويندا آهن ۽ اَرٿات هرسو، ديرگهه ۽ پلت ۽ ناڙيءَ جي هڪ ڀيرو هلڻ ۾ جيترو وقت لڳي، اوتري کي هرسو چئبو ويندو آهي، اُن کان ٻيڻي کي ديرگهه ۽ ٽيڻي کي پلت اَ [अ] هرسو آهي، آ [आ] ديرگهه ۽ آ اِي [आ ई] پلت آهي.

٧. سنسڪرت ۾ اُهي نشانيون جي زبر، زير ۽ پيش جو ڪم ڏينديون آهن. تنکي ماترا چوندا آهن.

پد، واڪيہ [جملا] شبدن جا جوڙ ^۸اوسان [دم] اَلڳ اَلڳ ٻڌڻ ۾ اچن. جڏهن ٻالڪ ڪجھ ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ لڳي، تڏهن [ماءُ هنکي] مڌرواڻي ۽ ننڍن، وڏن، مانوارن، ماتا، پتا، راجا ۽ ودوان آديءَ سان ڳالهائڻ ۽ ساڻن ورتاءُ ڪرڻ ۽ اُنهن وٽ اُٿڻ وهڻ جي [ڍنگ جي] بہ سکيا ڏني وڃي، جئن ڪٿي بہ هنکان ڪا اَجوڳي هلت نہ ٿئي ۽ هرهنڌ سندس سنمان ٿيندو رهي. اهڙو يتن ڪندو رهجي، جئن سنتان جي هردي ۾ اندرين کي جيتڻ، وديا سان پيار ۽ ستسنگ ۾ رهڻ جي رچي پيدا ٿئي. اَجائي راند، رئڻ، کلڻ، لڙائي، هرک، شوک ۽ ڪنهن پدارٿ ۾ گهڻي ممتا ايرکا ۽ دويش نہ ڪن. ڳجهي اَنگ کي ڇهڻ يا مهٽڻ سان ويريہ جي ڪمزور ۽ نامردي ٿيندي آهي ۽ هٿ ۾ ڪني بانس بہ ٿيندي آهي، اِنکري اُن کي نہ ڇهجي. سدا سچ ڳالهائڻ، ويرتا، ڌيرج کلمک آدي گڻ جئن پراپت ٿين، تئن ڪرائجي.

**پنجن ورهن ۾ ڪهڙي سکيا ڏجي؟** جڏهن پٽ يا ڌيءَ پنجن ورهين جا ٿين، تڏهن کين ديوناگري ۽ ٻين ديشن جي ڀاشا جي اکرن جو اَڀياس ڪرائجي. تنهن کانپوءِ اُهي منتر، شلوڪ ^۹سوتر، گديہ [نثر] پديہ [نظم] اَرٿ سميت ڪنٺ ڪرائجن؛ جن مان اُلم سکيا، وديا، ڌرم ۽ پرميشور [جي وشيہ لي اُپديش اَچي وڃي] ۽ ماتا پتا، آچاريہ، ودوان، اَتٿي [مهمان]، راجا، پرجا، ڪٽنب، ٻنڌو [مائٽ]، ڀيڻ، ڀاءُ ۽ نوڪر وغيره سان پوريءَ ريت وهنوار ڪرڻ جو ڍنگ سيکارجي. جهڙڪري سنتان ڪنهن ٺڳ جي دوکي ۾ نہ اچي. جي جي ڳالهيون وديا ۽ ڌرم ورڌ، ڀرم جار ۾ ڦاسائڻ واريون آهن، تن بابت بہ کين سمجهاڻي ڏيڻ گهرجي، جئن ڀوت، پريت آدي مٿين ڳالهين لي ويساهہ نہ ڪن.

गुरो: प्रेतस्य शिष्यस्तु पितृमेधं समाचरन् । प्रेतहारैः समं तत्र दशरात्रेण शुध्यति ॥ मनु० (अ० ५ । ६ ।)

**ڀوت پريت ڇاکي چئجي؟** جڏهن گورو مري، تڏهن لاش جنهنجو نالو پريت آهي، تنهنکي جلائڻ وارو شش، 'پريت هارن' اَرٿات لاشي جي کڻڻ وارن سان گڏ ڏهين ڏينهن شڌ ٿيندو آهي. جڏهن لاش جلي رهي، تڏهن اُنجو نالو "ڀوت" [سرڳواسي] ٿيندو آهي. اَرٿات [ڇيو ويندو آهي تہ] فلاڻي نالي وارو ماڻهو هو. جي پيدا ٿي ورتمان ڪال [زمان حال] ۾ نہ رهن، سي ڀوتست [گذريل وقت ۾ داخل هئڻ ڪري يا سرڳواسي هئڻ ڪري] ڀوت نالي سان سڏبا آهن.

**ڏائڻ سائڻ جو نہ هئڻ:-** اهڙو برهما کان وٺي اَڄ ڏينهن تائين ودوانن جو سڌانت آهي. پر جنهنکي شنڪا، ڪسنگ ۽ ڀڙا سنسڪار ٿيندا آهن، تنهنکي ڀَپ ۽ شنڪا روپي ڀوت، پريت، ڏائڻ، سائڻ آدي اَنيڪ وهم ستائيندا آهن. ڏسو، جڏهن پراڻي مرندو آهي، تڏهن سندس آتما پاپ پنج جي وس ٿي پرميشور جي نيم اَنوسار دک سک جي ڦل ڀوڳڻ لاءِ ٻيو جنم وٺندي آهي. ڇا پرميشور جي هن اَٽل نيم کي ڪوئي ٽوڙي سگهي ٿو؟ مورک

۸. واڪن جي اَنت کي اوسان چوندا آهن. [پنڊت جيوڻ لعل ۽ تاراچند گاجرا]
۹. ننڍڙا ننڍڙا جملا يا چوٽيون، جن ۾ وڏو اَرٿ ڀريل هجي، تنکي سوتر چئبو آهي.

ماڻهو ويڄ وديا ۽ پدارٿ وديا جي پڙهڻ، ٻڌڻ ۽ سوچڻ کان اُٽهاڻ هٺ ڪري، سرسام، لپ آدي شرير جي روڳن ۽ چريائيءَ آدي من جي وڪارن جو نالو ڀوت پريت رکندا آهن. اؤشڌين ۽ ڪري رکڻ جو نيڪ وهنوار ڇڏي، ٺڳن، پاکنڊين، مها مورکن، دراچارين ۽ سوارٿين، ڀنگي، چمار، مليڇ، آديءَ تي ٻه ويساهه رکي اُنيڪ پرڪارن جي ڍونگ ۾ ڇل ڪپٽ [۾ ڦاسندا آهن]، جونو ڪاڌو [کائيندا آهن]. ڌاڳا، ڏورا آدي مٿيا منتر جنتر ٻڌندا ۽ ٻڌائيندا، ڌن جو ناس [ڪندا]، سنتان جي دردشا [ڪندا] ۽ روڳن جو واڌارو ڪري دک ڏسندا رهندا آهن. جڏهن ڳنڍ جا ڳوڙها مت جا موڙها اُنهن دربڌي [مورک] پاپين ۽ سوارٿين وٽ وڃي پڇندا آهن ته "مهاراج! هن ڇوڪر، ڇوڪريءَ، پرش، اِستريءَ کي خبر نه آهي ته ڇا ٿي ويو آهي؟" تڏهن هو چوندا آهن ته "هنجي شرير ۾ هڪ وڏو ڀوت، پريت، ڀيروُن، سيتلا آدي ديويءَ اچي واسو ڪيو آهي، جيستائين تو هان هنجو اُپاءُ نه ڪندا، تيستائين نه ڇڏيندا بلڪ پراڻ به ڪڍي ڇڏيندس. جيڪڏهن اوهان مال مليدو ۽ هيتري هيتري ڀيٽا ڏيو ته اسان منتر، جپ، * پرشچرڻ سان جهاڙ وجهي اُنهنکي ڪڍي ڇڏيون." تڏهن اُهي اَنڌا سندن مت مائٽ چوندا آهن ته "مهراج! ڀلي اسانجو سڀڪجهه هليو وڃي، پر هنکي چڱو ڀلو ڪري ڏيو." پوءِ ته اُنهنجي ڀيگهي مڇي پوندي آهي. اُهي ٺڳ چوندا آهن "چڱو ڀلا آڻيو هيتري سامگري، هيتري ڏکڻا، ديوتا کي ڀيٽ ۽ ■ گرهه دان ڪرايو." [پوءِ] جهانجهه، مردنگ، ڍول، ٿالهي کڻي اُنهنجي اَڳيان وڄائيندا ۽ ڳائيندا [آهن] ۽ اُنهن مان هڪڙو پاکنڊي چريُن جيان نچي ٽپي چوندو آهي ته "مان هنجا پراڻ ئي ڪڍي ڇڏيندس." تڏهن اُهي اَنڌا اُنهيءَ ڀنگي، چمار آدي نيچ جي پيرن لي ڪري چوندا آهن "اوهانکي جيڪي وڻي، سو وٺو، پر هنکي بچايو." تڏهن اُهو ٺڳ چوندو آهي ته "مان هنوُمان آهيان، آڻيو پڪي مٺائي، تيل، سندر، سوا مڻ جو روٽ ۽ لال لنگوٽ" [يا چوندو آهي] "مان ديويءَ جو ڀيروُن آهيان، آڻيو پنج بوتلون شراب، ويهه ڪڪڙيون، پنج ٻڪرا، مٺائي ۽ ڪپڙا." جڏهن هو چوندا آهن ته "جيڪي وٺيو سو وٺو." تڏهن اُهو پاڳل ڏاڍو نچڻ ٽپڻ لڳندو آهي. پر جيڪڏهن ڪو سياڻو ماڻهو اُنهنجي شيوا پنجن پادرن، سوٽين، چماٽن ۽ لتن هڻڻ سان ڪري ته اُنهنجو هنومان ۽ ڀيروُن وغيره جهٽ پرسن ٿي ڀڄي وڃن، تا، ڇو ته سندن اِهو ڍونگ رڳو ڌنَ وغيره جي ڦرڻ لاءِ ٿيندو آهي.

**جوتشين جي ٺڳي**:- جڏهن هو ڪنهن گرهه ۾ ڦاٿل، گرهه روُپي ڪوڙي جوتشيءَ وٽ وڃي چوندا آهن ته "هي مهاراج! هنکي ڇا ٿيو آهي؟" تڏهن هو چوندا آهن ته "هن

* پرشچرڻ=اَڳيان رکڻ=ڀيٽ ڪرڻ. ڪا شيءِ ڀوت پريت جي اَڳيان رکي اُنکي راضي ڪرڻ يا ڪا ٽوٽڪي ڦيٽي جي ڪريا ڪرڻ.

■ ڪوڙن گرهن جي ڪوڙي پرڀاو کي نورت ڪرڻ لاءِ ڀن ڀن لوڪن کي ڪجهه روڪڙ جنس آدي ڏيڻ کي گرهه دان چئبو آهي.

ڪي سورج آدي ٻاري * گرهه لڳو آهي، جي توهين هن لاءِ شانتي ٻاٺ، پُوڄا ۽ دان ڪرايو ته هنجو ڪلياڻ ٿيندو نه ته ڏاڍو دکي ٿي مري وڃي ته ٻ اَچرج ڪونهي."

**اُتر:-** ٻڌايو جوتشي جي! ڄڻ هيءَ ڀرٿوي جڙ آهي، تئن سورج آدي لوڪ ٻ جڙ آهن. اُهي تپت ۽ پرڪاش آدي ڪرڻ بنا ٻيو ڪجهه ٻ ڪري نٿا سگهن. ڇا اُهي چيتن آهن، جو ڪاوڙجي دک ڏيئي سگهن ۽ پرسن [راضي] ٿي سک ڏيئي سگهن؟

**پرشن:-** ڇا هن سنسار ۾ جو راجا ۽ پرجا سکي ۽ دکي ٿي رهيا آهن، اُهو گرهن جو ڦل نه آهي؟

**اُتر:-** نه، هي سڀ پاپ پڃ جا ڦل آهن.

**پرشن:-** ته ڇا، جوتش شاستر ڪُوڙو آهي؟

**اُتر:-** نه، اُن ۾ جيڪا اَنڪ گڻت [حساب]، بيج گڻت [آلجبرا] ۽ ريکا گڻت [جاميٽري] وديا آهي، اُها سڀ سچي آهي ۽ جيڪا ڦل جي ليلا آهي، سا سڀ ڪُوڙي آهي.

**پرشن:-** ڇا هيءَ جيڪا جنم پتري آهي سا نشڦل آهي؟

**اُتر:-** ها، اِها جنم پتري نه آهي، پر اُنجو نالو 'شوڪ پتري' رکڻ گهرجي، ڇو ته جڏهن سنتان جو جنم ٿيندو آهي، تڏهن سڀني کي آنند ٿيندو آهي، پر اُهو آنند تيستائين رهندو آهي، جيستائين جنم پتري نهي گرهن جو ڦل نه ٻڌجي. جڏهن پروهت جنم پتري ٺاهڻ لاءِ چوندو آهي، تڏهن ٻالڪ جا ماءُ پيءُ پروهت کي چوندا آهن "مهاراج توهان جنم پتري چڱي ٺاهجو." جي ڌنوان هوندا آهن ته گهڻوئي ڳاڙهين پيلين ليڪن سان عجيب نموني چٽيل ۽ جي نرڌن هوندا آهن ته ساڌارڻ نموني جي جنم پتري ٺاهي ٻڌائڻ ايندو آهي. تڏهن هنجا ماءُ پيءُ جوتشيءَ جي اڳيان ويهي چوندا آهن:- "هنجي جنم پتري چڱي تہ آهي نہ؟" جوتشي چوندو آهي ته "جيڪا آهي سا پڙهي ٻڌايان ٿو." هن جا جنم گرهه ● ڏاڍا چڱا ۽ متر گرهه ✖ ٻ تمام سٺا آهن، جنهنجو ڦل ڌنوان ۽ مانوارن، جنهن ٻ سڀا ۾ وڃي ويهندو، اُن سڀا جي مٿان سندس تيج پوندو. شرير ۾ نروڳي رهندو ۽ راڄ سڀا ۾ پڻ مان پائيندو." اهڙيون ڳالهيون ٻڌي پتا آدي چوندا آهن- "واهه واهه جوتشي، اوهان ڏاڍا چڱا آهيو."

---

* آڪاش ۾ جيڪي لوڪ آهن، تن ۾ هڪڙا آهن نکشتر يا هڪ هنڌ بيٺل تارا ۽ ٻيا آهن گرهه يا گهمندڙ لوڪ، جنهنکي اَنگريزيءَ ۾ Planet ۽ عربيءَ ۾ سيار ڪوٺيندا آهن. ڦلت جوتش يا علم نجوم جنهنکي اَنگريزيءَ ۾ Astrology چوندا آهن، تنهن موجب مڻش جي جنم سمي جدا جدا گرهن جو جدا جدا اِستان سندس جيون لي جدا جدا اَثر وجهندو آهي. اُهو مڻش جيڪو اَهڙو وشواس رکي ٿو ۽ جو سمجهي ٿو ته ڪنهن ڪرڙي گرهه جو مٿيون پرڀاو آهي، تنهنکي گرهه گرهت يا گرهن ۾ ڦاٿل سڏجي ٿو.

● اَرٿات جنم جي سمي جن اِستانن لي يا گهرن ۾ ڀن ڀن گره اَٿس، تن جو ڦل سٺو آهي.

✖ متر گرهه، اُهي گرهه جيڪي مڻش جي پرڀم وهڪري لي پرڀاءُ وجهندا آهن يا جن جي پرڀاءُ ڪري متر ملندا آهن يا شترو وڌندا آهن.

جوتشي جڏهن ڏسندو آهي ته اُنهن ڳالهين مان ڪارج سڌ نٿو ٿئي، تڏهن چوندو آهي ته "هي گرهه ته ڏاڍا چڱا آهن، پر هي گرهه ڪرڙا آهن اُرٿات فلاڻي فلاڻي گرهه جي يوگ [ميلاپ] سان، اُنين ڦرهيه ۾ هن جو موت لکيل آهي." اِها ڳالهه ٻڌي ماءُ پيءُ پٽ جي جنم جو آنند وساري دک جي سمنڊ ۾ ٻڏي، جوتشيءَ کي چوندا آهن، "مهاراج! هاڻي اسين ڇا ڪريون؟" تڏهن جوتشي چوندو آهي ته "اُپاءُ ڪريو"- گرهستي پڇندا آهن "ڪهڙو اُپاءُ ڪريون؟" جوتشي رت ڏيڻ لڳندو آهي "هئڙو هئڙو دان ڪريو، گرهه جي منتر جو جاپ ڪريو ۽ ڏهاڙي براهمڻن کي ڀوڄن ڪرائيندا ته اُنومان آهي ته نون گرهن جا وگهن دُور ٿي ويندا." 'اُنومان' شبد اِنڪري آهي ته جيڪڏهن مري ويو ته چوندو "آءٌ ڇا ڪريان، پرميشور کان ڪو وڏو ڪونهي، مون ته گهڻو يتن ڪيو ۽ توهان ڪرايو پر هنجا ڪرم ئي اَهڙا هئا." ۽ جي ٻچي پيو ته چوندو ته "ڏسو، اسانجي منترن، ديوتائن ۽ برهمڻن جي ڪهڙي نه شڪتي آهي! اوهانجي پٽ کي بچائي ورتوسين." هتي هيءَ ڳالهه ٿيڻ گهرجي، جي سندن جپ، پاٺ مان ڪجهه نه ٿئي ته هدن ٺڳن کان ٻيڻا ٽيڻا روپيا پرائي ورتن، اِئين جي ٻچي پيو ته به پرائي وٺڻ گهرجن ۽ ڇاڪاڻ جو جهڙن جوتشين چيو ته "هن جي ڪرم ۽ پرميشور جي نيم ڀنگ ڪرڻ جي شڪتي ڪنهن ۾ به ڪانه آهي" تئين گرهستي به چوي ته ٻالڪ پنهنجي ڪرمن ۽ پرميشور جي نيم سان بچيو آهي.

**لوڀي گورن جي لِيلا**:- ٽري ٽيان گورو آدي جي پڄ دان ڪرائي پاٽي ڪٽندا آهن، تنکي به ساڳيو ئي جواب ڏيڻ گهرجي، جيڪو جوتشين کي ڏنو ويو آهي.

**منتر، تنتر، جنتر آدي**:- هاڻي رهيا شيتلا منتر، جنتر، يَنتر* آدي. هي به اَهڙا ئي ڍونگ مچائيندا آهن. ڪو چوندو آهي ته جيڪڏهن اَسين منتر پڙهي ڌاڳو يا يَنتر ناهي ڏيون، ته اسانجا ديوتا ۽ پير انهيءَ منتر ۽ جنتر جي پرتاپ سان ٻالڪ کي ڪابه هاڃي نه رسائيندا." اُنهن کي به ساڳيو ئي جواب ڏيڻ گهرجي ته "ڇا، اوهان موت ۽ پرميشور جي نيم ۽ ڪرم ڦل کان به بچائي سگهندا؟ اُوهانجي اِئين ڪرڻ سان به ته ڪيترائي ٻار مري ويندا آهن. خود اُوهانجي گهر ۾ به مري ويندا آهن ۽ ڇا توهين پاڻ مرڻ کان بچي سگهندا؟" تڏهن ته هوُ ڪجهه به چئي نه سگهندا ۽ سمجهي ويندا ته هتي اسانجي دال نه ڳرندي. ان

* شيتلا=ماتا جي ديوي. منتر=وڇار، ويد جو حصو؛ جادُوگر اِنهيءَ پرارٿنا کي منتر ڪوٺيندا آهن، جنهنجي اُچارڻ سان سندن خيال موجب عجيب اَثر پيدا ٿيندا آهن. يَنتر=اوزار يا ڪل جيڪا ويچار ڪري ۽ ناهي. ڦهڙي ماڻهو ڪاغذن تي ڪي عجيب نقشا ڪڍي يا اکر لکي يَنتر تيار ڪندا آهن ۽ سمجهندا آهن ته اُنهيءَ وسيلي وگهن دُور ٿي ويندا. تعويذ. تنتر=ڪنهن ڪل جي سڌانتن جي وياکيا يا اُنجو لڳاتار ڪم ۾ آڻڻ؛ مکيه علاج؛ جادُوگرن جي ٻوليءَ ۾ اها ڪريا جنهنجي وسيلي جن ڀُوت يا گرهن جو اَثر گهٽائي سگهجي. سوامي ديانند اِنهن جادُوگرن، جهاڙ وجهندڙن ۽ رکيا ڌاڳا ڏيندڙن جو کنڊن ٿو ڪري ۽ پر سچن اَرٿن ۾ منترن ۽ يَنترن جي ورڌ ڪونه آهي.

ڪري اُنهن سيني مٺيا ڳالهين کي ڇڏي ۽ ڌارمڪ، ديش اُپڪارين، ٻيا چال ڪپٽ جي سيني کي وديا ڏيڻ وارن، اُتم ودوان لوڪن جي سنڌن ٻلاين جي ٻدلي، اُنهنجي شيوا ڪرڻ گهرجي [ ارٿات اُنهن کي ] جيئن هو جڳت جو ڀلو ڪندا رهن. اهڙي ڪم ڪسي ڪڏهن ٻه ڇڏڻ نه گهرجي.

**رساين، مارڻ، موهڻ آدي:-** جي لوڪ *رساين، مارڻ، موهڻ، اُچاٽڻ ۽ وشيڪرڻ آديءَ جي ڀن ڀن پرڪارن جي ليلا چوندا آهن، تنکي به مهانيچ سمجهڻ گهرجي. اُنهن مٺيا ڳالهين جو اُپديش ننڍي هوندي ئي سنتان جي هردي ۾ وجهي ڇڏڻ گهرجي، جئين سنتان ڪنهن جي ڀرم جار ۾ ڦاسي دکي نه ٿئي.

**ويريه رکيا جو اُپديش:-** تنهنکانسواءِ [هيئن به ٻارن کي سمجهائجي ته] "ويريه رکيا ۾ سک ۽ اُنجي ناس ڪرڻ ۾ دک ملندو آهي. جئين "ڏسو جيڪو شرير ۾ ويريه جي رکيا ڪندو آهي، تنهنکي تندرستي، ٻڌي، ٻل، تيج جي وڌڻ ڪري وڏو سک پراپت ٿيندو آهي. ويريه جي رکيا جو هيءُ اُپاءُ آهي ته وشيه واسنا جون ڳالهيون، وشيه لوڪن جو سنگ، وشيه جو ڌيان، استرين ڏانهن نهارڻ، ساڻن اڪيلو اُٿڻ وهڻ، ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ۽ هٿ چراند آدي ڪمن کان برهمچاريءَ جيان اَلڳ رهي اُتم سکيا ۽ پورن وديا پراپت ڪري. جنهنجي شرير ۾ ويريه نه هوندو آهي، سو نامرد، مها ڪلڇڻو [ٿيندو آهي] ۽ جنکي ويريه پات [جريان] روڳ ٿيندو آهي، سو دربل، نستيج، نر ٻڌي ۽ اُتساه، ساهس، ڌيرج، ٻل، پراڪرم آدي گڻن کان رهت ٿي ناس ٿي ويندو آهي. [ٻالڪو!] جي اوهان هن اوستا ۾ چڱي سکيا ۽ وديا پراپت ڪرڻ ۽ ويريه رکيا ڪرڻ ۾ گتا نه ٿيو، هن جنم ۾ اوهانکي اهڙو اَمولڪ سمو هٿ نه ايندو. جيسين اَسين گرهست آشرم جي ڪمن ڪرڻ وارا جيئرا آهيون، تيسين اوهان کي وديا جي ترقي ۽ شرير جي شڪتيءَ جو واڌارو ڪرڻ گهرجي. هن نموني جا ٻيا ٻيا اُپديش ٻه ماءُ پيءُ ڪن. اِنڪري "ماتري مان، پتري مان" شبد مٿئين وچن ۾ وڌا ويا آهن.

**ماتا پتا جي سکيا جو سمو:-** جنم کان پنجن ورهين تائين ماتا ۽ ڇهن ورهين کانوني اٺن ورهين تائين پتا ٻالڪ کي سکيا ڏيندا رهن.

**گروڪل جي سکيا:-** ناٿين ورهيه جي منڍ ۾ دوج (براهمڻ، ڪتري ۽ وئش) پنهن جي سنتان جو اُپنين [جڻيي جو سنسڪار] ڪري آچاريه ڪل ۾ اَرٿات جتي پورن ودوان (پرش) ۽ پورن وديا وارِيون سلڇڻيون (استريون) سکيا ۽ وديا ڏيڻ وارِيون هجن، لتي پٽن ۽ ڌيئن کي موڪلي ڏين. شودر آدي ورڻ وارا ٻنا جڻيي پائڻ جي، وديا اَڀياس لاءِ گروڪل ۾ موڪلي ڏين.

**سنتان کي ڪيئن هلائجي:-** اُنهنجي ئي سنتان ودوان، سڌريل ۽ سلڇڻي ٿيندي

---

* رساين=لوهه پتل يا ٽامي مان سون بنائڻ؛ مارڻ=منتر جنتر سان مارڻ؛ موهڻ=منتر جنتر سان ڪنهن کي پريم ۾ ڦاسائڻ؛ اُچاٽڻ=ڪنهنجو من بگاڙي ڇڏڻ؛ وشي ڪرڻ=وس ۾ ڪرڻ يا پنهنجي پنيان چريو ڪرڻ.

آهي، جي وديا ڏيڻ ۾ سنتان سان لاڏ ڪوڏ نہ ڪندا آهن، پر اُڪ ڏيکاريندا رهندا آهن. هن لاءِ وياڪرڻ مهاڀاشيہ جو هيءُ پرماڻ آهي تہ

सामृतैः पाणिभिर्घ्नन्ति गुरवो न विषोक्षितैः । लालनाश्रयिणो दोषास्ताडनाश्रयिणो गुणाः ॥ (अ ८ । १ । ८)

اَرٿ:- جي ماتا پتا گرو سنتان ۽ وديارٿين کي تنبيهہ ڪندا آهن، سي ڄڻ ڪين پنهنجي هٿن سان اَمرت پياري رهيا آهن ۽ جي ساڻن لاڏ ڪوڏ ڪندا آهن، سي پنهنجي سنتان ۽ وديارٿين کي وِهُہ پياري ناس ڪري رهيا آهن؛ ڇو تہ لاڏ ڪوڏ ڪرڻ سان سنتان ۽ شش بگڙي ويندا آهن ۽ تنبيهہ ڪرڻ سان گڻوان ٿيندا آهن. بالڪن ۽ وديارٿين کي بہ گهرجي تہ تنبيهہ ملڻ مهل پرسن ۽ لاڏ ۾ سدا اَپرسن رهن؛ ماتا پتا ۽ گورو اِيرکا، دويش رکي سزا نہ پر ٻاهران ڏڪو داب پيلي ڏين، پر اَندر ۾ ديا دِرشٽي رکن.

ٻارن کي سکيا ڏيڻ جو نمونو:- جيئن جيئن ڳالهين جي سکيا، تيئن چوري، جاري [ويڀچار]، آلس، نستي *، ڪوڙ ڳالهائڻ، هنسا، ڪنورتا، ايرکا، دويش ۽ موهہ آدي ڇڏڻ ۽ نيڪ چلن ٿيڻ جو اُپديش ڪندا رهن. ڇو تہ جي ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن جي سامهون هڪ ڀيرو بہ چوري، جاري، مٿيا ڀولڻ آدي ڪرم ڪيا تہ اُنجو مان آدر اڳلي جي اکين نہ رهندو. جيتري هاڃي پرتگيا ڀڃڻ واري جي ٿيندي آهي، اوتري ڪنهن ٻئي جي نہ ٿيندي آهي. اِنڪري جنهن کي جيڪو وچن ڏجي، سو پالجي. اَرٿات ڪنهن، ڪنهن کي چيو تہ "مان توسان فلاڻي وقت ملندس اٿوا تون مون سان فلاڻي وقت ملج يا مان فلاڻي شيءِ توکي فلاڻي وقت ڏيندس" تہ اُن کي هر حالت ۾ پورو ڪجي نہ تہ اُن تي ڪو بہ پت [اعتبار] نہ ڪندو. تنهڪري سڀني کي سدا سچ ڳالهائڻ ۽ سدا سچي پرتگيا ڪرڻ گهرجي. ڪنهن کي بہ اَيمان ڪرڻ نہ گهرجي. ڏسو ڇل ڪپٽ اٿوا ڪنهنجو ٿورو ٿيل نہ مڃڻ ڪري پنهنجائي هردو دکي ٿيندو آهي تہ ٻئي جي دکہ جي وري ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. ڇل ۽ ڪپٽ اُن کي ٿو چئجي، جو اَندر هڪڙي ۽ ٻاهر ٻي رکي لوپ ڏئي سندس هاڃيءَ جو ويچار نہ ڪري پنهنجو سوارٿ سِڌ ڪجي. ڪرتگهنتا [ٿورو نہ مڃڻ] اِهوئي آهي تہ ڪنهنجي ڪيل اُپڪار کي نہ مڃڻ، ڪروڌ آدي دوش ۽ ڪٺور وچن ڇڏي شانتيءَ وارا مٺا ٻول ٻولڻ گهرجن. گهڻي بڪواس نہ ڪجي. جيترو ڳالهائڻ گهرجي تنهن کان گهٽ وڌ نہ ڳالهائجي. وڏن جو مانُ رکجي ۽ جڏهن اچن تہ اُٿي کين اوچي آسڻ تي وهارجي. پهريائين نمستي ڪجي. سندن روبرو اوچ آسڻ تي ٻاڻ نہ ويهجي. سڀا ۾ اهڙي جاءِ تي ويهجي، جا پنهنجي وهڻ جوڳي هجي، جتان ڪو بہ اُٿاري نہ سگهي. شترتا ڪنهن سان نہ ڪجي. ● پورڻ ٿي گڻ ڌارڻ ۽ دوش تياڳڻ گهرجي. سريشٽ پرشن جو سنگ ۽ دشٽن جو تياڳ ڪجي. پنهنجي ماتا پتا ۽ گروءَ جي شيوا تن من ۽ ڌن آدي اُتم پدارٿن سان پريم پوروڪ ڪجي.

यान्यस्माकं सुचरितानि तानि त्वयोपास्यानि नो इतराणि ॥ यह तैत्ति० (प्रपा० १ । अनु० ११)

---

* نهي واريون وستو [وائرائڻ].

● اَرٿات وديا، ڌن يا وڏائي پراپت ڪرڻ ڪاڻ بہ گڻ ڌارڻ ڪن ۽ دوش ڇڏين.

**گڻ پرائڻ ۽ دوش ڇڏڻ** :- هتي تنترڪ [براهمڻ، پرپاٺڪ ۽ آنواڪ جو وچن آهي]، جنهنجو تاتپرج آهي ته ماتا پتا ۽ گورو پنهنجي سنتان ۽ ششن کي سدا سچو اُپديش ڪن، اِئين به چون ته "جيڪي اسانجي ڌرم انوسار ڪرم آهن، تن تي هلو ۽ جي دشٽ ڪرم هجن، تن جو تياڳ ڪريو." جيڪي به سچ سمجهن، تنهن کي ئي پرگهٽ ڪن ۽ ڦهلائين.

**ماءُ پيءُ ۽ گوروءَ جو ڇهو ميڄڻ** :- ڪنهن پاکنڊيءَ ۽ دشٽ تي وشواس نه ڪن ۽ جنهن جنهن اُتم ڪرم لاءِ ماتا پتا ۽ گورو آگيا ڏين، اُنجو نيڪ نيڪ پالن ڪجي. جئن ماتا پتا ڌرم، وديا، نيڪ چلن جا شلوڪ، *"نگهنٽو" "نروڪت" ✠ "اشٽاڌيائي" اٿوا ٻيا سوتر ۽ ويد منتر ڪنٺ ڪرايا هجن، تن سڀني جو ارٿ وري گورو وديارٿين کي سمجهائي. پرميشور جي گڻن جي وياکيا جئن پهرئين سملاس ۾ ڪئي ويئي آهي، تئن مڃي، اُن جي اُپاسنا ڪجي.

**مڌ [شراب] مانس نشيڌ** :- جهڙيءَ ريت تندرستي، وديا ۽ بل پراپت ٿئي، تهڙيءَ ريت جو کاڌو پيتو، ڪپڙو ۽ وهنوار ڪيو ۽ ڪرايو وڃي. جيتري بک هجي، تنهن کان ٿورو گهٽ ڀوڄن ڪجي. مڌ مانس آدي وراڻڻ کان پري رهجي، اڻڄاتل گهري پاڻيءَ ۾ نه گهڙجي، ڇو ته پاڻيءَ جي جيو جنتو اٿوا ٻيءَ ڪنهن وستوءَ مان هاڃي [تيڻ جي سيکاريا آهي] ۽ جي تارُون نه هوندو ته ٻڏڻ جو ڀپ به رهندو آهي. "नाविज्ञाते जलाशये" هيءَ منوُ مهراج جو وچن آهي ته اڻڄاتل تلاءَ آديءَ جي اندر گهڙي سنان نه ڪجي.

दृष्टिपूतं न्यसेत्पादं वस्त्रपूतं जलं पिबेत् । सत्यपूतां वदेद्वाचं, मनःपूतं समाचरेत् ॥ मनु० (अ० ६ । ४६)

اَرٿ :- هيٺ درشٽي ڪري ڪڏ کوُ ڏسي هلجي، ڪپڙي سان ڇاڻي جل پيئجي، سچ سان پوتر ڪري ٻول ٻولي، من سان وچار ڪري هلت هلڻ کپي.

माता शत्रुः, पिता वैरी येन बालो न पाठितः । न शोभते सभामध्ये हंसमध्ये बको यथा ।

चाणक्यनीति अध्या० २ । श्लो० ११ ॥

**ماءُ پيءُ جو ڌرم** :- اُهي ماءُ ۽ پيءُ پنهنجي سنتان جا پوُرا ويري آهن، جي ڪين وديا پراپت نتا ڪرائين. ودوانن جي سڀا ۾ [سڀدن ٻار] اهڙا ڦڪا ۽ لڄي ٿيندا آهن، جئن هنسن جي وچ ۾ بگلو. اُهوئي ماءُ پيءُ جو ڪرتوپ جو ڪم، پرم ڌرم ۽ جس جو ڪارڻ آهي ته تن من ۽ ڌن سان پنهنجي سنتان کي وديا، ڌرم، سڀيتا ۽ اُتم سکيا سان ڀرپور ڪن. هيءَ بال سکيا تي ٿورڙو لکيو ويو آهي. ٻڌيمان لوڪ اِن مان ئي گهڻو ڪجهه سمجهي سگهندا.

شري مد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سنڌي ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو ٻيو سملاس بال سکيا جي سنبنڌ ۾ سماپت ٿيو.



* نگهنٽو=ڪوش، لغت يا ڊڪشنري، ياسڪ منيءَ جو ٺاهيل آهي. نروڪت به ساڳئي منيءَ جو ٺاهيل آهي.

✠ اشٽاڌيائي سنسڪرت وياڪرڻ جو مکيه پستڪ پاڻني منيءَ جو ٺهيل آهي.

# ٻئي سملاس تي ٽپڻيون

[١] ڀهرئين ئي منتر ۾ ماتا شبد پتا کان اڳي تو اچي. ڀارت جي سڀني ڀاشائن ۾ اهو رواج آهي. ڊاڪٽر ڇرنجيوُ ڀاردواج.

نه رڳو ايترو، پر استري شبد پرش کان اڳي ۽ استريءَ جو نالو پرش جي نالي کان اڳي تو اچي، جئن ته سيتارام ۽ نڪي رام سيتا. اهو ڏيکاري تو ته پراچين لوڪ استري جاتيءَ جو ڏاڍو مان رکندا هئا. رام ديو.

[٢] ماتا گرڀ ڪالو ئي جيسين ٻالڪ جو گيان پورڻ ٿئي، اپديش ڪندي رهي. گرڀ ڪالو ئي اپديش ڪيئن تي سگهندو آهي؟ تنهن ڳالهه جي سنتان وديا [Engenies] جي گرنٿن ۾ چٽيءَ پر اپٽار ٿيل آهي. آئي ڏيکاريل آهي ته سماگم جي سمي جي وچارن ۽ اوستائن جو ٻالڪ تي گهڻو پرڀاءُ ٿيندو آهي. "سشرت" جيڪو اسانجو پراچين ۽ ويد وديا جو پستڪ آهي تنهن ۾ چاٽايل آهي.

[٣] سماگم جا جيڪي نيم رشي ديانند ڏنا آهن، سي "منوسمرتي" ۽ "چرڪ" آدي گرنٿن انوسار آهن. ڏسو چرڪ شرير ستان ٢-٥-٦.

[۴] ڏاي جي ڪير پيارڻ جي وشي ۾ "يجرويد" [١٧-٧] ۽ "چرڪ" شرير ستان (١٠٧، ١١۴، ١١٦، ١١٧ ۽ ١١٨) ۾ نيم ڏنل آهن.

[٥] ٻوٽي سنڪوچڻ جي ٻاري ۾ اشٽانگ هرديه آدي ويد وديا جي گرنٿن ۾ نيم ڏنل آهن.

[٦] ڀوت پريت تي جيڪي رشيءَ لکيو آهي، سو هڪ وڏو سڌارو آهي. سوامي ديانند سشرت ۽ چرڪ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. سشرت سوترو استان ۾ ڏيکاريل آهي ته ڀوت ديو، اسر، گندرو، يڪش آدي اجايا وهم آهن. چرڪ جي ندان استان ۾ ڏيکاريل آهي ته چريائيءَ جا پنج نمونا ٿيندا آهن، جنهنجي پيدا ٿيڻ جا ڪارڻ آهن:- پڙ، الٽو سلٽو هلڻ، تنتر، منتر، جادو، ٽوٽو آدي. جنهنڪي ڪنهن ٻه پرڪار جو ڀرم نه ٿيندو آهي، تنهنکي نه ديو، نه گندرو، نه راڪشس ۽ نه پشاچ روُپي وهم ستائيندا آهن. پنهنجي ئي ڪرم انوسار روڳ ٿين ٿا. راڪشس آديءَ ڪري نه نه هڻڻ گهرجن.

سچ پچ ته راڪشس آدي وهمي پراڻي ڪونه آهن. راڪشس آدي ٻن پرڪارن جا ٿيندا آهن- هڪڙا اهي منش، جيڪي دشت سڀاءَ وارا ٿيندا آهن ۽ لوڪن کي ستائيندا آهن. انهنجو ورنن ويد ۾ ڪيترن استانن تي آهي، جئن ڪ رگويد [١-۴-٧] ۽ اٿرووِيد [٨-۴]. ٻيا راڪشس ٿيندا آهن، اهي سوکيم جيوڙا جنکي انگريزيءَ ۾ Germs ڪوٺيندا آهن. انهنجو ورنن ٻه ويد ۾ ڪيترن هنڌ ملي ٿو. اٿرووِيد [٣ ۽ ٢-١٦-١] ياڳ پرڪاش جي ڀهرئين ڪنڊ ۾ اهڙا گهڻيئي پرمال ڏنل آهن.

جنهن ڀوتن ۽ غمرهه جي بهاني هزارن ئي ڪيرون ونديون آهن. ڪيترن جو ورنن شري پنڊت واچسپتيءَ ستيارٿ پرڪاش ڀاشيه ۾ ڏنو آهي.

[٧] گڏجڻ ۽ جدا ٿيڻ ويلي هڪ ٻئي کي ’نمستي‘ چئبو آهي. اهو آهي پريم ۽ سنمان سان ورتڻ. ڪي لوڪ چوندا آهن ته اِنهيءَ لاءِ شاسترن ۾ پرماڻ ڪونهي؛ پر نمستي ۽ نم ٻنهي شبدن جو ساڳيو اَرٿ آهي. ڪي ماڻهو پرڻام شبد ڪم آڻيندا آهن، اهو به ’نم‘ مان نڪتو آهي. ويد ۾ ’نم‘ ۽ ’نمستي‘ ٻئي شبد سوَن هنڌ اَچن ٿا. ڪيترن هنڌن تي اهي شبد پريوءَ سان لڳايا ويا آهن، پر ٻين شڪلن تي ياڻ جهڙن ماڻهن لاءِ ڪم ۾ آندا ويا آهن. يجرويد اَڌيايءَ ١٦ جي منتر ٢٠ ۾ ڪوچوان، ڪنڀر ۽ لوهار آديءَ لاءِ؛ منتر ٢٤ ۾ سڀاسدن، سڀاپتي ۽ اَشوپتي آديءَ لاءِ؛ ٣٦ ۾ سينا، سيناپتي ۽ ڪترين لاءِ، ٣٢ ۾ وڏن، ننڍن، سڄالن ۽ اَڄ سڄالن لاءِ. اَهڙيءَ ريت رگويد [٦٠١، ٢٧، ١٣] ۾ ننڍن ۽ وڏن ٻارن ۽ جوانن کي نمستي ڪرڻ جي آگيا آهي. ستپٿ [١٤-٦-٤] ۾ رشي راجا کي ۽ (١٤-٦-٥) ۾ گارگي پنهنجي پتيءَ يا گولڪ کي نمستي ڪري ٿي. ڪٺ اُپنشد ۾ رشي پنهنجي پٽ اُداليڪ ۽ شش نچڪيتا کي نمستي ڪري ٿو. رامائڻ جي بال ڪانڊ ۾ وشوامتر وششٽ کي، اَرڻيڪ ڪانڊ ۾ سيتا راڪشس کي ۽ اَنسوُيا جو پتي اَنسويا کي نمستي چوي ٿو. اُتر رام چرتر ناٽڪ ۾ (پنو ١٦) سيتا اَشتاوڪر کي، (پنو ٧٨) رام سيتا کي، (پنو ١٦٦) سيتا وسندرا کي، (پنو ١٧٠) گنگا ۽ وسندرا سيتا کي، (پنو ٢٦) رام پرشرام کي، (پنو ٢٨) رام لڪشمڻ کي، برهدارڻيڪ ۾ گارگي پنهنجي پتيءَ کي ۽ اَڌيائم رامائڻ ۾ ڪوشليا رام کي نمستي ٿي ڪري.



# ओ३म्

## ٽيون سملاس

## پڙهڻ پاڙهڻ جي وڌي

**ٻالڪن کي ڪيئن نہ پاليو:-** هاڻي ٽئين سملاس ۾ پڙهڻ پاڙهڻ جو طريقو لکجي ٿو. ماتا، پتا، آچاريہ ۽ سنبنڌين جو اهو مکيہ ڪرم آهي تہ سنتان کي اُتم وديا، شڪشا، چڱن گڻن، ڪرم ۽ مٺي سڀاءَ روُپي ڳهڻا پائين. سون، چانديءَ، ماڻڪ، موتي، هيرن آدي رتنن سان جڙيل ڳهڻ پائڻ ڪري مَنش جي آتما ڪڏهن بہ سوڀياوان ٿي نٿي سگهي. ڇو تہ ڳهڻن پائڻ جي ڪري رڳو ديهہ اڀمان، وشيہ واسنا ۽ چورن وغيرہ جو ڊپ، بلڪ مرتيوءَ جو امڪان پڻ ٿئي ٿو. سنسار ۾ ڏٺو ويو آهي تہ ڳهڻ جي پائڻ ڪري دشٽن [چورن، خونين] جي هٿان ٻالڪن خواہ وڏن جو موت ٿيندو آهي.

विद्याविलासमनसो धृतशीलशिक्षाः, सत्यव्रता रहितमानमलापहाराः ।
संसारदुखःदलनेन सुभूषिता ये, धन्या नरा विहितकर्मपरोपकाराः ॥

**ڀاڳوان نر ۽ ناريون:-** جن ماڻهن جو من وديا جي موج ۾ مگن رهي ٿو ۽ جي سندر شيل سڀاءَ وارا ۽ سچ ٻولڻ آدي نيم جي پالڻ وارا آهن، جي پاڻ اڀمان ۽ اپوترتا کان ٻري ۽ ٻين جي مليتائي ناس ڪرڻ وارا آهن، جن ست اُپديش ۽ وديا جي دان سان سنساري لوڪن جي دک نورت ڪرڻ جو ڳهڻو پاتو آهي ۽ جي ويد انوسار ڪرم ڪري، پراُپڪار جا ڪرم ڪندا رهن ٿا، سي نر ۽ ناريون ڀاڳوان آهن.

**گوروُڪل ۾ پرويش:-** اٺين ورهين جي آورجا ۾ ڇوڪرا ڇوڪرن جي ۽ ڇوڪريون ڇوڪرين جي پاٺشالائن ۾ موڪلي ڇڏڻ گهرجن. جي اَڌياپڪ ۽ اَڌياپڪائون دشٽ سڀاءَ وارا هجن تہ اُنهن کان سکيا ڪڏهن بہ نہ ڏيارجي. مگر جيڪي پورن ودوان ۽ ڌرماتما هجن، سي ئي پاڙهڻ ۽ سکيا ڏيڻ جي يوگيہ آهن. دوُج (براهمڻ، کتري ۽ ويش) پنهنجي گهرن ۾ ڇوڪرن جو يگيوپويت (جڻيو) ۽ ڇوڪرين جو بہ يٿايوگيہ سنسڪار ڪري، جنن اڳ چيو ويو آهي، پنهنجي پنهنجي پاٺشالا ۾ موڪلي ڏين.

**گروُڪل جو ستان:-** وديا پراپتيءَ جو ستان ڪنهن ايڪانت هنڌ تي هئڻ گهرجي. ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي پاٺشالا هڪ ٻئي کان بہ ڪوہ پري هئڻ گهرجي. اُتي سکيا ڏيندڙ جيڪي ماستر يا ماسترياڻيون خواہ نوڪر يا نوڪرياڻيون هجن، سي ڪنيائن جي پاٺشالا ۾ سڀ استريون ۽ ڇوڪرن جي پاٺشالا ۾ سڀ مرد هجن. ڪنيا پاٺشالا ۾ پنجن ورهين جو ڇوڪرو ۽ ڇوڪرن جي اسڪول ۾ پنجن ورهين جي ڇوڪري بہ وڃڻ نہ گهرجي. مطلب تہ جيستائين اُهي برهمچاري يا برهمچارڻيون ٿي رهن، تيستائين پرش ۽ استري هڪ ٻئي جو درشن،

سپرش (ڇهڻ) ايڪانت سيون (اَڪيلي جاءِ ۾ گڏ گذارڻ)، ياشڻ (ڀاڻ ۾ ڳالهائڻ) وَشئي ڪٿا ڀاڻ ۾ راند روُند ڪرڻ، ڪام چيشٽا جو ڏيان ۽ سنگ، اِنهن اَٺن قسمن جي ڳالهين کان پري رهن. اَڌيا پڪ کي گهرجي ته هنن کي اِنهن ڳالهين کان بچائين، جئن هو اُتم ودِيا، شڪشا، سڌ ر سڀاءَ، شاريرڪ ۽ آتمڪ ٻل سان پرپور ٿي آنند کي وَڌائي سگهن. پاٺشالا کان شهر يا ڳوٺ ڇهن ڪوهن تي هئڻ گهرجي ۽ سڀني کي ساڳئي قسم جو ڪپڙو، کاڌو پيتو ۽ جڳهه ڏني وڃي، پوءِ ڪٿي ڪو راجڪمار يا راجڪماري هجي يا ڪٿي ڪو غريب جو ٻار هجي، سڀني کي تپسوي ٿيڻ گهرجي. ماتا پتا پنهنجن ٻارن سان يا ٻار پنهنجي ماتا پتا سان نه گڏجن ۽ نه هڪ ٻئي سان چٺيءَ چپاٺيءَ جو وَهنوار رکن، جئن هو سنساري چنتائن کان ڇٽي رڳو ودِيا وَڌائڻ جو اونو رکن. جڏهن هوا کائڻ وڃن ته اُنهن سان گڏ اَڌيا پڪ هئڻ گهرجي، جنهن ڪري ڪابہ اَڻ وَڻندڙ حرڪت نه ڪري سگهن ۽ نڪي آلس يا سستي ڪري سگهن.

कन्यानां सम्प्रदानं च कुमाराणां च रक्षणम् ॥ मनु० (अ० ७। श्लोक १५२)

**وديا راجا جي طرفان هئڻ گهرجي:-** اِنهيءَ جو مطلب هيءُ آهي ته راجا ۽ جاليءَ جو نيم ٿيڻ گهرجي ته پنجين يا اٺين سال کانپوءِ ڪوبہ ماڻهو پنهنجي پٽ يا ڌيءَ کي گهر ۾ نہ رکي، گروُڪل ۾ موڪلي ڏئي، جيڪڏهن نہ موڪلي ته سزا جوڳو ٿئي. پٽن جو يگيوپويت پهريائين گهر ۾ ۽ ٻيو گروُڪل ۾ ٿئي. ماءُ پيءُ يا آچاريہ پنهنجن پٽن ڌيئن کي اَرٿ سميت گايتري منتر سيکاري ڇڏين. اُهو منتر هيءُ آهي:-

ओ३म् भूर्भुवः स्वः तत्सवितुर्वरेण्यं भर्गो देवस्य धीमहि धियो यो नः प्रचोदयात्॥ (यजु० अ० ३६। मं० ३॥)

**گايتري منتر جي لفظي معنيٰ:-** هن منتر ۾ پهريون لفظ (ओ३म्) "اوم" آهي. اُن جي معنيٰ پهرئين سملاس ۾ ڏني وئي آهي، جا اُتان معلوم ڪرڻ گهرجي. هاڻي ٽن "مهاوياهرتين" (مهاواڪن) جي معنيٰ مختصر لکي وڃي ٿي – ''भूरिति वै प्राणः''

" यः प्राणयति चराऽचरं जगत् स भूः स्वयम्भूरीश्वरः "

(भूः) "ڀوُ" معنيٰ پراڻ، يعني جو ساري جڳت جي جيون جو سهارو، پراڻن کان بہ پيارو ۽ سويمڀو [پاڻهي پيدا ٿيڻ وارو] آهي ڇاڪاڻ تہ "ڀوُ" جي معنيٰ پراڻ آهي. تنهڪري پرميشور جو نالو "ڀوُ" رکيو ويو آهي.

" भुवरित्यपानः " " यः सर्वं दुःखमपानयति सोऽपानः "

(भुवः) "ڀوُه" معنيٰ اَپان جو سڀني دکن کان ڇٽل ۽ جنهنجي ميلاپ سان جيو سڀني دکن کان ڇٽندا آهن، تنهڪري پرميشور جو نالو [اَپان يا] "ڀوُه" آهي.

" स्वरिति व्यानः " " योविविधं जगद् व्यानयति व्याप्नोति स व्यानः "

(स्वः) "سوَه" معنيٰ ويان يعني جو نانا پرڪارن جي جڳت ۾ وياپڪ ٿي سڀ کي سهارو ڏيئي رهيو آهي، تنهڪري اُن پرميشور جو نالو "سوَه" آهي.

هي ٽيئي وچن تئترِيہ آرڻيڪ جا آهن. [پر پاٺڪ ٧ اَنواڪ ٥]

"सवितु" " यः सुनोत्युत्पादयति सर्वं जगत् स सविता तस्य "

(सवितु:) "سوتُه" جو ساري جڳت جو پيدا ڪندڙ ۽ سڀني وڏاين جي ڏيڻ وارو آهي، تنهڪري اُن پرميشور جو نالو "سوتُه" آهي.

"यो दीव्यति दीव्यते वा स देव:"

(देवस्य) "ديوسيه" جو سڀني سکن جو ڏيندڙ ۽ جنهنجي پراپتيءَ جي ڪامنا سڀ ڪندا آهن، اُن پرماتما جي، جا (वरेण्यम् भर्ग) "وريڻيم ڀرگ" يعني اُتم ۽ قبول ڪرڻ لائق، شڌ سوَروُپ ۽ پوتر ڪرڻ واري چيتن هستي آهي. (तत्) "تت" يعني اُن پرماتما جي سوَروُپ کي اسين ماٿهو، (धीमहि) "ڌي مهي" [يعني] دل ۾ جاءِ ڏيون، ڇا لاءِ؟ جئن (य:) "يه" هوُ سوتا، ديو، پرماتما (न:) "نه" [يعني] اسانجي (धिय:) "ڌيه" [يعني] بڌيءَ کي (प्रचोदयात्) "پرچوديات" [يعني] پريرنا ڪري يعني خراب ڪمن کان ڇڏائي چڱن ڪمن ۾ لائي.

**گايتري منتر جو ڀاوارٿ**:- اي پرميشور! سچدانند سوروپ! نت، شڌ، بڌ، مُڪت سڀاءَ! اي اَجنما نرنجن، نروڪاري! اي سرو اَنترجامي! اي سرو آڌار! جڳت پتي! هي ساري جڳت جا پيدا ڪندڙ! اَنادي! سرو پالڪ! سرو وياپڪ! ديا روپي اَمرت جا ساگر! توهان پيدا ڪندڙ ۽ سک ڏيندڙ کي "اوم" "ڀوُر" "ڀوَه" "سوه" "وريڻيم" ۽ "ڀرگو" نالن سان اسان اوهانجو من ۾ ڌيان رکون. اِنهيءَ لاءِ ته اي ڀڳوان! اوهين جو پيدا ڪندڙ ۽ سک ڏيندڙ پرميشور آهيو، سو اسانجي بڌيءَ کي اِها مت ڏيو، توهين اسانجا پوُڄ، ملڻ لائق ۽ سچا پريتم آهيو، توهان ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي کي توهانجي برابر يا وڌيڪ نه سمجهون.

**منتر جي وڌيڪ وياکيا**:- اي منشو! جو سڀني سمرٿن ۾ سمرٿ، سچدانند سوروپ، نت شڌ، نت بڌ، نت مُڪت سڀاءَ وارو، ڪرپا ساگر، پوري پوري نياءَ ڪرڻ وارو، جنم مرڻ جي ڪليش کان رهت، آڪار رهت، سڀ جي گهٽ گهٽ جو ڄاڻڻ وارو، سڀني جو ڌارڻ ۽ اُلپن ڪرڻ وارو پتا، اناج وغيره سان وشو جي پالڻ وارو، سرو ڪلا سمرٿ، جڳت جو بنائيندڙ، شڌ سوروُپ ۽ جنهنجي پائڻ جي چاهنا ڪرڻ گهرجي، تنهن پرماتما جي شڌ چيتن سوروُپ جو اسان ڌيان ڌريوُن؛ اِنهيءَ مطلب لاءِ ته اُهو پرماتما جو اسانجي آتما ۽ بڌين جو اَنترجامي سوروپ آهي، سو اسانکي دشٽ آچرڻ ۽ اَڌرم جي رستي کان هٽائي سريشٽ آچار يعني ڌرم جي رستي تي هلائي، جئن اُنکي ڇڏي ڪنهن ٻيءَ وستوءَ جو ڌيان نه ڪريون، ڇو ته نه ڪوئي اُنجي برابر آهي ۽ نه ڪوئي اُنکان وڌيڪ آهي. اُهوئي اسانجو پتا، راجا، نياءَ ڪرڻ وارو ۽ سڀني سکن جي ڏيڻ وارو آهي. اِنهيءَ ريت گايتري منتر جو اُپديش ڪري سنڌيا اُپاسنا جي ڪارروائي، اشنان، "آچمن"، "پراڻايام" وغيره ڪريائون آهن، سي سيکارين ۽ ڀوڙيائين سنان اِنهيءَ لاءِ ڪمو آهي ته اُن سان شرير جي ٻاهرين اَنگن جي شڌي ۽ تندرستي وغيره ٿيندي آهن. اِن لاءِ پرماڻ –

अद्भिर्गात्राणि शुध्यन्ति, मनः सत्येन शुध्यति । विद्यातपोभ्यांभूतात्मा, बुद्धिर्ज्ञानेन शुध्यति ॥ मनु०

(अ० ५ । श्लोक १०९ ॥) هي منوُ سمرتيءَ جو شلوڪ آهي، جل سان شرير جا ٻاهريان اَنگ، سچ ڳالهائڻ سان من، وديا ۽ تپ يعني هر پرڪار جا ڪشٽ سهي ۽ ڌرم تي ئي هلڻ سان

جيڪو آتما گيان (يعني پرٿويءَ کان وٺي پرميشور تائين سڀني پدارٿن جي روپ ڄاڻڻ) سان ٻڌي درپڻ جهڙي واري ۽ پوتر ٿيندي آهي. اِنهيءَ ڪري ڪاڻ ڪان اڳي اوس سنان ڪرڻ گهرجي.

ٻيو پراڻايام [پراڻن کي روڪڻ] تنهن لاءِ پرماڻ:-

योगाङ्गानुष्ठानादशुद्धिक्षये ज्ञानदीप्तिराविवेकख्यातेः [योग० साधनपादे सू० २८ ॥]

هي يوگ شاستر جو سوتر آهي. جڏهن منش "پراڻايام" ڪندو آهي، تڏهن ڪن ڪن گهڙيءَ ۾ درجي بدرجي اشڌيءَ جو ناس ۽ گيان جو پرڪاش ٿيندو ويندو آهي. جيستائين مڪتي نه ٿئي، تيستائين آتما جو گيان برابر وڌندو ويندو آهي.

दह्यन्ते ध्मायमानानां धातूनां हि यथा मलाः । तथेन्द्रियाणां दह्यन्ते दोषाः प्राणस्य निग्रहात् ॥

(मनु० अ० ६ । ७१ ॥) هي منو سمرتيءَ جو شلوڪ آهي. جيئن باهه ۾ تپائڻ سان سون وغيره ڌاتو مٺ ۽ ڪوٽ ڇڏي شڌ ٿي پوندا آهن، تيئن پراڻايام جي ڪرڻ سان من آدي اِندرين جا دوش ناس ٿي شڌ ٿي پوندا آهن.

प्रच्छर्दनविधारणाभ्यां वा प्राणस्य ॥ [योग० समाधिपादे सू० ३४ ॥]

**پراڻايام جي وڌي:-** جيئن سخت زور سان قيءَ اچڻ ڪري کاڌو پيتو ٻاهر نڪري ويندو آهي، تيئن دم کي زور سان ٻاهر ڪڍي، طاقت آهر ٻاهر ئي روڪڻ گهرجي. جڏهن دم ٻاهر ڪڍڻو هجي ته مول اِندري (گديا) کي اوستائين مٿي ڇڪي رکڻ گهرجي، جو جيستائين دم ٻاهر رهي. اِنهيءَ ريت دم ٻاهر زياده ٽڪي سگهندو آهي. جڏهن گهٻراهٽ يعني مونجهه ٿئي، تڏهن آهستي آهستي دم کي اندر نئي وري به طاقت ۽ خواهش موجب اِئين ڪندو وڃي ۽ من ۾ "اوم" جو جاپ ڪندو رهي. اهڙيءَ ريت ڪرڻ سان آتما ۽ من جي پوترتا ۽ اڏولتا ٿئي ٿي.

**پراڻايام مان فائدا:-** پراڻايام جا چار قسم آهن:- (١) "باهيه وشيه" يعني ٻاهر زياده روڪڻ (٢) "آڀينتر" يعني اندر جيترو دم روڪي سگهجي اوترو روڪڻ (٣) "ستنڀ ورتي" يعني هڪڙي ئي دفعي جتي جو تتي طاقت آهر دم کي روڪي ڇڏڻ. (۴) "باهيا ڀيه انتر اڪشيپي" يعني جڏهن دم اندران ٻاهر نڪرڻ لڳي، تڏهن اُلٽندو اُن کي نڪرڻ نه ڏيڻ واسطي ٻاهران اندر نئي، جڏهن ٻاهران اندر اچڻ لڳي، تڏهن اندران ٻاهر دم کي ڌڪو ڏئي روڪيندو رهي. جيڪڏهن اِنهيءَ ريت هڪ ٻئي جي اُبتڙ عمل ڪيو ويندو آهي ته ٻنهي جي حرڪت روڪجي ويندي آهي ۽ دم پنهنجي وس ۾ ٿي وڃڻ سبب من ۽ اِندريون به پنهنجي وس ۾ اچي وينديون آهن. ٻل ۽ پرشارٿ جي واڌاري ٿيڻ ڪري ٻڌي تيز ٿيندي آهي ۽ سوکشم روپ ٿي ويندي آهي، جا نهايت ڪٺن ۽ سوکشم وشيه کي به جلد سمجهي ويندي آهي. اِنهيءَ ڪري منش جي شرير ۾ ويريه جو واڌارو ٿيندو ۽ هوُ بي انداز ٻل، همت وارو ۽ جتيندريه ٿيندو ۽ سڀني شاسترن کي ٿوري ئي وقت ۾ سمجهي ياد ڪري ڇڏيندو. اِستري به اهڙيءَ طرح يوگ اڀياس ڪري.

**ٻارن کي اُپديش:-** کاڌڻ، پيئڻ، اُٿڻ، وهڻ، ڳالهائڻ، ٻولهائڻ، وڏن ننڍن سان نيڪ

ورتاءُ ڪرڻ جو اُپديش ڏيڻ گهرجي.

## سنڌيا اُپاسنا جنهن کي برهم يگيه به چوندا آهن.

**سنڌيا ڪرڻ جو رستو:-** آچمن [ذات] لڙيءَ ۾ ايترو پاڻي وٺجي، جو اُهو نڙيءَ کان لنگهي هيٺ دل تائين پهچي. پاڻي اُنکان نه گهٽ هجي ۽ نه وڌيڪ، پوءِ لڙيءَ جي ڪرائيءَ واري ڪناري ۽ اُنجي وچينءَ جاءِ کي چپ سان آچمن ڪري پيئجي. اِنهيءَ ڪري نڙيءَ جو پت ۽ ڪف ڪجهه قدر دُور ٿيندا آهن، تنهن کان پوءِ مارجن ڪري يعني وچين آڱر ۽ پاڇ جي ڇهنب سان اکين وغيره انگن تي پاڻي ڇٽڪارجي؛ اِنهيءَ ڪري سستي دُور ٿيندي آهي. جيڪڏهن سستي ۽ پاڻي نه هجي ته نه ڪري. تنهن کان پوءِ منتر جو جاپ ڪندي پراڻاياما ڪري. (۱) منسا پرڪرمڻ ۽ (۲) اُپسٿان کانپوءِ پرميشور جي اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا جو دستور سيکارڻ گهرجي. تنهن کان پوءِ اگهمرشڻ جنهنجي معنيٰ آهي ته پاپ ڪرڻ جي اِڇا ڪڏهن به نه ڪري. هيءَ سنڌيا اُپاسنا ايڪانت جاءِ ۾ هڪ منو ٿي ڪرڻ گهرجي.

अपां समीपे नियतो नैत्यिकं विधिमास्थित:। सावित्रीमप्य धीयीत गत्वारण्यं समाहित: [मनु०अ० २।१०४॥]

هي منو سمرتيءَ جو وچن آهي. جهنگل يا ايڪانت جاءِ ۾ وڃي خبرداريءَ سان، پاڻيءَ جي نزديڪ ويهي نت ڪرم ڪندي ساوتري يعني گايتري منتر اُچاري ۽ اَرٿ سمجهي اُن موجب چال چلن بنائي. پر هي جپ من سان ڪرڻ اُتم آهي. ٻيو ديو يگيه- جو اگني هوتر ۽ ودوانن جي سنگت ۽ سيوا وغيره سان ٿيندو آهي. سنڌيا ۽ اگني هوتر صبح ۽ شام ٻنهي وقت ڪجن، رات ۽ ڏينهن جي ميلاپ جا اِهي ٻئي وقت آهن، ٻيون ڪو به ڪونهي. گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪلاڪ ڌيان ڪجي. جئن سماڌيءَ ۾ يوگي لوڪ پرماتما جو ڌيان ڪندا آهن، تئن سنڌيا اُپاسنا ۾ ڪندو رهجي. سج اُڀرڻ کانپوءِ ۽ سج لٿي کان اڳ، اگني هوتر جو وقت آهي، اُنجي واسطي ڪنهن ڌاتوءَ يا مٽيءَ جي هڪڙي ويدي [هون ڪنڊ] جا مٿان ۱۲ يا ۱۶ آڱر چورس هجي ۽ اوتروئي اُونهي هجي ۽ هيٺ ٽن يا چئن آڱرن جي انداز جي هجي.

اُن ۾ چندن، ڪيسوڦل يا اَنب وغيره ڪاٺين جا ٽڪرا هون ڪنڊ جي ماپ موجب ننڍا وڏا ڪري رکي، اُنجي وچ ۾ باهه رکي، پوءِ مٿان [مٿي ڇيل] ڪاٺيون رکيون وڃن. هڪڙو پروکشڻي پاتر [آرگهيو يا ڪيوي]، هڪ آچمني، هڪڙي آجيه اِستالي [ٿسري] گيهه رکڻ لاءِ هڪ پرڻيتا پاتر، هڪ چمچو سون، چانديءَ يا ڪاٺيءَ جو ٺهرائڻ گهرجي.

پرڻيتا ۽ پروکشڻيءَ ۾ پاڻي، ٿسريءَ ۾ گيهه رکي، گيهه کي گرم ڪري رکجي. پرڻيتا پاڻي رکڻ لاءِ آهي ۽ پروکشڻي اِنهيءَ لاءِ آهي ته اُن سان هٿ ڌوئڻ لاءِ پاڻي کڻڻ سولو ٿئي، تنهن کان پوءِ اُن گيهه کي چڱيءَ ريت ڏسجي ۽ پوءِ هنن منترن سان هوم ڪجي:-

---

(۱) منسا پرڪرمڻ اُنهيءَ ڪريا جو نالو آهي، جنهن دوارا منش من کي ڇهن ئي دشائن ۾ ڦيرائيندو آهي ۽ ايشور جو سڀني دشائن ۾ پرڪاش ڏسندو آهي.

(۲) اُپسٿان معنيٰ ويجهو وڃڻ يعني يگوان کي پنهنجي ويجهو سمجهڻ.

ओं भूरग्नये प्राणाय स्वाहा । भुववर्वायवेऽपानाय स्वाहा । स्वरादित्याय व्यानाय स्वाहा ।
भूर्भुवः स्वरग्नि वाय्वादित्येभ्यः प्राणापानः व्यानेभ्यः स्वाहा ॥

اھڙيءَ ريت اگنيءَ ھوتر جو ھرھڪ منتر پڙھي ھڪ ھڪ آھوتي ڏجي ۽ جي وڌيڪ آھوتيون ڏيڻيون ھجن تہ:-

विश्वानि देव सवितर्दुरितानि परासुव । यद्भद्रं तन्न आसुव ॥ यजु० अ० ३० । ३ ॥

ھن منتر ۽ مٿي ڄاڻايل گايتري منتر سان آھوتي ڏجي. "اوم" "ڀُوُ" ۽ "پراڻ" وغيرہ ھي سڀ پرميشور جا نالا آھن، جن جا اَرٿ اڳي ڄاڻايا آھيون. "سواھا" شبد جو اَرٿ ھي آھي تہ جھڙو گيان آتما ۾ ھجي، تھڙوئي جيڀ سان چئجي، اُبتڙ نہ. جئن پرميشور سڀني پراڻين جي سک لاءِ سنسار جي پدارٿن کي پيدا ڪيو آھي، تئن منش کي بہ پر اُپڪار ڪرڻ گھرجي.

**پرشن :-** ھوم مان ڪھڙو اُپڪار ٿيندو؟

**اُتر :-** سڀ ماڻھو ڄاڻن ٿا تہ دُرگندھ واري ھوا ۽ پاڻيءَ مان بيماري ۽ بيمارين مان پراڻين کي ڏک ۽ سُگندھ واريءَ ھوا ۽ پاڻيءَ مان تندرستي ۽ بيماري دُور ٿيڻ سان سک پراپت ٿيندو آھي.

**پرشن :-** چندن وغيرہ گھِسي ڪنھن کي لڳائجي يا گيھ وغيرہ کائڻ لاءِ ڏجي تہ وڏو اُپڪار ٿئي، باھہ ۾ وجھي اجايو وڃائڻ ڏيوانن جو ڪم نہ آھي.

**اُتر :-** جيڪڏھن تون پدارٿ وديا ڄاڻين ھا تہ ڪڏھن بہ اھڙي ڳالھہ نہ چئين ھا، ڇو تہ ڪابہ وستو ناس نہ ٿيندي آھي. ڏسو، جنھن جاءِ تي ھوم ٿيندو آھي تہ اُن کان پري ويٺل ماڻھوءَ جي نڪ ۾ سُگندھ ايندي آھي، تئن دُرگندھ پڻ. ايتري مان ئي سمجھي وٺ. اگنيءَ ۾ وڌل وستو سوکھم ٿي پکڙندي آھي ۽ ھوا سان ملي پري پري ھنڌن ۾ وڃي دُرگندھ کي دُور ڪندي آھي.

**پرشن :-** جيڪڏھن ائين آھي تہ ڪيسر، ڪستوري، سُگنڌيءَ وارن گلن ۽ عطر وغيرہ جي گھر ۾ رکڻ سان ھوا سُگنڌيءَ واري ٿي سکدائڪ ٿي پوندي.

**اُتر :-** اُنھيءَ سُگنڌيءَ ۾ اھا شڪتي ڪانھي، جو گھر جي گنديءَ ھوا کي باھر ڪڍي شُڌ ھوا اندر آڻي. ڇاڪاڻ تہ اُن ۾ ڦھلائڻ جي شڪتي ڪانھي، اھا رڳو باھہ ۾ ئي آھي، جو اُنھيءَ ھوا ۽ دُرگنڌيءَ وارين شين کي ڇن ڀن ۽ ھلڪو ڪري باھر ڪڍي ۽ شُڌ ھوا کي اندر آڻيندي آھي.

**پرشن :-** تڏھن منتر پڙھي ھوم ڪرڻ جو ڪھڙو مطلب آھي؟

**اُتر :-** منترن ۾ اھا سکيا آھي، جنھن مان ھوم ڪرڻ جا فائدا ظاھر ٿين ۽ ھر ھر پڙھڻ سان منتر بہ ياد پون، ويدن جو پڙھڻ پاڙھڻ ۽ سندن رکشا بہ ٿئي.

**پرشن :-** ڇا ھوم نہ ڪرڻ پاپ آھي؟

**اُتر :-** ھائو، ڇو تہ جنھن آدميءَ جي شرير مان جيتري دُرگنڌ پيدا ٿي ھوا ۽ پاڻيءَ کي بگاڙي ٿي ۽ بيماري پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ ٿيڻ سان پراڻين کي ڏک پھچائي ٿي، اوترو ئي پاپ اُنھيءَ منش کي لڳي ٿو. تنھنڪري اُنھيءَ پاپ کي دُور ڪرڻ لاءِ ھوا يا پاڻيءَ ۾ اوتري

يا اُنهيءَ کان بہ وڌيڪ سڳنڌ ڦهلائڻ گهرجي. ڪارائڻ پيارڻ سان اُنهيءَ هڪ ئي ڪائڻ پيئڻ واري منش کي سک ملندو آهي. جيترو گيهہ ۽ سڳنڌيءَ وارين شيون هڪ منش کائيندو آهي، اوترين شين جي هوم سان لکن منشن کي لاڀ پهچندو آهي. پر جيڪڏهن منش گيهہ آدي اُتم شيون نہ کائين تہ جيڪر سندن شاريرڪ ۽ آتمڪ شڪتيءَ جي اُنتي نہ ٿئي. تنهن ڪري سٺيون شيون کائڻ پيئڻ بہ گهرجن پر هوم ڪرڻ اُنکان وڌيڪ چڱو آهي، تنهن ڪري هوم ڪرڻ بلڪل لاڳاپيڪ آهي.

**پرشن:-** هرهڪ ماڻهو ڪيتريون آهوتيون ڏئي ۽ هڪ هڪ آهوتيءَ جي ڪيتري تور هجي؟

**اُتر:-** هرهڪ منش لاءِ سورهن سورهن آهوتيون ۽ هرهڪ آهوتيءَ ۾ گيهہ وغيره جي تور گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ ڇهہ ماسا هئڻ گهرجي ۽ جي اُنکان وڌيڪ ڪري تہ هيڪاري چڱو آهي. اِنڪري وڏا وڏا اُتم ۽ سريشٽ آريہ رشي، مهرشي، راجا، مهاراجا گهڻو هوم ڪندا ۽ ڪرائيندا هئا. جيستائين هوم ڪرڻ جو پرچار هئو، تيستائين آريہ ورت بيمارين کان بچيل ۽ سکن سان ڀرپور هو، هاڻي بہ جي ساڳيو ئي پرچار ٿئي تہ اُهين ئي ٿي پوي. هي ٻہ يگيہ آهن-

(۱) "برهم يگيہ" [پڙهڻ، پاڙهڻ ۽ سنڌيا پاٺ، پرميشور جي اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا ڪرڻ].

(۲) "ديو يگيہ" [جنهن ۾ اَگني هوتر کانوٺي "اشوميڌ" تائين يگيہ ۽ ودوانن جي سنگت ۽ سيوا ڪرڻ اچي وڃن ٿا]. پر وديا پرائڻ وقت رڳو برهم يگيہ ۽ اَگني هوتر ئي ڪرڻو پوندو آهي. پاڙهڻ جي ريت-

ब्राह्मणस्त्रयाणांवर्णानामुपनयनं कर्तुमर्हति । राजन्यो द्वयस्य । वैश्यो वैश्यस्यैवेति । शूद्रमपि कुल गुणसम्पन्नं मन्त्रवर्जमनुपनीतमध्यापयेदित्येके ॥

هي سشرت [جي سوتر اِستان جي ٻئي اَڌيايءَ] جو وچن آهي تہ برهمڻ ٽنهي ورنن يعني برهمڻ، کشتري ۽ ونش جو، کشتري- کشتريءَ ۽ ونش جو، ونش فقط ونش ورن جو يگيوپويت ڪرائي پڙهائي سگهي ٿو ۽ جو ڪلين ۽ سلڇڻو شودر هجي تہ اُنکي "منتر سنهتا" ڇڏي سڀ شاستر پڙهائي، شودر پلي پڙهي پر هنکي جنيو پائڻ نہ گهرجي. اِها راءِ اُنيڪ آچارين جي آهي. تنهنڪان پوءِ پنجين يا اُٺين سال ڇوڪرا ڇوڪرن جي پاٺشالا ۾ ۽ ڪنيائون ڪنيائن جي پاٺشالا ۾ وڃن هيٺئين نيم اُنوسار پڙهڻ شروع ڪن-

षट् त्रिंशदाब्दिकं चर्य्यं गुरौ त्रैवैदिकं व्रतम् । तदर्धिकं पादिकं वा ग्रहणान्तिकमेव वा ॥ मनु० अ० ३।१।

اَرٿ- اُٺين سال کان اَڳتي ڇٽيهن سالن تائين يعني هڪ هڪ ويد کي اُن جي اُنڪن اُپانگن سميت پڙهڻ ۾ ٻارهن ٻارهن سال ملي ڇٽيهہ ۽ اَٺ ملائي چوئيتاليهہ يا اَرڙهن سالن جو برهمچريہ ۽ اَٺ اَڳيان ملي ڇويهہ يا نو سال يا جيستائين وديا پراپت نہ ڪري وٺي، تيستائين برهمچريہ رکي.

पुरुषो वाव यज्ञस्तस्य यानि चतुर्विं शति वर्षाणि तत्प्रातः सवनं, चतुर्विंशत्यक्षरा गायत्री गायत्रं प्रातःसवनं, तदस्य वसवोऽन्वायत्ताः प्राणा वाव वसव एते हीदं सर्वं वासयन्ति ॥ १ ॥ तञ्चेदेतस्मिन् वयसि किञ्चिदुपतपेत्स ब्रूयात्प्राणा वसव इदं मे प्रातः सवनं माध्यन्दिनं सवनमनुसंतनुतेति माहं प्राणानां

वसूनां मध्ये यज्ञो विलोप्सीयेत्युद्धैव तत एत्यगदो ह भवति ॥ २ ॥ अथ यानि चतुश्चत्वारि ꣳ शद्वर्षाणि तन्माध्यान्दन ꣳ सवनं चतुश्चत्वारिं ꣳ शदक्षरा त्रिष्टुप् त्रैष्टुभं माध्यंदिनꣳ सवनं तदस्य रुद्रा अन्वायत्ताः प्राणा वाव रुद्रा एते हीदꣳ सर्वं रोदयन्ति ॥ ३ ॥ तं चेदेतस्मिन्वयसि किञ्चिदुपतपेत्स ब्रूयात्प्राणा रुद्रा इदं मे माध्यंदिनꣳसवनं तृतीयसवनमनुसन्तनुतेति माहं प्राणानाꣳ रुद्राणा मध्ये यज्ञो विलोप्सी त्युद्धैव तत एत्यगदो ह भवति ॥ ४ ॥ अथ यान्यष्टाचत्वारिं शद्वर्षाणि तत्तृतीयसवनमष्टाचत्वारि ꣳ शदक्षराजगती जागतं तृतीयसवनं तदस्यादित्यान्वायत्ताः प्राणा वावादित्या एते हीदꣳ सर्वं माददते ॥ ५ ॥ तं चेदेतस्मिन् वयसि किञ्चिदुपतपेत्स ब्रूयात् प्राणा आदित्या इदं मे तृतीयसवनमायुरनुसंतनुतेति माहं प्राणानामादित्यानां मध्ये यज्ञो विलोप्सीयेत्युद्धैव तत एत्यगदो हैव भवति ॥ ६ ॥

هي ڇاندوگيه اُپنشد [پرپاٺڪ ٣ کنڊ ١٦] جو وچن آهي. برهمچريه ٽن پرڪارن جو ٿيندو آهي. ڪهت، وچون ۽ اُتم. اُنهن مان ڪهت- جو پرش، اُنجي رس مان ٺهيل ديهه ۽ پري يعني ديهه روپي نگر ۾ ”شين“ [آرام ڪرڻ واري جيو آتما] پکيه يعني ڏاڍن سندر ڪمن سان ڀرپور ۽ سهڻن ڪرمن ڪرڻ وارو آهي، تنهن [پرش] لاءِ ضروري آهي ته ٢٤ ورهين تائين جت اِندريه يعني برهمچاري رهي، ويد آدي ودّيا ۽ چڱي شڪشا پرائي ۽ وهانءُ ڪري به وشين پنيان ڪاهي نه پوي. اِئين ڪرڻ سان سندس پراڻ ٻلوان ٿي شرير ۾ چڱن لڇڻن جو واسو ڪرائيندا. هن پهرين آيوءَ ۾ وديا پراپتيءَ لاءِ انهيءَ کي تپ ۾ لڳائي ۽ آچاريه اهڙو ئي اُپديش ڪري ۽ برهمچاري دل ۾ نشچو رکي ته جيڪڏهن مان پهرين آيوءَ ۾ ٺيڪ ٺيڪ برهمچريه رکندس ته منهنجو شرير ۽ آتما ترو ۽ ٻلوان ٿي منهنجا پراڻ مون ۾ چڱن گڻن جو گهر ڪندا. اي منشو! توهان سڀ کي اهڙيءَ ريت وڌايو، جو مان برهمچريه کي نه ٽوڙيان ۽ ٢٤ سالن کان پوءِ گرهست آشرم ۾ گهڙندس ته پڪ آهي ته مان روڳن کان بچيل رهندس ۽ منهنجي آورجا ٧٠ ۽ ٨٠ سالن جي ٿيندي.

وچين درجي جو برهمچريه هي آهي ته جو منش ٤٤ ورهين تائين برهمچاري رهي ويدن جي شڪشا پرائيندو آهي، اُن جا پراڻ، اِندريون، اَنتهڪرڻ (اَندر) ۽ آتما سڀ شڪتيوان ٿي سڀني دشٽن کي رُئارڻ ۽ سريشٽن جي پالنا ڪرڻ وارا ٿيندا آهن. [تنهن ڪري برهمچارين جو هي پرن آچاريه ۽ ٻين ماڻهن جي روبرو هئڻ گهرجي ته] جيڪڏهن مان هن پهرين آيوءَ ۾، جنهن توهان چئو ٿا، ساڌن (تپسيا) ڪندس ته منهنجو هي وچين درجي جو رُدر [دشٽن کي ڏڪائڻ وارو] پراڻن وارو برهمچريه پورو ٿيندو. اي برهمچاري لوڪو! توهان هن برهمچريه کي وڌايو، جنهن مان برهمچريه کي ناس نه ڪري يگيه سوروپ [هر پرڪار چڱن گڻن وارو] ٿيجي هن آچاريه ڪل مان نڪران ٿو ۽ روڳن کان آجو ٿيان ٿو، [۽ اي لوڪو] جنهن هيءَ برهمچاري شڀ ڪرم ڪري ٿو، تنهن اوهان به ڪندا ڪريو.

اُتم ٤٨ ورهين جو ٽيون درجي جو برهمچريه ٿيندو آهي. جنهن ٤٨ اکرن جو جڳتي ڇالي وارو ڇند آهي، تنهن جو منش ٤٨ ورهين تائين پورو پورو برهمچريه رکندو آهي، اُنجا پران سندس وس ٿي سڀني وديائن کي پراپت ڪندا آهن. آچاريه ۽ ماءُ پيءُ، پنهن کي پهرينءَ

اَوستا ۾ وديا ۽ گڻ گرهڻ ڪرڻ لاءِ تپسوي بڻائين ۽ اُنهيءَ ريت اُپديش ڪن، جئن اُهي ٻار ٻالڪ کان ٻاٽيهي اکنڊ برهمچريه رکي ۽ ٽيئين اُتم برهمچريه جو ڌارڻ ڪري پورڻ يعني چئن سون ورهين تائين آيوءَ کي وڌائين. [۽ ٻين ماڻهن کي به همٿائين] ته توهان به اُهڙيءَ ريت واڌارو ڪريو. ڇو ته جي منش هن برهمچريه کي پائي پنگ نٿا ڪن، سي هر پرڪار جي بيمارين کان ڇٽي ڌرم اَرٿ ڪام ۽ موڪش کي پراپت ڪندا آهن.

चतस्रोऽवस्था: शरीरस्य वृद्धियौवनं सम्पूर्णता किञ्चित्परिहाणिश्चेति । आषोडशाद्वृद्धि: । आपञ्चविंशतेर्यौवनम् । आचत्वारिंशत: सम्पूर्णता । तत: किञ्चित्परिहाणिश्चेति ॥ पञ्चविंशे ततो वर्षे पुमान् नारी तु षोडशे । समत्वागतवीर्यौ तौ जानीयात्कुशलो भिषक् ॥ २ ॥

هي سشرت جي سوتر اِستان ۳۵ اَڌياءِ جو وچن آهي. هن شرير جون چار اَوستائون ٿينديون آهن. هڪڙي ”وڌي“ جنهن ۾ سورهن ورهين کان وٺي پنجويهن ورهين تائين سڀ * ڌاتو وڌنديون رهنديون آهن.

ٻي جوين- جا پنجويهين سال جي اَنت ۾ ۽ ڇويهن جي مڌ ۾ جوانيءَ جو آرنڀ ٿيندو آهي، ٽين سمپورنتا- جنهن ۾ پنجويهن ورهين کانوٺي چاليهن ورهين تائين سڀيئي ڌاتو پشٽ ٿين ٿيون- چوٿين ”ڪنچت پريهاڻي“ جڏهن شرير جون سڀ ڌاتو اَنگ ۽ اُپ اَنگن [اَنگن جا ننڍا اَنگ] سميت پشٽ ٿي سمپورنتا پراپت ڪنديون آهن، تڏهن اُن کان پوءِ جي ڌاتو وڌنديون آهن، سي شرير ۾ نه رهنديون آهن، پر سپني ۽ پگهر وغيره جي رستي ٻاهر نڪرنديون رهنديون آهن. اِهو چاليهون ورهيه وواهه ڪرڻ جو اُتم سمو آهي. اُنکان به وڌيڪ اَٺيتاليهن ورهين ۾ وواهه ڪرڻ اُتم ۾ اُتم آهي.

**پرشن:-** ڇا، هي برهمچريه جو نيم اِستري ۽ پرش ٻنهي لاءِ هڪ جهڙو هئڻ گهرجي؟

**اُتر:-** نه، جيڪڏهن پنجويهن سالن تائين پرش برهمچريه رکي ته سورهن سالن تائين ڪنيا؛ جيڪڏهن پرش ٽيهن سالن تائين برهمچاري رهي ته استري سترهن سالن تائين؛ جيڪڏهن پرش ڇٽيهن ورهين تائين ته اِستري ارڙهن سالن تائين. جيڪڏهن پرش چاليهن ورهين تائين برهمچريه ڪري ته اِستري ويهه ورهيه. جيڪڏهن پرش چوئيتاليهن ورهين تائين برهمچريه ڪري ته استري ٻاويهه ورهيه. جيڪڏهن پرش اَٺيتاليهه سال برهمچريه ڪري ته اِستري چوويهن ورهين تائين برهمچريه رکي؛ يعني اَٺيتاليهن ورهين کان مٿي پرش ۽ چوويهن کان مٿي اِستريءَ کي برهمچريه نه رکڻ کپي. پر هي نيم وواهه ڪرڻ وارن پرشن ۽ اِسترين جو آهي ۽ جيڪي پرڻجڻ ئي نه چاهين ۽ مرڻ تائين برهمچاري رهي سگهن ته ڀلي رهن. پر هي

* آيورويدڪ سڌانت اَنوسار چربي، مانس، ويريه، هڏيون وغيره سڀ ڌاتوُ آهن، جنهي بناوت سورهن ورهين ۾ پوري ٿيندي آهي. تنهنکان پوءِ اُهي وڌڻ آرنڀ ڪنديون آهن، جي پنجويهن سالن تائين وڌنديون رهنديون آهن. اِنهيءَ وچ ۾ نوجوان سيلوڌان رهن، نه ته وڌڻ ۾ اَڪاءُ پيدا ٿيندو؛ تنهنڪري پنجويهن سالن کان اڳي وواهه نه ڪجي. پنجويهن کان چاليهن سالن تائين ڌاتوُ پشٽ ٿي شرير جا اَنگ ٺهندا رهندا آهن.

ڪم پورڻ ودوان جتيندريہ ۽ نردوش يوڳي استرين ۽ پرشن جو آهي. هي ڏاڍو ڏکيو
ڪم آهي تہ ڪو ڪام جي ويگ کي دٻائي اندرين کي وس ۾ رکي.

ऋतं च स्वाध्यायप्रवचने च । सत्यं च स्वाध्यायप्रवचने च । तपश्च स्वाध्यायप्रवचने च ।
दमश्च स्वाध्यायप्रवचने च । शमश्च स्वाध्यायप्रवचने च । अग्नयश्च स्वाध्यायप्रवचने च।
अग्निहोत्रं च स्वाध्यायप्रवचने च। अतिथयश्च स्वाध्यायप्रवचने च । मानुषं च स्वाध्यायप्रवचने च ।
प्रजा च स्वाध्यायप्रवचने च। प्रजनश्च स्वाध्यायप्रवचने च । प्रजातिश्च स्वाध्यायप्रवचने च ॥

هي تيتريہ اُپنشد [پرپاٺڪ ۷- اَنواڪ ۹] جو وچن آهي. پڙهڻ پاڙهڻ جا نيم هيءَ آهن-
(ऋत०) يٿارٿ چال چلن رکي پڙهجي ۽ پاڙهجي. (सत्यं) ۲. سچي چال چلن رکي سچين
وديائن کي پڙهجي ۽ پاڙهجي. (तप:) ۳. تپسوي بڻجي ڌرم جا ڪم ڪندي ويد آدي
شاسترن کي پڙهجي ۽ پاڙهجي. (दम:०) ۴. اَهڙين اندرين کي برن ڪمن کان روڪي پڙهندو
۽ پاڙهيندو رهجي. (शम:) من جي ورتين کي هر پرڪار جي برائين کان هٽائي پڙهندو ۽
پاڙهيندو رهجي. (अग्नय:) ٦. آهوني ڏيڻ واري اَگني ۽ بجلي وغيره جي گڻن کي ڄاڻي
پڙهيو ۽ پاڙهيو وڃجي. (अग्निहोत्रं०) ۷. اَگني هوتر ڪندي پڙهجي ۽ پاڙهجي. (अतिथय:०)
۸. مهمان جي سيوا ڪندي پڙهجي ۽ پاڙهجي. (मानुषं) ۹. منش سمبنڌي وهنوارن کي يٿا
يوڳ ڪندي پڙهجي ۽ پاڙهجي. (प्रजा०) ۱۰. سنتان ۽ راڄ جو پالن ڪندي پڙهجي ۽
پاڙهجي. (प्रजन०) ۱۱. ويريہ جي رکشا ۽ واڌارو ڪندي پڙهجي ۽ پاڙهجي. (प्रजाति:०) ۱۲.
پنهنجي ٻارن ۽ ششن جو پالن ڪندي پڙهجي ۽ پاڙهجي.

यमान् सेवेत सततं न नियमान् केवलान् बुध: । यमान्पतत्यकुर्वाणो नियमान् केवलान् भजन् ॥
"پنجن پرڪارن جا يم" मनु० [अ० ४ । २०४]

तत्राहिंसासत्यास्तेय ब्रह्मचर्यापरिग्रहा यमा: ॥ योग० [साधनपादे सूत्र ३० ॥]

۱. (اَهنسا) وير ورود کي ڇڏي ڏيڻ. ۲. (ستيہ) سچ مڃڻ، سچ ڳالهائڻ ۽ سچ تي هلڻ.
۳. (اَستيہ) من، وچن ۽ ڪرم سان چوريءَ جو تياڳ ڪرڻ. ۴. (برهمچريہ) ڪام اندريہ کي
وس ۾ رکڻ. ۵. (اپرري گرهہ) گهڻي لالچ ۽ اَيمان جو تياڳڻ. اُنهن پنجن يمن تي سدائين
هلجي، رڳو نيمن تي نہ.

शौचसन्तोषतप: स्वाध्यायेश्वरप्रणिधानानि नियमा: ॥ योग० [साधनपादे सू० ३२]

پنج نيم:- ۱. (شوچ) شنان آدي ڪرڻ سان شڌ ٿيڻ. ۲. (سنتوش) ٿوري ۾ ئي پرسن
ٿي اُدم ڪرڻ ڏاوان پيو رهڻ سنتوش نہ آهي، پر جيترو ٿي سگهي پرشارٿ ڪندو رهجي،
هاڃي لاڀ ۾ سک دک نہ ڪرڻ. ۳. (تپ) ڪشٽ سهندي بہ ڌرم جي ڪمن جي پالنا
ڪرڻ. (۴) (سواڌيايہ) ڌرمي پستڪ پڙهڻ ۽ پاڙهڻ. (۵) (ايشور پرڻي ڌان) پرميشور جي
وشيش ڀڳتيءَ دواران پنهنجي آتما کي هنجي اَڌين ڪرڻ. هي پنج نيم سڏبا آهن. يمن کان
سواءِ رڳو نيمن تي نہ هلجي، پر ٻنهي کي ڪم ۾ آڻيندو رهجي. جو يمن کي ڇڏي رڳو نيم
پاليندو آهي، سو اُنتيءَ تي نہ پهچندو پر اڌوگت يعني سنسار جي چڪر ۾ ڪريو رهندو.

कामात्मता न प्रशस्ता न चैवेहास्त्यकामता । काम्यो हि वेदाधिगमः कर्मयोगश्च वैदिकः ॥
[मनु० अ० २ । २] ارٿ :- ڏاڍي گھڻي اڇا ۽ اڇا رهت هئڻ ڪنهن جي لاءِ به چڱو نه آهي. ڇو ته جيڪڏهن اڇا نه ڪئي وڃي ته ويدن جو گيان ويدن ۾ ڄاڻايل چڱا ڪم وغيره ڪنهن کان به نه ٿي سگهن. اِنهيءَ ڪري :-

स्वाध्यायेन व्रतैर्होमैस्त्रैविद्येनेज्यया सुतैः । महायज्ञैश्च यज्ञैश्च ब्राह्मीयं क्रियते तनुः ॥ [मनु० अ० २ । २८]

اَرٿ :- ١. (سواڌيايہ) سڀني وديائن جو پڙهڻ پاڙهڻ. ٢. (ورت) برهمچريہ، سچ ڳالهائڻ وغيره نيم پالڻ. ٣. (هوم) اگني هوتر وغيره هوم، ستيہ جو گرهڻ ۽ اَستيہ جو تياڳڻ ۽ سچين وديائن جو دان ڏيڻ. ٤. (ترئي وديہ) ويدن ۾ ورنن ڪيل ڪرم ۽ اُپاسنا ۽ گيان ڪي پراپت ڪرڻ. ٥. (اِجيا) پکشيشٽي [پورنماسي، اَماس] وغيره ۾ هوم ڪرڻ. ٦. (ستهہ) سنتان اُتپن ڪرڻ. ٧. (مهايگيہ) برهم، ديو، پتري، ويشوديو ۽ اَتٿين جي سيوا جا پنج مهايگيہ. ٨. (يگيہ) اگني شٽوم وغيره ۽ ڪاريگريءَ جي وديائن وغيره يگين جي ڪرڻ سان هي شرير براهمڻي يعني ويد ۽ پرميشور جي ڀڳتيءَ جي آڌار وارو برهمڻ شرير بڻايو ويندو آهي. انهن ساڌنن کانسواءِ برهمڻ جو شرير نه ٺهي سگهندو آهي.

इन्द्रियाणां विचरतां विषयेष्वपहारिषु । संयमे यत्नमातिष्ठेद्विद्वान्यन्तेव वाजिनाम् । [मनु० २ । ८८]

وشين ۾ لڳل اِندرين جي من ۽ آتما کي ڦيرائڻ ڪمن ڏانهن ڇڪڻ واريون آهن، تن کي روڪڻ ۾ هر پرڪار اُهڙو يتن ڪجي، جهڙن پنڊتان سارٿي گهوڙي کي وس ۾ رکڻ لاءِ ڪندو آهي، ڇو ته :-

इन्द्रियाणां प्रसंगेन दोषमृच्छत्यसंशयम् । सन्नियम्य तु तान्येव ततः सिद्धिं नियच्छति ॥ [मनु० २ । ९३]

اَرٿ :- جيو آتما اِندرين جي وس ۾ اچي سچ پچ وڏن وڏن دوشن ۾ ڦاسندو آهي ۽ جڏهن اِندرين کي پنهنجي وس ۾ ڪندو آهي، تڏهن ئي سڌيءَ کي پراپت ڪندو آهي.

वेदास्त्यागश्च यज्ञाश्च नियमाश्च तपांसि च । न विप्रदुष्टभावस्य सिद्धिं गच्छन्ति कर्हिचित् ॥ [मनु० २ । ९७]

جو دشٽاچاري ۽ اِندرين جي وس ۾ پيل پرش آهي، تنهنجو ويد پڙهڻ، تياڳ، يگيہ، نيم، ۽ ڀڳتي ۽ ٻيا چڱا ڪم ڪڏهن به سڌيءَ کي پراپت نه ڪندا.

वेदोपकरणे चैव स्वाध्याये चैव नैत्यिके । नानुरोधोऽस्त्यनध्यायो होममंत्रेषु चैव हि ॥ १ ॥
नैत्यिके नास्त्यनध्यायो ब्रह्मसत्रं हि तत्स्मृतम् । ब्रह्माहुतिहुतं पुण्यमनध्यायवषट्कृतम् ॥ २ ॥ [मनु०२।१०५।१०६]

ويدن جي پڙهڻ پاڙهڻ، سنڌيا، اُپاسنا وغيره پنج مهايگيہ ڪرڻ، هوم منترن جي ياد ڪرڻ ۾ موڪل ڪرڻ نه گهرجي، ڇو ته نت نيم ۾ ڇُٽي ڪانہ ٿيندي آهي. جهڙن ته ساهہ پساهہ برابر ڪيو ويندو آهي، بند نه ڪري سگهبو آهي، تئن نت نيم به ڏهاڙي ڪرڻ گهرجن، ڪڏهن به ڇڏڻ نه گهرجن. ڇو ته ڇُٽيءَ جي سمي ۾ به اگني هوتر آدي اُتم ڪم ڪرڻ پنج، جو ڦل ڏيندا آهن، جهڙن ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ سدا پاپ ۽ سچ ڳالهائڻ ۾ سدا پن ٿيندو آهي، تئن، ئي بري ڪم ڪرڻ ۾ سدائين "گراوٽ" ۽ چڱي ڪم ڪرڻ ۾ سدائين "اُنتي" ٿي ٿئي ٿي.

अभिवादनशीलस्य नित्यं वृद्धोपसेविनः । चत्वारि तस्य वर्द्धन्त आयुर्विद्या यशो बलम ॥ [मनु० २ । १२१]

اَرٿ:- جو سدا نمرتا وارو سشيل آهي، ودوانن ۽ وڏن جي سيوا ڪندو آهي، اُن جي آورجا، وديا، جس ۽ بل اِهي چار سدائين وڌندا آهن ۽ جي اِئين نٿا ڪن، تن جي آيُو آدي چار پدارٿ نٿا وڌن.

अहिंसयैव भूतानां कार्यं श्रेयोऽनुशासनम् । वाक् चैव मधुरा श्लक्ष्णा प्रयोज्या धर्ममिच्छता ॥ १ ॥
यस्य वाङ्मनसे शुद्धे सम्यग्गुप्ते च सर्वदा । स वै सर्वमवाप्नोति वेदान्तोपगतं फलम् ॥ २ ॥ [मनु० २।१५९।१६०]

اَرٿ:- ودوانن ۽ وديارٿين کي گهرجي ته وير ورود کي ڇڏي، سڀني منشن کي ڪلياڻ جي مارگ جو اُپديش ڪن ۽ اُپديشڪ سدائين مٺي سشيلتا واري واڻي چون. جي ڌرم جو واڌارو ڪرڻ چاهين، سي سدا سچائيءَ لاءِ هلن ۽ سچائيءَ جو اُپديش ڪن. (١) جنهن منش جي واڻي ۽ من شڌ ۽ سدا پنهنجي وس ۾ رهندا آهن، سو ئي ساري ويدانت اَرٿات ويدن جي سڌانت روُپي ڦل کي پراپت ڪندو آهي. (٢)

संमानाद् ब्राह्मणो नित्यमुद्विजेत विषादिव । अमृतस्येव चाकाङ्क्षेदवमानस्य सर्वदा ॥ मनु० २ । १६२

اَرٿ:- سو ئي براهمڻ سڀني ويدن ۽ پرميشور کي ڄاڻندو آهي، جو مانَ کان سدا وهه وانگر ڊڄندو آهي ۽ اَپمان جي اِڇا اَمرت وانگر ڪندو رهندو آهي.

अनेन क्रमयोगेन संस्कृतात्मा द्विजः शनैः । गुरौ वसन् संचिनुयाद् ब्रह्माधिगमिकं तपः ॥ मनु० [२ । १६४]

اَرٿ:- اهڙيءَ ريت جنئي پائل "دوِج" برهمچاري ڪمار ۽ برهمچارڻي ڪنيا ڌيري ڌيري ويدن جي اَرٿ واري اَلم تپ کي وڌائيندا وڃن.

योऽनधीत्य द्विजो वेदमन्यत्र कुरुते श्रमम् । स जीवन्नेव शूद्रत्वमाशु गच्छति सान्वयः ॥ [मनु० २ । १६८]

جيڪو وید کي نه پڙهي ٻيا يتن ڪندو رهندو آهي، سو پنهنجي پٽن پوٽن سوڌو سگهو ئي شودر پاڻ کي پراپت ٿو ڪري.

वर्जयेन्मधु मांसञ्च गन्धं माल्यं रसान् स्त्रियः । शुक्तानि यानि सर्वाणि प्राणिनां चैव हिंसनम् ॥ १ ॥
अभ्यङ्गमञ्जनं चाक्ष्णोरुपानच्छत्रधारणम् । कामं क्रोधं च लोभं च नर्त्तनं गीतवादनम् ॥ २ ॥
द्यूतं च जनवादं च परिवादं तथाऽनृतम् । स्त्रीणां च प्रेक्षणालम्भमुपघातं परस्य च ॥ ३ ॥
एकः शयीत सर्वत्र न रेतः स्कन्दयेत्क्वचित् । कामाद्धि स्कन्दयन्रेतो हिनस्ति व्रतमात्मनः ॥ ४ ॥
मनु० [२ । १७७-१८० ]

اَرٿ:- برهمچاري ۽ برهمچارڻي مڌ، ماس، سڳنڌ، مالها، سوادن، استري ۽ پرش جي سنگ، هر پرڪار جي کٽائي، پراڻين جي هنسا (١) اَنگن کي مهٽڻ، بنا ڪارڻ گپتيءَ اندريءَ کي ڇهڻ. اَکين ۾ سرمو پائڻ، جتي پائڻ، ڇٽي ڪٽڻ، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، ڀؤ، شوڪ، اِيرکا، وير، نچڻ، ڳائڻ، وڄائڻ (٢) جوا کيڏڻ، اَجايون ڳالهيون ڪرڻ، نندا، مٿيا ڳالهائڻ، استرين کي ڏسڻ ۽ اُنهن سان گڏ وهڻ، ٻين کي هاڃي پهچائڻ وغيره برن ڪمن کي ڇڏي ڏين. (٣) هر هنڌ اَڪيلو سمهن، ويريه کي ڪڏهن نه ڪيرائين، جو اِڇا سان ويريه ڪيرائيندو آهي، تنهن سمجهو ته پنهنجي برهمچريه ورت کي ڀڳو.

वेदमनूच्याचार्योऽन्तेवासिनमनुशास्ति । सत्यंवद । धर्मं चर । स्वाध्यायान्मा प्रमदः । आचार्याय प्रियं धनमाहृत्य प्रजातन्तुं मा व्यवच्छेत्सीः । सत्यान्न प्रमदितव्यम् । धर्मान्न प्रमदितव्यम् । कुशलान्न प्रमदितव्यम् ।

[भूत्यै न प्रमदितव्यम्]। स्वाध्यायप्रवचनाभ्यां न प्रमदितव्यम्। देवपितृकार्याभ्यां न प्रमदितव्यम्। मातृदेवो भव। पितृदेवो भव। आचार्यदेवो भव। अतिथिदेवोभव। यान्यनवद्यानि कर्माणि तानि सेवितव्यानि नो इतराणि। यान्यस्माकꣳसुचरितानि तानि त्वयोपास्यानि। नो इतराणि। ये के चास्मच्छ्रेयांसो ब्राह्मणास्तेषां त्वयासनेन प्रश्वसितव्यम्। श्रद्धया देयम्। अश्रद्धया देयम्। श्रिया देयम्। ह्रिया देयम्। भिया देयम्। संविदा देयम्। अथ यदि ते कर्मविचिकित्सा वा वृत्तविचिकित्सा वा स्यात्। ये तत्र ब्राह्मणाः सम्मर्शिनो युक्ता अयुक्ता अलूक्षा धर्मकामाः स्युर्यथा ते तत्र वर्त्तेरन्। तथा तत्र वर्तेथाः। [अथाभ्याख्याता तेषु। ये तत्र ब्राह्मणाः संमर्शिनः। युक्ता आयुक्ताः। अलूक्षा धर्म कामाः स्युः। यथा ते वर्त्तेरन्। तथा तेषु वर्त्तेथाः।] एषः आदेश एष उपदेश एषा वेदोपनिषत्। एतदनुशासनम्। एवमुपासितव्यम्। एवमु चैतदुपास्यम्॥ तैतरीय० प्रपा० ७। अनु० ११। क० १। २। ३। ४॥

اَرٿ :- آڌياپڪ پنهنجن ششن (ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين) کي هن ريت اُپديش ڪري تہ تون سدا سچ ڳالهاءِ، هلت چلت ڌرم اُنوسار بڻاءِ، آلس ڇڏي پڙهہ ۽ پاڙهہ، پورن برهمچريہ سان سيني وديائن کي گرهڻ ڪر، گروءَ کي سندس من گهري ڀيٽا ڏيڻ کانپوءِ وواهہ ڪري سنتان پيدا ڪر، سستيءَ جي ڪري سچائيءَ کي ڪڏهن نہ ڇڏ، بي پرواهي ڪري ڌرم جو تياڳ نہ ڪر، آلسي ٿي ڇڱيائي ۽ چترائي هٿون نہ وڃاءِ، آتم شڪتيءَ کي وڌائڻ ۾ بلائي نہ ڪر، ڪاهل ٿي پڙهڻ پاڙهڻ کي نہ ڇڏ، ودوانن ۽ ماتا پتا وغيرهہ جي شيوا ۾ آلس نہ ڪر، جئن ودوانن جو سنمان ڪيو ويندو آهي، تئن ماتا پتا، گروءَ ۽ اُٿين جي شيوا سدا ڪندو ڪر. جي ڳالا ڪان آڃا ڌرم جا ڪم آهن، جئن سچ ڳالهائڻ وغيرهہ تنکي ڪندو ڪر، ۽ اُنهجي اُبتڙ ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره ڪڏهن نہ ڪر. جي اَسانجا اُتم ڌرم جا ڪم هجن، سي ڪر ۽ جي پاپ جهڙا لڳن هجن، تن کي ڪڏهن نہ ڪر. اَسان ۾ جي اُتم ودوان ۽ ڌرماتما برهمڻ آهن، تن وٽ ويهہ ۽ اُنهن تي اُئي وشواس رک، شرڌا سان ڏيڻ، بنا شرڌا ڏيڻ، شوڀا لاءِ ڏيڻ، لڄ وچان ڏيڻ، ڀؤ کان ڏيڻ ۽ پرتگيا ڪرڻ سان بہ ڏيڻ گهرجي. جڏهن بہ توکي ڪنهن ڪم يا آچار وهنوار يا ڀڳتي يا گيان جي سنبنڌ ۾ ڪا شنڪا پيدا ٿئي تہ جي سيني کي هڪ درشٽيءَ سان ڏسڻ وارا، پکشپات رهت يوڳي يا اَيوڳي نرم سڀاءَ وارا، ڌرم جا چاهڪ ۽ ڌرماتما منش هجن، سي جئن ڌرم جي رستي تي هلن، تئن تون بہ هلندو ڪر. اِهوئي رستو، اِهائي آگيا، اِهوئي اُپديش، اِهوئي ويدن جو ڳجهہ، اِها اُئي شڪشا آهي. اَهڙيءَ ريت وَرتڻ ۽ پنهنجي چال چلن کي سڌارڻ گهرجي.

अकामस्य क्रिया काचिद् दृश्यते नेह कर्हिचित्। यद्यद्धि कुरुते किञ्चित् तत्तत्कामस्य चेष्टितम्॥ [मनुः २।४]

اَرٿ :- منشن کي پڪ ڏيڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ڪنهن پرش ۾ ڪائي بہ اِڇا نہ هوندي تہ اُنجي اَک جو پٽجڻ يا ٻوٽجڻ بہ اَسمڀؤ آهي. هن مان هيئن ٿو سڌ ٿئي تہ منش جيڪي بہ ڪندو آهي، سو سواءِ اِڇا جي نہ ٿيندو آهي.

आचारः परमो धर्मः श्रुत्युक्तः स्मार्त्त एव च। तस्मादस्मिन्सदा युक्तो नित्यं स्यादात्मवान् द्विजः॥ १॥
आचाराद्विच्युतो विप्रो न वेदफलमश्नुते। आचारेण तु संयुक्तः सम्पूर्णफलभाग्भवेत्॥ २॥ मनुः १।१०८।१०९॥

چوڻ، ٻڌڻ، ٻڌائڻ، پڙهڻ، پاڙهڻ جو ڦل اِهوئي آهي تہ جو ڌرم ويدن ۽ ويد اُنڪول سمرتين ۾ ڪٿن ڪيو ويو آهي، تنهن تي هلجي. تنهڪري ڌرم اُنوسار ڪرم سدائين

ڪندا رهجن. (١) ڇو ته جو ڌرم انوسار آچرڻ نٿو ڪري سو ويدن ۾ ڪٿن ڪيل ڌرم
تي هلڻ مان پيدا ٿيندڙ ڦل پراپت نٿو ڪري سگهي ۽ جو وديا پڙهي ڌرم انوسار هلت
چلت ڪندو آهي، سوئي پورڻ سک پراپت ڪري ٿو.

**योऽवमन्येत ते मूले हेतु शास्त्राश्रयाद् द्विज:। स साधुभिर्बहिष्कार्यो नास्तिको वेदनिन्दक: [मनु० २।११॥**

جو ويدن ۽ ست پرشن جي ويد انڪول ٺاهيل پستڪن جو اپمان ڪندو آهي، تنهن ويد
جي نندا ڪرڻ واري ناستڪ کي پنگت ۽ ديش کان ٻاهر ڪڍڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو،

**श्रुति: स्मृति: सदाचार: स्वस्य च प्रियमात्मन:। एतच्चतुर्विधं प्राहु: साक्षाद्धर्मस्य लक्षणम् ॥ [मनु० २।१२]**

(١) ويد (٢) سمرتيون، ست پرشن جا ٺاهيل منوسمرتي آدي شاستر جي ويد انڪول
آهن. (٣) ست پرشن جي هلت چلت جا سنائن ارٿات ويدن دوارا پرميشور جي ڏيکاريل
ڪرمن انوسار آهي. (٤) جيڪي پنهنجي آتما کي پيارو لڳي ارٿات جنهنکي آتما چاهي
ٿي، جئن سچ ڳالهائڻ اهي چار ڌرم جا لڪشڻ [ڪسوٽيون] آهن، ارٿات انهن سان ڌرم ۽
اڌرم جو نرنئه ٿيندو آهي. جو پڪشپات رهت، نياءِ، سچ جي گرهڻ ۽ ڪوڙ جي بلڪل
تياڳ ڪرڻ وارو آچار آهي، تنهنجو نالو ڌرم ۽ انجي ابتڙ جو پڪشپات سهت ڪنياءِ واري
چال چلن، سچ جي تياڳ ۽ ڪوڙ جي گرهڻ ڪرڻ وارو ڪرم آهي، تنهنکي اڌرم چوندا آهن.

**अर्थकामेष्वसक्तानां धर्मज्ञानं विधीयते । धर्मं जिज्ञासमानानां प्रमाणं परमं श्रुति: ॥ मनु० २।१३॥**

جي پرش (ارٿ) سون آدي رتنن ۽ (ڪام) استرين جي سنگت آديءَ جي موهه ۾ نٿا
ڦاسن، تنکي ئي ڌرم جي ڄاڻ پراپت ٿيندي آهي. جنکي ڌرم جي ڄاڻ پراپت ٿيندي
آهي، جنکي ڌرم جي ڄاڻڻ جي اڇا هجي، سي ويدن دوارا ڌرم جي پڪ ڄاڻ ڪن، ڇو ته ڌرم
اڌرم جي ڄاڻ سواءِ ويدن جي ٺيڪ ٺيڪ نه ٿي سگهندي آهي. اهڙيءَ ريت وديا گرو
پنهنجي ششن کي اپديش ڪري ۽ خاص ڪري راجائن کي گهرجي ته ٻين کترين، وئش ۽ اتم
وچار وارن شودرن کي به وديا جو ابياس ضرور ڪرائين، ڇو ته جي برهمڻ آهن، اهي ئي
رڳو وديا جي پراپتي ڪن ۽ کتري آدي نه ڪن ته وديا، ڌرم، راڄ ۽ ڌن جو واڌارو ڪڏهن
نه ٿي سگهندو. ڇاڪاڻ جو برهمڻ رڳو پڙهڻ پاڙهڻ دوارا کتريءَ آديءَ کان آجيوڪا پراپت
ڪري جيوت ڪاٽي سگهن ٿا. جيوڪا جي آڌين هئڻ ۽ وري کتري آديءَ جا آگيا ڏيندڙ
۽ هئڻ ڪري متان پوري جاچ ڪندڙ ۽ ڏنڊ ڏيندڙ جي نه هئڻ ڪري برهمڻ آدي
سڀ ورڻ پاکنڊ ۾ ڦاسي ويندا آهن ۽ جڏهن کتري آدي ودوان هوندا آهن ته برهمڻ به
گهڻي وڌيڪ وديا پڙهندا ۽ ڌرم جي مارگ تي هلندا آهن ۽ انهن کتري آدي ودوانن
جي سامهون پاکنڊ ۽ ڪوڙو وهنوار به ڪري ڪونه سگهندا. جيڪڏهن کتري آدي اڻ
پڙهيل هوندا آهن ته ڪين [براهمڻ کي] جئن دل ۾ ايندو آهي، تيئن ئي ڪندا ۽ ڪرائيندا
آهن. تنهنڪري جيڪڏهن برهمڻ به پنهنجو ڀلو گهرن ته ڏاڍو يتن ڪري کتري آدي منشن
کي ويد آدي سڀ شاسترن جي وديا سيکارين. ڇو ته کتري آدي ئي وديا، ڌرم، راڄ ۽
لڪشمي کي وڌائڻ وارا آهن. اهي ڪڏهن ٻين کان پني ڪونه کائيندا آهن. تنهنڪري اهي

ودیا جي وهنوار ۾ ٻه پکشپاتي نه ٿي سگهندا آهن ۽ جڏهن سڀني ورنن ۾ ودیا ۽ چڱي شکشا هوندي آهي ته ڪو ٻه پاکنڊ روُپي آڌرم سان پرنل ڪوڙو وهنوار هلائي نه سگهندو. هن مان سڌ ٿيو ته ڪتري آديءَ کي نيم ۾ هلائڻ وارا برهمڻ ۽ سنياسي آهن. اُتي برهمڻ ۽ سنياسين کي وري نيم ۾ هلائڻ وارا کتري آدي ٿيندا آهن. انهيءَ ڪري سڀني ورنن جي استرين ۽ پرشن ۾ ودیا ۽ ڌرم جو پرچار ضرور هئڻ گهرجي. هميشه جيڪي جيڪي پڙهجي پاڙهجي، تنهنجي پوريءَ ريت پريکشا هئڻ گهرجي. پريکشا پنجن پرڪارن سان ڪبي آهي.

پهريون:- جو ايشور جو ❋ گڻ، ڪرم، سڀاءَ ويد جي اَنوسار هجي، سو سچ ۽ جو اُن جي اُبتڙ هجي سو ڪوڙ.

ٻيو:- جيڪي جيڪي سرشٽي نيم اَنوسار هجي، سو سچ ۽ سرشٽي نيم جي ورڌ هجي سو سڀ ڪوڙ آهي. جئن ڪوئي چوي ته ماءُ پيءُ جي سنجوڳ کانسواءِ ٻار پيدا ٿيو، ائين چوڻ سرشٽي نيم جي اُبتڙ هئڻ ڪري بلڪل ڪوڙو آهي.

ٽيون:- ”آپت“ اَرٿات جيڪي ڌرماتما، ودوان، سچار ۽ ڇل ڪپٽ رهت پرش جي سنگت ۽ اُپديش جي اَنوسار آهي سو سچ، جيڪي جيڪي اُبتڙ هجي، سو نه مڃڻ يوگيه آهي.

چوٿون:- پنهنجي آتما جي پوترتا ۽ ودیا اَنوسار هجي. جئن پاڻ کي سک پريه ۽ دک اَپريه لڳندو آهي، تئن سڀني جي اَوستا ۾ سمجهڻ گهرجي. جيڪڏهن مان ٻئي ڪنهن کي دک ڏيندس ته اُهو ناخوش ٿيندو ۽ سک ڏيندس ته پرسن ٿيندو.

پنجون:- اَٺ پرماڻ:- (١) پرتيکش (٢) اَنومان (٣) اُپمان (۴) شبد (۵) ايتهيه (٦) اَرٿاپتي (٧) سنڀو (٨) اَڀاو.

اُنهن مان پرتيکش آديءَ جي سمجهاڻيءَ لاءِ جيڪي سوتر هيٺ ڏجن ٿا، سي سڀ ★ نياءَ شاستر جي پهرئين ۽ ٻئي اَڌياءَ جا سمجهو.

इन्द्रियार्थसन्निकर्षोत्पन्नं ज्ञानमव्यपदेश्यमव्यभिचारि व्यवसायात्मकंप्रत्यक्षम् ॥ न्याय० १ । आह्निक १ । सूत्र ४

ڪن، کل، اَک، جڀ ۽ نڪ [اندرين جي وشيه]، شبد، سپرش، روُپ رس ۽ گنڌ سان سنٿون سڌو بنا روڪ ٽوڪ جي لاڳاپو ٿئي، اندرين سان من جو ۽ من سان آتما جي لاڳاپي ڪري، جيڪو گيان پيدا ٿئي ٿو، تنهکي پرتيکش پرماڻ ڪري چوندا آهن.

پر اُهڙو گيان نه هجي جو وِيپديش وارو رکو ناني ۽ ناني واريءَ شيءِ جي لاڳاپي مان پيدا ٿيو هجي. جئن ڪنهن، ڪنهن کي چيو ته ”جل کڻي اَچ.“ هن کڻي اَچي اَڳيان رکي چيو ”هي جل آهي.“ هتي ٻن اَکرن [ج ۽ ل] جي جوڙ ”جل“ ناني کي، نه گهرائڻ وارو ۽ نه آڻڻ

❋ پرميشور جا گڻ- سرو شڪتيمان، نراڪار، سرو وياپڪ، جنم مرڻ رهت آدي.
پرميشور جا ڪرم- جڳت رچڻ، پالڻ ۽ ناس ڪرڻ، چڱن مندن ڪمن جو ڦل ڏيڻ آدي.
پرميشور جو سڀاءُ- آنند، پوترتا، نياءُ، ديا آدي.

★ ”نياءَ شاستر“ آرين جي تتو گيان (فيلسوفي) جي ڇهن مکيه شاسترن مان هڪ آهي. تاراچند
ناهيبدڙ گوتم رشي.

وارو ڏسي سگهن ٿا پر جنهن پدارٿ جو نالو * ”جل“ آهي، سو ئي رڳو پرتيڪش ڏسن ٿا ۽ جيڪو گيان شبد مان پيدا ٿئي ٿو، سو ”شبد پرماڻ“ ۾ اچي ٿو. ”اَوِيپڇارِي“ [ ٻيا سنشيہ ] جئن ڪنهن رات جي سمي هڪڙو ٿنڀ ڏسي پڪ ڪئي ته منش آهي، پر جڏهن ڏينهن جو ڏٺائين، ته جو منش جو گيان ڪيس رات جي سمي پيدا ٿيو هو، سو ويندو رهيو ۽ ٿنڀ جو گيان استر رهيو. اهڙي ناس ٿي وڃڻ واري گيان کي وِيڀارِي [ ڪوڙو ] گيان چوندا آهن، اهو پرتيڪش گيان نه آهي. ”وِيوساياتمڪ“ [ نشچيہ آتمڪ يا پڪو ]. جئن ته ڪنهن پريان دورياهه جي وارِيءَ کي ڏسي چيو ته هنئي يا ته ڪپڙا سڪي رهيا آهن يا پاڻي آهي يا ٻي ڪا شيءِ آهي. [يا ڪنهن منش کي ڏوران ڏسي ڪو چوي] هو ديودت بيٺو آهي يا يگيہ دت. جيسين هڪ ڳالهه جي پڪ نه ٿئي، تيسين اهو گيان پرتيڪش گيان نه آهي. پرتيڪش اهو گيان آهي، جو رڳو شبدن مان پيدا ٿيندڙ نه هجي پر استر [نه بدلجندڙ] ۽ نشچت هجي. ٻيو اَنومان:-

अथ तत्पूर्वकं त्रिविधमनुमानं पूर्ववच्छेषवत्सामान्यतो दृष्टञ्च । न्याय० अ० १ आ० १ सू० ५ ॥

[هاڻي هنڪان پوءِ ٽن پرڪارن جو اَنومان:- (١) ”پوروَوَت“ يا اَڳ اَنومان (٢) ”شيش وَت“ يا پوءِ اَنومان (٣) ”سامانيہ تودرشت“ يا سمان اَنومان، هن اَنومان کان اَڳ پرتيڪش].

[ اَنومان ] جنهنڪان اَڳ پرتيڪش يعني جنهنجو ڪو ڀاڱو، يا جو سمورو ڪنهن جاءِ لئي يا ڪنهن وِيلي پرتيڪش [ ظاهر ] ٿيو هجي، تنهن [ پرتيڪش ٿيل ] سان گڏ رهندڙ ڪنهن ڀاڱي کي پريان ڏسي، اڻ ڏٺل سموري شيءِ جي ڄاڻ ڪرڻ جو نالو اَنومان آهي. جئن پٽ کي ڏسي پيءُ جو، جبل ۾ دونهين کي ڏسي اَڱڻيءَ جو، جڳت ۾ سک دک ڏسي اَڳئين جنم جي ڄاڻ ٿيندي آهي. اِهو اَنومان ٽن پرڪارن جو ٿيندو آهي. هڪڙو ”اَڳ اَنومان“ جئن ڪڪرن کي ڏسي مينهن جو، وواهه کي ڏسي ٻارن پيدا ٿيڻ جو، وديارٿين کي پڙهندو ڏسي وديا جو نشچيہ ٿيندو آهي. اهڙيءَ ريت جتي جتي ڪارڻ [سبب] کي ڏسي ڪارج [نتيجي] جي ڄاڻ ٿيندي آهي، تنهنکي ”اَڳ-اَنومان“ ڪوٺيندا آهن. ٻيو ”پوءِ-اَنومان“ يعني جتي ڪارج [نتيجي] کي ڏسي ڪارڻ [سبب] جي ڄاڻ ٿئي؛ جئن نديءَ جي وَهڪ جو چڙهه ڏسي مٿي وسيل ورشا جو، پٽ کي ڏسي پيءُ جو، سنسار کي ڏسي سندس اصلي مادي ڪارڻ [ پرڪرتيءَ ] ۽ سندس بڻائيندڙ ڀڳوان جو ۽ چڱن لڱن ڪرمن جي ڪرڻ جو گيان سک دک کي ڏسي ٿيندو آهي. اِنهيءَ کي ”پوءِ-اَنومان“ چوندا آهن. ٽيون ”سمان-اَنومان“ جنهن ۾ هڪ ڳالهه ٻيءَ جو ڪارڻ (سبب) يا ڪارج (نتيجو) نه هجي پر پاڻ ۾ ڪنهن قسم جي هڪجهڙائي هجي. جهڙيءَ طرح ڪو به ٻئا هلڻ جي ٻيءَ جاءِ ڏانهن ڪو نه وڃي سگهندو آهي. تهڙيءَ طرح ڪنهن جو به هڪ جاءِ ڇڏي ٻيءَ جاءِ تي هجڻ سواءِ هلڻ جي ڪو نه ٿيو هوندو. اَنومان شبد جو هيءُ اَرٿ آهي:-

---

* شبد ”جل“ ڪن جي وشئہ آهي؛ شيءِ ”جل“ اک ۽ جيڀ جي وشئہ آهي. تنهنڪري ”جل ڪٿي آءِ“ انهيءَ مان جل پرتيڪش نٿو ٿئي. پر جنهن سمي سامهون اچي ٿو، تنهن سمي جل پرتيڪش ٿئي ٿو.

"अनु अर्थात् प्रत्यक्षस्य पश्चान्मीयते ज्ञायते येन तदनुमानम् ।"

يعني جيڪو پرتيڪش کانپوءِ پيدا ٿئي ۽ جهڙيءَ طرح ڏونهين کي پرتيڪش ڏسڻ بنا اَڻ ڏٺل اڳنيءَ جو گيان ڪڏهن ڪونه ٿي سگهندو.

प्रसिद्धसाधर्म्यात्साध्यसाधनमुपमानम् ॥ न्याय० अ० १ । आ० १ । सू० ६ ॥

[انهيءَ ساڌن جو نالو اُپمان آهي، جنهنجي وسيلي پرتيڪش ۽ سڌ ٿيڻ واريءَ شيءِ جي هڪجهڙائيءَ کي ڏسي سڌ ٿيڻ واريءَ شيءِ جو پتو لڳائجي] جو ڳڻ صاف پرتيڪش ۽ سڌ ڪرڻ لائق وستوءَ ۾ هڪجهڙو آهي، تنهنکي ڏسي، سڌ ڪرڻ لائق وستوءَ جي گيان پراپتي ڪرڻ جو جيڪو ساڌن آهي، تنهنکي اُپمان چئبو آهي. "उपमीयते येन तदुपमानम्"

[اُپمان جي اکري معنيٰ آهي اها شيءِ جنهن دواران پيٽ ڪئي وڃي] جهڙيءَ طرح ڪنهن هڪڙي نوڪر کي چيو ته تون وشنو متر کي وٺي اچ ۽ هن چيو ته مان هنکي ڪڏهن ڪونه ڏٺو آهي ۽ مالڪ واري ڏني ته "جهڙو هيءُ ديودت آهي، تهڙوئي هو وشنو متر آهي" يا "جهڙي هيءَ ڳانءِ آهي، اهڙي ئي گويا نيل ڳانءِ [روجهه] ٿيندي آهي." جڏهن هو اُتي ويو ۽ ديودت جهڙو هنکي ڏٺائين، تڏهن پڪ ٿيس ته هيءُ وشنو متر آهي ۽ هنکي وٺي آيو. يا ڪنهن جهنگل ۾ جنهن جانور کي ڳانءِ جهڙو ڏٺائين، تنهن تي پڪ ڄاتائين ته هنجو نالو نيل ڳانءِ آهي.

आप्तोपदेशः शब्दः ॥ न्याय० अ० १ । आ० १ । सू० ७ ॥

[آپت يا ست پرش جي اُپديش کي شبد پرماڻ ڪوٺيندا آهن] آپت يعني پورڻ ودوان، ڌرماتما، پراُپڪار سان پريم رکندڙ، ستوادي، پرشارٿي جتيندريه پرش جنّن پنهنجي آتما ۾ ڄاتو ۽ جنهن مان ڪيس سک مليو هجي، انهيءَ ڳالهه جي چاهنا ڪندو، سڀني منشن جي ڪلياڻ لاءِ اُپديش ڪري يا جيڪو پرٿويءَ کانوٺي پرميشور سوڌو پدارٿن جو گيان پراپت ڪري اُپديش ڪري، اهڙي پرش ۽ پرم آپت پرميشور جي اُپديش ويد کي شبد پرماڻ سمجهو.

न चतुष्टवमैतिह्यार्थापत्तिसम्भवाभावप्रामाण्यात् । न्याय० २ । २ । १ ॥

[اکري معنيٰ - ساکي، اُلٽ اُنومان، سڀوُ ۽ ناڻهن انهنجي پرماڻ هئڻ ڪري رڳو مٿي بيان ڪيل چار پرماڻ ڪونه آهن]. جهڙيءَ طرح فلاڻو آدمي هن قسم جو هو، هن هنڙا ڪم ڪيا يعني جيون چرتر [۽ تواريخ] جو ڳالهو ساکي آهي ٭.

ڇهون اُرٿاپتي

"अर्थादापद्यते सा अर्थापत्ति" केनचदुच्यते "सत्सु घनेषु वृष्टिः सति कारणे कार्य्यं भवतीति किमत्र प्रसज्यते असत्सुघनेषु वृष्टिरसति कारणे च कार्य्यं न भवति ।"

جهڙيءَ طرح ڪنهن چيو، ڪنهنکي چيو ته بادل جي ٿيڻ ڪري ورشا ۽ ڪارڻ [سبب] جي هئڻ ڪري ڪارج [نتيجو] ٿيندو. انهيءَ مان سواءِ وڏڪ چوڻ جي هيءَ اي ڳالهه بـ- ثابت ٿئي ٿي ته بنا بادلن جي مينهن ۽ بنا ڪارڻ جي ڪارج ڪڏهن ڪونه ٿيندو آهي.

---

٭ اڳوڻن لوڪن جي ساکين ۽ سعدن لجربن کي پڙهي ۽ ڏسي هن سمي جي منجهيل ست کي سهنجائيءَ سان سمجهائي سگهون سڌو ڪري سگهبو.

”संभवति यस्मिन स संभव:“ سمڀوُ اُهو آهي، جنهن موجب ڪا ڳالهه ٿيڻ يا هئڻ جوڳي هجي مثلا ڪو چوي ته ”ماءُ پيءُ ڪانسواءِ سنتان جي اُتپتي [ٿي]، ڪنهن مردن [مئلن] کي جيئاريو، جبل کنيائين، سمنڊ ۾ پٿر تاريائين، چندرما جا ٽڪر ڪيائين، پرميشور جو اوتار ٿيو، ماڻهوءَ کي سڱ ڏسڻ ۾ آيا. سنڍ زال جي پٽ ۽ ڌيءَ جو وواهه ٿيو.“ اهڙيون سڀ ڳالهيون اَسمڀوُ آهن، ڇاڪاڻ ته اِهي سڀ سرشٽيءَ جي نيم جي اُبتڙ آهن. جا ڳالهه سرشٽيءَ جي نيم موجب هجي، سا ٿي ٿيڻ جهڙي آهي.

”न भवन्ति यस्मिन् सोऽभाव:“ اَڀاءُ اُنهيءَ کي چئبو آهي جنهن ۾ نه هئڻ هجي، جهڙيءَ طرح ڪنهن، ڪنهن کي چيو ته ”هاٿي وٺي آءُ“ هن ڏٺو ته اُتي هاٿي ڪونهي. سو ٻئي هنڌان جتي هاٿي هئو، اُتان وٺي آيو. ❋

اِئين ڪل اَٺ پرماڻ ٿيا. اُنهن مان جيڪڏهن ساکيءَ کي شبد ۾، اَنومان ۾ اَرٿاپتي، سمڀوُ ۽ اڀاءُ کي ليکجي ته باقي چار پرماڻ بچن ٿا. ●

اُنهن پنجن پرڪارن جي ڪسوٽين تي هلڻ سان ئي ست اَست جو نشچيه ڪري سگهي ٿو ۽ نه ٻيءَ طرح. ▦

धर्मविशेषप्रसूताद् द्रव्यगुणकर्मसामान्यविशेषसमवायानां पदार्थानां [साधर्म्यवैधर्म्याभ्यां] तत्त्वज्ञानान्निः श्रेयसम् ॥ वैशेषिक । अ० १ । आ० १ । सू० ४ ॥

[اَکري اَرٿ- ڌرم تي هلڻ ڪري جڏهن من پوتر ٿئي ٿو، تڏهن دروِيه، گڻ، ڪرم، سمانيتا وشيشتا ۽ ڪارڻ- ڪارج سمبنڌ اُنهن ڇهن ⁘ پدارٿن ۽ سڌن تي ڌرم [هڪجهڙائي] ۽ ورڌ ڌرم [ڀيد] جي پوري پوري ڄاڻ ذوارن مڪتي پراپت ٿئي ٿي.]

جڏهن آدمي ڌرم ئي نيڪ هلي پوتر ٿي تل ڌرم [هڪجهڙائي] جهڙيءَ طرح

---

❋ مطلب اِهو آهي ته اَهڙي نه هئڻ مان جيڪو دليل پيدا ٿئيٿو، تنهنکي اڀاءُ ڪوٺجي ٿو.

● ڪي ڪي شاستر وارا اُپمان کي به اَنومان جي اَندر ڳڻين ٿا. اَهڙيءَ طرح سان ٽي پرماڻ وڃي بچائين ٿا.

▦ انهن پنجن جو مٿي پورو بيان ٿي چڪو آهي (١) پرميشور جي گڻن ۽ ويدن جي انڪول هئڻ (٢) سرشٽي نيم جي انوسار هئڻ (٣) ست پرشن جي ڪٿن موجب (٤) پنهنجي آتما جي سمجهه ۽ اَندر جي پوترتائي (٥) پرتيڪش وغيره اَٺن دليلن موجب.

⁘ پدارٿ لفظ جون گهڻيون ئي معنائون آهن. پدارٿ جي هڪ معنيٰ آهي ڌن دولت، ٻي معنيٰ آهي شيون وستوُ، پدارٿ جي هڪ ٻي معنيٰ آهي شبدن يا پدن جو ارٿ. پر اِهي معنائون هتي ڪونه ٿيون لڳن، هت پدارٿ شبد جو خاص ارٿ آهي- سموري سرشٽي سموري هستيءَ جا جيڪي ضروري جزا يا اَنگ آهن، تنکي پدارٿ ڪوٺيو ويو آهي. انگريزيءَ واري پدارٿ جو ارٿ Categories of Existence ڪيو آهي. هي ارٿ وئشيشڪ شاستر جو آهي. نياءَ شاستر جو وري ٻيو ارٿ آهي. اتي نياءَ شاستر جا جيڪي ضروري جزا آهن يا جنجي مٿان سموري نياءَ جي وديا ٻڌل آهي، تنکي پدارٿ ڪري ڪوٺيو اٿن.

پرٿوي جڙ آهي ۽ جل بہ جڙ آهي ۽ ورڌ ڌرم [پيد] يعني پرٿوي ڪٺور ۽ جل ڪومل [آهي] ۽ اهڙيءَ طرح (١) درويہ (٢) گڻ (٣) ڪرم (۴) سمانتا (٥) وشيشتا ۽ (٦) ڪارج-ڪارڻ سنبند انهن ڇهن پدارٿن جي مرم کي يا سندن پوري پوري سوروُپ کي ڄاڻندو آهي، تڏهن موکش کي پراپت ڪندو آهي.

पृथिव्याऽपस्तेजोवायुराकाशं कालो दिगात्मा मन इति द्रव्याणि ॥ वै० । अ० १ । आ० १ । सू० ५ ॥

پرٿوي، جل، اَگني، وايو، آڪاش، ڪال، ڏسا، آتما ۽ من اِهي نو "درويہ" آهن.

क्रियागुणवत्समवायिकारणमिति द्रव्यलक्षणम् ॥ वै० । अ० १ । आ० १ । सू० १५ ॥

[ اَکري ارٿ :- درويہ اُنهيءَ کي چئجي، جنهن ۾ ڪريا يا هلچل، گڻ، سنگ-ڪارڻ شڪتي يعني ٻين دروين سان ملي ڪاريہ پيدا ڪرڻ جي شڪتي هجي.]

"क्रियाश्च गुणाश्च विद्यन्ते यस्मिंस्तत् क्रियागुणवत्"

جنهن ۾ ڪريا ۽ گڻ يا رڳو گڻ هجي تنهنکي "درويہ" ڪوٺبو آهي. اُنهن مان پرٿوي، جل، اَگني، وايو، من ۽ آتما اِنهن ڇهن ۾ گڻ ۽ ڪريا ٻئي آهن. آڪاش، ڪال ۽ دشا اِهي ٽي اهڙا آهن، جن ۾ ڪريا ڪانهي پر گڻ آهن.

سنگ ڪارڻ شڪتي-

(समवायि) "समवेतुं शीलं यस्य तत् समवायि, प्राग्वृत्तित्वं कारणं समवायि च तत्कारणं च समवायिकारणम्"

جنهنجو سڀاءُ ملڻ وارو آهي، تنهنکي چئبو سنگ يا سموائي. ڪارڻ انهيءَ کي چئبو آهي جو ڪاريہ کان اڳ هجي. انهيءَ ڪري سنگ-ڪارڻ اهو ٿيو جو ڪارج کان اڳ موجود هو ۽ جنهن ۾ ٻين سان گڏجڻ ۽ گڏجي ٺهڻ جي شڪتي هجي.

درويہ جو وڌيڪ ورنن- جنهن ۾ ملي ٺهڻ جو گڻ هجي [ارٿات جو ٻين دروين سان ملي نئون ڪاريہ پيدا ڪري] ۽ وقت ڪري ڪاريہ کان اڳ موجود آهي، تنهنکي درويہ چئبو آهي.

* لکشڻ ڇا آهي- "लक्ष्यते येन तल्लक्षणम्" لکشڻ اُنهيءَ کي چئجي، جنهن سان ڪا وستو پوريءَ ريت سڃاتي وڃي جنّ اکہ دوارا روُپ [شڪل].

रूपरसगन्धस्पर्शवती पृथिवी ॥ वै० । अ० २ । आ० १ । सू० १ ॥ پرٿويءَ جو لکشڻ-

روُپ [شڪل]، رس [سواد]، گند [بوُءِ]، سپرش [ڇهڻ جو گڻ] واري پرٿوي آهي. پر منجهس روُپ اَگنيءَ جي ميلاپ ڪري، رس جل جي ميلاپ ڪري ۽ سپرش وايوءَ جي ميلاپ ڪري ٿيا آهن.

व्यवस्थित: पृथिव्यां गन्ध: ॥ वै० । अ० २ । आ० १ । सू० २ ॥

پرٿويءَ ۾ گند گڻ سڀاويڪ آهي. اهڙيءَ ريت جل جو رس، اَگنيءَ جو روُپ، وايوءَ جو سپرش ۽ آڪاش جو شبد سڀاويڪ آهن.

---

* لکشڻ انهيءَ بيان کي بہ ڪوٺبو آهي، جنهنجي ڪري ڪنهن شيءِ جو پوُرو پوُرو ۽ ٺيڪ بيان اچي، جنهن دواران اُنهيءَ وستوءَ کي دنيا جي سڀني وستن کان جدا ڪري سگهجي.

रूपरसस्पर्शवत्य आपो द्रवाः स्निग्धाः ॥ वै० । अ० २ । आ० १ । सू० २ ॥ **جل جو لڪشڻ-**

روپ، [جنهن ۾] رس ۽ سپرش هجي ۽ جنهن ۾ وهي وڃڻ جو سڀاءُ ارٿات جو پڻو هجي ۽ ڪومل هجي، تنهنڪي جل ڪوٺبو آهي، انهن مان جل جو سواڀاوڪ گڻ رس آهي ۽ روپ اگنيءَ ۽ سپرش وايوءَ جي ميلاپ ڪري منجهس آيا آهن.

अप्सु शीतता ॥ वै० । अ० २ । आ० २ । सू० ५ ॥ ۽ جل ۾ سيتلتا جو گڻ پڻ سڀاوڪ آهي.

तेजो रूपस्पर्शवत् ॥ वै० । अ० २ । आ० १ । सू० ३ ॥ **اگنيءَ جو لڪشڻ -**

جنهن ۾ روپ ۽ سپرش گڻ آهن، تنهنڪي تيج [اگني] ڪوٺبو آهي. پر هن ۾ روپ سڀاوڪ ۽ سپرش وايوءَ جي ملڻ ڪري.

स्पर्शवान् वायुः ॥ वै० ॥ अ० २ । आ० १ । सू० ४ ॥ **وايوءَ جو لڪشڻ -**

سپرش گڻ واري [دروڻ جو ٿالو] وايو آهي. پر هن ۾ جل جي ميلاپ ڪري شيتلتا ۽ اگنيءَ جي ميلاپ ڪري ڪوساڻ رهي ٿي.

त आकाशे न विद्यन्ते ॥ वै । अ० २ । आ० १ । सू० ५ ॥ **آڪاش جو لڪشڻ -**

آڪاش ۾ روپ، رس، گنڌ ۽ سپرش نه ٿيندا آهن، رڳو شبد ئي آڪاش جو گڻ آهي [۽]

निष्क्रमणं प्रवेशनमित्याकाशस्य लिङ्गम् ॥ वै० । अ० २ । आ० १ । सू २० ॥

جنهن ۾ گهڙي وڃبو اهو ۽ جنهن مان نڪربو آهي، اهو آڪاش جو لنگ [شرير] آهي ❋

कार्य्यान्तराप्रादुर्भावाच्च शब्दः स्पर्शवतामगुणः ॥ वै० । अ० २ । आ० १ । सू० २५ ॥

شبد پرٿوي آدي ٻين وستن مان اُٿڻ نٿو ٿئي، انڪري "شبد" سپرش آدي گڻن وارن پرٿوي آدي دروين جو گڻ نه آهي پر رڳو آڪاش جو ئي گڻ آهي.

अपरस्मिन्नपरं युगपच्चिरं क्षिप्रमिति काललिङ्गानि ॥ वै० । अ० २ । २ । ६ ॥ - **ڪال جو لڪشڻ -**

جنهن ۾ پهريائين، پوءِ، ساڳئي سمي [گڏوگڏ]، دير، جلدي آدي چئي سگهجن، تنهنڪي ڪال [سمو] ڪري سڏبو آهي.

नित्येष्वभावादनित्येषु भावात्कारणे कालाख्येति ॥ वै० । अ० २ । आ० २ । सू० ९ ॥

جيڪو نتيه پدارٿن ۾ نه هجي ۽ جنهنجو انتيه [بدلجندڙ] پدارٿن ۾ [وهنوار ضروري] آهي، انڪري ڪال کي ڪارڻن مان هڪ ڪري ليکيو اٿن. ■

इत इदमिति यतस्तद्दिश्यं लिङ्गम् ॥ वै० । अ० २ । आ० २ । सू० १० ॥ :- **دشا چاکي چئجي:-**

[اکري ارٿ - هتان هي يعني فلاڻو پاسو آهي، جنهن لاءِ ائين چئي سگهجي، تنهنڪي دشا (طرف) ڪوٺبو آهي] هتان کان هي اوڀر، ڏکڻ، اولهه، اُتر، مٿي، هيٺ جنهن لاءِ ائين چئي سگهجي، تنهنڪي دشا چئبو آهي.

---

❋ لنگ جا گهڻيئي ارٿ آهن- نشان، ثابتي، شرير آدي.

■ نت پدارٿ اُهي آهن، جي سدا کان هلندا اچن ٿا ۽ سدا هلندا رهندا. جيوُ، برهم پرڪرتي اُهي ڪال کان مٿي آهن. باقي جيڪا به شيءِ نهي آهي، سا ڪنهن وقت ضرور نهي هوندي. انهيءَ ڪري نهڻ ۾ ڪال به هڪ ڪارڻ آهي.

आदित्यसंयोगाद् भूतपूर्वाद् भविष्यता भूताच्च प्राची ॥ वै० । अ० २ । आ० २ । सू० १४ ॥

جنهن پاسي کان پهرين سورج اُڀريو، اُڀري ٿو ۽ اُڀرندو، تنهن کي اوڀر چئجي، جيڏانهن وڃي لهي سو ٿيو اولهه. اوڀر ڏانهن نهارڻ سان ساڄي هٿ واري پاسي کي ڏکڻ ۽ کاٻي هٿ واريءَ دشا کي اُتر چئبو آهي.

एतेन दिगन्तरालानि व्याख्यातानि ॥ वै० । अ० २ । आ० २ । सू० १६ ॥

اوڀر ڏکڻ جي وچ واريءَ دشا کي "اَگنيئي" [اوڀر-ڏکڻ] ڪن، ڏکڻ اولهه جي وچ واريءَ دشا کي "نئيرتي" [ڏکڻ-اولهه] ڪن، اولهه اُتر جي وچ واريءَ دشا کي "وايوي" [اولهه-اُتر] ڪن، ۽ اُتر اوڀر جي وچ واريءَ دشا کي "ايشاني" [اُتر-اوڀر] ڪن چئبو آهي.

इच्छाद्वेषप्रयत्नसुखदुःखज्ञानान्यात्मनो लिङ्गमिति ॥ न्याय० । अ० १ । सू० १० ॥ **آتما جو لڪشڻ** :-

[اَکري اَرٿ - اِڇا، دويش، اُدم، سک، دک ۽ گيان آتما جا نشان آهن] جنهن ۾ اِڇا [موهه]، وير [ڌڪار]، پريتن [اُدم] سک دک [جي ڄاڻ] ۽ گيان، اهي گڻ آهن، سو آتما [چئبو] آهي. ونشيشڪ ۾ هيٺيون وڌيڪ آهي.

प्राणाऽपाननिमेषोन्मेषजीवनमनोगतीन्द्रियान्तर्विकाराःसुखदुःखेच्छाद्वेषप्रयत्नाश्चात्मनो लिङ्गानि ॥
वै० । अ० ३ । आ० २ । सू० ४ ॥

(پراڻ) اندر ساهه کڻڻ، (اَپان) ٻاهر ساهه ڪڍڻ، (نميش) اکيون ٻوٽڻ، (اُنميش) اکيون کولڻ، (جيون) جيئڻ يا پراڻ ڌارڻ ڪرڻ، (من) ويچار ڪرڻ، (گتي) اِڇا اَنوسار هلڻ چلڻ، (اِندريه) اِندرين کي سندن واسنائن ۾ لڳائڻ ۽ اُنهن دوارا واسنائن کي پورو ڪرڻ، (اَنت وڪار) بک، اُڃ، تپ، پيڙا، آدي وڪارن جو هئڻ، سک، دک اِڇا دويش ۽ يتن ڪرڻ اِهي سڀ آتما جا نشان اَرٿات ڪرم ۽ گڻ آهن.

युगपज्ज्ञानानुत्पत्तिर्मनसो लिङ्गम् ॥ न्याय० । अ० १ । आ० १ । सू० १६ ॥ **من جو لڪشڻ** :-

من اُنهيءَ کي چئبو آهي، جنهن سان ساڳيءَ مهل ٻن پدارٿن جو گيان نٿو ٿئي. سي دروين جا سروپ ۽ لڪشڻ چيا ويا. هاڻي گڻن جو ورنن ڪجي ٿو.

रूपरसगन्धस्पर्शाः संख्यापरिमाणानि पृथक्त्वं संयोगविभागौ परत्वाऽपरत्वे बुद्धयः सुखदुःखे इच्छाद्वेषौ प्रयत्नाश्च गुणाः ॥ वै० । अ० १ । आ० १ । सू० ६ ॥

رُوپ، رس، گنڌ، سپرش، سنکيا، [ڳاڻاٽو] ٽلور، پرٿڪتا [جدائي]، سنجوڳ [ميلاپ]، ۽ ڀاڱو [ورهاست]، ويڇائي، دُوري [سمي جي خواه شفان جي]، ٻڌي، سک، دک اِڇا، دويش، يتن، ڳوراڻ، پتري تيڻ جو گڻ، سنيهه [چڪنائي ۽ پريم]، سنسڪار [پريا ۽ وجهڻ يا ڌارڻ ڪرڻ جي شڪتي]، ڌرم [اُپڪار، نياءَ آدي]، اَڌرم [لڳائي، اَنياءَ آدي] ۽ شبد هي ٢٤ گڻ چئبا آهن-

द्रव्याश्रय्यगुणवान् संयोगविभागेष्वकारणमनपेक्ष इति गुणलक्षणम् ॥ वै । १।२।१६ ॥ - **گڻ جو لڪشڻ** -

[اَکري اَرٿ- گڻ جي هيءَ خاصيت آهي ته دروِيه ۾ رهي، سندس ڪو گڻ نه هجي.

گڏڻ ۽ جدا ڪرڻ ۾ ڪارڻ نه ٿئي اُرٿات ٻئي گڻ جي سهاري جي ضرورت نه رکي] گڻ [انهيءَ کي چئجي، جو [ڪنهن] درويه جي آسري رهي [۽ پاڻ ڪنهن] ٻئي گڻ جو ڌارڻ نه ڪري، گڏڻ ۽ ڌار ڪرڻ ۾ ڪارڻ نه ٿئي (اُن اپيڪش) ارٿات هڪ ٻئي جي سهاري جي گهرج نه هجي.

श्रोत्रोपलब्धिर्बुद्धिनिर्ग्राह्यः प्रयोगेणाऽभिज्वलित आकाशदेशः शब्दः ॥ महाभाष्ये ॥ **گڻن جو ورڻن–**

جو ڪنن دوارا ٻڌبو آهي، جو ٻڌيءَ دوارا سمجهبو آهي، اُچار ڪرڻ سان پڌرو ٿيندو آهي ۽ جنهنجي رهڻ جو استان آڪاش آهي، تنهنکي شبد چئبو آهي. رُوپ اُنکي چئجي جو اکين سان ڏسڻ ۾ اچي، جيڀ سان جنهن ميناج آديءَ جي ڄاڻ ٿيندي آهي، سا رس، جنهنجو نڪ دوارا پتو پوي سا گند، چمڙي جي وسيلي جنهنجو گيان ٿئي، تنهنکي سپرش، هڪ ٻه آدي جنهنجو ڳاڻاٽو ٿئي سا سنکيا، جنهن سان هلڪاڻ ۽ ڳوراڻ جي سڌ پوي، تنهنکي تور، هڪ ٻئي کان پري ٿيڻ کي جدائي، هڪ ٻئي سان گڏجڻ کي ميلاپ، هڪ ٻئي سان مليل وستن جا ٽڪرا ڪرڻ تنهنکي ورڇ؛ هي هنکان پري آهي تنهنکي دُوري، هي هنکان اوري آهي تنهنکي ويجهائي؛ جنهن سان چڱائيءَ ۽ لڳائيءَ جي ڄاڻ ٿئي، تنهنکي ٻڌي؛ آنند کي سک؛ ڪليش کي دک؛ چاهنا کي اڇا؛ وير کي دويش؛ جدا جدا پرڪارن اُپاو ۽ ٻل کي يتن؛ وزن کي ڳوراڻ؛ پگهرجڻ کي پنڙي ٿيڻ جو گڻ؛ پريت ۽ چڪنائيءَ کي سنيه؛ ٻئي جي ميلاپ سان واسنا اُتپن ٿيڻ کي سنسڪار؛ نياءَ لئي هلڻ ۽ وستن جي درڍتا آدي سڀاويڪ گڻن کي ڌرم؛ انياءَ جي هلت ۽ وستن جي سڀاويڪ گڻن درڍتا آديءَ جي خلاف ڪوملتا آديءَ کي اَڌرم ٿو چئجي. اِهي ٢٤ گڻ آهن–

उत्क्षेपणमवक्षेपणमाकुञ्चनं प्रसारणं गमनमिति कर्माणि । वै० । १ । १ । ७ ॥ – **ڪرم جا نمونا–**

(اُتڪشيپڻ) مٿي چڙهڻ، (اوڪشيپڻ) هيٺ لهڻ، (آڪنچن) سڪڙجڻ يا سوڙهو ٿيڻ؛ (پرسارن) ڦهلجڻ يا پکڙجڻ، (گمن) اچڻ وڃڻ، گهمڻ وغيره اُنهنکي ڪرم چئبو آهي.

एकद्रव्यमगुणंसंयोगविभागेष्वनपेक्षकारणमिति कर्मलक्षणम् ॥ वै० । १ । १ । १७ ॥ – **ڪرم جا لڪشڻ–**

اَکري اَرٿ – ڪرم اُنهيءَ کي چئجي، جو ايڪ درويه يعني هڪ ئي ستا تي ڀروسو رکندڙ، اَگڻ يعني گڻ کان رهت، گڏڻ جدا ڪرڻ ۾ اپيڪشا رهت يعني ٻئي جي آڌار کان سواءِ ڪارڻ هجي.

एकंद्रव्य माश्रय आधारो यस्य तदेकद्रव्यं ايڪم درويه اُنهيءَ کي چئبو آهي، جنهنجو آسرو هڪ درويه [ستا] هجي.

न विद्यते गुणो यस्य यस्मिन वा तदगुणं جنهنجو يا جنهن ۾ ڪوگڻ نه هجي تنهنکي اَگڻ چئبو آهي.

संयोगेषुविभागेषु चऽपेक्षारहितं कारणं तत्कर्मलक्षणम् । **ڪرم جو لڪشڻ :–**

اپيڪشا رهت ڪارڻ اُهو آهي، جو گڏڻ ۽ جدا ڪرڻ ۾ ٻئي جي آڌار بنا پاڻ ڪارڻ هجي. اُهو آهي ڪرم جو لڪشڻ.

"यत् क्रियते तत्कर्म, लक्ष्यते येन तत्लक्षणम्, कर्मणो लक्षणं कर्मलक्षणम्"

يا هئن چئو ته ڪرم اُهو آهي جو ڪيو وڃي ۽ لڪشڻ اُهو آهي جنهن دوارا ڪنهن

شيءِ جي مرم جو پتو پوي، تنهنڪري ڪرم جو لکشڻ اهو ٿيو، جنهن ذوارا ڪرم يا چوڻ جي مرم جو پتو پوي. ڪرم انهيءَ کي چئجي جو دروبه آسري رهي، جنهن ۾ گڻ نه هجن، گڏڻ ۽ جدا ڪرڻ ۾ ٻئي جي آسري جي جنهنکي ضرورت نه هجي.

द्रव्यगुणकर्मणां द्रव्यं कारणं सामान्यम् ॥ वै० १ । १ । १८ ॥

**سمانتا –**

ڪارڻ، دروين، گڻن ۽ ڪرمن ۾ اهو دروبه جيڪو سڀني جو ڪارڻ آهي ۽ تنهنڪري سڀني ۾ وياپڪ آهي، تنهنکي سامانيه [سمان] ڪري سڏبو آهن.

द्रव्याणां द्रव्यं कार्यं सामान्यम् ॥ वै० १ । १ । २३ ॥

دروين جي ڪارين [نتيجن] ۾ سڌن ڪاربه ٿيڻ سمانتا آهي [سڀ وستو جيڪي دروين [اصلي تت] مان ٿيون آهن، تن ۾ اهي وشيش گڻ آهن نه هو سڀ ٿيل ۽ انهن جو نتيجو آهن، اها آهي منجهن سمانتا يا هڪجهڙائي.

द्रव्यत्वं गुणत्वं कर्मत्वञ्च सामान्यानि विशेषाश्च ॥ वै० १ । २ । ५ ॥

**سمانتا ۽ وشمشتا –**

دروين ۾ دروبه پڻو، گڻن ۾ گڻ پڻو ۽ ڪرمن ۾ ڪرم پڻو، انهن سڀني کي سامانيه وشيش به چئبو آهي ڇاڪاڻ ته دروين ۾ دروبه پڻو سمان [هڪجهڙو] آهي ۽ گڻپڻي ۽ ڪرم پڻي کان وشيش [جدا] آهي. [دروبه پڻو دروين جي هڪجهڙائي ۽ ڪرمن ۽ گڻن کان سندن جدائي ڏيکاري ٿي] اهڙيءَ ريت هر هنڌ سمجهو.

सामान्यं विशेष इति बुद्ध्यपेक्षम् ॥ वै० १ । २ । ३ ॥

**سمانتا ۽ وشمشتا جو ڀيد –**

سمانتا [هڪجهڙائي] ۽ وشمشتا [جدائي] جو آڌار آهي بُڌيءَ يا ويچار تي. [ساڳي شيءِ هڪ ويچار کان هڪجهڙائيءَ جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ ٻئي ويچار کان جدائيءَ جي اوستا ۾] مثل ۾ منشپڻو هڪجهڙائي آهي ۽ پسن جي ڀيٽ ۾ جدائيءَ جو ڪارڻ. اهڙيءَ ريت استري پڻو ۽ پرش پڻو. انهن ۾ برهمڻ پڻو، کشتري پڻو، ويش پڻو ۽ شوڊر پڻو به وشيش آهن. برهمڻن ۾ برهمڻپڻو سمان ۽ کشترين وغيره کان وشيش آهي. اهڙيءَ ريت هر هنڌ سمجهو.

इहेदमिति यत: कार्यकारणयो: स समवाय: ॥ वै० । ७ । २ । २६ ॥

**سمواءِ ڇاکي چئجي–**

سمواءِ [ڪاربه ۽ ڪارڻ ۾ جتي ائين چئي سگهجي ته هيءَ هن ۾ آهي، تنهنکي سمواءِ چوندا آهن]. ياڳن مان سڄي جو، ڪرم مان ڪرتا جو، گڻ مان گڻيءَ جو، سڄيءَ جاتيءَ مان هڪ يا ڪن جو، ڪارڻ مان ڪاربه جو، ساري مان ٽڪر جو جيڪو نتيه جو لاڳاپو آهي، انهيءَ کي سمواءِ چئبو آهي. دروين جو جيڪو ٻيو لاڳاپو پاڻ ۾ ٿيندو آهي، اهو گڏجڻ يا انتيه سمبنڌ آهي.

द्रव्यगुणयो: सजातीयारम्भकत्वं साधर्म्यम् ॥ वै० । १ । १ । ९ ।

**سا ڌرم–**

[ اکري ارٿ– دروين ۽ گڻن ۾ جيڪا پاڻ جهڙين شين پيدا ڪرڻ جي شڪتي آهي، تنهن کي "سا ڌرم" هڪجهڙائي ڪري ڪوٺيندا آهن. ]

دروين ۽ گڻن ۾ پاڻ جهڙين وستن جي پيدا ڪرڻ جي شڪتيءَ جو نالو سا ڌرم آهي. جهڙيءَ ريت مٽيءَ ۾ جڙ هئڻ جو ڌرم آهي ۽ پاڻ جهڙن گڻن وارن دلن وغيره پيدا ڪرڻ جو ڌرم آهي، تهڙيءَ ريت جل ۾ جڙ هئڻ ۽ پاڻ جهڙي گڻن واري ڪاربه برف وغيره پيدا ڪرڻ جو گڻ پرٿويءَ جهڙو آهي. اهو به نتيجو نڪري ٿو.

द्रव्यगुणयोर्विजातीयारम्भकत्वं वैधर्म्यम् ॥ نہ دروبہ ۽ گڻ جو جيڪو ورو ڌي ڌرم آهي يا وروڌي ڪارجن ٺهڻ جي شڪتي آهي، اُنهيءَ جو نالو وئڌرم آهي. جئن پرٿويءَ ۾ ڪٺورپڻو، خشڪ پڻو ۽ گندھ گڻ جل کان جدا آهن خواه جل جا ڪوملتا ۽ رس وغيره پرٿويءَ کان جدا آهن.

कारणभावात्कर्यभाव: ॥ वै० । ४ । १ । ३ ।

ڪارڻ [سبب] جي هئڻ ڪري ئي ڪاريہ [نتيجو] پيدا ٿئي ٿو.

न तु कार्यभावात्कारणाभाव: ॥ वै० । १ । २ । २ ॥

ڪاريہ جي نہ هئڻ ڪري ڪارڻ جو اَڀاءُ ڪونہ ٿيندو آهي.

कारणाऽभावात्कार्याऽभाव: ॥ वै० । १ । २ । १ ॥

ڪارڻ جي نہ هئڻ سان ڪاريہ بہ ڪڏهن ڪونہ ٿيندو آهي.

कारणगुणपूर्वक: कार्यगुणो दृष्ट: ॥ वै० । २ । १ । २४ ॥

ڪارڻ ۾ اُهي گڻ ٿيندا آهن، جيڪي ڪاريہ ۾ هوندا آهن.

अणुमहदिति तस्मिन्विशेषभावाद्विशेषाभावाच्च ॥ वै० । ७ । १ । ११ ॥ **ماپ ڇا آهي :-**

[ ننڍو، وڏو، هن ۾ وَڌيڪ هئڻ ۽ وَڌيڪ نہ هئڻ ] ( اَڻو ) سوُڪيم، (مهت) وڏو ۽ جهڙيءَ ريت ترسرينڻو لڪشا کان ننڍو ۽ دوٽيڪ کان وَڏو ٿيندو آهي ۽ پهاڙ ڌرتيءَ کان ننڍو ۽ وَڻن کان وَڏو ٿيندو آهي.

सदिति यतो द्रव्यगुणकर्मसु सा सत्ता ॥ वै० । १ । २ । ७ ॥ **ستا :-**

[دروبہ، گڻ ۽ ڪرم ۾ جنهن دوارا "هئڻ" جي سڌي ٿئي، تنهنکي ستا چئبو آهي] جو دروين، گڻن ڪرمن ۾ ست (آهہ) جو شبد سدا ڳنڍيو ٿو رهي، جئن ست دروبہ [دروبہ آهي]، ست گڻ [گڻ آهي] ۽ ست ڪرم [ڪرم آهي] ۽ اَرٿات وَرتمان ڪال ۾ جو هستي ڏيکارڻ وارو شبد سڀ سان لڳو رهي ٿو [تنهنجو نالو ستا آهي].

भावोनुवृत्तेरेव हेतुत्वात्सामान्यमेव ॥ वै० । १ । २ । ४ ॥ **مهان سمان :-**

[" آهہ " هڪ سمان پدارٿ آهي، ڇاڪاڻ تہ منجهس رڳو اڳيون پويون لاڳاپو آهي] آهہ يا ستا جيڪا سڀني سان لاڳو آهي، تنهنکي "مهان سمان" ڪو نيندا آهن. هن سلسلہ جو لاڳاپو " آهہ " وارن دروين سان آهي. " ناهہ " پنجن پرڪارن جي آهي :-

क्रियागुणव्यपदेशाभावात्प्रागसत् ॥ वै० । ६ । १ । १ ॥ **(١) پراگ اڀاءُ :-**

[ڪريا ۽ گڻ جي نہ ٿيڻ ڪري جيڪا " ناهہ " ٿيندي آهي، تنهنکي ' اڳ - ناهہ ' ڪو نيندا آهن] ڪريا ۽ گڻ جي وشيش لاڳاپي جي اڀاءَ کان اڳ، جهڙيءَ ريت دلو ۽ ڪپڙو ٺهڻ کان اڳ ڪونہ هئا، اُهڙيءَ ' ناهہ ' کي (پراگ اَڀاءُ) " اڳ - ناهہ " جو نالو ڏنو آهي.

सदसत् ॥ वै० । ६ । १ । २ ॥ **(٢) پرڌونس اڀاءُ :-**

[جو نهي ۽ نہ هي] جيڪو ٿي ڪري پوءِ نہ رهي، جئن دلو نهي، پوءِ نہ هي پري، تنهن کي (پرڌونس اَڀاءُ) " پوءِ - ناهہ " ڪوٺبو آهي.

सच्चासत् ॥ वै० । ६ । १ । ४ ॥ **(٣) انيو انياڀاءُ :-**

[ هجي ۽ نہ هجي ] جو هجي بہ ۽ نہ بہ هجي، جئن هيءُ گهوڙو گانءِ نہ آهي ۽ گانءِ گهوڙو نہ

آهي يعني گهوڙي ۾ ڳانءِ جو ۽ ڳانءِ ۾ گهوڙي جو اڀاءُ آهي، پر ڳانءِ ۾ ڳانءِ پڻو ۽ گهوڙي ۾ گهوڙي پڻو آهن. انهيءَ کي (انيو انيا ڀاو) ”هڪ ٻئي جي - ناهه“ ڪوٺيندا آهن.

यच्चान्यदसदतस्तदसत् ॥ वै० । ६ । १ । ५ ॥ (۴) اتيئنت اڀاءُ:-

[مٿين ٽنهي ڪان ڀن ناهه] جا مٿين ٽنهي ڪان ڀن 'ناهه' آهي، تنهنکي (اتينت اڀاءُ) ”اتي-ناهه“ ڪري چوندا آهن؛ جئن ماڻهوءَ جا سڱ، آڪاش جا گل، سنڍ زال جو پٽ وغيره.

नास्ति घटो गेह इति सतो घटस्य गेहसंसर्ग प्रतिषेध: ॥ वै० । ६ । १ । १० ॥ (۵) سنسرگ اڀاءُ:-

گهر ۾ گهڙو ڪونهي اَرٿات ٻئي هنڌ آهي. گهر سان گهڙي جو لاڳاپو ڪونهي. هنن پنجن کي اڀاو [ناهه] ڪوٺبو آهي.

इंद्रियदोषात्संस्कारदोषाच्चाविद्या ॥ वै० । ६ । २ । १० ॥ **اوديا جي اُتپتي:-**

اندرين ۽ سنسڪارن جي دوشن ڪري اُتپن ٿيندي آهي.

तदुष्टज्ञानम् ॥ वै० । ६ । २ । ११ ॥ **اوديا:-**

جو دشت اَرٿات اُلٽو گيان آهي، تنهنکي ”اَوديا“ ڪوٺبو آهي.

अदुष्टविद्या ॥ वै० । ६ । २ । १२ ॥ **وديا:-**

جو ادشت [نيڪ گيان] آهي تنهنکي ”وديا“ ڪوٺبو آهي.

पृथिव्यादिरूपरसगन्धपर्शा द्रव्या नित्यत्वादनित्याश्च ॥ वै० । ७ । १ । २ ॥

एतेन नित्येषु नित्यत्वमुक्तम् ॥ वै० । ७ । १ । २ ॥

جيڪي* ٿلهي پرٿوي وغيره پدارٿ آهن ۽ منجهن جيڪي رُوپ، رس، گنڌ، سپرش گڻ آهن، اُهي سڀ دروين جي اَنتيه هئڻ ڪري اَنتيه آهن ۽ جيڪي اُنهيءَ ڪري ڪارڻ رُوپ پرٿوي وغيره نتيه دروين ۾ گنڌ وغيره گڻ آهن، سي نتيه آهن.

सहकारणवन्नित्यम् ॥ वै० ॥ ४ । १ । १ ॥ **نتيه انتيه جا ڪي چنھ:-**

[جنهنجو ڪو ڪارڻ نه هجي، سو نتيه آهي] جيڪو موجود هجي ۽ جنهنجو ڪو به ڪارڻ نه هجي، سو نتيه آهي. اَرٿات ” सत्कारणवदनित्म् “ جنجو ٻيو ڪارڻ آهي، پاڻ ڪاريه آهن، سي اَنتيه سڏجن ۾ ايندا آهن.

अस्येद कार्य कारणं संयोगि विरोधि समवायि चेति लैङ्गिकम् ॥ वै० । ६ । २ । १ ॥

هنجو هيءُ ڪاريه يا ڪارڻ آهي اِلياديءِ سموايي سنيوڳي، ايڪارٿ سموايي ۽ ورودي اُهي چئن پرڪارن جا لنگي يا نشانين مان انومان ڪيل گيان جا نمونا آهن. (۱) سموايي [ڪارڻ مان ڪاريه] جئن آڪاش پريماڻ وارو آهي. (۲) سنيوڳي ”ميلاپي“ جئن شرير کل وارو آهي اِليادي‌ءَ جو نت ميلاپ رهي ٿو. (۳) ايڪارٿ سموايي ”هڪ اَرٿ ۾ ٻن جو رهڻ“ جئن

* جيڪا اِستول پرٿوي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا ٿلهي آهي ۽ اَنتيه آهي. منجهس رُوپ رس، وغيره گڻ جيڪي آهن، سي به اَنتيه آهن، پر جيڪو ٻج پرٿوي تت آهي، سو سوڪشم آهي، جنهن ۾ ميل ملاوٽ ڪانه آهي، ۽ جنهنجو سڄو پڇو گڻ رڳو گنڌ آهي، سو پاڻ به نتيه ۽ سندس گڻ به نتيه آهي

ڪاري روُپ سپرش ڪاري جو نشان (جاڻڻ وارو) آهي. (۴) وروڌي "اَبتڙ" جئن تيل برسات، تيندڙ برسات جو وروڌي لنگ "نشان" آهي.

**وياپتي**:- नियतधर्मसाहित्यमुभयोरेकतरस्य वा व्याप्तिः ॥ निजशक्त्युद्भवमित्याचार्याः ॥ आधेयशक्तियोग इति पञ्चशिखः ॥ सांख्यसूत्र ॥ (अ० ५ । २९ । ३१ । ३२ ॥)

ساڌن [جنهن سان سڌ ڪجي] ۽ ساڌيہ [سڌ ڪرڻ واري وستو] جنهن ٻنهي ۾ نشچت لاڳاپو آهي، جي ٻئي سدا هڪ ٻئي سان گڏ رهندا آهن يا انهن مان هڪ سدائين ٻئي سان گڏ رهندو آهي، تنهن وچ جيڪو لاڳاپو آهي، تنهن کي "وياپتي" چوندا آهن. جئن دونهون اگنيءَ سان گڏ رهندو آهي. (۲۹) ۽ دونهون جو ڦهلجڻ واري شيءِ آهي، سو پنهنجي نج شڪتيءَ سان بہ اُڀون تيندو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، يعني جڏهن پري ٻئي هنڌ ويندو آهي، تڏهن اگنيءَ جي ميلاپ بنا بہ پاڻ رهندو آهي. اُنهيءَ جو نالو وياپتي آهي، ڇاڪاڻ تہ اگنيءَ جي ڇيرڻ ڦاڙڻ جي شڪتيءَ دوارا پاڻي وغيره جا تت دونهين جو روُپ ڌارڻ ڪن ٿا. (۳۱) * مهاتت [بڌي] ۾ پرڪرتيءَ جي وياپڪتا ۽ بڌيءَ وغيره جي وراهجي وڃڻ واري گڻ جو نالو بہ وياپتي آهي. جهڙيءَ ريت شڪتي، آسرو رکندڙ، ۽ شڪتيءَ مان انجو آسرو، تنجو پاڻ ۾ سنبنڌ آهي. (۳۲) اهڙن شاسترن جي پرماڻن سان جاچ ڪري پڙهڻ ۽ پاڙهڻ گهرجي. انيءَ ريت وديارٿين کي سچو گيان ڪونہ ٿي سگهندو. جنهن بہ پستڪ کي پاڙهين، تنهنجي متي چيل ريتيءَ سان جاچ ڪري، جيڪي سچ سڌ ٿئي اهو پستڪ پاڙهين ۽ جيڪو جيڪو متين پريکشائن ۾ پورو نہ اُتري، تنهنکي نہ پاڙهين ڇاڪاڻ تہ-

"لکشڻ" "लक्षणप्रमाणाभ्यां वस्तुसिद्धिः" جهڙيءَ ريت گنڌولي پرٿوي [جيڪا بہ پرٿوي هوندي، تنهن ۾ گنڌ هوندي]. اهڙن لکشڻن ۽ پريکش آدي پرماڻن سان سڀ سچ، ڪوڙ ۽ پدارٿن جو نرنئہ ڪبو آهي. انهن کانسواءِ ڪجھ بہ ڪونہ ٿيندو آهي.

## [ هاڻي پڙهڻ ۽ پاڙهڻ جي ريتيءَ جو ورڻن ڪجي ٿو ]

پهريائين پاڻنيءَ منيءَ جي ٺاهيل "شڪشا" جا سوترن ۾ آهي، تنهنجي [ سيکارڻ جو ] نمونو. ارٿات هن اکر جو هيءُ استان [ جاءِ ]، هيءُ پريتن ۽ هيءُ ڪرن سان ڳالهائبو آهي، جئن اکر "پ" جو استان چپ آهن، سندن پريتن سپشت [پورو صاف] جيڀ ۽ پراڻ نالي هوا جي چرپر سندس ڪرن آهي.

اهڙيءَ ريت ماءُ پيءُ ۽ اُڌياپڪ ليڪ ليڪ ٻارن کي سڀني اکرن جو اُچار ڪرڻ سيکارين. تنهن کانپوءِ وياڪرڻ (حرف نحو) پهريائين اشٽاڌيائيءَ جي سوترن جو پاٺ جهڙيءَ ريت "वृद्धिरादैच" پوءِ وري [انهن پدن جو] پوءِ سندن پرڇيد، جهڙيءَ ريت "वृद्धिः, आत्, एच् वा आदैच्"

* پرڪرتي سڀني شين ۾ سوڪشم آهي. پرڪرتي ٻج آهي، جنهن مان سمورو سنسار استول ۽ سوڪشم پيدا ٿئي ٿو. پرڪرتيءَ مان پهرين پيدا ٿيندو آهي مها تت، يعني پرڪرتي مها تت ۾ وياپڪ آهي، مها تت پرڪرتيءَ کان ورايل آهي. مها تت کانپوءِ پيدا ٿيندو آهي اهنڪار [مانُ]، تنهنڪري مها تت اهنڪار ۾ وياپڪ آهي ۽ اهنڪار ورايل آهي مها تت کان.

سماس [سندس ملائي ڏيکارڻ] جهڙيءَ ريت 'आच्च+ऐच्च=आदैच' پوءِ سعدن أرٿ جئن "आदैचां वृद्धिसंज्ञा क्रियते" يعني आ [آ]، ऐ [اِيَ] ۽ औ ❊ [اَوُ] جو نالو "ورڌي" ("त: परोयस्मात्स तपरस्तादपि परस्तपर:") جنهن ڪانپوءِ "ت" اچي يا جيڪو "ت" ڪانپوءِ اچي، تنهنکي "تپر" چوندا آهن. اِنهيءَ مان ڇا سڌ ٿيو؟ آڪار ڪانپوءِ "ت" آهي، "ت" ڪانپوءِ "ائچ" [ايءِ ۽ اؤ] اِهي ٻئي "تپر" آهن. انهيءَ "تپر" جو پريوجن اهو آهي ته هرسو [ننڍي] ۽ پلت [تمام وڏي] جو نالو "ورڌي" ڪونه ٿيندو آهي.

جيئن भाग: [ڀاڳه] شبد 'भज्' [ڀڄ] ڌاتوءَ سان 'घञ्' [گهڃ] پڇاڙيءَ [لڳائي سندس] 'घ' [گهه] ۽ 'ञ' [ڃ] الي سنگيا هيٺ ڪري گم ٿي ويا آهن، پوءِ رهيو 'अ'+भज् [ڀڄ+اَ] 'ज' [ج] ڪان اڳ ۽ 'भ' [ڀ] ڪانپوءِ جيڪو 'अ' [اَ] آهي، تنهنجي ورڌي سنگيا ٿي پيئي يعني 'अ' [اَ] مان مٽجي 'आ' [آ] ٿي پيئي ۽ 'ज' [ج] بدلجي 'ग' [گ] ٿيو، 'ग' [گ] ۾ 'अ' [اَ] ملي ويو ۽ ليٽ وڃي 'भाग:' [ڀاڳ] شبد ٺهيو.

अध्याय: [اَڌيايه] هتي 'इङ्' [اِڱ] ڌاتوءَ جي اڳيان 'अधी' [اَڌي] آيو آهي ۽ 'घञ्' [گهڃ] پڇاڙيءَ لڳائڻ ڪري ننڍي 'इ' [اِ] ورڌيءَ جو روپ ڌاري 'ऐ' [ايءِ] ٿي آهي ۽ پوءِ 'ऐ' [اَيءِ] مان ٿيو 'आय' [آيه] ليٽ ٿيو 'अध्याय:' [اڌيايه]. 'नायक:' [نائڪه] هتي 'नीञ्' [نيڃ] ڌاتوءَ سان 'ण्वुल्' [ڻوُل] پڇاڙيءَ لڳائڻ ڪري 'ई' [اِي] بدلجي ورڌيءَ جو روپ ڌارڻ ڪري ٿي، 'ऐ' [اِيءِ] وري ٿئي ٿي 'आय' [آيه] ليٽ ٿئي ٿو 'नायक:' [نائڪه]. 'स्तावक:' [ستاوڪه] هتي 'स्तु' [ستو] ڌاتوءَ سان 'ण्वुल्' [ڻوُل] پڇاڙي لڳي ننڍو 'उ' [اُ] ٿري ٿئي ٿو، ورڌي روپ 'औ' [اوُ] جنهنجي جاءِ تي اچي ٿو 'आव्' [آو] ساڳس 'अक' [اَڪ] ملي ٿيو "स्तावक:" [ستاوڪه]. 'कृञ्' [ڪرڃ] ڌاتوءَ جي پنيان 'ण्वुल्' [ڻوُل] پڇاڙيءَ جي 'ल्' [ل] جو اَئي، سنگيا هيٺ سبب لوپ ٿئي ٿو ۽ 'वु' [وُ] جي بدلي 'अक' [اَڪ] اچي ٿو ۽ 'ऋ' [ري] جي بدران سندس ورڌي 'आर्' [آر] ٿي 'कारक:' [ڪارڪ] ٺهي ٿو.

❊ آ ۽ ايءِ ته سوئر ۾ سپشٽ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سوال ٿيندو ته اَؤ ڪٿان آيو. اَؤ ऐच ۾ اچي وڃي ٿو. سنسڪرت وياڪرڻ جي مٿي ۾ ٥ سوئر آهن، اُنهن سوئرن ۾ ساري آليوبيٽا [اَلف بي] هڪ وچتر نموني ۾ ڏنل آهي ۽ اُنهن سوئرن مان "جوڙ" ٺاهيندا آهن. اُنهن جوڙن جو نالو ٻن اکرن مان ٺهندو آهي، اُنهن ٻن اَکرن جي وچ ۾ جيڪي به اَکر اُنهن پندرهن سوئرن ۾ اچي ويندا آهن، سي سڀ پرتيهار ۾ ليکيا ويندا. جئن ته हल् [هل] پرتيهار ۾ سڀ حرف صحيح اچي وڃن ٿا. अच् [اچ] پرتيهار ۾ سڀ حرف علت اچي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح एच् [اَيڇ] ۾ اَؤ به اچي وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته سوئر آهي ऐ औच् [ايءِ اؤچ].

سنسڪرت ۾ سوَر [حرف علت] ٽن پرڪارن جا ٿيندا آهن- هڪڙن کي چوندا آهن هرسوَ [ننڍا] يعني اُهي جنجو اُچار نبض جي هڪ چال ۾ ٿئي، ٻيا ديرگهه [وڏا] جنجو اُچار مٿين کان ٻيڻو وقت وٺي ۽ ٽيان پلت [تمام وڏا] جنجو اُچار ٽيڻو وقت وٺي، अ اَ هرسو آهي، आ آ ديرگهه آهي، ३ आ آ آ آ پلت آهي. इ اِ هرسو، ई ديرگهه ۽ ३ اِ اِ اِ پلت.

جيڪي جيڪي سوتر اڳئين يا پوئين ڦير ڦار ۾ لڳن، تنجو سمورو ڪم سيکاريو وڃي ۽ سليٽ يا ڪاٺ جي پٽيءَ تي شبد جو ڀريون [ڪچو] روپ ڪڍي [جيڪا جيڪا ڦير ڦار ڪرڻ ۾ اچي سا] ڏيکاري وڃي جئن ”भज् + घञ + सु“ [ڀڄ + گهڃ + س]. اهڙيءَ ريت لکي ڀرين 'घ्' [گهہ] ۽ پوءِ 'ञ' [ڃ] جي لوپ ٿيڻ ڪري رهيو ”भज् + अ + सु“ [ڀڄ + اَ + س] پوءِ [پ ۾ پيل] 'अ' [اَ] جي ورڌي 'आ' [آ] ٿي ۽ 'ज' [ج] بدلجي 'ग' [گ] ٿيو، انهيءَ ڪري ٿيو ” भाग + सु “ [ڀاڳ + اَ + س] پوءِ 'अ' [اَ] جي ميلاپ ڪري ٿيو ” भाग + सु “ [ڀاڳ + س] هاڻي 'उ' [س ۾ پيل اُ] گم ٿي ويو ۽ 'स्' [س] جي جاءِ تي آيو 'रु' [رُ] وري 'उ' [اُ] ٿيو گم ۽ رهيو 'भागर' [ڀاڳر] هاڻي وري 'र' [ر] جي جاءِ تي آيو ':' [وسرگ] پوءِ 'भाग:' [ڀاڳہ] روپ ٿيو. جنهن جنهن سوتر دوارا جيڪو جيڪو ڪم ٿئي ٿو، سو پڙهي پاڙهي ۽ لکائي ڪم ۾ آڻائي ڏيکارجي. اهڙيءَ ريت پڙهڻ پاڙهڻ ڪري تمام جلد پڪي ڄاڻ ٿيندي.

**ڌاتو سيکارڻ:-** هڪ واريءَ اهڙيءَ ريت اشٽاڌيائي سيکاري ڌاتو پاٺ* ارٿ سوڌ و ۽ ڏهہ □”لڪار“ جا روپ ۽ سندس پرڪريائون سيکارڻ گهرجن. پوءِ اتسرگ سوتر (سامانيہ سوتر) اُهي سوتر جي وياپي هجن. جئن 'कर्मण्यण' جتي ڌاتوءَ کان اڳ ڪرم اچي ته ڌاتن جي پنيان 'अण्' (اڻ) پڇاڙي لڳائي ويندي آهي جئن कुम्भकार: (ڪمڀ ڪارهہ).

**نيارا سوتر:-** تنهن کانپوءِ اپواد يا نيارا سوتر [اُهي سوتر جي وياپي سوترن جي نيم کان نيارا هجن] جئن- आतोऽनुपसर्गेक: جتي ڌاتوءَ جي اڳيان ”ڪرم“ هجي پر سندس اڳيان △اُپسرگ نه هجي ته پڇاڙيءَ ۾ 'आ' [آ] هجي ته ڌاتوءَ سان 'क' [ڪ] پڇاڙي لڳائڻ گهرجي. جتي به ڌاتوءَ جي اڳيان ڪرم اچي تو اُتي ڌاتوءَ سان 'अण्' [اڻ] تو لڳي، انهيءَ مان خاص يعني انهيءَ پهرئين سوتر جي وشيہ [جملہ] مان ٿورين حالتن ۾ جتي ڌاتو جي انت ۾ 'आ' [آ] اچي تــو اُتي 'अण्' [اڻ] جي جاءِ 'क' [ڪ] پڇاڙي ونـي ٿي. جئن اتسرگ يا وياپي سوتر جي جاءِ تي اپواد نيارو سوتر اچي ٿو، تئن نياري سوتر جي جاءِ تي وياپي سوتر نٿو اچي سگهي. جئن چڪرورتي راجا جي راڄ ۾ نديا راجا [منڊلن يا ننڍن راڄن جا] ۽ جاگيردار اچي وڃن ٿا. تئن ننڍن راڄن جي راڄ اندر چڪرورتي راجا ڪون ٿيندو آهي، اهڙيءَ ريت مهارشي پاڻنيءَ ⁂ هڪ هزار شلوڪن ۾ شبد، شبد جي ارٿ ۽ بنهي جي لاڳاپي جي سموري ودبا ورنن ڪئي آهي.

---

*اهو گرنٿ يا ڪتاب جنهن ۾ ڌاتو يعني مصدرون ڏنل آهن. سوامي ديانند جي ويدانگ پرڪاش جو هڪ حصو ڌاتو پاٺ آهي.

□ اُنهن ڏهن ڪالن جو ڀريون اکر ”ل“ آهي جئن لٽ، لٽ، لوٽ وغيره.

△ اُپسرگ اُهي اکر آهن، جي نشانين طور ڌاتن جي اڳيان ڪم آڻيندا آهن ۽ اهڙيءَ ريت سندن ارٿ بدلائيندا آهن. جئن 'نين' جي اڳيان ”آ“ اُپسرگ وجهڻ سان نهي تــو 'آنين' = آڻڻ. هت معنيٰ بلڪل اُلٽي ٿي پيئي.

⁂ پاڻنيءَ جا ۴۰۰۷ سوتر ملن ٿا. اهي هزار سلوڪ ڪونہ ٿا ملن. جيڪڏهن ملن ته جيڪر پاڻنيءَ جو سمجهڻ سولو ٿي پوي.
درگا پرساد

**سنسڪرت ڀاشا:-** ڌاتو پاٺ ڪاڻپوءِ اُڻادي ✽گڻن جي پڙهائڻ ۾ سمورُ ري ٽيري ڏيڻ جي وشيه چڱيءَ ريت پاڙهي ورِي ٻيهر اشٽاڌ يائيءَ جو سواڌ يايہ ڪرائي، جنهن ۾ شڪ ۽ سندن جواب ● وارتڪ [ٽپڻيُون يا ڀاشيه]، ڪارڪا ⊞ [واڌارو] ۽ پري ڀاشا پرماڻن سميت پاڙهجي. تنهن ڪاڻپوءِ "مهاڀاشيه" جيڪڏهن سمجهو، پرشارٿي، سچار، ودّيا جو واڌارو چاهيندڙ، نت پڙهڻ پاڙهڻ وارا هوندا تہ ڏيڍ ورهيہ ۾ اشٽاڌ يائي ۽ ڏيڍ ورهيہ ۾ مهاڀاشيہ پڙهي ٽن ورهين ۾ وياڪرڻ جو پورو ڄاڻُو ٿي ويد جي وهنوارڪ شبد کي وياڪرڻ سان سمجهي ٻين شاسترن کي جلد ئي سهنجائيءَ سان پڙهي پڙهائي سگهندا. پر جيترو گهڻو پرشارٿ وياڪرڻ پڙهڻ ۾ ٿيندو آهي، اوترو ٻئي شاستر جي پڙهڻ ۾ ڪونہ ڪرڻو پوندو آهي؛ ۽ جيترو گيان هنن جي پڙهڻ سان ٽن ورهين ۾ ٿيندو آهي، اوترو ٻون گرنٿن اُرٿات سارسوت، چندرڪا، ڪومديِ، منورما وغيره جي پڙهڻ مان پنجاه ورهين ۾ بہ ڪونہ ٿي سگهندو. ڇاڪاڻ تہ جهڙي مهان وشيہ مهارشي، مهاتما لوڪن پنهنجن گرنٿن ۾ سهنجائيءَ سان ورنن ڪئي آهي، تهڙي هنن ٿوري گيان وارن ماڻهن جي بناوٽي گرنٿن ۾ ڪيئن اچي سگهندي؟ مهارشي لوڪن جو گيان جيترو ٿي سگهي اوترو سولو هوندو آهي، جنهنڪي سمجهڻ ۾ گهٽ وقت لڳي؛ ۽ ٿوري گيان وارن جي اِڇا ٿيندي آهي تہ جيترو ٿي سگهي اوترو ڏکي رچنا ڪجي، جنهن کي ڏکيائيءَ سان پڙهي ٿورو لاڀ حاصل ٿئي؛ جئن پهاڙ جو کوٽڻ ۽ ڪوڏيءَ جو لاڀ ليڻ. رشي گرنٿن جو پڙهڻ اِئين آهي جئن هڪ ٽٻي هڻڻ ۽ اَملهہ ماڻڪ هٿ ڪرڻ.

**ڪوش:-** وياڪرڻ پڙهي ياسڪ منيءَ جو بڻايل "نگهنٽ" ۽ "نرڪت" ڇهن يا اَٺن مهنن ۾ اَرٿ سميت پڙهن ۽ پاڙهين. ٻين ناستڪن جي ٺاهيل اَمر ڪوش وغيره ۾ وَئرٿ اَنيڪ

---

✽ گڻ چئبو آهي ميڙ کي 'گڻ پاٺ' اُنهيءَ گرنٿ جو نالو آهي، جنهن ۾ سيني ڌاتن کي جدا جدا نمُونن ۾ ورهايو ويو آهي. جن جن ڌاتن سان ساڳيا روُپن ٺاهڻ جا سڌانت لڳن ٿا، تن سيني کي هڪ وياڳه ۾ وڌو ويو آهي. هر وياڳه جو نالو پهرئين ڌاتوءَ جي نالي مان ٺاهيو ويو آهي، جهڙيءَ ريت "ڀو آديِ گڻ" "اد آدي گڻ" وغيره.

"اُڻادي پاٺ" وياڪرڻ جو هڪ ٻيو ڀاڱو آهي. اُهي شبد جيڪي ساڌارڻ ريت اِئين سمجهيا ويندا آهن تہ اُهي ڌاتن مان نڪتل ڪونہ آهن. اُنهن جي مدد ۽ سڌانتن جو ورنن اِنهيءَ گرنٿ ۾ آهي.

● وارتڪ جو سنسڪرت وارن هن ريت ورڻن ڪيو آهي:-

جيڪڏهن ڪنهن سڌانت ۾ ڪا ڳالهہ ڇوڙ رهجي وڃي هجي يا پوريءَ ريت چيل نہ هجي، تنهن ڳالهہ جي پورت ڪرڻ لاءِ ٻيو سڌانت پاڻيني منيءَ جي سوترن لي جيڪي ڪاليانن رشيءَ واڌوُ سڌانت ٺاهيا آهن، تنکي وارتڪ ڪوٺيندا آهن. उक्तानुक्तदुरुक्तार्थव्यक्ति कारितु वार्तिकम्

⊞ ڪارڪا اُنهيءَ شلوڪ کي ڪوٺبو آهي، جنهن ۾ وياڪرڻ فيلسوفي يا سائنس جي وشيہ هجي ۽ يادگيري ڏيارڻ لاءِ ڪارگر هجي. وياڪرڻ لي گهڻيون ئي ڪارڪائون لکيل آهن. هڪڙي مهاراجا ڀرٿرهريءَ جي بہ ٺاهيل آهي.

ورهيه نه وڃائين. پوءِ پنگل آچاريه جو ٺاهيل ڇند گرنٿ [علم عروض] پڙهن، جنهنڪري ويدن جي ڇالو ڇندن جي ڄاڻ، نئين رچنا ۽ شلوڪن ٺاهڻ جي ريتي به ٺيڪ ٺيڪ سکن. هي گرنٿ ۽ شلوڪن ٺاهڻ جي ريتي ۽ سندن ٭ 'پرستار' جا نيم به ڇئن مهنن اندر سکن ۽ ٿوريءَ سمجهه وارن جي ٺاهيل هتراڌو ورت رتناڪر وغيره گرنٿن ۾ انيڪ ورهيه نه وڃائين. پوءِ منوسمرتي، والميڪي راماڻ ۽ مهاڀارت جي اُديوگ پرو ۾ آيل وِدر نيتي وغيره چڱيون چڱيون وشيون جن جي ڪري گندييون واسنائون هٽي ڇڏائي ۽ سڀڻائي پراپت ٿئي، انهن کي اهڙيءَ ريت پڙهجي، جئن ڪوتائون پڙهبيون آهن. پهريائين پدن جو ڇيد ڪرڻ، پوءِ شبدن جو ارٿ سمجهڻ، پديه (نظم) کي گديه (نثر) ۾ آڻڻ، ڳڻ ڳڻيءَ [صفت ۽ اسم] جو لاڳاپو ۽ تاتپريه کي اُڌ ياپڪ ڄاڻائين ۽ وديارٿي ڄاڻن. انهن کي هڪ ورهيه جي اندر پڙهي وٺن. پوءِ پورو ميمانسا، ويشيشڪ، نياية، يوگ، سانکيه، ويدانت ڇهه درشن پڙهجن. ۾ جيترو ٿي سگهي، اوترو يا ته رشين جي ٺاهيل ويا کيائن سان يا اُتم ودوانن جي ٺاهيل سولين ٽيڪائن سميت پڙهجي پاڙهجي. ۾ ويدانت سوترن جي پڙهڻ کان اڳ ڏهه اپنشد ارٿات ايش، ڪين، ڪٺ، پرشن، منڊڪ، مانڊوڪيه، ائتريه، تئتريه، ڇاندوگيه، برهدارڻيڪ پڙهي، ڇهه شاستر ڀاشيه ۽ ورتيءَ سميت ٻن سالن ۾ پاڙهين ۽ پڙهي وٺن. پوءِ ڇهن ورهين جي اندر ڇئني براهمڻ ائتريه، شتپت، سام ۽ گوپٿ سوڌو ڇئن ويدن کي سرن، شبدن، ارٿن، لاڳاپن ۽ اڀياس سوڌو پڙهڻ ڄڻائي. اهو پرماڻ –

स्थाणुरयं भारहार: किलाभूदधीत्य वेदं न विजानाति योऽर्थम् ।
योऽर्थज्ञ इत्सकलं भद्रमश्नुते नाकमेति ज्ञानविधूतपाप्मा ॥ (निरुक्त १ । १८)

هي منتر نرڪت ۾ آيل آهي. جيڪو ويد جو رڳو سر ۽ پاٺ پڙهي، ارٿ نٿو سمجهي، سو بار کڻندڙ آهي، جئن "وڻ" ٽاريون، ڦل، ڦول ۽ ٻيا پشو ان آديءَ بار کڻندا آهن. جيڪو ويد پڙهي تو ۽ انجو ٺيڪ ارٿ ڄاڻي ٿو، سوئي سمپوري سک کي پائي، گيان دوارا پاپن کي ڇڏي پوتر ڌرم جي مارگ کي پائي مرڻ کانپوءِ سرو آنند کي پراپت ڪري ٿو.

उत त्व: पश्यन्न ददर्श वाचमुतत्व शृण्वन्न शृणोत्येनाम ।
उतो त्वस्मै तन्वं विसस्रे जायेव पत्य उशती सुवासा: ॥ ऋ० ॥ म० १० । स० ७१ । म० ४ ॥

جيڪي اڻ پڙهيل آهن، سي ٻڌندي نٿا ٻڌن، ڏسندي نٿا ڏسن، ڳالهائيندي نٿا ڳالهائين ارٿات اڻ پڙهيل هن وديا واڻيءَ جي رهسيه کي نٿا ڄاڻي سگهن؛ پر جيڪي، شبدن جي ارٿ ۽ سندن هڪ ٻئي سان لاڳاپي ڄاڻڻ وارا آهن، انهن لاءِ وديا پنهنجي سوروپ جو پرڪاش ائين ڪندي آهي، جئن سندر وڳا ۽ ڳهه پهريل استري پتيءَ جي چاهنا رکندي پنهنجي پتيءَ جي اڳيان پنهنجي شرير ۽ سوروپ جو پرڪاش ڪندي آهي.

ऋचो अक्षरे परमे व्योमन् यस्मिन्देवा अधिविश्वे निषेदु: ।
यस्तन्न वेद किमृचा करिष्यति य इत्तद्विदुस्त इमे समासते ॥ ऋ० ॥ म० १ । स० १६४ । म० ३९ ॥

٭ 'پرستار' جنهنکي سنسڪرت ۾ پرستار، پارسيءَ ۾ تقطيع ۽ انگريزيءَ ۾ Scanning چوندا آهن. شلوڪ پڙهي اُن جا جدا جدا پاد ڪرڻ ۽ سُر لهڻ.

جنهن وياپڪ، اَبناشي، سڀڪان مهان پرميشور ۾ سڀ ودوان ۽ پرٿوي سوُرج آدي سڀ لوڪ بيٺل آهن، جنهنکي سڃاڻڻ سڀني ويدن جو مکيه اُديش آهي، اُنهيءَ برهم جي جنهن کي ڄاڻي نه آهي، سو رگويد آدي مان ڪهڙو سک پراپت ڪري سگهندو؟ بلڪل نه. پر جيڪي ويد پڙهي، ڌرماتما يوڳي ٿي اُنهيءَ برهم کي ڄاڻن ٿا، سي سڀ اُنهيءَ پرميشور ۾ استٿ ٿي مڪتيءَ جو پرمانند پراپت ڪن ٿا. تنهنڪري جيڪي ٻه پڙهجي يا پاڙهجي، سو اَرٿ گيان سوڌو هئڻ گهرجي. اهڙيءَ ريت سڀني ويدن کي پڙهي **"آيرويد"** ارٿات رشين منين جا ٺاهيل چرڪ سشرت آدي جيڪي ويد ودنيا جا گرنٿ آهن، تنکي چئن سالن ۾ اهڙيءَ ريت پڙهجي ۽ پاڙهجي جو سندن اَرٿ [اَڀياس]، شستر [اوزار]، چيرڦاڙ، ليپ [ملم پٽي]، چڪتسا [علاج]، ندان [بيماري سڃاڻڻ]، اوشڌي [دوائون]، شرير جي بناوٽ ديش ديش سميه سميه ۽ وستن جي گڻن جو گيان اچي وڃي. پوءِ **"ڌنروید"** [راڄ سنبنڌي ڪم] جي ٻن پرڪارن جا آهن؛ هڪ راڄ سنبنڌي ۽ ٻيو پرجا سان لاڳاپو رکندڙ. راڄ سنبنڌيءَ ۾ سينا جي بناوٽ، شستر اَستر ودنيا [تلوارون، بندوقون، تير ڪمان وغيره]. طرح طرح جي چڪرن [لشڪر جي بيهارڻ جا نمونا] جو اڀياس يعني جنهن کي اڄڪلهه 'قواعد' چوندا آهن. لڙائيءَ جي وقت دشمن سان جيڪا جدا جدا طريقن سان ڪيڏ ٽي پوندي آهي، تنهنکي پوريءَ ريت سمجهجي ۽ سکجي. پرجا جي پالڻ ۽ سندس اُنتيءَ ڪرڻ جو جيڪو نمونو آهي، سو سکي ساريءَ پرجا کي سکي رکن، گنهگارن کي پورو ڏنڊ ڏين ۽ چڱن ماڻهن جي رکشا ۽ پالن جو نمونو هر پرڪار سکن. هيءَ راڄ ودنيا ٻن ورهين ۾ سکي، اُن بعد **"گندرووید"** [ڳائڻ ودنيا] جنهن ۾ سُر، راڳ، راڳڻيون، سميه، تال، تان، باجا، ناچ، گيت وغيره ٺيڪ ٺيڪ سکن. پر خاص ڪري سام ويد جو ڳائڻ باڄن سازن سميت سکن ۽ نارد سنگهتا وغيره جيڪي رشين جا ٺهيل گرنٿ آهن، اُهي پڙهن، پر ميراثين ۽ ڪنجرين جا وشئي ۽ ويراڳين جا گڏهه جي هينگ جهڙا اجايا آلاپ ڪڏهن نه آلاپين. **"ارٿ ويد"** [شلپ ودنيا يا ڪاريگري، جنهنکي هنر ودنيا به ڪوٺبو آهي] اُنهيءَ کي پوريءَ ريت سکن. يعني پدارٿن [جي سڃاڻپ]، سندن گڻ، نيم. سندن ڪريا [اچال]، ڪلون، جدا جدا نمونن جي سامان جو ٺاهڻ، پرٿويءَ کان وٺي آڪاش تائين [سڀني شين] جي ڄاڻ پراپت ڪن ۽ ارٿ [ڌن ۽ پدارٿ] جي واڌاري واري ودنيا سکن.

**جوتش ۽ گڻت:-** ٻن سالن ۾ جوتش شاستر جهڙوڪ سورج سڌانت جنهن ۾ ٻيج گڻت [آلجبرا]، اَنگ گڻت [اَنگي حساب]، ڀوگول [ڌرتي نروار=جاگرافي]، کگول، [آڪاش نروار]، ڀوُ گربه ودنيا [زمين جي پيٽ جي ڄاڻ] اَچي وڃن ٿا، تنهنکي چڱيءَ ريت سکن. تنهنکان پوءِ [جوتش ودنيا سنبنڌي] هٿ جو ڪم ۽ ينترن ڪلائن کي ڪم ۾ آڻڻ سکن. پر اُهي گرنٿ جن ۾ گرهن، نکشترن [ستارن]، جنم پترين، راسين، مهورتن وغيره جي ڦلن جو ورنن آهي، تنکي ڪوڙو سمجهي ڪڏهن نه پڙهن ۽ نه پاڙهين. پڙهڻ ۽ پاڙهڻ وارا اهڙي ڪوشش ڪن، جيئن وڌهن يا ايڪيهن ورهين جي اندر ساري ودنيا ۽ اُتم شکشا پراپت

ڪري منش پنهنجي اڇائن کي پورو ڪري سدا آنند ۾ رهن. جيتري وديا هن ريت وٺهن يا اڪيهن ورهين ۾ اچي سگهي ٿي، اوتري ٻيءَ ريت سؤ ورهين ۾ به ڪانه اچي سگهندي. رشين جا گرنٿ انهيءَ ڪري پڙهبا آهن، جو هو وڏا ودوان، سڀني شاسترن جي ڄاڻڻ وارا ۽ ڌرماتما هئا. پر جيڪي رشي نه آهن ۽ جي ٿورو پڙهيل آهن، جنهجي آتما پڪشپات سان ڀريل آهي، تن جا ٺاهيل گرنٿ به اهڙائي [پڪشپات سان ڀريل] آهن.

**ڇهن درشنن جون ٽيڪائون:-** پورو ميمانسا تي وياس منيءَ جي وياکيا، ويشيشڪ تي گوتم منيءَ جي، نياءِ سوتر تي واتساين منيءَ جو ڀاشيه، پاتنجلي منيءَ جي ٺاهيل سوتر تي وياس منيءَ جو ڀاشيه، ڪپل منيءَ جي ٺاهيل سانکيه سوتر تي ڀاڳري منيءَ جو ڀاشيه، وياس منيءَ جي ٺاهيل ويدانت سوتر تي واتساين يا بوڌاين منيءَ جو ڀاشيه ورتين [ٽيڪين] سوڌو پڙهن ۽ پاڙهين. انهن سوترن جو ڪلپ واري انگ ۾ به ڳاڻاٽو ٿيندو آهي. جهڙيءَ ريت رگ، يجر، سام ۽ اٿرو چارئي وید ايشور جي واڻي آهن، تئن ائتريه، شتپٿ، سام ۽ گوپٿ چار ئي براهمڻ، شڪشا، ڪلپ، وياڪرڻ، نگهنٽو ۽ نرڪت، ڇند ۽ جوتش، اهي ويدن جا ڇهه انگ، ميمانسا وغيره ڇهه شاستر ويدن جا اُپانگ، آيروید، ڌنرويد، گانڌرووید ۽ ارٿ وید اهي چار ويدن جا اُپ وید وغيره سڀ رشين منين جا ٺهيل گرنٿ آهن. انهن ۾ جيڪي جيڪي وید ورڌ ڏسڻ ۾ اچي، سو ڇڏي ڏيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته وید ايشور جو ٺهيل هئڻ ڪري پنهنجو پاڻ آجو پنهنجو پرماڻ پاڻ ارٿات وید جو پرماڻ وید مان ئي ٿيندو آهي. برهمڻ وغيره سڀ گرنٿ پرتهه پرماڻ آهن ارٿات انهجو پرماڻ ويدن جي آڌين آهي. وید جي وڌيڪ وياکيا رگويد وغيره ڀاشيه ڀومڪا ۾ ڏسو ۽ هن گرنٿ ۾ به اڳتي هلي لکنداسين.

**نه پڙهڻ جوڳن گرنٿن جا نالا:-** هاڻي انهن گرنٿن جا ڪجهه نالا ڏجن ٿا، جي پڙهڻ جوڳا نه آهن ارٿات جن جن گرنٿن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا، سي سڀ جال [ڪوڙا] گرنٿ سمجهڻ گهرجن:-

١. وياڪرڻ ۾- ڪاتنتر، سارسوت، چندرڪا، مگدبوڌ، ڪومدي، شيکر، منورما وغيره.
٢. ڪوشن ۾- امرڪوش وغيره. ٣. ڇند گرنٿن ۾ ورت رتناڪر وغيره. ٤. شڪشا ۾- اٿو گرنٿ جنهن ۾ لکيل هجي ته مان پاڻنيءَ جي مٿي موجب شڪشا جو ورنن ڪندس وغيره.
٥. جوتش ۾- شيگهر بوڌ، مهورت، چنتامڻي وغيره. ٦. ڪوتائن ۾- ناٽڪا پيد، ڪوليانند، رگهوونش، ماگهه، ڪراتار جنيي وغيره. ٧. ميمانسا ۾- ڌرم سندو، ورتارڪ وغيره. ٨. ويشيشڪ ۾- ترڪ سنگرهه وغيره. ٩- نياءِ ۾ جاگديشي وغيره. ١٠- يوگ ۾- هٺ پرديپڪا وغيره. ١١. سانکيه ۾- سانکيه تتو ڪومدي وغيره. ١٢. ويدانت ۾- يوگ واسشٺ، پنچ دشي وغيره.
١٣. ويدڪ ۾- شارنگڌر وغيره. ١٤. سمرتين ۾- سواءِ منوسمرتيءَ جي ٻيون سڀ سمرتيون ۽ منوسمرتيءَ ۾ پوءِ ملايل شلوڪ. ١٥. سڀ تنتر گرنٿ، پراڻ، اُپ پراڻ، ڀاشا رامائڻ تلسيداس جو ٺاهيل، رڪمڻي منگل وغيره ۽ ٻيا سڀ ڀاشيه گرنٿ* ; اهي سڀ بناوٽي ۽ ڪوڙا گرنٿ آهن.

---

* ليکڪ جو وچار آهي ته اهي سڀ ڀاشا ۾ لکيل اَنيڪ گرنٿ جي مٿي ڏيکاريل ڪوڙن گرنٿن جي آڌار تي ٺهيل آهن.

**پرشن:-** ڇا، اُنهن گرنٿن ۾ ڪجهه به سچ ڪونهي؟

**اُتر:-** ٿورو سچ نه آهي، پر اُن سان گڏ گهڻو ڪوڙ آهي، تنهنڪري جئن چيو اُتن ته "विषसम्पृक्तान्नवत् त्याज्या" وڪه (زهر) سان گڏيل تمام سٺو طعام به تياڳ ڪرڻ يوگيه آهي، تئن هي گرنٿ به آهن.

**پرشن:-** ڇا، اوهين پراڻ اتهاس کي به ڪونه مڃيندا آهيو؟

**اُتر:-** هائو، مڃون ٿا، پر سچ کي مڃون ٿا، ڪوڙ کي نتا مڃون.

**پرشن:-** ڪهڙا سچا ۽ ڪهڙا ڪوڙ آهن؟

**اُتر:-** ब्राह्मणानीतिहासान् पुराणानि कल्पान् गाथा नाराशंसीरिति

(اکري ارٿ – براهمڻ گرنٿ، اِتهاس، پراڻ، ڪلپ، گاٿا ۽ ناراشنسي آهن) هي وچن گرهيه سوتر آديءَ جو آهي. جن ايترييه، شتپٿ آدي براهمڻن جو ورنن لکي آيا آهيون، اُنهن جا اِتهاس، پراڻ، ڪلپ، گاٿا ۽ ناراشنسي پنج نالا آهن. شريمد ڀاڳوت آدي نالو پراڻ نه آهن.

**پرشن:-** تياڳڻ يوڳه گرنٿن ۾ جيڪو سچ آهي، اُنکي ڇونه سويڪار ڪجي؟

**اُتر:-** جيڪي جيڪي اُنهن ۾ سچ آهي سو ويد آدي ستشاسترن جو آهي ۽ ڪوڙ سندن گهر جو آهي. ويد آدي ستشاسترن جي مڃڻ ۾ سموري سچائي سويڪار ٿي چڪي. جيڪڏهن ڪو اُنهن ڪوڙن گرنٿن مان سچ جو گرهڻ ڪرڻ چاهي ته ڪوڙ به سندس گلي ۾ چهٽي پوندو. انهيءَ ڪري असत्यमिश्रं सत्यदूरतस्त्याज्यमिति اَست سان ملايل گرنٿ جي سچ کي به اِئين ڇڏي ڏجي، جئن وڪه (زهر) سان گڏيل اَن کي.

**پرشن:-** اوهانجو مت ڪهڙو آهي؟

**اُتر:-** ويد اَرٿات جنهن جنهن (ڪم جي) ويد ۾ ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ جي شڪشا آهي، سو سو اسين برابر ڪرڻ ۽ ڇڏڻ مڃيندا آهيون. جنهنڪري اسين ويد کي مڃون ٿا. تنهنڪري اسانجو مت ويد آهي. اهڙيءَ ريت مڃي سڀني منشن، خاص ڪري آرين کي هڪ مت ٿي رهڻ کپي.

**پرشن:-** جئن هنن گرنٿن ۾ ست ۽ اَست ملايل آهي ۽ سندن هڪ ٻئي سان وروڌ آهي تئن هنن شاسترن ۾ به آهي، جئن سرشٽيءَ اُلپتيءَ جي سنبنڌ ۾ ڇهن شاسترن جو وروڌ آهي- ميمانسا ڪرم مان، ويشيشڪ ڪال کان نياءِ پرماڻن مان، يوگ پرشارٿ دوارا، سانکيه پرڪرتيءَ مان ۽ ويدانت برهم کان سرشٽيءَ جي اُلپتي مڃيندا آهن. ڇا هيءُ وروڌ ڪونهي؟

**اُتر:-** پهرياڻين ته سانکيه ۽ ويدانت کانسواءِ ٻين چئن شاسترن ۾ ڪليءَ ريت سرشٽيءَ جي اُلپتيءَ جو ورنن ڪونهي ۽ مجهن وروڌ به ڪونهي؛ اوهانکي اِها به خبر ڪانهي ته وروڌ ڇاکي چئجي! مان اوهانکان پڇان ٿو ته وروڌ ڪهڙي هنڌ ٿيندو آهي؟ ڇا هڪ ئي وشيه ۾ يا جدا جدا وشين ۾؟

**پرشن:-** هڪ وشيه لاءِ گهڻن جا جدا جدا رايا اچن، تنهنکي وروڌ چئبو آهي، هتي به سرشٽيءَ جي هڪ ئي وشيه آهي.

**اُتر:-** ڇا، وديا هڪ آهي يا گهڻيون؟ هڪ آهي. جيڪڏهن هڪ آهي ته وياڪرڻ،

71



جوتش، ولاچ ودیا وغيره جدا جدا وشيون ڇو آهن؟ جهڙيءَ ريت هڪ ئي وديا ۾ سعدس جدا جدا انگن جو هڪ ٻئي کان جدا جدا ورنن ٿيندو آهي، تئن ئي سرشٽي وديا جي جدا جدا ڇهن انگن جو شاسترن ۾ ورنن هئڻ ڪري منجهن ڪجهه به ورود ڪونهي. جئن گهڙي جي ٺاهڻ لاءِ ڪرم، سمیه، مٽي، وچار، گڏڻ ۽ جدا ڪرڻ جو پرشارٿ، پرڪرتيءَ جا گڻ ۽ ڪمهار ڪارڻ آهن، اهڙيءَ ريت سنسار جي رچنا ۾ جيڪو ڪرم ڪارڻ آهي، تنهنجي وياکيا ميمانسا ۾، سميه جو ورنن ويشيشڪ ۾، اپادان ڪارڻ [مادي سبب] جو ليڪ نياءَ ۾، پرشارٿ جي سمجهاڻي يوگ ۾ ۽ تتن ۽ منجهانئن هوريان سنسار جي ٻين پدارٿن جي ٿهڻ جو نرنئه سانکيه ۾ ۽ نمت ڪارڻ [علت فاعليءَ] پرميشور جي وياکيا ويدانت شاستر ۾ آهي. جئن ولاچ وديا ۾ روڳ جي سڃاڻپ، روڳ جو علاج، ڦڪين جو ورنن، دوائن جو ڏيڻ ۽ ڪريءَ جو ورنن جدا جدا ٿيل آهي؛ پر سڀني جو مٿو روڳ کي هٽائڻ جو آهي. اهڙيءَ ريت سرشٽي اُپتي جا ڇهه ڪارڻ آهن ۽ انهن مان هڪ هڪ ڪارڻ جو ورنن هڪ هڪ شاستر جي رچيندڙ ڪيو آهي، تنهنڪري هنن ۾ ڪجهه بہ ورود ڪونهي. هن ڳالهه جو وڌيڪ ورنن سرشٽيءَ واري پرڪرڻ ۾ ڪنداسين.

ودیا جي پڙهڻ ۽ پاڙهڻ ۾ جيڪي وگهن آهن، تن سڀني کي هٽائڻ گهرجي؛ جهڙيءَ ريت ڪسنگ اُرٿات دشٽ وشئي ماڻهن جي سنگت، ڪلچڻ جئن نشا پيئڻ ۽ وشيائن جو سنگ، لنڊپڻ جو وواهه اُرٿات پنجويهن ورهين کان اڳ پرش جو ۽ سورهن ورهين کان اڳ استريءَ جو وواهه ٿيڻ، پورو برهمچريه نہ رکڻ، راجا، ماتا پتا ۽ ودوانن جو ويد آدي ست شاسترن جي پرچار لاءِ پريم نہ رکڻ، گهڻو کائڻ، گهڻو جاڳڻ، پڙهڻ، پاڙهڻ، پريکشا وٺڻ ۽ ڏيڻ ۾ آلس ۽ ٺڳي ڪرڻ، وديا جو لاڀ سڀکان وڌيڪ نہ سمجهڻ، برهمچريه کي ٻل، ٻڌي، نروگتا، راڄ ۽ ڌن جي واڌاري جو ڪارڻ نہ سمجهڻ، ايشور جو ڌيان ڇڏي ٻين پٿر وغيره جڙ مورتين جو درشن ۽ پوڄا ۾ اجايو وقت وڃائڻ، ماتا، پتا، مهمان ۽ آچاريه ودوانن جي سچي مورتي مڃي سندن شيوا ۽ ستسنگ نہ ڪرڻ، ورڻ آشرم جي ڌرم کي ڇڏي * اورڌو پنڊري ✠ ترپنڊري آدي تلڪ لڳائڻ، ڪنٺي ۽ مالها پهرڻ، ڪيارس، تيرس آدي جا ورت رکڻ، ڪاشي آدي تيرٿن ۽ رام، ڪرشن، نارائڻ، شو، ڀڳوتي، گڻيش آدي جي نالي سمرڻ سان پاپ جي [ڦل جي] هٽڻ جو وشواس رکڻ، پاکنڊين جو اُپديش ٻڌي وديا ۾ شرڌا نہ رکڻ، وديا، ڌرم، يوگ ۽ پرميشور جي اُپاسنا ڇڏي ڪوڙن پراڻن، ڀاڳوت آديءَ جي ڪٿا دوارا مکتيءَ کي مڃڻ، لوڀ ۾ اچي ڌن آديءَ جي گڏ ڪرڻ ۾ ڀڳتي، وديا سان پريم نہ رکڻ، هيڏانهن هوڏانهن اجايو ڀٽڪندو رهڻ، اهڙيون ڪوڙن وهمن ۾ ڦاسي، برهمچريه ۽ وديا جي لاڀ کي نہ پائي، مورک ۽ روڳي بڻيا رهندا آهن.

اڄڪلهه جا متواديءَ ۽ سوارٿي برهمڻ آدي ٻين کي وديا، ستسنگ کان هٽائي، پنهنجي

* اورڌو پنڊري جي شڪل هن ريت ٿيندي آهي ‖ اهو تلڪ وشنو لوڪ ڏيندا آهن.
✠ ترپنڊري وري شو ۽ شڪتيءَ جا پوڄاري ڏيندا آهن، جا هن پرڪار جي ٿيندي آهي ☰

چار ۾ ڦاسائي، سندن ڌن، من ۽ تن ناس ڪري ڇڏيندا آهن ۽ سمجهندا آهن ته ڪشتري آدي ورڻ پڙهي ودوان ٿيندا ته اسانجي پاکنڊ جي جار مان ڇٽي، اسانجي ڇل ڪپٽ کي ڏسي اسانجو اپمان ڪندا. متين وگهن کي راجا ۽ پرجا هٽائي پنهنجن پٽن ۽ ڌيئن کي ودوان ڪرڻ جو تن، من ۽ ڌن سان يتن ڪن.

پرشن - ڇا استرين ۽ شودر به ويد پڙهن؟ جي هو پڙهندا ته اسين ڇا ڪنداسين؟ سندن پڙهڻ لاءِ ڪو پرماڻ به ڪونه آهي، پر هنڙيءَ ريت ڪنڊن آهي:- ॥ स्त्रीशूद्रौ नाधीयातामिति श्रुतेः استري ۽ شودر نه پڙهن. هيءَ شرتي آهي.

اُتر- سڀني استرين ۽ پرشن ارٿات منش ماتر کي ويد پڙهڻ جو اڌڪار آهي. هيءَ توهان جي شرتي ڪوڙي ۽ بناوٽي آهي. ڪنهن مڃڻ جهڙي گرنٿ ۾ ڪانه آهي. سڀني منشن کي ويد آدي شاستر پڙهڻ ۽ ٻڌڻ جي اڌڪار جو پرماڻ يجرويد جي ٢٦ ادياءَ جو منتر ٢ آهي:-

यथेमां वाचं कल्याणीमावदानि जनेभ्यः । ब्रह्मराजन्याभ्या ꣳ शूद्राय चार्याय च स्वाय चारणाय ॥

( यजु० अ० २६ । २ )

پرميشور چوي ٿو ته جئن مان سڀني منشن لاءِ هي ڪلياڻ ارٿات سنسار ۽ مڪتيءَ جي سک ڏيڻ واري رگويد آدي چئني ويدن جي وائيءَ جو اپديش ڪريان ٿو، تئن توهين به ڪندا ڪريو. هتي جيڪڏهن ڪوئي پرشن ڪري ته 'جن' شبد مان دوِجن جو ارٿ ڪيڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته سمرتين آدي گرنٿن ۾ براهمڻن، ڪترين ۽ وئشن کي ئي ويد پڙهڻ جو اڌڪار لکيل آهي، استري ۽ شودر آدي ورڻن کي نه؛ ته اتر ۾ چئبو ته ڏسو پرميشور پاڻ ٿو چوي ته مان برهمڻن، ڪشترين، وئشن، شودرن، پنهنجي نوڪرن ۽ استرين آدي ۽ اَتي شودرن لاءِ به ويدن جو پرڪاش ڪيو آهي، ارٿات سڀ منش ويدن کي پڙهي، پاڙهي ۽ ٻڌي ٻڌائي، وگيان کي وڌائي، چڱين ڳالهين کي سويڪار ڪري، برين ڳالهين کي ڇڏي، دکن کان ڇٽي آنند کي پراپت ڪن. ٻڌايو ته هاڻي توهانجي ڳالهه ٻڌون يا پرميشور جي؟ پرميشور جي ڳالهه اوس مڃجي. اِنهيءَ هوندي به جيڪو اِها ڳالهه نه مڃيندو، سو ناستڪ ڪوٺبو. ڇو ته "नास्तिकोवेदनिन्दकः" ويدن جو نندڪ ۽ نه مڃڻ وارو ناستڪ ڪوٺبو آهي. ڇا پرميشور شودرن جو ڀلو ڪونه گهرندو آهي؟ ڇا ايشور پکشپاتي آهي، جو ويدن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ جو شودرن لاءِ نشيڌ ڪيو اٿس ۽ دوِجن لاءِ آگيا ڏني اٿس؟ جيڪڏهن پرميشور جو اِهو مطلب هو ته شودر آدي نه پڙهن، نه ٻڌن ته پوءِ سندن جسم، شرير ۽ ڪن آدي اندرين ڇو پيدا ڪري ها؟ جئن پرميشور پرٿوي، جل، اگني، وايو، چنڊ، سورج ۽ ان آدي پدارٿ سڀني لاءِ ناهيا آهن، اهڙيءَ ريت ويدن جو پرڪاش به سڀني لاءِ ڪيو اٿس ۽ جتي جتي نشيڌ ٿيل آهي، اُتي اِهو مطلب آهي ته جنهنکي پڙهندي پاڙهيندي به نه اچي، اهو بي عقل [ٻڌيءَ بنا] ۽ مورک هئڻ ڪري شودر ڪوٺائيندو آهي ۽ سندس پڙهڻ پاڙهڻ اجايو آهي ۽ جو استرين کي پڙهڻ جو اوهين وروڌ ڪريو ٿا، اهو اوهانجي مورکتا، سوارٿ پڻي ۽ بي سمجهيءَ جو پرڀاءُ آهي. ڏسو ويدن ۾ ڪنيائن جي پڙهڻ جو پرماڻ-

ब्रह्मचर्य्येण कन्या युवानं विन्दते पतिम् ॥ (अथर्ववेद । कां ११ । २४ । ३ । १८)

جئن ڇوڪرا برهمچريه ورت پالي پورا ودوان ٿي، شڪشا پراپت ڪري جوان، ودّيا شيل پنهنجي سڀاءُ جي انوسار من گهرين، پرم پرين استرين سان وواھ ڪندا آهن؛ تئن ڪنيائون برهمچريه رکي، ويد آدي شاسترن کي پڙهي، پورڻ ودّيا ۽ اُتم شڪشا پائي، جوان ٿي، پوري جوين ۾ پاڻ جهڙن، پيارن، ودوانن، پوريءَ جوانيءَ کي پهتل پتين کي چونڊين. انهيءَ ڪري استرين کي به برهمچريه [پالڻ] ۽ ودّيا اوس گرهڻ ڪرڻ گهرجي.

**پرشن:-** ڇا استريون به ويد پڙهن؟

**اُتر:-** اوس. ڏسو شروت سوتر آديءَ ۾ [لکيل آهي ته] **इमं मंत्रं पत्नी पठेत** ॥ ارٿات استري يگيه ۾ هيءُ منتر پڙهي. جيڪڏهن ويد آدي شاسترن کي نه پڙهي هجي ته يگيه ۾ سُر سوڌو منترن جو اُچارڻ ۽ سنسڪرت ڀاشڻ ڪيئن ڪري سگهندي. ڀارتي استرين جو ڳهڻو گارگي آدي ويد ۽ شاسترن کي پڙهي پورڻ ودوان ٿيون هيون، هيءَ ڳالهه شتپٿ براهمڻ ۾ لکيل آهي. جيڪڏهن پرش هجي پڙهيل ۽ استري هجي اڻ پڙهيل يا پتني هجي ودوان ۽ پتي هجي مورک ته سدائين گهرن ۾ ديون ۽ اسرن واري يُڌ لڳل هوندي، پوءِ سک ڪٿان ايندو؟ انهيءَ ڪري جيڪڏهن استريون نه پڙهن ته ڪنيائن جي پاٺشالائن ۾ اڌياپڪائون ڪيئن ٿي سگهنديون؟ تهڙي طرح راج ڪاج گرهست آشرم جي ڪاروبار جو، راڄ ڪاج ۽ ڄڀ وانگر نياءُ ڪرڻ جو [آهي] ۽ پتيءَ جو استريءَ کي ۽ استريءَ جو پتيءَ کي پرسن رکڻ ۽ گهر جا سڀ ڪم استرين جي آڌين رهڻ، اهي ڪم بنا ودّيا پڙهڻ جي ڪڏهن به پوريءَ ريت ٿي ڪونه سگهندا. ڏسو آريه ورت جون راجپوت استريون، جي ڌنرويد ارٿات يُڌ ودّيا چڱيءَ ريت ڄاڻنديون هيون، جيڪڏهن نه ڄاڻنديون هجن ها ته [مثال طور] ڪيڪئي دشرٿ سان لڙائيءَ ۾ ڪيئن وڃي سگهي ها ۽ يُڌ ڪري سگهي ها؟ انهيءَ ڪري براهمڻي ۽ ڪشترياڻيءَ کي سڀ ودّيا، ويش جي استريءَ کي وهنوارڪ ودّيا ۽ شودرياڻيءَ کي رڌڻ پچائڻ آدي سيوا جي ودّيا اوس سکڻ گهرجي. جئن پرشن کي گهٽ ۾ گهٽ وياڪرڻ، ڌرم ۽ وهنوارڪ ودّيا اوس پڙهڻ گهرجي، تئن استرين کي به وياڪرڻ، ڌرم، ويديڪ [حڪمت]، گڻت [حساب] ۽ هنرن جي ودّيا ته اوس ئي سکڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته انهن جي سکڻ کانسواءِ سچ ڪوڙ جو نرنئه، پتي آديءَ سان نيڪ ورتاءُ، يوڳيه سنتان جي اُتپتي، انهن جو پالڻ پوشڻ ۽ چڱي سکيا ڏيڻ، گهر جي سڀني ڪمن کي جئن مناسب هجي تئن ڪرڻ ۽ ڪرائڻ، ويديڪ ودّيا انوسار ڪاڌو تيار ڪرڻ ۽ ڪرائڻ نه ڪري سگهنديون، جنهنڪري گهر ۾ ڪڏهن بيماري نه ٿئي ۽ سڀ ماڻهو سدائين آنند ۾ رهن. هنر ڄاڻڻ کانسواءِ گهر جو ٺهرائڻ، ڪپڙا لٽا ۽ ڳهه آدي ٺاهڻ ۽ ٺهرائڻ، گڻت ودّيا کانسواءِ حساب سمجهڻ ۽ سمجهائڻ، ويد آدي شاستر ودّيا کانسواءِ ايشور ۽ ڌرم کي نه ڄاڻي اڌرم کان ڪڏهن ڪين بچي سگهنديون.

انهيءَ ڪري اهي ئي ڌنيواد جا پاتر ۽ ڪرتڪرتيه ٿيا آهن، جيڪي پنهنجي اولاد کي برهمچريه، اُتم شڪشا ۽ ودّيا سان شرير ۽ آتما کي پورڻ بلوان ڪن، جنهنڪري اها سنتان

ماتا، پتا، پتي، سس، سهرو، راجا، پرجا، پاڙيسري، متر، پريتم ۽ سنتان سان اُچت ريتيءَ سان ڌرم پوروڪ ورتاءُ ڪن. اهوئي اَڪٽ خزانو آهي جنهنکي جيترو ڪو خرچي اوترو ئي وڌندو ويندو، ٻيو سڀ طرح جو خزانو خرچ ڪرڻ سان گهٽجي ويندو آهي ۽ ٻيا سڀنڌي به پنهنجو پنهنجو حصو وٺي ڇڏيندا آهن. مگر وديا جي خزاني جو نه ڪوئي چور ۽ نه ڪوئي سنبنڌي ئي سگهندو آهي. هن خزاني جي رکشا ۽ واڌارو ڪرڻ وارا وشيش ريت راجا ۽ پرجا به آهن.

कन्यानां सम्प्रदानं च कुमाराणां च रक्षणम् ॥ (मनु० ७ । १५२ ॥)

**وديا جي رکشا ۾ راجا جو ڪرتويه:**- راجا کي اُچت آهي ته سڀني ڪنيائن ۽ ڇوڪرن کي اُچت سمي کان ئي نشچت سمي تائين برهمچريه جو پالن ڪرائي ودوان ڪري. جيڪو هن آگيا کي نه مڃي ته اُنجي ماءُ پيءُ کي ڏنڊ ڏئي؛ اَرٿات راجا جي آگيا سان اَٺن ورهين کانپوءِ ڇوڪرو يا ڇوڪري پنهنجي گهر ۾ نه رهي، پر آچاريه ڪُل ۾ رهن؛ جيستائين سماورتن [وديا جي پوري ٿيڻ جو سمي] نه اَچي تيستائين وواهه ٿيڻ نه ڏجي.

सर्वेषामेव दानानां ब्रह्मदानं विशिष्यते । वार्यन्नगोमहीवासस्तिलकाञ्चनसर्पिषाम् ॥ (मनु० ४ । २३३)

سنسار ۾ جيترا دان آهن اَرٿات جل، ان، گئون، پرٿوي، وستر، ٽر، سون ۽ گيهه آدي اُنهن سڀني ۾ ويد وديا جو دان سڀ کان اُتم آهي. اِنهيءَ ڪري جيترو ٿي سگهي اوترو تن، من ۽ ڌن سان وديا جي واڌاري لاءِ يتن ڪيو وڃي. جنهن ديش ۾ يٿا يوگيه برهمچريه وديا ۽ ويدڪ ڌرم جو پرچار ٿيندو آهي، اهو ئي ديش چڱي ڀاڳ وارو ٿيندو آهي. هيءَ برهمچريه آشرم جي شڪشا ٿوري ۾ لکي وئي آهي. هن کانپوءِ چوٿين سملاس ۾ سماورتن ۽ گرهست آشرم جي شڪشا لکي ويندي.

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو ٽيون سملاس شڪشا جي سنبنڌ ۾ پورو ٿيو.



# ٽئين سملاس تي ٽپڻيون

## جدا جدا لفظن جي آڌار تي

(١) ٽئين سملاس جي آرنڀ ۾ رشي ديانند منوسمرتيءَ جو هيءَ اَڌ شلوڪ ڏنو آهي ۽ اُنجي وياکيا ۾ ڏيکاريو آهي ته راڄ چاهي جاليءَ جو نيم هلڻ گهرجي ته اَٺن ورهين جي اندر سڀڪو پنهنجيءَ سنتان کي پاٺشالا ۾ اوس موڪلي ڏئي. سوال اُٿي ٿو ته سوامي جن ايڏي وڏي وياکيا آندي ڪٿان؟ جواب:- سوامي جن جيڪي لکندا هئا، سو گهرو ويچار ڪري ۽ هرهڪ وشيه بابت شاسترن جي جدا جدا پرڪرڻن ۾ ڏنل آگيائن اَنوسار ئي لکندا هئا. هي شلوڪ راڄ پرڪرڻ جو آهي، جتي پڻ ڏيکاريل آهي ته راجا ڪيئن والدڪائيءَ جي سمي ڪنيائن ۽ ڪمارن جي شڪشا، رکشا ۽ وواهه آدي وشين تي ويچار ڪندو ڪري. اِئين ته سڀني کي ڪرڻو آهي، پر راڄ پرڪرڻ ۾ اُنهيءَ جي اُچڻ

جو ٽاٿپرج آهي ته راجا جيڪو سڀني جو پتا سمان آهي ۽ جنهنکي اَڌڪار آهي ته جنجا مائٽ نه هجن، تنجي هر پرڪار جي رکيا ڪري ۽ ڪنيائن جي وواهه ۾ ڪنيادان پڻ ڪري، پاڻ ئي سڀني جي سکيا آديءَ جو پربنڌ ڪري ۽ ڪرائي، ”اَٿ ورهيه“ سوامي جن منوءَ جي ٻگيوپويت سنسڪار جا شلوڪ وچار ۾ رکي مقرر ڪيا آهن.

(٢) سوامي جن لکيو آهي ته ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي گايتري سيکارڻ گهرجي ۽ ٻنهي جو ٻگيوپويت ۽ ڇوڪرين جو به ويدارنڀ سنسڪار ڪري، کين گروڪل ۾ موڪليو وڃي. پر پڇيو وڃي ٿو ته ڇوڪرين کي پڙهڻ جو اَڌڪار آهي ڇا؟ ڇوڪريون به جنيو پائي سگهن ٿيون ڇا؟ ويد پڙهڻ جي ڇوڪرين کي آگيا آهي ڇا؟ هن وشيه تي پاٺڪ ڪرپا ڪري هيٺين نوٽن تي وچار ڪن:-

[١] پرسڌ سناتني پستڪ ڇپائيندڙ شريت کيمراج ڪرشنداس بمبئيءَ جي ونڪٽيشور پريس جي ڇپايل سڌانت ڪومديءَ جي پني ١٣-١۴ ۾ لکيل آهي ته ”ودوانن ۽ رشين جو چوڻ آهي ته براهمڻ ڇهن ئي انگن سميت ويد پڙهن ۽ اُنن ورهين جي اندر براهمڻ بالڪ جو اُپنين (جنيو) سنسڪار اَوس ڪيو وڃي. اُنهن ٻنهي هنڌ براهمڻ شبد سڀني براهمڻن سان لاڳو ٿئي ٿو، تنهنڪري براهمڻ جاتيءَ جي پرشن جيان سندن ڪنيائن کي به پڙهڻ پاڙهڻ اوس گهرجي.“ ٿاٿپرج ته ٻنهي جا ساڳيا اَڌڪار آهن. سناتن ڌرم انوسار سوڙهڻ ارٿات پاڻ جهڙي ورڻ مان وواهه ڪرڻ گهرجي. اَرٿات براهمڻ ۽ براهمڻي پاڻ ۾. جيڪڏهن براهمڻيءَ کي ساڳيا اَڌڪار نه هجن ته پوءِ اهڙو وواهه اَسنڀو ٿي پوندو.

[٢] هن ريت سمرتيءَ ۾ ڏيکاريل آهي ته استريون ٻن پرڪارن جون ٿينديون آهن:- هڪڙيون برهم وادنيون، جنکي جنيو، هون، ويد پڙهڻ ۽ پنهنجي گهر ۾ ڀکشا ڪرڻ جو اَڌڪار ٿيندو آهي. ٻيون اُهي جنکي پرڻجڻ سمي ڪيئن به ڪري ٻگيوپويت پارائڻ گهرجي.

[٣] يم سمرتيءَ ۾ لکيل آهي ته پراڻي زماني ۾ استريون برهمچريه ورت ڪنديون هيون ۽ منج جي ميکلا ڌارڻ ڪنديون هيون پر مرگ ڇالا، ٻگوا وستر، جٽا ۽ چوڏن جا ڪپڙا ڪونه رکنديون هيون.

[۴] ڀاڳوت (٨-٤٦) ۾ مني ڪشيپ پنهنجي استريءَ کان پڇي ٿو ته ”منهنجي پرديس ۾ وڃڻ واري سمي تو پوريءَ مهل تي ٻگيه ۾ اَگنيءَ ۾ آهوتي ڏني ته ڪانه وساري هئي؟“ آهوتي ڏيڻ آهي ويد منترن جي اُچارڻ سان، هن مان سڌ [ثابت] ٿيو ته پراچين ڪال ۾ استريون به پرشن جيان ويد پڙهنديون هيون.

[٥] ود ياڌريءَ سان شاسترارٿ ۾ جڏهن شنڪر آچاريه گس گساءُ ٿي ڪيو، تڏهن هن چيو هو ته پراچين سمي ۾ ياگيولڪيه گارگيءَ سان ۽ مهاراجا جنڪ سليا سان شاستراٿ ڪيو هو. اُهي جس وارا نه هئا ڇا؟

[٦] مهاڀاشيه انوسار اتوا اُباڌ ٻاڌيه جو اَرٿ آهي اُها استري جنهن وٽ ڇوڪريون پڙهڻ وڃن. اُئين پڻ چاٽايل آهي ته ”ڪاش ڪرتسن“ رشيءَ جي ٺاهيل ميمانسا پڙهڻ واريءَ استريءَ جو نالو ”ڪاش ڪرتسنا“ آهي.

(٣) برهمچريه پالڻ لاءِ سوامي جن گهڻي ۾ گهڻو زور ڏنو آهي. پڻ نيم به ڏنا اٿس. ۽ هن وشيه بابت سوامي جن "سنسڪار وڌيءَ" جي "ويدارنڀ سنسڪار" ۾ وستار سان ورڻن ڪيو آهي. اُهي نيم ڏاڍا ڪٺن آهن، ڪيترا ماڻهو اِنهيءَ ڪري ڪيٻائيندا آهن. پر اُنهن نيمن جي نه پالڻ ڪري سنسار وچي ٿو ڪام جي ڙهڪري ۾ ڙهندو. يورپ جي ودوانن جهڙوڪ: ڪوون، ٽرل ستال، فائولر وغيره شڪولن ۽ ڪاليجن جو نيڪ ليڪ ورڻن ڪيو آهي ۽ ساڳين نيمن جو ورڻن ڪيو آهي، جي نيم رشي ديانند ڏنا آهن. تاڻپرج ته وديارٿين کي تپسيا جو جيون گذارڻ گهرجي. گهڻو ڪم، سخت بسترو، سادو کاڌو، سادو پهراءُ هجي ۽ سينڌ سرمي ۽ سينگار کان پاسو ڪرڻ ۽ سڳنڌين خواه عطرن کان دُور رهڻ. ناولن، ناٽڪن ۽ عشقي قصن جي وڃهو نه وڃڻ ضرُوري آهي.

(٤) هون لاءِ رشي ديانند جا وچار سناتني هندن کان نرالا آهن. هنن جو چوڻ آهي ته هون سان ديوتائون ترپت ٿيندا آهن. رشي جن جو چوڻ آهي ته نيڪ پر اُهي ديوتا جل، وايو، پرٿوي، آڪاش وغيره جڙ پدارٿ آهن ۽ جنهجي هون دوارا شڌي ٿيندي آهي، انترو لڪي نه پر ورشا به ٿيندي آهي ۽ روڳ به ناس ٿيندا آهن. يجرويد اَڌياءَ پهرئين جو ٻيو منتر سوامي جن جي وچار کي پشت ٿو ڪري. گيتا ۾ پڻ ڏيکاريل آهي ته يگيه دوارا ورشا ٿيندي آهي. اَهڙا سوين پرماڻ شاستر ۾ ملن ٿا.

مدراس جي ڊاڪٽر ڪنگ پڻ ڏيکاريو آهي ته هون پليگ وقت ڏاڍو لاڀدائڪ آهي. گورُوڪل هردوار ۾ هون جي جل سان ڦٽن کي ڌوئو ويو، اِنهيءَ ڪري ڦٽ تمام جلد چٽي پيا. ولائت وارو ناميارو ڊاڪٽر ڊبليو. ايف. آر. سي. ايس.، هون جي دوارا ٽپ دق جو علاج ڪندو آهي. جنکي هن ڳالهه لاءِ وڌيڪ ڏسڻو هجي ۽ سي ڊاڪٽر بالڪرشڻ، پروفيسر تاراچند ۽ ڊاڪٽر ستيه پرڪاش جا پستڪ پڙهي ڏسن.

(٥) سوامي جن لکيو آهي ته برهمڻ گرنٿ ويد نه آهن، پر ويدن جي ٽيڪا آهن. هڪ هنڌ آپستمب رشيءَ برهمڻ گرنٿ کي ويد ڪري لکيو آهي. اِنهيءَ ڪري ڪي لوڪ سوامي جن جي ليک تي شنڪا ڪندا آهن. پر اُها شنڪا يٿارٿ نه آهي. آپستمب رشيءَ پنهنجي يگيه رُوپي وشيه کي سهوليت سان نباهڻ لاءِ اِهو لکڻ 'اِصطلاح' طور ڪيو آهي. اِهو به خيال رکڻ گهرجي ته هڪ شاستر جي ورڻن جو ڍنگ سڀني شاسترن سان لاڳو نه ٿيندو آهي. جهڙيءَ ريت "گڻ" شبد جو اَرٿ وياڪرڻ ۾ هڪڙو، نياءِ ۾ ٻيو، سانکيه ۾ ٽيون ۽ وئشيشڪ ۾ چوٿون آهي. سوامي جن براهمڻ گرنٿن کي ٻيو پرماڻ ڪري ڪونيو آهي ۽ نه ڀاڳوت آدي پستڪن کي. سوامي جن جي اِن وچار جو کنڊن ته ڪوئي ڪونه ڪري سگهندو آهي. پر اَهڙا پرماڻ ڪي ڏيکاريندا آهن، جت چيل آهي ته برهمڻ گرنٿن، اِتهاس ۽ پراڻن جي ڪٿا ڪجي. اِن مان اِئين ڪونه ٿو سڌ ٿئي ته براهمڻ گرنٿن کان پراڻ ڪو نيارا آهن. هان، اُنهن جي جدا جدا وشين ۽ جدا جدا ڀاڱن ڏانهن سو ڌيان ڇڪايل آهي. براهمڻ ٻي سنياس ڌارڻ ڪري سگهندا آهن. اِنهيءَ ڪري براهمڻن جي شرڻيءَ ۾ ٻي سنياسي اَچي وڃن ٿا. پر اِنهيءَ هوندي به اِئين چوڻ ته سنياسين کي هن هنڌ ڪاڙهيو ۽ برهمڻن کي هن هنڌ ڪاڙهيو،

سو ڇوڻ اُبپررو ڪونہ آهي. ڪو چوي تہ ”عاملن کي ۽ سرڪاري ڪامورن کي ٻڌر واريءَ مجلس ۾ گهرائجو.“ تہ اِهو غلط نہ سمجهبو، جيتوڻيڪ ’عامل‘ شبد جي اندر ’ڪامورا‘ بہ اچي وڃن ٿا. بہ شبد رڳو ڳالهہ کي پڪيءَ ريت سمجهائڻ لاءِ ڪتب آندا ويا آهن. اهڙي نموني جي ورتن کي سنسڪرت ۾ ”وپرپرپراجڪ نياءَ= विप्रपरीव्राजक न्याय“ ڪري ڪوٺبو.

(٦) سواميءَ جن لکيو آهي تہ ويدن جون ١١٢٧ شاکائون آهن. ڪي پنڊت مهاڀاشيہ جو پرماڻ ڏيئي چوندا آهن تہ ١١٣١ شاکائون آهن. سمرڻ رهي تہ ١١٣١ ۾ چار مول ويد بہ اچي وڃن ٿا. شڪا وٿرت آهي.

(٧) سواميءَ جن وياڪرڻ آديءَ وشين لئي بہ رشي گرنٿن جي پڙهڻ لئي گهڻو زور ڏنو آهي، سو ڇو؟ ڇا گرنٿ دوشن وارا ۽ اشڌ آهن ڇا؟ اُتر- رشي گرنٿن جي بناوت اُتم آهي. ڇا ليکڪ پنهنجي پنهنجي سمي جي اوستائن جي پرڀاو هيٺ ايندا آهن ۽ اهڙي پرڪار جون ڳالهيون لکندا آهن، جن جو سندن ڏينهن ۾ رواج هوندو آهي. ڪڏهن شراب جو دؤر هوندو آهي ۽ ڪڏهن ماس آديءَ جو. سواميءَ جن جو وچار اِهو هو تہ ودياٿي شڌ وايو منڊل ۾ پلجن.

(٨) پراڻن جي ڪن بهارت ڳالهين کي بہ سواميءَ جن زهر گڏيل ڀوڄن سمان لکيو آهي، اِکري انهنکي بہ تياڳڻ جوڳو نهرايو آهي. سواميءَ جن اِهو پڻ ڄاڻايو آهي تہ آرش گرنٿن ۾ بہ ڪي ڪي واڪيہ ويد ورڌ پيل آهن، پڻ ”ستيارٿ پرڪاش“ ۾ اهڙا پرماڻ ڏنل آهن، جي ڳولهيا نٿا لڀن؛ پوءِ پراڻن سمان ستيارٿ پرڪاش ۽ آرش گرنٿ تياڳڻ جوڳا ڇونہ آهن؟ اُتر- پراڻن ۾ ويد ورڌ ڳالهيون ادڪا ۽ هڪ ٻئي جي نندا آديءَ جون ڄاڻي ٻجهي وڌل آهن. ڪي پراڻ آهن وشنو مت جا، ڪي شو مت جا. هڪ پنٿ وارن ٻين کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ جو پورو پورو يتن ڪيو آهي. سچ پچ اُهي زهر سمان آهن ۽ تنهنڪري تياڳڻ جوڳا آهن. رشين جي گرنٿن ۾ ڪا پل ٿي بہ وئي تہ اُها ٿوريءَ ڄاڻ جي ڪارڻ آهي. اِها اِئين آهي جئن دوا ۾ ڪو ڪک پيل ڏسجي ۽ يڪدم ڪڍي سگهجي ۽ دوا پوءِ بنا جوکم جي ڪم آڻي سگهجي.

(٩) لوڪ پڇن ٿا تہ سواميءَ جن تلڪ جو کنڊن ڇو ڪيو آهي؟ هيءَ تہ هڪ نشاني آهي. اُتر- اُن ۾ هوُ پل ٿا ڪن. تلڪ الڳ الڳ متوادين پنهنجي جدائيءَ قائم رکڻ لاءِ ٺاهيا آهن [جئن ڪمپنين جا جدا جدا ٽريڊ مارڪ هوندا آهن]. اِنهيءَ ڪري جاتيءَ ۾ ايڪتا نہ ٿي اچي. پڻ اِنهيءَ ڪري وقت بہ ناس ٿئي ٿو. ڪن جو اِهو رايو آهي تہ تلڪ جو رواج راجا ڀوج جي سمي ۾ پيو. اُنهيءَ سمي ۾ رڳو ودوان ئي تلڪ ڏيندا هئا. ڀيو ڪر لڳائيندو هو تہ اُن تي ڏنڊ پوندو هو. هاڻي تہ پڙهيل لوڙي اَڻ پڙهيل هرڪو ٿو تلڪ ڏئي ۽ جاتيءَ کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ ۾ سهائتا ڪري.

(١٠) رشي جن لکيو آهي تہ ”سيني اِسترين ۽ پرشن اَرٿات منش ماتر کي پڙهڻ جو اَڌڪار آهي. هيءَ اُوهانجي شرتي بناوٽي ۽ متيا آهي.“ وري لکيو اُٿن تہ ”جيڪڏهن پرميشور جي اِها منشا هجي ها تہ شودر وغيره نہ پڙهن ۽ نہ ٻڌن تہ سندن شرير ۾ واڻي ۽ ڪن وغيره اِندرين ڇو ناهي ها؟ جئن اِيشور پرٿوي ۽ اَناج وغيره پدارٿ سڀني لاءِ

ٿاهيا آهن، ليڪن ويد به سڀني لاءِ پرڪٽ ڪيو آهي.“

ٻيءَ هنڌ وري هيئن به لکيو اٿن:- ”هي سشرت جو وچن آهي. براهمڻ ٽن ورنن کي اُتوا برهمڻ، کتري ۽ وئش کي. کتري کترين ۽ وئشن کي ۽ ؛ وئش رڳو وئش ورڻ کي يگيوپويت ڏيئي پڙهائي سگهي ٿو. جي ڪُڳي ڪل ۽ چڱن لڇڻن وارو شودر هجي ته اُنکي منتر سهنتا ڇڏي باقي بيا سڀ شاستر پاڙهجن.“ هاڻي هتي سه هنن ٻن ڳالهين جو پاڻ ۾ وروڌ آهي. اُنهيءَ جو ڪهڙو ڪارڻ؟ اُتر- رشي جن لکيو آهي سه هي ڪن آچارين جا رايا آهن. رشيءَ اُنهن آچارين جي مت ڏيکارڻ لاءِ اهي رايا ڏنا آهن. ائين نه آهي سه رشيءَ جو پنهنجو سدانت ڪو اکر به اکر اُنهن آچارين جهڙو آهي.

پيو نشيد جو سچو پچو ارٿ سوامي جن جي هنن شبدن مان پڌرو آهي. جتي نشيد ٿيل آهي ته اهو ارٿ آهي ته ”جنهنکي پڙهائيندي به ڪجهه نه اچي، اهو بي عقل ۽ مورک هئڻ ڪري شودر سڏجڻ ۾ ايندو آهي ۽ هنجو پڙهڻ، پاڙهڻ اڪيارٿو آهي.“ سچ پچ ته اَڌڪار شبد جا ٻه اَرٿ آهن، هڪ يوگيتا [لياقت] ۽ ٻيو [حق]. هرڪنهن وديارٿيءَ کي مئٽرڪيوليشن پاس ڪرڻ جو اَڌڪار آهي، پر ڪن مورکن کي اهو اَڌڪار اُڪري ڪونهي، جو هو بي عقل ۽ مورک آهن. سوامي جن جي سدانت جي پشٽي منو مهراج به ڪئي آهي. چوي ٿو ”نه شودر کي پت [چوٽ] آهي، نه هو سنسڪار جي يوگيه آهي؛ نڪو آهي سندس ڌرم، نڪو اَڌڪار ۽ نه ڪيس ڌرم تي هلڻ جي ڪا روڪ پيل آهي. ڌرم جي اڇا وارو ۽ ڌرم جو ڄاڻو شودر منتر بنا به چڱن پرشن جي پيروي ڪندي، ڪو ڏوهه نٿو ڪري، بلڪ ساراهه جوڳو ٿئي ٿو. نندا نه ڪرڻ وارو شودر، جيئن جيئن چڱن پرشن جي آچرڻ تي هلي ٿو، تئن تئن هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ چڙهندو وڃي ٿو.

(١١) من ڇا آهي؟ هن تي شري پنڊت گرودت لکيو آهي ”هڪ گريڪ فيلسوف گلت جي ايپاس ۾ رڌل هو. سڀئي سٽنا پرسان لنگهي ويس، پر ڪيس پتو ڪونه پيو. هڪ سپاهيءَ اُهو گول، جو اُن فيلسوف ڏرليءَ تي ڪڍيو هئو، سو ڊاهي ڇڏيو. اُن وقت فيلسوف جي اک کلي. هاڻي سپاهي گهميا، ڪڙڪو ٿيو، اُهو ڪڙڪو فيلسوف جي ڪن تي پيو، اندرين رڳن تي پنهنجو پرڀاءُ وڌو، ڪنن ۾ نڪاءُ ٿيا، پر فيلسوف ڪون ٻڌو. ڇاڪاڻ ته اُن مهل سندس من جو سنبنڌ ڪنن سان ڪونه هو. جڏهن من جو سنبنڌ ڪنن سان ٿئي ٿو، تڏهن چئجي ٿو ته فلاڻو ڌيان سان ٻڌي ٿو. من هڪ سمي رڳو هڪ اندريءَ سان سنبنڌ رکي سگهندو آهي. اهو به سمرڻ [ياد] رهي ته من آتما نه آهي. من ۾ گهٽيئي ويچار پيدا آهن. پر جڏهن آتما ڪا ڳالهه سمرڻ ڪري ٿي، تڏهن اها من تي چڙهي اچي ٿي.

(١٢) شبد آهي آڪاش جو گڻ. پر شبد چئجي ڇاکي؟ ڊاڪٽر چرنجيو ڀاردواج چوي ٿو ته ”شبد“ آواز جو نالو نه آهي. شبد اُنهيءَ مول ڀاشا جو نالو آهي، جنهن ۾ ويد آهن ۽ جنهن مان سڀ ڀاشائون نڪتيون آهن، جنهن دوارا سڀني جو پتا ديالو پرميشور پنهنجي پٽرن کي آدي سرشٽيءَ ۾ بوڌ ڏيندو آهي؛

# ओ३म्

## چوٿون سملاس

### وديا پوري ڪري گوروڪل مان موٽي اچڻ، وواھ ڪرڻ ۽ گرھست ڌرم پالڻ جي ريت جو ورنن

वेदानधीत्य वेदौ वा वेदं वापि यथाक्रमम् । अविप्लुतब्रह्मचर्यो गृहस्थाश्रममाविशेत् ।। मनु० ३ । २ ॥

جڏھن نيڪ طرح برھمچريہ (۾) گوروءَ جي آگيا موجب ھلي، ڌرم انوسار چار، ٽي، ٻہ يا ھڪ ويد انگن ۽ اپانگن سوڌو پڙھي، جنھنجو برھمچريہ کنڊت نہ ٿيو ھجي، سو پرش اٿوا استري گرھست آشرم ۾ گھڙي.

तं प्रतीतं स्वधर्मेण ब्रह्मदायहरं पितुः । स्रग्विणं तल्प आसीनमर्हयेत्प्रथमं गवा ॥ मनु० ३ । ३ ॥

**گئو دان دوارا ستڪار:-** [برھمچاري] جيڪو پنھنجي ڌرم ارٿات آچاريہ ۽ شش جو جيڪو ڌرم آھي، تنھنجو نيڪ نيڪ پالن ڪري چڪو آھي ۽ جنم داتا پتا خواھ اڌياپڪ کان برھم دايہ يعني وديا پراپت ڪري چڪو آھي، [سو] مالا پھريل ۽ پنھنجي پلنگ تي ويٺل آچاريہ جو پھريائين گئودان سان ستڪار ڪري، تئن ڪنيا جو پتا بہ گئودان سان گڏوان وديارٿيءَ [پنھنجي نياڻيءَ] جو ستڪار ڪري.

गुरुणानुमतः स्नात्वा समावृत्तो यथाविधि । उद्वहेत द्विजो भार्यां सवर्णां लक्षणान्विताम् ॥ मनु० ३ । ४ ॥

گوروءَ جي آگيا پائي سنان ڪري، ✻ گوروڪل مان نيم پوروڪ موٽي اچڻ کان پوءِ برھمڻ، کتري ۽ ويش، پنھنجي ورڻ انوسار سندر گڏوان ڪنيا سان وواھ ڪري.

असपिण्डा च या मातुरस गोत्रा च या पितुः । सा प्रशास्ता द्विजातीनां दारकर्मणि मैथुने ॥ मनु० ३ । ५ ॥

**ڪنيا جو گھراڻو:-** جا ڪنيا ماتا جي ڪل جي ڇھن پيڙھين مان نہ ھجي ۽ پتا جي گوتر [لڪ يا آکھ] مان نہ ھجي، تنھن سان وواھ ڪرڻ نيڪ آھي. ھنجو ھيءُ پريوجن آھي تہ ॥ اھا پڪي ڳالھ آھي تہ جيترو پرلم اڻ ڏٺل وستوءَ ۾ ٿيندو آھي، اوترو ڏٺل وستوءَ ۾ نہ ٿيندو آھي. جئن ڪنھن مصريءَ جا گڻ ٻڌا ھجن، پر کاڌي نہ ھجي تہ ھنجو من ان ۾ لڳل رھندو آھي [اٿوا] جئن ڪنھن اڻ ڏٺل وستوءَ جي ساراھ ٻڌي ان کي حاصل ڪرڻ جي ڏاڍي چاھنا ٿيندي آھي، تئن

परोक्षप्रिया इव हि देवाः प्रत्यक्षद्विषः ॥ शतपथ० ॥

---

✻ گوروڪل ۾ وديا پوري ڪري موٽڻ مھل ھر وديارٿيءَ کي ھڪ سنسڪار ڪرڻو پوندو آھي. انھيءَ سنسڪار جو مکيہ انگ سنان آھي.

ڏورانهين يعني جا پنهنجي گوٽر خواه ماتا جي ڪل مان ويجهي سنبنڌ واري نه هجي، اهڙيءَ ڪنيا سان ور جو وواهه ٿيڻ گهرجي. ويجهي ۽ ڏور وواهه ڪرڻ ۾ هي تفاوت آهن:-

**ويجهو يا ڏور وواهه جي ڀيٽ:-** (۱) جي ٻالڪ ننڍپڻ کان ئي [هڪ ٻئي جي] ويجهو رهندا آهن ۽ هڪ ٻئي سان راند، لڙائي ۽ پريم ڪندي، هڪ ٻئي جا گڻ، ڏوش، سڀاءُ ۽ ٻالپڻي جي اُلٽي وهنوار کان واقف هوندا آهن ۽ جيڪي هڪ ٻئي کي اُگهاڙو به ڏسندا آهن، تنهن پاڻ ۾ وواهه ٿيڻ ڪري ڪڏهن به پريم ٿي نٿو سگهي. (۲) جئن جل ۾ جل ملائڻ سان نئون گڻ پيدا نه ٿيندو آهي، تئن ساڳئي گوٽر، پتا ڪل خواه ماتا ڪل مان وواه ڪرڻ سان ڌاتن ۾ ڦيرڦار نه هئڻ ڪري اُتي نتي ٿئي. (۳) جئن کير ۾ مصري ۽ سنڍ وغيره جي ملائڻ سان اُتمتا ايندي آهي، تئن جدا جدا گوٽرن وارن يعني جنجا ماتا پتا ٻين گهراڻن جا هجن، اهڙن استري پرشن جو وواهه ٿيڻ اُتم آهي. (۴) جئن ڪو هڪڙي ديش ۾ روڳي ٿي، ٻئي ديش ۾ واءُ ۽ کاڌو پيتو بدلائڻ سان روڳ مان ڇوٽڪارو پائيندو آهي، تئن ڏورانهن ڏيهن ۾ رهڻ وارن جي وواهه ٿيڻ ۾ اُتمتا آهي. (۵) ويجهي سنبنڌ ڪرڻ ۾ هڪ ٻئي جي ويجهو هئڻ ڪري سک دک جو ڀاسڻ ۽ هڪ ٻئي سان وروڌ ٿيڻ به ممڪن آهي ۽ نه ڏورانهن ديس واسين ۾. ڏور رهندڙن سان وواهه ڪرڻ ۾ پريم جي ڏوري پري پري ٻڪڙجي وڃي ٿي ۽ نه ويجهو رهندڙن جي وواهه ۾. (۶) پري پري ديسن جي اوستائن [جي پاڻ] ۽ پدارٿن جي پراپتي به ڏور وواهه هئڻ ڪري سهنجائيءَ سان ٿي سگهي ٿي ۽ نه ويجهي وواهه سان. (نرڪت ۳-۴) ڪنيا جو نالو دهتا انهيءَ ڪري ٿيو दुहिता दुर्हिता दूरेहिता भवतीति। آهي، جو هنجو وواهه ڏور ڏور ديشن ۾ هئڻ ڪري هتڪاري ٿيندو آهي، ويجهي هئڻ ڪري نه. ڪنيا جي پيڪن ۾ ڪنگالپڻي اچڻ جو به امڪان آهي ڇو ته اويجهي هئڻ ڪري هر هر پيئي پيڪي ويندي] جڏهن جڏهن ڪنيا پيڪي ويندي آهي، تڏهن تڏهن ڪيس ڪجهه نه ڪجهه ڏيڻو ئي پوندو آهي. (۸) ويجهي هئڻ ڪري هڪ ٻئي کي پنهنجي پنهنجي پتا جي ڪل جي سهائتا جو ايمان رهندو ۽ جڏهن ٻنهي [گهوٽ ڪنوار] ۾ ٿورو ئي وروڌ ٿيندو ته استري جهٽ پيڪي هلي ويندي ۽ هڪ ٻئي جي نندا به گهڻي ٿيندي ۽ وروڌ پڻ وڌندو، ڇو ته گهڻو ڪري استرين جو سڀاءُ تکو ۽ ڪومل [جهٽ پٽ بدلجڻ وارو] ٿيندو آهي. انهن ڪارڻن ڪري پتا جي گوٽر ۽ ماتا جي ڇهن پيڙهين ۽ ويجهن شهرن مان وواهه ڪرڻ چڱو نه آهي.

महान्त्यपि समृद्धानि गोऽजाविधनधान्यत: । स्त्रीसम्बन्धे दशैतानि कुलानि परिवर्जयेत् ॥ मनु० ३ । ६ ॥

**ڪٿي وواهه نه ڪجي:-** چاهي ڪوبه ڪل ڪيترو ئي ڌن، اَن، ڳائين، مينهن، ٻڪرين، هاٿين، گهوڙن، راڄ ۽ لڪشميءَ وغيره سان ڀرپور هجي، تڏهن به هيٺ ڏيکاريل ڏهن ڪلن سان وواهه جو سنبنڌ نه رکڻ گهرجي:-

हीनक्रियं निष्पुरुषं निश्छन्दो रोमशार्शसम् । क्षय्यामयाव्यपस्मारिश्वित्रिकुष्ठिकुलानि च ॥ २ ॥ मनु० ३ । ७ ॥

جو ڪل نيڪ وهنوار کان ڪريل هجي، جنهن ۾ سنپرش ڪو نه هجي، جو ويد وديا کان وِمک هجي، [اُتوا جنهن ڪل ۾] شرير تي وڏا وار، بواسير، سنهو لب، دم، کنگهه، اَپچ،

مرگهي، اُچو ۽ ڳاڙهيندڙ ڪوڙهه هجي. اُنهن ڪُلن جي ڪنيائن ۽ ڏين سان وواهه ڪرڻ نه گهرجي؛ ڇو ته اِهي سڀ اَوڳڻ ۽ روڳ وواهه ڪندڙ جي ڪُل ۾ گهڙي ويندا آهن. اِنڪري اُتم گهراڻن جي ڪنيائن ۽ ڪمارن جو ئي پاڻ ۾ وواهه ٿيڻ گهرجي. [ منو ]-

नोद्वहेत्कपिलां कन्यां नाऽधिकाङ्गी न रोगिणीम्। नालोमिकां नातिलोमां न वाचाटान्न पिङ्गलाम् ॥ मनु० ३ । ८

پيلي رنگ واري؛ اَڌڪ اَنگي يعني پرش ڪان ڊگهي، ٿلهي، اَڌڪ ٻل واري؛ روڳي ۽ اَها جنهنجي شرير تي وار بلڪل نه هجن خواهه وڏن وارن واري؛ گهڻي ڳالهائي ۽ ڀورين اکين واري. [ نيون ]-

नर्क्षवृक्षनदीनाम्नीं नान्त्यपर्वतनामिकाम्। न पक्ष्यहिप्रेष्यनाम्नीं न च भीषणनामिकाम् ॥ मनु० ३ । ६ ॥

نه رڪشو اَرٿات اَشوني، ڀرڻي، روهڻي، ديپ، ريوتي ٻائي، چترِي وغيرهه تارن جي نالن واري؛ تلسي، گينديا، گلابي، چمپا، چنبيلي وغيرهه وڻن جي نالن واري؛ گنگا، جمنا وغيرهه ندين جي نالن واري؛ چنڊالي وغيره نيچ نالن واري؛ ونديا، هماليه، پاربتي وغيره پهاڙن جي نالن واري؛ ڪوڪلا، مئنا وغيرهه پکين جي نالن واري؛ ناڳي، ڀجنگا وغيرهه نانگن جي نالن واري؛ ڀيم ڪماري، چنڊڪا، ڪالي وغيرهه ❋ ڀوائتن نالن واريءَ ڪنيا سان وواهه نه ڪرڻ گهرجي، ڇو ته اُهي نالا ڏڪار سان ڀريل [آهن] ۽ ٻين پدارٿن جا به ٿيندا آهن.

अव्यङ्गाङ्गीं सौम्यनाम्नीं हंसवारणगामिनीम्। तनुलोमकेशदशनां मृद्वङ्गीमुद्वहेत्स्त्रियम् ॥ मनु० ३ । १० ॥

**ڪهڙيءَ ڪنيا سان وواهه ڪجي:-** جنهنجا انگ سنوان سڌا هجن، ڏنگا نه هجن، جنهنجو نالو سندر جئن يشودا، سکدا وغيرهه هجي، هنس ۽ هاٿيءَ سمان جنهنجي چال هجي، جنهنجي سرير جا وار نرم ۽ جنهنجي سر جا وار ۽ ڏند سهڻا ۽ جنهنجا سڀ انگ ڪومل هجن، اهڙيءَ استريءَ سان وواهه ڪرڻ گهرجي.

**پرشن:-** وواهه جو سمو ۽ ڍنگ ڪهڙو چڱو آهي؟

**اُتر:-** سورهين ورهيه کانونٿي چوويهن ورهين تائين ڪنيا ۽ پنجويهن ورهين کانونٿي اٺيتاليهن ورهين تائين پرش جي وواهه جو سمو اُتم آهي، هن ۾ سورهن ۽ پنجويهن ورهين ۾ وواهه هيٺين درجي جو آهي. ارڙهن، ويهن ورهين جي استري ۽ ٽيهن، پنجٽيهن يا چاليهن ورهين جي پرش سان وواهه وچين درجي جو آهي. چوويهن ورهين جي استري ۽ اٺيتاليهن ورهين جي پرش جو وواهه تمام اُتم آهي. جنهن ديش ۾ انهيءَ پرڪار وواهه جي وڌي سريشٽ خواهه برهمچريه ۽ ودياڀياس گهڻو ٿيندو آهي، اُهو ديش سکي ۽ جنهن ديش ۾ برهمچريه ۽ ودياپراپتيءَ بنا ننڍيءَ ڄمارِ ۾ ايوگيه لوڪن [ اڻپورن جوڙن ] جو وواهه ٿيندو آهي، اُهو ديش ڏک ۾ ٻڏي ويندو آهي. ڇو ته برهمچريه ۽ وديا جي پراپتي کانپوءِ ئي وواهه ڪرڻ سان سڀني ڳالهين جو سڌار ۽ اُنجي بگڙڻ سان بگاڙ ٿيندو آهي.

**ننڍپڻ جو وواهه:-**

अष्टवर्षा भवेद् गौरी नववर्षा च रोहिणी। दशवर्षा भवेत्कन्या तत ऊर्ध्वं रजस्वला ॥ १ ॥
माता चैव पिता तस्या ज्येष्ठो भ्राता तथैव च। त्रयस्ते नरकं यान्ति दृष्ट्वा कन्यां रजस्वलाम् ॥ २ ॥

---

❋ وواهه وقت اهي نالا ڦيرائڻ گهرجن يا رکڻ ئي نه گهرجن.

**پرشن:-** هي شلوڪ پاراشري ۽ شيگهر ٻوڌ ۾ لکيل آهن، جن جو ارٿ آهي ته ڪنيا جو اٺين ورهيه وواهه ڪرڻ سان گوري، نائين ورهيه روهڻي، ڏهين ورهيه ڪنيا ۽ پوءِ رجسولا [رتوءَ واري] نالو ٿيندو آهي. ڏهن ورهين تائين وواهه نه ڪرڻ ڪري رجسولا ڪنيا جو ماتا پتا ۽ وڏو ڀاءُ اهي ٽيئي کيس ڏسي، نرڪ ۾ پوندا آهن.

एकक्षणा भवेद् गौरी द्विक्षणेयन्तु रोहिणी । त्रिक्षणा सा भवेत्कन्या ह्यत ऊर्ध्वं रजस्वला ॥ १ ॥
माता पिता तथा भ्राता मातुलो भगनी स्वका । सर्वे ते नरकं यान्ति दृष्ट्वा कन्यां रजस्वलाम् ॥ २ ॥

**اتر:-** هي هن سمي جي ٺاهيل "برهم پراڻ" جو وچن آهي. هنجو هيءُ ارٿ آهي ته جيتري سمي ۾ پرماڻو هڪڙو پلٽو کائي، اوتري سمي کي "ڪڻ" چئبو آهي. جڏهن ڪنيا ڄمي، تڏهن هڪ ڪڻ ۾ گؤري، ٻئي ۾ روهڻي، ٽئين ۾ ڪنيا ۽ چوٿين ۾ رجسولا ٿيندي آهي. تنهن رجسولا کي ڏسي، [سندس] ماتا، پتا، ڀاءُ، مامو ۽ ڀيڻ نرڪ ۾ ويندا آهن.

**پرشن:-** هي شلوڪ پرماڻ ڪونه آهن؟

**اتر:-** ڇو، پرماڻ ڪونه آهن؟ جي برهما جا شلوڪ پرماڻ نه آهن ته توهانجا به پرماڻ ٿي نٿا سگهن.

**پرشن:-** واهه واهه! پاراشر ۽ ڪاشي ناٿ جو پرماڻ نٿا مڃو؟

**اتر:-** واهه ڀائي واهه! توهين برهما جا پرماڻ نٿا مڃو؟ ڇا پاراشر ۽ ڪاشي ناٿ کان برهما وڏو نه آهي؟ جي توهين برهما جا شلوڪ نٿا مڃو ته اسين به پاراشر ۽ ڪاشي ناٿ جا شلوڪ نٿا مڃون؟

**پرشن:-** توهانجا شلوڪ ناممڪن آهن، ڇاڪاڻ ته هزار ڪڻ به ڄمندي ئي لنگهي وڃن ٿا، پوءِ وواهه ڪئن ٿي سگهندو؟ ان سمي وواهه ڪرڻ جو ڪو ڦل به ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي.

**اتر:-** جي اسانجا شلوڪ ناممڪن آهن، ته اوهانجا به ناممڪن آهن ؛ * ڇو ته اٺين،

* ٿيڪ سمي کان گهٽ عمر وارن استري پرشن جي ميلاپ جو منيور ڌنونتريءَ سشرت ۾ نشيڌ ڪيو آهي.

ऊनषोडशवर्षायामप्राप्तः पञ्चविंशतिम् । यद्याधत्ते पुमान् गर्भं कुक्षिस्थः स विपद्यते ॥ १ ॥
जातो वा न चिरं जीवेज्जीवेद्वा दुर्बलेन्द्रियः । तस्मादत्यन्तबालायां गर्भाधानं न कारयेत् ॥ २ ॥
सुश्रुत शारीरस्थाने अ० १० । श्लोक ४७ । ४८ ॥

سورهن ورهين کان گهٽ عمر واري استري ۽ پنجويهن ورهين کان گهٽ عمر وارو پرش جي گرڀ ڌارائيندو ته اهو گرڀ پوري وقت تائين گرڀ ۾ رهي اڻين نه ٿيندو. جي اڻين ٿيو به ته گهڻو وقت جيئرو نه رهندو. جي جيئرو به رهندو ته ڪمزور شرير وارو ٿيندو. انڪري ننڍيءَ وهيءَ واريءَ استريءَ ۾ گرڀ ڌارڻ نه گهرجي. اهڙن اهڙن شاسترن ۾ ورنن ڪيل نيمن ۽ سرشٽيءَ جي نيمن کي ڏسڻ ۽ بدّيءَ سان وچار ڪرڻ مان اهين ٿو سڌ پئي ته سورهن ورهين کان گهٽ عمر واري استري ۽ پنجويهن ورهين کان گهٽ عمر وارو پرش ڪڏهن به سنتان اُپن ڪرڻ جوڳا نه ٿيندا آهن. جيڪي اهن نيمن جي اُبتڙ هلندا، سي دک جا ڀاڳي ٿيندا. [سوامي ديانند]

ڏائين ۽ ڏهين ورهيه ۾ وواهه ڪرڻ نشڦل آهي. سورهن ورهين ڪاڻپوءِ ئي وواهه ڪرڻ سان استريءَ جو گرڀ شدان پورو ۽ شرير بلوان ٿيڻ ڪري ۽ چوويهن ورهين ڪاڻپوءِ پرش جو ويريه پڪو ۽ شرير شڪتيءَ وارو ٿيڻ ڪري سنتان اُتم ٿيندي آهي. جتي آٺن ورهين جي ڪنيا مان سنتان اُٿپن ٿيڻ اسمڀوُ آهي، تنهن ئي گوري ۽ روهڻي نالا رکڻ بـ ٺيڪ نـ آهن. پلا جي ڪنيا گوري [اڇي] نه هجي ڪاري هجي تـه گوري نالو رکڻ ئي اجايو آهي. ڦري گوري مهاديو جي استري ۽ روهڻي ڦسديو جي استري هئي ۽ اوهان پوراڻڪ لوڪ کين ماتا سمان ڪري مڃيندا آهيو، نه پوءِ اوهان جو هرهڪ ڪنيا ۾ گوري وغيره جي ڀاونا ٿا ڪريو، ان سان وواهه ڪرڻ ممڪن ۽ ڌرم انوسار ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ اِلڪري ٿوهان جا ۽ اسانجا ٻئي شلوڪ مٿيا آهن. جتي اسان "برهمو واچ" ڪري شلوڪ ٻڌائي ورتو، تنهن اُنهن ۾ پاراشر ڦغيره جي نالي تي ٻڌايا آهن. تنهڪري اِهي سڀ پرماڻ ڇڏي ويدن جي پرماڻ اَنوسار سڀ ڪم ڪندا ڪريو. ڏسو منو سمرتيءَ ۾ لکيل آهي:-

त्रीणि वर्षाण्युदीक्षेत कुमार्यृतुमती सती । ऊर्ध्वं तु कालादेतस्माद्विन्देत सदृशं पतिम् ॥ मनु० ६ । ६० ॥

ڪنيا رجسولا ٿيڻ تي ٽن ڦرهين تائين پتيءَ جي جاچ ڪري، پاڻ جهڙو پتي پراپت ڪري. جڏهن هر مهيني ۾ رجو درشن ٿئي ٿو، تڏهن ٽن ڦرهين ۾ ڇٽيهه ڀيرا رجسولا ٿيڻ ڪاڻپوءِ وواهه ڪرڻ جڳائي. اڳي نـه.

## گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ انوسار وواهه:-

काममामरणात्तिष्ठेद् गृहे कन्यर्तुमत्यपि । न चैवैनां प्रयच्छेत्तु गुणहीनाय कर्हिचित् ॥ मनु० ६ । ८६ ॥

[اَرٿ] - چاهي ڀت ڏيءَ مرڻ تائين ڪنوارا رهن، تڏهن ۾ غير سمان يعني هڪ ٻئي جي اُبتڙ گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ وارن جو وواهه ڪڏهن ۾ ٿيڻ نـه گهرجي. هن مان سڌ ٿيو تـه مٿي ڄڻل سمي کان اڳ خواهه ورودي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ وارن جا وواهه اَجوڳ آهن.

## ور ۽ ڪنيا جي راءِ:-

**پرشن:-** وواهه ڪرڻ ماتا پتا جي اَڌين هئڻ گهرجي ڪين ڪمارن ۽ ڪمارين جي؟

**اُتر:-** ڪمار ۽ ڪماريءَ جي اَڌين وواهه ٿيڻ اُتم آهي. پر جي ماتا پتا وواهه ڪرڻ لاءِ جاچ ڪن، تڏهن ۾ ڪمار ۽ ڪماريءَ جي اِڇا بنا نه ٿيڻ گهرجي؛ ڇو ته هڪ ٻئي جي پرسنتا سان وواهه ٿيڻ ۾ ورود گهٽ ٿيندو آهي ۽ سنتان ۾ اُتم ٿيندي آهي؛ مگر اپرسنتا جي وواهه ڪري گهر ۾ گهٽو ڪري ڪٽ پٽ ٿيندي رهندي. وواهه ۾ مکيه سمبنڌ ور ۽ ڪنيا جو آهي، ماتا پتا جو نه. ڇو ته جي پاڻ ۾ هڪٻئي سان پريم هوندن ته اُنهنکي سک ۽ ورود ۾ کين ڏک ٿيندو.

## گهر جو آنند:-

सन्तुष्टो भार्यया भर्त्ता भर्त्रा भार्य्या तथैव च । यस्मिन्नेव कुले नित्यं कल्याण तत्र वै ध्रुवम् ॥ मनु० ३ । ६० ॥

جنهن ڪل ۾ استريءَ سان پرش ۽ پرش سان استري سدائين پرسن رهندي آهي، تنهن ڪل ۾ آنند، ڌن ۽ جس نواس ڪندو آهي ۽ جتي ورود ۽ گهٽي هوندي آهي، اُتي ڏک، ڏرڌنتا ۽ نندا واسو ڪندي آهي، تنهڪري جتي سويمور جو رواج آريہ ورت ۾ پراچين

سمي کان هلبو ٿو اَچي، سو ئي اُتم وواهه آهي. جڏهن اِستري پرش وواهه ڪرڻ چاهين ته
ٻڌهن ودِيا، نِرَت، شيل، رُوپ، عمر، ٻل، ڪل ۽ شرير جو قد وَغيرهه نيڪ نيڪ هئڻ
گهرجي. جيستائين اُنهن [ڳالهين] جو ميل نٿو ٿئي، تيستائين وواهه ۾ ڪو ٻه سکي نٿو ٿئي ۽
نڪي ڪي ننڍپڻ ۾ وواهه ڪرڻ مان سک ٿيندو آهي.

## گرهست بابت ويد جو اُپديش:-

युवा सुवासा: परिवीत आगात्स उ श्रेयान्भवति जायमान: ।
तं धीरास: कवय उन्नयन्ति स्वाध्यो मनसा देवन्त: ॥ १ ॥ ऋ० ॥ मं० ३ । सू० ८ । मं० ४ ॥
आ धेनवो धुनयन्तामशिश्वी: शबर्दुघा: शशया अप्रदुग्धा ।
नव्यानव्या युवतयो भवन्तीर्महद्देवानामसुरत्वमेकम् ॥ २ ॥ ऋ० ॥ मं० ३ ॥ सू० ५५ । मं० १६ ॥
पूर्वीरहं शरद: शश्रमाणा दोषावस्तोरुषसो जरयन्ती: ।
मिनाति श्रियं जरिमा तनूनामप्यू नु पत्नीर्वृषणो जगम्यु: ॥ ३ ॥ ऋ० । मं० १ । सू० १७९ । मं० १

١. جو پرش (پرويتهه) چڱيءَ ريت يگيوپويت اُرٿات برهمچريه پالي، اُتم سکيا ۽ وديا
پراپت ڪيل (سواسه) سندر وَستر ڌارڻ ڪيل برهمچريه سڌ ٿيل، (يوا) پورڻ جوڀن اَوستا ۾
ٿئي، وديا گرهڻ ڪري گرهست آشرم ۾ (آگات) اَچي ٿو (س، اُ) سو ئي ٻئي اُرٿات وديا
جنم ۾ (جايمانه) پرسڌ ٿئي (شريان) نهايت شوڀا وارو ۽ منگلا ڪاري (ڀوت) ٿيندو آهي.
(تم) اُنهن پرشن کي (سواڌيه) چڱيءَ پر ڌيان ڪرڻ وارا، (منسا) وگيان ۽ وچار دوارا (ديويتنه)
وديا جي اُنتيءَ جي ڪامنا ڪرڻ وارا (ڌيراسه) ڌيرجوان، (ڪويه) ودوان لوڪ (اُنيدنت)
اُنتيءَ جي مارگ تي هلائي مان شان وارو ڪندا آهن ۽ جي برهمچريه پالڻ ۽ وديا ۽ اُتم
سکيا پراپت ڪرڻ بنا، ننڍپڻ ۾ وواهه ڪندا آهن، سي اِستريون ۽ پرش نشٽ ڀرشٽ ٿي
ودوانن جي وچ ۾ مان شان پراپت ڪونه ڪندا آهن. ٢. جي (اَپرڌگڌاهه) اَڻ ڏڌل (ڌينوهه)
ڳاين سمان [يعني ڪنواريون] (اَششويه) ٻالڪ اَوستا کان چڙهيل [سامايل] (شبرڌاهه) هر پرڪار
جي اُتم وَهنوار کي پوري ڪرڻ واريون، (ششياه) ڪمار اَوستا کان پار پيل (نوڀانوياه) نئينءَ
نئينءَ سکيا ۽ نئين جوانيءَ سان ڀرپور (يونيتهه) ٿيل (ڀوتهه) پورڻ جوڀن واريون اِستريون،
(ديوانام) برهمچريه ۽ سندر نيمن سان ڀرپور ودوانن جي (ايڪم) اَمت (مهت) وَڏي (اَسرتوم)
ٻڌيءَ، اُرٿات شاستر سکيا واريءَ ٻڌيءَ ۾ سوڄ ماڻڻ جي ڀاونا رکنديون، جوان پتين کي
پراپت ڪري گرڀ ڌارڻ ڪن. ڪڏهن ڀلي ڀلائي ٻه ننڍپڻ ۾ پرش جو ڌيان من ۾ نه آڻين.
ڇو نه اِهو ئي ڪرم هن لوڪ ۽ پرلوڪ جي سک جو ساڌن آهي. ننڍپڻ جي وواهه ۾ جيتري
درگتي پرش جي ٿيندي آهي، تنهنکان وَڌ اِستريءَ جو ناس ٿيندو آهي. ٣. جئن (ن) تتڪال
(شعرماڻهه) اٿي اُدم ڪرڻ وارا (ورشڻهه) ويريه دان ڪرڻ ۾ سمرٿ، پورڻ جوڀن وارا پرش
(پتنيه) جوان اَوستا وارين، هردي کي پريه لڳندڙ اِسترين کي (جگميهه) پراپت ڪري پورا
سؤ ورهيه يا اُنکان به متي آيوُ آنند سان ڀوڳيندا آهن ۽ پتن پوٽن وارا ٿيندا آهن، تئن اِستريون
۽ پرش سدا هلن. جئن (پوروهه) اڳ گذريل (شردهه) سرءَ جون موسمون ۽ (جريتيهه) ٻڍاپي

جي اُوسٿا کي پهچائڻ واري (اشسھ) پراڻهه ڪال جي ويلائن کي (دوشا) رات ۽ (وستوه) ڏينهن (ننوئام) شرير جي (شريمر) سونهن کي (جرما) ڍاپو ٻڍاپو ئل ۽ شوڀا کي دُور ڪري ڇڏيندو آهي، تنهن (اهم) مان استري يا پرش (اُ) چڱيءَ پرڪار (اپي) نشچيه ڪري برهمچريه دوارا وديا، سکيا ۽ آتما جي ٻل ۽ ٻوا اوسٿا کي پراپت ڪري ئي وواهه ڪريان. اُنهيءَ جي اُبتڙ ويد جي ورتي هلڻ ڪري سکدائڪ وواهه ڪڏهن نه ٿيندو.*

**آريه ورت هيٺو ڇو ٿيو؟** جيستائين اُهڙيءَ ريت سڀ رشي، مني، راجا، مهاراجا ۽ آريه لوڪ برهمچريه ۾ رهي وديا پڙهي سويمور وواهه ڪندا رهيا، تيستائين هن ديش جي سدا اُنتي ٿيندي آئي. جڏهن کان وٺي برهمچريه [نه رکڻ] ۽ وديا جي نه پڙهڻ ڪري ٻال اُوسٿا ۾ ماتا پتا جي اُڌين وواهه ٿيڻ لڳو، تڏهن کان وٺي ڏيري ڏيري آريه ورت جي ستيا ناس ٿيندي آئي، تنهنڪري هن نندڻ جوڳي ڪم کي ڇڏي، سٿپرش مٿي ڄيل ريت سان سويمور وواهه ڪندا ڪن. سو وواهه ورڻ اُنوسار ڪن، ۽ ورڻ ويوسٿا به گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ اُنوسار هئڻ گهرجي. **پرشن.-** ڇا جنهنجي ماتا براهمڻي ۽ پتا براهمڻ هجي، سوئي براهمڻ ٿيندو آهي [يا نه] ۽ جنهنجا ماتا پتا ٻئي ورڻ جا هجن، تنجي سنتان ڪڏهن براهمڻ ٿي سگهندي آهي؟

**ورڻ گڻ ۽ ڪرم انوسار ٿيندو آهي:-** **اُتر.-** ها! گهڻيئي ٿي ويا، ٿين ٿا ۽ ٿيندا به. جئن ڇاندوگيه اُپديش ۾ جابال رشي اَگيات [گمنام] ڪل مان؛ مهاڀارت ۾ وشوامتر ڪتري ورڻ مان ۽ ماتنگ رشي چنڊال گهراڻي مان براهمڻ ٿي ويا هئا. هاڻي به جو اُتم وديا ۽ سڀاءَ وارو آهي، سوئي براهمڻ ٿيڻ جي لائق آهي ۽ مورک شودر جي لائق. تئن ئي اَڳتي به ٿيندو.

**پرشن:-** پلا جو رج ۽ ويريه مان شرير ٺهيو آهي، سو بدلجي ٻئي ورڻ جي لائق ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

**براهمڻ رج ۽ ويريه ٿي نه آهي:-**

**اُتر:-** رج ۽ ويريه جي ميلاپ سان براهمڻ شرير نٿو ٿئي. ليڪن-

स्वाध्यायेन जपैर्होमैस्त्रैविद्येनेज्यया सुतैः। महायज्ञैश्च यज्ञैश्च ब्राह्मीयंक्रियते तनुः ॥ मनु० २ । २८ ॥

هنجو اَرٿ مٿي لکي آيا آهيون. مختصر ۾ هتي به لکجي ٿو. پڙهڻ پاڙهڻ، وچار ڪرڻ

---

* هن منتر جون ٻه معنائون ٿي سگهن ٿيون. اُهي ٻئي هت ڏجن ٿيون:-

(۱) جئن سرءُ جي مؤسم ۾ پراڻهه ڪال جي سمي جي سوڀيا کي ڏينهن ۽ راتيون ٻڍاپو آڻي ناس ڪنديون آهن، تئن ئي منش جي شرير جي سوڀيا کي به [ڏينهن ۽ راتيون] ٻڍاپو آڻي ناس ڪنديون آهن، تنهنڪري مان [استري خواهه پرش] چڱيءَ ۾ نشچيه پوروڪ برهمچريه دوارا وديا، شڪشا، شرير ۽ آتما جي شڪتي ۽ جوين اُوسٿا کي پراپت ڪري ئي وواهه ڪريان.

(۲) جئن جو گذريل مدؤن ورهيه کي ناس ڪنديون ويندون آهن؛ جئن رات ۽ ڏينهن پرڀات سمي جي شوڀا کي ناس ڪندا آهن ۽ جئن جو ٻڍاپو شرير جي شوڀا کي ناس ڪندو آهي. تنهنڪري جوان مڙس جلد پنهنجي استرين کي پراپت ڪن ۽ خوب محنت ڪري تپ جو جيون وتيت ڪري ٻار کي وڏيءَ عمر تائين مضبوط رکن.

ڪرائڻ، قسمين قسمين هوم ڪرڻ، سيني ويدن کي شبد، ارٿ، سمبنڌ ۽ سرن جي اچارڻ سميت پڙهڻ پاڙهڻ، پورڻماسي، اشٽمي وغيره [يگين] جي ڪرڻ، مٿي ڄاڻايل وڌيءَ پوروڪ ڌرم انوسار سنتان اتپن ڪرڻ، برهم يگيه، ديو يگيه، پتري يگيه، ويشو يگيه ۽ اتٿي يگيه جنهنجو ورڻن مٿي اچي چڪو آهي؛ اگني اشٽوم وغيره يگيه، ودوانن جو سنگ ۽ سندن ستڪار، سچ ڳالهائڻ پر اپڪار وغيره ست ڪرم ڪرڻ ۽ سمپورڻ شلپ وديا وغيره پراپت ڪري، دشت وهنوار ڇڏي سريشٽ آچار ۾ ورتڻ سان هيءُ شرير برهمڻ جو بڻايو ويندو آهي، ڇا هن شلوڪ کي اوهين لٽا مڃو؟ [پرشن] مڃون ٿا. * [اتر] پوءِ ڇو ٿا رج ويريه جي ميلاپ دواران ورڻ ويوسٿا مڃو؟ [پرشن] رڳو مان نٿو مڃان، پر گهڻا لوڪ پرمپرا کان ائين ئي مڃيندا آيا آهن. ڇا اوهين پرمپرا جو به کنڊن ڪندا؟ [اتر] نه، پر توهانجي الٽيءَ سمجهه کي نه مڃي کنڊن به ڪريون ٿا. [پرشن] اسانجي الٽي ۽ توهانجي سڌي سمجهه آهي، تنهن ۾ ڪهڙو پرماڻ آهي؟ [اتر] اهو ئي پرماڻ آهي ته توهين پنجن ستن پيڙهين جي رواج کي سناتن وهنوار ٿا مڃو، ۽ اسين ويد ۽ سرشٽيءَ جي آد کانوٺي اڄ تائين جي پرمپرا کي مڃون ٿا. ڏسو جنهنجو پتا سريشٽ انجو پٽ دشت، ۽ جنهنجو پٽ سريشٽ اهو پتا دشت؛ مگر ڪٿي ٻئي سريشٽ، يا ٻئي دشت ڏسڻ ۾ اچن ٿا، انڪري توهين ڀاڙهو ڀرم ۾ پيا آهيو. ڏسو منو مهراج ڇا چيو آهي:-

येनास्य पितरो याता येन याता पितामहाः। तेन यायात्सतां मार्गं तेन गच्छन्न रिष्यते ॥ मनु० ४। १७८ ॥

**وڏن جي چڱائي هٿ ڪريو:-** جنهن مارگ تي پيءُ ڏاڏو هليا هجن، تنهن تي سنتان به هلي؛ پر جيڪي پيءُ ۽ ڏاڏا ست پرش هجن، تنجي ئي رستي تي هلجي. پر پيءُ ۽ ڏاڏا دشت هجن ته سندن مارگ تي ڪڏهن به نه هلجي. ڇو ته اتم ڌرماتما پرشن جي مارگ تي هلڻ سان دک ڪڏهن نه ٿيندو آهي. هن ڳالهه کي اوهان مڃو ٿا يا نه؟ [پرشن] ها! مڃون ٿا. [اتر] ۽ ڏسو جا پرميشور جي دوارا پرسد ٿيل ويد انوسار ڳالهه آهي، سا ئي سناتن، ۽ [جا] انجي ورڌ آهي، سا ڪڏهن به سناتن ٿي نٿي سگهي. ائين ئي سڀني لوڪن کي مڃڻ گهرجي يا نه؟ اوس مڃڻ گهرجي. پر جي ڪوئي ائين نه مڃي ته انکان پڇڻ گهرجي ته جي ڪنهن جو پتا سڃو ۽ پٽ ڌنوان هجي ته ڇا هو پنهنجي پتا جي سڃائي ڏسي ڌن ڦٽو ڪري ڇڏي؟ ڇا، جنهنجو پتا سورداس هجي ته انجو پٽ به اکيون ڪڍائي ڇڏي؟ جنهنجو

* پراچين رشين جيان رشي ديانند ستيارٿ پرڪاش ۾ پنهنجا ويچار پرشن ۽ اتر [سوال ۽ جواب] جي روپ ۾ ڏنا آهن. ڪٿي ڪٿي پڙهندڙن کي ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي ته پرشن [illegible]و ليک ائين آهي، جٿي اتر جو ٿيندو آهي ۽ اتر جو ائين جٿي پرشن جو ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري اهڙن نڪرن کي گهرائيءَ سان پڙهڻ گهرجي، ڏکيائيءَ کي گهٽ ڪرڻ جي ويچار سان انگريزي انوادڪ "پرشن" جو الٿو Objector ڪيو آهي ۽ "اتر" جو الٿو Author ڪيو آهي. ائين سمجهو ته پرشن جو ارٿ آهي شنڪا؛ جا ڪا جگياسو ڪري ٿو ۽ اتر آهي شنڪا جو سماڌان جو رشي ڪري ٿو. ڪنهن ڪنهن نڪر ۾ اهو ضرور ٿو ٿئي ته پرشن ۽ اتر شبد انن ۾ وڌائجي. هي نڪر به اهڙو ئي آهي.

پنا ڪڪرمي هجي ته ڇا اُنجو پٽ به ڪڪرم ٿي ڪري؟ نه نه، هرگز نه. مگر جيڪي ماڻهوءَ جا اُتم ڪرم هجن، تن ٿي ھلڻ ۽ دشت ڪرم جو ٿياڳ سيبي لاءِ نهايت ضرُوري آهي.

**جنم ٿي ورڻ نه آهي:-** جي ڪوئي رج وِيرنه جي ميلاپ جي آڌار ٿي ورڻ آشرم وِيوستا مڃي ۽ گڻ ڪرم انوسار نه مڃي، ته انڪان پڇڻ گهرجي ته جيڪڏهن ڪوئي پنهنجو ورڻ ڇڏي نيچ، چنڊال، عيسائي يا مسلمان ٿي ويو هجي ته اُنکي به براهمڻ ڪري ڇو نٿا مڃو؟ هتي ائين ٿي چوندا ته هن براهمڻ جا ڪرم ڇڏي ڏنا، تنهنڪري هو براهمڻ نه آهي. هن مان اهو به سِڌ ٿيو ته جي براهمڻ وغيره اُتم ڪرم ڪن ٿا، سي ئي براهمڻ وغيره آهن ۽ جي نيچ به اُتم ورڻ جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ وارو هجي ته اُنکي اُتم ورڻ ۾، ۽ جو اُتم ورڻ جو ٿي نيچ ڪرم ڪري ته اُنکي نيچ ورڻ ۾ اَوس ڳڻڻ گهرجي-

ब्राह्मणोस्य मुखमासीद बाहू राजन्य: कृत: । ऊरू तदस्य यद्वैश्य: पद्भया ॐ शूद्रो अजायत ॥

**پرشن-** هيءَ يجرويد جي ٣١ اَڌياءَ جو ١١ منتر آهي. هنجو هيءُ اَرٿ آهي ته براهمڻ ايشور جي مک مان، کتري ٻانهن مان، وئش ساٿرن مان ۽ شودر پيرن مان اُتپن ٿيا آهن. ان ڪري مک، ٻانهون وغيره نه [ٿيندو آهي] ۽ ٻانهون وغيره مک نه ٿيندا آهن؛ تئن برهمڻ نه کتري وغيره ۽ نه کتري وغيره براهمڻ ٿي سگهن ٿا.

**اُتر:-** هن منتر جو اَرٿ جو توهان ڪيو، سو ٺيڪ نه آهي. ڇو ته هت *"پرش" اَرٿات نراڪار، وياپڪ، پرماتما جو ٿي ارٿ ڇڪيل آهي. ※ جڏهن هو نراڪار آهي ته اُنجا مک وغيره اَنگ ٿي ئي نٿا سگهن. جي مک وغيره انگن ۾ وراهجي ته هو "پرش" ارٿات وياپڪ نه آهي ۽ جيڪو وياپڪ نه آهي، سو سروَ شڪتيمان، سرشٽي ڪرتا، ڌرتا ۽ پرليه ڪرتا جيون جي پُڻ پاپن کي ڄاڻي ويوستا ڪرڻ وارو، سروگيه، اجنما، مرتيوُ رهت وغيره گڻن وارو ٿي نٿو سگهي. انڪري هنجو هيءُ ارٿ آهي ته جو پورڻ وياپڪ پرميشور جي سرشٽيءَ ۾ منهن سمان سڀ ۾ مکيه ۽ اُتم هجي، سو براهمڻ "बाहुवै बलं बाहुवै वीर्यम्" 'شتپٿ براهمڻ [جي پرماڻ انوسار] ٻل ۽ ويريه جو نالو باهو [ٻانهون] آهي، سي جنهن ۾ وَڌيڪ هجن سو کتري، ڪمر [ڇيلهه] کان هيٺ ۽ گوڏن کان مٿين ڀاڱي جو نالو "اُرو" [ستر] آهي. جو سيني پدارٿن [جي واپار لاءِ] سيني ديشن ۾ رانن جي ٻل سان اچي وڃي، مسافري ڪري

---

* پرش شبد جو ارٿ اڳ ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل "پرش" پريءَ ۽ نگريءَ ۾ رهندڙ يا وياپڪ. سنسار روُپي پريءَ ۾ پريو وياپڪ آهي. انهيءَ ڪري هنکي پرش ڪوٺيندا آهن. ڇاڪاڻ جو پريو سروَوياپڪ آهي، تنهنڪري هنکي اَک، منهن، هٿ پير ٿي ئي ڪونه سگهندا.

※ هن منتر ۾ "پرش" شبد پيل ڪونه آهي. هن منتر ۾ شبد "اسيه" ارٿات "هنجو" پيل آهي "هنجو" مک آهي براهمڻ هنجو سروَنام [ضمير] آهي. اُهو ڪهڙي نام [اسم] جي لاءِ آيو آهي؟ هنکان اڳين منتر ۾ "پرش" شبد آهي. 'اسيه' پرش جي لاءِ ڪم آندل آهي، جڏهن اڳ ورنن ٿيل ڳالهه کي پوئين ورلن ۾ ڇڪي اچڻو پوندو آهي ته اُن کي 'انورتي' چوندا آهن. هن منتر ۾ "پرش" انورتي آهي اڳين منتر مان.

سو وئش ۽ جو پيرن ارٿات هيٺين انگ سمان مورکتا وغيره گڻن وارو هجي، سو شودر آهي. هڪ ٻئي هنڌ شتپٿ براهمڻ وغيره ۾ هن منتر جو اهڙوئي ارٿ ڪيل آهي، جئين تہ-
यस्मादेते मुख्यास्तस्मान्मुखतो ह्यसृज्यन्त । इत्यादि ।

جئن جو هو مک [اڳوان] آهن، انڪري مک مان اُپن ٿيل [سڄن ٿا] اهڙو ڪٿن ٺهڪي ٻ اچي ٿو. ارٿات جئن مک سڀني انگن ۾ سريشٽ آهي، تئن پورڻ وديا اُتم گڻ ڪرم سڀاءَ وارو هئڻ ڪري منش جاتيءَ ۾ براهمڻ اُتم سڏبو آهي. جڏهن پرميشور جي نراڪار هئڻ ڪري مک آدي انگ ئي ڪين آهن، تہ مک مان اُتپن ٿيڻ اِئين اسمڀؤ آهي، جئن سنڌ جي پٽ جو وواهہ ٿيڻ. ۽ جي مک وغيره انگن مان براهمڻ وغيره [ورڻ] اُتپن ٿين ها تہ هنن جي شڪل اپادان ڪارڻ [مکهن وغيره انگن] جهڙي اوس ٿئي ها. جئن وات جي شڪل گول مول آهي، تئن ئي سندن شرير جي بناوت بہ مک جيان گول مول ٿيڻ گهربي هئي. کترين جا شرير ٻانهن جيان، وئشن جا شرير ٽنگن سمان ۽ شودرن جا پيرن جهڙي آڪار جهڙا هئڻ گهرجن، پر اِئين نٿو ٿئي. ۽ جي ڪوئي توهان کان پڇي تہ جيڪي مک وغيره مان اُتپن ٿيا هئا، تن جو نالو برهمڻ وغيره ٿيڻ گهرجي، پر توهان جو نہ، ڇو تہ جئن سڀ ماڻهو گرڀ مان اُتپن ٿين ٿا، تئن توهان بہ ٿا ٿيو؛ پوءِ توهين مک وغيره مان اُتپن نہ ٿي براهمڻ وغيره (نالي جو) ابهمان ڇو ٿا ڪريو؟ انڪري توهانجا ڪيل اَرٿ اَجايا آهن، ۽ جي اَرٿ اسان ڪيا آهن، سي سچا آهن. اِئين ٻئي هنڌ [منوسمرتيءَ ۾] چيل آهي. جئن-
शूद्रो ब्राह्मणतामेति ब्राह्मणश्चैति शूद्रताम् । क्षत्रियाज्जातमेवन्तु विद्याद्वैश्यात्तथैव च ॥ मनु० १० । ६५ ॥

**منوءَ جي آگيا:-** جو شودر ڪل ۾ اُتپن ٿي، براهمڻ، کتري ۽ وئش سمان گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ وارو هجي تہ اُهو شودر، براهمڻ، کتري ۽ وئش ٿي پوندو آهي. تئن ئي جيڪو براهمڻ، کتري ۽ وئش ڪل ۾ اُتپن ٿيو هجي پر اُن جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ شودر جهڙا هجن تہ اُهو شودر ٿي پوندو. تئن کتري يا وئش ڪل ۾ اُتپن ٿي، براهمڻ، يا شودر سمان هئڻ ڪري براهمڻ خواهہ شودر بہ ٿي پوندو آهي؛ يعني چئني ورڻن ۾ جنهن جنهن ورڻ سمان جو جو پرش يا اِستري هجي، سو سو اُنهيءَ ورڻ ۾ ڳڻيو وڃي.

**آپستمب رشيءَ جو مت:-** هي آپستمب جا سوتر آهن.

धर्मचर्यया जघन्यो वर्णः पूर्वं पूर्वं वर्णमापद्यते जातिपरिवृत्तौ ॥ १ ॥
अधर्मचर्यया पूर्वो वर्णो जघन्यं जघन्यं वर्णमापद्यते जातिपरिवृत्तौ ॥ २ ॥

اَرٿ:- (۱) ڌرم تي هلڻ ڪري گهٽ ورڻ [وارو] پاڻ کان اوُچي ورڻ کي پراپت ٿيندو آهي، ۽ اُهو اُنهيءَ ئي ورڻ ۾ ڳڻيو وڃي، جنهنجي هو يوڳيہ هجي. (۲) تئن اَڌرم تي هلڻ ڪري اُتم ورڻ وارو منش پاڻ کان گهٽ ورڻ کي پراپت ڪري ٿو ۽ اُنهيءَ ئي ورڻ ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. جئن پرش، جنهن جنهن ورڻ جي يوڳيہ هوندو آهي، [تنهن تنهن ورڻ ۾ ليکيو ويندو آهي] تئن اِسترين جو بہ ساڳيو نيم سمجهڻ گهرجي. ان مان چٽو سڌ ٿيو تہ اهڙي پرڪار هئڻ ڪري سڀ ورڻ پنهنجا پنهنجا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ رکندي، پوترتائيءَ سان رهندا

يعني براهمڻ ڪل ۾ ڪوبہ ڪتري، وئش خواهه شودر نہ رهي ۽ ڪتري، وئش ۽ پڻ شودر ورڻ بہ شڌ رهندا ايندا، يعني ورڻ* سنڪرتا اُٿڻ لہ ٿيندي. اِنڪري ڪنهن ورڻ جي نندا خواهه گهٽتائي بہ نہ ٿيندي.

**ورڻ ويوستا جو پربنڌ:-** پرشن:- جي ڪنهنکي هڪ ئي پٽ يا ڌيءُ هجي، سو جي ڪنهن ٻئي وَرڻ ۾ هليو وڃي تہ اُنجي مائٽا پتا جي شيوا ڪير ڪندو؟ ۽ وَنش ڇيدن [گهراڻي جو ناس] بہ ٿيندو. اُنجو ڪهڙو پربنڌ ٿيڻ گهرجي؟

**اُتر:-** نہ ڪنهنجي شيوا ۾ ڀنگ ۽ نہ ڪنهنجي ڪل جو ناس ٿيندو، ڇو تہ ڪين پنهنجي پٽن ۽ ڌيئن بدران پنهنجي وَرڻ لوگيہ ٻيو سنتان **وديا سڀا** ۽ **راج سڀا** جي آگيا سان ملندي، اِنڪري ڪابہ گڙ ٻڙ نہ ٿيندي. هيءُ گڻن ۽ ڪرمن اُنوسار وَرڻ ويوستا ڪنيائن جي ١٦ ورهيہ ۽ پرش جي ٢٥ ورهين جي عمر ۾ نرنئہ ڪرڻ گهرجي. الهيءُ ئي نيم موجب يعني برهمڻ وَرڻ جو براهمڻيءُ سان، ڪتري وَرڻ جو ڪترياڻيءُ سان، وَئش ورڻ جو وَئش اِستريءُ سان ۽ شوُدر ورڻ جو شوُدرياڻيءُ سان وواهہ ٿيڻ گهرجي. تڏهن ئي ڌار ڌار ورڻن جا ڪم [نيڪ رهندا] ۽ هڪ ٻئي ۾ پرپڄ بہ نيڪ نيڪ رهندو. الهن چئن ورڻن جا ڪرتويہ، ڪرم ۽ گڻ هيءُ آهن:-

अध्यापनमध्ययनं यजनं याजनं तथा । दानं प्रतिग्रहंश्चैव ब्राह्मणानामकल्पयत् ॥ १ ॥ मनु० १ । ८८ ॥
शमो दमस्तप: शौचं क्षान्तिरार्जवमेव च । ज्ञानं विज्ञानमास्तिक्यं ब्रह्मकर्म स्वभावजम् ॥ २ ॥ भ०गी० १८।४२

**براهمڻ جا ڪرم:-** براهمڻ جا پڙهڻ پاڙهڻ، يگيہ ڪرڻ ڪرائڻ، دان ڏيڻ ۽ وٺڻ اهي ڇهہ ڪرم آهن. پر منوءَ جي وچن "प्रतिग्रह: प्रत्यवर:" اُنوسار دان وٺڻ نيچ ڪرم آهي □ (شم) من سان مندي ڪم جي اِڇا بہ نہ ڪرڻ ۽ نہ ڪڏهن اُنکي اَڌرم ۾ پرورت ٿيڻ ڏيڻ. (دم) ڪنن ۽ اکين وغيره اِندرين کي اَنياءَ جي ڪمن کان روڪي ڌرم ۾ هلائڻ. (تپ) سدا برهمچاري جتي ئي، ڌرم جا ڪم ڪرڻ. (شوچ) شڌتائي. [جنهنجو منوُ مهراج هيٺين ورنن ڪيو آهي]-

अद्भिर्गात्राणि शुध्यन्ति मन: सत्येन शुध्यति । विद्यातपोभ्यां भूतात्मा बुद्धिर्ज्ञानेन शुध्यति ॥

جل سان ٻاهريان اَنگ، سچ آچرڻ سان من، وديا ۽ ڌرم جي ڪمن ڪرڻ سان جيو آتما ۽ گيان سان بدي شڌ ٿيندي آهي. اَندروني راڳ دويش وغيره وڪارن ۽ ٻاهر جي مليتا کي دوُر ڪري شڌ رهڻ يعني سچ ڪوُڙ جي پرک ڪري سچائيءَ کي گرهڻ ۽ ڪوُڙ کي تياڳڻ سان نشچو پوتر ٿيندو آهي. (شانتي) نندا اُستتي، سک دک، ٿڌي ڪوسي، بک اُڃ

* ورڻ سنڪرتا ورڻن جو گاڏڙ ساڏڙ ٿيڻ، براهمڻ جي اَندر اهڙا منش اڇي وڃن، جن جا گڻ شوُدرن جهڙا هجن ۽ ودوانن ڌرم پرمين ۽ تياڳين کي اَنياءَ سان ڏکي شوُدرن جي پنڪت ۾ اُچلڻ.

□ هت اُهو دان وٺڻ نيچ ڪرم آهي، جو سؤمان ڇڏي ليلائي وٺجي خواه جو ڇل ڪپٽ دوارا پرايت ڪجي.

لاڀ هاڃي، مان اَپمان وغيره هرش شوڪ ڇڏي ڌرم ۾ دڙهه نشچو رکڻ. (آرجو) ڪوملتا، نراڀمان، سادگي، سرل سڀاءُ رکڻ، ڪٽلتا وغيره دوش ڇڏي ڏيڻ. (گيان) سڀني ويد آدي شاسترن کي انگن اُپانگن سميت پڙهڻ پاڙهڻ جو سامرٿ، [رکڻ] وويڪ جي [وسيلي] سچ جو نرڻو ڪرڻ يعني جا وستو جهڙي هجي، مطلب ته جڙ کي جڙ، چيتن کي چيتن ڄاڻڻ ۽ مڃڻ (وگيان) پرٿويءَ کان وٺي پرميشور تائين پدارٿن کي چڱيءَ طرح ڄاڻي، اُنهن مان نيڪ نيڪ لاڀ وٺڻ. (آستڪيه) ڪڏهن به ويد، پرميشور، مڪتي، پورب جنم، پُني جنم [۾ وشواس] ڌرم، وديا، ستسنگ، ماتا پتا، آچاريه ۽ اَتٿين جي سيوا کي نه ڇڏڻ ۽ [اُنهن جي] نندا ڪڏهن نه ڪرڻ ۽ اهي پندرهن ڪرم ۽ گڻ براهمڻ ورڻ جي منش ۾ اوشيه هئڻ گهرجن.

प्रजानां रक्षणं दानमिज्याध्ययनमेव च । विषयेष्वप्रसक्तिश्च क्षत्रियस्य समासतः ॥ मनु० १ । ८९ ॥

शौर्यं तेजो धृतिर्दाक्ष्यं युद्धे चाप्यपलायनम् । दानमीश्वरभावश्च क्षात्रं कर्म स्वभावजम् ॥ भ०गीता १८।४३

**ڪشترين جا ڪرم**:- (پرجاڻا رکشڻم) نياءَ سان پرجا جي رکشا يعني پکشپات ڇڏي سريشٽ پرشن جو ستڪار ۽ دشٽن جو ترسڪار* ڪرڻ ۽ سڀ پرڪار سان سڀني جي پالنا (دان) وديا ۽ ڌرم ۾ رچي ۽ سپاترن جي سيوا ۾ ڌن وغيره پدارٿ ڪپائڻ (اِجيا) اگني هوتر وغيره يگيه ڪرڻ ۽ ڪرائڻ. (اَڌيين) ويد آدي شاستر پڙهڻ ۽ پاڙهڻ. (وشيه شو) وشين ۾ نه ڦاسي جتيندريه رهي سدا سرير ۽ آتما ۾ بلوان رهڻ. (شَوريه) سون هزارن سان جنگ جوٽڻ ۾ پڻ نه ڊڄڻ. سدائين (تيجه) تيجسوي اَرٿات ديني اَڌين نه ٿيڻ، پاڻ تي ڀروسو رکڻ ۽ همٿ ڌارڻ ۽ اَڻ ڊر ٿيڻ. (ڌرتي) ڌيرجوان ٿيڻ. (داڪشيه) راجا ۽ پرجا سنبنڌي وهنوارن ۾ بلڪل چتر [پڙ]ولي ٿيڻ. (يڌيه) جنگ ۾ دريه ۽ بي ڊپو رهي ڪڏهن به نه هٽڻ نه ڀڄڻ، اَرٿات اهڙي پرڪار لڙڻ جو اوس پنهنجي جِئه ٿئي، ۽ پنهنجو پاڻ بچاءُ ڪندو رهڻ ۽ جي ڀڄي نڪرڻ سان خواهه شترو‌ءَ سان داءُ پيچ ڪيڏڻ ڪري جيت ٿيندي هجي، ته ائين ئي ڪرڻ. (دان) دان ڪرڻ جو سڀاءُ رکڻ. (ايشور ڀاوُ) پکشپات ڇڏي، سڀني سان يٿايوگيه ورتڻ، سوچي ويچاري ڏيڻ ۽ پرتگيا پوري ڪرڻ ۽ اُنکي ڪڏهن به نه ڀڃڻ اِهي يارهن ڪتري ورڻ جا گڻ ۽ ڪرم آهن.

पशूनां रक्षणं दानमिज्याध्ययनमेव च । वणिक्पथं कुसीदं च वैश्यस्य कृषिमेव च ॥ मनु० १ । ९०

**وئش جا ڪرم**:- (پشو رکشا) ڳئو وغيره پشن جي پالنا ۽ واڌارو ڪرڻ. (دان) وديا ۽ ڌرم جي ترقيءَ جي ڪرڻ ڪرائڻ لاءِ ڌن وغيره لڳائڻ، (اِجيا) اگني هوتر آدي يگين جو ڪرڻ. (اڌيين) ويد وغيره شاستر جو پڙهڻ. (وڻڪ پٿ) هر پرڪار جو واپار ڪرڻ. (ڪسيد) هڪ سيڪڙي تي چئن، ڇهن، اٺن، ٻارهن، سورهن خواهه ويهن آنن کان مٿي وياج (نه وٺڻ) ۽ مُوڙيءَ کان ٻيڻو يعني هڪ روپيو ڏنو ويو هجي ته سو ورهين ۾ به ٻن روپين کان وڌيڪ نه وٺڻ نه ڏيڻ (ڪرشي) کيتي ڪرڻ اِهي وئشن جا گڻ ۽ ڪرم آهن.

एकमेव हि शूद्रस्य प्रभुः कर्म समादिशत् । एतेषामेव वर्णानां शुश्रूषामनसूयया ॥ मनु० १ । ९१ ॥

**شودر جا ڪرم**:- شودر کي گهرجي ته نندا، ابرکا، اَڀمان آدي دوش ڇڏي، براهمڻ،

* ترسڪار، ستڪار جو اُلٽو اَرٿ ٿو رکي، ستڪار ڪرڻ=مان ڏيڻ.

کتري ۽ وئش جي شيوا ٻانوڳي ڪري ۽ اُنهيءَ منجهان پنهنجي آجيوڪا ڪري، شودر جو اِهو ئي هڪڙو گڻ ۽ ڪرم آهي.

**ورڻ ويوسٿا جو لاڀ:-** هي ٿوري ۾ ورڻن جا گڻ ۽ ڪرم لکيا ويا آهن. جنهن جنهن منش ۾ جنهن جنهن ورڻ جا گڻ ۽ ڪرم هجن، تنهن تنهن ورڻ جو [اُنکي] اَڌڪار ڏيڻ. اهڙي نيم رکڻ سان سڀ منش پنهنجي اُنتيءَ جي اِڇا ڪندا رهندا. ڇوته اُتم ورڻ وارن کي ڀؤ ٿيندو ته جيڪڏهن اسانجي سنتان موروکتا آدي دوشن واري ٿيندي ته شودر ٿي پوندي ۽ سنتان به ڊڄندي رهندي ته جيڪڏهن اسان مٿي ورنن ڪيل چال چلن ۽ ودِيا وارا نه ٿينداسين ته شودر ٿيڻو پوندو. ٻئي طرف هيٺين ورڻن کي وري اُتم ورڻ ۾ پهچڻ لاءِ اُتساهه [پڻ] وڌندو ويندو. وديا ۽ ڌرم جي پرچار جو اَڌڪار براهمڻ کي ئي ڏيڻ گهرجي، ڇو ته هو پورڻ ودوان ۽ ڌارمڪ هئڻ ڪري اُنهيءَ ڪم کي نيڪ نيڪ ڪري سگهن ٿا. کترين کي راڄ جو اَڌڪار ڏيڻ سان ڪڏهن به راڄ جي هاڃي [نه ٿيندي آهي ۽ اُن ۾] وگهن نه پوندو آهي. پشو پالن وغيره جو اَڌڪار وئشن کي ئي ملڻ گهرجي ڇو ته هو اِهو ڪم چڱي نموني ڪري سگهن ٿا. شودرن کي شيوا جو اَڌڪار اِنهيءَ ڪري آهي، جو هو اَڻ پڙهيل هوڻ ڪري گهٽ عقل هئڻ سبب وگيان سمبندي ڪو به ڪم ڪري نه سگهندا، پر شرير جا سڀ ڪم ڪري سگهندا آهن. اهڙي نموني ورڻن کي پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳائي رکڻ راڄا جو ڪم آهي.❀

ब्राह्मो दैवस्तथैवार्षः प्राजापत्यस्तथाऽसुरः । गान्धर्वो राक्षसश्चैव पैशाचश्चाष्टमोऽधमः ॥ मनु० ३ । २१ ॥

**وواهه جا لکشڻ ۽ پرڪار:-** وواهه اُٺن پرڪارن جا ٿيندا آهن:- ١. براهم. ٢. ديو ٣. آرش. ٤. پرجاپتيه. ٥. آسر. ٦. گاندرو. ٧. راکشس. ٨. پئشاچ. اُنهن مان وواهن جو هيءُ نيم آهي ته ور ۽ ونيءَ [گهوٽ ۽ ڪنوار] ٻئي نيڪ نيڪ برهمچريه ڌوارا پورن ودوان، ڌرمي ۽ سشيل هجن. تنجو هڪٻئي جي پرسنتا سان وواهه ٿيڻ "براهم" سڏبو آهي. وڏي يگيه ڪرڻ سمي يگيه ڪرم ڪندي ڄاڻيءَ کي اُتم وستر ۽ گهڻن ڀوشڻن سان سينگاري ڪنيا ڏيڻ "ديو". ور کان ڪجهه وٺي وواهه ٿيڻ "آرش"●. ٻنهي جو وواهه ڌرم جي واڌاري لاءِ ٿيڻ "پرجاپتيه". ور ۽ ونيءَ کي ڪجهه ڏئي وواهه ڪرڻ "آسر". نيم ورت ۽ اوائلي سمي ڪنهن ڪارڻ سبب ٻنهي جي اِڇا اَنوسار ور ۽ ونيءَ جو ميلاپ "گاندرو". لڙائي ڪري ٻل پوروڪ يعني ڦري، پڪڙي يا دوکي ڪپٽ سان ڪنيا هٿ ڪرڻ "راکشس". سمهيل، شراب پيتل يا پاڳل ڪنيا سان ڏاڍ [زوري] ڪري سنڀوگ ڪرڻ "پئشاچ" وواهه سڏبو آهي. اُنهن سڀني وواهن ۾ براهم وواهه سڀ کان "اُتم"، ديو ۽ پرجاپتيه "وچولو"، آرش، آسر ۽ گاندرو

❀ جتي اَگيءَ چيل آهي ته راڄ سڀا ۽ وديا سڀا اِهو ڪم ڪن. يعني سڀني لوڪن کي سندن يوگيتا اَنوسار ڪم ڏين ۽ يوگيتا جي آڌار تي ئي براهمڻ آدي ورڻ ۾ لکين.

● هن ڳالهه بابت رشي ديانند سرسوتي ڪار وديءَ ۾ هيٺيون نوٽ ڏنو آهي ته:- هيءَ ڳالهه مٿيا آهي، ڇو ته منو سمرتيءَ ۾ ٻئي هنڌ ڪجهه وٺي وواهه ڪرائڻ جو کنڊن آهي ۽ پڪتيءَ جي به ورت آهي، تنهنڪري نه ڪجهه ڏجي، نه وٺجي، ٻئي خوشيءَ سان هٿيالي جو سنسڪار ڪن، تنهنکي "آرش" وواهه ڪرڻ گهرجي.

"لڪرشٽ" راڪشس "بنهه ڪرپل" ۽ پشاچ "مها پرشٽ" آهي.

**وواهه کان اڳ ايڪانت ۾ نه ملن:-** تنهنڪري اهو نشچه سمجهڻ گهرجي ته ڪنيا ۽ ور کي وواهه کان اڳ ايڪانت ۾ گڏجڻ مسجهڻ نه گهرجي. ڇو ته جوڀن اوستا ۾ استري پرش جو ايڪانت ۾ ملڻ دوش ڪارڪ آهي. جڏهن ڇوڪريءَ ۽ ڇوڪري جي وواهه جو سمو ٿئي ارٿات برهمچريه آشرم ۽ وديا پوري ٿيڻ ۾ هڪ ورهيه يا ڇهه مهنا رهيل هجن، تڏهن ڪمارن ۽ ڪمارين جو ڇاپا چٽر جنهنکي فوٽوگراف ڪوٺيندا آهن يا مورت ڪڍي ڇوڪرين جي اڌياپڪائن ڏانهن ڇوڪرن جون، ۽ ڇوڪرن جي اڌياپڪن ڏانهن ڇوڪرين جون موڪلي ڏجن. پوءِ جنهنجي جنهن سان شڪل ملي اچي، تنهنجو اِلهاس ارٿات جنم ڪانوني اُنهيءَ ڏينهن تائين جيونچرتر جو جيڪو پستڪ رکيل هجي، سو اڌياپڪ گهرائي ڏسن. جڏهن ٻنهي جا گڻ ڪرم ۽ سڀاءَ ملي اچن، تڏهن جنهن جنهن سان جنهن جنهن جا وهانءَ ڪرڻ نيڪ سمجهن، تنهن تنهن ڇوڪر ۽ ڇوڪريءَ جي مورت ۽ جيونچرتر [چونڊيل] ڇوڪريءَ ۽ ڇوڪري جي هٿ ۾ ڏيئي، پڇن ته جيڪا اوهانجي منشا هجي سا اسانکي ٻڌايو. جڏهن اُنهن ٻنهي جو هڪ ٻئي سان وواهه ڪرڻ جو نشچيه ٿي وڃي، تڏهن اُنهن ٻنهي جو سماورتن [گروڪل کان موٽڻ جو سنسڪار] ساڳئي وقت ٿيڻ گهرجي. جي هو ٻئي اڌياپڪن جي سامهون وواهه ڪرڻ چاهين ته اُتي، نه ته ڪنيا جي ماتا پتا جي گهرن ۾ وواهه ٿيڻ گهرجي. جڏهن ٻئي هڪ ٻئي جي روبرو ٿين، تڏهن اُنهن اڌياپڪن خواه ڪنيا جي ماتا پتا ۽ ڀدر پرشن جي سامهون اُنهن ٻنهي جو ڳالهه ٻولهه ۽ شاستراٿ ڪرائجي، ۽ جيڪا ڳجهي ڳالهه پڇڻي هجين، سا به سڀا ۾ لکي هڪ ٻئي جي هٿ ۾ ڏيئي، پرشن اُتر [پاڻ] ڪن. جڏهن ٻنهي جو درڍ پريم وواهه ڪرڻ ۾ ٿي وڃي، تڏهن کان سندن کاڌي پيئڻ جو سٺو پربنڌ ٿيڻ گهرجي، تنهنڪري سندن شرير جي اڳ برهمچريه ۽ وديا پراپتيءَ جي تپسيا ۽ ڪشٽ ڪري نربل ٿي ويا آهن، سي وري چندرما جي ڪلا جيان ٿورن ڏينهن ۾ وڏي ٻلوان ٿي پون. پوءِ جنهن ڏينهن ڪنيا ماسڪ ڌرم ۾ اچي شڌ ٿئي، تنهن ڏينهن ويدي ۽ منڊپ ٺاهي، اُنيڪ سگنڌين واريون وستون ۽ گيهه وغيره جو هوم [ڪن]، خواه اُنيڪ ودوان پرشن ۽ استرين جو يٿايوگيه ستڪار ڪن. وري جنهن ڏينهن رتودان ڏيڻ يوگيه سمجهيو وڃي، تنهن ڏينهن "سنسڪار وڌي" پستڪ واريءَ وڌيءَ اُنوسار سڀ ڪرم ڪري اڌ رات جو يا ڏهين ٻجي تمام خوشيءَ سان سڀني [حاضرين] جي سامهون "پاڻي گرهڻ"* دوارا وواهه سنسڪار پورو ڪري گڏجي ايڪانت واس ڪن.

**گرڀاڌان ڪريا:-** پرش ويريه شٿاپن ۽ استري ويريه آڪرشڻ جي جيڪا وڌي آهي، تنهن اُنوسار ٻئي ورتن. ✠ جيترو ٿي سگهي برهمچريه جو ويريه وِئرٿ نه وڃايو وڃي، ڇو ته اُنهيءَ ويريه ۽ رج مان جو شرير اُتپن ٿيندو آهي، سو اُتم ۽ اُتم سنتان ٿيندو آهي. جڏهن گرڀ ۾ ويريه نڪرڻ جي مهل ٿئي، تنهن مهل استري پرش ٻئي استر [بنا چرپر جي] نڪ

---

* پاڻي=هٿ+گرهڻ=پڪڙڻ. پاڻي گرهڻ کي سنڌيءَ ۾ "هٿيالو" چئبو آهي.

✠ اُهڙيءَ ريت وهنوار ڪن، جئن هڪ ميلاپ سان ئي گرڀ ٿئي.

ساهون نڪ، اکين سامهون اکيون، ارٿات سڌو سنئون [رکن] ۽ نهايت پرسن چت رهن، ڦرن نه. پرش پنهنجو سنئون پلو ڪري ۽ استري واڙيءَ ڏاڙهن ڪرڻ مهل * اپان وايوءَ کي مٿي چڙهي، ڍلي انگ کي ڇڏي، سوڙهو ڪري ويرير کي ڇڏي گرڀ ۾ ٺهرائي ✖ [پهچائي]. پوءِ ٻئي شڌ جل سان سنان ڪن. گرڀ ٿي وڃڻ جي پوري ڄاڻ سمجهدار استريءَ کي نه اُنهيءَ مهل ٿي ويندي آهي، پر اُنجي پڪ هڪ مهيني ڪانپوءِ رجسولا ■ نه ٿيڻ ڪري، سڀني کي ٿي ويندي آهي. سنڌ، ڪيسر، اسگنڌ، ننڍا ڦوٽا ۽ سالب مصري وجهي، اڳواٽ ڪيل ڪاڙهي رکجي [جو پوءِ ٿڌو ٿيل هوندو] سو جيترو وڻين، اوترو ٻئي پي ڏار ڏار پنهنجي هنڌ تي وڃي سمهن. اهائي وڌي جڏهن جڏهن گرڀادان جي ڪريا ڪن، تڏهن تڏهن ڪرڻ اُچت آهي. جڏهن سڄي مهيني ۾ ماهواري نه اچڻ ڪري گرڀ ٿي وڃڻ جي پڪ ٿي وڃي، تڏهن هڪ ورهيه تائين استري پرش جو سماگم ڪڏهن به نه ٿيڻ گهرجي. ائين ڪرڻ ڪري سنتان اُتم [ٿيندو آهي] ۽ وري ٻئي پيري به اهڙو ئي ٿيندو آهي. ٻيءَ حالت ۾ واڙيءَ ويرت ويندو ۽ ٻنهي جي آورجا گهٽبي ويندي ۽ ڪيترن ئي قسمن جون بيمارين ئي پوندا، ون. ها، باهران ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ ٻڌائي جو وهنوار اوس ڪرڻ گهرجي. پرش واڙيءَ جي سنڀال ۽ استري گرڀ جي رکيا خواه ڪانڻ پيئڻ اهڙي پرڪار ڪن، جئن پرش جو واڙيءَ سپني ۾ به اجايو نه وڃي ۽ گرڀ ۾ ٻالڪ جو شرير ڏاڍو روپوان، سهڻو، ڄاڻو، سگهارو ۽ تيج وارو ٿي، ڏهين مهيني ۾ جنم وٺي.

**پنسون ۽ سيمنتونين**:- ▵ اُنهي گهٽي سنڀال چوٿين مهيني کان ۽ اُنکان به وڌيڪ اٺين مهيني ڪانوني ڪرڻ گهرجي. گرڀوتي استري ڪڏهن به دست آڻيندڙ، خشڪ، نشي وارين، ٻڌيءَ ۽ ٻل کي ناس ڪندڙ پدارٿن وغيره جي ڀوڄن وغيره جو واهپو نه ڪري. ٻلڪ گيهه، کير، سٺن چانورن، ڪڻڪ، مڱ، ماهن وغيره کاڌن پيتن [کي ورتائين] ۽ جاءِ ۽ سمي جو به وچار پورو ڪري ڌيان رکن. گرڀ سمي ٻه سنسڪار هڪ چوٿين مهيني ۾ "پنسون" ۽ ٻيو اٺين مهيني "سيمنتونين" سنسڪار وڌيءَ ۾ لکئي پرماڻي ڪرڻ گهرجن. جڏهن ٻالڪ جو جنم ٿئي تڏهن استريءَ ۽ ٻالڪ جي رکيا ڏاڍيءَ سنڀال سان ڪرڻ گهرجي. اوٻالل استريءَ لاءِ] ★ شنتي پاڪ يا سوپاڳيه شنتي پاڪ اڳيئي ٺهرائي رکجي. اُن مهل سرهو پاڻي جو ننهن

* اپان وايو=تنن جي اها شڪتي آهي، جنهنجي دوارا مل موتر لياڳه ڪيا آهن يا شرير جي جزن کي ٻاهر ڪڍيو آهي.

✖ هيءَ ڳالهه ڳجهه جي آهي، تنهڪري انهيءَ مان سمجهي وٺڻ گهرجي. [سوامي ديانند]

■ ماسڪ ڌرم نه اچڻ ڪري.

▵ پنسون سنسڪار انڪري ڪبو آهي ته گرڀ واري ٻالڪ جي شرير جو ٻل وڌي، سيمنتونين ۾ گرڀ واري ٻالڪ جي من جي شڪتين جو واڌارو ٿئي. سيمنتونين کي "تيل لڳڻ" ڪري چئبو آهي.

★ "شنتي پاڪ" خواه "سوپاڳيه شنتي پاڪ" سنڌ سان ڪي اوشڌيون ملائي تيار ڪبو آهي. انجو نسخو ڪنهن ڄاڻو ويد ڪان وٺڻ گهرجي.

سوسڙو هجي، تنهن سان استري سنان ڪري ۽ بالڪ کي به سنان ڪرائجي. تنهن کانپوءِ ناڙو وڍجي. بالڪ جي ڌن جي پاڙ ۾ هڪ نرم ڌاڳو ٻڌي چار آڱر ڇڏي، مٿان وڍجي. ڌاڳو اهڙيءَ خبرداريءَ سان ٻڌجي، جيئن بالڪ جي شرير مان رت جو هڪ ڦڙو به نه ڪري. پوءِ اُنهيءَ [اوبر ٽيل واري اسٿان يعني ڪمري] کي شڌ ڪري، اُن ۾ سڳنڌ واري گيهه وغيره جو هوم ڪجي، تنهن کانپوءِ بالڪ جي ڪن ۾ پتا "ويدوسيتي" يعني تنهنجو نالو وير آهي، ائين چئي گيهه ۽ ماکي سونيءَ سرائيءَ کي لڳائي جيڀ تي شبد "ओ३म्" [اوم] لکي ماکي ۽ گيهه اُنهيءَ سرائيءَ سان بالڪ کي چٽائي، بالڪ سندس ماتا کي ڏجي، جيڪڏهن کير پيئڻ گهري ته اُنکي ماڻس ڌارائي. جي ماڻس کي ٿڃ نه هجي ته ڪنهن [ٻيءَ ودايل] استريءَ جي ڳولا ڪري اُنجي ٿڃ پياري. پوءِ ٻنهي کي ٻئي شڌ ڪمري ۾ جنهنجي واءُ پوتر هجي، تنهن ۾ رهائجي ۽ اُن ۾ سڳنڌ واري گيهه جو هوم صبح شام ڪندو رهجي. ڇهن ڏينهن تائين بالڪ ماتا جي ٿڃ ڌائي ۽ استري به پنهنجي شرير جي پشٽيءَ لاءِ اَنيڪ پرڪارن جو سٺو کاڄ کائي ۽ يوني سنڪوچ وغيره به ڪري. ڇهين ڏينهن استري ٻاهر نڪري ۽ ٻار کي کير پيارڻ لاءِ ڪا دائي رکي کيس کاڌو پيتو چڱو ڏجي، هوءَ بالڪ کي کير به پياري ۽ ❋ پالي به. پر ٻار جي ماءُ ٻار جي پوري سنڀال رکي، [جئن] اُنجي پالنا ۾ ڪنهن به قسم جي لاپرواهي نه ٿئي ■. استري ٿڃ بند ڪرڻ لاءِ ٿڻن جي ٽڪين تي اهڙو ليپ لڳائي، جئن ٿڃ وهندي نه رهي ★. اهڙي پرڪار کائڻ پيئڻ جو نيڪ نيڪ پربند رکي. پوءِ "نام ڪرڻ" [بالڪ جو نالو رکڻ] وغيره سنسڪار "سنسڪار ودي" [پستڪ ۾ ڏيکاريل] ريتيءَ اُنوسار نيڪ نيڪ سمي تي ڪندو رهي. جڏهن استري وري رجسولا ٿئي، تڏهن شڌ ٿيڻ کانپوءِ وري به اهڙيءَ ريت [کيس] رتودان ڏئي.

ऋतुकालाभिगामी स्यात्स्वदारनिरत: सदा । [पर्वं वर्जं व्रजेचैनांतद्व्रता रतिकाम्यया] ।। मनु० ३ । ४५ ।।
[निन्द्यास्वष्टासु चान्यासु स्त्रियो रात्रिषु वर्जयन्] ब्रह्मचार्य्येव भवति यत्र तत्राश्रमे वसन् ।। मनु० ३ । ५० ।।

**گرهست برهمچاري:-** جو پنهنجي استريءَ سان پرسن ۽ رتوگامي هوندو آهي، سو گرهستي به برهمچاريءَ سمان آهي ⁙.

---

❋ رشيءَ جو تاتپرج آهي ته جيڪي استريون راڻيون مهاراڻيون وغيره راڄ ڪاروباري يا سڀڌي ڪارين ۾ ڦاٿل رهنديون هجن، جئن رشيءَ اڳتي هلي اشاري طور ڏيکاريو آهي. اڳي جئن راجائن، جاگيردارن، رئيسن جي گهرن ۾ ائين ٿيندو هو، اڄڪلهه به ائين آهي. جهڙي اَنگريزن جون ليڊيون.
مولیرام

■ اهڙي پرڪار جئن بالڪ سوسٿ [تندرست] رهندو اچي.

★ ٿڃ نه وهي ته ليپ نه لڳائجي.
مولیرام

⁙ هتي رشيءَ سلوڪن جو سمورو اَرٿ نه ڏنو آهي، رڳو ڀاوارٿ ڏنو آهي. رتوگامي اُنهيءَ کي چيو آهي، جو رڳو گرڀادان لاءِ سماڳم ڪندو آهي. اُنهن راتين ۾ استريءَ کان پري رهندو آهي، جن لاءِ شاستر ۾ منع ٿيل آهي. [وڌيڪ ڏسو صفحو ٩٥ جي هيٺان] ←

सन्तुष्टो भार्यया भर्त्ता भर्त्रा भार्या तथैव च । यस्मिन्नेव कुले नित्यं कल्याणं तत्र वै ध्रुवम् ॥ १ ॥
यदि हि स्त्री न रोचेत पुमांसन्न प्रमोदयेत् । अप्रमोदात्पुनः पुंसः प्रजनं न प्रवर्त्तते ॥ २ ॥
स्त्रियां तु रोचमानायां सर्वं तद्रोचते कुलम् । तस्यांत्वरोचमानायां सर्वमेव न रोचते ॥ ३ ॥ मनु० ३।६०-६२

**پريم جو ورتاءُ:-** جنهن ڪُل ۾ استريءَ سان پتار ۽ پتار سان استري چڱيءَ ڀر ڀرسن رهندا آهن، تنهن ڪُل ۾ سڀاڳ، ڌن ۽ سمپتي نواس ڪندا آهن [۽] جتي ڪلڪل گهڻي هوندي آهي، اُتي بدنصيبي ۽ نرڌنتا ڏيرو ڄمائيندا آهن. ٢. جي استري پتيءَ سان پريم نٿي رکي ته پتيءَ جي اُپرسن هئڻ ڪري، منجهس سنتان اُتپن ڪرڻ جي اڇا نه رهندي آهي. ٣. جنهن استريءَ جي پرسن رهڻ ڪري سارو پريوار پرسن رهندو آهي، اُن جي اَپرسنتا سبب سڀ اَپرسن اَرٿات سڄو پريوار دکدائڪ ٿي پوندو آهي.

पितृभिर्भ्रातृभिश्चैताः पतिभिर्देवरैस्तथा । पूज्या भूषयितव्याश्च बहुकल्याणमीप्सुभिः ॥ १ ॥
यत्र नार्यस्तु पूज्यन्ते रमन्ते तत्र देवताः । यत्रैतास्तु न पूज्यन्ते सर्वास्तत्राऽफलाः क्रियाः ॥ २ ॥
शोचन्ति जामयो यत्र विनश्यत्याशु तत्कुलम् । न शोचन्ति तु यत्रैता वर्द्धते तद्धि सर्वदा ॥ ३ ॥
तस्मादेताः सदा पूज्या भूषणाच्छादनाशनैः । भूतिकामैर्नरैर्नित्यं सत्कारेषूत्सवेषु च ॥ ४ ॥ मनु० ३।५५-५७-५८

**استرين کي پرسن ڪرڻ:-** پتا، ڀائُر، پتي ۽ ڏير کين [استرين کي] مان ڏئي ۽ ڳهڻن وغيره سان پرسن رکن. جنکي گهڻي سک جي چاهنا هجي، سي اهڙيءَ ريت ورتن. ٢. جنهن گهر ۾ استرين جو ستڪار ٿيندو آهي، تنهن گهر ۾ ماڻهو گيانوان ٿي ديوتا جي نالي سان سڏبا آهن ۽ آنند سان وهنوار ڪندا آهن ۽ جنهن گهر ۾ استرين جو ستڪار نه ٿيندو آهي، اُتي سڀ ڪم نشڦل ٿي ويندا آهن. ٣. جنهن گهر يا ڪل ۾ استريون دکي ٿي ڪشٽ ڀوڳينديون آهن، سو ڪل سگهوئي ناس ٿي ويندو آهي ۽ جنهن گهر يا ڪل جون استريون آنند، اُتساهه ۽ خوشيءَ سان ڀرپور رهنديون آهن، سو ڪل سدا وڌندو رهندو آهي. تنهڪري سک سمپتيءَ جي اڇا ڪرڻ وارن ماڻهن کي گهرجي ته ستڪار ۽ ڏڻ وار ڏينهن ڳهڻن، ڪپڙن لٽن ۽ کاڌي پيتي وغيره سان استرين جو سدا ستڪار ڪندا رهن. هيءَ ڳالهه هميشه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته "پوڄا" شبد جو ارٿ آهي ستڪار، ڏينهن رات وقت جڏهن جڏهن [پاڻ ۾] پهريائين گڏجڻ خواهه جڏهن جدا ٿين، تڏهن تڏهن هڪ ٻئي کي پريم سان "نمستي" ڪن.

सदा प्रहृष्टया भाव्यं गृहकार्येषु दक्षया । सुसंस्कृतोपस्करया व्यये चामुक्तहस्तया ॥ मनु० ५ । १५० ।

---

← [صفحي ٩٤ جي پڄت] منو سمرتيءَ جي ٽئين اڌياءَ جي ٤٥ شلوڪ کانوٺي ٥٠ شلوڪ تائين گرهست جي نيمن ۽ گرهست برهمچاريءَ جو ورنن آهي. رشي ديانند سنسڪار وڌيءَ جي گرڀاڌان سنسڪار ۾ اُهي سڀ شلوڪ ڏنا آهن. ستيارٿ پرڪاش ۾ ٤٥ شلوڪ جو پهريون اڌ ۽ ٥٠ شلوڪ جو پويون اڌ ڏنو اٿس. جنهنجو مطلب اِهو آهي ته اُنهن سڀني شلوڪن کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجي. مون هت اُردوءَ واري جيان ڳالهه کي وڌيڪ صاف ڪرڻ لاءِ ٤٥ ۽ ٥٠ ٻئي شلوڪ ڏنا آهن. جيڪو ٽڪر رشيءَ جو ڏنل آهي، سو برڪيٽن کان ٻاهر آهي ۽ جيڪو مون ڏنو آهي سو برڪيٽن ۾ بند [ ] آهي.

**گهر جي سنڀال:-** استريءَ کي جڳائي ته بلڪل پرسنتا سان گهر جي ڪمن ڪارين ۾ سڀني پدارٿن کي ٺاهي جوڙي ۽ سينگاري خواهه گهر کي به شڌ رکي ۽ خرچ ۾ هٿ ڦاڙ نه ڪئي، (ارٿات ٺيڪ ٺيڪ خرچ ڪري ۽) سڀ شيون پوتر رکي ۽ کاڌو اهڙو تيار ڪري، جو اؤشڌ روُپ ٿي شرير ۾ آتما کي روڳ ۾ اچڻ نه ڏئي، جيڪا جيڪا کپت ٿئي، تنهنجو ليکو چوکو ٺيڪ ٺيڪ رکي ۽ پتيءَ وغيره کي ٻڌائيندي ڪري. نوڪرن چاڪرن کان پورو ڪم وٺي ۽ گهر جي ڪنهن به ڪم کان بگڙڻ نه ڏئي.

स्त्रियो रत्नान्यथो विद्या सत्यं शौचं सुभाषितम् । विविधानि च शिल्पानि समादेयानि सर्वत: । मनु० २।२४०

**اُتم پدارٿ جتان به ملي اُتان وٺجي:-** ١. اُتم استري. ٢. ڀانت ڀانت جا رتن. ٣. وديا. ٤. سچائي. ٥. پوترتائي. ٦. سندر ٻول. ٧. ايڪ قسمن جي شلپ وديا يعني هنر ۽ ڪاريگري سڀني ديشن ۽ سڀني ماڻهن کي پراپت ڪجي.

सत्यं ब्रूयात् प्रियं ब्रूयान्न ब्रूयात् सत्यमप्रियम् । प्रियं च नानृतं ब्रूयादेष धर्म: सनातन: ॥ १ ॥

भद्रं भद्रमिति ब्रूयाद्भद्रमित्येव वावदेत् । शुष्कवैरं विवादं च न कुर्यात्केनचित्सह ॥ २ ॥ मनु० ४ । १३८-३९

**سچ ٻولڻ پر مٺو:-** ١. سدائين وڻندڙ سچ، جو ٻين جي لاڀ جو هجي، سو ٻولجي. اڻوڻندڙ سچ نه چئجي ارٿات ڪاڻي کي ڪاڻو [نه ڪوٺجي] ٻئي کي پرسن ڪرڻ لاءِ ڪوڙ نه ڳالهائجي. ٢. سدا سڀ جي ڀلائيءَ وارا وچن ٻولجن. سڪلو ساڙ ارٿات بنا اپراڌ جي ڪنهن سان ورود وواد نه ڪجي. جيڪي جيڪي ٻين جي ڀلائيءَ لاءِ هجي، توڙي اُن کي ٻرو سمجهن ته به چوڻ ڏاران نه رهجي.

**ٻناوتي ساراهه نشمڌ:-** ❋

पुरुषा बहवो राजन् सततं प्रियवादिन: । अप्रियस्य तु पथ्यस्य वक्ता श्रोता च दुर्लभ: ॥ उद्योगपर्व-विदुरनीति० ॥

هي ڌرتراشٽرا هن سنسار ۾ ٻئي کي سدا پرسن ڪرڻ لاءِ مٺو ٻولڻ وارا خوشامدي لوڪ گهڻيئي آهن. پر ٻڌڻ ۾ ڪوڙو لڳي ۽ اهو ڪلياڻ ڪندڙ وچن هجي، تنهنکي چوڻ ۽ ٻڌڻ وارو پرش درلڀ آهي. ڇو ته ستپرشن کي جڳائي ته منهن تي ٻين جا دوش چون ۽ پنهنجا دوش ٻڌن ۽ پرپٺ ٻين جا گڻ سدائين ڳائين. دشٽن جي اِهائي ريت آهي ته سامهون واکاڻ ڪن ۽ پرپٺ نندا ڪن. جيسين منش ٻئي کي پنهنجا دوش نٿو ٻڌائي، تيسين هو دوشن کان آجو ٿي نيڪ گڻن وارو نٿو ٿي سگهي. ڪڏهن به ڪنهنجي نندا نه ڪري، جهڙن "गुणेषु दोषारोपणमसूया" دوشن کي گڻ ٻڌائڻ "दोषेषु गुणा रोपणमप्यसूया" گڻن کي دوش ارٿات نندا. "गुणेषु गुणारोपणं दोषेषु दोषारोपणं च स्तुति:" ۽ گڻن کي گڻ ۽ دوشن کي دوش ٻڌائڻ اُستتي ڪوٺبي آهي، ارٿات مٿيا ڀاشڻ جو نالو نندا ۽ ستيه چوڻ جو نالو اُستتي آهي.

बुद्धिवृद्धिकराण्याशु धन्यानि च हितानि च । नित्यं शास्त्राण्यवेक्षेत निगमांश्चैव वैदिकान् ॥ १ ॥

यथा यथा हि पुरुष: शास्त्रं समधिगच्छति । तथा तथा विजानाति विज्ञानं चास्य रोचते ॥ २ ॥ मनु० ४।१९।२०

**گرهستي به سواڌيايه ڪن:-** ١. جي شاستر ۽ ويد ٻڌيءَ، ڌن ۽ ڪلياڻ جو واڌارو

❋ هي مهاڀارت جي اُديوگ پرو ۾ آيل ودر نيتيءَ جو وچن آهي.

ٿوري وقت ۾ ڪرڻ وارا آهن، سي سدائين ٻڌن ۽ ٻڌائين ۽ برهمچريه آشرم ۾ جيڪي پستڪ پڙهيا ويا هجن. ان ئي استري ۽ پرش سدا ويچار ڪندا رهن ۽ [پڙهندا] پاڙهيندا رهن. ٢- جو نه جنن جنن ماڻهو شاسترن کي ٺيڪ ٺيڪ ڄاڻندو آهي، تئن تئن اُن ودّيا جو اُرٿ [ڀيد] ڪلندو ويندو آهي ۽ اُن ۾ رچي وڌندي ويندي آهي. [منو ٩١٤ ۽ ١٠] پنج مها يگيه [منو ٤-٢١، ٣-٧٠ ۽ ٣-٨١]

ऋषियज्ञं देवयज्ञं भूतयज्ञं च सर्वदा। नृयज्ञं पितृयज्ञं च यथाशक्ति न हापयेत् ॥ १ ॥ मनु० ४ । २१ ॥
अध्यापनं ब्रह्मयज्ञः पितृयज्ञश्च तर्पणम्। होमो दैवो बलिर्भौतो नृयज्ञोऽतिथिपूजनम् ॥ २ ॥ मनु० ३ । ७०
स्वाध्यायेनार्चयेतर्षीन् होमैर्देवान् यथाविधि। पितॄन् श्राद्धैश्च नॄनन्नैर्भूतानि बलिकर्मणा ॥ ३ ॥ मनु० ३ । ८१

**برهم ۽ ديو يگيه جي وياکيا-** ٻه يگيه برهمچريه آشرم ۾ ورنن ڪري آيا آهيون ۽ آهي ارٿات پهريون [برهم يگيه] ويد آدي شاستر پڙهڻ پاڙهڻ ۽ سنڌيا اُپاسنا ۽ يوگ ابياس ڪرڻ ۽ ٻيو ديو يگيه ارٿات ودوانن جي سنگت ۽ سيوا، پوترتا، اڳر گڻن جو ڌارڻ، دان ڪرڻ، وديا جو واڌارو ڪرڻ، اهي ٻئي يگيه صبح ۽ شام ڪرڻا پوندا آهن.❋

सायं सायं गृहपतिर्नो अग्निः प्रातः प्रातः सौमनसस्य दाता ॥ १ ॥
प्रातः प्रातर्गृहपतिर्नो अग्नि सायं सायं सौमनसस्य दाता ॥ २ ॥ अ० कां० १६ । अनु० ७ मं० ३ । ४
तस्मादहोरात्रस्य संयोगे ब्राह्मणः सन्ध्यामुपासीत। उद्यन्तमस्तं यान्तमादित्यम भिध्यायन् ॥ ३ ॥
ब्राह्मणे। षड्विंब्राह्मणे प्र० ४ । खं० ५ ॥
न तिष्ठति तु यः पूर्वां नोपास्ते यस्तु पश्चिमाम्। स साधुभिर्बहिष्कार्यः सर्वस्माद् द्विजकर्मण ॥ ४ ॥ मनु० २ । १०३

**هوم جا لاڀ-** ١- جو سنڌيا [سانجهين جي] سمي هوم ڪيو ويندو آهي، اهو هوم ڪيل پدارٿ پرڀاتڪال [ٻئي صبح] تائين واءُ کي شڌ رکڻ دوارا سک ڪاري ٿيندو آهي. ٢- ۽ جيڪو هوم اگنيءَ ۾ پرڀات ڪال ڪيو ويندو آهي، سو هوم ڪيل وکر شام جي ويلي تائين واءُ کي شڌ رکڻ ڪري، ٻل، ٻڌي ۽ آروگيتا ڏيڻ وارو ٿيندو آهي. [اٿرو ويد ڪانڊ ١٩- انواڪ ٧- منتر ٣ ۽ ٤]. ٣- انڪري ڏينهن ۽ رات جي سنڌيءَ [ميلاپ] سمي اُرٿات سورج اُڀرڻ ۽ لهڻ ويلي پرميشور جو ڌيان ۽ اگني هوتر اوس ڪرڻ گهرجي. [شٽپٿ وڻش براهمڻ پريم کنڊ ٥]. ٤- جو منش اهي ٻئي ڪم صبح ۽ سانجهيءَ جو نٿو ڪري، تنهن کي ست پرش دوجن جي پنگت کان ٻاهر ڪري ڇڏين اُرٿات کيس شودر سمان

❋ هنن شلوڪن جو اُکري اُرٿ هن ريت آهي. رشي يگيه، ديو يگيه، ڀُوت يگيه، نري يگيه ۽ پتري يگيه، هرهڪ ڏهاڙي ڪرڻا آهن. پڙهڻ جو نالو برهم يگيه، ترپڻ ڪرڻ جو نالو پتري يگيه، هوم جو نالو ديو يگيه، ساهوارن جي سيوا ڪرڻ جو نالو ڀُوت يگيه ۽ اَٿتي پوڄا جو نالو نري يگيه آهي. پڙهڻ سان رشي لوڪ، هوم ڪرڻ سان ديوتائون [اُرٿات سج، چنڊ، واءُ آدي]، سيوا ڪرڻ سان پتر [جيئرا ماتا پتا آدي]، ڪارائڻ پيارڻ سان بيا منش [مهمان وغيره] ۽ ٻلي [ڀوجن مان ڪجهه ڪڍڻ] سان ٻين پراڻين جي رکيا ۽ پالنا ٿيندي آهي.

سمجھن.

**سنڌيا ٻه دفعا ڪرڻ گھرجي**- پرشن:- ٽرڪال [ٽي ويلي] سنڌيا ڇونه ڪجي؟
اُتر:- ٽن سمن تي سنڌي [ميلاپ] نه ٿيندي آهي. سوجھري ۽ اونڌهه جو ميلاپ ٻه ڀيرو سوير ۽ سانجھيءَ جو ٻن وقتن تي ٿيندو آهي. جو اِها ڳالهه نه مڃي، منجھند جو ٽين سنڌي مڃي، سو اڌ رات جو سنڌيا اُپاسنا ڇو نه ڪري؟ جي اڌ رات جو ڪرڻ گھري، ته پهر پهر، گھڙي گھڙي، پل پل، ڪڻ ڪڻ جي به سنڌي ٿيندي آهي، ته ٻه به سنڌيا اُپاسنا ڪندو رهي. جيڪڏهن ائين به ڪرڻ چاهي ته به ٿي نٿو سگھي ۽ ڪنهن شاستر ۾ به منجھند جي سنڌيا جو پرماڻ ڪونهي. انهيءَ ڪري ٻن وقتن تي ئي سنڌيا ۽ اَگني هوتر ڪرڻ ٺيڪ ۽ مناسب آهي، ٽئين سمي ۾ نه؛ ۽ جيڪي ٽي ڪال [زمان] چئبا آهن، سي ڀُوت، ڀوشيه ۽ ورتمان [ماضي، مستقبل ۽ حال] جي ڀيد ڪري آهن، سنڌيا اُپاسنا جي ڀيد ڪري نه.

**ٽيون پتري يگيه**- اَرٿات جنهن ۾ ديوَ جي ودوان، رشي، جي پڙهڻ پاڙهڻ وارا، پتر جي ماتا پتا وغيره ٻرڌ گياني ۽ پرم يوگي آهن، تن جي شيوا ڪرڻ. پتري يگيه جا ٻه ڀيد آهن- هڪ شراڌ، ٻيو ترپڻ. شراڌ يعني "شرت" سچ کي ڪوئبو آهي.

"श्रत्सत्य दधाति यया क्रियया सा श्रद्धा श्रद्धय यत् क्रियते तच्छ्राद्धम्" **شراڌ ڇا کي چئجي؟**
جنهن ڪم جي ڪرڻ سان سچائيءَ کي پالو وڃي، تنهن کي شرڌا چئبو آهي ۽ جو شرڌا سان ڪم ڪيو وڃي تنهن جو نالو شراڌ آهي.

"तृप्यन्ति तर्पयान्त येन पितृन् तत्तर्पणम्" **ترپڻ ڇا کي چئجي؟**
جنهن جنهن ڪرم دوارا ترپت يعني جيئرا ماتا پتا وغيره پتر [بزرگ] پرسن رهن ۽ پرسن ڪيا وڃن اُنجو نالو "ترپڻ" آهي. پر اهو جيئرن لاءِ آهي مئلن لاءِ نه.

ओं ब्रह्मादयो देवास्तृप्यन्ताम् । ब्राह्मादिदेवपत्न्यस्तृप्यन्ताम् । ब्राह्मादिदेवसुतात्तृप्यन्ताम् ॥
ब्रह्मादिदेवगणास्तृप्यन्ताम् ॥ इति देवतर्पणम् ॥

**ديوَ ترپڻ**- "विद्वांसो हि देवा" هي شتپٿ براهمڻ [۳-۷-۳-۱۰] جو وچن آهي. جيڪي ودوان آهن، تن کي ئي "ديو" ٿو چئجي. جي اَنگن اُپانگن سميت چئن ويدن جي ڄاڻڻ وارا هجن، تن جو نالو برهما آهي. ۽ جي اُنهن کان گھٽ پڙهيل هجن، تن جو نالو "ديو" يعني ودوان آهي. اُنهن جيان سندن ودشي [پڙهيل] استريون براهمڻيون ديويون، اُنهن جي برابر پٽ ۽ شش خواهه اُنهن سمان سندن سيوڪ هجن، تن سڀني جي سيوا ڪرڻ جو نالو شراڌ ۽ ترپڻ آهي.

अथर्षितर्पणम् ॥ ओं मरीच्यादय ऋषयस्तृप्यन्ताम् । मरीच्याद्युषिपत्न्यस्तृप्यन्ताम् मरीच्याद्युषिसुतास्तृप्यन्ता[म्]
मरीच्याद्युषिगणास्तृप्यन्ताम् ॥ इति ऋषितर्पणम् ॥

**رشي ترپڻ**- جي برهما جي پڙپوٽي مريچ سمان ودوان ٿي پاڙهين [تنجو] ۽ اُنهن جيان جيڪي سندن ودوان استريون ڪنيائن کي ودّيا پاڙهين [تنجو] ۽ اُنهن جھڙا پٽ ۽ شش خواهه اُنهن جي سمان سندن سيوڪ هجن، تن سڀني جي سيوا ۽ ستڪار ڪرڻ رشي ترپڻ آهي.

अथ पितृतर्पणम् ॥ ओं सोमसदः पितरस्तृप्यन्ताम् ॥ अग्निष्वात्ताः पितरस्तृप्यन्ताम् । बर्हिषदः

पितरस्तृप्यन्ताम् ॥ सोमपा: पितरस्तृप्यन्ताम् । हविर्भुज: पितरस्तृप्यन्ताम् । आज्यपा: पितरस्तृप्यन्ताम् । (सुकालिन: पितरस्तृप्यन्ताम् ।) यमादिभ्यो नम: यमादींस्तर्पयामि। पित्रे स्वधा नम: पितरं तर्पयामि । पितामहाय स्वधा नम: पितामहं तर्पयामि । (प्रपितामहाय स्वधा नम: प्रपितामहं तर्पयामि ।) मात्रेस्वधा नमो मातरं तर्पयामि । पितामह्यै स्वधा नम: पितामहीं तर्पयामि । (प्रपितामह्यै) स्वधा नम: प्रपितामही तर्पयामि । स्वपत्न्यै स्वधा नम: स्वपत्नीं तर्पयामि । सम्बन्धिभ्य: स्वधा नम: सम्बन्धिस्तर्पयामि । सगोत्रेभय: स्वधा नम: सगोत्रांस्तर्पयामि ॥ इति पितृतर्पणम् ॥

**پتري ترپڻ-**

"ये सोमे जगदीश्वरे पदार्थविद्यायां च सीदन्ति ते सोमसद:" جي ايشور پرماتما ۽ پدارٿ وديا [سائنس] ۾ نپڻ [ماهر] هجن، سي "سوم سده". "यैरग्नेर्विद्युतो विद्या गृहीता ते अग्निष्वाता:" جي اگني يعني بجلي وغيره پدارٿن جا ڄاڻو هجن، سي "اگني شواته" "येबर्हिषि उत्तमे व्यवहारे सीदन्ति ते बर्हिषद:" جي اُتم وديا جي واڌاري جي ڪمن ۾ لڳل هجن، سي "برهشده" "ये सोममैश्वर्य मोषधीरसं वा पान्ति पिबन्ति वा ते सोमपा:" جي ڌن، سمپتي ۽ ستا جا رکيڪ ۽ اوشڌين جي رس کي پيئڻ ڪري نروا ۽ ٻين جي ڌن سمپتي ۽ ستا جا رکيڪ ۽ اوشڌيون ڏيڻ سان روڳن کي دور ڪرڻ وارا هجن، سي "سوميتاه" "ये हविर्होतुमत्तुमर्हं भुञ्जते भोजयन्ति वा हविर्भुज:" جي نشي وارين ۽ هاڃيڪار شين کي ڇڏي "य आज्यं ज्ञातुं प्राप्तुं वा योग्यं रक्षन्ति वा पिबन्ति त आज्यपा:" يوڄن ڪرڻ وارا هجن، سي "هوريڄ" جي ڄاڻڻ يوڳيه وستن جا رکيڪ ۽ گيه ڪير وغيره کائڻ وارا هجن، سي "آجيپاه" "शोभन: कालो विद्यते येषान्ते सुकालिन:" جنجو وقت چڱو يعني ڌرم ڪرڻ ۽ سک پهچائڻ ۾ ڪٽيو هجي، سي "سڪالنه" "ये दुष्टान् यच्छन्ति निगृह्णन्ति ते यमा न्यायाधीशा:" جي دشٽن کي ڏنڊ ۽ ڌرماتما منش جي پالنا ڪرڻ وارا نياءِ ڪاري هجن، سي "يم"، "य: पति स पिता" جو سنتان جو اَناج ۽ ستڪار دوارا رکيا ڪندڙ ۽ جنم داتا آهي، سو "پتا" "पितु: पिता पितामह: पितामहस्य पिता प्रपितामह:" جو پتا جو پتا هجي سو "ڏاڏو"، جو ڏاڏي جو پتا هجي، سو "پڙڏاڏو"، "या मानयति सा माता" جا پوڄن ۽ ستڪار سان سنتان جي شيوا ڪري سا "ماتا"، "या पितुर्माता सा पितामहीपितामहस्य माता प्रपितामही" جا پتا جي ماتا آهي سا "ڏاڏي"، ڏاڏي جي جيڪا ماتا هجي سا "پڙڏاڏي"، پنهنجي استري خواه ڀيڻ سمبنڌي مت مائٽ ۽ ساڳئي گوتر جا يا ٻيا ڪي پدر پرش يعني پڙيا مڙس هجن، تن سڀني کي گهڻيءَ شرڌا سان اُتم کاڌو، ڪپڙا ۽ چڱي سواري وغيره ڏيئي سٺي نموني خوش ڪرڻ يعني جنهن جنهن نموني سندن آتما آنند ۾ رهي ۽ سرير نروڳ رهي، تنهن تنهن نموني پريم سان اُنهنجي شيوا ڪرڻ کي "شراڌ" ۽ "ترپڻ" سڏبو آهي.

**چوٿون وئشو ديو [يگيه]**- يعني جڏهن پوڄن تيار ٿئي، تڏهن جيڪي کائڻ لاءِ بڻائجي، تنهن مان ڪٽي، چهري ۽ کاريءَ کي ڇڏي، گيه ۽ مٺاڻ مليل پوڄن مان، چلهه مان اَگني ٻاهر ڪڍي هيٺين منترن سان آهوتيون ڏجن ۽ ڀاڱا ڪجن.

**منوءَ جي آگيا:-**

वैश्वदेवस्य सिद्धस्य गृह्योऽग्नौ विधिपूर्वकम् । आभ्य: कुर्याद्देवताभ्यो ब्राह्मणो होममन्वहम् । मनु० ३ । ८४

رڌڻي ۾ جيڪو ڀوڄن ٺهيو هجي، تنهن مان اُم گهڻن [جي لاءِ وڌڻ] لاءِ چلهه جي اُگنيءَ ۾ هيٺين منترن. سان وڌيءَ انوسار هوم ڪجي.

**هوم ڪرڻ جا منتر:-**

**ओं अग्नये स्वाहा । सोमाय स्वाहा । अग्नीषोमाभ्यां स्वाहा । विश्वेभ्यो देवेभ्यः स्वाहा । धन्वन्तरये स्वाहा । कुह्वै स्वाहा । अनुमत्यै स्वाहा । प्रजापतये स्वाहा । सह द्यावापृथिवीभ्यां स्वाहा । स्विष्टकृते स्वाहा ॥**

انهن منترن مان هرهڪ سان هڪ هڪ ڀيرو ٻرندڙ اُگنيءَ ۾ آهوتي وجهجي. تنهن کانپوءِ ٿالهيءَ ۾ يا ڌرتيءَ تي پاتل رکي اوڀر وغيره طرفن ۾ واري واري سان هيٺين منترن پڙهڻ سان [ڪاڌي مان ٿورو ٿورو] ڀاڱو رکجي. *

**ओं सानुगायेन्द्राय नमः । सानुगाय यमाय नमः । सानुगाय वरुणाय नमः । सानुगाय सोमाय नमः । मरुद्भ्यो नमः । अद्भ्यो नमः । वनस्पतिभ्यो नमः । श्रियै नम । भद्रकाल्यै नमः । ब्रह्मपतये नमः । वास्तुपतये नमः । विश्वेभ्यो देवेभ्यो नमः । दिवाचरेभ्यो भूतेभ्यो नमः । नक्तञ्चारिभ्यो भूतेभ्यो नमः । सर्वात्मभूतये नमः ॥**

اهي ڀاڱا جيڪڏهن ڪو اَتٿي اچي ته اُنکي کارائجن نه ته اُگنيءَ ۾ وجهي ڇڏجن. تنهن کانپوءِ سلوڻي ڀوڄن دال، چانور، ساڳ روٽي وغيره مان ٦ حصا ڪري پٽ ۾ رکجن. انهيءَ لاءِ پرماڻ-✠

**शुनां च पतितानां च श्वपचां पापरोगिणाम् । वायसानां कृमीणां च शनकैर्निर्वपेद्भुवि ॥ मनु० ३ । ९२ ।**

هن ريت [يعني هيٺ ڏيکاريل وچن چئي]:-

**"श्वभ्यो नमः, पतितेभ्यो नमः, श्वपग्भयो नमः, पापरोगिभ्योनमः, वायसेभ्यो नमः, कृमिभ्यो नमः"**

[شوڀيو نمه، پتتيڀيو نمه، شوپڳ ڀيو نمه، پاپ روڳ ڀيو نمه، وايسي ڀيو نمه، ڪرم ڀيو نمه]

[ان جا ڀاڱا پٽ ۾] رکي. پوءِ ڪنهن ڏکئي بکئي پراڻيءَ يا ڪتي ڪانو وغيره کي ڏئي. هت "نمه" شبد جو اَرٿ اَناج [آهي] ٿالهرج [هي آهي ته] ڪتي، پاپيءَ، چنڊال، پاپ روڳيءَ [پاپن ڪرڻ ڪري بيماريءَ ۾ ورتل]، ڪانو ۽ ڪيڙن وغيره کي کارائجي. اها منو سمرتيءَ جي آگيا آهي. [منو ٣-٩٢].

**هوم مان لاڀ:-** هوم ڪرڻ جو پريوجن هيءَ آهي ته چوڪي [رڌڻي] جي واءُ شد ٿئي ۽ جو اَڻڄاڻائي ڪري اَڻ ڏٺل جيون جي هتيا ٿئي ٿي، تنهن جو موٽ ۾ اُپڪار ٿئي.

**هاڻي پنجين اتٿي سيوا:-**

**اتٿي يگيه:-** اَتٿي اُنکي چئبو آهي، جنهن جي اچڻ جي ڪا به تٿ ترنيه تيل نه هجي.

---

* آريه سڀيتا جي هڪ خاصيت اها آهي ته هر وقت هر ڪم ۾ آلمڪ اُتٿيءَ جو ويچار رکجي، سدائين پريوءِ جو ڌيان ڌرجي ۽ سڄي سنسار کي ورامت سروپه پرماتما جو اُنگ سمجهي سڀني پدارٿن ۽ پراڻين کي پريم جي درشٽيءَ سان ڏسجي. کاڌڻ کان اڳ منترن ۾ ڏيکاريل گهڻن ۽ جو ڌيان ڪرڻ لاءِ هي آهوتيون ڏنيون وڃن ٿيون. جيڪڏهن اهي گهڻي لوڪ اُتي هجن ته انهنجو ستڪار ڪرڻ گهرجي.

✠ هن منوءَ جي شلوڪ جو اَرٿ هيٺيرو ڏنل آهي.

يعني اوچتو ئي ڪو ڌارمڪ سچو اپديشڪ، سڀ جي ڀلائيءَ لاءِ هرهنڌ گهمندڙ، پورن ودوان، پرم يوڳي سنياسي گرهستيءَ جي گهر ۾ اچي ته اُنکي پهرين پاديه، اَرگهه ۽ آچمن ❋ ٽن پرڪارن جو جل ڏيئي مان شان سان آسڻ تي وهاري، کائڻ پيئڻ وغيره سنين شين دوارا سندس سيوا ۽ ستڪار ڪري کيس پرسن ڪجي. پوءِ ستسنگ ڪري ڪانئس گيان وگيان آدي، جن جي وسيلي ڌرم، اَرٿ، ڪام ۽ موڪش پراپت ٿين، اهڙا اُپديش ٻڌي ۽ پنهنجي چال چلن به هنجي سچي سکيا انوسار رکي. سمي پائي، گرهستي ۽ راجا وغيره به اَتٿيءَ سمان ستڪار ڪرڻ جوڳه آهن. پر:-

पाषण्डिनो विकर्मस्थान् वैडालवृत्तिकान् शठान्। हैतुकान् बकवृत्तींश्चवाङ्मात्रेणापि नार्चयेत्॥ मनु० ४।३०

**پاکنڊين جو ستڪار نه ڪجي:-** (پاکنڊي) اَرٿات ويد جي نندا ڪندڙ ۽ ويد ورڌ هلت ڪرڻ وارا (وڪرم سٿ) ويد جي ورڌ هلڻ وارا، مٿيا ڀاشڻ وغيره لڇڻن وارا [وڏال ورتڪ] جئن ٻلو لڪي ڇپي، ٽڪي جهت ڏيئي ڪوئي وغيره پراڻين کي ماري پنهنجو پيٽ ڀريندو آهي، اهڙي پرڪار جي ماڻهن جو نالو "وڏال ورتڪ" [ٻلي جي سڀاءَ وارو] (شٺ) هٺي، جهڳڙالو، اَيماني، پاڻ ڄاڻي نه، ٻين جي مڃي نه، (هيتڪ) ڪترڪي، وئرٿ ٻڪڻ وارا، جئن اَڄڪلهه جا ويدانتي ٻڪندا آهن. "اَسين برهم آهيون ۽ جڳت مٿيا آهي، ويد وغيره شاستر ۽ ايشور به ڪلپت [فرضي] آهي" اهڙا اهڙا ڳپوڙا هڻڻ وارا (وڪ ورتي) جئن ٻگلو ٻکي، هڪ پير مٿي ڪڍي، ڌيان ۾ ويٺل [يوڳيءَ] جيان ٻڌجي، جهٽ مڇيءَ جا پراڻ وٺي، پنهنجو سوارٿ سڌ ڪندو آهي، اهڙا اَڄڪلهه جا ڪاڪي بيراڳي وغيره هٺيلا ضدي ويد ورودي آهن، اهڙن جو ستڪار زبانيءَ سان به نه ڪرڻ گهرجي. ڇو ته اُنهن جي ستڪار ڪرڻ ڪري، هو وڌي سنسار کي اَڌرمي بڻائيندا آهن. پاڻ ته هيٺ ڪرڻ جا ڪم ڪندا ئي آهن، پر پاڻ سان گڏ سيوا ڪرڻ وارن کي به اَوديا جي اُونهي سمنڊ ۾ ٻوڙي ماريندا آهن.

**پنج مها يگمن جا لاڀ:-** انهن پنجن مها يگين جو ڦل هيءُ آهي ته: ١. برهم يگيه ڪرڻ سان وديا، سکيا، ڌرم، سڀيتا وغيره شڀ گڻن جو واڌارو ٢. اَگني هوتر سان وايو، ورشا، جل جي شڌي ٿئي، ورشا دوارا سنسار کي سک ملڻ اَرٿات شڌ وايوءَ جي ڪري، سواس، ★ سپرش ۽ [شڌ وستن جي] کائڻ پيئڻ ڪري، اَروڳتا، ٻڌي، ٻل ۽ پراڪرم وڌي، ● ڌرم اَرٿ، ڪام ۽ موڪش جي سادن جو پورو ٿيڻ، ان ڪري اُن کي ديو يگيه چئبو آهي. ٣. پتري يگيه دوارا جڏهن ماتا پتا ۽ گياني مهاتمائن جي سيوا ڪندو، تڏهن هن

❋ پاديه=پيرن ڌوئڻ لاءِ پاڻي، اَرگهه=منهن ڌوئڻ لاءِ پاڻي، آچمن=ڳرڙيءَ ڪرڻ ۽ ٽڙيءَ کي آلي ڪرڻ لاءِ پاڻي.

★ سپرش=ڇهڻ، ڇهڻ جو سادن هوا آهي. اها شڌ هوندي ته چوڌاري جا روڳ گهٽ ڦهلجندا.

● ڌرم=نيم سر نياءَ وارو شڌ وهنوار اَرٿ=ڌن ڌان سک سمپتي. ڪام=شڌ ڪامنائون، پورڻ پوڻ ۽ سک موڪش=مڪتي، نجات، جنم مرڻ کان ڇوٽڪارو.

گيان وڌندو. اُنهي وسيلي سچ ڪوڙ جو نرو نروارو ٿيندو، سچ کي گرهڻ ڪري ۽ ڪوڙ کي تياڳ ڪري، آنند ۾ رهندو. ٻيو نرو مهمان يعني جهڙي سيوا ماتا پتا ۽ آچاريه سنتان ۽ شش جي ڪئي آهي، تنهنجو بدلو ڏيڻ مناسب ئي آهي. ٣. ٻلي ويشو ديو جو به ڦل جيڪو مٿي لکي آيا آهيون، سو ئي آهي. ٥. جيستائين اُتم اَتٿي [اُپديشڪ] سنسار ۾ نه هوندا آهن، تيستائين اُنتي نه ٿيندي آهي. اُنهن جي سڀني ديشن ۾ گهمڻ ۽ ست اُپديش ڏيڻ ڪري پاکنڊ جو واڌارو نٿو ٿئي ۽ هرهنڌ گرهستين کي سولائيءَ سان ست گيان پراپت ٿيندو ٿو رهي ۽ منش ماتر ۾ هڪ ئي ڌرم قائم ٿو رهي. ٻنا اَتٿين [سچن اُپديشڪن] جي سنديهه [شڪ شبها] دور نه ٿيندا آهن، شڪائن نورت ٿيڻ ڌاران پڪو وساهه به نه ٿيندو آهي ۽ پڪي نهچي ٻنا وري سک ڪٿي؟

ब्राह्मे मुहूर्त्ते बुध्येत धर्मार्थौ चानुचिन्तयेत् । कायक्लेशांश्च तन्मूलान् वेदतत्त्वार्थमेव च ॥ मनु० ४।९२

**سوير ۾ اُٿڻ جو نيم**:- رات جو چوٿين پهر اٿوا ٣ گهڙيون رات پيٺي هجي ته اُٿي ضروري ڪريائون پوريون ڪري ڌرم، اَرٿ، سرير جي روڳن جي جاچ ۽ پرميشور جو ڌيان ڪجي * ڪڏهن اَڌرم جو ڪم نه ڪجي. [منو ٤-٩٢] ڇو ته:-

नाधर्मश्चरितो लोके सद्यः फलति गौरिव । शनैरावर्त्तमानस्तु कर्त्तुर्मूलानि कृन्तति ॥ मनु० ४।१७२

**پاپ جو ڦل اڻ ٽر آهي**:- ڪيل اَڌرم ڪڏهن نشڦل نه ٿيندو آهي. پر [ڇاڪاڻ ته] جنهن ويلي اَڌرم ڪيو آهي، تنهن سمي ڦل به نٿو ملي، اِنڪري اَگياني لوڪ اَڌرم ڪرڻ کان ڊڄندا نه آهن. تنهن هوندي به پڪ ڄاڻو ته اهو اَڌرم جو ڪم هوريان هوريان اوهان جي سک جي پاڙ پٽيندو ويندو آهي. [منو ٤-١٧٢] انهيءَ ريت سان:-

अधर्मेणैधते तावत्ततो भद्राणि पश्यति । ततः सपत्नाञ्जयति समूलस्तु विनश्यति ॥ मनु० ४।१७४

**پاپي ڀرين وڌي ٿو ۽ پوءِ ڪري ٿو**:- جڏهن پاپي ماڻهو ڌرم جي واٽ ڇڏي (جنهن تلاءَ جو پاڻي بند پيو هجي ڇوڌاري ڦهلجندو آهي تنهن) ڪوڙ ڳالهائڻ، ڪپٽ، پاکنڊ اَرٿات رکيا ڪرڻ وارن ويدن جو کنڊن ۽ وشواس گهات وغيره ڪمن سان ٻئي جو مال ماري ڀريائين وڌندو آهي، پوءِ ڌن وغيره سمپتيءَ دوارا کاڌو پيتو، ڪپڙا لٽا، ڳهه ڳٺا، رٿ گهوڙا، جايون جڳهيون، مانُ مرتبو پراپت ڪندو آهي، اَنياءَ سان شترن کي به جيتيندو آهي. پوءِ سگهو ئي ناس ٿي ويندو آهي، جئن پاڙُن پٽيل وڻ ناس ٿيندو آهي، تئن پاپي نشت پرشت ٿي ويندو آهي. [منو ٤-١٧٤]

सत्यधर्मार्यवृत्तेषु शौचे चैवारमेत्सदा । शिष्यांश्च शिष्याद्धर्मेण वाग्बाहूदरसंयतः ॥ मनु० (४।१७५)

**ڌرم جو اُپديش**:- (ودوان) جو ويدن ۾ ورڻن ٿيل ست ڌرم يعني پکشپات رهت ٿي، سچ کي گرهڻ ڪرڻ ۽ ڪوڙ کي تياڳڻ، آريه يعني نياءَ رُوپي ويد ۾ ورڻن ٿيل ڌرم

* ٽائيمپرچ اِهو آهي ته اَمرت ويلي پرميشور جو ڌيان به ڪجي ۽ اها به جاچ رکجي ته شرير ۾ ڪو روڳ ته ڪونه آهي ۽ ساري ڏينهن جي ڪمن ڪارين، ڪٺڻ ڪمائڻ ۽ سيوا ٽهل جو پروگرام ٺاهين.

تي هلڻ واري جيان ڌرم سان [تنهن ڌرم جو] شش کي اُپديش ڪن. * [منو ٤-١٧٥]

ऋत्विक्पुरोहिताचार्य्यैर्मातुलातिथिसंश्रितैः । बालवृद्धातुरैर्वैद्यैर्ज्ञातिसम्बन्धिबान्धवैः ॥ १ ॥
मातापितृभ्यां यामिभिर्भ्रात्रा पुत्रेण भार्यया । दुहित्रा दासवर्गेण विवादं न समाचरेत् ॥ २ ॥
मनु० ४ । १७९ । १८०

**وواد نہ ڪجي-** (رتوڪ) يگيہ ڪرڻ وارو، (پروهت) سدا اُتم چال چلن جي سکيا ڏيڻ وارو، (آچاريہ) وديا پاڙهڻ وارو، (ماتل) مامو، (اتٿي) ارٿات جنهنجي اچڻ وڃڻ جي تٿ نشچي ٿيل نہ هجي، (سنشرت) جي اسانجي آسري هجن، (بال) ٻالڪ، (ورڌ) ٻيا، (آتر) پيڙا ۾ قاٿل، (وئيد) وئج طبيب (جڃاتي) پنهنجي گوٽر اٿوا پنهنجي ذزن وارو، (سنبندي) سهرو آدي، (باندو) متر (٢) (ماتا) ماءُ، (پتا) پيءُ، (يامي) ڀيڻ، (ڀراتا) ڀاءُ (ڀاريا) استري، (دهتا) ڌيءَ ۽ نوڪرن سان وواد ارٿات اجايو جهيڙو جهڳڙو ڪڏهن نہ ڪجي. [منو ٤-١٧٩ ۽ ١٨٠]

अतपास्त्वनधीयानः प्रतिग्रहरुचिर्द्विजः । अम्भस्यश्मप्लवेनैव सहतेनैव मज्जति ॥ मनु० (४ । १९०)

**ٽن پرڪارن جو اُلٽو دان -** هڪڙو (اَتپاه) برهمچريہ ستيہ ڀاشڻ وغيره تپسيا کان دور، ٻيو (ان ڌيياءَ) اڻ پڙهيل، ٽيون (پرتگرهہ رچيہ) ڌرم جي ناليِ ٻين کان بلڪل گهڻو دان وٺڻ وارو، اهي ٽيئي پٿر جي ٻيڙيءَ وسيلي سمنڊ پار ڪرڻ واري سمان پنهنجي دشت ڪرمن سان گڏ دک ساگر ۾ ٻڏندا آهن؛ هوُ نہ ٻڏندا ئي آهن پر دان ڏيڻ وارن کي بہ گڏ ٻوڙيندا آهن. [منو ٤-١٩٠]

त्रिष्वप्येतेषु दत्तं हि विधिनाप्यर्जितंधनम् । दातुर्भवत्यनर्थाय परत्रादातुरेव च ॥ मनु० ४ । १९३

**بي ويچار دان نرڪ جو دوار -** جو ڌرم سان پراپت ڪيل ڌن متي لکيل ٽنهي پرڪارن جي ماڻهن کي ڏبو آهي، سو [دان] دانيءَ جو ناس هن جنم ۽ وٺڻ واري جو ناس ايندڙ جنم ۾ ڪندو آهي. [منو ٤-١٩٣] اهڙن جي ڪهڙي گتي ٿيندي؟

यथा प्लवेनौपलेन निमज्जत्युदके तरन् । तथा निमज्जतोऽधस्तादज्ञौ दातृप्रतीच्छकौ ॥ मनु० ४ । १९४

جئن پٿر جي ٻيڙيءَ ۾ ويهي جل ۾ ترڻ وارو ٻڏي ويندو آهي، تئن اگياني [دان] ڏيڻ ۽ وٺڻ وارو، ٻئي اَڌوگتي ارٿات دک کي پراپت ٿيندا آهن.

धर्मध्वजी सदालुब्धश्छाद्मिको लोकदम्भकः । वैडालव्रतिको ज्ञेयो हिंस्रः सर्वाभिसन्धकः ॥ १ ॥
अधोदृष्टिर्नैष्कृतिकः स्वार्थसाधनतत्परः । शठो मिथ्याविनीतश्च बकव्रतचरो द्विजः ॥ २ ॥ मनु० ४।१९५-१९६॥

**پاکنڊي ڇا کي چئجي؟** (١) (ڌرم ڌوجي) ڌرم ڪجهہ بہ نہ ڪري پر ڌرم جي ناليِ تي لوڪن کي ٺڳي، (سدالبڌ) سدا لوڀ ۾ قاٿل (ڇادمڪ) ڪپٽي (لوڪ دمڀڪ) سنساري لوڪن اڳيان پنهنجي وڏائيءَ جي ٻٽاڪ هڻڻ وارو (هنسرهہ) پراڻين جو گهاتڪ، ٻين سان وير ڀاو رکندڙ (سروابسندڪہ) جو چڱن مٺن سڀني سان ميل ميلاپ رکي ٺهڪي

---

* هن شلوڪ ۾ وڌيڪ هيءُ شبد بہ آهن ورت پاليندڙ، شڌتا ۾ سک ميندڙ واٽي، ٻانهون ۽ پيٽ کي سنجم ۾ رکندڙ.

(وئيدال ورتڪ) ارٿات ٻليءَ سمان ڌورت ۽ نيچ [ڄڻيو] چاٽو. (٢) اُڌو درشٽي) پنهنجي جس لاءِ هيٺ درشٽي رکڻ وارو، (نشڪرتڪ) اهڙا ڪندڙ، ڪنهن سندس رليءَ پر اپراڌ ڪيو هجي ته انجي بدلي [هنجي] پراڻن وٺڻ تائين تيار رهي، (سوارٿ سادن) چاهي ڪپٽ، اڌرم، وساهه گهات ڇو نه ڪٽي ٿيندو هجي، ته به پنهنجي پريوجن سڌ ڪرڻ ۾ چتر، (شٺ) پاڻو پنهنجي ڳالهه مٿيا ڇو نه ڪٽي هجي، تڏهن به هٺ ڪڏهن نه ڇڏيندڙ، (مٿيا ونيتہ) اندر ۾ ڪوڙ ڪپٽ، ٻاهران سيل، سنتوش ۽ سادُپڻو ڏيکاريندڙ انهن سڀني کي (وڪورت) ارٿات ٻگلي سمان نيچ سمجهو. اهڙن اهڙن لڇڻن وارا پاکنڊي ٿيندا آهن. انهن جو وشواس ۽ سيوا ڪڏهن نه ڪجي. [منو ٤-١٩٥ ۽ ١٩٦]

धर्मं शनैः सञ्चिनुयाद् वल्मीकमिव पुत्तिकाः । परलोकसहायार्थं सर्वभूतान्यपीडयन् ॥ १ ॥
नामुत्र हि सहायार्थं पिता माता च तिष्ठतः । न पुत्रदारं न ज्ञातिधर्मस्तिष्ठति केवलः ॥ २ ॥
एकः प्रजायते जन्तुरेक एव प्रलीयते। एकोनुभुङ्क्ते सुकृतमेक एव च दुष्कृतम् ॥३॥ मनु० ४॥ (२३८-२४०)
एकः पापानि कुरुते फलं । भुङ्क्ते महाजनः । भोक्तारो विप्रमुच्यन्ते कर्ता दोषेण लिप्यते ॥ ४ ॥
(महाभारते उद्योगप० प्रजागरप० । अ० ३३)
मृतं शरीरमुत्सृज्य काष्ठलोष्ठसमं क्षितौ । विमुखा बान्धवा यान्ति धर्मस्तमनुगच्छति ॥ ५ ॥ मनु० ४ । २४१

**ڌرم ئي هڪ ساٿي ۽ پار اُڪاريندڙ آهي.** (١) استري ۽ پرش کي گهرجي ته جئن پتنگا ارٿات اُڌهي پنهنجو گهر يا ٻرڙ ٺاهيندي آهي، تئن سڀني پراڻين کي ڪشٽ نه ڏيئي پرلوڪ ارٿات پنر جنم جي سک لاءِ ڌيري ڌيري ڌرم کي ڪٺو ڪندا رهن. ٢- ڇو ته پرلوڪ ۾ نه ماتا، نه پتا، نه پٽ، نه استري، نه پنهنجي گوٺ وارا ئي ڪا سهائتا ڏيئي سگهندا آهن، پر هڪڙو ڌرم ئي سهائڪ ٿيندو آهي. ٣- ڏسو اڪيلو ئي جيو جنم ۽ مرڻ کي پراپت ڪندو آهي ۽ اڪيلو ئي ڌرم جي ڦل اُتوا سک ۽ اڌرم جي ڦل اُتوا دک کي ڀوڳيندو آهي. [منو ٤-٢٣٨-٢٤٠] ٣- هئن به سمجهي ڇڏيو ته پريوار [ڪٽنب] ۾ هڪ پرش پاپ ڪري پدارٿ آڻي ٿو ۽ سارو ڪٽنب انهن کي ڀوڳيندو آهي. ڀوڳڻ وارا اپراڌي نٿا ٿين، پر اڌرم جي ڪرڻ وارو ئي دوش جو ڀاڳي ٿيندو آهي. [مهاڀارت، اُديوگ پرو، پرجا گر- اڌياءَ ٣٢] ٥. جڏهن ڪنهنجو ڪو سنٻنڌي مري ويندو آهي، تڏهن اُنکي مٽيءَ جي ڍيريءَ سمان ڀوميءَ ۾ ڇڏي، پٺي ڏيئي مت مائٽ منهن موڙي ڇڏي ويندا آهن. ڪو به ساڻس وڃڻ وارو نه ٿيندو آهي. پر هڪڙو ڌرم ئي آهي، جو هن جو ساٿي ٿيندو آهي.

तस्माद्धर्मं सहायार्थं नित्यं सञ्चिनुयाच्छनैः । धर्म्मेण हि सहायेन तमस्तरति दुस्तरम् ॥ १ ॥
धर्मप्रधानं पुरुषं तपसा हतकिल्बिषम् । परलोकं नयत्याशु भास्वन्तं खशरीरिणम् ॥ २ ॥
मनु० ४ । २४२ । २४३

اڪري پرلوڪ ارٿات ايندڙ جنم ۾ سک [ملي] تنهن لاءِ ۽ [هن] جنم جي سڦل ڪرڻ لاءِ سنت ڌرم کي ڌيري ڌيري ڪٺو ڪندو وڃجي. ڇو ته ڌرم جي ئي سهائتا سان جيو

وڏي ۾ وڏي ڏکئي دک ساگر مان پار پوندو آهي. ٢- جو مڻش ڌرم کي ئي مکيه سمجهي ٿو ۽ جو ڌرم ئي هلڻ ڪري اڳتي لاءِ پاپ ڪرڻ کان دور ئي وهو آهي، تنهنکي پرڪاش سروپ ۽ آڪاش جنهنجي شرير سمان آهي، تنهن پرلوڪ اَرٿات درشن ڪرڻ يوڳيه سڀ کان سريشٽ پرميشور سان ڌرم ئي تُرت ملائي ٿو. [منو ٤-٢٤٣ ۽ ٢٤٤]

दृढकारी मृदुर्दान्तः क्रूराचारैरसंवसन् । अहिंस्रो दमदानाभ्यां जयेत्स्वर्गं तथाव्रतः ॥ १ ॥
वाच्यर्था नियताः सर्वे वाङ्मूला वाग्विनिःसृताः । तां तु यः स्तेनयेद्वाचं स सर्वस्तेयकृन्नरः ॥ २ ॥
मनु० ४ । २४६ । २५६

आचाराल्लभते ह्यायुराचारादीप्सिताः प्रजाः । आचाराद्धनमक्षय्यमाचारो हन्त्यलक्षणम् ॥ ३ ॥ मनु० ४ । १५६

**ڌارمڪ چلت:-** (١) سدا پڪتائيءَ سان ڪم ڪرڻ واري، ڪومل سڀاءُ واري، جتيءَ ۽ هسڪ، ڪرور سڀاءُ وارن دشٽ وهنوار ڪندڙن کان پري رهندڙ ڌرماتما [کي گهرجي ته] من کي جيتي ۽ وديا آدي ڏان سان، سک کي پراپت ڪري ٢- پر اهو بہ ڌيان ۾ رکي تہ واڻيءَ سان ئي سڀ ارٿ ۽ وهنوار نشچيہ ڪيا ويندا آهن. واڻي ئي انهن جو مول آهي ۽ واڻيءَ سان ئي سڀ وهنوار سڌ ٿيندا آهن. اهڙيءَ واڻيءَ کي جيڪو چورائيندو آهي ارٿات مٿيا ڀاشڻ ڪندو آهي، سو سڀني چوريءَ آدي پاپن جي ڪرڻ وارو آهي. ٣- تنهنڪري مٿيا ڀاشڻ آدي اڌرم کي ڇڏي، جو ڌرم آچار ارٿات برهمچريه ۽ جتيندريه دوارا پورڻ آيُو ۽ ڌرمي وهنوار وسيلي سٺي سنتان تٿا اکٽ ڌن پراپت ڪندو آهي ۽ جو ڌرم جي آچار ۾ ورتي درلکڻن کي ناس ڪندو آهي، تنهنجي هلت چلت انوسار سدا هلي. [منو ٤-٢٤٦، ٢٥٦ ۽ ١٥٦] ڇو تہ:-

दुराचारो हि पुरुषो लोके भवति निन्दितः । दुःखभागी च सततं व्याधितोऽल्पायुरेव च ॥ मनु० ४ । १५७

**دراچار سڀني وڪارن جو مول-** جو پرش دشٽ وهنوار ڪندو آهي، سو سنسار ۾ سٺن پرشن جي وچ ۾ نندا پائي، دک ڀوڳي، سدا روڳي رهي، آورجا بہ گهٽ ماڻيندو آهي. [منو ٤-١٥٧] انڪري اهڙو يتن ڪجي جو:-

यद्यत्परवशं कर्म तत्तद्यत्नेन वर्जयेत् । यद्यदात्मवशं तु स्यात्तत्तत्सेवेत यत्नतः ॥ १ ॥
सर्वं परवशं दुःखं सर्वमात्मवशं सुखम् । एतद्विद्यात्समासेन लक्षणं सुखदुःखयोः ॥ २ ॥ मनु० ४ । १५९-१६०

**هڪ ٻئي جو آڌار-** ١- جي جي پروس ڪم آهن، سي يتن ڪري ڇڏي ڏجن ۽ جيڪي پنهنجي وس ۾ هجن، سي يتن ڪري ڪجن. ٢- ڇو تہ جا پراڌينتا آهي، سا سڀ دک ۽ جا سواڌينتا آهي، سا سڀ سک آهي. اهو ئي ٿورڙي ۾ سک دک جو لکشڻ جاڻڻ گهرجي، [منو ٤-١٥٩ ۽ ١٦٠] پر جو جو ڪم هڪ ٻئي جي آڌين آهي، سو هڪ ٻئي جي آڌينتا سان ئي ڪرڻ گهرجي؛ جئن استري ۽ پرش جو هڪ ٻئي جي آڌين وهنوار ارٿات استريءَ جو پرش ۽ پرش جو استريءَ سان پاڻ ۾ پريم سان ورتڻ، انڪول رهڻ، وڀچار اٿوا وروڌ ڪڏهن نہ ڪرڻ، پرش جي آگيا انڪول گهر جا ڪم استري ۽ باهريان ڪم پرش جي آڌين رهن، برن ڪمن ۾ ڦاسڻ کان هڪ ٻئي کي روڪڻ ارٿات اها پڪ

سمجهڻ گهرجي ته وواهه کانپوءِ استريءَ جي همٿ پرش ۽ پرش جي همٿ استري وکامي ڇڪي. ارٿات استري پرش جو سڀ ڪجهه تنهن کان وٺي ڇوليءَ تائين جيڪي به آهي، سو ورهيه آدي هڪ ٻئي جي آڌين ٿي ويندا آهن، استري پرش هڪ ٻئي جي پرسنتا بنا ڪو وهنوار نه ڪن. انهن ۾ ڏاڍو اپريه وروڌ پيدا ڪندڙ ويڀچار، ونشياگمن ۽ پرپرش گمن آدي ڪم آهن، انهي ڇڏي پنهنجي پتيءَ سان استري ۽ استريءَ سان پتي سدا پرسن رهن.

جي برهمڻ ورڻ جا هجن ته پرش ڇوڪرن کي پاڙهي ۽ پڙهيل استري ڪنيائن کي پاڙهي، نانا پرڪارن جا اُپديش ڪن، ڪين ودوان بڻائين. استريءَ جو پوڄا يوگيه ديوتا سندس پتي ۽ پرش جي پوڄا يوگيه ارٿات ستڪار ڪرڻ يوگيه ديوي [سندس] استري آهي. جيستائين گروڪل ۾ رهن، تيستائين ماتا پتا سمان اڌياپڪن کي سمجهن ۽ اڌياپڪ پنهنجي سنتان جيان ششن کي سمجهن. هاڻي پاڙهڻ وارا اڌياپڪ ۽ اڌياپڪائون ڪهڙيون هئڻ گهرجن. [تنجو ورنن هيٺ ڏجي ٿو.]

आत्मज्ञानं समारम्भस्तितिक्षा धर्मनित्यता । यमर्था नापकर्षन्ति स वै पण्डित उच्यते ॥ १ ॥

निषेवते प्रशस्तानि निन्दतानि न सेवते । आनास्तिक: श्रद्धधान एतत्पण्डितलक्षणम् ॥ २ ॥

क्षिप्रं विजानाति चिरं शृणोति । विज्ञाय चार्थं भजते न कामात् । नासम्पृष्टो ह्युपयुङ्क्ते परार्थे, तत्प्रज्ञानं प्रथमं पण्डितस्य ॥ ३ ॥

नाप्राप्यमभिवाञ्छन्ति नष्टं नेच्छन्ति शोचितुम् । आपत्सु च न मुह्यन्ति नरा: पण्डितबुद्धय: ॥ ४ ॥

प्रवृत्तवाक् चित्रकथ ऊहवान् । प्रतिभानवान् आशु ग्रन्थस्य वक्ता च य: स पण्डित उच्यते ॥ ५ ॥

श्रुतं प्रज्ञानुगं यस्य प्रज्ञा चैव श्रुतानुगा । असंभिन्नार्यमर्याद: पण्डिताख्यां लभेत स: ॥ ६ ॥

महाभारत उद्योगपर्व विदुराप्रजागर (अध्याय ३२)

**پنڊت جا لڇڻ** - هي سڀ مهاڀارت اديوگ پرو ودر پرجاگر (اڌياءُ ٣٢) جا شلوڪ آهن.

ارٿ- ١- جو آتم گياني ۽ "سمڪ- آرنڀ" [ڪاريه آرنڀ ڪرڻ ۾ چتر] ارٿات جو نڪمو ۽ آلسي ڪڏهن نه رهي، سک دک، هاني لاڀ، مان اپمان، نندا استتيءَ ۾ هرک شوڪ ڪڏهن نه ڪري، [جو] سدا ڌرم ۾ ئي استر رهي، جنهنجي من کي اُتم اُتم پدارٿ ارٿات وشيه سنبنڌي وستو موهي نه سگهن، سو ئي پنڊت سڏبو آهي. ٢- سدا ڌرم ميه ڪرمن ڪرڻ، اڌرمي ڪرمن کي تياڳڻ، پرميشور، ويد ۽ ست آچار جي نندا نه ڪرڻ ۽ پرميشور آدي ۾ اُتي شرڌا رکڻ اهي پنڊت جي ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ جوڳا ڪرم آهن. ٣- جو ڏکي ڳالهه به جهٽ سمجهي سگهي، گهڻي ڪال تائين شاسترن کي پڙهي، ٻڌي ۽ ويچاري، جيڪي ڪجهه ڄاڻي، سو ٻين جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ۾ آڻي، سوارٿ لاءِ ڪوئي ڪم نه ڪري، بنا پڇڻ يا بنا ٺيڪ سمي ڄاڻڻ جي ٻئي جي ڪم ۾ راءِ نه ڏئي، سو اوچ ڪوٽيءَ جو گياني پنڊت آهي. ٤- جو نه پراپت ٿيڻ [وستوءَ] جي اڇا ڪڏهن نه ڪري، وڃايل وستوءَ جو شوڪ نه ڪري، ٻي وسيءَ جي اوستا سمي موهه ۾ نه پوي: ارٿات وياڪل

نہ ٿئي، سوئي پنڊت آهي. ۵- جنهن جي واڻي سڀني وديائن ۾ پرشن اُتر ڪرڻ ۾ هر ريت پورڻ هجي، وچتر، شاسترن جي وشين جي وياکيا ڪندڙ، ٺيڪ ٺيڪ تڪ ڪرڻ وارو ۽ چڱي سمرتي [ياد گيري] رکڻ وارو ۽ گرنٿن جي ٺيڪ ٺيڪ ارٿن کي تتڪال ٻڌائڻ وارو هجي، سوئي پنڊت ڪوٺائيندو آهي. ٦- جنهنجي پرڄا [تکي سمجهه] ٻڌل سچن ارٿن انوسار، جنهنجو شروڻ [ٻڌل گيان] ٻڌيءَ انڪول [آهي] جو ڪڏهن بہ آريہ ارٿات سريشٽ ڌارمڪ پرشن جي مريادا نہ ٽوڙي، سوئي پنڊت جي لائي سان سڏبو آهي. جتي اهڙا اهڙا استري پرش پاڙهڻ وارا هوندا آهن، تتي وديا، ڌرم ۽ اُتم آچار جي واڌاري ٿيڻ ڪري، نت آنند ٿي وڌندو رهندو آهي. پڙهڻ ۾ ايوگيہ ۽ مورکہ جا لڇڻ [هيٺينءَ ريت آهن]

अश्रुतश्च समुन्नद्धो दरिद्रश्च महामनाः । अर्थांश्चाऽकर्मणा प्रेप्सुर्मूढ इत्युच्यते बुधैः ॥ १ ॥
अनाहूतः प्रविशति ह्यपृष्टो बहु भाषते । अविश्वस्ते विश्वसिति मूढचेता नराधमः ॥ २ ॥

महाभारत उद्योगपर्व विदुरप्रजागर [अध्याय ३३]

هي شلوڪ بہ مهاڀارت جي اديوگ پرو ودر پرجاگر (ادياءِ ٣٣) جا آهن.

**مورکہ نہ پاڙهين**- ١- جنهن ڪوبہ شاستر نہ پڙهيو، نہ ٻڌو هجي ۽ اتي گهمنڊي ۽ نرڌن ٿي وڏا وڏا منورٿ ڪرڻ وارو [من جا لڏون پورڻ وارو] ۽ بنا ڪرم ڪرڻ جي پدارٿ جي پراپتيءَ جي اڇا ڪرڻ وارو هجي، تنهنکي سمجهو ماڻهو مورک چوندا آهن. ٢- جو انڻ ڪوٺيو سڀا اٿوا ڪنهن جي گهر وڃي، اوچي آسڻ تي وهڻ گهري، پڇڻ ڌاران سڀا ۾ گهڻو ٻڪي، بي ڀروسي وستوءَ يا منش تي وساهہ رکي، سوئي مورکہ ۽ سڀني ماڻهن ۾ نيچ سڏبو آهي. جتي اهڙا پرش ادياپڪ، اُپديشڪ، گرو ۽ پوڄ ٿيندا آهن، تتي اوديا، اڌرم، اسڀيتا، ڪلڪل، ورود ۽ اُتپٽ وڌڻ ڪري دکہ ئي وڌندو آهي. هاڻي ودياٿين جا لڇڻ [لکجن ٿا]

आलस्यं मदमोहौ च चापलं गोष्ठिरेव च । स्तब्धता चाभिमानित्वं तथाऽत्यागित्वमेव च । एते वै सप्त दोषाः स्युः सदा विद्यार्थिनां मताः ॥ १ ॥
सुखार्थिनः कुतो विद्या नास्ति विद्यार्थिनः सुखम् । सुखार्थी वा त्यजेद्विद्यां विद्यार्थी वा त्यजेत्सुखम् ॥ २ ॥

विदुरप्रजागर [अध्याय ४०]

هي بہ ودر پرجاگر [اڌياءِ ٤٠] جا شلوڪ آهن.

**وديارٿي ڪهڙن ورتن** - ارٿ- ١. آلس ارٿات شرير ۽ ٻڌيءَ ۾ جڙپڻو، مورکتا، نشو، موهہ ارٿات ڪنهن وستوءَ ۾ ڦاسڻ، چنچلتا ۽ هيڏانهن هوڏانهن جون وٿوڙ ڳالهيون ڪرڻ ۽ ٻڌڻ، پڙهندي پاڙهيندي روڪجي پوڻ، اُيمان ٿيڻ، اهي ست جيڪي اهڙا آهن، تن کي وديا پراپتي نہ ٿيندي آهي. [٢] سک ڀوڳڻ جي چاهنا ڪرڻ وارن کي وديا ڪٿان؟ ۽ وديا پڙهڻ وارن کي سک ڪٿي؟ ڇو نہ [چيل آهي] تہ ڀوڳہ ٻلاس جي ڪوڏئي کي وديا ۽ ودياٿيءَ کي وشي واسنا ڇڏي ڏيڻ گهرجي. ائين ڪرڻ ڌاران وديا ڪڏهن نہ ٿي پڙهي

۽ ھڙن [ھيٺين پرڪار جي] ماڻھن کي ودِيا پراپت ٿيندي آھي :-

सत्ये रतानां सततं दान्तानामूर्ध्वरेतसाम् । ब्रह्मचर्यं दहेद्राजन् सर्वपापान्युपासितम् ।

سدا سچي چال رکڻ وارا، اِندرين کي جيتڻ وارا ۽ جن جو ويريه ناس نٿو ٿئي، تن جو برھمچريه سچو ۽ اُھي ئي ودوان ٿيندا آھن.

**اڌياپڪ جا ڪرتويه-** انھيءَ ڪري اڌياپڪن ۽ وديارٿين کي چڱن گڻن ۽ سٺن لڇڻن وارو ٿيڻ گھرجي. اڌياپڪ اھڙو يتن ڪندا رھن، جنھن ڪري وديارٿي سچ ڳالھائيندڙ، سچ مڃيندڙ ۽ سچ تي ھلڻ وارا، سيتا وارا ۽ اِندرين کي وس ڪرڻ وارا، سشيل ۽ شُڀ گڻن سان ڀرپور، شرير ۽ آتما جو پورڻ بل وڌائي سڀئي ويد آدي شاسترن ۾ ودوان ٿين. (اڌياپڪ) سدا سندن ڪپيشٽا ڇڏائڻ ۽ وديا پڙھائڻ ۾ يتن ڪندا رھن ۽ وديارٿي سدا اِندرين کي جيتيندڙ، شانت چت ۽ پاڙھڻ وارن ۾ پريم رکندڙ، وچاروان، سشيل ۽ محنتي ٿي اھڙو پرشارٿ ڪن، جنھنڪري پورڻ وديا، پورڻ آورجا، پورڻ ڌرم ۽ پرُشارٿ ڪرڻ [ڪين] اچي وڃي. اھي سڀ برھمڻ ورڻ جا ڪرم آھن. کترين جا ڪرم راج ڌرم ۾ چونداسين.

**وئشن جا ڪرم-** [وئشن جا ڪرم برھمچريه دوارا ويد آدي وديا] پڙھي [وواھ ڪري] [جدا جدا] ديشن جي ڀاشا سکڻ، ڀانت ڀانت پرڪارن جي واپار جي ريت ۽ (وستن) جا اگھ جاڻڻ، وڪڻڻ، کڻڻ، جدا جدا ڏيساورن ڏانھن اچڻ وڃڻ، لاڀ لاءِ ڪم آرنڀ ڪرڻ، پشو پالڻ، کيتيءَ جي اُنتي چترائيءَ سان ڪرڻ ڪرائڻ، ڌن کي وڌائڻ، وديا ۽ ڌرم جي واڌاري ۾ ڌن لڳائڻ، (سچيار ٿيڻ)، نشڪپٽ ٿي سچائيءَ سان سڀ وھنوار ڪرڻ، سڀني پدارٿن جي رکشا اھڙيءَ ريت ڪرڻ، جئن ڪابه وستو نشت نه ٿي وڃي.

**شودرن جا ڪرم-** شودر سڀ پرڪار جي شيوا ۾ چتر، رڌڻ پچائڻ ۾ ليڻ ۽ اُتي پريم سان دوجن [برھمڻ، کتري ۽ وئش] جي شيوا ڪري انھيءَ دوارا پنھنجي آجيوڪا ڪري ۽ دوج لوڪ، سندس کائڻ، پيئڻ، ڪپڙن وسترن، گھر گھاٽ ۽ وواھ آديءَ ۾ جيڪو خرچ ٿئي، سو سڀ ڏين، اُتوا کيس ماھوار بڌي ڏين.

**ورڻن جو ھڪ ٻئي سان وھنوار-** چئني ورڻن کي ھڪ ٻئي سان پريم ۽ پريتيءَ، اُپڪاري ڀاونا ۽ سچائيءَ [سان] ھلڻ گھرجي. سک دک، ھاڃي لاڀ ۾ ھڪ متو ٿي راجا ۽ پرجا جي واڌاري ۾ تن، من ۽ ڌن لڳائيندو رھجي.

**پتي پتني گڏ رھن-** استري ۽ پرش جو وڇوڙو ڪڏھن نه ٿيڻ گھرجي ڇو ته-

पानं दुर्जनसंसर्गः पत्या च विरहोऽटनम् । स्वप्नोऽन्यगेहवासश्च नारीसन्दूषणानि षट् ॥ मनु० ६ । १२ ॥

١. مد، ڀنگ آدي نشي واريون شيون ورتائڻ. ٢. دشت لوڪ جو سنگ. ٣. پتيءَ جو وڇوڙو. ٤. اڪيلو ھيڏانھن ھوڏانھن وئرٿ پاکنڊين جي درشن جي بھاني سان گھمندو رھڻ. ٥. پرائي گھر ۾ وڃي سمھڻ يا ٦. اُتي رھڻ، اِھي ڇھ استريءَ کي بگاڙڻ وارا درگڻ آھن ۽ اُھي مردن جا به آھن.

**پتي پتنيءَ جي ويوگ جا پرڪار-** پتي ۽ پتنيءَ جو ويوگ ٻن پرڪارن جو ٿيندو آھي.

١- ڪنهن ڪم لاءِ پرديس ڏانهن وڃڻ. ٢- مرتيوءَ جي ڪري ويوگ ٿيڻ. اُنهن مان پهرئين جو اُپاءُ اِهو آهي ته ڏور ڏيساور ۾ ياترا لاءِ وڃي ته اِستريءَ کي به ساڻ وٺي وڃي. اُنهيءَ جو اِهو پرئوجن آهي ته گهڻي سمي تائين وڇوڙو نه ٿيڻ گهرجي.

**پنر وواه ۽ نيوگ:-** پرشن:- اِستري ۽ پرش جا گهڻا وواه ٿيڻ نيڪ آهن يا نه؟ اُتر: هڪ ئي سمي ۾ نه. پرشن:- ڇا ڌار ڌار سمي تي گهڻا وواه ٿيڻ گهرجن؟ اُتر:- هائو، جيئن

या स्त्री त्वक्षत योनिः स्याद्गतप्रत्यागतापि वा। पौनर्भवेन भर्त्रा सा पुनः संस्कारमर्हति ॥ मनु० ९। १७६॥

جنهن اِستري اَٿوا پرش جو ❀ پاڻي گرهڻ ماتر جو سنسڪار ٿيو هجي، [رڳو وواه جون رسمون پوريون ٿيون هجن] ۽ سنجوڳ نه ٿيو هجي، اَرٿات ★ اَڪشت يوني اِستري ۽ ■ اَڪشت وِيريه پرش هجي، اُن جو ٻئي پرش اَٿوا ٻيءَ اِستري سان پنر وواه ٿيڻ گهرجي. پر برهمڻ، کتري ۽ ويش ورڻن ۾ اَڪشت يوني اِستري ۽ اَڪشت ويريه پرش جو پنر وواه نه ٿيڻ گهرجي.

**پنر وواه ۾ دوش:- پرشن:-** ● پنر وواه ۾ ڪهڙو دوش آهي؟

**اُتر:-** اِستري پرش جو پريم گهٽ ٿيڻ، ڇو ته جڏهن ڪين وڻي، تڏهن پرش اِستري ۽ اِستري پرش کي ڇڏي، ٻئي سان سمبنڌ ڪري جوڙيندي. ٢- جڏهن اِستري اَٿوا پرش پتي اَٿوا اِستريءَ جي مرڻ کان پوءِ ٻيو وواه ڪرڻ چاهيندو ته پهرين اِستري اَٿوا پهرئين پتيءَ جي سمپتيءَ کي کڻي وڃڻ ۽ سندس ڪٽنب وارن سان جهڳڙو ٿيڻ. ٣- گهڻن چڱن گهراڻن جو نالو نشان ميٽجي وڃڻ ۽ سندن سمپتي نشٽ ٿي وڃڻ. (٤) پتي ورت ۽ پتني ورت ڌرم نشٽ ٿيڻ. انهيءَ پرڪار جي دوشن ڪري دوجن ۾ پنر وواه اَٿوا هڪ کان وڌيڪ وواه ڪڏهن نه ٿيڻ گهرجن.

**پرشن:-** جڏهن [سنتان جي نه ٿيڻ ڪري] ونش ڇيدن ٿي وڃي، تڏهن به اُن جو گهراڻو ناس ٿي ويندو ۽ اِستري اَٿوا پرش وڀچار آدي ڪڪرمن ڪري گرڀ ڪيرائڻ آدي اَنيڪ دشٽ ڪرم ڪندا. ان ڪري پنر وواه ٿيڻ گهرجي!

**اُتر:-** نه نه، ڇو ته جيڪڏهن اِستري ۽ پرش برهمچريه ۾ اِستت (قائم) رهڻ گهرن ته ڪابه برائي ڪانه ٿيندي ۽ جيڪڏهن ڪل جي پرمپرا رکڻ لاءِ ڪنهن پنهنجي برادريءَ واري جو پٽ گود ۾ وٺندا ته به ڪل جو سلسلو هلندو رهندو ۽ وڀچار به نه ٿيندو. پر جيڪڏهن برهمچريه نه رکي سگهن ته نيوگ دوارا سنتان اُتپتي ڪن.

**پنر وواه ۽ نيوگ ۾ ڀيد:- پرشن:-** پنر وواه ۽ نيوگ ۾ ڪهڙو ڀيد آهي؟

---

❀ پاڻي گرهڻ = هٿ پڪڙڻ، هٿيالو ٻڌڻ.
★ اَڪشت يوني = جنهن سماگم نه ڪيو هجي.
■ اَڪشت ويريه = جنهنجو ويريه سرڪشت (سلامت) هجي.
● پنر وواه = ٻيهر وواه ڪرڻ يا هڪ کان وڌيڪ وواه ڪرڻ.

اُتر:- (١) وواهه ۾ ڪنيا پنهنجي پتا جو گهر ڇڏي، پتيءَ جي گهر هلي ويندي آهي ۽ پتا سان گهڻو سنبنڌ نہ رهندو آهي. پر وڌوا استري [نيوگ ڪرڻ کانپوءِ بہ] اُنهيءَ پرڻيل پتيءَ جي ئي گهر رهندي آهي. (٢) اُنهيءَ وواهه ٿيل استريءَ جا پٽ، اُنهيءَ وواهت پتيءَ جا دايہ ڀاڳي (وارث) ٿيندا آهن ۽ وڌوا استريءَ جا پٽ؛ نہ ويريہ داتا جا پٽ ڪوٺائيندا آهن؛ نہ اُنهيءَ جي گوتر جا ٿيندا آهن؛ نہ سندس اَڌڪار اُنهيءَ سنتان تي رهندو آهي. پر اُهي مئل پتيءَ جي سنتان سمجهيا ويندا آهن ۽ اُنهيءَ جوئي گوتر رهندو اُٿن ۽ سندس سمپتيءَ جا اُتر اَڌڪاري (وارث) ٿي اُنهيءَ گهر ۾ رهندا آهن. (٣) پرڻيل استري ۽ پرش کي هڪ ٻئي جي سيوا ۽ پالنا ڪرڻ لازمي آهي؛ پر نيوگ ڪيل استري پرش جو اُهڙو ڪوئي سنبنڌ نہ رهندو آهي. (٤) وواهت استري پرش جو سنبنڌ ٻنهي جي موت تائين رهندو آهي؛ پر نيوگ ڪيل استري پرش جو لاڳاپو ڪم پوري ٿيڻ تي ڇٽي ويندو آهي. (٥) وواهت استري پرش، گهر جي ڪاروبار پوري ڪرڻ ۾ گڏجي يتن ڪندا رهندا آهن ۽ نيوگ وارا استري پرش، پنهنجي پنهنجي گهر جا ڌنڌا ڪندا آهن.

پرشن:- وواهه ۽ نيوگ جا نيم هڪجهڙا آهن يا ڌار ڌار؟

**ٻئر وواهہ ۽ نيوگ جا نيم:-**

**اُتر:-** ڪجهہ ٿورو ڀيد آهي، جيترو مٿي چئي آيا آهيون ۽ [ڇهون] هي تہ وواهه ٿيل استري پرش، هڪ پتي ۽ پتني گڏجي ڏهہ ٻار اُلپن ڪري سگهن ٿا، ۽ نيوگ وارا استري پرش ٻن اَٿوا چئن کان وڌيڪ سنتان اُلپن ڪري نٿا سگهن. [ستون] تنهن کان سواءِ جئن ڪنواري ۽ ڪنواريءَ جو وواهہ ٿيندو آهي، تئن نيوگ اُنهنجو ٿيندو آهي، جنهنجي پتني يا پتي مري ويو هجي. ڪمار، ڪماريءَ جو نہ. (٨) جئن وواهت استري پرش سدا گڏ رهندا آهن؛ تئن مقرر استري پرش [نيوگ وارا] جو ورتاءُ نہ آهي. پر رتودان جي سمي بنا گڏ نہ رهن.

**نيوگ جو لاڳاپو ڪيئن ٿئي-** (٩) جي استري پنهنجي لاءِ نيوگ ڪري تہ ٻئي گرڀ ٿي وڃڻ کانپوءِ **مقرر پرش** [نيوگ واري پرش] سان سندس سنبنڌ ٽٽي ويندو. تئن جي پرش پنهنجي لاءِ نيوگ ڪري تہ ٻئي گرڀ ٿيڻ کانپوءِ **مقرر استريءَ** سان سندس ڪوبہ سنبنڌ رهڻو نہ آهي. پر اِها مقرر استري بہ ٽي ورهيہ اُنهيءَ سنتان جي پالنا ڪري مقرر پرش کي ڏئي.

**سنتان اُتپن ڪرڻ جو نيم-** اُهڙيءَ ريت هڪڙي وڌوا استري بہ ٻالڪ پنهنجي ۽ ٻہ ٻہ، ٻين چئن **مقرر پرشن** لاءِ اُتپن ڪري سگهندي آهي. ساڳيءَ ريت **وڌر پرش** بہ ٻہ ٻالڪ پنهنجي لاءِ ۽ ٻہ ٻہ، ٻين چئن **مقرر وڌوائن** لاءِ اُتپن ڪري سگهندو آهي. اُهڙيءَ ريت ملي ڏهہ ڏهہ سنتان اُتپن ڪرڻ جي آگيا ويد ۾ ڏنل آهي-

इमां त्वमिन्द्र मीढ्वः सुपुत्रां सुभगां कृणु । दशास्यां पुत्रानाधेहि पतिमेकादशं कृधि ॥

ऋ० म० १० । सू० ८५ । मं० ४५ ॥

**ڏهن کان وڌيڪ ٻار نہ ٿين-** اَرٿ:- هي! ويريہ سينچڻ [ڏيڻ] ۾ سمرٿ اَئشوريہ وان

پرش! تون پنهنجي وواهت استريءَ اُتوا وڏوا استرين کي [جن لاءِ سيا توکي مقرر ڪئي ٺهرايو آهي] اُتم سنتان وارو ۽ سپاڳو ڪر. پنهنجي وواهت استريءَ مان ڏهہ ٻالڪ اُلپن ڪر ۽ يارهون استري سمجهہ. هي استري! تون بہ وواهت پتيءَ اُتوا مقرر پرشن مان ڏهہ سنتان اُلپن ڪر ۽ يارهون پتيءَ کي ڄاڻ.

ويد جي آگيا اُنوسار براهمڻ، کتري ۽ وئش ورڻ وارا استري پرش ڏهن ٻارن کان وڌيڪ اُلپن نہ ڪن. ڇو تہ وڌيڪ اُلپن ڪرڻ ڪري سنتان نربل، نربدي ۽ گهٽ عمر واري ٿيندي، ۽ استري پرش بہ نربل، گهٽ آيوءَ وارا ۽ روڳي ٿي ٻڍاپي ۾ گهڻا ڏکہ ڀوڳيندا آهن.

**نيوگہ ويڀچار نہ آهي- پرشن:-** هيءَ نيوگ جي رِيت تہ ويڀچار سمان ٿي ڏسجي؟

**اُتر:-** جيئن ٻنا وواهہ وارن جو لاڳاپو ويڀچار ٿيندو آهي، ساڳيءَ رِيت جي نيوگ ٿيل نہ آهن، تن جو **سماڳم ڪرڻ** ويڀچار ڄمو آهي. اِنهيءَ مان سڌ ٿيو تہ نيم پوروڪ وواهہ خواهہ نيوگہ ٿيڻ لِي ويڀچار نہ ڄمو ويندو. جيئن هڪ جي ڪنيا جو ٻئي جي پٽ سان شاستر ۾ ڏيکاريل وڌيءَ اُنوسار وواهہ ٿيڻ تي سماڳم ڪرڻ ۾ ويڀچار خواه پاپ يا لڄ نہ ٿيندي آهي، تئين ئي ويد شاسترن ۾ ڄاڻايل نيوگہ ۾ ويڀچار، پاپ ۽ لڄ نہ سمجهڻ گهرجي.

**پرشن:-** اِئين آهي تہ نيڪ، پر اِهو وَئشيا جهڙو ڪرم ٿو ڏسجي.

**اُتر:-** نہ. ڇو تہ وَئشيا سماڳم ۾ ڪو نشچت [مقرر ڪيل] پرش، يا ڪوئي نيم ٿيندو آهي ۽ نيوگہ ۾ وواه جيان نيم آهن. جيئن ٻئي کي ڪنيا ڏيڻ ۽ وواه ڪانپوءِ سنتان اُلپن ڪرڻ ۾ لڄ ڪانہ ٿيندي آهي، تئين ئي نيوگہ ۾ بہ نہ ٿيڻ گهرجي. ڇا؟ جيڪي ويڀچاري پرش خواه استريون هونديون آهن ۽ سي وواه ڪرڻ سان بہ ڪڪرمن ڪرڻ کان ڪڏهن بچي سگهندا آهن؟

**نيوگہ ۾ پاپ نہ آهي:- پرشن:-** اسانکي نيوگہ جي ڳالهہ ۾ پاپ ٿو ڏسڻ ۾ اچي.

**اُتر:-** جيڪڏهن نيوگہ جي ڳالهہ ۾ پاپ ٿا مڃو تہ پوءِ وواهہ ۾ پاپ ڇو نہ ٿا مڃو؟ پاپ تہ پاڻ نيوگہ جي **روڪڻ** ۾ آهي. ڇو تہ ايشور جي سرشٽي نيم انڪول استري پرش جو سڀاويڪ وهدوار روڪجي ئي نٿو سگهي ؛ سواءِ وَئراڳ وارن، پورن ودوانن ۽ يوگين جي. ڇا ؛ گرڀ ڪيرائڻ واري ٻيانڪ ٻال هتيا ۽ وڌوا استرين ۽ وڌر پرشن (رنڊن) جي ورلاپن کي پاپ نٿا سمجهو؟ ڇو تہ جيستائين هو جوين اَوستا ۾ آهن، تيستائين هُن ۾ سنتان اُلپتيءَ ۽ ڪام جي چاهنا رکندڙن کي ڪنهن سرڪار يا براڊريءَ جي نيم اُنوسار رڪاوٽ ڪري چوريءَ ڇپيءَ ڪڪرم ۽ ٻچڙايون ڪندا رهندا آهن. اِنهيءَ ويڀچار ۽ ڪڪرم کي روڪڻ جي هڪڙي اِها نيڪ رِت آهي تہ جيڪي اِندرين کي وَس ۾ رکي سگهن ؛ سي وواهہ خواه نيوگہ بہ نہ ڪن تہ نيڪ آهي ؛ پر جي اَهڙا ڪونہ آهن، تن جو وواهہ ۽ آپت ڪال ارٿات لاچاريءَ جي حالت ۾ نيوگہ اوس ٿيڻ گهرجي.

**نيوگہ ۽ وواهہ ۾ لاڀ:-** اِنڪري ويڀچار جو گهٽ ٿيڻ ۽ پرير پوروڪ اُتم سنتان ٿيڻ ڪري منش جو واڌارو ٿيڻ ممڪن آهي يعني گرڀ هتيا بهہ بند ٿي ويندي ۽ نيچ پرشن

سان أتم إسترين ۽ وئشائن وغيره نيچ إسترين سان أتم پرشن جي وِچار جا ڪرم، أتم گهرائن ۾ ڪلنڪ ۽ ونش ڇيدن ۽ إستري پرشن جا ٻاري دک ۽ گرڀ هتيائون وغيره ڪرم، وواهه ۽ نيوگ دوارا دُور ٿين ٿا. إنڪري نيوگ ڪرڻ گهرجي.

**نيوگ سنسڪار :- پرشن :-** نيوگ ۾ ڪهڙي ڳالهه ٿيڻ گهرجي؟

**اُتر :-** جيئن وواهه ڪليو ڪلايو [ٿيندو آهي.]، تيئن نيوگ به ڪليو ڪلايو [ٿيڻ گهرجي.] جيئن وواهه بزرگن جي رائي ۽ گهوٽ ڪنوار جي مرضيءَ سان ٿيندو آهي، تئن نيوگ ۾ به ٿيڻ کپي يعني جڏهن إستري پرش جو نيوگ ٿيڻ وارو هجي، تڏهن پنهنجي ڪل جي پالين اڳيان پڌر ڪن ته اسين ٻئي سنتان اُتپتيءَ لاءِ نيوگ ٿا ڪريون ۽ جڏهن نيوگ جو ڪم پورو ٿيندو، تڏهن اسين ميلاپ نه ڪنداسين ۽ جي أنجي أنتر هلياسين ته پاپي، جاتيءَ ۽ راڄ جا ڏوهاري ٿينداسين. مهيني مهيني هڪ ڀيرو گرڀادان جو ڪرم ڪنداسين ۽ گرڀ ٿيڻ کانپوءِ هڪ ورهيه تائين جدا رهنداسين.

**پرشن :-** نيوگ پنهنجي ورڻ ۾ ٿيڻ گهرجي يا ٻئي ورڻ ۾ به؟

**اُتر :-** پنهنجي ورڻ ۾ يا پاڻ کان أتم ورڻ جي پرشن سان. يعني وئش إستريءَ جو وئش، کتري خواهه برهمڻ سان. کترائيءَ جو کتري خواهه برهمڻ سان ۽ براهمڻيءَ جو براهمڻ سان نيوگ ٿي سگهي ٿو. انجو هيءُ ڪارڻ آهي ته ويرج پاڻ جهڙي يا أتم ورڻ جو هئڻ گهرجي؛ ۽ نه پاڻ کان گهٽ ورڻ واري جو. إستري پرش جي سرشٽي جو اهو پريوجن آهي ته ڌرم انوسار وئدڪ ريتيءَ سان وواهه يا نيوگ دوارا سنتان أتپن ڪجي!

**پرشن :-** پرش کي نيوگ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ ڇاڪاڻ ته هو ٻيو وواه ڪندو؟

**اُتر :-** مٿي لکي آيا آهيون ته دوجن (برهمڻ، کتري ۽ وئش) پرشن ۽ إسترين لاءِ هڪ ئي وواهه ويد آدي شاسترن ۾ لکيل آهي، ٻيو ڀيرو نه. ڪمار ۽ ڪماريءَ جو وواهه ٿيڻ ۾ نياءُ ۽ ودوا إستريءَ سان ڪنواري پرش جو ۽ ڪنواريءَ ڪنيا سان ودر [رنڊ] پرش جو وواهه ٿيڻ ۾ أنياءُ يعني أڌرم آهي. جئن ودوا إستريءَ سان [ڪنوارو] پرش وواهه ڪرڻ نٿو چاهي؛ تئن ڪنواري ڪنيا به وواهه ٿيل ۽ إستريءَ سان سماگم ڪيل پرش سان وواهه ڪرڻ نه چاهيندي. جڏهن وواهه ڪيل پرش کي ڪابه ڪنواري ڪنيا ۽ ودوا إستريءَ کي ڪوبه ڪنوارو پرش گرهڻ نه ڪندو، تڏهن پرش ۽ إستريءَ کي نيوگ جي گهرج ٿيندي ۽ ڌرم به اهوئي آهي ته جهڙن سان تهڙن جو سنبنڌ ٿيڻ گهرجي.

**نيوگ لاءِ پرماڻ - پرشن :-** جئن وواهه لاءِ ويد وغيره شاسترن جا پرماڻ آهن؛ تئن نيوگ لاءِ پرماڻ آهن يا نه؟

**اُتر :-** هن وشيه ۾ گهڻيئي پرماڻ آهن. ڏسو ۽ ٻڌو—

कुहस्त्रिद्दोषा कुह वस्तोरश्विना कुहाभिपित्वं करत: कुहोषतु: ॥
को वां शयुत्रा विधवेव देवरं मर्यं न योषा कृणुते सधस्थ आ ॥ ऋ० ॥ मं० १० । सू० ४० । मं० २ ॥
उदीर्ष्व नार्यभिजीवलोकं गतासुमेतमुप शेष एहि । हस्तग्राभस्य दिधिषोस्तवेदं पत्युर्जनित्वमभि सं बभूय ॥
ऋ० मं० १० । सू० १८ । मं० ८ ॥

اَرٿ :- هي (اَشونا) اِستري پـرشو! جڏهن (ديورم وڌوبو) ڏير کي وڌوا ۽ (پوشامرين) وواهت اِستري پنهنجي پتيءَ کي (سڌ ستي) ساڳي اِستان ۾ ڪٿ ٿي ڳڌ ٿي هر رپت سنتان اُتپن ڪندي آهي، تڏهن اوهين ٻئي اِستري پرش (ڪهه سود دوشا) ڪٿي رات جو ۽ (ڪي وستهه) ڪٿي ڏينهن جو رهيا هئا؟ (ڪهايي پتوم) ڪٿي پدارٿن جي پراپتي (ڪرلهه) ڪٿي هئي؟ ۽ (ڪهوشتهه) ڪهڙي سمي [۽] ڪٿي رهيا پيا هئا؟ (ڪووام شيترا) توهانجي سمهڻ جو اِستان ڪٿي آهي؟ خواهه ڪير ۽ ڪهڙي ديش جا رهندڙ آهيو؟ ان مان هي سڌ ٿيو ته ديس ۽ پرديس ۾ اِستري ۽ پرش سنگهه ۾ ئي رهن ۽ وواهت پتيءَ سمان مقرر پتيءَ کي گرهڻ ڪري وڌوا اِستري به سنتان اُتپن ڪري.

**نيوگ ڪنهن سان ڪجي** :- **پرشن** :- جي ڪنهن جو نيڊو ياءُ هجي ئي نه ته پوءِ وڌوا جو نيوگ ڪنهن سان ٿئي؟

**اُتر**:- "**ديوَر**" سان پر **ديوَر** شبد جو اَرٿ جيئن توهين سمجهو ٿا سو نـه آهي. ڏسو نرڪت [اَڌياءُ ۳ کنڊ ۱۵] ۾ :-

देवर: कस्माद् द्वितीयो वर उच्यते ॥ निरुक्त (अ० ३ । ख० १४)

يعني:- **ديوَر** اُنکي چئبو آهي، جو وڌوا جو ٻيو پتي ٿيندو آهي چاهي [**سندس پتيءَ جو**] ننڍو ڀاءُ يـا وڏو ڀاءُ، اُتوا سندس ورڻ وارو، يا سندس ورڻ کـان اُتم ورڻ وارو هجي، جنهن سان نيوگ ٿئي اُنجو نالو **ديوَر** آهي.

**ٻئي منتر جو ارٿ** :- هي (ناري) وڌوا! تون (اِيتا گتا سم) هن مري ويل پتيءَ جو وچار ڇڏي (شيشي) باقي پرشن مان (اَيي جيو لوڪم) جيئري ٻئي پتيءَ کـي (اُپيتهي) پراپت ٿيءُ (اُديرشو) هن ڳالهه جو وچار ۽ نشچو رکه ته جو (هست گراپسيه وڌ شوهه) تو وڌوا جو ورِي **پاڻي گرهڻ ڪرڻ** (هت پڪڙڻ) وري **مقرر پتيءَ** جي سمبنڌ لاءِ نيوگ ٿيندو نه (ادم) اهو (جنتوم) جنم ورندڙ بالڪ اُنهيءَ (پتيهه) پتيءَ جو ٿيندو ۽ جي تون پنهنجي لاءِ سنتان جي اِڇا ڪندين ته هيءُ سنتان (تو) تنهنجي ٿيندي. اَهڙي نشچي واري (اَيي سم ڀوت) ٿيءُ ۽ **مقرر پرش** به اُنهيءَ نيم جو پالن ڪري. وري ڏسو هيٺيون اَٿروويد جو (ڪانڊ ۱۴-۲-۱۸).

अदेवृघ्न्यपतिघ्नी हैधि शिवा पशुभ्य: सुयमा सुवर्चा: । प्रजावती वीरसूर्देवृकामा स्योनेममग्निं गार्हपत्यं सपर्य ॥
अथर्व० १४ । २ । १८ ॥

**ويد جو ٽيون پرماڻ** :- (اَپتي گهنيه ديو رگهنه) پتيءَ ۽ ڏير کي دک نه ڏيڻ واري اِستري! تون (اهه) هن گرهست آشرم ۾ (پشويه) پشن جو (شوا) ڪلياڻ ڪرڻ واري (سيماهه) چڱيءَ پر ڌرم نيم ۾ هلڻ واري (سورچا) روُپ (وان) ۽ سرو شاستر ودِيا يڪت (پرجاوتي) اُتم پٽن پوٽن آدي سمت (ويرسوهه) سوُرويِر پٽن جي ڄڻڻ واري (ديوَرڪاما) "ديوَر" جي ڪاما ڪرڻ ۽ (سيونا) سکـه ڏيڻ واري پتيءَ ۽ ديوَر کي (ايڌي) پراپت ٿي (امم) هن (گارهپتيم) گرهست سمبنڌي (اگنم) اُگني هوتر کي (سپريه) سيوَن ڪندي ڪر.

**منو سمرتيءَ جو پرماڻ:-**

तामनेन विधानेन निजो विन्देत देवर: ॥ मनु० ९ । ६९ ॥

جيڪڏهن "اَکشيت يوني" [ پرش سان ميلاپ نه ڪيل پر رڳو پرڻيل ] استري وڌوا ٿي پوي ته سندس پتيءَ جو سڳو ننڍو ڀاءُ به ساڻس نيوگ ڪري سگهي ٿو.

**پرشن:-** هڪ استري يا هڪ پرش ڪيترا نيوگ ڪري سگهن ٿا؟ اُنوا وواهه ڪيل ۽ نيوگ ڪندڙ پتين جا ڪهڙا نالا آهن؟

सोम: प्रथमो विविदे गन्धर्वो विविद उत्तर: । तृतीयो अग्निष्टे पतिस्तुरीयस्ते मनुष्यजा: ॥

ऋ० मं० १० । सु० ८५ । मं० ४०

هي استري! جو (ٿي) تنهنجو (پرٿمهه) پهريون وواهه ڪيل (پتِهه) پتي توکي (وودي) پراپت ٿئي ٿو، تنهنجو نالو (سومهه) سڪمار آدي گڻن وارو هئڻ جي ڪري "سوم"، جيڪو ٻيو نيوگ دوارا (وودي) پراپت ٿئي ٿو، اُهو (گندرو)، پهرينءَ هڪ استريءَ سان سماگم ڪري چڪڻ ڪري "گندرو" جيڪو (ترٿيه اترهه) ٽين کان پوءِ ٽيون پتي ٿيندو آهي، اُهو (اَگنهه) گهٽيءَ چمڪتا رکڻ ڪري "اَگني" نالي وارو ۽ جي (ٿي) تنهنجا (ترييهه) چوٿين کان وٺي يارهين تائين نيوگ دوارا پتي ٿيندا آهن، سي (منشيجاهه) "منش" نالي سان سڏيا آهن.

**اُتر:-** (❀ امام توم الدر) منتر موجب يارهين پتيءَ تائين استري نيوگ ڪري سگهندي آهي. تئن پرش به يارهينءَ استريءَ تائين نيوگ ڪري سگهندو آهي.

**پرشن:-** [ هن منتر ۾ آيل ] ايڪادش — يارهون. هن شبد مان ڏهه پٽ ۽ يارهون پتيءَ کي ڇو نه ڳڻجي؟

**اُتر:-** جيڪڏهن اهو اَرٿ ڪندا ته هينئين ويد جي پرماڻن جي ورڌ اَرٿ ٿيندو. ڇاڪاڻ ته اوهانجي اَرٿ موجب ٻيو پتي به نٿو ٿي سگهي.

| | |
|---|---|
| विधवेव देवरम् | وڌوا ديور کي |
| देवर: कस्माद् द्वितीयो वर उच्यते । | ديور ڪري - ٻئي ور جو نالو |
| अदेवृघ्नि | ديور کي دک نه ڏيندڙ |
| गन्धर्वो विविद उत्तर: | گندرو پراپت ٿئي ٿو تنهن کانپوءِ |

**سمرتيءَ جا پرماڻ:-**

देवराद्वा सपिण्डाद्वा स्त्रिया सम्यङ् नियुक्तया । प्रजेप्सिताधिगन्तव्या सन्तानस्य परिक्षये ॥ १ ॥

ज्येष्ठो यवीयसो भार्य्यां यवीयान्वाग्रजस्त्रियम् । पतितौ भवतो गत्वा नियुक्तावप्यनापदि ॥ २ ॥

औरस: क्षेत्रजश्चैव ॥ ३ ॥

मनु० ९ । ५९ । ५८ । १५९ ॥

مٿي ڏنل ۽ ٻيا اَهڙا شلوڪ منوءَ مهاراج لکيا آهن. سپنڊ يعني پتيءَ جي ڇهن پيڙهين ۾ پتيءَ جو ننڍو يا وڏو ڀاءُ يا ساڳيءَ جاتيءَ واري ياڻ کان اُتم جاتيءَ واري پرش سان وڌوا

❀ هن منتر جو اَرٿ اَڳي مٿي ڏنو ويو آهي.

استريءَ جو نيوگ ٿيڻ گهرجي. بشرطيڪ اُهو رنڙ ۽ آهي وڌوا استري سنتان اُتپتيءَ جي لاءِ وڪندڙ هجن. يا جڏهن ڀار ٻنهي نه هجي، تڏهن نيوگ ٿئي. جيڪڏهن آپت ڪال ۾ اتوا جڏهن سنتان نه هجي ۽ سنتان جي لاءِ هجي، تڏهن وڏي ڀاءُ جي وڌوا استريءَ سان ننڍو ڀاءُ ۽ ننڍي ڀاءُ جي زال سان وڏي ڀاءُ جو نيوگ ٿئي. ۽ سنتان پيدا ٿي چڪي، ان کان پوءِ جيڪڏهن نيوگ ڪندڙ ڀاڻ ۾ ميلاپ ڪن ته هو پتت [پاپي] سمجهيا وڃن. ارٿات هڪ نيوگ ۾ ٻار جي گرڀ رهڻ تائين نيوگ جي حد آهي؛ اُنهيءَ کان پوءِ پوڳ نه ڪن. ۽ جيڪڏهن ٻنهي لاءِ نيوگ ٿيل هجي ته چوٿين گرڀ تائين يا اڳئين بيان ٿيل ريت موجب ڏهن سنتانن تائين ٿي سگهي ٿو. انهن ڪانپوءِ لمپٽتا يا وشئہ واسنا جو موهہ سمجهيو ويندو؛ ۽ جيڪڏهن وواهہ ڪيل پتي پتني ٻہ ڌرمن گرڀ کان وڌيڪ سنگ ڪن ته ڪامي ۽ نندا جي جوڳي سمجهيا وڃن، يعني وواهہ ۽ نيوگ سنتان لاءِ ئي ڪيو ويندو آهي، پسن وانگيان ڪام ڪرپتيءَ لاءِ نه.

**نيوگ پتيءَ جي جيئري به ٿيندو آهي - پرشن:-** نيوگ پتيءَ جي مئي ڪانپوءِ ٿيندو آهي يا جيئري به؟

**اُتر:-** جيئري به ٿيندو آهي.

अन्यमिच्छस्व सुभगे पतिं मत् ॥ ऋ० मं १० । सू० १० ॥

ارٿ:- جڏهن پتيءَ ۾ سنتان پيدا ڪرڻ جي شڪتي نه هجي، تڏهن پنهنجي استريءَ کي آگيا ڏئي ته هي سڀاڳہ جي لاءِ ڪرڻ واري استري! تون مونکان سواءِ ٻئي پتيءَ جي لاءِ ڪر، ڇاڪاڻ ته هاڻي مون کان سنتان اُتپن ڪانہ ٿيندي. تڏهن استري ٻئي سان نيوگ ڪري سنتان اُتپن ڪري. پر اُنهيءَ وواهہ ڪيل پتيءَ مهاشيہ جي شيوا ۾ سدا لڳي رهي. اهڙيءَ طرح جڏهن استري به روڳن ۾ قاتل هئڻ سبب سنتان پيدا نه ڪري سگهي، تڏهن پنهنجي پتيءَ کي آگيا ڪري ته هي سوامي! اوهان مون مان ٻارن جي پيدا ٿيڻ جي آشا ڇڏي، ڪنهن ٻيءَ وڌوا استريءَ سان نيوگ ڪري سنتان اُتپن ڪريو. جئن پانڊو راجا جي استرين ڪنتيءَ ۽ مادريءَ آدي ڪيو ۽ جئن وياس مهاراج، چترانگد ۽ وچترويريہ جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي ڀائرن جي استرين سان نيوگ ڪري [ڏسو سنڌي ڀاشا ۾ "مختصر مهاڀارت" مهراج ليجوراءِ روچيرام شرما ڪرت] امبڪا مان ڌرتراشٽر، انباڪا مان پانڊو ۽ داسيءَ مان ودر پيدا ڪيا، اهڙا اتهاس به هن ڳالهہ ۾ پرماڻ آهن.

[illegible]तो धर्मकार्यार्थं प्रतीक्ष्योऽष्टौ नरः समाः । विद्यार्थं षड् यशोर्थं वा कामार्थं त्रींस्तु वत्सरान् ॥ १ ॥
वन्ध्याष्टमेऽधिवेद्याब्दे दशमे तु मृतप्रजाः । एकादशे स्त्रीजननी सद्यस्त्वप्रियवादिनी ॥ २ ॥ मनु० ६ । ७६ । ८१

**گهڻن سالن تائين ترسي نيوگ ڪري-** ١. جيڪڏهن وواهہ ڪيل پتي ڌرم لاءِ پرديس ويو هجي ته پرڻيل استري اٺ ورهيہ، وديا ۽ جس لاءِ ويو هجي ته ڇهہ ۽ جي ڌن آدي ڪمائڻ لاءِ ويو هجي ته ٽن ورهين تائين واٽ ڏسي پوءِ نيوگ ڪري سنتان اُتپن ڪري. جڏهن وواهہ ڪيل پتي گهر موٽي، تڏهن نيوگ واري پتيءَ جو واسطو ڇڏي ڏئي.

٢. اهڙيءَ ريت پرش لاءِ بہ نيم آهي تہ جيڪڏهن استري سندس هجي ( وواهہ کان پوءِ اُنهن ورهيہ تائين استريءَ کي گرڀ نہ رهي ) تہ اُنهن ، سنتان ٿي مري وڃي تہ ڏهين ، جڏهن جڏهن ٿئي تہ نياڻي جمي ۽ پٽ نہ ٿئي تہ ٻارهين ورهيہ تائين ۽ جي ڪوڙو ڳالهائيندڙ هجي تہ يڪدم اُنهيءَ استريءَ کي ڇڏي، ٻيءَ استريءَ سان نيوگ ڪري سنتان پيدا ڪري سگهجي ٿي .

لئن ئي جي پرش ڏاڍو ڏک ڏيندڙ هجي تہ استريءَ کي گهرجي تہ اُن کي ڇڏي ٻئي پرش سان نيوگ ڪري سنتان پيدا ڪري . اُنهيءَ وواهہ ٿيل پتيءَ جي ملڪيت جو وارث اُن کي ڪري . هنن پرمائن ۽ دليلن موجب سويمبر وواهہ ۽ نيوگ دوارا پنهنجي پنهنجي ڪل جي اُنتي ڪن . جئن ”اورس“ پٽ يعني وواهہ ٿيل پتيءَ مان پيدا ٿيل ”پٽ“ اُنجي ملڪيت جو وارث ٿيندو آهي لئن ئي ”کيتر“، يعني نيوگ مان پيدا ٿيل پٽ بہ مئل پيءُ جي ملڪيت جا وارث ٿيندا آهن . هاڻي هن جو استري ۽ پرش کي ڏيان رکڻ گهرجي تہ ويريہ ۽ رج اَملهہ پدارٿ آهن . جيڪي هن بي بها وستوءَ کي پر ناريءَ، وئشيا يا دشت پرشن جي سنگ ۾ وڃائين ٿا، سي مهامُورک آهن. ڇاڪاڻ تہ هاري يا مالهي مُورک هوندي بہ پنهنجي ٻنيءَ يا باغ کانسواءِ ٻئي هنڌ ٻج نہ پوکيندا آهن. جڏهن رواجي ٻج ۽ مُورک جو بہ اهڙو دستور آهي تہ پوءِ جيڪو سڀني ۾ سريشٽ منش جي شرير جي وڻ جي ٻج کي گنديءَ ٻنيءَ ۾ وجهي ٿو، سو مهامُورک سڏبو آهي، ڇاڪاڻ تہ اُنجو ڦل اُنکي ڪونہ ملندو آهي .

“आत्मा व जायते पुत्रः”

هي براهمڻ گرنٿ جو وچن آهي تہ سنتان پتا جو سرُوپ آهي .

**پر پرشن جو سنگہ مهاپاپ آهي**- ڏسو نرڪت جو وچن .

अङ्गादङ्गात्सम्भवसि हृदयादधि जायसे । आत्मासि पुत्र मा मृथाः स जीव शरदः शतम् । निरुक्त ३ । ४ ॥

هي پتر! تون [شرير جي] اَنگ اَنگ مان پيدا ٿيل ويريہ مان ۽ هردي مان پيدا ٿين ٿو، اُنهيءَ ڪري تون منهنجي آتما آهين، مون کان اڳ نہ مر پر سؤ ورهين تائين جيءُ .

* جنهن مان اَهڙن اَهڙن مهاتمائن ۽ رشين جا شرير پيدا ٿين ٿا، اُنهيءَ [ويريہ] کي وئشائن ؛ آدي گندين زمينن ۾ پوکڻ يا گندو ٻج چڱيءَ ٻنيءَ ۾ پوکائڻ مهاپاپ جو ڪم آهي .

**وواهہ ڪرڻ مان لاڀ - پرشن**:- وواهہ ڇو ڪجي؟ ڇاڪاڻ تہ اُنهيءَ ڪري استرين ۽ پرشن کي بندن ۾ پئجي ڏاڍو تنگ ٿيڻو ۽ ڏک پوڳڻو پوي ٿو، اُنهيءَ ڪري جنهن سان پريت هجي، تيستين هُو پاڻ ۾ گڏجي رهن، جڏهن پريم گهٽجي وڃي، تڏهن هڪ ٻئي کي ڇڏي ڏين .

**اُتر**:- هي تہ پسن ۽ پکين جو وهنوار آهي، منشن جو نہ . جيڪڏهن ماڻهن ۾ وواهہ جو نيم نہ هجي تہ گرهست آشرم جا سڀ چڱا چڱا وهنوار ناس ٿي وڃن . پر جيڪر ڪوئي

---

* چڱا پرش وئشائن جو سنگ ڪن يا چڱن گهرن جون استريون پر پرش سان لاڳاپو رکن، اهو مها پاپ آهي .

ڪنهنجي سيوا بہ نہ ڪري. ڏاڍو وڃار وڌي، سڀ روڳي ٿيل ۽ گهٽ آيوءَ وارا ٿي جلد جلد مري ويندا. ڪوئي ڪنهنڪان ڊڄ ۽ لڄ بہ نہ ڪندو. بڍاپي ۾ ڪوئي ڪنهنجي سنڀال بہ نہ ڪندو ۽ گهڻي وڃار ٿيڻ ڪري لوڪ بيمار ۽ ٻل هيڻا ٿيندا ۽ ڪٽنبن جا ڪٽنب ناس ٿي ويندا. ڪوئي ڪنهنجي ملڪيت جو مالڪ ۽ وارث بہ نہ ٿي سگهندو ۽ ڪنهنجو ڪنهن شيءِ تي گهڻي وقت تائين اڌڪار رهندو. انهن اوڻاين کي هٽائڻ لاءِ وواهہ جو هڪڙو هر اوسٿا ۾ ضروري آهي.

**پرشن:-** جڏهن رڳو هڪڙو وواهہ ٿي سگهندو يعني هڪ پرش کي هڪ ئي استري ۽ هڪ زال لاءِ هڪ مڙس ٿي سگهندو، تڏهن استري گربي سان يا سدا روڳڻ ٿي پوي، يا مڙس لنبيءَ بيماريءَ ۾ ڦاسجي پوي ۽ ٻنهي جي جواني هجي ۽ رهي نہ سگهن تہ پوءِ ڇا ڪن؟

**اُتر:-** انهيءَ جو جواب نيوگ واري وشيہ ۾ ڏيئي چڪا آهيون. گربہ-وتي استريءَ سان هڪ ورهيہ ميل نہ ڪرڻ جي وقت پرش ۽ مڙس جي لنبيءَ بيماريءَ جي وقت زال نہ رهي سگهي تہ ڪنهن سان نيوگ ڪري انجي لاءِ سنتان پيدا ڪري سگهن ٿا. پر وئشائن جو سنگ ۽ وڀچار ڪڏهن نہ ڪن.

جيترو ٿي سگهي، اوترو اپراپت پدارٿ جي اڇا، پراپت ڪيل جي رکشا، رکيا ڪيل جو واڌارو ۽ وڌيل ڌن کي ديش جي ڀلائيءَ ۾ لڳائڻ گهرجي.

سڀني وهنوارن کي، يعني مٿي بيان ڪيل پنهنجي پنهنجي ورڻ آشرم جي ڌرمن کي ڏاڍي اتساهہ سان، پتن سان، تن، من، ڌن سان، سدا پرن جي ڀلي لاءِ ڪندا رهن. پنهنجي ماتا، پتا، سس، سهري جي اتينت سيوا ڪن. مترن، پاڙيسرين، راجا، ودوانن، وئدن، سٽپرشن سان پريم رکن ۽ جيڪي دشٽ آدمي هجن، انهن سان نہ ورتن، يعني ساڻن ويرو وروڌ نہ رکن، پر ڪين سڌارڻ جو يتن ڪن. جيترو ٿي پنهنجيءَ سنتان کي پريم سان وديا ۽ سکيا ڏيڻ ۾ ڌن آدي خرچ ڪري ڪين پورو ودوان ۽ سندر سکياوان بڻائين ۽ ڌرم سان ٿي هلي مڪتي هٿ ڪرڻ جو بہ يتن ڪن، جنهنجي دواران پرمانند پائين. هيٺين ڇهن شلوڪن کي نہ مڃڻ گهرجي.

पतितोपि द्विज: श्रेष्ठो न च शूद्रो जितेन्द्रियः । निर्दुग्धा चापि गौः पूज्या न च दुग्धवती खरी ॥ १ ॥
अश्वालम्भं गवालम्भं संन्यासं पलपैत्रिकम् । देवराच्च सुतोत्पत्ति कलौ पञ्च विवर्जयेत् ॥ २ ॥
नष्टे मृते प्रव्रजिते क्लीवे च पतिते पतौ । पञ्चस्वापत्सु नारीणां पतिरन्यो विधीयते ॥ ३ ॥

[پاپي دوڄ بہ چڱو آهي، شودر ڪٿي بہ چڱو نہ آهي. ڳئون ڇا هي کير نہ ڏئي تہ بہ پوڄا جي يوڳيہ آهي، پر کير ڏيڻ واري گڏهہ نہ پوڄجي. ڪلجڳ ۾ هي پنج ڳالهيون نہ ڪرڻ گهرجن:- گهوڙي کي ماري يڳيہ ڪرڻ، ڳئوءَ کي ماري هوم ڪرڻ، سنياس وٺڻ، شراڌ ۾ ماس جو پنڊ ڏيڻ ۽ ديور مان سنتان پيدا ڪرڻ. پتي جي گم ٿي وڃي، مري پوي، سنياس ۾ پرويش ڪري، نامرد يا پتت [ڌرم بدلائڻ يا برادريءَ کان ٽالهيون لائو وڃي] ٿئي تہ انهن پنجن آپدائن جي وقت ۾ ناري ٻيو پتي ڪري سگهي ٿي.

هيءَ ٻئي سمرتيءَ پاراشريءَ جا شلوڪ آهن. ١. جيڪڏهن دشت دوج ڪي اُچ ٿيندي ۽ چڱن ڪم ڪندڙن شودرن کي نيچ سمجهجي ته اُنهيءَ کان وڌيڪ ٻيو پکشپات، انياءِ ۽ اڌرم ڪهڙو ٿيندو؟ جيڪڏهن گوپال، ڪير ڏيندڙ يا وهڪيل ڳانءِ کي پالين ٿا ته ڪنيار وغيره ڳڏه کي ڪونه پاليندا آهن ڇا؟ هي مثال به لاڳو نه آهي، ڇاڪاڻ ته دوج ۽ شودر ٻئي هڪ منش جاتيءَ جا آهن ۽ ڳڏه ۽ ڳئون جدا جدا جاتين جون آهن. جيڪڏهن ڪري پشن جي درشتانت جوڪو انس ٻئي [منش جي] درشتانت سان ٺهڪي به اچي ته به يڪتيءَ [دليل] جي برخلاف هئڻ ڪري هيءُ شلوڪ ودوانن جي نظر ۾ ڪڏهن به معتبر ٿي نه ٿي سگهندا.

٢. جڏهن [اشوالمڀ] يعني گهوڙي کي ماري يگيه ڪرڻ خواهه [گوالمڀ] ڳانءِ کي ماري هوم ڪرڻ ويد ۾ ڏيکاريل ئي نه آهي، تڏهن اُنهنجو ڪلجگ واسطي ڪندن ڪرڻ ويد ورڌ ڇو ڪين آهي؟ جيڪڏهن هن نيچ ڪرم جو ڪلجگ ۾ نشيڌ ٿيو ته ترينا وغيره ۾ آگيا سمجهڻ ۾ ايندي. هاڻي ههڙي بري ڪرم جو اُتم جڳ ۾ هئڻ بنهه اڻ ٺيڪ آهي. سنياس وٺڻ جي ويد آدي شاسترن ۾ آگيا آهي. تنهڪري اُنهيءَ جو ڪندن ڪرڻ اجايو آهي. مانس جي منع آهي ته هميشه لاءِ منع آهي. جڏهن "ديور" مان سنتان پيدا ڪرڻ جي آگيا ويد ۾ آهي تڏهن هنن شلوڪن جو ٺاهيندڙ ڇو ٿو ٻولڪي؟ (٢). * جيڪڏهن [پاراشر سمرتيءَ جي چوڻ موجب] پتي پرديس ڏانهن ويو هجي ۽ استري گهر ۾ نيوگ ڪري ۽ اُنهيءَ وقت ورواهه ڪيل پتي وري موٽي اچي ته پوءِ اُها ڪنهجي استري ٿئي؟ جيڪڏهن ڪو چوي ته پرڻيل پتيءَ جي، ته پوءِ اسين اها ڳالهه مڃون ٿا، پر اهڙو نيم پاراشريءَ ته ڪونه لکيو آهي؟ ڇا استريءَ لاءِ رڳو پنج ئي ڪشٽ جا سمي آهن؟ جيڪڏهن [پتي] ** روڳي ٿي پيو هجي يا [پتي پتنيءَ جو پاڻ ۾] جهڳڙو ٿي پيو هجي ته پوءِ اهڙا مصيبت جا وقت پنجن کان به گهڻا آهن. تنهڪري اهڙن شلوڪن کي نه مڃجي. (٣)

**ويد ورڌ گرنٿ نه مڃجن - پرشن:-** ڇا اوهين پاراشر منيءَ جا وچن به نٿا مڃيو؟

**اُتر:-** ڇاهي ڪنهنجو به وچن هجي، ويد ورڌ هئڻ ڪري نٿا مڃون. هيءُ ته پاراشر جو وچن به نه آهي؛ ڇاڪاڻ جو برهما چيو، وسشٽ چيو، رام چيو، شو چيو، ديويءَ چيو وغيره وغيره وڏن ماڻهن جا نالا لکي ئي گرنٿ ٺاهيندا آهن. اُنهيءَ لاءِ ته پوج ماڻهن جي نالي سان ٺهيل گرنٿن کي سڄو سنسار مڃي وٺندو ۽ اسانجو گذارو به چڱو ٿيندو. اِنهيءَ ڪري انرٿ سان ڀريل ڪهاڻين جا پستڪ ٺاهيندا رهندا آهن. ٿورن ملاوٽي شلوڪن کي

* پاراشر نيوگ جو کنڊن ڪيو آهي پر پنجن مشڪلاتن جي وقت ۾ هن استريءَ کي وري ٻيهر وواهه جي موڪل ڏني آهي. هاڻي اُنهن پنجن مان هڪ آهي "گم ٿي وڃڻ" جو. سمجهو ته جيڪڏهن ڪنهنجو مڙس گم ٿي وڃي ته زال پاراشر جي سڌانت موجب هوند ٻيهر وواهه ڪري ۽ پوءِ جيڪڏهن گم ٿيل پتي وري موٽي اچي ته ضرور تڪرار ٿئي، اهڙيءَ حالت ۾ اها زال ڇا ڪري؟ پاراشر اُنهيءَ بابت ڪو به نيم مقرر نه ڪيو آهي. پر نيوگ جي مريادا موجب زال اصلوڪي پرڻيل پتيءَ جي رهي سگهي ٿي. (وڌيڪ ٽپڻي ١١٩ صفحي تي ڏسو)

ڇڏي منوسمرتيءَ ۾ رکيو ويدن جي اَنڪول آهي. ٻي ڪا به سمرتي نه آهي. اهڙو ٻين بناوٽي ڪتابن جو به حال ڄاڻو.

**گرهست اُتم آشرم آهي:- پرشن:-** گرهست آشرم سڀني ۾ وڏو آهي يا سڀني ۾ ننڍو؟

**اُتر:-** پنهنجي ڌرم پالڻ ۾ سڀ وڏا آهن، پر:-

यथा नदीनदाः सर्वे सागरे यान्ति संस्थितिम् । तथैवाश्रमिणः सर्वे गृहस्थे यान्ति संस्थितिम् ॥ १ ॥
मनु० ६ । ९० ॥

यथा वायुं समाश्रित्य वर्त्तन्ते सर्वजन्तवः । तथा गृहस्थमाश्रित्य वर्तन्ते सर्व आश्रमाः ॥ २ ॥
यस्मात्त्रयोप्याश्रमिणो दानेनान्नेन चान्वहम् । गृहस्थेनैव धार्यन्ते तस्माज्ज्येष्ठाश्रमो गृही ॥ ३ ॥
स संधार्यः प्रयत्नेन स्वर्गमक्षयमिच्छता। सुखं चेहेच्छता नित्यं योऽधार्यो दुर्बलेन्द्रियैः ॥ ४ ॥ मनु० ३ । ७७-७९

ارٿ:- جهڙيءَ ريت نديون ۽ وڏا درياهه تيستائين وهندا رهندا آهن، جيستائين سمنڊ ۾ نٿا اچي پون، تهڙيءَ ريت گرهست جي آسري سڀ آشرم قائم رهندا آهن. بنا هن آشرم جي ڪو به ڪم پار نٿو پوي.

ڇاڪاڻ جو برهمچارين، وانپرستين ۽ سنياسين انهن ٽنهي آشرمن جي لوڪن کي دان ۽ اَن وغيره ڏيئي گرهستي پالين ٿا، انهيءَ ڪري گرهست اُتم آشرم آهي ۽ سڀني وهنوارن جو مُول آڌار آهي. تنهن ڪري جو سنسارڪ سک ۽ موکش جي اڇا ڪندڙ هجي، سو يتن ڪري گرهستي ٿئي؛ اهو گرهست آشرم جنهن ۾ نستا، نبل ۽ ڊڄندڙ ماڻهو پير نٿا پائي سگهن، اُن کي چڱيءَ پرڪار ڌارڻ ڪري. انهيءَ ڪري جيڪو به سنسار ۾ وهنوار آهي، انهيءَ جو سهارو گرهست آهي. گرهست نه هجي ته سنتان ئي پيدا نه ٿئي. پوءِ برهمچاري، وانپرستي ۽ سنياسي ڪٿان ايندا؟ ۽ جيڪو گرهست جي نندا ڪندو آهي، سو ئي نندا جي يوڳيه ٿيندو آهي، جو اُنجي ساراهه ڪري ٿو، تنهن جي ساراهه جڳ ڪري ٿو. پر گرهست آشرم ۾ تڏهن ئي سک ٿيندو، جڏهن استري ۽ پرش ٻئي پاڻ ۾ پريت سان پُورڻ هوندا، ٻئي پرسن هوندا، ودوان ۽ پرشارٿي هوندا ۽ هر پرڪار جي وهنوار کي ڄاڻندا هوندا. انهيءَ ڪري گرهست آشرم جي سک جو مکيه ڪارڻ برهمچريه ۽ اڳيان ڪيل سويمور وواهه آهي.

هيءُ سماورتن، وواهه ۽ گرهست آشرم بابت سکيا ٿوري ۾ لکي ويئي آهي. هن کان پوءِ وانپرست ۽ سنياس بابت لکيو ويندو.

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو چوٿون سملاس گرهست آشرم جي سنبنڌ ۾ پورو ٿيو.

---

* پاراشر ڪشت جا پنج نير ڏيکاريا آهن، جتي ٻئي وواهه جي موڪل ڏني اٿس. پر سوامي جن جو چوڻ آهي ته پنجن کان وڌيڪ حالتون به آهن. جهڙوڪ پتيءَ جو روڳي ٿيڻ ۽ پاڻ ۾ لڙائي ٿيڻ اهي به تڪليفن جون حالتون آهن ۽ پاراشر جي پنجن حالتن کان ٻاهر آهن.
(الوادڪ)

# چوٿين سملاس تي ٽپڻيون

هي سملاس گرهست آشرم بنسبت آهي. گرهست ۾ ئي سنسار جا ڪل وهنوار هلائجن ٿا، تنهنڪري سنسار جي وهنوار جا سڀ مڙل سڌانت، جهڙوڪ وواهه ڪرڻ، گرهست ڪرڻ، جاتڪرم جو بندوبست رکڻ، يگيه، شراڌ ترپڻ وغيره ڪرڻ هن سملاس جي اندر ئي ورنن ٿيل آهن. انهيءَ ڪري هن سملاس تي ٽپڻيون به ٻين کان گهڻيون ٿينديون. پاٺڪن جي سهوليت لاءِ اُهي ٽپڻيون ٽن حصن ۾ ورهايون ويون آهن. پهريون اُهي آهن، جنجو سڌانتن سان سنٻنڌ لاڳاپو آهي، ٻيون اُهي جنجو پرماڻن سان واسطو آهي ۽ ٽيون اُهي جي شلوڪن ۽ منترن جي ارٿ نسبت آهن.

## ١. سڌانتن جا سوال وواهه بابت

گرهست وواهه سان شروع ٿئي ٿو. وواهه جي سنبنڌ ۾ هيٺ ڇهن ڳالهين تي روشني وجهجي ٿي:-

(١) ڪهڙي اوستا ۾ وواهه ڪجي؟ (٢) ڪهڙي ڪهڙي وواهه ڇو ڪجن؟ (٣) ڪهڙن ڪٽنبن سان وواهه نه ڪجي؟ (٤) سوئمور ريت ٺيڪ آهي يا نه؟ (٥) ٻيو وواهه ڪهڙيءَ حالت ۾ ڪرڻ گهرجي؟ (٦) اٺن پرڪارن جا وواهه.

**(١) ڪهڙيءَ اوستا ۾ وواهه ڪجي:-** مهرشي ديانند ڏيکاريو آهي ته گهٽ ۾ گهٽ ٢٤ ورهين جو ڇوڪر ۽ ١٦ ورهين جي ڇوڪري وواهه ڪن ۽ وڌ ۾ وڌ ٢٤ ورهين جي ڪنيا ۽ ٤٨ ورهين جو جوان وواهه ڪن. ٿلهن ڪانسواءِ رشي ديانند ٣٦، ٤٤ اِليادي ورهيه ٻه وواهه لاءِ ڏيکاريا آهن. انهيءَ مت جو آڌار يجروير جي ٻارهين اڌياءَ جي ٦٠ کان ٦٥ منترن ۽ ٻين منترن تي آهي، جتي برهمچارين کي * گايتري، ترشٽب، انوشٽب ۽ **جگتي** ڇند سان ڀيٽيو ويو آهي. اُهو سڌانت پڻ وگيان ۽ ڊاڪٽري علم جي اَنڪول آهي. عام ماڻهو به انهيءَ سڌانت جي اَنڪول ٿيندا وڃن ٿا. ڪي پاڻ اَجان اُنهيءَ خيال کان وروڌ ڪن ٿا ته گهڻي وقت تائين ڪنوارو رهڻ ڪري پرلوتائي گهٽجي ويندي. پر جيڪڏهن رشين جي ڏيکاريل رستن کي سويڪار ڪبو ته پوءِ اهڙو ڀؤ بلڪل ڪونه رهندو.

**(٢) ڪهڙي ڪهڙي وواهه ڇو ڪجي؟** هن سڌانت بابت رشي ديانند تمام سندر دليل ڏنا آهن. هيءَ اَمولڪ سڌانت، جنهنجي وپرت مسلمان وغيره هلن ٿا، آريه شاسترن جو هڪ ڳوڙهو سڌانت آهي ۽ اهو سرشٽي وديا يعني قانون قدرت تي ٻڌل آهي. ونسپتي وديا جا ڄاڻو ڏيکارين ٿا ته گلن قلن، وڻن ٽڻن ۾ گهڻي قدر اهو انتظام رکيو ويو آهي ته هڪ گل جو نربور ٻئي گل جي مادي ٻور سان ملي پوءِ قل پيدا ڪري. انهيءَ ڪري قدرت هوا، پاڻيءَ ماکيءَ جي مکين جهڙن جيون ۽ بلبلين وغيره پکين دوارا هڪ قل جو پرش لنگ ٻئي قل جي يونيءَ [زناني عضوي] تائين پهچائيندي آهي. ڪجهه وقت ٿيو ته ڪوئن ۽ ڪن ٻين ننڍن جيون تي تجربا ڪيا ويا هئا. ساڳئي ماءُ پيءُ مان پيدا ٿيل ڪوئن کي ملايو ويو، جنهنجو

---

* گايتري ڇند ۾ ٢٤ اکر، انوشٽب ۾ ٣٦، ترشٽب ۾ ٤٤ ۽ جگتي ڇند ۾ ٤٨ اکر ٿيندا آهن.

نتيجو به خراب نڪتو يعني جهڙا سنتان پيدا ٿي، سا اُوٿاين پرئل ٿي. الندرپو ڊيوز جنڪسن پنهنجي گرنٿ ”پاپ، اُنجي تواريخ ۽ فيلسوفيءَ“ ۾ ڏيکاريو آهي ته ويجها وواهه خراب آهن ٧٨٧ وواهن جي لسٽ مان جني سؤٽن ۽ سؤٽين پاڻ ۾ وواهه ڪيو هو، سو ڏيکاري ٿو ته ٢٣٦ جوڙن مان پيدا ٿيل ٻار يا ته گونگا ۽ ٻوڙا هئا، يا ته اَنڌا، چريا ۽ پاڳل هئا. ڊاڪٽر سٽراهن چوي ٿو ته اهو نيم (سؤٽن سؤٽين وغيره جي وواهه ڪي روڪڻ جو قاعدو) هندو، يهودي، رُوسي، عيسائي ۽ مسلماني ڌرم ۾ ڏنل آهي. اَڄ انهيءَ قاعدي لئي هلڻ جي هميشه کان به وڌيڪ ضرورت آهي.

اِنسان جاتيءَ ۾ ويجها سڱوٽر وواهه ڏاڍا خطرناڪ آهن. هرڪنهن ڪتب ۾ ڪا نه ڪا وڏ لٿي ٿي ۽ جيڪڏهن اُنهيءَ ڪتب جا آدمي پاڻ ۾ وواهه ڪندا ته اُها وڏ وڌندي وڌندي ۽ وڌيڪ پڪي ٿيندي. ڊاڪٽر نت صاحب اِسپين ۽ پورچوگال جي راجائن جي وواهه جي رسمن جو بيان ڪندي ڏيکاريو آهي ته چاڪاڻ جو هو ويجها ويجها وواهه ڪن ٿا، تنهنڪري سندن اولاد پاڳل ٿئي ٿو. ڊاڪٽر بالدر ڏيکاريو آهي ته سٽنزرلئنڊ ۾ ويجهن وواهن ڪري نڪنا (بندرا) ۽ پاڳل ٻار پيدا ٿين ٿا.

ٽرال ڏيکاريو آهي ته ويجهن وواهن مان جيڪو اولاد پيدا ٿيندو، سو عقل، رُوحاني علم، راجنيتيءَ، پراپڪار جي ڪمن ۾ بلڪ نالائق ۽ خود غرض ٿيندو. ماڻهو هڪڙو سوال ڪندا آهن ته ويد ۾ اهڙي آگيا آهي ڇا؟

اُتر ـ آهي، ڏسو. ”دهتا“ شبد جي معنيٰ ٿي آهي دور رهتا. پري وڃي هڪاري ٿيڻ واري. پڻ اِلين ڏيکاريل آهي ته جني لڌيون پري وڃي سمبد ۾ ملنديون آهن، تن اوهان به پري وڃي پتيءَ کي ملو. رگويد منڊل ٢ سوڪت ٣٥ ۽ منتر ٣.

**(٣) ڪهڙن ڪتبن ۾ شاديون نه ڪجن ۽ ڪير شاديون نه ڪن - رشي** ديانند مهاراج ستيارٿ پرڪاش ۾ پگوان منوءَ جا ٽي چار شلوڪ ڏنا آهن. اُنهن شلوڪن مان هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا:-

**(الف) هيٺين ڪلن وارن لوڪن کي شاديون نه ڪرڻ گهرجن:-** ١. جنهن ۾ ست ڪريا يا اُتم ڪرم نه هجي. ٢. جنهن ۾ ڪو به اُتم پرش نه هجي. ٣. جنهن ۾ ڪو به ودوان ويد ويتا نه هجي. ٤. جنهن ڪل جي آدمين جي شرير تي وڏا وڏا ٿلها وار هجن. ٥. جني بواسير هجي. ٦. جني ٽپ دق، دم ڪشي، سخت ڪنگهه هجي. ٧. جني پيٽ جون بيماريون هجن. ٨. جني مرگهي هجي. ٩. جني سفيد ڪوڙه هجي. ١٠. جني ڳاريندڙ ڪوڙه هجي.

**(ب) هيٺين ڪنيائن سان وواه نه ڪرڻ گهرجي:-** ١. پيلي رنگ واري يعني ڳوري سڙيل بنا رت جي. ٢. جا پرش کان وڏي هجي يا جنهنکي ڪو عضوو وڌيڪ هجي، جنهن ڪن کي ڇهه آڱريون ٿينديون آهن. ٣. هميشه روڳي. ٤. جنهنکي بلڪل وار نه هجن. ٥. جنهنجي بدن تي سخت ٿلها وار هجن. ٦. اجائي بڪواد ڪندڙ. ٧. پورين اکين

واري. ٨. ٽڊين، ڦڪين وغيره خراب ٽالن واري.

انهن شلوڪن ۾ هڪ اصول ته اهو رکيل آهي ته دنيا ۾ بيماري نه ڦهلجي. مٿي جيڪي بيماريون ڏيکاريل آهن، سي گهڻو ڪري سڀ اهڙيون آهن، جي مائٽن مان ٻارن ۾ پشت به پشت ٿي وينديون آهن. انهيءَ کان ته سڀ ڪل، سڀ ماڻهوءَ اينديون سنتان دک ۽ روڳ ۾ ڦاسن، اهو وڏيڪ چڱو آهي ته ڪي جزوي ماڻهو وواهه جي سک کان بلڪل پري رهن. سچ ته وواهه ڪندڙ ڪي ته اهڙن وواهن ۾ ڪو سک ڪونه حاصل ٿيندو، ڇاڪاڻ ته سندن پنهنجا شرير به وڏيڪ روڳي ٿيندا ويندا ۽ سندن اولاد به روڳي ٿيڻ جي ڪري کين وڏيڪ دک ڏيندو.

جيڪي رشي دياننڊ ۽ ڀڳوان منوءَ لکيو آهي، تنهن جي پٺڀرائي اڄ جا وڏا وڏا ڊاڪٽر به ڪن ٿا. انهيءَ ڳالهه بابت تمام گهڻا پرماڻ انگريزي ستيارٿ پرڪاش جي فٽ نوٽن ۾، ويدڪ وواهه آدرش ۽ سنسڪار چندرڪا ۽ سنسڪار ديپڪا الياڊي ڪتابن ۾ ڏنل آهن. ڊاڪٽر ڀاٽي پالين ٽارنوسڪيءَ ڏيکاريو آهي ته ونشيائن جي جيون اتهاس ۽ ونشاوليءَ کي جاچيندي کيس پتو پيو ته ١٠٠ مان ٤٤ اهڙيون هيون، جنجي مائٽن کي دم جي بيماري هئي. ڊاڪٽر جي ٽارنوسڪيءَ ڏيکاريو آهي ته بادفرنگ ۾ گرفتار ٿيل ١٠٠ مان ٧١ زالن کي يا ته مئل ٻار ٿا ڄمن يا اهڙا ٿا ڄمن، جي هڪ ورهيه جي اندر مري ٿا وڃن. ڊاڪٽر رسيل رينولڊز ڏيکاريو آهي ته جيتري قدر اڄ ڪالهه ڊاڪٽر سمجهن ٿا، تنهن کان وڏيڪ موروثي بيماري آهي. ڊاڪٽر سٽراهن ڏيکاريو آهي ته ڦائل ٽارون، ڏندي جهڙو پير، ڇنڇهائپ، وڏيڪ آڱرين جو هجڻ، سوڙهو وارن جو کسڻ، هيڪ وغيره اڪثر موروثي بيماريون ٿينديون آهن. ساڳئي ڊاڪٽر ايڊورڊ لٽمرٽ، منش جي روپ ۾ جاهي جو ورڻن ڪيو آهي ته ڪئن سندس بدن تي ٽَوَ وَڪڙ ٿلها وارن وانگر واڌارا هوا، جي هو وقت بوقت ڪٽائيندو هو ۽ ڪئن اهي سندس ٻارن ۾ آيا. راجه رتن آلمارام ڏيکاريو آهي ته جنهنجي بدن تي بلڪل وار ڪونه ٿيندا آهن، سو ڪمزور دماغ ۽ بدصورت ٿيندو آهي ۽ اهو اصول اهو آهي ته بدصورت اولاد پيدا نه ڪجي. ٽيون اصول اهو آهي ته چڱيءَ چال وارا ۽ علم ڳڻن وارا ماڻهو سنتان پيدا ڪن. خراب ڳڻن وارن جو اولاد پنهنجي لاءِ ۽ سنسار لاءِ دک دائي ٿيندو آهي. ڊاڪٽر سٽراهن ڏيکاريو آهي ته گهڻيئي پيرا لشو ڪندڙ پيءُ چري سنتان پيدا ڪئي آهي. ڊاڪٽر فائولر جي به ساڳي راءِ آهي.

ڀڳوان منوءَ جو مطلب اهو آهي ته وواهه ڪندڙ ٻنهي چڱيءَ چال وارن ۽ ودوان هجن. سخت زبان ۽ ڳاڙهيون اکيون سخت ڪروڌ جون نشانيون آهن، جن مان جهڳڙي ۽ مرڻ جو به امڪان ٿو ٿئي. ٽالن وغيره شلوڪن جو مطلب اهو آهي ته اهڙا ٽالا نه رکن يا وواهه وقت ٽالا بدلائي ڇڏجن.

ڪي ماڻهو انهن سڌانتن کي چڱو سمجهندي به اعتراض ڪندا آهن. هڪ ته انهن اصولن تي هلڻ ناممڪن آهي ڇاڪاڻ ته هزارين شاديءَ کان محروم رهجي ويندا، انهيءَ ڪري

ويدڪ ڌرم وشال ڌرم نه آهي، جو ڪيترا آدمي اُن مان فائدو نٿا وٺي سگهن. اُنجو جواب هيءُ آهي ته ٿوريءَ سختيءَ سان ڪم ڪرڻ ڪري اِنسان ذات کي ڪيترا فائدا ٿيندا:- ۱. هرطرح بيمارين کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي. ۲. هرطرح شرير کي سنڌرو ۽ نروڳو بنائڻ جو يتن ڪيو ويندو. ۳. خرابيون گهٽ ٿينديون. ۴. وديا جو واڌارو ٿيندو. ۵. ماڻهو ڪروڌ کان پاسو ڪرڻ جو يتن ڪندا ۽ مٺا ٻول ٻولڻ جو اڀياس ڪندا. ٦. تندرست اولاد پيدا ٿيڻ ڪري دک گهٽ ٿيندو. ۷. بيمار، بدچال ۽ ٻهه ڪنگال ماڻهو وواهه ڪري هولڊ ڏاڍا دکي ٿين، سي اُنهيءَ دک کان ڇٽي پوندا. ڪجهه وقت ڇڳيءَ طرح اُنهن نيمن تي هلڻ ته پوءِ اهڙا جيڪي شاديءَ ڪرڻ جي لائق نه آهن، تنجو انداز بلڪل گهٽجي ويندو ۽ پوءِ اهي نيم سخت به ڏسڻ ۾ ڪين ايندا.

جيڪي شاديءَ کان محروم رکيا وڃن ٿا، سي ٻوڳ ساڌن، جپ تپ ڪري پنهنجو جيوَن سڌاري سگهن ٿا. ويدڪ ڌرم اهڙي سکيا ڏيندي سڀني کي سڌن اوستا انوسار سک پهچائي ٿو ۽ اِنهيءَ ڪري بلڪل وشال ڌرم آهي. ڪي چوندا آهن ته اِهي سکيائون منو مهراج جون آهن ۽ ويد ۾ ڪونه آهن، تنهڪري ويد مڪمل يا پورڻ نه آهن. ويد ۾ گرهست آشرم بابت هزارين منتر آهن، جن ۾ منوءَ جي نيمن جو ٻج برابر موجود آهي. رگويداشٽڪ، اَنوواڪ، ورگ ۱۷ منتر ۱۲ ۾ ڏيکاريل آهي ته ور ۽ ڪنيا گڻوان، روپوان ۽ نروڳ هجن. يجرويد اڌياءَ ۱۱ جي منتر ٦۳ ۾ ڏيکاريل آهي ته پتني اهڙو هجي، جنهنجي ٻانهن ڊولائتي، لن نروڳو، آڱريون پوريون ۽ ٻي عيب ۽ ڏن ڪمائيندڙ هجي. ساڳئي اڌياءَ جي منتر ۷۰ ۾ ڏيکاريل آهي ته پتنيءَ جو پتا بلوان هجي، يعني سنڌس ڪل بيمارين کان آجو هجي. يجرويد اڌياءَ ۱۱ منتر ۷۱ ۾ ڏيکاريل آهي ته پتنيءَ جو ڪل، استريءَ جي ڪل کان جدا هئڻ گهرجي. ساڳئي اڌياءَ جي منتر ۷۲ ۾ ڏيکاريل آهي ته پتي دور ديش کان اُم گڻن ۽ سياءَ واريءَ ڪنيا جي ساڪ ٻڌي اچي ٿو ۽ ساڳئي ويد جي اڌياءَ ۱۴ ۾ هي لفظ ”ساراه جوڳ ڪل کي پراپت ڪري ٿي“ ڏيکارين ٿا ته پتنيءَ جو ڪل ٻيو ۽ استريءَ جو ڪل ٻيو آهي. ۲. رگويد جي اشٽڪ ۷ اڌياءَ ۸ جي ورگ ۱۸ جي منتر ۲ ۾ جيڪي پرشن ۽ اُتر [سوال ۽ جواب] آهن، سي صاف ڏيکارين ٿا ته مرد ۽ استريءَ جو گوتر جدا جدا آهي.

**(۳) سويمور جي ريت:-** رشي دياند ڏيکاريو آهي ته وواهه سويمور جي رستي ٿيڻ گهرجي. انهيءَ تي ڪيترا ماڻهو اعتراض وٺندا آهن ته سوامي جن يورپ جون ڳالهيون ٻڌي اِئين لکيو آهي. اُنهن جو اِهو چوڻ پل آهي. سويمور جي ريت پراڻي آهي ۽ ويدن ۾ اُنهيءَ جو اُپديش آهي. خود ”ور“ ”ودو“ شبدن جو اَرٿ آهي ”اُهو يا اُها جيڪا پسند ڪئي يا چوندي وڃي. چونڊڻ ۾ ڪنيا يا ڪمار جو هٿ هئڻ گهرجي، جنهن لاءِ منوءَ جي اڌياءَ ۹ جو شلوڪ ۹۰ پرماڻ آهي. اُتي ”ڪماري“ فاعل آهي فعل ”وَلدتي“ جو. جنهن رگويد جي منتر ڏانهن مٿي اِشارو ڪيو ويو آهي، تنهن ۾ ”स्वयं पित्रं वनुते“ شبد پيل آهن، جنجو مطلب آهي ته ”ڪنيا پاڻ پنهنجو متر پسند ڪري.“ ويدڪ سويمور ۽ اسورپي ڪورٽ شپ ۾

ٻڌو تفاوت آهي. پهريائين ته ويدڪ وواهه اَٽوٽ ٿيندو آهي. هت طلاق آهي ئي ڪانه. وواهه ۾ جيڪي منتر پڙهيا آهن، تن ۾ اِئين چاٽايل آهي ته سؤ ورهين تائين گڏ رهون، جتي اَن ۽ پراڻ جو لاڳاپو آهي تتي اَسانجو به ٿئي وغيره. اِنهيءَ ڪري ويدڪ سويمور قدرتي ونڊ ڪهرداريءَ سان ڪيو ويندو آهي ۽ نه يورپ جي ڪورٽ شپ وانگر، جو پوءِ جلد پيٽو پوي.

**ويدڪ سويمور:-** هن ۾ باهرينءَ شڪل تي زور ڪونه آهي، جئن يورپ ۾ آهي. الي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جي هڪجهڙائيءَ تي، برهمچريه ۽ وديا تي زور آهي. ويدڪ سويمور ۾ اِئين به آهي، ته وواهه کان اڳ اَڪيلو نه ملن ۽ گستاخيءَ جي هلت نه هلن. ماتا، پتا، گورو ۽ وڏن جي صلاح جي به ضرورت آهي. اِنهيءَ نموني سان ڪرڻ ڪري جتي عام خرابيون دور ٿينديون، تتي اَڪيون پوري ٺڪاڻيدار جي صلاح سان ڏن جي لالچ ڪري زبردستيءَ ڪنيائن کي کڏ ۾ اُڇلڻ جو رستو به بند ٿي ويندو.

**(۵) ٻيو وواهه ڪهڙين حالتن ۾ ڪري سگهجي ٿو:-** رشي ديانند جي مَتي موجب وواهه هڪ اَٽوٽ سنبند آهي. وواهه ٿيڻ وقت زال مڙس جي هٿ ۽ مڙس زال جي هٿ جهٽڪ وڪامي چڪو. نه رڳو جيسري هي لاڳاپو قائم رهي ٿو، پر مرڻ کانپوءِ به اِنهيءَ لاڳاپي سان وفاداري رکڻ گهرجي. اَلبت هيٺئين درجي جا ماڻهو، جي وديا وغيره گڻن کان وهجي ويا آهن ۽ جن کي گهڻي ملڪيت ڪانه آهي، جي ٻيا هنر ۽ ڪاريگريءَ جي پورهيو ڪن ٿا ۽ جن کي اِندرين جيتڻ جي گهڻي شڪتي ڪانه آهي، سي ٻيو وواهه ڪري سگهن ٿا. تنهن ڪري رشيءَ جي ويوستا آهي ته شودر وڌوائون ۽ وڌر ٻئي ٻيو وواهه ڪن.

ٻين جي لاءِ يعني براهمڻ، کترين ۽ ويشن جي لاءِ رشيءَ **نيوگ** رکيو آهي. نيوگ آپت ڌرم آهي. لاچاريءَ جي حالت ۾ اوشڌي آهي. جئن لاچاري حالت بيماريءَ وغيره ۾ بعضي اِسترين کي ڏارئي مرد اَڳيان ۽ مرد کي ڏاريءَ اِستريءَ اڳيان ننگو ٿيڻو پوندو آهي، تئن لاچاري حالت ۾ اِستري پنچاس، حڪومت يا متن مائٽن جي ڪليل آڳيا سان ڏارئي مرد سان نيوگ ڪري سنتان پيدا ڪري سگهي ٿي، ۽ ساڳئي نموني جي لاچاريءَ ۽ ساڳين ٻڌن سان پرش ڏاريءَ استريءَ سان نيوگ ڪري سنتان پيدا ڪري سگهي ٿو. نيوگ، پرش ۽ اِستريءَ جي جدائيءَ جي حالت ۾ به ٿئي ٿو ۽ ٻنهي جي موجود هئڻ جي اوستا ۾ به. جدائي ٿيندي آهي مرتيوءَ سبب يا پرديس وڃڻ يا ٻئي ڪنهن اهڙي سبب ڪري. ٻنهي جي موجوديءَ ۾ نيوگ تڏهن ٿيندو، جڏهن ٻنهي مان هڪ ڌر بلڪل سخت بيمار يا سنتان پيدا ڪرڻ جي لائق نه هوندي.

نيوگ هڪ اهڙي وشيه آهي، جنهن تي هزارين اعتراض ٿيا آهن، جنهڪري آريه سماجين ۽ رشي ديانند تي گارين جو وسڪارو ٿيندو پئي رهيو آهي. هن بابت ڪورٽ ۾ به سوال جواب ٿيا هئا ۽ هڪ مسلمان مئجسٽريٽ انهيءَ کي ويچار ڪري لکيو هو. اُن مئجسٽريٽ جي اُنهيءَ فتوىٰ کي ڪي نالي جا سناتني پائر هٿ ۾ کڻي وتندا آهن آريه سماجين کي چيڙائيندا ۽ گاريون ڏيندا.

**نيوگ ڪھڙي وايو منڊل ۾ ٿي سگھي ٿو:-** جنھن وقت مٿين فتوٰي ظاھر ٿي ھئي، تڏھن سنڌ جي ھڪ بزرگ سرڳواسي **ديوان ڏيارام** گدومل صاحب ھڪ ليکه ٻيا ٽالي جي لکيو ھو، جنھن ۾ ھن سيني کي پريرڻا ڪئي ھئي ته نيوگ بابت ڪو به رايو قائم ڪرڻ کان اڳ اھو ويچار ڪرڻ گھرجي تہ نيوگ جي راءِ ڏيندڙ رشي ديانند ھڪ پورڻ برھمچاري ھو ۽ ھن پنھنجن اُپديشن ۽ گرنٿن ۾ جيترو زور برھمچريہ ۽ پوترتائيءَ تي ڏنو آھي، اوترو ٻيءَ ڪنھن ڳالھ تي ڪونہ ڏنو اٿس.

رشي ديانند جو چوڻ آھي ته لوڪ گھڻ ۾ گھڻ پنجويھ ورھيہ برھمچاري ۽ تپسوي ٿي رھن، ڪام جي ويچار کي بلڪل ويجھو اچڻ نہ ڏين، اندرين جيتڻ ۾ ساوڌان رھن ۽ تنھنکان پوءِ به فقط سنتان اُتپتيءَ لاءِ وواھ ڪن ۽ نہ وشيہ واسنا لاءِ نيم اَنوسار رتوگامي ٿين. ماسڪ ڌرم جي وقت کانسواءِ ٻئي وقت ميلاپ نہ ڪن. گربھ رھڻ کانپوءِ گھٽ ۾ گھٽ ھڪ سال سنگ نہ ڪن. جڏھن جڏھن ميلاپ ڪن، تڏھن تڏھن شاسترن جي رٿيءَ اَنوسار پوري تياري ڪري يگيہ آدي ڪري ميلاپ ڪن. اھڙا آدمي تمام لاچاريءَ جي حالت ۾ سنتان اُتپتيءَ جي خاطر نيوگ ڪن. ڪليو ڪن، پشچات کان موڪل وٺي مقرر ٿيل نيمن سان وواھ جيان سنسڪار ڪري نيوگ ڪن.

نيوگ جي سنسڪار کان پوءِ نہ پرٽيل ٻئي پتنيءَ جيان پاڻ ۾ گڏ رھن ۽ نہ پاڻ ۾ ڪو پيو وھنوار رکن. ماسڪ ڌرم وقت ميلاپ ڪن. سوتر ڪارن ۽ سمرتي ڪارن لکيو آھي تہ ميلاپ ڪرڻ سمي مؤن ڌارڻ ڪن، ڪنھن به قسم جي ڪل، مسخري يا ٺٺولي نہ ڪن ۽ ساري شرير کي گيھ مکي ميلاپ ڪن، جنھنڪري ھنن جو وشيہ سک ڏانھن ڌيان نہ وڃي.

**نيوگ ۽ وڌوا وواھ:-** مرد نہ تمام گھڻي سمي کان ھڪ ٻئي پنيان ٻي چار شاديون ڪندا آيا آھن، پر ھن سمي ۾ استرين لاءِ به ساڳيو نيم قائم ڪرڻ جو يتن ڪيو ويندو. وڌوا وواھ جي ڪولڻ ۽ ڦھلائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي وڃي ٿي، پڻ طلاق کي رواج ۾ آڻڻ لاءِ به رايو ظاھر ڪيو وڃي ٿو. پر رشيءَ جو اھو مت ھو تہ طلاق، وڌوا ۽ وڌر وواھ اوچ ورڻن ۾ نہ ٿئي. ھن اُنھيءَ بابت ڪئين دليل ڏنا آھن. ھڪ ملڪيت بابت جھڳڙا، ٻيو ٻارن جو رلي وڃڻ، ٽيون پريم جو گھٽ ٿيڻ (خاص ڪري طلاق جي حالت ۾) ۽ ٻين به گھڻين خرابين ٿيڻ جو امڪان آھي. ڪورٽن ۾ روز زالون ۽ مڙس پيا رلندا. جھڙيءَ ريت **رتوگامي** ٿيڻ ڏکيو ڪم آھي، تھڙيءَ ريت **نيوگ** پنر وواھ کان وڌيڪ ڏکيو آھي. نيوگ ۾ وڌيڪ ضابطي، اُوچي آچار ۽ آدرش جي ضرورت آھي، تنھن ڪري نيوگ ٻئي وواھ کان وڌيڪ چڱو آھي. اھا ھڪ سڌ ڳالھ آھي تہ پنھنجي اندرين ۽ وشيہ کي قابو رکڻ ڌرم جو رستو آھي. سنساري سک ڇڏي، ٻئي جي اوڪڻن کي نہ ويچاري بہ پنھنجو ڪرتويہ پالن ڪرڻ سولو ڪونہ آھي، پر اُوچو آدرش اھو ئي آھي.

**نيوگ ۽ ويد:-** اُنھيءَ ڪري تہ ڪي جملي پراچين رشين، جن جو اھو پريوجن ھو تہ ماڻھو ڌرم تي ھلي منش جيون جي اوچي ڦل کي پراپت ڪن، تن به طلاق ۽ ٻئي وواھ جي

ٻڌ وارن نيوڳ جو رستو ٻڌايو آهي. ويد ۾ نيوڳ بابت ڪيترائي منتر آهن، جي رشي ديانند جي هڪ هڪ شبد جي پشٽيءَ ٿا ڪن. رگويد منڊل ١٠ سوڪت ١٠ منتر ١٠ ۽ اٿرووید ١٨، ١، ١١، سنتان پيدا ڪرڻ ۾ اسمرٿ هئڻ جي اوستا ۾ نيوڳ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. رگويد ١٠، ١٨، ٨ ۽ اٿرو ١٨، ٣، ٢ موت ڪانپوءِ نيوڳ ٻڌائي ٿو. رگويد ١٠، ٤٠، ٢ ۾ وڌوي ديورم شبد صاف پيل آهن. اٿرووید ٥، ١٧، ٨ ۽ ٩ ۾ يارهين پتيءَ تائين نيوڳ جو اشارو آهي. اهڙيءَ طرح اٿرووید ٩، ٥، ٢٧ آدي ۾ نيوڳ جو ورڻن آهي.

## نيوڳ ۽ سمرتيون

**منو سمرتي:-** ادياءِ ٩ جي ٥٦ شلوڪ ۾ چوي ٿو ته هاڻي استرين جي آپت ڪال جي ڌرم جو بيان ڪريان ٿو، ١٠٣ ۾ اچي چوي ٿو ته هيءُ پتي ۽ پتنيءَ جو پريتي اُڪت ۽ آپت ڪال ۾ نيوڳ ڌرم جو ورڻن ٿي چڪو. هاڻي ورثي جا نيم ٻڌو. مطلب ته هنن ٤٨ شلوڪن ۾ گهڻو ڪري نيوڳ جو ورڻن آهي. شلوڪ ٥٨ ۾ ڏير سان رهڻ **آپت ڪال** ۾ نيوڳ جي آگيا آهي. ٨٩ ۾ سنتان نه هئڻ جي حالت ۾ ڏير يا سپنڊ [برادريءَ واري] سان نيوڳ، ٦٠ ۾ گيهه لڳائي ۽ مون ڌاري رهڻ هڪ پٽ پيدا ڪرڻ، ٦١ ۾ ڪي آچاريه ٻه پٽ پيدا ڪرڻ ڌرم سمجهندا آهن. ٦٢ ۽ ٦٣ ۾ نيوڳ جي پريوجن پوري ٿيڻ ڪانپوءِ وهنوار رکن ته ڏنڊ پائين، ٧٤، ٧٥، ٧٦، ۾ پرديش وڃڻ سمي پورو پربنڌ ڪري وڃڻ، پربنڌ نه هئڻ جي حالت ۾ هنر سان ڌن ڪمائڻ، ڌرم لاءِ اٺ ورهيه، جس لاءِ ٦ ورهيه ۽ واپار لاءِ ٣ ورهيه استري رستو ڏسي. **پاراشر سمرتيءَ** جي ٤ جي ٣٠ ۾ پنجن حالتن ۾ ٻئي پتيءَ ڪرڻ جي آگيا آهي. **گوتم** جي پرشن ٢ جي ادياءِ ٩ جي سوترن ٤ کان ١١ تائين نيوڳ جو ورڻن آهي. **ٻوڌين** جي پرشن ٢ جي ادياءِ ٢ جي ٦٠ کان ٦٣ سوتر تائين ساڳي ڳالهه آهي. اهڙي ريت **ياگيه ولڪيه** ۽ نارد سمرتيءَ ۾ ٻه وڌان آهي. تنهن کان سواءِ کيترج پتر (نيوڳ مان پيدا ٿيل پتر) کي منوءَ، گوتم، پاراشر، ياگيه ولڪيه وغيره سڀني ورثي جي لائق ڪري ليکيو آهي. **ڪؤٽلم** جي ارٿ شاستر ۾ ٻه نيوڳ جو ورڻن آهي.

## پراڻ ۽ اتهاس

**مهاڀارت** ۾ ستيوتيءَ ۽ ڀيشم پتامهه جي وچ ۾ نيوڳ بابت گهڻو وارتالاپ آهي، جنهن ۾ ائين ڄاڻايل آهي ته جڏهن پرسرام ٢١ دفعا کترين جي ونش جو ناس ڪيو، تڏهن براهمڻن [illegible]ڻين ۾ **کيترج پتر** پيدا ڪيا. راجا ٻليءَ ديرگهاتما کي وينتي ڪئي ته مون کي کيترج پٽ پيدا ڪري ڏي. ديرگهاتما پڻ هڪ داسيءَ مان يارهن پٽ پيدا ڪيا. وياس منيءَ نيوڳ دوارا ڌرتراشٽر، پانڊو ۽ ودر پيدا ڪيا. ڀاڳوت سڪنڌ ٩ جي ادياءِ ٦ ۾ ڏيکاريل آهي ته انگرا رشيءَ امبريش جي گهر نيوڳ ڪيو آهي. ساڳي سڪنڌ جي ادياءِ ٩ وسشٽ مهاراج مد ينتيءَ سان نيوڳ ڪيو.

**ٻيا ديش ۽ ٻيا ڌرم:-** ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته نيوڳ جي رسم ڪنهن زماني ۾ دنيا جي سڀني ملڪن ۾ ڦهليل هئي. ڄالي صاحب هندو لا جي اتهاس جي صفحي ١٥٥ ۾ اها ڳالهه

سوڪار ڪيا آهي ۽ ڏيکاريو اٿس ته جرمنيءَ جي ويسٽفاليا پرانت ۾ ڪيئن نيوگ جو قاعدو هوندو هو. ممڪن آهي ته افلاطون جهڙي گڏيل زالن بابت لکيو آهي، سو به نيوگ جو غلط بيان هجي. يونان جي پراڻي تواريخ ۾ به اهڙا مثال ملن ٿا. توريت ۾ نه رڳو نيوگ ڪرڻ جي آگيا آهي پر جيڪو نيوگ ڪرڻ کان انڪار ڪري، تنهن لاءِ سزا به آهي. پڻ اها ڳالهه ڏيکاريل آهي ته روت جي گرڀ مان ۽ گهرجي ويريه مان اوبيا پيدا ٿيو. حضرت ابراهيم پنهنجي زال جي چوڻ تي پنهنجي داسيءَ هاجره سان نيوگ ڪيو. حضرت عيسيٰ جو پيءُ يوسف يعقوب جي ٻج مان هو ته به شرع موجب هوءَ هيليءَ جو پٽ ۽ وارث هو.

**عربستان** جي پراڻن رواجن ڏانهن اشارو ڪندي ويدڪ مئگزين واري ڏيکاريو آهي ته اسلام کان اڳ اتي به نيوگ جهڙي هڪ ريت هلندڙ هئي. بهشتي زيور نالي پستڪ ۾ مولانا اشرف علي صاحب ڏيکاريو آهي ته شريعت جو قاعدو آهي ته جيسين تي سگهي، تيسين پٽ کي حرامي ٿيڻ جو حڪم نه لڳائجي ۽ عورت کي گنهگار مقرر نه ڪجي. انهيءَ اصول تي هن ڏيکاريو آهي ته مرد پرديس هجي ۽ پرپٺ ٻار پيدا ٿئي ۽ ان کان هو انڪار ڪري ته هن تي لعنت جو حڪم ٿيندو. اهڙيءَ طرح طلاق کان پوءِ ٻن ورهين جي اندر ٻار پيدا ٿئي ته انهيءَ مڙس جو آهي. ٻن ورهين کان پوءِ به جي مرد قبوليت ڏني ته ٻار سندس سمجهيو ويندو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن مڙس مري وڃي ۽ ٻن ورهين اندر ٻار پيدا ٿئي ته اهو حرامي سمجهڻ ۾ ڪونه ايندو.

گرومت سامانيه سنسڪار وڌيءَ جي ليکڪ "ڪريوهه" جو بيان ڪندي پير وواهه ۽ نيوگ سان مقابلو ڪيو اٿس.

**هن سمي:-** اهو نيم اڃا به ڪڏهن ڪڏهن ڏسڻ ۾ اچي ٿو. لڙاين وغيره جي وقت ٻارن کي حرامي پڻي جي ٽڪي کان بچائڻ لاءِ خاص قاعدا پاس ڪندا آهن. آمريڪا جي جوينائيل (جوانن جي) ڪورٽ جي هڪ جج وڏو شاهي ليک لکيو آهي. انهيءَ ۾ هن ڏيکاريو آهي ته ڪيئن هڪ مائيءَ پنهنجي پتيءَ کي آگيا ڏني ته هو سندس ساهيڙيءَ مان سنتان پيدا ڪري، ڇاڪاڻ جو هوءَ پاڻ اولاد پيدا ڪرڻ جي يوگيه ڪانه هئي. اولاد پيدا ڪيو ويو ۽ تنهن کان پوءِ واسطو ڇني ويو. ساهيڙيءَ وواهه ڪيو ۽ ٻئي ڪٽنب پاڻ ۾ مٺ محبت سان هلندا رهيا، ڇاڪاڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو. اهڙيءَ طرح مخالف قسم جي مثال ڏانهن به اشارو ٿيل آهي.

## پرديس وڃڻ جي حالت ۾ نيوگ

ڌرم لاءِ ويل هجي ته اٺ ورهيه، وديا ۽ جس لاءِ ويل هجي ته ڇهه ورهيه ۽ ڌن ڪمائڻ لاءِ ويو هجي ته زال ٽي ورهيه مڙس جو رستو ڏسي پوءِ نيوگ ڪري. اهو تفاوت ڇو؟ ٻه سبب ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هڪ اوچ ڪم لاءِ وڌيڪ ٿياڳ ۽ تپسيا ضروري آهي. ٻيو ڌرم جو واسطو گهڻو ڪري براهمڻ سان آهي، يش جو کتريءَ سان ۽ ڌن جو ويش سان. اوچ ورڻ واري کي وڌيڪ تپسوي ۽ اندريه جيت ٿيڻ گهرجي. **ياڳوَلڪيه**، وواهه پرڪرڻ جي

۱۸ ۽ ۱۹ شلوڪ ۾ هن ويچار جي پشٽي ڪئي آهي. ڏيکاريل آهي ته پرديس ويل جي برهمڻي ۸ ورهيه ۽ ٻنا سنتان جي هئڻ جي اوستا ۾ ۴، ڪشتراڻي ۶ ورهيه ۽ ٻنا اولاد جي حالت ۾ ۵ ورهيه، ويش جي استري پٽ واري ۴ ورهيه ۽ ٻنا اولاد واري ۲ ورهيه ترسي پوءِ ٻيو پتي ڪري.

**يارهن پتي:-** رشي ديانند جو ويچار آهي ته جيڪو منش برهم جو ڀڳت آهي، سو وواهه ڪري ئي نه، ٻئي درجي ۾ وواهه ڪري؛ جوڙي مان هڪ مري وڃي ته باقي ٻچيل برهمچاري رهي، جيڪڏهن هو ٻيو اولاد جي ضرورت آهي ته گود ۾ ٻار وٺي، ائين به نه ٿي سگهي ته نيوگ ڪري. هڪڙو ئي نيوگ ڪرڻ ٺيڪ آهي. پر جي منش پنهنجي سڀاءَ ڪري وڌيڪ ڪري ته ڏهن ٻارن کان وڌيڪ سنتان پيدا نه ڪري؛ جي هر واري جدا جدا نيوگ ڪرڻو پوي ته ڪل ڏهه نيوگ جا پتي ٿيا ۽ **پهريون پتي** سچو پچو پتي آهي، جوئي گرهست روپ يگيه جو برهما آهي، جنهنکي اٿروويد براهمڻ ڪري ڪوٺيو آهي؛ جنهنجي مقابلي ۾ ٻين کي ابراهمڻ ڪري سڏيو آهي، تنهنکي ملائي ٿيا يارهن. ائين نه آهي ته ڪو يارهن نيوگ ڪرڻ ضروري آهن، يا ساڳئي وقت استري هڪ کان وڌيڪ پتي ڪري. لوڪ هن ڳالهه کي نه سمجهي، گهڻي غلط فهمي ڦهلائي رهيا آهن.

**۶. اٺن قسمن جا وواهه:-** رشي ديانند مهاراج، منو سمرتيءَ ۾ ڏنل اٺن پرڪارن جي وواهن جو بيان ڪيو آهي، جنهن بابت به ماڻهن جي من ۾ گهڻيئي شنڪائون پيدا ٿينديون آهن؛ پر اها سنکيا منش جي جدا جدا سڀاءَ کي ويچار ۾ رکي مقرر ڪئي ويئي آهي. ويد ۾ جدا جدا جاين تي اٺن قسمن جي ماڻهن جو بيان اچي ٿو؛ جئن ته رشي، ديو، ساڌارڻ منش، اسر، ديو، راڪشس ۽ پشاچ. جوڻين جو ورڻن ڪندي **منو** مهاراج منش جي جوڻين ۾ اٺن پرڪارن جا منش ڏيکاريا آهن، هڪڙا وچولا تموگڻي ٻيا اڌم **تموگڻي**، ٽن پرڪارن جا رجوگڻي ۽ ٽن پرڪارن جا ستوگڻي. ڊاڪٽر **جئڪسن** ستن قسمن جا منش ۽ ستن قسمن جا وواهه ڏيکاريا آهن. جڏهن منش سرشٽيءَ ۾ ڀانت ڀانت جا ماڻهو آهن، لڌهن سڀاويڪ راڪشس ۽ پشاچ وواهه جهڙا ڪڌا ڪرم به اوس ئي ٿيندا. اُنهن ڪرمن مان جيڪا سنتان پيدا ٿئي، سا ڪيڏانهن وڃي؟ جي اُنهن ڪرمن کي نه مڃبو ته سنتان رلي ويندي يا مري ويندي، پر جي نه مري، ته مٿس سدائين ڪارنهن جو ٽڪو لڳو رهندو، ٻارن کي لوڪ ويچاري ٻار ڪري سمجهندا، اُنهنجي جيوت زهر ٿي پوندي. انهيءَ ڪري دنيا جي سڀني قانوندانن جو رواج آهي ته معصوم ٻچن کي ڪلنڪ کان بچائين ۽ سندن رکشا جا بوجهه ڪين پيدا ڪندڙن جي مٿان وجهن. استري جاتيءَ جو به انهيءَ ڳالهه ۾ پلو ٿو ڏسجي. زبردستيءَ سان ڀوڳ ڪيل ڪنيا کي جيڪڏهن اُن جي ڀوڳيندڙ جي سپرد نه ڪيو ويندو ته پوءِ شايد ٻيا به هن کي ڪڻڻ لاءِ تيار نه ٿين. هن مان صاف ظاهر آهي ته اٺن وواهن جو نيم گهڻي سوچ ويچار تي ٻڌل آهي.

**استري پرش جو وهنوار-** رشي ديانند ستيارٿ پرڪاش جي ٻئي ۽ چوٿين سملاس ۾

گر ڀادان وڏيءَ جو ڪي قدر ڪولي ورڻن ڪيو آهي. انهيءَ تي ڪيترا آدمي شنڪائون ڪندا آهن. جي شنڪائون ٻن قسمن جون آهن:-

ڦهريون ته اهڙو ڪليل بيان نرلڄتا پيدا ڪندڙ آهي. ٻيو ته انهيءَ لاءِ ويد وغيره جا پرماڻ ڪٿي آهن؟ انهن لاءِ جواب هي آهي ته انيوي لوڪ، ڊاڪٽر ۽ سڌارڪ اڄ اها ڳالهه چڱيءَ طرح محسوس ڪري چڪا آهن ته هن وديا جو پرچار نوجوانن ۽ ديش جي ڀلي لاءِ بلڪل ضروري آهي. انهيءَ ڪري روز مره نوان نوان گرنٿ هن وشيه تي نڪري رهيا آهن. پرماڻ هن ڳالهه بابت تمام گهڻا آهن. **ويد** ۾ ته سوين جاين تي هن وشيه جو بيان آهي. **يجرويد** اڌياءِ ١٩ منتر ٧٦ ۽ **اٿرو ويد** ڪانڊ ١٤، سوڪت ٢ جا منتر ٣٧ ۽ ٣٨ سوامي جن جي ليک کي پشٽي ڏين ٿا. اهي شبد جي رشي ديانند ”منهن جي سامهون منهن“ لکيا آهن، سي هوبهو **برهدارڻيڪ اپنشد** جي هڪ شرليءَ جو ترجمو آهن. پڻ اهي ساڳيا شبد **شتپت براهمڻ** جي ڪانڊ ١٤ جي انواڪ ٩ پرپاٺڪ ٧ آهنڪ ٤ ڪانڊڪا ١٠ ۾ هوبهو ڏنل آهن. ساڳيو پاءِ **چرڪ** جي شرير استان جي ٨ اڌياءِ جي سوترن ۾ ۽ خاص ڪري ٧ سوتر ۾ ڏيکاريل آهن.

**ڏهه پتر:-** ستيارٿ پرڪاش ۾ ۽ ٻين هندو ويد ۽ شاسترن ۾ ڏهن پترن پيدا ڪرڻ جون پرارٿنائون موجود آهن. انهيءَ ڳالهه تي ٻه شنڪائون ڪرڻ ۾ اينديون آهن- ڦهريون ته رڳا پتر ڇو ۽ ڪنيائون ڇو ڪين؟ انهيءَ جو جواب آهي ته پتر شبد **سنتان** جي لاءِ ڪم آندل آهي ۽ نه رڳو نر ٻار لاءِ. **ويد** ۾ نر ٻار لاءِ ”پمان پتر“ ۽ ڌيءَ لاءِ ”سوم پتر“ ڪم ۾ آيل آهي. ٻي شنڪا انهيءَ ڳالهه تي آهي ته ايتري گهڻي سنتان دک جو ڪارڻ ٿيندي. انهيءَ اعتراض تي ڏاڍو زور ڏنو ويو آهي ۽ ائين ڏيکاريو ويو آهي ته جيسين سنتان جي پيدائش گهٽ نه ڪبي يا نه روڪبي، تيسين دنيا ۾ جيئڻ جنجال ٿي پوندو. انهيءَ ڊپ کان گهڻيئي يورپي ماڻهو ۽ سندن پوئلڳ سنتان جي پئداوريءَ کي روڪڻ جا گهڻائي يتن ڪري رهيا آهن. انهن هتراڌُ اپاوَن کي ڪم آڻڻ سبب سنسار جو تمام گهڻو نقصان ٿي رهيو آهي. جئن ته-

(١) استري ۽ پرش ٻنهي جي شرير کي نقصان پهچائي ٿو. (٢) گهڻو ڪري اهي سمورا طريقا بيڪار ٿيندا آهن ۽ سنتان پئدا ٿي پوندي آهي، پر انهيءَ حالت ۾ جيڪا سنتان پئدا ٿئي ٿي، سا سياويڪ نربل يا وڏ واري ٿئي ٿي. (٣) پريم ۽ ماڻهپو گهٽجي ٿو ۽ اهو آنند جو ماءُ پيءُ کي سنتان جي ڏسڻ سان ٿيڻ گهرجي، سو نٿو ٿئي. (٤) چاڪاڻ ته اهي وڇار [illegible] ڪري پڙهيل ڳڙهيل ۽ ساهوڪارن ۾ ڦهليل آهن، تنهڪري نتيجو اهو ٿو ٿئي، جو اوچ ڪلن ۾ سنتان جي اُپٽي گهٽبي ويئي ٿي ۽ ٻئي طرف گهٽ درجي وارن جو اولاد گهڻو ٿو ٿئي. يعني منش جاتي دن بدن وڃي ٿي وڏيڪ ڪرندي ۽ هيٺينءَ اوسٿا تي پهچندي. (٥) انهيءَ خيال ڪري آچار بہ وڏيڪ گندو ٿئي ٿو ۽ ڪام ترشنا ڏانهن انهن ماڻهن جي ورتي وڌيل ٿي رهي.

يورپين جي جيڪا اها حالت آهي، تنهن لاءِ هو اهو دليل ڏيندا آهن ته جيڪڏهن ڇم

ڪي نہ روڪيو تہ ماڻهو ايترا وڌي ويندا، جو اُنهن لاءِ کاڌو ملڻ بہ مشڪل ٿي پوندو. سندن اُنهيءَ دليل جي جواب ۾ هيٺيان ويچار آهن:-

١. مسٽر مالٿس، جنهن اُهو ويچار سنسار اَڳيان رکيو، تنهن سنسار جي سڀني ديشن ۽ وقت جو ويچار ڪونہ ڪيو هو؛ هن رڳو انگلنڊ جي اُنهيءَ وقت جي حالت ڪي ڏسي پنهنجو اِهو اَنومان ڪيو. ٢. اُهو ڏپ اَجايو آهي. انسان کان مڇيون بي حد اولاد پيدا ڪنديون پيون اَچن، مگر سمنڊ اَجا مڇين سان ڪونہ ڀريو آهي ۽ نڪي ڪي ڌرتي ڪنهن هڪ ٻوٽي يا حيوان سان ڀرجي ويئي آهي. ٣. منش ۾ وڏيون شڪتيون آهن ۽ هو نون ويچارن دوارا کاڌي جو سامان وڌائي سگهي ٿو. ساڳيو زمين جو ٽڪر اَڄ سڌريل حالت ۾ بہ هڪ ماڻهوءَ کي پالي نٿو سگهي، سو ايتري قدر سڌاري سگهجي ٿو، جو ڏهن، ويهن يا چاليهن کي بہ پالي سگهي ٿو. ٤. پرميشور سڀني کان وڏيڪ سياڻو آهي ۽ جيڪڏهن منش سنتان جي ضرورت دنيا ۾ نہ هجي ها تہ هو منش جاتيءَ جي اِندرين جي رچنا بہ اُنهيءَ پرڪار جي ڪري ها. ويد شاسترن جي اُنهيءَ ڪٿن جو پريوجن اِهو آهي تہ ڏهن کان وڌيڪ سنتان ڪنهن بہ حالت ۾ پيدا ڪرڻ نہ کپي.

**ورڻ ويوسٿا:-** ورڻ چار آهن- براهمڻ، ڪشتري، ويش ۽ شودر. اُنهجي اَندر پورهئي جي ورڇ جو سڌانت رکيل آهي. سناتني پاڙن جو اِهو ويچار آهي تہ **ورڻ جنم** تي آهن، يعني براهمڻ جو پٽ هروڀرو بہ براهمڻ ٿيندو. رشي **ديانند** جو ويچار آهي تہ جهڙو جنهن جو گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ هوندو، سو تهڙو ٿيندو، يعني جيڪڏهن براهمڻ جو پٽ شودر جو ڌنڌو اَختيار ڪندو تہ اُهو شودر سمجهڻ ۾ ايندو، اُهڙيءَ ريت شودر جيڪڏهن براهمڻ جهڙا ڌرم پاليندو ۽ سنا لڇڻ اَختيار ڪندو تہ اُهو براهمڻ سمجهڻ ۾ ايندو. رشي ديانند جو سڌانت پربل آهي. اُنهيءَ جي پشٽيءَ لاءِ هيٺ ڏنل پرماڻ نظر مان ڪيڻ گهرجن:-

١. **مهاڀارت** شانتي پرو، ڀرگو ڀاردواج سمواد، اَڌياءِ ١٨٩.
٢. **مهاڀارت** اَنوشاسن پرو اَڌياءِ ٣٠.
٣. **مهاڀارت** بن پرويڪش يڌشٽر سمواد، اَڌياءِ ٣١٢.
٤. **مهاڀارت** نهش يڌشٽر سمواد، اَڌياءِ ١٨٠.
٥. **وجر سو چڪو اُپنشد.**
٦. **ڀوشيہ پراڻ** اَڌياءِ ٤٠ کان ٤٦ تائين.
٧. **ڀڳوت گيتا** ۾ شري ڪرشڻ چند آنند ڪند لکن ٿا تہ مون چار ورڻ گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جي آڌار تي ٺاهيا آهن.

**سنڌيا، اگني هوتر وغيره:-** ڪي ڪي ماڻهو سوامي ديانند جي ٻڌايل ٻن وقتن جي سنڌيا تي شڪ ڪندا آهن؛ پر سوامي ديانند جن جيڪي لکيو آهي، سو بلڪل سرشٽي نيم ۽ منش جي ٻڌيءَ مطابق آهي. سڀاويڪ پرڀات ۽ شام جو منش ڪم کان واندو ٿيندو آهي ۽ من ۾ ڌيان ڪرڻ جو ويچار ڪيس اُنهن وقتن تي پيدا ٿيندو آهي. سوامي جن جو ٻڌايل

سڌانت ويد ۽ شاسترن جي انڪول آهي. **اٿرووِيد** ڪانڊ ١٩- انواڪ ٧- منتر ٣ ۽ ٤،
**رگويد** منڊل ٧- سوڪت ٤١- منتر ١ ڪسان ٥ ڏائين ۽ **منو سمرتي** اڌياءِ ٢- شلوڪ ١٠٣
سواميءَ جي سڌانت جي پٺڀي ڪن ٿا. جن ويد منترن ۾ سنڌيا جو بيان آهي، تن مان
ڪيترن ۾ اگنيءَ هوتر جو به ورڻن آهي.

**مرتڪ شراڌ:-** رشي **ديانند** سڌانت روپ ۾ مرتڪ شراڌ جي ورڌ هو. هن لمونن سان اها ڳالهه ستيارٿ پرڪاش جي چوٿين سملاس ۾ ڏني آهي. پر انهيءَ هوندي به هن ڳالهه بابت اڄ سوڌو شاسترارٿ ٿيندو رهي ٿو. پر رشي ديانند جي زبردست دليل جو اهو اثر آهي، جو پنڊت ڪي. ناراڻ آير پنهنجي لکيل **پارٽ اسٽر اتهاس** واري پستڪ ۾ لکيو آهي ته "شراڌ هڪ آتمڪ ۽ وڳيانڪ ڳالهه آهي، پر براهمڻ انکي سمرو پوري ڪري سمجهن ٿا." هن مهاشيه گيا شراڌ جو به ساڳيو ارٿ ڏنو آهي، جيڪو سوامي ديانند رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا ۽ ستيارٿ پرڪاش جي ١ سملاس ۾ ڪيو آهي. رشيءَ جيڪو شراڌ جو ارٿ ڪيو آهي، سو هڪ عجيب آهي. رواجي طرح ڪري چئجي ته شراڌ جو ارٿ انهنجي شيوا ڪرڻ سان آهي، جي سچا براهمڻ، ديش اپڪاري، تياڳي ۽ تپسوي آهن. جهڙيءَ طرح اڳ وڏڊيه خاص ڪري اهي **وَئديه** جي ٽئين ڪوجنا ۾ لڳل آهن يا اهي ودوان جي نين نين مشينن وغيره جي ڪوجنا جي ڪم ۾ لڳل آهن. هن ارٿ ورڻ ڪري جتي براهمڻن جو ڪلياڻ ٿيندو، اتي ديش جو پڻ اپڪار ٿيندو. هن ڳالهه بابت وڌيڪ وستار سان جنهنکي ڏسڻو هجي، سو شري پنڊت شو شنڪر ڪاويه ٽيرٿ جو هن وشيه بابت پستڪ نظر مان ڪڍي.

## ٢. پرماڻن بابت

رشي ديانند پرماڻ گهڻو ڪري زباني لڳائيندو هو. ستيارٿ پرڪاش لکڻ وقت هو پستڪ ڪونه ڏسندو هو، ڇاڪاڻ ته سندس سمرڻ شڪتي نهايت ئي پربل هئي. انهيءَ ڪري ڪٿي ڪٿي پرماڻن ۾ پاٺ ڀيد آهي. پر اهو پاٺ ڀيد تمام ٿورڙن جاين تي آهي. هڪڙو اهڙو پاٺ ڀيد چوٿين سملاس ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پرماڻ هيءُ آهي-

परोक्ष प्रिया हि देवा: प्रत्यक्षद्विष: ॥ शतपथ ॥

هن تي به شنڪائون آهن. پهريون ته شتپٿ ۾ هي ڪونه آهي، جو برابر آهي. پر هي گوپٿ ۾ ضرور موجود آهي ۽ شتپٿ ۾ به انهيءَ ڀاڱ وارو परोक्ष कामाहि देवा० موجود آهي. ٿي سگهي ٿو ته رشي ديانند "گوپٿ" جي بدران "شتپٿ" چئي ونو هجي يا ٻڌڻ وارن پورو نه سمجهيو هجي. پر اهو اعتراض بلڪل رواجي آهي. ٻي شنڪا اها آهي ته هيءُ پرماڻ وواه جي سنبنڌ جو نه آهي، تنهن هوندي به رشي ديانند وواه ۾ ڇو لڳايو؟

اتر:- لڳايو ڪونه اٿس، پر رڳو پرماڻ ڏنو اٿس، جنهن وٽ اڻ ڏٺيءَ وستو سان پيار ڪندا آهن، تنهن وواهه ۾ اڻڏٺل روپي ديوتا دور واريءَ ڪنيا کي پسند ڪندو آهي.

## ٣. ارٿ بابت ويچار

رشي ديانند ستيارٿ پرڪاش جي چوٿين سملاس ۾ جيڪي پرماڻ ڏنا آهن، تن مان ڪيترن جي ارٿ بابت سناتني پائر شنڪائون ڪندا آهن. انهن سڀني پرماڻن بابت هت لکڻ

مشڪل آهي. نيوگ وشيہ جي هڪ ٻن پرماڻن بابت ڪجھ لکجي ٿو:- ڀريون آهي يمريمي سوڪت جو پرماڻ (رگويد منڊل ١٠- سوڪت ١٠- منتر ١٠) ڪي چون ٿا تہ يم ۽ يمي ڀاءُ ۽ ڀيڻ آهن. ڀيڻ ڀاءُ کي وواهہ لاءِ چوي ٿي، ڀاءُ انڪار ٿو ڪري. چوي ٿو تہ "آئينده اهڙن ٿئي تہ ٿئي پر مان اهڙو پاپ ڪونہ ڪندس." هاڻي هن مطلب ڪڍڻ سان وڏو دوش ٿو اچي. يعني تہ ويد موجب ڪنهن زماني ۾ ڀاءُ ڀيڻ جو بہ وواهہ ٿيندو هو. ٻئي پکش ۾ يم ٿپسويءَ جو نالو آهي ۽ ٽئين پکش ۾ يم ڏينهن جو ۽ يمي رات جو نالو آهي. انهيءَ سمواد مان اهو نتيجو ٿو نڪري تہ جئن رات ۽ ڏينهن جدا جدا گڏڻ رکڻ ڪري هڪ ٻئي سان گڏ رهي نٿا سگهن، تئن اهي پاڻ ۾ وواهہ نہ ڪن، جنجا گڻ، ڪرم جدا جدا هجن ۽ جيڪڏهن پتي سنتان پيدا ڪرڻ جي شڪتي نہ رکندو هجي ۽ پتني رکندي هجي تہ پتي هن کي نيوگ ڪرڻ جي آگيا ڏئي. هن ارٿ جي پٺڀرائيءَ ۾ بہ ڪتيون آهن- (١) "ٻيو پتي" اهي لفظ ڏيکارين ٿا تہ ڳالهائڻ وارو ڀرين پتي آهي. (٢) استريءَ کي "سيڀڳي" شبد دوارا ڪرنيو ويو آهي. اهو بہ پرٽيل استريءَ کي سندس پتي چئي سگهي ٿو ۽ نہ ڀاءُ ڀيڻ کي. (٣) ٽئين منتر ۾ "وبرہ ڏيڻ جي ٻوڪيہ" اهي لفظ ڏيکارين ٿا تہ چوڻ وارو پاڻ اها شڪتي ڪانہ رکندڙ آهي. ٻيو منتر جنهن بابت متڀيد آهي سو آهي رگويد جي ١٠ منڊل جي ٨٥ سوڪت جو ٣٥ منتر. اهو منتر وواهہ ۽ نيوگ ٻنهي سان لڳي سگهي ٿو، ۽ رشي ديانند ائين ڪيو آهي. ٻئي وچار وارا ماڻهو اهو رکو وواهہ ۾ لڳائيندا آهن. پر سوامي ديانند "يارهون پتي ڪر" انهن لفظن مان يارهن تائين جيڪا نيوگ جي حد ڪڍي آهي، تنهن لاءِ ويد جي ٻين منترن جي ڪيس پشٽي آهي. جهڙيءَ طرح اٿروويد ٥-١٧-٨، ۽ اٿروويد ٩-٥-٢٧ اياديِ منترن جو. "آڏيهي" شبد بہ سواميءَ جي ارٿ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ڇاڪاڻ تہ "ويرہ دان" اندر ديوتا ٿورو ئي اچي ڏيندو؟ انسان ڏانهن ئي اشارو ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ ريت "سومهہ پرٿهو" واري منتر جو جيڪو ارٿ رشي ديانند ڪيو آهي، تنهجي پشٽي پنيان ايندڙ ٻين منترن دوارا ٿئي ٿي. پر جيڪڏهن سناتنين وارو ارٿ وٺجي تہ بہ تاپرہ اهو ٿو نڪري تہ سوڪا استري پرش سان وواهہ ڪرڻ کان اڳ سوم، گاندرو ۽ اگني ديوتا سان وواهہ ڪري ٿي. هن وشيہ بابت جنکي وڌيڪ وچار ڪرڻو هجي، سي "ڀاسڪر پرڪاش"، "نيوگ پرماڻ"، "نيوگ ڪي موجد ڪؤن ٿي"، ڌرم وير ليکرام جي "ڪليات" وغيره ڪتابن کي ڏسن.

**وڌيڪ نوٽ**:- رشي ديانند ڏيکاريو آهي تہ براهمڻ جو پٽ جيڪڏهن براهمڻ جا گڻ رکندڙ نہ هجي تہ اهو ٻئي ڪنهن ورڻ واري کي ڏجي ۽ براهمڻ کي ٻيو پتر براهمڻ جا گڻ وارو ڏجي وغيره. ڪي ڪي ڀائر انهيءَ بابت ويد جي پرماڻ جي گهر ڪندا آهن. * اٿروويد ۾ راڄ سڀا چوي ٿي، "جنهنکي وڻي تنهنکي مان براهمڻ، رشي وغيره بڻائي ڏيان ٿي."

* ان کي هيٺيون پرماڻ پڙهڻ گهرجي -

पञ्चामये तन्त मुग्रं कृणोमि तं ब्राह्मणं तमृषिं तं सुमेधाम् ॥

# ओ३म्

## پنجون سملاس

## وانپرست ۽ سنياس جي وڌيءَ جو ورنن

ब्रह्मचर्य्याश्रमं समाप्य गृही भवेत् गृही भूत्वा वनी भवेद्वनी भूत्वा प्रव्रजेत् ॥ शत० का० १४ ॥

**وانپرست جو سمو -**

एवं गृहाश्रमे स्थित्वा विधिवत्स्नातको द्विजः । वने वसेत्तु नियतो यथावद्विजितेन्द्रियः ॥ १ ॥
गृहस्थस्तु यदा पश्येद्वलीपलितमात्मनः । अपत्यस्यैव चापत्यं तदारण्यं समाश्रयेत् ॥ २ ॥
संत्यज्य ग्राम्यमाहारं सर्वं चैव परिच्छदम् । पुत्रेषु भार्यां निःक्षिप्य वनं गच्छेत्सहैव वा ॥ ३ ॥
अग्निहोत्रं समादाय गृह्यं चाग्निपरिच्छदम् । ग्रामादरण्यं निःसृत्य निवसेन्नियतेन्द्रियः ॥ ४ ॥
मुन्यन्नैर्विविधैर्मेध्यैः शाकमूलफलेन वा । एतानेव महायज्ञान्निर्वपेद्विधिपूर्वकम् ॥ ५ ॥ मनु० (६।१-५)

ارٿ :- منش کي گهرجي ته برهمچريه آشرم کي پورو ڪري، گرهستي ٿئي ۽ پوءِ **وانپرستي** ٿي، سنياسي ٿئي. هيءَ هڪ پٺيان ٻئي آشرمن جو نيم آهي.

ارٿ :- (١) اهڙيءَ ريت سناتڪ [جنهن برهمچريه جو پورن پالن ڪري سنان ڪري اُپاڌي ورتي هجي] يعني برهمچريه کانپوءِ گرهست ۾ رهندڙ دوج، براهمڻ، کتري ۽ وئش، گرهست ۾ رهي، نِشچو ڪري اندرين کي جيتي وڃي ٻن ۾ وسي. (٢) جڏهن گرهستيءَ جي مٿي جا وار اڇا ۽ چمڙي ڍلي ٿي پوي ۽ پوٽو به پيدا ٿئيس، تڏهن [ضرور] ٻن ۾ وڃي رهي. (٣) شهر ۾ کاڌا جا سٺا کاڄ ۽ پهرڻ جا سٺا وستر ڇڏي، استريءَ کي پٽن وٽ ڇڏي يا پاڻ سان وٺي ٻن ۾ نواس ڪري. (٤) سانگوپانگ يعني ويد ۽ اپانگ، اگني هوتر جو سمورو سامان ساڻ کڻي نگر کان نڪري اندرين کي وس ۾ ڪري ۽ وڃي جهنگل ۾ واسو ڪري. (٥) ڪئي پرڪارن جا ساما (سانئو) وغيره اَنَّ، سٺا سٺا ساڳ، مول ڦول ڪند وغيره سان اڳ ورٽن ٿيل پنج يگيه ڪري ۽ اُن سان ئي اَتٿين جي شيوا ۽ پنهنجو گذر ڪري.

[illegible]याये नित्ययुक्तः स्याद्दान्तो मैत्रः समाहितः । दाता नित्यमनादाता सर्वभूतानुकम्पकः ॥ १ ॥
अप्रयत्नः सुखार्थेषु ब्रह्मचारी धराशयः । शरणेष्वममश्चैव वृक्षमूलनिकेतनः ॥ २ ॥ (मनु० ६।८।२६)

ارٿ :- (١) سواڌيايه ڪري يعني سدا پڙهي ۽ پاڙهي، من کي وس ۾ رکي، سڀني سان پريت ڳنڍي، اندرين کي جيتي، وديا جو دان ڪري، ديالو ٿئي، ڪنهن کان ڪابه شيءِ نه وٺي، سدائين اهڙيءَ ريت رهي. (٢) شرير جي سک لاءِ گهڻو يتن نه ڪري پر برهمچاري [رهي] يعني جيڪڏهن پنهنجي پتني ساڻ هجيس ته به اُن سان يوگ نه ڪري ۽ ڌرتيءَ تي سمهي، پنهنجي آسري ٿي رهندڙن [ٻارن ٻچن] ۽ پنهنجي ماڪيت ۾ ممتا نه رکي، وڻ جي

ڀاڱي (ڇايا) ۾ گذارو ڪري.

तप:श्रद्धे ये ह्युपवसन्त्यरण्ये शान्ता विद्वांसो भैक्षचर्यां चरन्तः । सूर्यद्वारेण ते विरजा प्रयान्ति: यत्राऽमृत: स पुरुषो ह्यव्ययात्मा ॥ मु० २ । ११ ॥

ارٿ - اهي شانتيوان، ودوان لوڪ جي بن ۾ تپ ۽ ڌرم جو جيون ڪاٽي ۽ سچ ۾ شرڌا رکي، ڀکشا تي گذارو ڪري جهنگل ۾ رهندا آهن، سي ابناسي، پورڻ پرش، هاڃي لاڀ کان آجو، جو پرماتما آهي، تنهن کي نرمل شڌ ٿي، پراڻن دوارا پراپت ڪري آنند پائيندا آهن.

अभ्यादधामि समिधमग्ने व्रतपते त्वयि । व्रत श्रद्धांञ्च चोपैमीन्धे त्वा दीक्षितो अहम् ।

यजु० अध्याय २० । मं० २४ ॥

ارٿ - وانپرستيءَ کي جڳائي ته هوُ اڳني هوتر ڪري ۽ دکشا پائي، ورت ڌاري سچي جيون ۽ شرڌا [پورڻ نشچو] کي پائڻ جي چاهنا ڪري. ڪئي پرڪارن جي تپ، ستسنگ، يوگ اڀياس ۽ سٺن ويچارن دوارا گيان ۽ پوترتائي پراپت ڪري ۽ پوءِ جڏهن **سنياسي** ٿيڻ جي اڇا ٿئيس ته استريءَ کي پٽن وٽ موڪلي سنياس وٺي. ٿوري ۾ ئي وانپرست جي وڌي پوري ٿي.

## سنياس جي وڌي

वनेषु च विहृत्यैवं तृतीयं भागमायुषः । चतुर्थमायुषो भागं त्यक्त्वा सङ्गान् परिव्रजेत् ॥ मनु० ६ । ३३ ॥

ارٿ - اهڙي پرڪار آورجا جو ٽيون ڀاڱو يعني پنجاهين کان پنجهتر ورهين تائين بن ۾ رهي. آيوءَ جي چوٿين ڀاڱي ۾ سڀ لاڳاپا لاهي ڇڏي ورامت يعني سنياسي ٿئي. پرشن - گرهست ۽ وانپرست آشرم ڌارڻ نه ڪري سنياسي ٿئي ته اُن کي پاپ لڳندو آهي يا نه؟ اُتر - لڳندو به آهي، نه به لڳندو آهي. پرشن - اِئين ٻه ڳالهيون ڇو ٿا ڪريو؟ اُتر - ٻه ڳالهيون ڪين آهن، ڇو ته بال اوستا ۾ ويراڳي ٿي [پوءِ جيڪو] وشين ۾ ڦاسي، سو مهاپاپي ۽ جيڪو نه ڦاسي، سو وڏو پنج آتما ۽ ست پرش آهي.

هيٺيون براهمڻ گرنٿ جو وچن آهي -

यदहरेव विरजेत्तदहरेव प्रव्रजेद्वनाद्वा गृहाद्वा ब्रह्मचर्यादेव प्रव्रजेत् ॥ ये ब्राह्मण ग्रन्थ के वचन हैं ॥

ارٿ - جنهن ڏينهن ويراڳ اچي، اُنهيءَ ڏينهن گهر يا بن [يا برهمچريه] مان سنياس وٺي ڇڏي. پهريائين سنياس کي ڏاڪو ڏاڪو ڪري پهچڻ جو نمونو ڏيکاريو ويو، پوءِ نيارو يعني وانپرست ڌارڻ نه ڪري گرهست مان ئي سنياس گرهڻ ڪري. ۽ ٽيون نمونو هيءُ آهي ته جيڪو پورڻ ودوان، اندرين کي جيتيندڙ، وشيه واسنائن کان نيارو، پراپڪار ڪرڻ جي اِڇا رکندڙ هجي، سو برهمچريه آشرم مان ئي **سنياس** وٺي. ويدن ۾ به :—

اهڙن وچنن مان سنياس جي وڌي ملي ٿي. پر :— यतय: ब्राह्मणस्य विजानत:

नाविरतो दुश्चरितान्नाशान्तो नासमाहित: । नाशान्तमानसो वापि प्रज्ञानेनैनमाप्नुयात् ॥

कठ० वल्ली २ । मं २३ ॥

ارٿ – جنهن دراچار نہ ڇڏيو آهي، جنهن کي شانتي نہ آهي، جو يوگ نٿو ڪري، جنهن جي من کي سنتوش نہ آهي، سو سنياس وٺي بہ گيان دوارا پرماتما کي پراپت ڪري، انهيءَ ڪري:-

यच्छेद्वाङ्मनसी प्राज्ञस्तद्यच्छेद् ज्ञान आत्मनि । ज्ञानमात्मनि महति नियच्छेत्तच्छेच्छान्त आत्मनि ॥
कठ० वल्ली ३ । मं० १३ ॥

بدیمان سنياسي واڻيءَ ۽ من کي ادرم کان روڪي، ڪين گيان ۽ آتما جي طرف لڳائي. انهيءَ گيان ۽ پنهنجي آتما کي پرماتما طرف لڳائي ۽ انهيءَ وگيان کي شانت سروپ آتما [پرماتما] ۾ استر رکي.

परीक्ष्य लोकान् कर्मचितान् ब्राह्मणो निर्वेदमायान्नास्त्यकृतः कृतेन ।
तद्विज्ञानार्थं स गुरुमेवाभिगच्छेत् समित्पाणिः श्रोत्रियं ब्रह्मनिष्ठम् ॥ मुण्ड० । खं० २ । मं० १२ ॥

ارٿ – ائين ڄاڻي تہ سنسار جا سڀ سک ۽ يوڳ ڪرم سان پراپت ٿين ٿا، برهمڻ ارٿات سنياسي ويراڳ کي ڌارڻ ڪري؛ ڇاڪاڻ جو، "اَڪرت" پرماتما [ڪرم ۽ ڪرم جي ڦل کان نيارو پرماتما] "ڪرت" اَرٿات رڳو ڪرمن دوارا پراپت نٿو ٿئي؛ انهيءَ ڪري ڪجھ پيٽا هٿ ۾ کڻي ويدن جي ڄاڻڻ واري ۽ پرميشور کي پراپت ڪيل گروءَ وٽ وگيان (آتمڪ گيان) جي پراپت ڪرڻ لاءِ وڃي ۽ اُلي سڀ سنديھ [شڪ شبھ] مٽائي. پر هدن [هيٺ ڏيکاريل] جو سنگ بلڪل ڇڏي ڏئي:-

अविद्यायामन्तरे वर्त्तमानाः स्वयं धीराः पण्डितम्मन्यमानाः ।
जङ्घन्यमानाः परियन्ति मूढा अन्धेनैव नीयमाना यथान्धाः ॥ १ ॥
अविद्यायां बहुधा वर्त्तमाना वयं कृतार्था इत्यभिमन्यन्ति बालाः ।
यत्कर्मिणो न प्रवेदयन्ति रागात् तेनातुराः क्षीणलोकाश्च्यवन्ते ॥ २ ॥ मुण्ड० । खं० २ । मं ८-९ ॥

اَرٿ – (١) جيڪي اَوديا ۾ ڦاسي پاڻکي سياڻو ۽ پنڊت سمجهن ٿا. اهي نيچ گتيءَ کي پاڻڻ وارا مورک، ائين دک سهن ٿا، جئن اَنڌي جي پٺيان اَنڌن جي دردشا ٿيندي آهي.

(٢) جي ٻاراڻي بڌيءَ وارا گهڻو اَوديا ۾ ڦاٿل لوڪ ائين سمجهي وٺا آهن تہ اَسان جيون جي اُديش کي پراپت ڪيو آهي، سي وياڪل ٿي جنم مرڻ جي دک ۾ ڦيون ڏيئي رهيا آهن، ڇاڪاڻ تہ اُنهيءَ اُديش [پريوءَ جي پراپتيءَ] کي رڳو ڪرم ڪاندي لوڪ موھ ۽ ممتا ۾ ڦاٿل نہ پاڻ ٿي ڄاڻي ۽ سمجهي سگهندا آهن ۽ نہ ٻين کي ئي سمجهائي سگهندا آهن. انهيءَ ڪري:-

वेदान्तविज्ञानसुनिश्चितार्थाः संन्यासयोगाद्यतयः शुद्धसत्त्वाः ।
ते ब्रह्मलोकेषु परान्तकाले परामृताः परिमुच्यन्ति सर्वे ॥ मुण्ड० । खं० २ । मं० ६ ॥

اَرٿ – جي ويدانت، اَرٿات پرميشور سان لاڳاپو رکندڙ ويد منترن جي اَرٿ جا ڄاڻندڙ، آچار ۾ پڪا ۽ سنياس يوڳ دوارا اندر جا اوجل ساڌو ٿيندا آهن، سي ئي پرميشور ۾ مکتيءَ جي سک کي پراپت ڪري، اُن کي ماڻي، سک جي سمي پوري ٿيڻ تي وري

سنسار ۾ [موٽي] ايندا آهن. مڪتيءَ کان سواءِ دک جو ناس ڪونه ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته-
**न वै स शरीरस्य सतः प्रियाप्रिययोरपहतिरस्त्यशरीरं वावसन्तं वा प्रियाप्रिये स्पृशतः ॥**

छान्दो० । प्र० ८ । खं० १२ ॥

اَرٿ- جيڪو ديھ ڌاري آهي، سو دک سک کان ڪڏهن به پري نه ٿي سگهندو ۽ جيڪو ديھ بنا جيو آتما شد ٿي مڪتي اَوستا ۾ پرميشور سان گڏ رهندو آهي، اُن کي سنسارڪ سک دک ڪونه ٿيندو آهي، اِنهيءَ ڪري-

**लोकैषणायाश्च वित्तैषणायाश्च पुत्रैषणायाश्चो त्थायाथभैक्षचर्यं चरन्ति ॥**

शत० कां० १४ (प्र० ५ । ब्रा० २ । कं० १)

اَرٿ- سنياسي لوڪ، سنسار جي وڏائيءَ يا لاڀ، ڌن جي سک يا مان ۽ سنتان آديءَ جي موھ کان اَلڳ ٿي، ڀکشا تي نرواھ ڪري، رات ڏينهن مڪتيءَ جي ساڌنن ۾ رڌل رهندا آهن.

**प्राजापत्यां निरूप्येष्टिं तस्यां सर्ववेदसं हुत्वा ब्राह्मणः प्रव्रजेत् ॥ १ ॥ यजुर्वेद ब्राह्मणे ।**
**प्राजापत्यां निरूप्येष्टिं सर्ववेदसदक्षिणाम् । आत्मन्यग्नीन्समारोप्य ब्राह्मणः प्रव्रजेत् गृहात् ॥ २ ॥**
**यो दत्वा सर्वभूतेभ्यः प्रव्रजत्यभयं गृहात् । तस्य तेजोमया लोका भवन्ति ब्रह्मवादिनः ॥ ३ ॥**

मनु० (६ । ३८ । ३६)

## جٽائيءَ ۽ چوٽيءَ جو تياڳ-

اَرٿ- پرميشور کي ڄاڻڻ وارا برهمڻ، پرجاپتي يعني پرميشور جي پراپتيءَ لاءِ اِشٽي اَرٿات يگيه ڪري تنهن ۾ يگيو پويت [جٽيو]، چوٽي وغيره نشانيون ڇڏي، آهوانيه وغيره پنجن پرڪارن جي اَگنيءَ جي بدران، پراڻ، اَپان، وِيان اُدان ۽ سمان **پنجن پراڻن** * کي سمجهي گهر کان نڪري **سنياسي** ٿئي. (١ ۽ ٢) جيڪو پراڻي ماتر کي اَڀيه دان ڏيئي [اُنهن کان اَجو ڪري، ساڻن ويرو روڌ ڇڏي] گهر ڇڏي سنياسي ٿئي ٿو، اُنهيءَ برهم واديءَ يعني پرميشور دوارا پرگهٽ ٿيل ويد جي ڌرم ۽ ڌرم جي اُپديش ڪندڙ سنياسيءَ کي پرڪاش اَرٿات موکش جي سک سان سينگاريل لوڪ پراپت ٿيندو آهي.

(٣) **پرشن:**- سنياسيءَ جو ڌرم ڪهڙو آهي؟

**اُتر:**- "ڌرم" جنهنجو مطلب آهي پکشپات ڇڏي نياءَ تي هلڻ، سچ هٿ ڪرڻ ۽ ڪوڙ ڇڏڻ، ويد ۾ ڏيکاريل پرميشور جي آگيا جو پالڻ، پراپڪار، سچ ڳالهائڻ وغيره گڻ سيني

* ١. پراڻ اُها جيون شڪتي آهي، جنهنجي دوارا هوا کي اَندر پرجي. ٢. اَپان جنهن دوارا هوا باهر ڪيجي، مل موتر لياڳ ڪجي. ٣. ويان، اُها شڪتي جنهن دوارا رس ۽ رت دورو ڪن ٿا، جو پيٽ جي وچ ۾ آهي [Solar Sympathetic Force]. ٤. اُدان، اُها شڪتي جا ڳلي مان کاڄ کي ڇڪي هيٺ آڻي. ٥. سمان، جنهن دوارا گهمي ڦري سگهجي ٿو [Motormuscular Force].

آشرمن وارن يعني منش ماتر لاءِ هڪ ئي آهي. پر سنياسيءَ جو خاص ڌرم هيءُ آهي-

दृष्टिपूतं न्यसेत्पादं वस्त्रपूतं जलं पिबेत् । सत्यपूतां वदेद्वाचं मनःपूतं समाचरेत् ॥ १ ॥
क्रुद्ध्यन्तं न प्रतिक्रुध्येदाक्रुष्टः कुशलं वदेत् । सप्तद्वारावकीर्णां च न वाचमनृतां वदेत् ॥ २ ॥
अध्यात्मरतिरासीनो निरपेक्षो निरामिषः । आत्मनैव सहायेन सुखार्थी विचरेदिह ॥ ३ ॥
क्लृप्तकेशनखश्मश्रुः पात्री दण्डी कुसुम्भवान् । विचरेन्नियतो नित्यं सर्वभूतान्यपीडयन् ॥ ४ ॥
इन्द्रियाणां निरोधेन रागद्वेषक्षयेण च । अहिंसया च भूतानाममृतत्वाय कल्पते ॥ ५ ॥
दूषितोऽपि चरेद्धर्मं यत्र तत्राश्रमे रतः । समः सर्वेषु भूतेषु न लिंगं धर्मकारणम् ॥ ६ ॥
फलं कतकवृक्षस्य यद्यप्यम्बुप्रसादकम् । न नामग्रहणादेव तस्य वारि प्रसीदति ॥ ७ ॥
प्राणायामा ब्राह्मणस्य त्रयोऽपि विधिवत्कृताः । व्याहृतिप्रणवैर्युक्ता विज्ञेयं परमंतपः ॥ ८ ॥
दह्यन्ते ध्मायमानानां धातूनां हि यथा मलाः । तथेन्द्रियाणां दह्यन्ते दोषाः प्राणस्य निग्रहात् ॥ ९ ॥
प्राणायामैर्दहेद्दोषान् धारणाभिश्च किल्बिषम् । प्रत्याहारेण संसर्गान् ध्यानेनानीश्वरान् गुणान् ॥ १० ॥
उच्चावचेषु भूतेषु दुर्ज्ञेयामकृतात्मभिः । ध्यानयोगेन संपश्येद् गतिमस्यान्तरात्मनः ॥ ११ ॥
अहिंसयेन्द्रियासङ्गैर्वैदिकैश्चैव कर्मभिः । तपसश्चरणैश्चोग्रैस्साधयन्तीह तत्पदम् ॥ १२ ॥
यदा भावेन भवति सर्वभावेषु निःस्पृहः । तदा सुखमवाप्नोति प्रेत्य चेह च शाश्वतम् ॥ १३ ॥
चतुर्भिरपि चैवैतैर्नित्यमाश्रमिभिर्द्विजैः । दशलक्षणको धर्मः सेवितव्यः प्रयत्नतः ॥ १४ ॥
धृतिः क्षमा दमोऽस्तेयं शौचमिन्द्रियनिग्रहः । धीर्विद्या सत्यमक्रोधो दशकं धर्मलक्षणम् ॥ १५ ॥
अनेन विधिना सर्वांस्त्यक्त्वा संगाञ्छनैः शनैः । सर्वद्वन्द्वविनिर्मुक्तो ब्रह्मण्येवावतिष्ठते ॥ १६ ॥

मनु० अ० ६ (४६ । ४८ । ४९ । ५२ । ६० । ६६ । ६७ । ७० । ७३ । ७५ । ८० । ८१ । ९१ । ९२)

اَرٿ- ١. جڏهن سنياسي وستي ۾ هلي، تڏهن هيڏانهن هوڏانهن نه ڏسي هيٺ ڌرتيءَ تي درشٽي رکي هلي، هميشه ڪپڙي سان ڇاڻي پاڻي پئي، سدائين سچ ٻولي، هميشه من سان سوچي ويچاري سچائيءَ کي سويڪار ڪري ۽ ڪوڙ کي تياڳ ڪري. ٢. جڏهن ڪٿي اُپديش يا سمواد وغيره جي وقت ڪوئي سنياسيءَ سان ڪاوڙجي يا سندس نندا ڪري ته سنياسيءَ کي کپي ته پاڻ اُن تي ڪروڌ نه ڪري، پر سدا اُن جي ڀلائيءَ لاءِ اُپديش ئي ڪري. واڻي، جا هڪ مک جي، ٻن ناسن جي، ٻن اکين جي ۽ ٻن ڪنن جي ❋ ننگن ۾ پکڙيل آهي، تنهنڪري ڪنهن به ڪارڻ ڪوڙ ڪڏهن به نه ٻولي. ٣. پنهنجي آتما ۽ پرماتما ۾ وشواس رکي، ٻين جي سهائتا کان بي پرواهه ٿي، مد ۽ مانس کان پاسو ڪري، آتما جي ... ئي سک پراپت ڪرڻ جي چاهنا رکي، سنسار ۾ ڌرم ۽ وديا جي واڌاري لاءِ سدا پرچار ڪندو هلندو رهي. ٤. مٿي جي وارن، ننهن، ڏاڙهي ۽ مڇن جي صفائي ڪرائي ۽ سندر برتڻ ۽ سوٽي ساڻ رکي، کهنبي وغيره ۾ رڱيل ڪپڙا پهري، آتما ۾ دريڍ نشچو رکي، ڪنهن به

❋ سنسار جي وستن جو سمورو گيان اُنهن ستن سوراخن دوارا پراپت ٿئي ٿو. اهو گيان واڻيءَ دوارا ئي پرگهٽ ڪري سگهجي ٿو. واڻي جنهن گيان کي پرگهٽ ڪري ٿي، سو اُنهن ننگن مان اچي ٿو، تنهنڪري چوي ٿو ته واڻي اُنهن ۾ پکڙيل يا ڦهليل آهي.

پراڻيءَ کي پيڙا نه ڏيئي سڀ هنڌ گهمندو رهي. ٥. اِندرين کي اَڌرم جي واٽ کان روڪي راڳ [موهه] ۽ دويش [وير] کي ڇڏي، سڀني پراڻين سان نرويرتي ورتي، موڪش پراپت ڪرڻ جي شڪتيءَ کي وڌائي. ٦. ڪوئي دنيا ۾ ڪيس بروچوي يا پلو، ته به هر آشرم سان ورتاءُ ڪندي سڀني جيوَن کي هڪ جهڙيءَ درشٽيءَ سان ڏسندي، پاڻ ڌرماتما ٿي رهي ۽ ٻين کي ڌرماتما بنائڻ جو يتن ڪري ۽ دل ۾ نشچو رکي ته سوئي، ڪرمنڊل ۽ گيڙو رنگي ڪپڙن جي نشانن ۾ ڌرم ڪونه آهي؛ پر سڀني منشن وغيره پراڻين جي ڀلائي، ستيه اُپديش ۽ وديا دوارا اُنتي ڪرڻ ئي سنياسيءَ جو مکيه ڌرم آهي. ٧. ڇاڪاڻ جو، جيئن ڪتڪ نرملي وڻ جو ڦل گدلي پاڻيءَ ۾ وجهڻ سان پاڻي شڌ ٿي پوندو آهي، پر بنا [اُن جي] وجهڻ؛ يا سڌس نالي ڳڻهڻ يا ٻڌڻ سان جل صفا ڪونه ٿيندو آهي. ٨. اِنهيءَ ڪري براهمڻ اَرٿات پرميشور جي ڀڳت سنياسيءَ کي گهرجي ته اوم ۽ اُن سان گڏ ستن ❋ وياهرتين [وڏن نالن] سان نيم اَنوسار شڪتيءَ آهر پراڻايام ڪري، پر ٿن کان گهٽ ★ پراڻايام نه ڪري. سادوءَ جو اِهوئي وڏو تپ آهي. ٩. جيئن اگنيءَ ۾ تپائڻ ۽ ڳارڻ سان ڌاتن جي گندگي وغيره دور ٿي ويندي آهي، تيئن پراڻن جي روڪڻ سان من وغيره اِندرين جا دوش دور ٿيندا آهن. ١٠. اِنهيءَ ڪري سنياسي لوڪ نتيه پراڻايام سان آتما، اَنتهڪرڻ ۽ اِندرين جا دوش، ■ ڌارڻا دوارا پاپ △ **پرتهار**

---

❋ ست وياهرتيون ست پرميشور جا نالا آهن:—

١. ڀور=جيوَن. ٢. ڀوه=دک ناس ڪندڙ. ٣. سوه=سک سروُپ. ٤. مه=وڏو. ٥. جنه=اُپن ڪرڻ وارو. ٦. تپه=جاڻي جاڻڻهار، نياءُ ڪاري ۽ ڏنڊ ڏيڻ وارو. ٧. ستيم=ست سروُپ ابناشي.

★ پراڻايام=پراڻن جو ويايام. هيءُ يوگ جو چوٿون اَنگ آهي ۽ چئن پرڪارن جو ٿيندو آهي– ١. باهيه، ساهه کي ٻاهر ڪڍي، اُنکي شڪتيءَ سارو ٻاهر روڪڻ. ٢. آڀينتر، شڌ هوا کي زور سان اندر کڻي اُنکي شڪتيءَ آهر اندر روڪڻ. ٣. ستمڀ ورتي، ساهه جتي هجي اُتيئي اُنکي روڪي ڇڏڻ. ٤. باهيا ڀينتر اکشيپي، ٻاهر ساهه ويندو هجي ته پاڻ وڏيڪ ٻاهر ڪڍڻ ۽ اَندر ايندو هجي ته وڌيڪ اَندر ڪرڻ؛ هي مشڪل آهي ۽ وڏا اَڀياسي ئي اُنکي ڪري سگهندا آهن. گرهستي به پراڻايام ڪري سگهندا آهن ۽ ڪين ڪرڻ گهرجي. پر پراڻايام جي وڏي چڱي پرڪار ڄاڻي جوڇي، تي سکهي ته ڪنهن اڀياسيءَ کان سکجي. پراڻايام ڪرڻ سان ڪيترا ماڻهو بيمارين دور ڪري سگهيا آهن ۽ پاڻ کي خوب مضبوط ۽ نروگي بنائي سگهيا آهن. پر پراڻايام لاءِ اِهو ضروُري آهي ته ماڻهو وشين کان پري رهي، شڌ هوا ۾ گذارو ڪري ۽ من ۾ دريه سنڪلپ رکي ۽ ماس خواهه نشيدار شين کان پاسو ڪري.

■ **ڌارڻا** يوگ جو ڇهون انگ آهي، انهيءَ جي معنيٰ آهي چت کي شرير جي اندر ڪنهن هنڌ لڳائڻ.

△ **پرتهار** يوگ جو پنجون ڏاڪو آهي، انهيءَ جي معنيٰ آهي چت کي شرير جي اندر ڪنهن هڪ هنڌ لڳائڻ.

دوارا سنگ جا دوش ۽ * **ڌيان** دوارا ايشور جي سياءَ جي ورودي گڻن يعني هرک، شوک ۽ اُوديا وغيره جيو جي اوڻاين کي هٽائي ڇڏي. (١١) اُنهيءَ ڌيان يوگ، جنهنکي اگياني ۽ يوگ کي نه ڄاڻندڙ ماڻهو ڏکيائيءَ سان سمجهي سگهندا آهن، تنهنکي سکي ۽ اُنهيءَ دوارا ننڍن وڏن پدارٿن ۾ پرميشور کي وياپڪ ڄاڻي ۽ پنهنجي آتما ۽ اُنترجامي پرميشور جي شڪتيءَ کي ڏسي. (١٢) سڀني پراڻين سان ويرُ ڇڏي اندرين جي ڀوڳن جو تياڳ ڪري. ويد اُنوسار هلت هلي ۽ تمام ڪٺن تپ ڪري. هن سنسار ۾ رڳو مٺي ورٽن ڪيل سنياسي ئي موکش پد کي پائي ۽ پارائي سگهندو آهي ۽ نه ڪو ٻيو. (١٣) جڏهن سنياسي سڀني پاون يعني پدارٿن ۽ سوارٿ خواهه اڇا کي ڇڏي ڏيندو آهي ۽ سڀني باهرين ۽ اُندرين ڀاون کي پورتر رکندو آهي، تڏهن هن ديهه ۾ مرڻ بعد هميشه لاءِ سک پراپت ڪندو آهي. (١٤) اِنهيءَ ڪري برهمچارين، گرهستين، وانپرستين ۽ سنياسين کي جڳائي ته هيٺ بيان ڪيل ڏهن گڻن واري ڌرم تي هلڻ لاءِ يتن ڪن. (١٥) پهريون **ڌرتي** يعني سدا ڌيرج رکڻ. ٻيو **ڪما** يعني نندا، اُستتي، مان اپمان، هاڃي لاڀ دکن کي به سهندو رهڻ. ٽيون **دم** يعني من کي سدا ڌرم ۾ هلائي اُڌرم کان روڪي ڇڏڻ يعني اُڌرم ڪرڻ جي اِڇا به پيدا نه ٿئي. چوٿون **استيم** يعني چوريءَ کان پاسو ڪرڻ. چوري ڪرڻ ڇنمو آهي [مالڪ جي] بنا آگيا يا ڇل ڪپٽ يا وسواس گهات جي وسيلي يا سنساري نيمن ۽ ويد جي اُپديش جي اُبتڙ هلي پرائي مال کي هٿ ڪرڻ. اُنهيءَ کي ڇڏڻ جو نالو آهي شاهوڪاري. پنجون **شوچ** يعني راڳ [موهه، محبت]، دويش [وير، نفرت] ۽ پکشپات [پاسخاطري] کي ڇڏڻ سان اندر جي پوترتائي ۽ ڌوئڻ پوڇڻ ۽ پاڻيءَ ۽ مٽيءَ سان باهر جي صفائي رکڻ. ڇهون **اندريه نگره** يعني اندرين کي اُڌرم کان روڪي ڌرم ۾ هلائڻ. ستون **ڌي** يعني ٻڌيءَ کي ناس ڪندڙ نشيدار ۽ ٻين پدارٿن، دشٽن جي سنگت، آلس، بي پرواهي وغيره کي ڇڏي چڱن پدارٿن کي پراپت ڪري، ست پرشن جو سنگ ڪري ۽ يوگ ڀيائي ٻڌيءَ کي وڌائڻ. اٺون **وديا** يعني پرٿويءَ کان وٺي پرميشور تائين سڀني پدارٿن جو ٺيڪ گيان ۽ منجهائن پورو پورو لاڀ وٺڻ. [اِيءَ طرح بيان ڪجي ٿو] ست وديا يعني جيڪي آتما ۾ هجي سو من ۾ ۽ جيڪي من ۾ هجي سو واڻيءَ ۾ ۽ جيڪي واڻيءَ ۾ هجي سو ڪرمن ۾ آڻڻ [تنهن کي ڌارڻ ڪرڻ] اُنهيءَ کان اُبتڙ آهي اُوديا. نائون **ستيم** يعني جو پدارٿ جهڙو هجي، تنهن کي اهڙو ئي سمجهڻ، تنهن کي اهڙو ئي ورٽن ڪرڻ ۽ اُهڙو ئي وهنوار ڪرڻ. ڏهون **اڪروڌ** يعني ڪاوڙ وغيره اوڻن کي ڇڏي شانتي وغيره گڻن کي پراپت ڪرڻ ڌرم جو لڪشڻ آهي. هن ڏهن گڻن واري پکشپات کان رهت نياءَ سان ڀرپور ڌرم تي چئني آشرمن وارا هلن ۽ اُنهيءَ ڌرم تي پاڻ به هلن ۽ ٻين کي به اُپديش ڪري هلائڻ سنياسيءَ جو خاص ڌرم آهي. (١٦) اُنهيءَ ريت آهستي آهستي لڳي لاڳاپي جي سڀني اوگڻن کي ڇڏي [هرک شوک] آدي سڀني دوندن

* **ڌيان** يوگ جو ستون درجو آهي. ڌارڻا جڏهن پڪي ٿي ويندي آهي ۽ چت گهڻو وقت هڪ هنڌ ٽڪندو آهي ۽ هڪ ئي وشيه جو ويچار ڪندو آهي، تڏهن ڌيان جي سڌي ٿيندي آهي.

[ڀڪشڻ] کان آجو ٿي سنياسي پرماتما ۾ ئي اسٿر ٿيندو آهي. سنياسين جو مکيه ڪرم اهو ئي آهي ته گرهست وغيره سڀني آشرمن کي هن ريت جي وهنوار ۾ سچ جو نشچيه ڪرائي، ادرم جي وهنوار کان ڇڏائي، سڀني سنديهه مٽائي سچي ڌرم جي وهنوار ۾ هلائين.

## برهمڻ سنياسي ٿي سگهي ٿو

**پرشن:-** سنياس وٺڻ برهمڻ جو ئي ڌرم آهي يا ڪترين وغيره جو به؟

**اتر:-** برهمڻ کي ئي اڌڪار آهي، ڇاڪاڻ جو سڀني ورڻن ۾ پورن ودوان، ڌرماتما، پرآپڪار سان پريت رکڻ وارو جيڪو منش آهي، تنهنجو ئي نالو برهمڻ آهي. پورڻ وديا، پورڻ ڌرم ۽ پرميشور ۾ پورڻ وشواس ۽ وئراڳ بنا سنياس گرهڻ ڪرڻ سان سنسار جو گهڻو اُپڪار ڪونه ٿي سگهندو. انهيءَ ڪري عام چوڻي آهي ته **براهمڻ** کي ئي سنياس جو اڌڪار آهي، ٻين کي نه. **منوءَ** جو به هيءُ پرماڻ آهي-

एष वोऽभिहितो धर्मो ब्राह्मणस्य चतुर्विधः। पुण्योऽक्षयफलः प्रेत्य राजधर्मम् निबोधत ॥ मनु० ६। ९७॥

منو جي مهراج چوي ٿو ته هي رشي لوڪو! هيءُ چئن قسمن جو يعني برهمچريه، [گرهست] وانپرست ۽ سنياس آشرم ڪرڻ، **براهمڻ** جو ڌرم آهي؛ هن ڪانپوءِ راجائن جو ڌرم مون کان ٻڌو. انهيءَ مان ظاهر ٿيو ته سنياس وٺڻ جو اڌڪار خاص ڪري **براهمڻ** کي آهي ۽ ڪترين وغيره لاءِ برهمچريه آشرم آهي.

## سنياس جي گهرج

**پرشن:-** سنياس وٺڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

**اتر:-** جئن شرير ۾ سر جي ضرورت آهي، تئن آشرمن ۾ سنياس جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ جو اُنکانسواءِ وديا ۽ ڌرم ڪڏهن به نٿا وڌي سگهن ۽ ٻين آشرمن جو وديا * اڀياس، گرهست جي ڌنڌن ۽ تپسيا وغيره سان لاڳاپو هئڻ ڪري هنن کي تمام گهٽ واندڪائي ملندي آهي. ٻين آشرمن لاءِ پکش ڇڏي ورتاءُ ڪرڻ به ڏکيو آهي؛ جئن سنياسي سڀني پاسن کان آجو ٿي جڳت جو اُپڪار ڪندو آهي، تئن ٻيو آشرم وارو نه ڪري سگهندو آهي. ڇاڪاڻ جو سنياسيءَ کي ست وديا دوارا پدارٿن جي وگيان جو ۽ اُنتيءَ ڪرڻ جو جيترو وجهه ملي سگهندو آهي، اوترو ٻئي ڪنهن آشرم واري کي نه ملي سگهندو آهي. پر جيڪو برهمچريه آشرم مان ئي سنياسي ٿيندو آهي، سو سچي سکيا ڏيئي جيترو جڳت جو واڌارو ڪري سگهندو آهي، اوترو گرهستي يا وانپرستي ٿي، پوءِ سنياس وٺڻ وارو نه ڪري سگهندو آهي.

**پرشن:-** سنياس وٺڻ ايشور جي آگيا جي اُبتڙ آهي. ڇاڪاڻ جو ڀڳوان جو پرايوجن آهي ته ماڻهو وڌن. جيڪڏهن گرهست آشرم نه ڪندو ته ڪيئن سنتان ٿيندي ئي ڪانه. جڏهن سنياس آشرم ئي مکيه آهي ۽ سڀ منش ڪن ته منش جي پاڙ ئي پٽجي ويندي.

* برهمچاري وديا جي اڀياس ۾، گرهستي گهر جي ڪم ڪار ۾ ۽ وانپرستي تپسيا وغيره ۾ رڌل هوندا آهن.

اُتر:- وواهه ڪرڻ سان به ڪيترن کي سنتان ڪانه ٿيندي آهي يا ٿي، جلد ناس ٿي ويندي آهي، پوءِ اهو به ايشور جي اڇا جي ورتڻ هلڻ وارو ٿيو يا نه؟ جيڪڏهن اوهان ارٿات यत्ने कृते यदि न सिध्यति कोऽत्र दोष: ڪنهن ڪوشش جي واڪيه موجب چئو ته جيڪڏهن يتن ڪرڻ سان به ڪم نه ٿئي ته پوءِ ڪهڙو دوش؟ ارٿات ڪو به [دوش] ڪونهي. پر آسين اوهان کان پڇون ٿا ته گرهست آشرم ۾ گهڻي سنتان ٿي هڪ ٻئي سان ولجوڳ رکي، لڙي مرن ته ڪيتري نه وڏي هاڃي ٿي ٿئي، جدا جدا وچارن جي ڪري گهڻو جهڳڙو ٿيندو آهي. جڏهن سنياسي هڪ ويدڪ ڌرم جي اُپديش دوارا هڪ ٻئي سان پريم پيدا ڪندو ته لکن ماڻهن کي ڀلائي ونندو، هزارين گرهستين جي سمان منش جي سکيا وڌائيندو. سڀ ماڻهو سنياس وٺي ٿي ڪونه سگهندا، ڇاڪاڻ جو سڀني جي وشيه واسنا ڪڏهن به دور ڪين ٿي سگهندي. سنياسين جي اُپديش دوارا جيڪي ماڻهو ڌرماتما ٿيا، سي سمجهو ته سڀ سنياسيءَ جي پٽن سمان ٿيندا.

## سنياسيءَ کي به ڪرم ڪرڻو آهي

پرشن:- سنياسي لوڪ چوندا آهن ته اسان جو ڪو به ڪرتويه [ڌرم] ڪونه آهي، اَن ۽ وستر وٺي آنند ۾ رهڻ، اَوديا روُپي سنسار سان ڇو اُجائي متاڪت ڪجي؟ پاڻ کي برهم سمجهي سنتوش ۾ رهجي، ڪوئي بهو اچي پڇي ته اَن کي به ساڳيو اُپديش ڪجي، ته تون به برهم آهين، توکي پاپ پنج ڪونه ٿو لڳي ڇاڪاڻ جو گرمي سردي [لڳڻ] شرير جو، اَج بک پراڻن جو ۽ دک سک من جو ڌرم آهي. جڳت مٿيا ۽ جڳت وهنوار به سڀ ڪلپت يعني جوٺو، تنهن ڪري اَن ۾ ڦاسڻ سياڻن جو ڪم نه آهي. جيڪو پاپ پنج ٿيندو آهي سو شرير ۽ اندرين جو ڌرم آهي نه آتما جو. اهڙو اُپديش [سنياسي] ڪندا آهن. توهان سنياس جو ڪجهه جدا ڌرم ٻڌايو آهي. هاڻي اسين ڪنهنجي ڳالهه سچي ۽ ڪنهنجي ڪوڙي سمجهون؟

اُتر:- ڇا ڪين چڱا ڪم به نه ڪرڻ گهرجن؟ ڏسو منو مهراج [هيئنمن وچنن ۾] لکيو آهي ته سنياسيءَ کي ويدڪ ڪرم جو ڌرم انوسار سچو ڪرم آهي، سو ضرور ڪرڻ گهرجي:- वैदिकैश्चैव कर्मभि: ڇا کائڻ پيئڻ وغيره جا ڪرم هو ڇڏي سگهندا؟ جڏهن اهي ڪرم نٿا ڇڏي سگهن، تہ اُتم ڪمن جي ڇڏڻ ڪري هو پتت ۽ پاپي ڪونہ ٿيندا؟ جيڪڏهن گرهستين کان کاڌو پيتو ۽ ڪپڙو لتو وٺندا ۽ انهيءَ جي بدلي سندن کو اُپڪار نه ڪندا ته ڇا هو مهاپاپي ڪونه ٿيندا؟ جيڪڏهن اکه سان ڏسو ۽ ڪن سان ٻڌو نه وڃي ته اکه ۽ ڪن جو هئڻ اجايو ٿي پوي. ساڳيءَ ريت جو سنياسي ست اُپديش ۽ ويد آدي ست شاسترن جو وچار ۽ پرچار نٿا ڪن، ته اهي به جڳت ۾ اجايو بوجهه آهن ۽ جيڪي لکندا ۽ چوندا آهن ته اَوديا روُپي سنسار سان سر دردي ڇو ڪجي، اهڙي اُپديش ڪرڻ وارا پاڻ مٿيا جو روُپ ۽ پاپ جي وڌائڻ وارا پاپي آهن. شرير آدي دوارا جيڪو ڪم ڪجي ٿو، سو سڀ آتما جو ئي آهي ۽ انجي ڦل ڀوڳڻ واري به آتما ئي آهي. جيڪي جيو کي برهم ڪري چوندا آهن، سي اَوديا جي ننڊ ۾ ستل آهن، ڇاڪاڻ جو جيو الپ [ننڍو، محدوُد] ۽

**اپگم** [ توري جاڻ وارو ] ۽ برهم **سروويا پي** [هرهنڌ موجود] ۽ **سروگيه** [ جاڻي جاڻهار ] آهي ، **برهم نت** [ سدائين ] ، **شڌ** [ پوتر ] ، **بڌ** [ پورڻ گياني ] **مڪت سڀاءَ** [ سڀني بندنن کان آجو ] آهي ؛ ۽ جيو ڪڏهن آجو ته ڪڏهن ڦاٿل آهي. برهم سروويا پي ۽ سروگيه آهي ، تنهنڪري ڪيس ڪڏهن ڀرم ، اوديا پڪڙي نٿي سگهي ۽ جيو آتما ڪڏهن گياني ڪڏهن اگياني ٿيندو آهي. برهم جنم مرڻ جي دک ۾ ڪڏهن نٿو پوي ۽ جيو سان اهو دک لاڳو ٿئي آهي. تنهنڪري سندن هيءُ اپديش (متيا) ڪوڙو آهي.

**پرشن :-** سنياسي سڀني ڪرمن کان ڇٽل آهي ۽ ڪڏهن اگني ۽ ڌاتن کي ڪونه ڇهندو آهي. اها ڳالهه سچي آهي يا ڪوڙي؟ **اُتر :-** نه ( جڻن )

"सम्यक् नित्यमास्ते यस्मिन् यद्वा सम्यक् न्यस्यन्ति दु:खानि कर्माणि येन स संन्यास: स प्रशस्तो विद्यते यस्य स संन्यासी"

ارٿ :- جو برهمسته ارٿات پڳوان سان ڀھتل آهي ۽ جنهنجو اهو پوتر سڀاءُ آهي ، جنهن دوارا سڀ دشٽ ڪم ڇڏي ڏجن ، تنهنڪي سنياسي ڪوٺبو آهي يعني چڱا ڪم ڪندڙ ۽ دشٽ ڪمن جو ناس ڪندڙ سنياسي چوائيندو آهي.

**پرشن :-** پاڙهڻ ۽ اپديش جو ڪم گرهستي ڪندا رهندا آهن، پوءِ سنياسيءَ جو ڪهڙو پريوجن آهي ؟

**اُتر :-** ستيه اپديش سڀني آشرمن وارا ڏين ۽ ٻڌن ، پر جيتري فرصت ۽ ٻي نرپکشتا سنياسيءَ کي ٿيندي آهي، اوتري گرهستين کي نه هان ، جيڪي براهمڻ آهن ، تنجو اهوئي ڪم آهي ته پرش پرشن کي ۽ استرين استرين کي ستيه اپديش ڪن ۽ پاڙهين. جيترو گھمڻ جو وقت سنياسيءَ کي ملندو آهي ، اوترو گرهستي ، برهمڻ وغيره کي ڪونه ملي سگهندو آهي. (وري) جڏهن براهمڻ ويد ورڌ هلندا آهن، تڏهن کين سڌيئن واسطي لڳائڻ وارو سنياسي ٿيندو آهي. تنهنڪري سنياسيءَ جو هئڻ ضروري آهي.

**پرشن :-** 'एक रात्रि वसेद ग्रामे' هن وچن انوسار سنياسيءَ کي هڪ جاءِ تي رڳو هڪ رات رهڻو آهي ، وڌيڪ ترسڻ نه گهرجي.

**اُتر :-** هيءَ ڳالهه ڪي قدر ته ٺيڪ به آهي ڇو ته هڪ جاءِ تي رهڻ ڪري جڳت جو گهڻو اپڪار نه ٿي سگهندو آهي. انهيءَ جاءِ لاءِ موهه ۽ ايمان پيدا ٿيندو آهي ۽ موهه ممتا ۽ ير وروڌ به وڌندو آهي. پر جيڪڏهن هڪ جاءِ تي رهڻ ڪري گهڻي ڀلائي ٿئي ته پوءِ ڀلي رهجي ؛ جئن راجا جنڪ وٽ پنچشڪا آدي چار چار مهينا ۽ ٻيا سنياسي ڪيترن ورهين تائين اچي رهندا هئا. ۽ "هڪ جاءِ تي نه رهجي" اها ڳالهه اڄ ڪالهه جي پاکنڊي متوادين ٺاهي آهي ؛ ڇو ته [هو سمجهن ٿا ته] جيڪڏهن سنياسي هڪ جاءِ تي وڌيڪ رهندو ته اسانجي پاکنڊ جو کنڊن ٿيندو ۽ وڌيڪ اسري نه سگهندو.

## سنياسي پراپڪار لاءِ ڏن وٺي سگهي ٿو

यतीनां काञ्चनं दद्यात्ताम्बूलं ब्रह्मचारिणाम् । चौराणामभयं दद्यात्स नरो नरकं व्रजेत् ॥

ارٿ :- هن وچن جو ارٿ هيءُ آهي ته سنياسين کي جيڪو دان ڏئي ٿو، سو داتا نرڪ ۾ وڃي ٿو.

**اُتر:-** هيءَ ڳالهه به ورڻ آشرم جي وروڌ ٻن، مت وادين ۽ آپ سوارٿي پوراڻڪن جي ٺاهيل آهي. ڇو ته [هو ڄاڻن ٿا ته] جيڪڏهن سنياسين کي ڌن ملندو ته هو اسان جي آڏو ٻه نه رهندا ۽ جڏهن ڀڪشا وغيره وهنوار اسان جي هٿ هيٺ رهندو ته هو ٻڌجندا رهندا. جڏهن مورکن ۽ آپ سوارٿي لوڪن کي دان ڏيڻ چڱو سمجهيو وڃي ٿو ته ودوان ۽ پراپڪاري سنياسين کي دان ڏيڻ ۾ ڪو به دوش ٿي نٿو سگهي. ڏسو منو سمرتي اڌياءِ ١١ ۽ شلوڪ ٦.

**विविधानि च रत्नानि विविक्तेषूपपादयेत् ॥ मनु० अ० ११ । ६ ॥**

ارٿ:- ڀانت ڀانت جا رتن، سون وغيره ڌن اورڪت | يعني سنياسين کي ڏجي ۽ اهو [متيون] شلوڪ بي معني به آهي ڇو ته سنياسين کي سون ڏيڻ ڪري ڄڄمان نرڪ ۾ وڃي ته چاندي، موتي، هيرا وغيره ڏيڻ سان سرڳ ڏي ويندو؟

**پرشن:-** هيءُ پنڊت صاحب هنجي پاٺ پڙهڻ ۾ ڀلي ويو؛ هيءُ هن ريت آهي ته- يعني جو سنياسين کي هٿ ۾ ڌن ڏيندو آهي سو نرڪ ۾ ويندو آهي. **'यतिहस्तेधन दद्यात्'**

**اُتر:-** هيءُ وچن به ڪنهن مورک مَن گهڙيو ٺاهيو آهي؛ ڇو ته جيڪڏهن هٿ ۾ ڏيڻ سان داتا نرڪ ۾ وڃي ته پير تي رکڻ يا ڳڙ ٻڌي ڏيڻ سان سرڳ ڏي ويندو ڇا؟ انهيءَ ڪري اهڙو وچار مڃڻ جوڳو نه آهي. هان، اها ڳالهه ته برابر آهي ته جيڪڏهن سنياسي گهرج کان وڌيڪ رکندو ته چورن وغيره جي هٿان تڪليف ۾ ايندو ۽ ڌن جي موه ۾ به ڦاسي ويندو، پر جيڪو ودوان ٿيندو آهي سو اجوڳ وهنوار ڪڏهن نه ڪندو ۽ نه موه ۾ ڦاسندو، ڇو ته پهريائين گرهست آشرم ۾ يا برهمچريه ۾ سڀڪجهه ڀوڳي يا ڏسي چڪو آهي ۽ جيڪو برهمچريه آشرم مان سنياسي ٿيندو آهي، سو پورو ويراڳي هئڻ ڪري ڪڏهن به ڪٿي نٿو ڦاسي.

**شراڌ ۾ سنياسيءَ کي کارائڻ- پرشن:-** ماڻهو چوندا آهن ته جي شراڌ ۾ سنياسي اچي يا اُن کي کارائجي ته هنجا پتر ڀڄي ويندا ۽ نرڪ ۾ پوندا آهن.

**اُتر:-** پهريائين ته مئل پترن جو اچڻ ۽ کيل شراڌ مئل پترن کي پهچائڻ ناممڪن ۽ ويد جي ورد ۽ دليل جي ورد هئڻ ڪري ڪوڙو آهي. ۽ **وري** جڏهن اچن ئي نٿا ته ڀڄي ڪير ويندا؟ جڏهن جيو پنهنجي پاپ پُڃ مطابق ايشور جي نيم موجب مرڻ کانپوءِ ٻيو جنم وٺن ٿا، ته پوءِ **وري** انهنجو اچڻ ڪيئن ٿي سگهندو؟ انهيءَ ڪري هيءَ ڳالهه به سوارٿي پوراڻڪن ۽ ويراڳين جي ڪوڙي ٺاهيل آهي. هان هڪ ڳالهه ته ٺيڪ آهي ته جتي سنياسي ويندا، اتي هيءُ مرتڪ شراڌ وغيره جو پاکنڊ ويد **آدي** شاسترن جي ورد هئڻ ڪري ڀڄي ويندو.

**برهمچريه مان سنياس- پرشن:-** جيڪو برهمچريه مان سنياس وٺندو، تنهنکي اهو نڀاهڻ ڏکيو ٿيندو ۽ ڪام کي روڪڻ به بيحد مشڪل آهي. تنهنڪري گرهستي وانپرست ڌارڻ ڪرڻ کانپوءِ جڏهن ٻڍو ٿي وڃي، تڏهن سنياس وٺي ته چڱو آهي.

**اُتر:-** جيڪو نڀاهي نه سگهي يعني اندرين کي روڪي نه سگهي، سو برهمچريه مان سنياس نه وٺي؛ پر جيڪو روڪي سگهي سو ڇو نه وٺي؟ جنهن ماڻهوءَ وشيه جا دوش ۽ ويريه رکيا جا گڻ ڄاتا آهن؛ سو ڪڏهن به وشين ۾ نٿو ڦاسي. جنهن **ڪاڻي** وڌائي آگ کي، تنهن سندس ويريه وڌائي وچار کي، يعني اهو وچارن ۾ ئي خرچ ٿي ويندو آهي. جنهن حڪم جي

ستيءَ ڦڪيءَ جي ڪڙ ج روڳيءَ کي ٿيندي آهي ۽ چڱي ڀلي کي نہ؛ لئہ جنهن پرش يا استريءَ جو وديا ۽ ڌرم جي واڌاري ۽ ساري سنسار جي ڀلائيءَ جوئي پريوجن هجي؛ سو وواه نہ ڪري؛ جئن پنچ شکا وغيره پرش ۽ گارگي وغيره استريون ٿيون آهن. لهنڪري سنياس اُنهنکي ولڻ گهرجي، جي اَڌڪاري هجن. ۽ جو سنياس جي ڏانو جو نہ آهي، سو سنياس ونندو نہ پاڻ ٻڏندو ۽ ٻين کي بہ ٻوڙيندو. جئن چڪرورتي راجا "سمراٽ"[دنيا جو راجا] آهي، لئن سنياسي "پرِبرِاٽ" [سنسار جو سکيا ڏيندڙ] ٿيندو آهي. مگر راجا پنهنجي ديش ۽ سنبنڌين ۾ مان پائيندو آهي ۽ سنياسيءَ جو هر هنڌ آدر ستڪار ٿيندو آهي.

## چاڻڪيہ نيتي شاستر جو شلوڪ

विद्वत्वं च नृपत्वं च नैव तुल्यं कदाचन । स्वदेशे पूज्यते राजा विद्वान् सर्वत्र पूज्यते ॥

اَرٿ- ودوان ۽ راجا ڪڏهن بہ هڪجهڙا ٿي نٿا سگهن؛ ڇو نہ راجا پنهنجي راڄ ۾ ئي آدر ستڪار پائيندو آهي؛ پر ودوان هر هنڌ مان ۽ عزت لهندو آهي.

**سڀني آشرمن جو ڌرم**:- اِنهيءَ ڪري وديا پڙهڻ، چڱي سکيا وٺڻ ۽ ٻلوان وغيره ٿيڻ لاء **برهمچريہ**، پانت پالت جي اُتم وهنوارن جي پورائيءَ لاء **گرهست**، ويچار، ڌيان ۽ وگيان وڌائڻ خواه تپ ڪرڻ لاء **وانپرست** ۽ ويد وغيره ست شاسترن جي پرچار، ڌارمڪ وهنوار جي ڪرڻ؛ برن ڪمن جي ڇڏڻ، سچي اُپديش ۽ سڀني سنسن جي مٽائڻ لاء **سنياس آشرم** آهي. پر جيڪي [سنياسي] سنياس جو مکيہ ڪم سچو سچو اُپديش نہ ڪندا آهن، سي **پتت** ۽ نرڪ واسي ٿيندا آهن. انهيءَ ڪري سنياسيءَ کي گهرجي تہ ڪوشش ڪري سچو اُپديش ڪن، [لوڪن جون] شنڪائون مٽائين. ويد آدي ستيہ شاستر پاڙهين ۽ ويدڪ ڌرم جو واڌارو ۽ ساري سنسار جي اُنتيءَ جو ڪاريہ ڪن.

**پرشن**:- سنياسين کانسواء ٻيا ساڌو، بيراڳي، گوسائين، خاڪي وغيره جيڪي آهن، سي بہ سنياس آشرم ۾ ليکيا ويندا يا نہ؟

**اُتر**:- نہ. ڇاڪاڻ تہ منجهن سنياسين جو هڪڙو بہ لڇڻ ڪونهي. هو ويد جي ورڌ اُلٽي مارگ تي هلي، پنهنجي مت جي هلائڻ وارن جي وچنن کي ويد کان [وڌيڪ] مڃيندا ۽ پنهن جي ئي مت جي وڏائي ڪندا آهن. ۽ ڪوڙن جهڳڙن ۾ ڦاسي پنهنجي سوارٿ لاء ٻين کي پنهنجي پنهنجي مت ۾ ڦاسائيندا آهن. سڌارو ڪرڻ تہ پري رهيو پر اُنجي بدلي هو اُلٽو سنسار کي ڀلائي اڌوگتيءَ کي پهچائين ٿا ۽ پنهنجو سوارٿ سڌ ٿا ڪن. اُنهيءَ ڪري انهنکي سنياس آشرم ۾ نٿا ڳڻي سگهون، ڇو جو اُهي پڪا سوارٿي آهن. اُنهيءَ ڳالهہ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ جي پاڻ ڌرم تي هلي ساري سنسار کي هلائين ٿا، جنهنڪري پاڻ کي ۽ ساري سنسار کي هن لوڪ اَرٿات هاڻوڪي جنم ۾، پرلوڪ اَرٿات ٻئي جنم ۾، سرڳ اَرٿات آنند جو ڀوڳ ڪرائيندا آهن، اُهي ئي ڌرماتما لوڪ سنياسي ۽ مهاتما آهن. ٿوري ۾ هيءَ سنياس آشرم جي سکيا لکي ويئي. هن کان پوء راجا ۽ پرجا ڌرم جي وشيہ لکي ويندي.

شري مد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو پنجون سملاس سنياس آشرم جي سنبنڌ ۾ پورو ٿيو.

# پنجين سملاس تي ٽپڻيون

## هيءَ سملاس پڻ وانگيان پراچين شاسترن جي آڌار تي لکيل آهي

وانپرست آشرم ۽ سنياس آشرم سنسار مان لوپ ٿي ويا آهن، تنهنڪري يورپ ۾ سخت جنگ ۽ جدوجهد آهي. ايڪانت ۾ ويچار ڪرڻ ۽ شانتي استاپن ڪرڻ جا ساڌن اُتي موجود ڪونه آهن. ڀڳوان ڪري شل اولهه جا ودوان انهيءَ ڳالهه کي سمجهن.

ڀارت ۾ وانپرستي آهن ئي ڪونه. انهيءَ ڪري سکيا جو پراڻو اوائلي سندر چرخو بند ٿي ويو آهي ۽ اُپنشد ڪال جي رشين جهان انيوي پرڀا ۽ تُرش جوانن کي رستي ڀڏائڻ وارا گم ٿي ويا آهن. سنياسين بدران هزارين رولو ڀنو فقير ملن ٿا. رشي ديانند انهن لوڪن جي سڌارڻ لاءِ شاسترن جي پرمائن سان اها ڳالهه سِڌ ڪئي آهي ته "سنياسي" اُنکي نه چئبو آهي، جيڪو ڌرم ڪرم ڇڏي وهي؛ پر سنياسيءَ کي پڻ وانگيان ٻاڪ پڻ ڪان ٻه وڌيڪ ڪرم ڪرڻو آهي. سنياسي يعني اُهو جو رات ڏينهن سچ جو پرچار ۽ پراُپڪار ڪري.

هن سملاس تي ٻه اعتراض ڪيا ويندا آهن. پهريون ته سنياس جو وڏان ويد ۾ ڪٿي آهي؟ جيڪڏهن پاٺڪ سوامي جن جي سنسڪار وڌي ۽ رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا ڏسندا ته ڪين ڪيترائي پرمائڻ ڏسڻ ۾ ايندا. هڪ پرمائڻ آهي اٿرويد جي سترهين اڌياءِ جو ١٢ منتر.

ٻي شنڪا آهي منو مهاراج جي هڪ شلوڪ بابت. هن شلوڪ دوارا سوامي جن ڏيکاريو آهي ته سنياسين کي **اَنيڪ رتن** دان ڏيڻ گهرجن. ماڻهو چون ٿا ته اها ڳالهه ٺيڪ نه آهي ته سنياسين کي ڌن ڏجي، ڇو ته سنياسين کي ڌن جي ضرورت ئي ڪانه آهي ۽ سنياسيءَ جو ڌرم آهي تياڳ. جي ماڻهو ائين ٿا چون، تن پورو ويچار ڪيو ئي ڪونه آهي. ويچار ته ڪريو ته **مهاتما گانڌيءَ** کان وڌيڪ تياڳي هن صديءَ ۾ ڪير هوندو؟ هنڪان وڌيڪ سنياسي ڪهڙو هوندو؟ پر هنکي ڪيڏي نه ڌن جي لوڙ رهندي هئي؟ جيڪي ٻه ٻيلڪ جو ڪم لڳائي ٿي ڪن ٿا، تنکي آزمودو هوندو ته اُپڪار لاءِ، غريبن جي پالنا لاءِ کين هر وقت ڌن جي ضرورت رهي ٿي.

سناتني جيڪي هن ڳالهه تي اعتراض ڪندا آهن، سي ڀِمڀنڊي ڪرمن دوارا انهيءَ ڳالهه جي پنيرائي ڪن ٿا ۽ هو پاڻ سنياسين کي لکين روپيا دان ڪن ٿا. ٻي شنڪا اِها آهي ته اهو شلوڪ جيڪو سوامي جن ڏنو آهي، سو منوءَ ۾ آهي ئي ڪونه. اُن جو جواب اهو آهي ته برابر جنهن روپ ۾ سوامي جن شلوڪ ڏنو آهي، تنهن روپ ۾ هنوقت جي ڇپيل منو سمرتين ۾ ڪونه آهي، ليڪن ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ روپ ۾ هٿ جي لکيل منو سمرتيءَ ۾ سوامي جن اهو شلوڪ ڏٺو هجي. منوءَ جي جدا جدا پستڪن ۾ پاٺ ڀيد آهي ۽ هن شلوڪ جي پاٺ بابت بولر به ڪجهه شڪ ڏيکاريو آهي. وڌيڪ هن ڳالهه بابت پنڊت ليکرام جي لکيل "سانچ ڪو آنچ نهين" پڙهڻ گهرجي.

اِنتري هوندي به جيڪا "پڙهڻي" رشي ديانند ڏني آهي، سا اڄڪلهه جي ڇپيل پاٺ کان

گهٽو پري نه آهي ۽ ياد ڪري ۾ لـي لـکندي اهڙيون ڀلون ٿين به پيئون. هن ڳالهه کي ڏيکارڻ لاءِ ٻئي پاٺ هيٺ ڏجن ٿا:-

**سوامي جن جو پاٺ:-**

ووڌاني ڇه رتناني، وو ڪتيشو پر پاد يبت. [ صاف ڏنل ٽڪر ]
ويد وتسو وپريشو، پرتيه سو رڳم سمشنتي. [اهو ٽڪر جو سوامي ۾ نه ڏنو آهي ]

**اڄڪلهه جي ڇپيل سمرتيءَ جي پڙهڻي:-**

" ڏناني تو يتا شڪتي، وپريشو پرپاد يبت؛ ويد وتسو وو ڪتيشو پريتيه سو رڳم سمشنتي" مکيه ٽي فرق آهن- "ڏ ناني ۾" جي جاءِ تي آهي "رتناني"، "وپريشو ۾" جي جاءِ تي "ووڪتيشو" ۽ "وو ڪتيشو" جي جاءِ تي "وپريشو". انهيءَ پاٺ ڀيد هوندي به ارٿ ۾ ڪو فرق ڪونه آهي. تاٽپريه اهو آهي ته جيڪو ويد جي ودوان ۽ [سنسار کان] الڳ ٿلڳ رهندڙ برهمڻ کي دان ڏيندو، سو سورڳ ڏي ويندو. سنسار کان الڳ ٿلڳ رهندڙ برهمڻ سنياسي ئي آهي.

ڪيترا سماتني ارٿ جو ڀيد ڏيکاريندا آهن ته ڇي ڪلوڪ ۾ "ووڪت" جو ارٿ ڪيو آهي- "اِستري ۽ ٻچن ۾ قائل براهمڻ ۽ نه سنياسي." پر ڪلوڪ جيڪو ارٿ ڪيو آهي، تنهن لاءِ ڪو به هيتو ۽ پرماڻ موجود ڪونه آهي. شبد ڪلپ درم، امرڪوش، اپٽي جو سنسڪرت انگريزي ڪوش، وئيد ڪوش، مدني ڪوش سڀ رشي دياننڊ جي ڀاو جي پشٽي ڪن ٿا. هن ڳالهه بابت منهنجي مترمهراج پرسرام ڀاردواج مونکي سنسڪرت ۾ هڪ نوٽ لکي ڏنو آهي ۽ اُنهيءَ نوٽ جو سنڌي ترجمو مهراج صاحب هٿان ۾ رايت ڪيو آهي:-

ڏالوءِ جو ارٿ پاڻنيءَ جي سڌانت موجب पृथग् भाव يعني جدا ٿيڻ آهي ۽ वि اُپسرگ ساڻ به ساڳيو ارٿ ٺڪرندو آهي. لفظ विविक्त جو اسم مفعول ساڳي فعل جو آهي. تنهنجو ارٿ به ساڳيو ايڪانت واسي ۽ پوتر ٿيندو. تنهنڪري ڪلوڪ ۾ جو ارٿ "استري ٻچن ۾ قائل" پورو نه آهي. شريمد ڀڳوت گيتا جي ١٣ ادياءَ جي ١٠ شلوڪ ۾ ۽ ماگهه ڪاويه جي ١١ سرڳ جي ١٧ شلوڪ ۾ امر ڪوش ۾ پڻ ساڳيو اَرٿ [ ايڪانت نواسي ۽ پوتر ] ڏنل آهي.

شلوڪ جو منڍ ۽ پڇاڙي ڏسبي ته سوامي جن جي وچار جو وروڌ ڪونه ڏسڻ ۾ ايندو. يعني ته سوامي جن جو وچار پڪو ۽ پرماڻن تي ٻڌل آهي.

نوٽ:- سوامي جن سنياس جو ادڪار برهمڻ کي ڏنو آهي، سو انهيءَ ڪري ته سنياس ڌرم ڪٺن آهي؛ وڏو تياڳ ۽ ودّيا گهرجي، جي ٻئي وستو برهمڻ وٽ ئي ٿي سگهن ٿيون.

[ ٽاراچند گاجرا ]



# ओ३म्

## ڇهون سملاس

# راڄ ڌرم يعني ديش پربنڌ (جوڙجڪ) جو ورڻن

### راجا ڪهڙو هئڻ گهرجي؟

राजधर्मान् प्रवक्ष्यामि यथावृतो भवेन्नृप:। संभवश्च यथा तस्य सिद्धिश्च परमा यथा ।। १ ।।
ब्राह्मं प्राप्तेन संस्कारं क्षत्रियेण यथाविधि। सर्वस्यास्य यथान्यायं कर्तव्यं परिरक्षणम् ।। २ ।।
मनु० ७ । १ । २ ।।

(١) منو مهاراج جن * رشين کي چيو ته جيئن چئني ورڻن ۽ چئني آشرمن جي وهنوار ورڻن کانپوءِ **راڄ ڌرم** جو ڪٿن ڪندا سين، ته راجا ڪهڙي پرڪار جو هئڻ گهرجي ۽ جنهن رستي اهڙو راجا ٿيڻ ممڪن آهي ۽ جنهن ڍنگ سان، اُن راجا کي پرم سڌي [ موکش يا مڪتي ] پراپت ٿئي، تنهن جو چڱيءَ طرح بيان ڪندا سين.

(٢) ڪشتريءَ کي گهرجي ته جيئن پرم ودوان براهمڻ ٿيندو آهي، تيئن ودوان ۽ سندر سکيا سان سينگاريل ٿئي، سچي راڄ جي نياءَ دوارا پوري پوري رکشا ڪري، اُنجو رستو هيءُ آهي:-

### ٽي مکيه سڀائون-

त्रीणि राजाना विदथे पुरूणि परि विश्वानि भूषथ: सदांसि ।। ( ऋ० मं० ३ । सू० ३८ । मं० ६ )

(٣) ايشور اُپديش ٿو ڪري ته راجا ۽ پرجا جا ماڻهو گڏجي سک جي پراپتيءَ ۽ وگيان جي واڌاري ڪندڙن، راجا پرجا جي هڪ ٻئي سان لاڳاپي رکندڙ وهنوارن لاءِ ٽي سڀائون يعني **وديا** آريہ سڀا، **ڌرم** آريہ سڀا ۽ **راڄ** آريہ سڀا ٺاهي. ڀانت ڀانت جي نموني سڀني پرجا سنبنڌي ماڻهن ۽ ٻين O پراڻين کي هر پرڪار سان وديا، سوتنترتا [ آزادي ] ڌرم، چڱي

---

* رشي جيڪي ڀڳوان منوءَ وٽ اُپديش وٺڻ آيا هئا.

O منش ڪانسواءِ ٻين پراڻين کي به سکيا ڏجي ۽ ڏئي سگهبي آهي. جيئن گهوڙن، ڍڳن، ٻاندرن ۽ ڪبوترن کي. سندن آزادي اِنهيءَ ۾ آهي ته ڪائين حد کان وڌيڪ ڪم نه وٺجي. ڌرم اَڌرم جو لاڳاپو اِنهيءَ مان پڌرو آهي ته ڪي گهوڙا رستي وٺندڙن سان به وڙهندا آهن. ڏن جو مطلب آهي، اُهو خرچ جو پراڻين کي سکي رکي. ڪيترا پاپي جانورن کي پورو کاڄ، رهڻ جي جاءِ وغيره ڪونه ڏين. يورپ ۽ آمريڪا ۾ جدا جدا جانورن جي سنڀال ۽ سکيا لاءِ برابر سڀائون آهن، ايتري قدر جو سرپ وديا لاءِ به خاص سڀا آهي. هتي به پراڻي زماني ۾ جنگم وغيره اِنهيءَ ڪم لاءِ مقرر ٿيل هئا. هاڻي به ڪي نشان رهيل آهن. راڻي وڪ[illegible] بي رحميءَ بابت سوسائٽي ۽ قانون ٺاهيا هئا.

سکيا ۽ ڏن وغيره سان سينگاريل.

तं सभा च समितिश्च सेना च ॥ १ ॥ अथर्व कां० १५ । अनु० २ व० ६ । मं २ ॥
सभ्य सभां मे पाहि ये च सभ्याः सभासदः ॥ २ ॥ अथर्व कां० १९ । अनु० ७ व० ५५ । मं० ६ ॥

**راجا ۽ پرجا هڪ ٻئي جي اڌين رهن-** ارٿ:- (۱) انهيءَ راڄ ڌرم جي ٽنهي سڀائون جنگي سڀا ۽ لشڪر مٿي پوئواري ڪن.

(۲) سڀاسدن ۾ راجا لاءِ ضروري آهي ته راجا هر هڪ سڀاسد کي آگيا ڪري ته هي سڀا جا لائق سڀاسد! تون منهنجي سڀا جي ڌرم پٽاندر فيصلي تي هل ۽ جي سڀا جا لائق سڀاسد آهن، سي به سڀا جي فيصلن جي پوئواري ڪندا رهن. هنجو مطلب هيءُ آهي ته رڳو هڪ کي سوتنتر راڄ جو اڌڪار نه ڏيڻ گهرجي، پر راجا جو [ سچ ڪري پڇو ته سڀا جو ] سڀاپتي آهي، تنهنجي اڌين سڀا ۽ سڀا جي اڌين راجا؛ راجا ۽ سڀا پرجا جي اڌين ۽ پرجا راڄ سڀا جي هيٺ هيٺ رهن. جي ائين نه ڪبو ته [ هيٺ ڏيکاريل نتيجو نڪرندو ]-

**سوتنتر راجا پرجا جو ناس ڪندو-**

राष्ट्रमेव विश्याहन्ति तस्माद्राष्ट्री विशं घातकः । विशमेव राष्ट्रायाद्यां करोति तस्माद्राष्ट्री विशमत्ति न पुष्टं पशुं मन्यत इति । शत० कां० १३ । प्र० २ । ब्रा० ३ । ( क० ७ । ८ )

(۴) جيڪڏهن راڄ ڪندڙ ماڻهو پرجا کان سوتنتر پنهنجي روءِ سوءِ هلندا ته هو راڄ جي اندر دخل ڪري پرجا کي ناس ڪندا رهندا. ڇاڪاڻ جو اڪيلو راجا سوتنترتا جي گهمنڊ ۾ پرجي پرجا جو ناس ڪندڙ ٿيندو آهي، يعني اهو راجا پرجا کي کائيندو ويندو آهي. مطلب ته ڪين ڏاڍو دکي ڪندو آهي. تنهن ڪري ڪنهن به هڪ ماڻهوءَ کي راڄ ۾ آزاد ڇڏڻ نه گهرجي. جهڙيءَ طرح شينهن يا گوشت خور جانور ٿلهي متاري جانور کي ماري کائي ڇڏيندو آهي، تئن سوتنتر راجا به پرجا کي **ناس** ڪندو آهي، يعني ڪنهن کي به پاڻ کان وڌڻ نه ڏيندو آهي ۽ ڌنوانن کي ڦري لٽي انياءَ سان ڪاٽڻ ڏنڊ وٺي، پنهنجو مطلب سڌ ڪندو. تنهنڪري-

**راجا جا گڻ-**

इन्द्रो जयाति न परा जयाता अधिराजो राजसु राजयातै । चर्कृत्य ईड्यो वन्द्यश्चोपसद्यो नमस्यो भवेह ॥
अथर्व कां० ६ । अनु० १० । व० ९८ । मं १ ॥

(۵) ويد اپديش ٿو ڪري ته هي منشو! جيڪو منش جاتيءَ ۾ وڏيءَ شڪتيءَ ۽ ڌڻپي ۽ سک پيدا ڪندڙ هجي، شترن کي جيتي سگهي ۽ پاڻ اجيت هجي، راجائن ۾ سڀني کان مٿي، ٻلوان ۽ تيج وارو هجي ۽ سڀاپتي ٿيڻ جي بلڪل لائق هجي، جنهنجو گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ ساراهه جوڳو ۽ ستڪار ڪرڻ جهڙو ۽ جنهنجي وسجهه وچڻ ۽ شرڻ ۾ پوڻ جڳائي ۽ جنهنجي اڳيان سڀ نمسڪار ڪرڻ لاءِ تيار هجن، تنهنکي اوهين سڀاپتي يا راجا بڻايو.

**ڪنهنکي راجا بڻائجي؟**

इमंदेवा असपत्नꣳ सुवध्व महते क्षत्राय महते ज्यैष्ठचाय महते जानराज्यायेन्द्रस्येन्द्रियाय ॥
यजु० अ० ९ । मं० ४० ॥

(٦) هي ودوانو ! راڄا پرڄا جا لوڪو ! توهان سڀ وڏي چڪرورتي راڄ لاءِ وڏي ۾ وڏيءَ اُنتيءَ لاءِ ۽ مهان ودوانن سان پرپور راڄ ڳاهڻ لاءِ، سک سمپتيءَ ۽ ڌن ڌان سان پرپورڻ راڄ جي پالڻ لاءِ ڪراءِ تي، بلڪل نرڀڪش، ودوان، نمرتا سان پرپور سيني جي پياري متر کي سيناپتي راڄا ۽ راڄائن جو راڄا سوڪار ڪري، ساري سنسار مان دشمن کي ٽڙي ڪيو.

## ڌرماتما راڄا

स्थिरा वः सन्त्वायुधा परागुदे वीकूउत प्रतिष्कभे । युस्माकमस्तु तविषी पनीयसी मा मर्त्यस्य मायिनः ।।
ऋ० मं० १ । सू० ३९ । मं० २ ।।

(٧) ايشور اُپديش ٿو ڪري ته هي راڄ هلائيندڙو ! او هان جا **اگنيم** [ باهه وسائيندڙ] استر ۽ **شت گهني** ارٿات توب پشنڊي يعني بندوق، ڌنش باڻ يا تير ڪمان ۽ تلوار وغيره شستر وڙين کي جيتڻ ۽ روڪڻ لاءِ ساراهه جوڳا ۽ پڪا ٿين ۽ توهانجي سينا واکاڻ جوڳي هجي، جنهن ڪري اوهان سدائين سوڀارا رهو. پر جنهن ڪو نندا جوڳو ڪنياءُ جو ڪم ڪندو هجي، تنهنکي [شال] مٿي چيل پدارٿ [ شستر استر وغيره ] نه ملن.

يعني جيسين منش ڌرماتما رهندا آهن، تيسين راڄ وڌندو آهي، ۽ جڏهن پاپي ٿيندا آهن، تڏهن راڄ ناس ٿي ويندو آهي.

(٨) مها ودوانن کي **وديا سڀا** جو اڌڪاري [ ممبر ] ڌرماتما ودوانن کي **ڌرم سڀا** جو اڌڪاري ۽ ساراهه جوڳي ڌرماتما پرشن کي **راڄ سڀا** جو سڀاسد ۽ اُنهن سڀني مان جيڪو سڀ کان اُتم گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ وارو مها پرش هجي، انهيءَ کي **راڄ سڀا** جو مالڪ سمجهي، سڀ پرڪار اُنتي ڪجي. ٽنهي سڀائن جي راءِ سان راڄ نيتيءَ جا اُتم نيم [ قاعدا] ۽ نيمن جي آڌين سڀ لوڪ هلن، سڀ جي ڀلي وارن ڪمن ۾ ڪراءِ ٿين ۽ سڀني جي ڀلائيءَ ۾ پراڌين ( ٻين جي آڌين ) ۽ ٻين ڌرمي ڪمن ۾ ارٿات پنهنجي نج ( ذاتي ) ڪمن ۾ سوتنتر رهن. وري انهيءَ * سيناپتيءَ جا ڪهڙا گڻ هئڻ گهرجن :-

## سيناپتيءَ جا گڻ

इंद्राऽनिलयमार्काणामग्नेश्च वरुणस्य च । चन्द्रवित्तेशयोश्चैव मात्रा निर्हृत्य शाश्वतीः ।। १ ।।
तपत्यादित्यवच्चैष चक्षूंषि च मनांसि च । नचैनं भुवि शक्नोति कश्चिदप्यभिवीक्षितुम् ।। २ ।।
सोऽग्निर्भवति वायुश्च सोऽर्कः सोमः स धर्मराट् । स कुबेरः स वरुणः स महेन्द्रः प्रभावतः ।। ३ ।।
मनु० ७ । ४ । ६ । ७ ।।

ارٿ (٦) ا- اهو سيناپتي راڄا اندر، ارٿات بجليءَ وانگيان ترت تيج ڏيکارڻ وارو، وايو ارٿات هوا وانگر سڀني کي پراڻن جهڙو پيارو ۽ اندر جي ڳالهه ڄاڻڻ وارو، يم ارٿات طرفداريءَ کان پري، نياءَ ڏيش (جج) سمان ورتڻ وارو، سورج ارٿات سچ سمان نياءَ، ڌرم ۽ وديا جو پرڪاش ڪندڙ، اندڪار ارٿات اوديا ۽ انياءَ جي روڪڻ وارو، اگني ارٿات باهه سمان دشمن کي ڀسم ڪرڻ وارو، ورڻ ارٿات ٻڌڻ واري [ جهلر] وانگيان دشمن کي

* سيناپتي ارٿات پردان يا پرتينڌت يا راڄا.

انيڪ نمونن سان سوکهو ڪرڻ وارو، چندر يعني چنڊ وانگر سريشٽ پرشن کي آنند ڏيڻ وارو، ڏنا ڏيکش، ارٿات ڏنوان ڏن جي ڀنڊاريءَ سمان ڀنڊارا ڀرڻ وارو سڀاپتي ٿئي.

٢- جيڪو سورج سمان تيجوان، سڀني جي ٻاهر ۽ اندر، من کي پنهنجي پرڪاش سان پرڪاشوان ڪرڻ وارو ۽ جنهن کي سنسار ۾ ڪنهن کي ٻه ڪرڙي اک سان ڏسڻ جي طاقت (حوصلو) نه ٿئي.

٣- جو پنهنجي پرڀاءَ سان اگني، وايوءَ، سورج ۽ چندرما [سمان] ڌرم ڦهلائيندڙ، ڌن جو واڌارو ڪندڙ، دشٽن کي جيل ۾ وجهندڙ يا ڏنڊ ڏيندڙ وڏي ديدبي وارو هجي، سوئي سڀا جو سڀاپتي يا سڀا جو سرمور ٿيڻ جوڳو آهي. سچو پچو راجا ڪير آهي؟

## سچو پچو راجا ڏنڊ ارٿات قاعدو آهي-

स राजा पुरुषो दण्डः स नेता शासिता च सः। चतुर्णामाश्रमाणां च धर्मस्य प्रतिभूः स्मृतः ॥ १ ॥
दण्डः शास्ति प्रजाः सर्वा दण्ड एवाभिरक्षति। दण्डः सुप्तेषु जागर्त्ति दण्डं धर्मं विदुर्बुधाः ॥ २ ॥
समीक्ष्य स धृतः सम्यक् सर्वा रञ्जयति प्रजाः। असमीक्ष्य प्रणीतस्तु विनाशयति सर्वतः ॥ ३ ॥
दुष्येयुः सर्ववर्णाश्च भिद्येरन्सर्व सेतवः। सर्वलोक प्रकोपश्च भवेद्दण्डस्य विभ्रमात् ॥ ४ ॥
यत्र श्यामो लोहिताक्षो दण्डश्चरति पापहा। प्रजास्तत्र न मुह्यन्ति नेता चेत्साधु पश्यति ॥ ५ ॥
तस्याहुः संप्रणेतारं राजानं सत्यवादिनम्। समीक्ष्य कारिणं प्राज्ञं धर्मकामार्थकोविदम् ॥ ६ ॥
तं राजा प्रणयन्सम्यक् त्रिवर्गेणाभिवर्द्धते। कामात्मा विषमः क्षुद्रो दण्डेनैव निहन्यते ॥ ७ ॥
दण्डो हि सुमहत्तेजो दुर्धरश्चाकृतात्मभिः। धर्माद्विचलितं हन्ति नृपमेव सबान्धवम् ॥ ८ ॥
सोऽसहायेन मूढेन लुब्धेनाकृतबुद्धिना। न शक्यो न्यायतो नेतुं सक्तेन विषयेषु च ॥ ९ ॥
शुचिना सत्यसन्धेन यथाशास्त्रानुसारिणा। प्रणेतुं शक्यते दण्डः सुसहायेन धीमता ॥ १० ॥

मनु० ( ७ ॥ १७-१९ । २४-२८ । ३० । ३१ )

١- جو ڏنڊ ارٿات نيم [قاعدو] آهي، سوئي پرش، راجا، نياءَ جو پرچار ڪندڙ ۽ سڀني تي راج ڪندڙ، اهوئي چئني ورڻن ۽ چئن آشرمن جي ڌرم جو ضامن آهي.

٢- اهوئي پرجا تي راج هلائيندڙ، پرجا جي رکشا ڪندڙ، سمهيل پرجا جي ماڻهن ۾ جاڳندو رهندو آهي، تنهن ڪري ٻڌيوان لوڪ ڏنڊ کي ئي ڌرم ڪري ڪوٺيندا آهن.

٣- جيڪڏهن ڏنڊ کي چڱيءَ ريت سوچي سمجهي ڌارڻ ڪجي ته هو سموري پرجا کي آنند سان ڀري ڇڏيندو ۽ جي بنا وچار هلائبو، ته سڀ ڪنهن طرح سان راجا جو ناس ڪري ڇڏيندو.

٤- ڏنڊ بنا سڀ ورڻ دوشي ۽ سڀ جي مريادا ڇڙ ٽي ويندي؛ جي ڏنڊ ٺيڪ نه هلي ته سڀني لوڪن ۾ جوش ڦهلجي وڃي.

٥- جتي ڪاري رنگ، ڳاڙهين اکين واري ڀوائتي ماڻهوءَ سمان پاپن کي ناس ڪندڙ ڏنڊ چالو آهي، اتي پرجا اکيان ۾ نه ڦاسندي آهي پر آنند ۾ رهندي آهي، پر اهو تڏهن، جڏهن ڏنڊ کي هلائڻ وارو نرپکش ۽ ودوان هجي.

٦- ودوان لوڪ اُنهيءَ کي ئي (ڏنڊ) قاعدي جو هلائيندڙ ڪري ڪوٺيندا آهن. جيڪو سنيواڌي، وچاروان، ٻڌيمان، ڌرم، ارٿ ۽ ڪام جي پراپت ڪرڻ ۾ چتر راجا هوندو آهي.

٧- جيڪو راجا ڏنڊ کي چڱيءَ طرح هلائي ٿو، سو ڌرم، ارٿ، ڪام جي پراپتيءَ کي وڌائيندو آهي ۽ جيڪو وشيه واسنا ۾ ڦاٿل، ڏنگو هلندڙ، ايرکا ۾ پريل، ٿوري ۽ نيچ ٻڌيءَ وارو، انياءَ ڪندڙ راجا ٿيندو آهي، سو پاڻ ڏنڊ راجا کي ناس ڪري ڇڏيندو آهي.

٨- ڇاڪاڻ ته ڏنڊ وڏي تيج وارو آهي، تنهنڪري اودوان، اڌرماتما آدمي ان کي هلائي ئي ڪو نه سگهندا آهن. [انهيءَ ڪري] اهو ڏنڊ ڌرم کان ڪريل راجا کي ڪٽنب سوڌو ناس ڪري ڇڏيندو آهي.

٩- ڇاڪاڻ ته جيڪو [آپت پرش] وديا ۽ چڱي سکيا کان رهت آهي ۽ پورڻ ودوانن جو سهائڪ نه آهي، وشيه واسنا ۾ ڦاٿل ۽ مجهيل آهي، سو ڏنڊ کي نياءَ انوسار ڪڏهين به هلائي نه سگهندو.

١٠- جيڪو پوتر آتما، سچ تي هلندڙ پرشن جو سنگي نيڪ نيتي شاسترن جي انوسار هلڻ وارو ۽ سريشٽ پرشن جي سهائتا ڪرڻ وارو ٻڌيمان آدمي آهي، اهوئي نياءَ روپي ڏنڊ کي هلائڻ جي سمرٿي رکي ٿو. تنهنڪري:-

सैनापत्यं च राज्यं च दण्डनेतृत्वमेव च। सर्वलोकाधिपत्यं च वेदशास्त्रविदर्हति ॥ १ ॥
दशावरा वा परिषद्यं धर्मं परिकल्पयेत्। त्र्यवरा वापि वृत्तस्था तं धर्मं न विचालयेत् ॥ २ ॥
त्रैविद्यो हैतुकस्तर्की नैरुक्तो धर्मपाठकः। त्रयश्चाश्रमिणः पूर्वे परिषत्स्याद्दशावरा ॥ ३ ॥
ऋग्वेदविद्यजुर्विच्च सामवेदविदेव च। त्र्यवरा परिषज्ज्ञेया धर्मसंशयनिर्णये ॥ ४ ॥
एकोपि वेदविद्धर्मं यं व्यवस्येद् द्विजोत्तमः। स विज्ञेयः परो धर्मो नाज्ञानामुदितोऽयुतैः ॥ ५ ॥
अव्रतानाममन्त्राणां जातिमात्रोपजीविनाम्। सहस्रशः समेतानां परिषत्त्वं न विद्यते ॥ ६ ॥
यं वदन्ति तमोभूता मूर्खा धर्ममतद्विदः। तत्पापं शतधा भूत्वा तद्वक्तॄननुगच्छति ॥ ७ ॥
मनु० [ १२ । १००, ११०-११५ ]

(١١) **چار وڏا اڌڪاري (عملدار)**:- ١. سڄيءَ سينا ۽ سيني سيناپتين کي هلائڻ جو اڌڪار. راج مکيه اڌڪار [اندروني جوڙجڪ جو ڪم] ٣. ڏنڊ ڏيڻ جي جوڙجڪ جو اتوا نياياڌيش جي پدوي. ٤. سڀني جي مٿان هلندڙ راج [ارٿات خود راجا] اهي چار مکيه اڌڪار آهن. انهن چئني پدوين تي اهڙا ماڻهو رکڻ گهرجن، جي ويد شاسترن جا ڄاڻندڙ، پورڻ ودوان، ڌرماتما، پاڻ جيتيندڙ ۽ سشيل هجڻ گهرجن ارٿات سيني ۾ **وڏو سيناپتي** (ڪمانڊر ان چيف)، مکيه **راج منتري**، مکيه **نياياڌيش** [جج] ۽ سڀا جو **پرڌان** ارٿات راجا، اهي چارئي سيني ودياڻن ۾ نپڻ هجڻ گهرجن.

(١٢) **گهٽ ۾ گهٽ قاعدو ٺهرائيندڙ مجلس**:- ٣. گهٽ ۾ گهٽ ڏهن ودوانن اتوا ٽن گهٽ، ته ٽن ودوانن جي **سڀا** جيڪا مرياڌا مقرر ڪري، تنهن ڌرم يا مرياڌا کي ڪوئي به نه اورانگهي.

٣. انهيءَ سڀا ۾ چئني ويدن، نياءِ شاستر، نرڪت [ ويدن جي ڊڪشنري ] ڌرم شاستر وغيرهه جا ڄاڻندڙ ودوان، سڀاسد هجن. پر جڏهن اُهي برهمچاري، گرهستي، وانپرستي هجن. تڏهن اها سڀا ٺيڪ گهرجي، جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ودوان هجن. ٤. ۽ جنهن سڀا ۾ رگويد، يجرويد ۽ سام ويد جا ڄاڻندڙ، ٽي سڀاسد ٿي ڪا مريادا ٺاهين، ته اُهيءَ سڀا جي ٺهيل مريادا کي به ڪو ڪو نه اورانگهي. ٥. جيڪڏهن هڪڙو اڪيلو سڀني ويدن کي ڄاڻندڙ، دوجن ۾ اُتم سنياسي جيڪا ڌرم جي مريادا نشچئه ڪري اُهوئي اُتم ڌرم آهي، ڇاڪاڻ ته هزارين، لکين، ڪروڙين اگيانين گڏجي جيڪا مريادا [ قاعدو ] ٺاهين، تنهن کي ڪڏهن به مڃڻ نه گهرجي. ٦. جيڪي برهمچريه، ستيه ڀاشڻ وغيرهه نيم کان دور، ويد وديا ۽ وچار کان پري ۽ جنم کان وٺي * شودرن وانگر هلت چلت وارا آهن، اهڙن هزارين ماڻهن جي ميڙ کي به سڀا نٿو ڪوٺي سگهجي.

(١٣) ٧. وديا رهت مورک، ويدن کي نه ڄاڻندڙ منشيه جنهن کي ڌرم ٺهرائين، سو ڪڏهن به نه مڃڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته جيڪي مورکن جي ٻڌايل ڌرم تي هلندا آهن، اُنهن جي پٺيان سوين پرڪارن جا پاپ لڳندا آهن.

انهيءَ ڪري ٽنهي سڀائن يعني وديا سڀا، ڌرم سڀا ۽ راج سڀا ۾ مورکن کي شامل ڪرڻ نه گهرجي ۽ پر سدائين ودوانن ۽ ڌرمي پرشن کي شامل ڪرڻ گهرجي، جي [ منو مهاراج جي هيٺ ڏنل گڻن انوسار هجن ]

त्रैविद्येभ्यस्त्रयीं विद्यां दण्डनीतिं च शाश्वतीम् । आन्वीक्षिकीं चात्मविद्यां वार्त्तारम्भांश्च लोकतः ॥ १ ॥
इन्द्रियाणां जये योगं समातिष्ठेद्दिवानिशम् । जितेन्द्रियो हि शक्नोति वशे स्थापयितुं प्रजाः ॥ २ ॥
दश कामसमुत्थानि तथाष्टौ क्रोधजानि च । व्यसनानि दुरन्तानि प्रयत्नेन विवर्जयेत् ॥ ३ ॥
कामजेषु प्रसक्तो हि व्यसनेषु महीपतिः । वियुज्यतेऽर्थधर्माभ्यां क्रोधजेष्वात्मनैव तु ॥ ४ ॥
मृगयाक्षो दिवास्वप्नः परिवादः स्त्रियो मदः । तौर्यत्रिकं वृथाट्या च कामजो दशको गणः ॥ ५ ॥
पैशुन्यं साहसं द्रोह ईर्ष्यासूयार्थदूषणम् । वाग्दण्डजं च पारुष्यं क्रोधजोऽपि गणोऽष्टकः ॥ ६ ॥
द्वयोरप्येतयोर्मूलं यं सर्वे कवयो विदुः । तं यत्नेन जयेल्लोभं तज्जावेतावुभौ गणौ ॥ ७ ॥
पानमक्षाः स्त्रियश्चैव मृगया च यथाक्रमम् । एतत्कष्टतमं विद्याच्चतुष्कं कामजे गणे ॥ ८ ॥
दण्डस्य पातनं चैव वाक्पारुष्यार्थदूषणे । क्रोधजेऽपि गणे विद्यात्कष्टमेतत्त्रिकं सदा ॥ ९ ॥
सप्तकस्यास्य वर्गस्य सर्वत्रैवानुषङ्गिणः । पूर्वं पूर्वं गुरुतरं विद्याद्व्यसनमात्मवान् ॥१०॥
व्यसनस्य च मृत्योश्च व्यसनं कष्टमुच्यते । व्यसन्यधोऽधो व्रजति स्वर्यात्यव्यसनी मृतः ॥११॥
मनु० [ ७ ॥ ४३-५३ ]

(١٤) **راجا ۽ سڀاسدن جي مقرري:-** ١. اهي لوڪ راجا ۽ راج سڀا جا سڀاسد تڏهن ٿي سگهن ٿا، جڏهن اهي چئني ويدن جي ڪرم، اُپاسنا ۽ گيان جي ڄاڻندڙن کان ٽي وديائون ارٿات (١) **سناتن ڏنڊ نيتي** [ پراڻي قاعدي قانون جو گيان ]، (٢) **نياءِ وديا** [ ترڪ

* شودر ارٿات جو نربڌي ۽ وگيانڪ ڳالهيون ٻڌي سمجهي نه سگهي، سو ئي شودر. (مترجم)

شاستر يا دليلبازي) ۽ (٣) **آتمڪ وديا** [علم روحاني] ارٿات پرماتما جي گڻ، ڪرم، سڀاءُ ۽ روپ کي ٺيڪ ٺيڪ ٻڌائيندڙ برهم وديا ۽ ماڻهن سان وارتالاپ (ڳالهائڻ ٻولهائڻ) جو ڍنگ سکي سڀاسد اٿوا سڀاپتي ٿيڻ جي لائق بڻجڻ.

(١٥) ٢. سڀ سڀاسد ۽ سڀاپتي اندرين کي جيتي، پنهنجي وس ۾ رکن، سدائين ڌرم ۾ لڳل هجن ۽ اڌرم کان پري رهن. انهيءَ لاءِ رات ڏينهن مقرر ٽيل سمي تي يوگ ابياس به ڪندا رهن. ڇاڪاڻ ته جيڪو پنهنجي اندرين (ارٿات من پراڻ ۽ شرير روپي پرجا آهي، تنهن) کي جيتي نٿو سگهي، سو ٻاهر جي پرجا کي ڪڏهين به پنهنجي وس ۾ رکي نه سگهندو.

(١٦) **ڪام ڪروڌ مان اُٿڻ ٿيندڙ برائين جو تياڳ:-** ٣. درڍ وشواسي ٿي، ڪام مان پيدا ٿيندڙ ڏهن ۽ ڪروڌ مان پيدا ٿيندڙ اٺن وڪارن (برائين)، جن ۾ قاتل آدمي ڦاسي پوي ٿو، سي ڄاڻي انهن کي سڃاڻي ڀلي ڀت ٽاري ڇڏي. ڇاڪاڻ ته جيڪو انهن ۾ ڦاسي ٿو، سو ڪوشش ڪري پاڻ ڇڏي ۽ انهن کان ڇڏائي. ٤. ڇاڪاڻ ته جيڪو راجا ڪام مان پيدا ٿيل ڏهن ڪُن ڪرتوتن ۾ ڦاسندو آهي، اهو ارٿ يعني راڄ ۽ ڌن ۽ ڌرم کان نراس ٿي ويندو آهي ۽ جيڪو ڪروڌ مان اُٿڻ ٿيل اٺن ڪُن برائين ۾ ڦاسندو آهي، سو نه پنهنجو شرير به وڃائي ويهندو.

٥. هاڻي **ڪام** مان پيدا ٿيل برائين جو شمار ڪجي ٿو: (١) شڪار ڪرڻ. (٢) چوپڙ وغيره جوا کيڏڻ. (٣) ڏينهن جو سمهڻ. (٤) ڪام اُٿڻ ڪندڙ ڳالهيون ۽ ٻين جي نندا ڪرڻ. (٥) استرين جي گهڻي سنگت. (٦) نشيدار شين ارٿات شراب، آفيم، ڀنگ، گانجي، چرس وغيره آديءَ جو واهپو. (٧) ڳائڻ. (٨) [ساز] وڄائڻ. (٩) نچڻ يا ناچ ڪرائڻ، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ، (١٠) ورٿ هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رهڻ. اهي ڏهه برايون ڪام مان پيدا ٿين ٿيون.

٦. **ڪروڌ مان پيدا** ٿيندڙ برائين جو ورنن ڪجي ٿو:- (١) چغلي هڻڻ. (٢) بنا ويچار زوريءَ ڪنهن جي استريءَ سان ويڀچار ڪرڻ. (٣) وير رکڻ. (٤) ايرکا ارٿات ٻين جي وڏائي ۽ واڌارو ڏسي جلندو رهڻ. (٥) اسويا ارٿات اوگڻن ۾ گڻ ۽ گڻن ۾ اوگڻ ڏسڻ. (٦) ارٿ دوش، ارٿات اڌرم وارن ڪمن ۾ ڌن آديءَ جو خرچ ڪرڻ. (٧) ڪٺور ٻول ٻولڻ. (٨) بنا اپراڌ جي ڪوڙ ڳالهائڻ يا ڳري سزا ڏيڻ اهي اٺ اوگڻ **ڪروڌ** مان پيدا ٿيندا آهن.

٧. جنهن لوڀ [حرص] کي سڀ وديوان پرش ڪام ۽ ڪروڌ مان پيدا ٿيندڙ برائين جو مول ڪري ڄاڻندا آهن، ۽ جنهن جي ڪري ماڻهوءَ کي سڀ برايون وڌنديون ويندا يون آهن، تنهن کي يتن ڪري ڇڏي ڏيڻ.

٨. **ست وڏا دوش:- ڪام** جي برائين مان وڏا عيب پيدا ٿيون ٿا پيئڻ، پهو پاري وغيره سان جوا ڪرڻ، ٻيون استرين جو گهڻو سنگ، چوٿون شڪار ڪرڻ، اهي ڏاڍا برا اوگڻ آهن.

٩. **ڪروڌ** مان پيدا ٿيندڙ اوگڻن مان بنا اپراڌ ڏنڊ ڏيڻ، ڪٺور ٻول ٻولڻ ۽ انياءَ سان ڌن جو خرچ ڪرڻ، اهي ٽئي ڏاڍا ڏک ڏيندڙ دوش آهن.

١٠. **شراب پيئڻ ۾ خراب:-** ڪام ۽ ڪروڌ مان اُپجندڙ اوگڻن مان جيڪي سڀ دوش هتي ڏيکاريا ويا آهن، تن مان هر هڪ دوش کان اڳيون [وڌيڪ خراب آهي] ارٿات اجائي خرچ کان ڪنور وچن، ڪنور وچن کان [انياءَ] سان ڏنڊ ڏيڻ، انهيءَ کان شڪار ڪرڻ، انهيءَ کان استرين سان گهڻو واهپو رکڻ، تنهن کان جوا. ارٿات راند کيڏڻ ۽ انهيءَ کان به شراب وغيره جو واهپو رکڻ وڌيڪ خراب آهي.

١١. انهيءَ ۾ هيءَ ڳالهه نشچي آهي ته برين عادتن ۾ ڦاسڻ کان مرڻ وڌيڪ چڱو آهي، ڇو ته جيڪو بدچال ماڻهو آهي، سو جيڪڏهن وڌيڪ جيئندو ته وڌيڪ وڌيڪ پاپ ڪري هيٺ ڪرندو ويندو، ارٿات وڌيڪ وڌيڪ ڏک پائيندو ۽ جو ڪنهن برائيءَ ۾ ڦاٿل نه آهي، سو جيڪڏهن مري به وڃي ته به سک ئي پراپت ڪندو رهندو. تنهن ڪري خاص ڪري راجا ۽ عام طرح سڀني منشن کي واجب آهي ته ڪڏهين به شڪار ۽ شراب آدي برن ڪمن ۾ نه ڦاسن ۽ گندين عادتن کان پري رهي، ڌرم واري گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ انوسار سدائين ورتاءُ ڪري چڱا ڪم ڪندا رهن.

## راڄ سڀاسد ۽ منتري ڪهڙا ٿيڻ گهرجن؟

मोलान् शास्त्रविद: शूराँल्लब्धलक्ष्यान् कुलोद्गतान् । सचिवान्सप्त चाष्टौ वा प्रकुर्वीत परीक्षितान् ॥१॥
अपि यत्सुकरं कर्म तदप्येकेन दुष्करम् । विशेषतोऽसहायेन किन्तु राज्य महोदयम् ॥२॥
तै: सार्द्धं चिन्तयेन्नित्यं सामान्यं सन्धिविग्रहम् । स्थानं समुदयं गुप्तिं लब्धप्रशमनानि च ॥३॥
तेषां स्वं स्वमभिप्रायमुपलभ्य पृथक् पृथक् । समस्तानाञ्च कार्येषु विदध्याद्धितमात्मन: ॥४॥
अन्यानपि प्रकुर्वीत शुचीन् प्रज्ञानवस्थितान् । सम्यगर्थसमाहर्तृनमात्यान्सुपरीक्षितान् ॥५॥
निवर्त्ततास्य यावद्भिरिति कर्तव्यता नृभि: । तावतोऽतन्द्रितान् दक्षान् प्रकुर्वीत विचक्षणान् ॥६॥
तेषामर्थे नियुञ्जीत शूरान् दक्षान् कुलोद्गतान् । शुचीनाकरकर्मान्ते भीरूनन्तर्निवेशने ॥७॥
दूतं चैव प्रकुर्वीत सर्वशास्त्रविशारदम् । इङ्गिताकारचेष्टज्ञं शुचिं दक्षं कुलोद्गतम् ॥८॥
अनुरक्त: शुचिर्दक्ष: स्मृतिमान् देशकालवित् । वपुष्मान्वीतभीर्वाग्मी दूतो राज्ञ: प्रशस्यते ॥९॥
मनु० [ ७ ॥ ५४-५७ । ६०-६४ ]

(١٧) **منتريءَ جي لائقي:-** ١. جي ماڻهو (سوراڄ) پنهنجي ئي راڄ ۽ (سوديش) ٿي ئي ديش ۾ ڄاول هجن، ويد آدي ست شاسترن جا ڄاڻڻ وارا ۽ بهادر هجن، جن جو وچار نشفل نه وڃي ۽ جي اوچ گهراڻن مان هجن، جن جي پريکشا ٿي هجي، اهڙا ست يا اٺ اُتم ڌارمڪ منش، وزير ڪرڻ گهرجن. ٢. هڪڙي جي سهايتا کانسواءِ جيڪو سولو ڪم هوندو آهي، سو به هڪ جڻي جي ڪرڻ لاءِ اوکو ٿي پوندو آهي. جڏهن ائين آهي، تڏهن راڄ جهڙو وڏو ڪم هڪ آدميءَ کان ڪيئن ٿي سگهندو؟ تنهن ڪري هڪڙي کي راجا ڪرڻ ۽ هڪڙي جي ئي عقل تي راڄ ڪرڻ جو بار رکڻ تمام خراب ڪم آهي.

(١٨) **پڻ ڌارين راڄن سان لاڳاپو:-** ٣. انهيءَ ڪري سڀاپتيءَ کي گهرجي ته هر روز راڄ جي ڪمن ۾ هوشيار ودوان منترين (وزيرن) سان [هيٺين ڇهن ڳالهين بابت]

صلاح ڪري.

(١) ڪنهن سان صلح ڪرڻ، ڪنهن سان وڙوڌ [جنگ] ڪرڻ، (٣) وقت جي حالتن کي ڏسي ماٺ ۾ رهڻ ۽ پنهنجي راڄ جي رکشا ڪرڻ، (٤) جڏهن پاڻ ۾ ٻل ڏسي، تڏهن دشت دشمن تي چڙهائي ڪرڻ، (٥) راڄ جي بنياد ارٿات سڀتا ۽ خزاني جي رکشا ڪرڻ، (٦) جيڪي جيڪي ملڪ هٿ ۾ اچن، تن ۾ شانتي [امن امان] رکڻ ۽ فسادن کي روڪڻ.

٤. ويچار سان ڪم ڪرڻ گهرجي، ارٿات انهن سڀاسدن جو جدا جدا پنهنجو ويچار ۽ رايو ٻڌي، گهڻن جي راءِ پٽاندر ڪمن ۾، جو ڪم پنهنجي ۽ ٻين جي ڀلي جو هجي، انهيءَ ۾ لڳڻ گهرجي.

(١٩) **مالي وزير**:- ٥. ٻيا به پورا آتمائون، ٻڌيوان، پڪي ارادي ۽ ٻيڪ وارا، پدارٿن وڏائڻ ۾ نهايت هوشيار، چڱيءَ طرح آزمايل هجن، تن کي **وزير** مقرر ڪري. ٦. جيترن ماڻهن سان راڄ جو ڪم هلي سگهي، اوترن چست ٻلوان ۽ ڏاڍن چتر ۽ مکيه ماڻهن کي عهديدار ۽ نوڪر مقرر ڪري. ٧. انهن جي هٿ هيٺ بهادر، ٻلوان ۽ گهراڻي جي پورن نوڪرن کي وڏن وڏن ڪمن تي ۽ ٻزدل، ڏڪندڙن کي اندرين ڪمن تي مقرر ڪري.

(٢٠) **ايلچي**:- ٨. جيڪو وڏي گهراڻي (ڪل) ۾ پيدا ٿيو هجي، چتر پورن هجي، هاو ڀاو [هامت چامت] ۽ چيشٽا [اُٿڻ وهڻ] مان سندن اندر جي دل جي ڳالهه ۽ اڳتي ٿيڻ واري ڳالهه ڄاڻي سگهي ۽ سڀني شاسترن ۾ ودوان ۽ چتر هجي، اهڙو دوت [ايلچي] رکي. ٩. اُهو اهڙو ٿيڻ گهرجي، جو راڄ جي ڪم ۾ ڏاڍو اُتساهي ۽ لگن وارو، نڳيءَ کان پري، پورن چرتر، ياد گهريءَ جو تکو، ارٿات گهڻي وقت جي ڳالهه کي به نه ڀلندڙ، ديس ۽ ڪال [وقت ۽ حالتن] کي ڏسي ورتاءُ ڪرڻ وارو، سندر روپوان، نڊر ۽ سياڻو ڳالهائيندڙ هجي، اهڙو ئي ماڻهو راجا جو دوت (ايلچي) ٿيڻ جي لائق آهي.

## ڪهڙن ڪهڙن ماڻهن کي ڪهڙو ڪهڙو درجو ڏجي؟:-

[illegible]ात्ये दण्ड आयत्तो दण्डे वैनयिकी क्रिया । नृपतौ कोशराष्ट्रे च दूते सन्धिविपर्ययौ ॥ १ ॥
दूत एव हि संधत्ते भिनत्त्येव च संहृतान् । दूतस्तत्कुरुते कर्म भिद्यन्ते येन वा न वा ॥ २ ॥
बुद्ध्वा च सर्वं तत्त्वेन परराजचिकीर्षितम् । तथा प्रयत्नमातिष्ठेद्यथात्मानं न पीडयेत् ॥ ३ ॥
धनुर्दुर्गं महीदुर्गमब्दुर्गं वार्क्षमेव वा । नृदुर्गं गिरिदुर्गं वा समाश्रित्य वसेत्पुरम् ॥ ४ ॥
एकः शतं योधयति प्राकारस्थो धनुर्धरः । शतं दश सहस्राणि तस्माद्दुर्गं विधीयते ॥ ५ ॥
तत्स्यादायुधसम्पन्नं धनधान्येन वाहनैः । ब्राह्मणैः शिल्पिभिर्यन्त्रैर्यवसेनोदकेन च ॥ ६ ॥
तस्य मध्ये सुपर्याप्तं कारयेद्गृहमात्मनः । गुप्तं सर्वर्तुकं शुभ्रं जलवृक्षसमन्वितम् ॥ ७ ॥
तदध्यास्योद्वहेद्भार्यां सवर्णां लक्षणान्विताम् । कुले महति सम्भूतां हृद्यां रूपगुणान्विताम् ॥ ८ ॥
पुरोहितं प्रकुर्वीत वृणुयादेव चर्त्विजम् । तेऽस्य गृह्याणि कर्माणि कुर्युर्वैतानिकानि च ॥ ९ ॥
मनु० [ ७ ॥ ६५ । ६६ । ६९ । ७० । ७४-७८ ]

(٢١) **راڄ جي ڪم جي ورهاڱو**:- ١. امات‍يہ [ راجا سان گڏ رهندڙ وزير ] کي ڏنڊ (قاعدي قانون) جو اڌڪار هئڻ گهرجي ؛ جنهن ڪري انياءِ سان ڏنڊ نہ ملي ، **راجا** جي هٿ هيٺ خزانو ۽ راڄ جو ڪم ، **ايلچيءَ** جي هٿ ۾ صلح ۽ جنگ ۽ **سپا** جي هٿ هيٺ سڀ ڪم رکيو وڃي .

(٢٢) **ايلچيءَ جا گڻ** :- ٢. دوت يعني ايلچي اُنهيءَ کي چئبو آهي ، جو ڦوٽ ۾ ميلاپ ۽ مليل دشمن ۾ ڦوٽ وجهي . دوت اهڙو ڪم ڪري، جنهن ڪري دشمن ۾ ئي اتفاقي پيدا ٿئي. ٣. سيناپتي ۽ سڀ سياسد يا دوت وغيره ٻئي ورودي راجا جي راڄ جو ارادو يا منصوبو ٺيڪ ٺيڪ سمجهي، اهڙي ڪوشش ڪن، جنهن ڪري ڪين (پنهنجي راڄ کي) ڪا تڪليف نہ پهچي.

(٢٣) **نگر ۽ راڄ گدي** :- ٤. اُنهيءَ ڪري سهڻي جهنگل واري، ڌن ۽ اَن سان ڀرپور جاءِ ۾ ، کهڙن ڌنش ٻاڻن واريءَ سپنا سان ڀرپور ، مٽيءَ مان ٺهيل ۽ پاڻيءَ سان گهيريل ۽ جنهن جي چئني طرفن ڪان بن ۽ لشڪر سان وڙهيل ۽ چوڌاري پهاڙن جي وچ واري جاءِ تي **قلعو** اَڏائي، اُن ۾ **نگر** وسائي . ٥. اُنهيءَ نگر جي چوڌاري **ڪوٽ** ٺاهي، ڇاڪاڻ جو اُن ۾ ويٺل هڪڙو تير ڪمان وارو هٿيارن پنوهارن سان سينگاريل وارُ پرش سؤ سان ۽ سؤ پرش ڏهن هزارن سان ٻڌ ڪري سگهندا آهن، تنهنڪري ڪوٽ ضرور ٺهرائي - ٦. اُهو ڳڙهه هٿيارن پنوهارن، ڌن ۽ اَن، گائين ۽ گهوڙن ، براهمڻن جهڙڪي پاڙهڻ ۽ اُپديش ڪرڻ وارا هجن، ڪاريگرن، يانت يانت جي ڪلن ۽ اوزارن خواه گاهه، چاري ۽ پاڻيءَ سان پڻ ڀرپور هئڻ گهرجي .

(٢٤) **راجا رڳو هڪڙو وواهہ ڪري** :- ٧. اُنجي ٻاڪل وچ ۾ راجا پنهنجي لاءِ اهڙو محل ٺهرائي، جو جل، وڻن ۽ گلن قلن سان سينگاريل ، سيني مندن ۾ سک ڏيندڙ ۽ اڇي رنگ جو هجي ، جنهن ۾ راڄ سنبندي سڀ ڪار بہ ٿي سگهي . ٨. اهو سيڪجھ يعني برهمچريہ دوارا ودتا پراپت ڪري ۽ اسنائين راڄ جي ڪارہ کي ناهي. پوءِ سهڻي، گڻوان، دل کي وڻندڙ، وڏي اُتم ڪل ۾ پيدا ٿيل چڱن ۽ اُتم گڻن واري، پاڻ جهڙي، ڪتري ڪنواريءَ جي ڪنيا، جا ودتا، گڻ، ڪرم . سياءَ ۾ سندس انڪول هجي، اُنهيءَ هڪ ئي اِستريءَ سان **وواهہ** ڪري ٻين سيني استرين کي اگمہ (نشدتي) سمجهي ڏانهن اَک کڻي بہ نہ ڏسي .

(٢٥) **راڄ پروهت جا گڻ** :- ٩. **پروهت** ۽ يگيہ ڪرڻ وارا اُنهيءَ لاءِ مقرر ڪرڻ گهرجن جو اَگني هوتر * ۽ پکشيشٽي يگيہ △ وغيره راجہ گهر جا ڪرمچاري ڪندا رهن، ۽ (راجا) پاڻ سدا راڄ ڪارہ ۾ رڌو رهي. اهوئي يعني رات ڏينهن راڄ جي سنڀالڻ جي ڪم ۾ لڳو رهڻ ۽ ڪوئي بہ راڄ جو ڪم بگڙڻ نہ ڏيڻ، اهوئي راجا جو سنڌيا اُپاسنا ڪرم آهي .

सांवत्सरिकमाप्तैश्च राष्ट्रादाहारयेद्बलिम् । स्याच्चाम्नायपरो लोके वर्त्तेत पितृवन्नृषु ॥ १ ॥
अध्यक्षान् विविधान् कुर्यात् तत्र तत्र विपश्चितः । तेऽस्य सर्वाण्यवेक्षेरन्नृणां कार्याणि कुर्वताम् ॥ २ ॥
आवृत्तानां गुरुकुलाद्विप्राणां पूजको भवेत् । नृपाणामक्षयो ह्येष निधिर्ब्राह्मो विधीयते ॥ ३ ॥

---

* هوَن يگيہ .
△ اُهو هوم جو پندرهين پندرهين ڏينهن ٿيندو آهي ۽ سهائي پکہ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪجي .

समोत्तमाधमै राजा त्वाहूतः पालयन् प्रजाः । न निवर्त्तेत संग्रामात् क्षात्रं धर्ममनुस्मरन् ॥ ४ ॥
आहवेषु मिथोऽन्योऽन्यं जिघांसन्तो महीक्षितः । युध्यमानाः परं शक्त्या स्वर्गं यान्त्यपराङ्मुखाः ॥ ५ ॥
न च हन्यात्स्थलारूढं न क्लीवं न कृताञ्जलिम् । न मुक्तकेशं नासीनं न तवास्मीति वादिनम् ॥ ६ ॥
न सुप्तं न विसन्नाहं न नग्नं न निरायुधम् । नायुध्यमानं पश्यन्तं न परेण समागतम् ॥ ७ ॥
नायुधव्यसनं नाप्तं नार्त्तं नातिपरिक्षितम् । न भीतं न परावृत्तं सतां धर्ममनुस्मरन् ॥ ८ ॥
यस्तु भीतः परावृत्तः संग्रामे हन्यते परैः । भर्त्तुर्यद्दुष्कृतं किञ्चित्तत्सर्वं प्रतिपद्यते ॥ ९ ॥
यच्चास्य सुकृतं किञ्चिदमुत्रार्थमुपार्जितम् । भर्त्ता तत्सर्वमादत्ते परावृत्तहतस्य तु ॥ १० ॥
रथाश्वं हस्तिनं छत्रं धनं धान्यं पशून्स्त्रियः । सर्वद्रव्याणि कुप्यं च यो यज्जयति तस्य तत् ॥ ११ ॥
राज्ञश्च दद्युरुद्धारमित्येषा वैदिकी श्रुतिः । राज्ञा च सर्वयोधेभ्यो दातव्यमपृथग्जितम् ॥ १२ ॥
मनु० [ ७ ॥ ८०-८२ । ८७ । ८९ । ९१-९७ ]

(٢٦) **ڊل ۽ اُنجي اوڳاڙڻ:-** ١. **ساليانو** [وارشڪ] ڊل، پدر پرشن ۽ سڄڻ ماڻهن دوارا اُڳاڙڻ گهرجي. جيڪو سڀا جو سڀاپتي يعني راجا وغيره ڪم پرش آهن، اُهي سڀ يعني ساري سڀا، ويد انڪول ٿي پرجا سان پتا جهڙو وهنوار ڪن.

(٢٧) **ڄاچ ڪندڙ ڪرمچاري:-** ٢. اُنهيءَ ڪاروبار ۾ سڀا جدا جدا نمونن جي سڀاپتيڙن کي مقرر ڪري، جي ڄاچ پڙتال ڪندا رهن؛ جنهن جنهن ڪم ۾، جيترا جيترا راڄ ڪرمچاري آهن، سي سڀ نيم انوسار هلي، پر ڄاڻ ڪن ٿا يا نه، جيڪي نيڪ هلن، تنهنجو ستڪار * ڪرڻ ۽ جيڪي اُنجي اُبتڙ هلن، اُنهنکي پوري پوري سزا ڏني وڃي ٿي يا نه.

(٢٨) **ودوانن جو ستڪار:-** ٣. راجا جو جيڪو ويد پرچار روپي اکٽ خزانو آهي، اُنهيءَ جي پرچار لاءِ جيڪڏهن جيڪو ستاوت برهمچريه دوارا ويد آدي شاستر گروڪل مان پڙهي آيل هجي، تنهنجو ستڪار راجا ۽ سڀا پوريءَ طرح ڪن ۽ پڻ اُنهنکي مان به ڏين، جن جي شڪشا ڏيڻ سان ماڻهو ودوان ٿين ٿا.

(٢٩) **راجا جنگ کان پاسو نه ڪري:-** ٤. اهڙيءَ ريت هلڻ سان راڄ ۾ وديا جي اُنتي ٿيڻ ڪري نهايت گهڻي اُنتي ٿيندي آهي. جڏهن پرجا پالڪ راجا ڪسي ڪوئي پاڻ کان ننڍو خواه وڏو يڌ لاءِ للڪاري ته کترين جي ڌرم کي ياد ڪري، لڙائيءَ ۾ وڃڻ کان پٺيءَ پاسو نه ڪري، پر ڏاڍيءَ چترائيءَ سان يڌ ڪري، جنهن سندس سوڀ ٿئي.

٥. جيڪي راجائون جنگ جي ميدان ۾ هڪ ٻئي کي مارڻ جي اِڇا ڪندي، پنهنجي شڪتيءَ انوسار بنا ڊپ ڊاءِ ۽ بنا پٺ ڏيڻ جي يڌ ڪندا آهن، سي سک پائيندا آهن. اُنهيءَ کان ڪڏهن به هٽڻ نه گهرجي. پر ڪڏهن ڪڏهن شتروءَ کي جيتڻ لاءِ سندس سامهون لڪي وڃڻ به واجب آهي، ڇو ته جنهن ڍنگ سان شتروءَ کي جيتي سگهجي، تهڙو ڍنگ ڪم ۾ آڻڻ گهرجي. جئين شينهن ڪاوڙ ۾ سامهون اچي اگني شستر (بندوق) دوارا سگهو ئي ڀسم ٿي ويندو آهي، تئين مورکتا ڪري نشٽ ڀرشٽ ٿيڻ نه گهرجي.

* ستڪار يعني عزت ڪرڻ يا انعام ڏيئي خوش ڪرڻ.

(٣٠) **بي هٿيار تي هٿيار نہ هلائجن** :- ٦. يڌ جي وقت هيڏانهن هوڏانهن بيٺل ماڻهن کي، نامردن کي، هٿ جوڙي بيهندڙن کي، جنهن جي مٿي جا وار کليل پيا هجن، ويٺلن کي، جيڪو چوي تہ مان توهان جي شرن ۾ آهيان تنهنکي ٧. سمهيلن کي، مورڇا ٿيلن کي، اگهاڙي کي، بي هٿيار کي، لڙائي ڏسندڙ کي، شترو جي ساٿين کي [ ارٿات سندن استرين ۽ ٻارن ٻچن کي ] ٨. هٿيار جي گهاءُ کان پيڙا ۾ پيل کي، دکي کي، سخت ڦٽيل کي، ڊڄي ويل کي، ڀڄندڙ کي، يوڌا لوڪ ستپرشن جي ڌرم کي ياد ڪري ڪڏهن ڪين **مارين**؛ پر انهنکي پڪڙي منجهانئن جيڪي چڱا ڀلا هجن، تنکي بندي گهر [ قيد) ۾ رکن ۽ کين ضرورت آهر کاڌو پيتو، ڪپڙو لٽو ڏين ۽ جيڪي گهايل هجن، تنجي دوادرمل پوريءَ ريت ڪن. انهن کي نہ چڙائين، نہ ڏک ڏين، سندن لائق جيڪو ڪم هجي، سو انهنکان وٺن. وڌيڪ هن ڳالهہ جو ڌيان رکن تہ استرين، ٻالڪن، ٻڍن، ڏکايلن ۽ پيڙا ۾ پيل ماڻهن تي ڪڏهن بہ هٿيار نہ هلائين. سندن ٻارن ٻچن کي پنهنجي سنتان وانگر پالين ۽ استرين جي بہ پالنا ڪن. کين پنهنجي ڀيڻن ۽ ڌيئن سمان سمجهي، ڪڏهن بہ **وشيہ واسنا** جي نظر سان نہ نهارين. جڏهن راڄ چڱيءَ طرح جمي وڃي، تڏهن جن ۾ لڙائيءَ ڪرڻ جو شڪ نہ پوي، تنکي ستڪار پوروڪ پنهنجي گهر يا ديش ۾ موڪلي ڏين ۽ جن مان آئينده وري وڳهن ٿيڻ جو امڪان هجي، تن کي هميشہ قيد ۾ رکن.

(٣١) **ڀڳل سپاهي** :- ٩. پاڇوڪڙ يعني ڪيدي ٿي ڀڳل سپاهي، جيڪو دشمن جي هٿان ماريو ويندو آهي، سو پنهنجي مالڪ سان ڊوهہ ڪرڻ ڪري اهائي سزا ڀوڳڻ جي لائق آهي. ١٠. ۽ سندس جيڪا وڏائي [ ارٿات چڱن ڪمن جو ڦل] آهي، جنهن مان هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ کيس سک پراپت ٿئي ها، سا سندس سواميءَ کي ملندي آهي. جيڪو ڀڄندڙ ماريو ويندو آهي، تنهنکي ڪو بہ سک ڪو نہ ملندو آهي، سندس پاپ جو سمورو ڦل ناس ٿي ويندو آهي ۽ ناموس انجي ئي ٿيندي آهي، جنهن ڌرم انوسار ٺيڪ ٺيڪ يڌ ڪئي آهي.

(٣٢) **لڙائيءَ ۾ مليل مال** :- ١١. [ راڄا کي کپي تہ ] هن نيم کي ڪڏهن نہ ٽپي يعني يڌ ۾ جنهن جنهن سپاهيءَ يا سيناپتيءَ کي جيڪي رٿ، گهوڙا، هاٿي، ڇٽ، ڌن، اَن، ڳانيون وغيره جانور خواه استريون ۽ ٻين پرڪارن جا سڀ پدارٿ ۽ گيهہ تيل وغيره جا دٻا آيا هجن، اهيئي انهن ۾ ورهائي ڏجن. ١٢. مگر سينا جا ماڻهو هٿ ڪيل شين مان سورهون حصو * راڄا کي ڏين ۽ راڄا بہ سينا جي يوڌن کي، انهيءَ ڌن مان، جو سڀني گڏجي هٿ ڪيو هجي، سورهون حصو ڏئي. جيڪڏهن ڪو لڙائيءَ ۾ مري ويو هجي تہ سندس حصو اُن جي استريءَ ۽ سنتان کي ڏئي ۽ انجي استري ۽ سنتان جو پوريءَ ريت پالن ڪري؛ جڏهن سندس پٽ ساماڻجن، تڏهن کين لوڳيتا موجب نوڪري ڏئي. جيڪو بہ پنهنجي راڄ جي واڌاري، ناموس، سوڀ ۽ سک جي اُنتيءَ جي اڇا رکندو هجي، سو هن

* هن جو ارٿ آهي تہ **ويڪتي گت** ارٿات شخصي روپ ۾ ڪنهن سپاهيءَ کي ڪجهہ هٿ لڳي تہ هو سورهون حصو راڄا کي ڏئي ۽ ١٥ حصا پاڻ کڻي.

مريادا کي ڪڏهن ڪين * اورانگهي.

अलब्धं चैव लिप्सेत लब्धं रक्षेत्प्रयतन्तः । रक्षितं वर्द्धयेच्चैव वृद्धं पात्रेषु निःक्षिपेत् ॥ १ ॥
अलब्धमिच्छेद्दण्डेन लब्धं रक्षेदवेक्षया । रक्षितं वर्द्धयेद् वृद्धया वृद्धं दानेन निःक्षिपेत् ॥ २ ॥
अमाययैव वर्त्तेत न कथंचन मायया । बुध्येतारिप्रयुक्तां च मायांनित्यं स्वसंवृतः ॥ ३ ॥
नास्य छिद्रं परो विद्याच्छिद्रं विद्यात्परस्य तु । गूहेत्कूर्म इवाङ्गानि रक्षेद्विवरमात्मनः ॥ ४ ॥
बकवच्चिन्तयेदर्थान् सिंहवच्च पराक्रमेत् । वृकवच्चावलुम्पेत शशवच्च विनिष्पतेत् ॥ ५ ॥
एवं विजयमानस्य येऽस्य स्युः परिपन्थिनः । तानानयेद्वशं सर्वान्सामादिभिरुपक्रमैः ॥ ६ ॥
यथोद्धरति निर्दाता कक्षं धान्यं च रक्षति । तथा रक्षेन्नृपो राष्ट्रं हन्याच्च परिपन्थिनः ॥ ७ ॥
मोहाद्राजा स्वराष्ट्रं यः कर्षयत्यनवेक्षया । सोऽचिराद् भ्रश्यते राज्याज्जीविताच्च सबान्धवः ॥ ८ ॥
शरीरकर्षणात्प्राणाः क्षीयन्ते प्राणिनां यथा । तथा राज्ञामपि प्राणा क्षीयन्ते राष्ट्रकर्षणात् ॥ ९ ॥
राष्ट्रस्य संग्रहे नित्यं विधानमिदमाचरेत् । सुसंगृहीतराष्ट्रो हि पार्थिवः सुखमेधते ॥ १० ॥
द्वयोस्त्रयाणां पञ्चानां मध्ये गुल्ममधिष्ठितम् । तथा ग्रामशतानां च कुर्याद्राष्ट्रस्य संग्रहम् ॥ ११ ॥
ग्रामस्याधिपतिं कुर्य्याद्दशग्रामपतिं तथा । विंशतीशं शतेशं च सहस्रपतिमेव च ॥ १२ ॥
ग्राम दोषान्समुत्पन्नान् ग्रामिकः शनकैः स्वयम् । शंसेद् ग्रामदशेशाय दशेशो विंशतीशिनम् ॥ १३ ॥
विंशतीशस्तु तत्सर्वं शतेशाय निवेदयेत् । शंसेद ग्रामशतेशस्तु सहस्रपतये स्वयम् ॥ १४ ॥
तेषां ग्राम्याणि कार्याणि पृथक्कार्याणि चैव हि । राज्ञोऽन्यः सचिवः स्निग्धस्तानि पश्येदतन्द्रितः ॥ १५ ॥
नगरे नगरे चैकं कुर्यात्सर्वार्थचिन्तकम् । उच्चैः स्थानं घोररूपं नक्षत्राणामिवग्रहम् ॥ १६ ॥
स ताननुपरिक्रामेत्सर्वानेव सदा स्वयम् । तेषां वृत्तं परिणयेत्सम्यग्राष्ट्रेषु तच्चरैः ॥ १७ ॥
राज्ञो हि रक्षाधिकृताः परस्वादायिनः शठाः । भृत्या भवन्ति प्रायेण तेभ्यो रक्षेदिमाः प्रजाः ॥ १८ ॥
ये कार्यिकेभ्योऽर्थमेव गृह्णीयुः पापचेतसः । तेषां सर्वस्वमादाय राजा कुर्यात्प्रवासनम् ॥ १९ ॥
मनु० ( ७ ॥ ९९ । १०१ । १०४-१०७ । ११०-११७ । १२०-१२४ )

**ڌن جي رکيا ۽ واڌارو ڪرڻ** :- ا. جن پدارٿن جي هٿ ڪرڻ جي اڇا هجي، تن کي هٿ ڪرڻ جو يتن راجا ۽ راج سڀا ڪندا رهن ۽ هٿ ڪيل جي سنڀال اُدم سان ڪندا ۽ وڌائيندا رهن. ڌرم پرچار، وديارٿين، ويد مارگ جي اُپديشڪن ۽ اسمرٿ اناٿن جي پالنا

* سوامي ديانند مٿي هڪ شلوڪ جي اَرٿ ۾ ڏيکاريو آهي ته **بيوس ۽ شرڻ** ۾ آيل تي هٿ نه کڻي، ياڪين گرفتار ڪري؛ ۽ پڻ چيو اٿس ته قيدين جي ٻارن ٻچن کي پنهنجي سنتان وانگر پالي ۽ سندن استرين کي ڀينرن ۽ ڌيئن برابر سمجهي؛ تنهنڪري سوپارن سپاهين کي اهو اَڌڪار نه آهي ته هٿ ڪيل استرين جي بي عزتي ڪن. ويدڪ ڌرمي گرنٿن ۾ پڻ ائين چيل آهي. اَلبت سوپ ڪندڙ سٺيا شتروءَ کان انهن استرين جي بدلي ڪجهه وٺي سگهي ٿي يا جيئن سوپ ڪيل ملڪ ۾ شانتي اچي، تيئن پاڻ وٽ رکي ڪانئن گهر جو ڪم وٺي سگهي ٿي. شلوڪ ۾ شين جي ورهائڻ لاءِ لکيل آهي، استري جنس نه شيءِ نه آهي، تنهن ڪري استرين جو انهيءَ شلوڪ سان لاڳاپو نه آهي.

۾ لڳائيندا رهن.

٢. انهن ڇهن پرڪارن جي ڪوشش جي مراد سمجهي، آلس ڇڏي، اُنهيءَ لاءِ سدائين پاڻ پالي هلندا رهن. ڏنڊ (دشمن کي سزا ڏيڻ) مان ارٿ ميا پدارٿ هٿ ڪيا وڃن ۽ پراپت ڪيل پدارٿن جي رکشا ۽ رکشا ڪيل جي سدائين ديک پال ڪجي ۽ وياج وغيره ذريعي وڌائيندو رهجي ۽ وڌيل ڌن کي مٿي چيل ريت موجب ڪم آڻجي.

**ڇل ڪپٽ نه ڪرڻ:-** ٣. ڪڏهن به ڪنهن سان ڇل ڪپٽ نه ڪجي ۽ پر سڀ سان نشڪپٽ (ايماندار) ٿي ورتجي، سدا پنهنجو بچاءُ ڪري شترن جي ڇل ڪپٽ کي ڄاڻي اُنکي نورت ڪجي.

٤. [اهڙيءَ ريت هلجي] جئن ڪو به شترو سندس ڇدرتا کي ڄاڻي نه سگهي ۽ پاڻ شتروءَ جي ڪمزوريءَ جي ڄاڻ رکندو رهي. جئن ڪڇون (ڪاهو) پنهنجي انگن کي لڪائي رکندو آهي، اهڙيءَ ريت شتروءَ جي اندر گهڙي اچڻ وارن واٽون ڳجهيون رکندو اچي [يعني پنهنجيون ڪمزوريون اُن کان ڳجهيون رکجن].

٥. جئن بگهه پکي ڌيان لڳائڻ واري اوستا بڻائي مڇيءَ کي پڪڙڻ لاءِ تڪيندو رهندو آهي، تئن پنهنجو مطلب سڌ ڪرڻ جو ويچار ڪندو رهجي. ڌن وغيره وستن ۽ بل کي وڌائي دشمن کي جيتڻ لاءِ شينهن وانگر پنهنجي شڪتيءَ کي ڪم ۾ آڻجي ۽ چيتي سمان لڪي لڪي دشمن کي پڪڙجي، ۽ ويجهي آيل بلوان شتروءَ کان سهي وانگيان پري ڀڄي وڃجي ۽ پوءِ هنکي دوکو ڏئي [انڪل سان] پڪڙجي.

٦. اهڙيءَ ريت سرياري سيناپتيءَ جي راڄ ۾ جي چور، لٽيرا ۽ ڦورو هجن، تنکي هٿ ڦيرڻ سان يا انعام ڏيڻ سان يا منجهن ڦوٽ وجهڻ سان وس ۾ آڻجي ۽ جي اهڙيءَ ريت وس ۾ نه اچن ته کين نهايت سخت سزا ڏئي هٿ ڪجي.

٧. جهڙيءَ ريت ڄانور ڇڙيندڙ ڪڻن کي جدا ڪري، ڄانورن جي رکشا ڪندي، اُهي پوڻ نه ڏيندو آهي، تهڙيءَ ريت راجا، چورن ۽ ڌاڙن کي نشاوت ڏنڊ ڏئي راڄ جي رکشا ڪري.

٨. جيڪو راجا موهه [چڱي مٺي جي پڇاڻ بنا] جي ڪري، بنا سوچ، ويچار ڌارڻ، پنهنجو راڄ ڪمزور ڪندو آهي، سو جلد اُن پنهنجي جيئري اُن مٽن مائٽن ۽ راڄ سوڌو ناس ٿي ويندو آهي.

٩. جئن شرير جي ڏُبرائيءَ ڪري پراڻين جا پراڻ ڪمزور ٿي ويندا آهن، تئن پرجا جي ڪمزور ٿيڻ ڪري راجائن جا پراڻ يعني بل وغيره مٽن مائٽن سميت ناس ٿي ويندا آهن.

١٠. تنهنڪري راجا ۽ راڄ سڀا، راڄ جي ڪمن جي پورائيءَ لاءِ اهڙي ڪوشش ڪن، جنهنڪري راڄ ڪاروهار ٺيڪ ٺيڪ هلي. جيڪو راجا راڄ جي سنڀال ۾ هر طرح خبردار رهندو آهي، اُنجو سک سدائين وڌندو رهندو آهي.

**(٣٧) راڄ جو جوڙجڪ:-** ١١. اُنهيءَ لاءِ ٻن، ٽن، پنجن ۽ سؤ ڳوٺن جي وچ ۾ هڪڙو راجستان (ڪاروباري آفيس) مقرر ڪرائي، اُن موجب عملدار يعني ڪامورا وغيره راڄ ڪرمچاري رکي، راڄ جي سموري ڪاروبار سر انجام ڪري.

١٢. هڪ هڪ ڳوٺ ۾ هڪڙو سکر ماڻهو رکي. اهڙن ڏهن ڳوٺن جي مٿان هڪڙو ٻيو [ راڄ ڪرمچاري ] ۽ اهڙن وٽهن ڳوٺن مٿان ٽيون، سؤ ڳوٺن مٿان چوٿون ۽ هزار ڳوٺن مٿان پنجون راڄ پرش مقرر ڪري؛ جهڙيءَ طرح اڄڪلهه هڪڙي ڳوٺ ۾ هڪڙو لمبدار، اهڙن ڏهن ڳوٺن ۾ هڪڙو ٽاڻو، پر ٽاڻن مٿان هڪ وڏو ٿاڻو ۽ اهڙن پنجن ٿاڻن لئي هڪ تعلقو ۽ ڏهن تعلقن جو هڪ ضلعو مقرر ڪيل آهي. اهو، اسانجي منو وغيره ڌرم شاسترن مان راڄنيتيءَ جو پيو لڳ ورتو ويو آهي.

(٣٨) **گپت وياپر - جاسوسي کاتو:-** ١٣. اهڙيءَ طرح پربند ڪري ۽ آڪيا ڏئي ته هرهڪ ڳوٺ جو راڄ ڪرمچاري، ڳوٺ ۾ جيڪي به روزانو ڏوه ٿين، تنهجي سد ڏهن ڳوٺن واري عملدار کي ڳجهيءَ ريت ڏئي؛ اهو ڏهن ڳوٺن جو ڪرمچاري، اهڙيءَ ريت وٽهن ڳوٺن جي آفيسر کي، ڏهن ڳوٺن جو سمارچار ڏهاڙي چالائيندو رهي.

١٤. وٽهن ڳوٺن جو آفيسر ( اڌي پتي ) وٽهن ڳوٺن جو سماچار سؤ ڳوٺن جي چوڌريءَ کي پهچائي ڏئي. تن ئي سؤ ڳوٺن جو سنڀاليندڙ پنهنجي ڳوٺن جي حالت هزار ڳوٺن واري ڪرمچاريءَ کي ڏهاڙي چالائيندو رهي؛ يعني وٽهن وٽهن ڳوٺن جا پنج سنڀاليندڙ، سؤ ڳوٺن جي سواميءَ کي ۽ هزار هزار جا ڏه سنڀاليندڙ ڏهن هزارن جي سواميءَ کي؛ ۽ آهي وري لک ڳوٺن جي مٿان جا راڄ سڀا ٿيندي، تنهکي هميشه سماچار ڏيندا رهن ۽ آهي سڀ راڄ سڀائون **مهاراج سڀا** يعني سڄي سنسار جي چڪروتي **مهاراج سڀا** کي ساري پرڪول جو وروانت موڪليندا رهن.

(٣٩) **دؤرو ڪندڙ ڪرمچاري:-** ١٥. هرهڪ ڏهن هزارن ڳوٺن لئي ٻه اهڙا سنڀاليندڙ مقرر ڪجن، جن مان هڪڙو راڄ سڀا ۾ رهي ۽ ٻيو سيني جڳهن وغيره راڄ پرشن جي ڪمن کي آلس ڇڏي، سدا گشت ڪري جاچيندو رهي.

(٤٠) **نگر سڀائون يا ميونسپالٽيون:-** ١٦. وڏن وڏن نگرن ۾ سوچ ويچار ڪرڻ واريءَ سڀا جو هڪ سندر، اوچو ۽ وشال (وڏو) جڳه تارن جي وچ ۾ چنڊ آهي، اهڙو هڪ هڪ پڙن ٺهرايو وڃي، جنهن ۾ وڏا وڏا ودوان، جن ودياد وارا هر پرڪار جون پريکيائون ( تجربا ) ڪيون هجن، سي ويهي سوچ ويچار ڪندا رهن ۽ اهڙا نيم ٻڌائين ۽ اهڙيون ودياٺون قهلائين، جن جي دوارا راڄا ۽ پرجا جي اُنتي ٿئي.

١٧. جيڪو نتيه گهميندڙ (گشت ڪندڙ) ڪرمچاري هجي، تنهنجي اڌين سڀ گپت چر يعني **جاسوس** رکجن. اهي سرڪاري ڪرمچارين ۽ جدا جدا جاتين مان هئڻ گهرجن. انهن جي دوارا سيني سرڪاري عملدارن ۽ رعيت جا گڻ اوگڻ، ڳجهيءَ ريت جاچيندو رهي. جي اپراڌي هجن، تن کي ڏنڊ ۽ جي گڻوان هجن، تنکي سڌائين مان ڏئي.

**چورن کان چوري ڇڏائڻ:-** ١٨. راڄا جن ماڻهن کي پرجا جي رکيا جو ڪولي اڌڪار ڏئي، سي ڌرماتما، انڀوي (آزمودگار)، ودوان ۽ وڏ گهراڻا هئڻ گهرجن. انهنجي آڌين لڄن ۽ پرائي مال جي چوري ڪندڙن چورن ۽ ڌاڪن کي به نوڪر رکيو وڃي. انهن

ڪي نوڪري انهيءَ لاءِ ڏجي ته جئن هو دشت ڪرم ڇڏي، رکشا ڪندڙ ودوانن جي همٿ هيٺ رهي، پرجا جي پوريءَ ريت رکشا ڪن.

**رشوتخوريءَ جي سزا:-** ١٩. جيڪو راڄ ڪرمچاري وادي يا پرتي واديءَ (مدعي مدعاعليه) کان لڪي ڇپي رشوت وٺي، پکشپات ۽ انياءَ ڪري تنهنجي ساري ملڪيت کسي، کيس پوري پوري سيکت ڏئي اهڙي هنڌ رکجي، جتان موٽي اچي نه سگهي، ڇو ته جي کيس سيکت نه ڏبي ته ٻيا سرڪاري نوڪر به اهڙا بڇڙا ڪم ڪرڻ لڳندا، ۽ جيڪڏهن سيکت ڏبي ته ٻچيا رهندا. پر جيتري ڌن مان انهن راڄ ڪرمچارين جي آجيوڪا ڀليءَ ڀت پوري ٿئي ۽ هو ڌنوان به ٿئجن اوترو ڌن انوا ٻئي، راڄ جي پاران کين ماهوار يا ساليانو يا هڪ ئي ڀيري اوس ملڻ گهرجي ۽ ٻرڌ اوستا [ ٻڍاپي ] ۾ کين اڌ ملندو رهي، پر هن ڳالهه کي ڌيان ۾ رکجي ته جيسين اهي جيئرا رهن، تيسين کين اهو گذارو ملندو رهي، پوءِ نه، پر سندن سنتان جو اوس ستڪار ڪري ۽ سندن يوگيتا موجب نوڪري ڏئي؛ جيسين انهنجي سنتان سامائجي ۽ انهن جون استريون جيئريون هجن، تيسين سندن گذاري لاءِ راڄ جي پاران ٿا يوگيه سهائتا ملندي رهي، پر جيڪڏهن اهي استريون يا ٻالڪ ڪڪرمي ٿي پون ته کين ڪجهه به ملڻ نه گهرجي. اهڙي نيتي برابر راجا هلائيندو رهي.

यथा फलेन युज्येत राजा कर्त्ता च कर्मणाम् । तथाऽवेक्ष्य नृपो राष्ट्रे कल्पयेत्सततं करान् ॥ १ ॥
यथाऽल्पाऽल्पमदन्त्याद्यं वार्य्योकोवत्सषट्पदाः । तथाऽल्पाऽल्पो ग्रहीतव्यो राष्ट्राद्राज्ञाब्दिकः करः ॥ २ ॥
नोच्छिन्द्यादात्मनो मूलं परेषां चातितृष्णया । उच्छिन्दन्ह्यात्मनो मूलमात्मानं तांश्च पीडयेत् ॥ ३ ॥
तीक्ष्णश्चैव मृदुश्च स्यात्कार्यं वीक्ष्य महीपतिः । तीक्ष्णश्चैव मृदुश्चैव राजा भवति सम्मतः ॥ ४ ॥
एवं सर्वं विधायेदमिति कर्त्तव्यमात्मनः । युक्तश्चैवाप्रमत्तश्च परिरक्षेदिमाः प्रजाः ॥ ५ ॥
विक्रोशन्त्यो यस्य राष्ट्रा[द्] ध्रियन्ते दस्युभिः प्रजाः । सम्पश्यतः सभृत्यस्य मृतः स न तु जीवति ॥ ६ ॥
क्षत्रियस्य परो धर्मः प्रजानामेव पालनम् । निर्दिष्टफलभोक्ता हि राजा धर्मेण युज्यते ॥ ७ ॥
मनु० [ ७ ॥ १२८ । १२९ । १३९ । १४० । १४२-१४४]

**ڍلن جو وڌان:-** ١. جنهن ريت راجا ۽ ڪاروباري سنستا جا راڄ ڪرمچاري ۽ پرجا سک پوروڪ رهي سگهن، تنهن ريت راجا ۽ راڄ سڀا وچار ڪري ڍل مقرر ڪن. ٢. جهڙيءَ ريت جوَر، وڇڙو ۽ ڀونئرُ پنهنجو کاڌو ٿورو ٿورو ڪيندا آهن؛ تهڙيءَ طرح راجا به ٿورو ٿورو ڪري ساليانى ڍل پرجا کان وٺي. ٣. راجا کي گهرجي ته گهڻو لوڀ ۽ لالچ ڪري پنهنجي ۽ ٻين جي سک جي پاڙ نه پٽي، ڇاڪاڻ ته جيڪو وهنوار ۽ سک جي پاڙ پٽيندو آهي، سو پاڻ به ڪشت ۾ ايندو آهي ۽ ٻين کي به ڏک پهچائيندو آهي. ٤. جو راجا (لوڪ جي) ڪاروبار آدي ڏسي، ڪرڙو ۽ ڪومل ٿئيٿو، اُرٿات دشٽن تي ڪرڙو ۽ سرشٽ پرشن تي ڪومل ٿو ٿئي، تنهنکي گهڻو مان ملندو آهي. ٥. اهڙيءَ ريت ساري راڄ جو پربند ڪري سدائين ان ۾ رڌل رهي ۽ آلسيه کي ڇڏي پرجا جي پالنا ڪري. ٦. جنهن راجا جي راڄ ۾ راجا ۽ سرڪاري نوڪرن جي ڏسندي ڏسندي ڌاڙيل، ورلاپ ڪندڙ ۽ ٻاڏائيندڙ

پرجا جي پدارٿن ۽ پراڻين کي جوکو پهچائيندا رهن ٿا، سو راجا جڳت لوڪن ۽ وزيرن سوڌو جيئرو هوندي به مئڙدي سمان آهي ۽ وڏي ڏک ۾ پوڻ وارو آهي. ٧٠ راجا جو پرم ڌرم، يا مکيه ڪرتويه پرجا پالڻ ڪرڻ ئي آهي ۽ جنهن منو سمرتيءَ جي ستين اڌياءِ ۾ ٻڌل ونڻ لکيل آهي، اُنهيءَ انوسار يا جنهن سڀا مقرر ڪري ٿي، جو راجا ٻڌل وٺي ٿو ۽ ڌرم لسي هلي ٿو، سو سک پائيندو ۽ جو انهيءَ جي ورڌ هلي ٿو، سو ڏک ڀوڳي ٿو.

उत्थायपश्चिमे यामे कृत शौचः समाहितः । हुताग्निर्ब्राह्मणाँश्चाच्चर्य प्रविशेत्स शुभां सभाम् ॥१॥
तत्र स्थितः प्रजाः सर्वाः प्रतिनन्द्य विसर्जयेत् । विसृज्य च प्रजाः सर्वा मन्त्रयेत्सह मन्त्रिभिः ॥२॥
गिरिपृष्ठं समारुह्य प्रासादं वा रहोगतः । अरण्ये निःशलाके वा मन्त्रयेदविभावितः ॥३॥
यस्य मन्त्रं न जानन्ति समागम्य पृथग्जनाः । स कृत्स्नां पृथिवीं भुंक्ते कोशहीनोऽपि पार्थिवः ॥४॥
मनु० [७। १४५-१४८]

**راجا جو روزانو فرض:-** ١. جڏهن رات جو پويون پهر رهي، تڏهن اٿي ضروري حاجت کان واندو ٿي شنان پاڻي ڪري، هڪ منو ٿي پرميشور جو ڌيان ۽ هون ڪري، ڌارمڪ وِدوانن جو سنمان ڪري ۽ ڀوڄن ڪري سڀا جي اندر داخل ٿئي. ٢. اُتي اُٿي جيڪي پرجا منش وَٽل هجن، تن جو آدر ستڪار ڪري، تنهن کانپوءِ اُنهن کي موڪل ڏئي ۽ مهامنتري (وزير اعظم) سان راجنيتي ڳالهين بابت وچار ڪري. ٣. تنهن کانپوءِ هن سان گڏ گهمڻ وڃي، ڪنهن پهاڙ جي چوٽيءَ اٿوا ايڪانت استان يا جهنگل ۾ اهڙي اڪيلي جڳهه ٿي ۽ جتي هڪ ڇهر ڪي به نه هجي، اتي وڃي، من ثان ٻيائي ڪڍي ۽ پاڻ ۾ گڏجي وچار ڪندا رهن. ٤. جنهن راجا جي گوڙهي وچار کي ٻيا ماڻهو گڏجي به نٿا ڄاڻي سگهن، يعني جنهن جو وچار گنڀير، شڌ ۽ پر اُپڪار ۾ سدائين لڳل ۽ گپت ٿو رهي، اهو نردن به هوندي به ساريءَ پرٿويءَ جي راڄ ڪرڻ ۾ سمرٿ ٿيندو آهي ۽ تنهنڪري راجا پنهنجي من ماڻي هڪ ڳالهه به سڀا جي راءِ ٻنا نه ڪري.

आसनं चैव यानं च संधिं विग्रहमेव च । कार्यं वीक्ष्य प्रयुञ्जीत द्वैधं संश्रयमेव च ॥ १ ॥
संधिं तु द्विविधं विद्याद्राजा विग्रहमेव च । उभे यानासने चैव द्विविधः संश्रयः स्मृतः ॥ २ ॥
समानयानकर्मा च विपरीतस्तथैव च । तथा त्वायतिसंयुक्तः सन्धिर्ज्ञेयो द्विलक्षणः ॥ ३ ॥
स्वयंकृतश्च कार्यार्थमकाले काल एव वा । मित्रस्य चैवापकृते द्विविधो विग्रहः स्मृतः ॥ ४ ॥
एकाकिनश्चात्ययिके कार्ये प्राप्ते यदृच्छया । संहतस्य च मित्रेण द्विविधं यानमुच्यते ॥ ५ ॥
क्षीणस्य चैव क्रमशो दैवात्पूर्वकृतेन वा । मित्रस्य चानुरोधेन द्विविधं स्मृतमासनम् ॥ ६ ॥
बलस्य स्वामिनश्चैव स्थितिः कार्यार्थसिद्धये । द्विविधं कीर्त्यते द्वैधं षाड्गुण्यगुणवेदिभिः ॥ ७ ॥
अर्थसंपादनार्थं च पीड्यमानस्य शत्रुभिः । साधुषु व्यपदेशार्थं द्विविधः संश्रयः स्मृतः ॥ ८ ॥
यदावगच्छेदायत्यामाधिक्यं ध्रुवमात्मनः । तदात्वे चाल्पिकां पीडां तदा सन्धिं समाश्रयेत् ॥ ९ ॥
यदा प्रहृष्टा मन्येत सर्वास्तु प्रकृतीर्भृशम् । अत्युच्छ्रितं तथात्मानं तदा कुर्वीत विग्रहम् ॥१०॥
यदा मन्येत भावेन हृष्टं पुष्टं बलं स्वकम् । परस्य विपरीतं च तदा यायाद्रिपुं प्रति ॥११॥

यदा तु स्यात्परिक्षीणो वाहनेन बलेन च । तदासीत प्रयत्नेन शनकैः सान्त्वयन्नरीन् ॥१२॥
मन्येतारिं यदा राजा सर्वथा बलवत्तरम् । तदा द्विधा बलं कृत्वा साधयेत्कार्यमात्मनः ॥१३॥
यदा परबलानां तु गमनीयतमो भवेत् । तदा तु संश्रयेत् क्षिप्रं धार्मिकं बलिनं नृपम् ॥१४॥
निग्रहं प्रकृतीनां च कुर्याद्योऽरिबलस्य च । उपसेवेत तं नित्यं सर्वयत्नैर्गुरुं यथा ॥१५॥
यदि तत्रापि संपश्येद्दोषं संश्रयकारितम् । सुयुद्धमेव तत्राऽपि निर्विशंकः समाचरेत् ॥१६॥
मनु० [ ७ ॥ १६१-१७६ ]

## ڌارين راڄن سان سنٻنڌ

(١) راجا ۽ راڄ پرشن لاءِ سدا ڌيان ۾ رکڻ جوڳيون آهن. جئن ته:-

١. آسڻ استرتا ( ارٿات چپ ڪري ويهڻ ) ٢. يان ( ڪوچ ڪرڻ ) ارٿات شتروءَ سان وڙهڻ لاءِ روانو ٿيڻ. ٣. سنڌي [ ميلاپ ] ارٿات صلح ڪرڻ. وگرهه [ جنگ ] ارٿات دشمن سان لڙڻ. ٥. دوئيڌ [ ورچ ] ارٿات سئنا کي چئني ڀاڱا ڪري پنهنجي جيت ڪرڻ. ٦. سنشريه [ اجهو ] ارٿات نربل هئڻ جي اوستا ۾ ٻلوان راجا جو سهارو وٺڻ. هي ڇهن قسمن جا ڪم ڏسي ويچار ڪري عمل ۾ آڻڻ گهرجن.

(٢) سنڌي، وگره، يان، آسڻ، دوئيڌ ۽ سنشريه، هر هڪ ٻن پرڪارن جو ٿيندو آهي ۽ انهن کي راجا ٺيڪ سمجهي.

**ٻن پرڪارن جي سنڌي يا ميلاپ**:- (٣) سنڌي يعني شتروءَ سان ميلاپ ڪري يا اُن جي ورڌ ڪري ( يعني ٻين سان ملي دشمن جو مقابلو ڪري ) پر راجا کي کپي ته هلندڙ يا ايندڙ وقت ۾ ڪرڻ جوڳا ڪم ٺيڪ ٺيڪ ڪندو رهي. هيءَ ٿي ٻن پرڪارن جي سنڌي.

**ٻن پرڪارن جي يڌ**: (٤) وگره ڪارڻ جي سڌي، ارٿ، اچت اٿوا انوچت سمي تي شتروءَ سان، جنهن پنهنجو اٿوا پنهنجي ڪنهن متر جو اپراڌ ڪيو هجي، تنهن سان لڙائي ڪرڻ آهي ٻن پرڪارن جو وگره يعني انهن ٻن پرڪارن مان هڪ جي آڌار تي يڌ ڪرڻ.

**ٻن پرڪارن جو يان يا ڪوچ**:- (٥) اوچتو ئي ڪنهن ڪم جي پورائيءَ لاءِ اڪيلو پنهنجي سر اٿوا پنهنجي ڪنهن متر سان ملي شتروءَ تي چڙهائي ڪرڻ، اهو ٻن پرڪارن جو ڪوچ ٿو چئجي.

**ٻن پرڪارن جو آسڻ**:- (٦) ڌيري ڌيري هڻڻ تي پهڻ تي پنهنجو ٻاڻ ماٺ ڪري ويهڻ يا ڪنهن متر جي روڪڻ تي، پنهنجي جاءِ تي ويٺو رهڻ، آهي ٻن پرڪارن جا آسڻ آهن.

**ٻن پرڪارن جي دوئيڌ يا ورچ**:- (٧) * سوڀ پائڻ لاءِ سئناپتيءَ ۽ سئنا جا ٻه ڀاڱا ڪرڻ، ٻن پرڪارن جو دوئيڌ اٿوا ورچ چئبو آهي.

**ٻن پرڪارن جو سنشريه يا اجهو**:- (٨) ڪنهن مطلب جي پورائيءَ لاءِ ڪنهن ٻلوان راجا اٿوا ڪنهن مهاتما جي شرن وٺڻ، جنهن ڪري شترن کنان پيڙا نه پهچي، اهو ٻن پرڪارن جو سنشريه [ اجهو ] آهي.

---

* يعني ته هڪ حصو راجا پنهنجي هٿ هيٺ رکي ۽ هڪ سپهه سالار جي.

**اهي ڇهه تجويزون ڪڏهن ڪم آڻڻ :-** (٩) جڏهن هيءَ ڄاڻ ٿئي ته هاڻي لڙائي ڪرڻ ڪري ڪجهه نه ڪشت هيٺ اچڻو پوندو ۽ پوءِ ڪرڻ ڪري ضرور پنهنجو واڌارو ۽ سوڀ ٿيندي، تڏهن شتروءَ سان ملاپ ڪري ٥ ايڪ سمو تائين ڏيرج ڪجي (١٠) جڏهن راڄا پنهنجي سموري پرڄا ۽ سيٺا کي نهايت پرسن، اُنتي شيل ۽ اُتم سمجهي ۽ پاڻ کي به اهڙو ئي ڄاڻي، تڏهن شتروءَ سان جنگ ار ٿات وگره ڪري. (١١) جڏهن پنهنجي بل يعني سيٺا کي خوش، شڪتي شالي ۽ پرسن ڀاءُ وارو ڏسي ۽ اُنجي اُبتڙ شتروءَ جو بل پاڻ کان گهٽ سمجهي، تڏهن شتروءَ سان لڙائي ڪرڻ لاءِ ڪوچ ڪري. (١٢) جڏهن پنهنجي سيٺا بل ۽ اچڻ وڃڻ جي وسيلن کان ڪمزور هجي، تڏهن ڌيري ڌيري دشمن کي ٿڌو رکجي ۽ پنهنجيءَ جاءِ تي وانو رهجي. (١٣) جڏهن راڄا دشمن کي ڏاڍو ٻلوان ڏسي، تڏهن سيٺا کي ٻيڻو يا ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي پنهنجو ڪاو به سڌ ڪري. (١٤) جڏهن سمجهي ته هاڻي مون تي شتروءَ جي چڙهائي سگهوئي ٿيڻ واري آهي، ته جهٽ ڪنهن ڌرماتما ٻلوان راڄا جي شرن وٺي. (١٥) جا پرڄا ۽ سيٺا شتروءَ جي شڪتيءَ کي هٽائي، تنهنجي شيوا ائين ڪري، جئن گروءَ جي ڪبي آهي. (١٦) جنهنجي شرڻ ورتي وڃي هجي، جيڪڏهن اُنجي ڪمن ۾ دوکو ڏسڻ ۾ اچي ته بنا ڊپ ڊاهه جي هن سان به چڱيءَ پر يڌ ڪجي.

**ڌرمي راڄا سان ميل :-** جيڪو ڌرمي راڄا هجي، ان سان ڪڏهن به ورود نه ڪجي، بلڪ سدائين ساڻس ملاپ رکجي ۽ دشٽ راڄا جي ڪيتي ٻلوان به هجي، ته به اُنکي جيتڻ لاءِ مٿي چيل رٿون ڪم ۾ آڻڻ گهرجن.

सर्वोपायैस्तथा कुर्यान्नीतिज्ञ पृथिवीपतिः । यथास्याभ्यधिका न स्युर्मित्रोदासीनशत्रवः ॥ १ ॥
आयतिं सर्वकार्याणां तदात्वं च विचारयेत् । अतीतानां च सर्वेषां गुणदोषौ च तत्त्वतः ॥ २ ॥
आयत्यां गुणदोषज्ञस्तदात्वे क्षिप्रनिश्चयः । अतीते कार्यशेषज्ञः शत्रुभिर्नाभिभूयते ॥ ३ ॥
यथैनं नाभिसंदध्युर्मित्रोदासीन शत्रवः । तथा सर्वं संविदध्यादेष सामासिको नयः ॥ ४ ॥
मनु० [ ७ ॥ १७७-१८० ]

**شتروءَ کي ڏنڊ ڏيڻ :-** (١) نيتيءَ جو ڄاڻندڙ پرٿويءَ جو راڄا اهڙيون رٿون ڪم آڻي، جئن سندس متر منجهائنس واڌي ٿين ۽ شترن جو انداز وڌي نه وڃي. (٢) سڀ ڪم جي هاڻي ڪرڻ جڳائين ۽ جي هنڪان پوءِ ڪرڻا آهن، تنجي گڻن ۽ دوشن تي وچار ڪري. (٣) تنهن کانپوءِ دوش نوارڻ ۽ گڻن کي دريءَ ڪرڻ ۾ اُدم ڪندو رهي. جو راڄا ايندڙ وقت ۾ جيڪي ڪرڻو آهي، تنهنجي گڻن ۽ اوگڻن کي ڄاڻي ٿو ۽ هلندڙ وقت ۾ ترت [اُنجو] نشچو ڪندو آهي ۽ اڳي ڪيل ڪمن جي سنبنڌ ۾ جو رهيل ڪم ڪرڻو آهي، تنهن کي ڄاڻي ٿو، اُهو شتروءَ کان ڪڏهن به جيتجي نه سگهندو آهي. (٤) راڄ جا ڪاروبار هلائيندڙ ۽ خاص ڪري سياپتي راڄا سيڪنهن رٿ اهڙي ڪوشش ڪري، جئن ڪو به سندس راڄ گهرائي وارو، ڪنهن متر اُتوا ٽاڪو کي اُتوا سندس ڪنهن شتروءَ کي پنهنجو ڪري،

٥ جئن محمد غوري مهاراڄا پرٿوي راڄ سان ڪيو هو. (مولي رام)

رسات نہ ڪرائي سگهي، اهڙي لاپرواهيءَ ۾ ڪڏهن نہ ڦاسي. هنڪي ٿوري ۾ ولسہ الٿوا راڄنيتي ڪري سگهبو آهي.

कृत्वा विधानं मूले तु यात्रिकं  यथाविधि । उपगृह्यास्पदं चैव चारान् सम्यग्विधाय च ॥ १ ॥
संशोध्य त्रिविधं मार्गं षड्विधं च बलं स्वकम् । सांपरायिककल्पेन यायादरिपुरं शनैः ॥ २ ॥
शत्रुसेविनि मित्रे च गूढे युक्ततरो भवेत् । गतप्रत्यागते चैव स हि कष्टतरो रिपुः ॥ ३ ॥
दण्डव्यूहेन तन्मार्गं यायात्तु शकटेन वा । वराहमकराभ्यां वा सूच्या वा गरुडेन वा ॥ ४ ॥
यतश्च भयमाशङ्केत्ततो विस्तारयेद् बलम् । पद्मेन चैव व्यूहेन निविशेत् सदा स्वयम् ॥ ५ ॥
सेनापतिबलाध्यक्षौ सर्वदिक्षु निवेशयेत् । यतश्च भयमाशंकेत् । प्राचीं तां कल्पयेद्दिशम् ॥ ६ ॥
गुल्मांश्च स्थापयेदाप्तान् कृतसंज्ञान् समन्ततः । स्थाने युद्धे च कुशलानभीरूनविकारिणः ॥ ७ ॥
संहतान् योधयेदल्पान् कामं विस्तारयेद् बहून् । सूच्या वज्रेण चैवैतान् व्यूहेन व्यूह्य योधयेत् ॥ ८ ॥
स्यन्दनाश्वैः समे युद्ध्येदनूपे नौद्विपैस्तथा । वृक्षगुल्मावृते चापैरसिचर्मायुधैः स्थले ॥ ९ ॥
प्रहर्षयेद् बलं व्यूह्य तांश्च सम्यक् परीक्षयेत् । चेष्टाश्चैव विजानीयादरीन् योधयतामपि ॥ १० ॥
उपरुध्यारिमासीत राष्ट्रं चास्योपपीडयेत् । दूषयेच्चास्य सततं यवसान्नोदकेन्धनम् ॥ ११ ॥
भिन्द्याच्चैव तडागानि प्राकारपरिखास्तथा । समवस्कन्दयेच्चैनं रात्रौ वित्रासयेत्तथा ॥ १२ ॥
प्रमाणानि च कुर्वीत तेषां धर्म्यान्यथोदितान् । रत्नैश्च पूजयेदेनं प्रधानपुरुषैः सह ॥ १३ ॥
आदानमप्रियकरं दानञ्च प्रियकारकम् । अभीप्सितानामर्थानां काले युक्तं प्रशस्यते ॥ १४ ॥

मनु० [ ७ ॥ १८४-१९२ । १९४-१९६ । २०३-२०४ ]

**شترن سان يڌ:-** (١) جڏهن راجا شترن سان يڌ ڪرڻ لاءِ وڃي، تڏهن (پهريائين) پنهنجي راڄ جي رکشا جو بندوبست ۽ يترا جي سڀ سامگريءَ جو پورو پربنڌ ڪري، سڀ سينا سواري ۽ بار برادري، هٿيار آدي پورا پورا سان ڪٺي، سڀني طرفن ۾ ارٿات جاسوسن کي چئني ڏسائن ۾ خبر آڻڻ لاءِ ڇڏيندو رهي، ڌيان ڪري، دشمن سان لڙائي ڪرڻ لاءِ روانو ٿئي. (٢) ٽن پرڪارن جي واٽن ارٿات هڪڙي ٿل جي واٽ، ٻي پاڻيءَ ارٿات سمنڊ ۾ ندين جي واٽ ۽ آڪاش جي واٽ کي ٺيڪ ڪري. سگهيءَ لي رٿ، گهوڙا ۽ هاٿي، پاڻيءَ رستي ٻيڙيون ۽ آڪاش ۾ ومان (هوائي جهاز) اناديءَ سوارين جي وسيلي وڃي. ۽ پيادا، گاڏيون، هاٿي، گهوڙا، شستر (ڏک هٿن جا هٿيار)، استر (اڇلائڻ يا ٻاٽي وسائڻ جا هٿيار)، کاڌي جو سامان پوريءَ ريت سان ڪٺي، اهڙيءَ ريت پنهنجي شڪتي مڪمل ڪري ڪوئي خاص سبب ڏيکاري، دشمن جي نگر جي ويجهو وڃي ڏيري ڏيري وڌندو رهي.

**ڪپٽيو متر:-** (٣) جيڪو اندران ويريءَ سان مليل هجي ۽ پاڻ سان ٻاهران متر ٿيو رکي، ڳجهيءَ ريت دشمن کي ڀيد ڏيندڙ هجي، اُن جي اچ وڃ ۾ سائس ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ڏاڍي خبرداري رکندو ڪري، ڇو تہ جيڪو اندروني ويري ۽ ٻاهران متر هجي، سو وڏي ۾ وڏو شترو سمجهڻ گهرجي.

**يڌ سکيا ارٿات قواعد ڪرڻ:-** (٤) سڀني راڄ پرشن کي لڙائي ڪرڻ جي وديا سيکاري ۽ پاڻ راجا بہ سکي ۽ پرجا جي ٻين ماڻهن کي بہ سيکاري. جيڪي پهريائين سکيل

ٻوڙا هوندا آهن، سي ٿي چڱيءَ طرح لڙي ۽ لڙائي ڪري ڄاڻندا آهن ۽ جڏهن ڪين سيکاريو وڃي، تڏهن ڪين [هيٺينءَ ريت قواعد ڪرائي] -

(١) ڏنڊ سمان [سڌي قطار ۾ سينا هلائڻ]. (٢) (شڪت) يا گاڏي سمان هلائڻ. (٣) (واره) جنهن سوئر هڪ ٻئي جي پٺيان ڊوڙندا وينندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن سڀ ملي جهنڊ يا ٽولو ٺاهيندا آهن. (۴) (مڪر) جنهن مانگرمڇ پاڻيءَ ۾ هلندا آهن، تنهن سينا کي هلائي. (٥) (سوچي ويوه) جنهن سئيءَ جو منهن سنهو ۽ پاڪو ٿلهو ۽ ست انڪان ٻه ٿلهو ٿيندو آهي، تنهن سينا کي ٻه ٺاهي. (٦) جنهن نيل ڪنٺ يا گرڙ پکي هيٺ مٿي جهٽ هڻندو اڏامندو آهي، تنهن سينا کي ٻڌائي.

(٥) جنهن پاسي کان ڊپ ڏسي، تنهن پاسي سينا کي ڦهلائي، سينا جي سيني سيناپتين کي چئني پاسن کان بيهاري "پدم ويوه" ٻڌائي، ارٿات نيلوفر جي گل سمان چوگرد فوجن کي رکي ۽ پاڻ وچ ۾ رهي.

(٦) سيناپتين ۽ سندن هٿ هيٺ ڪم ڪرڻ وارن دلپتين کي يعني آگيا ڏيڻ وارن ۽ سينا سان گڏ وڙهڻ ۽ وڙهائڻ وارن شورويرن کي انهيءَ ڏسائن ۾ رکي ۽ جنهن پاسي لڙائي ٿيندي هجي، تنهن طرف سڄي سينا جو منهن ڪري، پر ٻين پاسن ڏي ٻه پورو بندوبست رکي ۽ نه ته پٺيان اتوا پاسن کان شتروءَ جي ڪاهه ٿيڻ جو امڪان آهي.

(٧) گلم ارٿات پکن تنين وانگيان مضبوط، لڙائيءَ جي هنر ۾ ماهر، پورو ڌر رطلما بيهڪ وٺڻ ۽ ٻڌ ڪرڻ ۾ چتر، ٻي ڊپا، دلين جا صاف ۽ همت وارا هجن، تنکي سيناپتيءَ جي چوڌاري رکيو وڃي.

(٨) جيڪڏهن ٿورن آدمين سان لڙائي ڪرڻي هجي ته [پنهنجن سپاهين کي] ڪٺو ڪري وڙهائي ۽ ضرورت پوڻ تي کين جهٽ پٽ ڇڙوڇڙ ڪرائي ڇڏي. جڏهن ڪنهن نگر، ڳڙه يا شتروءَ جي سينا ۾ گهڙي جنگ ڪرڻي هجي، تڏهن سئيءَ وانگر اتوا ٻه ڌاري تلوارجيان ٻنهي طرفن کان ڪاٽيندا، ٻڌ ڪندا وڃن ۽ اندر گهڙندا به وڃن. اهڙيءَ ريت انيڪ پرڪارن جي ويوه ارٿات صفن ۾ لشڪر کي بيهاري.

(٩) جي سامهون توب يا بندوق هلي رهي هجي، ته "سرپ ويوه" يعني نانگ وانگر ليٽي هلن. جڏهن توبن وٽ پهچن، تڏهن انهنکي ماري يا پڪڙي، توبن جو منهن دشمن جي طرف ڦيري، انهن توبن ۽ بندوق سان انهن شترن کي مارين ۽ يا ته توبن جي سامهون پيرين آدمين کي گهوڙن تي سوار ڪري ڊوڙائي مارو ڪن ۽ وچ ۾ چڱا چڱا سوار رهن، جي هڪ ئي وار حملو ڪري شتروءَ جي سينا کي ڇڙوڇڙ ڪري پڪڙي وٺن يا ڀڄائي ڇڏين.

(١٠) جي سڌي زمين تي ٻڌ ڪرڻي هجي ته گاڏين، گهوڙن ۽ پيادن سان ۽ جي سمنڊ ۾ جنگ ڪرڻي هجي ته جنگي ٻيڙين تي ۽ ٿوري پاڻيءَ ۾ ته هاٿين تي، وڻن ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ تيرن ۽ وارياسي ميدانن ۾ تلوار ۽ ڍال سان لڙائي ڪن ۽ ڪرائين.

(١١) جنهن وقت لڙائي ٿي رهي هجي، تنهن مهل لڙڻ وارن کي همٿائيجي ۽ خوشي

ڏنا رجي. ۽ بند ٽيڻ ٿي وڃن ۽ اُساهه پيدا ڪرڻ وارن ٿورن سان، ڪارائتا پيارڻ سان، سهائتا ڪرڻ ۽ استر شستر، دوائن وغيره سان سينا جي دلين کي پرسن ڪيو وڃي. (وڳوه) صف بنديءَ ذاران لڙائي نه ڪجي ۽ نه ڪرائجي. پنهنجي لڙندڙ فوج جي هلت چلت ۽ ڀيڙڻ کي ڏسندو رهجي ته هوءَ ٺيڪ ٺيڪ لڙي ٿي يا ڪپٽ ٿي ڪري.

**شترو کي گهيرو ڪرڻ:-** (١٢) راجا ڪنهن وقت مناسب سمجهي ته شتروءَ کي چئني پاسن کان گهيرو ڪري روڪي رکجي ۽ سندس ملڪ کي ڪشت ڏيڻ لاءِ چارو، ان، پاڻي ۽ ڪاٺين کي ڇٽ ۽ خراب ڪري ڇڏي.

(١٣) شتروءَ جي تلاءَ، نگر جي پرڪوٽ (پناهه ۽ ڀت) کاهيءَ کي ڀڃي پوري ڇڏجي ۽ رات جي وقت اُنهن کي ڀؤ ڏيئي، سوڀ پائڻ جو اُپاءُ ڪجي.

**هار کاڌل سان ورتاءُ:-** (١٤) راجا وڃي پراپت ڪري شتروءَ کان عهدنامو يعني پرتگيا پتر وغيره لکائي وٺي ۽ جي مناسب سمجهي ته اُنجي ئي خاندان مان ڪنهن ڌارمڪ پرش کي راجا بڻائي. اُنکان به لکارائي وٺي ته توکي منهنجي آگيا اُنوسار يعني جيڪا ڌرم يڪت راجنيتي آهي، تنهن انوسار هلي، نياءَ سان پرجا جو پالن ڪرڻو پوندو. کيس اهڙو اُپديش ڪري، وٽس اهڙا ماڻهو رکي، جنهنڪري وري ڀيهر فساد نه ٿئي؛ جيڪڏهن شترو شڪست پائي ته پنهنجن اميرن سان گڏجي جواهر وغيره سوکڙين سان اُنجي عزت ڪري. اهڙي هلت نه ڪري، جو سندس شتروءَ جو گذران به ٿي نه سگهي. جي اُنکي بندي گهر [قيد خاني] ۾ وجهي، ته به اُنجي مناسب عزت قائم رکي؛ جئن هو هار کائڻ جي ڏک کان ڇٽي خوشيءَ ۾ رهي.

(١٥) ڇو ته دنيا ۾ ٻئي جو مال وٺڻ دشمنيءَ جو ڪارڻ ۽ موٽائي ڏيڻ مترتا جو ڪارڻ ٿيندو آهي ۽ خاص ڪري سمي انوسار پورو وچن ڏسي توکيه وهنوار ڪرڻ ۽ اُن جيتيل کي سندس دلپسند چيزون ڏيڻ تمام اُتم ڪم آهي. [راجا کي کپي ته] کيس ڪڏهن نه چيڙائي، نه مٿس مسخري يا ٺٺولي ڪري ۽ نڪي کيس ائين چوي ته توکي جيتيو اٿم. بلڪ کيس پنهنجو ڀاءُ سمجهي سندس عزت ۽ آبرو سدا ڪندو رهي.

हिरण्यभूमिसंप्राप्त्या पार्थिवो न तथैधते । यथा मित्रं ध्रुवं लब्ध्वा कृशमप्यायतिक्षमम् ॥ १ ॥
धर्मज्ञं च कृतज्ञं च तुष्टप्रकृतिमेव च । अनुरक्तं स्थिरारम्भं लघुमित्रं प्रशस्यते ॥ २ ॥
प्राज्ञं कुलीनं शूरं च दक्षं दातारमेव च । कृतज्ञं धृतिमन्तञ्च कष्टमाहुररिं बुधाः ॥ ३ ॥
आर्य्यता पुरुषज्ञानं शौर्य्यं करुणवेदिता । स्थौललक्ष्यं च सततमुदासीनगुणोदयः ॥ ४ ॥
मनु० [ ७ ॥ २०८-२११ ]

**متر ڇا کي چئجي؟:-** (١) متر جو اُهڃاڻ هي آهي - راجا ڌن ۽ ڌرتيءَ جي پراپتي ڪرڻ سان اهڙو نه وڌندو آهي، جهڙو پڪي پريم وارا، ڀوشيه (آئينده) جي ڳالهين کي سوچڻ واري ۽ ڪار ۾ کي سڌ ڪرڻ واري ٻلوان اٿوا نربل متر کي پائڻ سان وڌندو آهي. (٢) ڌرم کي ڄاڻڻ واري، ٿورو مڃيندڙ، ارٿات ڪيل اُپڪار کي سدا ياد رکڻ واري، مٺي ۽ اُتم سڀاءَ

واري پرڄا کي لوڙي هو ٿوري هستي رکڻ وارو هجي، اهڙي متر کي پائي به [راجا] ساراهه جوڳو ٿيندو آهي. (٣) سدا هن ڳالهه جي پڪ رکي ته ڪڏهن ٻڌيمان، وڏگهراڻي، شورويرو، چتر، داتار، ڪيل ڀلائيءَ کي نه وساريندڙ ۽ ڌيرج واري پرش کي دشمن نه بڻائي. جيڪو اهڙي کي دشمن بڻائيندو، سو ڏک پائيندو.

**اُداسين جو لڇڻ:-** (٤) اُداسين جو هي لڇڻ آهي- جنهن ۾ ساراهڻ جهڙا گڻ خواهه چڱي ۽ لڳي منش جي پرکڻ جي ٻڌي، ويرتا ۽ ڪروڻا (ديا ڀاءُ) ٻه هجي [پر جو] * استول لکشيه ارٿات جو سدا مٺيون ڳالهيون ٻڌائيندڙ هجي [دل جو ڀيد نه ڏيندڙ هجي]، تنهن کي اُداسين ڪوٺبو آهي.

एवं सर्वमिदं राजा सह संमन्त्र्य मन्त्रिभिः । व्यायाम्याप्लुत्य मध्याह्ने भोक्तुमन्तःपुरं विशेत् ॥
मनु० ७ । २१६ ॥

**راجا جا نتيه ڪرم:-** جڏهن مٿي ڄاڻايو ويو آهي، تڏهن [راجا] پرڀات سميه اُٿي شوچ وغيره کان نورت ٿي، سنڌيا اُپاسنا، اگني هوتر [هوم] ڪري يا ڪرائي، سڀني منترين سان ويچار ڪري، درٻار ۾ وڃي، سڀني راڄ ڪرمچارين ۽ سينا جي سنڀاليندڙن سان ملي کين خوش ڪري. ڀانت ڀانت جي ويوهه چڪرن جي سکيا ارٿات قواعد ڪري ۽ ڪرائي، سڀني گهوڙن، هاٿين، ڳائين وغيره [جا] وٿاڻ، شستر استر [هٿيارن ٺوهارن] جون جايون، اوشڌاليه [اسپتال] ۽ راڄ جي ڌن ڪوش يعني خزاني وغيره سڀني تي هميشه نظر رکي، جيڪا منجهن گهٽتائي هجي سا ڪڍي. ويايام شالا [اکاڙي] ۾ وڃي ڪسرت ڪري، ڀوڄن ڪرڻ [کائڻ] لاءِ پنهنجي "انتهپور" يعني پنهنجي استريءَ آديءَ جي نواس استان تي وڃي ۽ ڀوڄن اهڙو ڪري، جيڪو (ويديه يا ڊاڪٽر) چڱيءَ پر جاچيل ٻڌي، ٻل ۽ اُتساهه کي وڌائيندڙ ۽ روڳ کي هٽائيندڙ هجي ۽ جنهن نموني نموني جا اَن، ساڳ، چٽڻيون، مربا وغيره پيئڻ جون شيون [شربت وغيره] سرها ۽ مٺا رس سان ڀريل [رسيلا پدارٿ] هجن، جنهنڪري سدا سکي رهي. اهڙيءَ ريت سڀني راڄ جي ڪمن ۾ اُنتي ڪندو رهي.

**پرجا کان ڍل اُڳاڙڻ جو نمونو:-**

पञ्चाशद्भाग आदेयो राज्ञा पशुहिरण्ययोः । धान्यानामष्टमो भागः षष्ठो द्वादश एव वा ॥ मनु० ७ । १३० ॥

[راجا کي کپي ته] واپارين ۽ ڪاريگرن کي سون ۽ چانديءَ جي اُپت مان جيترو لاڀ هجي، تنهنجو پنجاهون ڀاڱو، $ جانورن وغيره اَن مان ڇهون، اَٺون يا ٻارهون ڀاڱو وٺي ۽ جي

---

* استول لکشيه جو ڪن لوڪن 'اُدار' يعني 'سخي' ارٿ ڪيو آهي. سوامي جن اکري ارٿ ورتو آهي. استول = ٿلهو اٿوا ٻاهريون. لکشيه = اُديش. ڪن وري ارٿ ڪيو آهي اُهو جو "سوکيم درشٽيءَ وارو" نه هجي. اُدار پرش به گهڻو ڪري نرپکش ٿيندو آهي، جو هو جهڳڙي ۾ پوڻ نه چاهيندو آهي. جنهنڪري ٻاريڪ نظر نه هوندي آهي، سو نه مترتا اٿوا دشمني رکڻ ۾ اُسمرٿ ٿيندو آهي ۽ اُداسين رهندو آهي.

$ جيڪو اَناج ٿيو هجي، تنهنجو حساب ٻارنڌان [جنس ۾] يا روڪ وٺي.

روڪ وني، نه ته اهڙيءَ رلت وني. جئن ڪيتي ڪندڙ ڪاڏي پيتي ۽ ڏن ڪان رهت تي دکي نه ٿين.

**پرجا سڀا ۽ راجا سڀا :-** (٨) پرجا جي ڏنوان، تندرست ۽ کاڌ خوراڪ سان ڀرپور هئڻ ڪري، راجا جي ڏاڍي اُنتي ٿيندي آهي. [راجا] پرجا کي سنتان جيان سڀي رکي ۽ پرجا راجا ۽ راج اڌڪارين کي پتا جيان ڄاڻي. هيءَ ڳالهه ٺيڪ آهي ته راجائن جا راجا آهن ڪرمي وغيره پورهيو ڪندڙ ماڻهو ۽ راجا سندن رکشا ڪندڙ. جيڪڏهن پرجا نه هجي ته راجا ڪنهنجو؟ ۽ جي راجا نه هجي، ته پرجا ڪنهن کي پرجا ڪري سڏبو؟ ٻئي پنهنجي پنهنجي ڪرمن (فرضن) ۾ سوتنتر [آزاد] آهن، پر گڏجي ڪرڻ وارن پريتي سان ڀرپور ڪمن ڪرڻ ۾ هڪ ٻئي جي اڌين رهن. راجا ۽ سرڪاري ماڻهو، پرجا جي عام راءِ جي برخلاف نه هلن ۽ راجا جي آگيا جي ورڌ راج ڪرمچاري ۽ پرجا نه هلي. هيءَ راجا جو نج ڪم، جنهنکي "پوليٽڪل" ڪري ڪوٺيندا آهن، سو ٿوري ۾ ورڻن ڪيو ويو. جن کي وڌيڪ وچور سان ڏسڻو هجي، سي چار ويد، منو سمرتي، شڪرنيتي ۽ مهاڀارت وغيره ۾ ڏسي سگهن ٿا. پرجا جو جيڪو نياءُ ڪرڻو آهي، سو منو سمرتيءَ جي اٺين ۽ نائين اڌيائن وغيره [۾ ڏنل] انوسار ڪرڻ گهرجي. پر هت به ٿورو لکجي ٿو:-

प्रत्यह देशदृष्टैश्च शास्त्रदृष्टैश्च हेतुभिः । अष्टादशसु मार्गेषु निबद्धानि पृथक् पृथक् ॥ १ ॥
तेषामाद्यमृणादानं निक्षेपोऽस्वामिविक्रयः । संभूय च समुत्थानं दत्तस्यानपकर्म च ॥ २ ॥
वेतनस्यैव चादानं संविदश्च व्यतिक्रमः । क्रयविक्रयानुशयो विवादः स्वामिपालयोः ॥ ३ ॥
सीमाविवादधर्मश्च पारुष्ये दण्डवाचिके । स्तेयं च साहसं चैव स्त्रीसंग्रहणमेव च ॥ ४ ॥
स्त्रीपुंधर्मो विभागश्च द्यूतमाह्वय एव च । पदान्यष्टादशैतानि व्यवहारस्थिताविह ॥ ५ ॥
एषु स्थानेषु भूयिष्ठं विवादं चरतां नृणाम् । धर्मं शाश्वतमाश्रित्य कुर्यात्कार्यविनिर्णयम् ॥ ६ ॥
धर्मो विद्धस्त्वधर्मेण सभां यत्रोपतिष्ठते । शल्यं चास्य न कृन्तन्ति विद्धास्तत्र सभासदः ॥ ७ ॥
सभा वा न प्रवेष्टव्यो वक्तव्यं वासमंजसम् । अब्रुवन्विब्रुवन्वापि नरो भवति किल्विषी ॥ ८ ॥
यत्र धर्मो ह्यधर्मेण सत्यं यत्रानृतेन च । हन्यते प्रेक्षमाणानां हतास्तत्र सभासदः ॥ ९ ॥
धर्म एव हतो हन्ति धर्मो रक्षति रक्षितः । तस्माद्धर्मो न हन्तव्यो मा नो धर्मो हतोऽवधीत् ॥ १० ॥
वृषो हि भगवान् धर्मस्तस्य यः कुरुते ह्यलम् । वृषलं तं विदुर्देवास्तस्माद्धर्मं न लोपयेत् ॥ ११ ॥
एक एव सुहृद्धर्मो निधनेऽप्यनुयाति यः । शरीरेण समं नाशं सर्वमन्यद्धि गच्छति ॥ १२ ॥
पादोऽधर्मस्य कर्त्तारं पादः साक्षिणमृच्छति । पादः सभासदः सर्वान् पादो राजानमृच्छति ॥ १३ ॥
राजाभवत्यनेनास्तु मुच्यन्ते च सभासदः । एनोगच्छति कर्त्तारं निन्दार्हो यत्र निन्द्यते ॥ १४ ॥
मनु० [ ८ । ३-८ । १२-१९ ]

**لوڪن جا پاڻ ۾ جهڳڙا :-** سڀا، راجا ۽ راج ڪرمچاري هيٺين ارڙهن پرڪارن جي تڪراري ڳالهين مان، جنهن ڳالهه تي جهڳڙو هجي، تنهنجو نرنئه هميشه ديش جي رواج ۽ ڌرم شاستر جي سڌالت انوسار ڪندا رهن. جنهن جنهن لاءِ جو بيان شاستر ۾ نه هجي ۽ انجي هئڻ

جي ضرورت سمجهن ته سڀني ۾ سنو نيم ناهين، جنهنڪري راڄا ۽ پرجا جي ڀلائي لٿي. [منو ٨-٣]

**ارڙهن تڪراري ڳالهيون هيٺيون آهن:-** ١. ڪنهن سان قرض جي ڏيتيءَ ليتيءَ بابت تڪرار. ٢. ڌراوت [بابت جهڳڙو] ڪنهن وٽ ڪا شيءِ امانت رکيل هجي ۽ گهرڻ تي هو نه ڏئي. ٣. پرائي مال کي ٻيو وڪڻي ڇڏي. ٤. سازش يعني ٻڌي ڪري ڪنهن سان اتياچار ڪيل هجي. ٥. ڏنل مال نه موٽائڻ [منو ٨-٤]. ٦. حق نه ڏيڻ يعني ڪنهن جي پگهار مان ڪاٽي وٺڻ يا گهٽ ڏيڻ يا اصلي نه ڏيڻ. ٧. پرتگيا ڀنگ ڪرڻ. ٨. وڪڻڻ وٺڻ بابت جهڳڙو. ٩. پشن جي مالڪ ۽ پالڻ واري ۾ جهڳڙو. [منو ٨-٥]. ١٠. حدن جو تڪرار. ١١. ڪنهنکي ڪٺور ڏنڊ ڏيڻ. ١٢. سخت ڳالهائڻ. ١٣. چوري ۽ ڦر ڪرڻ. ١٤. ڪو ڪم زوريءَ ڪرائڻ. ١٥. پر استري اتوا پر پرش جو ويڀچار ڪرڻ. [منو ٨-٦] ١٦. پتورت ڌرم يا پتني ورت ڌرم جو نه پالڻ. ١٧. ورثي جي حصن ۾ جهڳڙو. ١٨. جوئا ۾ جڙ اتوا چيتن وستو [هلندڙ ۽ بيٺل شيون] داءُ ۾ رکي راند ڪرڻ. اهي هڪ ٻئي جي ورڌ جهڳڙن جا ارڙهن ڪارڻ آهن. [منو ٨-٧]

**نياءَ ۽ ڌرم:-** وهنوار ۾ گهٽي واڌ وواد ڪرڻ وارن لوڪن جو نياءَ [راڄا] پراچين سناتن ڌرم جي آڌار تي ڪري، ارٿات ڪڏهن به ڪنهنجو **پکش** نه وٺي. [منو ٨-٨]

**انياءَ ٿيندو ڏسي چپ رهڻ مهاپاپ:-** جنهن سڀا ۾ ڌرم کي اڌرم سان گهايل ڪيو ٿو وڃي، جتي ڌرم جي زخم مان تير نڪتو ڪڍجي، ۽ جتي اڌرم جي پاڙ نڪتي پٽي وڃي ارٿات جتي ڌرميءَ کي مان ۽ اڌرميءَ کي ڏنڊ نٿو ملي، تتي جيترا به سڀاسد آهن، سي سڀ **زخميل** [گهايل] سمجهيا ويندا آهن. [منو ٨-١٢]

ڌارمڪ منش کي کپي ته ڪڏهن به سڀا ۾ نه وڃي؛ جي وڃي ته سچ ئي ٻولي؛ جيڪو آدمي سڀا ۾ انياءَ ڏسي چپ رهي ٿو يا جيڪو سچ ۽ نياءَ جي ورڌ ڳالهائي ٿو، سو **مهاپاپي** آهي. [منو ٨-١٣]

**ڌرم جو موت:-** جنهن سڀا ۾ سڀني سڀاسدن جي ڏسندي اڌرم سان ڌرم ۽ اسٽيه سان ستيه ماريو ويندو آهي؛ اُن سڀا جا سڀ سڀاسد **مئلن** جي مثل آهن، ڇو ڻ منجهن ڪو به جيئرو نه آهي. [منو ٨-١٤]

ناس ٿيل ڌرم، ناس ڪندڙ کي نشٽ ڪندو آهي ۽ رکشا ڪيل ڌرم، رکشا ڪندڙ جي رکشا ڪندو آهي، تنهنڪري ڌرم کي ڪڏهن به **ناس** نه ڪجي، متان مئل ڌرم اسانکي نه ماري وجهي. [منو ٨-١٥]

ڌرم سموري آنند ۽ شانتيءَ جي ڏيڻ وارو ۽ سڀني سکن جي ورشا ڪرڻ وارو آهي، جيڪو انهيءَ کي ناس ڪندو آهي، تنهنکي ودوان ماڻهو "ورشل" ارٿات **شودر** ۽ نيچ ڪري ڄاڻندا آهن، تنهنڪري ڪنهن به ماڻهوءَ کي **ڌرم** ناس نه ڪرڻ گهرجي. [منو ٨-١٦]

هن سڀني ۾ ڌرم ئي وڏو اهو متر آهي، جو مرڻ کانپوءِ بہ ساڻ هلندو آهي. ٻيا سڀ پدارٿ ۽ متر شرير جي ناس ٿيڻ تي ناس ٿي وڃن ٿا، ارٿات منش ساٿين کان وڇڙجي وڃي ٿو. [منو ٨-١٧]

پر ڌرم جو سنگ ڪڏهن بہ نہ ٿو ڇڏي. جڏهن راڄ سڀا ۾ پکشپات جي ڪري انياءُ ٿيندو آهي، تڏهن اُن اڌرم جا چار ڀاڱا ٿيندا آهن. هڪ ملندو آهي اَڌرم جي ڪندڙ ڌوهاريءَ کي، ٻيو ساکيءَ کي [ارٿات جنهن جي ڏسندي اَڌرم ٿيو هجي تنهنکي] ٽيون سڀا جي سڀاسدن کي ۽ چوٿون ڀاڱو اَڌرمي سڀا جي سڀاپتيءَ ارٿات راجا کي لڳندو آهي. [منو ٨-١٨]

جنهن سڀا ۾ نندا لائق منش جي نندا ٿيندي آهي ۽ اُستتيءَ جي لائق منش جي اُستتي ٿيندي آهي، ڏنڊ جي ڀاڳيءَ کي ڏنڊ ملندو آهي ۽ مان جي لائق ماڻهوءَ جو مان ٿيندو آهي، اُتي راجا ۽ سڀا جا سڀ سڀاسد پاپ کان آجا ۽ پوتر سمجهيا ويندا آهن. رڳو پاپ جي ڪندڙ کي ئي پاپ لڳندو آهي. [منو ٨-١٩]

आप्ताः सर्वेषु वर्णेषु कार्याः कार्येषु साक्षिणः । सर्वधर्मविदोऽलुब्धा विपरीतांस्तु वर्जयेत् ॥ १ ॥
स्त्रीणां साक्ष्यं स्त्रियः कुर्युर्द्विजानां सदृशा द्विजाः । शूद्राश्च सन्तः शूद्राणामन्त्यानामन्त्ययोनयः ॥ २ ॥
साहसेषु च सर्वेषु स्तेयसंग्रहणेषु च । वाग्दण्डयोश्च पारुष्ये न परीक्षेत साक्षिणः ॥ ३ ॥
बहुत्वं परिगृह्णीयात्साक्षिद्वैधे नराधिपः । समेषु तु गुणोत्कृष्टान् गुणद्वैधे द्विजोत्तमान् ॥ ४ ॥
समक्षदर्शनात्साक्ष्यं श्रवणाच्चैव सिध्यति । तत्र सत्यं ब्रुवन्साक्षी धर्मार्थाभ्यां न हीयते ॥ ५ ॥
साक्षी दृष्टश्रुतादन्यद्विब्रुवन्नार्यसंसदि । अवाङ्नरकमभ्येति प्रेत्य स्वर्गाच्च हीयते ॥ ६ ॥
स्वभावेनैव यद् ब्रूयुस्तद् ग्राह्यं व्यावहारिकम् । अतो यदन्यद्विब्रूयुर्धर्मार्थं तदपार्थकम् ॥ ७ ॥
सभान्तः साक्षिणः प्राप्तानर्थिप्रत्यर्थिसन्निधौ । प्राड्विवाकोऽनुयुञ्जीत विधिनाऽनेन सान्त्वयन् ॥ ८ ॥
यद् द्वयोरनयोर्वेत्थ कार्येऽस्मिन् चेष्टितं मिथः । तद् ब्रूत सर्वं सत्येन युष्माकं ह्यत्र साक्षिता ॥ ९ ॥
सत्यं साक्ष्ये ब्रुवन्साक्षी लोकानाप्नोति पुष्कलान् । इह चानुत्तमां कीर्त्तिं वागेषा ब्रह्मपूजिता ॥ १० ॥
सत्येन पूयते साक्षी धर्मः सत्येन वर्द्धते । तस्मात्सत्यं हि वक्तव्यं सर्ववर्णेषु साक्षिभिः ॥ ११ ॥
आत्मैव ह्यात्मनः साक्षी गतिरात्मा तथात्मनः । मावमंस्थाः स्वमात्मानं नृणां साक्षिणमुत्तमम् ॥ १२ ॥
यस्य विद्वान्हि वदतः क्षेत्रज्ञो नाभिशङ्कते । तस्मान्न देवाः श्रेयांसं लोकेऽन्यं पुरुषं विदुः ॥ १३ ॥
एकोऽहमस्मीत्यात्मानं यत्त्वं कल्याण मन्यसे । नित्यं स्थितस्ते हृद्येष पुण्यपापेक्षिता मुनिः ॥ १४ ॥
मनु० [ ८ । ६३ । ६८ । ७२-७५ । ७८-८१ । ८३ । ८४ । ९६ । ९१

(ساکي) شاهد ڪهڙا هجن :- (١) سڀني ورڻن ۾ جيڪي ڌرماتما، ودوان، ڇل ڪپٽ کان پري، سڀ پرڪار جي ڌرم کي ڄاڻڻ وارا، نرلوڀي ۽ سچار هجن، تن کي عدالت ۾ شاهد ڪري ڪهرائڻ گهرجي. جيڪي اُنهيءَ جي اُبتڙ (ورهاڱن وارا) هجن، تن کي ڪڏهن بہ ساکي [شاهد] ڪرڻ نہ گهرجي. [منو ٨-٦٣]

(٢) استرين جا شاهد استريون، * دوجن جا دوج، شودرن جا شودر ۽ چنڊالن جا چنڊال شاهد هجن. [منو ٨–٦٨]

(٣) جيتري قدر زوريءَ جا ڪم، چوري، ويڀچار، ڪٺور وچن ۽ ڏنڊ ملڻ جوڳا اپراڌ (ڏوھ) آهن، تن ۾ شاهدن جي پرِيڪشا نه ڪجي ۽ نڪي اُنهن ڪرڻ ڪو تمام ضروري سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو اهي ڪم ڳجها ٿيندا آهن [جن جا شاهد مشڪل آهن] [منو ٨–٧٢]

(ساکي) **شاهدي قبول ڪرڻ جا نيم:-** (٤) ٻنهي ڌرين جي شاهدن مان گهڻي پکش انوسار اتوا ڪثرت راءِ موجب، جيڪڏهن شاهد برابر هجن ته چڱن مڙس جي شاهديءَ موجب، پر جيڪڏهن ٻنهي ڌرين جي شاهدن ۾ چڱا مڙس هڪ جيترا هجن ته اُتم درجي ارٿات رشين، مهارشين ۽ جتي پرشن جي شاهديءَ انوسار نياءُ ڪري. [منو ٨–٧٣]

(٥) شاهد ٻن پرڪارن جا ٿين ٿا، هڪڙا اهي جن اکين سان حال ڏٺو هجي ۽ ٻيا اهي جن ٻڌو آهي. جڏهن سڀا ۾ پڇيا تي جيڪي شاهد سچ ٻولين ته اهي ڌرم هڻڻ ۽ ڏنڊ جوڳي نه آهن، پر جي مٺيا ٻولين تن کي مناسب ڏنڊ ڏجي. [منو ٨–٧٤]

**ڪوڙيءَ شاهديءَ تي ڏنڊ:-** (٦) جيڪو شاهد راڄ سڀا اتوا اُتم پرشن جي ڪهڻ ۽ سڀا ۾ ڏٺل يا ٻڌل [ڳالهه] جي خلاف چوي ته اُن جي جڀ ڪپائجي ته پل هن جنم ۾ دکم روپي نرڪ کي پراپت ٿئي ۽ مرڻ کان پوءِ ٻه سک کان نراس رهندو. [منو ٨–٧٥]

**شاهدي ڏيڻ جو نمونو:-** (٧) شاهد جي ان وچن کي مڃجي، جو وهنوار سنبنڌي سڀا ۾ [سواءِ بناوت] چوي ۽ ان جي خلاف جيڪي سيکاريل وچن چوي، تنکي نياءِ ڌيش [جج] **وئرٿ** سمجهي. [منو ٨–٧٨]

(٨) جڏهن فرياديءَ ۽ جوابدار جي سامهون شاهد سڀا [ڪورٽ] ۾ حاضر ٿين، تڏهن ڪانئن جج ۽ وڪيل شانتيءَ پورڪ هن طرح پڇن. [منو ٨–٧٩]

(٩) اي شاهدو! هن جهڳڙي ۾ هن ٻنهي ڌرين جي ٻاڻ ۾ هلت چلت جي جيڪا سڌ اوهان کي هجي، سا ٺيڪ ٺيڪ ٻڌايو، ڇو ته اوهانجي شاهدي هن جهڳڙي ارٿات مقدمي ۾ (گهربل) آهي. [منو ٨–٨٠]

**سچيءَ شاهديءَ جو ڦل:-** (١٠) جيڪو شاهد سنهي ٻولي ٿو، سو جنم جنمانترن ۾ اُتم جنم ۽ اُتم لوڪانترن ۾ جنم پائي، سک ماڻيندو آهي ۽ هن جنم ۽ ٻئي جنم ۾ جس پراپت ڪندو آهي، ڇاڪاڻ جو جيڪا هيءَ واڻي آهي، تنهنکي اُي ويدن ۾ ستڪار ۽ ترسڪار (عزت ۽ بي عزتي) جو ڪارڻ ڪري لکي وئي آهي. جيڪو سنهي ڳالهائيندو

* سبب اهو آهي ته استرين جي معاملن جي پرشن کي اهتري خبر نه پئجي سگهندي، جيتري عام طرح استرين کي پوندي آهي، ائين ته مردن جو اُٿڻ ويهڻ به انهن ۾ اهڙو نه ٿيندو، جهڙو ٻارن جو ڳالهين ۾. اهڙو ئي ويچار دوجن ۽ شودرن اتيادي جي نسبت ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته همجنس ماڻهن کي جيتري هڪ ٻئي جي خبر هوندي آهي، اوتري ٻين ماڻهن کي ڪانه پوندي آهي.

آهي، سو مان پائيندو آهي ۽ جيڪو ڪوڙ ڳالهائيندو آهي، سو نندا جوڳو ٿيندو آهي. [منو ٨-٨١]

(١١) ستيه ڳالهائڻ سان شاهد پوتر ٿيندو آهي ۽ ستيه ڳالهائڻ سان ڌرم وڌندو آهي. تنهنڪري سڀني ورڻن جي شاهدن کي ستيه ڳالهائڻ گهرجي. [منو ٨-٨٢]

(١٢) آتما جو ساکي * آتما ۽ آتما جي گتي آتما آهي، انهيءَ ڳالهه کي سمجهي هي پرش! پنهنجي آتما، جا سڀني جي اندر اتم ساکي آهي، تنهنجو اپمان نه ڪر، ارٿات ستيه ڀاشڻ، جيڪي تنهنجي آتما، من ۽ واڻيءَ ۾ آهي، سوئي ستيه آهي ۽ جو ان جي ورڌ آهي، سو مٿيا آهي. [منو ٨-٨٣]

(١٣) ودوان لوڪ رڳو انهيءَ منشيه کي ئي اتم پرش ڪري سمجهندا آهن، جنهن ودوان منشيه جي شرير کي ڄاڻڻ واري آتما ڳالهائيندي شنڪا [شڪ] ۾ نٿي پوي ارٿات نڊر (بي خوف) رهنٿي. [منو ٨-٩٦]

(١٤) اي ڪلياڻ جي اڇا ڪرڻ وارا پرش! (جو آتما) جڏهن تون پاڻ کي پنهنجي من ۾ اڪيلو ڄاڻي ڪوڙ ڳالهائين، نه اهو ٺيڪ نه آهي، (ڇو ته) تنهنجي هردي ۾ انترجامي پرميشور پاپ ۽ پن کي چپ چاپ ڏسڻ وارو براجمان آهي؛ تنهن پرماتما کان ڊڄي سدائين ستيه ڳالهائيندو ڪر. [منو ٨-٩١]

लोभान्मोहाद्भयान्मैत्रात्कामात्क्रोधात्तथैव च । अज्ञानाद्बालभावाच्च साक्ष्यं वितथमुच्यते ॥ १ ॥
एषामन्यतमे स्थाने यः साक्ष्यमनृतं वदेत् । तस्य दण्डविशेषांस्तु प्रवक्ष्याम्यनुपूर्वशः ॥ २ ॥
लोभात्सहस्रं दण्ड्यस्तु मोहात्पूर्वन्तु साहसम् । भयाद्द्वौ मध्यमौ दण्ड्यौ मैत्रात्पूर्वं चतुर्गुणन् ॥ ३ ॥
कामाद्दशगुणं पूर्वं क्रोधात्तु त्रिगुणं परम् । अज्ञानाद्द्वे शते पूर्णे बालिश्याच्छतमेव तु ॥ ४ ॥
उपस्थमुदरं जिह्वा हस्तौ पादौ च पञ्चमम् । चक्षुर्नासा च कर्णौ च धनं देहस्तथैव च ॥ ५ ॥
अनुबन्धं परिज्ञाय देशकालौ च तत्त्वतः । साराऽपराधौ चालोक्य दण्डं दण्ड्येषु पातयेत् ॥ ६ ॥
अधर्मदण्डनं लोके यशोघ्नं कीर्त्तिनाशनम् । अस्वर्ग्यश्च परत्रापि तस्मात्तत्परिवर्जयेत् ॥ ७ ॥
अदण्ड्यान्दण्डयन् राजा दण्ड्यांश्चैवाप्यदण्डयन् । अयशो महदाप्नोति नरकं चैव गच्छति ॥ ८ ॥
वाग्दण्डं प्रथमं कुर्याद्धिग्दण्डं तदनन्तरम् । तृतीयं धनदण्डं तु वधदण्डमतः परम् ॥ ९ ॥
मनु० [ ८ ॥ ११८-१२१ । १२५-१२९ ]

* آتما کان ڪا به ڳالهه ڳجهي ڪانه آهي؛ تنهنڪري چيو ويو؛ ته آتما جو ساکي آتما آهي. سڀني دکن کان ڇٽڻ ۽ مڪتي پائڻ جو آڌار آتم وديا ارٿات آتما کي ڄاڻڻ ئي آهي. تنهن کري وري چيو ويو ته آتما جي گتي [سدگتي يا مڪتي] آتما ئي آهي. پڻ سڀني لاءِ اتم شاهد به آتما آهي؛ ڇاڪاڻ جو ڪو به ڪم انکان ڳجهو نه آهي. ماڻهو ڪوڙ تڏهن ڳالهائيندو آهي، جڏهن آتما جي اندرئين آواز جي ابتڙ هلندو آهي ۽ انجو اپمان ڪندو آهي. شلوڪ کي ڇڳيءَ پر ڏسبو ته آتما شبد جو ارٿ رڳو جيو آتما نه آهي؛ پر پرماتما انترجامي به آهي. هو هر سميه آتما سان ساڻ آهي، ارٿات سڀني جي دلين ۾ براجمان آهي ۽ سڀ جو ساکي آهي.

**سويڪار نه ڪرڻ جوڳي شاهدي**:- (١) جيڪو لوڀ، موهه، ڀؤ، مترتا، ڪام، ڪروڌ، اگيان ۽ بالڪپڻي جي ڪري ساکي ڏئي، سا سڀ ڪوڙي سمجهي وڃي. [منو ٨-١١٨]

(٢) مٿين ڪارڻن مان ڪنهن به ڪارڻ ڪري جيڪڏهن شاهد ڪوڙ ڳالهائي، ته هيٺ ڄاڻايل انيڪ پرڪارن جو ڏنڊ ڪيس ڏنو وڃي. [منو ٨-١١٩]

(٣) لوڀ وچان جيڪو ڪوڙي شاهدي ڏئي، ته ان تي پندرهن روپيا ڏهه آنه ڏنڊ وجهجي. جيڪو موهه سبب ڪوڙي شاهدي ڏئي، ته ان تي ٽي روپيا ٻه آنه ڏنڊ وجهجي. جيڪو ڀؤ جي ڪري ڪوڙي شاهدي ڏئي، تنهن تي سوا ڇهه روپيا ڏنڊ وجهجي. [منو-١٢٠]

(٤) جيڪو دوستيءَ ڪري ڪوڙي شاهدي ڏئي؛ تنهن کان ساڍا ٻارهن روپيا ڏنڊ ونجي. جيڪو پرش پنهنجي اڇا سان ڪوڙي شاهدي ڏئي؛ تنهن کان پنجويهه روپيا ڏنڊ ونجي، جيڪو ڪروڌ جي ڪري ڪوڙي ساکي ڏئي ته؛ تنهن کان ڇائيتاليهه روپيا چوڏهن آنه ڏنڊ ونجي. جيڪو اگيانتا يا ناواقفيت سبب ڪوڙي شاهدي ڏئي، تنهن کان ڇهه روپيا ڏنڊ ونجي. جيڪو بالڪپڻي جي ڪري ڪوڙي شاهدي ڏئي، تنهن کان هڪ رپيو نو آنه ڏنڊ ونجي.*

**اپراڌ موجب ڏنڊ**:- (٥) ڳجهو انگ، پيٽ، جڀ، هٿ، پير، اک، نڪ، ڪن، دن ۽ ديهه (سڄو شرير) اهي ڏهه استان آهن، جن تي سزا ڏني ويندي آهي. [منو ٨-١٢٥]

(٦) مٿي جيڪو ڏنڊ لکيو ويو آهي ۽ جو هيٺ لکيو ويندو، جيئن لوڀ سبب شاهدي ڏيڻ لاءِ پندرهن روپيا ٻارهن آنا ڏنڊ لکيو ويو آهي، پر جيڪڏهن ڪو آدمي ڪنگال هجي ته ان کان گهٽ ونجي سگهجي ٿو ۽ ڌنوان هجي ته ان کان ٻيڻ، ٽيڻ ۽ چوڻ تائين به ونجي. ارٿات ديش، ڪال ۽ حالتن سارو منش جي اوستا ڏسي، جهڙو اپراڌ هجي، تهڙو ڏنڊ ونجي. [منو ٨-١٢٦]

(٧) ڇاڪاڻ ته هن سنسار ۾ اڌرم سان ڏنڊ ڏيڻ ڪري، اڳئين پراپت ڪيل ۽ هلندڙ سمي جي ساراهه ۽ ايندڙ وقت جي ساراهه ناس ٿئي ٿي، ٻئي جنم جي ڪمائي ناس ٿيندي آهي ۽ ٻئي جنم ۾ به دک پراپت ٿيندو آهي، تنهنڪري ڪنهنکي به اڌرم سان ڏنڊ نه ڏيڻ گهرجي. [منو ٨-١٢٧]

(٨) جيڪو راجا اپراڌيءَ کي ڏنڊ نٿو ڏئي ۽ نراپراڌيءَ کي ڏنڊ ڏئي ٿو، ارٿات ڏنڊ ڏيڻ جوڳي آدميءَ کي ڇڏي ڏئي ٿو ۽ جنهن کي ڏنڊ ڏيڻ نه گهرجي، تنهنکي ڏنڊ ڏئي ٿو؛ تنهنجي جيئري نندا ٿيندي آهي؛ ۽ هو مرڻ کان پوءِ به ڏاڍا ڏک ڀوڳيندو آهي، تنهنڪري جو منش اپراڌ ڪري، تنهنکي اوس ڏنڊ ڏجي ۽ نراپراڌيءَ کي ڪڏهن به ڏنڊ نه ڏجي. [منو ٨-١٢٨]

---

* انهن ڏنڊن ۾ اڄوڪو لحاظ منوءَ جي زماني ۾ ڪوڙن شاهدن ڏيڻ وارا گهٽ ڪري هيٺين درجي (نيچ ڪل) جا آدمي هوندا هئا، تنهنڪري سندن هستيءَ انوسار ڏنڊ رکيل آهي. تنهن کانسواءِ انهيءَ زماني ۾ روپئي جو ملهه به گهڻو هو. هڪ روپئي ۾ جيترو مال خريد ڪري سگهبو هو، اوترو هن زماني ۾ خريد ڪرڻ ناممڪن آهي.

(٩) ڀيرئين [اَپراڌ جو] ڏنڊ واڻيءَ سان ڏجي، ارٿات اَپراڌيءَ کي ڦٽ ڀڄو ڪجي. ٻئي [ڏوهه] لاءِ ڦٽڪار جي سزا آهي؛ ارٿات ڏوهاريءَ کي چئجي ته تو کي ڌڪار آهي! تو اهڙو بڇڙو ڪم ڇو ڪيو؟ ٽئين [ڀيري جي ڏوهه] لاءِ ڏنڊ ڌن ڏواران وٺڻ ۽ چوٿين اَپراڌ لاءِ جسماني ڏنڊ ارٿات موچڙا يا لڪڻ هڻڻ يا سر ڪاٽي ڇڏڻ. [منو ٨-١٢٩]

येन येन यथाङ्गेन स्तेनो नृषु विचेष्टते । तत्तदेव हरेदस्य प्रत्यादेशाय पार्थिवः ॥ १ ॥
पिताचार्य्यः सुहृन्माता भार्य्या पुत्रः पुरोहितः । नादण्ड्यो नाम राज्ञोऽस्ति यः स्वधर्मे न तिष्ठति ॥ २ ॥
कार्षापणं भवेद्दण्ड्यो यत्रान्यः प्राकृतो जनः । तत्र राजा भवेद्दण्ड्यः सहस्रमिति धारणा ॥ ३ ॥
अष्टापाद्यन्तु शूद्रस्य स्तेये भवति किल्विषम् । षोडशैव तु वैश्यस्य द्वात्रिंशत् क्षत्रियस्य च ॥ ४ ॥
ब्राह्मणस्य चतुःषष्ठिः पूर्णं वापि शतं भवेत् । द्विगुणा वा चतुःषष्ठिस्तद्दोषगुणविद्धि सः ॥ ५ ॥
ऐन्द्रं स्थानमभिप्रेप्सुर्यशश्चाक्षयमव्ययम् । नोपेक्षेत क्षणमपि राजा साहसिकं नरम् ॥ ६ ॥
वाग्दुष्टात्तस्कराच्चैव दण्डेनैव च हिंसतः । साहसस्य नरः कर्त्ता विज्ञेयः पापकृत्तमः ॥ ७ ॥
साहसे वर्त्तमानन्तु यो मर्षयति पार्थिवः । स विनाशं व्रजत्याशु विद्वेषं चाधिगच्छति ॥ ८ ॥
न मित्रकारणाद्राजा विपुलाद्वा धनागमात् । समुत्सृजेत् साहसिकान्सर्वभूतभयावहान् ॥ ९ ॥
गुरुं वा बालवृद्धौ वा ब्राह्मणं वा बहुश्रुतम् । आततायिनमायान्तं हन्यादेवाविचारयन् ॥ १० ॥
नाततायिवधे दोषो हन्तुर्भवति कश्चन । प्रकाशं वाऽप्रकाशं वा मन्युस्तन्मन्युमृच्छति ॥ ११ ॥
यस्य स्तेनः पुरे नास्ति नान्यस्त्रीगो न दुष्टवाक् । न साहसिकदण्डघ्नौ स राजा शक्रलोकभाक् ॥ १२ ॥
मनु० [ ८ । ३३४-३३८ । ३४४-३४७ । ३५० । ३५१-३८६ ]

**ڏنڊ جو نمونو:-** (١) [ڏوهاري] جنهن پرڪار جنهن جنهن انگ سان ماڻهن ۾ اُبتا ڪم ڪندو هجي، سو سو انگ سيني جي سيکت لاءِ راجا ڪپي ڇڏي. [منو ٨-٣٣٤]

**هر اپراڌيءَ کي ڏنڊ:-** (٢) ڪوبه آدمي، جو پنهنجي ڌرم تي ٻڌل نه آهي، سو راجا جي هٿان سزا کان ڇٽل نٿو ٿئي. ڀلي ڪٿي هو پتا، گورو، مترُ، استري، پترُ ۽ پروهت ڇو نه هجي. ارٿات جڏهن راجا نياءَ جي آسڻ تي ويهي نياءُ ڪري، تڏهن ڪنهنجو به پکش نه ڪري، بلڪ ٺيڪ ٺيڪ ڏنڊ ڏئي. [منو ٨-٣٣٥]

**سرڪاري ڪرمچارين کي سزا:-** (٣) جنهن اَپراڌ ۾ ساڌارڻ منشيه تي هڪ پئسو ڏنڊ پوڻو هجي، تنهن اَپراڌ ۾ راجا تي هزار پئسا ڏنڊ پوڻ گهرجي؛ ارٿات رواجي آدميءَ کان راجا تي هزار ڀاڱا وڌيڪ ڏنڊ هڻڻ گهرجي. [منو ٨-٣٣٦]

منتري يعني راجا جي وزير کي اَٺ سؤ ڀيرا، اُنکان گهٽ درجي واري [ڪرمچاريءَ] کي ست سؤ دفعا ۽ اُنکان به هيٺئين کي ڇهه سؤ ڀيرا، اهڙيءَ طرح ننڍي کان ننڍي نوڪر يعني چپڙاسي (پٽيوالو) آهي، تنهنکي [رواجي آدميءَ کان] اٺوڻي سزا کان گهٽ نه هڻڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن پرجا جي نسبت سرڪاري نوڪرن کي وڌيڪ ڏنڊ نه ملندو ته سرڪاري نوڪر پرجا کي ناس ڪري ڇڏيندا. جئن شينهن گهٽي ۽ ٻڪري ٿوري ڏنڊ سان وس ۾ ايندي آهي، تئن راجا کان وٺي ننڍي کان ننڍي نوڪر کي اَپراڌ ۾ پرجا جي

نسبت سرڪاري نوڪرن تي وڏيڪ ڏنڊ هڻڻ کپي. [ منو ٨-٣٣٦ ]

**اوچ ورڻ واري کي وڌيڪ سزا:-** (۴) اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪرڻي سوچ سمجهه هوندي به چوري ڪري، [ ته پوءِ ] **شودر** کي چورايل مال جي آٺوڻ، **وئش** کي سورهوڻ، **کتريءَ** کي ٻٽيهوڻ (۵) ۽ **براهمڻ** کي چوهٺوڻ يا سئوڻ بلڪ هڪ سؤ اٺاويهوڻ ڏنڊ هڻڻ گهرجي، يعني جنهنجي جيتري قدر ليکيتا ۽ سنمان وڌيڪ هجي، تنهنکي ڏوهه ۾ اوترائي زياده سزا هڻڻ گهرجي. [ منو ٨-٣٣٧ ۽ ٣٣٨ ].

(٦) راڄ جي ادڪاري ڌرم ۽ ائشوريه ( پدارٿ ۽ ڌام ڌوم ) جي چاهنا رکندڙ راجا کي گهرجي ته اتياچاريءَ ۽ ڌاڙائي ڪندڙ ڌاڙوءَ کي سزا ڏيڻ ۾ هڪ پل به دير نه ڪري. [ منو ٨-٣٤٤ ]

**جابر [ڌاڙائي ڪندڙ] جو لکشڻ:-** (٧) جابر يعني زبردستي ڪندڙ، بڇڙن وچن ڪڍندڙ، چوري ڪندڙ، بنا اپراڌ ڏنڊ ڏيڻ واري کان به وڌيڪ پاپي دشت آهي. [منو ٨-٣٤٦]

(٨) اهڙيءَ طرح زبردستي ڪندڙ دشت کي جيڪو راجا ڏنڊ نٿو ڏئي ۽ اُپيڪشا ٿو ڪري، سو جلد ئي ناس ٿي ويندو آهي ۽ سندس راڄ ۾ فساد پيدا ٿيندو آهي. [منو ٨-٣٤٦]

**سزا ڏيڻ ۾ نرپيکش رهڻ:-** (٩) راجا کي کپي ته سڀني پراڻين کي ڪشٽ ڏيندڙ جابر يعني ڌاڙائي ڪندڙ، چاهي هو سندس مِتر هجي، چاهي هو ڪيس گهڻو ڌن ڏئي، تڏهن به سواءِ جيل موڪلڻ جي يا ڪنهن انگ ڪپڻ جي نه ڇڏي. [ منو ٨-٣٤٧ ]

(١٠) جيڪي ڌرم کي ڇڏي اڌرم ۾ پون ٿا ۽ بنا اپراڌ [ ٻين کي ] ماريو ٿا، تن کي بنا هٻڪ جي ماري، پوءِ سوچ ڪرڻ گهرجي؛ پوءِ ڪٿي هو گرو هجي يا پٽ وغيره ٻالڪ هجي، يا پتا وغيره وڏو هجي، چاهي براهمڻ. چاهي گهڻن شاسترن جو ڄاڻو ڇو نه هجي. [ منو٨-٣٥٠ ]

(١١) دشت پرش کي مارڻ سان، مارڻ واري کي پاپ ڪونه لڳندو آهي، پوءِ ڪٿي انهن کي * پڌري پٽ ماري يا ڳجهيءَ ريت ماري، ڇاڪاڻ جو ڪروڌ کي ڪروڌ سان مارڻ يعني ڪروڌ جي ڪروڌ سان لڙائي آهي. [ منو ٨-٣١ ]

(١٢) جنهن راجا جي راڄ ۾ نه چور، نه پر استري ڳامي، نه ڪوڙا وچن ٻوليندڙ، نه زبردستي ڪندڙ ڌاڙو، نه راڄ ڊروهي اپراڌي راجا جي آگيا ڀنگ ڪندڙ نه آهي، راجا نهايت سريشٽ ٿيندو آهي. [ منو ٨-٣٨٦ ].

भर्त्तारं लंघयेद्या स्त्री स्वज्ञातिगुणदर्पिता । तां श्वभिः खादयेद्राजा संस्थाने बहुसंस्थिते ॥ १ ॥
पुमांसं दाहयेत्पापं शयने तप्त आयसे । अभ्यादध्युश्च काष्ठानि तत्र दह्येत पापकृत् ॥ २ ॥
दीर्घाध्वनि यथादेशं यथाकालं तरो भवेत् । नदीतीरेषु तद्विद्यात्समुद्रे नास्ति लक्षणम् ॥ ३ ॥
अहन्यहन्यवेक्षेत कर्मान्तान्वाहनानि च । आयव्ययौ च नियतावाकरान्कोषमेव च ॥ ४ ॥

---

* پڌري پٽ يعني اهڙيءَ طرح کليل رستي تي جنهن ڏسندڙن کي سمجهه ملي. ڳجهيءَ ريت مارڻ جو مطلب آهي ته ڦاسيءَ جي جاءِ تي، سواءِ ٻين کي خبر ڏيڻ جي، جنهن عام ۽ خاص ڏسي نه سگهن ۽ وڃوڙ کي وڌڻ کان روڪي سگهجي.

एवं सर्वानिमानराजा व्यवहारान्समापयन् । व्यपोह्य किल्बिषं सर्वं प्राप्नोति परमां गतिम् ॥ ५ ॥
मनु० ८ ॥ ३७१-३७२ । ४०६ । ४१९ । ४२०

**ويڀچاريءَ کي ڏنڊ:-** ١. راجا کي گهرجي ته جا استري پنهنجي جاتي گڻ [ اصل نسل ] جي اڀمان کان پتيءَ کي ڇڏي ويڀچار ڪري، تنهنکي جيئري ئي استرين ۽ پرشن جي ميڙ اڳيان ڪتن کان ڦاڙائي ڇڙائي **مارائي** ڇڏي. [ منو ٨-٣٧١ ].

٢. اهڙيءَ ريت پنهنجي استريءَ کي ڇڏي، جو پرش پر استري اٿوا ويشيا گمن ڪري ته لوهه جي پلنگ کي باهه ۾ تپائي ڳاڙهو ڪري، تنهن تي انهيءَ پاپي پرش کي سمهاري راجا گهڻن ماڻهن جي سامهون **جلارائي** ڇڏي [ منو ٨-٣٧٢ ].

## راجا ۽ راڄ پرشن کي ڏنڊ ڏيڻ جو ودان

(١) **پرشن:-** جيڪڏهن راجا يا راڻي يا نياءُ ڪندڙ عملدار [ جج ] اٿوا سندن استريون ويڀچار وغيره ڪڪرم ڪن ته ڪهڙو ڏنڊ ڪير ڏئي؟

**اُتر:-** سڀا. انهن کي ته پرجا کان به وڌيڪ ڏنڊ ڏيڻ گهرجي.

**پرشن:-** انهن ( سڀ ) جي هٿان راجا وغيره ڏنڊ ڪيئن سويڪار ڪندا؟

**اُتر:-** راجا به هڪڙو پڃ آتما ڀاڳوان منش آهي؛ جي انکي سيکت نه ڏني وڃي يا هو ڏنڊ سويڪار نه ڪري ته پوءِ ٻيا ماڻهو سزا ڪيئن سويڪار ڪندا؟ جڏهن پرجا ۽ مکيه سرڪاري نوڪر ۽ سڀا، ڌرم انوسار ڏنڊ ڏيڻ چاهين، ته اڪيلو راجا ڇا ڪري سگهندو؟ جيڪڏهن اهڙو نيم نه هوندو، ته راجا، وزير ۽ سڀ سمرٿ پرش انياءَ ۾ ٻڏجي، نياءَ جي فرض کي ٻوڙي، ساريءَ پرجا کي ناس ڪري ڇڏيندا ۽ خود به ناس ٿي ويندا. تنهنڪري انهيءَ شلوڪ جي ارٿ کي ياد ڪريو؛ ته نياءَ يڪت ڏنڊ جو ئي نالو راجا ۽ ڌرم آهي؛ جيڪو انکي ناس ڪندو؛ تنهن کان وڌيڪ ٻيو ڪير نيچ پرش هوندو؟ *

* رومن قاعدي موجب جو اڄ به پشچم ۾ چالو آهي. راجا ڪو به پاپ نٿو ڪري سگهي، ۽ انهيءَ ڪري ڪا به نياءَ سڀا راجا تي مقدمو هلائي نٿي سگهي، بلڪ سڀني ڪورٽن کي ڪانئس اختياري حاصل آهي. پر پراچين آريه جج پنهنجو اڌڪار ايشور کان حاصل سمجهندا هئا ۽ ايشوري نيم ارٿات ويد جي نيمن موجب نياءُ ڪندا هئا. انهيءَ ڪري ويدڪ ڪال ۾ راجا ٻيءَ پرجا وانگيان مقدمن هيٺ اچي سگهندو هو ۽ هو ڪورٽ جي سڏ تي برابر اچي حاضر ٿيندو هو. هاڻوڪي سمي جي راڄن جي ابتڙ؛ پراڻي سمي جي راڄن ۾ راجا جي برخلاف قانوني علاج موجود هئا؛ پر هاڻي راجا جي برخلاف رڳو فساد ڪرڻ ئي علاج سمجهيو وڃي ٿو. انهيءَ ڳالهه ۾ ۽ پڻ ٻين ڪيترين ڳالهين ۾ پراچين آريه رشي يا پراچين آريه جج ۽ قاعدادان هاڻوڪن ججن ۽ قاعدادانن کان گهڻو اڳرا هئا. ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اڳي يورپ ۾ به ڪنهن زماني ۾ راجائن تي مقدما هلايا ويندا هئا. انگلنڊ جي چارلس پهرين لاءِ جڏهن ڪيس ٿي هليو، تڏهن هن گهر ڪئي هئي ته سندس ٿاني ۽ لارڊ ڪيس هلائين.

## سخت سزا ( ڪٺن ڏنڊ )

**پرشن:-** اهڙو ڪٺن ڏنڊ ڏيڻ غير واجب آهي، جنهن سان منش ڪنهن انگ جي بنائڻ يا جياريڻ ڏيڻ وارو نه آهي، تنهنڪري اهڙي سزا نه ڏيڻ کپي.

**اُتر:-** جي هن کي سخت سزا ٿا ليکين، سي راجنيتيءَ کي نٿا ڄاڻن؛ ڇو ته هڪ آدميءَ کي اهڙي پرڪار سزا ملڻ ڪري، سڀ ماڻهو بڇڙن ڪمن ڪرڻ کان پري رهندا؛ بڇڙن ڪمن کي ڇڏي ڌرم جي رستي تي قائم رهندا. سچ پڇو ته هيءَ سزا سڀني جي ڀاڱي ۾ [ سراسريءَ ۾ ] هڪڙي اَهر جي داڻي جيتري به نه ايندي؛ جيڪڏهن نرم سزا ڏني ويندي؛ ته بڇڙا ڪم وڌي ويندا؛ ورِي جنهنکي اوهان نرم سزا ٿا ڪوٺيو، سا ڪروڙين ڀاڱا وڌيڪ هئڻ سبب ڪروڙين ڀيرا وڌيڪ سخت ٿي ٿئي؛ ڇاڪاڻ جو جڏهن گهڻا ماڻهو بڇڙا ڪم ڪندا. تڏهن ٿوري ٿوري سزا [ گهڻن ماڻهن ] کي اوس ڏيڻي پوندي. درشٽانت لاءِ: هڪڙي کي [ سخت سزا جي حالت ۾ ] مڻ سزا ملي؛ ٻئي کي [ نرم سزا جي حالت ۾ ] پاءُ ته [ ڪل ] سزا هڪ مڻ؛ هڪ پاءُ ٿئي ٿي؛ ؛ هر هڪ منش جي ڀاڱي ۾ اڌ پاءُ؛ ٢٠ سير سزا آئي. پر اهڙيءَ نرم سزا کي شرارتي ماڻهو ليکيندا به ڪو نه - ( ورِي ) جنهن هڪڙي کي مڻ جي ڀيٽ ۾ هزار ماڻهن کي پاءُ پاءُ سزا ملي ته [ بجاءِ هڪ جي سزايابيءَ جي هزار ماڻهن جي سزاياب ٿيڻ ڪري ] [ ڪل ] سوا ڇهه مڻ سزا منشيه ڄاتيءَ کي ملڻ سبب، اها سزا وڌيڪ؛ سخت آهي؛ اُها هڪ مڻ واري سزا گهٽ؛ سولي آهي.

**ساهوڪاري ڍل:-** دکهن رستن تي، سمنڊ جي ڪنارن؛ نديون يا وڏن دريائن ۾ جيترو دکهو ماڳ هجي؛ اوتري ئي ڍل مقرر ڪري؛ مهاساگرن ۾ مقرر ٿيل ڍل ٻڌي نٿي سگهجي؛ پر جنهن مناسب هجي؛ جنهن مان راجا؛ سمنڊ ۾ جهازن جا هلائيندڙ ٻئي فائدي ۾ رهن، اهڙو نيم ٿيڻ کپي. پر هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ کپي؛ ته جيڪي چون ٿا ته اڳي جهاز ڪونه هلندا هوا، سي ڪوڙا آهن. ديش ديش ڏيساورن؛ ٻيٽن ڏانهن ٻيڙين دوارا ويندڙ پنهنجي پرجا جي رکشا راجا هر هنڌ ڪري؛ ڪنهن ڪنهن به پرڪار جو ڪشٽ پهچڻ نه ڏئي.

**راجا ڏهاڙي ديکڀال ڪري:-** راجا ڏهاڙيءَ وارن ڪمن پوري ڪرڻ کان پوءِ هاٿين، گهوڙن آدي سوارين کي، مقرر ٿيل اُپت؛ کپت جي ڪرڻ، ارٿات رتن وغيره جي کاڻين؛ خزاني کي جاچيندو رهي. اهڙيءَ ريت راجا سڀني ڪمن کي پوريءَ پوريءَ ريت ڪندو؛ ڪرائيندي؛ سڀني پاپن کان ڇڏائيندي پرم پد ارٿات مڪتيءَ جي سک کي پراپت ڪري.

## سنسڪرت پستڪن ۾ راج نيتي

**پرشن:-** سنسڪرت وديا ۾ پوري پوري راج نيتي آهي يا اَڌو ڳاڀري؟

**اُتر:-** پوري آهي. ڇاڪاڻ جو ساري سنسار ۾ جا راج نيتي هلي آهي يا هلندي آهي، سا سنسڪرت وديا مان ورتل آهي؛ ورتي ويندي؛ جا ڪايه طرح لکيل نه آهي، تنهن لاءِ منو مهراج لکن ٿا:-

प्रत्यहं लोकदृष्टैश्च शास्त्रदृष्टैश्च हेतुभि: ॥ मनु ८ । ३ ॥

پورن ودوانن جي راڄ سڀا، جن جن نيمن کي راڄا ۽ پرجا جي ڀلائيءَ ڪارڻ نڪالي ۽ ڌرم انوسار سمجهي، سي سڀ نيم ٺاهيندي رهي.

## ويڀچاري سڀني ڏکن جو ڪارڻ آهي

پر هن ڳالهه تي سدائين ڌيان رکي ته جيترو ٿي سگهي، اوترو ننڍپڻ ۾ وواهه ڪرڻ نه ڏئي. ٻالڪ جوڀن اوستا ۾ به ٻنا [گهوٽ ڪنوار جي] پرسنتا جي وواهه نه ڪرائجي ۽ نه ڪرڻ ڏجي. برهمچريه جو پالن نيم انوسار ڪجي، ۽ ڪرائجي. وڀچار ۽ هڪ کان وڌيڪ استرين سان وواهه ڪرڻ بند ڪجن، جنهنڪري شرير ۽ آتما ۾ پوري شڪتي استر رهي. ڇاڪاڻ ته جي رڳو آتما جي شڪتي ارٿات ودِيا ۽ گيان ئي وڌائبو ۽ شرير جو ٻل نه وڌائبو ته هڪڙو ئي ٻلوان پرش، سون گيانين ۽ ودوانن تي غالب پئجي سگهي ٿو ۽ جي رڳو شارِرڪ ٻل ئي وڌائبو ۽ آتما جو نه وڌائبو، ته راڄ هلائڻ جو سٺو پربنڌ ٻنا ودِيا جي ٿيڻ ئي اسنڀو آهي. بي بندوبستيءَ ڪارڻ سڀئي پاڻ ۾ ڦوٽ، وروڌ ۽ جهڳڙا ڪري نشٽ ڀرشٽ ٿي ويندا. انڪري سدائين شرير ۽ آتما [ٻنهي] جي ٻل کي وڌائيندو رهجي. ٻڌي ۽ ٻل جيترو ويڀچار ۽ بهو ولاس ڪري ناس ٿئي ٿو، اوترو ٻئي ڪنهن ڪارڻ نٿو ٿئي. خاص ڪري کترين کي مضبوط انگن وارو ۽ شڪتي شالي ٿيڻ کپي. ڇاڪاڻ ته جي اهي پاڻ ئي وشين ۾ ڦاسي ويندا، ته راڄ ڌرم ناس ٿي ويندو. ان ڳالهه جو پڻ ڌيان رکجي ته ارٿات جهڙو راڄا تهڙي ئي پرجا ٿيندي آهي. यथा राजा तथा प्रजा انهيڪري راڄا ۽ سڀاسد ڪرمچارين کي ڪڏهن به بڇڙو وهنوار نه ڪرڻ کپي. ڪين ڌرم ۽ نياءَ تي هلي، سڀني جي سڌار لاءِ نمونو ٿيڻ کپي.

هيءَ راڄ ڌرم جو ساڌارڻ ورنن ڪيو ويو. وستار لاءِ ويد، منو سمرتيءَ جا اڌياءَ ٧-٨-٩، شڪر نيتي، ودر پرجاگر، مهاڀارت جي شانتي پرو جي راڄ ڌرم ۽ آپت ڌرم آدي پستڪن ۾ ڏسي پوريءَ راڄنيتيءَ کي سمجهي ماندلڪ [ننڍيءَ رياست] اٿوا سموري پرٿويءَ جو چڪرورتي راڄ ڪري ۽ سمجهي ته:-

वयं प्रजापते: प्रजा अभूम १८ । २६ (هيءَ يجروِيد ١٨-٢٦ جو وچن آهي)، ارٿات اسين پرجاپتي پرميشور جي پرجا آهيون، ۽ سندس ٿج شيوڪ آهيون؛ هو ڪرپا ڪري اسان پنهنجي سرشٽيءَ ۾ راڄ اڌڪاريءَ جي يوڳيه بڻائي ۽ اسان جي هٿان پنهنجي سچي نياءَ جي پرورتي ڪرائي.

هن کان پوءِ ايشور ۽ ويد جي وشيه تي لکيو ويندو.

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سنڌي ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو ڇهون سملاس راڄ ڌرم وشيه جي سنبنڌ ۾ پورو ٿيو.



# چوڏهين سملاس تي ٽپڻيون

هن سملاس تي سناتن ڌرمين رڳو هڪ شنڪا ڪئي آهي. باقي مسلمانن ۽ ديو سماجي ناستڪن، ٻه ٽي شنڪائون ڪيون آهن.

**سناتنين جي شنڪا:-** شري پنڊت جوالا پرشاد، **ديانند تمر ڀاسڪر** نالي ڪتاب ۾ هن ريت لکيو آهي ته سوامي جن جنم تي ورڻ وِيوستا مڃڻ سوِيڪار ڪن ٿا، ڇاڪاڻ ته لکن ٿا ته جيڪڏهن شودر ۾ سڀئي گڻ وارو ۽ چونڪ ڪٽي هجي، ته به دوت يا ايلچي پد جي لائق نه آهي. رڳو جنهنجو ڪل ۾ اُتم هجي، انهيءَ کي ئي منتري ۽ ايلچي مقرر ڪجي. ڪل جي اُتمتا ته جنم کان ٿيندي آهي نه ٻيءَ طرح."

شري پنڊت تلسيرام مهراج هن ريت اُتر ڏنو آهي ته "راڄ جي ڪاروبار ۾ ورڻ وِيوستا جو ڪو به واسطو نه آهي؛ پر هڪ ئي براهمڻ يا کتري يا وئش ورڻ ۾ به ڪيترن پرڪارن جا ماڻهو ٿين ٿا. ڪي پنگت ۾ گهڻي عزت وارو، ڪي گهٽيءَ وارو، انهيءَ ڪري **آبرودار ڪل** سان مطلب آهي. سڀني ڪلن ۾ آبرودار، گهٽ آبروءَ وارا يا بي آبروءَ وارا ڪل ۽ ماڻهو به ٿين ٿا.

**رشي ديانند جي منشا:-** ديو سماجين وغيره جو مکيه زور انهيءَ ڳالهه تي آهي ته رشي ديانند جي سڄي پچي منشا راڄنيتي هئي. هن جو مطلب هو ته ڪنهن به طرح انگريزن کان ڀارت کي سوتنتر ڪجي. هن ڌرم جو رڳو ملمع ڪيو هو.

اُتر- ڀارت کي آزاد ڪرڻ جي منشا رکڻ ڪا اَشڀ ڪا نه آهي، پر بلڪل شڀ ڀاونا آهي. اڄ انهيءَ اُدِيش جي هر هڪ ڀارت واسي ۽ هر هڪ نياءَ پسند ڌاريو ماڻهو به ساراهه ڪري رهيو آهي، البت ڌرم جي پڙدي ۾ راڄنيتي مطلب لڪائڻ نيڪ نه آهي. پر رشي ديانند سپني ۾ به اهڙو خيال ڪرڻ وارو ڪونه هو. هو پورڻ ستيهوادي، نرڀئه ۽ مهان آتما هو. سڌو سڌو سچ جهڙو رشي ديانند ڳالهايو ۽ چيو آهي، سو ڪن ٿورن چيو هوندو.

هن سملاس جو ڪنهن به ديش سان واسطو ڪونه آهي. اُن ۾ جيڪي سڌانت ڏيکاريل آهن، سي سڀني ديشن سان ۽ سڀني وقتن ۾ هڪجهڙا لاڳو آهن. جن ٻن نڪتن تي خاص زور ڏنو ويندو آهي؛ سي به اهڙا آهن، جنجو لاڳاپو منش ماتر سان آهي. سنسار ۾ انسان آهن ته انهن کي سڀيتا جي واڌاري ۽ اُنتيءَ لاءِ راڄ به ناهڻا پوندا ۽ اُنهن جي هلائڻ لاءِ قاعدا به مقرر ڪرڻا پوندا. اهو ڌرم، جو اهڙن قاعدن ۽ نيمن ناهڻ جو رستو ڏيکاري، سو ئي پورڻ ڌرم آهي. پر جيڪو ڌرم منش جي ڪلياڻ جي ضروري انگ **راڄنيتيءَ** بابت چپ رهي ٿو، سو مگل ڌرم آهي. سوامي ديانند پورڻ ويدڪ ڌرم جو سنديش آڻيندڙ هو، تنهنڪري هن راڄنيتيءَ جو سملاس **ستيارٿ پرڪاش** ۾ الڳ ڏيکاريو آهي ۽ پنهنجي ٻين گرنٿن ۾ به **راڄنيتيءَ** جو ورنن ڪيو آهي.

ٻه ٽي نڪتا جن تي خاص زور ڏنو ويو آهي، سي هي آهن:-

(١) ڪهڙن **قاعدن** کي مڃجي؟ انهيءَ وشيه بابت صفحه ١٥١ ۽ ١٥٢ تي منوءَ جا ڪيترا شلوڪ ڏنل آهن. انهن شلوڪن ۾ اها ڳالهه صاف ڪئي وئي آهي ته نيم ٻڌائيندڙ سڀا جي سڀاسدن کي ويدن جو گيان ضرور هئڻ گهرجي. ويدن کي نه ڄاڻندڙ لوڪن جا ٺاهيل نيم نه هجن. رشي دياننِد جو اهو چوڻ ڪهڙو نه سندر آهي. مول ڳالهيون آهن وديا ۽ آچار. جتي اڻ پڙهيل قاعدي ٺاهڻ جو ڪم ڪن ٿا، تنهن ملڪ جي اهڙي ئي ٻڌي، جتي پڙهيل آدمي به جيڪڏهن آچار هيڻا آهن، ته به جهڳڙو ته جاري ٿئي. رشي دياننِد ۽ آريه سڀا جي سڌانت انوسار ويد سڀني وديائن جو مول آهي. ويد ساري سنسار جو ڌرم گرنٿ آهي، تنهنڪري هيءَ سڌانت **ساروڀؤمڪ** ارٿات عالمگير سمجهڻ گهرجي.

(٢) منتري [وزير] ڪهڙا، تنهن بابت رشيءَ جو چوڻ آهي ته اهي ٿين، جي سوديش ۽ سوراج ۾ ڄاڻو نپڻا هجن. رشيءَ جو هي ڪٿن منڍيءَ لئي ٺيڪ سمان آهي. هر هڪ ديش جي اوستائن ۽ مکيه ريتين رواجن مان جيترو انهيءَ ديش جا لوڪ ڄاڻو هوندا آهن، اوترو ٻاهريا ٿي نه سگهندا. سڀني سڀيه ديشن جو اهوئي نيم آهي ته سواءِ ڪن وشيش وديائن جي ڄاڻن جي ٻيا سڀ راڄ ڪرمچاري سوديشي ئي رکيا وڃن. هي نيم به ساروڀؤمڪ نيم آهي.

(٣) هن سملاس جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ پرارٿنا آهي. جنهنجو مول مت اهو آهي ته انت ۾ سڀ لوڪ ايشور جي پرجا آهن ۽ اوچ بڻجڻ لاءِ سندس ئي پرارٿنا ڪن. هيءَ پرارٿنا به اهڙي آهي، جا هر ديش جي هر سمجهو ماڻهوءَ جي من ۾ ٻاڦمرادو ئي اڀري ٿي ٿي. اها پرارٿنا ئي پرجا جي ڪلياڻ جو اڪيلو ساڌن ٿي سگهي ٿي. هن وچار جو ڦهلاءُ ٿئي ۽ لوڪ آستڪ بڻجن ۽ ايشور کان ڊڄن ته هوند جهڳڙا جهٽا ختم ٿي وڃن، ۽ دايال راشٽر نريشه تي پنهنجا اڌڪار هٿ ڪن.

**جهنگلي راڄنيتي**:- ديو سماجي ناستڪن رشي دياننِد جو هڪ جيون چرتر پنهنجي ڪنديءَ منورٿيءَ انوسار لکيو، سو سرڪار ضبط ڪري ڇڏيو. ان ۾ ڏيکاريل آهي، ته رشي دياننِد جي راڄنيتي جهنگلي ۽ اڻ سڌريل نموني جي آهي. ڇي سوامي دياننِد يوروپي سنستائن جو ورنن بنا سمجهڻ جي پنهنجي پستڪن ۾ اشڌ نموني ڪري ڏنيو آهي. اها ڳالهه سڌ ڪرڻ لاءِ انهيءَ ناستڪ ۽ ڪن ٻين به ئي درشٽانت ڏنا آهن. اهي اُتر سميت هيٺ ڏجن ٿا:-

**ٻين قومن سان جهڳڙو**:- هڪ ڳالهه جنهن لي هنن بار بار زور ڏنو آهي ته رشي دياننِد جو عيسائين ۽ مسلمانن سان جهڳڙو آهي. حقيقت ۾ جهڳڙو ڪونه آهي پر سڌانتن جو ڀيد ڄاڻايل آهي. انهن ڄاڻين جو هٽ چنتن ڪندي ارٿات سندن ڀلائي چاهيندي، سوامي دياننِد انهنجي سڌانتن جي اُپٽار اوس ڪئي آهي. انهيءَ مٿيد هوندي به رشي دياننِد ساڻن گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ هميشه تيار رهندو هو. سندن جيون ۾ ايڪ عجيب ڪشاده دليءَ جي ثابتي ڏين ٿا. عيسائين ۽ مسلمانن سان سندس ڪيترو نه پريم هو، جو قيصري دربار جي سمي سڀني جاتين جي لوڪن کي گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ نيمنڊ ڏني هئائين، گهڻو ڪوشش سڀا ۾ سڀني کي

ممبر ٿيڻ لاءِ پرپرٿا ڪئي هئائين. ستيارٿ پرڪاش ۾ ڪيترن هنڌ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو اٿس ته شل سڀ لوڪ آنتي ڪن ۽ گيان پرائين.

**درل جي چوپڙي:-** ٻي ڳالهه هو اها چون ٿا ته ڇهن سالن ۾ جيڪي سڌائت خواه نيم ستنا لاءِ ڏنل آهن، سي هن ڪنهن لشڪر جي ننڍڙيءَ چوپڙيءَ مان اُتاريا آهن. هن اعتراض کان وڌيڪ ڇرٻائيءَ جو ڪو اعتراض ٿي ئي ڪونه ٿو سگهي. پراچين سمي جي هٿيارن پنوهارن ۽ لشڪر جي جوڙجڪ لاءِ رشيءَ منوءَ جا پرماڻ ڏنا آهن. تنهن ڪانسواءِ ويجهڙائيءَ ۾ هن وشيه تي سوين ڪتاب نڪري چڪا آهن. انهن ڪتابن ۾ رشي ديانند جي ڏيکاريل اصولن جو پورن ريت سان وستار ٿيل آهي. انهيءَ پراڻيءَ وديا جي ڄاڻ لاءِ پاڻڪ اوپرٽ (Dr. Opperet) ۽ ونسينٽ سمٿ (A. Vincent Simth) وغيره جا ليک پڙهندا ته پوءِ انهن ناستڪن جو پول ئي کلي پوندو.

**اسٽريون شاهد:-** ساکين جا جيڪي نيم رشي ديانند ڄاڻايا آهن، تن تي ته ماڻهو ٽهڪا ڏين ٿا. پر رشي ديانند جيڪي نيم ڏيکاريا آهن، سي بلڪل پورڻ آهن. پراڻي زماني ۾ جيڪي جوريون، مشيرن جا دل ٺهندا هئا، سي هر هڪ ڏوهاريءَ جي اوسٿا انوسار ٺهندا هئا، ۽ ساکي به سندس ئي نمونيءَ جي ماڻهن مان وٺندا هئا. اڄ وانگيان هٿ ٺوڪيا پرائيا معتبر ۽ شاهد ڪونه هوندا هئا، جي ڪوڙن ڪلمن پڙهڻ لاءِ هميشه تيار آهن. رشيءَ جي سڌائت جي سچائي انهيءَ مان ظاهر آهي ته چارلس پهرئين تي جڏهن مقدمو هليو هو، تڏهن پاڻ جهڙن ججن جي گهر ڪئي هئائين.

جهڙيءَ ريت مردن جي مقدمن ۾ سندن حيثيت جا شاهد گهرجن ٿا، تهڙيءَ ريت استرين جي مقدمن بابت به استريون ئي شاهد ۽ جج ٿيڻ گهرجن. رشي ديانند جي هن سڌائت جي اڄ دنيا پشٽي ڪري رهي آهي. امريڪا ۾ استرين جون ڪئين ڪورٽون کوليون ويئون آهن. هاڻي ويجهڙائيءَ ۾ يو-پيءَ جي ڪانگريس سرڪار استريون مئجسٽريٽ ڪري رکيون آهن. مطلب ته ساري هندستان ۾ هن سڌائت تي ڪاره هلي رهيو آهي. اهڙ آهي رشي ديانند جي سڌائت جو چمتڪار.

**ڪير نياءُ ڪري:-** ڪن ليکڪن اها ٽيڪا ڪئي آهي ته رشي ديانند جيڪي ٽن سڀائن **راڄ آريه سڀا، وديا آريه سڀا ۽ ڌرم آريه سڀا** لاءِ لکيو آهي، سو بلڪل منجهيل آهي. انهن ٽنهي سڀائن کي ڪيترا اختيار ڪم ڪرڻا پوندا، جن ۾ انهن جو پاڻ ۾ ٽڪر لڳندو. پوءِ انهن جي وچ ۾ نياءُ ڪير ڪندو؟ رشي ديانند خاص راڄنيتيءَ تي گرنٿ ڪونه ٿي لکيو، جو سموري وچور لکي ها. رشيءَ کانپوءِ ڪيترا گرنٿ راڄنيتيءَ تي نڪري چڪا آهن. نريندرناٿ جو 'لا' (Law) ۽ ڪي. جيسوالا جا پستڪ ڌيان سان پڙهڻ جوڳا آهن. انهن پستڪن ۾ سڀني ڳالهين جو وستار سان ورڻن ٿيل آهي. پرم راجا انهن ٽنهي جي ڪمن کي درشٽيءَ مان ڪڍي منجهن نياءُ ڪري سگهي ٿو. يا اهڙن سوالن تي ٽنهي سڀائن گڏ ويهي سگهن ٿيون. جئن انگريزي پارليامينٽ جا ٻئي هائوس يا راڄ سڀائون ڪڏهن گڏجي ويچار ڪنديون

آهن، يا پادرين جي سڀا نوابن جي جماعت سان ڪڏ وهندي آهي. يا ٽنهي سڀائن جا پرتينڌي گڏجي، پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون ڪري سگهن ٿا. مثال طور انگريزي سامراجيه جي جدا جدا ڀاڱن جا پرتينڌي (Imperial Conference) سلطنتي (سامراجي) سميلن ۾ گڏ ٿيندا هئا.

**ارٿ ڀيد** – سڀا ۽ سمتيءَ جو جيڪو ارٿ رشي ديانند ڪيو آهي، تنهن تي به ڪي شنڪائون ڪندا آهن ۽ اُنهيءَ جا ٻيا ارٿ ڪيا ويا آهن. هڪڙا **سڀا** جو ارٿ ڪندا آهن ’ڳوٺن جي پنچات‘ ۽ **سمتيءَ** جو ارٿ ڪندا آهن ’پارليامينٽ‘ وري ٻيا **سڀا** جو ارٿ ڪندا آهن ’عام جماعت‘ (House Of Commons) ۽ **سمتيءَ** جو اَرٿ ڪندا آهن ’وڏن ماڻهن جي جماعت‘ (House of Lords) وغيره. ڇاڪاڻ ته ويد جي شبدن جا اَنيڪ اَرٿ آهن، تنهنڪري رشي ديانند جي ارٿ کي اَشڌ نٿو چئي سگهجي. سڀا ۽ سمتي شبدن جي گڏ اچڻ ڪري اهو وڌيڪ مهڙ جوڳو آهي. پر اِئين چئجي ته ٻنهي پورڻ آهي ته به ٺيڪ ٿيندو.

**ڪٺن ڏنڊ** :- ڪيترن ڏوهن لاءِ سخت سزا مقرر ٿيل آهي. ڇي وڏو ۽ ڪهڙو ڏنڊ پراڻي جهنگلي رواجن جو يڙاڏو آهي. اهڙي شنڪا ڪندڙ، آريه سڀيتا جي اوچ سڌانتن مان ٻهه اَڻواقف آهن. آريه سڀيتا تي هلندڙ جيڪڏهن سڄو سنسار يا ڪو به ديش هجي، ته هوند جڳن جون ڪورٽون ئي واندڀون پيون هجن. هڪ ته ستيه وديا دوارا لوڪن جو آچار ڏاڍو اوچو ٿئي، جنهنڪري ڏنڊ ڏيڻ جي ڪا ګهرج ئي ڪا نه رهي. ٻيو ته پرائشچت جو جيڪو نيم آهي، سو ته هڪ اچرج جهڙي ڳالهه آهي. هرڪو ڏوهاري پاڻ کي پاڻهي ڏنڊ ٿو ڏئي. اهو ڏنڊ به ٺيڪ ٺيڪ، ڪٺن تپسيا جي سڌانت تي ٻڌل هئڻ ڪري، ڏوهاريءَ کي سچ پچ رلن ٻنائڻ جهڙو آهي. ٽيون وري ڀڳوان منوءَ ۽ رشي ديانند ڏنڊ جا چار پرڪار ورڻن ڪيا آهن. جن مان پهريون رڳو چيتاءُ جو آهي. آخري درجو ئي تمام ڪهٽي ڏنڊ ڏيڻ جو آهي. هي ئي جيڪي ڏاڪا ٻيل آهن، سي سچ پچ ڏنڊ کي ديا سان ڀري ٿا ڇڏين. هان، جڏهن ماڻهو ليڪو لنگهي ننگو ٿي پوي ته ته پوءِ اوس ڏنڊ ڏيڻ گهرجي. جنهنجو ديا رشي ديانند ڏاڍيءَ سنيءَ ريت سان ورڻي. سمجهايو آهي ته اُهو پرجا جي ڪلياڻ ارٿ ئي آهي. سچ پچ ڪڙو ڏنڊ اڄ به ڏنو وڃي ته هوند لچاين، ٺڳيون ۽ ڇل ڪپٽ سڀ بند ٿي وڃن.

**جهاد** :- ٻين ٻن ٽڪرن تي به اعتراض ڪيو ويو آهي. ۽ اُنهن مان ديو سماجي ۽ مسلمان جهاد جو اَنومان ڪڍن ٿا. هڪ ٽڪر ته اُهو آهي، جنهن ۾ آتتائيءَ [چور ۽ خوني] کي ڏنڊ ڏيڻ لاءِ چيل آهي، اهڙي شنڪا بي سمجهه لوڪن ڪانسواءِ ٻيو ڪري نٿو سگهي، ڇو ته ستيارٿ پرڪاش ۾ جيڪي منوءَ جا به شلوڪ ڏنل آهن، سي ته نياياڌيش [جج] سان ٿا لڳن. سچ ته هو اهڙين اوستائن هيٺ ٻنا هيڪ جي، ٻنا انهيءَ ويچار جي ته اپراڌي منهنجو سنبنڌي وغيره آهي، پورو پورو ڏنڊ ڏئي. پر جيڪڏهن اهي شلوڪ ساڌارڻ منش سان لاڳو هجن ته به ڪو ويچار ڪو نه آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو منهنجي مٿان آڪرمڻ ڪري يا ڪنهن ديويءَ تي وار ڪري ته هنڪي اُن ئي مهل ڏنڊ ڏيڻ سيني هنڌ روا آهي. انڊين پينل ڪوڊ ۾ جاتائيل آهي ته پنهنجي بچاءَ ۾ جيڪي به ڪجي، سو ڏوهه نه آهي ۽

هر ڪنهن کي ڪن ٻڌن جي اندر پنهنجي شرير ۽ ٻئي جي شرير ۽ پنهنجي سمپتيءَ ۽ ٻئي جي ڌن جي بچائڻ جو اڌڪار آهي.

**استرين جو ستُ:-** پر ٻڌڪر جنهن مان ڪن لوڪن کي جهاد جي بوءِ اچي ٿي، سو اهو آهي، جنهن ۾ لڙائيءَ ۾ هٿ آيل وستن جي نيڪال ڪرڻ جا نيم ڏيکاريل آهن. اتي استرين جو به ورنن ايل ٿو. استرين سان فوجي ماڻهو اُپمان ڀريو هلت هلندا آهن. انهيءَ رواج جي اثر ڪري لوڪن رشيءَ جي ڀاؤ کي نه سمجهي، اُلٽو انومان ڪيو آهي، پر انهيءَ شنڪا جو اُتر ساڳئي هنڌ فوٽ نوٽ ۾ ڏنل آهي. آرين جو وهنوار استرين بابت هميشه اوچو رهيو آهي. ڪنهن ليکڪ لکيو آهي ته مرهٽا جڏهن لڙائيءَ جي ميدان ۾ خراب کان خراب هلت به ڪندا هئا، تڏهن به استرين، ٻارن ۽ ٻڍن وغيره کي هٿ ڪونه لائيندا هئا. راجپوتن جي پوترتائيءَ جي ساراه به سڀني ڪئي آهي.

**گهڻڪاري ڳالهيون:-** رشي ديانند جي راجنيتيءَ ۾ ڪيتريون سندر ڳالهيون آهن. انهن مان ڪن ڏانهن پاڻ جو ڌيان ڇڪائجي ٿو. پهريون ته راجا تي بندش پيل آهي. يورپ جا لوڪ راجا تي مقدمو هلائي ڪونه سگهن. هن مان ڪڪ ٿين ته هن کي ڪڍي ڇڏين. پر اسان وٽ مقدمي هلائڻ جي آگيا آهي. ٻئي هنڌ رشي ديانند جنتا کي ووٽ تي هلائڻ جي آگيا ٿو ڏئي. هو ٻجي ڪمن ۾ ڪين سونتر ڇڏي ٿو. اهو سڌانت هاڻي مس مس ڪري يورپ جي راجنيتيءَ ۾ اچڻ لڳو آهي. وري رشي ديانند سڀني آشرم وارن برهمچارين وغيره کي سڀا ۾ پرتي ڪرڻ جي آگيا ٿو ڪري. اڄ جي سڌريل سمي ۾ به اچان وديا وغيره جي انتري وڏائي ڪا نه ٿي آهي. ڏنڊ ۽ نيم جي جيڪا راهه هن سملاس ۾ ورنن ڪيل آهي، سا به وار وار پڙهڻ وٽان آهي.



# ओ३म्

## ستون سملاس

### ايشور ۽ ويد جي وشيه جو ورڻن

ऋचो अक्षरे परमे व्योमन्यस्मिन् देव अधि विश्वे निषेदुः ।
यस्तन्न वेद किमृचा करिष्यति य इत्तद्विदुस्त इमे समासते ॥ १ ॥ ऋ० मं १ ॥ सू० १६४ । मं० ३९ ॥
ईशा वास्यमिदꣳ सर्वं यत्किञ्च जगत्यां जगत् ।
तेन त्यक्तेन भुञ्जीथा मा गृधः कस्य स्विद्धनम् ॥ २ ॥ यजु० ॥ अ० ४० । मं० १ ॥
अहम्भुवं वसुनः पूर्व्यस्पतिरहं धनानि सं जयामि शश्वतः ।
मां हवन्ते पितरं न जन्तवोऽहं दाशुषे विभजामि भोजनम् ॥ ३ ॥
अहमिन्द्रो न परा जिग्य इद्धनं न मृत्यवेऽवतस्थे कदाचन ।
सोममिन्मा सुन्वन्तो याचता वसु न मे पूरवः सख्ये रिषाथन ॥ ४ ॥ ऋ० मं० १० । सू० ४८ । मं० १, ५ ।

ऋचोअक्षरे० هن منتر جو ارٿ "برهمچريه آشرم" جي سکيا ۾ لکي چڪا آهيون يعني جنهن ۾ سمورا ديوتا (چمڪندڙ) گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ آهن ۽ جو ودّيا جو ڀنڊار آهي، جنهن ۾ پرٿوي، سوريه وغيره لوڪ اسٿت آهن، جو آڪاش سمان وياپڪ، سڀني ديوتائن جو ديو پرميشور آهي، تنهن کي جي منش نٿا ڄاڻن، نٿا مڃين ۽ نه هن جو ڌيان ٿا ڪن، سي ناستڪ، ڪم عقل سدا دک ساگر ۾ ٻڏل رهندا آهن ۽ تنهنڪري سدا انهيءَ کي ڄاڻي ٿي سڀ منش سکي ٿيندا آهن.

**ايشور هڪ آهي - پرشن:-** ويد ۾ ايشور انيڪ آهن، اها ڳالهه توهان مڃيو ٿا يا نه؟

**اُتر:-** نٿا مڃيون. ڇو ته چئني ويدن ۾ ائين ڪٿي به لکيل ڪونه آهي ته جنهن مان انيڪ ايشور سڌ ٿين. بلڪ هيئن سو لکيل آهي ته ايشور هڪ آهي.

**ديوتا ڇا کي چئجي - پرشن:-** ويدن ۾ جو انيڪ ديوتا لکيل آهن، تنهن جو ڪهڙو مطلب آهي؟

**اُتر:-** (اهي) ديوتا (چمڪندڙ) گڻن سان ڀرپور هئڻ ڪري ديوتا * ٿا سڏجن، جئن پرٿوي. پر انکي ڪٿي به ايشور يا پوڄا جي يوگيه نه مڃيو ويو آهي.

---

* ديوتا جو ارٿ آهي، جنهن مان گهڻا سک ملندا هجن ۽ جئن ته جڙ ديوتا، سوريه، چندر، وايو، جل، پرٿوي ۽ اگني وغيره ۽ چيتن ديوتا جئن اتٿي، آپت ۽ ودوان پرش، سڀا ۽ پورڻ سنياسي، يوگي، انيڪ پرڪارن جي ڪلا ڪوشل (هنرن) جا پيدا ڪندڙ، سڀا براهمڻ، آچاريه ۽ ماتا پتا وغيره ديوتا آهن. (مولهرام)

ڏسو انهيءَ ئي منتر ۾ ته جنهن ۾ سڀ ديوتا قائم آهن، سو ڄاڻڻ ۽ اُپاسنا ڪرڻ جوڳو ايشور آهي، اها اُنهنجي ڀل آهي، جي ديوتا شبد مان ايشور ارٿ وٺن ٿا. پرميشور ڏيون جو ديو هئڻ ڪري **مهاديو** ٿو سڏجي، جو اهو ئي ساري جڳت جي اُتپتي (پيدائش) استٿتي (قائم رکڻ) ۽ پرليه ڪرتا، نيايا ڌيش (منصف) ۽ اڌشٺاتا (مالڪ) آهي.

**٣٣ ديوتا** - त्रयस्त्रिंशता اِتيادي ويدن ۾ پرماڻ آهن. جنهنجي وياکيا شتپٿ* ۾ هن طرح ڪيل آهي ته **ٽيٽيهه ديوتا** آهن. يعني (١) پرٿوي، جل، اَگني، وايو، آڪاش، چندرما، سورج، نکشتر، ساري سرشٽيءَ جا نواس استان هئڻ ڪري هيءَ **اٺ وسو** سڏجن ٿا.

(٢) پراڻ، اَپان، وِيان، اُدان، سمان، ناگ، ڪورم، ڪرڪل، ديودت، ڌننجيه ۽ جيو آتما اهي **يارهن رُدر** انهيءَ لاءِ ٿا سڏجن، جو جڏهن اُهي شرير کي ڇڏين ٿا ۽ ڏهن روئڻ ڪرائڻ وارا ٿين ٿا.

(٣) سال جا ٻارهن مهينا **ٻارهن آديتيه** انهيءَ لاءِ ٿا سڏجن، جو اُهي سڀني جي آيوءَ کي پورو ٿا ڪن.

(٤) بجليءَ جو نالو **اِندر** انهيءَ ڪري آهي، جو پرم ايشوريه (اعليٰ شڪتيءَ) جو ڪارڻ آهي.

(٥) **يگيه** کي پرجاپتي چوڻ جو ڪارڻ اهو آهي ته جو ان جي ڪري وايو، ورشا، جل ۽ اوشڌين جي شڌي ٿيندي آهي ۽ ودوانن جي ستڪار ۽ نانا پرڪار جي شلپ وديا∆ (ڪاريگريءَ) ڪري پرجا جو پالن ٿيندو آهي.

**٣٤. ديوتا** - مٿي ڄاڻايل ڳڻن ڪري اهي ٣٣ ديوتا سڏجن ٿا. اُنهنجو سوامي ۽ سڀني کان وڏو هئڻ ڪري **پرماتما** کي چوٽيهون ديوتا، ”پوڄا جوڳيه ديو“ شتپٿ جي چوڏهين ڪانڊ ۾ کليءَ ريت سڏيو ويو آهي. اهڙيءَ ريت ٻين هنڌ به لکيل آهي. جيڪڏهن هو اُنهن شاسترن کي ڏسن ها ته ويدن ۾ گهڻن ايشورن مڃڻ جي ڀرم ڄار ۾ ڦاسي ڇو گمراهه ٿين ها؟ (رگويد منڊل سوڪت ١٦٤ منتر ٣٩)

**ايشور جو روپ**:- (١) ايشور سڀني کي اُپديش ٿو ڪري ته هي منشو! جيڪي هن سنسار ۾ جڳت (هلندڙ چلندڙ پدارٿ) آهي، انهن سڀ ۾ جو وياپڪ رهي، سڀ جو پربنڌ ڪرڻ وارو آهي، سو ئي ايشور سڏجي ٿو. انهيءَ کان ڊڄي، تون اَنياءَ سان ڪنهنجي ڌن جي اِڇا نه ڪر، انهيءَ اَنياءَ کي ڇڏ، نياءَ آچرڻ روپي ڌرم سان پنهنجي آتما ۾ آنند کي ڀوڳ. (يجرويد اڌياءَ ٤٠ منتر ١)

**سرشٽي ڪرتا تٿا پالن ڪرتا**:- (٢) ايشور سڀني کي اُپديش ٿو ڪري ته هي

---

* ويد جا جيڪي پراڻا انواد (ترجما) آهن، تنکي براهمڻ گرنٿ ڪري سڏيو آهي، انهن مان هڪ ”شتپٿ“ آهي. (موليرام)

∆ ڏک آهي جو سنڌ جي هندن ڪاريگريءَ طرف خاص ڌيان نه ڏنو آهي. جن ڪاريگري سکي هنر هلايا آهن، تن پاڻ کي به سکي ڪيو آهي ۽ ديش کي به وڌايو آهي. (ٽاراچند گاجرا)

منشو! مان ايشور سڀ کان اڳي براجمان ۽ ساري جڳت جو پتي (مالڪ) آهيان ۽ مان سناتن جڳت جو ڪارڻ ۽ سڀ پرڪارن جي ڌن جي وجئه ڪرڻ وارو ۽ داتا آهيان. جيئن ٻالڪ پنهنجي پتا کي پڪاريندو آهي، تيئن سڀ جيوَ مونکي پڪارين. مان سڀني (پراڻين) کي سک ڏيڻ واري جڳت ۾ نانا پرڪار جي ڀوڄن جي ورهاڱي پالنا لاءِ ڪندو آهيان. (رگويد منڊل ١٠ سوڪت ٤٨ منتر ١)

**جيوتي سروپ جيوتي داتا:-** (٣) مان پرم ايشور ۽ وان (سڀني شڪتين وارو) سورج سمان ساري جڳت جو پرڪاشڪ آهيان ۽ ڪڏهن به هار کي پراپت نٿو ٿيان، ۽ نه مان ڪڏهن مرندو ئي آهيان. مان جڳت روپ ڌن جو بڻائيندڙ آهيان. ساري جڳت جي اُتپتي ڪرڻ وارو مونکي ئي سمجهو. هي منشو! ايشور ۽ (شڪتي ۽ ڌن) جي پراپتيءَ جو يتن ڪندي، توهان وگيان وغيره ڌن مون کان گهرو ۽ منهنجي مترتا کان پري نه ٿيو.

**ويدن جو پرڪاشڪ پرڀو:-** (٤) هي منشو! ستيه ڳالهائڻ روپي اُستتي ڪرڻ واري منش کي مان سناتن آدي ڌن ڏيندو آهيان. مان برهم ارٿات ويد پرڪاشڪ (پرڪاش ڪرڻ وارو) ۽ اهو ويد منهنجو ئي ڪ ورڻن ٿو ڪري، اُنجي دواران مان سڀني جو گيان وڌايان ٿو. مان ست پرشن کي پرارٿا ۽ هن جڳت ۾ جيڪي به آهي، تنهن ساري ڪارن جو بڻائيندڙ ۽ ڌارڻ ڪندڙ آهيان ۽ تنهنڪري توهان سڀ منش مونکي ڇڏي، ٻئي ڪنهنکي منهنجي جاءِ تي نه پوڄيو، نه مڃو ۽ نه ڄاڻو (رگويد منڊل ١٠ سوڪت ٤٨ منتر ٥)-

हिरण्यगर्भः समवर्त्तताग्रे भूतस्य जातः पतिरेक आसीत् ।
स दाधार पृथिवीं द्यामुतेमां कस्मै देवाय हविषा विधेम ॥ यजु० [ अ० १३ । ४ ]

**پرميشور جي ڀڳتي:-** هي منشو! جو سرشٽيءَ کان اڳ سڀني سورج وغيره تيجوان لوڪن جي اُتپتيءَ جو استان ۽ آڌار (هو) ۽ جو ڪجهه اُتپن ٿيو آهي، ٿيو هو ۽ ٿيندو، تنهن جو سوامي هو، آهي ۽ هوندو، سو پرٿويءَ کان وٺي سورج لوڪ تائين سرشٽيءَ کي بڻائي ۽ ڌارڻ ڪري رهيو آهي، تنهن سک سروپ پرماتما جي ئي ڀڳتي جيئن اسان ڪريون، تيئن توهان به ڪريو. (يجرويد اڌياءِ ١٣ منتر ٤).

## ايشور جي هستيءَ جي سڌي

**پرشن:-** توهان ايشور-ايشور چئو ٿا پر هنکي سڌ ڪهڙيءَ ريت ٿا ڪريو؟

**اُتر:-** سڀني پرتيڪش آدي پرمائڻ دواران.

**پرشن:-** ايشور سان پرتيڪش آدي پرماڻ ڪڏهن نه لڳي سگهندا.

इन्द्रियार्थसन्निकर्षोत्पन्नं ज्ञानमव्यपदेश्यमव्यभिचारिव्यवसायात्मकं प्रत्यक्षम् ॥ [ न्याय अ० १-१-सू ४ ]

هي، گوتم مهرشي ڪرت نياءِ درشن جو سوتر آهي- ڪن، کل، اکيون، جڀ، نڪ ۽ من جو شبد (آواز)، سپرش (ڇهڻ)، روپ، رس، گنڌ (بوءِ)، سک، ڏک، سچ، ڪوڙ وغيره وشين سان سنبنڌ هئڻ ڪري ۽ جيڪو گيان اُتپن ٿيندو آهي ۽ تنهنکي پرتيڪش چئبو آهي، پر اُهو نرڀرم (شڪ ڪانسواءِ) هجي. (نياءِ درشن اڌياءِ ١ سوتر ٤)

هاڻي وچار ڪرڻ گهرجي ته اندرين ۽ من سان گڻن (وصفن) جو پرتيڪش (ظهور) ٿيندو آهي نه گڻيءَ (موصوف) جو. جهڙيءَ ريت چئن اندرين چمڙي وغيره سان سپرش، روپ، رس ۽ گنڌ جو گيان حاصل ڪري گڻيءَ اتوا پرٿويءَ جو، آتما يڪت (روح سان لڳل) من جي وسيلي پرتيڪش (ظهور) ٿيندو آهي، تهڙيءَ ريت هن پرتيڪش سرشٽيءَ ۾ وشيش رچنا ۽ گيان آدي گڻن جي پرتيڪش حاصل ڪري سندن گڻي (موصوف) ايشور به پرتيڪش آهي. * پڻ جڏهن آتما من کي ۽ من اندرين کي ڪنهن وشيه ۾ لڳائيندو آهي، يا جنهن مهل آتما چوري، يرا ڪرم اتوا پر اپڪار آدي ڀلا ڪرم ڪرڻ لڳندو آهي، تنهن مهل ئي جيو جي اڇا ۽ گيان آدي چاهنا انهيءَ اڇا واريءَ وستوءَ تي جهڪي پوندا آهن ۽ تنهن مهل ئي آتما جي اندر ٻري ڪم ڪندي پئي، شنڪا ۽ لڄ ٿيندي آهي ۽ چڱن ڪمن ڪندي ڀي ڀئي، ساهس ۽ آنند اتساه پيدا ٿيندو آهي. سو جيو آتما وٽان نه، پر پرماتما وٽان آهي. ۽ جڏهن جيو آتما شڌ ٿي پرماتما جي وچار ڪرڻ ۾ تتپر (لڳل) رهندو آهي، تڏهن هن کي انهي جو ساکياتڪار ٿيندو آهي. جڏهن پرميشور جو پرتيڪش ٿئي ٿو ته پوءِ انومان (ٻيون قياسيءَ) وغيره سان پرميشور جو گيان حاصل ڪرڻ ۾ ڪهڙو سنديه آهي؟ ڇو ته ڪاريه (معلول) کي ڏسي ڪارڻ (علت) جو انومان (قياس) ٿيندو آهي.

## پرميشور سرو وياپڪ

پرشن- پرميشور وياپڪ (موجود) آهي يا ڪنهن وشيش استان (خاص جاءِ) ۾ رهندو آهي؟

اتر- وياپڪ آهي، ڇو ته جيڪڏهن هڪ ديش ۾ رهي ها ته سرو انترجامي، سروگيه (ڄاڻي ڄاڻڻهار) سرو نينتا (سڀ جو پربنڌ ڪندڙ)، سرو سرشٽا (سڀ کي پيدا ڪندڙ)، سرو ڌرتا (سڀ کي قائم رکندڙ) ۽ پرلئه ڪرتا (سماپت ڪندڙ) نه ٿي سگهي ها، ڇو ته جنهن ديش ۾ ڪرتا (فاعل) نه هوندو، تتي ڪريا (فعل) جو ٿيڻ اسنڀو (ناممڪن) آهي.

دَيا ۽ نياءُ:- پرشن- پرميشور دَيالو (دَيا ڪندڙ) ۽ نياءُ ڪاري (عادل) آهي يا نه؟

اتر- آهي.

پرشن- اهي ٻئي گڻ هڪ ٻئي جي ورڌ آهن. جيڪڏهن دَيا ڪري ته نياءُ، نياءُ ڪري ته دَيا ڇڏجي ٿي وڃي؛ ڇو ته نياءُ انهيءَ کي چئبو آهي، جو ڪرمن جي انوسار نه گهٽ نه وڌ سک دک ڏنو وڃي؛ ۽ دَيا انهيءَ کي چئبو آهي جو پاپيءَ کي ڏنڊ ڏيڻ ڌاران ڇڏي ڏجي.

اتر- نياءُ ۽ دَيا ۾ رڳو نالي ماتر ڀيد آهي. ڇو ته جو پرايوجن نياءُ مان سڌ ٿو ٿئي، سوئي دَيا مان. ڏنڊ ڏيڻ جو هيءُ پرايوجن آهي ته منش ڏوهه ڪرڻ کان باز اچن ۽ دک کي پراپت نه ٿين ۽ دَيا انهيءَ کي ئي چئبو آهي، جو (جنهنجي ڌواران) ٻين جي دکن کي دور ڪيو وڃي. جيڪو ارٿ دَيا ۽ نياءُ جو توهان ڪيو، سو ٺيڪ نه آهي. ڇو ته جنهن جهڙو ۽ جيترو برو ڪم ڪيو هجي، تنهنکي تهڙو ۽ تيترو ئي ڏنڊ ڏيڻ، انهيءَ جو نالو نياءُ آهي. پر

* هن وشيه تي سانکيه درشن جي ادياءَ ١ سوتر ٨٧ کان ٩١ ۾ وڌيڪ ورنن ٿيل آهي، سو پڙهڻ وٽان آهي. (مولچند)

جيڪڏهن ڏوهيءَ کي ڏنڊ نه ڏنو وڃي، ته جيڪر دنيا ئي ناس ٿي وڃي! ڇو ته هڪ اَپراڌي ڌاڪوءَ کي ڇڏي ڏيڻ ڪري هزارين ڌرماتما پُرشن کي ڏک ڏنو آهي. جڏهن هڪڙي کي ڇڏڻ مان هزارين ماڻهن کي ڏک ٿو پهچي ته پوءِ اها ڪهڙي دنيا ٿي سگهي ٿي؟ دنيا اهائي آهي ته اُنهيءَ ڌاڪوءَ کي قيد ۾ رکي، پاپ ڪرم ڪرڻ کان بچائڻ يا اُنهيءَ ڌاڪوءَ کي ماري ڇڏڻ سان ٻين هزارين ماڻهن تي دنيا پرڪاشت ڪرڻ.

**پرشن:-** پوءِ دنيا ۽ نياءُ ٻه شبد ڇو ٿيا؟ جڏهن اُنهن ٻنهي جو هڪ ئي ارٿ ٿو ٿئي، ته ٻن شبدن جو هجڻ اجايو آهي، تنهنڪري هڪ شبد جو هجڻ ٺيڪ آهي. اِنهيءَ مان سڌ ٿو ٿئي ته دنيا ۽ نياءُ جو هڪ اَرٿ نه آهي.

**اُتر:-** ڇا هڪ ارٿ جا انيڪ نالا ۽ هڪ نالي جا انيڪ ارٿ ڪونه ٿيندا آهن؟

**پرشن:-** ٿيندا آهن.

**اُتر:-** ته پوءِ توهانکي شنڪا ڇو اُٿي ٿي؟

**پرشن:-** اِنهيءَ لاءِ جو سنسار ۾ ائين ٻڌبو آهي.

**اُتر:-** سنسار ۾ سچ ۽ ڪوڙ ٻئي ٻڌڻ ۾ اچن ٿا؛ پر اُنهنجو ويچار سان نرنيه ڪرڻ اسانجو ڪم آهي. ڏسو ايشور جي پورڻ دنيا ته اها آهي، جو هن سڀني جيون جي پريوجن سڌيءَ لاءِ سنسار ۾ سڀ پدارٿ اُپن ڪري دان ڏيئي ڇڏيا آهن، اُنهيءَ کانسواءِ ٻي ڪهڙي وڏي دَيا ٿي سگهي ٿي؟ هاڻي نياءُ جو ڦل ته پرتيڪش ڏسڻ ۾ اچي ٿو. سک دک جي ورهاست وڌ ۽ گهٽ هجڻ سان، ڦل کي پڌرو ڪري رهي آهي. اُنهن ٻنهي ۾ رڳو اهو ئي ڀيد آهي، جو من ۾ اِها اِڇا (ڪرڻ) ته سڀني کي سک ٿئي ۽ سڀني جو دک هٽي؛ (اهڙو) يتن ڪرڻ سا دَيا آهي ۽ ٻاهريون چيشٽائون (ڪم) ارٿات ٻڌڻ (قيد آدي) انگ ڪاٽڻ وغيره ۽ پورو پورو ڏنڊ ڏيڻ نياءُ آهي. ٻنهي جو اهوئي هڪڙو پريوجن آهي، ته سڀ پاپ ۽ دک کان ڇٽي وڃن.

**ايشور نراڪار:- پرشن-** ايشور ساڪار (شريرڌاري) آهي يا نراڪار (بنا شرير جي)؟

**اُتر-** نراڪار، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ساڪار هجي ته وياپڪ نه هجي ها. جي وياپڪ نه هجي ها، ته ڄاڻي ڄاڻهار آدي گڻ به ساڻس لاڳو نه ٿي سگهن ها. ڇاڪاڻ جو حد واريءَ شيءِ ۾ گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ به حد اندر ٿيندا آهن. (اِنهيءَ اوستا ۾ پڻ) سردي، گرمي، بک، اُڃ، روڳ، دوش ۽ ڪاٽ ڇانٽ کانسواءِ رهي نه سگهندو. اِنهيءَ مان اهوئي سڌ آهي ته ايشور **نراڪار** آهي. جيڪڏهن **ساڪار** (ديهه ڌاري) هجي، ته سندس ڪن، اکين وغيره اُنگن جي ٺاهڻ وارو ڪوئي ٻيو ٿيڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ ته جيڪو ملائڻ سان اُپن ٿيندو آهي، تنهن کي ملائڻ وارو ڪو نراڪار چيتن ضرور هجڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو هتي هن طرح چوي، ته ايشور پنهنجي اِڇا سان پاڻهي پنهنجو شرير ٺاهيو، ته به اهو سڌ ٿيو ته شرير ٺهڻ کان اڳ هو **نراڪار** هو. اُنهيءَ ڪري پرماتما ڪڏهن به ديهه ڌارڻ نٿو ڪري، پر نراڪار هجڻ سبب ساري جڳت کي سوکشم ڪارڻ (پرڪرتيءَ) مان استول

جڳت بڻائي ٿو.

**ايشور سروشڪتيوان آهي:-** **پرشن** - ايشور سروشڪتيوان [قادر مطلق] آهي يا نہ؟

**اُتر** - آهي. پر جهڙو اوهان سروشڪتيوان شبد جو اَرٿ ٿا سمجهو، اهڙو نہ. سروشڪتيوان جو ارٿ اهو ٿي آهي، تہ ايشور پنهنجن ڪمن ارٿات [جڳت جي] اُتپن ڪرڻ، سنڀالڻ ۽ پرليہ ڪرڻ آدي، ۽ سڀني جيون جي پنج پاپ جي نيم ڪي ٺيڪ ٺيڪ هلائڻ ۾ ڪنهنجي بہ مدد جي ضرورت نہ ٿو رکي. مالڪ ۽ سهائتا ضاد ونندو آهي، اتوا پنهنجي اننت شڪتيءَ سان ئي پنهنجا سڀ ڪم پورا ڪندو آهي.

**پرشن:-** اسين مڃون ٿا تہ ايشور جيڪي چاهي سو ڪري ٿو، ڇو تہ هنجي مٿان ٻيو ڪوئي ڪونهي.

**اُتر** - ها! ڇا ٿو چاهي؟ جيڪڏهن اوهين چئو تہ سڀ ڪجهہ ٿو چاهي ۽ ڪري ٿو سگهي، تہ اسين اوهان کان پڇون ٿا، تہ ڇا ايشور پاڻ کي ماري [سگهي ٿو]؟ * اَنيڪ ايشور بڻائي [سگهي ٿو]؟ پاڻ اَودوان [ٿي سگهي ٿو]؟ چوري، ويڀچار وغيرہ پاپ ڪرم ڪري ۽ دکي بہ ٿي سگهي ٿو؟ جهڙيءَ ريت هي ڪم ايشور جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جي برخلاف آهن، تہ پوءِ جيڪي اوهانجو چوڻ آهي تہ هو سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو، سو ڪڏهن بہ ٺيڪ نہ ٿي سگهندو. تنهنڪري سروشڪتيوان شبد جو ارٿ جو اسان ڪيو آهي، سو ٺيڪ آهي.

**انادي ۽ اننت:- پرشن:-** ايشور آد وارو آهي يا بنا آد جي؟

**اُتر** - انادي [بنا آد وارو] ۽ ارٿات جنهنجو ڪوئي آدي ڪارڻ يا [شروع جو] سمو نہ هجي، تنهنکي انادي ڪبو آهي. اهڙا سڀ ارٿ پهرئين سملاس ۾ ڪيا ويا آهن، اُتي ڏسي سگهو ٿا.

**پرشن** - پرميشور ڇا ٿو چاهي؟

**اُتر** - سڀني جي ڀلائي ۽ سڀ لاءِ سک ٿو چاهي. وري پنهنجي سوتنترتا [خود مختياري] هلائي ڪنهنکي بہ بنا پاپ ڪرڻ جي پراڌين [ٻئي جو محتاج] نٿو ڪري.

**اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا:- پرشن** - پرميشور جي اُستتي [ساراهہ]، پرارٿنا ۽ اُپاسنا [ساکيات ڪرڻ جو يتن] ڪرڻ گهرجي يا نہ؟

**اُتر** - ڪرڻ گهرجي.

**پرشن** - ڇا، اُستتي آدي ڪرڻ سان ايشور پنهنجو نيم ڇڏي، اُستتي پرارٿنا ڪرڻ واري جا پاپ دور ڪري ڇڏيندو؟

**اُتر** - نہ.

**پرشن** - تہ پوءِ اُستتي پرارٿنا ڇو ڪجي؟

**اُتر** - اُنهن جي ڪرڻ جو ڦل ٻيو ئي آهي.

**پرشن** - ڪهڙو آهي؟

* يعني جيڪڏهن ايشور شرير وارو هوندو تہ پوءِ اهو شرير وڌي ڪٿي بہ سگهندو. هو ڄمندو، مرندو بہ رهندو. ارٿات جو ڄمندو آهي، سو مرندو بہ اوس.

اُتر :- اُستتيءَ مان ايشور ۾ پريتي، سندس گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ دوارا اسانجي ڪڻن، ڪرمن ۽ سڀاءَ جو سڌرڻ؛ پرارٿنا سان نهنائي، اُتساهه ۽ سهايتا جو ملڻ؛ اُپاسنا سان پر برهم سان ملڻ ۽ اُنجو ساڪيا لڪار ٿيڻ.

**اُستتي ڇا کي چئجي :-** پرشن - انهيءَ کي ڪولي سمجهايو.

اُتر :- جهڙيءَ ريت -

स पर्यगाच्छुक्रमकायमव्रणमस्नाविर्ँ शुद्धमपापविद्धम् ।
कविर्मनीषी परिभूः स्वयम्भूर्याथा तथ्यतोऽर्थान् व्यदधाच्छाश्वतीभ्यः समाभ्यः ॥ यजु० ॥ अ० ४० । मं० ८ ॥

**سگڻ اُستتي** - (ايشور اُستتي) اهو پرماتما سڀني ۾ وياپڪ، سڀ ڪم ڪڻ ۾ پورا ڪندڙ ۽ اُننت ٻلوان، جيڪو شڌ جا ٿي جاڻڻهار، سڀني جو انترجامي، سڀني مٿان رهندڙ، سنااتن، سوُيم سِڌ (پنهنجي ٿابتي پاڻ)، پرميشور، پنهنجي جيو روپي سناتن، اناديءَ پرجا کي، پنهنجي سناتن وديا سان ٺيڪ ٺيڪ ارٿ جو ٻوڌ ويد دوارا ڪرائيندو آهي، اها [آهي] **سگڻ اُستتي** ارٿات جنهن جنهن گڻ [کي سمرڻ ڪرڻ] دوارا پرميشور جي اُستتي ڪرڻ [۾ اچي]، سا آهي سگڻ.

**نرگڻي اُستتي** - (اڪايه) ارٿات جو ڪڏهن شرير ڌارڻ [نه ڪندو آهي] اٿوا جنم نه وٺندو آهي، جنهن ۾ ڇدر [ٽنگ يا ڇيڪ] ڪو نه ٿيندو آهي، جو ناڙين وغيره [رڳن يا نبضن] جي ٻنڌن ۾ نه اچي ۽ ڪڏهن پاپ جو ڪم نه ڪري، جنهن ۾ ڪليش، دک، اَگيان ڪڏهن نه ٿئي وغيره ۽ جنهن جنهن راڳ [موهه]، دويش [وروڌ] آدي گڻن رهت مڃي، پرميشور جي اُستتي ڪرڻ، سا **نرگڻ اُستتي** آهي.

انهيءَ جو ڦل اهو آهي، ته جيڪي پرميشور جا گڻ آهن، اهڙا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ پنهنجا بڻائڻ. جهڙيءَ ريت هو نياءَ ڪاري آهي، تهِ پاڻ بہ نياءَ ڪاري ٿجي. پر جيڪو پيو وانگيان رڳو پرميشور جا گڻ ڪيرتن ڪري پر پنهنجي چال چلن نه سڌاري، انهيءَ جي اُستتي ڪرڻ وئرٿ آهي.

## پرارٿنا ڇا کي چئجي ؟

यां मेधां देवगणाः पितरश्चोपासते । तया मामद्यमेधयाऽग्ने मेधाविनं कुरु स्वाहा ॥१॥ यजुः । अ० ३२ । १४ ॥
तेजोऽसि तेजो मयि धेहि । वीर्य्यमसि वीर्य्यं मयि धेहि । बलमसि बलं मयि धेहि ।
ओजोऽस्योजो मयि धेहि । मन्युरसि मन्युं मयि धेहि । सहोऽसि सहो मयि धेहि ॥२॥ यजु० । अ० १९ । ९ ॥
यज्जाग्रतो दूरमुदैति दैवं तदु सुप्तस्य तथैवैति ।
दूरंगमं ज्योतिषां ज्योतिरेकं तन्मे मनः शिवसंकल्पमस्तु ॥ ३ ॥
येन कर्माण्यपसो मनीषिणो यज्ञे कृण्वन्ति विदथेषु धीराः ।
यदपूर्वं यक्षमन्तः प्रजानां तन्मे मनः शिवसंकल्पमस्तु ॥ ४ ॥
यत्प्रज्ञानमुत चेतो धृतिश्च यज्ज्योतिरन्तरमृतं प्रजासु ।
यस्मान्न ऋते किंचन कर्म क्रियते तन्मे मनः शिवसंकल्पमस्तु ॥ ५ ॥
येनेदं भूतं भुवनं भविष्यत्परिगृहीतममृतेन सर्वम् ।
येन यज्ञस्तायते सप्त होता तन्मे मनः शिवसंकल्पमस्तु ॥ ६ ॥

यस्मिन्नृच: साम यजूꣳषि यस्मिन्प्रतिष्ठिता रथनाभाविवारा: ।
यस्मिंश्चितꣳ सर्वमोतं प्रजानां तन्मे मन: शिवसङ्कल्पमस्तु ॥ ७ ॥
सुषारथिरश्वानिव यन्मनुष्यान्नेनीयतेऽभीशुभिर्वाजिनऽइव ।
हृत्प्रतिष्ठं यदजिरं जविष्ठं तन्मे मन: शिवसङ्कल्पमस्तु ॥ ८ ॥ यजु० ३४ । १-६ ॥

**سُبُڌيءَ لاءِ پراٿنا:-** ارٿ- هي اَگني! ارٿات پرڪاش سروپ پرميشور! توهان ڪرپا ڪري، جنهن ٻڌيءَ لاءِ ودوان، گياني ۽ يوگي لوڪ اُپاسنا ڪندا آهن، انهيءَ ٻڌيءَ سان اسان کي هن هلندڙ سمي ۾ ٻڌي وان بڻايو. (يجروید اڌياءِ ٣٢ ۽ منتر ١٤).

(٢) اوهان پرڪاش سروپ آهيو، ڪرپا ڪري مون ۾ به پرڪاش استاپن ڪريو. اوهان اننت شڪتيءَ دوارا ڪم ڪندڙ آهيو، مون ۾ به ڪرپا درشٽيءَ سان پورو پورو پراڪرم اَرپڻ ڪريو. اوهان اننت بل وارا آهيو، (انهيءَ ڪري) مون ۾ به بل ڌارڻ ڪريو. اوهان اننت سامرٿ وارا آهيو، انهيءَ ڪري مونکي به پورڻ سمرٿي ڏيو. اوهان ٻرن ڪمن ۽ دشٽن تي ڪروڌ ڪندڙ آهيو، مونکي به اهڙو ئي ڪريو. اوهان نندا، اُستتي (ڪندڙن) پنهنجي (ورڌ) اَپراڌ ڪرڻ وارن کي سهڻ وارا آهيو، ڪرپا ڪري مونکي به اهڙو ئي ڪريو. [يجروید ١٩-٩].

(٣) هي ديا جا ساگر! اوهانجي ڪرپا سان منهنجو من جاگرت اوستا ۾ پري پري وڃي ٿو، چمڪندڙ گڻن سان پرپور رهي ٿو، ۽ سمهندي سمي اهو ئي منهنجو من سشپتيءَ [گهريءَ ننڊ] کي پراپت ٿئي ٿو، يا سپني ۾ پري پري وڃڻ جهڙو وهنوار ڪري ٿو، سڀني پرڪاش ڪرڻ وارن اندرين کي جوتي ڏيندڙ! هڪ اهو منهنجو من شڀ سنڪلپ ارٿات پنهنجي ۽ ٻين پراڻين لاءِ ڪلياڻ جو وچار ڪرڻ وارو ٿئي، ڪنهن کي به نقصان پهچائڻ جي اڇا ڪرڻ وارو ڪڏهن به نه ٿئي. [يجروید ٣٤-١]

(٤) هي سرو انترجامي! جنهن من جي دوارا ڪرم ڪرڻ وارا ڌرمي ودوان لوڪ يگيه [اُپڪار جا ڪم] ۽ ٻيا آدي ڪم ڪندا آهن، جو امت سامرٿيءَ وارو پوڄا جي يوگيه ۽ پرجا جي اندر رهڻ وارو آهي، سو منهنجو من ڌرم ڪرڻ جي اڇا وارو ٿئي، اَڌرم کي بنهه ڇڏي ڏئي. [يجروید ٣٤-٢]

(٥) جو (من) اوچ ۾ اوچ گيان [جو وسيلو] ۽ ٻين کي چتائڻ وارو ۽ نشچيه ورتيءَ جي اُپڻ ڪرڻ وارو [ڳالهين جي نرنيه ڪرڻ وارو] آهي ۽ جيڪو منش جي اندر پرڪاش سان پرپور ۽ ناس نه ٿيندڙ آهي، جنهن بنا ڪوئي ڪجهه ڪم نٿو ڪري سگهي، اهو منهنجو من شڀ گڻن جي اڇا ڪري ٻرن گڻن کان پري رهي. [يجروید ٣٤-٣]

(٦) هي جگديشور! جنهن (من) جي وسيلي سڀ يوگي لوڪ هنن سڀني ڀوت [گذريل وقت]، ڀوشيه [ايندڙ وقت] ۽ ورتمان [هلندڙ وقت] جي وهنوارن کي ڄاڻن ٿا، جيڪو امر جيو آتما کي پرماتما سان ملائي، تنهي ڪالن جي ڄاڻن وارو بڻائي ٿو، جنهن (من) ۾ گيان [ڄاڻ] ۽ ڪريا [ڪم ڪرڻ جي شڪتي] آهي، جو پنجن گيان اندرين، ٻڌيءَ ۽ آتما سان

گڏيل رهي ٿو ۽ جنهن دوارا اُهي يوگ روپي يگيه کي وڌائن ٿا، اهو منهنجو من يوگ جي وگيان سان ڀرپور ٿئي، اوديا آدي ڪليشن کان پري رهي. [يجرويد ۳۴-۴]

(۷) هي پرم ودوان پرميشور! جيئن ڳاڏيءَ جي سرائيءَ ۾ آرا اڳيل هوندا آهن، تيئن اوهان جي ديا سان منهنجي من ۾ رگويد، يجرويد، سام ويد ۽ ٻيو اٿروويد استت آهن ۽ جنهن ۾ سروگيه (سڀني جي ڄاڻڻ وارو) سرووياپڪ سڀني هنڌ موجود پرجا جو ساکي ۽ استت گيان وارو چِتن ڏسڻ ۾ ايندو آهي، اهو منهنجو من اوديا جو ناس ڪري، سدا ودِيا جو پريمي رهي. [يجرويد ۳۴-۵]

(۸) هي سروانترٻامي (سڀني کي نيم ۾ هلائيندڙ) ايشور! جيڪو منهنجو من منشن کي ڏاڍو هيڏي هوڏي ائين رلائيندو آهي، جيئن گهوڙن کي رسي سان گهوڙن جو هلائيندڙ ڪوچوان، جيڪو هردي ۾ براجمان ڪتي وان [تيز رفتار] ۽ اتيئنت ويگوان (ڏاڍيءَ وڏيءَ شڪتيءَ وارو آهي) اهو منهنجو من سڀني اندرين کي اڌرم جي رستي کان روڪي سدائين ڌرم جي واٽ تي هلائيندو رهي، اهڙي ڪرپا مون تي ڪريو. [يجرويد ۳۴-۶]

अग्ने नय सुपथा रायेऽस्मान् विश्वानिदेव वयुनानि विद्वान् ।
युयोध्यस्मज्जुहुराणमेनो भूयिष्ठां ते नम उक्तिं विधेम ॥ यजु० ४० । १६ ॥

ارٿ- هي سک جي ڏيڻ وارا، پرڪاش سروپ، سڀني کي ڄاڻڻ وارا پرماتما! توهان اسان کي اُتم مارگ دوارا سمپورڻ گيان پراپت ڪرايو ۽ جيڪو اسان ۾ ڪوٽ پاپ لي هارڻ جو رستو آهي، اُهيءَ کان پري ڪريو. تنهن ڪري اسين گهڻيءَ نمرتا سان اوهان جي استتي ٿا ڪريون ته اوهين اسان کي پوتر بڻايو. [يجرويد ۴۰-۱۶]

मा नो महान्तमुत मा नोऽर्भकं मा न उक्षन्तमुत मा न उक्षितम् ।
मा नो वधीः पितरं मोत मातरं मा नः प्रियास्तन्वो रुद्र रीरिषः ॥ यजु० १६ । १५ ॥

ارٿ- هي رُدر! (دشٽن کي پاپ جو ڏک سروپ ڦل ڏيئي رئارڻ وارا پرميشور) اوهان اسان کي ننڍين وڏن ماڻهن، ڳڀين، اسان جي ماتا پتا ۽ پيارن مِٽن مائٽن ۽ شريرن کي ناس ڪرڻ لاءِ نه چورايو. اسان کي اهڙي مارگ تي هلايو، جنهن ڪري اسان اوهان جي ڏنڊ جا لائق نه ٿيون.

असतो मा सद्गमय तमसो मा ज्योतिर्गमय मृत्योर्माऽमृतं गमयेति ॥ शतपथ ब्रा० [ १४ । ३ । १ । ३० ]

ارٿ- هي پرم گورو پرماتما! اسان کي استت کان هٽائي، سچي مارگ ۾ پهچايو. اوديا، اندهڪار کان ڇڏائي ودِيا روپي سورج کي پراپت ڪرايو. مرتيوءَ روپي روڳ کان الڳ ڪري، موڪش جي آنند روپ امرت کي پراپت ڪرايو. (شتپٿ براهمڻ ۱۴-۳-۱-۳۰)

**سگڻ ۽ نرگڻ پرارٿنا** :- ارٿات جنهن جنهن دوش ۽ درگڻ کان پرميشور کي ۽ پاڻ کي به ڌار سمجهي پرميشور جي پرارٿنا ڪئي وڃي ٿي [سا وڌيءَ واري هئڻ ڪري] ارٿات جنهن ۾ اها اڇا هجي ته فلاڻو ڪي فلاڻو گڻ پيدا ٿئي، سا **سگڻ پرارٿنا** [ڪوٺبي آهي] ۽ نشيڌ واري هئڻ ڪري [ارٿات جنهن ۾ اها اڇا هجي ته فلاڻو ڪي فلاڻو دوش دور ٿئي]

ترڪڻ پرارٿنا [ ڪوڙي آهي ].

**سچي پرارٿنا** - جو منش جنهن ڳالهه جي پرارٿنا ڪري، تنهنجو آچرڻ به اهڙوئي ڪرڻ گهرجي، يعني تمام اُتم بدڌيءَ پراپت ڪرڻ لاءِ پرارٿنا ڪري ته انهيءَ لاءِ جيترو ڪاتس ٿي سگهي، اوترو ڪري، يعني پنهنجي پرشارٿ ڪانپوءِ پرارٿنا ڪرڻ جڳائي.

**نڪمي پرارٿنائون** :- هيٺين پرارٿنا ڪڏهن ڪرڻ نه گهرجي ۽ نڪي پرميشور انکي سويڪار ڪندو آهي. جهڙيءَ رِيت هي پرميشور! اوهان منهنجي شترن جو ناس ڪريو، مونکي سڀني کان وڏو ڪريو، منهنجي ئي عزت [ ٿئي ] ۽ منهنجي ئي هٿ هيٺ سڀ ٿي وڃن وغيره، ڇو ته جيڪڏهن ٻئي دشمن هڪ ٻئي جي ناس ڪرڻ لاءِ پرارٿنا ڪن ته ڇا پرميشور ٻنهي جو ناس ڪري ڇڏي؟ جيڪڏهن ڪوئي چوي ته جنهنجو پريم گهڻو هجي انهيءَ شتروءَ جو ناس به گهٽ ( ٿي سگهي، اوس ) ٿيڻ گهرجي.

اهڙيءَ مورکتا جي پرارٿنا ڪندي ڪوئي هيٺين پرارٿنا ڪرڻ لڳندو ته هي پرميشور! اوهين اسانکي روٽي تاهي ڪاريو ۽ منهنجي گهر ۾ ٻهاري پايو، ڪپڙا ڌوئي ڏيو ۽ پوکي راهي به ڪريو. اهڙيءَ رِيت جيڪي پرميشور جي ڀروسي آلسي ٿي ويهندا آهن، سي مهامورک آهن. ڇو ته پرميشور جي جيڪا پرشارٿ ڪرڻ لاءِ آگيا آهي، تنهنکي جيڪو ٽوڙيندو، سو ڪڏهن سک ڪونه پائيندو.

**پرشارٿ ڪرڻ جڳائي** - جهڙيءَ طرح لکيو آهي:-

कुर्वन्नेवेह कर्माणि जिजीविषेच्छतꣳसमाः ॥ यजु० ॥ अ० ४० । मं० २ ॥

ارٿات - پرميشور آگيا ٿو ڏئي ته منش سؤ ورهين تائين يعني جيسين جيئي، تيسين ڪرم ڪندي جيئڻ جي اڇا ڪري، آلسي ڪڏهن نه ٿئي.

ڏسو سرشٽيءَ ۾ جيترا ساهوارا يا بنا ساهرارا آهن، سي سڀ پنهنجا پنهنجا ڪرم ۽ جتن ڪندا ئي رهن ٿا، جئن ماڪوڙيون وغيره سدا يتن ڪنديون [ رهن ٿيون ]، پرٿوي آدي سدا گهمنديون [ رهن ٿيون ] ۽ وڻ آدي سدا وڌندا گهٽجندا رهن ٿا؛ تئن هيءَ درشٽانت ماڻهن کي به هٿ ڪرڻ گهرجي. جهڙيءَ رِيت پرشارٿ ڪندڙ جي سهايتا ٻيو به ڪري ٿو، تهڙيءَ رِيت ڌرم سان پرشارٿ ڪندڙ جي سهايتا ايشور به ڪندو آهي. جئن ڪم ڪندڙ پرشن کي نوڪر [ سهائتا ] ڪندا ۽ ٻئي آلسيءَ کي نه؛ [ ڪندا آهن ]، ڏسڻ جي اڇا رکندڙ ۽ اکين واري کي ڏيکاريندا آهن ۽ انڌي کي نه؛ تئن پرميشور به سڀني جي اُپڪار ڪرڻ جي پرارٿنا ۾ سهائڪ ٿيندو آهي، هاڃي پهچائڻ واري ڪرم ۾ نه. جيڪو اٽين چوندو آهي ته گُڙ مٺو آهي؛ تنهنکي ڪڏهن به نڪي گُڙ ملندو آهي، نڪي انجو سواد ئي پئجي پوندو آهي، پر جيڪو اُدم ڪندو آهي، تنهنکي سگهو يا دير سان گُڙ ملي ويندو آهي.

**اُپاسنا ڇا کي چئجي** - هاڻي ٽين [ ڳالهه ] اُپاسنا:-

समाधिनिर्धूतमलस्य चेतसो निवेशितस्यात्मनि यत्सुखं भवेत् ।
न शक्यते वर्णयितुं गिरा तदा स्वयन्तदन्तः करणेन गृह्यते ॥

هيءَ اُپنشد جو وچن آهي - جنهن پرش جا سماڌي ۽ يوگ دوارا اوديا آدي مل ناس ٿي ويا آهن، ۽ جنهن پنهنجي آتما ۾ پنهنجي پرماتما جو چنتن لڳايو آهي، تنهنکي جيڪو پرماتما جي ميلاپ جو سک ٿيندو آهي، سو واڻيءَ سان چئي نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ آنند کي جيو آتما پنهنجي انتهڪرڻ [ اندر جي شڪتيءَ] دوارا گرهڻ ٿو ڪري. اُپاسنا شبد جو ارٿ آهي ويجهو ٿيڻ. اشٽانگ [اُٺن اَنگن واري] يوگ وسيلي پرماتما جي ويجهو ٿيڻ لاءِ ۽ کيس سرو انترياميءَ سرو وياپي روپ دوارا ساکيات ڪرڻ لاءِ جيڪو ڪم ڪرڻو پوندو آهي، سو سڀ ڪرڻ گهرجي. ارٿات-

तत्राऽहिंसासत्याऽस्तेयब्रह्मचर्याऽपरिग्रिहा यमा: ॥ योगसूत्र० [ साधनपादे । सू० ३० ]

**اپاسنا جو پهريون انگ** - اُنهن مان اَهنسا يعني ويرَ جو ڇڏڻ، ستيہ، اَستيہ ارٿات چوريءَ جو تياڳ، برهمچريہ ۽ اپرگره ارٿات ضرورت کان وڌيڪ شيون گڏ نه ڪرڻ (دنيا ۾ ڦاسي نه پوڻ) اهي پنج يم سڏبا آهن. ( يوگ ساڌن پاد ٣٠ سوتر ) .

هي سوتر ۽ اهڙا ٻيا سوتر پاتنجل منيءَ جي يوگ شاستر جا آهن. جيڪو اُپاسنا جو آرنڀ ڪرڻ چاهي، اُنهيءَ لاءِ اُهوئي پهريون ڏاڪو آهي، ته ڪنهن سان وير نه رکي، سدا سڀني سان پريتي ڪري سچ ڳالهائي، ڪوڙ ڪڏهن نه ڳالهائي، چوري نه ڪري، سچو وهنوار ڪري، اندرين کي جيتي. وشين جي جار ۾ نه ڦاسي، نهٺو ٿئي، اَبيمان ڪڏهن نه ڪري. اهي پنجن قسمن جا يم اُپاسنا يوگ جو **پهريون** انگ آهن.

शौचसन्तोषतप:स्वाध्यायेश्वरप्रणिधानानि नियमा: ॥ योगसूत्र० [ साधनपादे । सू० ३२ ]

**ٻيو انگ** - [ پوترتائي، سنتوش، تپ سواڌيايہ ارٿات پوتر گرنٿن جو پڙهڻ، ايشور پرڻيڌان، ارٿات پاڪي ايشور جي آڌين ڪرڻ يا ايشور اڇا جي انڪول پنهنجي اڇا ڪرڻ نيم آهن ] (يوگ سوتر، ساڌن پاد ٣٢ سوتر). راگ يا موه ۽ دويش ڇڏي اندر کي ۽ پاڻي آديءَ سان ٻاهر کي پوتر ڪري؛ ڌرم انوسار پرشارٿ ڪرڻ کانپوءِ نہ لاڀ ۾ خوشي ۽ نہ هانيءَ ۾ ڏک ڪري؛ باڪ خوش رهي ۽ آلس ڇڏي سدا پرشارٿ ڪندو رهي؛ سدا ڏک سک سهي ڌرم جو ئي آچرڻ ڪري اڌرم جو نه. سدا ست شاسترن کي پڙهي ۽ پڙهائي، ست پرشن جو سنگ ڪري ۽ "اوم" انهيءَ هڪ پرماتما جي (نج) نالي جو ارٿ ويچاري، ڏهاڙي جپ ڪندو ڪري ۽ (پنجون) پنهنجي آتما کي پرماتما جي آگيا انڪول ارپي ڇڏي. اِنهن پنجن پرڪارن جي نيمن کي ملائي اُپاسنا يوگ جو ٻيو انگ سڏجي ٿو. انهيءَ کان پوءِ * ڇهه انگ يوگ شاستر ۽ رگويد آدي ڀاشيہ ڀومڪا ۾ ڏسي وٺو. o

* ڇهه انگ هي آهن - ١. آسن ارٿات وشيش ريت سان ويهڻ جو اَڀياس. ٢. پراڻايام، اٿوا دم ڪڍڻ ۽ روڪڻ جو اڀياس. ٣. پرتياهار، من کي وشين کان روڪڻ. ۴. ڌارڻا، من کي هڪ جاءِ تي ٽڪائڻ. ٥. ڌيان، هر هر من کي اِنهيءَ ڳالهه تي لڳائي ڌارڻا ڪئي ڏٺو ڪرڻ، ٦. سماڌي ارٿات ڌيان جي وشيہ سان لين ٿي وڃڻ.

o اهو هڪ پستڪ آهي، جو سوامي جن ويدن جي انواد جي ڀومڪا جيان لکيو آهي. رگويد آدي ڀاشيہ ڀومڪا جي اُپاسنا وشئہ ۾ اُنهن جو ورنن آهي.

**اُپاسنا ڪيئن ڪجي** - جڏهن اُپاسنا ڪرڻ چاهيو تڏهن اڪيلائيءَ شڌ جاءِ ۾ ويهي، آسڻ لڳائي پراڻايام ڪري، ٻاهرين وشين کان اندرين کي روڪي من کي دن وٽ اٽوا هردي [دل] ڪنٺ [ڳلي]، اکين، چوٽيءَ اٽوا پٺيءَ جي وچين ڪنهن ۾ ڪنهن جاءِ تي لڳائي، پنهنجي آتما ۽ پرماتما جي پرک ڪري، پرماتما ۾ مگهن رهي، سنجمي ٿئجي [نيمن انوسار هلي ۽ پاڻ کي وس ۾ رکي] جڏهن [ماڻهو] اهي ساڌن ڪندو آهي، تڏهن سندس آتما ۽ انتهڪرڻ پوتر ٿي سچائيءَ سان ڀرپور ٿي ويندو آهي ۽ هميشهه گيان ۽ وگيان وڌائي، مڪتيءَ تائين پهچي ويندو آهي. جيڪو اٺن پهرن ۾ هڪ گهڙي به اهڙيءَ ريت ڌيان ڪندو آهي، سو سدائين اُنتيءَ کي پراپت ڪندو آهي.

**سگڻ ۽ نرگڻ اُپاسنا**:- اُني سروگيه آدي گڻن واري پرميشور جي اُپاسنا ڪرڻ سگڻ ۽ دويش، روپ، رس، [سواد]، گنڌ [بوءِ]، سپرش [ڇهڻ] آدي گڻن کان نيارو مڃي، اُني سوکيم آتما جي اندر ٻاهر وياپڪ پرميشور منجهه درڙتا سان استر [قائم] ٿيڻ، نرگڻ اُپاسنا ڪوٺبي آهي.

**اپاسنا جو ڦل** - هن (اُپاسنا) جو ڦل- جهڙيءَ ريت ٿڌ کان ستايل پرش جي ٿڌ اگنيءَ جي ويجهو وڃڻ سان نورت ٿي ويندي آهي، اهڙيءَ ريت پرميشور جي ويجهو پهچڻ سان سڀ دوش ۽ دک ڇڏائجي، پرميشور جي گڻ، ڪرم سڀاوَ جيان جيو آتما جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ به پوتر ٿي ويندا آهن.

انهيءَ ڪري پرميشور جي اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا اوس ڪرڻ گهرجي. جو هنجو ڦل [نتيجو] الڳ ملندو، پر آتما جو بل اهترو وڌندو، جو پربت جيتري دک ملڻ تي به نه گهٻرائيندي سڀ کي سهي سگهندو. ڇا، اها ٿوري ڳالهه آهي؟ جيڪو پرميشور جي استتي ۽ پرارٿنا ۽ اُپاسنا نٿو ڪري، سو ڪرتگهن [بي شڪر] ۽ مها مورک ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته جنهن پرماتما هن جڳت جا سڀ پدارٿ جيون جي سک لاءِ ڏيئي ڇڏيا آهن، تنهنجو گڻ [ٿورو] ڀلجي وڃڻ ۽ اُنکي نه مڃڻ ڪرتگهنتا ۽ مورکتا آهي.

**ايشور اندرين بنا ڪيئن ٿو ڪم ڪري** - **پرشن**:- جڏهن پرميشور کي ڪن، اکيون وغيره اندريون آهن ئي ڪونه ته پوءِ هو اندرين جو ڪم ڪئن ڪري سگهندو؟ **اُتر**-

अपाणिपादो जवनो ग्रहीता पश्यत्यचक्षुः स शृणोत्यकर्णः ।
स वेत्ति विश्वं न च तस्यास्ति वेत्ता तमाहुरग्र्यं पुरुषं पुराणम् ।। श्वेताश्वेतर उपनिषद् (अ० ३ मं० १९)

هي اُپنشد جو وچن آهي. پرميشور کي هٿ ڪونه آهن، پر هو پنهنجي شڪتيءَ روپي هٿن سان سڀني جي رچنا ۽ گرهڻ ڪري [ٿو]؛ پير ڪونه اٿس پر وياپڪ هئڻ ڪري سڀني کان وڌيڪ ويگوان [تکو هلندڙ ۽ هلائيندڙ آهي]، اکيون جون اندريون ڪونه اٿس، پر سڀني کي ٺيڪ ٺيڪ ڏسي ٿو، ڪن ڪونه اٿس، تنهن هوندي به سڀني جون ڳالهيون ٻڌي ٿو. انتهڪرڻ ڪونهيس، پر ساري جڳت کي ڄاڻي ٿو ۽ هنجو اُنت ڄاڻڻ وارو ڪو به ڪونهي. انهيءَ ڪي سناتن [قديم]، سڀني کان سرشٽ ۽ سڀني ۾ پوري هئڻ ڪري، پرش چوندا آهن.

هو اندرين ۽ اُنهڪرڻ سان [ اَنڌ وارن ] ڪمن کي پنهنجي سمرٿيءَ سان ڪندو آهي.
( شويتا شوتر اُپنشد اڌياءِ ۳ منتر ۱۹ ).

## پرماتما ڪرم ڪندو آهي

**پرشن** - هنکي گهڻا ماڻهو نشڪرام [ ڪريا کانسواءِ ] ۽ نرگڻ [ گڻن رهت ] ڪوٺيندا آهن.

न तस्य कार्य्यं करणं च विद्यते न तत्समश्चाभ्यधिकश्च दृश्यते ।
परास्य शक्तिर्विविधैव श्रूयते स्वाभाविकी ज्ञान बलक्रिया च ।। (श्वेताश्वेतर उपनिषद् अ० ६ मं० ८)

**اُتر** - هيءَ اُپنشد جو وچن آهي. پرماتما مان ڪوئي سندس جهڙو ڪارج [ رچيل پدارٿ ] نٿو ڄڻجي؛ نه هنکي * ڪرڻ [ اوزار ] يعني تمام ضروري ساڌن جي ضرورت آهي ۽ نه ڪوئي سندس برابر آهي نه ڪوئي ڏانئس اُتم ئي آهي. [هو] سرو اُتم شڪتيءَ [ وارو آهي ] ارٿات جنهن ۾ اَننت گيان، اَننت بل ۽ اَننت ڪريا آهي، جا سڀاوڪ ارٿات سهجي ئي هن ۾ ٻڌبي آهي. جيڪڏهن پرميشور ڪرياهيڻ هجي ها، ته جڳت جي اُتپتي، اِستتي ۽ پرلي نه ڪري سگهي ها؛ تنهنڪري جيتوڻيڪ هو وياپڪ [ سڀ جاءِ موجود ] آهي، تڏهن به چيتن هئڻ سبب هن ۾ ڪريا به آهي.

**ايشور جي ڪريا- پرشن**- جڏهن هو ڪريا ڪندو هوندو، تڏهن اَنت [حد] واري ڪريا ٿيندي هوندي، يا اَننت [ حد کان ٻاهر ] ؟

**اُتر** - جيتري ديش [ جاءِ ] ۽ ڪال [وقت] ۾ ڪريا ڪرڻ مناسب سمجهندو آهي، اوتري ئي ديش ۽ ڪال ۾ ڪريا ڪندو آهي؛ نه وڌ نه گهٽ، ڇو ته هو ودوان آهي.

## ايشور پنهنجي حد ڄاڻي ٿو يا نه ؟

پرشن - پرميشور پنهنجو اَنت [ حد ] ڄاڻندو آهي يا نه ؟

اُتر - پرماتما پورڻ گياني آهي. ڇو ته گيان اُنهيءَ کي چئبو آهي، جنهنجي وسيلي جهڙي جو تهڙو ڄاڻو وڃي، ارٿات جو پدارٿ جهڙو هجي؛ تنهنکي تهڙو ڪري ڄاڻڻ جو نالو گيان آهي. پرميشور اَننت آهي، پوءِ هو پنهنجو پاڻ کي اَننت ڄاڻي سو گيان آهي ۽ تنهنجي ورد ڄاڻڻ اَگيان. ارٿات اننت کي اننت وارو ۽ اننت واري کي اننت ڄاڻڻ ڀل آهي.

جنهن پدارٿ جو جهڙو گڻ ڪرم سڀاءُ هجي، تنهن پدارٿ کي تهڙو ئي ڄاڻي ميڻ ئي گيان ۽ وگيان آهي، اُنهيءَ جي اُلٽو اگيان. تنهنڪري-

क्लेशकर्मविपाकाशयैरपरामृष्टः पुरुषविशेष ईश्वरः । योगसूत्र ( समाधिपादे । सू० २४ )

**ايشور جو سروپ** - جيڪو اُوديا آدي ڪليشن، ڇگن، مٺن، من کي وڻندڙن، اَڻ وڻندڙن ۽ گڏيل ڦل جي ڏيڻ وارن ڪرمن جي واسنا کان پري آهي، سو سڀني جيون کان

---

* گجراتي ستيارٿ پرڪاش واري "ڪرڻ" شبد تي هن ريت نوٽ لکيو آهي:- جئن ڏلي جي ڄاڻڻ لاءِ هٿ ڪرڻ [ اوزار ] آهي، تئن ڀڳوان کي ڪنهن اهڙي ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. ڪرڻ اُنهيءَ ڪارڻ کي چئبو آهي، جيڪو ڪنهن ڪريا [ ڪم ] لاءِ تمام ضروري ڪارڻ هجي.

وشيش ايشور سڏبو آهي. *

## ايشور جي هستي سانکيه درشن ۾-

ईश्वरासिद्धे: ॥ १ ॥ [ सां० अ० १ सू० १२ ]
प्रमाणाभावान्न तत्सिद्धि: ॥ २ ॥ सां ५ । १० ॥
सम्बन्धाभावान्नानुमानम् ॥ ३ ॥ सां ५ । ११ ॥

پرشن- (١) ايشور جي سڌي، جا پرتيڪش پرماڻ مان ڪئي سگهجي، سا ٿئي ٿي. [سانکيه ١-١٢]. (٢) جڏهن هن جي سڌيءَ ۾ ڪا به ٻيءَ لاءِ پرتيڪش پرماڻ آهي ئي ڪونه، ته انومان آدي پرماڻ به ٿي نٿو سگهي. [سانکيه ٥-١٠]. (٣) $ وياپتي سمبند نه هئڻ ڪري به انومان ٿي نٿو سگهي؛ وري پرتيڪش ۽ انومان نه هئڻ ڪري شبد پرماڻ به لڳي نٿو سگهي، انهن ڪري ايشور جي سڌي ٿي نٿي سگهي [سانکيه ٥-١١].

پهرئين سوتر جو اصل اپراءِ- اُتر- ايشور جي سڌيءَ ۾ پرتيڪش پرماڻ ڪونهي O

* مٿين سوترن جو اکري ارٿ هيءَ آهي:- اهو وشيش پرش، جيڪو ڪليش، ڪرم، ڪرم جي ڦل ۽ واسنائن کان پري آهي، سو ايشور آهي. ڪليش پنج آهن:- (١) اوديا، (٢) اسمتا [آتما ۽ بڌيءَ کي هڪ ڪري مڃڻ]، (٣) راڳ [چاهنا] (٤) دويش [گهرڻا] (٥) ابهنويش [مرڻ جو ڀؤ]. ڪرم ٻن پرڪارن جا آهن- چڱا ۽ مٺا. ڪرم جا ڦل:- جاتي، آيو ۽ ڀوڳ [سک دک وغيره].

$ وياپتي شبد جو لکڻ هن پستڪ جي ٿئين سملاس ۾ ڏنل آهي. وياپتي ٻن وستن جو نشچت ۽ اٽل بدلجندڙ لاڳاپو آهي، جيئن دونهين ۽ باهه جو. تاتپريه اهو آهي ته هن جڳت جي مادي وستن جي گڻن ۽ ايشور جي گڻن جو پاڻ ۾ لاڳاپو ڪونهي. ٽي سوتر جيڪي رشي ديانند سانکيه شاستر مان واديءَ (پرشن ڪندڙ) جي پاران ڏنا آهن، تن جو اکري ارٿ هيءَ آهي:- (١) ايشور جي سڌي ڪا نه ٿي ٿئي، (٢) پرماڻن جي نه هئڻ ڪري هن جي سڌي ڪانه ٿي، (٣ سمبند نه هئڻ ڪري انومان نٿو ڪئي سگهجي.

O رشي ديانند جو مطلب اهو آهي ته سانکيه درشن "ايشور سڌي" واري سوتر ۾ ائين ڄاڻايو آهي، ته ايشور جي سڌيءَ لاءِ ٻاهريون پرتيڪش ارٿات اهو پرتيڪش جنهن جو حواسن يا اندرين سان لاڳاپو آهي، سو ڪونهي، پر اندريون پرتيڪش جنهن جو لاڳاپو من سان آهي، سو برابر موجود آهي. رشي ديانند جي انهيءَ ڌارڻا کي سانکيه جي انهيءَ ادياءَ جا سوتر ٩٠، ٩١، ٩٥، ۽ ٩٦ ٽيڪو ڏين ٿا. رشيءَ پاڻ پڻ هن ستين سملاس جي سوال نمبر ١١ هيٺ هن ڳالهه کي صاف ڪيو آهي. پهريائين مهراڄن پرتيڪش "شبد" جو نياءِ درشن موجب ارٿ ڪيو آهي. پوءِ انهيءَ کي بحث ڪيو اٿن. ڇي اندرين دوارا وستوءَ جي گڻن جو گيان ٿيندو آهي نه خود وستوءَ (گڻيءَ) جو. گڻيءَ جو ساکياتڪار من دوارا ٿيندو آهي ۽ من ايشور جي وچتر رچنا کي ڏسي ايشور جو ساکياتڪار ڪري ٿو. وڌيڪ هيٺين پڻ ڄاڻايو اٿن ته پاپ يا پنج ڪرڻ وقت جيڪو اندر جو آواز ٿيندو آهي، سو ساکيات ايشور جو آواز آهي. انهن کانسواءِ يوگين جي شڌ پوتر هردي ۾ ايشور ساکيات ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

۽ نه ايشور جڳت جو △ اُپادان ڪارڻ [علت مادي اُها شيءِ جنهن مان جڳت ٺهيو هجي] آهي؛ ۽ پُرش جيو کان ولکشڻ [بالڪل نرالو ۽ عجيب] ارٿات سڀ هنڌ پرپورڻ هئڻ ڪري پرماتما جو نالو پُرش ۽ جسم ۾ آرام ڪرڻ ڪري جيو جو به نالو پُرش آهي* انهيءَ ئي پرڪرڻ [مضمون] ۾ چيل آهي.

प्रधानशक्तियोगाच्चेत्सङ्गापत्तिः ॥१॥ सत्तामात्राच्चेत्सर्वैश्वर्यम् ॥२॥ श्रुतिरपि प्रधानकार्यत्वस्य ॥३॥
सांख्य सू० अ० ५ । सू० ८ । ९ । १२ ॥

جيڪڏهن پُرش کي پرڌان شڪتيءَ [علت مادي] جو ميل هجي ته جيڪر پُرش ۾ به سنگاپتي ⌐ [گڏجي ٿيڻ روپ ڌارڻ جو دوش] اچي وڃي ارٿات جيئن سوڪشم پرڪرتي سان ملي ڪاريه [پيدا ٿيل شين جي] روپ ۾ سنگت ارٿات بناوت ۾ اچي وئي آهي، تيئن جيڪر پرميشور به استول ٿي وڃي. انهيڪري پرميشور جڳت جو اُپادان ڪارڻ نه آهي، بلڪ نمت ڪارڻ [علت فاعلي يا ٺاهيندڙ] آهي [سانکيه ۵-۸].

جيڪڏهن چيتن مان جڳت جي اُتپتي هجي، ته جيئن پرميشور وڏي ايشوريه [شڪتيءَ ۽

△ اعتراض اهو آهي ته سانکيه درشن جي پنجين اڌياءَ جي سوتر ۱۰ ۽ ۱۱ ۾ انهيءَ ڳالهه جو کنڊن آهي ته ايشور جڳت جو اُپادان ڪارڻ [علت مادي] آهي، پر اُنهن سوترن ۾ ايشور جي هستيءَ جو کنڊن نه آهي. جيڪي اڳتي رشي دياننِد سانکيه جي ساڳئي استان جا ٻيا سوتر پيش ڪري لکيو آهي، سو سمورو انهيءَ ڳالهه کي کولڻ واسطي ڏنل آهي.

* سانکيه درشن ۾ پُرش شبد ايشور ۽ جيو جو ارٿ ڏيکاريندو آهي. جيو شرير ۾ موجود آهي ۽ ايشور سنسار ۾ پرپورڻ آهي، انهيءَ ڪري ٻنهي کي پُرش ڪري سڏي سگهجي ٿو.

⌐ سنگاپتي – ٻن شبدن جو ٺهيل آهي، هڪ 'سنگ' ٻيو 'آپتي'. آپتي لفظ جو مطلب دوش، نقص يا گهٽتائي آهي. سنگاپتي اهو دوش آهي، جو سنگ جي ڪري پيدا ٿئي. سنگ شبد جو ارٿ هن پسنڪ جي ٿيڻ سملاس ۾ ڏنل آهي. سنگ اُها شيءِ آهي، جنهنجو سڀاءُ آهي ملڻ جو يا گڏجي رهڻ جو. جيئن اَگني، وايو وغيره جي گڏجڻ ڪري جڳت جا ٻين ٻين پدارٿ ٺهندا آهن. [رشي دياننِد]. هي ٽيئي سوتر سانکيه درشن جي ۵ اڌياءَ مان انهيءَ لاءِ ڏنا آهن، جو مٿي ڏنل واديءَ وارا سوتر به ساڳئي اڌياءَ جا آهن. پر اُهي پوربان آهن ۽ رشيءَ وارا اُپيان. پوربن جو ارٿ اُپين جي آڌار تي ٺهڻ گهرجي. هنن ٽن سوترن مان پهرين [۸] ۾ چيل آهي ته جيڪڏهن هيءَ جڳت ايشور مان ٺهيل هجي ته جيڪر ايشور ايڪ رس نه رهي. ٻين ٻين روپن ڌارڻ ڪري منجهس انيڪ وڪار پيدا ٿين. ٻئي [۹] ۾ ڏيکاريل آهي ته جيڪڏهن هيءَ مادي وستو ڀڳوان مان ٺهيون هجن، ته اُنهن ۾ به ڀڳوان جهان جوڻي ۽ شڪتي هجي، پر ائين نه آهي. ٽئين [۱۵] سوتر ۾ ڏيکاريل آهي، ته شرتيءَ اُپنشد ۾ جڳت جو اُپادان ڪارڻ [علت مادي] پرڌان يا پرڪرتيءَ کي مڃيون ٿا.

**نوٽ:-** پرڌان شبد جو ساڳيو ارٿ آهي، جيڪو پرڪرتيءَ جو. اُهو سوڪشم جنهن مان سمورو سنسار ٺهي تيار ٿيو آهي.

جوئيءَ ] وارو آهي، لئي سنسار ۾ ڪو پورڻ شڪتيءَ ۽ جوئيءَ جو مطلب ڏسڻ ۾ اچي، جو ڪونهي. تنهنڪري پرميشور جڳت جو اپادان ڪارڻ نہ آهي، بلڪ نمت ڪارڻ آهي. [ سانکيہ ٥-٩] ڇو تہ اپنشد بہ پرڌان کي ئي جڳت جو اپادان ڪارڻ ڪري مڃن ٿا.
[ سانکيہ ٥-١٥ ]

अजामेकां लोहितशुक्लकृष्णां बह्वीः प्रजाः सृजमानां स्वरूपाः ॥ श्वेता० अ० ४ मं ५ ॥

هي **شويتا شويتر** اپنشد جو وچن آهي. جا جنم رهت ستو، رجو ۽ تمو گڻ روپ پرڪرتي آهي، سا پنهنجو روپ بدلائي ٻين ٻين پرجا روپ ٿي پوندي آهي. ارٿات پرڪرتي **پريڻامي** [ بدلجڻ واري ] هئڻ ڪري اوستانتر [ جدا جدا حالتن ۽ شڪلين واري ] ٿي پوندي آهي، ۽ پرش **اپريڻامي** [ اڻ بدلجندڙ ] هئڻ ڪري بدلجي ٻئي روپ ۾ ڪڏهن بہ نٿو اچي. سدائين ڪوٽسٿ [ هڪ جهڙو ] ۽ نروڪار [ قيد قاعدن ۽ گهٽتاين کان پري ] رهندو آهي. تنهنڪري جو منشيہ ڪپل آچاريہ کي ناستڪ ٿو ڪوٺي، سو جاهل تہ هو پاڻ ايشور کان انڪاري آهي ۽ نہ ڪپل آچاريہ.

**درشن شاستر ۽ ايشور**:- اهڙي پرڪار ڌرم ۽ ڌرم واري [جي ورنن ڪرڻ] ڪري ميمانسا، ايشور [ جي ورنن ڪرڻ] ڪري ويشيشڪ "آتما" شبد جي [ ورنن ڪرڻ] ڪري نيايہ بہ ايشور کان انڪاري نہ آهن؛ بلڪ جو جاڻي جاڻڻهار آهي ۽ "अतति सर्वत्र व्याप्तोतीत्यात्मा" جو سروتر وياپڪ، سروگيہ آدي ڌرم وارو ۽ سڀني جيون جو آتما آهي، تنهن کي ئي ميمانسا، ويشيشڪ ۽ نيايہ، ايشور ڪري ٿا مڃن.

**ايشور اوتار نٿو وٺي**:- **پرشن**: ايشور اوتار وٺندو آهي يا نہ؟

**اتر**:- نہ. ڇو تہ (३४/५३) "अज एकपात" [ جنم کان رهت هڪ جهڙو ] (४० । ८) "सपर्य्यगाच्छुक्रमकायम्" [ سروياپڪ- پوتر- نراڪار ] اهي يجرويد جا وچن آهن ۽ ٻين اهڙن وچنن مان [ سڌ آهي تہ ] پرميشور جنم نٿو وٺي.

यदा यदा हि धर्मस्य ग्लानिर्भवति भारत। अभ्युत्थानमधर्मस्य तदात्मानं सृजाम्यहम् ॥भ.गी [अ.४ । श्लो ७]

**پرشن**:- شري ڪرشن مهاراج چون ٿا تہ جڏهن جڏهن ڌرم جو لوپ ٿيندو آهي، تڏهن تڏهن مان شرير ڌارڻ ڪندو آهيان.

**اتر**:- هيءَ ڳالهہ ويد ورڌ هئڻ ڪري پرماڻڪ نہ آهي. ائين ٿي سگهي ٿو تہ جيئن تہ شري ڪرشڻ ڌرماتما (هئا) ۽ ڌرم جي رکيا ڪرڻ جي اڇا هئن [ تنهن ڪري جي ائين چيائون ] تہ مان جڳہ جڳہ ۾ جنم وٺي سرلشٽن جي رکيا ۽ دشٽن جو ناس ڪريانئو، تہ ان ۾ ڪو دوش نہ آهي، ڇو تہ:- परोपकाराय सतां विभूतयः ارٿات پروپڪار لاءِ ئي ست پرشن جو تن، من ۽ ڌن ٿيندو آهي. پر انڪري ڪو هو ايشور نٿو ٿي سگهي.

**پرشن**:- جڏهن ائين آهي تہ سنسار ۾ ماڻهو ايشور جا ٢٤ اوتار ڇو ٿا مڃن؟

**اتر**:- ويدن جو ارٿ نہ ڄاڻڻ ڪري. سمپردائي لوڪن [ من ماني مت هلائيندڙن ] جي ڀرمائڻ ڪري يا اڻپڙهيل هئڻ سببان [ ماڻهو ] ڀرم جار ۾ ڦاسي اهڙيون اهڙيون اپرماڻڪ [ بنا ثابتيءَ واريون ] ڳالهيون ئي ڪندا ۽ مڃيندا آهن.

پرشن:- جيڪڏهن ايشور اوتار نه وٺي، ته ڪنس ۽ راوڻ آدي دشٽن جو ناس ڪيئن ٿي سگهي؟

اُتر- اول ته جو جمندو آهي، سو اوس مرندو آهي. جو ايشور اوتار ڌارڻ کان سواءِ شرير ڌارڻ ڪرڻ بنا جڳت جي اُتپتي، اسٿتي ۽ پرليه ڪندو آهي، تنهنجي اڳيان ڪنس ۽ راوڻ آدي هڪڙي ڪيڙيءَ جي سمان به نه آهن؛ هو سرووياپڪ هئڻ ڪري ڪنس ۽ راوڻ آدي جي شريرن ۾ به پرپورڻ [مڪمل رِيت موجود] آهي. جڏهن مهل چاهي، تڏهن مرم ڇيدن [نازڪ عضون کي ڪاٽي] ڪري ناس ڪري سگهي ٿو. ڀلا، اهڙي اننت گڻ ڪرم ۽ سڀاءَ واري پرماتما کي، هڪڙي ننڍڙي جيو جي مارڻ لاءِ جنم وٺڻ ۽ مرڻ وارو چوڻ ڪنهن مورکتا کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن ڳالهه ۾ ملي سگهندي؟ جيڪڏهن ڪوئي چوي ته ڀڳت جنن جي اُڌار ڪرڻ لاءِ جنم وٺندو آهي، تڏهن به سچ نه آهي. ڇو ته جي ڀڳت جن ايشور جي آگيا انڪول هلندا آهن، تن جي اُڌار ڪرڻ جي سامرٿي [اهليت] ايشور ۾ [پوري پوري] آهي. ڇا ايشور جي پرٿوي، سورج، چندرما آدي جڳت جي بڻائڻ، ڌارڻ ۽ پرليه ڪرڻ روپي ڪمن کان ڪنس آدي جو مارڻ ۽ گوردڻ آدي پهاڙن جو کڻڻ وڏا ڪم آهن؟ جيڪو هن سرشٽيءَ ۾ پرميشور جي ڪمن جو ويچار ڪندو ته "न भूतो न भविष्यति" [ان کي جهڙو ٿيندو نه] ايشور جي مٿ ۾ نه ڪوئي آهي ۽ نه ٿيندو. دليل سان به ايشور جو جنم سڌ نٿو ٿئي؛ مثلاً جيڪڏهن ڪو اننت آڪاش لاءِ چوي ته گرڀ ۾ سمائجي ويو يا مٺ ۾ ماپجي ويو، ته ائين چوڻ ڪڏهن به سچ ٿي نٿو سگهي، ڇو ته آڪاش اننت ۽ سڀ ۾ وياپڪ آهي. جهڙيءَ رِيت آڪاش نه ٻاهر ٿو اچي ۽ نه اندر ٿو وڃي؛ تهڙيءَ رِيت پرميشور به اننت ۽ سرووياپڪ هئڻ ڪري، سندس اچڻ وڃڻ ڪڏهن به سڌ ٿي نٿو سگهي. [ڪنهن جو] وڃڻ يا اچڻ اُتي ٿي سگهندو آهي، جتي [پاڻ اڳ] نه هجي. ڇا، پرميشور گرڀ ۾ [اڳ ئي] وياپڪ نه هو، جو ڪٿان اچي ويو؟ [ڇا، هو] ٻاهر نه هو ۽ اندران نڪتو؟ ايشور لاءِ اهڙي ڳالهه چوڻ ۽ مڃڻ ودياهين ماڻهن بنا ٻيو ڪنهن جو ڪم ڪونهي. تنهن ڪري ايشور جو وڃڻ اچڻ، جنم، مرڻ آدي ڪڏهن به سڌ ٿي نٿا سگهن.

عيسيٰ آدي اوتار- انهيءَ ڪري عيسيٰ آدي به ايشور جا اوتار نه آهن. ائين سمجهي ڇڏڻ گهرجي، ڇو ته راڳ [موه]، دويش، [ويَر]، بک، پياس، ڀؤ، شوڪ، دک، سک، جنم، مرڻ آدي گڻن رکڻ ڪري هو ماڻهو هئا.

## ايشور اپراڌ کميا ڪونه ڪندو

پرشن- ايشور پنهنجن ڀڳتن جا پاپ کميا [معاف] ڪندو آهي يا نه؟

اُتر- نه. ڇو ته جيڪڏهن هو پاپ کميا ڪري ته سندس نياءُ ناس ٿي وڃي ۽ سڀ منش مها پاپي ٿي پون، ڇاڪاڻ جو کميا جي ڳالهه ٻڌندئي هنن کي پاپ ڪرڻ ۾ نرڀيتا [بي خوفي] ۽ اُتساهه ملي ويندو. جيئن ڪو راڄا ڏوهارين جا اپراڌ کميا ڪري ته ماڻهن جو من وڌي وڃي ۽ ٻيا به وڏا پاپ ڪرڻ لڳن. ڇو ته [ائين سمجهندا] ته راڄا اپراڌ کميا ڪري ڇڏيندو ۽ جڏهن

انهن کي اهڙو ڀروسو ٿي ويندو ته اسان هٿ ادي جوڙي راجا کان پنهنجا اپراڌ ڪميا ڪرائي ڇڏيندا سين ۽ جي اپراڌ [ گناه ] نٿا ڪن، سي به اپراڌ ڪان نه ڊڄي پاپ ڪرڻ ۾ لڳي ويندا. تنهنڪري سڀني ڪرمن جو نيڪ نيڪ ڦل ڏيڻ ئي ايشور جو ڪم آهي ۽ نه ڪميا ڪرڻ.

## جيو سوتنتر آهي يا پرتنتر

**پرشن** - جيو سوتنتر [ خود مختيار ] آهي يا پرتنتر ( پراڌين )؟

**اُتر** - پنهنجن ڪرتويه ڪرمن [ فرض پوري ڪرڻ ] ۾ **سوتنتر** ۽ ايشور جي وِوسٿا [ سزا ۽ جزا جي پاڙڻ ] ۾ **پرتنتر** آهي. स्वतन्त्र: कर्ता هي **پاڻنيه وياڪرڻ** * جو سوتر آهي، جو سوتنتر ارٿات سواڌين آهي، سو ئي ڪرتا آهي.

**سوتنتر ڇا کي چئجي** - **پرشن** - سوتنتر ڇا کي چوندا آهن؟

**اُتر** - [ اُنکي ] جنهنجي آڌين شرير، پراڻ، اندريون، انتہ ڪرڻ آدي هجن. جيڪڏهن [ جيو آتما سوتنتر ] نه هجي ها، ته جيڪر هنکي ڪڏهن به پاپ پنج جو ڦل نه ملي ها. جئن نوڪر، مالڪ ۽ سينا، سيناپتي يا فوجي آفيسر جي آگيا اٿوا چوڻ سان يڌ ۾ انيڪ ماڻهن کي ماري به اپراڌي نٿا ٿين، تئن جيڪڏهن ايشور جي پريرڻا ۽ سندس هٿ هيٺ هئڻ ڪري ڪم ڪن ٿين، ته جيڪر پاپ يا پنج جيو کي نه لڳي؛ انهي ڦل جو ڀوڳيندڙ وري پريرڻا ڪندڙ پرميشور ( پاڻ ئي ) ٿئي؛ نرڪ، سرڳ، ارٿات دک سک جي پراپتي به پرميشور کي ئي ٿئي؛ ارٿات جئن ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن وشيش هٿيار سان ڪنهنکي ماري ڇڏيو ته اهو مارڻ وارو ئي پڪڙيو ويندو آهي ۽ اهو ئي سزا پائيندو آهي ۽ نه هٿيار. تئن ئي پراڌين جيو پاپ ۽ پنج جو ڀاڳي ٿي نٿو سگهي. تنهنڪري پنهنجي طاقت آهر ڪرم ڪرڻ ۾ جيو سوتنتر آهي، پر جڏهن هو پاپ ڪري چڪندو آهي، تڏهن ايشور جي وِوسٿا ۾ پراڌين ٿي پاپ جو ڦل ڀوڳيندو آهي. اهڙيءَ طرح ڪرم ڪرڻ ۾ جيو سوتنتر ۽ پاپ جي دک روپ ڦل ڀوڳڻ ۾ پرتنتر آهي.

**پرشن** - جيڪڏهن پرميشور جيو کي نه بڻائي ها ۽ شڪتي نه ڏئي ها ته جيو ڪجهه به نه ڪري سگهي ها. تنهنڪري پرميشور جي چوڻ تي ئي جيو ڪرم ڪري ٿو.

**اُتر** - جيو اُتپن ڪڏهن به نه ٿيو آهي، انادي آهي. ايشور ۽ جڳت جو اُپادان ڪارڻ [ پرڪرتي يا مادو ] انادي آهن. جيو جو شرير تٿا اندرين جا گولڪ [ گوٿريون يا ڳجهيون جايون ] پرميشور جون بڻايل آهن، پر اهي سڀ جيو جي آڌين آهن. جو من، ڪرم ۽ وچن سان پاپ پنج ڪندو آهي، سو ئي ڀوڳيندو آهي، ۽ نه ايشور. جئن ڪنهن ڪاريگر پهاڙ مان لوه ڪڍيو. اهو لوه ڪنهن واپاريءَ ورتو. اُنهيءَ دوڪان تان لوهار ورتي اُن جي تلوار بڻائي. تنهن کان ڪنهن سپاهيءَ تلوار ورتي. پوءِ اُنهيءَ سان ڪنهن کي ماري وڌائين. هاڻي هتي جيئن لوه اُتپن ڪرڻ واري کي، لوه ڳنهڻ واري کي، تلوار بڻائڻ واري ۽ تلوار کي پڪڙي راجا

* هي وياڪرڻ پاڻني مُنيءَ جو رچيل ۽ نرڪت شاستر ۽ ٻئي سنسڪرت ڀاشا سکڻ ۾ پورا پورا سهائڪ آهن.

ڏنڊ نٿو ڏئي ۽ پر جنهن تلوار سان ماريو، سو ئي سزا تو پائي. ساڳيءَ ريت شرير آدي جي اُتپتيءَ ڪرڻ وارو پرميشور هنجي ڪرمن جو ڀوڳڻ وارو نٿو ٿئي، بلڪ جيو کي ئي ڀوڳائڻ وارو ٿيندو آهي. جيڪڏهن پرميشور ڪرم ڪرائا هجي ها ته ڪوئي جيو پاپ نه ڪري ها ڇو ته پرميشور پوتر ۽ ڌرماتما هئڻ ڪري ڪنهن به جيو کي پاپ ڪرڻ لاءِ چوري نٿو. تنهن ڪري جهڙيءَ ريت جيو پنهنجي ڪم ڪرڻ ۾ سوتنتر آهي، تيئن ئي پرميشور به پنهنجن ڪرمن ڪرڻ ۾ سوتنتر آهي.

## جيو ۽ ايشور ۾ ڀيد

**پرشن-** جيو ۽ ايشور جو سروپ، گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ ڪهڙو آهي؟

**اُتر-** ٻئي چيتن سروپ [گيان وارا] آهن. سڀاءُ ٻنهي جو پوتر اوناشي، ڌرم وارو آدي آهي، پر **پرميشور** جا [ڪم] سرشٽيءَ جي اُتپتي، اِستٿي [قائم] پرليه، سڀني کي نيم ۾ رکڻ، جيون کي پاپن پنن جو ڦل ڏيڻ آدي ڌرم يڪت ڪرم آهن ۽ **جيو جا** [ڪم] سنتان اُتپن ڪرڻ، تن کي پالڻ، شلپ وديا [ڪاريگري يا هنر جا ڪم] آدي چڱا برا ڪرم آهن.

**ايشور ۽ جيو جا گڻ-** ايشور جا نت شُڌ گيان، آنند، اننت بل آدي گڻ آهن ۽ جيو جا:-

इच्छाद्वेषप्रयत्नसुखदु:खज्ञानान्यात्मनो लिङ्गमिति ॥ न्याय सू० अ० १ आ० १ सू० १० ॥
प्राणापाननिमेषोन्मेषमनोगतीन्द्रियान्तरविकारा: सुखदुखेच्छाद्वेषौ प्रयत्नश्चात्मनो लिङ्गानि ॥
वैशे सू० अ० ३ । आ० २ । सू० ४ ॥

ارٿات (اڇا) پدارٿن جي پراپتيءَ جي اڀلاشا [خواهش]، (دويش) دک آديءَ سان اڇا، [۽ گهرڻا] ۽ وير، (پرئتن) پرشارٿ بل، (سک) آنند، (دک) ورلاپ يا اپرسنتا ۽ (گيان) وويڪ يا سڃاڻڻ، اهي [گڻ] هڪ جهڙا [نياءِ ۽ ويشيشڪ ٻنهي انوسار آهن] پر ويشيشڪ ۾ [هيٺيان گڻ وڌيڪ ڏيکاريل آهن]:- (پراڻ) پراڻ کي ٻاهران اندر نيڻ، (اپان) پراڻ وايوءَ کي ٻاهر ڪڍڻ، (نميش) اکيون ٻوٽڻ، (اُنميش) اکيون پٽڻ، (من) نشچو، سمرتي ۽ اهنڪار ڪرڻ، (گتي) هلڻ، (اندريه) سڀني اندرين کي هلائڻ، (انتروڪار) ڀين ڀين پرڪارن جي [اندرين ڦيرڦار] بک، اُڃ، هرک، شوڪ آدي وارو ٿيڻ، اهي جيو آتما جا گڻ پرماتما کان نيارا آهن. انهن سان ئي آتما جي سڃاڻپ ڪجي، ڇو ته هو استول ناهي. جيستائين آتما ديهه ۾ هوندو آهي، تيستائين اهي گڻ پڌرا ٿيندا رهندا آهن ۽ جڏهن شرير ڇڏي هليو ويندو آهي، تڏهن اهي گڻ شرير ۾ نه رهندا آهن ۽ جنهن [پدارٿ] جي هجڻ سان جي [گڻ] رهن ۽ نه هجڻ سان نه رهن، سي گڻ انهيءَ [پدارٿ] جا هوندا آهن. جيئن ڏيئي ۽ سورج آديءَ جي نه هئڻ ڪري پرڪاش آديءَ جو نه هئڻ ۽ هئڻ ڪري هئڻ آهي. تهڙيءَ ريت جيو ۽ پرماتما جو وگيان گڻ دوارا ٿيندو آهي.

**پرميشور ترڪال درشي آهي يا نه؟ - پرشن-** پرميشور ترڪال درشي (ٽنهي وقتن

جو ڏسندڙ) آهي، تنهنڪري مستقبل يا آئينده جون ڳالهيون ڄاڻندو آهي. هو جيڙو نشچو [ جيو لاءِ ] ڪندو، جيو تهڙو ئي ڪرم ڪندو، تنهن ڪري جيو سوتنتر ناهي؛ ۽ جيو ڪي ايشور ڏنڊ به ڏيئي نٿو سگهي، ڇو ته جهڙو ايشور پنهنجي گيان سان نشچو ڪيو آهي، تهڙو ئي ڪرم جيو ڪندو.

اُتر- ايشور کي ترڪال درشي چوڻ مورکن جو ڪم آهي، ڇو ته جيڪي هو ۽ هوندو نه آهي، سو ڀوت ڪال [ ماضيءَ گذريل وقت ] ۽ جيڪي نه آهي پر ٿيندو، سو ڀوشيه [ مستقبل يا ايندڙ ] چئبو آهي. ڇا ڪو اهڙو گيان آهي جو ايشور کي اڳي هو ۽ هوندو ڪونهي، اڳوا اڳي نه هو ۽ هوندو آهي؛ تنهنڪري پرميشور جو گيان سدا ايڪ رس [ هڪ جهڙو ] اکنڊت [ بنا ناغي جي ] ورتمان رهندو آهي. ڀوت ۽ ڀوشيه جيون لاءِ آهن. ها جيون جي ڪرمن جي اپيڪشا [ يا سمبنڌ ] ايشور ۾ ترڪال گيان آهي؛ پر پنهنجي وچار کان ناهي. جيئن سوتنترتا [آزاديءَ ] سان جيو ڪرم ڪري ٿو، تئين ئي سروگيتا سان ايشور ڄاڻي ٿو، ۽ جيئن ايشور ڄاڻي ٿو، تئين جيو ڪري ٿو، ارٿات ڀوت [ ماضي ] ڀوشيه [ مستقبل] ۽ ورتمان [ حال ] جي گيان ۽ ڦل ڏيڻ ۾ ايشور سوتنتر ۽ جيو ٿورو ڪجهه ورتمان جي گيان ۽ ڪرم ڪرڻ ۾ سوتنتر آهي. ايشور جو انادي گيان هئڻ ڪري جهڙو ڪرم [ فعل ] جو گيان آهي، تهڙو ئي ڏنڊ ڏيڻ جو به گيان انادي آهي. ٻئي گيان هن جا ست آهن. ڇا ڪڏهن ڪرم جو سچو ۽ ڏنڊ ڏيڻ جو مٿيا ٿي سگهندو آهي؟ تنهنڪري هن ۾ ڪوئي دوش نٿو اچي.

**جيو ايڪ ديشي آهي- پرشن-** جيو شرير ۾ ڀن [ ڀن آتمائن کان الڳ ] ويڀو [ آڪاش جيان ساريءَ ديهه ۾ وياپڪ ] آهي يا پريڇن* [ انهرايل حد وارو ]؟

اُتر- پريڇن. جيڪڏهن ويڀو هجي ها ته جاڳرت [ جاڳ ] سوپن [ اڌ وري ننڊ ]، سشپتي [ گهاٽي ننڊ ]، مرڻ، ڄمڻ، سنجوڳ، وڇوڙو، وڃڻ، اچڻ ڪڏهن نه ٿي سگهي ها. تنهنڪري جيو جو سروپ الپگيه [ ٿوريءَ ڄاڻ وارو، الپ [ ننڍڙو ] ارٿات سوکيم آهي. ۽ پرميشور اتي سوکيم کان به تمام سوکيم، انت، سروگيه [ ڄاڻي ڄاڻهار ] ۽ سرووياپڪ سروپ آهي. تنهن ڪري جيو ۽ پرميشور وياپيه [ جنهن ۾ ڪا وستو سمايل هجي ] ۽ وياپڪ [ جيڪو ٻيءَ وستوءَ ۾ سمايل هجي ] وارو سمبنڌ آهي.

* هت سوامي جن ٿي شبد ڪم ۾ آندا آهن. پهريون آهي ڀن، جنهنجو ارٿ آهي ڀن کان الڳ. انهيءَ مان هڪ ارٿ هيءُ آهي ته آتما پرماتما کان ڀن آهي. برهم ۽ جيو هڪ وستو ڪين آهن. ٻيو ارٿ اٿس ته هر هڪ جيو آتما الڳ الڳ آهي. ويدن جو ارٿ آهي هر هنڌ وياپڪ. اهڙا به فلاسافر آهن، جيڪي هر هڪ آتما کي الڳ الڳ پسي به هر هڪ کي ويڀو ڪري سمجهندا آهن. ويدن جو هڪ ٻيو به ارٿ آهي، ارٿات شرير جي اندر وياپڪ. سوامي جن جو رايو آهي ته هر هڪ جيو آتما الڳ الڳ آهي ۽ اها آتما نڪي سروو وياپڪ آهي ۽ نڪي ساري شرير ۾ ئي آڪاش جيان وياپڪ آهي. پر آتما ايڪ ديشي آهي. اهو ارٿ مٿي ڏنل ارٿ مان ٺيڪ ڏسڻ ۾ ٿو اچي، جو جاڳرت، سوپن ۽ سشپتيءَ ۾ آتما جدا جدا استان مڃيل آهن.

**پرشن** – جنهن جاءِ ۾ ڪا ٻي وستو هوندي آهي، تنهن جاءِ ۾ ٻي وستو نه رهي سگهندي آهي، تنهنڪري جيو ۽ ايشور جو سنجوڳ [هڪٻئي جي پرسان رهڻ جو] سنبنڌ ٿي سگهندو آهي ۽ نه وياپيه وياپڪ.

**اتر** – اهو نيم ساڳي آڪار وارن [هڪ جهڙي شڪل ۽ ڊگائيءَ ويڪرائيءَ وارن] پدارٿن ۾ لڳي سگهندو آهي. جئن لوهه استول آهي ۽ باهه سوکيم آهي، تنهنڪري لوهه ۾ بجلي ۽ باهه وياپڪ ٿي ٻئي هڪ ئي استان [جاءِ] ۾ رهندا آهن. تئڙيءَ رِيت جيو پرميشور کان استول ۽ پرميشور جيو کان سوکيم هئڻ ڪري پرميشور وياپڪ ۽ جيو وياپيه آهي. جيئن هي وياپيه وياپڪ سنبنڌ جيو ۽ ايشور جو آهي. تئن سيويه [پوڄا جي لائق گرو] سيوڪ [پوڄا ڪرڻ وارو شش]، آڌار [سهارو]، آڌيه، [سهاري وٺڻ وارو]، سوامي ڀرتيه [مالڪ، نوڪر] راجا، پرجا، ۽ پتا پتر آدي به سنبنڌ آهن.

**ويدانت جا مهاواڪيه – پرشن** – جيڪڏهن [جيو ۽ ايشور] الڳ الڳ آهن ته प्रज्ञानं ब्रह्म *

---

* هن واڪيه بابت سوامي جن ڪجهه ڪونه لکيو آهي. انجو اکري ارٿ رشيءَ جي سڌانت جي بلڪل ورڌ ڪونهي ۽ نڪي ڪو ويدانتين جي خاص پشٽي ڪندڙ آهي؛ پر نوين ويدانتي انهيءَ جو ارٿ ڪندا آهن ته گيان برهم آهي يا گيان وارو برهم آهي. ساڳيو ارٿ سکمڻيءَ جي هيٺئين شبد مان به نڪري ٿو ” نانڪ برهم گياني آپ پرميشور.“ سوامي جن پنهنجي گرنٿن ۾ هن ڳالهه جو تمام چڱيءَ طرح دليلن سان کنڊن ڪيو آهي. جيو ڪنهن به اوستا ۾ برهم نٿو ٿئي. جيو ٿوريءَ ڄاڻ وارو آهي. ستين، نائين ۽ ڪي قدر اٺين سملاس ۾ رشيءَ انهيءَ وشيه بابت زبردست دليل ڏنا آهن. هڪ ٻئي گرنٿ ۾ هڪ ودوان پنڊت ويدانتين جو کنڊن ڪندي لکيو آهي، هي جيو! ٿورکان جيڪو وڏو ڪو گيان، اوچي گيان ارو برهم آهي، سوئي اپاسنا جي لائق آهي. هيءَ وچن اپاسنا بابت آهي، پر ته اپاسنا کانسواءِ گيان جي پراپتي به ڪٺن آهي.

انجو هڪ ٻيو ارٿ به ساڳئي پنڊت ڏنو آهي. ارٿات اهو وچن برهم جو لکشڻ ٿو ڪري ارٿات پڌائي ٿو ته ايشور پورڻ گياني آهي. جو سروگيه آهي، سوئي برهم آهي ۽ نه جو گياني ٿئي، سو برهم.

ٽيون ويچار هن پنڊت ڏنو آهي سو هيءَ آهي ته هيءَ وچن سڌانت جو نه آهي پر پوروپڪش جو آهي، اهڙيءَ رِيت شاسترن ۾ پوروپڪش جا وچن ايندا آهن.

جي انهنڪي سڌانت ڪري مڃجي ته پوءِ ناستڪن جون ڳالهيون به سچيون سمجهڻ کپن. ساڳئي پنڊت هڪ ٻئي سماڌان ڏانهن به اشارو ڪيو آهي. جي اهو هڪ الساهه اپن ڪرڻ يا ڏيان ڇڪائڻ جو رواجي واڪيه آهي. جئن ڪنهنکي چئجي ته تون راجا آهين، تون افلاطون آهين، تون ئي ايشور آهين. انهيءَ جو ارٿ آهي ته تون راجا جيان شاهوڪار يا بلوان آهين، تون افلاطون جيان نپڻ آهين، تون ايشور جيان شڪتيءَ جو ڌڻي آهين. ان مان ائين سمجهڻ ته جيو پورڻ برهم بڻجي پوندو آهي، غلط ٿيندو.

١. [ برهم وڏي گيان وارو آهي ] ٢. अहं ब्रह्मास्मि [مان برهم آهيان] ٣. तत्त्वमसि [ سو تون آهين] ٤. अयमात्मा ब्रह्म [ هيءُ آتما برهم آهي ] ويدن جي هنن مهاواڪين جو ارٿ ڇا آهي ؟

اُتر- اهي ويدن جا واڪيه ئي نه آهن ، مگر برهمڻ گرنٿن جا وچن آهن ۽ اُنهن جو نالو مهاواڪيه ڪٿي به ستَ شاسترن ۾ لکيل ڪونهي.

**ٻئي واڪيه جو ارٿ** - (अहम्) مان (ब्रह्म) ارٿات ब्रह्मस्थ: [ برهم ۾ استر تا قائم (अस्मि) آهيان. هتي * ارس پرس لاڳاپو آهي ، جئن ' मञ्चा: क्रोशन्ति ' L " پيهو" پڪاري ٿو. پيهو جڙ آهي. هن ۾ پڪارڻ جي سامرٿ ناهي. تنهنڪري هنجو ارٿ ڪرڻ گهرجي ته پيهي تي ويٺل ماڻهو ٿا پڪارين. ساڳيءَ ريت هت به سمجهجي. [ يعني جهڙيءَ ريت "منچ" شبد مان منچ تي ويٺلن جو ارٿ وٺجي - تهڙيءَ ريت "برهم" شبد مان "برهم ۾ سمايل جيو"، [اهڙو ارٿ ڪرڻ گهرجي.] جي ڪو شنڪا ڪري ته برهم ۾ ته سڀ پدارٿ استر آهن. پوءِ [ هروڀرو] جيو کي "برهم ۾ قائم" چوڻ ۾ ڪهڙي وشيشتا [ خصوصيت ] آهي ؟ اُنجو اُتر هيءُ آهي ته سڀ پدارٿ برهم ۾ استر ته آهن ليڪن جهڙو ئي- ڌرم $ وارو [ ساڳين گڻن وارو ] ۽ تڪتست [ ويجهو ويٺل] جيوُ آهي، تهڙو ٻيو ڪونهي . جيوَ کي ئي برهم گيان ٿيندو آهي ۽ [ جيوُ ئي ] مڪتيءَ ۾ برهم جي ساکيات سنبنڌ ۾ رهندو آهي. تنهنڪري جيو جو برهم سان تاتست [ ارس پرس ] ۽ £ گڏ رهڻ وارو لاڳاپو آهي . ارٿات جيوُ برهم سان سهڪاري [ گڏ ڪم ڪندڙ ] آهي . انهيءَ ڪري جيوُ ۽ برهم هڪ نه آهن. جئن ڪو ڪنهن کي چوي ته آءٌ ۽ هو هڪ آهيون ، ساڳيءَ ريت جو جيوُ سماڌيءَ ۾ پرميشور جي پريم سان ٻڌجي مگن ٿيندو ، سو چئي سگهندو ته مان ۽ برهم هڪ ارٿات وروڌ رهت [ همخيال ] ۽ ☐ هڪ جاءِ ۾ ويٺل [ هم نشين ] آهيون . جو جيوُ پرميشور جي گڻ، ڪرم سڀاءَ انوسار پنهنجا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ بڻائيندو ، سو

---

• سنسڪرت شبد آهي تاتست اپاڌي ارٿات اها اُپاڌي جنهن ۾ استان استان واري جي بدران ڪم اچي . انهيءَ کي پارسيءَ ۾ مجاز مرسل يا استعاره ظرف و مظروف ڪري ڪوٺيندا آهن . جاءِ جو نالو جاءِ ۾ رهڻ واري بدران ڪم ايندو آهي- جئن وائيٽ هال ( White Hall ) شبد انگريزي ٻوليءَ ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽس جي بدران ۽ ٿرون (Throne تخت ) بادشاه لاءِ ڪم ايندو آهي . امريڪا ۾ شبد وائيٽ هائوس (White House) پريزيڊنٽ جي بدران ۽ "وال سٽريٽ" مٿا سيٺا جي ڪم ڪندڙن ماڻهن لاءِ ڪم ۾ آڻيندا آهن .

L باغ يا ٻنيءَ ۾ ڪيل اها اوچي جاءِ جنهن تي چڙهي باغائي يا ڪڙمي جهار هڪليندا آهن ، سنڌيءَ ۾ اُن کي "پيهو" چئبو آهي . هنديءَ ۾ اُن کي "مچان" چئبو آهي . مچان وڻ وغيره تي ٺاهيل اُنهن چبوترن کي ڪوٺبو آهي ، جنهن تي چڙهي شينهن يا چيتي جو شڪار ڪبو آهي .

$ هيءُ شبد اڳ ٽئين سملاس ۾ ڪم آندل آهي .

£ سنسڪرت شبد " نت سهچرت " آهي . سهچار معنيٰ گڏ هلڻ .

☐ سنسڪرت شبد " ايڪ اوڪاشت " آهي .

ٿي ٿي ڏورم ڪري برهم سان ايڪتا ڇٽي سگهندو.

**ٽئين واڪ جو ارٿ - پرشن -** ڀلا هن جو ارٿ ڇا ڪندو؟ (تت तत्) اهو [ارٿات برهم] (توم त्वम्) تون [ارٿات جيو] (اسي असि) آهين. هي جيو! (त्वं) تون (तत्) اهو برهم (असि) آهين.

**اُتر -** توهان تت شبد جو ڪهڙو ارٿ ٿا ڪيو؟ [پرشن] برهم؟ [ڀلا] برهم پد جي انورتي ڪٿان آندو؟ ارٿات ٽئين واڪ ۾ ڪهڙي شبد جي معنيٰ اوهين برهم ٿا ڪريو؟ ڪٿي ٿا چئو ته "تت — اهو" برهم جي معنيٰ تو ڏيکاري؟ [ڇا] هن واڪ مڃيان؟ [جي هائو ته] توهان هن ڇاندوگيه اپنشد جو درشن نه ڪيو ڪيو تو ڏسجي! پڙهو ها [ته اوهان کي ڄاڻ هجي ها] ته اتي برهم شبد لکيل ئي ڪونهي! [پوءِ جيڪر] اهڙو ڪوڙ نه ٻاليايو * ها. ڏسو ڇاندوگيه اپنشد ۾ هيئنئون پاٺ آهي:-

सदेव सोम्येदमग्र आसीदेकमेवाद्वितीय ( छांदोग्य० )

ان ۾ برهم شبد آهي ئي ڪونه!

**پرشن -** تڏهن توهان تت (तत्) شبد جو ڪهڙو ارٿ ٿا ڪريو؟

**اُتر -**

स य एषोणिमी तदात्म्यमिदꣳ सर्वं तत्सत्यꣳ स आत्मा तत्त्वमसि श्वेतकेतो इति ॥

**ارٿ -** اهو پرماتما ڄاڻڻ جوڳو آهي، جو اهو سوکشم هن ساري جڳت ۽ جيو جو آتما آهي، اهو ئي ست سروپ ۽ پنهنجو آتما پاڻ ئي آهي. هي شوتڪيتو پرين پتر! [ڇاندوگيه اپنشد پرپاٺڪ ٦ کنڊ ٨ منتر ٦ کان ٧].

तदात्मकस्तदन्तर्यामी त्वमसि ॥

تون انهيءَ پرماتما انترياميءَ سان ملول آهين. اهو ئي ارٿ اپنشد جي اوڙڪ [انڪرل] آهي. ڇو ته

य आत्मनि तिष्ठन्नात्मनोन्तरोयमात्मा न वेद यस्यात्मा शरीरम्।आत्मानोन्तरोयमयति स त आत्मान्तर्याम्यमृतः॥

هي برهدارڻيڪ جو وچن آهي. مهرشي ياگيه والڪيه پنهنجيءَ استريءَ ميتريءَ کي چون ٿا ته جو پرميشور آتما ارٿات جيو ۾ استٿت [واقف يا موجود] ۽ جيو آتما کان ڀن [جدا] آهي، جنهنکي اگياني جيو آتما نٿو ڄاڻي ته اهو پرماتما مون ۾ وياپڪ آهي، جنهن پرماتما جو جيو آتما شرير آهي ارٿات جئن شرير ۾ جيو رهندو آهي، تئن ئي جيو ۾ پرماتما وياپڪ آهي.

---

* هن ٽڪر ۾ اسان کي شبد پنهنجا وڌا آهن جي دستور موجب [ ] ۾ ڏنل آهن. هندي ليکڪ کي چڱيءَ طرح واچاري پڙهبو ته پتو پوندو ته رشيءَ جو تاثرج اهو ئي آهي. ستيارٿ پرڪاش جي انگريزي ترجمان ڊاڪٽر چرنجيو ڀارد واج واري ان ٽڪر کي پنهنجي طرفان سوالن جوابن ۾ ورهايو آهي. گجراتيءَ واري هڪ هنڌ "جي هئن چئو ته" ۽ ٻئي هنڌ "پرتيپڪشي" اهي اکر پنهنجي طرفان گڏيا آهن. ان مان سڌ آهي ته وشيه کي کولڻ لاءِ پنهنجي طرفان ڪجهه نه ڪجهه وڌاءُ ڪرڻ جي گهرج هر ڪنهن کي پوندي رهي آهي.

[ جو پرماتما ] جيو آتما کان الڳ رهي، جيو جي پاپ پُڃن جو ساکي ٿي، ان جا ڦل جيون کي ڏيئي نيم ۾ رکي ٿو، اهو ئي اوناشي سروپ تنهنجو ۽ انترجامي آتما آهي، ارٿات تو منجهه وياپڪ آهي. هي مئتريئي! تنهنکي تون ڄاڻ. ڇا اهڙن य आत्मनि وغيره وچنن جو ارٿ ڪو ٻيءَ ريت ڪري سگهندو؟

**چوٿين واڪ جو ارٿ** (अयमात्माब्रह्म) ارٿات سمادي دشا ۾ يوگيءَ کي پرميشور پرتيڪش [ ساکيات ] ٿيندو آهي، ته هو چوندو آهي ته هي جو مون ۾ وياپڪ آهي، سو ئي برهم هرهنڌ سمايل آهي. تنهنڪري جي اڄڪلهه جا ويدانتي جيو برهم جي ايڪتا جو پرچار ڪندا آهن، سي ويدانت شاستر کي نٿا ڄاڻن. **پرشن** -

अनेन आत्मना जीवेनानुप्रविश्य नामरूपे व्याकरवाणि ॥ छां० प्र० ६ ख० ३ मं० २ ॥
तत्सृष्ट्वा तदेवानुप्राविशत् ॥ तैत्ति० ब्रा० अ० ६ ॥

ارٿ - پرميشور چوي ٿو ته مان جڳت ۽ شرير کي رچي، جڳت ۾ وياپڪ ۽ جيو روپ ٿي، شرير ۾ گهڙي نالن ۽ روپ جي وياکيا ڪريان ٿو. [ ڇاندوگيه پرپاٺڪ ٦ کنڊ ٣ منتر ٢ ] [ ان مان سڌ ٿيو ته ] پرميشور هن جڳت ۽ شرير کي بڻائي تنهن ۾ پنهنجو پاڻ ئي داخل ٿيو! تئترييه اپنشد برهمانند ولي انواڪ ٦ ] اهڙن شرتين جو ٻيو ارٿ ڪيئن ڪري سگهندؤ؟

**اُتر** - جي اوهان پد پدارٿ [ لفظ ۽ لفظ جي معنيٰ ] ۽ واڪيه ارٿ [ جملي جي معنيٰ ] ٺيڪ ڄاڻو ها ته اهڙو اُبتو ارٿ ڪڏهن نه ڪريو ها. اِئين سمجهڻ گهرجي ته "پرويش" [پهرين دخل] ۽ ٻيو "انوپرويش" [ پوئين دخل ] آهي. پرميشور [ جيو ۾ ۽ وياپڪ هئڻ سبب ] شرير ۾ گهڙي ويل جيون سان گڏ پوءِ گهڙي ويل جي روپ ۾ ويد دوارا سڀني نالن، روپن وغيره جي وديا کي پرگهٽ ڪري رهيو آهي. جڏهن شرير ۾ جيو کي پرويش ڪرائي، پاڻ جيو جي اندر انوپرويش [ پوءِ گهڙي ويل ] ٿي رهيو آهي. جي اوهان "انو" شبد جو ارٿ [ "پوءِ" ] ڄاڻو ها ته اهڙو اُبتو ارٿ ڪڏهن نه ڪريو ها.

**نوين ويدانت جو کنڊن - پرشن** -

"सोऽयं देवदत्तो य उष्णकाले काश्यां दृष्टः स इदानीं प्रावृट्समये मथुरायां दृश्यते"

ارٿات جيڪو ديودت مان اونهاري ۾ ڪاشيءَ ۾ ڏٺو هو، تنهن کي برسات جي مند ۾ مٿرا ۾ ڏسان ٿو. اِتي ڪاشيءَ ديش [ ۽ ] گرميءَ جي ڪال [ اونهاري ] کي ڇڏي رڳو شرير کي ئي ڌيان ۾ رکڻ سان ديودت کي سڃاڻي سگهبو. ساڳيءَ ريت هن "ڀاڳ ٺياڳ لڪشڻا" موجب، ايشور جي پروکش [ اڻ ڏٺي ] ديش، ڪال، مايا ۽ اُپاڌي ڇڏي، جي رڳو چيتن ۾ ڌيان ڪبو ته هڪ ئي وستو برهم ٻنهي ۾ ڏسڻ ۾ ايندي. هن "ڀاڳ ٺياڳ لڪشڻا" ارٿات ڪي [ ڪڻ ] ڌيان ۾ رکڻ ۽ ڪي ڌيان ۾ نه آڻڻ ڪرڻ. [ جي نيم انوسار ] سروگيتا آدي ڏيکارڻ وارا [ گڻ ] ايشور جا، ۽ الپگيتا آدي ڏيکارڻ وارا [ گڻ ] جيو جا ڇڏي، جي رڳو چيتنا ڄاڻائيندڙ ارٿ کي ڌيان ۾ رکبو ته اديويت [ جيو ۽ برهم جي ايڪتا جو

سڌانت سڏ ٿيندو. ان لاءِ اوهين ڇا ٿا چئو؟ £

اُتر:- ڀرماڻين [ ٻڌايو ته توهان جيو ۽ ايشور کي نتيه [ سدا قائم ] ٿا مڃيو يا انتيه [ هڪڙيءَ حالت ۾ نه رهندڙ ]؟

پرشن:- [ ڪندڙ ] :- انهن ٻنهي [ ايشور ۽ جيو کي ] اُپاڌيءَ مان اُٿيل ۽ ڪلپت [ فرضي ] هئڻ ڪري انتيه ٿا مڃون.

اُتر:- [ ڏيندڙ ]:- اوهين اُپاڌيءَ کي نتيه ٿا مڃيو يا انتيه؟

پرشن:- [ ڪندڙ ]: اسان جي مت ۾.

जीवेशौ च विशुद्धाचिद्विभेदस्तु तयोर्द्वयोः । अविद्या तच्चितोर्योगः षडस्कमानादयः ॥ १ ॥
कार्य्योपधिरयं जीवः कारणोपाधिरीश्वरः कार्य्यकारणतां हित्वा पूर्णबोधोऽवशिष्यते ॥ २ ॥

ارٿ - هي "سنڪشيپ شارير ڪ" ۽ "شريرڪ ڀاشيه" جون ڪارڪائون آهن. اسان ويدانتي ڇهن پدارٿن ارٿات هڪڙو جيو، ٻيو ايشور ٽيون برهم، چوٿون جيو ۽ ايشور جو وشيش ڀيد، پنجون اوديا ۽ اگيان ۽ ڇهون اوديا ۽ چيتن جو يوگ، انهن کي انادي مڃيندا آهيون، پر رڳو برهم انادي ۽ اننت [ بي حد ] ۽ ٻيا پنج انادي سانت [ محدود ] آهن، جنهن * "پراڳ ڀاءُ" [ اڳ ناه ] ٿيندو آهي. جيسين اگيان رهندو، تيسين اهي پنج رهندا. انهن پنجني جي آد ڏسڻ ۾ نٿي اچي، تنهن ڪري انادي آهن، پر گيان ٿيڻ کان پوءِ نشٽ ٿي ٿا وڃن، ان ڪري ٿي سانت [ انت وارا ] ارٿات ناشوان سڏبا آهن.

اُتر:- [ ڏيندڙ ]:- اوهان جا اهي ٻئي شلوڪ اَشد آهن، ڇو ته اوديا جي ميل کانسواءِ جيو، ۽ مايا جي ميل بنا ايشور اوهان جي مت [ اعتقاد ] انوسار سڌ نٿا ٿي سگهن. تنهن ڪري तच्चितोर्योगः [ اوديا ۽ چيتن جي ميل روپي ] ڇهون پدارٿ جيڪو اوهان ڳڻيو آهي

---

£ نوين ويدانتين جو وچار آهي ته نج وستوڪ برهم آهي. انهيءَ کي مايا روپي اُپاڌي لڳي ٿي ته پوءِ سنسار ٿيهي ٿو. اڻ ڏٺل استان، اڻ ڏٺو سمو سروگيتا ارٿات سمپورڻ ڄاڻ ۽ اُپاڌيءَ وارو برهم ايشور آهي ۽ ڏٺل استان ۽ ڏٺل سمو، اوديا، الپگيتا ارٿات ٿوري ڄاڻ ۽ اُپاڌي وارو برهم جيو آهي. اُپاڌي شبد سنڌيءَ ۾ گهٽو ڪم ايندو آهي. سواميءَ جي شلوڪن ۾ گهٽو ڪم ۾ آيل آهي. اُپاڌي اُها مايا آهي جا نج پدارٿ کي ڏسڻ نٿي ڏئي. اُپاڌي هڪ پردو آهي، جو سچ کي ڍڪي ٿو ڇڏي. نوين ويدانت انوسار سڀئي پڇي هستي آهي هڪ برهم. انهيءَ ۾ جڏهن سروگيتا آديءَ جو پردو اچي ٿو، تڏهن برهم کي ايشور بڻائي ٿو ۽ الپگيتا آديءَ جو پردو ڪيس جيو بڻائي ٿو. نوين ويدانتي برهم شبد ۽ ايشور شبد ساڳئي ارٿ ۾ نٿا ڪم آڻين. سندن وچار ۾ اهي شبد هڪڙيءَ وستوءَ جا نالا ڪينهن. ايشور کي اُپاڌيءَ وارو برهم ڪري ٿا مڃين. هيءَ وشيه اڳتي وڌيڪ ڪليندي.

* اڳ- ناه شبد هن پستڪ جي ٣ سملاس ۾ ڪم آندل آهي، اُتي انهيءَ جو ورنن ڪيل آهي.

سو نه رهيو، ڇاڪاڻ ته اهو $ اوديا، مايا، جيو ۽ ايشور ۾ [ پنهنجي مدعا پوري ڪري ] سمائجي ويو. وري برهم مايا ۽ اوديا جي ميل کان سواءِ ايشور به نٿو ٺهجي ! ان اوستا ۾ ايشور کي اوديا ۽ برهم کان الڳ ڳڻڻ اجايو ٿيندو. تنهن ڪري اوهان جي مت انوسار لـ رڳا ٻه پدارٿ ارٿات برهم ۽ اوديا [ انادي ] سد ٿي سگهن ٿا ۽ نه ڇهه !

تنا پهريون ته توهان جو △ ڪاريه اُپاڌيءَ مان جيو جو ۽ ڪارڻ اُپاڌيءَ مان ايشور جو [ ٺهڻ ] سد نٿو ٿي سگهندو، جڏهن توهان انيت نتيه، شڌ، ٻڌ، مڪت سڀاءُ ۽ سرووياپڪ برهم ۾ اگيان [ جو هئڻ ] سد ڪريو.

جي برهم جي ڪنهن هڪ ڀاڱي ۾ سو آشريه ۽ سووشيڪ ⊙ [ پنهنجي آڌار ۽ پنهنجي سنبنڌ رکڻ واري] اگيان [جو هئڻ] انادي ۽ سرونر ارٿات سموري استان ۾ مڃيندا، ته سڄو برهم ڪڏهن به شڌ نه رهي سگهندو، ۽ سندس هڪ ڀاڱي ۾ اگيان جو هجڻ مڃيندا ته اهو پريڇن [ حد وارو ] هئڻ ڪري سڀڪنهن پاسي اچي وڃي سگهندو. جتي جتي ويندو، اتان اتان جو برهم اگياني ۽ جنهن جنهن استان کي ڇڏيندو ويندو، اتان اتان جو برهم گياني ٿيندو رهندو. اهڙيءَ اوستا ۾ ڪنهي به برهم کي انادي شڌ گيان وارو نه چئي سگهندا. وري جو برهم اگيان جي حد اندر آهي، سو اگيان کي ٿي نه ڄاڻندو، اهڙيءَ ريت حد اندر ۽ [ حد کان ] ٻاهر وارو برهم ٽڪرن ۾ ورهائجي ويندو. اوهين چوندا ته ٽڪرن ٿيڻ ڪري برهم ۾ ڪهڙي

---

$ ويدانتين جو مت آهي ته برهم ۾ مايا جي اُپاڌي ايندي آهي ته ايشور ٺهيو آهي ۽ ايشور ۾ اوديا پرويش ڪندي آهي ته جيو ٺهيو آهي.

△ اُپاڌيءَ جو ارٿ آهي مايا يا پردو. ڪارڻ اُها وستو آهي جنهن مان ڪا ٻي وستو اُپجي ٿي. ڪارڻ اُپاڌي پهرين مايا آهي، جا جڏهن برهم کي وٺي ٿي، تڏهن ايشور ٿو اُپجي ٿي. ڪاريه اُها شيءِ آهي، جا ڪنهن ڪارڻ مان ٺهجي يعني ٺهيل يا رچيل وستو. ڪاريه اُپاڌي اُهو ٻيو مايا جو پردو آهي، جيڪو ايشور تي پئي، اُن کي جيو بڻائي ٿو. هي نوٽ ويدانتين جو مت آهي، سوامي جن انهيءَ جو کنڊن ڪيو آهي.

⊙ هن واڪيه جو ارٿ ڏاڍو ڏکيو ٿو لڳي: سوامي جن جا پنهنجا شبد هي آهن:-
जो उसके एक देश में स्वाश्रय और स्वविषयक अज्ञान अनादि सर्वत्र मानोगे, तो सब ब्रह्म शुद्ध नहीं हो सकता।

هاڻي هت ايڪ ديش ۽ سرونر، اهي ٻه شبد هڪ ٻئي جي ورڌ ٿا ڏسجن. اسان اهو سماڌان ڪيو آهي ته سرونر ساري برهم سان نٿو لڳي، پر انهيءَ هڪ ڀاڱي جي سموري استان سان ٿو لڳي.

گجراتيءَ واري هڪ ٻئي ٽيوتي ارٿ ڪيو آهي. جي اوهان جيڪو برهم ۾ سندس سڀاوي ۽ سندس سروپ بابت اگيان مڃو ٿا، سو هڪ ڀاڱي ۾ مڃو ٿا يا ساري برهم ۾؟ جي ساري برهم ۾ ته شڌ نٿو رهي سگهي. جيڪڏهن هڪ ڀاڱي ۾ ته اهو ڀاڱو گهٽندو وڌندو آهي. انگريزيءَ واري سرونر شبد کي ڇڏي ڏنو آهي.

ڪهڻائي ايندي ؟ [ ته انجو اُتر آهي ته اهڙيءَ اوستا ۾] برهم اکنڊ [ ايڪ رس سرو وياپڪ ] نه رهندو. اکنڊ برهم ئي اگياني نٿو ٿي سگهي. تنهن ڪانسواءِ گيان جو اڀاو [ اگيان ] يا اُلٽو گيان به گڻ هئڻ ڪري ڪنهن دروپه [ پدارٿ ] سان نتيه [ هميشه هلندڙ ] سنبنڌ رکندو. جيڪڏهن ائين آهي ته سمواءِ سنبنڌ [ ضروري ۽ نه ٽٽڻ جهڙو لاڳاپو ] هئڻ ڪري [ اهو سنبنڌ ] انتيه [ ٿوري سمي تائين هلندڙ ] ڪڏهن نه ٿي سگهندو. جئن شرير جي هڪڙي حصي ۾ ڦرڙيءَ نڪرڻ ڪري ساري شرير ۾ دک پکڙجي نٿو وڃي، تئن ئي هڪ هنڌ اگيان، سک، دک ۽ ڪامش هئڻ ڪري سڄو برهم دکي آديءَ جو انڀؤ ڪندو.

جي ڪاريه اُپاڌي ارٿات انتهڪرڻ جي اپاڌيءَ جي ميل ڪري برهم کي جيو مڃيندؤ ته اسان پڇون ٿا ته برهم وياپڪ آهي يا پرڇن [ هڪ ديشي ] ؟ جيڪڏهن چئو ته برهم وياپڪ آهي ۽ اُپاڌي پرڇن ارٿات هڪ ديشي ۽ الڳ الڳ آهن ته [ پڌايو ته ] انتهڪرڻ هلندو چلندو آهي يا نه ؟

اُتر :- هلندو چلندو آهي.

پرشن :- انتهڪرڻ سان برهم به هلندو چلندو آهي يا استر [ هڪ جاءِ تي ] رهندو آهي؟

اُتر- استر رهندو آهي ؟

پرشن :- [ ان ڪري ] انتهڪرڻ جنهن جنهن هنڌ کي ڇڏيندو، تنهن تنهن هنڌ جو برهم اگيان رهت ۽ جنهن جنهن هنڌ کي پراپت ٿيندو، تنهن تنهن استان جو شڌ برهم اگياني ٿي پوندو. اهڙيءَ ريت [ هڪ ] گهڙي ۾ برهم گياني ۽ [ ٻيءَ ] گهڙي ۾ اگياني ٿيندو رهندو. ان ڪري موڪش ۽ بند به ڪن ڀنگر [ ٿوري دير هلندڙ ] ٿي پوندو! وري جهڙيءَ ريت هڪ جي ڏٺل [ ڳالهه ] کي ٻيو سمرڻ نٿو ڪري سگهي، تهڙيءَ ريت ڪالهه جي ڏٺل پڌل وستو يا ڳالهه جو گيان به نه رهي سگهندو. ڇو ته جنهن جنهن سمي ڏٺو پڌو ويو هو، سو ٻيو استان ۽ ٻيو سمو هو ۽ جنهن مهل سمرڻ ڪندو، سو ٻيو استان ۽ سمو ٿيندو. جي چئو ته برهم [ ته هر هنڌ سمايو ئي ] هڪ آهي ته [ پڌايو ته هو ] سروڳيه جو ڪين آهي؟ جي چئو ته [ مالڪن جا ] انتهڪرڻ ڀن ڀن آهن، تنهنڪري [ سمدن گيان ] به ڀن ڀن ٿي ويندو [ ته انجو اُتر آهي ته] انتهڪرڻ جڙ آهي، اُن ۾ گيان رهي نٿو سگهي. جيڪڏهن چئو ته اڪيلي برهم ۽ اڪيلي انتهڪرڻ کي گيان نٿو ٿئي، انتهڪرڻ ۾ وسيل * چداياس [ چيتن جي ڇايا ] کي گيان ٿيندو آهي، [ ته ان جو اُتر آهي ] ته جيڪڏهن انتهڪرڻ دوارا چيتن کي ئي گيان ٿيو ته وري هو نيترن [ اکين ] دوارا الپ [ ننڍڙو ] الپگيه [ ٿوريءَ ڄاڻ وارو ] ڇو آهي ؟

* چداياس = چت + آياس = چيتن + ڇايو. ويدانتين جو ويچار آهي ته چيتن رڳو هڪ برهم آهي. سندس ڇايو انتهڪرڻ ۾ پوڻ ڪري جيو ٿيندو آهي. برهم جو انتهڪرڻ ۾ ائين ڇايو پوندو آهي، جئن سورج جو پاڻيءَ ۾. آپٽي आपटे ٿو لکي ته چداياس اهو جيو آهي، جنهن اجا پاپ ۽ اگيان جو تياڳ نه ڪيو آهي.

جيو ۽ برهم جو ڀيد - تنهنڪري "ڪارڻ اُپاڌيءَ" ۽ ڪاريه اُپاڌيءَ" جو ميل ڪري برهم کي جيو ۽ ايشور نه بڻائي سگهندا. پر ايشور برهم جو ئي نالو آهي! برهم ڪان پڻ، انادي، اڻ اُپڻ ٿيل ۽ امرت سوروپ [نه مرڻ واريءَ] آتما جو نالو جيو آهي. جي چئو ته جيو چداڀاس جو نالو آهي ته ڇڻ ڀنگر هئڻ ڪري هو نشٽ ٿي ويندو ۽ پوءِ موڪش جو سک ڪير ڀوڳيندو؟ تنهنڪري برهم جيو ۽ جيو برهم ڪڏهن نه ٿيو، نه آهي ۽ نه ٿيندو.

## ادوئيت جو مول اشڌ ارٿ-

**پرشن-** جي اوهانجي ڳالهه مڃون ته پوءِ [ڇاندوگيه] اُپنشد ۾ جو لکيل آهي ته:-

सदेव सोम्येदमग्र आसीदेकमेवाद्वितीयं ( छांदोग्य० )

[ارٿ- هي پيارا! آد ۾ هڪ ئي ست (پرماتما) هو ۽ نه ٻيو ڪجهه] [اهو ورتن ٿيل] ادوئيت ڪيئن سڌ ٿيندو. اسانجي مت انوسار ته [هڪ] برهم [جي هستيءَ] کانسواءِ ٻين ڪا سجاتيه [برهم جهڙي يا هم جنس] ٻين ڪا وجاتيه [برهم کان الڳ يا غير جنس] ۽ ٻين سندس [برهم جي] پاڻ جي هستي آهي. انڪري هڪڙو برهم ئي سڌ ٿو ٿئي. جي جيو ٻيو آهي ته ادوئيت ڪيئن سڌ ٿيندو؟

**اُتر-** انهيءَ ڀرم ۾ ڦاٿي ڇو ٿا پئو؟ وشيشيه [موصوف=گڻي] ۽ وشيشڻ [صفت=گڻ] جي [سمبنڌ جو] گيان پراپت ڪريو [ته پوءِ پتو پوندو] ته سندس ڦل [نتيجو] ڇا آهي؟ جي چئو ته व्यावर्त्तकं विशेषणं भवतीति ارٿات وشيشڻ ڀيد ڪارڪ [فرق پيدا ڪندڙ] ٿيندو آهي، ته وڌيڪ ايترو مڃو ته प्रवर्त्तकं प्रकाशकमपि विशेषणं भवतीति ارٿات وشيشڻ [صفت] [اسم جو]* پرورتڪ [کولي ورتن ڪندڙ] ۽ پرڪاشڪ [ظاهر ڪندڙ] به ٿيندو آهي. [ان موجب مٿي ڏنل ڇاندوگيه اپنشد جي وچن ۾ آيل شبد] "ادوتيه" [ٻيو ڪجهه نه] وشيشڻ آهي برهم جو. ان [شبد ۾] وياورتڪ [فرق پيدا ڪندڙ] ڌرم اهو آهي ته هيءَ ادوئيت وستو [لاثاني شيءِ] ارٿات انيڪ جيون ۽ [پرڪرتيءَ جي] تتن کان برهم کي الڳ ٿو ڪري. [ان صفت جو] پرڪاشڪ ڌرم اهو آهي ته برهم جي هڪ هجڻ کي پڌرو ٿو ڪري. جئن ڪو ڪنهن کي چوي ته:-

"अस्मिन्नगरेऽद्वितीयो धनाढ्यो देवदत्तः । अस्यां सेनायामद्वितीयः शूरवीरो विक्रमसिंहः ।

---

* صفت پنهنجي اسم جي معني کي کوليندو آهي، ارٿات ڪيس ٻين اسمن کان الڳ ڪري ڏيکاريندو آهي. جئن ڪو چوي ته برهم ادوئيت آهي. انجي معني ٿي ته برهم لاثاني آهي. ارٿات سندس مٽ ٻيو ڪو نهي. (جڏهن سندس مٽ = برابري ڪندڙ ڪو نهي ته اُن کان ڪو بهتر ٿيڻ ته ناممڪن ئي آهي.) ائين چوڻ ڪري ڪو ٻين انادي پدارٿن جي! نيستي ثابت ڪانه ٿي ٿئي، جئن نوان ويدانتي سمجهندا آهن. انمان رڳو ايترو سڌ ٿو ٿئي ته ٻيا انادي پدارٿ (جيو پرڪرتي) برهم کان گهٽ درجي وارا آهن. انهيءَ معني ۾ برهم برابر ادوئيت آهي.

هن نگر ۾ ادولِيہ [ لاثاني ] شاهوڪار ديودت آهي . هن سينا ۾ امت شورَ ۽ وِڪرم سنگهه آهي ." انهن [ شبدن ] مان سڌ ٿي ٿيو ته هن نگر ۾ ديودت جهڙو ٻيو شاهوڪار ڪونهي ۽ هن سينا ۾ وِڪرم سنگهه جهڙو ٻيو شورِوير ڪونهي . [ انهن کان [ گهٽ يا [ ڪهڙيءَ مثل ] آهن - [ نه ڪا مثل ۾ ] پرٿوي آدي جڙ پدارٿ، پشو آدي پراڻي ۽ وڻ آدي به [ ان نگر ۾ ] آهن . انهن جو نشيڌ [ نيستي ثابت ] نٿي ڪري سگهجي . ساڳيءَ رِيت [ جيتوڻيڪ ] جيو ۽ پرڪرتي برهم جي برابري نٿا ڪن ، نه ته انکان گهٽ [ ڌرجي وارا اوس ] آهن - انمان هيءَ سڌ ٿيو ته برهم ته سدا هڪ ئي آهي ، پر جيو ۽ پرڪرتيءَ جا تتو انيڪ آهن . انهن کان ڌار ڪري برهم جي ايڪتا [ وحدانيت ] سڌ ڪرڻ وارو وشيشڻ [ ڇاندوگيہ اپنشد جي مٿين منتر ۾ ] "ادوئيت يا ادولِيہ" آهي ، انهيءَ مان جيو ۽ پرڪرتيءَ جو ۽ ڪارڻ روپ [ الپن ٿيل ] جگت جو اڀاءُ ۽ نشيڌ [ سڌ ڪڏهن به [ نه ٿي سگهندو ، هي سڀ [ موجود [ آهن . رڳو برهم جي تُل نه آهن . ان [ ارٿ ] مان نه ادوئيت سڌيءَ کي [ ڏک ٿو لڳي ] ۽ نه دوئيت سڌيءَ * کي هاڃي ٿي رسي . گهٻرايو نه ! سوچو ۽ سمجهو !!

**برهم ۽ جيو ٻئي آهن - پرشن [ جڙيءَ رِيت ] برهم ست ، چت ۽ آنند سروپ** آهي ، [ ساڳيءَ رِيت جيو به آستي [ هستي ] ڀاتي [ سمجهه = گيان ] پريہ روپ [ سک جو ڀاسيندڙ ] هئڻ ڪري برهم جهڙو ئي آهي . پوءِ [ ڀلا ادوئيت واد جو ] کنڊن ڪندؤ ؟

**اُتر** - ٿورڙي هڪجهڙائي هئڻ ڪري [ برهم ۽ جيو جي ] ايڪتا [ سڌ ] نه ٿي سگهندي . جئن پرٿوي جڙ [ بيجان ] ۽ درشيہ [ اکين سان ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙي ] آهي ، تئن ئي اگني ۽ جل آدي به جڙ ۽ درشيہ [ پدارٿ ] آهن . رڳو انهن [ گڻن جي ] هڪجهڙائيءَ ڪري [ ڪو پرٿوي اگني ۽ جل ] - اهو هڪ پدارٿ بڻجي سگهندا ؟ انهن [ پدارٿن ۾ ڪيترائي ] وئيڌرميہ [ وروڌي گڻ ] ۽ ڀيد ڪارڪ ڌرم ارٿات [ هڪ ٻئي کان ] اُبتڙ ڌرم [ آهن ] . جهڙيءَ رِيت پرٿويءَ ۾ گنڌ [ بوءِ ] ، O رکشتا [ رکو پڻو = خشڪي ] ڪاٺنيہ [ ڪٺورتا ] آدي گڻ آهن ؛ جل ۾ رس [ سواد ] ، دُرائي ۽ ڪوملتا [ نرمائي ] آدي ڌرم ۽ اگنيءَ ۾ روپ ۽ داهڪتا [ ڀسم ڪرڻ ] آدي گڻ آهن . [ پوءِ ڀلا انهن ۾ ] ايڪتا يا هڪجهڙائي ڪئن ٿي سگهندي ؟ [ جيتوڻيڪ ] منشيہ ۽ ماڪوڙا [ ٻئي ] اکين سان ڏسن ، وات سان کائن ۽ پيرن سان هلن ٿا ، ان هوندي به منشيہ ٻن پيرن وارو ۽ ماڪوڙي جو انيڪ پيرن آديءَ وارو ٻن آڪار هئڻ ڪري انهي ۾ هڪجهڙائي ڪيئن ٿي سگهندي ؟

ساڳي نموني پرميشور جا [ گڻ ] اننت گيان ، آنند ، بل ، ڪريا ، نر ڀرانتي ، وياپڪتا ، جيو کان [ ڀن هئڻ ڪري ] ، جيو جا ٿوري ڄاڻ ، ٿورو بل ، الپ سروپ ، سڀ ڪا ڀرانتي [ شڪ سنديہ ] ۽ پرڇنتا ] اننت وارو هئڻ ] آدي گڻ برهم کان ڀن هئڻ ڪري ، جيو ۽ برهم هڪجهڙا ڪيئن ، انهن جو ته سروپ به ( پرميشور الي سوکيم ۽ جيو کانئس ڪجهه استول هئڻ ڪري ) ڀن آهي .

अथोदरमन्तरं कुरुते । अथ तस्य भयं भवति द्वितीयाद्वै भयं भवति ॥ پرشن -

* سڌ ارٿات انهن ارٿ ڪرڻ ڪري دوئيت واد ۽ ادوئيت واد ٻئي ٿا سڌ ٿين .

هي برهدارڻيڪ جو وچن آهي. (ارٿ) جو برهم ۽ جيو ۾ ڀورو ڀيد ڪندو [سمجهندو]، سو ڏچڻ لڳندو، ڇاڪاڻ ته هُو [سدا] ٻئي کان ڀئي ٿيندو آهي.

اُتر- [ان جو] اهو ارٿ آهيئي ڪونه. [ان جو سچو ارٿ هيءُ آهي] ته جو منش پرميشور کي نه مڃيندو آهي، اُلٽو ڪيس ڪنهن هڪ ديش يا ڪال ۾ پرڇن [محدود] * ٿيل مڃيندو، يا [پاڻ] سندس آگيا ۽ گڻ ڪرم سڀاءُ جي ورڌ [هلت] ڪندو، يا ڪنهن ٻئي منش سان وير رکندو، تنهن کي ڀؤ پراپت ٿيندو. ڇو؟ ڇاڪاڻ ته ديوته ٻڌيءَ ڪري [پيائيءَ جي گيان ڪري] ارٿات [ائين سمجهڻ ڪري] ته ايشور سان منهنجو ڪو سنبنڌ ڪونهي، يا ڪنهن ماڻهوءَ کي چوڻ ڪري آءٌ ٺوڪي ڪين جهڙو ٿو سمجهان ۽ ٺون مونکي ڪجهه نه ڪري سگهندين يا ڪنهن ماڻهوءَ کي هاڃي پهچائڻ يا دک ڏيڻ ڪري ٿي ان کان ڀؤ ٿيندو آهي [نه متان اهي نه مون کان وير وٺن-] پرجتي هر پرڪار جو اوروڌ [همخيالي] آهي، اتي [پيائيءَ هوندي به] ايڪتا آهي. جيئن ڪري چئجي ته ديودت، يگيه دت ۽ وشڻو متر [ٽيئي] هڪ آهن. ان جو ابپراءِ نه آهي اورڌ [هڪ ٻئي جي برخلاف نه = هم خيال] آهن. وروڌ نه رهڻ ڪري سک ۽ وروڌ هئڻ ڪري دک پراپت ٿو ٿئي.

**برهم ۽ جيو انادي ڀن آهن- پرشن-** ڇا برهم ۽ جيو سدا هڪ ٻئي کان الڳ رهندا آهن يا ڪڏهن ٻئي گڏجي هڪ ٿي پوندا آهن؟

**اُتر-** هن جو اتر ڪجهه اڳي به ڏنو ويو آهي. پر ساڌرمه [هڪجهڙن گڻن] ۽ انوبه ڀاو [انومت لاڳاپي] ڪري [جيو ۽ برهم] هڪ به آهن. ساڳيءَ ريت مورت دروبه [شڪل وارا پدارٿ] جڙ هوندي به آڪاش کان ڪڏهن به الڳ نه رهڻ واري [ساڌرمه گڻ انوسار] آڪاش سان ايڪتا ۾ آهن. [۽ ان جي اُبتڙ] آڪاش جي ويو [وياپڪ] سوکم، اروپ [ڏسڻ ۾ نه اچڻ جهڙي] اننت آدي گڻن ڪري ۽ شڪل وارن شين جي پرچنتا [حد واري،] درشتو [ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙي]، آدي وئڌرمه [وروڌي گڻن] ڪري [آڪاش ۽ شڪل وارن شين ۾] ڀيد پڻ آهي. جيئن پرٿوي آدي پدارٿ آڪاش کان ڪڏهن به جدا نٿا رهن، ڇو ته انومت لاڳاپو اٿن، ارٿات اوڪاش [جاءِ] کان شڪل وارو پدارٿ ڪڏهن به الڳ رهي نٿو سگهي ۽ سروپ جي سببان ڪانئس جدا هئڻ سببان منجهس پرٿڪتا [جدائي] به آهي. ساڳيءَ ريت برهم جي وياپڪ هئڻ ڪري جيو ۽ پرٿوي آدي پدارٿ اُن کان الڳ ڪينهن ۽ نڪي وري سروپ ڪري هڪ ٿي آهن. جيئن گهر ٺاهڻ کان اڳي جدا جدا هنڌن ۾ مٽي، ڪاٺيون ۽ لوهه آدي پدارٿ آڪاش ۾ ئي رهندا آهن، ۽ گهر ٺاهڻ کان پوءِ به آڪاش ۾ ئا رهن، ۽ ناس ٿيڻ کان پوءِ ارٿات جڏهن انهيءَ گهر جا سڀ پرماڻو جدا جدا هنڌن ۾ هليا ويا، تڏهن به آڪاش ۾ ئا رهن. ارٿات ٽنهي ڪالن ۾ آڪاش کان الڳ ٿي نٿا سگهن، وري سروپ جي جدا جدا هئڻ ڪري [آڪاش سان] نه ڪڏهن هڪ هئا، نه آهن ۽ نه ٿيندا. اهڙيءَ ريت جيو ۽ ٻيا سڀ سنسار جا پدارٿ پرميشور ۾ وياپيه [سمايل] هئڻ ڪري پرميشور کان ٽنهي

* ڏسو ساڌرمه ۽ وئڌرمه شبد، جي هن پستڪ جي ٽئين سملاس ۾ ڪم آندل آهن.

ڪالن ۾ به الڳ ٿي نٿا سگهن ۽ سوروپ الڳ هجڻ ڪري ڪڏهن به هڪ ٿي نٿا سگهن. اڄ ڪالهه جي ويدانتين جي درشٽي ڪاڻي ماڻهوءَ سمان انوٽ لاڳاپي ڏانهن جهڪي ۽ الڳ ڪندڙ گڻن کان پري ٿيڻ ڪري انڌ ٿي پيئي آهي. ڪو به اهڙو پدارٿ ڪونهي، جنهن ۾ سگڻتا [ڪن گڻن جو هجڻ]، نرگڻتا [ڪن گڻن جو نه هجڻ]، انويه [انوٽ لاڳاپو]، وياپتي ريڪ [الڳ ڪندڙ] گڻ، ساڌرميه [هڪجهڙائي] ۽ ويڌرميه [ورودي گڻ] ۽ وشيش ڀاءُ [خاص پنهنجي خاصيت] نه هجي.

**پرشن** - پرميشور سگڻ آهي يا نرگڻ؟ **اُتر** - ٻئي آهي.

**پرشن** - ڀلا ڪڏهن هڪ مياڻ ۾ ٻه ترارون به رهي سگهنديون آهن؟ ساڳئي پدارٿ ۾ سگڻتا ۽ نرگڻتا [ٻئي ورودي گڻ] ڪيئن رهي سگهندا؟

**اُتر** - جيئن جڙ [پدارٿ] جا روپ آدي گڻ آهن ۽ چيتن جا گيان آدي گڻ جڙ ۾ ڪينهن، تيئن چيتن ۾ اڇا آدي گڻ آهن ۽ روپ آدي جڙ جا گڻ نه آهن. تنهنڪري:-

‘ यद्गुणैस्सह वर्त्तमानं तत्सगुणम् ’’ ‘गुणेभ्यो यन्निर्गतं पृथग्भूतं तन्निर्गुणम् ’’

[ارٿات] جو گڻ سهت آهي، تنهنکي ”سگڻ“ ۽ جنهن ۾ گڻ ڪينهن تنهن کي ”نرگڻ“ ڪوٺبو آهي. پنهنجن پنهنجن سواڀاوڪ گڻن سان گڏ هجڻ ڪري ۽ ٻين ورودي گڻن کان الڳ هجڻ ڪري هر ڪو پدارٿ سگڻ ۽ نرگڻ آهي. ڪو به اهڙو پدارٿ ڪونهي، جنهن ۾ نرگڻتا يا ڪيول سگڻتا هجي. ساڳئي پدارٿ ۾ سدا سگڻتا ۽ نرگڻتا ٿي رهي. ساڳيءَ ريت پرميشور پنهنجي اننت گيان، ٻل وغيره گڻن سهت هجڻ ڪري سگڻ [ٿو سڏجي] ۽ روپ آدي جڙ جي ۽ دويش آدي جيو جي گڻن کان رهت هجڻ ڪري نرگڻ ٿو سڏجي.

**پرشن** - سنسار ۾ نراڪار کي نرگڻ ۽ ساڪار کي ئي سگڻ ڪوٺيندا آهن. ارٿات جڏهن پرميشور جنم نٿو وٺي، تڏهن نرگڻ ۽ جڏهن اوتار وٺي ٿو، تڏهن سگڻ سڏبو آهي.

**اُتر** - اها ڪلپنا رڳو اگيانين ۽ اودوانن جي آهي. جن کي ودِيا ڪانهي، سي پشن جيان اينو سينو بڪندا رهندا آهن. جيئن سنپات [سرسام] جي لپ وارو ماڻهو ڪجهه جو ڪجهه بڪندو آهي، تيئن ئي اودوانن جي چوڻ يا ليکه کي وئرٿ سمجهڻ کپي.

## پرميشور نه راڳي نه تياڳي

**پرشن** - پرميشور راڳي [موهه وارو] آهي يا ورڪت [تياڳي]؟

**اُتر** - نه راڳي آهي نه تياڳي. راڳ [موهه] پاڻ کان ٻين اُتم پدارٿن لاءِ ٿيندو آهي. پر ڪو پدارٿ پرميشور کان نڪي الڳ آهي ۽ نڪي اُتم. تنهنڪري اُن ۾ راڳ جو هجڻ ئي ممڪن ڪونهي. ۽ ورڪت چئبو آهي اُن کي جو پراپت ٿيل پدارٿ کي ڇڏي ڏئي. پر ايشور (سرو) وياپڪ هجڻ ڪري ڪنهن به پدارٿ کي ڇڏي نٿو سگهي، تنهنڪري (پرميشور) ورڪت به ڪونهي.

**ايشور ۾ اڇا ڪانهي** - **پرشن** - ايشور ۾ اڇا آهي يا نه؟

**اُتر** - (جهڙي اڇا اوهين ٿا سمجهو) اهڙي ڪانهي. ڇاڪاڻ ته اڇا به اپراپت اُتم ۽ جنهن

جي پراپتيءَ مان وشيش سک ملي، اهڙي [پدارٿ] جي ڏيندڙ آهي. ايشور ۾ اڇا اڳ هن ٿي ٿي سگهندي، جڏهن ايشور وٽ ڪو پدارٿ نه هجي يا ڪانئس ڪا وستو اُتم هجي. ٻيو پورڻ سک وارو هئڻ ڪري سک جي اڀلاشا پڻ ڪانهيس. ان ڪري ايشور ۾ اڇا جو هئڻ نه اسمڀو آهي، هان! ان ۾ ايکشڻ آهي. [پرميشور ۾] سڀني پرڪارن جي وديا جو درشن [موجود ڪي] ۽ ساريءَ سرشٽيءَ جي ٻڻائڻ [جي شڪتيءَ] کي ايکشڻ ٿو چئجي. اهڙي ٿوري ورڻن مڃهان ۾ سجاڻ ماڻهو وستار پوروڪ [تفصيلوار] سمجهي سگهندا. هيءَ ٿوري ۾ ايشور جو ورڻن پورو ڪري **اڳتي ويد وشيہ تي ٿا لکون**

यस्मादृचो अपातक्षन् यजुर्यस्मादपाकषन् । सामानि यस्य लोमान्यथर्वाङ्गिरसो मुखम् ।
स्कम्भन्तं ब्रूहि कतमः स्विदेव सः ॥ अथर्व १० । २३/४ । २० ॥

**ايشوري گيان ويد:- پرشن-** جنهن پرماتما دوارا رگ ويد، يجرويد، سام ويد ۽ اٿرو ويد پرڪاشت ٿيا آهن، سو ڪهڙو ديوتا آهي؟

اُتر- جو سڀني کي اُپن ڪري ڌارڻ ڪري رهيو آهي، سوئي پرماتما آهي [تنهن چارئي ويد پرگهٽ ڪيا آهن] ڏسو:-

स्वयम्भूर्याथातथ्यतोऽर्थान् व्यदधाच्छाश्वतीभ्यः समाभ्यः ॥ यजु० ४० । ८ ॥

[يجرويد ٤٠-٨ ۾ آگيا ڪيل آهي ته] جو سويم ڀوُ [پنهنجو پاڻ اُپن ٿيل] سرووياپڪ، شڌ سناتن، نراڪار پرميشور آهي، سو سناتن جيو روپ پرجا جي ڪلياڻ لاءِ ٺيڪ ٺيڪ نموني ويد دوارا سڀني وديائن جو اُپديش ڪندو آهي:-

## نراڪار پرماتما ويد اُپديش ڪيئن ڪيو؟

پرشن- اوهين پرماتما نراڪار ٿا مڃيو يا ساڪار [شڪل وارو]؟

اُتر- نراڪار ٿا مڃيون.

پرشن- جي نراڪار آهي ته مک [واڪ] ڪانسواءِ ويد وديا جو اُپديش ۽ اکرن جو اُچارڻ ڪيئن ڪري سگهيو هوندو؟ ڇاڪاڻ ته اکرن جي اُچارڻ لاءِ تارون آدي* استان ۽ جڀ جو پريتن هئڻ اوس گهرجي.

اُتر- پرميشور سرو شڪتيمان ۽ سرووياپڪ هئڻ ڪري جيون کي پنهنجيءَ وياپتيءَ [وياپڪ هجڻ] سان ئي ويد وديا جو اُپديش ڪري ٿو ڇڏي. ڪمس واڪ وغيره جي ڪا به گهرج ڪانهي. واڪ ۽ جڀ سان اکرن جو اُچارڻ پاڻ کان ٻين [پراڻيءَ] کي سمجهائڻ لاءِ ڪيو آهي ۽ نه پاڻ لاءِ. جو ته واڪ ۽ جڀ جي هلائڻ بنا ئي من ۾ وهنوارن جو وچار ۽ شبدن جو اُچار ٿيندو رهندو آهي. ڪنن کي آڱرين سان بوڪي ڏسو ته واڪ، جڀ، تارون وغيره استانن [جي ڪم ۾ آڻڻ] ڪانسواءِ به ڪيئن نه شبد نڪري رهيا آهن. اهڙيءَ ساڳيءَ نموني انترياميءَ روپ سان [پرماتما] جيون کي [ويد] اُپديش ڪيو آهي. اُچار ڪرڻ جي گهرج ته

* جدا جدا اکر واڪ جي ڀڳ ڀڳ هنڌن مان ٿا نڪرن. क, ख, ग, घ, ङ ڪنڌي مان ٿا نڪرن. च, छ, ज, झ, ञ تارونءَ مڃهان. प, फ, ब, भ, म چپن مان وغيره.

رکو ٻين کي سمجهائڻ لاءِ آهي. پرميشور نراڪار ۽ سرو وياپڪ ۽ جيون جي اندر موجود هئڻ ڪري، پنهنجيءَ ساريءَ ويد وديا جو اپديش جيو آتما ۾ پرڪاشت [ظاهر] ڪري ٿو ڇڏي. ننهن ڪالپوءِ اهو منشيه پنهنجي مک سان اچاري [سرشٽيءَ جي آد ۾ پرماتما جو ڏنل ويد اپديش] ٻين کي پڙهائيندو آهي. انڪري ايشور ۾ اهو دوش نٿو اچي سگهي.

## ويد چئن رشين جي آتما ۾ پرگهٽ ٿيا

**پرشن** [پرماتما] ڪڏهن ۽ ڪن جي آتما ۾ ويدن جو پرڪاش [پهرئين پهرين] ڪيو؟

अग्नेर्वा ऋग्वेदो जायते वायोर्यजुर्वेदः सूर्यात्सामवेदः ॥ शत० ११ । ४२ । ३ ॥ **اُتر -**

[ارٿ] سرشٽيءَ [رچنا] جي آد ۾ پهرين پرماتما اگنيءَ، وايو، آدتيه ۽ انگرا، انهن [چئن] رشين جي آتما ۾ هڪ هڪ ويد جو پرڪاش ڪيو. [شت پٿ براهمڻ ١١-٤-٢-٣]

यो वै ब्रह्माणं विदधाति पूर्वं यो वै वेदांश्च प्रहिणोति तस्मै ॥ श्वेताश्व० अ० ६ मं १८ ॥ **پرشن -**

هيءَ [شويتا شوتر] اپنشد جو وچن آهي. ان انوسار ته [سڀ تو ٿئي ته] برهما جيءَ جي هردي ۾ ويدن جو اپديش ڪيل آهي. اوهين اگنيءَ آديءَ جي آتما ۾ ڪيئن ٿا چئو؟

**اُتر-** برهما جي آتما ۾ اگنيءَ آدي رشين دوارا [پرماتما ويد] استاپن ڪرايا. ڏسو منو مهراج ڇا لکيو آهي:-

अग्निवायुरविभ्यस्तु त्रयं ब्रह्म सनातनम् । दुदोह यज्ञसिद्ध्यर्थमृग्यजुः सामलक्षणम् ॥ मनु: [१ । २३]

[ارٿ] پرماتما آد سرشٽيءَ ۾ ماڻهن کي اتپن ڪري، اگني آدي چئن مهرشين دوارا چارئي ويد برهما کي پراپت ڪرايا ۽ انهيءَ برهما اگنيءَ، وايوءَ، آدتيه ۽ انگرا کان [سلسليوار] رگويد، يجرويد، سام ويد ۽ اٿرو ويد جو گرهڻ ڪيو.

**پرشن -** انهن چئني ۾ ئي (ڇو) ويدن جو پرڪاش ڪيائين ۽ ٻين ۾ نه؟ انهيءَ ڪري ته ايشور پکشپاتي سڌ ٿو ٿئي.

**اُتر-** اهي ئي چار سڀني جيون کان وڌيڪ پوتر آتما هئا. ٻيا انهن جهڙا [پوتر] نه هئا. ان ڪري [پرماتما] پوتر وديا جو پرڪاش انهن ۾ ئي ڪيو.

## ويد سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ڇو پرگهٽ ڪيائين؟

**پرشن-** ڪنهن ديشي ڀاشا ۾ ويدن جو پرڪاش نه ڪري [هرو ڀرو] سنسڪرت ۾ ڇو ڪيائين؟

**اُتر-** ڪنهن ديشي ڀاشا ۾ پرڪاش ڪرڻ ڪري ايشور پکشپاتي ٿئي پوي ها، ڇاڪاڻ ته جنهن به ديش جي ڀاشا ۾ پرڪاشت ڪري ها ته انهن جي [ماڻهن کي ويدن جي پڙهڻ پڙهائڻ ۾] سهنج ۽ ٻين ديشن جي ماڻهن لاءِ ڏکيائي ٿئي ها. انڪري سنسڪرت ۾ ئي پرڪاشت ڪيائين، جا ڪنهن به [وشيش] ديش جي ڀاشا ڪانهي ۽ ويد ڀاشا ئي ٻين سڀني ڀاشائن جو ڪارڻ آهي [ارٿات ٻيون سڀئي ٻوليون ويد مان نڪتيون آهن، انڪري بس] انهيءَ [ويد ڀاشا سنسڪرت] ۾ ئي ويدن جو پرڪاش ڪيائين. جئن ايشور جي پرٿوي آديءَ رچنا سڀني ديش ۽ ديشواسين لاءِ هڪجهڙي [ڪمائتي] ۽ سڀني هنرن ۽ ڪاريگريءَ جو ڪارڻ آهي، ساڳيءَ ريت ايشوري وديا [علم الاهيءَ] جي ڀاشا به اهڙي ئي هئڻ گهرجي،

جا جدا جدا ديشن جا ماڻهو پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ هڪجهڙيءَ مدت سان سکي سگهن. ان ڪري ئي نه ايشور پکشپاتي سڏ نٿو ٿئي! تنهن کان سواءِ [سنسڪرت ڀاشا] ٻين سڀني ڀاشائن جو مول پڻ آهي.

## ويد ايشوري گيان آهن

پرشن - ويد ايشور جا ٺاهيل آهن ۽ نه ٻين ڪنهن جا، انهيءَ ڪهڙو پرماڻ ڏيو ٿا؟

اُتر - ايشور پوتر، سڀني وديائن کي ڄاڻندڙ، شُڌ گڻ ڪرم ۽ سڀاءَ وارو، نياءَ ڪاري ديالو آدي گڻن وارو آهي. سو جنهن پستڪ ۾ ايشور جي گڻ، ڪرم، سڀاءَ جي انڪول ورڻن هجي، سوئي ايشور جو ٺاهيل آهي ۽ نه ڪو ٻيو؛ [ارٿات] جنهن [پستڪ] ۾ سرشٽي ڪرم [قانون قدرت]، پرتيڪش آدي پرماڻن، ست پرشن ۽ پوتر آتمائن جي وهنوار جي ورڌ لکيل نه هجي، سوئي پستڪ ايشوروڪت [ايشور جو چيل] آهي، ايشور جو گيان نرڀرم آهي، جنهن پستڪ ۾ ڀرانتي رهت گيان ٺاهيل هجي، سو پستڪ آهي ايشور ڪرت. جهڙو پرميشور آهي ۽ جهڙو سندس سرشٽي ڪرم رکيل آهي، تهڙوئي ايشور، سرشٽي ڪارڻ، ڪارج ۽ جيو جو ورڻن جنهن پستڪ ۾ هوندو ۽ جو [پستڪ] پرتيڪش آدي پرماڻ وشين جي انڪول هجي ۽ شُڌ آتما جي سڀاوَ جي ورڌ نه هجي، سوئي پرميشور جو چيل پستڪ [سڏ] ٿيندو. انهن [سڀني] ڳالهين کي پورا ڪندڙ ويد [ئي] آهن ۽ نه ٻيا گرنٿ بائيبل، قران آدي! تيرهين ۽ چوڏهين سملاسن ۾، انجيل ۽ قران جي وشيه ۾ ان ڳالهه کي کولي ورڻن ڪبو.

ويد سڀ وديا جو ڀنڊار- پرشن- ويد جي ايشور وٽان هئڻ جي ڪجهه ۾ ڪهڙج نه آهي، ڇو نه مثال لوڪ ڏاڍي ڏاڍي [illegible] وڌائي پوءِ پستڪ ۾ ٺاهي سگهن ٿا؟

اُتر - ڪڏهن ۾ ٺاهي نه سگهندا! ڇاڪاڻ ته ڪارڻ [علت] کانسواءِ ڪاريه [معلول] جي اُتپتي [پيدائش] ناممڪن آهي. جهنگلي ماڻهو سرشٽيءَ کي ڏسندي رهندي ۾ ڪيسين وِدوان نٿا ٿين، جيسين تاءِ ڪين ڪو سيکاريندڙ نه ملي. [سرشٽيءَ جي آد جي ڳالهه ته ڇڏيو پر] هينئر ۾ ڪنهنکان پڙهڻ بنا ڪو ۾ وِدوان نٿو ٿئي. سو جي پرماتما اُنهن آد سرشٽيءَ جي رشين کي ويد نه پاڙهي ها ۽ اهي ٻين کي نه پاڙهين ها، ته لوڪ اودوان ئي رهجي وڃن ها. مثال لاءِ ڪنهن ٻار کي جنمندئي ڪنهن اڪيلي استان، اودوانن يا پشن سان گڏ رهائبو ته هو انهن جهڙو ئي ٿي پوندو. انهيءَ جي ثابتيءَ [لاءِ] جهنگلي ڀيل آدي جاهيون آهن. جيسين آريه ورت ديش منجهان سکيا [ٻاهر] نه ويئي، تيسين مصر، يونان ۽ يورپ ديش جا ماڻهو ڪا ۾ وديا سکي نه سگهيا؛ ۽ جيسين يورپ جا ڪولمبس آدي لوڪ آمريڪا نه ويا، تيسين اهي ۾ هزارين ورهين تائين مورک ارٿات وديا هيڻ ٿيا رهيا؛ پر پوءِ چڱي سکيا ماڻ ڪري وِدوان ٿيا. ساڳيءَ طرح سرشٽيءَ جي آرنڀ ۾ پرماتما کان وديا ماڻ ڪري ئي ان کان پوءِ سڀ وِدوان ٿيندا آيا.

جئن هيٺئين به اسين اڌ ياپڪن (وديا گرن) کان پڙهي ئي ودوان ٿيون ٿا، تئن پرميشور به سرشٽيءَ جي آرنڀ ۾ اُنهن ٿيل اگني آديءَ رشين جو گرو ارٿات سيکاريندڙ آهي. جئن جيو سشپتيءَ ۽ پرلي ۾ گيان هين ٿي ٿا پون، تئن پرميشور نٿو ٿئي. سندس گيان نتيه آهي. تنهن ڪري پڪ سمجهو ته نمت [سبب] کان سواءِ نئيميتڪ [سبب وارو] ارٿ [ڪڏهن به] سڌ (ثابت) نٿو ٿئي.

## رشين ويدن جو ارٿ ڪئن سمجهيو

**پرشن**- ويد سنسڪرت ڀاشا ۾ پرگهٽ ٿيا. اگني آدي رشي سنسڪرت ڀاشا [اهو] نه ڄاڻندا هئا، پوءِ ويدن جو ارٿ اُنهن ڪئن سمجهيو؟

**اُتر**- پرميشور سمجهايا. ڌرماتما، يوگي، مهرشي جڏهن جڏهن ڄڻهن، منتر جي ارٿ ڄاڻڻ جي اڇا رکي ڌيان ۾ ويهي پرميشور جي سروپ ۾ سماڌيءَ دوارا استر ٿيا، تڏهن تڏهن ۽ پرماتما کين گهربل منترن جا ارٿ ڄاڻايا. جڏهن ۽ گهڻن جي آتمائن ۾ ويد ارٿ جو پرڪاش ٿيو، تڏهن اُنهن اهي ارٿ رشين منين جي اتهاس سان ملائي براهمڻ گرنٿ تيار ڪيا. برهم ارٿات ويد جا وياکيان (تفسير) گرنٿ هئڻ ڪري انهن گرنٿن کي براهمڻ [گرنٿ] ڪوٺيو ويو.

## رشي ڪنهن کي ڪوٺجي؟

ऋषयो मन्त्रदृष्टयः मन्त्रान्सम्प्रादुः ॥ निरु० [ १ । २० ]

[ارٿ - منتر کي ڏسڻ وارا ۽ ........ منترن کي چڱيءَ پر سمجهڻ وارا **رشي** ٿا سڏجن. نرڪت [۱-۲۰] • جنهن جنهن منتر جو درشن جنهن جنهن رشيءَ کي پهريون ٿيو، [ارٿات] جنهن کان اڳي انهيءَ منتر جو ارٿ ڪنهن به ڪونه پرڪاشت ڪيو هو ۽ جنهن ئي [اهو ارٿ] ٻين کي سيکاريو هو، تنهن تنهن منتر سان اڄ تائين اُن رشيءَ جو نالو سمرتيءَ لاءِ لکيو ٿو اچي. جي رشين کي منتر ڪرتا [منترن جا ٺاهيندڙ] ٿا سمجهن، سي مٿيا وادي آهن. هو ته [رڳو] منترن جا ارٿ پرگهٽ [ظاهر] ڪندڙ آهن.

**پرشن**- ويد ڪهڙن گرنٿن جو نالو آهي؟

**اُتر**- [رڳو] رگ، يجر، سام ۽ اٿرو جي منتر*سنهتائن جو [نالو ويد آهي] ۽ نه ٻين جو.

**پرشن - برهمڻ گرنٿ ويد نه آهن؟**

मन्त्रब्राह्मणयोर्वेदनामधेयम् ॥

[ارٿ - منتر ۽ برهمڻ جو نالو ويد آهي.] هن £ **ڪاتيائن** آديءَ ڪرت پرتگيا سوتر آديءَ جو [ٻيو] ڪهڙو ارٿ ڪندا؟

---

* سنهتا (سن=چڱيءَ ريت + هتا=لاڀ پهچائيندڙ) . منتر سنهتا جو ارٿ ٿيو سنسار کي لاڀ ڏيندڙ منتر. شبد ارٿ مان ئي پڌرو آهي ته ويد ڪنهن وشيش ڄاتيءَ يا ديش لاءِ ڪينهن. جو پڙهندو ۽ عمل ڪندو، تنهنکي فائدو ڏيندا.

£ ڪاتيائن رشي وياڪرڻ وديا جا مهان پنڊت هئا.

اُتر - * سنهتا پستڪ جي آرنڀ ۾ ۽ [ هر ڪنهن ] اڌياءِ جي سماپتيءَ تي براهمڻ ڪال کان وٺي "ويد" شبد لکيو آيو آهي. [ انهي ابتڙ ] براهمڻ پستڪ جي آرنڀ يا اڌياءِ جي پڄاڙيءَ ۾ ڪٿي به [ "ويد" شبد ] لکيل ڪونهي. وري نرڪت ۾ لکيل آهي ته:-
इत्यपि निगमो भवति । इति [च] ब्राह्मणम् ।। [ नि० अ० ५ । खं ३ । ४ ]
☐ [ نرڪت ٥-٣-٤ ]

[ ارٿ - هيءَ "نگم" ارٿات ويد جو وچن آهي. هيءَ براهمڻ جو.

اشٽاڌيائيءَ ۾ لکيل آهي ته:-
छन्दोब्राह्मणानि च तद्विषयाणि ।। अष्टा० ४-२-६५ ।।

[ ارٿ - ڇند ۽ ○ براهمڻ ۽ انهن جون وشيون. اشٽاڌيائي ٤-٢-٦٦ ]. هيءَ پاڻني [ رشيءَ جو ] سوتر آهي.

انهن مان پڌرو آهي ته ويد منتر ڀاڱو ۽ براهمڻ وياکيا ڀاڱو آهي. ان [ وشيه ] ۾ جي وڌيڪ ڏسڻ گهرن، سي منهنجي ٺاهيل "رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا" ۾ ڏسي وٺن. اهي سڀ ڪيل آهي ته ڪيترن ئي پرمانن جي خلاف هجڻ ڪري هيءَ [ متي ڏيکاريل ] ڪاتيائن جو وچن ٺيڪ ٿي نٿو سگهي! ان وچن کي سچي مڃڻ ڪري ويد ڪڏهن به سناتن [ آد سرشٽيءَ کان ] سڌ ٿي نه سگهندا، ڇاڪاڻ ته براهمڻ گرنٿن ۾ ڪيترن ئي رشين، مهرشين ۽ راجائن وغيره جا اتهاس لکيل آهن، اتهاس جنهن ڪنهن جو به هجي، سو سندس جنم کانپوءِ ئي لکيو ويندو آهي ۽ گرنٿ آڪار ۾ سندس جنم کانپوءِ ايندو آهي. ويدن ۾ ڪنهن جو اتهاس ڪونهي. مگر اهڙن شبدن جو پريوگ ٿيل آهي، جن مان علمي ڄاڻ وڌي ٿي. ڪنهن خاص منش جو نالو يا ڪنهن خاص ڪتا جو پرسنگ ويدن ۾ آهي ئي ڪونه.

**پرشن** - ويدن جون شاکائون [ شاخون ] ڪيتريون آهن؟

**اُتر** - يارهن سؤ ستاويهه.

**پرشن** - شاکا ڇا کي ٿا ڪوٺين؟

**اُتر** - وياکيان $ کي شاکا ٿا ڪوٺين.

---

* ڪن جو ويچار آهي ته ويد جا ٻه ڀاڱا آهن. هڪ منتر يا سنهتا ڀاڱو، ٻيو براهمڻ ڀاڱو، ۽ ٽيون اپنشد ڀاڱو. مهرشي ديانند ٿا چون ته رڳو منتر ڀاڱو ئي ويد آهن. براهمڻ ڀاڱو ۾ ويد وياکيا ۽ رشين جو اتهاس آهي. اپنشدن ۾ ويد جي آتم واد وارن منترن کي کولي ورڻن ڪيل آهي.

☐ ان مان مهرشي ديانند سڌ ٿا ڪن ته نرڪت جا ٺاهيندڙ به ويد وچن ۽ براهمڻ وچن ۾ ڀيد ٿا سمجهن.

○ ان مان سڌ ٿيو ته پاڻني رشي به ڇند (ويد) ۽ براهمڻ گرنٿن ۾ ڀيد ٿا پائين (سمجهن).

$ وياکيان ۾ کولي ورڻن ڪرڻ. جن گرنٿن ۾ رشين ويد جي ڀن ڀن وشين جو وستار ڪيو آهي انکي شاکا سڏيو.

**پرشن**- سنسار جا ودوان ته ويدن جي اُواُ پورت ڀاڱن [ جدا جدا جزن ] کي ئي شاکا سمجهندا آهن .

**اُتر**- ٿورڙو وچار ڪبو ته سڀ پوندي ته سمورين شاکائون آشولاين آدي رشين جي نالن تي پرسڌ آهن ؛ [ ان جي اُبتڙ ] منتر سنهتائون پرميشور جي نالي سان پرسڌ آهن . جئن ته اسين چئني ويدن کي پرميشور ڪرت ٿا مڃون ، ساڳيءَ ريت آشولايني آدي شاکائن کي به جدا جدا رشين جون [ جن جي نالي تي اهي پرسڌ آهن ] بڻايل ٿا سمجهون. ٻيو ته سڀني شاکائن ۾ منترن جي پرتيڪ [ پهرين جملي ] رکي وياکيا ڪيل آهي ، جهڙيءَ ريت تترتيه شاکا ۾ इषेत्वोर्जेत्वेति آدي پرتيڪ رکي وياکيا [ تشريح ] ڪيل آهي . [ ان جي اُبتڙ ] ويد سنهتائن ۾ ڪنهن [ منتر ] جي پرتيڪ نه رکيل آهي . ان ڪري [ سڌ ٿيو ] ته پرميشور ڪرت چارئي ويد مول [ اصلي ] وڻ آهن ۽ آشولاين آدي سمورين شاکائون [ شاخون ] رشين منين جون ٺاهيل آهن ۽ نه پرميشور جون . جي ان وشيه جي وڌيڪ وياکيا ڏسڻ چاهين ، سي " رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا " ۾ ڏسي سگهن ٿا .

جئن ماتا پتا پنهنجيءَ سنتان تي ڪرپا درشٽي ڪري سندن انتي ٿا چاهين ، تئن ئي پرماتما به منش ماتر تي ديا ڪري ويدن کي پرگهٽ ڪيو ، ان لاءِ ته منشيه [ ماتر ] اوديا اندڪار ۽ ڀرم جار مان نڪري ۽ ودِيا ۽ وگيان روپي سورج کي پراپت ڪري ، بسيهه آنند ۾ رهن ۽ ودِيا ۽ سک جو واڌارو ڪندا وڃن .

**ويد اوناشي آهن** :- **پرشن**- ويد نتيه [ غير فاني = هميشه لاءِ ] آهن يا انتيه [ فاني = ڪنهن خاص وقت لاءِ ] ؟

**اُتر**:- نتيه ! ڇاڪاڻ ته پرميشور جي نتيه هئڻ ڪري سندس گيان آدي گڻ به نتيه آهن . نتيه پدارٿن جا گڻ [ صفتون ] ، ڪرم [ فعل ] ۽ سڀاءُ [ فطرت ] به نتيه رهندا آهن ۽ انتيه پدارٿن جا انتيه .

**پرشن** - ڇا هي پستڪ [ ويد گرنٿ ] به نتيه آهن ؟

**اُتر**- نه ! پني ۽ مس جا ٺهيل پستڪ نتيه ڪئن ٿي سگهندا ؟ باقي انجا شبد ، ارٿ ۽ [ سندن ] سنبنڌ آهن ، سي نتيه آهن .

**پرشن** :- [ ائين چوڻ چئجي ته ] ايشور انهن رشين کي گيان ڏنو ۽ [ پوءِ ] ان گيان مڃهان انهن ويد بڻائي ورتا ؟

**اُتر** :- O گيان [ علم ] گيه [ ڄاڻڻ جوڳي شيءِ ] کان سواءِ نٿو ٿئي . گايتري آدي ڇندن [ نظم

O گيان ٻن پرڪارن جو آهي . هڪ اُهو جو اندرين جي دوارا ٿو ملي ، جنهن کي اندريه گيان ٿو ڪوٺجي . جئن روپ ، رس ، گنڌ آديءَ جو گيان . ٻيو آهي ودِيا گيان ، جو ٻڌيءَ مڃهان ٿو ملي . جئن روپ رس کي ڏسي اُن جي ٻهر [ پدارٿ ] جي سڌ پوڻ ، جنهن ۾ اهي گڻ موجود آهن .

جي وزن ]، ”شڊج“ ⸗ آدي ۽ اُدات [ مٿين ] انوداتَ [ هيٺين ] سُرن * جي گيان انوسار گايتري آدي ڇندن جي [ آد سرشٽيءَ ۾ ] نـاهڻ جي سروگيہ [ ڪامل علم واري پرماتما ] کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪنهن کي بہ سامرٿ ڪونهي، جو اهڙي پرڪار جو هرڪنهن وديا سان پرپور شاستر ٺاهي سگهي. ها ويدن جي اڀياس کان پوءِ رشين منين وياڪرڻ [ گرامر ]، نرڪت [ شبد وديا ]، ڇند آدي [ شعرن جي وزن ] وغيره جا گرنٿ وديائن جي ڦهلائڻ لاءِ ٺاهيا آهن.

جي پرماتما [آد سرشٽيءَ ۾ ] **ويدن** کي نہ پرگهٽ ڪري تہ ڪير ڪوبہ ڪجهہ بہ ٺاهي نہ سگهي. تنهن ڪري وید پرميشور جو [ڪلام الاهي] آهن. انهيءَ انوسار ئي هرڪنهن کي هلڻ گهرجي. جي ڪو پڇي تہ اوهانجو مت ڪهڙو آهي تہ جواب ڏيو تہ اسانجو مت [ اعتقاد ] **وید** آهي. ارٿات اسين اُن کي ٿا مڃون، جيڪي ويدن ۾ چيل آهي.

اڳتي سرشٽيءَ [ دنيا جي پيدائش ] جي وشيہ لکنداسون. هيءُ ايشور ۽ وید جي وشيہ ۾ ٿورو وياکيان ڪيوسون.

شرِيمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سمدر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو ستون سملاس ايشور ۽ وید وشيہ جي سمبنڌ ۾ پورو ٿيو.



⸗ ”شڊج“ کي سنڌيءَ ۾ شڙج يا ڇڙج ڪوٺيندا آهن. هيءُ هندو راڳ وديا جي سرگم يا گمت (GAMUT) جو پهريون انگ آهي. ڪي وري انکي ڇوٿون انگ بہ ٿا ليکين. شڊج شبد جي معني آهي جنهن مان پيدا ٿيل ڇهہ سُر يعني ڪنٺ، نڪ، ڇاتي، تارون، جيڀ ۽ ڏند ڪم اچن ٿا. انگريزي ۾ اهو نالو پيو اٿس. شري آپٽي پنهنجي شبد ڪوش ۾ لکن ٿا تہ شڊج جو آواز مور جي آواز سان مشابهت ٿو رکي.

* سُر ٽن پرڪارن جا آهن - اُدات مٿي چڙهندڙ، उदात्त انودات هيٺ لهندڙ अनुदात्त ۽ سورت وچولو. स्वरित

# ستيہ سماس تي ٽپڻيون

## (١) ساڌارڻ آکشيپ

جڙتو پرماڻ؟ ڪي ماڻهو آکشيپ ڪندا آهن تہ سوامي ديانند ”ستيارٿ پرڪاش“ ۾ ڪٿي ڪٿي جڙتو پرماڻ بہ ڏنا آهن. ان تي پنڊت منسارام آريہ اپديشڪ ٿا چون تہ:-

رشي ديانند ڪٿي ڪو جڙتو پرماڻ ڏنو آهي ۽ نہ ڪٿي ڪنهن ويد منتر جو من گهڙت ارٿ ڪيو آهي. آچاريہ ڀاو پرڌان [ يعني مطلب کي ٿي ڌيان ۾ رکندڙ ] ٿيندا آهن. سو ان پستڪ پڙهي جڏهن ڪو مهاتما پنهنجو گرنٿ لکڻ تو وهي، تہ هو ڪو سمورا پڙهيل پستڪ پنهنجي اڳيان ڪونہ ٿو رکي. نتيجو اهو ٿو ٿئي تہ ڪتابن مان ورتل ڀاو هو پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ درج ٿو ڪري، شبدن کي ڇهندڙ ماڻهو چوندا آهن تہ اُن جڙتو پرماڻ ڏنو. پر جي پستڪ ڪرتا ان اپراڌ کي ورلن ڪندڙ پاٺ پنهنجي پستڪ ۾ ڏنو آهي تہ پوءِ اهو آکشيپ سروٿا اشڌ آهي.

ٻيو تہ ڪيترن پستڪن ۾ پاٺ ڀيد [ عبارت جو فرق ] ٿيندو آهي، جنهن ڪري آشيہ ۾ ڀيد نٿو اچي.

ٽيون تہ ڪڏهن ڪڏهن ڪتاب موجود نہ هجڻ ڪري غلطيءَ وچان هڪ پستڪ جو پاٺ ٻئي پستڪ جي نالي تي بہ درج ٿي ويندو آهي. پر ان ڪري بہ سڌانت ۾ ڀيد نٿو اچي.

اهڙيون چوڪون هر ڪنهن آچاريہ جي ٺهيل پستڪ ۾ آهن ۽ رشي ديانند جي پستڪن ۾ بہ ڪٿي ٿيون ٿين. آکشيپ ڪندڙ اجايو ڀرم ٿا اُٿين ڪن. اسين درشٽانت ڏيئي اهي ڳالهيون سڌ ڪنداسون.

ٻہ پراڻتي رهت درشٽانت:- پهريون:- ستيہ سماس ۾ ويدانتين جي ٽيڪن مهاواڪيہ جي آلوچنا ڪندي رشي ديانند هيٺيون وچن برهدارڻيڪ اپنشد جو ڪري لکيو آهي:-

य आत्मनि तिष्ठन्नात्मनोन्तरोयमात्मा न वेद यस्यात्मा शरीरम् । इत्यादि

شنڪا ڪندڙ ٿا چون تہ اهو وچن برهدارڻيڪ اپنشد جو آهي ئي ڪونہ! پنڊت منسارام جن ٿا چون تہ برهدارڻيڪ اپنشد ۾ رڳو هڪ اکر جي ڦير سان ساڳئي جو ساڳيو منتر موجود آهي. ارٿات اتي ”آتما“ شبد جي استان تي ”گيان“ شبد پيل آهي. مگر شتپٿ براهمڻ ۾ تہ اهو ساڳيو منتر اکر بہ اکر آهي ۽ انهيءَ ڳالهہ جي پشٽي پاڻ سناتني پنڊت سرڳواسي جوالا پرساد بہ ڪئي آهي. پاٺڪو! ڏسو تہ ڪهڙي نہ هلڪي شنڪا ماڻهو ٿا اٿارين.

ٻيو درشٽانت:- وري ‘जीवेशो च विशुद्धा चिद्विभेदस्तु’ وارا وچن رشي ديانند ”سنڪشيپ شاريرڪ“ ۽ ”شاريرڪ ڀاشيہ“ جا ڪري لکيا آهن. شنڪا آهي تہ انهن گرنٿن ۾ اهي شلوڪ ڪينهن. ٺيڪ، ڪينهن! پر انهن مان जीवेशो० وارو وچن ”سروڊشر آچاريہ“ جن ۽ ٻيو وارو ”اترونڻ اپنشد جو آهي ۽ اهي ٻئي ويدانتين لاءِ پرماڻڪ گرنٿ بہ آهن. कार्योपाधिरयं० شنڪا ۾ ٿو اچي تہ سوامي جن اهي وچن ڪنهن هٿ لکيل گرنٿ ۾ نوٽ يا ٽپڻيءَ روپ ڏنا هئا.

## (٢) ديو ڪير آهن؟ ۽ يگيه ڇا آهي؟

هن سملاس جي منڍ ۾ "ديو" ۽ "يگيه" شبد آيل آهن. اهي ٻه شبد شاسترن ۾ وري وري ٿا ملن ۽ انهن جي سمبنڌ ۾ ٿي گهڻو ڀرم به اُٿاريل آهي. انهن شبدن جو ورڻن پنڊت گرودت ودياٿيءَ پنهنجي انگريزي گرنٿ "Terminology of Vedas = ويدڪ پري ڀاشا" ۾ وستار سان ڪيو آهي. ٿورو ورڻن هت به ڪجي ٿو.

**ديو جي وياکيا**- (الف) جنهن منش اٿوا جڙ دوارا سنسار کي لاڀ ٿئي، جو پراڪرتڪ اٿوا آتمڪ جوت جڳائي، جو ڪشٽن دور ڪري، سواستيه (تندرستي) وڌائي، سو ديوتا سڏبو آهي. پرماتما ديون جو به ديو هئڻ ڪري مهاديو سڏبو آهي.

(ب) ويد منترن جي ڀاو يا مضمون کي ديوتا چئبو آهي. جنڪي سمجهه ۾ اچي، سو به ويدڪ پري ڀاشا [اصطلاح] ۾ ديوتا آهي.

(پ) جيو آتما سدائين ڪرم ڪندو ٿو رهي. سندس ڪي ڪرم وڇار پوروڪ ۽ ٻيا سڀاوڪ (پنهنجو پاڻ اندر ٿي اندر) ٿيندا ٿا رهن. ارٿات گيان جو لاڳاپو ڇهن شين سان آهي. (١) ديش (استان) (٢) ڪال (وقت) (٣) شڪتي (٤) آتما (٥) وڇار پوروڪ ڪرم (٦) سڀاوڪ ڪرم.

هيٺ ڏسبو ته ڪئين نه شاسترن ۾ چيل ٽيٽيهه ديوتائون مٿين ڇهن پدارٿن ۾ سمائجي ٿا وڃن!

(١) اٺ وسو (رهڻ جون جايون)، آڪاشي گرم گولا، گرهه، وايو منڊل، انترڪش (هوا کان مٿيون ڀاڱو آڪاش جو)، سورج، آڪاشي روشنيءَ جا ڪرڻا، چنڊ ۽ تارن ۾ اچي ٿا وڃن، ڇاڪاڻ ته سڀني لاڳاپو آهي ديش سان.

(٢) آدتيه (سال جا ٻارهن مهينا) سمبنڌ ٿا رکن ڪال سان.

(٣) بجلي يا اندر (इन्द्र) سنسار ۾ ڪم ڪندڙ شڪتيءَ جو نالو آهي.

(٤) يارهن رڌر جي چيل آهن ۽ تن مان هڪڙو رڌر اسانجو جيو آتما آهي.

(٥) پرجاپتي يا يگيه آهي وڇار پوروڪ ڪرم ڪرڻ جو نالو.

(٦) يارهن رڌرن منجهان هڪڙو آتما ڪڍي، باقي جي ڏهه پراڻ بچن ٿا، سي آهن شرير اندر سڀاوڪ ڪم ڪندڙ جيون شڪتيءَ جون ڪرتائون.

**يگيه ڇا کي چئجي**- پنهنجيءَ نشڪام ڀاونا ۽ اُديوگ سان ڪيترن نه پرڪار جي ڀلي ڪم ڪرڻ، هون کي وڌائڻ ۽ سنسار کي لاڀ پهچائڻ، پڙهڻ يا پاڙهڻ ۾، جو سهيوگ ڏئي، سو يگيه ٿو ڪري.

## (٣) اوتار واد

**اوتار واد مورتي پوڄا جو مول**- هن ستين سملاس ۾ سڏڪيل آهي ته ايشور سدائين نراڪار آهي ۽ نراڪار روپ ۾ ئي سندس اُپاسنا ڪرڻ کپي. انجي اُبتڙ سنائن ڌرمي چوندا آهن ته ايشور ڪڏهن ڪڏهن اوتار* به ٿو وٺي. اوتار وٺڻ ڪري ساڪار (مورتي

* اوتار شبد سنسڪرت ڀاشا جو آهي. سنڌيءَ ۾ ارٿ آهي اچڻ، جنمڻ، جنم وٺڻ.

(مان=شڪل وارو) ٿو ٿئي، ان ڪري ئي اسين سندس مورتيون پوڄيندا آهيون.

انهيءَ اوتارواد کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ پنڊت جوالا پرشاد مصر دوارا لکيل "دياننده تمر ڀاسڪر" پستڪ ۾ ڏاڍو زور لڳايل آهي. هن پنڊتن به ڏاڍي مٿاڪت ڪئي آهي. انهن سڀني جي سمالوچنا ڀاسڪر پرڪاش ۽ شاسترارٿ درپڻ نالي پستڪن ۾ آريه سماج طرفان اڳ ۾ ئي ڪيل آهي، پر پاٺڪن جي لاڀ لاءِ ڪي مختصر نمونا هيٺ ۾ ڏيکارجن ٿا.

## (الف) رگويد جي منتر جو برغلائيندڙ ۽ سچو ارٿ

रूपंरूपं प्रतिरूपो बभूव तदस्य रूपं प्रतिचक्षणाय इन्द्रो मायाभि: पुरुरूप ईयते युक्ता ह्यस्य हरय शता दश ।।
ऋग० ६।४७।१८ ।।

## مٿين منتر جو برغلائيندڙ ارٿ جو پنڊت جوالا پرشاد ڪيو آهي

پرميشور پنهنجن اننت سمرٿين دوارا انيڪ ديهن جي روپ وارو ٿئي ٿو. هو پنهنجي انهيءَ روپ کي سڀني ڀڳتن ۾ پڌرو ڪرڻ لاءِ جهڙي جهڙي روپ جي اڇا ڪيس، تهڙي تهڙي روپ وارو بڻيو. هڪ انهيءَ پرميشور جا سوين روپ آهن، پر ڏهه مکيه آهن.

## مٿين ارٿ جي سمالوچنا ۽ منتر جو سچو ارٿ

پاٺڪو! مٿيون منتر پرماتما سان لڳي ئي ڪونه ٿو. پنڊت جوالا پرشاد اندر شبد جي ارٿ ڪرڻ ۾ ڀليا آهن. سنسڪرت ڀاشا ۾ ساڳئي شبد جون ڪيترائي معنائون ٿينديون آهن ۽ هر ڪا معنيٰ پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي ٺيڪ ٿيندي آهي. اندر شبد ڪٿي پرماتما جي ارٿن ۾ به ڪم ايندو آهي ۽ ڪٿي جيو آتما لاءِ به. اندرين جي سوامي هئڻ ڪري اندر جيو آتما جو به نالو آهي. انهن ڪري مٿين منتر جو سچو ارٿ هن پرڪار ٿيندو:-

(اندره) جيو آتما (مايا ڀه) بڌيءَ دوارا (پرتيچڪشڻاءِ) پڌري پٽ چوڻ لاءِ (روپم روپم) هر ڪنهن روپ يا شرير ۾ (پرتي روپ) ديهه جي شڪل جهڙو (ٻڀوو) ٿئي ٿو پوءِ ۽ گهڻن شريرن ۾ وڃڻ ڪري هو (پروُ روُپه) انيڪ شڪلين وارو (ايتي) ڏسڻ ۾ ٿو اچي. (تد) اهي سڀ (اسيه) سندس شرير جا (روپم) روپ آهن. يا (تداسيه روپم پرتيچڪشڻاءِ) اهو سمورو جيو آتما جو سوروپ ڏيکارڻ لاءِ آهي. (اسيه) هن جيو آتما سان (هه) پڪ ئي پڪ (دش هريه) ڏهه اندريون ۽ (شتا) سوين شڪتيون (يڪتاهه) ملي ڪم ڪري رهيون آهن.

مٿين ارٿ مان پڌرو آهي ته جيو آتما جو ڪو به آڪار ڪونهي. جنهن جنهن ديهه ۾ هو ڪرمن انوسار اچي ٿو، اُن اُن ديهه جو نالو ڪيس ملي ٿو ۽ اُن اُن ديهه جا سڀاءَ ۽ ڪرم اُن ۾ اچن ٿا. جيو آتما شرير ۾ اچڻ کان اڳ ۾ پهريائين انتهڪرڻ کي ڌارڻ ڪري ٿو ۽ پوءِ اسٿول شرير کي. اهي ڳالهيون رڳو اهو سڌ ٿيون ڪن ته جيو آتما جي هستي شرير کان الڳ (مامل) آهي. ان منتر مان ايشور جو اوتار وٺڻ به سڌ نٿو ٿئي.

## (ب) اٿرو ويد جي منتر جي سچي ۽ منجهائيندڙ معنيٰ

त्वं स्त्री त्वं पुमानसि त्वं कुमार उत वा कुमारी। त्वं जीर्णो दण्डेन वञ्चसि त्वं जातो भवसि विश्वतो मुखः॥
अथर्व० १० । ८ । २७ ॥

### منتر جو سچو ارٿ

( توم استري ) تون استري، ( توم پمانس ) تون پرش، ( توم ڪمار ) تون ڪمار يا پٽ، ( اُت وا ڪماري ) ۽ تون ئي ڪماري يا ڌيءَ (اسي) آهين. ( توم ) تون، (جِرڻو) ٻڍو ٿي ( ڏنڊين ونچسي ) هاسو يا لٺ هٿ ۾ کڻي گهمندو آهين ۽ ( توم ) تون ( وشوتو مکهه جاتو ڀوسي ) شڪتين جي وڪاس ڪرڻ ڪري سڀڪنهن پاسي منهن ڪندڙ ارٿات هر ڪنهن ڳالهه کي سمجهندڙ بڻجين. [ اٿرو ويد ١٠-٨-٢٧ ]،

### پنڊت جوالا پرشاد جو منجهائيندڙ ارٿ ۽ تنهن تي پرپل شنڪا

هن منتر منجهان ۾ پنڊت جوالا پرشاد ايشور اوتار سڌ ڪرڻ جو يتن ٿا ڪن ۽ ان لاءِ گهڻو زور "وشو تو مکهه" شبدن تي ڏنو اٿن. سندن سمجهه انوسار:-

(الف) استري شبد اشارو آهي درگا جي اوتارن ڏانهن.

(ب) پرش شبد ۾ ڪين وامن، رام ۽ ڪرشڻ اوتار ٿا ڏسجن.

(ب) ڪمار شبد منجهان ڪين سنت ڪمار ياد ٿا اچن.

(پ) ٻڍاپي ۾ لٺ کڻڻ جي معنيٰ "ايشور ڏنڊن سان دشٽن کي ناس ٿو ڪري" ٿا ڏيکارين؟

شنڪا (الف) چوويهن اوتارن ۾ درگا، ڪالي آديءَ جا اوتار ڪٿي آهن! اِهو آهي اوهانجو ڪوڙ نمبر پهريون!

(ب) جيڪڏهن هن منتر مان ايشور جو اوتار سڌ ٿو ٿئي ته ٻڌايو ته ڪماريءَ (ڇوڪريءَ) جي روپ ۾ ايشور ڪهڙو اوتار ورتو آهي؟ اِهو آهي اوهانجو ڪوڙ نمبر ٻيو.

(ب) اوهانجن چوويهن اوتارن مان اهو ڪهڙو اوتار آهي، جنهن ۾ ايشور ٻڍڙي جو اوتار وٺي دشٽن کي ناس ڪيو آهي؟ ڪو به نه! تنهن ڪري اِهو آهي اوهان جو ڪوڙ نمبر ٽيون.

(پ) منتر ۾ جو وڌيڪ چيل آهي ته ٻڍو ٿي لٺ ٿو کڻين ۽ "وشو تو مکهه" ٿو بڻجين. هر ڪنهن کي سڌ آهي ته ٻڍا ماڻهو ئي هر ڪنهن وديا جا ڄاڻو ۽ پورا انڀوي ٿيندا آهن. هرڪو ڏکيءَ ويل ٻڍڙن کان صلاح وٺي؟ ڇاڪاڻ ته هو "وشو تو مکهه" ارٿات سڀني ڳالهين کي جوانن کان وڌيڪ سمجهندڙ آهن. تنهن ڪري ان منتر منجهان ۾ ايشور جو اوتار سڌ نٿو ٿئي.

## (ب) سام ويد جو منتر ۽ رام اوتار!

भद्रो भद्रयासचमात आगात० ॥ साम १ उत्तर० १५ । २ । १ । ३ ॥

سام ويد جي مٿين منتر ۾ پنڊت جوالا پرشاد کي رام اوتار ڏسڻ ۾ ٿو اچي. ڇو؟ ڇاڪاڻ

۽ منتر جي پڇاڙيءَ واري ڀاڱي ۾ ”رام“ شبد پڻ آهي. پر اُن ۾ ”رام“ جو ارٿ ”ڪاري اونده“ آهي. اهو ارٿ آريه سماجن جو ڪونهي، پر خود سناتن ڌرم جي وڏي وڏي ڀاشيه (ترجمو) ڪندڙ سائڻ آچاريه به ”رام“ جو ارٿ اونده ڪيو آهي. هن منتر جو ديوتا (مضمون = وشيه) ”اگني“ آهي. منتر جو تاتپرج آهي ته سوار سج اڀري، رات جيءَ اونده کي ناس ٿو ڪري.

(ب) رگويد جو منتر ۽ ڪرشڻ اوتار! سائڻيءَ رت رگويد منڊل ۴ جي سوڪت ۳ جي اڌياءَ ۱ جي منتر ۵ ارٿات कृष्णं त एमरुशत: पुरोमाश्च० منجهان به پنڊت جوالا پرشاد ڪرشڻ اوتار ٿو سڌ ڪرڻ چاهي! اڃي به پنڊت جي شري سائڻ آچاريه جي ارٿ جو نراڌر ڪيو آهي. شري سائڻ آچاريه هن منتر منجهان به اگنيءَ (باه) جو گيان ٿو وٺي. لکي ٿو ته اگني پاڻ پرڪاشوان آهي، پر سندس رستو (اڀيتي) ڪارنهن (دونهين جا ڪوٽن) منجهان آهي. اگنيءَ جو پرڪاش اونده کي چيريندو، اڳتي وڌندو آهي اليادي.

پاڻڪو! منتر منجهان ته علم طبعي (وگيان) جي رهنمو آهي، پر اوتار واد جا پوڄاري ان مان به پنهنجو سوارٿ سڌ ڪرڻ ٿا چاهين!

प्रजापतिश्चरति गर्भे अन्तरजायमानो बहुधा विजायते ।
तस्य योनिं परिपश्यन्ति धीरास्तस्मिन् ह तस्थुर्भुवनानि विश्वा ॥ यजु० ३१ । १९ ॥

## (ت) يجرويد جي منتر جي ارٿ جو انرٿ-

سچو ارٿ- (پرجاپتي اجايمانه گربي انته چرتي) سڄي سنسار جو سوامي اجايمانه = اڻ ڄمندڙ = اڄمو آهي ۽ گرڀ ۾ ۽ اندر ۾ = جيو ۽ پرڪرتيءَ ۾ رهي ٿو. (بهوڌا وجايتي) نانا پرڪار جو جڳت سندس سامرٿ سان اُپڻ ٿو ٿئي. (ڌيراستسم يونم پري پشيتي) ڌيرج ڪندڙ ماڻهو سندس پراپتيءَ جي سادنن لئي جڳيءَ رت وچار ڪن ٿا، يا برهم کي ئي پڌيمان منشيه جڳت جو ڪارڻ سمجهن ٿا. (تسمن هه وشوا ڀوروناني تسٿُو). ان برهم ۾ ئي سمورا لوڪ لوڪانتر رهن ٿا.

ڀاو ارٿ- هن منتر ۾ پرماتما کي سڀني پدارٿن ۾ رهندڙ (انترجامي) ڄاڻايو ويو آهي. متان ڪو سمجهي ته جيئن اُپڻ ٿيندڙ پدارٿن سان گڏ پرماتما به اُپڻ ٿئي ٿو، ان لاءِ ڪاڻيءَ رت ”اجايمانه“ شبد چيل آهي، ارٿات هو نت (سدا قائم) آهي. پرماتما سڀني ۾ رهندي به اڻڏو مهان آهي، جو لوڪانتر به ان ۾ سمايل آهي.

**اوتار سڌ ڪرڻ جي چالبازي:-** هي منتر جو مضمون ارٿ سناتني پنڊت به مڃين ٿا، پر ’گربي انته چرتي‘ جو ارٿ آريه سماجي ”هر ڪنهن گرڀ (حمل) ۾ رهندڙ ارٿات پرڪرتيءَ ۽ جيو ۾ وياپڪ“ ٿا ڪن ۽ انهي اُنڙ سناتني پائر ٿا چون ته پرماتما گرڀ ۾ اچي ٿو ارٿات اوتار ٿو وٺي. آريه سماجين جو ارٿ ان ڪري ٺيڪ آهي، جو منتر ۾ ”اجايمانه“ يعني جنم نه وٺندڙ شبد موجود آهي. ٻي ڪهڙي ثابتي کپي.

سناتني پائر ”بهوڌا وجايتي“ شبدن منجهان ”گهڻا اوتار ٿو وٺي“ اهڙو ارٿ ٿا ڪڍن،

آريه سماجي ان واڪيه جو ارٿ ”گهڻن نمونن (جي سرشٽيءَ ۾) پاڻ ظاهر ٿئي ٿو نانا پرڪار جو جڳت سندس سامرٿ سان اُپجي ٿو ٿئي“ - اهڙو ٿا ڪن. پرماتما شارِيرڪ اکين سان ڪونه ٿو ڏسجي پر سندس هستي منش شرير جي بناوت؛ وڻن ٽڻن جي رنگن روپن، پهاڙن جي مهانتا ۽ ندين جي وهڪري ۽ سج چنڊ، تارن جي وچترتا مان هر ريت پرگهٽ ٿي رهي آهي. هن ارٿ کي پرڀشمنتي شبد ته زبردست ٽيڪو ڏيئي رهيو آهي. انجو اکري ارٿ آهي ”چوڌاري ڏسن ٿا“ ارٿات گياني لوڪ سندس رچيل سرشٽي پرماتما جي پراپتيءَ جي ساڌنن يا خود پرماتما کي هر هنڌ ڏسي رهيا آهن.

## ويدڪ پرارٿنائن جي اُچتا ۽ جهاد جو کنڊن

**جهاد جي معنيٰ:**- جهاد جي معنيٰ دين اسلام موجب ”ڪافرن سان وڙهڻ“ آهي. مسلمان پاڻ کانسواءِ سنسار جي ٻين سڀني ماڻهن کي ڪافر ليکيندا آهن. ۽ کين لڙائين وغيره ۾ جيتي پنهنجي دين ۾ آڻڻ ثواب سمجهندا آهن. مذهبي جنگ جو نالو جهاد آهي.

**پرارٿنا جو ڏڪاريل نمونو ۽ جهاد:**- ڌرمي ولهاڻن ۾ وروڌ جي ڪارڻ ڪنهن سان وڙهڻ نه پري رهيو پر رشي ديانند هن سملاس ۾ هيٺين نموني جي پرارٿنا ڪرڻ جي نندا ٿا ڪن:-

”هي پرميشور! اوهين منهنجي ويرين کي ماري ڇڏيو. مون کي سڀني کان وڏو بڻايو. منهنجي ئي عزت وڌي ۽ سڀئي منهنجي زيردستي ڪن وغيره.“

پر رشي ديانند جي مٿين شبدن تي پنڊت جوالا پرساد ٽيڪا ٿا ڪن ته ويد ۾ گهڻا ئي اهڙا منتر آهن؛ جن ۾ مٿين نموني جي پرارٿنا ڪرڻ ٺيڪ ٺهرايو ويو آهي. مسلمان ۽ ديو سماجي کي منتر پيش ڪري سڌ ڪرڻ جو يتن ڪندا آهن ته ويدن انوسار به جهاد ڪرڻ ارٿات ڌرمي خيالن جي ڀيد ڪري ٻين کي تنگ ڪرڻ ۽ مارڻ روا آهي. سندن چوڻ آهي ته رشي ديانند جا مٿيان شبد نه رڳو ويد پر سندس سڌانت جي به وروڌ آهن. پر سندن اعتراض اشڌ آهن. انهن نه ويد منترن جي ارٿ کي ۽ نه رشيءَ جي مطلب کي سمجهيو آهي.

**ويدڪ پرارٿنا جو نمونو ۽ جهاد:**- پرارٿنا اهو ڪرم آهي؛ جنهن ۾ جيو آتما پرماتما کان آتمڪ، سماجڪ ۽ شارِيرڪ اُنتيءَ لاءِ مدد ٿو گهري. يا دشمن جي حملي کان پاڻ بچائڻ لاءِ پرماتما جي اوٽ ٿو وٺي. سنڌيا ۾ منسا پرڪرما جا ڇهه منتر ويدڪ پرارٿنا جو نمونو آهي. انهن ۾ ”يوسمان دويشٽي يم وير دويشمستم وو جمڀي دڌمه“ ۾ ابر ڇهه ڀيرا چيل آهي ته ”هي اوم! جو اسان سان دويش ٿو ڪري يا جنهن سان اسين دشمني ٿا ڪريون، تن ٻنهي کي تنهنجي نياءِ روپي ڏاڙهه ۾ سونپيون ٿا“.

انجو اُپراءِ اهو آهي ته ڌرم ۾ ڀيد جي بهاني تي ڪنهن کي به ستائڻ جي آگيا ويد نٿا ڏين. ڇو؟ ڇاڪاڻ ته هرڪو شڌ اتوا شڌ ڌارمڪ وشواس رکڻ ۽ ڌرمي ڪرتوين (فرض) ادا ڪرڻ لاءِ پرماتما اڳيان جوابدار آهي ۽ نه ماڻهن اڳيان! هان، جو غلط وچي، تنهنکي عقلي ۽ نقلي دليلن سان سمجهائي، سڌين رستي تي آڻڻ جي آگيا ”ڪرڻونتو وشوم آريم“

واري منتر ۾ ڏنل آهي.

ڌارمڪ دشمن کي ڀڳوان جي نياءَ لئي ٿي ڇڏڻ جي آگيا متين ڇهن منترن ۾ آهي. البت راڄنيتيءَ ۾ جهڙي کي لڙڻ ۽ ٿي مارڻ جو ٿي اُپديش آهي ۽ شري ڪرشڻ مهاراج جن جو جيون چرتر ان ڳالهه جي ثابتي آهي.

**( ) ڇا دشمن کي ناس ڪرڻ جي پرارٿنا سيکاريندڙ منتر ويد ۾ ڪينهن؟**

برابر آهن! ۽ ڪيترائي آهن!! پر دشمن ڪهڙا؟ منش نه! ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار! پر جتي منش جي ناس ڪرڻ جي ڪامنا آهي، نه اهو رواج نئيتڪ پرسنگ هوندو ۽ نه ڌارمڪ! ڪيترن ئي منترن ۾ پاپ ڪرمن وارن وڪارن کي به جيو آتما جو شترو ڪري سمجهيو ويو آهي، ۽ اهڙن دشمنن کي ناس ڪرڻ جي پرارٿنا ويد منترن ۾ موجود آهي. ڪي اهڙا منتر به آهن، جن جو ظاهري ارٿ دشمن کي ناس ڪرڻ جو ڏسڻ ۾ ٿو اچي ۽ انهن ۾ سچي پچي سکيا ئي ڪا ٻي ڏنل هوندي آهي. اها سنسڪرت ٻوليءَ جي خوبي آهي ته اُن ۾ هڪڙي ئي شبد جا استان ۽ ڪال (موقع ۽ محل) جي ڀيد سان جدا جدا ارٿ ٿين ٿا. سو گهڻا اعتراض ڪندڙ ته ان ڀرم جا شڪار ٿا ٿين.

**دسيو ۽ مليڇ ڪير آهي؟** ويدن ۾ مليڇن ۽ دسيو کي سيکت ڏنڊ جي آگيا ڏنل آهي. ان مان ڪي ماڻهو جهاد جو ارٿ ٿا ڪڍن، پر اهي ڀايل آهن. جهڙيءَ ريت مسلمان پاڻ کانسواءِ سڄي سنسار جي ماڻهن کي ڌارمڪ مت ڀيد هئڻ ڪري ڪافر ٿا ڪوٺين، تئن مليڇ يا دسيو آرين سان مت ڀيد رکندڙ ماڻهن جو نالو ڪونهي. ڪکرمي ۽ اوگڻي، جهنگلي ۽ اڻ سڌريل، پشن، پکين ۽ ڌرماتمائن کي ستائيندڙ ۽ گندگيءَ کي پسند ڪندڙ، پاپي ۽ گهٽي کائيندڙ پنهوڙيءَ کي وڏڪ پرڀاشا ۾، سندس گڻ ڪرم ۽ سڀاو انوسار مليڇ يا دسيو ڪري ڪوٺيو آهي.

اهڙا ماڻهو جي پيار ۽ پريم سان نه سڌرندا آهن، ان کي سختي ئي سڌاريندي آهي. پر ان سختيءَ ۽ جهاد ۾ زمين آسمان جو فرق آهي.

**(٥) هر سرشٽيءَ ۾ پوريون گيان ايشور طرفان ئي ڏنو ويندو آهي!**

ويدن ۾ لکيل آهي ۽ سڀني سنان وڏڪ ڌرمين جو ۽ وشيش ڪري آريه سماج جو به اهو سڌانت آهي ته منشيه جاتيءَ جي اُڌار نمت، پرماتما پنهنجيءَ اُپار ديا سان سرشٽيءَ جي آرنڀ ۾ چئن رشين جي هردن ۾ چار ويد اُپايا. انهن رشين اهو گيان ٻين کي ڏنو ۽ اهڙيءَ ريت ودنا ۽ گيان جو سنسار ۾ پرڪاش ٿيو. پر ڪي ماڻهو اُن تي آکشيپ ڪندا آهن. ان کي سمجهائڻ لاءِ ڪي دکيون ڏجن ٿيون:-

**آد سرشٽيءَ ۾ ايشوري گيان جي گهرج** - (الف) سنسار ٽن هستين مان ٺهيل آهي:-

١. ايشور ٢. جيو ۽ ٣. پرڪرتي. اُن مان پرڪرتي جڙ پدارٿ آهي، سا ڀلا منشيه کي ڪهڙو گيان ڏئي سگهندي؟ ان مان سڌ آهي ته آد سرشٽيءَ ۾ منشيه کي پرماتما ئي گيان ڏنو آهي.

(ب) جيو آتما جي لڇڻن ۾ گيان ۽ پريتن ٻه ڳڻايل آهن، ارٿات گيان پراپت ڪرڻ سندس سڀاوڪ گڻ آهي، پر اُنجو مدار ٻئي سڀاوڪ لڇڻ ”پريتن (ڪوشش= سيکارڻ)“ تي آهي. سيکارڻ کانسواءِ منشيه ڪجهه به سکي نٿو سگهي، وري سيکارڻ لاءِ جڳن ٻئي [ سيکاريندڙ ] جي گهرج رهي ٿي. سو آد سرشٽيءَ ۾ ايشور کان سواءِ ٻيو ڪهڙو سيکاريندڙ هو؟

(ٻ) وشيه کي سمجهائڻ لاءِ ٻوليءَ جي گهرج ٿي ٿئي، سو آد سرشٽيءَ ۾ پرماتما سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ئي ويد سمجهايا. سڌ ٿيو ته ٻوليءَ جو گيان به ايشوري ڏات آهي ۽ نه انساني ناهه !

(ڀ) پرڪرتيءَ رتن، اوشڌيون ۽ انّ جو پيدار آهي. پر جيسين منشيه کي پرڪرتيءَ جي ڳڻن جو گيان نٿو ٿئي، تيسين پرڪرتيءَ مان هو ڪو به لاڀ نٿو وٺي سگهي. منشيه جاتيءَ جي ڪلياڻ لاءِ ضروري سمجهي ٿي ايشور آد سرشٽيءَ ۾ اهو گيان ماڻهن کي ويد دوارا ڏنئي ڇڏيو.

(ت) نيم آهي ته پرماتما پراڻين کي اُتپن ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي سندن گذران جو بندوبست ڪري ٿو ڇڏي. منشيه کي اُتپن ڪرڻ کان اڳ ۾ سندس رهڻ لائق ڌرتيءَ کي بڻايائين ۽ سندس شاريرڪ اُنتيءَ لاءِ سڀ انّ ۽ اوشڌيون اُپجايائين. ساڳيءَ ريت سندس آتمڪ ۽ مانسڪ اُنتيءَ لاءِ به آد سرشٽيءَ ۾ ايشور طرفان ويد گيان جو پرڪهت ٿيڻ ضروري هو.

(ٿ) شرير جون اندريون پنهنجن ڪمن ڪرڻ لاءِ ٻاهرين سهائتا جون گهرجائو آهن. جئن ڪن آڪاش جي سهائتا کانسواءِ ٻڌي نٿا سگهن، اک سورج کانسواءِ ڏسي نٿي سگهي، ۽ نڪ پرٿويءَ کانسواءِ سنگهي نٿو سگهي، ساڳيءَ ريت انساني عقل جي رهنمائيءَ لاءِ به علم جي ضرورت هئي. اهڙي علم ويد دوارا پرماتما منش ماتر کي آد سرشٽيءَ ۾ ڏنو.

(ٽ) سنساري راجائون به نيمن اپ نيمن جي پڌري ڪرڻ کان سواءِ ڪنهنکي ڏنڊ نٿا ڏين ۽ نه راڄ نٿا هلائي سگهن. اهڙيءَ اوستا ۾ اُن ادوتيه راجائن جي راجا پرماتما لاءِ ڪئن ممڪن ٿي سگهندو ته پاپ پن جي گيان ڏيڻ کانسواءِ ڪنهنکي سکي يا دکي بڻائي؟ انڪري ئي آد سرشٽيءَ ۾ ويد ڏيڻ جي گهرج آهي.

## قدرت ڪجهه نٿي سيکاري سگهي!

**پرشن-** پرماتما جي ٺهيل سرشٽيءَ کي ڏسي ماڻهو پنهنجو پاڻ گيان پراپت ڪري وٺي ها. ايشور جي گيان ڏيڻ جي گهرج ئي ڪهڙي هئي؟

**اُتر:-** ايشوري رچنا يا سرشٽي جڙ آهي. جنهن ۾ جيو آتما کي سمجهائڻ ۽ سندس هردي ۾ گيان جي پرڪاش وجهڻ جي شڪتي ڪانهي. سرشٽي گيان اُنبوڌڪ (گيان کي سمجهائيندڙ) آهي ۽ نه گيان اُتپادڪ (گيان کي پيدا ڪندڙ).

(ب) قدرت مان وڌيڪ گيان رڳو اُهي پرائيندا آهن، جي اڳ ۾ ئي گياني آهن.

## سرشٽ درشن مان اگياني گياني بڻجي نه سگهندا!

**پرشن:-** جئن نيوٽن صاحب صوف کي ڌرتيءَ تي ڪرندو ڏسي چڪناڻ (ڪشش ثقل)

جو مسئلو ڳولي ڪڍيو، تئن انسان به تجربا ڪندي ودوان ٿي وڃي ها. آد سرشٽيءَ ۾
ايشور جي گيان ڏيڻ جي ضرورت ڪهڙي؟
اُتر:- وڻن مان صوفن ڪرڻ جا درشٽ منش جي اکين اڳيان سرشٽيءَ جي آد کان ٿيندا
آيا ۽ پر منش نيوٽن جي ڪال تائين ڪجهه نه سمجهي سگهيو! اوهانجي پنهنجي چوڻ انوسار
به ڄڻيو ته ڇڪتاڻ جي مسئلي کي ڳولهڻ لاءِ منش کي هڪ ارب ستانوي ڪروڙ اٺيتاليهه لک
اُٺونجاهه هزار ورهيه گذري ويا!!! پر سچ اهو آهي ته ويدن ۾ پرماتما انسونءَ ڇڪتاڻ
جي مسئلي (Law of Gravitation) جو ورڻن منش مات جي ڀلائيءَ لاءِ اڳ ۾ ئي ڪري
ڇڏيو آهي! اگياني گياني
(ب) چاچ جوچ ۽ ديکه ڀال مان ودوان جي وديا جو واڌارو ٿيندو آهي، اکياني گياني
ٿيا ٿين. ضرورت آد سرشٽيءَ جي ماڻهن لاءِ
مسلمانن جو اعتراض - پرشن:- ويد جي
هوندي. اُن ڪانپوءِ الله سائينءَ وقت به وقت ڪيترائي پيغمبر موڪليا آهن ۽ هر ڪنهن ئي
جدا جدا الهامي ڪتاب نازل ڪيو (لاٿو) اٿس. سڀني کان پوئين الهامي ڪتاب قرآن
شريف آهي. ان ۾ ئي دين مڪمل ٿيو آهي.
اُتر:- هر ڪنهن سرشٽيءَ جي مڌيه ۾ رکيو هڪ گهمرو ئي پرماتما منش مات لاءِ پورڻ
گيان ڏيندو آهي. اسانجي شرير ۾ اک، نڪ، ڪن، جڀ ۽ کل اهي پنج گيان اندريون
آهن. پرماتما انهن پنجن ئي گيان اندرين جو سنبنڌ هيڪر ئي آد سرشٽيءَ ۾ سورج، پرٿوي،
آڪاش، جل ۽ واءُ سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. ساڳيءَ ريت منش جو آتمڪ سنبنڌ به هيڪر ئي
آد سرشٽيءَ ۾ پرماتما ويد سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. جيئن سرشٽي آهي، ليئن اهي قدرتي
سنبنڌ نه ڇڄندا. ويد جو سڀاوڪ ڌرم سرشٽيءَ جي آد کان انت تائين هڪجهڙو ٿو رهي.
(ب) پرماتما جو گيان پورڻ آهي. ان ۾ ڦير گهير ناممڪن آهي. جنڪي اوهين الهامي
ڪتاب ٿا چئو، سي هڪ ٻئي جي ورڌ سکيا ڏيڻ ڪري پرماتما جو گيان سڏجي ئي نٿا
سگهن. اهي منش جا ٺهيل آهن.
(ب) تجربا ڪري ڪنهن ڳالهه کي مڪمل ڪرڻ انسان جو ڪم آهي ۽ نه ڄاڻي ڄاڻهار
پرماتما جو؟
(٦) ويدن کانسواءِ ٻيو ڪو به پستڪ ايشوري گيان سڏ ٿي نٿو سگهي!
اڄ ڪالهه ڪيترن ئي مت جا ماڻهو پنهنجي پنهنجي ڌرم گرنٿ کي پرماتما طرفان
پرڪاشت ٿيل ڄاڻن ٿا. اسين ڪئين دوارا سڏ ٿا ڪريون ته ڪئن نه سندن اهو چوڻ
اجايو آهي.
(الف) ايشوري گيان آد سرشٽيءَ ۾ ملڻ گهرجي، هن سمي جا اِتهاسڪار (تواريخ دان)
۽ واڻي وديا جا ڄاڻو سڏ ڪري چڪا آهن، ته ويد سنسار جي لئبرريءَ ۾ سڀني کان
جهونو پستڪ آهي.
(ب) ايشوري گيان آتما ۾ پرگهٽ ٿيڻ کپي، ۽ ويد رشين جي آتمائن ۾ ئي پرگهٽ ٿيا.

هن مت وارن جو چوڻ آهي ته سڀني الهامي ڪتاب نازل ٿيا ارٿات مٿان هيٺ لٿا! ايشور سرو وياپڪ هئڻ ڪري منشيه جي هرديه ۾ به براجمان آهي، تنهنڪري هو آليئي گيان جو پرڪاش ڪري سگهي ٿو. ”نازل ڪرڻ“ ڏيکاري ٿو، ته هن مت وارن جي اصول موجب پرماتما ڪنهن مٿانهين جاءِ تي ٿو رهي، ۽ هر هنڌ وياپڪ ڪونهي!

(ب) ويد شبد جو ارٿ ئي گيان آهي. ان جي اُبتڙ بائيبل، قرآن آدي جي معنيٰ اهڙي ڪانهي.

(پ) هن پستڪن جي اُپڻ ٿيڻ کان اڳ سنسار ۾ سوين ٻوليون موجود هيون. پر ويد اُن سڀني پرگهٽ ٿيا، جڏهن سنسار ۾ ڪا به ٻولي ڪانه هئي؛ سو جيڪڏهن هن ڪتابن جو ڪرتا پرماتما کي مڃجي ته اُن تي دوش ايندو، ته ڇو اهڙن ٻولين موجود هوندي طرفداري ڪري ڪنهن خاص هڪ ٻوليءَ ۾ ڪتاب موڪليائين؟

(ت) ويد قدرت جي قانون سان ٺهڪي ٿا اچن. ٻين ڪتابن ۾ قانون قدرت جي برخلاف ڪيترئي ڳالهيون لکيل آهن.

(ٿ) ويد ۾ ماڻهن جون ڪهاڻيون ڪينهن؛ ٻين ڪتابن ۾ ماڻهن جا قصا ۽ آکاڻيون ڏنل آهن، جن مان سڌ آهي؛ ته اهي منشيه جا ٺهيل آهن.

(ٽ) ويد ڪنهن خاص قوم يا ملڪ لاءِ ڪينهن، سڄي سنسار لاءِ آهن. انجي اُبتڙ ٻيا ڪتاب ڪنهن خاص ملڪ يا قوم يا پيغمبر سان واسطو ٿا رکن.

(ٺ) ويد ۾ هر پرڪار جي وديا جا مول سڌانت منشيه مات جي ڀلائيءَ لاءِ ڄاڻايل آهن. ٻيا ڪتاب اهڙي دعويٰ نٿا ڪري سگهن.

(ٺ) هن ڪتابن وارن جي دعويٰ آهي؛ ته ايشور وقت بوقت ڪتاب لاهي؛ پهرئين کي يا ته اصل رد يا اُن ۾ ڪجهه ڦيرڦار ڪندو آيو آهي. نه رڳو ايترو، پر ساڳين ڪتابن ۾ به هڪڙا حڪم رد ڪري ٻيا ڏنا اٿس. انجي اُبتڙ ويدڪ ڌرمين جي دعويٰ آهي ته سرشٽيءَ جي آد کان وٺي اڄ تائين ويدن ۾ ڪا به ڦيرڦار ڪانه ٿي آهي. ايشوري گيان ۾ ڦيرڦار ٿيڻ اسمڀو آهي.

(پ) ويد جي ڀاشا ڪنهن وشيش ديش يا جاتيءَ جي ٻولي ڪانهي. ايشوري گيان پرگهٽ به اهڙيءَ ٻوليءَ ۾ ٿيڻ گهرجي.

(ق) ويد جي ڀاشا (سنسڪرت) کي سائنسدانن سنسار جي سڀني ٻولين کان وڌيڪ پورڻ ۽ وگياني (Scientific) سنسار جي ٻولين جي ماتا سڏ ڪيو آهي. ڀلا پرماتما جي سيڪاريل ٻولي اڻپوري ڪٿي ٿي سگهندي؟

(۷) ويدڪ ڀاشا (سنسڪرت) ئي سرشٽيءَ جي پهرين ٻولي آهي.

**پرشن:-** ستين سملاس ۾ رشي ديانند لکن ٿا ته جيڪڏهن ويد ڪنهن هڪ ديش جي ڀاشا ۾ پرگهٽ ٿين ها؛ ته ايشور پکشپاتي ٿئي ها. ڇو ته جنهن ديش جي ٻوليءَ ۾ ظاهر ٿين ها؛ اُن ديش جي ماڻهن کي پڙهڻ، پڙهائڻ ۾ سهوليت ۽ ٻين ديشن جي ماڻهن کي ڏکيائي ٿئي ها. انڪري سنسڪرت ۾ پرگهٽ ڪيائين؛ جا ڪنهن ديش جي واٽي ڪانهي. اُن

مان پڙهيو آهي ته ويد پرگهٽ ٿيڻ کان اڳ ۾ ٻيون ٻوليون نه سنسار ۾ هلنديون هيون، جن ۾ ويدن جو پرڪاش ڪرڻ پرماتما لاءِ ممڪن هو. پر اوستا ۾ رشي دياند انهن ڇو لڪن ها؟ سو جي ويدن کان اڳ ۾ ٻيون ڀاشائون سنسار ۾ هيون ته ويد آد سرشٽيءَ ۾ آيون ٿيل ڪيئن سڌ ڪري سگهندا؟

اُتر:- مٿئين مالڪ جي ڀورن واڻي هن سرشٽي رچنا ڪائيءَ ويدواڻي ڪيئي ٻڌي! رشي دياند مٿيون ليک قرآن ۽ بائيبل وغيره ڪتابن کي ڌيان ۾ رکي لکيو آهي. انهن ڪتابن کي مسلمان ۽ عيسائي پرماتما طرفان ٿا مڃين. پر جڏهن اهي ڪتاب ٺهيا، تڏهن سنسار ۾ سوين ٻوليون موجود هيون! انڪري رشي دياند لکن ٿا ته پرماتما يهودين ۽ عربن سان پاسخاطري ڪندڙ ثابت ٿو ٿئي! اهڙي پاسخاطري ويد جي حالت ۾ ممڪن ٿي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته اُن وقت سنسار ۾ ٻي ڪا به ٻولي چالو ڪانه هئي! سنسڪرت نه اڳي ڪنهن خاص ملڪ جي ٻولي هئي ۽ نه هينئر ٿي آهي؟ تنهنڪري ويد سڀني ۾ هر ڪنهن ملڪ جي ماڻهوءَ کي هڪجهڙي مدد ڪرڻي ٿي پوي. ثابت ٿيو ته رڳو ويد جو گيان ئي سڀني ماڻهن لاءِ آهي ۽ نه بائيبل يا قرآن جو گيان!

## (٨) ويد چار آهن ۽ نه ٽي!

**”ترويد“ جو ارٿ** - ”ترويد“ شبد سنسڪرت ساهتيه ۾ گهڻو واپرايل آهي. پر ان مان ڪي ماڻهو سمجهندا آهن ته ويد ٽي آهن ۽ نه چار!- ۽ جو چوٿون اٿرووید آهي، سو پوءِ جو ٺهيل آهي. ”ويد“ شبد جو ارٿ آهي ”گيان“. ”ترويد“ جي معنيٰ ٿيندي ”ٽن پرڪارن جو گيان. ارٿات گيان ڪانڊ، ڪرم ڪانڊ ۽ اپاسنا ڪانڊ جي وديا“. بس! چئني ويدن ۾ جيڪي ڪجهه لکيل آهي؛ تنهنڪري انهن ٽن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو!

**ٻيو ارٿ:-** ويدن ۾ ٽن پرڪارن جا منتر آهن. هڪڙيون رچنائون = پديه يا نظم، ٻيا يجو = گديه يا نثر، ۽ **ٽيان** سام جي وشيش رِيت ڳائڻ لاءِ ٺهيل آهن. چئني ويدن جي منترن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائڻ جو هي ٻيو نمونو آهي. سو چئني ويدن ۾ ٽن پرڪارن جي وديا ۽ ٽن پرڪارن جا منتر آهن، انڪري ويدن کي ”ترويد“ ڪوٺيو آهي. هن وشيه تي پراڻي گرنٿڪار ”جيمنيءَ“ هڪ ڊگهو واد ورواد ڪيو آهي.

**ويدن مان ثابتيون:-** جيڪڏهن اٿرووید پوءِ جو ٺهيل هجي ها ته پهرين ٽن ويدن ۾ اٿرووید جو نالو ڪڏهن به اچي نه سگهي ها؛ پر اچيتو! ڏسو:-

(الف) رگويد ١٠-٧١-١١ جي ऋचांत्व: पोषमास्ते० واري منتر ۾ چئني ويدن جو ورڻن آهي. ان منتر ۾ ऋचां جي معنيٰ رگويد، गायत्रं جي معنيٰ سامويد، ब्रह्मात्वो جو ارٿ اٿرووید ۽ यज्ञस्य شبد مان يجرويد جو ارٿ ورتل آهي.

(ب) رگويد ١-١٦٥-٤٥ ۾ به سپشٽ ڄاڻايل آهي ته ويد چار آهن.

(پ) يجرويد ادياءِ ٣١ منتر ٧ ۾ ٽن ويدن جا نالا لکي اٿرووید لاءِ ”ڇند“ شبد لکيل آهي. اهو ارٿ نه رڳو سوامي دياند ڪيو آهي؛ پر ٻين جي ڊڪشنريءَ ۾ ڇند شبد جو ساڳيو ئي ارٿ ڏنل آهي. ممور جي اوريجنل سنسڪرت ٽيڪسٽ ۾ به اهوئي ارٿ آهي.

(ٻ) يجرويد اڌياءِ ٣٤ منتر ٥ ۾ ٽن ويدن جا نالا لکيل آهن ۽ "ڪٿنڪ" شبد اٿرو ويد لاءِ آيل آهي.

(ڀ) يجرويد اڌياءِ ٣٦ جي پهرئين منتر ۾ به ٽن ويدن جا نالا لکيل آهن؛ ۽ اٿرو ويد لاءِ "ٿرو ڻرم" شبد آهي.

(ت) يجرويد اڌياءِ ١٨ جي ٢٩ منتر ۾ "ستوم" شبد اٿرو ويد لاءِ ڪم ۾ آندو ويو آهي.

(ٿ) اٿرو ويد ڪانڊ ١٠ پرپاٺڪ ٢٦ انوواڪ ٤ منتر ٢٠ ۾ چئني ويدن جا نالا ڏنل آهن.

(ٽ) اٿرو ويد ڪانڊ ٩ ورگ ١٠ منتر ٢٧ ۾ به چئني ويدن جا نالا آهن.

(ٺ) شتپٿ ٤-١-٣-١٧ ۾ ۽ (ٻ) تانڊيه براهمڻ جي ٢-٨-٨-٥ ۽ (ڦ) نرڪت ١٣-٩ ۾ چار ويد ڄاڻايل آهن. ٻيا به انيڪ پرماڻ آهن، جي وستار جي ڀئي کان نه ڏنا ويا آهن.

يگيه جي ثابتي ته ويد چار آهن:- يگيه ۾ مکيه رتوج (ऋत्विज) = ڪرم ڪرائيندڙ چار ٿيندا آهن. پهريون هوتا؛ (होता) جو گهرج آهر رگويد جا ٿي منتر پڙهندو آهي. ٻيو اڌوريه (अध्वर्यु) جو يجرويد جا منتر پڙهندو آهي ۽ يجمان کان سڄو ڪم ڪرائيندو آهي. ٽيون اُدگاتا (उद्गाता) جو سام ويد جا منتر ڳائيندو آهي. چوٿون برهما (ब्रह्मा) يعني اٿرو ويدي؛ جو يگيه ۾ مانت ڪري وهندو آهي، يگيه ڪندڙ ڪنهن ڪرم ۾ منجهن يا ڪين ڪجهه سمجهاڻ جي گهرج ٿئي، تڏهن ٿي برهما ڳالهائيندو آهي، نه ته نه! تاتپرج ته يگيه جا چار مکيه ڪم ڪرائيندڙ چئن ويدن جا ڄاڻو هئڻ کپن. ويد چار ٿي آهن؛ تڏهن ته چار رتوج ٿي يگيه ڪرڻ لاءِ آد کان مقرر ٿيل آهن.

## ويدن جو پرڪاش پهريائين ڪنهن تي ٿيو؟

رشي ديانند لکن ٿا؛ ته پهريون پهريون سرشٽيءَ جي آرنڀ ۾ پرماتما **اگني، وايُو، آديتيه ۽ انگرهه** چئن رشين جي آتمائن ۾ هڪ هڪ ويد جو پرڪاش ڪيو. انهي اُپٽڙ سناتن ڌرمي چون ٿا ته پهريائين ويدن جو پرڪاش برهما تي ٿيو. رشي ديانند ڪي هيٺيان پرماڻ پيش ٿي ڪيا ٿا ڏين:-

(١) رگويد ١-١-٣١ جي منترن ١-٢ ۽ ٣ ۾ اگنيءَ ۽ انگرا جا نالا سپشٽ لکيل آهن. وايُوءَ لاءِ **ماتر شوا** ۽ آديتيه لاءِ **سوريه** شبد آيل آهن. اهي نالا رشين جا آهن، تنهنجي ثابتي منترن ۾ آيل رشي ۽ چت شبدن مان ملي ٿي.

(٢) ڇاندوگيه اُپنشد پرپاٺڪ ٤ جي کنڊ ١٧ ۾ ٽن رشين ۽ ٽن ويدن جو ورڻن آهي ۽ سپشٽ ڄاڻايل آهي ته ٽن رشين دوارا ٿي ويد پرگهٽ ٿيا.

(٣) ساڳيءَ رِيت اُنترتيه براهمڻ جي ٥-٥-٣٢ ۾ ڏيکاريل آهي. اُتي ريگو ٽن ويدن جو ورڻن آهي، سو انهن لاءِ جو اهو وشش سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ جي ڪاڻهي، ريگو يرو، پوهه، سوهه شبدن جي مهما جو ورڻن آهي.

(٤) منوسمرتي اڌياءِ پهرئين جي شلوڪ ٢٣ ۾ پڻ رشي ديانند جي مت جي پشٽي ٿي رهي آهي ۽ سناتن ڌرمين جي نه.

## ويد ۽ سندن شاکائون

**شنڪا:-** سوامي ديانند ويدن جون ١١٢٧ شاکائون ڏيکاريون ٿا. پر انهن مان ريگو چار

شاکون هيٺ مان ٿيون، اهو ن لٺيون ٿيون. اهي چار شاکائون چار ويد ٿي آهن.

اُتر:- چار ويد مول (ٿنڙ = Saump) آهن ۽ نه شاکائون. مها ڀاشيه ۾ ڄاڻايل آهي ته چار (مول) ويد شاکائن سوڌا گهڻي ڀاڱن ۾ ورهايل آهن. ڪي اُپنشد ۾ به ويدن ۽ شاکائن کي الڳ الڳ ڏيکاريل آهي. ان مان سڌ آهي ته چار ويد شاکائن ۾ ڳڻيا نٿا وڃن. رشين جا ٺاهيل ويد منترن جي وياکيائن جا ڪي پستڪ شاکائون سڏجن ٿا.

سماڌي - شنڪا:- انهن ڇهن شاکائن (ڇهن ويدن) ۾ سنسڪارن، پنج مهاڳيه وڌي ۽ آريه سماج جي سنڌيا وغيره وشين جو ورڻن ٿي ڪونهي. تنهن ڪري آريه سماج جا سورهن سنسڪار، پنج مهاڳيه ۽ سنڌيا اوئدڪ آهن.

اُتر:- ويدن ۾ گهڻن شبدن ۾ سڌانتن جو ٻج روپ ۾ ورڻن ٿيل آهي. انهن ٻج روپ اصولن تي ويچار ڪري رشين ويدن جون شاکائون (تفسيرون) ٺاهيون آهن. اهڙيءَ ريت سورهن سنسڪارن کي اصول روپ ۾ ورڻن ڪندڙ ويد منتر، ويد امرت نالي پستڪ جي ٻئي ايڊيشن جي پني ١٩٨ کان ٢٣٣ تائين ڏنل آهي. اهو پستڪ آريه پرتيندي سڀا پنجاب، لاهور جو ڇپايل آهي.

ساڳيءَ ريت پنج مهاڳيه (جنهن ۾ سنڌيا به اچي ٿي وڃي) جا پشٽي ڪندڙ ويد منتر وئدڪ ڌرم نالي پستڪ [ ٺاهيل شري سوامي وسدانند (ديانند) سمرت جي ] جي پهرين ايڊيشن جي پني ٧٨ کان ٩٣ تائين ڏسي سگهجن ٿا.

براهمڻ گرنٿ، اپنشد ۽ ويد پريه

سماڌي - شنڪا:- ويد جا ٻه ڀاڱا آهن، هڪ منتر ڀاڱو ٻيو براهمڻ ڀاڱو ۽ ٽيون اپنشد ڀاڱو.

اُتر:- ويد ڪُو منتر سنهتا جو نالو آهي. براهمڻ گرنٿن ۾ منترن جو ارٿ ڏنل آهي ۽ اپنشدن ۾ ويدن جي آتم وادي منترن کي کولي ڪيل آهي. ان وشيه کي رشي ديانند "رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا" نالي پستڪ ۾ چڱو کوليو آهي. پر اسين ان تي ٿورو پرڪاش وجهون ٿا:-

(الف) ميمانسا ۾ چيل آهي ته منتر کان جيڪي شيش (بچت) رهي، سو براهمڻ آهي. "شيش" شبد جو ارٿ ٽيڪاڪار ميمانسا "جنهن ۾ ٻئي جو ارٿ هجي سو" ڪري ٿو، ان مان سڌ ٿيو ته براهمڻ گرنٿن ۾ ويد منترن جا ارٿ آهن.

(ب) ميمانسا ۾ "وڳ" جو لکشڻ آهي "نظم يا پديه وارو". پر رگويد جو براهمڻ ڪرتا ۾ اُهيل ٿي ڪونهي. سڌ ٿيو ته رگويد جي براهمڻ ۽ رگويد ۾ ڀيد آهي.

(ب) وئيشيشڪ ۾ لکيل آهي ته ويد واڪيه بدڌيءَ انوسار ٺهيل آهن. پر براهمڻن ۾ نالن وڪڙ جي سڌيءَ جا نشان ملن ٿا. ارٿات ويد منترن جا جدا جدا نالا ۽ ڪم براهمڻ گرنٿن ۾ ڏيکاريل آهن. ان مان به مول ويد ۽ براهمڻ گرنٿ جو تفاوت ظاهر ٿي رهيو آهي.

(ڀ) نياءَ سوترن انوسار جو براهمڻ گرنٿن کي شبد پرمانڻ ڪري ليکيو آهي، سو ٺيڪ آهي. ست پرشن جا وچن "شبد پرمانڻ" ليکجن ٿا. پرميشور ست پرشن جو به ست پرش آهي، تنهنڪري سندس ويد به شبد پرمانڻ ۾ ڳڻجن ٿا. پر ويد ۽ براهمڻ گرنٿ، شبد پرمانڻ هئڻ ڪري ٻئي ساڳي

وستو نٿا ڏسي سگهن.

(ت) **پرشن** - براهمڻ گرنٿن ۾ ويدن جي منترن جو ارٿ آهي، تنهنڪري هو ويد کان جدا نه آهن. ڪيترن ويد منترن ۾ پڻ ٻين ويد منترن جو ارٿ آهي، پوءِ ڇا اهي ويد منتر به ويد کان الڳ سمجهبا؟

**اتر** - ڪنهن شبد جو ارٿ ڏيڻ، يا سندس آشيه کولي ڏيکارڻ هڪ ڳالهه آهي، ۽ ڪنهن گرنٿ جي ٽيڪا لکڻ ٻي ڳالهه آهي. انکانسواءِ جنهن پستڪ جي ليکڪ جي پنهنجي ٽيڪا ۽ ڌارئي ٽيڪاڪار جي ٽيڪائن ۾ ڀيد ڏسي سگهجي ٿو، ساڳيو ڀيد هڪڙن ويد منترن جا ارٿ ٻين ويد منترن دوارا سمجهائڻ ۽ ويد منترن جا ارٿ جي براهمڻ گرنٿن ۾ رشين ڏيکاريا آهن، تن ۾ به ممڪن آهي. تنهنڪري ويد ۽ براهمڻ هڪ ڪينهن.

## ويد ۾ تواريخي ڳالهيون نه لکيل آهن

ويد ۾ تواريخ ڪانهي، انجي ابتڙ براهمڻ گرنٿن ۾ آهي. انڪري ئي رشي دياننده براهمڻ گرنٿن کي ويد جيان ايشوري گيان نٿا مڃين! اهو ساڳيو زبردست اعتراض انجيل، قرآن وغيره پستڪن تي به لاڳو ٿئي ٿو. پر براهمڻ گرنٿن کي ويد سڏ ڪرڻ لاءِ سناتني پاڻ چوندا آهن، ته ويد منترن ۾ به اتهاس (تواريخ) آهي، ڇاڪاڻ جو ويد منترن ۾ رشين جا نالا ڏنل آهن. اهو هڪ ڪوڙهو مسئلو آهي، پر ان تي سرڳواسي پنڊت شو شنڪر ڪاويه تيرٿ هڪ ستيارٿ پرڪاش کان به وڏو گرنٿ "ويديڪ اتهاس نرڻيه" نالي انهيءَ تي لکي ڇڏيو آهي. پاٺڪ اهو پڙهي ڏسن. هت مختصر اشارو ئي ٿا ڏيکاريون ته منترن ۾ جي رشين جا نالا اچن ٿا، سي يوڳڪ شبد (مصدري معنائن جا الفاظ) آهن ۽ نه رواجي! مثال طور "جمد اگني" جي معنيٰ "اک" ۽ "وشوامتر" جو ارٿ "سڀني جو پيارو" آهي. "ترت" انکي ٿو ڪرندي، جو ٽي وديائون ڄاڻي يا ٽن پرڪارن جو تپ ڪري. گيا معنيٰ پراڻ ۽ گنگا جي معنيٰ اڙا نالي هڪ شرير جي رڳ. تاپرج ته ويد اندر جي شبد راجائن آديءَ جي نالن جهڙا پاڻجن ٿا، سي حقيقت ۾ اسم عام آهن ۽ نه اسم خاص. ساڳئي نموني ڪيترائي لفظ ڪن خاص ندين وغيره جي نالن وارا ٿا ڏسجن، پر سندن معنيٰ ٻي آهي. البت انهن ويدن جي شبدن کي ڏسي ماڻهو پنهنجا ۽ ندين پهاڙن وغيره جا به نالا رکيا.

## ويد منترن جي سمجهائيندڙ ارٿن تي ستيارٿ جو پرڪاش

پنڊت جوالا پرشاد مصر رگويد جي پهرئين منڊل جي ۱۰۵ سوڪت جي سترهين منتر جو ارٿ ٿا ڪن، ته کوهه ۾ ڪريل ترت نالي رشي ديوتائن کي پرارٿنا ٿو ڪري. ان منتر جو سچو ارٿ اهو آهي ته وديا، شڪشا ۽ برهمچريه کي وڌائيندڙ پرش پنهنجي من ۾ ٽنهي ڏکن لڳائي الم ڪٽن کي ڌارڻ ڪري ٿو.

ساڳيا پنڊت، سام ويد جي اترارڌ جي پرپاٺڪ ٻئي کنڊ ستين جي منتر پنجين جو ارٿ ٿا ڪن ته اندر ديوتا جي هڏن مان تير ڪمان ٺاهي اسرن کي ماريو. پر سچو ارٿ آهي ته جهڙيءَ ريت سورج پنهنجي ڦرندڙ گهرندڙ ڪرڻن دوارا، سڀني دشائن ۾ ڦهلجي ۽ ڌارڻ ڪرڻ جهڙن هوا ۾ ٻڌل ڪڪرن کي ناس ٿو ڪري، ساڳيءَ ريت چتر سيناپتي به (جنگ ۾) دشمن کي ماري.

ओ३म्




# سرشٽيءَ جي اُتپتي (پيدائش)، استٿي [قيام=جٽاءُ] ۽ پرليه [فنا=وناش] وشيه جو ورڻن

इयं विसृष्टिर्यत आ बभूव यदि वा दधे यदि वा न ।
यो अस्याध्यक्षः परमे व्योमन्त्सो अङ्ग वेद यदि वा न वेद ॥ १ ॥
तम आसीत्तमसा गूढमग्रे प्रकेतं सलिलं सर्वमा इदम् ।
तुच्छ्येनाभ्वपिहितं यदासीत्तपसस्तन्महिना जायतैकम् ॥ २ ॥ ऋ० १० । १२९ । ७, ३ ॥
हिरण्यगर्भः समवर्त्तताग्रे भूतस्य जातः पतिरेक आसीत् ।
स दाधार पृथिवीं द्यामुतेमां कस्मै देवाय हविषा विधेम् ॥ ३ ॥ ऋ० १० । १२१ । १ ॥
पुरुष एवेदꣳ सर्वं यद्भूतं यच्च भाव्यम् ।
उतामृतत्वस्येशानो यदन्नेनातिरोहति ॥ ४ ॥ यजु:० ३१ । २ ॥
यतो वा इमानि भूतानि जायन्ते येन जातानि जीवन्ति ।
यत्प्रयन्त्यभिसंविशन्ति तद्विजिज्ञासस्व तद्ब्रह्म ॥ ५ ॥ तैत्तियो० ( भृगुवल्ली । अनु० १ )

**ايشور سرشٽي ڪرتا:-** ١. هي (انگ) منشيه! جنهن هيءَ نانا پرڪارن جي سرشٽي [بناوت] پرگهٽ ٿي آهي، جو [سنڌس] ڌارڻ ۽ پرليه ٿو ڪري. جو هن [سموري] جڳت جو سوامي [آهي]؛ جنهن جي وياپڪتا ۾ هيءَ سمورو جڳت اُتپتيءَ، استٿيءَ ۽ پرليه کي پراپت ٿئي ٿو، سو پرماتما [ئي] آهي، تنهنکي تون سڃاڻ ۽ ٻئي ڪنهن کي سرشٽي ڪرتا نه مڃ. [رگويد ١٠-١٢٩-٧].

٢. ارٿ- هيءَ سمورو جڳت، رچنا کان اڳي اَنڌڪار سان ڍڪيل، رات جيان سڃاڻڻ ۾ نه اچڻ جهڙو، آڪاش جيان [اَلک]، ۽ پڻ ڏيچ ارٿات اَننت پرميشور جي سنمک ايڪ ديشي [ٿوري استان وارو] [پرميشور ۾ اندران ٻاهران سمايل]هو. انکان پوءِ پرميشور پنهنجي سامرٿ سان اُنکي ڪارڻ روپ [حالت علت] مان ڪاريه روپ [حالت معلول= سرشٽيءَ جي روپ] ۾ بڻائي ڇڏيو. (رگويد ١٠-١٢٩-٣).

٣. ارٿ- هي منشيو! جو سورج آدي سڀني چمڪندڙ پدارٿن جو آڌار آهي، جو هن ٿيل ۽ انکان پوءِ ٿيندڙ جڳت جو هڪ ئي آديه سوامي پرماتما، هن جڳت جي اُتپتيءَ کان اڳ وديه مان [موجود] هو؛ جنهن پرٿويءَ کان وٺي سورج ڏئين (سموري) جڳت کي اُپن ڪيو آهي. تنهن پرماتما ديو جي پريم سان ڀڳتي ڪندا ڪريو. (رگويد ١٠-١٢١-١).

٤. ارٿ - هي منشيو! سڀئي ۾ پورڻ پرش (سمايل) آهي ۽ نـاس رهت * ڪارڻ (غير فاني علت مادي؛ يعني پرڪرتيءَ يا سرشٽيءَ جي اوناشي ٻج ) ۽ جنهن جـو سوامي آهي، جو پرٿوي آدي جڙ ( پدارٿن ) ۾ جيو ڪان نيارو آهي. اهوئـي پـرش گذريل، ايندڙ ۽ هلندڙ انهن سڀني جڳتن جو رچيندڙ آهي. ( يجروِيد ٣١-٢ ).

٥. ارٿ - جنهن پرماتما جي رچنا سان سمورا پرٿوي آدي ڀوت ( تت يـا عناصر ) اُتپن ٿين ٿا، [ سوکشم مان استول روپ وٺن ٿـا ] جنهنڪري جيوت رهن ٿـا، ۽ جنهن ۾ پرلي کي پراپت ڪن ٿا، اهوئي برهم آهي، تنهنکي سڃاڻڻ جي ڪامنا ڪريو.

( تئترِيَہ اُپنشد، ڀرگوولي، انواڪ ١ ).

जन्माद्यस्य यत: ॥ शारीरिक सू० १ । १ । २ ॥

ارٿ - جنهن دوارا هن جڳت جو جنم، استتي ۽ پرلي ٿي ٿئي ٿو، اهوئي برهم ڄاڻڻ يوڳيہ آهي. ( شاريرڪ سوتر، ادياءِ ١، پاد ١، سوتر ٢ ).

ٽي پدارٿ انادي آهن- پرشن - هيءُ جڳت پرميشور پيدا ڪيو آهي يا ڪنهن ٻئي؟

اُتر- O نمت ڪارڻ (علت فاعلي ارٿات ) پرماتما دواران اُتپن ٿيو آهي، پـر انجو اُپادان ڪارڻ ( علت مادي ) پرڪرتي آهي.

پرشن- ڇا، پرڪرتيءَ کي پرماتما نہ بڻايو آهي؟

اُتر- نہ، اُها انادي ( ازلي ) آهي.

پرشن - انادي ڇا کي ٿا چون ۽ ڪيترا پدارٿ انادي آهن؟

اُتر- ايشور، جيو ۽ جڳت جو ( اُپادان ) ڪارڻ ( پرڪرتي ) اهي ٽيئي انادي آهن.

پرشن- انهيءَ ۾ ڪهڙو پرماڻ آهي؟

اُتر-

ويد انوسار انادي پدارٿ

द्वा सुपर्णा सयुजा सखाया समानं वृक्षं परिषस्वजाते। तयोरन्य: पिप्पलं स्वाद्वत्त्यनश्नन्नन्यो अभिचाकशीति । १॥
ऋ मं० १ । १६४ । २० ॥

शाश्वतीभ्य: समाभ्य: ॥ २ ॥ यजु० ४० । ८ ।

ارٿ- (द्वा) برهم ۽ جيو ٻئي (सुपर्णा) چيتنا ۽ پالنا آدي گڻن ڪري هڪجهڙا، (सयुजा) وياپيہ (محيط و مهاط) ڀاو ڪري مليل، (सखाया) هڪ ٻئي سان مترتا جـو سنبنڌ رکندڙ سناتن انادي آهن. ( समानं ) انهن جي سمان، ( वृक्षं ) وڻ ارٿات انادي مول روپ ڪارڻ

* پرڪرتي سڀني پدارٿن ۾ سوکشم آهي. پرڪرتي اهو ٻج آهي، جنهن مان سمورو سنسار استول ۽ سوکشم اُتپن ٿئي ٿو.

O ڪنهن بہ پدارٿ جي پيدا ٿيڻ جا ٽي ڪارڻ ٿيندا آهن. پهريون نمت ڪارڻ = علت فاعلي = پدارٿ جو بڻائيندڙ. ٻيو اُپادان ڪارڻ = علت مادي = اُهي عناصر جن جي گڏڻ سان پدارٿ روپ ڌاري بڻجي ٿو. ٽيون ساڌارڻ ڪارڻ ارٿات اُهي ذريعا، وسيلا يا اوزار، جن کي ڪم آڻي، نمت ڪارڻ ( بڻائيندڙ اُپادان ڪارڻ کي ڪاريہ روپ ۾ آڻي پدارٿ بڻائي ٿو.)

سوکشم پرڪرتيءَ جا (ازلي علت) ۽ شاڪائن روپي ڪارڻ ڪت وڻ △ (ارٿات استول پرڪرتي جنهن کي وڪرتي يا معلول ڪري سڏبو آهي) جا استول ٿي پرلي ۾ ڇن ڀن ٿي ويندي آهي - ارٿات [ ذرن ذرن ۾ بدلجي ويندي آهي. ] سو ٽيئي انادي پدارٿ آهي. انهن ٽنهي جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ به انادي آهن. انهن جيو ۽ برهم مان هڪ، جو جيو آهي، سو هن وڻ روپي سنسار ۾ پاپ ۽ پن روپي ڦلن کي (स्वादत्ति) چکيءَ پر ڀوڳيندو ٿو رهي. ٻيو جو پرماتما، ڪرمن جي ڦلن کي (अनश्नन्) نه ڀوڳيءَ چئني ڏسائن ارٿات اندر باهر هر هنڌ پرڪاشمان ٿي رهيو آهي. جيو کان ايشور، ايشور کان جيو، ۽ انهن ٻنهي کان پرڪرتي ڀن سوروپ (آهي) ۽ ٽيئي انادي آهن. (رگويد منڊل ١، سوڪت ١٦٤، منتر ٢٠) (शाश्वती) ارٿات انادي سنانن جيو روپي پرجا لاءِ پرماتما ويد دوارا سڀني ودياڻ جو بوڌ ڪرايو آهي. (يجرويد اڌياءُ ٤٠، منتر ٨).

## اُپنشد جو پرمان -

अजामेकां लोहितशुक्लकृष्णां बह्वीः प्रजाः सृजमानां स्वरूपाः ।
अजो ह्येको जुषमाणोऽनुशेते जहात्येनां भुक्तभोगामजोऽन्यः ॥ श्वेता० ४ । ५ ॥

هيءُ اُپنشد جو وچن آهي:- پرڪرتي، جيو ۽ پرماتما ٽيئي "اج" ارٿات جنمجو نه ڪڏهن جنم ٿو وٺي ۽ نه ڪڏهن اهي جنم ٿا وٺن. ارٿات اهي ٽيئي سڄي جڳت جا ڪارڻ آهن ۽ سندن ڪارڻ ڪو ڪونهي ۽ هن انادي پرڪرتيءَ جو ڀوڳ انادي جيو ڀوڳيندي ڦاسي ٿو. پرماتما نه اُن ۾ ڦاسي ٿو، نه انجو ڀوڳ ڪري ٿو. (شويتا شوتر اُپنشد ٤-٥).

## پرڪرتيءَ جو لڪشڻ

ايشور ۽ جيو جا لڪشڻ ايشور وشيه ۾ لکي آيا آهيون، هاڻي پرڪرتيءَ جا لڪشڻ لکون ٿا:-

सत्वरजस्तमसां साम्यावस्था प्रकृतिः प्रकृतेर्महान् महतोऽहङ्कारोऽहङ्कारात् पञ्चतन्मात्राण्युभयमिन्द्रियं
पञ्चतन्मात्रेभ्यः स्थूलभूतानि पुरुष इति पञ्चविंशतिर्गणः ॥ सांख्य० [ अ० १ सू० ६१ ]

ارٿ- ● ستو (مقدار)، شدتائي (پرڪاش، لطافت، پاڪيزگي)، رج (چرڻ پرڻ جي قابليت

---

△ مهاتما ڪبير به اُن ساڳئي ويد منتر جو ارٿ هيئن ٿا ڪن:-
"برکش ايڪ پنڇي دو بئني ايڪ گرو ايڪ چيلا، چيلا سب ڦل چڻ چڻ کر کايا، گرو رهت اڪيلا"
ارٿات- پرڪرتيءَ روپي وڻ تي ٻن قسمن جا پکي هڪ گرو ۽ ٻيو چيلو ٿا رهن. چيلو پنهنجن ڪرمن موجب وڻ جا ڦل چونڊي ٿو کائي. پر گرو رڳو ساکشي روپ ۾ اڪيلو ويٺو چيلن کي ڪرمن جو ڦل چکائيندو رهي ٿو.

● پرڪرتيءَ جو پهريون گڻ "ستو"، ٻيو "رجو" ۽ ٽيون تمو آهي. اها پرڪرتي ئي ڪارڻ روپ سرشٽيءَ جو انادي بيج آهي، اها ٽي پهريون. انمان پيدا ٿيو مهت تتو ارٿات بدي يا عقل، سو ٿيو ٻيو. انمان ٽيون نڪتو اهنڪار يا خودي. انهان پيدا ٿيا پنج سوڪشم تتو، سي ٿيا ڪل اٺ. انهن ۾ ملايو ڏه اندريون ۽ يارهون من، سي ٿيا ڪل اڻويهه. انهن ۾ گڏبو پنج استول تتو (عناصر) اگني، وايو، جل، پرٿوي ۽ آڪاش، ته ڪل جوڙ ٿيندو چوويهه.

يا جتي هاڇل ٿئي اُها جاءِ )، وڇين اوستا ۾ لمهَ ( وزن يا ڪثافت اُڌ ڪار، ڳهر ذي شعوري)،
جاڙ ۾ ارٿاس جڙ تا، انهن ٽن گڻن جي ميل جو نالو آهي پرڪرتي. انمان महत्तत्व (مهت تتو =
ٻڌي)، ٻڌيءَ مان اهنڪار ۽ ان مان پنج ٽن ماترا سوڪشم ڀوت، جو ڏهه اندريون آدي، يارهون
من ٿا ٿين. پنجن ٽن ماترائن (سوڪشم ڀوتن) مان پرٿوي آدي پنج استول ڀوت ٿا ٿين. اهي
سمورا ٿيا چوويهه، پنجويهون پرش ارٿات جيو ۽ پرميشور. انهن مان پرڪرتي آوڪارٽي
(आवकारिणी = اڀِين نه ٿيل ) آهي ۽ مهت تتو (عقل = ٻڌي)، اهنڪار ( انانيت) ۽ پنج سوڪشم
ڀوت پرڪرتيءَ منجهان ٿا ٿين. انهن مان اندريون ( پنج گيان اندريون ۽ پنج ڪرم اندريون
ڪل ڏهه )، من ۽ استول ڀوت ٿا ٿين. پرش نه ڪنهنجي پرڪرتي ارٿات اپادان ڪارڻ
(علت مادي = ٻج يا مول ) آهي ۽ نه ڪنهنجو ڪارِه (ڪنهن منجهان ٿيل) آهي.

## نوين ويدانتين جي ويچارن جو کنڊن

सदेव सोम्येदमग्र आसीत् ॥ १ ॥ [ छा० ६ । २ ]
असद्वा इदमग्र आसीत् ॥ २ ॥ तैत्ति० ब्रह्मा० वल्ली अनु० ७ ]
आत्मा वा इदमग्र आसीत् ॥ ३ ॥ [ बृह० अ० १ ब्रा० ४ मं १ ]
ब्रह्म वा इदमग्र आसीत् ॥ ४ ॥ [ शत० ११ । १ । ११ । १ ]

هي اُپنشدن جا وچن آهن. هي شوت ڪيتو! هيءَ جڳت سرشٽيءَ ( اُتپتيءَ ) کان اڳي
[ ١ ] ست (هستيءَ وارو ڇاندوگيه اُپنشد انوسار)، [ ٢ ] اسَت ( نيستيءَ وارو تتريه اُپنشد
انوسار )، [ ٣ ] آتما ( برهدارڻيڪ اُپنشد انوسار)، [ ٤ ] برهم روپ ( پرميشور جيان
شتپت براهمڻ انوسار ) هو. اُن ڪاڻپوءِ:-

तदैक्षत बहुः स्यां प्रजायेयेति । सोऽकामयत बहुः स्यां प्रजायेयेति ॥ तै० ब्र० वल्ली । अनु० ६ ॥

ارٿ - اهو ئي پرماتما پنهنجيءَ اِڇا سان گهڻن روپن وارو ٿي پيو.

( تتريه اُپنشد برهمانند ولي انواڪ ٦ )

॥ सर्वं खल्विदं ब्रह्म नेह नानास्ति किञ्चन ॥ هيءَ به اُپنشد جو وچن آهي.

ارٿ - هيءَ سمورو جڳت نشچيه سان برهم ئي آهي. ان ۾ ٻيا نانا پرڪارن جا
پدارٿ ڪجهه به نه آهن، ليڪن هي سڀ ( رڳو ) برهم جوئي روپ آهي.

اُتر - انهن وچنن جو انرٿ ڇو ٿا ڪريو؟ ساڳين ئي اُپنشدن ۾ لکيل آهي ته:-

[ एवमेव खलु ] सोम्यान्नेन शुङ्गेनापो मूलमन्विच्छद्भिस्सोम्य शुङ्गेन तेजोमूलमन्विच्छ तेजसा सोम्य
शुङ्गेन सन्मूलमन्विच्छ सन्मूलाः सोम्येमाः सर्वाः प्रजाः सदायतनाः सत्प्रतिष्ठाः ॥
छांदोग्य उप० प्र० ६ । खं० ८ । मं० ४ ॥

ارٿ - هي شوت ڪيتو! اُن روپ پرٿوي ڪارِه ( استول آڪار ۾ آيل شيءِ ) کي
ڏسي جل روپي مول ڪارڻ (سندس علت يعني پاڙ ) کي ٽون پڇاڻ. ڪارِه روپي جل
(حالت معلول ۾ آيل پاڙ ) منجهان سندس (ڪارڻ = علت ) تيج ( اگنيءَ = باهه ) کي
سمجهه - تيج روپي ڪارِه مان سنان سچي روپ جي ڪارڻ لاءِ (عمر فاني ) پرڪرتي

مکي لون ڄاڻ . اهائي سنهه سروپ * پرڪرتي ساري جڳت جو مول ڪارڻ ۽ اُتپتي (رهڻ) جو استان آهي . اُتپتيءَ کان اڳي هيءُ سمورو جڳت اَست (نيستيءَ) سمان هو . ۽ جيو آتما پرڪرتيءَ ۽ برهم ۾ لين (جذب) ٿي ورتمان هو؛ (ارٿات جيو آتما جو) اڀاءُ (نيستي) ڪانه هئي . اوهانجو "سرو کلو" وارو وچن اڌورو آهي ، جهڙي (هيءَ هندي چوڻي) :-
ڪهين ڪي اينٽ ڪهين ڪا روڙا - ڀانمتي نی کنبا جوڙا .
ڇانڊوگيه اپنشد :- (ڇاندوگيه اُپنشد)

सर्वं खल्विदं ब्रह्म तज्जलानिति शान्त उपासीत ॥ छान्दो० प्र० ३ । ख० १४ । मं० १ ।
नेह नानास्ति किंचन ॥ [कठो० २ । ४ । ११] (ڪٺ اُپنشد)

ارٿ - جيئن شريرن جا انگ جيستائين شرير سان ڳنڍيل رهن ٿا ، اُتيستائين ڪمائتا ۽ ڌار ٿيڻ ڪري نڪما ٿي پون ٿا ، تيئن ئي پرڪرڻ (مضمون) سان سمبنڌ رکندڙ وچن سارٿڪ (با معني) ، ۽ پرڪرڻ کان ڌار ڪرڻ ڪري يا ڪنهن ٻئي وشيه سان ڳنڍڻ ڪري (سانڳيا وچن) نرارٿڪ (بي معني) ٿي ٿا پون . ٻڌو! اُنجو هيءُ ارٿ آهي :- هي جيو! تون برهم جي اُپاسنا (پوڄا) ڪر . جنهن برهم دوارا جڳت جي اُتپتي ، استٿي ۽ جيا ٿئي ٿو ، جنهن (برهم) جي آڌار ڪرڻ ڪري ئي سارو جڳت ودمان (موجود) ٿيو ، اُنوا برهم سان گڏ (برهم جي آڌار تي) رهي ٿو ، (هي جيو! تون) اُنکي ڇڏي ٻئي جي اُپاسنا نه ڪر!

هن چيتن ماتر ، اکنڊ [اُنڪر اُنڪر نه ٿيندڙ = لازوال] ايڪ رس [سدا ساڳيءَ اوستا ۾ رهڻ واري] برهم روپ ۾ ايون شيون مليل ڪينهن . البت ، اهي سڀ جدا جدا سروپن ۾ پرميشور جي آسري هيٺ رهن ٿيون .

* شاسترن مرجب جڳت جي اُتپتي هيئن ٿيل آهي :- پهريائين پرڪرتيءَ مان آڪاش اُتپن ٿيو . آڪاش مان وايو ۽ وايوءَ مان تيج (اگني) ، تيج مان جل ، جل مان پرٿوي ، پرٿويءَ مان اَن ۽ اوشڌيون ، اَن ۽ اوشڌين مان پرجا اُتپن ٿي . ان مان ڏسي سگهجي ٿو ته سڀني کان سوکشم آهي ڪارڻ روپ پرڪرتي . آڪاش ، وايو ، اگني ، جل ۽ پرٿوي آدي وڌ کان وڌيڪ استول ٿيندا . نيم هي آهي ته استول پدارٿ جي پيدائش جو ڪارڻ آهي ڪانئس وڌيڪ سوکشم پدارٿ! ان نيم انوسار پرٿويءَ جي اُتپتي جل منجهان ٿي ۽ جل اُتپن ٿيو اگنيءَ منجهان ، اگني وايوءَ منجهان ۽ وايو آڪاش منجهان ۽ آڪاش ٿيو پرڪرتيءَ منجهان ، ارٿات پرڪرتي روپ ڪارڻ کي گڏ ڪرڻ يا ملائڻ يا ترتيب ۾ آڻڻ ڪانپوءِ آڪاس اُتپن ٿيو . اهو سڌانت نئين ڪالن لاءِ سچو آهي . اڄ به سائنسدان منجهان پهريائين ايٿر روپ ۾ ڌرتي ٿي پرڪهٽ ٿئي . گرمي وڌي ٿي ، نه هي ميگهن ٿا پون ۽ جلهه ۾ وڇڙيا هٿي اسين ڏهاڙي اگني اُتپن ڪندا آهيون . تاپرج ته هي جڳت نڪي نيستيءَ مان هستيءَ ۾ آيو ۽ نه ايشور منجهان اُتپن ٿيو ، ڪارڻ روپ پرڪرتيءَ منجهان ئي هي برهمانڊ رچيل آهي .
(ڪاڙاچند گاجرا)

پر رچيل ورتي نه ايشور جي ڪرپا سان آهي . پرڪرتي جو ڪال پورو ٿيو ، تنهن ڪري پرم رچنا آرنڀ ٿي . (مولچند)

ٽن ڪارڻن جو ورڻن :- پرشن :- جڳت جا ڪارڻ ڪيترا آهن؟
اُتر :- ٽي . پهريون نمت ڪارڻ . ٻيون اُپادان ڪارڻ ۽ ٽيون ساڌارڻ ڪارڻ - نمت ڪارڻ اهو آهي ، جنهنجي ٺاهڻ سان ڪا شيءِ ٺهي ۽ نه ٺاهڻ ڪري نه ٺهي ، ۽ جو پاڻ ڪنهن ڪان ٺاهيو نه وڃي ۽ ٻين ڪي جدا جدا روپن ۾ ڦاهي ڇڏي . اپادان ڪارڻ اهو آهي ، جنهن ان ڪجهه نه ٺهي سگهي ۽ جو ڦاهڻ سان ٻئي ٻئي روپن ۾ ٿهي ٻه پوي ۽ [ ڍاهڻ سان ] ڊهي ٻه پوي . ٽيون ساڌارڻ ڪارڻ اُنکي ٿا چون ، جو ٺاهڻ ۾ ساڌن [ اوزار ] ۽ ساڌارڻ ( رواجي ) • نمت [ عام ڪارڻ ] هجي .

نمت ڪارڻ ( علت فاعلي ) جا ٻه نمونا :- پهريون مکيه نمت ڪارڻ پرماتما آهي ، جو سڀني سرشٽيءَ کي [ اُپادان ] ڪارڻ منجهان ٺاهي ، ڌاري ، [ پالي ] ٿو ۽ پرلئه ٿو ڪري ۽ سڀني [ جيون ] لاءِ پرٻنڌ ٿو رکي . ٻيو ساڌارڻ [ نمت ڪارڻ ] جيو آهي ، جو پرميشور جي رچيل جڳت منجهان پدارٿ کڻي نانا پرڪارن جون وستو جوڙي ٿو .

اُپادان ڪارڻ ( ٻج = علت مادي ) جو ورڻن :- اُپادان ڪارڻ آهي پرڪرتي ۽ پرماڻو . جنهنکي سڀني سنسار جي ٺاهڻ جي سامگري [ مصالح ] ٿا ڪوٺين ۽ اهو جڙ هئڻ ڪري پنهنجو پاڻ نه ٿهي [ آڪار ۾ اچي ] ٿو سگهي ۽ نه بگڙي [ وناش کي پراپت ٿي ] ٿو سگهي . اهو ٻئي [ نمت ڪارڻ ] جي ٺاهڻ سان ٺهي ۽ ڍاهڻ سان ڊهي ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن جڙ جي نمت سان ٻه جڙ ٿهي ۽ ڊهي پوندو آهي ، جئن پرميشور جا جوڙيل ٻج پرٿويءَ تي ڪرڻ ۽ پاڻيءَ ملڻ ڪرڻ وري وڻ ٺهي ٿا پون ۽ اُگنيءَ آدي جڙ [ پدارٿ ] جي سنجوڳ سان بگڙي ٻه ٿا پون . پر انهن جو نيم پوروڪ ٿهڻ ۽ ڊهڻ پرميشور ۽ جيو جي آڌين آهي .

ساڌارڻ ڪارڻ ( علت آليءَ ) جو ٻيان :- جڏهن ڪا وستو ٺاهبي آهي ، تڏهن جنهنجو ساڌنن سان ارٿات گيان ، درشن ، ٻل ، هٿ ، قسمين قسمين اوزار ، دشا ( جاءِ ) ، ڪال ( وقت ) ۽ آڪاش آدي سڀ ساڌارڻ ڪارڻ [ ٿا سڏجن ] جئن گهڙي ( دلي ) ٺاهڻ وارو ڪنڀر نمت ڪارڻ آهي ، مٽي اپادان ڪارڻ ۽ ٿاڦي ، چڪ آدي سامانيه نمت [ رواجي اوزار ] ، دشا ، ڪال ، آڪاش ، اک ، هٿ ، گيان ، ڪرِيا آدي ساڌارڻ ڪارڻ [ علت عام ] ۽ □ ظاهر ڪارڻ [ عام علت ] ٻه ٿين ٿا . انهن ٽن ڪارڻ ڪانسواءِ ڪي ڪا

* "نمت ڪارڻ" ڇيتن ڪرتا ( ٺاهيندڙ ) ٿي ٿيندو آهي . "ساڌارڻ نمت ڪارڻ" ۾ اُهي اوزار يا مضمون شامل آهن ، جنجي مدد سان منشيه ڪم ڪندا آهن . نمت جي معنيٰ ٿي ڪارڻ يا سبب آهي .

□ هنديءَ ۾ "نمت ڪارڻ" شبد آهن ، اسان اُنجو ارٿ "ظاهر ڪارڻ" انگريزي APPARENT CAUSE ڪيو آهي ، جو شري آپٽي جي ڪوش ۾ نمت جو شبد هڪ ارٿ = ظاهر ڪارڻ ٻه ڏنل آهي . مٿي پڙا ۾ رشي فرمائين ٿا ته جڙ جي نمت سان ٻه جڙ ٿهي ۽ ڊهي پوندو آهي . اِتي ٻه نمت جو ارٿ ظاهري ڪارڻ سمجهڻ کپي ، ڇاڪاڻ ته سڀني جڙ پدارٿن جي چرڻ پرڻ سنجوڳ ۽ وڀوڳ جو سچو نمت ڪارڻ ته رڳو ايشور يا جيو ئي آهي .

شيء نهي سگهندي آهي ۽ نه ٿي سگهندي آهي.

پرشن:- نوين ويدانتي وڏو پرميشور کي ئي جڳت جو اپن [ساڳيو ئي] نمت ۽ اپادان ڪارڻ ڪري مڃيندا آهن:-

यथोर्णनाभिः सृजते गृह्णते च ॥ मुण्ड० १ । १ । ७ ॥

هيءَ اپنشد جو وچن آهي. جهڙيءَ ريت ڪوريئڙو ٻاهران ڪجهه نه وٺي پاڻ منجهان ئي تندون ڪڍي جار ٺاهي پاڻ ئي ان ۾ کيڏي ٿو، تهڙيءَ طرح برهم پاڻ منجهان جڳت (ٺاهي، پاڻ جڳت) جو آڪار بڻجي، پاڻ ئي کيل ڪري رهيو آهي. تنهن برهم [اهڙي] اڇا ۽ ڪامنا ڪئي ته "آءٌ گهڻن روپن وارو اوتاءِ جڳت جو روپ ٿي پوان" رڳو ويچار يعني سنڪلپ ڪرڻ سان سمورو جڳت روپ بڻجي پيو.

आदावन्ते च यन्नास्ति वर्त्तमानेऽपि तत्तथा ॥ गौड़पादीय का० श्लोक ३१ ॥

هيءَ مانڊوڪ اپنشد تي ڪارڪا آهي. جو پهريائين نه هجي ۽ انت ۾ نه رهي، سو ورتمان (زمان حال) ۾ به ڪو نهي؛ مگر سرشٽيءَ جي آد ۾ جڳت نه هو، برهم هو، پرلي جي انت ۾ سنسار نه رهندو؛ پر رڳو برهم رهندو] پوءِ [پلا] ورتمان ۾ سموري جڳت کي برهم ڪري ڇو نه مڃجي؟

اتر- جي اوهانجي چوڻ انوسار جڳت جو اپادان ڪارڻ برهم هجي، ته هو پرڻامي [ناس ٿيڻ جهڙو]، اوستا انترڪت [قرندڙ گهرندڙ] ۽ وڪاري ٿي پوي ها؛ ڇو ته اپادان ڪارڻ جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ، ڪاريه [ٺهيل وستو] ۾ به ايندا آهن.

कारणगुणपूर्वकः कार्यगुणो दृष्टः ॥ वै० २ । १ । २४ ॥

اپادان ڪارڻ جهڙا گڻ ڪاريه ۾ به ٿين ٿا. (ويشيشڪ ٢-١-٢٤)

برهم سچدانند سوروپ آهي ۽ جڳت ڪاريه روپ (معلول) هئڻ ڪري اسٽ ۽ جڙ (آهي) ۽ آنند رهت (آهي). برهم اڄن نه ڄميل ۽ جڳت اڄن ڄميل آهي. برهم ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۽ جڳت ڏسجي ٿو. برهم اکنڊ ۽ جڳت کنڊ روپ (ٽڪرا ٽڪرا ٿيندڙ) آهي. پرٿوي آدي ڪاريه، جي برهم منجهان اڄن ٿين ها ته پرٿوي آدي ڪاريه جا جڙپڻو آدي گڻ برهم ۾ به هئڻ گهرجن، اوتاءِ جيئن پرٿوي آدي جڙ آهن؛ تيئن برهم به جڙ ٿي پوي. يا جيئن پرميشور چيتن آهي، تيئن پرٿوي آدي ڪاريه به چيتن هئڻ گهرجن، ۽ جيڪو ڪوريئڙي جو درشٽانت اوهان ڏنو آهي، سو اوهانجي مت کي ثابت ڪرڻ جي بجاءِ اُلٽندو رد ٿو ڪري، ڇو ته جڙ روپي شرير (جار جي) تندن جو اپادان ڪارڻ ۽ جيو آتما (سندس) نمت ڪارڻ آهي. هي به پرماتما جي وچتر رچنا جو پرڀاءُ آهي، ڇاڪاڻ ته ٻين جي شرير مان جيو (جاريءَ جون) تندون نٿا ڪڍي سگهن. ساڳيءَ طرح (ڪوريئڙي جيان ئي) سرووياپڪ برهم پاڻ ۾ سمايل پرڪرتيءَ جي پرمائن منجهان استول جڳت کي ٺاهي، ٻاهران استول روپ بڻائي، پاڻ اُن ۾ وياپڪ ٿي، ساکشي يوڳ آنندمئه ٿي رهيو آهي. پرماتما * ايکشڻ

* "ايکشڻ" هيءَ ستين سملاس ۾ کولي ورتن ٿيل آهي، اُتي ڏسو.

اُتپت گيان، وچار ۽ اڇا ڪئي، تہ اِهو سڄو جڳت ظاهر پرسڌ (ظاهر) ٿيو، اُتپت ٿيڻ، اُتپت جڏهن جڳت اُتپن ٿيندو آهي، تڏهن ڪاڻ تي جيون جي وچار، گيان، ڌيان، اُپديش ۽ پڙهڻ سان پرميشور پرسڌ (ٿيندو آهي) ۽ وڏن استول پدارٿن ۾ بہ موجود رهندو آهي۔ پرلئہ ٿيڻ ڪارڻ پرميشور کي ڄاڻ ۽ مڪت جيون ڪانسواءِ ٻيو ڪو بہ نٿو سڃاڻي۔ اِها جا ڪارڪا آهي، سا پرم ۾ وجهندڙ آهي۔ ڇاڪاڻ تہ سرشٽيءَ کان اڳي اُتپت پرلئہ ۾ جڳت پڌرو نہ هو، ۽ سرشٽيءَ جي انت اُتپت پرلئہ جي آرنڀ کان وٺي جيسين ٻيو پورو سرشٽي اُتپن نہ ٿئي، تيسين جڳت جو (اُپادان) ڪارڻ سوکشم ٿي اَپرسڌ (لڪل) رهندو آهي۔ جو تہ:-

तम आसीत्तमसा गूढमग्रे ॥ ऋ० । १० । १२९ । ३ ॥
आसीदिदं तमोभूतमप्रज्ञातमलक्षणम् । अप्रतर्क्यमविज्ञेय प्रसुप्तमिव सर्वत: । मनु १ । ५ ॥

سرشٽيءَ کان اڳي پرلئہ ۾ هيءُ سمورو جڳت انڌڪار سان ڍڪيل ۽ لڪيل هو۔ (رگويد منڊل ١٠، سوڪت ١٢٩، منتر ٣) ساڳيءَ ريت (هلندڙ سرشٽيءَ جي) پرلئہ آرنڀ ٿيڻ کان پوءِ بہ ائين ٿي ٿيندو۔ اُن مهل (اِهو جڳت) نہ ڪنهن جي ڄاڻڻ جهڙو، ۽ نہ تَرڪ ۾ اچڻ جهڙو هو۔ (جنهن کي ذريل پرلئہ ۾ سڃاڻپ جي) پڌرن نشانين نہ هئڻ ڪري (اِهو جڳت) اندرين جي دوارا ڄاڻڻ جهڙو نہ هو، (نہ اهڙو پرلئہ ۾ بہ سڃاڻڻ جوڳو) نہ رهندو۔ جڳت نہ ظاهري نيدان رکڻ ۽ جنهن جو ٿڌ ملڻ ڪري، ورتمان ۾ (ٿلهي حالت ۾ ٿي) چالو وڃي ٿو۔ پر ڪارڪا ڪندڙ جو ورتمان ۾ بہ جڳت جو اپاءُ ٿو لڪي، سو ٻيهر سڌ ٿي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ جنهن کي پرماتما (وچار ۽ کوج ڪرڻ وارو) پرماڻن سان ڄاڻي ٿو ۽ پراپت ٿو ڪري، سا وستو ٻيءَ طرح ڪڏهن بہ ٿي نہ سگهندي۔

پرماتما سرشٽي ڇو ٺاهي؟ پرشن:- جڳت جي ٺاهڻ ۾ پرميشور جو ڪهڙو پريوجن آهي؟

اُتر:- نہ ٺاهڻ ۾ ڪهڙو پريوجن اٿس؟

پرشن:- نہ ٺاهي ها، تہ آنند ۾ ٻڌو رهي ها ۽ نہ جيون کي سک دک پراپت نہ ٿئي ها۔

اُتر:- هي آرسي ۽ نياڳن ماڻهن جون ڳالهيون آهن، ۽ نہ پرشارٿي ماڻهن جون۔ پهريان جيون کي پرلئہ ۾ ڪهڙو دک يا سک آهي؟ سنسار جي سک دک جي ڀيٽ ڪبي، تہ سک ڪيترو گهڻو وڌيڪ ٿيندو! ڪيترا پوتر آتما جيو، مڪتيءَ جا ساڌن ڪري موکش جو آنند بہ وٺن ٿا۔ پرلئہ ۾ نڪما (آرسي) جيو ائين رهندا آهن، جنهن کي گهريءَ ننڊ ۾ پيل هجي۔ (جي ايشور سنسار نہ ٺاهي ها) تہ جي پاپ يا پُن پرلئہ کان اڳين سرشٽيءَ ۾ جيون ڪيا هئا، تنهن جو ڦل ڪيئن ايشور [سرشٽيءَ رچنا بنا] ڪيئن ڏيئي سگهي ها ۽ جيو ڪيئن [اُهو ڦل] ڀوڳي سگهن ها؟ جي اوهان کان ڪو پڇي تہ اکين جي هجڻ ۾ ڪهڙو پريوجن آهي؟ تہ اوهين چوندا تہ ڏسڻ جو۔ ساڳيءَ ريت ايشور ۾ بہ جڳت جي رچڻ جو وگيان، بل ۽ ڪريا [سڀاوڪ] رهن ٿا، ۽ اُنهن جو پريوجن جڳت جي اُتپتيءَ کانسواءِ ٻيو ڪو بہ

ڪرڻهي. [بس] ان ڪانسواءِ ٻيو اوهين ڪجهه به چئي نه سگهندا. ٻيو ته پرماتما جو نياءُ، سڀاءُ ۽ ديا آدي گڻ به تڏهن ئي سارٿڪ [بامعني=ڪارگر] ٿي سگهندا، جڏهن جڳت ٺاهي. سندس اننت سامرٿ به جڳت جي اُتپتيءَ، اسٿتيءَ، پرلي ۽ پرٻنڌ ڪرڻ ڪري ئي سڦلو آهي. جهڙيءَ رت اکين جو سڀاوڪ گڻ ڏسڻ آهي، تهڙيءَ طرح پرميشور جو سڀاوڪ گڻ جڳت جي اُتپتي ڪري، سڀني جيون کي انيڪ پدارٿ دان ڪري پر اُپڪار ڪرڻ آهي.

**ٻهريائين اتپن ڇا ٿيو؟ ٻج يا وڻ؟** پرشن:- ٻج ٻهريائين اُتپن ٿيو يا وڻ؟

اُتر:- ٻج. ڇاڪاڻ ته ٻج، هيتو، ندان، نمت ۽ ڪارڻ (وجهه يا بنياد، سبب، باعث يا ساڌن ۽ علت) وغيره ساڳئي ارٿ وارا شبد آهن. ڪارڻ جو نالو ٻج هئڻ ڪري (سدا) ڪاريه کان اڳ ۾ ٿيندو آهي.

**"سروشڪتيمان" شبد جو سچو ارٿ:-** پرشن:- جي پرميشور سروشڪتيمان آهي، ته هو ڪارڻ ۽ جيو کي به اُتپن ڪري سگهيتو. جي نٿو ڪري سگهي ته سروشڪتيمان به نٿو رهي سگهي.

اُتر:- سروشڪتيمان شبد جو ارٿ * اڳي لکي آيا آهيون. پر ڇا سروشڪتيمان ان کي ٿو چئجي، جو اسنڀو ڳالهه به ڪري سگهي؟ جي ڪارڻ ڪانسواءِ ڪاريه کي بڻائڻ جهڙا نه ٿيڻ جوڳا ڪم [پرماتما] ڪري ٿو سگهي، ته بنا ڪارڻ جي ٻيو ايشور ناهي سگهي ٿو يا نه؟ پاڻ مري سگهي ٿو يا نه؟ جڙ، دکي، انياءِ ڪاري، اپوتر ۽ ڪڪرمي آدي به ٿي سگهيتو يا نه؟ سڀاوڪ [پيدائشي يا قدرتي] گڻ، ارٿات اگنيءَ جي گرميءَ، جل جي سيتلتا ۽ پرٿوي آديءَ جي جڙتا کي اُبتڙ گڻن ۾ ايشور به نٿو بدلائي سگهي. ايشور جا نيم سچا ۽ پورا آهن، ان ڪري بدلجي نٿا سگهن. انهيڪري سروشڪتيمان جو اهترو ئي ارٿ آهي، ته پرماتما بنا ڪنهنجي به سهائتا جي پنهنجا ڪم پاڻ پورا ڪري ٿو سگهي.

**ايشور نراڪار آهي:-** پرشن:- ايشور ساڪار آهي يا نراڪار آهي؟ جي نراڪار آهي ته هٿن آدي ساڌنن بنا جڳت کي ٺاهي ڪين سگهندو ۽ جي ساڪار آهي، ته به ڪو به دوش نٿو اچي.

اُتر- ايشور نراڪار آهي. جا وستو ساڪار ارٿات سرير واري آهي، سا ايشور ٿي نٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته جو محدود ارٿات ٿوريءَ شڪتيءَ وارو، ديش، ڪال وستن (پدارٿن) ۾ پرڇن (نشچت حد وارو) آهي ۽ بک، اُڃ، ڇيد ڀاڃ، ٿڌاڻ، ڪوساڻ، لب، سور آدي ڀوڳيندڙ آهي، تنهن ۾ جيو جا گڻ ٿا سمائن، پرميشور جا ٻيهه نه. جئن اوهين ۽ اسين ساڪار ارٿات سرير وارا هئڻ ڪري △ ترس رينو، اڻو، پرماڻو ۽ —

* ڏسو سمالاس ستون.

△ پرڪرتيءَ، ارٿات سرشٽيءَ جي اُلي سوڪشم سمالن ٻج جي سوکشم ڀاڱي کي پرماڻو ٿا چون. سٺ پرماڻو = هڪ اُڻو. ٻه اُڻوءَ = هڪ دوئڻڪ. ٽي دوئڻڪ = ترس رينو.

پرڪرتيءَ کي ڪڍهن به پنهنجي وس ۾ آڻي نٿا سگهن، تنهن پرميشور به استول ديهه ڌاري هجي ۽ هو انهن سوکشم پدارٿن سان استول جڳت کي بڻائي نه سگهي. پرميشور پڌلڪ (مادي مان ٺهيل) اندرين جي گرهڻ ۾ نه ٿو اچي، هٿن، پيرن آدي انگ نه هوندي به، پنهنجي اننت بل پراڪرم ۽ شڪتيءَ سان اهي سمورا ڪرم ڪري ٿو، جي جيو ۽ پرڪرتيءَ کان ڪڏهن به ٿي نٿا سگهن. پرميشور پرڪرتيءَ کان به سوکشم ۽ انهن ۾ وياپڪ هئڻ ڪري ڪين پڪڙي جڳت آڪار ڪري ٿو ڇڏي.

**سنسار جو نمت ڪارڻ:- پرشن:-** منش آدي جا ماتا پتا ساڪار هئڻ ڪري سندن سنتان به ساڪار ٿي ٿئي؛ جي هو نراڪار هجن ها ته سندن پٽ به نراڪار ٿين ها. ساڳيءَ ريت جي پرميشور نراڪار هجي ها، ته سندس بڻايل جڳت به نراڪار ٿيڻ گهرجي.

**اتر:-** اوهانجو اهو پرشن ٻاراڻو آهي. اسين اڳ ۾ ئي چئي چڪا آهيون ته پرميشور جڳت جو نمت ڪارڻ آهي ۽ نه اپادان ڪارڻ ۽ پرڪرتي ۽ پرماڻو جڳت جو اپادان ڪارڻ آهن (ڇو ته) اهي استول ٿيندا آهن. (اهي) سرو ٿا (بلڪل ئي) نراڪار نه آهن. پر پرميشور کان استول ۽ ٻين ڪارڻ (هن ٺهيل جڳت) کان سوکشم آڪار وارا آهن.

**نيستيءَ مان هستي:- پرشن:-** ڪارڻ [ٻج] بنا پرميشور ڪارج جي اتپتي نٿو ڪري سگهي؟

**اتر:-** نه، ڇاڪاڻ ته جو اڀاءُ [نيست] ارٿات جو ورتمان [حاضر] ڪونهي، تنهنجو ڀاو ورتمان [هستي موجود] ٿيڻ بلڪل ناممڪن آهي. [هي ـ الٽ آهي، جئن] ڪو گهوڙا اڏائي چوي ته مون سنڌ جي پٽ ۽ ڏيءَ جو وهانو ڏٺو ۽ ڪين ماڻهن جي سڱن جو ٺهيل ڌنش ۽ آڪاش جي پشپن جون مالهائون پهريل هيون. هو رڃ جي پاڻيءَ ۾ سنان ڪندا ۽ گندرو شهر [راجا اندر جي آڪاڙي] ۾ رهندا هئا. اتي ڪڪرن بنا مينهن وسندو هو ۽ پرٿويءَ بنا سمورو اَن آدي اتپن ٿيندو هو. [جئن اهي ڳالهيون ناممڪن آهن،] تئن ڪارڻ بنا ڪارج جو ٿيڻ به اسنڀو آهي. جئن ڪنهنجو چوڻ آهي:-

"मम मात पितरौ न स्तोऽहमेवमेव जात: । मम मुखे जिह्वा नास्ति वदामि च"

ارٿات، منهنجا ماتا پتا هئا ئي ڪون، آءٌ ائين ئي اتپن ٿيو آهيان. منهنجي وات ۾ جيڀ ڪانهي پر ڳالهايان ٿو. ٻر ۾ نانگ هئو ئي ڪونه پر نڪري آيو. آءٌ ڪٿي به ڪونه هوس، هو به ڪٿي ڪونه هئا، پر اسين سڀئي ماڻهو آيا آهيون. اهڙيون اسنڀو ڳالهيون بي سرا راڳ رڳو پاڳل ماڻهن جا آهن.

## مول ڪارڻ جو ڪارڻ ڪونه ٿيندو آهي:-

**پرشن:-** جي ڪارڻ کانسواءِ ڪارج نٿو ٿئي، ته [پڌاڻو ته] ڪارڻ جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟

**اتر:-** جي ڪيول [نج] ڪارڻ روپ [ٻج] آهن، سي ڪنهن جا به ڪارج نٿا ٿين [يعني ڪنهن ٻيءَ وستوءَ مان نٿا ٺهن]. جو ڪنهنجو ڪارڻ ۽ ڪنهنجو ڪارج آهي، سو ٻيو ڪارڻ ٿو سڏجي، جهڙيءَ ريت پرٿوي، گهر وغيره جو ڪارڻ آهي، پر جل وغيره جو ڪارج آهي.

پوڄا وغيره ڪارڻ پرڪرتي آهي، سا انادي آهي. [سانکيه درشن ١-٦٧ ۾ چائيل آهي ته]-

मूले मूलाभावादमूलं मूलम् । सांख्य० १ । ६७ ॥

مول جو مول [بنياد جو بنياد] ارٿات ڪارڻ جو ڪارڻ ٿيئي ڪونه. ان ڪري اڪارڻ [بنا ٻج جي اُپن ٿيل مول ٻج ٿي] سڀني وڪرل پدارٿن جو ڪارڻ ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته ڪنهن به ڪاريه [رچنا] جي آرنڀ سمي کان اڳي ٽيئي ڪارڻ اوس [موجود] رهندا آهن. جهڙيءَ ريت ڪپڙن ٺاهڻ کان اڳ ۾ ڪوريءَ، ڪپهه ۽ سٽ جي نڙي جي موجود هئڻ ڪري ڪپڙو ٺهي، ساڳيءَ ريت جڳت جي اُتپتيءَ کان اڳي پرميشور، پرڪرتي، ڪال، آڪاش خواهه انادي جيون جي هئڻ ڪري هن سنسار جي اُتپتي ٿي ٿئي. جي انهن مان [ڪو به] هڪڙو نه هجي ته به جڳت نه هجي.

अत्र नास्तिका आहुः :- शून्यं तत्त्वं भावो विनश्यति वस्तुधर्मत्वाद्विनाशस्य ॥ १ ॥ सां० १ । ४४ ॥
अभावाद्भावोत्पत्तिर्नानुपमृद्य प्रादुर्भावात् ॥ २ ॥ ईश्वरः कारणं पुरुषकर्माफल्यदर्शनात् ॥ ३ ॥
अनिमित्ततो भावोत्पत्तिः कण्टकतैक्ष्ण्यादिदर्शनात् ॥ ४ ॥ सर्वमनित्यमुत्पत्तिविनाशधर्मकत्वात् ॥ ५ ॥
सर्वं नित्यं पञ्चभूतनित्यत्वात् । ६ ॥ सर्वं पृथग् भावलक्षणपृथक्त्वात् ॥ ७ ॥
सर्वमभावो भावेष्वितरेतराभावसिद्धेः ॥ ८ ॥ न्याय० अ० ४ । आ० १ ॥

**شونيه وادين جو ڪٿن:- پرشن-** اُتي ناستڪ ٿا چون ته شونيه [سڃ] ئي هڪ پدارٿ آهي. سرشٽيءَ کان اڳي سڃ هئي ۽ انت ۾ به سڃ ٿيندي، ڇاڪاڻ ته جو هستي ارٿات موجود پدارٿ آهي، سو نيست ئي شونيه ٿي پوندو.

اُتر- شونيه ته آڪاش، ڏسڻ ۾ نه ايندڙ پدارٿ، اوڪاش [پولار] ۽ بنديءَ کي به چوندا آهن. شونيه آهي جڙ پدارٿ. هن شونيه ۾ سڀ پدارٿ لڪل [اندرين سان نه پاسي سگهڻ جهڙيءَ] اوستا ۾ رهندا آهن. جهڙيءَ ريت ريکا گڻت [جاميٽريءَ جي سڌانت انوسار] بنديءَ مان ريکا [ليڪ] ۽ ليڪ مان گول [آدي] شڪليون ٺهن ٿيون، ساڳيءَ ريت شونيه ارٿات پرمائن مڃهان [ڌرتي، جبل، پهاڙ، آدي ايشور جي رچنا سان ٿا ٺهن. انڪانسواءِ سڃ کي ڄاڻڻ وارو سڃ [جيڪهن هستي نه هجي] ٿي نٿو سگهي. * [نوٽ:- اها شنڪا سانکيه درشن ١-٤٤ جي آڌار تي آهي.]

**نيستيءَ مان هستي پيدا ٿيڻ وارن جو ڪٿن- پرشن-** ٻيو ناستڪ [ٿو چوي ته] ابڀاو ارٿات نيستيءَ مڃهان ئي ڀاو ارٿات هستي اُتپن ٿي ٿئي. ٻج جي ناس ٿيڻ کانسواءِ سلو نٿو اُپجي. ٻج جي ٻج کي پٽي ڏسو ته ان ۾ سلو موجود ڪونه هوندو. جڏهن ٻج ۾ اڳ ۾ ئي سلو نٿو ڏسجي، ته چئبو ته نيستيءَ مان هستي ٿي. [ڏسو نياءِ درشن ٤-١-١٤].

* شونيه وادي چون ٿا ته ڪجهه آهيئي ڪونه. سڀ سڃ ئي آهي. اٿي پرشن [سوال] ٿو ٿئي ته اها ڳالهه ته سڀ سڃ آهي، سا ڪير ٿو ڄاڻي؟ جيڪو ڄاڻي ٿو سو ته ڄاڻڻ اوس هوندو، اهو ته سڃ آهي، جڏهن ڄاڻڻ وارو، ڄاڻي جيو ڄاڻي برهم آهي ته پوءِ شونيه واد جو ڀاڱيهي کنڊن ٿي ويو.

٥٤٩



اُتر :- جو [ ٻج مان ڦٽي ٿو نڪري اهڙيءَ ريت ] اوستا ٿو ڦيرائي ۽ سو اڳ ئي ٻج ۾ موجود هو. جي نه هجي ها ته ٻج ڪڏهن به نه اُپري سگهي ها . [ڏسو نياءِ درشن ٤-١-١٥]

**ڪرم ڦل ۽ نياءِ پرشن:-** ٽيون ناستڪ چوي ٿو، ته ڪرمن جو ڦل پرش جي ڪرمن ڪرڻ ڪري نٿو ملي، ڪنهن وقت ڪرم نشڦل پيا ڏسجن. انڪري انومان ۾ چيو وڃي ٿو ته ڪرمن جو ڦل ملڻ ايشور ( اڇا ) جي آڌين آهي. جنهن ڪرم جو ڦل ايشور ڏيڻ چاهي ٿو، ته ڏئي ٿو ڇڏي، جنهن ڪرم جو ڦل نٿو ڏيڻ گهري، ته نٿو ڏئي، انهيڪري ڪرم ڦل ايشور آڌين آهي. ( ڏسو نياءِ درشن ٤-١-١٩ ) .

اُتر- جي ڪرم جو ڦل ايشور اڌين آهي، ته ڪرم ڪرڻ بنا ايشور ڇو نٿو ڦل ڏئي؟ ان مان سڌ آهي ته منش جهڙا ڪرم ڪري ٿو، پرماتما تهڙو ئي ڦل ڏئي ٿو. انهيڪري ايشور پنهنجو پاڻ پرش کي ڪرم جو ڦل نٿو ڏئي سگهي، بلڪ جيو جهڙو ڪرم ڪري ٿو، تهڙو ئي ايشور ڦل ڏئي ٿو. ( ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢١ ) .

**ڪارڻ بنا پدارٿن جي اُتپتي :- پرشن-** چوٿون ناستڪ چوي ٿو، بنا ڪارڻ (نمت) جي اُتپتي ٿي ٿئي، جيئن ٻير آدي وڻن جون ( ڪانڊن ته لسيون ٻر ) ڪنڊا لڪا نوڪدار ٿا ڏسڻ ۾ اچن. ان مان پڌرو آهي، ته جڏهن جڏهن سرشٽيءَ جو آرنڀ ٿو ٿئي، تڏهن تڏهن شرير آدي پدارٿ ڪارڻ ( نمت) کان سواءِ ٿيندا آهن. (ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢٤ ) .

اُتر- جنهن مان پدارٿ اُپجي ٿو، سوئي سندس ڪارڻ (نمت) آهي. (پڇاڙو ته) ڪانڊارن وڻن کان سواءِ ( ٻين وڻن ۾ ) ڇو نه ٿا ڪنڊا پيدا ٿين ؟ (ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢٢ ) .

**سڀني شين کي انتيه مڃيندڙن جو کنڊن :- پرشن-** پنجون ناستڪ ٿو آکي، ته سڀ پدارٿ اُپجڻ ٿيندڙ ۽ ناسوان هئڻ ڪري سمورا پدارٿ انتيه ( فاني) آهن . ( ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢٥ ) .

श्लोकार्धेन प्रवक्ष्यामि यदुक्तं ग्रन्थकोटिभि: । ब्रह्म सत्यं जगन्मिथ्या जीवो ब्रह्मैव नापर: ॥

هيءَ ڪهڙي گرنٿ جو شلوڪ آهي. نوين ويدانتي (همه اوست کي مڃيندڙ•) پنهنجي مت جي درجي وارا آهن، چاڪاڻ ته هو انهن ٿا چون، ته ڪروڙين گرنٿن جو اهو سڌانت آهي ته ” برهم ستيه ، جڳت مٿيا ۽ جيو برهم کان الڳ ڪونهي “ .

اُتر:- جيڪڏهن سڀني جي انتيتا ( فنا ) نتيه ( سدا ڪان ) آهي، ته سڀ ڪجهه ◦ انتيه (فاني) ٿي نٿو سگهي. وستار لاءِ (ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢٦ ) .

پرشن:- سڀ جي انتيتا به انتيه آهي، جهڙيءَ ريت اگني ڪاٺين کي نشٽ ڪري پاڻ به نشٽ ٿيو ٿي وڃي . ( ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢٧ )

اُتر:- جا وستو هن سمي پنهنجي نج روپ ۾ ملي ٿي سگهي، انهيءَ جي نيستي مڃڻ ۽

---

• همه اوست = سڀ اهو آهي اڀنات برهم ئي ٻيو ڪو پدارٿ آهي ئي ڪونه.

◦ انتيه . اڀنات جي فاني ٿيڻ نتيه (سدا قائم) آهي، ته انهن چوڻ ته سڀ ڪجهه فاني آهي غلط ثابت ٿيندو.

پرم سوکشم ڪارڻ (پرڪرتيءَ) کي انت چوڻ ڪڏهن به ٺيڪ ٿي نٿو سگهي. جي ويدانتي ماڻهو پرهم مڃيهان جڳت جي اُتپتي ٿا مڃين (لنگي وچار ڪري ٿي) ته پرهم ستيه (غير فاني) هئڻ ڪري سندس ڪاريه (پيدا ٿيل جڳت) ڪڏهن به استيه (فاني) ٿي نٿو سگهي.
(ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢٨)

(سرشٽيءَ کي) سپني جهان ۽ نوڙيءَ ۾ نانگ (جي پرم) جهان ڪلپت (وهمي) چوڻ به ٺهي نٿو، ڇاڪاڻ ته ڪلپنا (وهم) ڪرڻ هڪ گڻ آهي، ۽ گڻ مان درويه (پدارٿ) نٿو ٺهي ۽ ورري گڻ پدارٿ کان الڳ رهي نٿو سگهي. جي ڪلپنا جو ڪندڙ نت آهي، ته سندس ڪلپنا به نت هئڻ گهرجي. نه ته اُن (ڪلپنا ڪندڙ) کي به انت مڃجي. سپنو اڻ ڏٺل ۽ اڻ ٻڌل ڳالهه جو ڪڏهن به نٿو اچي. جي جاڳرت اوسٿا هلندڙ سمي ۾ ستيه پدارٿ آهن، انهي ساکشات لاڳاپي مان پرتيکش آدي گيان ٿيڻ ٿا، جو سنسڪار اوسٿا سندن واسنا روپ گيان آتما ۾ استر ٿو ٿئي، [منشيه]، سپني ۾ اُن کي ئي پرتيکش [ظاهري طرح] ڏسي ٿو. جئن سشپتيءَ (گهري ننڊ) ۾ ٻاهرين پدارٿن جي گيان نه هوندي به ٻاهريان پدارٿ موجود ٿا رهن، تئن پرليه ۾ به ڪارڻ درويه [ٻج] موجود رهندو آهي. جي سنسڪار ڪانسواءِ سپنو اچي ها، ته جنم جي انڌي کي به روپ جو سپنو اچڻ گهرجي. انهيڪري اُتي [سپني ۾] رڳو سندن گيان ٿو رهي ۽ ٻاهر سڀ پدارٿ موجود ٿا رهن.

پرشن:- جئن جاڳرت جا پدارٿ سپني ۾ ۽ ٻنهي [جاڳرت ۽ سپني] جا سشپتيءَ ۾ انت [ناس] ٿي ٿا وڃن، تئن جاڳرت جي پدارٿن کي به سپني سمان مڃڻ گهرجي.

اُتر- ائين ڪڏهن به مڃي نه سگهبو، ڇاڪاڻ ته سپني ۽ سشپتيءَ ۾ ٻاهرين پدارٿن جو رڳو اگيان ٿو رهي ۽ نه اڀاو [نيستي] جئن ڪيترا پدارٿ پٺئين پاسي وارا ڏسڻ ۾ نٿا اچن، پر سندن اڀاو نٿو ٿئي، سپني ۽ سشپتيءَ جي ڳالهه به ساڳئي نموني جي آهي. انهن ڪري جئن اڳي چيو اٿئون ته پرهم، جيو ۽ جڳت جو ڪارڻ [پرڪرتي] اناديءِ ۽ نت آهن، سوئي ستيه آهي.

**ڪاريه کي انادي مڃيندڙ:-** پرشن:- ڇهون ناستڪ چوي ٿو ته پنجن تتون [عناصرن] جي نت هئڻ ڪري سارو جڳت نت آهي [ڏسو نياءِ درشن ٤-١-٢٩]

**اُتر:-** هيءَ ڳالهه ٺيڪ ڪانهي، ڇاڪاڻ ته جن پدارٿن جي اُتپتي ۽ وناش جو ڪارڻ ڏسڻ ۾ ٿو اچي، سي سڀ نت ڪيئن ٿي سگهندا! اسين سموري استول جڳت ۽ شرير، گهڙا، ڪپڙا آدي پدارٿن کي اُپجن ۽ ناس ٿيندا ڏسون ٿا، انهيڪري ڪاريه [ملول] کي نت [سدا قائم] مڃي نٿا سگهون. [نياءِ درشن ٤-١-٣٠]

**هرڪنهن پدارٿ کي جدا جدا سمجهڻ وارو:-** پرشن:- ستون ناستڪ چوي ٿو ته سڀ [پدارٿ] الڳ الڳ آهن، ڪو به هڪ* پدارٿ ڪونهي. جنهن جنهن پدارٿ کي اسين ڏسون ٿا، تنهن ۾ ٻيو ڪو به پدارٿ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. [نياءِ درشن ٤-١-٣٤]

* اوسٿا سنسار جي وستن ۾ ڪا به اهڙي هڪجهڙائي ڪانه ٿي ڏسڻ ۾ اچي، جنهن مان ثابت ٿئي، ته هو ساڳيءَ جاتيءَ جا آهن.

اُتر:- [ شرير جي ] اکين ۽ انکن وارو [ ٻاڳن ۽ سڄو * ] هلندڙ سمر، آڪاش، پرماتما ۽ جاتي [جنس] جدا جدا پدارٿن جي مجموعي ۽ هڪ [سانيجاتي] آهن ۽ انهن کان الڳ ڪوبه پدارٿ رهي نٿو سگهي. ان ڪري سمورا پدارٿ [ سچ پچ ] الڳ الڳ ڪمهن، پر سروپ [ پنهنجيءَ ذات ] ڪري جدا جدا آهن. وري جدا جدا [ نمونن جي ] پدارٿن ۾ هڪڙو پدارٿ به آهي، [ نياءِ درشن ۴-۱-۳۵ ۽ ۳۶ ]

اڻ هوند مڃيندڙ:- پرشن:- اوهان ناستڪ ٿو چوي، تہ سيني پدارٿن ۾ الرپتر اڀاو [ هڪ ۾ ٻئي جي نہ ] هجڻ ڪري سڀ اڀاو روپ [ نيست ] آهن؛ جهڙيءَ طرح [ارٿات] ڪتو گهوڙو نہ آهي ۽ گهوڙو ڪتو نہ آهي. अनश्वो गौः अगौरश्वः انڪري سيني کي اڀاو روپ [ معدوم=ناموجود ] مڃڻ گهرجي. [ نياءِ درشن ۴-۱-۳۷ ]

اُتر:- سيني پدارٿن ۾ الرپتر اڀاو [هڪ ۾ ٻئي جو نہ هجڻ سڌ] ٿي سگهي ٿو، پر [ارٿات] ڪتي ۾ ڪتو ۽ گهوڙي ۾ گهوڙي جو ڀاو ٿي آهي गवि गौरश्वेऽश्वोभावरूपो वर्तत एव اڀاو ڪڏهن ٿي نٿو سگهي. جي پدارٿن جو ڀاو [ هستي] نہ هجي، تہ الرپتر اڀاو ڪنهن ۾ چئي سگهبو؟ [ نياءِ درشن ۴-۱-۳۸ ]

سڀاءَ ( فطرت ) مان سنسار جي پيدائش ( اتپتي ) مڃيندڙ

پرشن:- ناڻون ناستڪ ٿو چوي، تہ جڳت جي اُتپتي سڀاءَ ( فطرت ) مڃهان ٿي ٿئي. جهڙيءَ ريت پاڻيءَ ۾ ان ملي ڪني ٿيڻ ڪري جهو اُڀن ٿا ٿين، ٻج پرٿويءَ ۽ پاڻيءَ جي گڏجڻ ڪري گاهہ، وڻ ٽڻ ۽ پٿر آدي اُڀن ٿا ٿين؛ ۽ سمنڊ ۽ هوا جي سنجوڳ سان لهرون ۽ لهرن مان سمنڊ ڦيڻ ٿي پيدا ٿئي؛ هٺ، چن ۽ ليمي جي رس گڏڻ سان ڪنگو ٿو ٿئي؛ تهڙيءَ ريت سمورو جڳت لتون [ عناصرن ] جي سڀاوڪ گڻن مان ٺهيو آهي، سندس ٺاهڻ وارو ڪو ڪونهي.

اُتر:- جي سڀاءَ مڃهان جڳت اُڀن ٿيو هجي ها، تہ سندس وناش ڪڏهن نہ ٿئي ها، پر جي وناش بہ سڀاءَ ڪري مڃيندا، تہ اُتپتي نہ ٿيندي. پر جي پدارٿن ۾ ٻئي گڻ سائيتي هند گڏو گڏ رهندڙ [سنسار جي] اُتپتي ۽ وناش نمت (علت فاعليءَ) جي هئڻ ڪري مڃيندا، تہ پيدا ٿيندڙ ۽ ناس ٿيندڙ پدارٿن کان، نمت (فاعل= ٺاهيندڙ ) جي هستي الڳ مڃڻي پوندي. جي (سنسار جي) اُتپتي ۽ وناش سڀاو ڪري ٿيندڙ هجي ها، تہ اُتپتي ۽ وناش خاص (سانيءَ) مهل ٿيڻ ناممڪن ٿين ها. ( ڀلا ) جي (جڳت) سڀاءَ سان اُڀن ٿيندڙ آهي، تہ هن ڀوگول جي ٻرسان ٻيا ڀوگول ( ڌرتيون ) چنڊ ۽ سورج آدي ڇو نہ ٿا اُڀن ٿين؟ وري جنهن جنهن وستوءَ جي ميلاپ سان جهڪي جيڪي اُڀن ٿو ٿئي؛ سو سمورو ( ارٿات ) گاهہ، وڻ ٽڻ ۽ جهو آدي پرميشور جي ٺاهل ٻجن، اُن ۽ جل آديءَ جي ميلاپ سان ٿي پيدا ٿا ٿين، ۽ انهن کانسواءِ

* جڏهن اسين شرير جي انکن جو وچار ڪريون ٿا تہ هڪدم شرير جو وچار ٿو اچي، جڏهن ٻاڳن جو نالو ٿا وٺون، تہ سڄي شرير جو وچار ٿو اچي. ارٿات جن کي اسين جدا جدا پدارٿ ٿا سمجهون، ٿن ۾ سچ پچ تہ لاڳاپو آهي.

هٿڻ، جن ۾ انهيءَ جو رس ڪنهنجي گڏائڻ سان ئي گڏجن ٿا. ڏورانهن ملڪن کان ڪي اچي پاڻيهي نٿا ملن. تنهن ۾ ته جڏهن ملائڻ گهرجي، تڏهن ملائڻ سان ئي ڪنگو ٿيندو، ۽ نه گهٽ وڌ يا بي قاعدگي ڪرڻ سان. ساڳيءَ ريت، جيسين پرميشور، پرڪرتيءَ ۽ پرمائن کي گيان، بُدي ۽ شڪتيءَ موجب پاڻ ۾ نه گڏائيندو، تيسين جڙ پدارٿ پاڻ مرادو جڏهن نه ڪار نه سڌيءَ لاءِ ڪو به پدارٿن سمان ٿي ڪو نه سگهندا. تنهڪري (ثابت ٿيو ته) سڀاءَ وغيره مان سرشٽي نٿي ٿئي، مگر پرميشور جي رچڻ ڪري ئي بڻجي ٿي.

**سنسار کي انادي ۽ نتيه مڃڻ:-** پرشن:- هن جڳت جو نڪو ٺاهيندڙ هو، نه آهي ۽ نه ٿيندو. هيءَ نه انادي ڪال کان وٺي، جيئن جو تيئن (ٺهيو ٺڪيو) هليو ٿو اچي. نه ڪڏهن اُنجي اُتپتي ٿي آهي ۽ نه ڪڏهن اُنجو ناس ٿيندو.

**اُتر-** بنا ڪرتا (فاعل) جي ڪابه ڪريا (فعل) اِلوا ڪريا جنيه (فعل مان پيدا ٿيل پدارٿ) ٿي نٿو سگهي. جن پرٿوي آدي پدارٿن ۾ خاص ميلاپ ڪري رچنا ٿي ڏسجي، سي انادي ڪڏهن به ٿي نٿا سگهن؛ جو سنجوڳ سان ٺهيل آهي، تنهنجي (هستي) سنجوڳ کان اڳي نه هئي ۽ ويوڳ کانپوءِ به نه رهندي. جي اها ڳالهه نٿا مڃين، سي سخت کان سخت پٿر، هيرو ۽ رڪ آدي ٽڪي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڳاري يا ساڙي ڏسن ته (برابر) انهن ۾ جدا جدا پرمائو مليل آهن يا نه؟ جي مليل آهن، ته اهي سمو پائي الڳ الڳ به اوس ٿيندا.

**يوگيءَ کي ايشور ڪري مڃيندڙ:-** پرشن:- (ڏهون ناستڪ ٿو چوي، ته) انادي ايشور ڪو ڪونهي؛ جو يوگ ابياس ڪري اُٺما * وغيره ايشور ته (شڪتيون) پراپت ڪري چاڻي چاڻهار وغيره گڻن وارو ڪيول گياني ٿو ٿئي، سوئي جيو پرماتما ٿو سڏجي.

**اُتر-** جي انادي ايشور جڳت جو ٺاهيندڙ نه هجي ها، ته ساڌنن سان تپ ڪرڻ وارن (وسيلن سان ڪماليت کي پهچندڙ) جيون جو آڌار ۽ جيون کي استر رکڻ وارو جڳت، شرير ۽ اندرين جا گولڪ ڪيئن ٺهن ها. انهن بنا ته جيو ڪو به ساڌن ڪري ئي نٿو سگهي! جي ساڌن $

---

* يوگ جا اٺ انگ آهن ۽ اُنهنکي سڌ ڪرڻ ڪري جي اَٺ سڌيون (جلال) پراپت ٿيون ٿين، تنمان هڪڙي آهي اُٺما. اُنموجب يوگي پاڻکي تمام سوڪشم يا هلڪو بڻائي ٿو سگهي. اُنجي اُبتڙ آهي مهما، ارٿات پاڻکي وڏيڪ اسٿول يا وزندار بڻائڻ. ١٩٣٥ع جي وچ ڌاري ڪراچي وغيره سنڌ جي شهرن ۾ يوگ ابياس جا اهي چمتڪار هڪڙي يوگيءَ ڏيکاريا هئا. اُٺما جي بيي معنيٰ سوڪشم گيان يا تيکشڻ بُدي به آهي. رشي دياننِد مهراج هڪ پيري وياکيان ڪندي چيو هو، ته اُٺما جي ڪري يوگيءَ جي آتما سوڪشم کان سوڪشم پدارٿ کان به وڌيڪ سوڪشم بڻجي، اُن سوڪشم پدارٿ کي ماپيندڙ ٿي بڻجي.
(ڏسو ستيه ڌرم پرچارڪ پريس جالندر ۾ ڇپيل اُپديش منجريءَ جو صفحو ١١٤).

$ اندرين جا گولڪ آدي ساڌن (سڌيءَ جا وسيلا) اڳ آهن. تڏهن ئي جيو سڌيءَ کي پراپت ڪرڻ جو ساڌن (يتن) اِلوا يوگ ابياس ڪري سگهي ٿو. اِلوا جيو تڏهن سڌ بڻبو، جڏهن ايشور جا ٺاهيل ساڌن ڪم ۾ آڻيندو. انهيءَ ڪري سڌ پرش کان ايشور اڳ ۽ نيارو آهي.
(تاراچند گاجرا)

اندرين جا گولڪ وغيره ) نه هجن، نه سدائي (ڪماليت) کٽان ايندي؟ وري جيڪو ساڌن ڪري ڪٿي ڪمائڻو به سڌ (ڪامل) ٿئجي، نه به ايشور جي، جا پنهنجي سڀاوڪ انادي سدائي آهي، جنهن ۾ ئي اَنت سڌيون آهن، تنهنجي برابر ڪو به جيو ٿي نٿو سگهي. ڪٿي جيو جو وڏي ۾ وڏي حد (درجي) تائين گيان وڌي، نه به هو محدود ( الپ واري) گيان ۽ سامرٿ وارو ٿي ٿيندو، اَنت گيان ۽ اَنت سامرٿ وارو ڪڏهن به ٿي ڪين سگهندو. ڏسو! اڄ تائين ڪو به يوگي ايشور جي ٺاهيل سرشٽيءَ نيم کي بدلائيندڙ نه (پئدا) ٿيو آهي ۽ نه ٿيندو. ڪو به يوگي انادي سڌ پرميشور جي اک سان ڏسڻ ۽ ڪن سان ٻڌڻ واري اٽل نيم کي بدلائي نٿو سگهي، (ارٿات) جيئن ڪڏهن به ايشور ٿئجي نٿو سگهي.

**هر ڪلپ ۾ جڳت هڪ جهڙو ٿو ٿئي**:- پرشن - ڪلپ * ڪلپانتر ۾ پرميشور ڀئين ڀئين نموني جي سرشٽي رچيندڙ آهي يا هڪ جهڙي؟

اُتر - جهڙي هيئنر آهي، تهڙي اڳي هئي ۽ اڳتي به [اهڙي ئي] ٿيندي. پرماتما پيدا نٿو ڪري. [ڏسو]

सूर्याचन्द्रमसौ धाता यथा पूर्वमकल्पयत् । दिवं च पृथिवीं चान्तरिक्षमथो स्वः ॥ ऋ० १० । १९० । ३ ॥

هي رگويد جي ۱۰-۱۹۰-۳ جو وچن آهي.

جيئن گذريل ڪلپ ۾ سج، چنڊ، بجلي، ڌرتي، انترڪش آدي ( धाता ) پرميشور ٺاهيا هئا، تئين اُهي اُن هيئنر به بڻايا آهن ۽ ايندڙ به رچيندو. پرميشور جا ڪم ڀلن چڪن رهت هئڻ ڪري سدا هڪجهڙا ٿيندا ٿا رهن. ڀل چڪ اُنهيءَ ڪمن ۾ ٿيندي آهي، جي الپگيه آهن يا جنهجو گيان گهٽ وڌ ٿيندو ٿو رهي ۽ نه ايشور جي ڪم ۾.

**سرشٽي اُتپتي ۽ شاستر**:- پرشن :- سرشٽيءَ [ رچنا ] جي وشيه ۾ لسي ويد آدي

---

* چوڏهن منونترن جي گذريل وقت کي هڪ **ڪلپ** ٿو ڪوٺجي. هڪڙي منونتر ۾ اِڪهتر **چترڀگيون** ٿينديون آهن - چئن ڀگن جي گذريل وقت کي هڪ **چترڀگي** ٿو ڪوٺجي - ارٿات (۱) ست ڀگ جا سترهن لک اٺاويهه هزار ورهيه، (۲) ترتيا ڀگ جا ٻارهن لک ڇهانوي هزار ورهيه، (۳) دواپر ڀگ جا اَٺ لک چوهٺ هزار ورهيه ۽ (۵) ڪل ڀگ جا چار لک ٻٽيهه هزار ورهيه، سڀ ٿيا ڪل ٽيتاليهه لک ويهه هزار ورهيه = هڪ چترڀگي، چوڏهن منونترن کانسواءِ پندرهن سنڌيون ( هڪ منونتر کي ٻئي منونتر سان ڳنڍيندڙ وقت ) به ٿين ٿيون، جن مان هر هڪ جي عمر هڪ هڪ ست ڀگ جي برابر اَرٿات سترهن لک اٺاويهه هزار ورهيه ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح هڪڙي ڪلپ ۾ هزار چترڀگيون ٿين ٿيون - ارٿات چوڏهن منونترن جون (۱۴×۷۱) = ۹۹۴ چترڀگيون ۽ ۱۵ سنڌيون = ٦ چترڀگيون ملي ڪل پوريون هڪ هزار چترڀگيون ٿين ٿيون. هن حساب موجب هڪڙي ڪلپ ۾ چار عرب ٻٽيهه ڪروڙ ورهيه ٿا ٿين. ايانجي هن سرشٽيءَ جي ابتري عمر آهي. اُن مان اڄ تائين ۱،۶۷،۲۹،۴۹،۰۳٦ ورهيه (آريه يا سرشٽي سنبت انوسار ) گذري چڪا آهن! سرشٽيءَ جي عمر چار عرب ٻٽيهه ڪروڙ ورهيه آهي. پرلئه به ايتري وقت رهندي. اهو سلسلو هميشه هلندو ٿو رهي.

شاسترن ۾ اوروڌ [ اتفاق ] آهي يا وروڌ [ نفاق ] ؟
[ ارٿات سڀني شاسترن جو ساڳيو مت آهي يا جدا جدا ؟ ]

اتر – اوروڌ آهي.

پرشن – جي وروڌ آهي ته :-

तस्माद्वा ऐतस्मादात्मन आकाशः सम्भूतः आकाशाद्वायुः । वायोरग्निः । अग्नेरापः । अद्भ्यः पृथिवी । पृथिव्या औषधयः ओषधिभ्योऽन्नम् । अन्नाद्रेतः । रेतसः पुरुषः । स वा एष पुरुषोऽन्नरसमयः ॥
[ तैत्ति० ब्रह्मानन्द व० अनु० १ ]

هيءَ تتريه اپنشد جو وچن آهي [ ان انوسار ] اُن پرميشور ۽ پرڪرتيءَ مان آڪاش [ اهو تتو جنهن جو گڻ شبد آهي ] ۽ اوڪاش [ جاءِ يا پولار ]، ارٿات جو ڪارڻ روپ درويه هر هنڌ ڦهليل هو، انهيءَ کي ڪٺي ڪرڻ سان ڇٽڪ اُتپن ٿيا. حقيقت ۾ آڪاش اُتپن نٿو ٿئي، ڇاڪاڻ ته بنا آڪاش جي پرڪرتي ۽ پرماڻو رهندا ڪٿي؟ آڪاش کانپوءِ وايو، وايوءَ کانپوءِ اُگني، اگنيءَ کانپوءِ جل، جل کانپوءِ پرٿوي، پرٿويءَ مان اوشڌيون، اوشڌين مان اَن، اَن مان ويريه ۽ ويريه مان پرش ارٿات شرير اُتپن ٿا ٿين. هي آڪاش آدي ڪرم [ ترتيب ] سان، ڇانڊوگيه ۾ اگني آدي ۽ ائتريه ۾ جل آديءَ جي ترتيب سان سرشٽيءَ* جي پيدائش ڏيکاريل آهي. ويدن ۾ ڪٿي پرش، ڪٿي هرڻيه گرڀ آديءَ مان، ميمانسا ۾ ڪرم، ويشيشڪ ۾ ڪال، نياءِ ۾ پرماڻو، يوگ ۾ پرشارٿ، سانکيه ۾ پرڪرتي ۽ ويدانت ۾ برهم مان سرشٽيءَ جي اُتپتي مڃيل آهي. هاڻي ڪنهن کي سچو ۽ ڪنهن کي ڪوڙو مڃون؟

اتر – انهن ۾ سڀئي سچا آهن، ڪوڙو ڪو ڪونهي. ڪوڙو اهو آهي جو اُبتو ٿو سمجهي، ڇاڪاڻ ته پرميشور نمت [ ڪارڻ ] ۽ پرڪرتي جڳت جو اُپادان ڪارڻ آهي. جڏهن مها پرليه ○ ٿي ٿئي، ته اُن کانپوءِ آڪاش وغيره جي ترتيب سان [ بيءَ سرشٽيءَ جي رچنا ٿيندي آهي ]. جڏهن آڪاش ۽ وايوءَ جي پرليه نٿي ٿئي ۽ اگنيءَ آديءَ جي ٿئي ٿي، تڏهن اگني آدي ڪرم [ سلسلي + ترتيب ] سان، ۽ جڏهن بجلي يا اگنيءَ جو به ناس نٿو ٿئي، تڏهن جل جي ترتيب سان سرشٽيءَ جي اُتپتي ٿئي ٿي يعني جنهن جنهن پرليه ۾ جيستائين پرليه ٿيندي آهي، اُتان اُتان سرشٽيءَ جي اُتپتي اَرنڀ ٿيندي آهي. پرش ۽ هرڻيه گرڀ آدي [ جو اپنشد ] پهرين سملاس ۾ لکي آيا آهيون، اهي سڀ نالا پرماتما جا آهن. پر وروڌ اُنکي چئبو آهي، جو هڪ ڪم ۾ هڪڙي ئي وشيه تي جدا جدا ورڻن هجي، [ سو اوهانجي ڏنل دليلن موجب آهيئي ڪونه [ ڏسو ڇهن شاسترن ۾ ايڪتا هيئن آهي :- (الف) ميمانسا ۾ [ لکيل آهي ته ]

* ارٿات بنا ترتيب جي پکڙيل ڪارڻ روپ درويه (پرڪرتيءَ) کي ڪٺي ڪرڻ (ترتيب ۾ آڻڻ) ڪري آڪاش ۽ اوڪاش ظاهر ٿيا، ۽ پوءِ سرشٽي رچنا جو وڌيڪ وهنوار هلڻو.

○ پنجن ئي تتون جي پرليه ٿيڻ کانپوءِ وري جڏهن نئين سري سان سرشٽيءَ جي رچنا شروع ٿيندي آهي، تڏهن آڪاش کي ترتيب ڏني ويندي آهي. پوري [ مها ] پرليه نٿي ٿئي ۽ ٿوري ٿئي ته جنهن جنهن تت تائين پرليه ٿي آهي، اُتان ئي سرشٽي آرنڀ ٿيندي آهي.

”جڳت ۾ اهڙو ڪو به ڪارڻ نٿو ٿئي، جنهن جي ناهڻ ۾ ڪرم چيشٽا (حرڪت فعلي) نه ڪئي وڃي.“ [ب] وئشيشڪ ۾ (چيل آهي، ته) ”سمي لڳڻ کانسواءِ (ڪو به ڪارڻ) ٿي نٿو سگهي.“ [ڀ] نيائي [ٽوچوي ته] ”اپادان ڪارڻ نه هئڻ ڪري ڪجهه به ٿي نٿو سگهي.“ [پ] يوگ ۾ (چيل آهي ته) ” ودياءِ گيان ۽ ويچارن کانسواءِ ڪجهه به ٿي نٿو سگهي.“ [ف] سانڪيه ۾ (ورنن آهي ته) ”تتون جو ميلاپ نه ٿيندو، ته ڪي ڪين ٺهندو.“ [ڦ] ويدانت ۾ (چيل آهي، ته) ”جيسين ناهڻ وارو نه ناهيندو، تيسين ڪو به پدارٿ ٿي نه سگهندو.“ (مٿين ڳالهائڻ مان سڌ آهي ته) سرشٽيءَ ڇهن ڪارڻن منجهان ٿيندي آهي ۽ ڇهن شاسترن مان هر هڪ ۾ هڪڙي هڪڙي ڪارڻ جي وياکيا آهي. انڪري انهن شاسترن ۾ وروڌ ڪجهه ڪونهي. جئن ڪي ڇهه ماڻهو گڏجي هڪڙو ڇپر [ڪاٺي ڇت] ڪنڌي پٺ تي رکن، تئن سرشٽيءَ روپي ڪارڻ جي وياکيا ڇهن شاسترڪارن پاڻ ۾ گڏجي پوري ڪئي آهي. پنجن انڌن ۽ هڪ گهٽ ڏسندڙ ماڻهوءَ کي ڪنهن پرش هاٿيءَ جو هڪڙو هڪڙو انگ ڏيکاري پڇيو ته ٻڌايو ته هاٿي ڪهڙو ٿيندو آهي؟ ان مان هڪڙي ڇيو ڪلپ جهڙو، ٻئي ورائيو ڇڄ جهڙو، ٽئين مهري، چوٿين ٻهاريءَ، پنجين ٿنڀي ۽ ڇهين ڇيو، ته ڪارو ڪارو ڇتن ٿنڀن مٿان ڪجهه ڪجهه سان جي آڪار جهڙو [شڪل وارو] آهي. ساڳيءَ رِيت اڄوڪن اناڙش * نون گرنٿن جي پڙهڻ ڪري ۽ پراڪرت £ ڀاشا ڄاڻندڙ ماڻهن رشين جا نالهيل گرنٿ نه پڙهيا انڪري، ۽ نون ٿوريءَ سمجهه مان ٿهيل سنسڪرت ۽ ڀاشائن جا گرنٿ ماڻهن پڙهي، هڪ ٻئي جي نندا ڪرڻ لاءِ ڪمرڪشي ڪرڙو جهيڙو مچايو آهي. انهن جو ڪٿن ٻڌيمان ۽ ٻين جي مڃڻ جوڳو نه آهي، ڇاڪاڻ ته جي انڌن جي پٺيان انڌا هلندا ته دک ڇو نه پائيندا؟ تئن اڄ ڪلهه جي ٿوريءَ وديا وارن، سوارٿي ۽ اندري آرام وٺندڙ لوڪن جي ليلا سنسار کي ناس ڪرڻ واري آهي.

**ڪارڻ جو ڪارڻ ڪونهي:-** **پرشن:-** جي ڪارڻ کان سواءِ ڪاريه نٿو ٿئي ته ڪارڻ جو ڪارڻ ڇو ڪونهي؟

**اُتر:-** آڙي ڀوڙا ڀائرو! ڪجهه پنهنجي ٻڌي ڇو نٿا ڪم آڻيو؟ ڏسو! سنسار ۾ ٻه پدارٿ ٿيندا آهن. هڪڙو ڪارڻ [بج] ٻيو ڪاريه [ڦل]. جو ڪارڻ آهي، سو ڪاريه ڪونهي ۽ جنهن مهل [ڪو پدارٿ] ڪاريه آهي، تنهن سمي اهو ڪارڻ نه آهي. جيسين منش سرشٽيءَ [وديا] کي ٺيڪ ٺيڪ نٿو سمجهي، تيسين انکي پدارٿ [پورو پورو]

---

* جي پستڪ رشين منين جا ٺاهيل ڪينهن، تنکي اناڙش گرنٿ ٿا ڪوٺين.

£ سرنيت شورام آپٽي جي ڊڪشنريءَ انوسار پراڪرت ٻولي اها آهي، جا سنسڪرت مان نڪتل ۽ ڪنهن پرانت جي عام ٻولي هجي يا آنسان لاڳاپو رکندڙ هجي. ڀارت ۾ هندي آدي ٻولين جي پيدا ٿيڻ کان اڳي ۽ سنسڪرت ٻوليءَ جي رواج مان نڪرڻ کانپوءِ پراڪرت ٻوليون هلندڙ هيون. پر رشي دياننا هن جاءِ تي ڀراڻين پراڪرت اندرا ٻولين هندي آدي سڀني ٻولين کي گڏي تي پراڪرت ٿا ڪوٺين.

گيان نٿو ملي.

नित्यायाः सत्वरजस्तमसां साम्यावस्थायाः प्रकृतेरुत्पन्नानां परमसूक्ष्माणां पृथक् पृथग्वर्त्तमानानां तत्वपरमाणूनां प्रथमः संयोगारम्भः संयोगविशेषादवस्थान्तरस्य स्थूलाकारप्राप्तिः सृष्टिरुच्यते ।

(ارٿات) انادي ۽ نتيه سروپ (ابدي ۽ ازلي) ستو رجو ۽ تمو گڻن جي سامه اوستا روپي پرڪرتيءَ * مان پيدا ٿيل جي الڳ سوڪشم جدا جدا تتون جا ڀاڱا هوندا آهن، تن جي پهرين سنجوڳ کان شروع ٿي وشيش وشيش ميلاپ سان جدا جدا اوستائون بدلائيندي سوڪشم مان استول ٿيندي، ٿيندي وچتر وچتر روپ ٺهي پيا آهن. هن (پرڪار) ۽ ميلاپ ٿيڻ ڪري ٿي هيءَ جڳت "سرشٽي" ٿو سڏجي. ڇاڪاڻ ته جو پهرئين سنجوڳ ۾ ملندڙ ۽ ملائيندڙ پدارٿ آهي، جنهن ۾ سنجوڳ جي آد ۽ وڇوڙ جو انت آهي، ارٿات جو (وڌيڪ) ٽڪرا ٽڪرا ٿي نٿو سگهي، سو ڪارڻ (اُپادان ڪارڻ ٿو سڏجي)، ۽ جو سنجوڳ ڪانپوءِ ٿو ٿئي ۽ وڇوڙ کان پوءِ ساڳئي اوستا ۾ نٿو رهي، سو ڪاريه (معلول) ٿو سڏجي. جو ڇوري ٿو ته هن ڪارڻ جو ڪارڻ، ڪاريه جو ڪاريه. ڪرتا جو ڪرتا، ساڌن جو ساڌن، ساڌيه جو £ ساڌيه نه ٿيندو آهي، سو ڏسندي نه اندو، ٻڌندي نه ٻوڙو ۽ ڄاڻندي نه مورک آهي. ڇا اک جي ڏٺي جو ڏٺو ۽ سوره جو سوره نه ڪڏهن ٿي سگهي ٿو؟ جنهن پدارٿ مان ڪجهه اُپجي ٿئي، سو ڪارڻ، جو اُپجي ٿو ٿئي، سو ڪاريه ۽ جو ڪارڻ کي ڪاريه روپ ۾ آڻيندڙ آهي، سو ڪرتا (فاعل) ٿو سڏجي.

नासतो विद्यते भावो नाभावो विद्यते सतः । उभयोऽपि दृष्टोन्तस्त्वनयोस्तत्वदर्शिभिः ॥

भगवद्गीता [ अ० २ । १६ ]

[ڀڳوت گيتا ٢-١٦ ۾ چيل آهي، ته] نيستيءَ مان هستي ۽ هستيءَ مان نيستي ڪڏهن نه ٿي ٿئي. انهن ٻنهي [ڳالهين] جو نبيرو تتو درشي لوڪن [عناصرن جي ڪوڄنا ڪندڙن ارٿات] سائنسدان ماڻهن ڪري ڇڏيو آهي، ڀلا پڪشپاتي، هٺي، ملين آتما، اودوان لوڪ اها ڳالهه سهنجائيءَ سان ڪٿي سمجهي سگهندا؟ ڇاڪاڻ ته جو سدا پرم چار ۾ ڦاٿو رهي ٿو، سو ماڻهو ودوان ۽ ستسنگي هوندي نه پوريءَ ريت ويچار نٿو هلائي سگهي. ڏنيه آهن آهي پرش، جي سڀني ودياڻن جي سڌانتن کي ڄاڻن ٿا، ڄاڻڻ لاءِ اُدم ڪن ٿا، ۽ ٻاڙ سمجهي، ٻين کي بنا ڪپٽ سمجهائين ٿا. تنهنڪري جو بـ ڪارڻ کانسواءِ [سرشٽيءَ جي] اُتپتي ٿو مڃي، سو ڪي ڪين ٿو ڄاڻي.

**سرشٽيءَ جي رچنا:-** جڏهن سرشٽي اُتپتيءَ جو سمو ايندو آهي، پرماتما ته انهن

---

* پرڪرتي ترگڻي آهي. هڪ گڻ انس ستو [شانتي ۽ گيان اُپجائيندڙ] ٻيو انس رجو [چرپر ۽ لکن اُپجائيندڙ] ۽ ٽيون انس تمو [جڙتا، سستي آدي اُپجائيندڙ] جڏهن اهي ٽيئي گڻ ترلڪيا پيا هوندا آهن ۽ هڪجهڙا هوندا آهن، تڏهن پرڪرتيءَ جي اوستا کي سامه اوستا يا جڙ رشي ڏيانند لکيو آهي، انڪا اوستا روپ ڪري ڪوٺيو آهي.

£ ساڌن معنيٰ تجويز يا وسيلو يا اوزار، جنهن مطلب لاءِ ساڌن ڪجي، سو ساڌيه ٿو ڪوٺجي.

(پرڪرتيءَ جي) پرم سوڪشم پدارٿن کي گڏ ٿو ڪري. سمدس ٻهران اوستا جا پرم سوڪشم پرڪرتي روپ ڪارڻ کان ٿورڙي اسٿول ٿي ٿئي، جنهنجو نالو (महत्तत्व) ⊙ مهتتو آهي، جو ڪارڻ ڪجهه اسٿول آهي، سو اهنڪار * ۽ اهنڪار مان جدا جدا پنج سوڪشم ڀوت، ڪن، ڪل، اکيون، جيڀ ۽ نڪ. پنج گيان اندريون، واڻي، هٿ پير، لنگ ۽ گدا اهي پنج ڪرم اندريون ۽ ٻارهون من ڪجهه اسٿول اُٿن ٿا ٿين. انهن پنجن £ تن ماترائن مان ايڪ اسٿول اوستائن کي پراپت ٿيندي، ڏهري ڏهري پنج اسٿول ڀوت (تتو) جن کي اسين ساڪشات ٿا ڏسون، سي اُٿن ٿا ٿين. انهن مان نانا پرڪار جون اوشڌيون وڻ ٽڻ آدي، تن مان اَن ۽ اَن مان ويريه ۽ ويريه مان شرير ٺهندا آهن.

**امئٿني ۽ مئٿني سرشٽي:-** پر ٻهران سرشٽي مئٿني (نر ماديءَ جي ميلاپ مان پيدا ٿيل) نه ٿي ٿئي. جڏهن پرماتما استري پرش جا شرير ٺاهي، تن ۾ جيون جو سنيوڳ ڪري ٿو ڇڏي، تڏهن ڪاپوءِ مئٿني سرشٽي ٿي هلي،

**شرير جي وچتر رچنا:-** ڏسو: شرير ۾ ڪيتري نه گيان سان ڀرپور سرشٽي رچيل آهي، جنهنکي ڏسي ودوان ماڻهو به اچرج ۾ پئجو ٿا وڃن! اندر هڏن جا جوڙ، ناڙين جا بندن ۽ ماس جو ليپو، چمڙيءَ جو ڍڪڻ، تلي [هيانءُ] ڦڦڙ، ڦڦڙ، وچڻي [ٻڪي] جي ڪل [ساهه جي آمدرفت] رکڻ، جيو جو [شرير سان] ميلاپ ڪرڻ، مٿي جي مول رچنا، وارن ننهن آديءَ جي استاپنا، اکين جي تمام سوڪشم رڳن کي تارن جيان ڳنڍڻ، اندرين جي ڀاڱن جو پرڪاش، جيو جي جاڳرت، سوپن، سشپتي اوستائن جي ڀوڳڻ لاءِ وشيش ¦ استانن جي بناوت، سڀني ڌاتن $ جي ونڊ ورڇ، ڪلن ۽ اوزارن جي بيحد آدي آدي اچرج ڀري رچنا بنا پرماتما جي ٻيو ڪير ٿو ڪري سگهي؟ اُن کان سواءِ نانا پرڪارن جي رتنن ۽ ڌاتن سان جڙيل پرٿويءَ (جو ٺاهڻ)، ٻڙ آدي وڻن جي ٻجن جي اَتي سوڪشم رچنا، بيشمار ساون،

---

⊙ مهتتو = پرڪرتي جي اها حالت، جڏهن اها ڦهڻ ڪرڻ جوڳي ٿي بڻجي.

* اهنڪار = انانيت = هرڪي پرڪرتيءَ جي اُن حالت جو نالو آهي، جڏهن سمدس ڏڪن ۾ ڪشش شروع ٿي ٿئي.

£ تن ماترا = سوڪشم ڀوت = سوڪشم تتو = عناصر لطيف. پرڪرتيءَ جي ٻهران اوستا جا اتي سوڪشم (محسوس نه ٿيندڙ بي روپ ۾) ٿي ٿئي، جنهنکي ٿا چون پرڪرتي. اِسي اوستا آهي مهتتو، ٽين حالت اهنڪار. چوٿينءَ حالت ۾ سوڪشم اندريون، من يا لطيف حواس ۽ من ٿا اُڀرن، جنهنجي ڪري شرير ۾ محسوس ڪرڻ جي شڪتي اُٿن ٿي ٿئي.

¦ شاسترن موجب جاڳرت اوستا ۾ جيو آتما ميڄالي (دماغ) ۾ ٿو رهي، سوپن اوستا ۾ نڙيءَ ۾ ۽ سشپتيءَ (گهريءَ ننڊ) ۾ هرديه ۾ نواس ٿو ڪري.

$ شرير ۾ ست ڌاتو آهن:- رس، رت، ماس، چربي، هڏا، ميڄالو ۽ ويريه. ڪي ماڻهو وار، کل ۽ رڳن جو به ڌاتن ۾ ڳاڻاٽو ڪري ڪل ڏهه ڌاتو ليکيندا آهن. واءُ (بادي)، پت (صفرا) ۽ ڪف (بلغم) کي به ڌاتو چوندا آهن.

اَچن، ڀلن، ڪارن چٽن وارن ٻين، ڳلن، ڦلن ۽ پاڙن جي ٻناوت، مٽي، ڪاري، ڪوڙي ۽ ڪساري، لسڪي، ڪٽي رسن [جو اُپجائڻ]، سڳنڌ آدي وارن ٻين، ڦلن، اَن ڪند * ۽ مول آديءَ جي رچنا، ڪيترن ئي ڪروڙن ڌرتين، سورجن، چنڊن آدي لوڪن جو نرماڻ، ڌارڻ، گردش ڪرائڻ ۽ نيم ۾ رکڻ وغيره پرميشور کانسواءِ [ٻيو] ڪو بہ نٿو ڪري سگهي. ڪنهن بہ پدارٿ کي ڏسڻ سان ان پرڪارن جو گيان اُٿپن ٿو ٿئي. هڪڙو جٽن پدارٿ [ٺٺيل] آهي لمهنجو ۽ ٻيو انجي رچنا ڏسي سندس رچيندڙ جو. جٽن ڪنهن شخص کي ڪو سهڻو زيور جهنگ ۾ مليو وڃي ۽ اُنکي ڏسي هو سمجهي، تہ هيءُ سون جو ٺهيل آهي ۽ ڪنهن ٻڌيمان ڪاريگر ٺاهيو آهي. تئن هن رنگ برنگيءَ سرشٽيءَ ۾ نانا پرڪار جي رچنا پرميشور [جي هستيءَ] کي سڌ ڪري رهي آهي.

**پروي ۽ منشيہ اُتپتي وڌان:-** **پرشن:-** منشيہ جي اُتپتي پهرين ئي يا ڌرتيءَ آديءَ جي؟

**اتر:-** پرٿويءَ آديءَ جي. ان لاءِ تہ پرٿوي آديءَ کانسواءِ منشيہ جي استٿي ۽ پالنا ٿي ئي سگهي.

**پرشن:-** سرشٽيءَ جي آد ۾ هڪڙو ماڻهو اُٿپن ٿيو هو يا گهڻا؟

**اتر:-** انيڪ! ڇاڪاڻ تہ پرماتما انهن سڀني جيون کي سرشٽيءَ جي آد ۾ اُٿپن ڪيو، جنجا ڪرم ايشوري رچنا ۾ اُٿپن ٿيڻ جهڙا هئا.

"मनुष्या ऋषयश्च ये । ततो मनुष्या अजायन्त"

هيءُ يجرويد (۽ انجي براهمڻ) ۾ لکيل آهي. ان پرماڻ مان سڌ ٿيو تہ آد ۾ انيڪ ارٿات سون هزارين ماڻهو اُٿپن ٿيا. سرشٽيءَ کي ڏسڻ سان بہ پڪ ٿي ٿئي تہ اِنسان انيڪ ماتائن پتائن جي سنتان آهن.

**پرشن:-** آد سرشٽيءَ ۾ منشيہ آديءَ جي اُتپتي بالڪ، جوانيءَ يا ٻڍاپي جي حالت ۾ ٿي هئي يا ٽنهي ۾؟

**اتر:-** جوان اوستا ۾؛ ڇاڪاڻ تہ جي ٻار اُٿپن ڪري ها تہ سندن پالڻ لاءِ ٻين ماڻهن جي ضرورت پوي ها؛ ۽ جي ٻڍا پيدا ڪري ها تہ [انهن مان اڳتي] مٿئين سرشٽي نہ هلي ها، انڪري جوانيءَ جي حالت ۾ ئي پيدا ڪيائين.

**اُتپتي ۽ پرلئہ جو چڪر:-** **پرشن:-** ڪڏهن سرشٽيءَ جو شروعات (مبدء) بہ آهي يا نہ؟

**اتر:-** نہ، جهڙيءَ ريت ڏينهن کان اڳي رات ۽ رات جي اڳيان ڏينهن (ٿو اچي) ۽ ڏينهن جي پٺيان رات ۽ رات جي پٺيان ڏينهن هميشه هلندو ٿو اچي، ساڳيءَ ريت سرشٽيءَ کان اڳ ۾ پرلئہ ۽ پرلئہ کان اڳي سرشٽي، ۽ سرشٽيءَ جي پٺيان پرلئہ ۽ پرلئہ کانپوءِ سرشٽيءَ جو انادي ڪال چڪر (دؤر) هليو ٿو اچي. انجو نہ مبدء آهي ۽ نہ پڇاڙي. جهڙيءَ

* لاهوري گجرون، پتاتا، ڪچالو آدي ڪند ٿا سڏجن، ۽ مورين گجرون آدي مول آهن.

طرح ڏٺهن ۽ رات جو آد ۽ انت ڏسجي ٿو، ساڳيءَ ريت سرشٽي ۽ پرلے وغيره جو نه آد ۽ انت ٿيندو ٿو رهي. ڇو ته جهڙيءَ ريت پرماتما، جيو ۽ جڳت جو ڪارڻ نيٽي سوروپ انادي آهن، ساڳيءَ ريت جڳت جي اُتپتي، استتي ۽ پرلے به پرواهه (سلسلي) ڪري انادي آهن. نديءَ جو پرواهه [ وهڪرو ] ڪڏهن ڏسجي ٿو، ڪڏهن سڪي ٿو وڃي، ڪڏهن نٿو ڏسڻ ۾ اچي. ۽ وري مينهوڳيءَ ۾ ڏسجي ٿو ۽ * گرميءَ ۾ نٿو ڏسجي. اهڙا وهنوار ٿي پرواهه روپي ( سلسلي وارا ) ڄاڻڻ گهرجن. جهڙيءَ ريت پرميشور جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ انادي آهن، تهڙيءَ ريت جڳت جي اُتپتي، استتي ۽ پرلے ڪرڻ به انادي آهن. جهڙيءَ ريت ايشور جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ جو آرنڀ ۽ انت ڪونهي، تهڙيءَ ريت سندس ڪرتويه ڪرمن جو به نه آرنڀ آهي ۽ نه انت.

## جدا جدا پرڪارن جي جوڻين جو ڪارڻ

پرشن - ايشور ڪن جيون کي منشيه جنم، ڪنڪي شينهن وغيره جهڙا نردئي جنم، ڪنڪي هرڻ، ڳانءِ وغيره پشون جنم، ڪنڪي وڻ وغيره، ڪنڪي ڪيڙن، ماڪوڙن ۽ پتنگن جو جنم ڏنو آهي. انڪري پرماتما پکشپالي [ پاسخاطري ڪندڙ ] ٿو ڀانئجي [ يا نه ]؟

اُتر - پکشپات نٿو ڪري! ڇاڪاڻ جو انهن جيون جي اڳينءَ سرشٽيءَ ۾ ڪيل ڪرمن انوسار وِيوستا ڪئي اٿس. ڪرمن ڪرڻ کانسواءِ جنم ڏئي ها ته [ پوءِ ] پکشپات ڄاڻجي ها؟

### آد سرشٽيءَ جو اُتپتي استان - پرشن - آدي اُتپتي ڪٿي ٿي آهي؟

اُتر - △ ترويشٽپ ارٿات جنهنکي ٽبيٽ ٿا چون اتي.

### پرشن - آدي سرشٽيءَ ۾ جالي هڪڙي هئي يا گهڻيون؟

اُتر - هڪڙي منشيه جالي هئي. ان کانپوءِ "बिजानीह्यार्य्यं॑ये च दस्यवः ॥ १ । ५१ । ८" هي رگويد [ ١-٥١-٨ ] جو وچن آهي. سريشٽن جو نالو آريه، وِدوان، ديو، ۽ دشٽن جو نالو دسيو يعني ڌاڙو ۽ مورک هئڻ ڪري ٻه نالا پيا آريه ۽ دسيو.

"उतशूद्रे उतार्ये" (अथर्व० १९-६२) هي اٿروويد جي [١٩-٦٢] جو وچن آهي. آرين ۾ جيئن اڳي چاڻايل آهي - برهمڻ، کتري، ويش ۽ شودر اهي چار ڀيد ٿيا. ٻه وِدوانن جو نالو آريه ۽ مورکن جو نالو شودر ۽ اناريه يعني اناڙي نالو ٿيو.

### آريه ورت نالو ڪيئن پيو؟ پرشن :- پوءِ هو هت ڪيئن آيا؟

اُتر - جڏهن آرين ۽ دسيو لوڪن ۾ ارٿات وِدوان جي ديو ۽ اوِدوان جي اسر هئا [ تن ۾ ارٿات آرين ۽ دسيو ۾ ] سدائين لڙائي جهڳڙو لڳو رهندو هو. جڏهن گهڻو [ وڌيڪ ] تنگ لڳو، تڏهن

---

* جن ندين جو مينهن هم وارن ( برفاني ) پهاڙن مان آهي، سي گنگا ۽ سنڌو جهڙيون پاڻ ٿي مهما وهنديون ٿيون رهن، ۽ اونهاري ۾ برف وڏي ڳرجڻ ڪري زور سان ٿيون وهن. ۽ ان جي آخر برسالي نديون رڳو مينهن جي مند ۾ ٿيون وهن.

△ انسائيڪلوپيڊيا برٽينيڪا ۽ پروفيسر اوڪن صاحب جو به ساڳيو راءِ آهي. ڇو ته هن سرشٽيءَ ۾ وڏو مٿاهون پٽ، ٽبيٽ آهي. ( مولهرام )

آرين سڄي سنسار ۾ هن ڀوميءَ جي ٽڪري کي سڀني کان اُتم سمجهي اچي، اِتي واسو ڪيو. ان ڪري ئي هن ديس تي آريه ورت نالو پيو.

## پراچين آريه ورت جون حدون

پرشن :- آريه ورت جون حدون ڪهڙيون آهن؟

आसमुद्रात्तु वै पूर्वादासमुद्रात्त पश्चिमात् । तयोरेवान्तरं गिर्योरार्य्यावर्त्तं विदुर्बुधाः ॥ १ ॥
सरस्वतीदृषद्वत्योर्देवनद्योर्यदन्तरम् । तं देवनिर्मितं देशमार्यावर्त्तं प्रचक्षते ॥ २ ॥
मनु० [ २ ॥ २२ ॥ १७ ]

منو سمرتيءَ جي ادياءَ ٢ جي شلوڪ ٢٢ ۽ ١٧ ۾ لکيل آهي :-

اُتر ۾ هماليه، ڏکڻ ۾ وندياچل، پورب ۽ پڇم ۾ سمنڊ (١) خواه اولهه ۾ سرسوتي [سنڌو ندي خواه اٽڪ ندي]، اوڀر ۾ درشدوتي جا نيپال جي اڀرندي پاسي واري پهاڙ مان نڪري، بنگال ۽ آسام جي اڀرندي ۽ برهما جي اولهه کان وهي ڏکڻ واري سمنڊ ۾ ملي آهي ۽ اُن کي ئي برهمپترا ٿا چون، [۽ پڻ] جا اُتر اٽڪ جي پهاڙن مان نڪري ڏکڻ سمنڊ جي کاريءَ ۾ اچي چوڙ ڪري ٿي. هماليه جي وچين لڪ جي ڏکڻ ۽ پهاڙن جي وچ ۾ ۽ راميشور تائين وندياچل کي چوڌاري جيترا ديش آهن، تن سڀني کي [گڏي] انلاء آريه ورت ٿو ڪوٺجي، جو اهو ملڪ ديون يعني ودوانن وسايو آهي ۽ آريه پرشن جي رهڻ ڪري [به] اُنکي آريه ورت ٿا چون.

پرشن- هن ديش جو پهريون نالو ڪهڙو هو ۽ اُن ۾ ڪير رهندا هئا؟

اُتر:- اُنکان اڳي هن ديش جو ڪو به نالو نه هو ۽ نڪي آرين کان اڳ اُن ۾ [ماڻهو ئي] رهندا هئا، ڇاڪاڻ ته سرشٽيءَ جي آد کان ٿوري ئي وقت بعد ئي آريه لوڪ سڌا تبت کان هن ملڪ ۾ اچي وسيا هئا.

## آريه ايران مان آيل ڪونهن

پرشن :- ڪي ٿا چون ته هي ماڻهو ايران کان آيا هئا، انڪري سندن نالو آريه پيو آهي. اُنهنکان اڳ هت جهنگلي ماڻهو رهندا هئا، جنکي آريه لوڪ اسر ۽ راڪشس سڏيندا هئا ۽ پاڻ کي ديوتا سڏائيندا هئا. جڏهن ساڻن وڙهه ٿي، اُنجو نالو ڪتابن ۾ ديو- اسر سنگرام رکيائون.

اُتر- اِها ڳالهه سراسر غلط آهي. ڇاڪاڻ ته:-

वि जानीह्यार्यान्ये च दस्यवो बर्हिष्मते रन्धया शासदव्रतान् ॥ ऋ० मं० १ । सू० ५१ मं० ८ ॥
उत शूद्रे उतार्ये ॥ अथ० कां० १९ । व० ६२ मं० १ ]

[هي رگويد ١-٥١-٨ ۽ اٿرو ويد ١٩-٦٢-١ جا وچن آهن.] اڳرو لکي آيا آهيون ته آريه نالو ڌارمڪ ودوانن ۽ ست پرشن جو آهي ۽ اُنهن جي اُبتڙ لوڪن جو نالو دسيو يعني ڌاڙو [ڌاڙيل]، دشٽ، اَڌارمڪ ۽ اَودوان آهي. براهمڻ، کتري ۽ ويش (دوجن) جو نالو آريه ۽ شودر جو نالو اناريه ارٿات اناڙي آهي. جڏهن ويد ائين ٿو چوي ته ٻين ودينن جي من گهڙت ڳالهين کي ٻڌيمان لوڪ ڪڏهن به سچي نٿا سمجهن. ديو اسر سنگرام ۾ آريه ورت جا ارجن ۽

مهاراجا دشرٿ وغيره، ديون ارٿات آرين جي رکيا ۽ اسرن کي هار ڏيڻ لاءِ، ان لڙائيءَ ۾ شامل ٿيا هئا، جا هماليه جبلن ۾ آريه ۽ دسين، مليڇ ۽ اسرن جي وچ ۾ لڳي هئي. هن مان اهوئي سڌ ٿيو ته آريه ورت کان ٻاهر چئني پاسن جا ماڻهو هماليه جي اُپرندي، ڏکڻ اُپرندي، ڏکڻ، ڏکڻ اُلهندي، اُلهندي، اُتر اُلهندي، اُتر ۽ اُتر اُپرندي ملڪن ۾ رهندا هئا. تنجوئي نالو اسر هو، ڇاڪاڻ ته جڏهن جڏهن اهي اسر هماليه واري ديش ۾ رهندڙ آرين تي وڙهڻ لاءِ چڙهي ايندا هئا، تڏهن تڏهن اُتان [آريه ورت] جا راجائون مهاراجائون اُن اُتر آدي ديشن ۾ رهندڙ آرين جي سهائتا ڪندا هئا. پر جيڪا لڙائي شري رامچندرجيءَ سان دکن ۾ ٿي هئي، تنهنکي ديواسر سنگرام نٿو ڪوٺجي. ليڪن اُن کي ته رام-راوڻ يا آرين ۽ راڪشسن جي جنگ ڪري ڪوٺيو آهي. سنسڪرت جي ڪنهن به گرنٿ يا اِتهاس ۾ ڪونه لکيل آهي ته آريه لوڪ ايران کان آيا ۽ هتان جي جهنگلي ماڻهن سان وڙهي سوڀ پائي يا ڀڄائي هن ديش جا راجا بڻيا. پوءِ [پيلا] وديشين جو لکڻ ڪئن مڃي سگهبو؟ وري [منو سمرتيءَ ۾ لکيل آهي ته]:-

आर्यवाचो म्लेच्छवाच: सर्वे ते दस्यव: स्मृता: ॥ [ मनु० १० । ४५ ]
म्लेच्छदेशस्त्वत: पर: ॥ [ मनु० २ । २३ ]

[ارٿ] جيڪي آريه ورت کان جدا ديش آهن، سي دسيو ديش ۽ مليڇ ديش ٿا سڏجن. هن مان به اهوئي سڌ ٿو ٿئي ته آريه ورت کان ٻاهر اُپرندي پاسي کان اُتر اُپرندي، اُتر، اُتر اُلهندي، ۽ اُلهندي ديش ۾ رهڻ وارن جو نالو دسيو، مليڇ ۽ اسر آهي ۽ ڏکڻ اُلهندي، ڏکڻ ۽ ڏکڻ اُپرندي پاسن ڏانهن آريه ورت ديش کان ٻاهر رهڻ وارن ماڻهن جو نالو راڪشس هو. هينئر به ڏسي ڏسبو ته ڪئن نه حبشي لوڪن جو ڀيانڪر سروپ راڪشسن جي جاءِ تي سروپ وانگر ٿي ڏسڻ ۾ ٿو اچي. آريه ورت جي سڌائيءَ ۾ هيٺ [پرٿويءَ جي ٻئي پاسي] رهڻ وارن جو نالو "ناگ" ۽ اُن ديش جو نالو "پاتال" انڪري پيو، جو اهو ديش آريه ورت جي ماڻهن جي پاد ارٿات پيرن هيٺان آهي. ناگ ونشي ارٿات "ناگ" نالي واري پرش جي ونش [گهراڻي] مان جي راجا ٿي چڪا، تن مان [هڪڙي جي] اُلوپي نالي راجڪماريءَ سان ارجن جو وواهه ٿيو هو. ڀاڳپرج ته اِکشواڪوءَ کانوٺي ڪورون ۽ پانڊون تائين سڄي سنسار ۾ آرين جو راڄ هو، ۽ ٿورو گهڻو ويدن جو پرچار آريه ورت کان پري ٻاهرين ديشن ۾ به هوندو هو. اِنلاءِ پرماڻ هيءُ آهي ته برهما جو پٽ وراٽ، وراٽ جو پٽ منو، منوءَ جا مريچ وغيره ڏهه پٽ، انهن جا سوايمڀو آدي ست راجائون، ۽ سندن سنتان اکشواڪو* آدي راجا جي آريه ورت جا پهريان راجا ٿيا ۽ جن آريه ورت وسايو. هينئر بدقسمتيءَ جي اچڻ ۽ آرين جي آرس، غفلت ۽ گهرو جهيڙن ڪري ٻين ملڪن تي راڄ ڪرڻ جي ته ڳالهه ئي ڪهڙي،

---

* رشي ديانند جو مطلب آهي ته اکشواڪوءَ تائين آرين جو راڄ آريه ورت کان ٻاهر هو، ان ڪري ٻاهرين ديشن ۾ ويدڪ ڌرم جو پرچار هو. جو پوءِ هوريان هوريان مهاڀارت جي سمي تائين گهٽبو ويو.

مگر آريه ورت ۾ به هن سمي آرين جو اکنڊ، سوتنتر [خود مختيار] ۽ بي ڌڙو راڄ ڪونهي.* جيڪي ڪجھ آهي، سو به وديشين جي پيرن هيٺان لتاڙجي رهيو آهي. ڪي ٿورا ئي راجائون سوتنتر آهن. برا ڏينهن اچن ٿا ته ديش واسين کي انيڪ پرڪارن جو ڏک ڀوڳڻو ٿو پوي. ڪوئي ڪيترو به ڪري، پر جو سوديشي راڄ آهي، سو سڀني کان اتم ٿو ٿئي. يعني [ڪوئي ڪيترو به] وديشين جو راڄ مت متانترن جي جهيڙن کان پري، پنهنجن ۽ پراون ۾ پکشپات نه ڪندڙ، پرجا تي پيتا ماتا سمان ڪرپا، نياءِ ۽ ديا ڏيکاريندڙ [ڇو نه هجي ته] به پورن سک ڀوڳائيندڙ ڪونه ٿيندو. مگر جدا جدا ڀاشائن، نانا پرڪار جي سکيائن ۽ الڳ الڳ وهنوارن جو وروڌ ڇڏرائڻ تمام ڪٺن آهن. وري انجي ڇڏرائڻ کانسواءِ هڪ ٻئي سان پوري ڀلائي ڪرڻ ۽ پرلوڀن سڌ ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. تنهڪري ويد آدي شاسترن ۾ جا وواستا ڏنل يا اتهاس لکيل آهن، تنهنکي مڃڻ ڀلن ماڻهن جو ڪم آهي.

**سرشٽيءَ جي آيو:- پرشن** - جڳت کي پيدا ٿئي ڪيترو سمو ٿيو آهي؟

اُتر:- هڪ ارب £ ستانوي ڪروڙ ڪيئي لک ۽ ڪي هزار ورهيه ٿيا، جڏهن جڳت اُتپن ٿيو هو ۽ ويدن جو پرڪاش ٿيو هو. اُنجو وچور وار ورڻن منهنجيءَ ٺاهيل رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا [جي اُتپتي وشيه] ۾ ڏنل آهي، ڏسي وٺو. اتيادي پرڪار سرشٽيءَ جي ٺهڻ ٺاهڻ ۾ آهن. جنن ته سڀني کان سوکيم ٽڪرو جو [ورتاڪ] وڌجي نٿو سگهي، تنهنکي پرمائو ٿا چون. سٺ پرمائن جي ميلاپ جو نالو اڻو، ٻن اڻن جو هڪ دوڻڪ، جو استول وايو آهي. ٽن دوڻڪن جي اگني، چئن دوڻڪن جو جل، پنجن دوڻڪن جي پرٿوي [ٿئي ٿي] يعني ٽن دوڻڪن جو ترسرينو ۽ تنهنجي ٻيڻ ٿيڻ ڪري پرٿوي آدي درشيه [ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙا] پدارٿ ٿا ٺهن. اهڙيءَ ريت وڌيءَ پوروڪ ملائڻ ڪري پرميشور ڀوگول [ڌرتيءَ جا گولا] آدي ٺاهيا آهن.

**ڌرتي ڇا تي بيٺل آهي؟ پرشن:-** هي جو ڌارڻ ڪم ڪري ٿو؟ [انڪي جهلي ڪم بيٺو آهي] هڪڙو ٿو چوي ته شيش يعني هزار ڦڻين واري ناگ جي مٿي تي ڌرتي آهي. ٻيو چوي ٿو ته ڍڳي جي سڱ تي، ٽيون چوي ٿو ته ڪنهن تي به ڪانهي. چوٿون چوي ٿو ته واءُ جي آڌار تي آهي، پنجون چوي ٿو ته سورج جي ڪشش سان ڇڪيل پنهنجيءَ جاءِ تي قائم آهي، ڇهون ٿو آکي ته پرٿوي ڳوري هئڻ ڪري آڪاش ۾ هيٺ ئي هيٺ ڪرندي ٿي رهي! انهن مان ڪهڙيءَ ڳالهه کي سچو مڃجي؟

اُتر:- جي شيش ناگ ۽ ڍڳي جي سڱ تي رکيل ڌرتي بيٺل ٿا ڏيکارين، انهن کان پڇڻ گهرجي ته ناگ ۽ ڍڳي جي ماتا پتا جي جنم سمي ڪنهن تي بيٺل هئي؟ ناگ ۽ ڍڳل ڪنهن تي بيٺل آهن؟ ڍڳي وارا مسلمان ته ماٺ ڪري ويهندا، ليڪن ناگ وارا چوندا ته

---

* جنهن وقت ستيارٿ پرڪاش رچيو ويو هو، تنهن وقت ڀارت غلام هو.

£ ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هنديءَ ۾ ڇاپي جي ڀل کان ٩٧ ڪروڙ جي بدران ٩٦ ڪروڙ ڇپجي ويو آهي. هت انهيءَ ڪري ٩٧ ڪروڙ ڇاپيو ويو آهي.

ڪڇونءَ تي، ڪڇون جل تي، جل اگنيءَ تي، اگني وايوءَ تي ۽ وايو آڪاش ۾ ٽڪيل آهي. انهن کان جي پڇو تہ سمورا ڪنهن تي آهن؟ تہ اوس چوندا تہ پرميشور تي! جي پڇون تہ شيش ۽ ٻيو ڪنهجا پٽ آهن تہ جواب ڏيندا تہ شيش ڪشيپ • ڪدروءَ جو ۽ ٻيل گانءِ جو، ڪشيپ مريچيءَ جو، مريچي منوءَ جو، منو وراٽ جو ۽ وراٽ برهما جو پٽ هو، ۽ برهما وغيره تہ سرشٽيءَ جي △ آد ۾ ٿيا، (ارٿات مٿين ڪٿن انوسار) شيش جي اُتپتي ٿيڻ کان اڳي پنج پيڙهيون لنگهي ويئون هيون! اُنهن ڏينهن ۾ (پرٿويءَ کي) ڪنهن ڌارڻ ڪيو هو؟ ارٿات جڏهن ڪشيپ جنم ورتو، تڏهن ڌرتي ڪنهن تي هئي؟ لالي "تنهنجي بہ چپ، منهنجي بہ چپ" ۽ وڙهڻ لڳندا. هنجو سچو ارٿ هيءُ آهي، تہ جو "شيش" جو "باقي" ٿو بچي، سو شيش ٿو ڪوٺجي. ڪنهن ڪويءَ چيو آهي تہ :-

"शेषाधारा पृथिवीत्युक्तम्" يعني شيش جي آڌار تي پرٿوي آهي. ٻين ڪنهن اُنجو ارٿ تہ سمجهي ناڳ واري ڪوڙي ڪلپنا ڪري ورتي. پر ڇاڪاڻ تہ پرميشور اُتپتي ۽ پرليہ کان باقي يعني الڳ ٿو رهي، تنهنڪري اُنکي "شيش" ٿا چون، ۽ سندس ئي آڌار تي پرٿوي آهي. [وري ڏسو]:- सत्येनोत्तभिता भूमि: ।। ऋ० १० । ८५ । १ ।।

هيءُ رگويد جو وچن آهي. (सत्य) = ستيہ ارٿات جيڪو ٽنهي ڪالن جي ٻنڌڻ کان آزاد آهي، جنهنجو ڪڏهن بہ ناس نٿو ٿئي، تنهن پرميشور ڌرتي، سورج ۽ سڀني لوڪن کي ڌارڻ ڪيو آهي ○ उक्षा दाधारपृथवीमुत द्याम् ।।

هيءُ بہ رگويد جو وچن آهي. اُن ۾ آيل 'اڪشا' شبد کي ڪنهن پرش ٻڍي جي معنيٰ ۾ ورتو هوندو، ڇاڪاڻ تہ اڪشا ٻڍي جو نالو آهي. مگر اُن مورک کي ايتري سمجهہ نہ آئي تہ ايڏي وڏي ڀوڳول کي ڌارڻ ڪرڻ جي شڪتي ٻڍي ۾ ڪٿان ايندي؟ برسات جي ذريعي ڌرتيءَ کي رس پهچائڻ ڪري اڪشا سورج جو بہ نالو آهي. اُن پنهنجي آڪرشڻ [ڪشش] سان ڌرتيءَ کي ڌارڻ ڪيو آهي، پر سورج آديءَ کي ڌارڻ ڪندڙ، بنا پرميشور جي ٻيو ڪو بہ ڪونهي.

## لوڪ لوڪانتر جو سهارو پرميشور ئي آهي.

**پرشن:-** ايڏن وڏن ڀوڳولن کي پرميشور ڪيئن ڌارڻ ڪري سگهندو هوندو؟

**اُتر:-** جهڙيءَ ريت اننت آڪاش اڳيان وڏا وڏا ڀوڳول ڪجهہ بہ نہ، ارٿات سمنڊ جي ڀيٽ ۾ جل جي ڦڙي جيترا بہ نہ آهن، ساڳيءَ ريت اننت پرميشور جي سامهون اسنکيہ لوڪ هڪ پرماڻوءَ جي برابر بہ نہ چئي سگهبا. هو ٻاهر اندر سڀ هنڌ وياپڪ آهي،

---

• پراڻن موجب ڪدرو دکش جي ڌيئرن مان هڪڙي هئي. اهي ٽيرهن ئي چوڪريون ڪشيپ سان پرڻايون ويئون هيون ۽ ڪدروءَ جي پيٽ مان ناڳ پيدا ٿيا هئا.

△ ارٿات امٿني سرشٽيءَ ۾، بنا ماتا جي پيدا ٿيا.

○ رگويد ۾ هي لفظ آهن- "उक्षा स द्यावापृथिवीबिभर्ति" ।। १० । ३१ । ८ ।।

اٿرووید ۾ هي لفظ آهن- अथर्ववेद में-"अनड्वान दाधार पृथवीमुतद्याम्" ।। ४ । ११ । १ ।।

ارٿات ( يجرويد جي ادياءِ ٣٢ جي منتر ٨ موجب ) । ''विभु: प्रज सु'' यजु० ३२ । ८ ।
سڀني پرجائن ۾ وياپڪ ٿي، هر ڪنهن کي ڌارڻ ڪري رهيو آهي. عيسائي، مسلمان ۽ پوراڻڪن جي ڪٿن انوسار جي پرماتما وڀو [ وياپڪ ] نه هجي ها، ته جيڪر هو سڀني سرشٽيءَ جو ڌارڻ ڪڏهن نه ڪري سگهي ها، ڇاڪاڻ ته بنا ( هر هنڌ ) پهچڻ جي ڪو به ڪنهن کي ڌاري نٿو سگهي. ڪي چوندا ته اهي سمورا لوڪ هڪ ٻئي جي ڪشش تي بيٺل آهن، تنهنڪري پرميشور جي ڌارڻ ڪرڻ جي گهرج ٿي ڪهڙي؟ انهن کان پڇجي، ته سرشٽي انت آهي يا سانت؟ جي چون انت، ته آڪار واري وستو ڪڏهن به انت ٿي نٿي سگهي، ۽ جي چون ته سانت آهي ته ( پڇجي ته ) سمنڊ پرلي پاسي جي حد، ارٿات جنهن کان پري ڪو به لوڪ آهي ئي ڪونه، اتي ڪنهن جي ڪشش سان بيٺل آهي؟ جئن سمشٽي ( ڪل ) ۽ ويشٽي (جز) - ارٿات جڏهن سڀني سمدائن ( مجموعي ) کي ٻن ( جهنگ ) ٿا ڪريون ته اهو سمشٽي ۽ جي هر هڪ وڻ جو الڳ الڳ ڳاڻيٽو ڪريون ته اهو ويشٽي (روپ)، ساڳيءَ ريت جي اسين سڀني ڀوڳولن کي سمشٽيءَ ( روپ ) ۾ ليکي جڳت ڪرينداسون ته هن سڀني جڳت جي ڌارڻ ۽ آڪرشڻ جو ڪرتا ( ڌاريندڙ ) سواءِ پرميشور جي ٻيو ڪو به ڪونهي، تنهنڪري جو سڀني جڳت کي رچي ٿو، سوئي (يجرويد ١٣-٤ انوسار )
स दाधार पृथिवीं द्यामुतेमाम् ॥ [ यजु० । १३ । ४ ]

جيڪر پرماتما پرٿوي آدي اونداهن لوڪ لوڪانترن ۽ پدارٿن ۽ ٻڌ سوريه آدي پرڪاشوان لوڪن ۽ پدارٿن جي رچنا ۽ ڌارڻا ڪري ٿو، سوئي سڀني ۾ وياپڪ ٿي رهيو آهي، ۽ اهوئي سڀني جڳت جو ڪرتا ۽ ڌارڻ ڪرڻ وارو آهي.

**ڌرتي آدي لوڪن جا ڦيرا** :- پرشن :- پرٿوي آدي لوڪ ڦرن ٿا يا هڪ هنڌ بيٺا آهن؟

**اُتر** :- ڦرن ٿا.

**پرشن** :- ڪيترائي لوڪ چون ٿا ته سج گهمي ٿو ۽ پرٿوي نٿي گهمي. ٻيا ٿا چون ته پرٿوي گهمي ٿي ۽ سج نٿو گهمي. انهن ۾ ڪهڙو سچو مڃجي؟

**اُتر** :- اهي ٻئي اڌ ڪوڙا آهن، ڇاڪاڻ ته ويد ۾ لکيل آهي ته :- ( هي يجرويد ادياءِ ٣ جي منتر ٦ جو وچن آهي. )

आयं गौ: पृश्निरक्रमीदसदन्मातरं पुर: । पितरं च प्रयन्त्स्व: ॥ यजु० अ० ३ । म० ६ ॥

**ارٿات** - هي ڀوگول جل سميت سوريه جي چوڌاري ڦرندو رهي ٿو. ان مان سڌ آهي ته **ڌرتي** گهمي ٿي. ( وري يجرويد ادياءِ ٣٣ منتر ٤٣ ۾ چيل آهي ته )

आकृष्णेन रजसा वर्त्तमानो निवेशयन्नमृतं मर्त्यं च । हिरण्ययेन सविता रथेना देवो याति भुवनानि पश्यन् ॥
यजु० अ० ३३ । मं० ४३ ॥

[ **ارٿ** ]- جو سوتا ارٿات सविता سوريه مينهن آدي وسائيندڙ، پرڪاش سروپ، تيج وارو، سهڻي سروپ سان پراجمان، پراڻين ۽ اپراڻين سڀني ۾ امرت روپ ورشا

(پرساد) يا ڪرڻن جي دوارا امرت (جياپو) وجهندڙ، سڀني مورتيمان [ شڪلين وارن ] پدارٿن کي پڌرو ڪندڙ، سڀني لوڪن سان ڪشش جي ڳنڍ ڪري ٻڌي رهندڙ، رڳو پنهنجي گهيري ۾ ڦرندو رهي ٿو. مگر ڪنهن لوڪ جي چوڌاري نٿو گهمي. اهڙيءَ ريت هڪ هڪ برهمانڊ ۾ (رڳو) هڪڙو سوريه ئي پرڪاش ٿو ڏئي ۽ ٻيا سڀ لوڪ لوڪانتر پرڪاش وٺڻ وارا آهن. وري اٿرو ويد جي ڪانڊ چوڏهين، انوواڪ پهرئين جي پهرئين منتر ۾ لکيل آهي ته

दिवि सोमो अधि श्रित: ॥ अथर्व १४ । १ । १ ॥

[ ارٿ ]- جهڙيءَ ريت هيءَ چنڊ لوڪ، سوريه کان پرڪاشوان ٿئي ٿو، ساڳيءَ ريت پرٿوي آدي لوڪ به سوريه جي ئي پرڪاش سان پرڪاشت ٿا ٿين. پر رات ۽ ڏينهن سدا بڻيا ٿا رهن، ڇاڪاڻ ته پرٿوي آدي لوڪن جي (پنهنجي گهيري ۾) گهمڻ ڪري جيترو ڀاڱو سوريه جي سامهون ٿو اچي، اوتري ۾ ئي ڏينهن (ٿو رهي) ۽ (جيترو ڀاڱو) پٺ ڏانهن ارٿات اوٽ ۾ ٿيندو ٿو وڃي، اوتري ۾ رات (ٿي رهي). تاتپرج ته (سوريه جو) اڀرڻ، لهڻ، سانجهي، منجهند، اڌ رات آدي جيترا وقت جا ڀاڱا آهن، سي ديش ديشانترن ۾ سدائين ورتندا ٿا رهن. ارٿات جڏهن آريه ورت ۾ سج ٿو اڀري، ان وقت پاتال ارٿات امريڪا ۾ لهندو آهي ۽ جڏهن آريه ورت ۾ لهندو آهي، تڏهن پاتال ديش ۾ اڀرندو آهي. جڏهن آريه ورت ۾ منجهند يا اڌ رات هوندي آهي، ساڳئي وقت پاتال ۾ انهي اُبتڙ اڌ رات يا منجهند ٿيندي آهي. جي لوڪ چون ٿا ته سوريه گهمي ٿو ۽ پرٿوي نٿي گهمي، سي سمورا اگياني آهن. جي ائين هجي ها ته رات ۽ ڏينهن جيڪر ڪيترن ئي هزارن ورهين جا ٿين ها. سوريه جو نالو :ब्रध्न ٻرڌنه آهي، ارٿات هو ڌرتيءَ کان لکين ڀاڱا وڏو ۽ ڪروڙين ڪوهه پري آهي. جئن اهر جي داڻي اڳيان پهاڙ گهمندو ته گهڻو وقت وٺندو، ۽ (پهاڙ جي سامهون) اهر جي داڻي کي گهمڻ (پنهنجي سرائيءَ لي ڦرڻ) ۾ گهڻو وقت نٿو لڳي، تئن ئي (سج جي سامهون) پرٿويءَ جي (پنهنجي سرائيءَ لي) ڦرڻ ڪري ٺيڪ ٺيڪ ڏينهن رات ٿيندا آهن ۽ نه سج جي گهمڻ ڪري! وري جي سوريه کي (هڪ هنڌ) بيٺل ٿا سمجهن، سي به جوتش ودیا نٿا ڄاڻن، ڇاڪاڻ ته جي سوريه (پنهنجي ٿي) گهمندڙ نه هجي ها، ته جيڪر هڪڙيءَ راشيءَ (راس = برج) جي استان کان ٻيءَ * راشيءَ جي هنڌ ٿي نه وڃي سگهي ها. ۽ ڳورو پدارٿ ٻنا ڦرڻ جي آڪاش ۾ ڪنهن نشچت (مقرر) هنڌ ٿي ڪڏهن به بيهي نٿو سگهي. هي جو جئني ٿا چون ته پرٿوي گهمي نٿي پر ڏينهون ڏينهن هيٺ لهندي ٿي وڃي ۽ ڪيول جمبو ديپ ۾ ٻه سوريه ۽ ٻه چنڊ آهن، سي ته ڪنهن ڀنگ کائيءَ ٻنگ جهڙي نشي ۾ الوٽ آهن، ڇو ته جي (پرٿوي) هيٺ ئي هيٺ لهندي وڃي ها، ته چوڌاري هوا جي چڪرن نه اٿڻ ڪري پرٿوي

* راشي اُنهن تارن جي مٽڙ جو نالو آهي جي سوريه جي چوڌاري آڪاش ۾ موجود آهن. ڪجهه سوريه جي پنهنجي سرائيءَ ۾ ڦرڻ ڪري، ۽ ڪجهه ڌرتيءَ جي سوريه کي پرڪرما ڏيڻ ڪري اهي ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته ڄڻڪ سوريه ڪنهن راس مان لنگهي رهيو آهي.

نڪرا ٿي پيو ھا، مٿين پاسي وھندڙن کي ھوا (ٻڌ) نہ لڳي ھا ۽ ھيٺين پاسي وارن کي (ڏاڍي) گھٽي لڳي ھا، ۽ ھوا سدائين ھڪ جھڙي لڳندي رھي ھا. جي نہ سورج ۽ نہ چنڊ ھجن ھا، نہ رات ۽ ڪرشن * پڪش جو ٿيڻ ٿئي. شڪت پرشت ٿي پوي ھا. تنھنڪري [ستيہ اھو ٿئي آھي تہ] ھڪڙي ڀومي ۽ وٽ ھڪڙو چنڊ ۽ گھٽ پرٿوين جي وچ ھڪڙو سورج رھندو آھي.

سوريہ ۽ چنڊ وسندڙ آھن؟ پرشن:- سڀ چنڊ ۽ تارا ڪھڙين وستو آھن؟ ۽ تن ۾ منشيہ آديءَ جي بستي آھي يا نہ؟

اُتر- اھي سڀ ڀوڳول لوڪ ٿا سڏجن ۽ انھن ۾ منشيہ آدي پرجا بہ رھندي آھي، ڇاڪاڻ تہ [شتپٿ براھمڻ جي ۱۴-٦-٧-۴ ۾ چيل آھي تہ]:-

एतेषु हीदꣳ सर्वं वसु हितमेते हीदꣳ सर्वं वासयन्ते तद्यदिदꣳ सर्वं वासयन्ते तस्माद्वस इति ॥
शत० १४ [ ६ । ७ । ४ ]

ارٿ:- پرٿوي، جل، اَگني، آڪاش، چندر، نڪشتر ۽ سورج اھي "وسو" انڪري ٿا سڏجن، جو انھن ۾ ئي سمورا پدارٿ ۽ پرجا وسي ٿي ۽ اھيئي سڀني کي [پاڻ ۾] وسائين ٿا. اھي نواس ارٿات نواس ڪرڻ جي استان ھئڻ ڪري ئي وسو ٿا سڏجن. جي سورج چندر ۽ نڪشتر بہ پرٿويءَ وانگر وسو ئي آھن، تہ پوءِ انھن ۾ ساڳيءَ [ڌرتيءَ] جيان پرجا جي ھئڻ ۾ ڪھڙو سنديھ؟ ۽ وري جڏھن پرميشور جو ھيءُ ننڍڙو لوڪ منشيہ آدي سرشٽيءَ سان ڀريل آھي تہ ڇا ٻين سڀني لوڪن ۾ سڃ ھوندي؟ پرميشور جو ڪو بہ ڪم بنا پرايوجن جي نٿو ٿئي. سو انيترن بيشمار لوڪن ۾ منش آديءَ جي سرشٽي نہ ھئڻ ڪري [ايشور جو ڪم] ڇا ڪڏھن سڦل ٿي سگھي ٿو؟ ان مان [سڌ ٿيو تہ] ھرھنڌ منش آديءَ جي بستي آھي.

پرشن:- جھڙي ھن لوڪ ۾ منشيہ آدي پرجا جي شڪل ۽ انگ آھن، ساڳيءَ ريت ٻين لوڪن ۾ بہ ھوندا يا ٻيءَ طرح؟

اُتر- روپ ۾ ٿورو گھڻو فرق ٿيڻ ممڪن آھي، جھڙيءَ ريت ھن ڌرتيءَ تي بہ چين، حبش، آريہ ورت ۽ يورپ [جي ماڻھن ۾]، انگن، رنگن، روپن ۽ بناوت وغيرہ ۾ بہ، ٿورو ٿورو فرق ٿيندو آھي، ساڳيءَ ريت لوڪ لوڪانترن ۾ پيدا ٿيندا آھن. پر جنھن جاتيءَ جي جھڙي سرشٽي ھن ديش ۾ آھي، اُن جاتيءَ جي اھڙي ئي بناوت ٻين لوڪن ۾ بہ آھي. شرير جي جنھن جنھن ڀاڱي ۾ [ھن پرٿويءَ تي منشيہ آديءَ جا] اکيون آدي انگ آھن، تنھن تنھن ڀاڱي ۾ ئي لوڪانترن ۾ بہ ساڳيءَ جاتيءَ جا انگ ساڳيءَ ريت رھندا آھن، ڇاڪاڻ تہ رگويد منڊل ۱۰ جي سوڪت ۱۹۰ جي منتر ۳ ۾ چاتايل آھي تہ:-

सूर्याचन्द्रमसौ धाता यथा पूर्वमकल्पयत् । दिवं च पृथिवीं चान्तरिक्षमथो स्वः ॥ ऋ० १० । १९० । ३ ॥

[ارٿ]:- (ڌاتا) [سڀني کي قائم رکندڙ] پرميشور، سورج، چنڊ، پرڪاشمان تارا، انترڪش

* مھيني جي پندرھن اونداھين راتين کي ڪرشن پڪش ۽ پندرھن چانڊوڪين راتين کي شڪل پڪش چون ٿا.

[وڇون آڪاش] ۽ انهن ۾ سڀ جا خاص پدارٿ، جنهن نموني اڳئين ڪلپ ۾ رچيا هئا، ساڳئي نموني ۾، هن ڪلپ ارٿات هن سرشٽيءَ ۾ به رچيا آهن؛ ۽ ٻيا ٻين لوڪ لوڪانترن ۾ به بڻايا اٿس. ڀيد رتي به نه ٿو ٿئي.

## سڀني لوڪ لوڪانترن ۾ ويد هڪجهڙائي آهن.

پرشن:- هن لوڪ ۾ جن ويدن جو پرڪاش آهي، ڇا ساڳين ئي [ويدن] جو ٻين لوڪن ۾ به پرڪاش آهي يا نه؟

اُتر- ساڳين ئي [ويدن] جو آهي. جهڙيءَ ريت ڪنهن [چڱي] راجا جي راڄ هلائڻ جي نيتي سڄي ديش لاءِ سمان ٿي رهي، ساڳيءَ ريت راجائن جي راجا پرماتما جي ويد ۾ ظاهر نيتي به، جدا جدا سرشٽيءَ روپي سموري راڄ ۾ [سدا] هڪجهڙي آهي.

## الپ هڻڻ ڪري ئي جيو ۽ پرڪرتي ايشور ادين رهن ٿا

پرشن:- جي جيو ۽ پرڪرتيءَ ۾ رهندڙ لتو انادي آهن ۽ ايشور جا بڻايل ڪين آهن، ته انهن تي ايشور جو اڌڪار به نه هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته سڀيئي سوتنتر ٿيا.

اُتر- جئن راجا ۽ پرجا ساڳئي سمي هوندي به پرجا راجا جي ادين ٿي رهي، تئن ئي جيو ۽ جڙ پدارٿ [انادي هوندي به] پرميشور جي وس ۾ ٿا رهن. جڏهن پرميشور سڄيءَ سرشٽيءَ جو ڪرتا، جيون جو ڪرم ڦل داتا، هر ڪنهن جو پورو پورو رکشڪ ۽ اننت سامرٿ وارو آهي، تڏهن [ٿلها] ٿورڙيءَ شڪتيءَ وارا جيو ۽ ٻيا جڙ پدارٿ سندس ادين ڇو نه رهن؟ ان ڪري جيو ڪرم ڪرڻ ۾ سوتنتر، پر ڪرمن جي ڦل ڀوڳڻ لاءِ ايشور جي وِيوسٿا انوسار پرتنتر آهن. اهڙيءَ ريت [جو] سروشڪتيمان [آهي سوئي] سڄيءَ سرشٽيءَ کي بڻائڻ وارو، ڌارڻ وارو ۽ پالڻ وارو آهي.

هن کانپوءِ وديا، اوديا، بند ۽ موڪش جي وشيه تي لکيو ويندو.

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو اٺون سملاس سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ، استٿيءَ ۽ پرلي وشيه جي سنبنڌ ۾ پورو ٿيو.



# اٿين سملاس تي ٽپڻيون

## (١) ادوئيت واد جو کنڊن

### پاڻُو ڀريون :- ارٿن ۾ ڀيد ۽ ڀرم جو مول ڪارڻ آهي !

(١) يجروبد جي منتر ۾ ارٿ ڀيد :- اٿين سملاس جي مدي ۾ صفح ٢٣٨ تي رشي ديانند جو يجروبد ٣١-٢ واري منتر جو چوٿون پرماڻ ڏنو آهي، تنهن تي پنڊت جوالا پرشاد ڊمر ڀاسڪر ۾ آکشيپ ڪندي لکيو، ته هي منتر ادوئيت واد جي پشٽي ٿو ڪري ۽ رشي ديانند جي انهيءَ وچار جو وروڌ ٿو ڪري، ته ايشور، پرڪرتي ۽ جيون جو سوامي آهي. انهيءَ آکشيپ جي جواب ۾ پنڊت تلسي رام سوامي ڀاسڪر پرڪاش ۾ منتن منتر جو اکري ارٿ هن پرڪار ٿا ڪن:- ( इत इदं सर्वंभूतम् ) هيءَ جو سمورو اُٿپن ٿي چڪو آهي (यत् अन्नेन अतिरोहति) ۽ جيڪي ان مان پيدا ٿيندي رهيو آهي، (च) ۽ (यत्भाव्यम्) جيڪي اُٿپن ٿيندو ۽ ارٿات جو ايندڙ ڪال ۾ اُٿپن ٿيندو، تنهنجو ۽ (अमृतत्वस्य) ۽ (उत) امرتو (نه مرندڙ آتما) جو (ईशानः पुरुष एव) سوامي پرميشور ئي آهي.

منتن ارٿ مان پڌرو آهي، ته ٽنهي ڪالن ۾ اُٿپن ٿيندڙ پرڪرتيءَ ۽ امر جيو آتما جو سوامي پرميشور آهي، تنهنڪري هي منتر رشي ديانند جي ترئيت واد جي پشٽي ڪري رهيو آهي ۽ نه ادوئيت واد جي.

(٢) جيو ۽ پرڪرتي نتيه آهن :- اٿين سملاس جي مدي ۾ صفح ٢٣٨ تي رشي ديانند جيڪو پنجون پرماڻ تتريه اُپنشد جو ڏنو آهي، جنهن جو ارٿ صفح ٢٣٩ تي ڇاپيل آهي، تنهن تي آکشيپ ڪندي پنڊت جوالا پرشاد لکيو ته جيو ۽ پرڪرتي انتيه آهن، ۽ انجو ارٿ هيئن ٿا ڪن:- ”هي پراڻي جنهن مان اُٿپن ٿا ٿين، اُنجي ڪرپا جيئن ٿا ۽ پڇاڙيءَ جو اُن ۾ ئي ملجي وڃن ٿا“ رشي ديانند انهيءَ ساڳئي منتر جو هي ارٿ ڪيو آهي. ”جنهن جي سمان جيون کي پران ٿا ملن ۽ جنهن ۾ جيو پرلي کي پراپت ٿا ڪن.“

پنڊت جوالاپرشاد کي ڀرم انڪري ٿيو آهي، جو هنديءَ ۾ ڪي شبد ڪرڻ ڇپيو آهي. ارٿات ”जिस से जीवते और जिस में०“ جي بدران هندي ستيارٿ پرڪاش ۾ ”जिस से जीव और जिस में०“ ڇپيل آهي.

ٻي ڳالهه ته جنهن حالت ۾ نون ويدانتي جيو ۽ پرڪرتيءَ کي برهم کان پنن نٿا مڃين، تنهن اوستا ۾ ڪين جيو ۽ پرڪرتيءَ کي اوس نتيه ٿي منڃ ڪري ۽ مڃيندا آهن. ڏسو نون ويدانت جي گيتا ۾ لکيل آهي ته :- ॥ “ममैवांशो जीवलोकेजीवभुत: सनातन:”

ان ۾ جيو کي سناتن منجل آهي. انجي اُتر پنڊت جوالاپرشاد جيو کي انتيه ٿو لکي، جو ٺيڪ نه آهي.

(٣) اُپاڌيءَ جي گهرج ئي ڪانهي ! اٿين سملاس جي صفح ٢٣٩ تي رشي ديانند رگويد جي منتر ١-١٦٤-٢٠ جي آڌار تي ايشور، جيو ۽ پرڪرتي ٽنهي جو انادي

هجڻ سڏ ڪيو آهي. پنڊت جوالا پرشاد انهن سڏ ڪرڻ لاءِ ته اهو پيڊ اُپاڌيءَ جي لکڻ ڪري ٿئي ٿو، هڪڙو رگويد جو منتر ۽ ٻيو برهدارڻيڪ اُپنشد جو وچن ڏنو آهي. پنڊت تلسي رام سواميءَ سندس ڏنل ٻنهي منترن جو اکري ارٿ هيٺين پرڪار ڪري، پاٺڪن کان پڇيو آهي ته ٻڌايو ته اُپاڌيءَ جو شبد ٻه ڪنهن هنڌ ڏسڻ ۾ اچي ٿو؟

एक: सुपर्णः स समुद्रमाविवेशसइदं विश्वं भुवनं विचष्टे ।
तं पापेन मनसापश्यमन्तितस्तंमातारं हलिसउरेहलिमातरम् ॥ ऋ० मं० १० सू० ११४ मं० ४ ॥

هيءُ رگويد ١٠-١١٤-٤ جو وچن آهي ۽ ان جو سنئون سڌو شبد ارٿ آهي:- (एक: सुपर्ण:) هڪڙو سپرڻ* آهي (स समुद्रं आविवेश) جو آڪاش ۾ وياپي رهيو آهي؛ (स इदं विश्व भुवनं विचष्ट) اهو سڀني جڳت کي ڏسي رهيو آهي. آءٌ (पापेन मनसा) ٿرپرانت گيان سان، (अन्तित:) ٻنهي جي اندر ۾ ارٿات هرديه ۾ (तम् अपश्यम्) اُنکي ڏسندو آهيان. (तं माता रेहिल) ڪيس آڪاش وياپي رهيو آهي. (स : उ) ۽ هو (मातरम् रेहिल) آڪاش کي وياپي رهيو آهي.

نوٽ:- نگهنٽو ١-٣ ۾ سمدر جو ارٿ انترڪش آهي. نگهنٽو ٣-١١ انوسار وچشٽي جو ارٿ ”ڏسڻ“ آهي. نرڪت ٧-٢٦ ۾ ماتا شبد جو ارٿ انترڪش ڪيل آهي؛ ڇاڪاڻ ته جنهن ماتا جي گرڀ ۾ پراڻي ٿا رهن؛ تهڙي نموني ”آڪاش“ ۾ سڀ پدارٿ ٿا رهن. پاٺڪو! ڏسو! آهي ڪٿي اُپاڌي لڳائي ارٿ ڪرڻ جي گهرج؟ ساڳيءَ طرح برهدارڻيڪ اُپنشد ٦-٣-١١ ۾ به اُپاڌي شبد ڪونهي ۽ نڪي لڳائڻ جي ڪا گهرج ئي آهي. ليکڪ وڏي وڇڻ جي ٻوڪان ارٿ نٿو ڏجي.

رگويد جي منتر द्वा सुपर्णा ارٿات ١-١٦٤-٢٠ جو ارٿ اترو ته سپشٽ آهي، جو ڀاڳ ڪبير صاحب جن به انهيءَ انواد هن ريت ڪيو آهي:-
برڪش ايڪ پنڇي دو ٻيٺي، ايڪ گرو ايڪ چيلا. چيلا سڀ ڦل چڱ چڱ کايا، گرو رهت اُڪيلا.

مٿيون شلوڪ سکن جي **گرنٿ** ۾ به آيو آهي. اٿي **رشي ديانند** جي ارٿ جي پشٽي ڪري رهيا آهن.

دارشنڪ = Scientific **ارٿ**- ڇاندوگيه اُپنشد جي جنهن [٦-٢-١] منترن مان نوين ويدانتي **ادوئيت واد** سڏ ڪرڻ لي گهڻو زور ٿا ڏين، تنهنجو سچو ارٿ پنڊت تلسي رام سواميءَ **ڀاسڪر** پرڪاش ۾ هيٺين ڪيو آهي:- सत्= ست اهو پدارٿ آهي؛ جو ٽنهي ڪالن ۾ ناس نه ٿئي. ان پرماڻي ايشور، جيو ۽ پرڪرتي ٽيئي ستيم = نتيه آهن، ۽ ان مان ٽنهي جو ارٿ ٿو نڪري. ست سان گڏ جي चित् = چت به گڏ هجي، ته सचित् = سچت = چيتن ٿيندو؛ ارٿات اهي پدارٿ جي نه رڳو ٽنهي ڪالن ۾ ناس نه ٿين، پرنتو ٽنهي ڪالن ۾ چيتن پڻ هجن، ۽ اهي آهن جيو ۽ ايشور، ارٿات سچت شبد منجهان پرڪرتي نڪري وڃي، پر جي سچت ۾ آنند به گڏ هو ته ٿيندو سچدانند = सच्चिदानन्द = ست + چت + آنند = **پرميشور**! ارٿات سچدانند

* سرپشٽ گيان وارو.

مجهان جيو ۽ پرڪرتي اُهي جو ڳمان نتو ٿئي، پر ان مان وڌيڪ ايشور جو ارٿ ٿو نڪري.
هيٺئر ڏسو منتر جو شبد ارٿ :-

सदेव सोम्येदमग्र आसीदेकमेवाद्वितीयम्। तद्धैक आहुरस देवेदमग्र आसीदेकमेवाद्वितीय। तस्मादसतः सज्जायत।
छां० उप० प्र० ६ ख० २ मं० १ ॥।

شبد ارٿ:- (सदेव सोम्येदमग्र आसीत) هي سومهه! پهرياڻين ست ئي هو اوتات جيو، ايشور ۽ پرڪرتي ٽيئي هڪ هوا. ( एकमेवाद्वितीयम् ) اهو هڪڙو ٻي آدي سموهه هو، (तसमादसत: सदऽज्ञायत) پر شونيه وادي ٿا چون ته پهرياڻين است ئي هو، (तद्धैक आहुरसदेवेदमग्र०) ۽ ان است مان ست اُپنيو.

پاٺڪو! مٿين ٽنهي ارٿ ڪرڻ مان ايشور جيو پرڪرتي ٽنهي جي هستي سڌ ٿي وڃي. ايشور، جيو ۽ پرڪرتي ٽيئي ستيه آهن، تنهڪري ست شبد مان ٽنهي کي گرهڻ ڪيو. ته نه وڌيڪ ڪا به شنڪا نه رهندي، پر ارٿ به بلڪل وڳيانڪ ٿي پوندو.

چاندوگيه اُپنشد جي منتر جو سچو ارٿ:- چاندوگيه اُپنشد جي پرپاٺڪ ٣ کنڊ ١٤ جي منتر پهرين کي به نوين ويدانتي ادوئيت واد جي سڌيءَ لاءِ پيش ٿا ڪن. پنڊت جوالا پرشاد مصر "ديانند تمر ڀاسڪر" ۾ نه وڌيڪ اهو پر انجي (ادوئيت واد جي) پشٽيءَ ۾ منتر نمبر ٢، ٣ ۽ ٤ ڏنا آهن. انجي اُتر ۾ پنڊت للهرام سواميءَ سڀني منترن جو سچو ارٿ ڪري سڌ ڪيو آهي، ته اهي منتر به دويت واد کي پشٽي ٿا ڏين! اسين وستار جي ڀؤ کان نه ڏيئي وڌيڪ پهرين منتر جو ارٿ هيٺ ڏيون ٿا.

सर्वं खल्विदंब्रह्म तज्जलानिति शान्त उपासीत खलुक्रतुमयः पुरुषोयथाक्रतुरस्मिंल्लोके पुरुषोभवतितथेतः प्रेत्य भवति सक्रतुं कुर्वीत ॥ छां० प्रपा० ३ । खं० । १४ मं० १ ॥

شبد ارٿ:- (शान्त:) شانتي وان منشيه (इद सर्वम्) هن سموري اڳ ۾ چيل (ब्रह्म:) برهم جي (खलु) نشچيه سان (उपासीत्) اُپاسنا ڪري. (पुरुष:खलुक्रतुमय:) منشيه اوس ڪرم ڪندڙ ٿي آهي، اوتات ڪرمن انوسار ٿي جاڻيءَ، آنڌ ۽ پوڳ (دک سک) کي پراپت ڪندو آهي. (तथा इत: प्रेत्य भवति) منشيه هن لوڪ ۾ جهڙا ڪرم ڪري ٿو، (पुरुष: अस्मिंल्लोके यथाक्रतु: भवति) ان انوسار ئي اُنان مرڻ ڪانپوءِ ٿو ٿئي (جنم ۾ ٿو اچي.) (इति) تنهڪري (तज्जलान) هن برهم جي اُپجي ڪيل ۽ اُن برهم ۾ ئي لين (جذب) ٿيندڙ پدارٿن جو، (स) اهو شانتي وڪندڙ ماڻهو (क्रतु कुर्वीत) ڪرم ڪري يا يگيه ڪري. اوتات پرميشور جي پيدا ڪيل ۽ انت ۾ (پرليه مهل) ان ۾ ئي رهندڙ پدارٿن جو، شانتي رکندڙ ماڻهو يگيه ڪري اوتات اهي پدارٿ ٻئا لوڳيه اُپڪار ۾ لڳائي.

پاٺڪو! ڏسو ته ڪهڙو نه سندر ارٿ آهي! ڪٿي آهي ان ۾ ادوئيت واد جو منڊن؟ منتر نمبر ٢ ۾ ته صاف طرح پن آتمائن جو ورڻن ٿو اچي! تاهم ته جيڪي چار منتر پنڊت جوالا پرشاد پنهنجي ادوئيت واد کي پشٽ ڪرڻ لاءِ ڏنا هوا، سي چارئي پنڊت للهرام سواميءَ جي ڪيل ارٿ موجب دوئيت واد جي پٺڀرائي ٿا ڪن.

**اِڇا مان سرشٽي اُتپتي** :- آٺين سملاس جي صفحي ٢٤٤ ۾ جو تيترئي اپنشد برهمانند وليءَ جي انواڪ ٦ جي وچن ٣ ۾ جنهن جو ارٿ نون ويدانتين اهو ڪيو آهي، ته برهم اِڇا ڪئي ته گهڻا روپ ٿي پوان، تنهن جي سچي سمجهاڻي **ڀاسڪر پرڪاش** ۾ ڪجهه هيٺ ڏنل آهي:-

**(الف) هڪ ۾ گهڻا**:- راجا سان گڏ سينا هوندي به چيو ائين ٿي آهي، ته راجا جي اِڇا ٿي ته آءٌ شتروءَ کي جيتيان، راجا شتروءَ تي چڙهائي ڪئي وغيره. شڪ ٿيندي ته چڙهائي ڪري سوڀ ڪرڻ جو سمورو ڪم ڪيو ته سينا! پوءِ ڀلا راجا جو نالو ڇو وٺجي؟ انجو اُتر اهو ٿي ٿيندو ته فوج ۾ مکيه ماڻهو راجا ٿي آهي. تنهنڪري رڳو سندس نالو وٺڻ ٿي ڪافي آهي. ساڳيءَ ريت جيڪڏهن **برهم** انيڪ روپن ۾ ظاهر ٿيڻ جي اِڇا ڪئي، ته ڪا آڪشيپ جهڙي ڳالهه ڪانهي. گهڻن روپن ۾ پرگهٽ ٿيڻ جي سامگري [مصالحو] جيو ۽ پرڪرتي پرليه ڪال ۾ به اُن وقت موجود هئي، ۽ اُن کي پنهنجي سامرٿ (نمت ڪارڻ) سان **جڳت** روپ بڻائي ڇڏيائين.

اِنهيءَ ساڳئي وچن ۾ جو तदैक्षत شبد پيل آهي، تنهن جو اکري ارٿ آهي. "اُن [برهم] اِڇا ڪئي". ان مان ويدانتي انڪرائي ڪڍندا آهن ته هي جڳت **برهم** جي اِڇا ڪرڻ ڪرائي پيدا ٿيو آهي، ارٿات اِڇا مان ٿي اُتپن ٿيو آهي ۽ نه جيو ۽ پرڪرتيءَ منجهان. انجو جواب **ڀاسڪر پرڪاش** ۾ ڪجهه هن ريت ڏنل آهي:- جڏهن ڪو ڪرتا (فاعل) پنهنجو ڪم بلڪل سهنجائيءَ سان ۽ بنا ڪشٽ جي ٿو ڪري، ته چيو آهي ته فلاڻو ڪم ته رڳي سندس اِڇا يا اشاري تي ٿي رهيو آهي. ڇاڪاڻ ته سرشٽيءَ جي ٺاهڻ ۽ ڊاهڻ ۾ ايشور کي ڪا به ڪٺنائي ڪانه ٿي ٿئي، تنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته هي سمورو جڳت سندس اِڇا ڪندي ئي پيدا ٿيو يا سندس اِڇا مان پيدا ٿيو. ارٿات جتي سواڀاوڪ ريت يا سهنجائيءَ سان ڪم ٿو ٿئي، اُتي **ڪرتا** جو نالو نه وٺجي ته ڪو دوش ڪونهي؛ جيئن ڪٿي چئجي ته رسوئي تهي ٿي، ميهن پوي ٿو وغيره. اِتي رسوئي ڪندڙ ماڻهوءَ ۽ ميهن وسائيندڙ پرماتما جو نالو ئي ڪونهي، جيتوڻيڪ هرڪو سمجهي ٿو ته رسوئيءَ ۽ ميهن جي سامگري (اُپادان ڪارڻ) اڳ ۾ ئي موجود آهي ۽ سندن **نمت ڪارڻ** به! پر اُهو ته ٿيو اڻ ڪٿي ڪٿ ڪندڙن. اڳتي پرماڻڪ ڪندڙن ۾ ڏسو:-

**اِڇا ڪندڙن جي موجودگي**:- پنڊت گنگا پرساد اُپاڌيايه پنهنجي **ادوئيت واد** جي ڇاپي پهرين جي صفحي ٣٧٠ تي لکن ٿا ته ساڳئي تيترئي اپنشد جي ڀرگو ولي وچن کان رڳو هڪ سٽ اڳتي لکيل آهي ته:-

तत् तेज ऐक्षत बहुस्यां प्रजायेय । ता आप ऐक्षन्त बह्व स्याम प्रजायेय ॥

ارٿات- انهيءَ اِڇا ڪئي، ته گهڻي ٿي پوان. جل اِڇا ڪئي ته گهڻو ٿي پوان انياديءَ. ان مان پرڪرتيءَ جي اسٿول تتون جي هستي بلڪل ظاهر ٿيڻ ڪري **ادوئيت واد** جو سڌانت بنهه اُڏامي ٿو وڃي.

**جي پرماتما ست آهي ته سندس ڪاريه جڳت به ست آهي**:- ڇانڊوگيه

اُپنشد ۾ اُدالڪ رشيءَ ۽ شويتڪيتوءَ جي سمواد ۾، رشي هر هر شويتڪيتوءَ کي ٿو چوي "تت توم اسي = तत्त्वमसि" جنهنجو ارٿ ويدانتي ٿا ڪن ته "هي شويتڪيتو! اهو برهم تون ئي آهين." پر جن ڇهن پر پائڪ ڇڱيءَ ريت پڙهيو آهي ۽ اُنجي سورهن لئي کنڊن جو هڪ ٻئي سان لاڳاپو جاچيو آهي، سي اوس اُهين ئي چوندا ته مٿيون ارٿ اشڌ آهي ۽ ڇاڪاڻ ته اُن ۾ سوال ٿو اُٿي ته:- कथमसतः सज् जायेत?

ارٿ:- اَست منجهان ست ڪيئن اُپن ٿيندو؟ يعني جنهن جڳت کي ويدانتي اَست يا مٿيا ٿا چون، سو جي برهم مان پيدا ٿيل آهي، ته برهم اَست ٿو سڌ ٿئي. پر ويدانتي برهم کي ست مڃيندا آهن، تنهن ڪري اُن مان اُپن ٿيل جڳت به ست ئي سڌ ٿيندو. ست مان ست پئدا ٿي سگهي ٿو. برهم به ست ۽ جيوُ ۽ پرڪرتي به ست! تنهنڪري پرليه ڪانپوءِ برهم منجهان جيوَ ۽ پرڪرتي اُپن ٿيا، اهوئي سنيه سڌانت آهي. "تت توم اسي" جو اکري ارٿ "اهو تون آهين" اُنترو ئي ٿيندو، برهم لاءِ ڪو به شبد اُنهن اکرن ۾ ڪونهي! تنهنڪري اُنجو سنئون سڌو ارٿ ئي وٺڻ گهرجي.

اسين برهم ٿي نٿا سگهون:- "اهم برهم اسمي = अहं ब्रह्मास्मि" جو ارٿ ويدانتي "آءٌ برهم ارٿات پرميشور آهيان"، اُئين ڪندا آهن. برهم شبد جا انيڪ ارٿ آهن، تن مان ڪي ٿورا هيٺ ڏجن ٿا:-

برهم = [١] ايشور، [٢] جيوُ، [٣] پرڪرتي، [٤] گيان، [٥] ويد، [٦] وڏو يا مهان، [٧] جل آدي. اُن موجب اهم برهما اسميءَ جا ارٿ (الف) آءٌ وڏو آهيان. (ب) آءٌ سڀني پراڻين ۾ سرشٽ آهيان، (ٻ) آءٌ جيوُ آهيان (پ) آءٌ ويد وگيان سوروپ آهيان، به ٿي سگهن ٿا. "برهماتما" شبد جو ارٿ ٿيندو "وڏو آتما" يا "اهو آتما جو ايشور، جيو ۽ پرڪرتيءَ مان ٿيل آهي."

مايا جو چارٿ:- پنڊت گنگا پرساد اُپاڌيايه پنهنجي پستڪ ادوئيت واد جي چوٿين اڌيائي ۾ ويدن، شاسترن، اُپنشدن آديءَ منجهان "مايا" شبد جا انيڪ ارٿ ڏنا آهن. اُنهيءَ ڪري نوين ويدانتين واري ارٿ يا "اگيان" ئي هرڱ ٺيڪ نه آهي.

(ا) ادوئيت واد جو کنڊن

پاڱو پهرين:- وگيان ۽ يڪتين جي آڌار تي

(ا) پرتيڪش پرمان انوسار ادوئيت واد جو کنڊن:- (الف) پرڪرتي ۽ گيان پراپت ڪرڻ لاءِ پرماتما ڏسڻ، ڇهڻ، چکڻ، ٻڌڻ ۽ سنگهڻ جون پنج گيان اندريون ڏنيون آهن. اُنهن دوارا نشچيه پروڪ ڏسون ٿا ته هن جڳت ۾ اسنکيه پراڻي آهن، ڏهاڙي ڪئين اچن ٿا ۽ ڪيترائي وڃن ٿا. اُنهنکانسواءِ جڙ سرشٽيءَ ۾ سج، چنڊ، تارا، پهاڙ، نديون، سمنڊ به پرتيڪش ڏسجن ٿا. نه رڳو اهو پر جيو ۽ جڙ جڳت جي پدارٿن جي گڻن ۾ ڀيد، ۽ اُنهن پنهنجي جا ڪرڻ ڪرم، هڪ سرو وياپڪ، سرو شڪتيمان، سرو آڌار، ايڪ رس ۽ اچل پرماتما جي ڪرڻ ڪرمن سيلوّن کان پڌري پٽ نيارا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ايتري هوندي به جي ماڻهو پنهنجي بڌيءَ کي پرساني، هٺ ئي لئي ٻٽر رکي ۽ اُئين ٿا چون، ته هڪڙي برهم کان

مسلمانن ۽ عيسائن جو متو آهي، ته جيو انادي ڪينهن، الله ميان نوان نوان روح ٺاهي سنسار ۾ موڪليندو ٿو وڃي، ۽ هر ڪنهن جي ڀاڳ ۾ دک ۽ سک جو ڀاڱو پنهنجي اڇا انوسار اڳ ۾ ئي لکي ٿو ڇڏي. هيءَ ڳالهه نه ٻنهي نياءَ جي ورڌ آهي ته پاڻ ٺاهي ۽ پنهنجي اڇا هلائي، ڪنهن کي دکن ۾ پيڙي ۽ ڪنهن کي آرامن ماڻائي. پر جنم کان اڳ انهن مڙني ڳالهين کي چڱيءَ پر نياءَ انوسار سڀائي ٿو. انهيءَ لاءِ ڪيترن ئي دليل ٩ سملاس ۾ ڏنل آهن.

**ست ۽ است ويچار:- ويدانتي:-** جڙ ۽ چيتن جيڪي ڏسجي ٿو، سو برهم مان الڳ نه آهي. برهم ست ۽ جڳت مٿيا هئڻ ڪري پرلي ۾ هيءَ سرشٽي وري برهم روپ ٿي پوندي. **سڌانتي:-** جي برهم ست آهي، ته سندس ڪاريه روپ سرشٽي به ست ٿي هئڻ گهرجي. ڇو ته سڀني جا ڪرم سچا ۽ ڪرڻ جا ڪرتا ليکيا آهن، پوءِ اوهين جڳت کي مٿيا نه ڄاڻي ڪئن ٿا چئو؟ **ويدانتي:-** انڪري جو جيڪي به جڳت ۾ آهي سو نالا ۽ روپ ٿو بدلائي. ارٿات ڇاڪاڻ ته سندن نالا ۽ روپ ست= سدا استر نٿا رهن، انڪري جڳت مٿيا= است ٿو ڪوٺجي! **سڌانتي:-** رڳو رنگ روپ ۽ نالن بدلائڻ ڪري ڪا وستو است يا مٿيا نٿي سڏجي سگهي. جي ائين مڃيو، ته اوهانجو برهم به مٿيا ٿي پوندو. ڇاڪاڻ ته جنهن هڪڙي نالي ۽ هڪڙي روپ ۾ اوهانجي سڌانت موجب، هو سرشٽيءَ کان اڳ پرلي جي وقت موجود هو، تنهن مان مڙجي، هن سرشٽيءَ ۾ هن انيڪ نالا ۽ روپ ڌارڻ ڪيا آهن. ۽ وري جڏهن پرلي ٿيندي ته پنهنجي نج نالي ۽ روپ کي اچي پهچندو. پوءِ پلا ان حالت ۾ برهم مٿيا ڇو ڪينهي؟ **ويدانتي:-** اوهان ٿي سمجهيو. **سڌانتي:-** ويدانت شاسترن ۾ سون ڪسي ۽ ان مان ٺهيل ڳهڻي کي است ڪري مڃيو ويو آهي. ڇو ته زيور ڪيترن ئي نالن ۽ روپن ۾ مڙجي ٿو سگهي. ارٿات **ويدانت موجب رڳو نالا ۽ روپ است آهن ۽ نه آهي پدارٿ، جن مان اهي نالا ۽ روپ ٺهيا** سڀاڻيءَ ريت هن سرشٽيءَ جي رچنا ۾ ٽي انادي ۽ نتيه **پدارٿ** ارٿات ايشور، جيو ۽ پرڪرتي ست آهن، **ايشور** آهي هڪ رس نراڪار، سرو شڪتيمان ۽ سرو گيه ۽ سرو وياپڪ، تنهنڪري هڪ رس هئڻ ڪري ڪيس نالن ۽ روپن مٽائڻ جي گهرج ئي ڪانهي. جيو به نالي ۽ روپ رهت آهي، پر الپ، ٿورو ڄاڻندڙ ۽ محدود هئڻ ڪري ۽ ڪرمن انوسار جنم مرڻ جي بندن ۾ اچڻ ڪري، رڳو سندس شريرن کي نالا ۽ روپ ملن ٿا. **پرڪرتي** جڙ هئڻ ڪري سدا پرڻامي ارٿات نالن ۽ رنگن روپن مٽائيندڙ آهي. پڌرو آهي ته ٽيئي ايشور، جيو ۽ پرڪرتي **ست** آهن ۽ ڪڏهن به ناس نٿا ٿين.

(٣) **برهم ۽ جيو ۾ سياويڪ ڀيد:-** [١] منشيه سيڪاري مان ئي سڀ ڪجهه سکي ٿو ۽ وڏي هوندي جنهن به سکيا جي پرڀاو هيٺ اچي ٿو، تهڙو ئي پاڻ سڏائي ٿو. اسين برهم آهيون يا جيو؟ ان ڳالهه جو نرڻيه ڪرائڻو هجي ته ڪنهن اڻ سيکاريل ننڍڙي ٻار کان ئي ڪرائجي. ڏسو ته ٻار سياويڪ طرح پاڻ کي جيو ٿو سڏائي يا برهم؟ هڪ ٻئي وِهين جي ٻار ساڻ ويدانتيءَ جي ڳالهه ٻولهه:-

ويدانتي:- هي ڏه سير بار مٽي ۾ ڪٿي سگهندين؟ ٻار:- نه! شڪتي ڪانهي، (پرماتما وانگر سرو شڪتيمان نه آهيان). ويدانتي:- برهم ڇا کي ٿا چون؟ ٻار:- ڀڳوان ڄاڻي (الپگيه آهيان) ويدانتي:- هينئر آءٌ پنهنجي من ۾ ڇا ٿو چوان؟ ٻار:- ايهو ڄاڻي انترياميءَ نه آهيان). ويدانتي:- الماڙيءَ مان ڪتاب ڪڍي ڏي. ٻار:- ڏسي نٿو سگهان! (الپ آهيان). ويدانتي:- تنهنجو منهن ڪوماڻل ٿو ڏسجي ٻار:- بيمار آهيان (پرماتما وانگر اجر ۽ نروڪار نه آهيان). ويدانتي:- پيءُ کي ڇا لڳو پيو اٿئي؟ ٻار:- پتو نه آهي. (سرو وياپڪ نه آهيان پر محدود آهيان). ويدانتي:- پيءُ ته ڪين ٿو ڪپيان! ٻار:- ڊڄي وڃو. (ارٿات سڀ ڪيائين ته آءٌ پرماتما جيان ابهه = بيخوف نه آهيان).

پاٺڪو! ايهو ٻار جي جوابن جو ترجمو شاستري ڍنگ سان ڏنگين لڪن ۾ ڏنل آهي، جنهن مان سڌ پوندي ته سمورا جواب جي ٻار ڏنا، تن مان هو پاڻ کي جيو ثابت ڪري رهيو آهي ۽ نه برهم!!! (٢) جيڪڏهن برهم پاڻ ئي جيو بڻجي پيو آهي ته ويدانتي ٻڌائين ته ڇو ٿيو؟ ۽ سڀني کان اڳ اُنکي جيو بڻجڻ جو ڪهڙو ڏنو يا سمجهيو! (٣) جي برهم ئي جيو بڻيو آهي ته چئبو ته سنسار جا جيترا انيڪ جيو آهن، اوترا برهم جا ٽڪرا ٿي پيا، ۽ جي برهم ٽڪرا ٽڪرا ٿي سگهي ٿو ته نه اکنڊ رهيو ۽ نه ايڪ رس! (٤) ويدانتي ٻڌائين، ته سمورو برهم ٽڪرا ٽڪرا ٿي جيو بڻجي چڪو آهي يا اڃا ڪجهه سندس ڀاڱو باقي بچيل آهي ۽ اهو باقي بچيل ڀاڱو ڪٿي ٿو رهي (٥) دويت وادي برهم کي جيو ۾ ڀن- وياپڪ ٿا سمجهن، پر جي اوهانجي وچار انوسار برهم پاڻ ئي پنهنجيءَ اوڃ پديءَ کان ڪري جيو بڻجي پيو آهي ته ٻڌايو ته ان برهم مان بڻيل جيو ۾ برهم وياپڪ آهي يا نه؟ جي چئو هائو! ته چئبو، ته برهم ۾ برهم ٿو سمائي، جو اسنڀو آهي! (٦) برهم جو، جو ڀاڱو اڃا جيو نه بڻيو آهي، سو ڪهڙي ڪارڻ جو جيو بڻجي چڪو آهي، سو ڇو بڻيو؟ ڇا جيو بڻيل ڀاڱي باقي بچيل ڀاڱي کان ڪمزور هو؟ ان اوستا ۾ برهم هڪ رس نه رهيو ٿي ڪو نه. ڇاڪاڻ جو اوستائون ٿو ٻڌائي ارٿات جو ڪڏهن برهم ۽ ڪڏهن جيو ٿو بڻجي، انهيءَ هڪ وس رهڻ ئي ناممڪن آهي. (٧) ٽڪرا ٽڪرا ٿيندڙ پدارٿ ٽڪرن مان ئي ٺهيل هوندو آهي، سو جنهن برهم مان انيڪ جيو بڻجي چڪا آهن، سو برهم پاڻ به جيون جو مجموعو ئي ٿي سگهي ٿو، برهم سڌائيندڙ جي سوانترهستي ڪانه رهندي. (٨) ويدانتي ٿا چون ته برهم ۾ اوديا ٿي ڪڏهن به جيو ٿو ٿئي، چئبو ته برهم اوديا يا مايا کان نربل آهي! ڇا، سرو شڪتيمان برهم کي ۾ ڪا شڪتي دٻائي سگهي ٿي؟ ڪڏهن نه! (٩) ويدانتي ٻڌائين، ته اوديا يا مايا ڇا آهي، ڪٿي ٿي رهي، ۽ ان ڪڏهن برهم کي اٿور ۽ ان کان پوءِ جيو بڻايو؟ (١٠) ڇا اوديا يا مايا برهم کي جيو بڻائي پنهنجي وس ۾ آڻي ٿي سگهي، ته اوديا برهم کي ۽ جيون کي ڪرم ڦل ڏيڻ کان روڪي سگهي ٿي يا نه؟ جي هائو ته سنسار ۾ چڱن ڪرمن ڪرڻ جي گهرج ئي ڪهڙي رهندي؟ جي نه ته ٻڌايو ڇو؟ (١١) جيو کي ڪرم ڦل ڏيڻ جو برهم کي اڌڪار ئي ڪهڙو رهيو، سو به ڪڏهن جڏهن هو پاڻ ئي جيو بڻجي چڪو

آهي؟ ڇا ڪو جج پاڻ ئي ڏوهاري بڻجي، پاڻ ئي پنهنجي ورتي ساکون ڪٺيون ڪري، پاڻکي ڏنڊ ڏياريندو؟ (١٢) ڇا نرڪ نرڪن ڀوڳڻ کان پوءِ به جيئرو رهڻ ۽ پنهنجي شرير جي ٽيل نرڪن کان ڪم وٺڻ ۽ وري ان لئي راڄ ڪرڻ ممڪن آهي؟ جي نه ته پڌايو ته بيشمار نرڪن ڀوڳڻ کانپوءِ برهم ڪيئن جيئرو رهي؛ جيون لئي راڄ ڪري ٿو سگهي؟ (١٣) برهم جو سياوڪ گڻ گيان آهي ۽ سياوڪ گڻ جو ڪڏهن به ناس نٿو ٿئي. پوءِ پڌايو ته گيان سروپ برهم اگياني جيو ڪيئن بڻجي پيو؟ (١٤) ائين چوڻ ته گيان ڀوڳڻ کانپوءِ جيو برهم بڻجي ويندو، سو ٺيڪ نه آهي؛ ڇاڪاڻ ته گيان ملندو آهي برهم مڃيهان پر اوهانجي مت موجب برهم پاڻ ئي اگيان جي پرڀاءَ هيٺ ايندو ٿو وڃي. (١٥) جيو کي برهم سڏيندڙ ماڻهو جنڪ سنسار جي سمورن پاپن، چورين، ويڀچار ۽ ڪرمن جو ڪندڙ برهم کي ئي ٿا ٺهرائين. (١٦) جي جيو سچ پچ برهم هجي ها ته هو سروگيه، سروشڪتمان ۽ سرو وياپڪ هجي ها، پر ائين آهيئي ڪونه. (١٧) جيو کي برهم مڃڻ هر ريت اشڌ آهي، ڇاڪاڻ ته ان سڌانت انوسار سڀئي جيون کي برهم ڪوٺي سگهبو ۽ سنسار ۾ بيشمار برهم ليکڻ ۾ ايندا. پر جي چئجي ته برهم هڪڙو ئي آهي، جو سڀني شريرن ۾ جيو روپ ڌاري رهيو. ته سڌ ٿيندو ته سمورو برهم اگيان وس ٿي جيو بڻجي چڪو آهي. (١٨) استري، پرش، روڳي، مل مورکو، سداچاري، دراچاري سڀني کي برهم ڪوٺڻ مورکتا آهي. هن پنهنجي ئي ٺاهيل سڌانت لئي ويدانتي نٿا هلي سگهن. سندن سڌانت موجب ڪير پڙن ۽ ڳائي چئي ۾ ڪو به ڀيد ڪونهي. پوءِ ڀلا رڳو پيڙا ڳرڪائڻ ۽ چيٽو نه کائڻ ڪيئن ٿا واجب ٺهرائين؟

**انتهڪرڻ جي اپاڌيءَ لڳڻ ڪري برهم جيو نٿو بڻجي سگهي:-** (١) ڇاڪاڻ ته انتهڪرڻ جڙ آهي؛ ۽ جي جڙ انتهڪرڻ جو پرڀاءُ برهم لئي پئجي سگهندو ته ته چئبو ته برهم کان پرابل انتهڪرڻ آهي. انتهڪرڻ وڪاري [ بدلجندڙ ] آهي- برهم جو پرڀاو جي انتهڪرڻ تي پوي ها ته سندس وڪار دور ٿئي ها؛ پر ويدانتي ٿا مڃين ته انتهڪرڻ جو پرڀاءُ برهم تي اٿرو ته گهڻو ٿو پوي، جو ڪيس برهم پڻي جي ماهمن پد کان لاهي گهٽ پدويءَ وارو جيو بڻائي ٿو ڇڏي. پر سڌي ان ڳالهه کي نٿي مڃي. (٢) جي انتهڪرڻ اهڙو پرٻل آهي، ته پوءِ سنسار مان برهم ناس ٿي ويندو؛ ارٿات ڪيئن چئي سگهبو ته فلاڻيءَ جاءِ تي برهم پنهنجيءَ نج اوستا ۾ موجود رهندو؟ ڪهڙي خبر ته ڪڏهن برهم کي انتهڪرڻ وڪري وڃي ۽ ڪيس اگياني بڻائي ڇڏي؟ پوءِ ته اهڙي ڪمزور برهم کي نه مڃڻ ئي چڱو آهي. (٣) ساڳيءَ ريت ڪنهن جيو لئي به ڀروسو نٿو ڪري سگهجي، ته هو ڪيستائين جيو رهندو ۽ ڪڏهن برهم بڻجندو؛ ڇاڪاڻ ته ممڪن آهي ته ڪنهن به وقت انتهڪرڻ ان کي ڇڏي ڏئي ۽ هو برهم بڻجي پوي. اهڙيءَ اوستا ۾ هڪ وڏي ۾ وڏو راجا به ڪنهن مهاپاپيءَ کي ڏنڊ ڏيڻ کان ٻيو ڪيبائيندو؛ ڇاڪاڻ ته جي انتهڪرڻ اُن پاپيءَ کي ڇڏي ڏنو ته اُهو پاپي؛ برهم بڻجي راجا کي ٻيو هر ريت ستائيندو! [٤] ان مت انوسار ته رڳو هر ڪنهن جاءِ وارو برهم انتهڪرڻ جي ڳڌجڻ ۽ جدا ٿيڻ ڪري اگياني ۽ گياني

ٻڌندو رهندو، مگر هرهڪ ڪال ۾ بدلجندو به رهندو، يعني برهم نه ڪڏهن اڪيلو ۽ ايڪ رس رهي سگهندو ۽ نه سرو شڪتيمان، سروگيه، انترجامي ۽ سرو وياپي! تنهن ڪري ۾ اهي مونجهه ڪري سنڌس سيني شڪ گناس ٿي ويندا. (٥) من، بدي، چت ۽ اهنڪار جي ميلاپ کي ٿي انتهڪرڻ ٿو ڪوٺجي. اهو انتهڪرڻ ويدانتين جي مت انوسار گهمندو ٿو رهي ۽ برهم کي هو اچل ٿا مڃين. هيئنر سمجهو ڪري ته گهمندڙ انتهڪرڻ اجمر ۽ رهندڙ برهم کي پڪڙي جيو ٿو بڻائي. وري ٿوري وقت کانپوءِ ساڳيو انتهڪرڻ اجمر واري جيو کي ڇڏي پياور واري برهم کي اچي ٿو وٺي، ارٿات اجمر وارو جيو وري برهم ٿيو پوي. اهڙيءَ ريت نون ويدانتين جي مت موجب اجمر واري ٻهرئين برهم جي شهرن ڏٺيون يا جي ڳالهيون ٻڌيون هيون، سي ان ساڳئي برهم کي جيو ٿيڻ کانپوءِ وري برهم ٿيڻ جي حالت ۾ ياد نه رهن، ڇاڪاڻ ته انهيءَ ائين ماڻهن ۾ جو جيو آهي، تنهنڪري ننڍپڻ جون ڳالهيون مرڻ تائين به ياد رهن ٿيون. ان مان سڌ پيو ته جيو ۽ برهم ۾ نون ويدانتين جي سدانت انوسار به ڀيد آهي، ۽ ان مان دوئيت واد سڌ ٿو ٿئي.

**گهٽ آڪاش، مٺ آڪاش وغيره اپاڌين جي هستي ڪانهي:-** (١) ويدانتي ٿا چون ته اسين ڇهن نتا سگهون ته اپاڌيون گيان واريون آهن يا اگيان واريون. اپاڌيءَ کي هو انروچنيه = अनिर्वचनीय ٿا ڪوٺين، ارٿات جا واڻيءَ سان سمجهائي نه سگهجي - پر سندن اهڙو چوڻ ئي سندن سدانت کي رد ڪيو ڇڏي. ڇاڪاڻ ته اپاڌي گيان سروپ برهم کي اگياني جيو بڻائڻ جي ڀاڱ ۾ شڪتي ٿي وڪي، سا اگيان ڪيئن ڪٿي هوندي؟ (٢) گهٽ آڪاش ۽ مٺ آڪاش جا درشٽانت ڏيئي ويدانتي ٿا سمجهائن ته جهڙيءَ ريت گهٽ (گهڙي=دلي) ۽ مٺ (مندر=جاءِ) جي اپاڌيءَ ڪري پهي جو آڪاش جدا جدا پرتيت ٿو ٿئي، پر سمورو آڪاش هڪڙو ئي آهي، ساڳيءَ ريت سمورو برهم ئي برهم آهي. جو جي هستي جا اوديا يا مايا جي ڪري ڀاسي ٿي، سچ ته آهيئي ڪانه! اها سندن ڀڪتي اجائي آهي، ڇاڪاڻ ته آڪاش ڪڏهن به پاڻ ۾ نٿو ورهائجي سگهي؛ ۽ نڪي ڪي گهڙي جي اندر جو آڪاش ٻاهر واري آڪاش کان جدائي آهي! انهي ائين جيو ۽ برهم ته پڌري پٽ الڳ مڃيا وڃن ٿا. برهم ڦل داتا ۽ جيو ڪرم ڪندڙ آهي. تنهنڪري سندن گهٽ ۽ مٺ وارا درشٽانت وئرٿ آهن. (٣) مٿين درشٽانت ۾ جا گهڙي ۽ مندر جي اپاڌي ڏيکاري آهي، سا ته پاڻ نون ويدانتين جي مت جو کنڊن ٿي ڪري! ڪيئن؟ انڪري جو جهڙيءَ ريت گهڙو ۽ مندر آڪاش کان جدا پدارٿ آهن، تهڙيءَ طرح جيو ۽ پرڪرتي به برهم کان جدا آهن. ڏسو! سندن ئي ڏنل درشٽانت مان ڪيئن نه دوئيت واد جي پشٽي ٿي وڃي آهي! (٤) ائين چوڻ ته برهم اپاڌيءَ لڳڻ ڪري ابهور ۽ جيو ٿيو پوي، سو پڻ اڻپورو آهي، ڇاڪاڻ ته جنهن صورت ۾ ويدانتي برهم جي هستيءَ کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن هستيءَ کي ئي نٿا مڃين، ته پوءِ اپاڌيءَ جي هستي ڪٿان ٿا آڻين؟ ان پرماڻي دوئيت واد سڌ ٿيندو. (٥) ائين چوڻ ته اپاڌيءَ، اوديا يا مايا سان لاڳاپي ڇماڻڻ کانپوءِ

يا پنهنجي نج سروپ جي گيان پراپت ٿيڻ کان پوءِ جيوُ وري برهم ٿي ٿو وڃي، سڌ ٿو ڪري ته جيوُ برهم کان ڀنّ ۽ وڌيڪ شڪتيوان ۽ وڌيڪ گياني آهي! ڇاڪاڻ ته جا اُپاڌي يا اوديا وغيره برهم کي هميشه ڪرائي جيوُ ٿي ٿئي، تنهن اُپاڌيءَ کي جيو ناس ڪري برهم ٿي ٿو سگهي. (٦) جڏهن رواجي چڱا ۽ گياني ماڻهو به اُپاڌين جي پرڀاءَ کان بچي سنسار ۾ سک سان رهي سگهن ٿا ته، ڇا گيان سروپ ۽ سرو شڪتيمان برهم اُپاڌين جي وس ٿي سگهندو هوندو؟ ڪڏهن نه. تنهنڪري اُپاڌين ۽ وياڌين جي ڄار کان جيترو ٿرت نوين ويدانتي ٻاهر نڪرن، اوترو چڱو.

(٦) پرڪرتيءَ جي نتيتا (مادي جي قدامت):- (١) سنسار جا سڀ پدارٿ جي گيان اندرين (حواسن) سان پاسجن ٿا، سي پراڪرت [مادي] ٿا سڏجن. تنهنڪري مادي جي هستيءَ لاءِ هڪڙي اها ئي ڪافي آهي ته مادو پرتيڪش آهي. (٢) جي ماڻهو سڀ جڳت کي برهم مان نڪتل ٿا مڃين، سي ٻڌائين ته برهم چيتن مان هي جڙ پدارٿ ڪٿان آيا؟ جي چيتن مان جڙ پيدا ٿي سگهي ٿو ته سنسار ۾ ڪو مثال ڏيکاريو. محال ڪونهي. تنهن مان سڌ آهي ته مادي جي پنهنجي جدا اناڌي ۽ نتيه هستي آهي. (٣) هرڪا وستو ٽن ڪارڻن جي ٿئي ٿي- [١] نمت ڪارڻ [٢] اُپادان ڪارڻ [٣] ساڌارڻ ڪارڻ. ان مان ثابت آهي، ته جڳت جي بناوت لاءِ به اُپادان ڪارڻ موجود هو. [٤] پرميشور اناڌي ۽ نتيه گياني آهي، تنهنجي گيان کي اناڌي ۽ نتيه استر رکڻ لاءِ انهن پدارٿن جي گهرج آهي، جي اناڌي ۽ نتيه هجن، ۽ اهي آهن جيو ۽ پرڪرتي. جي ڪنهن به ڪال ۾ جيوُ ۽ پرڪرتيءَ جي نيستي مڃجي ته اُن حالت ۾ پرماتما گياني نه رهندو، ڇاڪاڻ ته گياني ٿيڻ لاءِ انهن وستن جي گهرج ٿي رهي، جنهنجو گيان پراپت ڪيو آهي. (٥) جي مادي کي اناڌي ۽ نتيه نه مڃبو ته سوال ٿيندو ته هيءُ ڪڏهن ٺهيو؟ ڇا مان ٺهيو؟ ڪنهن ٺاهيو؟ ڪٿي ٺهيو؟ ڇو ٺهيو؟ ٺهندو ڪنهن ڏي؟ ڪهڙيءَ ريت ٺاهيو ويو؟ وغيره. انهن سوالن جا جواب نه تواريخ ۽ سائنس ٿي ڏئي سگهي ۽ نه مذهبي ۽ ڌرمي اڳوان، ارٿات پرڪرتيءَ کي اناڌي ۽ نتيه نه مڃڻ لاءِ عقلي دليلون ڪهڙيون، سي ملن ٿي ڪو نه ٿيون. ان مان سڌ آهي ته هو اناڌي ۽ نتيه (ازلي ۽ ابدي) ٿي آهي، ۽ نه ڪي نئون ٺهيل. (٦) جي جيو ۽ پرڪرتيءَ کي نوان ٺاهيل مڃبو ته انهن جي ٺهڻ کان اڳ ايشور سرشٽي ڪرتا، پالڪ، راجا، سوامي، ساکشي، نيائڪاري، اناڌي ۽ نتيه گيان وارو، سرو نيتا، سرو آڌار، سرو ڀشور، سرو وياپڪ، سرو انترجامي وغيره نه رهندو! پر ويدانتي لوڙي سڌانتي ٿي ايشور ۾ اهي گڻ اناڌي ۽ نتيه ٿا مڃين، تنهنڪري انهن کي اناڌي ۽ نتيه استر رکڻ لاءِ جيو پرڪرتيءَ کي به اناڌي ۽ نتيه مڃڻ ٿي آوشيڪ آهي. (٧) برهم ۽ جيو به اُپادان ڪارڻ ٿي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته هو چيتن آهن ۽ انهن مان جڙ اُپجي ٿي نٿو سگهي. پر جي مادي کي به اُپادان ڪارڻ نه مڃبو، ته پوءِ انهن ٿي مڃڻ گهرجي ته جڳت پاڻهيئي اُپجي پيو. هن ناممڪن ڳالهه کي اسين ٿوري وقت لاءِ ڪشي ممڪن مڃون، پوءِ ڇا ٿيندو؟ جيو جي بڌن جو ڪارڻ مايا يا مادو هرگز مڃي نه سو

جي مادي جي بندن ۾ ڦاسڻ جو ڪارڻ آهي جيو کي ورندا، ته جيو جو ڪڏهن به ڇوٽڪارو يا مڪتي نه ٿيندي. ازلي جي جڳت کي نسبت، آپادان آدي ڪارڻن مان ٺهيل نه مڃي، اناديءَ ۽ نت پاڻمرادو ٺهيل مڃبو، ته اناديءَ ۽ نت جڳت جا بندن ۾ اناديءَ ۽ نت ئي ٿي پوندا، پوءِ تن مان جيو ڪيئن ڇوٽڪارو پائي سگهندا. (٨) هر ڪنهن جيو کي دک ۽ سک لڳائي پيا آهن. اهي ٻئي هڪ ٻئي جي خلاف پوڙ، آتما جي گڻن جو نتيجو ٿيڻ نه ناممڪن آهن، انهن ڪري دک ۽ سکن جا ڪارڻ ڪي ٻيا ئي ثابت ڪيون. جي انهن جو ڪارڻ ذڪر برهم مڃبو ته سوال ٿيندو، ته ساڳي برهم ۾ هڪ ٻئي جا ورودي گڻ ڪيئن ٿا سمائجن؟ تنهنڪري دک ۽ سک جا ڪارڻ ٻه ٻيا هئڻ گهرجن. بس؟ جتي سک جو ڪارڻ آنند سروپ پرماتما سان سمبنڌ رکڻ آهي، اتي دک جو ڪارڻ آهي پراڪرت وستن سان من لڳائڻ. سڌ ٿيو ته جيو جي دک سک جو ڪارڻ مادو ۽ جيو جيان اناديءَ ۽ نت ئي هئڻ کپي.

## پهرين سرشٽي ڪٿي ۽ ڪيئن اُتپن ٿي؟

### ۱- آد سرشٽيءَ ۾ هر ڪنهن قسم جا گهڻا گهڻا پراڻي يڪدم پيدا ٿيا:-

(۱) پنڊت جوالا پرشاد، ديانند تمر ڀاسڪر ۾ لکي ٿو، ته سوامي ديانند جو "ततो मनुष्या अजायन्त" وچن کي يجرويد جو وچن ڪري لکيو آهي، سو يجرويد ۾ آهي ئي ڪونه: پنڊت تلسي رام سواميءَ ڀاسڪر پرڪاش ۾ اُتر ڏنو آهي، ته اهو پاٺ جنهن جو لکڻ شت پٿ براهمڻ ڪاند ١٤، پرپاٺڪ ٣، براهمڻ ٣، ڪنڊڪا ٣ جي انت ۾ آهي. شت پٿ براهمڻ کي منتر براهمڻ آتمڪ ويد مڃيندڙ سناتن ڌرمي اهو آکشيپ ڪري ئي نٿا سگهن ته هيءُ ڪو يجرويد جو وچن نه آهي. (٢) هتي وچار ٿو ڪجي ته منڍ ۾ جا سرشٽي اُتپن ٿي هئي، سا هڪڙي پراڻيءَ مان اُتپن ٿي هئي يا اَنيڪن منجهان؟ سو يجرويد اڌياءِ ٣١ جي منتر ٨ ۾ چيل آهي ته "اُن پرش کان گهوڙا، هرڻن ۽ مٿين ڏندن رکندڙ پراڻي، رڳو هڪڙي پاسي ڏند رکندڙ ڳئون وغيره پراڻي ۽ ٻڪرا رڍون وغيره سڀئي اُتپن ٿيا" اتي तस्माश्वा अजायन्त شبد لکيل آهن. (٣) پنڊت جوالا پرشاد اُتي ۾ لکيو آهي ته رشي ديانند مهاراج جو "मनुष्या ऋषयश्चये" شبدن کي يجرويد جا شبد ڪري لکيو آهي سي يجرويد ۾ ڪنهن اُن جو جواب هي آهي ته يجرويد اڌياءِ ٣١ جي منتر ٩ ۾ तेन देवा अजायन्त साध्या ऋषयश्चये شبد آهن. اتي رڳو मनुष्या جي بدران साध्या شبد آهي پر اهي ٽيئي شبد साध्या: ऋषय: देवा بهو وچن [عدد جمع] جا هئڻ ڪري وري به ڏيکاري رهيا آهن، ته آد سرشٽيءَ ۾ هڪڙي ئي گهڙي گهڻا پراڻي اُتپن ٿيا هئا. عيسائي ۽ مسلمان جي هڪڙي حضرت آدم منجهان اُتپتي ٿا مڃين، سي مٿين منترن انوسار ڪانا ٿي وڃن ٿا.

۲. **اميٿني سرشٽي ايشوري نيم جي ورڌ ڪانهي:-** پنڊت جوالا پرشاد چوي ٿو ته:- رشي ديانند لکيو آهي ته ايشور سرشٽي نيم کي بدلي نٿو سگهي. جي ائين آهي ته اميٿني سرشٽيءَ ۾ هن گهڻا ماڻهو يڪدم ڪيئن اُتپن ڪيا؟ سرشٽي نيم موجب ته استري پرش کانسواءِ منش جي اُتپتي ثابت ٿي نه گهرجي.

پنڊت تلسي رام سواميءَ جو اُتر :- سرشٽيءَ نيم پدليو ٿي ڪري ۽ اهو سدا جو نيم آهي، ته جڏهن جڏهن پرلاءِ ڪاڻپوءِ سرشٽي اُتپن ٿيندي آهي، تڏهن تڏهن پهريان سرشٽي امئٿني پيدا ٿيندي آهي ۽ پوءِ مئٿني سرشٽيءَ جو سلسلو آرنڀ ٿيندو آهي. پر ته جا شڪا اوهانکي گهڻن ماڻهن جي هڪدم اُتپن ٿيڻ ۾ ٿئي ٿي، ساڳي شڪا برهما آدي ڪڙي ماڻهوءَ جي اُتپن ٿيڻ ۾ به اُٿي سگهي ٿي.

۳. برهماجيءَ جو برهما ورت ۾ اُتپن ٿيڻ :- پرشن :- سوامي ديانند، اگني، وايو، آدتيه کان پرموڙا ٿا ليکين، پر اسانجي مت موجب سڀني کان پهريان برهماجي برهما ورت ۾ اُتپن ٿيا.

اُتر :- اوهان ته پرٿوي آدي سموري جڳت جي اُتپتي ۽ برهما مڃيهان ٿا مڃو! يعني اوهانجي مت انوسار ته جل مان ڪنول، ڪنول مان برهما، برهما مڃيهان سرشٽي اُتپن ٿيل آهي. انمان ته سڌ ٿيو، ته برهما جي اُتپتيءَ کان اڳ جڳت ۾ ڪنهن به ديش جو نالو ڪونه رکيو ويو هو، پوءِ برهما ورت ڪٿي هو. جتي برهما اُتپن ٿيو؟

۴. آد سرشٽيءَ ۾ رڳو هڪ ورڻ هو :- پنڊت جوالا پرشاد چوٿون ब्रह्मणोस्य मुखमासीत० هن يجروید اڌياءِ ۳۱ جي منتر ۱۱ انوسار چارئي ورڻ سدا کان آهن.

انهيءَ جي اُتر ۾ پنڊت تلسي رام جن آکيو آهي ته مهاڀارت ون پرو اڌياءِ ۱۸۰ ۾ لکيل آهي ته "هيءَ سارو جڳت پهريائين هڪ ورڻ هو، پر هي يڌشٽر! ڪرمن ۽ ڪريا جي پيد ڪري چار ورڻ بڻجي پيا".

۵. چار ورڻ گڻ ڪرمن سڀاوَ ڪري ٿيا :- مٿي ڏيکاريل يجروید جي ۳۱-۱۱ واري منتر جو ارٿ سناتني پاڻ هيئن ڪندا آهن :- "براهمڻ برهم جي مک مان اُتپن ٿيا، ڪشتري سندس ٻانهن مڃيهان، وئشيه سندس ڄنگهن مان ۽ شودر سندس پيرن مان اُتپن ٿيا." هن ارٿ کي پنڊت تلسيرام سواميءَ ويد ورڌ ۽ وياڪرڻ انوسار اَشڌ ۽ پرڪرڻ جي ورڌ سڌ ڪيو آهي. وڌيڪ وستار ڀئه ڪري اسين هت انجو بيان نٿا ڏيئي سگهون ۽ پاٺڪ ڀاسڪر پرڪاش ۾ ڏسن.

۶. سرشٽي پهريائين تبت ۾ ٿي اُتپن ٿي :- پنڊت جوالا پرشاد آکيپ ڪيو ڪري ته رشي ديانند جو منش جي اُتپتي پهريائين تبت ۾ ڏيکاري آهي، تنهن ۾ شاستري پرماڻ ڪونه ڏنو اٿس. انجو اُتر آهي ته رشي ديانند تئتريه اُپنشد جو پرماڻ ڏنو آهي، سو ڏيکاري ٿو، ته سرشٽيءَ جي ابتدا ۾ پهريائين آڪاش تتو اُتپن ٿيو، تنهنکانپوءِ وايو، اگني، جل، پرٿوي، اَن، اَن مان ويرجُ ۽ تنهن مان منش اُتپن ٿيو. اَن پرٿويءَ مان ٿو اُپجي. سو پرٿويءَ جو جيڪو ڀاڱو پاڻيءَ مان نڪري پهريائين اَن پيدا ڪرڻ لائق بڻيو هوندو، اُتيئي ماڻهو آدي پيدا ٿيا هوندا. جي پرٿويءَ کي سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ کان اڳ هڪ برندڙ گولو ڪري سمجهجي، ته به تبت ٿي سڀني کان مٿاهون هئڻ ڪري سڀني کان اڳ ٺري اَن پيدا ڪرڻ جي جوڳيه ٿيو هوندو، جي سمجهجي، ته پرٿوي جل مان اُتپن ٿي، ته به تبت ٿي

ڀرپائين ڄل کان نڪري ان پيدا ڪري سگهبو هوندو. تنهنڪري اُلٽي سرشٽيءَ جي اُلٽي مڃڻ شاسترن ۽ سائنس پٽاندڙ آهي.

**٧. ترورشٽپ ڇو ۽ آريه ورت ڇو نه؟:-** پنڊت جوالا پرشاد پڇي ٿو ته جيڪڏهن آرين جي آدي اُتپتي تبت ۾ ٿي آهي، ته ڪنهن سنسڪرت ۾ ترورشٽپ त्रिविष्टप ڇو ڪوٺيو ويو؟ انکي آريه ورت ڪونه ڪوٺيو هو. پنڊت تلسي رام سوامي اُتر ۾ لکي ٿو ته ترورشٽپ نالو انکري ڏنائون، جو اُتي ٽي ويد، يا مُکيه جاتيءَ جا ٽي ورڻ، يا ٽيون وديائون [گيان، ڪرم ۽ اُپاسنا] آدي ڀرپور اُتي هيون. اهو نالو "آريه ورت" کان ڪو گهٽ درجي جو ڪونهي. (ب) جيسين "آريه ۽ دسيو" نالي وارا ٻه پيدا نه ٿيا هئا، تيسين آريه ورت نالو ڏيڻ واجب ٻه نه هو. (ب) انوادڪ [ڪپت راءِ گوروي] جو نج رايو آهي ته ترورشٽپ نالو انڪري پيل هجي، جو ايشيا جي قدرتي ڀاڱن واري نقشي ۾ تبت جو ملڪ هڪ ٽڪنڊي آڪار وارو آهي. ان ٽڪنڊي اندر جا ڌرتي آهي، سا سموري سمنڊ جي سطح کان پندرهن هزارن فوٽن کان مٿي آهي.

## پرٿويءَ جي ڦيري تي آکشيپ

ان وشيه تي پنڊت جوالا پرشاد ڪيترا اعتراض ڪيا آهن، جن مان نموني طور ٻه وڏا آکشيپ ۽ سمڌان اُن هيٺ ڏجن ٿا:- (١) سوامي ديانند انگريزن جي پٺيان هلي لکيو آهي ته پرٿوي گهمي ٿي ۽ انگريزن جي انوسار هڪ ڪلاڪ ۾ پرٿوي ٽي سوَ سوا ٽيهه ميل ٿي گهمي. ان پرماڻي جي ڪبوتر پرڀات ڪال جو گهر ڇڏي آڏامي ٿا وڃن، سي ٻپهري جو گهر موٽڻ نه ڪين ۽ چاڪاڻ ته ڇهن ڪلاڪن ۾ پرٿوي هڪ هزار نو سو ايڪاسي هڪ ڀاڱي پنج ميل اڳتي نڪري چڪي هوندي، ۽ ڪبوتر ايترو آڏامي نٿا سگهن. **اُتر:-** ڪبوتر کان اڳم انڪري ڌرتي نه نڪري ويندي، جو ڌرتي پنهنجن سمنڊن ۽ سمنڊن مان ٤٩ ميل گهرائيءَ (عمق) ۾ جو وايو منڊل آهي، تنهن سان گڏ پنهنجي سرائيءَ تي ڦري ٿي! ڪبوتر ٻه ان ساڳي وايو منڊل ۾ آڏامن ٿا، تنهن ڪري پرٿوي کانئن اڳ نڪري نه ويندي. [**نوٽ:-** آلسڪاليوه ڀاسڪر پرڪاش ۾ جوتش شاسترن ۽ ويد منترن جي آڌار تي ڏيکاريل آهي ته سوامي ديانند جيڪي لکيو آهي، سو سنسڪرت ساهتيه پڙهي ۽ نه انگريزن تان نقل ڪري. سچ ته اِئين آهي ته انگريزن ۽ ٻين يورپ جي ودوانن جوتش وديا اسان جي شاسترن مان ئي هٿ ڪئي آهي. (٢) سوامي ديانند لکن ٿا ته تارا آدي پنهنجي سرائيءَ تي گهمڻ ڪري آڪاش ۾ استر آهن، پر ڌرو تارو نٿو گهمي، انگريز ڪيئن ڌرو تا چون. **اُتر:-** ڏکڻ ۽ اُتر ڌرو تارن جي سڌائيءَ ۾ ڌرتيءَ جي سرائي يا محور = AXIS آهي، جنهنجي چوڌاري ڌرتي ڦري ٿي. تنهنڪري جهڙيءَ ريت ڪنهن گهمندڙ ڦيٿي جي آري تي ويٺل ڪتي سدائين ڦيٿي جي سرائيءَ کي پاڻ کان هڪجيترو پري ۽ انڪري ٿي هڪ جاءِ تي قائم ٿي ڏسي، ساڳيءَ ريت ڌرتيءَ تي رهندڙ ماڻهو ٻه ڌرو تاري کي سدائين هڪ جاءِ تي قائم ٿي ڏسندا. سنسڪرت ۾ ڌرو شبد جو ارٿ سرائي = Axle = Axis ٿي آهي. ڌرو تارو ٻه پنهنجي سرائي تي ڦرندو ٿو رهي. آٺين سملاس تي ٽپڻيون پوريون ٿيون

ओ३म्

# نائون سملاس

## وديا، اوديا، بنڌ ۽ موکش جي وشين جي وياکيا

ودیا ۽ اوديا جو سوروپ:- [ هيٺين يجرويد اڌياءِ ٤٠ جو منتر ١٤ آهي . ]

विद्यांचाऽविद्यां यस्तद्वेदोभयꣳसह । अविद्यया मृत्युं तीर्त्वा विद्ययाऽमृतमश्नुते ॥ यजु० ४० । १४ ॥

جو ماڻهو وديا ۽ اوديا جي سوروپ کي گڏو گڏ ڄاڻي ٿو، سو ئي اوديا ارٿات * ڪرم ۽ اپاسنا دوارا مرتيو کان پار لنگهي، وديا ارٿات شڌ گيان دوارا موکش پائي ٿو.

اوديا جو لکڻ [ يوگ سوتر ۾ هيٺين ڏنل آهي . ]

अनित्याशुचिदुःखानात्मसु नित्यशुचिसुखात्मख्यातिरविद्या ॥ [ पातं० द० साधनपादे सू० ५ ]

[ ارٿ: انتيا ۾ نتيتا، اپوترتا ۾ پوترتا، دک ۾ سک ۽ اناتما ۾ آتما جو ڀاسڻ اوديا جي نشاني آهي . ]

وياکيا:- انتيه سنسار ۽ ديهه آديءَ کي نتيه سمجهڻ، ارٿات جو ڪاريه £ جڳت ڏسجي ٿو، ان کي [ هميشه ائين سمجهڻ ] ته هيءُ سدا رهندو ۽ سدا کان آهي، ۽ [ ائين وڃار ڪرڻ ته ] يوگ بل سان ديوتائن جو ساڳيو سرير سدا [ جڙيو ] ٿو رهي، اهڙيءَ ڀلڙيءَ بڌيءَ جو هجڻ اوديا جو پهريون ڀاڱو آهي. اپوترتا ارٿات گند سان ڀريل استريءَ $ آديءَ ۾ ۽ ڪوڙ، چوري آدي اپوتر [ ڪرمن ] ۾ پوتر بڌي [ رکڻ، اوديا جو ] ٻيو [ انگ آهي ] ۽ اتي وشيه ڀوڳ روپي دک کي سک آدي سمجهڻ [ اوديا جو ٽيون ] ۽ اناتما ۾ آتما جو ڀاس ڪرڻ، اوديا جو چوٿون انگ آهي. هيءُ چئن پرڪارن جو الٽو گيان اوديا ٿو سڏجي.

* جيو جو لکڻ جيڪو شاستر ڪارن ڪيو آهي، تنهن ۾ ٻه گڻ ڏيکاريل آهن، هڪ گيان ۽ ٻيو پريتن - گيان کي وديا ودياڪرتيو آهي، انهيءَ ڪري پريتن ٿيو اوديا = ا= نه + وديا ارٿات وديا کانسواءِ. ٻيو پريتن جو ارٿ آهي يتن ڪرڻ، ڪرم ڪرڻ ۽ ڀڳتي به ڪرم جي اندر اچي وڃي ٿي، انهيءَ ڪري اوديا ارٿات پريتن = ڪرم ۽ اپاسنا جي. وڌيڪ نائين سملاس جي پڇاڙيءَ ۾ ڏسو.

£ اهل جڳت.

$ رشي ديانند استري جاتيءَ کي سدا مان جي درشٽيءَ سان پئي لکيو آهي، رشيءَ ڪڏهن به ٻين جيان استريءَ کي ڪلنڪ لڳائڻ وارو نه هو. مطلب اهو آهي ته نر آديءَ کي ڇڏي استريءَ کي ڪام ارٿيءَ جو ساڌن ڄاڻڻ اوديا آهي.

## وديا جو سوروُپ

هن [ اوديا ] جي اُبتڙ ارٿات انتيه ۾ نتيه، نتيه ۾ انتيه، اپوتر ۾ پوتر، پوتر ۾ اپوتر، دک ۾ سک، سک ۾ دک، اناتما ۾ آتما ۽ آتما ۾ اناتما جو گيان هئڻ وديا آهي.

"वेत्ति यथावत्तत्त्वंपदार्थस्वरूपं यया सा विद्या यया तत्त्वस्वरूपं न जानाति भ्रमादन्यस्मिन्नन्यन्निश्चिनोति साऽविद्या' ॥

وديا ۽ اوديا ۾ ڀيد: [ ارٿات ] جنهن دوارا پدارٿن جو يٿارٿ سوروپ سمجهه ۾ اچي، سا آهي وديا؛ ۽ جنهن مان جنن جو تتن تتو سوروپ نه ڄاڻو وڃي، [ يا ڏوکي ۾ پئجي ] * هڪڙي وستو کي ٻي جنس سمجهجي، سا اوديا ٿي سڏجي.

**ڪرم ۽ اپاسنا کي اوديا ڇو ٿا چون:-** ارٿات ڪرم ⅃ ۽ اپاسنا انڪري اوديا ٿا سڏجن، جو اهي اندريون ۽ ٻاهريون وشيش ڪرياڻون آهن ۽ نه △ گيان وشيش. ان ڪري ٿي منتر ۾ چيل آهي، ته شڌ ڪرم ۽ پرميشور جي اپاسنا سان مرتيه جي دک کان ڪو به پار نٿو اڪري- ارٿات پوتر ڪرم، پوتر اپاسنا ۽ پوتر گيان سان ئي مڪتي (ٿي ملي)، ۽ اپوتر مٿيا ڀاشڻ آدي ڪرمن، پٿر جي مورتين آدي جي اپاسنا ۽ مٿيا گيان ڪري بنڌن ٿو ملي. ڪو به منش ڪرم، اپاسنا ۽ گيان کان ڪڏهن به الڳ رهي نٿو (سگهي). تنهنڪري ڌرم يڪت ستيه ڀاشڻ آدي ڪرم ڪرڻ ۽ مٿيا ڀاشڻ آدي اڌرم کي ڇڏي ڏيڻ ئي مڪتيءَ جو ساڌن آهي.

**مڪتي ۽ بنڌن سنٻنڌي ڳالهيون:-** پرشن:- مڪتي ڪنهن کي ٿي ملي؟

اُتر:- جو بدل آهي، تنهن کي.

پرشن:- بدل ڪير آهي؟

اُتر:- اڌرم ۽ اگيان ۾ ڦاٿل جيو.

پرشن:- بنڌن ۽ موکش سڀاوڪ ڪري ٿو ملي يا نمت ڪري؟ [ ارٿات جيو ڪنهن قدرتي نيم موجب جنم مرڻ ۽ مڪتيءَ جي ڦيري ۾ ٿا اچن يا ڪنهن ڪارڻ ڪري؟ ]

اُتر:- نمت @ سببان، ڇاڪاڻ ته جي اهي سڀاوڪ هجن ها، ته بنڌن ۽ مڪتيءَ کان ڇوٽڪارو ڪڏهن نه ملي ها.

---

* هنديءَ ۾ "ڌوکي" جو شبد ڪونهي، پر سنسڪرت ۾ آهي، تنهنڪري ڏيکاريو ويو آهي.

⅃ اسلامي اصطلاح موجب ڪرم کي شريعت ۽ اپاسنا کي طريقت ڪوٺي سگهجو.

△ اسلامي اصطلاح موجب عين اليقين يا عين العلم.

@ جي پدارٿ نمت ارٿات ڪنهن ڪارڻ جي ڪري ٿا ملن، سي اُن ڪارڻ جي پرياو نڪرڻ يا پوري ٿيڻ کان پوءِ الڳ ٿا ٿين، سائيءَ ريت سرڳ ۽ نرڪ به انسان جي الپ (حد وارن) ڪرمن جا نتيجا ٿل آهن، ۽ انڪري ئي مڪتيءَ جي اوسٿا به انت واري آهي.

پرشن:- । न निरोधा न चोत्पत्तिर्न बद्धो न च साधकः । न मुमुक्षुर्न वै मुक्ति रित्येषा परमार्थता ।
[ गौडपादीयकारिका प्र० २ । का० ३२ ]

هيءُ شلوڪ ماندوڪيه اُپنشد * تي (واڪيا) آهي. جنهن جي برهم هڻڻ ڪري حقيقت ۾ نه جيو جو اروڌ (بندن يا قيد آهڻ ڪون) ٿئي. ارٿات نه ڪڏهن (هو شرير روپي) بند ۾ اچي ٿو، نه جنم وٺي ٿو، نه بندن ۾ رهي، نه سادڪ ارٿات سادنا ڪرڻ وارو (ڇوٽڪاري لاءِ اتن) ٿو ٿئي، نه ڇوٽڪاري جي اڇا ٿو ڪري ۽ نه ڪڏهن سندس مڪتي ٿي ٿئي، ڇاڪاڻ ته جڏهن £ پرمارٿ مان بند ئي ڪون ٿيو ته مڪتي [ ڇوٽڪارو ] ڇا جي؟

اُتر:- هي نوين ويدانتين جو چوڻ ٺيڪ نه آهي. ڇاڪاڻ ته جيو جو (سوروپ لڪيو) هڻڻ ڪري ڍڪجي سگهي ٿو، سريو سان گڏ پرگهٽ ٿيڻ روپي جنم ٿو وٺي، پاپ ڪرمن جي ڦل ڀوڳڻ روپي بندن ۾ ڦاسي ٿو. انهن بندن (مان ڇوٽڪارو) ڇڏائڻ جو سادن (اتن) ٿو ڪري، ڏک کان ڇٽڻ جي اڇا ڪري ٿو، ۽ ڏکن کان ڇٽي پرمانند پرميشور کي پراپت ڪري مڪتيءَ [جي آنند] کي به پائي ٿو.

جيو ڪرم ڦل ڀوڳيندڙ آهي ۽ نه شاهد:- پرشن:- هي سمورا ديهه ۽ انتهڪرڻ جا ڌرم (گڻ) آهن ۽ نه جيو جا، جيو ته پاپ پن کان بري ساکشي ماتر (رڳو شاهد = ساکي) آهي. گرمي سردي آدي شرير جو ڌرم آهي، آتما نرليپ آهي.

اُتر: ديهه ۽ انتهڪرڻ جڙ آهن. ٿڌاڻ، گرماڻ جو لڳڻ ۽ ڀوڳڻ انهن کي ڪونهي. جيڪي چيتن منش آدي پراڻي انهن کي ڇهندا، تن کي ٿڌاڻ، گرماڻ، پاسندي [ آهڻ ۽ انکي ] پروڙيندا. ساڳيءَ ريت پراڻ به جڙ آهن. بک ۽ اُڃ پراڻ واري جيو کي ٿي لڳي ۽ نه پراڻ کي. ساڳيءَ ريت من به جڙ آهي، نه کيس هرش ۽ شوڪ ٿي سگهي ٿو، پر من جي دوارا هرش، شوڪ، ڏک ۽ سک جو ڀوڳ جيو ئي ڪري ٿو. جيئن (باهرين انگن) ۽ ڪن آدي اندرين سان چڱن مٺن شبدن آدي وشين جو گرهڻ ڪري جيو سکي يا ڏکي ٿو ٿئي، ساڳيءَ ريت انتهڪرڻ ارٿات من، بڌيءَ، چت ۽ اهنڪار سان، سنڪلپ O وڪلپ، نشچيه سمرتي ۽ اَيمان ڪرڻ ڪري، [جيو] ڏنڊ ۽ مان (سزا ۽ جزا) جو لائق ٿو ٿئي، جيئن تلوار سان مارڻ وارو ڏنڊ جوڳو ٿو ٿئي ۽ نه تلوار، تيئن ئي ديهه، اندرين، انتهڪرڻ ۽ پراڻ روپ سادنن (اوزارن) سان چڱن مٺن ڪرمن جو ڪرتا جيو ئي سک ڏک ڀوڳي ٿو. جيو ڪرمن جو ساکشي

* ارٿات گوڙپاد آچاريه جيڪا ڪارڪا اُترا وياکيا لکي آهي، تنهنجو آهي.
£ منهن کان وٺي اهڙو ارٿ اُردو ۽ انگريزيءَ واري ڪندا آهن
O سنڪلپ= اڇا، من جي چاهنا. وڪلپ= سنديهه، سنڪلپ جي ورڌ وچار. نرڻيه= نشچيه ارٿات سنڪلپ ۽ وڪلپ مان جيڪي چونڊ جي سو. اَيمان= خودي اهنڪار= هستيءَ جي محبتا. من ۾ ٿيندو آهي سنڪلپ وڪلپ، هن ڪرڻ يا نه ڪرڻ. بڌي نرڻيه ڪندي آهي ته ڇا ڪجي، چت ڳالهين ياد ڪرائيندو آهي ۽ اهنڪار مان اَيمان پيدا ٿيندو آهي. اهنڪار پنهنجي هستيءَ جو يان ڪرائيندو آهي.

ڪونهي، مگر ڪندڙ ۽ ڀوڳيندڙ آهي. ڪرمن جو ساکشي ته ادوليه پرماتما ئي آهي. ڪرم ڪندڙ جو جيو آهي، سوئي ڪرمن ۾ ٻڌجي ٿو. نه هو ايشور آهي ۽ نه شاهد [ساکي].

**جيو برهم جو ڀاڱو نه آهي:-** **پرشن:-** جيئن برهم جو پرتبمب (ڀاڱو) آهي. جئن درپڻ (درسني = آئيني) جي ڀاڱي ڀڃڻ ڪري ڀاڱي جي ڪاٻه هاڃي نٿي ٿئي، تئن ئي انتهڪرڻ ۾ برهم جو ڀاڱو (اوتاب) جيو ليسمن آهي ۽ جيسين انتهڪرڻ واري اپاڌي آهي. جڏهن انتهڪرڻ نشٽ ٿيو، تڏهن جيو مڪت ٿيو.

**اتر:-** اها ٻاراڻي ڳالهه آهي، ڇاڪاڻ ته جو ساڪار جو ئي پرتبمب (ڀاڱو) ساڪار ۾ پوندو آهي، جئن منهن ۽ آرسي آڪار وارا آهن ۽ [هڪ ٻئي کان] الڳ به آهن. الڳ نه هجن، ته ڀاڱو به نه ٿي سگهندو. برهم نراڪار ۽ سرو وياپڪ هجڻ ڪري سندس پرتبمب ٿي ئي نٿو سگهي.

**آڪاش جو پرتبمب نٿو پوي:-** **پرشن:-** ڏسو! گهري ۽ نرمل جل ۾ جئن نراڪار ۽ وياپڪ آڪاش جو آڀاس (ڀاڱو) پوندو آهي، تئن پوتر انتهڪرڻ ۾ پرماتما جو آڀاس ٿو رهي ۽ جنهنڪري ئي ڪيس [جيو کي] چداڀاس (چت آڀاس = چيتن جو ڀاڱو) ٿا چون.

**اتر-** هي ٻاراڻي بوجهه جو مٿيا الاپ آهي ۽ ڇاڪاڻ ته جڏهن آڪاش ڏسڻ جي وستو ئي نه آهي ۽ ته اکين سان ڪير ۽ ڪهڙيءَ ريت ڏسي سگهندو؟

**پرشن:-** هيءَ جو مٿي نيراڻ ۽ ڏند ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ اهو آڪاش نيرو ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا نه؟

**اتر-** نه.

**پرشن:-** تڏهن اهو ڇا آهي؟

**اتر-** الڳ الڳ پرٿويءَ، جل ۽ اگنيءَ جا جزا ڏسجن ٿا. ان ۾ جا وڏيڪ نيراڻ ٿي ڏسجي، سا گهڻو جل، جو ورسي ٿو ۽ سو اهوئي نيلو، جو ڏند جهان ڏسجي ٿو. اها ڌوڙ جا پرٿويءَ تان اڏامي وايوءَ ۾ گهمندي رهي ٿي، سا ڏسجي ٿي ۽ انهيءَ جو ڀاڱو جل ۽ درسنيءَ ۾ ڏسبو آهي ۽ آڪاش جو ڪين نه.

**آڪاش ودجي نٿو سگهي:-** **پرشن-** ڇهڙيءَ ريت ودوان ۾ [آڪاش جا] گهٽ آڪاش، * مٺ آڪاش، مهگهه آڪاش نالي ڀيد ٿا ڪن، ساڳيءَ ريت برهمانڊ ۽ انتهڪرڻ جي اپاڌيءَ جي ڀيد سان، برهم جا ايشور ۽ جيو نالا ٿا ٻڌجن. گهٽ [گهڙي] آديءَ جي ناس ٿيڻ ڪانپوءِ [سيڪجهه] مها آڪاش ٿي ٿو سڏجي.

**اتر-** هيءَ ڳالهه به اودوانن جي آهي، ڇو ته آڪاش ڪڏهن به ٽڪرا ٽڪرا نٿو ٿئي. وهنوار ۾ به "دلو کڻي آءِ" ائين ٿا چون ۽ ڪو به ڪونه چوندو آهي ته "گهڙي جو آڪاش آڻ" انڪري اها ڳالهه پوري نه آهي.

**برهم انتهڪرڻ لڳڻ ڪري جيو نٿو بڻجي:-** **پرشن:-** جهڙيءَ ريت سمنڊ ۾ مڇيون ڪيئان ۽ آڪاش ۾ پکي آدي ٿيا گهمن، ساڳيءَ ريت چدا آڪاش برهم ۾ سمورا

* گهٽ = گهڙو. مٺ = گهر يا جاءِ. مهگهه = ڪڪر يا مينهن. ڀيد = فرق يا وڇوٽي.

انتهڪرڻ ٽا ڪهڙن، اهي پاڻ نه جڙ آهن، پر جيئن باهه ۾ لوهه، وجهڻ سان [ ڳاڙهو ٿي پوي ٿو ] تئين اهي ۽ سرووياپڪ پرماتما جي سٽا [ طاقت ] ڪري چيتن ٿي رهيا آهن. جيئن اهي ڪهڙن ڦرن ٽا ۽ آڪاش ۽ برهم نسچل آهن، تيئن جيو کي برهم مڃڻ ۾ ڪو به دوش نٿو اچي.

اُتر:- اوهانجو هيءَ درشٽانت به سچو ڪونهي، ڇاڪاڻ ته جي سرووياپي برهم انتهه ڪرڻن ۾ پرڪاشمان ٿيڻ ڪري جيو بڻجي ٿو پوي، ته سروگيه [ سڀڪي ڄاڻڻ وارو ] آدي گڻ ان ۾ رهي ٿو يا نه؟ جي چئو ته پردي ۾ اچڻ [ ڍڪجڻ] ڪري سروگيتا [ عمرداني ] نٿي رهي، ته پوءِ ٻڌايو ته برهم آورت [ ڍڪيل] ۽ کنڊت [ٽڪرا ٿيل] آهي يا اکنڊت؟ جي چئو ته اکنڊت آهي، ته ڪو به وچ ۾ پردو وجهي نٿو سگهي، ۽ جي پردو نه آهي ته سروگيتا ڇو نه مڃجي؟ جي چئو ته [ برهم] پنهنجي سوروپ کي وساري ڇڏي انتهڪرڻ سان گڏ ٿو هلي، ۽ نه [ پنهنجي ] سوروپ کي [ استر رکي ]، ته [ پرش ٿيندو ] ته جڏهن پاڻ نٿو هلي، ته پوءِ جيئن جيئن انتهه ڪرڻ اڳيون هٽ ڪيل هنڌ ڇڏيندو ويندو ۽ جتي جتي اڳتي وڌندو ويندو، اتان اتان جو برهم ڀرانت ۽ اگياني ٿيندو ويندو، ۽ جتان جتان جو [ ديش انتهه ڪرڻ ] ڇڏيندو ويندو، اتان اتان [ جو برهم ] گياني، پوتر ۽ مڪت ٿيندو ويندو. ان ريت ته انتهه ڪرڻ سرشٽيءَ جي برهم کي هر هنڌ بگاڙيندا رهندا ۽ بنڌن ۽ مڪتي به ڪڻ ڪڻ ۾ ٿيندي رهندي. جي اوهانجي ڪٿن انوسار اهي هجي ها، ته ڪنهن به جيو کي اڳي ڏٺل ۽ ٻڌل ڳالهه جي سمرتي نه رهي ها؛ ڇو ته جنهن برهم ڏٺو يا ٻڌو هو، سو نه رهيو ٿي ڪري! تنهڪري برهم ۽ جيو يا جيو ۽ برهم ڪڏهن به هڪ نٿا ٿين ۽ سدا جدا جدا آهن.

اڌياروپ = अध्यारोप :- پرشن :- هي سڀ اڌياروپ ماتر آهي ۽ ارٿات هڪڙيءَ شيءِ ۾ ٻيءَ شيءِ کي استاپن ڪرڻ جو نالو اڌياروپ ٿو سڏجي. تئين ئي برهم وستوءَ ۾ سموري جڳت ۽ سندس وهنوارن جي اڌياروپ ڪرڻ ڪري جگياسوءَ کي سمجهائبو آهي. حقيقت ۾ ته سڀ ڪجهه برهم ئي آهي. [ نوٽ] هتان اڳتي پرشن ڪندڙ سڌانتي ارٿات مهرشي ۽ اتر ڏيندڙ ويدانتي سمجهڻ گهرجي.]

پرشن :- اڌياروپ ڪندڙ آهي ڪير؟
اتر :- جيو!
پرشن :- جيو چئو ڪنهنکي ٿا؟
اتر :- انتهڪرڻ سان محدود ٿيل چيتن کي!
پرشن :- انتهڪرڻ سان حد ٿيل چيتن ڪو ٻيو آهي يا ساڳيو برهم؟
اتر :- ساڳيو برهم!
پرشن :- ڇا برهم ئي پاڻ ۾ جڳت جي ڪوڙي ڪلپنا ڪري ورتي آهي؟
اتر :- هائو! برهم جو انهي ڪهاڻي ڪهڙو آهي؟

پرشن:- ڇا ، ڪوڙي ڪلپنا ڪندڙ ڪوڙو ٿئو سڏجي ؟

اُتر:- نه ! ڇاڪاڻ ته جيڪي به من ۽ واڻيءَ سان ڪلپت [ ونچار ڪيل ] ۽ ڪٿت [چيل] آهي ، سو ڪوڙو آهي .

پرشن:- پوءِ پلا من ۽ واڻيءَ سان ڪوڙي ڪلپنا ڪندڙ ۽ ڪوڙ ڳالهائيندڙ ارهم ڪلپت [ فرضي ] ۽ ڪوڙ ڳالهائيندڙ [ سڏ ] ٿيو يا نه ؟

اُتر:- ڀلي ٿئي ! اسانکي نه پنهنجو سوارٿ ڪوئي !

(سڏانتيءَ جو اُتر) :- واهه ڙي ڪوڙا ونڌانتيو ! اوهان نه ستيه سروپ، ستيه ڪام ۽ ستيه سنڪلپ پرماتما کي مٿيا چاوي بٽائي ڇڏيو ! ڇا ، اوهانجي دُرگتيءَ جو اهوئي ڪارڻ نه ڪونهي؟ ڪهڙي اُپنشد جي سوتر يا ويد ۾ لکيل آهي ته پرميشور مٿيا سنڪلپي ۽ مٿيا وادي آهي ؟ جئن ڪنهن چور ڪوتوال کي ڏنڊ ڏنو. ارٿات "اُلٽا چور ڪوتوال کو ڏانٽي" هن چوڻيءَ انوسار اوهانجي ڳالهه به آهي . ڇو ته اُصول آهي ته ڪوتوال چور کي ڏنڊ ڏئي ، پر چور جو ڪوتوال کي ڏنڊ ڏيڻ [ انياءِ ] جي بنهه اُبتڙ آهي . ساڳيءَ رٿ اوهان پاڻ ڪوڙا ونچار ڪندڙ ۽ ڪوڙ ڳالهائيندڙ آهيو ، ۽ اهو پنهنجو دوش اُنهن برهم تي ٿا لڳايو . جي برهم مٿيا گياني، مٿيا وادي ۽ مٿيا ڪاري هجي ها ته سمورو اننت برهم اهڙو ئي ٿي پوي ها ، ڇاڪاڻ ته هو ايڪ رس ستيه سروپ، ستيه ماني، ستيه وادي ، ۽ ستيه ڪاري آهي . هي سڀ دوش اوهانجا ئي آهن ، برهم جا ڪنهن ! جنهنکي اوهين ودِيا ٿا چئو، سا اودِيا آهي ۽ اوهان جو اڌيا روپ به مٿيا آهي ، ڇاڪاڻ ته پاڻ برهم نه هوندي به پاڻکي برهم سڏائڻ ۽ برهم کي جيو مڃڻ هيءَ مٿيا گيان نه آهي ته اهو ڇا آهي؟ جو سرو وياپڪ آهي، سو ڪڏهن به محدود ٿيو ٿئي ۽ نه ڪڏهن اگيان ۽ بندن ۾ پوي ٿو، ڇاڪاڻ ته جيو ئي اگياني، محدود، ۽ هڪ ديشي ، الپ [ ننڍڙو ] ۽ الپگه [ ٿوريءَ ڄاڻ وارو ] ٿئي ٿو ، ۽ نه سرو وگه، سرو وياپي برهم .

هن کان پوءِ مڪتي ۽ بند جو ورنن ٿا ڪريون

مڪتيءَ جي معنيٰ : پرشن:- مڪتي ڇا کي ٿا چون؟

"मुञ्चन्ति दुःखभवन्ति जना यस्यां सा मुक्तिः"

[ ارٿ :- ] جنهنکي وٺي ماڻهو ڇڏي ٿا ڏين يا [ جنهنکان ] الڳ ٿا ٿين ، سو (الڳ ٿيڻ) مڪتي آهي . [ ارٿات ] جنهن ۾ ڇوٽڪارو آهي سا مڪتي ٿي سڏجي .

پرشن :- ڇوٽڪارو ڪنهن کان ؟

اُتر - جنهن کان ڇٽڻ جي اِڇا سڀ جيو ڪن ٿا، اُن کان .

پرشن :- جيو ڪنهن کان ڇٽڻ جي اِڇا ٿا ڪن ؟

اُتر - جنهن کان ڇٽڻ جي چاهنا اٿن ، تنهن کان .

پرشن - ڪن ڪنهن کان ڇٽڻ جي چاهنا آهي ؟

اُتر - دک کان !

پرشن :- ڇٽي ڪين ڇا کي ملي ۽ ڪٿي ٿا رهن؟
اتر- سک کي پراپت ڪن ۽ برهم ۾ ٿا رهن.

**مڪتي ۾ ڪهڙن ڪهڙن ڪمن ٿا ملن؟** پرشن- مڪتي ڪهڙن ڪرمن ڪري ٿا ملن؟
اتر- پرميشور جي آگيا پالڻ ڪري ۽ اڌرم، اوديا، ڪسنگ، ڪسنسڪار ۽ خراب عادتن کان پري رهڻ ڪري ۽ ستيه ڳالهائڻ، پرأپڪار، وديا، پکشپات رهت نياءَ ۽ ڌرم جي واڌاري ڪرڻ ڪري، ۽ متي ورنن ٿيل نموني ۾ پرميشور جي استتي، پرارٿنا ۽ اپاسنا ڪرڻ ڪري، ارٿات يوگ اڀياس ڪرڻ، وديا پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۽ ڌرم سان پرشارٿ ڪري ڪري گيان جي اُنتي ڪرڻ ڪري، تمام اُتم سادنن ڪرڻ ڪري، ۽ جيڪي ڪجهي، سو سمرو وها پکشپات جي ۽ نياءَ ۽ ڌرم انوسار ٿي ڪرڻ ڪري، اهڙي سادنن دوارا مڪتي ٿي ملي؛ ۽ انجي ابتڙ ايشور آگيا ڀنگ ڪرڻ آدي ڪمن ڪرڻ ڪري بند ٿو ملي.

**مڪتيءَ ۾ جيو جي هستي :-** پرشن :- مڪتيءَ ۾ جيو جو لي [ ايشور ۾ گم يا حل ٿي وڃڻ ] ٿو ٿئي . يا وديمان [موجود] رهندو آهي ؟
اتر :- موجود رهندو آهي .
پرشن- ڪٿي ٿو رهي ؟
اتر :- برهم ۾ .
پرشن :- برهم ڪٿي آهي ؟ ۽ اهو مڪت جيو ڪٿي هڪ رهندو آهي يا پنهنجي اڇا انوسار هر هنڌ گهمندو آهي ؟
اتر :- برهم جو سوڳو پورڻ آهي، تنهن ۾ مڪت جيو ڪليءَ رهت ارٿات بنا روڪ ٽوڪ جي، وگيان ۽ آنند ۾ پرجي سوتنترتا سان گهمندو ڦرندو آهي .

**مڪتيءَ ۾ سڪھ ڀوڳڻ :-** پرشن :- مڪت جيو کي استول شرير ٿيندو آهي يا نه ؟
اتر :- ڪونه ٿيندو آهي .
پرشن :- پوءِ ( ڀلا ) هو سک ۽ آنند جو ڀوڳ ڪيئن ڀوڳيندو ؟
اتر- اُن وٽ ستيه سنڪلپ آدي سڀاوڪ گڻ ۽ شڪتيون سڀ رهنديون آهن . ڀوتڪ سنگ [ پرڪرتيءَ جي تتن جو لاڳاپو ] نٿو رهي . جئن [شت پٿ براهمڻ جي ڪانڊ ۱۴ ۾ چيل آهي ته :- ]

शृण्वन् श्रोत्रं भवति, स्पर्शयन् त्वग्भवति, पश्यन् चक्षुर्भवति, रसयन् रसना भवति, जिघ्रन् घ्राणं भवति, मन्वानो मनो भवति, बोधयन् बुद्धिर्भवति, चेतयश्चित्तम्भवत्यहंकुर्वाणोऽहङ्कारो भवति ।। शतपथ कां० १४।।

( ارٿات ) موکش ۾ ڀوتڪ شرير اِنوا اندرين جا گولڪ جيو آتما وٽ نٿا رهن ۽ رڳا پنهنجا سڀاوڪ شد گڻ رهندا اٿس . ٻڌڻ گهري ٿي ڪن (وارو) ۽ ڇهڻ گهري ٿي ڪل، ڏسڻ جو سنڪلپ ڪري ته اکين ( وارو )، سواد وٺڻ گهري ٿي جڀ، سنگهڻ لاءِ نڪ، سنڪلپ وڪلپ ڪرڻ مهل من ( وارو )، نشچيه ڪرڻ لاءِ بڌيءَ، سمرڻ ڪرڻ لاءِ چت، ۽ اهنڪار جي ارٿ جيو آتما پنهنجيءَ نج شڪتيءَ دوارا اهنڪار روپ مڪتيءَ ۾ ٿي

ٿيندو آهي. سنڪلپ مات (وڳو ارادي روپي) شرير ٿيندو اٿس. جيئن شرير جي آڌار تي رهي اندرين جي گولڪن جي دوارا جيو (هن جڳت ۾) سڀ ڪم ڪندو آهي، تئين تي هو پنهنجيءَ شڪتيءَ سان مڪتيءَ ۾ به سمورا آنند ڀوڳي ٿو وٺي.

## مڪتيءَ ۾ جيو جون شڪتيون

پرشن:- سندس شڪتي ڪيترن پرڪارن جي ۽ ڪيتري آهي؟

اتر- مکيه ته هڪڙي پرڪار جي شڪتي آهي. پر (١) بل، (٢) پراڪرم [همت]، (٣) آڪرشڻ [ڪشش]، (٤) پريرڻا [پريرڻ وجهڻ] (٥) گتي [هلڻ]، (٦) ڀيشڻ [ڀؤ=خوف]، (٧) وويچن [پرکڻ]، (٨) ڪريا [ڪم ڪرڻ جي سامرٿي]، (٩) اتساه. (١٠) سمرڻ [ياد گيري]، (١١) نشچيه [يقين]، (١٢) اڇا، (١٣) پريم، (١٤) دويش، (١٥) سنجوڳ [ميلاپ] (١٦) وڀاڳ [جدائي]، (١٧) سنيوجڪ [ملائڻ جي شڪتي]، (١٨) وڀاجڪ [الڳ ڪرڻ جي شڪتي]، (١٩) ٻڌڻ، (٢٠) ڇهڻ، (٢١) ڏسڻ، (٢٢) چکڻ، (٢٣) سنگهڻ ۽ (٢٤) گيان [سمجهه]، انهن چوويهن پرڪارن جي سامرٿ وارو جيو (مڪتيءَ ۾) رهي ٿو. انڪري ئي مڪتيءَ ۾ به آنند جي پراپتي ٿيندي اٿس. جي مڪتيءَ ۾ جيو لئه ٿي وڃي ها ته مڪتيءَ جو سک ڪير ڀوڳي ها؟ وري جي جيو جي ناس ٿيڻ کي ئي مڪتي ٿا سمجهن، سي ته مهاموڙهه آهن. ڇو ته جيو جي مڪتي هيءَ آهي ته دکن کان ڇٽي، آنند سروپ سرووياپڪ اننت پرميشور ۾ جيو جو آنند ۾ رهڻ! ويدانت شاريرڪ سوتر جي [٤-٤-١٠ ۾ چيل آهي ته]:-

अभावं वादरिराह ह्येवम् ।। ( वेदान्त० ४ । ४ । १० )

بادري جهڙو وياس جيءَ جو پيءُ آهي، سو مڪتيءَ ۾ جيو سان گڏ سندس من جو هئڻ مڃي ٿو. ارٿات پاراشر جي [بادري مڪتيءَ ۾] جيو ۽ من جو لئه [وناش] نٿو مڃي. ساڳيءَ ريت [ويدانت شاريرڪ سوتر جي ٤-٤-١١ ۾ به لکيل آهي ته]:-

भावं जैमिनिर्विकल्पामननात् ।। ( वेदा० ४ । ४ । ११ )

آچاريه جيمني، مڪت پرش جو من سان گڏ سوکشم شرير، اندرين ۽ پراڻ آدي موجود ٿو مڃي ۽ نه اڀاءُ [غير موجودگي]! (اڳتي وري ويدانت ٤-٤-١٢ ۾ چيل آهي ته:-)

द्वादशाहवदुभयविध वादरायणोऽत: ।। [ वेदान्त द० ४ । ४ । १२]

وياس مني مڪتيءَ ۾ ڀاو ۽ اڀاو (هستيءَ ۽ نيستيءَ) انهن ٻنهي کي (هن ريت) ٿو مڃي. ارٿات شڌ سامرٿ يڪت جيو ته مڪتيءَ ۾ به ٻڌو رهي ٿو، پر اپوترتا، پاپ آچرڻ، دک ۽ اگيان وغيره جو اڀاو مڃي ٿو.

مڪتي جو ورڻن:-

यदा पञ्चावतिष्ठन्ते ज्ञानानि मनसा सह । बुद्धिश्च न विचेष्टते तामाहु: परमां गतिम् ।।

[ कठो० अ० २ । व० ६ । मं० १० ]

هيءَ [ڪٺ] اپنشد جو وچن آهي [٢-٦-١٠].

جڏهن شڌ من يڪت پنج گيان اندرين جيو سان گڏجي رهن ٿيون ۽ [جڏهن] ٻڌي،

جو نشچيه استر ٿو رهي نه اُنکي پرم گتي ارٿات موکش ٿو ڪوٺجي.

[ ڇانڊوگيه اُپنشد ۾ ورڻن آهي ته ]:-

य आत्मा अपहतपाप्मा विजरो विमृत्युर्विशोकोऽविजिघत्सोऽपिपासः सत्यकामः सत्यसङ्कल्पः सोऽन्वेष्टव्यः स विजिज्ञासितव्यः सर्वांश्च लोकानाप्नोति सर्वांश्च कामान् यस्तमात्मानमनुविद्य विजानातीति ॥
[ छान्दो० ८ । ७ । १ ]

स वा एष एनेन दैवेन चक्षुषा मनसैतान् कामान् पश्यन् रमते ॥ य एते ब्रह्मलोके तं वा एतं देवा आत्मानमुपासते तस्मात्तेषाँ सर्वे च लोका आत्ताः सर्वे च कामाः स सर्वाँश्च लोकानाप्नोति सर्वाँश्च कामान्यस्तमात्मानमनुविद्य विजानातीति ॥ [ छान्दो० प्र० ८ । खं० १२ । मं० ५ । ६ ]

मघवन्मर्त्यं वा इदँ शरीरमात्तं मृत्युना तदस्याऽमृतस्याशरीरस्यात्मनोऽधिष्ठानमात्तो वै सशरीरः प्रियाप्रियाभ्यां न वै सशरीरस्य सतः प्रियाप्रिययोरपहतिरस्त्यशरीरं वाव सन्तं न प्रियाप्रिये स्पृशतः ॥
[ छान्दो० प्र० ८ । खं० १२ । मं० १ ]

[ ارٿات] جو پرماتما سڀني پاپن، ٻڍاپي، موت، شوڪ، بک ۽ اُڃ کان رهت ۽ ستيه ڪام ۽ ستيه سنڪلپ آهي، تنهنجي ڳولا ۽ تنهنکي ڄاڻڻ جي اڇا ڪرڻ گهرجي. جنهن پرماتما جي سمبنڌ ڪري مڪت جيو سڀني ڪامنائن کي پراپت ٿو ٿئي، جو پرماتما کي ڄاڻي، موکش جا ساڌن ۽ پاڻ کي شڌ بڻائي ڄاڻي ٿو، سو هيءَ مڪتيءَ ۾ وڃي جيو شڌ ۽ دويه نيترن ۽ شڌ من سان، ڪامنائن کي ڏسندو، پراپت ٿيندو، رمندو رهي ٿو. [ڇاندوگيه ٨-٧-١].

جو هي [جيو] برهم لوڪ، ارٿات درشنيه [ڏسڻ جوڳو] پرماتما ۾ استر رهي، موکش جي آنند کي ڀوڳين ٿا ۽ ان پرماتما جي، جيڪو سڀني جو انترجامي آتما آهي، تنهنجي اُپاسنا مڪتيءَ جا اُپائي ودوان ڪندا آهن. ان [ پرماتما] کان اُهي ڪيئن سڀڪو لوڪ ۽ سڀ ڪامنا پراپت ٿيندي آهي؛ ارٿات جهڙو جهڙو سنڪلپ ڪندا، تهڙو تهڙو لوڪ [استان] تهڙي تهڙي ڪامنا (خواهش) پوري ٿيندن. اُهي مڪت جيو استول شرير ڇڏي، سنڪلپ مه شرير (جسم ارادي) سان آڪاش ۾ پرميشور ۾ رمندا ٿا رهن. [ ڇاندوگيه ٨-١٢-٥ ۽ ٦ ].

ڇاڪاڻ ته جي [ڀوتڪ] شرير وارا آهن، سي سنسار جي دک کان ڇٽي نٿا سگهن، جئن اندر کي پرجاپتيءَ چيو هو، ته هي پرم پوڄ ڌن وارا پرش! مرڻ هن استول شرير جو ڌرم آهي ۽ جيئن شينهن جي وات ۾ ٻڪري هجي، تئن اُهي هيءُ شرير موت جي منهن ۾ رهي ٿو، اهڙو شرير هن نه مرندڙ ۽ شرير رهت جيو آتما جو نواس استان آهي. انڪري هي جيو سک ۽ دک ۾ سدا ڦاٿل ٿو رهي. شريرڌاري جيو جي سنساري پرسنتا پڇاڙي اوس ٿئي ٿي، پر ارهم ۾ رهندڙ شرير رهت مڪت جيو آتما ڪي سنسارڪ سک دک ڇهي نه ڪوندا، هو سدا آنند ۾ ٿو رهي. (ڇاندوگيه ٨-١٢-١).

**مڪتيءَ کان موٽي اچڻ**:- پرشن- جيو مڪتيءَ کي پراپت ٿي، وري جسم مرڻ روپي دک ۾ ڪڏهن ايندا به آهن يا نه؟ ڇاڪاڻ ته:-

न च पुनरावर्त्तते न च पुनरावर्त्तत इति ॥ [ उपनिषद्वचनम् छां० प्र० ८ खं० १५ ]

291



अनावृत्तिः शब्दादनावृत्तिः शब्दात् ।। शरीरिक सूत्र [ ४ । ४ । २२ ]
यद्गत्वा न निवर्त्तन्ते तद्धाम परमं मम । भगवद्गीता । १५-६ *

[ شبد ارٿ ]:- اها ارٿات مڪت آتما موٽي نٿي اچي. ( ڇاندوگيه اپنشد ٨-١٥ ). ويد تو چوي ته موٽي اچڻ ڪونهي، موٽي اچڻ ڪونهي. ( ويدانت درشن جو شاريرڪ سوتر ٤-٤-٣٣ ). اهو پرم ڌام جتي وڃڻ ڪانپوءِ آتما وري هيٺ نٿي اچي، سا منهنجي آهي. ( ڀڳوت گيتا ادياءِ ١٨، شلوڪ ٢١ ) اِهي وچن مان ٻڌو تو ٻيو ته مڪتي اها آهي، جنهنڪان پوءِ ڪڏهن به سنسار ۾ نٿو اچجي.

اُتر- اِها ڳالهه ٺيڪ نه آهي، ڇو ته ويد ۾ انجو نشيڌ ڪيل آهي:-

कस्य नूनं कतमस्यामृतानां मनामहे चारु देवस्य नाम ।
को नो मह्या अदितये पुनर्दात् पितरं च दृशेयं मातरं च ।। १ ।।
अग्नेर्वयं प्रथमस्यामृतानां मनामहे चारु देवस्य नाम ।
स नो मह्या अदितये पुनर्दात् पितरं च दृशेयं मातरं च ।। ऋ० मं० १ सू० २४ मं १, २ ।।
इदानीमिव सर्वत्र नास्यन्तोच्छेदः ।। ३ ।। सांख्यसूत्र १ । १५९ ।।

پرشن- O[ جي روپ ۾ ڀاوارٿ ]:- اسين ڪنهنجو نالو پوتر سمجهون؟ ناش رهت پدارٿن جي وچ ۾ رهندڙ ڪهڙو ديو سدا پرڪاش سروپ آهي؟ ڪير اسانکي مڪتيءَ جا سک ڀوڳائي، وري هن سنسار ۾ جنم ڏئي ۽ ماتا پتا جو درشن ڪرائي؟ [ رگويد منڊل ١ سوڪت ٢٤ منتر ١ ].

اُتر- [ جي روپ ۾ ڀاوارٿ ]:- اسين اُن پرڪاش سوروپ، اناديءَ، سدا مڪت پرماتما جو نالو پوتر سمجهون ٿا جو اسانکي مڪتيءَ ۾ آنند ڀوڳائي وري ڌرتيءَ تي ماتا پتا جي سنبنڌ ۾ جنم ڏئي ۽ ماتا پتا جو درشن ٿو ڪرائي:. اهوئي پرماتما مڪتيءَ جو اوڌي ڪري ٿو سڀ جو سوامي آهي. ( رگويد منڊل ١ سوڪت ٢٤ منتر ٢ ).

جيئن هينئر (ڪي) جيو بنڌ ۾ (ڪي) مڪت آهن، تيئن ئي سدا رهندا آهن. بنڌن ۽ مڪتيءَ جو بلڪل ناس ڪڏهن به نٿو ٿئي، پر ( ڪو جيو ) سدا مڪتيءَ ۾ يا سدا بنڌن ۾ ٿو رهي. [ سانکيه درشن ١-١٥٩ ].

## دک جي اتينت نورتيءَ جو ارٿ — پرشن —

तदत्यन्तविमोक्षोऽपवर्गः ।। न्याय १ । १ । २२ ।।
दुःखजन्मप्रवृत्तिदोषमिथ्याज्ञानानामुत्तरोत्तरापाये तदनन्तरापायादपवर्गः ।। न्याय० [ १ । १ । २ ]

ارٿات دک کان اتينت ڇوٽڪارو ملڻ ئي مڪتي ٿي سڏجي ۽ ڇاڪاڻ ته جڏهن مٿيا گيان،

* هت ڏيکاريل ۽ ڀڳوت گيتا ۾ ڏنل سنسڪرت شلوڪ ۾ رکيو هڪ شبد جو ساڳيو پد آهي، ارٿ پڻ بلڪل ڪونهي.

O هي پرشن اهو پرشن جنهن شڪا ڪندڙ اتوا جگياسوءَ جو ڪيل آهي. تڪي ئي ٻيو رشي ديانند جو آهي. پر رگويد جا ٻه منتر ويد مجهه ئي پرشن اتر جي روپ ۾ ڏنل آهن.

اوديا، لوڀ وغيره دوش، وشيه، دشٽ عادتن ۾ ٻوڙ [جو سڀاءُ]، جنم [وڄڻ] ۽ دک [ڀوڳڻ]، [انهن مان] پوئين پوئين [دوشن جي] ڇڏڻ ڪري اڳيان اڳيان [ڏيکاريل] دوش دور ٿيندا آهن، جنهنڪري مڪتي ملندي آهي؛ جا سدائين اسٿر ٿي رهي.*

اُتر- اهو ضروري ڪونهي ته اُتيَنت شبد جو ارٿ "بلڪل ڇوٽڪارو" ٿئي. جئن چيو آهي ته "अत्यन्तं दु:खमत्यन्तं सुखं चास्य वर्त्तते"

[ارٿات] هن ماڻهوءَ کي اُتيَنت دک يا اُتيَنت سک آهي. اُن مان وڌيڪ اهترو سمجهيو ته ان کي گهڻو دک يا گهڻو سک آهي- ساڳيءَ ريت مڪتيءَ ۾ اُتيَنت شبد جو ارٿ سمجهڻ گهرجي.

**مڪتيءَ جو سمو:-** پرشن- جي جيو مڪتيءَ کان موٽي ٿو اچي ته [ٻڌايو ته] هو ڪيترو وقت تائين مڪتيءَ ۾ رهي؟

اُتر- ते ब्रह्मलोके ह परान्तकाले परामृतात् परिमुच्यन्ति सर्वे ॥ मुण्डक ३ खं० २ मं० ६ ।

هيءَ منڊڪ اُپنشد جي [٣-٢-٦] جو وچن آهي. ارٿات اهي مڪت جيو مڪتي پراپت ڪري، برهم ۾ آنند جو ڀوڳ ڪندا آهن [جيسيتائين سندن مڪتيءَ وارن ڪرمن جو ڦل ڪين ملي چڪي ٿو]، ۽ وري مها ڪلپ ڪانپوءِ مڪتيءَ جو سک ڇڏي سنسار ۾ ايندا آهن. انجو ڳاڻاٽو هن ريت آهي:- تيتاليهن لکن ويهن هزارن سالن جي هڪ چترڳي، ٻن هزارن چترڳين (٨،٦٤٠،٠٠٠،٠٠٠ سالن) جو هڪ (برهم) ڏينهن ۽ (برهم) رات، اهڙن ٽيهن ڏينهن راتين (٢٥٩،٢٠٠،٠٠٠،٠٠٠ سالن) جو هڪ مهينو، اهڙن ٻارهن مهينن جو (ارٿات ٣،١١٠،٤٠٠،٠٠٠،٠٠٠- انساني پرٿويءَ جي سالن جو) هڪ (برهم) ورهيه، ۽ اهڙن سؤ ورهين جو (ارٿات ٣١١،٠٤٠،٠٠٠،٠٠٠،٠٠٠ هن پرٿويءَ جي سالن جيترو) هڪ پرانت ڪال (مها ڪلپ) ليکيو آهي. انجو ليکو ڪري ٺيڪ ٺيڪ سمجهي وٺو. مڪتيءَ جي سک ڀوڳڻ لاءِ اهترو ئي ڪال آهي.

**مڪتي حد واري ٿئي ٿي:-** پرشن- سڀئي سنسار ۽ گرنٿڪارن جو اهو ئي مت آهي ته [مڪتي اها آهي] جنهن مان وري ڦيرو جنم مرڻ ۾ نه اچجي.

اُتر- ائين ڪڏهن ٿي نٿو سگهي؛ ڇاڪاڻ ته جڏهن ڦيرائين جيو جو سامرٿ، شرير آدي پدارٿ ۽ ساڌن حد وارا آهن، تڏهن سندن ڦل اننت ڪيئن ٿي سگهندو؟ اننت

---

* نياءِ درشن جي ١-١-٢٢ جو شبد ارٿ هيئن آهي:-

(تد) هن ارٿات دک کان (اُتيَنت) بلڪل (وموڪشو) ڇٽي وڃڻ (اپورگ) مڪتي آهي.

نياءِ درشن جي ١-١-٢ جو ارٿ هن ريت آهي:- تتو گيان حاصل ڪري مٿيا گيان جو ناس ٿو ٿئي. مٿيا گيان جي ناس ٿيڻ ڪري راڳ دويش (اُلفت ۽ نفرت) وغيره دوشن جو ناس ٿيندو آهي. دوش ناس ٿيا ته پرورتي (ڦاسي پوڻ) جو ناس ٿو ٿئي. پرورتي ناس ٿي ته ڪرمن جو خاتمو ٿو ٿئي. ڪرمن جي نه هجڻ ڪري پرارٻڌ (قسمت=ڀاڳ) جو ٺهڻ بند ٿو ٿئي. پرارٻڌ جي نه هجڻ ڪري جنم مرڻ ٽٽا پون ۽ جي جنم مرڻ ئي نه ٿيا ته دک سک ڪهڙيءَ ريت ملي سگهندا؟

آنند کي ڀوڳڻ لاءِ اننت شڪتيون ، ڪرم ۽ ساڌن (ڪهڙا)، جي جيون ۾ ڪمهن ۽ ان ڪري تي هو اننت سک ڪيئن ڀوڳي سگهن ! جنهن ساڌن اننت آهن ۽ تنهن ڦل نتيجو ڪڏهن ڀي ٿي نٿا سگهن. جي مڪتيءَ ملڻ ڪرڻ جيو مري ٿي هن سنسار ۾ نه اچي، ته سنسار جو (اُڇيد) उच्छेद (ناس ڪيو) اريات (سنسار ۾ ) جيو ڪٿي وڃڻ گهرجن.

پرشن :- جيترا جيو مڪت ٿا ٿين ، اوترا ايشور نوان پيدا ڪري سنسار ۾ رکي ٿو ڇڏي ، انڪري (سنسار) جيون کان خالي نٿو ٿئي.

اُتر :- (١) جي ائين هجي ۽ ته جيو انتم [ فاني ] ٿي پون . ڇاڪاڻ تہ جنهنجي اُتپتي ٿي ٿئي ، تنهنجو ناش ٻه اوس ٿو ٿئي . پوءِ تہ اوهانجي مت انوسار مڪتي پائي بہ [ جيو ] مري ٿا سگهن . (٢) مڪتي انتم ٿي پيئي ۽ مڪتيءَ جي استان ٿي ڏاڍي ڀيهه ٿي پوندي ، ڇاڪاڻ تہ آمد ٻري وڌيڪ ۽ نيڪال ڪجهه ٻہ نہ هئڻ ڪري واڌاري جي ڪا حد نہ رهندي . (٣) دک جي انڀو کانسواءِ سک ڪجهه بہ نہ ٿي سگهندو ۽ جتي ڪوڙو نہ هجي ، تہ مٺو [ ڪهڙي ڇيز ] ۽ جي مٺو نہ هجي ۽ تہ ڪوڙو ڇا کي چئجي ؟ ڇاڪاڻ تہ هڪ ٻئي جي ڀيٽ ۾ ٿيندي آهي ۽ جڏهن هڪڙيءَ [ وستوءَ جو ] سواد ٻيءَ جي ورڌ هجي . جئن تہ ڪو مٺا پدارٿ کائيندو پيئندو رهندو ، تنهنکي اهڙو سک نہ ملندو ۽ جهڙو سڀني پرڪارن جي رسن ڀوڳيندڙ کي ٿو ملي . (٤) جي ايشور انت وارن ڪرمن جو اننت ڦل ڏيئي ڇڏي تہ سندس نياءُ ناس ٿي وڃي . (٥) جو جيترو ٻار کڻي سگهي ، تنهن تي اوترو رکڻ ٿي ٻڌيمان پرش جو ڪم آهي . جئن هڪ مڻ ٻار کڻندڙ جي مٿي تي ڏهه مڻ ٻار رکندڙ جي نندا ٿي ٿئي ، تئن ٿي الپڄ ۽ الپ سامرٿ [ ٿوري گيان ۽ ٿوريءَ شڪتيءَ ] واري جيو تي اننت سک جو ٻار وجهڻ ايشور لاءِ ٺيڪ نہ آهي . (٦) جي پرميشور نوان نوان جيو اُپن ڪندو ٿو رهي ، تہ جنهن ڪارڻ مان [ جيو ] اُپن ٿا ٿين ، سو کٽي ويندو ، ڇاڪاڻ تہ ڌن ڪوش [ خزانو ] کڻي ڪيڏو بہ وڏو هجي ، تہ بہ جنهن مان رڳو خرچ پيئي ٿيندي ۽ آمد ڪجهه بہ ڪانہ تہ اُنجو ڪڏهن نہ ڪڏهن اوس ڏيوالو نڪرندو . تنهنڪري مڪتيءَ ۾ وڃڻ ۽ اُتان موٽي اچڻ واري جيڪا ويوستا آهي ، سا ٺيڪ آهي ، [٧] ڇا ڪو ٿوري ڪوڙي قيد کان جنم قيد يا ڦاهيءَ جي ڏنڊ کي چڱو ٿو سمجهي ؟ جي اُتان [ مڪتيءَ مان ] موٽڻ نہ هجي ، تہ جنم قيد [ ۽ مڪتيءَ ۾ ] انترو ٿي ٿيو رهندو تہ مڪتيءَ ۾ پرشرم ڪرڻو نہ ٿو پوي [ ۽ جنم قيد ۾ ڪرڻو ٿو پوي ] . (٨) ۽ [ جي مڪتيءَ کان موٽڻ نہ هجي تہ ] برهم ۾ لين ٿيڻ بہ سمنڊ ۾ ٻڏي مرڻو آهي .

## پرميشور سمان جيو سدا مڪت ٿي نٿو سگهي ؟

پرشن :- جهڙيءَ ريت پرميشور نتيہ ، مڪت ۽ پورڻ سکي آهي ، تئن جيڪڏهن جيو بہ سدائين مڪت ۽ سکي ٿي پوي تہ ڪهڙو دوش نہ اچي .

اُتر :- پرميشور اننت سروپ ، سامرٿيہ ، گڻ ، ڪرم ۽ سڀاءُ وارو آهي ، تنهنڪري ڪڏهن بہ اُوديا ۽ دک جي ٻنڌن ۾ ڦاسجي نٿو سگهي . [ اُنجي اُبتڙ ] جيو مڪت ٿيڻ کانپوءِ بہ شد

سو روپ، [پر] الپگيه ۽ محدود گڻن ڪرمن ۽ سڀاون وارو ٿي رهندو آهي. پرميشور جي برابر ڪڏهن نه ٿو ٿئي.

**ٻيا پريشرم مڪتي ڪانهي** :- پرشن- جيڪڏهن ائين آهي ته مڪتي به جنم مرڻ [آواگمن] جهڙي ٿي ٿي. ان ڪري اهڙو اُدم ڪرڻ وئرٿ آهي.

اُتر- مڪتي جنم مرڻ جهڙي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته [سرشٽيءَ جي] ڇٽيهه هزار ڀيرا اُتپتي ۽ پرليه ٿيڻ ۾ جيترو ڪال ٿو لڳي، اوترو سمو ٭ جيون جو مڪتيءَ جي آنند ۾ رهڻ ۽ دک نه پوڻ ڪا ٿوري ڳالهه ٿا سمجهو؟ جڏهن اڄ، ڏينهن، ماني، استري، سنتان وغيره لاءِ اُپاءَ ڪرڻ ڏاڍو ضروري آهن، ته مڪتيءَ لاءِ ڇو نه ڪجي؟ مرڻ اوس آهي، جهڙيءَ طرح جيئڻ جو اُپاءَ ڪيو ٿو وڃي، ساڳيءَ طرح مڪتيءَ کان [وري] موٽي جنم ۾ اچڻو آهي، ته به ان لاءِ به اُپاءَ ڪرڻ ڏاڍو ضروري آهي.

**مڪتيءَ جا ساڌن** :- پرشن- مڪتيءَ جا ساڌن ڪهڙا آهن؟

اُتر- ڪي ساڌن ته مٿي لکي آيا آهيون پر مکيه اُپاءَ هي آهن :- مڪتيءَ جي اُڀلاشي پرش کي **جيون مڪت** ٿيڻ گهرجي. ارٿات مٿيا پاپ وغيره جن پاپ ڪرمن جو ڦل دک آهي، تن کي ڇڏي سک روپ ڦل ڏيڻ وارا ستيه ڀاشڻ وغيره ڌرمي آچرڻ اوس ڪن. جيڪو دک کان ڇٽي سک پراپت ڪرڻ چاهي، سو ادرم کي ڇڏي ڌرم اوس ڪري، ڇاڪاڻ ته پاپي ودهيا دک جو ۽ ڌرمي هلت چالت [ئي] سک جو مول ڪارڻ [بنيادي سبب] آهي.

وويڪ، ڇهي سنڀ استيه، ڌرم اُڌرم، ڪرتويه اڪرتويه جو نرڻيه سڀ پرشن جو سنگ ڪري اوس ڪجي ۽ [انهن کي] الڳ الڳ ڄاڻجي.

**پنجن ڪوشن جي سڃاڻپ** :- شرير ۾ سڀ ۽ پنجن ڪوشن △ جو وواچن [پرک] جهو ڪري. پهريون :- "انمه ڪوش" جو کل کان وٺي [شرير] جي هڏن تائين جو پرٿوي مه آهي. ٻيو :- "پراڻ مه ڪوش" [جنهن ۾ پنج پراڻ آهن]. ارٿات :-

(١) "پراڻ"، ٻاهران اندر ايندڙ ساهه £ (٢) "اپان"، اندران ٻاهر نڪرندڙ ساهه، (٣) سمان نابيءَ [دُن] ۾ رهي سڄي شرير کي رس پهچائيندڙ وايو، (٤) اُدان، اها وايو آهي، جنهن جي

---

٭ هڪ سرشٽيءَ جي عمر ٤٣٢٠٠٠٠٠٠٠ ورهيه + هڪ پرليه جي عمر ٤٣٢٠٠٠٠٠٠٠ ورهيه، = ٨٦٤٠٠٠٠٠٠٠ ورهيه، انکي ڪيو ٣٦٠٠٠ ورهين سان ضرب ته ڪل ٿيندا = ٣١١٠٤٠٠٠٠٠٠٠٠٠٠ جو هڪ مڪت جيو آتما مڪتيءَ جو آنند ٿو ڀوڳي!

△ ڪوش = پردا اثرا خزانا.

£ انگريزي ستيارٿ پرڪاش جو انوادڪ ڊاڪٽر چرنجيو ڀاردواج پنجن پراڻن کي شرير جون پنج شڪتيون ڪري ٿو مڃي، اهي هن ريت آهن :-

(1) پران Inspiratory force (2) اپان Expiratory force (3) سمان Solar Sympathetic force (4) ادان Glosso-pharyngeal force (5) ويان Motor muscular force.

ڪري ٿڙيءَ ۾ اَيل اَن يا پاڻي چڪبو ٿو وڃي ۽ جنهن سان ٻل پراڪرم [همت] ٿي ملي.
(٥) ”ويان“ [اَها وايو] جنهنجي دواران جيو سڀئي شرير ۾ چيشٽا آدي [چيٽ = سنڀال آدي] ڪرم ٿو ڪري.

ٽيون :- ”منومِيہ ڪوش“، جنهن ۾ من سان گڏ اهنڪار، ڳالهائڻ جي شڪتي، پير، هٿ، گدا، لنگ اِهي پنج ڪرم اندريون آهن.●

چوٿون :- ”وگيان مِيہ ڪوش“، جنهن ۾ ٻڌي ۽ چت، ۽ ڪن، کل، نيتر، جيڀ ۽ نڪ اِهي پنج گيان اندريون، جن سان جيو گيان آديءَ جو وهنوار ٿو ڪري [اچي ٿو وڃي].L

پنجون :- ”آنند مِيہ ڪوش“، جنهن ۾ پرِيتي ۽ پرسنتا، ٿورو آنند، گهڻو آنند ۽ آڌار ڪارڻ روپ پرڪرتي آهي.£

اِهي پنج ڪوش سڏبا آهن. انهن سان ئي جيو سڀني پرڪارن جو ڪرم، اُپاسنا ۽ گيان آدي وهنوار ٿو ڪري.

**ٽي اوستائون** :- هڪڙي ”جاڳرت“، ٻي ”سوپن“ ۽ ٽين ”سشپتي“، اِهي ٽي اوستائون ٿيون سڏجن.

**ٽي شرير** :- شرير ٽي آهن. هڪڙو ”استول“، جو هيءُ ڏسجي ٿو. ٻيو پنجن پراڻن، پنجن گيان اندرين، پنجن سوڪشم ڀوتن [تتون]، من ۽ ٻڌي انهن سترهن تتون جي سمدايہ [جوڙ] کي ”سوڪشم شرير“ چئبو آهي. هيءُ سوڪشم شرير جنم مرڻ آديءَ ۾ به جيو سان گڏ ٿو رهي. انجا به ٻه ڀيد آهن. هڪڙو ڀوتڪ ارٿات جو سوڪشم ڀوتن جي انشن مان ٺهيو آهي ۽ ٻيو سواڀاوڪ؛ جو جيو جي سواڀاوڪ گڻن مان ٺهيل آهي. هيءُ ٻيو اڀوتڪ شرير [ٽي] مڪتيءَ ۾ [جيو سان گڏ] O رهندو آهي. انجي هجڻ ڪري ئي جيو مڪتيءَ ۾ سک ڀوڳيندو آهي.

---

● منومِيہ ڪوش جو انواد انگريزيءَ واري Mento-motor S,stem ڪيو آهي، ارٿات وچار ۽ ڪرم ڪرڻ جي شڪتي.

L وگيان مِيہ ڪوش جو ارٿ انگريزيءَ واري Menro-Sensory System ڪيو آهي، ارٿات وچار ۽ گيان پراپت ڪرڻ جي شڪتي.

£ ارٿات پرڪرتيءَ جو اُلي سوڪشم بج جو سڀني ڪارڻن ۽ ڪارجن جو سڀاڙو آهي؛ سو هن پنجين ڪوش ۾ پنهنجي بج سوروپ ۾ موجود آهي. انگريزيءَ واري آنند مِيہ ڪوش جو ارٿ:- Spirituoemotional System ارٿات آتمڪ ۽ ڀاوڪ وبوستا ڪيو آهي.

O هيٺين ستيارٿ پرڪاش ۾ ڀوتڪ ۽ سواڀاوڪ ٻنهي شريرن جو مڪتيءَ ۾ گڏ رهڻ لکيل آهي:-
١. آريہ ڀاشا جا:- (الف) ٽيويهون ڇاپو (ب) گوونداَرام هاسانند ڪلڪتي وارن جو رشي جنم شتابدي سنسڪرڻ جو سمت ١٩٨١ جو ٻاويهون ڇاپو (ب) ساڳين جو ٻيو ڇاپو. ٢. انگريزي ڀاشا جي:- (الف) ٽئي ايڊيشن ۾ (ب) ڊاڪٽر چرنجيو ڀاردواج جي مدراس واري ١٩٣٢ع جي پهرين ايڊيشن ۾. ٣. گجراتي ڀاشا جي ٽئين ڇاپي ۾. ٤. ٻالي جو ٽلال ديءَ جي سنڌي ستيارٿ پرڪاش ۾. ٥. مرهٽي ستيارٿ پرڪاش جي ٽئي ايڊيشن ١٩٣٢ واري ۾. ٦. اردو

ٿيون ڪارڻ شرير جنهن ۾ سشپتي اوسٿا گهري ننڊ ٿي رهي. اهو روپ هئڻ ڪري هر هنڌ واپڪ ۽ سڀني جيون لاءِ هڪجهڙو آهي.

چوٿون ترييه तुरीय شرير آهو آهي ۽ جنهن ۾ سمادي لڳائڻ ڪري، پرماتما جي آنند سروپ ۾ جيو مگن ٿيندا آهن. انهيءَ سماديءَ جي سنسڪار مان اُٿون ٿيل شڌ شرير جو پراڪرم (همت)، مڪتيءَ ۾ به جيُن جو ٿيُن سهائڪ رهندو آهي.

انهن سڀني ڪوشن واريُن اوسٿائن کان جيو پرٿڪ آهي؛ ڇو ته سڀ ڄاڻن ٿا ته جيو اوسٿائن کان نيارو آهي؛ ڇاڪاڻ ته مرڻ والي سڀڪو چوندو آهي ته جيو نڪري ويو. اهوئي جيو سڀني جو پريرڪ (چورائيندڙ ۽ پرڀاءِ وجهندڙ)، سڀني جو ڌرتا (منهي رکندڙ) ساکشي [ڏسڻ وارو] ڪرتا ۽ ڀوڳيندڙ سڏبو آهي. جي ڪو هئن چوي ته جيو ڪرتا ڀوڳيندڙ نه آهي، سو سمجهو ته اگياني ۽ اوويڪي آهي. ڇا جيو جي جيڪي هي سڀ جڙ پدارٿ آهن، تن ۾ دک سک ڀوڳڻ ۽ پاپ پنيه ڪرڻ جي شڪتي اهيئي ڪانه. ها انهيءَ سنبنڌ سان جيو پاپ پنيه جو ڪرتا دک سک جو ڀوڳيندڙ آهي.

جڏهن اندريون وشين سان، من اندرين سان ۽ آتما من سان ملي پراڻن کي پريرڻا ڪري چڱن يا مندن ڪرمن ۾ لڳائي ٿو، تڏهن هو (آتما) ٻاهرمکي ٿي [ٻاهرين وشين ۾ ڦاسي] ٿو پوي، انوقت [چڱن ڪرمن ڪندي] اندر مان آنند، اتساهه ۽ بي ڊپائي ۽ برن ڪرمن ڪندي ڀؤ، شڪ ۽ لڄ اٿون ٿا ٿين، اهائي انترياميءَ پرماتما جي شڪشا (پريرڻا) آهي. جو به ان شڪيا موجب هلندو، سوئي مڪتيءَ مان اٿون ٿيل سک ڀوڳيندو ۽ جو اُبتڙ هلندو، سو بندن مان اُپجندڙ دک ڀوڳيندو.

پرو ساڌن £ ويراڳيه:- "ويراڳيه" ارٿات وويڪ سان ستيه استيه کي سڃاڻي، تنهن مان ستيه وهنوار گرهڻ ڪري ۽ استيه وهنوار تياڳڻ وويڪ ٿو سڏجي. پرٿويءَ کان وٺي

---

ستيارٿ پرڪاش:- ١٩٠٨ع جي مهاشيه راجپال جي ڇپائل ايڊيشن ۽ ڏهين ايڊيشن ۾ ڄاڻايل آهي ته "هي ٻيو پوڪ شرير (سپاوڪ) مڪتيءَ ۾ به رهندو آهي. اسانجي وچار ۾ انهن سڀني ڀل ڪئي آهي. پوڪ جي بدران ايوڪ اُڻ گهرجي، جئن سناوهين ڇاپي واري ستيارٿ پرڪاش ۾ آهي. اڳه ڪنهن ڪمپازيٽر ڀل مان ايوڪ جي بدران اُوڪ ڇاپي ڇڏيو ٿو ڏسجي.

ٿاپرج اهو آهي ته مڪتيءَ ۾ جيو وت سوکم شرير جو رڳو سپاوڪ ڀاڱو ئي رهندو آهي. هنديءَ جي لکڻ جو ڍنگ به هن ڳالهه جي پشٽي ڪري ٿو. ڪريا (فعل) "رهتا هي" (عدد واحد) ايڪ وچن ۾ آهي. ارٿات هڪ شرير الوا سپاوڪ ايواڪ شرير ئي بچندو آهي. ٻنهي جو بچڻ هجي ها، ته ڪريا ٻهووچن (عدد جمع) ۾ "رهتي هئن" هجي ها.

£ آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش ۾ انهن ٻنهي هنڌن تي "ويراڳيه" جي بدران "وويڪ" شبد ڇپيل آهي. انگريزي ۽ اردو ستيارٿ پرڪاش ۾ "ويراڳيه" لکيل آهي. مرهٽيءَ واري ساڳيو "وويڪ" ئي لکيو آهي.

پرميشور ٿائين [جي پڌارٿ آهن]، تنهي کٽن، ڪرمن ۽ سڀاءَ کي ڄاڻي پرماتما جي آگيا مڃڻ، سندس اُپاسنا ۾ لڳو رهڻ، اُنجي ورڌ نہ هلڻ ۽ سرشٽيءَ مان لاڀ پراپت وٺڻ ٿو سڏجي.

تنهن ڪانپوءِ ٽيون ساڌن آهي "شٽ سمپتي=षट् सम्पत्ति" ارٿات ڇهن پرڪارن جا ڪرم ڪرڻ:-

(١) "شم=शम" [ارٿات] پنهنجيءَ آتما ۽ انتهڪرڻ کي اڌرم جي ڪمن کان هٽائي سدائين ڌرم آچرڻ ۾ لڳائڻ. (٢) "دم=दम" [ارٿات] ڪن آدي اندرين ۽ شرير کي ويڀچار وغيره برن ڪرمن کان هٽائي جتيندري رهڻ [اندرين وس ۾ رکڻ] وغيره شڀ ڪرمن ۾ رڌل رکڻ. (٣) "اُپرتي=उपरति" [ارٿات] دشٽ ڪرم ڪرڻ وارن پرشن کان سدائين پري رهڻ. (٤) "تتڪشا=तितिक्षा" [ارٿات] نندا، استتي، هاڃي، لاڀ ڪيتري ڪيترو بہ ڇو نہ ٿئي، تہ بہ هرش سوڳ کي ڇڏي مڪتيءَ جي ساڌنن ۾ سدا لڳو رهڻ. "شرڌا=श्रद्धा" [ارٿات] ويد وغيره ستيہ شاسترن ۽ انهنجي گيان سان ڀرپور پورڻ آپت ودوانن ۽ ستيہ جو اُپديش ڪندڙن مهاپرشن جي وچن ۾ وشواس رکڻ. (٦) "سماڌان=समाधान" [ارٿات] چت جي ايڪاگرتا. اهي ڇهئي گڏجي ٽيون ساڌن ٿا سڏجن.

چوٿون ساڌن "مُمکشتو=मुमुक्षुत्व" [ارٿات] جيئن اُڃ ۽ بک جي ستايل کي بنا اَن جل جي ٻيو ڪجهه نہ ٿو وڻي، تئن (مڪتيءَ جي اڇا ڪندڙ کي)، مڪتيءَ ۽ مڪتيءَ جي ساڌنن کانسواءِ ٻئي ڪنهن ۾ بہ پريت نہ هجي. اهي چار ساڌن آهن. ۽ چار* अनुबन्ध = انوبنڌ آهن. ارٿات [چئن] ساڌنن ڪانپوءِ [اوس] اهي ڪم ڪرڻا ٿا پون.

(١) [اڌڪاري]:- انهن مان جو پرش انهن چئن ساڌنن سان يڪت ٿو ٿئي، سوئي موکش جو اڌڪاري £ ٿو ٿئي. (٢) سنبنڌ برهم سان ميلاپ، ارٿات مڪتيءَ جي وشيہ ۽ ويد آدي ستيہ شاسترن کي، جن ۾ مڪتيءَ جو ورڻن ڪيل آهي، جئن جو تئن سمجهي، پنهنجيءَ بڌيءَ ۾ چڱيءَ طرح استر ڪرڻ. (٣) وشيہ سڀني شاسترن ۾ پرتپادن [ورڻن ڪيل وشيہ] برهم، تنهن کي پراپت ڪرڻ جي وشيہ (لکشيہ رکڻ) واري پرش جو نالو "وشيي=विषयी" $ آهي. (٤) پريوجن، سڀني ڏکن جي نورتي [ڪانپوءِ] پرمانند کي پراپت ڪري مڪتيءَ جو سک ملڻ. اهي چار انوبنڌ ٿا سڏجن. انهن ڪانپوءِ چئن پرڪارن جا شروڻ [ٻڌڻ] آهن:-

پهريون "شروڻ=श्रवण" [ارٿات] ودوان اُپديش ڪري تہ شانتيءَ ۽ ڌيان سان ٻڌڻ.

---

* انو = پوءِ ۽ بنڌ = بنڌڻ. ارٿات، اهي بنڌڻ جن کي ساڌن ڪانپوءِ آچرڻ کجي.

£ ارٿات ايشوري جوت پراپت ڪرڻ پهريون انوبنڌ آهي ۽ ان لاءِ مٿي ڄاڻايل چئن ساڌنن کي آچرڻ ڪرڻ گهرجي.

$ وشيہ شبد جا ڪيئي ارٿ آهن- (١) جئن تہ مضمون يا ڳالهہ. (٢) مراد، پريوجن، لکشيہ = اُها وستو جنهنکي هٿ ڪرڻو هجي، جو برهم کي پنهنجو اُتم لکشيہ بنائي، سندس پراپتيءَ جو ڏينهن رات اُدم ٿو ڪري، تنهنکي وشيي چئبو آهي.

خاص ڪري برهم وديا جي ٻڌڻ ۾ ڌيان ڏيڻ لڳائڻ گهرجي، ڇو ته هيءَ سڀني وديائن ۾ سوکشم وديا آهي. ٻڌڻ کانپوءِ ٻيو آهي मनन = منن [ارٿات] ايڪانت استان ۾ ويهي، جيڪي ٻڌو ويو آهي، تنهن تي وچار ڪرڻ ۽ جنهن ڳالهه ۾ شنڪا پئي سا وري پڇڻ. ٻڌڻ مهل به جيڪڏهن ڳالهائيندڙ ۽ ٻڌندڙ اُچت سمجهن ته پڇي سماڌان ڪن. ٽيون آهي ندڌياسن = निदिध्यासन [ارٿات] ٻڌي منن ڪري ۽ شنڪائون ميٽي، سماڌيءَ ۾ ويهي انهن ڳالهين کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ ته جيئن ٻڌل يا وچاريل هو، سو اُهين آهي يا نه، [ارٿات] ڌيان يوگ سان ڏسڻ. چوٿون ساکشاتڪار = साक्षात्कार [ارٿات] جهڙو پدارٿ جو روپ، گڻ ۽ سڀاءُ هجي، تهڙي ئي جو تئين سڃاڻڻ. [اهو چئن پرڪارن جو ٻڌڻ] شروڻ، چتشٽه ٿو سڏجي.

تم ۽ رج جو تياڳ ۽ ست جو گرهڻ:- سدا تموگڻ، ارٿات ڪروڌ، آرس، موڙهتا آدي ۽ رجوگڻ، ارٿات ايرکا (حسد)، دويش [دشمني]، ڪام [وشيه]، اُيمان [مغروري] ۽ وکشيپ [من جي پريشانيءَ] وغيره دوشن کان پري رهي، ستو [ستوگڻ]، ارٿات شانت سڀاءُ پوترتا، وديا، وچار وغيره گڻن کي ڌارڻ ڪرڻ. (١) मैत्री = ميتري ارٿات سکي پرشن سان مترتا، (٢) ڪروڻا = करुणा ارٿات دکي ماڻهن تي ديا، (٣) मुदिता = مدتا ارٿات پُنج آتمائن سان پرسن رهڻ ۽ (٤) उपेक्षा = اپيکشا ارٿات دراچارين سان نه پريتي رکڻ ۽ نه ويرُ رکڻ کپي. £

ڏهاڙي ٻه ڪلاڪ ڌيان:- من آديءَ جي اندر جي پدارٿن کي ساکيات ڪرڻ لاءِ ممکشو [مڪتيءَ جو چاهڪ] ڏهاڙي گهٽ ۾ گهٽ ٻه ڪلاڪ ضرور ڌيان لڳائي. ڏسو! اسين چيتن سوروپ هئڻ ڪري لئي گيان سوروپ آهيون ۽ من جا ساکشي [شاهد] آهيون، ڇاڪاڻ ته جڏهن من شانت اٿوا چنچل، آنند وارو اٿوا واسنائن سان ڀريل ٿو ٿئي ته اُن کي جيئن جو تئين ٿا ڏسون. ساڳيءَ ريت، اسين اندرين ۽ پراڻ آديءَ کي سڃاڻندڙ، اڳين ڏٺل پدارٿن کي سمرڻ ڪندڙ ۽ هڪڙي ڪال ۾ انيڪ پدارٿن کي ڄاڻندڙ، ساريندڙ ۽ ڪشش ڪندڙ ۽ سڀني کان الڳ آهيون. جي نيارا نه هجون ها، ته سوتنتر ڪرتا هجون ها، نه پريرتا ڪندڙ اڌشٺاتا ڪڏهن ٿي سگهون ها. $

پنج ڪليش:-

अविद्याऽस्मितारागद्वेषाभिनिवेशाः पञ्च क्लेशाः ।    योगशास्त्रे पादे २ । सू० ३ ॥

[ارٿات اوديا، اسمتا، راگ، دويش، ابي نويش اهي پنج ڪليش آهن]، انهن مان اوديا جو سوروپ [اڳ ۾] ٻڌائي آيا آهيون. الڳ هستي رکندڙ "ٻڌيءَ" کي آتما کان ڀن نه سمجهڻ اسمتا = अस्मिता آهي. سک سان پريتي رکڻ "راگ" ۽ دک ۾ اپريتي "دويش" [ٿو سڏجي]

---

* پراچين ڪال ۾ ڪا وشش ٻڌيءَ ۽ تڪ دوارا، ڪو سڌانت اٿوا ڪا وشش نرنئه نه ٿي سگهندي هئي؛ ته ودوان لوڪ پرماتما کي پرارٿنا ڪري يوگ ابياس دوارا اهو پرڪرڻ نرنئه ڪندا هئا، ارٿات پرماتما کين ستيه استيه ارٿ انڀو ڪرائيندو هو. (موتيرام)

£ هيءَ يوگ درشن جي ساڌن پاد جي هڪ سوتر جي وياکيا آهي.

$ سوتنتر ڪرتا = ڪرم ڪرڻ ۾ آزاد. پريرتا ڪندڙ اڌشٺاتا = سڀني کي هلائيندڙ ۽ وس ۾ رکڻ وارا.

سڀني پراڻين کي سدا اڇا رهي ٿي ته مان سدا جيئرو رهان، مران نه. هيءَ موت جي ڏک کان ڊڄڻ، अभिनिवेश = اڀنويش ٿو سڏجي. انهن پنجن ڪليشن کي يوگ ابياس ۽ وگيان سان هٽائي، برهم جي پراپتي ڪري مڪتيءَ جي پرم آنند کي ڀوڳڻ گهرجي. *

**مڪتي سنبنڌي ڀن ڀن ويچار**:- پرشن - جهڙي مڪتي اوهان مڃو ٿا، تهڙي ٻيو ڪو به نٿو مڃي. ڏسو! **جئني** لوڪ موڪش شلا، شوپور ۾ وڃي ماٺ ڪري وهڻ ۾؛ **عيسائي** لوڪ چوٿين آسمان ۾ جتي وواهه، لڙائي، گانا بجانا (ڪري)، ڪپڙا لٽا پائي آنند ٿو ڀوڳجي. ساڳيءَ ريت مسلمان ستين آڪاش ۾؛ **وام مارگي** شري پور ۾؛ **شئوي** ڪئلاش ۾؛ **وئيشنو** ويڪنٺ ۾؛ گوڪليا گوسائين گولوڪ وغيره ۾ پڻ اُتم استرين، کائڻ پيئڻ، وستر، استان وغيره کي پراپت ڪري آنند ۾ رهڻ مڪتي مڃيندا آهن. **پوراڻڪ** لوڪ सालोक्य = سالوڪيه، ارٿات ايشور جي لوڪ ۾ نواس، सानुज्य = سانُجيه (ارٿات) ننڍي ڀاءُ سمان ايشور سان گڏ رهڻ، सारूप्य = ساروپيه (ارٿات) اُپاسيه (معبود) ديو جي آڪار جهڙو ٿيڻ جي ڀوڳڻ، सामीप्य = ساميپيه [ارٿات] سيوڪ جيان ايشور جي ويجهو رهڻ، सायुज्य = سايُجيه (ارٿات) ايشور سان گڏجي وڃڻ، انهن چئن° پرڪارن جي مڪتي مڃيندا آهن. **ويدانتي** ماڻهو برهم ۾ لئه ٿي وڃڻ کي موڪش سمجهندا آهن.

اُتر- جئنين جي مڪتي آدي وشين لئي ٻارهين، عيسائين جي تيرهين ۽ مسلمانن جي چوڏهين سملاس ۾ چٽيءَ ۾ لکنداسون. وام مارگي جو شري پور ۾ وڃي لکشميءَ جهڙن استرين، مدي، مانس آدي کائڻ پيئڻ ۽ رنگ، راڳ جو ڀوڳڻ مڃيندا آهن، سو هتان [هن سنسار جي ڀوڳن کان] ڪجهه به وڌيڪ ڪونهي. مهاديو ۽ وشنوءَ جو روپ △ ڌاري، پاروتيءَ ۽ لکشميءَ سمان استرين کي پائي، آنهن سان آنند ڀوڳڻ به ساڳيو ئي آهي. هتان جي شاهوڪارن ۽ راجائن جي (آنند ڀوڳ کان) ڪجهو اُترو وڌيڪ لکيل آهي، ته اُتي (مڪتيءَ ۾) روڳ نه ٿيندو ۽ جواني سدا رهندي. هيءَ سندن ڳالهه مٿيا آهي، ڇو ته جتي ڀوڳ اُتي روڳ ۽ جتي روڳ اُتي بڍاپو اوشيه ايندو آهي. ۽ پوراڻڪن کان پڇجي ته اوهانجي چئن پرڪارن جي مڪتي ته ڪيٽن، ماڪوڙن، @ پتنگن، پشن وغيره کي به پاڻمرادو ٿي ملي، ڇاڪاڻ ته هي

---

* اوڪاهه، وشيه واسنائن ۾ لپٽيل، الپ وديا جي ڪري مٽيءَ جا ٻائل آتم سنبنڌي ۽ وگيانڪ ڳالهيون ڪين ٿا سمجهي سگهن. ستيارٿ پرڪاش جون گوڙهه ڳالهيون ته گروءَ جي سمجهاڻي بنا ڌيان ۾ اچڻ ڪين آهن.

O ڳڻتي ۾ پوراڻڪن جي پنجن قسمن جي مڪتي ڏيکاريل آهي، پر رشي دياننڌ چار انڪري لکيون آهن، جو پوراڻڪن ۾ ڪيترا ”سانجيه“ مڪتي ڪونه مڃين ۽ ڪي ”سايُجيه“ ان ڪري هر هڪ ڌر جون چئن پرڪارن جون مڪتيون ٿي ٿيون.

△ اهو بيان ”ساروپيه“ مڪتيءَ جو ڪيدن سمجهجي، ان چئن مڪتين ”سالوڪيه“ آديءَ جو ڪيدن اڳتي ايندو.

@ پرندڙ بتيءَ لئي جي ننڍڙا جيت اُڏامي ايندا آهن، تنکي هنديءَ ۾ ’پتنگ‘ ۽ فارسيءَ ۾ ’پروانا‘ ڪوٺبو آهي. سنڌيءَ ۾ بيدا ٿي جي جيت لڏامندا آهن، تنکي به هنديءَ ۾ ’پتنگ‘ ڪوٺبو آهي

جيترا به لوڪ موجود آهن، سي سمورا ايشور جا آهن ۽ انهن ۾ ئي سڀ جيو رهن ٿا. انهن ڪري "سالوڪيم" مڪتي کي اتاپاس، (يعنا آدم جي پنهنجو پاڻ) ملي چڪي. "ساميپيم" ايشور هرهنڌ وياپڪ هئڻ ڪري سيمٽي (جيو) انجي ويجهولي آهن، انهن ڪري "ساميپم" مڪتي ۽ پاڻمرادي مليل آهي. "سانجيم" جيئن هر پرڪار ايشور کان ننڍو ۽ چيتن هئڻ ڪري پاڻيهي پرانا سمان آهي، انهيڪري سالجيم مڪتي سا بنا يتن جي ملي چڪي. وري سمورا جيو سروويايڪ پرماتما ۾ سمايل هئڻ ڪري (اڳ لي) آن سان ڳنڍيل آهن، انهيڪري "سانجيم" مڪتي به پاڻمرادو آهي. پيا ساڌارڻ ناستڪ، ماڻهوءَ جي مرڻ بعد تتون جو تتون ۾ گڏجي وڃڻ کي پرم مڪتي ٿا مڃين، اهڙي (مڪتي) سان ڪتن، گڏهن وغيره ساهوارن کي به مليل آهي.

**مڪتي ڪيئن ٿيندي:-** اهي مڪتيون ڪينهن، بلڪ هڪ پرڪار جو بندن آهن. چارواڪ ته اهي ماڻهو شوپور، موکش شلا، چوٿين آسمان، ستين آسمان، شري پور، ڪئلاش، وئڪنٺ، گولوڪ کي ڪنهن ديش جو هڪ استان ڪري مڃيندا آهن. جي اهي انهن جڳهن کان الڳ ٿيندا، ته مڪتي ڇڏائجي ويندي. اهو ته اهڙيءَ طرح قيد ۾ رهڻ آهي، جنهن ٻاهرين ٻرن اندر ڪو نظر بند رهي. مڪتي ته اها آهي، جو جيڏانهن اڇا ٿئي، اوڏانهن اچي وڃي سگهجي، جتي اٽڪ نه پوي ۽ نه ڀؤ، نه شڪا ۽ نه دک ٿئي. جو جنم وٺڻ آهي انهن کي ڄمڻ ۽ مرڻ کي پرلو ٿو چئجي. [انهيڪري] جيو [وري پنهنجي] سمي تي ئي جنم ٿا وٺن.*

**جنم انيڪ آهن يا نه؟ پرشن:-** جنم هڪڙو آهي يا گهڻا؟

**اتر:-** گهڻا.

**پرشن** - جي انيڪ [جنم] هجن ها ته اڳين جنم ۽ موت جون ڳالهيون ڇو نه ٿيون ياد رهن؟

**اتر** - جيو الپگيه آهي، ترڪال درشي ڪونهي، انهيڪري سمرتي نٿي رهي. انهيڪان سواءِ جنهن من سان گيان تو پراپت ڪري، سو من £ به ساڳيءَ مهل ۾ ٻه گيان پراپت ڪري سگهي. ڪٿي جنم جي ڳالهه ته پري رهي، ڏينهن ۾ جڏهن جيو گرڀ ۾ هو، شرير ٺهيو، پوءِ ڄائو، [اَن کانپوءِ به] پنجن ورهين اندر جي جي ڳالهيون ٿيون آهن، تنجو سمرڻ

* هيءَ پوئين سٽ مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ ترجمو ٿيل ئي ڪانهي. اڙدوءَ واري ۾ پاڻي جهڙي لعل اسانجو الٽو ڪيو آهي. پر انگريزيءَ ۾ شري ڊاڪٽر چرنجيو ڀاردواج ٿا لکن ته "مڪت ٿيل جيو آتما پنهنجي پوري وقت تي وري جنم ٿا وٺن." اصل هنديءَ ۾ مڪتيءَ جي معمولي وڪنڊڙ شبد ئي ڪونهي. اڙدوءَ واري سٽ لسوٽ ۾ لکيو آهي ته چارواڪ ته مڪتيءَ ۾ ويل آتمائن جي جنم وٺڻ تي ماڻهو شڪا ڪندا آهن، ۽ جنهن جو جڳت جو چڪر جنم وٺڻ ۽ مرڻ تي آڌار رکي ٿو. چارواڪ ته اُپتي ۽ پرلو، جنم ۽ مرڻ جائي پيالا آهن، انهيڪري مڪت ٿيل جيو به وري پنهنجي مدي تي جنم ٿا وٺن.

£ ارٿات اڳين جنمن جون ڳالهيون ان ڪري ياد نٿيون رهن، جو ماڻهن جو من هن جنم جي ڳالهين ۾ ئي سڄو وقت قائل ٿو رهي.

پلا چونه ٿو ڪري سگهجي؟ وري جاڳرت يا سپني ۾ ڪيترو ئي وهنوار پرليڪش ڪري ٿو، سپني ۾ يعني گهري ننڊ ۾ جاڳرت آديءَ ۾ ڪيل وهنوار جي سمرتي جو نستي ڪري سگهجي؟ وري جي اوهان کان ڪو پڇي ته [ اڄ کان] ٻارهن ورهيه اڳي، تيرهين ورهيه جي پنجين مهيني جي نائين ڏينهن، ڏهين بجي پهرين منٽ ۾ اوهان ڇا ڪيو هو؟ اوهانجو منهن، هٿ، ڪن، اکيون ۽ شرير ڪهڙي پاسي ۽ ڪهڙي نموني هئا؟ ۽ [ اُن وقت] اوهان من ۾ ڇا ويچاريو هو؟ [ ته ڪهڙو جواب ڏيندا؟] جڏهن هن شرير ۾ ئي اها اوستا آهي، ته اڳين جنم جي ڳالهين بابت شنڪا ڪرڻ نسوري ٻاراڻي ڳالهه آهي.

ويسر ۾ سڪر:- • سمرڻ نٿو ٿئي، انڪري جيو سکي آهي. نه ته جيڪر سڀني جنمن جي دکن کي ڏسي O جيڪر دکي ٿي مري وڃي. پر جي ڪو پورو [ گنڌريل ] ۽ اڳين جنم جون اوسٿائون ڄاڻڻ گهري، ته ڄاڻي ئي نه سگهندو. ڇاڪاڻ ته جيو جو گيان ۽ سروپ الپ [ ننڍڙو ] آهي. ۽ اهي ليکي ڳالهيون ايشور جي ڄاڻڻ جون آهن ۽ نه جيو جون.

سڌاري لاءِ سمرتي گهرجي:- پرشن- جي جيو کي اڳين حالت جو گيان نٿو رهي ۽ ايشور ڪنهن سزا ٿو ڏئي، ته جيو جو سڌارو ٿي نه سگهندو. ڇاڪاڻ ته جڏهن ڪنهن اها سڌ پوندي ته مون فلاڻو ڪم ڪيو هو ۽ هيءَ اُنجو ئي ڦل آهي ۽ تڏهن ئي ته هو پاپ ڪرڻ کان بچي سگهندو.

اتر:- اوهين گيان ڪيترن پرڪارن جو مڃو ٿا؟

پرشن:- پرليڪش آدي پرماڻن انوسار اُٺن £ پرڪارن جو.

اُتر- ته پوءِ اوهان جنم کانوٺي وقت بوقت راڄ، ڌن، ٻڌي، وديا، سچائي، بي عقلي، موڪتا آدي دک سک سنسار ۾ ڏسي گذريل جنم جو گيان ڇو نه ٿا اُپٽو ڪريو؟ اُهاڻوءَ ۽ ويڄ کي ڪا بيماري ٿئي ته سنڌس ندان يعني ڪارڻ ويڄ ته سمجهي ٿو وٺي، پر ان کي اڻڄاڻ نٿو ڄاڻي سگهي. [ ڇاڪاڻ ته ] هڪڙي وئديه وديا [ علم طب ] پڙهي ۽ ٻئي ڪا نه. پر بخار وغيره روڳ ٿيڻ ڪري اڻڄاڻ به ايترو ته سمجهي سگهي ٿو، ته مون کان ڪا بدپرهيزي ٿي آهي، جنهنڪري هيءُ روڳ ٿيو اٿم. ساڳيءَ ريت جڳت ۾ دک سک آديءَ جي اوچ جهڙي گهٽ وڌ ڏسي اڳين جنم جو انومان ڇو نه ٿا سمجهي وٺو؟ اڳين جنم کي نه مڃبو ته ايشور پکشپاتي ٿيندو ۽ انڪري جو پاپ ڪرڻ کانسواءِ سچائي آدي دک، ۽ بنا اڳين ڪئي ڪيل پڃ جي راڄ، ڌن، سمپتي ۽ ٻڌي ڪنهن [جيو کي] ڇو ڏنائين؟ ۽

• هان ڪنهن جا ڪرم ڪي اهڙا هوندا آهن ته پوءِ اڳئين جنم جون ڳالهيون اُنکي سمرڻ ٿينديون آهن. ( مولچندرام )

O ياد ڪرڻ سان سمورا دک ۽ پاپ اکين اڳيان ٿا اچي وڃن. تنهنڪري ياد گيري به هڪ پرڪار جو مشاهدو ( ڏسڻ ) ئي آهي.

£ پرليڪش، انومان، اُپمان، شبد، اتيهه، ارٿاپتي، سنڀو، اڀاو اهي اٺ پرماڻ آهن، ڏسو تفصيل سملاس ٽئين ۾.

گذريل جنم ۾ ڪيل پاپ پنج انوسار [هن جنم ۾] ڏک سک ڏيڻ ڪري پرميشور نياءَڪاري جيئن جو تيئن بڻيو ٿو رهي.

**ايشور نياءَڪاري:- پرشن:-** هڪ جنم هئڻ ڪري ۽ پرميشور نياءَڪاري ٿي ٿو سگهي؛ جيئن سڀ کان وڏو راجا جيڪي ڪري، سو نياءُ؛ جيئن مالهي پنهنجي باغ ۾ (پنهنجيءَ مرضيءَ موجب] ننڍا وڏا وڻ وهاري، ڪنهنکي وڍي ٿو، پٽي ٿو، ۽ ڪنهنجي رکشا ڪري ٿو. جا وستو جنهنجي آهي، تنهنکي هو جيئن وڻيس تيئن رکي. اُن ايشور مٿان ٻيو ڪو به نياءُ ڪرڻ وارو ڪونهي، جو کيس ڏنڊ ڏئي سگهي. الٽو جنهنکان ايشور ڊڄي.

**اُتر-** پرماتما جهڙي نياءُ چاهي ٿو، ڪري ٿو ۽ ڪڏهن به انياءُ نٿو ڪري، انڪري ئي هو پوڄا جي لائق ۽ وڏو آهي. جو نياءَ جي ورڌ ڪري سو ايشور آهي ئي نه! جهڙيءَ ريت مالهي ڪنهن مارڳ الٽو ڪنهن هنڌ بنا رت جي وڻ لڳائڻ ڪري، يا نه ڪٽڻ جهڙن وڻن کي وڍڻ، لائق کي وڌائڻ، ۽ لائق [وڻن] کي نه وڌائڻ ڪري ڏوهي ٿو بڻجي. ساڳيءَ ريت بنا ڪارڻ جي ڪجهه ڪرڻ ڪري ايشور کي به دوش لڳندو. نياءُ وارا ڪم پرميشور کي به اوس ڪرڻا آهن، ڇاڪاڻ ته هو سڀاءَ ڪري پوتر ۽ نياءَڪاري آهي. جي (پرميشور) چريو جيان ڪم ڪندو ته جڳت جي چڱن نياءُ ڪندڙ (ماڻهن) کان به گهٽ ۽ ننڍا درجي تي پوندو. ڇا يوگيتا جي چڱن ڪرمن ڪرڻ کانسواءِ مان پرتشٺا ڪرڻ وارو، ۽ دشت ڪرمن ڪرڻ وارن ڏنڊ ڏيندڙ، هن جڳت ۾ ڪلارو ۽ ڪساڪو نٿو ٿئي؟ انڪري ايشور انياءُ نٿو ڪري ۽ انڪري ئي هو ڪنهنکان نٿو ڊڄي.

**ڪرم ايڪ:- پرشن:-** پرماتما مڍ کان ئي جنهنکي جيترو ڏيڻ وچاريو آهي، اوترو ئي ڏئي ٿو ۽ جيترو ڪم ڪرڻو اٿس، اوترو ئي ڪري ٿو.

**اُتر:-** سندس وچار جيون جي ڪرم انوسار ٿيندو آهي ۽ نه ابتيءَ ريت. جي ابتيءَ ريت ڪري ته اپرادي ۽ انياءَڪاري بڻجي پوي.

**پرشن:-** سک دک وڏن ننڍن کي هڪجهڙو ئي آهي، وڏن کي وڏي چنتا ۽ ننڍن کي ننڍي. جيئن ڪنهن شاهوڪار جو لک روپين جو تڪرار ڪچهريءَ ۾ هلندڙ هجي، سو هو اونهاري ۾ پنهنجي گهر کان ڪچهريءَ تائين پالڪيءَ ۾ چڙهي ويندو. کيس بازار مان لنگهندو ڏسي اگياني لوڪ چوندا آهن ته ڏسو پنج ۽ پاپ جو ڦل! هڪڙو پالڪيءَ ۾ آنند سان ويٺل آهي ۽ ٻيا پيرن اگهاڙي هنن مٿان اُس ۾ سڙندا پالڪي کڻيو پيا وڃن. پر بڌيمان لوڪن کي اها سڌ آهي ته جيئن جيئن ڪچهري ويجهي ايندي ٿي وڃي، تيئن تيئن شاهوڪار جي ڳڻتي ۽ سنديھ وڌيڪ وڌندو ٿو وڃي، ۽ ڪهارن کي آنند ٿيندو ٿو وڃي. ڪچهريءَ ۾ پهچڻ تي سيٺ هيڏانهن هوڏانهن وڃڻ جو وچار ٿو ڪري ته پراڊوين وڪيل وٽ وڃان يا سرشتيدار وٽ؟ اڄ هارائيندس يا کٽندس؟ نجاڻان ڇا ٿيندو؟ [انجي اُبتڙ] ڪهار لوڪ تماڪ پيئندي، هڪ ٻئي سان ڳالهائيندي ٻولهائيندي پرسن ٿي آنند ۾ سمهي ٿا پون. جي سيٺ جي جيت ٿي ته ڪجهه سکي ۽ جي هار ته دک ساگر ۾ ٻڏي ويندو،

۽ اهي ڪهار جهڙي جا ٻيڙا ٿا رهن. ساڳيءَ ريت راجا کي به سندر نرم بسترن تي سمهندي ترت ننڊ نٿي اچي، پر هيت کي ڪنڪر، پٿر الوا مٽيءَ جي هيٺاهينءَ مٿاهينءَ ڌرتيءَ تي به سمهڻ سان ترت ننڊ اچيو وڃي. ائين ٻين هر هنڌ سمجهو.

اتر:- اها سمجهه اگيانين جي آهي. جي شاهوڪار کي چئجي ته تون ڪهار ٿيءُ، ۽ ڪهار کي چئجي ته تون شاهوڪار ٿيءُ ته شاهوڪار ڪڏهن به ڪهار ٿيڻ نه [چاهيندو] مگر ڪهار شاهوڪار ٿيڻ چاهيندو. جي سک دک هڪجهڙو هجي ها، ته پنهنجي پنهنجي اوستا ڇڏي نيچ اوچ ٿيڻ ڪونه گهرن ها. ڏسو! هڪڙو جيو ته [ڪنهن] ودوان جي آتما، شريمان راجا جي راڻيءَ جي گرڀ ۾ اچي، ۽ ٻيو نهايت سڃيءَ گساهياڻيءَ جي گرڀ ۾، هڪڙيءَ کي گرڀ کان وٺي سروَدا سک ۽ ٻيءَ کي هر پرڪار جا دک ٿا ملن. هڪڙو جڏهن ڄمي ٿو ته [کيس] سندر، سگنڌ واري جل آديءَ سان اشنان، ڪتيءَ سان ناڙو وڍڻ، ۽ کير پيئڻ آدي يٿا يوگ ٿا پراپت ٿين. کير پيئڻ گهري ته مصري آدي گهرج آهر ملائي ڏيندا اٿس. کيس پرسن رکڻ لاءِ نوڪر چاڪر، رانديڪا، سواريون ۽ اتم استانن ۾ لاڏ سان آنند ٿو ملي. ٻئي جو جنم جهنگ ۾ ٿو ٿئي. اشنان لاءِ پاڻي به نٿو ملي، جڏهن کير پيئڻ چاهيندو آهي، ته کير جي بدران کيس مڪن ۽ چماٽن سان ماريو ٿو وڃي، نهايت دردناڪ آواز سان روئي ٿو، پر ڪو ڪونه ٿو پڇيس ائين ئي. بنا پن پاپ ڪرڻ جي جيون کي سک دک ٿيندو ته پرميشور تي دوش ايندو.

**سک دک ڪرم تي آهي:-** ٻيو ته جي ڪرمن ڪرڻ کانسواءِ سک دک ملندا هجن، ته اڳتي نرڪ سورگ به نه هئڻ کپي. ڇو ته جئن پرميشور هن مهل [پنهنجي اڇا انوسار] بنا ڪرمن جي سک دک ڏنو آهي، تئن مرڻ کانپوءِ به جنهن کي وڻيس، تنهن کي سورگ ۾، ۽ جنهن کي وڻيس تنهن کي نرڪ ۾ موڪلي ڏيندو. پوءِ سڀئي جيوَ ادرمي ٿي پوندا. ڌرم ڪندا ڇو؟ ڇاڪاڻ ته ڌرم جي ڦل ملڻ ۾ سنديه آهي. پرميشور جي هٿ آهي، جئن وڻندو تئن ڪندو. [جي ائين آهي ته ماڻهن کي] پاپ ڪرمن ۾ ڀؤ نه رهي، سنسار ۾ پاپ جو واڌارو ۽ ڌرم جو ناس ٿي ويندو. انڪري اڳئين جنم جي پن پاپ انوسار هاڻوڪو جنم [مليو آهي]، ۽ هاڻوڪي ۽ پوروَ جنم جي ڪرمن انوسار ايندڙ جنم ٿيندا آهن، [اهوئي ٺيڪ آهي.]

**جيون ۾ ڀيد:-** پرشن- منش ۽ ٻين پشن آدڪن جي شرير ۾ جيو هڪجهڙا ئي آهن يا ٻئي ٻئي جاتيءَ جا.

اتر- جيو هڪجهڙائي آهن، پر پاپ پن جي سٻنڌ ڪري ملن [ڪثا] ۽ پوتر ٿيندا آهن.

پرشن- منشيه جو جيو پشن آدڪن ۾، ۽ پشن آديءَ جو منشيه جي شرير ۾، ۽ استريءَ جو پرش جي ۽ پرش جو [جيو] استريءَ جي شرير ۾ ايندو ويندو آهي يا نه؟

اتر- هائو! اچي وڃي ٿو. پاپ وڌي وڃي ٿو ۽ پن گهٽ ٿئي ٿو ته منشيه جي جيو کي پشو آدي نيچ شرير، جڏهن ڌرم وڌيڪ ۽ ادرم گهٽ ٿو ٿئي ته ديون يعني ودوان

جا شرير مان ٿا ۽ جڏهن پنج پاپ برابر ٿيندا آهن تہ رواجي منش جو جنم ٿو ملي. انهن ۾ بہ پنج اُتم، مڌم ۽ نڪرشٽ [گهٽ] ڀيد ڪري، منش آدي [جانور] ۾ بہ اُتم، مڌم ۽ نڪرشٽ شرير ۽ سامگريءَ وارا ٿا ٿين. ۽ جڏهن پشو آديءَ جي شرير ۾ [جيو] ڪڍڻ پاڻ جو ڦل ڀوڳي ٿو چڪي، تہ سندس پاپ پنج جي برابر ٿيڻ ڪري وري انساني شرير ۾ ٿو اچي ۽ پنج جا ڦل * ڀوڳي وري بہ وچولي منش جي شرير ۾ ايندو آهي.

**جنم مرڻ ڇا آهي؟** [جيو جي] شرير مان نڪرڻ جو نالو مرڻ ۽ شرير سان سنجوڳ ڪرڻ جو نالو جنم آهن. [جيو] شرير ڇڏڻ کانپوءِ यमालय = يماليہ يعني آڪاش واويءَ وايوءَ [هوا] ۾ ٿو رهي. ڇو تہ ويد ۾ لکيل آهي تہ "यमेन०वायुना" يعني يم وايو نالو [هوا] جو آهي ۽ نہ گرڙ پراڻ وارو ڪلپت [من گهڙت] يم. انجو خاص کنڊن منڊن اڳيئن سملاس ۾ لکنداسون. ان کانپوءِ ڌرم راج يعني پرميشور اُن جيو کي پاپ پنج انوسار جنم ٿو ڏئي. هيءَ [جيو] وايو، جل، خواه شرير جي ننڪڙن دوارا ٻئي جي شرير ۾ ايشور جي پريرڻا سان گهڙندو آهي. شرير ۾ اندر وڃڻ کانپوءِ هو سلسليوار ويرج ۾ وڃي، گرڀ ۾ استٿتي ٿي شرير ڌارڻ ڪري ٻاهر ايندو آهي. جي سندس ڪرم استريءَ جي شرير ڌارڻ ڪرڻ جهڙا آهن تہ استريءَ جي، ۽ جيڪڏهن پرش جي ڌارڻ ڪرڻ جوڳا آهن، تہ پرش جي شرير ۾ پرويش ڪندو آهي. پر جي استري ۽ پرش جي سنبنڌ مهل پوءِ گرڀ جي استٿتي ٿيڻ سمي، ويرج ۽ ورج برابر L رهندا تہ نپونسڪ [کدڙو] پيدا ٿيندو آهي. اهڙيءَ ريت ڪن پرڪارن جي جنم مرڻ ۾ جيو ڦيٿو ٿو رهي، جيسين اُتم ڪرم اُپاسنا ۽ گيان پراپت ڪري مڪتي نٿو پائي، ڇاڪاڻ تہ اُتم ڪرم آدي ڪرڻ ڪري [جيو کي] منش ۾ اُتم جنم [ٿو ملي]، ۽ مڪتيءَ ۾ مهاڪلپ تائين جنم مرڻ جي ڏکن کان آجو ٿي آنند ۾ ٿو رهي.

**پرشن** - مڪتي هڪ جنم ۾ ٿيندي آهي يا انيڪ جنمن ۾؟

**اُتر** - انيڪ جنمن ۾. ڇو تہ [منڊڪ اُپنشد جي ٢-٢-٨ ۾ چيل آهي تہ]:-

भिद्यते हृदयग्रन्थिश्छिद्यन्ते सर्वसंशयाः । क्षीयन्ते चास्य कर्माणि तस्मिन् दृष्टे परावरे ॥

मुण्डक [ २ खं० २ । मं० ८ ]

---

* انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر چرنجيو ڀارڊواج اِن سٽ جو ترجمو هيئن ڪيو آهي: "ساڳيءَ ريت پاڻ کان وڌيڪ ڪيل پنن جي ڦل ڀوڳڻ کانپوءِ بہ وچولي درجي جي منش جو جنم ٿو وٺي." اڙدوءَ واري "وڌيڪ پنج جا ڦل ڀوڳي" وغيره لکيو آهي يعني "وڌيڪ" شبد پنهنجي طرفان ملايو اٿس. اسان آريہ ڀاشا جو شبد ارٿ ڪيو آهي.

O رگويد ٢-١٦٣-١ ۽ يجرويد ١٣-٢٩ ۾ "يم" شبد وايوءَ جي ارٿن ۾ آيو آهي. شتپٿ براهمڻ ١١-٢-٢-١٤ ۾ بہ ساڳيو ارٿ آهي. پر سوامي جن جو اشارو رگويد ٨-١٤-١٠ ، ٥-١٦-٥ ڏانهن ٿو ڏسجي.

L برابري ڪيترن ئي نمونن جي ٿيندي آهي. جيئن تورگيتا ۾، آبروءَ ۾، تور ۾، ڀرپاءَ ۾ وغيره. جيئن چئجي تہ هڪ تولو ڏهي اڌ وچهي ڏهي ڀٽاڻ لاءِ ڪير جي ٻن سيرن برابر آهي. ساڳيءَ ريت هتي بہ اُن موجب برابري سمجهجي ۽ نہ تور موجب.

جڏهن هن جيو جي هرديه جي اوديا ۽ اگيان روپي ڳنڍ ڪپجي وڃي ٿي، سڀ سنسا شڪائون ناس ٿين، ۽ دشٽ ڪرم نشٽ ٿا ٿين، تڏهن ئي اُن پرماتما ۾ جو اسانجي آتما اندر ۽ ٻاهر وياپي رهيو آهي، نواس ٿو ڪري.

## مڪتيءَ ۾ جيو جي هستي

پرشن- مڪتيءَ ۾ جيو پرميشور ۾ ملي [ لين ] ٿي ٿو وڃي يا الڳ ٿو رهي؟

اُتر- الڳ ٿو رهي. ڇو ته جي ملي وڃي ته مڪتيءَ جو سک ڪير ڀوڳي؟ ۽ مڪتيءَ جا جيترا به ساڌن آهن، سي سمورا نشڦل ٿي وڃن. اها مڪتي ته نه پر جيو جي پرلئه سمجهڻ گهرجي. جڏهن جيو متي ڏيکاريل پرميشور جي آگيا جو پالن، اُتم ڪرم، ستسنگ، يوگ ابياس سڀ ساڌن ٿو ڪري، سو ئي مڪتي ٿو پائي.

[ تيتريه اُپنشد، آنند ولي، اٺو واڪ پهرئين ۾ چيل آهي ته ]:-

सत्यं ज्ञानमनन्तं ब्रह्म यो वेद निहितं गुहायां परमे व्योमन् ।
सोऽश्नुते सर्वान् कामान् सह ब्रह्मणा विपश्चितेति ॥ तैत्ति० [ आनन्दवल्ली अनु० १ ]

[ ارٿات ] جو جيو آتما ٻُڌيءَ ۽ آتما ۾ استٿت ستيه، گيان ۽ اننت آنند سروپ پرماتما کي ٿو ڄاڻي، سو اُن وياپڪ روپ برهم ۾ استٿت ٿي اُن "विपश्चित्"[ارٿات] اننت وديا واري برهم سان گڏجي سڀئي ڪامنائون پراپت ٿو ڪري. [ ارٿات ] جنهن جنهن آنند جي ڪامنا ٿو ڪري، تنهن تنهن آنند کي پراپت ٿو ڪري. اها مڪتي ٿي سڏجي.

مڪتيءَ ۾ سک ڪيئن ماڻبو؟ پرشن- جيئن سنسارڪ سک شرير بنا نٿا ڀوڳي سگهجن، تيئن مڪتيءَ ۾ بنا شرير جي آنند ڪيئن ڀوڳي سگهبو؟

اُتر- هن جو سماڌان متي ڏنل آيا آهيون. هيترو وڌيڪ ٻڌو ته جهڙيءَ ريت سنسار جا سک جيو شرير جي آڌار تي ٿو ڀوڳي، ساڳيءَ ريت جيو آتما مڪتيءَ جا سک پرميشور جي آڌار تي ڀوڳيندو آهي. اهو مڪت جيو اننت وياپڪ برهم ۾ پنهنجيءَ اڇا انوسار گهمي ٿو، شڌ گيان سان سڄيءَ سرشٽيءَ کي ڏسي ٿو، ٻين مڪت ٿيل جيون سان گڏ ٿو آهي، سرشٽي وديا کي سلسليوار ڏسندو، سڀني لوڪ لوڪانترن ۾ ارٿات جيڪا به هي لوڪ ڏسجن ٿا ۽ نٿا ڏسجن تن سڀني ۾ گهمندو، ۽ سڀ پدارٿن جي سنڌس گيان اڳيان ٿا اچن، ڏسندو ٿو رهي. جيترو گيان وڌيڪ ٿو ٿئي، اوترو ئي سنڌس آنند ٿو وڌي. مڪتيءَ ۾ جيو آتما نرمل ٿيڻ ڪري پورڻ گياني بڻجي ٿو، کيس سڀني ويجهن پدارٿن جو گيان پوريءَ طرح ٿو ٿئي. اهو سک وشيش ئي سرڳ آهي ۽ وشين جي ترشنا ۾ ڦاسي وشيش دک ڀوڳڻ کي نرڪ ٿو چئجي. "स्व: सुखं गच्छति यस्मिन स स्वर्गः।" [ ارٿ جنهن ۾ پائڪي سک ملي سو سورڳ آهي.] "स्व:"=سوهه سک جو نالو آهي. "अतो विपरीतो दुख भोगो नरक इति" [ ارٿ:- اُنجي ويپرت دک ڀوڳڻ نرڪ آهي.] جو سنسارڪ سک آهي سو ساڌارڻ سرڳ [ ٿو سڏجي]، ۽ جو پرميشور جي پراپتيءَ مان آنند ٿو ملي سو وشيش سرڳ ٿو سڏجي. سمورا جيو سک پراپتيءَ ۽ دک کان ڇٽڻ جي اڇا سياوڪ طور ٿا ڪن. پر جيسين ڌرم نٿا ڪن ۽ پاپ نٿا ڇڏين، تيسين کين

لڳي سڪي ماندو ٿي نه ڏک ڇڏيندو. ڇو ته جنهنجو ڪارڻ يعني [بنياد] ٽٽي ويو، سو ڪاٽهن ۾ نشٽ ٿيو ٿئي. छिन्ने मूले वृक्षो नश्यति तथा पापे क्षीणे दुःखं नश्यति ॥

[ارٿات] جيئن پاڙ ڪپجڻ ڪري وڻ ناس ٿو ٿئي، تئن پاپ کي ڇڏڻ ڪري ڏک ناس ٿو ٿئي.

## منو مهراج جي ڪرم ويوستا-

ڏسو منو سمرتيءَ ۾ پاپ پڄ جي ڪمن ۾ ڪارن جي گتي [لکيل آهي]:-

मानसं मनसैवायमुपभुङ्क्ते शुभाऽशुभम् । वाचा वाचा कृतं कर्म कायेनैव च कायिकम् ॥ १ ॥
शरीरजैः कर्मदोषैर्याति स्थावरतां नरः । वाचिकैः पक्षिमृगतां मानसैरन्त्यजातिताम् ॥ २ ॥
यो यदैषां गुणो देहे साकल्येनातिरिच्यते । स तदा तद्गुणप्रायं तं करोति शरीरिणम् ॥ ३ ॥
सत्त्वं ज्ञानं तमोऽज्ञानं रागद्वेषौ रजः स्मृतम् । एतद् व्याप्तिमदेतेषां सर्वभूताश्रितं वपुः ॥ ४ ॥
तत्र यत्प्रीतिसंयुक्तं किञ्चिदात्मनि लक्षयेत् । प्रशान्तमिव शुद्धाभं सत्त्वं तदुपधारयेत् ॥ ५ ॥
यत्तु दुःखसमायुक्तम् प्रीतिकरमात्मनः । तद्रजोऽप्रतिघं विद्यात्सततं हारि देहिनाम् ॥ ६ ॥
यत्तु स्यान्मोहसंयुक्तमव्यक्तं विषयात्मकम् । अप्रतर्क्यमविज्ञेयं तमस्तदुपधारयेत् ॥ ७ ॥
त्रयाणामपि चैतेषां गुणानां यः फलोदयः । अग्र्यो मध्यो जघन्यश्च तं प्रवक्ष्याम्यशेषतः ॥ ८ ॥
वेदाभ्यासस्तपो ज्ञानं शौचमिन्द्रियनिग्रहः । धर्मक्रियात्मचिन्ता च सात्त्विकं गुणलक्षणम् ॥ ९ ॥
आरम्भरुचिताऽधैर्यमसत्कार्यपरिग्रहः । विषयोपसेवा चाजस्रं राजसं गुणलक्षणम् ॥ १० ॥
लोभः स्वप्नोऽधृतिः क्रौर्यं नास्तिक्यं भिन्नवृत्तिता । याचिष्णुता प्रमादश्च तामसं गुणलक्षणम् ॥ ११ ॥
यत्कर्म कृत्वा कुर्वंश्च करिष्यंश्चैव लज्जति । तज्ज्ञेयं विदुषा सर्वं तामसं गुणलक्षणम् ॥ १२ ॥
येनास्मिन्कर्मणा लोके ख्यातिमिच्छति पुष्कलाम् । न च शोचत्यसम्पत्तौ तद्विज्ञेयं तु राजसम् ॥ १३ ॥
यत्सर्वेणेच्छति ज्ञातुं यन्न लज्जति चाचरन् । येन तुष्यति चात्मास्य तत्सत्त्वगुणलक्षणम् ॥ १४ ॥
तमसो लक्षणं कामो रजसस्त्वर्थ उच्यते । सत्त्वस्य लक्षणं धर्मः श्रैष्ठ्यमेषां यथोत्तरम् ॥ १५ ॥
मनु० अ० १२ श्लो० । ८ । ९ । २५-३३ । ३५-३८ ॥

[منو سمرتي ادياءِ ١٢ شلوڪ سنکيا ٨-٩، ٢٥ کان ٣٣ ۽ ٣٥ کان ٣٨].

[١] ارٿات منشيه ان ريت ڄاڻجي اتم، وچولي ۽ نيچ سڀاءَ کي ڄاڻي، اتم سڀاءَ کي گرهڻ ۽ وچولي ۽ نيچ سڀاءَ جو تياڳ ڪري، اهو پڪ سمجهي ته هي جيو من دوارا جيڪو شڀ خواهه اشڀ ڪرم ٿو ڪري تنهنجو (سک ڏک) من، جو واڻيءَ سان ٿو ڪري تنهنجو (ڏک سک) واڻي، ۽ شرير سان ڪيل ڪرم جو (سک ڏک) شرير ٿو ڀوڳي. (منو ١٢-٨)

[٢] جو پرش ۽ شرير سان چوري، پر استري گمن، سرشٽ پرش کي مارڻ وغيره (جهڙا) دشٽ ڪرم ڪندو، تنهنکي وڻ وغيره اچل (غير متحرڪ) جو جنم (ملندو). واڻيءَ سان پاپ ڪرڻ (ڪرڻ) ڪري پکين ۽ مرگن [جهنگلي جانورن] وغيره جو، ۽ من سان دشٽ ڪرڻ ڪري چنڊال وغيره جو شرير ٿو ملي. [منو ١٢-٩].

ست، رج ۽ تم جو پرڀاءُ:- [٣] جيون جي شرير ۾ جو گڻ وڌيڪ ٿو ٿئي، سو گڻ ان جيو کي پاڻ جهڙو ڪري ٿو ڇڏي. [منو ١٢-٢٥]. [٤] آتما ۾ گيان هجي ته ستوگڻ،

اڳيان هجي ته تموگڻ ۾ جڏهن آتما واڳ دوڙش ۾ ڦاسي ته رجوگڻ ڄاڻڻ گهرجي. پرڪرتيءَ جا ٽي گڻ سڄي سنسار جي پدارٿن ۾ وياپڪ ٿي ويا رهن. (منو ١٢-٢٦). [٥] هنجي پرک هن ريت ڪجي ته، جڏهن آتما ۾ پرسنتا [هجي ۽ اٿاه] من پورڻ ڏاڍ ج وان جهان شڌ جوتيءَ ۾ شڌ گيان لکشت ورتاءُ ڪري، تڏهن سمجهجي ته ستوگڻ پرڌان (زور ۾) آهي ۽ رجوگڻ ۽ تموگڻ دٻيل آهن. [منو ١٢-٢٧]. (٦) جي آتما ۽ من دکن ۾ ڦاسي، اُرسنتا رهت وشين ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪي، ته سمجهجي ته رجوگڻ پرڌان ۽ ستوگڻ ۽ تموگڻ دٻيل آهن. (منو ١٢-٢٨)- [٧] جي آتما ۽ من موهه يعني سنسارڪ پدارٿن ۾ ڦاٿل هجن، جي آتما ۽ من ۾ ڪجهه وويڪ شڪتي نه رهي، ۽ وشين ۾ ڦاسي اڪثي ۽ ويچار رهت، ۽ [ڪجهه ۽] سمجهڻ جوڳو نه رهي، تڏهن اِهو سمجهڻ گهرجي ته هن مهل من ۾ تموگڻ پرڌان آهي، ستوگڻ ۽ رجوگڻ ٽڙيل آهن. (منو ١٢-٢٩). [٨] ستوگڻ- هينئر انهن ٽنهي گڻن مان جو اُتم، مڌيم ۽ نيچ ڦل ٿو نڪري، سو پوريءَ ريت ٻڌايون ٿا. [منو ١٢-٣٠] [٩] ويدن جو ابياس ڌرم انشٺان، گيان جو واڌارو ۽ پوترتا جي اِڇا [ڪرڻ]، اندرين کي وس ۾ رکڻ، ڌرم جا ڪم ۽ آتما جو چنتن ٿئي ٿو، اِهي ٿــي ستوگڻ جا لڇڻ آهن. [منو ١٢-٣١]. [١٠] رجوگڻ، جڏهن رجوگڻ جي اُڀرڻ ۽ ستو ۽ تموگڻ جي انتر ڀاءُ [ڇپجي وڃڻ] ٿيندو آهي، تڏهن پهريائين ڀهرياڻين رچي ۽ ڌرم جو تياڳ، اُستت ڪرمن جو گرهڻ ۽ وشين جي سيوا ۾ سدا پريت رهندي آهي. تڏهن سمجهڻ گهرجي ته من ۾ رجوگڻ پرڌان رهيو آهي. [منو ١٢-٣٢]. [١١] تموگڻ- جڏهن تموگڻ جي واڌاري ٿيڻ ۽ [ستوگڻ ۽ رجوگڻ] ٻنهي جي لوپ ٿيڻ سمي اليعت لوڀ جو سڀني پاپن جو مول آهي وڌي ٿو، اَلي آرس ۽ نند [اچي ٿي]، ڌرم جو ناس ٿئي ۽ سڀاءُ جو ڪروڌ ٿيڻ، نــا سنڪوچڻ يعني ويد ۽ ايشور ۾ شرڌا جو نه هئڻ، انتهڪرڻ ۾ ورتين جو ڇن ڀن ٿيڻ، ايڪاگرتا جو نڪري وڃڻ ۽ ڪيترن ئي ڏوشن ۾ [من] ڦاسي، ته وڏوان کي سمجهڻ گهرجي ته اِهــي تموگڻ جا لکشڻ آهن. [منو ١٢-٣٣].

[١٢] خواهه جڏهن، جيهن جيهن ڪرم ڪرڻ ڪري، ڪرڻ وقت يا ڪرڻ جي اِڇا ڪندي، پنهنجيءَ آتما ۾ لڄ شنڪا يا خوف پيدا ٿئي ته سمجهجي ته من ۾ تموگڻ وڌيل آهي. [منو ١٢-٣٥].

[١٣] رجوگڻ جو پريڇاڻ:- هن لوڪ ۾ جنهن ڪرم ڪرڻ ڪري جيو آتما گهڻي مشهوري چاهي، ۽ ڪنگال هوندي به چارڻ ۽ ڀٽ وغيره کي دان* ڏيڻ نه ڇڏي ته سمجهجي ته اُن ۾ رجوگڻ پرٻل آهي. [منو ١٢-٣٦].

[١٤] ستوگڻ جو پريڇاڻ:- جڏهن منش جو آتما هرڪنهن ڪان [ڪجهه نه ڪجهه] سکڻ گهري، گڻ گرهڻ ڪندو وڃي، چڱن ڪمن ۾ لڄ نه ڪري، جنهن ڪم مان آتما پرسن رهي،

* سنڌ ۾ هڪ ماڻهو اهڙو ٿي هو، جو ناليءَ ڪڍڻ واسطي پنهنجو اُڪيچار ڏن پچاڙيءَ دم ڏيندو رهيو ۽ ڪنگال ٿي وڃڻ ڪانپوءِ به ڪرڙا ۽ سچا بهانا ڏيئي، قرض کڻي به دان ڪندو رهيو. قرض ڏيندڙ تنگ ٿيون ڪندا ٿي رهيا. (مولراج)

تنهن، ارٿات ڌرم آچرڻ ۾ اُهي رچي رهي، ته سمجهجي ته من ۾ ستوگڻ پربل آهي. (منو ۱۲-۳۷).

[۱۵] ٿوري ۾ ٽنهي گڻن جا لڪشڻ:- تموگڻ جو لڪشڻ ڪام [آهي]. رجوگڻ جو مايا ميڙڻ [آهي]. ستوگڻ جو لڪشڻ ڌرم جي سيوا ڪرڻ [آهي]. پر تموگڻ کان رجو گڻ ۽ رجو گڻ کان ستوگڻ سريشٽ آهي. (منو ۱۲-۳۸).

هينئر جنهن جنهن گڻ سان جيو آتما جي جا جا گتي (جونين جي پراپتي) ٿيندي آهي، تنهنکي اُتي لکجي ٿو:-

देवत्वं सात्त्विका यान्ति मनुष्यत्वञ्च राजसाः। तिर्यक्त्वं तामसा नित्यमित्येषा त्रिविधाः गति ॥ १ ॥
स्थावराः कृमिकीटाश्च मत्स्याः सर्पाश्च कच्छपाः। पशवश्च मृगाश्चैव जघन्या तामसी गतिः ॥ २ ॥
हस्तिनश्च तुरङ्गाश्च शूद्रा म्लेच्छाश्च गर्हिताः। सिंहा व्याघ्रा वराहाश्च मध्यमा तामसी गतिः ॥ ३ ॥
चारणाश्च सुपर्णाश्च पुरुषाश्चैव दाम्भिकाः। रक्षांसि च पिशाचाश्च तामसीषूत्तमा गतिः ॥ ४ ॥
झल्ला मल्ला नटाश्चैव पुरुषाः शस्त्रवृत्तयः। द्यूतपानप्रसक्ताश्च जघन्या राजसी गतिः ॥ ५ ॥
राजानः क्षत्रियाश्चैव राज्ञां चैव पुरोहिताः। वादयुद्धप्रधानाश्च मध्यमा राजसी गतिः ॥ ६ ॥
गन्धर्वा गुह्यका यक्षा विबुधानुचराश्च ये। तथैवाप्सरसः सर्वा राजसीषूत्तमा गतिः ॥ ७ ॥
तापसा यतयो विप्रा ये च वैमानिका गणाः। नक्षत्राणि च दैत्याश्च प्रथमा सात्त्विकी गतिः ॥ ८ ॥
यज्वान ऋषयो देवा वेदा ज्योतींषि वत्सराः। पितरश्चैव साध्याश्च द्वितीया सात्त्विकी गतिः ॥ ९ ॥
ब्रह्मा विश्वसृजो धर्म्मो महानव्यक्तमेव च। उत्तमां सात्त्विकीमेतां गतिमाहुर्मनीषिणः ॥१०॥
इन्द्रियाणां प्रसंगेन धर्मस्यासेवनेन च। पापान्संयान्ति संसारानविद्वांसो नराधमाः ॥११॥
[मनु० अ० १२। श्लो० ४०। ४२-५०। ५२]

[منو سمرتي ادياءِ ۱۲، شلوڪ ۴۰، ۴۲ کان ۵۰ ۽ ۵۲]-

ٽنهي گڻن جا جدا جدا ڦل:- ۱. جي منش ساتوڪ آهن، سي ديو ارٿات ودوان، جي رجوگڻي آهن، سي وچولي پرڪار جا منشيه، ۽ جي تموگڻ وارا آهن، سي نيچ گتيءَ کي پراپت ٿا ڪن. (منو ۱۲-۴۰).

۲. جي اليت تموگڻي آهن، سي स्थावर = استاور (هڪ جاءِ تي رهندڙ) وڻن وغيره، ڪِمِئُن، ماڪوڙن، مڇين، نانگن، ڪڇون، پشن ۽ مرگهه (جهنگلي جانورن) جا جنم وٺندا آهن. (منو ۱۲-۴۲).

۳. جي وچولا تموگڻي آهن، سي هاٿيءَ، گهوڙي، شودر، مليڇ، نندڻ ڪرمن ڪرڻ واري شينهن، چيتي ۽ سوئر جو جنم وٺندا آهن. (منو ۱۲-۴۳).

۴. اُتم تموگڻي، چارڻ (جي ڪوتا، دوها وغيره جوڙي، ماڻهن جي سارهه ڪندا آهن)، سهڻا پکي، دنڀي پرش ارٿات پنهنجي سک لاءِ پنهنجي وڏائي ڪندڙ ماڻهو، راڪشس يعني هنسڪ، پشاچ، اناچاري ارٿات شرابي ۽ گدلي رهندڙ (پرش جو جنم وٺندا آهن). اهي اُتم تموگڻ جا ڦل آهن، (منو ۱۲-۴۴).

۵. جي نيچ رجوگڻي آهن، سي جهلا يعني ترار سان مارِيندڙ يا ڪوڏر وغيره سان کوليندڙ

ملاح يعني (مهاڻا) پيڙي هلائيندڙ، نٽ [ ٻازيگر ] جي بانس جي لڪڙي وغيره تي نچڻ، وغيره جا هنر ڏيکاريندا آهن ۽ هٿيار رکڻ وارا نوڪر، ۽ شراب پيئڻ ۾ قائل رهڻ (ارڏائپ اهڙا جنم وٺڻ). اهڙا جنم (وٺڻ) نيچ رجوگڻ جو ڦل آهي. (منو ١٢-٤٥).

٦. مڌيم رجوگڻي، راجا، ڪتري ورڻ وارن راجائن جا پروهت، واد وواد ڪندڙ، دوت (ايلچي)، وڪيل ۽ يڌ ڪرڻ، جنگي ڪاڻي جي سنڀاليندڙن جو جنم پائيندا آهن. (منو ١٢-٤٦).

٧. اتم رجوگڻي، گنڌرون (ڳائيندڙن)، ~~ڪ~~ गुह्यक = گهيڪ (ٻاجن وڄائيندڙن)، यक्ष = يڪش (ڏنوانن) ديوانن جي نوڪرن ۽ اپسرائن يعني اتم روپ وارين استرين جا جنم وٺندا آهن. (منو ١٣-٤٧).

٨. جي تپسوي، جتي، سنياسي، ويد پاٺي، ومان هلائيندڙ، جوتشي ۽ دئيتيه يعني دانهن کي سنڀاليندڙ (صحت سکيا ڏيندڙ) لوڪ آهن، سي پهرين پرڪار جي ستوگڻ جي ڪرم جو ڦل سمجهو. (منو ١٢-٤٨).

٩. جي مڌيم ستوگڻي ٿي ڪرم ٿا ڪن، سي جنو يگيه ڪرتا، ويد ارٿ ڄاڻندڙ، ودوان، ويد، بجلي ۽ ڪال (وقت) وغيره ود يائن جا ڄاڻو، رکشا ڪندڙ ۽ گياني ۽ (ساڌيه) ڪاريه سڌي لاءِ گرهڻ ڪرڻ يوڳ اڌيا پڪن (ماسترن) جو جنم پائيندا آهن. (منو ١٢-٤٩).

١٠. جي اتم ستوگڻي ٿي اتم ڪرم ڪندا، سي برهما ارٿات سڀني ويدن جا ڄاڻندڙ، وشوسرج = विश्वसृज ارٿات سرشٽي نيم کي ڄاڻي ومان آدي نانا پرڪارن جا يان (سوارين) ٺاهيندڙ، ڌارمڪ، سرو اتم بدي ۽ وارا، ۽ اويڪت کي جنم ڏيندڙ (سوکشم پرڪرتيءَ کي آڪار ۾ آڻيندڙ)، ۽ پرڪرتيءَ کي وس ۾ آڻيندڙ سڌيءَ کي پراپت ڪندا آهن. (منو ١٢-٥٠).

١١. جي اندرين جي وس ٿي ~~विषयी~~ وشيي ڌرم کي ڇڏي، اڌرم ڪرڻ وارا ۽ اوداون آهن ۽ سي منش ~~ملیچ جنم~~ [ ۽ ] ڏاڍا ڏاڍا برا ۽ دک ڏيندڙ جنم پائيندا آهن. (منو ١٢-٥٢).

اهڙيءَ ريت ستو، رجو ۽ تموگڻ واري وهڪري ۾ جنهن جنهن پرڪار جا ڪرم جيو ڪندو آهي ۽ تنهن تنهن کي اهڙي اهڙي پرڪار جا ٿي ڦل ملندا آهن.

**مڪتيءَ لاءِ مهايوگي ٿيو:-** جي مڪت ٿين ٿا ۽ سي गुणातीत = گڻاتيت ارٿات تنهي گڻن جي سڀاون (مان ڪنهن) ۾ به نه ڦاسي، مهايوگي ٿي، مڪتيءَ جو سادن ڪن. ڇاڪاڻ ته (يوگ شاستر جي ١-٢ ۽ ١-٣ ۾ لکيل آهي ته):-

योगश्चित्तवृत्तिनिरोधः ॥ १ ॥ [ पा० १ । २ ]
तदा द्रष्टुः स्वरूपेऽवस्थानम् ॥ २ ॥ [ पा० १ । ३ ]

[١] شبد ارٿ:- چت جي ورتين [ چنچلتا ] جو نروڌ (روڪڻ) يوگ آهي. انڪليوه اشور جي سروپ ۾ استٿت ٿيو آهي. هي پاتنجلي (مني جي) يوگ شاستر جا سوتر آهن. جڏهن رجوگڻ ۽ تموگڻ وارن ڪرمن کان من کي روڪي،

۽ * ستوگڻ وارن ڪرمن کان ٻه مَن کي روڪي، رڳو شڌ ستوگڻ پڪت لئي. انهن ڪاڻ‌پوءِ سمڌس نروڌ ڪري [ مَن کي روڪي ] ايڪاگر لئي، ارٿات هڪ پرماتما ۽ ڌرم پڪت ڪرڻ جي اڳيان ڀاڳي ۾ چت کي اڻٽر وڪڻ نروڌ، ارٿات مَن جي چنچلتا کي سڀني پاسن کان روڪڻ ( نروڌ ) ٿو سڏجي. ( يوگ ١-٢ ).

[٢] چت ايڪاگر ۽ نروڌ ٿئي [illegible] ڪاڻ‌پوءِ سڀني کي ڏسندڙ ايشور جي سروپ ۾ جيو آتما جي استٿي [ جاءِ وٺندڙ ] ٿيندي آهي. ( يوگ ١-٣ ). اهڙي ساڌن مڪتيءَ لاءِ ڪري.

## ٽن ڏکن کان پار ٻڇائڻ وڏو پرشارٿ آهي

अथ त्रिविधदु:खात्यन्तनिवृत्तिरत्यन्तपुरुषार्थः ।। सांख्य अ० १ । सू० १ ।।

(شبد ارٿ:- ٽن قسمن جي ڏکن کي بلڪل هٽائڻ اُتم پرشارٿ [ روحاني مقصد ] آهي.)

هيءَ سانکيه درشن جي [ ١-١ ] جو سوتر آهي. اڌيا‌تمڪ شرير سمبنڌي ڏک، آڌي ڀوتڪ ارٿات ٻين پراڻين جي هٿان ڏکي ٿيڻ، آڌي دئيوڪ ارٿات آهي ڏک جي گهڻي ورشا، اَتي گرمي، اَتي سردي، مَن اندرين جي چنچلتا ( بي قراريءَ ) سمجهان ٿا ٿين. انهن ٽن پرڪارن جي ڏکن کان پار ڇڏائي مڪتي پائڻ اُتم پرشارٿ آهي، ان ڪاڻ‌پوءِ آچار اَناچار [ نيڪ ۽ بدچلن ]، ۽ ڀڪشا ڀيکشيه ( ڇا کائجي ۽ ڇا نه ) واري وشيه تي لکندا سون.

شري مد سوامي دياننـد سرسوتيءَ جو رچيل سنڌي ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو نائون سملاس وديا، اوديا، بنڌ ۽ موکش وشيه جي سمبنڌ ۾ پورو ٿيو.



* آريه ڀاشا جي اڄ تائين ڇپيل سڀني ستيارٿ پرڪاشن ۾، اردوءَ واري ۽ ڀائي جيوڻ‌لعل واري سنڌي ستيارٿ پرڪاش ۾ هن جاءِ تي "شڌ ستوگڻ" لکيل آهي. انگريزيءَ واري هڪ ڀيهجي نمولي ۾ ڪجهه ٻيهتر معنيٰ ڪئي آهي. پر مرهٽي ستيارٿ پرڪاش واري هن جاءِ کان "شڌ" شبد غلط سمجهي ڪڍي ڇڏيو آهي، ڇاڪاڻ ته اڳتي "شڌ ستوگڻ پڪت بڻائڻ" لکيل آهي. انهيءَ ڪري اسين به مرهٽيءَ واري ستيارٿ پرڪاش جي پيروي ڪري "شڌ ستوگڻ وارن ڪرمن کان ٻه مَن کي روڪي" جي جاءِ تي "ستوگڻ وارن ڪرمن کان ٻه مَن کي روڪي" ٿا لکون. ( ڪنهيـ واڌ )

# نائين سملاس تي ٽپڻيون

## اوديا جا ٽي ارٿ

شنڪا:- هن سملاس جي آرنڀ ۾ رشي ديانند مهاراج اوديا شبد جا ٽي ارٿ ڏنا آهن؛ اهي ٽيئي ارٿ هڪ ٻئي کان جدا جدا آهن. هڪ اُپنشدن وارو ارٿ، جنهن اوديا ”ڪرم اُپاسنا“ جو نالو آهي. ٻيو يوگ شاستر جو ارٿ؛ جنهن اوديا پنجن ڪليشن مان هڪ آهي. جنهن موجب انتيه کي نتيه سمجهڻ وغيره الٽي گيان جو نالو اوديا آهي ۽ ٽيون ويدانتڪ ارٿ؛ جنهن انوسار وديا اها آهي، جا وستن جو سچو سروپ ڏيکاري، ۽ اوديا اها آهي جا ڀرم پيدا ڪري. اها ڳالهه ته سمجهڻ ۾ نٿي اچي ته اُپنشد واري اوديا جي ارٿ ڏيڻ کانپوءِ يوگ سوتر جو ارٿ ڇو ڏنو آهي. يوگ سوتر واري ٽڪر کانپوءِ وري به رشي ديانند ساڳيو اُپنشد وارو پرڪرڻ هلايو آهي. اهڙيءَ ريت يوگ سوتر وارو ٽڪر اُتي وچ ۾ اڻ ڪٺل لڳو ڏسڻ ۾ اچي.

سماڌان:- چڱي پرڪار پڙهبو ته ائين ڏسڻ ۾ نه ايندو؛ رشي ديانند مهراج ايش اُپنشد جي شرتيءَ ۾ آيل اوديا جو ارٿ ”ڪرم اُپاسنا“ ڪيو آهي. نوين ويدانتي به ساڳيو ارٿ وٺندا آهن؛ پر لکش ٻنهي جو جدا جدا آهي. نوين ويدانتي ”ڪرم اُپاسنا“ کي اوديا ڪوٺي، انهي لاءِ جو اُپديش ڪندا آهن ۽ چوندا آهن ته ڪرم ۽ اُپاسنا ٻه مڪتيءَ جي راه ۾ رڪاوٽ آهن؛ ۽ بندن جو ڪارڻ آهن. رشي ديانند انهيءَ وچار جي ورڌ آهي. رشيءَ جو وچار آهي ته ڪرم اُپاسنا دوارا مٿش موت کي جيتي سگهي ٿو. ائين آهي ته وديا يعني تج گيان دوارا ئي مڪتيءَ جي آنند کي انيو ڪبو آهي؛ پر انهيءَ تج گيان تي پهچڻ کان اڳ ڪرم ۽ اُپاسنا ضرور ڪرڻا آهن. جڏهن ڪرم اُپاسنا روپي ”اوديا“ به مڪتي پراپت ڪرڻ جو ساڌن آهي؛ تڏهن اهو پرشن ٿو ٿئي ته اهو ڪرم ڪهڙو ليڻ گهرجي؟ رشيءَ جي آگيا آهي ته اهو شڌ پورڙ ڪرم ليڻ گهرجي. شڌ پورڙ ڪرم جي ڄاڻ لاءِ ويدارڪ وديا جي گهرج آهي؛ ڇو ته انهيءَ وديا دوارا ئي وستن جي يٿارٿ روپ جو پتو پوي ٿو. انهيءَ ڪري رشي ديانند سنسڪرت جو هڪ شلوڪ ڏئي وديا ۽ اوديا جي روپ جو ورڻن ڪيو آهي. مهرشي پاتنجليءَ وارو ”اوديا جو لکڻ“ ڏيڻ به ضروري هو؛ پر انهيءَ لکڻ ڏيڻ جا ٻه پرئوجن آهن؛ هڪ ته لوڪن کي پوريءَ ريت ڪرم ۽ اُپاسنا جي ڄاڻ پوي؛ مٿان اوديا شبد مان ڀرم جاڳي. ڪرم اُپاسنا به اوديا ۽ ڪليش به اوديا؛ انهيءَ ڪري ڪرم اُپاسنا ڪليش آهي؛ جنهنڪري اُنکي تياڳڻ گهرجي. انهيءَ وچار جو کنڊن ڪرڻ رشي ديانند جي جيون جو هڪ اُديش هو. رشيءَ لوڪن کي ڪرم يوگي بڻائڻ ٿي چاهيو. انهيءَ ڪري اوديا جا به لکڻ ساڳي استان تي ڏئي لوڪن کي سمجهايو اٿس.

پاتنجلي يوگ شاستر ۾ جيڪو اوديا جو لکڻ ڏنل آهي؛ انهيءَ مان ارٿاپتيءَ جي نموني شڌ ڪرم اُپاسنا جو پتو پوي ٿو. مورتي پوڄا اشڌ اُپاسنا آهي؛ ڇو ته جڙ ۾ چيتن ٻڌي رکڻ

اوديا آهي. آتما کي جڙي ديهه جي شڪتيءَ ۾ لڳي رهڻ اشڌ ڪرم آهي. جو ته ديهه انت آهي، آتمڪ ووهن کي جڙي سنسارڪ لوڀ ۾ پوڻ ۽ سنساري سکن جي پراپتيءَ لاءِ رات ڏينهن سرڌردي ڪرڻ اشڌ ڪرم آهي. ڇاڪاڻ ته اهي سک ڪڻ ڀنگر آهن ۽ حقيقت ۾ دک جو ڪارڻ آهن؛ پر اوديا جي ڪري انسان انهن دکن کي ئي سک ٿا سمجهن.

سڀئي رشين منين جو اهو رنگ آهي؛ ته جتي هڪ شبد جا جدا جدا ارٿ نڪرندا آهن؛ الي هڪ ارٿ سمجهائيندي ٻئي جو به بيان ڪرائيندا آهن. اهڙيءَ طرح جيڪي سڀ اٺ پرڪاشڪ آهن، سي به ائين ڪندا آهن. رشي دياننَد به اهو ئي رنگ ورتو آهي. انهيءَ ۾ سندس مهانتا آهي ۽ نه پر، جئن لوڪ سمجهندا هجن. ڪن کي آئين ڀاسندو آهي ته اوديا جا جيڪي پرڪ ۽ ٽهنوارڪ ارٿ رشي دياننَد ڏنا آهن سي ”اوديا“ جي ڪرم اپاسنا روپي سڀئي ارٿ واري ان لکڻ جي وچ ۾ ائين جوڙ تمرني ٿيندا پيا آهن؛ پر سچ پچ ائين نه آهي. اوديا جو هڪ ارٿ ڏئي ٻئي ۽ ٽئين جو ارٿ ڏيڻ ضروري هو. پر جي اهي ٻه ارٿ اڳين ۽ پوين ڀاڱن وچ ۾ لکن ها، ته به ڪو هرج ڪونه آهي. وڏي ۾ وڏا ليکڪ ڪڏهن واڪيهن ڪنهن ڳالهه کي کولڻ لاءِ ائين ٻن واڪين يا ان شبدن جي وچ ۾ ڪي شبد لکي ڇڏيندا آهن. انهيءَ کي انگريزيءَ ۾ Parenthetic clauses (پئرينٿيٽڪ ڪلازز) ڪري ڪوٺيندا آهن.

اوديا جو ارٿ ڪرم اپاسنا ڪئن ٿيو. نولن ويدانتي ته سواءِ نج گيان جي ٻيءَ سڀ ڳالهه کي ”اوديا“ ڪري سڏيندا آهن، انڪري جي آهي ڪرم اپاسنا کي ”اوديا“ ڪري ڪوٺين ته گهٽي شڪا ڪانه ٿئي. پر رشي دياننَد جو ٽن پدارٿن کي ست نتيه ۽ انادي ٿو مڃي؛ ۽ جو سنياس ۾ ڪرم ڪرڻ کي آوشڪ ٿو سمجهي، تنهن ڪرم ۽ اپاسنا کي ”اوديا“ جو لکڻ خواه ”اوديا“ شبد مان ڪرم اپاسنا جو ارٿ ڪڍڻ؛ انهيءَ ڳالهه جي سمجهڻ لاءِ انسان کي ياد ڪرڻ گهرجي ته جيو جا به گڻ انادي نتيه منجهل آهن. انهن مان هڪ آهي گيان=وديا ۽ ٻيو آهي پرتن، جو پهرئين کان ڀن آهي، جو وديا نه آهي يعني جو نه + وديا اٿوا اَ + وديا يعني اوديا آهي. پر پرتن آهي ادم، جتن ارٿات ڪرم ۽ ڀڳتي. انهيءَ ڪري اوديا جو ارٿ آهي ڪرم اپاسنا. هن تمرني جو ورلن لوڪ شاستر جي سڌانتن جي انڪول آهي.

## (١) مڪتيءَ جي سنبنڌ ۾ شنڪائون

١. مڪتيءَ کان موٽڻ:- سواميءَ جن لکن ٿا ته جيو مڪتيءَ کان موٽي ٿو اچي، پر سواميءَ جن رگويد آدي ڀاشيه ڀوميڪا، آريه اپرنيه، ويدانت درشڻ، ويد ورڌ مت کنڊن، ستيه ڌرم وچار ٽالي پستڪن ۾ لکيو آهي ته مڪتيءَ جي معنيٰ دکن کان ڇٽي سدائين پرميشور کي پراپت ڪري سدا آنند ۾ رهڻ! سو جي جيو سدائين آنند ۾ ٿو رهي ته مڪتيءَ کان ڪئن موٽندو؟

سماڌان:- ”سدا“ جو ارٿ نهرالل سمي (مقرر معياد) تائين ليندو آهي. جيئن ڪو ٢٥ ورهين جي عمر ۾ ٻن ۾ ڏجي ۽ چوي ته هميشہ آءُ سدائين ٻن ۾ رهندس ته ان مان رڳو اهڙو ارٿ ڪڍبو ته هو پنهنجيءَ عمر جي پڇاڙيءَ تائين ٻن ۾ رهندو ۽ نه انيت ڪال تائين! ساڳي

ويد جي رشي دياننڊ لکيو ته مڪت آتما سدا آنند ۾ رهندا ۽ جنم مرڻ جي بندن ۾ نه ايندا، نه تنهنجو ارٿ به ابتو ٿي ويو ته مڪتيءَ جي معياد تائين آنند ۾ رهندا ۽ نه انت ڪال تائين!

(ب) پرماڻ:- ڇاندوگيه اپنشد جي پرپاٺڪ ۸ کنڊ ۱۵ ۾ لکيل آهي ته:-

स खल्वेवं वर्त्तयन्यावदायुषं ब्रह्मलोकमभिसंपद्यते, न च पुनरावर्त्तते ॥ छां० प्र० ८ । खं १५ ।

ارٿ: "هو مڪت آتما اهڙيءَ ريت ورتندي سڄي آورجا برهم لوڪ ۾ رهيو ۽ ڪڏهن نه موٽي". "ڪڏهن نه موٽي" شبدن جو ارٿ ابتو ٿي آهي ته "سڄيءَ آيوءَ ۾ ڪڏهن نه موٽي" ۽ نه "انت ڪال تائين ڪڏهن نه موٽي". هن منتر ۾ جي "यावदायुष= جيستائين آورجا آهي" شبد پيل آهن، سي صاف ڏيکاري رهيا آهن ته جيستائين مڪتيءَ جو معياد آيو آهي، تيستائين اهو سڄو سمو مڪت آتما ڪڏهن به جنم مرڻ جي بندن ۾ نه ايندو. مڪتيءَ واري آيو پوري ٿيندي، تنهن کان پوءِ جنم وٺندو.*

### اکشيه شبد جو ارٿ:-

شنڪا:- ستيارٿ پرڪاش ۾ سنياس جي وشيه ۾ لکيل آهي ته "مڪتي روپ اکشيه= अक्षय आनन्द آنند جو ڏيندڙ سنياس ڌرم" آهي. اتي اکشيه شبد جو ڪهڙو ارٿ ڪندا؟ سماڌان:- क्षय=کشيه جو ارٿ "انت" ڪرڻ، جنهن مان اوهين अक्षय= شبد جو ارٿ "بي انت" ڪري سگهو! "کشيه" جو ارٿ "گهٽتائي" آهي، تنهڪري اکشيه شبد جي معنيٰ ٿيندي "نه گهٽ ٿيڻ واري"! پراڪرت پدارٿن مان ملندڙ آنند سدا پورا نه ٿا گهٽجن ۽ پوءِ ڏکن ڏيندڙ ٿي پوندو آهي. انهيءَ اپيٽ مڪتيءَ جو آنند سدا گهٽ نه ٿيندڙ ارٿات هڪجهڙو بڻيو رهي، ابتو ئي ارٿ آهي.

### ويد منتر دوارا محدود مڪتيءَ جي سڌي:-

شنڪا:- سوامي دياننڊ कस्य नूनम् آدي ٻه جهڙي منتر ڏنا آهن، انهن منترن ۾ اجيگرت راجا جي پٽ شنه شيپ=शुन: शेप جي ڪٿا آهي ۽ نه موکش جو ورڻن!

سماڌان:- انهن منترن جو رشي شنه شيپ آهي. پر نرڪت انوسار ऋषयोमंत्र द्रष्टय: ارٿات "رشي منتر جا درشٽا" [ڏسندڙ=سمجهندڙ]، نا ڪي ۽ نه منتر جي وشيه! نرڪت انوسار "या तेनोच्यते सा देवता" ارٿات "منتر جو ديوتا منتر جو وشيه [مضمون] آهي" هاڻي هنن منترن مان پهرين جو ديوتا "پرجاپتي" ۽ ٻئي جو "اگني" آهي ۽ اهي ٻئي نالا پرماتما جا آهن.

منتر ۾ مڪتيءَ جي آنند ۽ مڪتيءَ کان پوءِ جنم جو به ورڻن آهي. شنه شيپ ڪنهن وشيش منش جو نالو آهي. جيو آتما، جا پاپ کان آجي ٿي مڪت ٿي ٿئي، سا ئي شنه شيپ آهي. ويد ۾ اتهاس ڪونه آهي، پر النڪار آهي.

---

* مڪت آتمائون سمو پائي، ايشور جي پرارٿنا سان پنهنجي اڇا انوسار مڪتيءَ جو ڪال پوري ٿيڻ کان اڳ جنم وٺي سگهن ٿيون. جيئن ڪرشڻ مهراج ۽ شري رامچندر وغيره ٿي ڪيو آهي. (سولنرام)

شنڪا:- ڇگن ۾ ڪرمن ڪرڻ بنا جنم نٿو وٺي سگهجي. پوءِ ڀلا مُڪت آتما ڪهڙا ڪرم ڪيا، جنهن ڪري وري ڪيس جنم مرڻ جي ڦندن ۾ ڦاسايو ويو؟

سماڌان:- موڪش آهي جيو آتما جي سانت [محدود] اپاسنا ۽ گيان جو ڦل - ! جڏهن محدود ڪرمن جو ڦل سماپت ٿيندو، ته اوس پهر ڪرمن ڪرڻ لاءِ ڪرم ڪيتر ۾ اچڻو پوندو! اهو ئي مڪتيءَ کان موٽڻ آهي. اسانجي وچار ۾ رام، ڪرشڻ آدي مها پرش جن کي اوهان پرماتما جا اوتار ٿا مڃيو، سي مڪتيءَ کان موٽيل جيو ئي هوا. اها شنڪا انهن جي منهن لي نٿي پوي، جي ايشور جو اوتار مڃي، ڪيس جنم مرڻ جي چڪر ۾ ڦاسائن ٿا. ٿوين ويدانتي جي اڻ وڃت برهم کي اگيان وس ڪري جوڙين ۾ ڦٽڪائين ٿا، تن لاءِ به اها شنڪا ڪرڻ نٿي ٿهي.

"اسنکيه" شبد جيو جو ارٿ:- شنڪا:- سوامي ديانند هڪڙي پاسي مڃي ٿو ته جيو اسنکيه آهن ۽ وري ٻئي پاسي لکي ٿو ته مڪتيءَ کان جيو نه موٽندا ته سنسار مان جيو کٽي ويندا! جي اسنکيه (بي شمار) آهن ته کٽي ڇو ويندا؟ جڏهن سنسار جي آد کان نديون وهي سمنڊ ۾ پونديون ٿيون اچن ۽ ڪڏهن به ندين جو پاڻي نٿو کٽي، تڏهن ڀي جي جيو مڪتيءَ کان موٽي نه مڃيو ته به جيو سنسار مان کٽي ڪين سگهندا! سماڌان:- "اسنکيه" شبد جي معنيٰ آهي "بي شمار" ارٿات "جي ڳڻي نه سگهجن" ۽ نه "بي انت"! جيو آتما انيڪ ڪرڻ جي آباديءَ لڳڻ ڪري ۽ پنهنجي سوروپ سان ئي سانت هئڻ ڪري ڳاڻاٽي ۾ اچي سگهي ٿو. ڪٿڪ جي پار کي ڏسي چئبو آهي ته ان ۾ اسنکيه داڻا آهن، ته ڇا سڀني ڳاڻاٽو ڪين ڪري سگهبو؟ ساڳيءَ ريت آئي جيون کي به سمجهو! منش شڪتيءَ جي وچار کان ڪٽي جيو ڳاڻاٽي کان ٻاهر هجن، پر سرووياپڪ ۽ سروگيه پرماتما لاءِ انهن مان هرڪنهن کي جدا جدا ڳڻي رکڻو آهي يا نه؟ انهن ڪري جي مڪتيءَ مان جيو نه موٽندا ته اوس ڪنهن ڏينهن هيءُ جڳت جيون کان خالي ٿي ويندو.

وري ندين واري مثالي جا اوهان ڏني آهي، سا ته پاڻ اسانجي سڌانت جو منڊن ۽ اوهان جو کنڊن ٿي ڪري! ارٿات جهڙيءَ ريت ندين جو پاڻي سمنڊ ۾ ٿو پوي ۽ سمنڊ جو پاڻي سورج جي ڪرڻن کان ڇڪجي ۽ گرميءَ سرديءَ جي لڳڻ ڪري ڪڪرن ۾ مٽجي، هوائن کان کڄجي، منهن يا برف روپ ۾ پهاڙن تي وسي، هميشه لاءِ ندين جي وهائڻ جو ڪارڻ ٿو بڻجي، ساڳيءَ ريت جي مڪتيءَ کان جيون جو موٽڻ مڃبو ته ڪڏهن به جڳت ۾ جيون جي کوٽ نه ٿيندي.

"آواگمن" شبد جي معنيٰ ئي آهي "اچڻ ۽ وڃڻ!" ۽ انهيءَ اچڻ وڃڻ جي ڪري ۾ جيو انت ڪال ٿائين بڌل ٿا رهن، پوءِ ڪٿي اهو اچڻ وڃڻ هڪڙي شرير کان ٻئي ۾ هجي، يا مڪتيءَ ۽ جنم ۾ هجي! انهيءَ معنيٰ تي وچار ڪرڻ مان به ظاهر پوندي ته مڪتيءَ کان جيو موٽندا آهن ۽ موٽڻ کپن!

مڪتيءَ جي سک جو ڀوڳ:- شنڪا:- سوامي جن لکن ٿا ته جيوُ مڪتيءَ ۾ سوڀئي

سگهي پوڳي ٿو سگهي. پر برهدارڻيڪ اپنشد جي ٦-٣ جي منتر ۱ کان ٧ ٽائين اکيل آهي ته مڪتيءَ کي پراپت ڪري هو [جيو] نٿو سگهي، يا سگهندي به نٿو سگهي؛ چاکاڻ ته سگهندڙ [جيو] سڳند [خوشبوءِ] کان آهيٺي ڪونه! ساڳيءَ ريت مڪتيءَ ۾ ڳالهائڻ، ٻڌڻ، ڪرڻ ڇهڻ، چاکڻ، آدي ڪجهه به ڪونهي. ان مان سڌ ٿيو ته مڪتيءَ ۾ انڀو ۽ جيو جي ايڪتا ٿي ٿي وڃي. ۽ پوءِ ڪو پداروٿ موجود ڪونه ٿو رهي، جو سگهي يا ڇهي آدي سگهجي!

**سماڌان:-** رشي ديانند لکيو آهي ته مڪتيءَ ۾ جيو اهي سمورا ڪم پنا شرير ۽ پنا پڙتڪ اندرين جي، پنهنجي سياواڪ شڪتيءَ جي آڌار تي ڪندو آهي. مٿين سڀني منترن مان به ساڳيو ئي ارٿ ٿو نڪري. ديهه ۾ رهندڙ جيو آتما جي مٿيان ڪم ڪندو ته جنهن پداروٿ کي سگهندو يا ڇهندو، سو پداروٿ ڪانٿس پري هٽي ڪري، ڪيس پهريائين مڻ سان شامل ٿيڻو پوندو؛ پوءِ جڏهن مڻ اندرين سان ۽ اندريون وشين سان گڏيون، تڏهن مٿيان ڪم پورا ٿيندا. پر مڪت آتما جو سگهڻ، چکڻ يا ڇهڻ، شرير ڌاريءَ آتما کان بنهه نرالو آهي. مڪت آتما وڏيڪ سوکشم هئڻ ڪري سگهڻ، ڇهڻ چکڻ جي پدارٿن ۾ پاڻ سمائجي ٿو وڃي! ارٿات شرير ڌاري جيو کان سگهڻ، ڇهڻ آديءَ جا پدارٿ پري ٿا رهن ۽ انجي اندر مڪت جيو آتما کي هو بنهه اوڏو آهن. انڪري جيو وٽ به مڪت آتما سگهندي به نٿو سگهي آدي.

(ب) اوهانجو اهو چوڻ ته جيو جي مڪتيءَ ۾ ڪو پداروٿ موجود ئي نٿو رهي، بنهه اڻپورو آهي، چاکاڻ ته آنند سوروپ انڀو ۽ پراڪرت جڳت به موجود ٿا رهن. پرليه ۾ به هڪڙا سوره مبدل موجود ٿا رهن ۽ پيا پرليه ۾ لسا وڃن، جنهنڪري مڪت جيو آتما سدائين ڪنهن نه ڪنهن هنڌ آنند وٺندا ئي ٿا رهن.

(ب) چاندوگيه اپنشد جي پرپاٺڪ ٧ جي کنڊ ٢٦ ۾ तस्य ह्वा واري منتر جو ڀاوارٿ آهي، ته پرماتما پرڪرتيءَ ۾ به وياپڪ هئڻ ڪري، جڏهن مڪتيءَ ۾ جيو پرماتما کي پراپت ٿو ٿئي، ته اُن سان گڏو گڏ پراڪرت جڳت جون سموريون موجون ٿو ماڻي. ارٿات ڪيس پرماتما کان ئي آشا، آڪاش، تيج، آورڀاو (ظاهر ٿيڻ جي شڪتي)، ٿروڀاو (لڪي وڃڻ جي شڪتي)، اَن، بل، وگيان، ڌيان، چت، سنڪلپ، مڻ، واڻي، نام، منتر ۽ ڪرم سڀيئي ملن ٿا. پاٺڪو! ان مان سمجهي وٺو ته مڪتيءَ ۾ جيو ڪهڙيءَ نه اُتم ريت سان آنند ٿو پوڳي.

**مڪت جيون جون شڪتيون:- شنڪا:-** سوامي ديانند ويدانت درشن ۴-۴-۱۰، ۴-۴-۱۱ ۽ ۴-۴-۱۲ جا جي ئي پرماڻ ڏنا آهن، تنجا پورا ارٿ ڇو نه ڪيائين؟

**اُتر:-** رشي ديانند ڀاوارٿ لکيو آهي؛ پر شبد ارٿ به سندن مطلب جي برخلاف نه ويندو. ڏسو:-

[۱] पराशر جي वादरि: अभावम् ٻڌائي ٿو ته मन्र सان ڪاپ हि ريت اهڙيءَ مڪتيءَ ۾ مڻ آديءَ جو اڀاو چوندا آहه (ويدانت ۴-۴-١٠).

[۲] जैमिनि جيمني जी विकल्पामननात् وڪلپ جو مڻ جو ڌرم آهي، تنهنڪري ٻڌيءَ ڪري؛ भावम् مڻ آديءَ جو ڀاو (هستي) ٿا مڃن. [ويدانت ۴-۴- ١١]

[٣] अत: هن ڪري बादरायण وياس جي द्वादशाहवत् دوادشاه يگيه وانگر उभयविधम् ٻئي نمونا مڃن ٿا . [ ويدانت ٤-٤-١٢ ].

ٿاپرج ته هڪڙن جي ڀاو ۽ ٻين جي اڀاو مڃڻ ۾ وروڌ ان ڪري نٿو اچي، جو هڪڙا شڌ سنڪلپ ماتر مڻ آديءَ جو ڀاو [مڪتيءَ ۾ هستي] مڃيندا آهن ۽ ٻيا پولڪ ۽ اپولڪ مڻ آديءَ جو اڀاو [مڪتيءَ ۾ نه هجڻ يا نيستي] مڃيندا آهن. ڳالهه ٻنهي جي برابر آهي، تنهنڪري وشيءَ ۾ جيڪي لکيو سو ٺيڪ آهي.

## جيو جي هستي ۽ آواگمن :-

(١) منش ۽ پشو آدي انيڪ ساهدار ٿا سڏجن، جو انهن ۾ ساهه ڏيندڙ جيو آتما ٿو رهي. جڙ وستن ۾ اها شڪتي ڪانهي. (٢) مادي شيون پاڻيهي چري پري نٿيون سگهن، پر جاندارن جا بت چرن پرن ٿا؛ ان مان سڌ پئي ته سندن چرڻ پرڻ جو ڪارڻ منجهن جيو جي موجودگي آهي. (٣) مادي جي شين ۾ گيان ڪونهي. پر ڪيڙين ماڪوڙن جهڙا ننڍڙا جيتامڙا به ٿورو گهڻو گيان رکن ٿا. اهو گيان جنهن گڻيءَ جو گڻ آهي، سو جيو آهي. (٤) ماڻهو جاڳندي ۽ پڻ ننڊ ۾ به ڪرم ڪندو ۽ پنهنجيءَ هستيءَ کي سڃاڻندو ٿو رهي. گهريءَ ننڊ اوقات "سشپتي" مان اٿي به ماڻهو چوندا آهن ته اڄ ڏاڍي چڱي ننڊ ڪئيسون، جنهن ثابت ٿيو ته سشپتيءَ ۾ شرير بلڪل اڻ ڄاڻ ٿيو رهي. ثابت ٿيو ته گهريءَ ننڊ آديءَ جو گيان رکندڙ شرير کان ڌار ڪا هستي آهي. اهوئي جيو آهي. (٥) ساڳيءَ رات ننڊ جي حالت ۾ جڏهن شرير بلڪل نڪمو ٿي ٿو وڃي، تڏهن به جيو چوي ٿو ته مون سٺو سپنو آهي، انڪري ڪم نٿو ڪري سگهان. ننڊ جو اثر رڳو شرير تي ٿو پوي ۽ جيو آتما کي انهيءَ اوستا جو پتو رهي ٿو. (٦) دک سک جو اثر هر ڪنهن پراڻيءَ تي ٿو پوي. پر مادي وستو دک سک جو ڀوڳ يا انڀو نٿيون ڪن، ڇاڪاڻ ته هو جڙ آهن. سڌ پئي ته شرير کان ڌار ڪا ٻي هستي آهي، جا دک سک ڀوڳي ٿي؛ اهوئي جيو آهي. (٧) ڪنهن سندر گرنٿ پڙهندي مٿو ۽ اکيون ٿڪجي پيون پون، ته به اڃا ٿي ٿي ته وڌيڪ پڙهجي! جي ٿڪجي ٿا پون، سي پرڪرتيءَ مان ٺهيل جڙ پدارٿ آهن ۽ اڃا ڪندڙ پرڪرتيءَ کان نيارو جيو آتما آهي. (٨) پوڙهي ماڻهوءَ جي وات ۾ جي ڪوڙي رکبي، ته ڪوڙيءَ ۾ ٽڪ ٽڪ جو ڪڙڪو پوندو. ان مان سڌ پئي ٿي پوندڙ ڪن ڪنهن. ڪن ته رڳو آهن ٻڌڻ جو ساڌن؛ ٻڌندڙ هستي جيو آتما ئي آهي. ساڳيءَ ريت ننڊ ۾ اکين بند هوندي به انيڪ درشيه ڏسڻ آدي به جيو جوئي ڪم آهي. ان مان پڌرو آهي ته جيو جي هستي پراڪرت پدارٿن کان الڳ آهي.

(ب) ماڻهو چوندا آهن ته هيءَ منهنجو پٽ آهي، هي منهنجا پير آهن آدي. سندن اهو "منهنجو منهنجو" چوڻ ئي سڌ ٿو ڪري ته هن شرير جو سوامي جيو آتما آهي، جو شرير کي پنهنجي سمپتي ڄاڻائي رهيو آهي.

**جدا جدا شريرن ۾ ساڳئي پرڪار جو جيو:-** جدا جدا پرڪارن جي پرنن ۾ پاڻي وجهبو آهي ته اهو انهن پرنن جو روپ ڌارڻ ڪندو آهي، پر گڻ هر هنڌ ساڳيا ئي رهندا

387



الڪس . انهيءَ پرڪار جيوآتما ڪهڙي به شرير ۾ وڃي، ته به سندس لاءِ ڪي اهميت رهن ٿا .
[١] جيئن منش جو شرير آتما پڪت هئڻ ڪري وڏي ۾ وڃجهي ٿو، تيئن پشن جو به وڏي ۾
وڃجهي ٿو* [٢] منش، پشن پکين جي شريرن کي ساڳيءَ ريت دک سک جو پان ٿو ٿئي [٣]
پڻهي ۾ گيان آهي، منش به پنهنجن سائين سنبنڌين کي سڃاڻندا آهن؛ تيئن پشو به ڪندا
آهن . جدا جدا پکين جي چيلن چيلين کي ملائي ڇڏيو ته اهي پنهنجن کي سڃاڻي الڳ الڳ
ڪري سگهندا آهن. [٤] منش پنهنجو لاڀ هاڃي سمجهي سگهندو آهي؛ تيئن پشو به سمجهي
سگهندا آهن . ڪتيءَ کي به واٽ ۾ رڪاوٽ ڏسڻ ۾ ايندي ته پاسو ڪري ويندي. [٥]
منش ۽ پشو ساڳئي پرڪار جا ڪرم ڪن ٿا؛ جيئن کائڻ، پيئڻ ، سمهڻ آدي . [٦] منش جو بچو
جمڻ سان ڏاڍو آرتپ ڪندو آهي، تيئن پشن جا ٻار به ڪندا آهن. ڪتين جا گلر انڌي هوندي
به انهن ڪندا آهن. (٧) اهو ٺيڪ آهي ته منش ۽ پشن جي شرير ۾ ڪرم ڪرڻ جا ڍنگ نرالا
نرالا آهن . پر انجو ڪارڻ شارِرڪ پيد آهي ۽ نه آتمڪ؛ جيئن ساڳيءَ اکڻ سان رکو پرزن
۾ قير قار ڪرڻ سان ، ڪوڙ ، ڪنڊ، ڏاڻ، ڀمڻ آديءَ جا جدا جدا ڪرم ليندا رهن .
ساڳيءَ ريت جنهن جو ڪي منش جهڙو منهن ۽ جسم مايا آهن ، سو ڪبر چوسي ٿو ۽ جنهنکي
چهنب مئي آهي، سو ٺونگا هڻو هڻي . شرير کان ڪم وٺندڙ آتما سڀني اوستائن ۾ ساڳيو ئو
رهي . (٨) شاستر ڪار منش جي شرير کي ڪرم لوني ۽ پشن جي شرير کي پوڳ لوني ٿا مڃين.
ان مان ته سڌ اُو ته پهي شريرن ۾ آتما هڪجهڙي ئي آهي . پيد رڳو اتر و آهي ته منش
شرير ۾ پنهنجيءَ سو تنترتا سان ڪرم ڪري ٿو ۽ پشو لونيءَ ۾ هو ڪيل ڪرمن جا ڦل پوڳي
ٿو £ (٩) جهڙو جيو پار ۾ آهي ، سوئي وڏي ۾ وڏي پوڏي ۾ آهي، جهڙو هڪڙيءَ ڪتي ۾
آهي تهڙو ئي هاٿيءَ ۾ آهي . ان مان ثابت ٿيو ته پار ڪڻڻ جو ڪڻ هر ڪنهن شرير واري جيو
۾ هڪجهڙو ئي آهي؛ بلڪ انهيءَ ڪڻ ۾ حيواني شرير جو جيو ڪجهه وڌيڪ ئي چئبو، جو
هو گهڻو پار ئو کڻي سگهي !

پنر جنم جو ورنن :- (الف) سڀني پراڻين جي سڀني پرڪارن ۽ هر پرڪار جي هر هڪ
پراڻيءَ جي اوستا ۾ ٿورو گهڻو پيد آهي . پر پرماتما جو سنبنڌ سڀني سان هڪجهڙو ئي آهي.
لنهنڪري جي شرير اندرين يا ٻاهرين پرماتما هر جاندار کي ڏئي ٿو، سي آتما جي چڱن
يا مندن ڪرمن تي آڌار ٿا رکن. لنهنڪري انهن ٽيڻ کان اڳ آتما چڱي يا مٺي نسلن جنم
وٺڻ جي پاڻ ۾ يوگيتا آڻين ڪرڻ لاءِ ، ڪنهن ايءَ جاءِ تي اٿي شرير ۾ هئڻ کپي . بس!
هڪڙو شرير ڇڏي، اٿي ۾ اچڻ ئي آواگمن ، تناسخ يا جونين جو چڪر سڏجي ٿو .
(ب) سڀني پراڻين جي نه رڳو ٻاهرين اوستائن ۾ پيد آهي، پر اندرين اوستائن ۾ به پيد
پڌرو ڏسجي ٿو. اهو دک سک آديءَ جو پيد بنا ڪارڻ نه ٿي ٿو سگهي . چاڪاڻ ته اهو

* هان؛ پرماتما، وڏن ننڍن جي اوستا ۾ جيو کي سمپتي اوستا ۾ رکي ٿو ۽ نه جاڳرت
اوستا ۾ . مولرام

£ منش ۾ ڪرم پرڌان ۽ پوڳ گوڻ آهي . پشوءَ ۾ ڪرم گوڻ ۽ پوڳ پرڌان آهي . (مولرام)

نياڪاري پرماتما جو وڌيل آهي. جي سڀئي جيون جا ڪرم هڪجهڙا هجن ته سک دک ۾ هڪجهڙو ٿيڻ ٿئي ها. اهو سک دک ۽ اوستائن ۾ ڀيد ڏيکاري رهيو آهي ته اسانجا اڳين جنم جا ڪرم اهڙا هئا. اهو اڳين جنم جو پنهنجو نتيجو اسانکي هاڻوڪي جنم ۾ ڏيکاري رهيو آهي، سو ئي آواگمن سڌ ٿو ڪري. (ب) اسانجي من ۾ نت نيون آشائون ۽ اڇائون اُٿن ٿينديون ٿيون رهن، ۽ اسين انهن اڇائن کي پوري ڪرڻ لاءِ سدا پاڻ کي جوکم ۾ وجهيندا ٿا رهون. تنهنڪري ايشور نياڪاري ۽ ڪرمن جو ڦل ڏيندڙ هئڻ ڪري اوس اسانجون اڇائون پوريون ڪندو. جي ڪم اسين هڪڙي جنم ۾ ڪري نٿا سگهون، سي پرماتما جي دَيا سان ٻيا جنم وٺي پورا ڪري سگهون ٿا. هن جنم کي وارون وار ڀاڳ سڌارڻ جو وجهه ۽ سواءِ آواگمن جي ملي نٿو سگهي. (پ) دنيا جي هرڪا وستو آواگمن جي چڪر ۾ ڦري رهي آهي. پاڻي، ڪڪر، مينهن، برف، ماڪ وغيره سڀئي ۾ ساڳيو ئي مادو جو ٿيون بدلائي رهيو آهي. گرمي، سردي، بهار ۽ سرءُ وارون وار جوڻين جا چڪر ڪاٽي رهيون آهن. صبح، سانجهي، ڏينهن، رات، سج، چنڊ، تارا آواگمن جو پاٺ سيکاري رهيا آهن. ٻج مان وڻ ۽ وڻ مان ٻج آواگمن جو مسئلو سمجهائي رهيا آهن. وڻن مان هر ورهيه پراڻن پنن جو ڇڻڻ ۽ نون جو اڀرڻ آواگمن جي اچ وڃ ڏيکاري رهيا آهن. ڪوهه جون لوڙهون جئن وارون وار ڀرجن ۽ سڪنديون ٿيون وڃن، تئن هي جيو آتما پنهنجن ڪرمن انوسار وارون وار ۽ جدا جدا شرير ڌارڻ ڪندو ٿو رهي. (ٽ) جي آواگمن نه مڃبو ته روح جو نيستيءَ مان هستيءَ ۾ اچڻ مڃڻو پوندو، پر نيستي ڪا وستو ئي ڪانهي. پوءِ ڀلا "نه" مان "ها" ڪئن ٿيندي؟ "نيستيءَ" مان "هستي" ڪئن اُڀري ٿيندي؟ تنهنڪري جيو آتما کي آواگمن جو چڪر اوس ڪاٽڻو آهي. (ٿ) جئن هرهڪ مڙس جون ڀيون اوستائون نياريون نياريون آهن، تئن سندس وديا پراپت ڪرڻ جي يوگيتا به ڀانئڻ واري آهي. ڪي هڪ گهڙي ٻڌڻ سان پاٺ ڪنٺ ڪن ٿا، ڪي وار وار سمجهائڻ سان به نٿا ڪن. هڪڙا جمندي ڄاڻ ٿا ٿين، ۽ ٻيا ڏڍ من ئي رهن ٿا. ڪيترا پورا ڏٺو ويو آهي، ته ننڍڙا ٻالڪڙا ڪانئن ڏيا، انوا ڪٺن وديا ۾ اُنت ڪري ڏيکارين ٿا. اهو سڀ اڳين جنم جي سنسڪار جو پرڀاءُ آهي. اڳيان سٺا سنسڪار ٿوروئي ڇورڻ لي جاڳي اٿن ٿا. (ث) مڙس مرڻ کان ڊڄي ٿو. موت ۾ هنکي دک پاسي ٿو. انهيءَ جو ارٿ اهو آهي ته هن اڳ موت جو انڀؤ ڪيو آهي. موت جي دک جي ڪوس سمرتي آهي، يعني اڳ جنم ۾ چڪا اٿس. (ڀ) مڙس جي من ۾ اهو وچار گهرو آهي ته نيستيءَ مان هستي ڪا نه ٿيندي آهي. اهو وچار سڌ ٿو ڪري ته هن جنم ۾ اچڻ کان اڳ آتما ڪٿي هئي ۽ مرڻ کانپوءِ به ڪٿي هوندي. (ڦ) جدا جدا مت ۽ مذهبن وارن جي پستڪن ۾ آواگمن جو ورنن آهي. شري ڀڳوت لکرام جو ڪليات آريه مسافر پڙهي ڏسو. (پ) شري ڪرشن، شري ٻڌ ۽ ڪيترن ٻين مهاپرشن پڌري پٽ چيو آهي ته انهن کي پنهنجي اڳين جنم جي ڳالهه سمرتي آهي. مولانا روم به اڳيان جنم سويڪار ڪري ٿو. (ڦ) سقراط آدي دارشنڪن به انيڪ ڪتابن ڏنيون، هن سڌانت جي

ڏنتيم جو ارٿ رشي ديانند ”ڏڀ پوشڪ“ ڪيو آهي. ”ڏڀ پوشڪ“ انهيءَ کي ڪوٺي سگهجي ٿو، جو پنهنجي شرير جي سنڀال ۾ لڳل آهي، جو شرير جي سک لاءِ يتن ڪندو رهي ٿو. جنهنکي آرام ۽ وشرام گهرجي. پر انگريزيءَ ۾ اُلٿوءَ واري ”ڏڀ پوشڪ“ جو ارٿ ”واڄ“ (ڊاڪٽر) ڪيو آهي. اهو ارٿ ٻه ڪٿيءَ انوسار آهي. ”ڏڀ پوشڪ“ ارٿات اهو جيڪو ٻين جي ڏيهن جي سنڀال ڪري، رکيا ڪري وغيره. ڏنتيم شبد ”دو = दो“ ڌاتوءَ مان نڪتو آهي. انهيءَ ڌاتوءَ جو هڪ ارٿ آهي چيرڻ، ڦاڙڻ. ان ڪري ڏنيم ٿيو، اهو جيڪو چير ڦاڙ ڪري ارٿات جراح هجي.

**برهما آدي:-** انهيءَ استان لي منوءَ جي ٻارهين اڌياءَ جو ۵۰ شلوڪ ڏنل آهي. انهيءَ ۾ ”برهما“ آدي شبد به آهن. ”برهما“ پراڻن انوسار سرشٽيءَ جو ڪرتا آهي. ارٿات اهو ديوتا آهي جو آرنڀ ۾ سرشٽي رچي ٿو. هاڻي جيڪڏهن اهو ارٿ ونبو ته ڪٿي ڪٿ ڪرڻ ٿيندو. انهيءَ ڪري سوامي ديانند ”برهما“ جو ارٿ ”چئن ويدن جو ڄاڻو“ ڪيو آهي. منش جو آتما چار ويد ته ڄاڻي سگهندو، پر ”سرشٽي رچيتا“ ڪونه ٿي سگهندو. وري ڪهڙون آتمائون جي ”برهما“ ٿيڻ جهڙا ڪرم ڪن ته پوءِ ڪيئن سرشٽي رچي؛ پر ويد پڙهندڙ ڪري انيڪ ٿين ته به ڪنهن جهيڙي جي سنڀاونا ڪانه آهي.

ساڳئي شلوڪ جي ارٿ ۾ ”اويڪت جنم“ شبد پيل آهن. اويڪت چئبو آهي پرڌان، اٿوا سوڪشم پرڪرتيءَ کي. ”اويڪت جنم“ جو ارٿ ٿيو ”سوڪشم پرڪرتيءَ جو روپ ڦيرائڻ“ انهيءَ ڪري انهيءَ جزيءَ واري منش کي رشي ديانند اهو وڌوان ڪري لکيو آهي، جو سوڪشم پرڪرتيءَ جو پورو گيان رکندي، ان مان انيڪ ڪارائتا پدارٿ ٺاهي سگهي. ”پرڪرتي وستو = प्रकृति वस्तु“ شبد مان اها سڌي ورتي اٿس، جنهنجي دوارا منش پرڪرتيءَ کي وس ڪري انيڪ پدارٿ ٺاهي سگهي ٿو. ”آتم پر“ جي ٺاهيندڙ ڪي اهڙي سڌي آهي. رشي ديانند ڪالپنڪ [هوائي] ديوتائن جي ڀرم کي ڪاٽي، وهنوارڪ ۽ پڪت ارٿ ورتا آهن. اهڙي ارٿ پرڪرتي انوسار آهن. ارٿات پر جنم جي ورڻن ۾ اهڙي ارٿ ٺيڪ ٿين ٿا.

نائين سملاس جون ٽپڻيون سماپت ٿيون.



# ओ३म्

## ڏهون سمُلاس

## آچار، اناچار [ نيڪ ۽ بد چلن ] ۽ ڀڪشيه اڀڪشيه [ کائڻ نه کائڻ ] يوڳيه پدارٿن جي وشين جو ورڻن

آچار ڇا کي چئجي؟ هاڻي جيڪو ڌرم انوسار ڪرم جو آچرڻ، سڀيتا، ستپرشن جي سنگت، ۽ ست ودّيا جي گرهڻ ڪرڻ ۾ رچي آدي آچار ۽ ان جي اُبتڙ اناچار سو هيٺ لکي لکون ٿا:-

विद्वद्भिः सेवितः सद्भिर्नित्यमद्वेषरागिभिः । हृदयेनाभ्यनुज्ञातो यो धर्मस्तन्निबोधत ॥ १ ॥
कामात्मता न प्रशस्ता न चैवेहास्त्यकामता । काम्यो हि वेदाधिगमः कर्मयोगश्च वैदिकः ॥ २ ॥
सङ्कल्पमूलः कामो वै यज्ञाः सङ्कल्पसम्भवाः । व्रतानि यमधर्माश्च सर्वे सङ्कल्पजाः स्मृताः ॥ ३ ॥
अकामस्य क्रिया काचिद् दृश्यते नेह कर्हिचित् । यद्यद्धि कुरुते किञ्चित् तत्तत्कामस्य चेष्टितम् ॥ ४ ॥
वेदोऽखिलो धर्ममूलं स्मृतिशीले च तद्विदाम् । आचारश्चैव साधूनामात्मनस्तुष्टिरेव च ॥ ५ ॥
सर्वन्तु समवेक्ष्येदं निखिलं ज्ञानचक्षुषा । श्रुतिप्रामाण्यतो विद्वान् स्वधर्मे निविशेत वै ॥ ६ ॥
श्रुतिस्मृत्युदितं धर्ममनुतिष्ठन् हि मानवः । इह कीर्त्तिमवाप्नोति प्रेत्य चानुत्तमं सुखम् ॥ ७ ॥
योऽवमन्येत ते मूले हेतुशास्त्राश्रयाद् द्विजः । स साधुभिर्बहिष्कार्यो नास्तिको वेदनिन्दकः ॥ ८ ॥
वेदः स्मृतिः सदाचारः स्वस्य च प्रियमात्मनः । एतच्चतुर्विधं प्राहुः साक्षाद्धर्मस्य लक्षणम् ॥ ९ ॥
अर्थकामेष्वसक्तानां धर्मज्ञानं विधीयते । धर्मं जिज्ञासमानानां प्रमाणं परमं श्रुतिः ॥१०॥
वैदिकैः कर्मभिः पुण्यैर्निषेकादिर्द्विजन्मनाम् । कार्य्यः शरीरसंस्कारः पावनः प्रेत्य चेह च ॥११॥
केशान्तः षोडशे वर्षे ब्राह्मणस्य विधीयते । राजन्यबन्धोर्द्वाविंशे वैश्यस्य द्व्यधिके ततः ॥१२॥

मनु० अ० २ । [ श्लो० १-४ । ६ । ८ । ९ । ११-१३ । २६ । ६५ ]

(منوسمرتي ادڌياءِ ٢ جا شلوڪ ١ کان ٤، ٦، ٨، ٩، ١١ کان ١٣، ٢٦ ۽ ٦٥).

**ستپرشن ۾ پنهنجي وويڪ جي پيروي:-** ١. منش کي سدائين ان ڳالهه جو ڌيان رکڻ کپي ته جنهن (مارگ) تي راڳ دويش کان سواءِ ودوان لوڪ سدا هلندا هجن، ۽ جنهن (مارگ) کي هردي، اُتمات آتما ڪرتويه (فرض) سمجهي، اهوئي ڌرم منڃي ڪرڻ جوڳو آهي. (منو ٢-١). ٢. جو ڏهن سنسار ۾ اتيَنت ڪاماتمتا* (اپٽي لالسا ڪرڻ) ۽ نشڪامتا (اڇا هجڻ) چڱو نه آهي. ويد ارٿ جو گيان ۽ ويد انڪول سمورا ڪرتويه ڪاماتن ڪرڻ سان

---

* ڪاماتمتا = ڪام + آتما + تا اڇائن سان ڀرپور.

۾ سڌ ٿيندا آهن. (منو ٢-٢) ٣. جي ڪو چوي ته آءٌ ته اڇا ۽ نِهڪام آهيان يا ٿي پوان،
ته اهو ڪڏهن به ٿي نٿو سگهي؛ ڇو ته سڀ ڪم اڇا سان ئي ٿين ٿا، ستيه ڀاشڻ آدي ورت،
نيم،* نيم روپي ڌرم آدي سنڪلپ (اڇا ڪرڻ سان) ٿيندا آهن. (منو ٢-٣). ٤. ڇو ته
هٿ، پير، اکيون ۽ من آدي جيڪي هلايا وڃن ٿا، سي ڪامنا سان هلن ٿا. اڇا نه هجي
ته اک جو کلڻ ۽ بند ٿيڻ به ٿي نٿو سگهي. (منو ٢-٥).

ڌرم ڄاڻڻ ڪرڻ جا چار ساڌن :- ٥. انڪري سمپورڻ ويد، منو سمرتي ۽ رشين جا لکيل شاستر، ستپرشن جا آچار ۽ جنهن جنهن ڪرم ۾ پنهنجو آتما پرسن رهي ارٿات (جن جي ڪندي) ڀؤ، شنڪا ۽ لڄ نه اچي، سي ڪرم ڪرڻ جوڳا آهن. ڏسو! جڏهن ڪو مٿيا ڀاشڻ يا چوري وغيره جي اڇا ئي ڪري، ته ضرور سندس آتما ۾ ڀؤ، شڪ ۽ لڄ اُٿن ٿا؛ انڪري اهڙو ڪرم ڪرڻ لائق ڪينهي. (منو ٢-٦). ٦. منشيه (کي گهرجي ته) سڀني شاسترن، ويد، ستپرشن جي آچار ۽ پنهنجي آتما جي انڪول چڱيءَ پر وچار ڪري ۽ گيان اکين سان، شرتي [ويد] پرماڻ سان سڌ ڪيل پنهنجي آتما جي انڪول ڌرم ۾ پرويش ڪري. (منو ٢-٨).

ڌرم نه پالڻ جو ڦل :- ٧. ڇو ته جو منش ويد وڪت ڌرم ۽ ويد انڪول سمرتين ۾ ٻڌايل ڌرم جو پالن ٿو ڪري، سو هن لوڪ ۾ ڪيرتي [جس] ۽ مرڻ کانپوءِ سڀ کان اُتم سک پراپت ڪندو آهي. (منو ٢-٩).

ناستڪ کي ڪڍيون لاهڻ :- ٨. "شرتي" ويدن کي ۽ "سمرتي" ڌرم شاستر کي ٿا چون. سڀني کي ترڪن [ڪرڻ جهڙن ڪمن] ۽ اڪرتون [نه ڪرڻ جهڙن ڪمن] جو نهچو انهن ذريعي ئي ڪرڻ گهرجي. جو ڪوئي منشيه ويد ۽ ويد انڪول ستپرشن جي ٺاهيل گرنٿن جو اپمان ڪري، تنهنکي سريشٽ لوڪ جاتيءَ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏين؛ ڇو ته جو ويد جي نندا ٿو ڪري، سو ناستڪ ٿو سڏجي. (منو ٢-١١). ٩. تنهنڪري ويد، سمرتي، ستپرشن جو آچار ۽ پنهنجي آتما جي گيان انڪول وهنوار آچرڻ (چال چلڻ) اهي چار ڌرم جا لکشڻ، ارٿات انهن سان ڌرم جي سڃاڻپ ٿيندي آهي. (منو ٢-١٢) ١٠. پر جو ڌن جي لوڀ ۽ ڪام ارٿات وشين واسنائن ۾ نٿو ڦاسي، تنهنکي ئي ڌرم جو گيان ٿيندو آهي. جيڪي ڌرم کي ڄاڻڻ جي اڇا ڪن، تن لاءِ ويد ئي پرم پرماڻ (وڏي سند) آهي. (منو ٢-١٣).

جنم کان اڳ سنسڪار وغيره :- ١١. انڪري سڀني منشن لاءِ مناسب آهي ته ويدن ۾ ڄاڻايل روپ ڪرمن سان براهمڻ، کتري ۽ ويشيه پنهنجي سنتان لاءِ گرڀادان ○ آدي سنسڪار ڪن، جي هن جنم ۽ ٻئي جنم ۾ پوتر ڪرڻ وارا آهن. (منو ٢-٢٦).

---

* يم نيم يوگ جا پهريان ٻه انگ آهن. يم پنج [اهنسا، ستيه، استيه، برهمچريه ۽ اپرگرهه] آهن. نيم به پنج [شؤچ، سنتوش، تپ، سواڌيايه، ايشور پرڻيڌان] آهن.

○ گرڀادان جو ورڻن ٻئي ۽ چوٿين سملاس ۾ ڪيل آهي. وستار سان هن رشيءَ جي ٺاهيل "سنسڪار وڌي" ۾ ڏسڻ گهرجي.

وار رکڻ يا نه؟ ١٢. براهمڻ جو سورهين، کتريءَ جو ٻاويهين ۽ ويش جو چوويهين ورهيه. ڪيشانت ڪرم ڪرڻ (وارن لهرائڻ جو سنسڪار) ٿي وڃڻ گهرجي* يعني هن وڏيءَ ڪانپوءِ رکڻ جي ڇوٽي رکي باقي سڀ ڏاڙهيءَ، مڇن ۽ مٿي جا وار سدا ڪوڙائيندو رهجي يعني (اهي وار) وڌي ڪڏهن نه وڪائجن. ٻر جي ديش گهڻو ٿڌو هجي، نه پنهنجي اڇا انوسار ڪيترا به وار وڪجن. جي ملڪ بلڪل گرم هجي نه سڀئي (وار) ڇوٽيءَ سميت ڪوڙائي ڇڏڻ کپن، ڇاڪاڻ ته مٿي تي وارن وڌائڻ ڪري گرمي وڌيڪ ٿيندي آهي، انڪري ٻڌي گهٽجي ٿي. ڏاڙهي مڇن رکڻ ڪري کائڻ پيئڻ چڱيءَ ٻر نٿو ٿئي ۽ ڄوٺ وارن ۾ رهجي وڃي ٿي. (منو ٢-٦٥).

इन्द्रियाणां विचरतां विषयेष्वपहारिषु । संयमे यत्नमातिष्ठेद्विद्वान् यन्तेव वाजिनाम् ॥ १ ॥
इन्द्रियाणां प्रसङ्गेन दोषमृच्छत्यसंशयम् । सन्नियम्य तु तान्येव ततः सिद्धिं नियच्छति ॥ २ ॥
न जातु कामः कामानामुपभोगेन शाम्यति । हविषा कृष्णवर्त्मेव भूय एवाभिवर्द्धते ॥ ३ ॥
वेदास्त्यागश्च यज्ञाश्च नियमाश्च तपांसि च । न विप्रदुष्टभावस्य सिद्धिं गच्छन्ति कर्हिचित् ॥ ४ ॥
वशे कृत्वेन्द्रियग्रामं संयम्य च मनस्तथा । सर्वान् संसाधयेदर्थानाक्षिण्वन् योगतस्तनुम् ॥ ५ ॥
श्रुत्वा स्पृष्ट्वा च दृष्ट्वा च भुक्त्वा घ्रात्वा च यो नरः । न हृष्यति ग्लायति वा स विज्ञेयो जितेन्द्रियः ॥६॥
नापृष्टः कस्यचिद् ब्रूयान्न चान्यायेन पृच्छतः । जानन्नपि हि मेधावी जडवल्लोक आचरेत् ॥ ७ ॥
वित्तं बन्धुर्वयः कर्म विद्या भवति पञ्चमी । एतानि मान्यस्थानानि गरीयो यद्यदुत्तरम् ॥ ८ ॥
अज्ञो भवति वै बालः पिता भवति मन्त्रदः । अज्ञं हि बालमित्याहुः पितेत्येव तु मन्त्रदम् ॥ ९ ॥
न हायनैर्न पलितैर्न वित्तेन न बन्धुभिः । ऋषयश्चक्रिरे धर्मं योऽनूचानः स नो महान् ॥१०॥
विप्राणां ज्ञानतो ज्यैष्ठ्यं क्षत्रियाणां तु वीर्यतः । वैश्यानां धान्यधनतः शूद्राणामेव जन्मतः ॥११॥
न तेन वृद्धो भवति येनास्य पलितं शिरः । यो वै युवाप्यधीयानस्तं देवा स्थविरं विदुः ॥१२॥
यथा काष्ठमयो हस्ती यथा चर्ममयो मृगः । यश्च विप्रोऽनधीयानस्त्रयस्ते नाम बिभ्रति ॥१३॥
अहिंसयैव भूतानां कार्यं श्रेयोऽनुशासनम् । वाक् चैव मधुरा श्लक्ष्णा प्रयोज्या धर्ममिच्छता ॥१४॥
मनु० अ० २ (श्लो० ८८-९३ । ९४ । ९७ । ९८ । १०० । ११० । १३६ । १५३-१५६ । १५९)

[منو سمرتي اڌياءِ ٢ جا شلوڪ ٨٨، ٩٣، ٩٤، ٩٧، ٩٨، ١٠٠، ١١٠، ١٣٦، ١٥٣، کان ١٥٦، ١٥٩]

**اندرين وس ڪرڻ:-** (١) منش جو اهو ئي مکيه آچار آهي ته اندرين جهڙي ڇت کي ڇلائيندڙ ڪرڻ وارن وشين ڏانهن ڇڪيندڙ ويندڙ آهن، تن کي روڪڻ جو يتن ڪري. جئن گهوڙي کي سارٿي [گاڏيوان] روڪي، سڌين رستي تي هلائيندو آهي، تئن ئي [منش] به اندرين کي پنهنجي وس ڪري اڌرم جي راه کان هٽائي سدا ڌرم مارگ تي هلائيندو رهي. [منو ٢-٨٨]. (٢) ڇو ته اندرين کي وشين ۾ ڦاسائڻ ۽ اڌرم ۾ هلائڻ ڪري منش پڪ ڪري دوش ۾ ڦاسي پوي ٿو. جڏهن انهن کي جيتي ڌرم ۾ هلائيندو، تڏهن ئي من گهري سڌي پرابت ڪندو. [منو ٢-٩٣]،

• ڪيشانت = ڪيش = وار + انت = پڇاڙي.

**ترشنا جي ترڪ ڪرڻ تي** :- (٣) اها پڪ آهي ته جئن اگنيءَ ۾ گيهه وجهڻ سان اگني وڌندي آهي، تئن ئي ڪامنائن کي هڪ ٻئي پٺيان ڀوڳڻ سان ڪامنائون ڪڏهن به شانت نه ٿينديون آهن، مگر وڌنديون ئي وينديون آهن. انهيءَ ڪري منش کي وشين ۾ ڪڏهن به ڦاسڻ نه گهرجي. [ منو ٢-٩٤ ].

**جتي ٿيڻ جو ڍنگ** :- (٤) جو اندرين کي وس ۾ رکي، انهيءَ کي जितेन्द्रिय = ويردشت سڏبو آهي. هو ڪيڏو به آدر ڪري ته به لکي وله جي ڳالهه، لکي اڳم، لکي ٺڳي، لکي گارڙڪ وهمرار جي شڪليتا [ڪمس] پراپت ٿيندي. اهي سڀ [سڏيون] اندرين کي وس ڪرڻ وارن ڌرمائن کي ئي پراپت ٿينديون آهن. [ منو ٢-٩٧ ]. (٥) انهيءَ ڪري پنجن ڪرم اندرين، پنجن گيان اندرين ۽ ٻارهين من کي پنهنجي وس ۾ ڪري، يڪت• آهار وهوار سان شرير جي رکيا ڪندي، سڀني ارٿن $ کي سڌ ڪري. [منو ٢-١٠٠] (٦) جتيندريه [جتي] اهو آهي، جو [پنهنجي] وڏائي ٻڌي پرسن نه ٿئي ۽ نندا ٻڌي دک نه ڪري؛ جو چڱي چهڙ ۾ سک ۽ ٻڇڙي چهڙ ۾ دک [ نثر مهي O ]؛ جو سندر روپ ڏسڻ ڪري پرسن ۽ ڪروپ ڏسي اپرسن [ ناخوش ٿئي ]؛ جو اتم ڀوڄن ڪري آنند ۽ گهٽ درجي وارو کاڌو کائي دکي [ ناخوش ٿئي ]، ۽ جو سڳنڌ ۾ رچي ۽ درڳنڌ ۾ ارچي [ نفرت ] ڪري. [ منو ٢-٩٨ ].

**واڻي وس ۾ رکو** :- (٧) ٻنا پڇڻ جي اڻوا انياءِ ارٿات ڪپٽ سان پڇندڙ کي ڪڏهن به اتر نه ڏجي. اهڙن اڳيان ٻڌيمان لوڪ جڙ جهڙا [ماٺ ۾] رهن ٿا؛ لئکپٽ جگياسو کي پڇڻ ٻنا به اپديش ڪجي. [ منو ٢-١١٠ ].

**ڪنهن کي مان ڏجي** :- (٨) هي پنج مان [عزت] ڏيڻ جا استان آهن [ارٿات جن وٽ هيٺيون پنج ڳالهيون هجن، انهن جو آدر ستڪار ڪجي] پهريون ڌن، ٻيو متا چاري ۽ ڪل، ٽيون اوستا [وڏي عمر] چوٿون اتم ڪرم، ۽ پنجون سريشٽ وديا. مگر ڌن کان اتم پاءِ [وغيره مائٽ]، مائٽن کان وڌيڪ اوستا، اوستا کان سريشٽ ڪرم؛ ڪرمن کان پوءِ ودياوان، درجي به درجي وڌيڪ مان ڏيڻ جوڳ آهن. [منو ٢-١٣٦]- (٩) ڇو نه چاهي ڪوسو ورهيه جو هجي؛ ته به جو وديا ۽ وگيان رهت آهي، سو بالڪ ئي آهي؛ ۽ جو وديا ۽ وگيان جو داتا [سيکاريندڙ] آهي، انهيءَ بالڪ کي به وڏو سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته سمورا شاستر ۽ آپت ودوان اگيانيءَ کي بالڪ ۽ گيانيءَ کي پتا ڪري سڏيندا آهن. [منو ٢-١٥٣]. (١٠) گهڻا ورهيه گذارڻ، وارن جي اڇي ٿيڻ، گهڻي ڌن هجڻ ۽ وڏي ڪٽنب مجهان هجڻ ڪري ڪو وڏو نٿو ٿئي،

• يڪت = يڪتيءَ سان، جڳتيءَ سان ارٿات ٺيڪ ٺيڪ پرنگ ۽ ٺيڪ ٺيڪ نمونيءَ سان.

$ ارٿات سک ۽ ڌن سمپتي، ڪلا ڪوشل، بجلي، اگني، وايو، آڪاش ۽ پرٿويءَ دوارا هنر ڪاريگريون، اندرين کي وس ۾ ڪرڻ وارو ڪري سگهي ٿو ۽ هوائي سمبار لاءِ ڪلاڪاري ٿي سگهي ٿو. (مترجم)

O جوڙيءَ رست واشم پهرڻ ۾ سک ۽ ڪٽي پهرڻ ۾ دک، ڪلن جي سڀا جي اچا ڪرڻ ۽ ڪلن جي سڀا کان دور ڀڄڻ.

325



ٻي رشي مهاتمان جو نہ اهو ئي نشچو آهي تہ اسان مان جو ودّيا وگيان ۾ وڌيڪ آهي، سو ئي مهان پرش ٿو سڏجي. [منو ٢-١٥٤].

ورڻن ۾ وڏائيءَ جو مدار:- براهمڻ گيان ڪري، ڪتري ٻل ڪري، ويشيہ ڌن ۽ اَن ڪري، ۽ شودر جنم ۽ ارٿات وڏيءَ ايوءِ ڪري وڏو ليکيو آهي. [منو ٢-١٥٥].

ودّيا جي مهما:- (١٢) مٿي جي وارن اڇن ٿيڻ ڪري ڪو ٻڍو ڪو نہ ٿو ٿيو. مگر جوان بہ جي ودّيا پڙهيل آهي تہ ودوان انکي وڏو ٿا سمجهن. [منو ٢-١٥٦]. (١٣) جو ودّيا پڙهيل نہ آهي سو جهڙو ڪاٺ جو هاٿي يا چم جو هرڻ. اهڙو اودوان ماڻهو جڳت ۾ ناليءَ جو منش ٿو سڏجي. [منو ٢-١٥٧]. (١٤) لنهڪري ودّيا پڙهي ودوان، ڌرماتما ٿي، ويرڀاو ڪان رهت ٿي، سڀني پراڻين جي ڪلياڻ جو اپديش ڪري، ۽ اپديش ۾ مٺو ۽ ڪومل واڻي ٻولي. ڌني آهن اهي پرش، جي ستيہ اپديش سان ڌرم جو واڌارو ۽ اڌرم جو ناش ٿا ڪن. [منو ٢-١٥٩].

گندا نہ رهو:- نت سنان [ڪري]، ڪپڙا، اَن، پيئڻ جا پدارٿ وغيره، رهڻ جا استان شد رکي، ڇاڪاڻ تہ انهنجي شد هئڻ ڪري ئي چت جي شڌي ۽ اروگيتا پراپت ٿيندي ۽ پرشارٿ وڌندو آهي. شد تائي اتري رکجي، جو گندگي ۽ دڙگند دور ٿي وڃن.

आचार: प्रथमो धर्मः श्रुत्युक्तः स्मार्त एव च ॥ मनु० [ १ । १०८ ] (٤) سداچاري ڪيرُ؟

(هي منو-سمرتيءَ جي ادياءِ ١ جو شلوڪ ١٠٨ آهي) سچ چوڻ وغيره ڪرمن جو آچرڻ ڪرڻ ئي ويد ۽ سمرتيءَ ۾ چيل آچار آهي.

मा नोवधीः पितरं मोतमातरम् ॥ [ यजु० १६ । १५ ] (٥) ديو پوڄا جو ارٿ

(هي يجروید ادياءِ ١٦ جو منتر ١٥ آهي).

आचार्य उपनयमानो ब्रह्मचारिणमिच्छते ॥ अथर्व कां ११ । व० १५ ]

(هي اٿروید ١١-١٥-١٧ جو وچن آهي).•

मातृदेवो भव । पितृदेवो भव । आचार्यदेवो भव । अतिथिदेवो भव ॥ [तैत्तिरीया० प्र० ७ अनु० ११]

تتريہ آرڻيڪ ٧-١١).

ماتا پتا آچاريہ ۽ اتٿيءَ (مهمان) جي سيوا ڪرڻ ديو پوڄا ٿي سڏجي. جنهن جنهن ڪرم سان جڳت جو اپڪار ٿئي، سو سو ڪرم ڪرڻ ۽ هاڃي پهچائيندڙ ڪرم ڇڏڻ ئي منش جو مکيہ ڪرتويہ ڪرم آهي.

سنگ ڪاري ڪسنگ ڇوڙي:- ناستڪ، وشين ۾ ڦاٿل، وشواس گهاتي، مٿياواديءَ، سوارٿيءَ، ڪپٽيءَ، ڇليءَ (دوکيباز) وغيره دشٽ منشن جو سنگ نہ ڪجي. آپت ارٿات ستيہ وادي، ڌرماتما ۽ پراپڪاري پرش لوڪن جي سنگت ڪرڻ جو ئي نالو سريشٽ آچار آهي.

ڏور ڏيساورن ڏانهن وڃڻ:- پرشن:- آريہ ورش کان ٻاهر ديشن ۾ وڃڻ ڪري آريہ ورت جي نواسين جو آچار نشٽ ٿيندو آهي يا نہ؟

• ديانند نرواڻ اردشتابديءَ تي جو چڱن آن وارو ستيارٿ پرڪاش ڇپيو آهي تنهن جي فٽ نوٽ ۾ لکيل آهي:- " اٿرو ويد ڪانڊ ١١، سوڪت ٥، منتر ٣ ۽ ١٧"

اتر - هيءَ ڳالهه مٿيا آهي، ڇو ته اندر ٻاهر جي پوترتا رکڻ ۽ سچ ڳالهائڻ وغيره لاءِ عمل جتي نه ڪو ڪندو، تنهنجو آچار ۽ ڌرم ڪڏهن نه ڀرشٽ ٿيندو. آريه ورت ۾ رهندي نه جو دراچار ڪندو، سوئي ڌرم ۽ آچار ڀرشٽ سڏبو. جي اٿين (اوهانجو چوڻ ٺيڪ) هجي ها ته [هيٺين ڳالهين ڪيئن ٿين ها؟]:-

मेरोर्हरेश्च द्वे वर्षेवर्षं हैमवतं ततः । क्रमेणेव व्यतिक्रम्य भारतं वर्षमासदत् ॥
स देशान् विविधान् पश्यंश्चीनहूणनिषेवितान् । [ महाभारत० अ० ३२७ [

هيءَ شلوڪ مهاڀارت جي شانتي پرو جي موکش ڌرم ۾ وياس ۽ شڪ جي سنواد ۾ آيل آهي. ارٿات هڪ ڀيرو وياس جي پنهنجي پٽ شڪ ۽ شِشيه (شاگرد) سميت پاتال ۾ (جنهن کي هيئنر امريڪا ٿا سڏين) رهندا هئا. شڪ آچاريه پتا کان هڪ سوال ڪيو ته آتم وديا ايتري ئي آهي يا وڌيڪ؟ وياس جيءَ ڄاڻي ٻجهي ان پرشن جو اتر نه ڏنو، ڇو ته هو ان ڳالهه جو اپديش ڪري چڪا هئا. ٻئي کان ساک ڏيارڻ لاءِ پنهنجي پٽ شڪ کي چيائون ته هي پتر! تون مٿلاپوريءَ ۾ وڃي اهو سوال راجا جنڪ کان پڇ، اهو انجو ٺيڪ ٺيڪ جواب ڏيندو. پتا جو وچن ٻڌي شڪ آچاريه پاتال کان مٿلاپوريءَ ڏانهن روانو ٿيو. پهرين ميرو يعني هماليه کان اتر کان اوڀر، اتر ۽ اتر اولهه [پاسن] ڏانهن جي ديش وسن ٿا، تنهجو نالو "هري ورش" هو، ارٿات هري ڪوٺيندا آهن ٻاندر کي. انهن ديشن جا ماڻهو اڄا به ٻاندر جيان ڳاڙهي منهن وارا ۽ ڀورين اکين وارا ٿيندا آهن. جن ديشن جو نالو هن سمي "يوروپ" آهي، تنکي ئي سنسڪرت ۾ "هري ورش" * چوندا هئا. [شڪ آچاريه] انهن ديشن کي ڏسي، جن کي هوڻ "يهودي" £ ٿا چون، تن ديشن کي ڏسندو، چين ۾ آيو. چين مان هماليه ۽ هماليه کان مٿلاپوريءَ پهتو. وري سري ڪرشن خواه ارجن پاتال ۾ "اشوتري" ارٿات جنهنکي "اگني يان نوڪا" [ٻاڦ تي هلندڙ جهاز] ٿو چئجي، تنهن ۾ ويهي، پاتال وڃي مهاراجا يڌشٽر جي يگيه ۾ اداِلڪ رشيءَ کي وٺي آيا هئا.

وديش ۾ وواه:- ڌرتراشٽر جو وواه گانڌار جنهن کي "قنڌار" ٿا چون، اتان جي راجڪماريءَ سان ٿيو هو. مادري پانڊوءَ جي استري "ايران" جي راجا جي ڪنيا هئي. ارجن جي شادي پاتال ۾، جنهنکي "امريڪا" ٿا چون، اتان جي راجا جي ڪنيا سان ٿي هئي. جي ديش ديشانتر L دوِيپ دوِيپانتر ۾ نه ويندا هجن ها ته اهي سڀ ڳالهيون ڪيئن ٿي سگهن ها؟

ڀڄڻ تي ڏنڊ:- منو سمرتيءَ ۾ جو سمنڊ ۾ هلندڙ ٻيڙين تي ڏنڊ وٺڻ لکيل آهي، سو به

---

* هري نالو ڪرشن جو آهي. سندس وڏي ڀاءُ بلرام کي هري ڪُل ايش ارٿات هرڪيولز سڏبو آهي. هرڪيولز ئي يونان جو وڏو جوڌو ٿي گذريو آهي؛ ان ڪري هري ورش نالو يونان وغيره ديشن جو پيو، جو اهي ديش بلرام وسايا هئا.

£ يهودين جو ديش فلسطين يا پالسيتان جنهنکي عيسائي پوتر ڀومي ڪري مڃيندا آهن.

L ديشانتر = ديش جا وچوارا ٽڪر يا سرحدي ڀاڱا. دوِيپ = ٻيٽ.

آريه ورت کان ٻين کنڊن ۾ وڃڻ جي منع ٿي آهي. جڏهن مهاراجا يڌشٽر راجسوء يگيه
ڪيو هو، تڏهن ان ۾ پرڪول [دنيا] جي راجائن کي شامل ٿيڻ جي نيمنڊ ڏيڻ لاءِ ڀيم، ارجن،
نڪل ۽ سهديو چئني ڀائرن ڏاڍهن ويا هئا. جي [آريه ورت کان ٻاهر وڃڻ ۾] دوش سمجهندا
هجن ها، ته ڪڏهن نه وڃن ها. اهڙيءَ ريت آڳاٽا آريه ورت جا لوڪ واپار، راڄ جي ڪمن ۾
سير ڪرڻ لاءِ ساري سنسار ۾ ايندا ويندا هئا. اڄڪلهه جيڪا ڇوت ڇات ۽ ڌرم نشٽ ٿيڻ
جي شنڪا آهي، سا رڳو مورکن جي ڦهلائڻ ۽ اگيان وڌڻ جي ڪري ٿي آهي. ديش ديشانتر
۽ دويپ دويپانترن ۾ اچڻ وڃڻ جي لوڪ شنڪا نٿا ڪن، سي ٿي ديش ديشانترن جي
انيڪ پرڪارن جي لوڪن جو ميل ميلاپ، رسمون ۽ رواج ڏسي، پنهنجو راڄ ۽ وهنوار وڌائي
نِڀي ڊپا ۽ شوروير ٿيڻ لڳندا آهن، ۽ چڱن سنسڪارن کي گرهڻ ڪرڻ ۽ ٻرين ڳالهين کي
ڇڏي ڏيڻ لاءِ لئق ٿي وڏو ڏيدبو ۽ ٻل پراپت ڪندا آهن. ڀلا جيڪي مهان پرشٽ ملڇ
ڪل ۾ اُتپن ٿيل ڪنجري آديءَ سان سماگم ڪرڻ ڪري به آچار پرشٽ ۽ ڌرم هيڻ نٿا سمجهيا
وڃن، سي ديش ديشانتر جي اُتم پرشن سان ملڻ ۾ ڇوت ۽ دوش [ڪٿي] ٿا مڃين؟ هيءَ
فقط مورکتا جي ڳالهه نه آهي ته ڇا آهي؟ هائو، ايترو ڪارڻ نه آهي، ته جي لوڪ ماس کائڻ
۽ مديپان ڪندا آهن، تن جا شرير ۽ ويريه وغيره ڌاتو به درگنڌ وغيره دوشن وارا ٿي پوندا
آهن. انهن ڪري سندن سنگت ڪرڻ ڪري متان آرين کي به اهي ڪلڇڻ اچي لڳي وڃن،
سو اها ڳالهه ته ٺيڪ آهي. پر انهن سان وهنوار ڪرڻ يا سندن گڻ گرهڻ ڪرڻ ۾ ڪو به دوش
يا پاپ ڪونهي، جڏهن سندن شراب پيئڻ وغيره دوش ڇڏي، گڻ گرهڻ ڪيا ته ڪا به هاڃي
ڪانهي. مورک لوڪ جي ڪين ڇهڻ ۽ ڏسڻ ۾ به پاپ ٿا سمجهن، سي ته انهن سان ٻڌ به ڪڏهن
نه ڪري سگهندا، ڇاڪاڻ ته لڙائيءَ ۾ ڪين اوس دسيو ۽ ڇهيو به. سچڻ ماڻهن لاءِ نه واڳ،
دويش، اڀماڻ، ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره دوشن کي ڇڏي، نرويرتا، پريتي، پر اُپڪار، نيڪي
وغيره جو ڌارڻ ڪرڻ ئي اُتم آچار آهي. ۽ هي به سمجهڻ گهرجي ته ڌرم جو سنبنڌ اسان
جي آتما ۽ ڪرمن سان آهي. جي اسين چڱا ڪرم ڪريون ٿا، ته پوءِ اسانکي ديش ديشانترن
۽ دويپ دويپانترن ۾ وڃڻ ڪري ڪو به دوش نٿو لڳي سگهي. دوش ته پاپ جي ڪمن
ڪرڻ ۾ لڳي ٿو. هان! ويد وُکت ڌرم جو نشچيه ۽ پاکنڊ مت جو کنڊن ڪرڻ [اوس]
سکڻ گهرجي، ايترو لکڻ ئي ضروري آهي، جنهنڪري ڪو به اسانکي ڪوڙو نهچو نه ڪرائي سگهي.

**ديش جي اُنتي**:- ڇا ٻيا ديش ديشانتر ۽ دويپ دويپانتر ۾ راڄ يا واپار ڪرڻ جي،
پنهنجي ديش جي ڪڏهن اُنتي ٿي سگهي ٿي؟ جي سوديشي لوڪ پنهنجي ئي ديش ۾
واپار ڪندا ۽ پرديشي لوڪ سوديش ملڪ ۾ واپار ۽ راڄ ڪندا، ته سواءِ سڃائيءَ ۽ ڏک
جي ٻيو ڪجهه به [پراپت] ٿي نه سگهندو.

**ڪاڏي پيٽي جا جهڳڙا**:- پاکنڊي لوڪ اِئين سمجهن ٿا ته جي اسين انهنکي ودياء
پاڙهينداسون ۽ ديش ديشانتر ۾ وڃڻ جي آگيا ڏينداسون، ته هو ٻڌيمان ٿيندا، اسانجي پاکنڊ جار
۾ نه ڦاسندا. انڪري اسانجي مهتا ۽ ڪمائي ناس ٿي ويندي. انهن ڪري کائڻ پيئڻ جا

نه آڻ ۾ نه پوي. انهن ڏينهن حجامت ڪرائين ۽ نهن لهرائين. اشنان ڪري رسوئي ٺاهين ۽ آرين کي کارائڻ کانپوءِ پاڻ کائين.

**چوٿون ڇاپ:-** پرشن- شودر جي ڇهيل رسوئي کائڻ ۾ ڇاهين دوش ٿو لڳي، ڇاڪاڻ سندس هٿ جي ٺهيل کيئن کائي سگهجي؟

اتر- اها ڳالهه مون گهڻي ڀيرا ٻڌايا آهي. جن ڳڙ، کنڊ، کڻڪ، اٽو، سائي ڀاڄي، ڦل ۽ مول کاڌو آهي، اُن سمجهو ته سچي جڳت جي هٿ جو ٺهيل ۽ جوٺو کائي ڇڏيو. شودر، چمار، ڀنگي، مسلمان، عيسائي وغيره ماڻهو ڀين مان کنڊ ڪڍي، ڇلي ۽ ٻڙي رس ڪڍندا آهن ۽ ڪاڙهي ڀيشاب ڪري ٻيا هٿ ماڻ جي اڪي ڇهندا، ڇڪيندا ۽ رکندا آهن. وري اڏ کنڊ جو چرسي رس ٻي، ٻاقي ٻوئل اُن ۾ وجهي ڇڏيندا آهن، رس ڪاڙهيندي اُن ۾ روئي نه وجهي پڪوئي کائيندا آهن. کنڊ ٺاهڻ مهل اُن ڳڙ کي اهڙاسن ٻراٽين جتين سان رڳڙيندا آهن، جنهن جي اُن ۾ وشٽا، ڀيشاب، چمڙو ۽ ڏوڙ لڳل وهي ٿي. ڳڙ ۾ ٻيهجي گهڙ جي جوتن ٻاسطن وارو پاڻي ملائيندا آهن. ڪڻڪ وغيره نه انهن ۾ ئي رکندا آهن، ۽ انهي ڀيڙڻ وقت نه اهڙي طرح جوتن هٿن سان ڇڪيندا آهن. جو سندن ڳهور نه اٿي ۾ ٿيندو رهندو آهي وغيره. ڦل، مول ۽ کنڊ ۾ نه ساڳي ڪارروائي ٿيندي ٿي رهي. ڇاهن اهي پدارٿ کاڌاسين، ته سمجهو ته سڀ جي هٿ جو کاڌوسين.

پرشن- ڦل، مول، کنڊ ۽ رس وغيره اڻ ڏٺل [پدارٿن] ۾ دوش نه هجو آهي؟

اتر- واهه ٻائي واهه! سچ آهي ته جي اهڙو جواب نه ڏيو ها ته ٻيو ۽ ڪيئري کالو ها؟ ڳڙ ۽ کنڊ مٿر ٿو لڳي، ڪٿي ۽ ڪيتا ٻل وڪائيندڙ آهن، انگريزي ڪيڙو نه اهو سوارٿ جو سمنڊ وڌيو اٿئون. ڀلا! جي اڻ ڏٺل ۾ دوش ڪونهي، ته جهڪلي ٻرڳي ٻا مسلمان ٻيهجي هٿ سان ٻيءَ جاءِ ٿي (ٻرچن وغيره) نساهي اوهانکي آڻي ڏئي ته کائي ڇڏيندا يا نه؟ جي ڇئو نه، ته سڌ ٿيو ته اڻ ڏٺي ۾ نه دوش آهي.

**پنگت ڪري ذار ڪائجي:-** ها مسلمان، عيسائي وغيره ماس آهارين ۽ شراب پيئندڙن، جي هٿ جي کاڌي کائڻ ڪري، آرين کي نه تمت شراب ۽ ماس جا دوش لڳي ٿا رچن. ٻر آرين جي پاڻ ۾ هڪڙي ٻرچن ٿيڻ ۾ ڪري نه دوش نٿو ڏسجي. جنهن پاڻ ۾ هڪ مت، هڪ هاڃي لاڀ، هڪ دک سک نه سمجهنداسون، تيستائين اُنتي ڪرڻ ذاڏي ڪٺن آهي. پر رڳي کاڌي پيتي هڪڙي هڻڻ ڪري سڌار ڪين ٿي سگهندو. جيستائين برائيون ڇڏي ڇڱيون نه وٺنداسون، تيستائين لاڀ جي بدران هاڃي ٿي ٿيندي. آريه ورت ۾ وديشين جي راڄ هئڻ جو ڪارڻ هڪ پاڻ ۾ ڦوٽ، متڀيد، برهمچريه جو نه رکڻ، وديا نه پڙهڻ ۽ نه پاڙهڻ، ننڍپڻ ۾ ٻيا سرابور [گهوٽ ڪنوار جي ٻيا ٻيا] وواه ٿيڻ، وشين ۾ ڦاسڻ، ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره ڪڌريون، ويد وديا جو پرچار نه هجڻ وغيره ڪُڪرم آهن. ڇاڪاڻ ته ٻائر ٻائر ڀائڙ وڙهندا آهن، تڏهن ٽيون وديشي اچي پنچ ٿي ويهندو آهي. ڇا اوهان ٻڪن مهاڀارت جون ڳالهيون جو پنج هزار ورهيه اڳي ٿي چڪيون آهن، تنهن کي نه وساري ڇڏيو آهي؟ ڏسو!

مهاڀارت جي لڙائيءَ ۾ سڀيئي ماڻهو سوارين تي ويٺي ئي ڪاهيندا ويندا هئا، گهرو ڦٽ
ڪري ڪورون، پانڊون ۽ يادون جي ستياناس ٿي وئي. سا ته ٿي پر اڃا تائين ساڳيو روڳ
لڳو ٿو اچي. نه ڄاڻان ڪهڙو ڀيانڪ راڪاس ڪڏهن ڇڏيندو، الوا آرين کي سڀني سکن کان
جدائي دک ساگر ۾ ٻوڙي ماريندو؟ آريه لوڪ اڃا تائين به انهيءَ دشٽ، گولر هتياري، سو ڌلمن
جي ناش ڪندڙ نيچ دريوڌن جي دشٽ مارگ ۾ هلي [پنهنجا] دک وڌائي رهيا آهن،
پرميشور ڪرپا ڪري، جو هي راج روڳ [دق ٽي بي] اسان آرين منجهان نشٽ ٿي وڃي.

ڀڪش اڀڪش وشيه:- کائڻ ۽ نه کائڻ [جوڳ وستن جو نرڻيه] ٻن پرڪارن جو ٿيندو آهي.
هڪڙو ڌرم شاستر انوسار، ٻيو وئدڪ شاستر [علم طب] انوسار [جنهن ڌرم شاستر ۾ لکيل آهي]:-

अभक्ष्याणि द्विजातीनाममेध्यप्रभवाणि च ॥ मनु० [ ५ । ५ ]

دوج يعني برهمڻ، ڪشتري، ويش ۽ شودرن کي به مل مُوتر وغيره جي مل [پاڻ] مان
اُپجيل ٿيل ساڳ ڦل، مول وغيره نه کائڻ گهرجن. [منو ۵-۵].

वर्जयेन्मधुमांसं च ॥ मनु० [ २ । १७७ ]

تياڳ ڪريو نشيدار پدارٿ ۽ ماس جو. جهڙوڪ انيڪ پرڪارن جا شراب، گانجو، ڀنگ ۽
آفيم وغيره.

बुद्धि लुम्पति यद् द्रव्यं मदकारी तदुच्यते ॥ [ शाङ्गंधर अ० ४ । श्लो० २१ ]

[ اکري ارٿ: جي پدارٿ ٻڌيءَ کي ناس ڪندڙ آهن، تن کي نشيدار ڪوٺيو آهي.
شارنگ ڌر ادياءِ ۴ جو شلوڪ ۲۱ ].

ٻڌيءَ کي جي ناس ڪندڙ پدارٿ آهن، تن کي ڪڏهن به نه ورتائجي ۽ جيڪي کاڌي
جا پدارٿ سڙيل، بگڙيل، دُرگنڌ سان ڀريل، چڱي پرڪار نه ٺهيل [هجن، سي به نه ورتائجن]
مد ۽ ماس آهاري ملڇن، جنهن جو شرير مد ۽ ماس جي پرماڻن (جزن) سان ڀرپور ٿيل هوندو
آهي، تن جي هٿ جو نه کائجي. جنهن ڪم ۾ اُپڪاري پراڻين جي هنسا ٿئي [سو به نه
ڪجي، ارٿات ماس نه کائجي.]

ڳئونءَ مان لاڀ:- ارٿات جنهن هڪڙيءَ ڳئون جي شرير مان کير، گيهه، ڏاند ۽ ڳائيون
اُپت ڪري، هڪڙي پيڙهيءَ ۾ چار لک پنجهتر هزار ڇهه سؤ ماڻهن کي سک ٿو
پهچي، اهڙن پسون کي نه مارجي ۽ نه مارڻ ڏجي. جهڙوڪ ڪا ڳئون ۲۰ سير ڏهاڙي کير ڏئي ۽
ڪا ۲ سير. ته هرهڪ ڳئون جو سراسري کير ۱۱ سير ٿيو. ڪي ڳائيون ارڙهن مهينن ۽ ڪي
ڇهه مهينن تائين کير ڏينديون آهن، انهيءَ سراسري ٻارهن مهينا. اهڙيءَ طرح هرهڪ
ڳئون جي جنم ڀر جي کير مان، ۲۴۹۶۰ (چوويهه هزار نو سو سٺ) ماڻهو هڪڙو ويلو ترپت
ٿي سگهن ٿا. وري هرهڪ ڳئون کي (سراسري) ڇهه ڳابا ۽ ڇهه ڳابڻيون ٿيون ٿين، تن مان
جي ٻه مري وڃن ته به ڏهه بچيا رهيا. انهن مان پنجن ڳابڻين جي جنم ڀر جي کير منجهان هڪ لک
چوويهه هزار اٺ سؤ (۱۲۴۸۰۰) ماڻهو هڪڙو ويلو ترپت ٿي سگهن ٿا. باقي رهيا پنج ڏاند،
سي پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار (۵۰۰۰) مڻ اَن جا پيدا ڪري سگهندا. ان اَن

منجهان جي هرڪو منش، ٽي ٻار [ورهاڱي تي] کائي، ته اٺاوي لک ماڻهو [هڪ وار] پلجي سگهندا. گهر ۽ اُن کان پوءِ ته، ٣٧٤٨٠٠ [ٽي لک چوهتر هزار اٺ سؤ] منش، پالجي سگهندا. ٻئي لنگهه ملائڻ ته هڪڙي ڳئون هڪ ڄمار ۾ ٤٧٥٦٠٠ [چار لک پنجهتر هزار ڇهه سؤ] منش هڪ وار پالي ٿي. ٻر جي پيڙهين پٺيان پيڙهين جو ليکو ڪجي، ته اسنکيه [بيشمار] لوڪن جي پالنا ٿئي ٿي. تهڪانسواءِ [ٻئل] گاڏيءَ، سواريءَ ۽ ٻار ڍوئڻ آدي ڪمن ڪرڻ ڪري، منشن لاءِ ڏاڍا اُپڪاري ٿيندا آهن؛ پر ڳئون گهر ڏڌ ڪري وڌيڪ پلو ٿي ڪري.

**ميڍهن مان لاڀ:-** جئن ٻئل اُپڪاري ٿيندا آهن؛ تئن سان به آهن، ڳئون جي گهر ۽ گيهه مان ٻڌيءَ وڌڻ ڪري جيترا لاڀ ٿا ٿين، اوترا ميڍهن جي کير مان نٿا ٿين انڪري ٿي آرين ڳئون کي سڀني کان وڌيڪ اُپڪار ڪندڙ ڪري مڃيو آهي. ٻيو ته، جيڪو ودوان هوندو، سو ته ائين ئي مڃيندو.

**ٻڪرين ۽ رڍن وغيرهه مان سک:-** [هڪڙيءَ] ٻڪريءَ جي کير مان به * (پنجويهه هزار نو سو ويهه ماڻهو) [هڪ وار] پلجي سگهن ٿا. ساڳيءَ ريت هاٿيءَ، گهوڙي، اُٺ، رڍ، گڏهه آدڪن مان به £ انيڪ اُپڪار ٿا ٿين. انهن پشن کي جو ماري؛ تنهنکي منشن جي هتيا ڪندڙ سمجهجي. ڏسو! جڏهن آرين جو راڄ هو؛ تڏهن اِهي مها اُپڪارڪ ڳئون آدي پشو نه مارڻا ويندا هئا. انڪري ٿي آرين ورت تتا سنسار جي ٻين ديشن ۾ منش آدي پراڻي ڏاڍي آنند سان رهندا هئا؛ ڇاڪاڻ ته کير، گيهه؛ ٻڪرين آديءَ جي گهڻائيءَ سببان کاڌ پيتڻ جا پداوت به جهجها ملندا هئا. جڏهانڪر ودي‍ شي ماس آهاري هن ملڪ ۾ آيا؛ ۽ ڳئو وغيره پشن کي مارڻ وارا ۽ مديه [شراب] واپرائڻ وارا راڄ اڌڪاري ٿيا؛ تڏهانڪر ڏينهون ڏينهن آرين جا ڏک وڌندا ويا. ڇاڪاڻ ته (ورڌ چاڻڪيه جي ١٠-١٣ ۾ چيل آهي ته):-

नष्टे मूले नैव फलं न पुष्पम् ॥ [वृद्धचा० १० । १२]

وڻ جي پاڙ ٽٽي پئي چڙهي؛ ته ڦول (ٻور) ۽ ڦل ڪٿان ايندا؟

**هنسڪ ماڻهن ۽ پشن کي مارجي - پرشن:-** جي سڀئي اهنسڪ (نه مارڻ وارا) ٿين؛ ته شينهن آدي پشو ايترا وڌي ويندا؛ جو ڳئون آدي سڀني پشن کي ماري کائي ڇڏيندا ۽ اوهان جو پرشارٿ ٿي وئرٿ ويندو.

**اُتر-** هاڃي ڪندڙ پشو هجن يا ماڻهو، تنکي (نه ڊپو) ڏنڊ ڏيڻ پر ماري ڇڏڻ به راڄ پرشن (حاڪمن) جو ڪم آهي.

---

* آريه، پاشا، اُڙدوءِ، انگريزيءَ ۽ پائي جيوڻلعل جي سنڌي ستيارٿ پرڪاش پڙهڻ مان نٿو سمجهي سگهجي ته ڳئون کان وڌيڪ ٻڪري ڪئين ٿي ماڻهو پالي؟ حقيقت اِها آهي ته ٢٥٩٢٠ ماڻهو هڪ ٻڪريءَ جي هڪ پيڙهيءَ جي کير تي ٿا پلجن، جئن ڳئو ڪرڻانڌيءَ ۾ وستار سان سمجهايل آهي.

£ وستار لاءِ ڏسو رشي ديانند ڪرت "ڳئو ڪرڻانڌي" پستڪ.

پرشن:- پوءِ سمورن ماس ڦٽو ڪجي ڇا؟

اتر- وٺي ته ڦٽو ڪجي يا ڪتن آدي ماس آهارن کي کارائي ڇڏجي، ڇاهي ساڙي ڇڏجي. پر جي ڪو ماس آهاري کائي ته به شمسار جي ڪا هاڃي ڪانه ٿيندي، البت ان منش جو سڀاءُ ماس آهار ڪرڻ ڪري هنسڪ ٿيڻ جهڙو ٿي سگهي ٿو.

**پاپ جي ڪمائي**:- هنسا، چوري، وشواس گهات، ڇل ۽ ڪپٽ آديءَ سان جيترو به پدارٿ پراپت ڪري واپرائڻ آهي، سو ايڪشيہ [نهيڪ يعني ناجائز آهي]. اهنسا، ڌرم آدي ڪرمن دوارا پراپت ٿيل ڀوڄن آدي کائڻ ڀڪشيہ [ورتائڻ جوڳو يا جائز] آهي.

**ويدڪ شاستر انوسار ڀڪشيہ ايڪشيہ**:- جن پدارٿن [جي ورتائڻ سان] ترو گڻا [وڌي] اگهائي [وڃي] ٻڌيءَ، ٻل پراڪرم، آروڳيا جو واڌارو ٿئي، اهڙن چانورن، ڪڻڪ، ڦل، مول، ڪند، کير، گيهه، مٺائي آدي پدارٿن جو ورتائڻ، [ارٿات] ٺيڪ نموني پچائي، ملائي، پوري سمي تي پورو ڀوڄن ڪرڻ، سمورو ڀڪشيہ سڏبو آهي. پنهنجيءَ پرڪرتيءَ [طبيعت] جي ورڌ وڪار [بگاڙ] آڻين ڪندڙ جيترا به پدارٿ آهن، تن سڀني جو بلڪل تياڳ ڪرڻ ۽ جيڪي جنهن جنهن جي انڪول ٿئي، تن جو گرهڻ ڪرڻ اهو به ڀڪشيہ ٿو سڏجي.

**گڏ ڏي کائڻ تي روڪ**:- پرشن- گڏجي کائڻ ۾ ڪو دوش آهي يا نه؟

اتر- دوش آهي. ڇاڪاڻ ته هڪ جو سڀاءُ ۽ پرڪرتي ٻئي سان نٿي ملي. ڪوڙهئي وغيره سان گڏ کائڻ ڪري نروڳي ماڻهوءَ جو رت به بگڙي پوندو آهي. ساڳئي نموني، ٻين سان گڏ کائڻ ۾ به ڪجهه بگاڙ ٿي پوندو ۽ نه سڌار. تنهنڪري [منوسمرتيءَ جي اڌياءَ ٢ جي شلوڪ ٥٦ ۾ چيل آهي ته]:-

नोच्छिष्टं कस्यचिद्दद्यान्नाद्याचैव तथान्तरा। न चैवात्यशनं कुर्यान्न चोच्छिष्टः क्वचिद्व्रजेत्॥ मनु० [२।५६]

نه ڪنهن کي پنهنجو جوٺو پدارٿ ڏجي ۽ نه ڪنهن جي ڀوڄن وچان پاڻ کائجي، نه ويڪ ڀوڄن ڪجي ۽ نه ڀوڄن ڪرڻ کانپوءِ هٿ ۽ وات ڌوئڻ بنا ڪٿانهن وڃجي.

پرشن- "गुरोरुच्छिष्टभोजनम्" [ارٿ:- گروءَ جو جوٺو ڀوڄن کائجي.] هن واڪيہ جو ڪهڙو ارٿ آهي؟

اتر:- ان جو اهڙو ارٿ آهي، ته گروءَ جي ڀوڄن ڪرڻ کانپوءِ جو ڌار رکيل شد ان آهي، سو کائجي، ارٿات شش کي گهرجي، ته پهرين گروءَ کي ڀوڄن ڪرائي، پوءِ پاڻ کائي.

پرشن:- جيڪڏهن سڀ پرڪار جي جوٺي (کائڻ جو) نشيڌ آهي ته مکين جي جوٺي ڇا ماکي ۽ وڇڙي جو ڄرار کير ۽ هڪ گرهه کائڻ کانپوءِ پنهنجو [ڀوڄن] به جوٺو ئي ٿو ٿئي، پوءِ اهو به نه کائڻ کپي.

اتر:- ماکي ته رکو نالي ۾ جوٺي آهي. پر اها ڪيترن اوشڌين مان ورتل جوهر آهي. وڇڙو پنهنجيءَ ماءُ جو (ٿڻن جو) ٻاهران کير پيئندو آهي، اندران کير نٿو پي سگهي،

جوت ۾ ڪرندي آهي، انهيڪري مکين ڪٽلن وغيره ڪيٽن جهڙو استان جي گندي رهڻ ڪري ايندا آهن. جي اڪي ٻهاري ٻاري آديءَ سان ڍڪڻ نه ڪجو ته اهو استان چڱي پاڪائي جهڙو ٿي پوندو. انهيڪري روزانو چيٽي، مٽيءَ ۽ ٻهاريءَ سان [ وڏي ڪي ] شڌ رکجي. پر جي پکي جاءِ هجي ته پاڻيءَ سان ڌوئي صاف رکڻ گهرجي. انڪري مٽي چيل دوش لهي وڃن ٿا. جتي مدان جيءَ (مسلمان) جي وڏڙي ۾ ڪٿي ڪوئلا، ڪٿي ڪيري، ڪٿي ڪاٺيون، ڪٿي پڳل ڪني، ڪٿي جوئي رکيءَ، ڪٿي هڏيون گڏ پيا ٿا رهن ۽ مکين جي ته ڳالهه ئي ڪهڙي؟ اها جاءِ اهڙي ته ٻڇڙي ٿي لڳي، جو ڪنهن سمجهدار منش کي اُٿي اچڻ سمجهو آهي. ۽ دڙگند استان سمان ئي اها جڳهه ڏسڻ ۾ ايندي آهي. پلا انهيڪان ڪو پڇي ته جي چيٽي جي لمبي پاڻ ڪري اوهين دوش ٿا سمجهو، ته چانهه ۾ ڪنهن [سکن چيٽن] پارڻ ڪري، سندن پاڻ ئي لباس چڪڻ ڪري، گهر جي پيتل ئي لمبا آدي پاڻ ڪري ميانجيءَ جو چڙڪو ۽ اپولو ئي پوندو هوندو، ان ۾ شڪ ئي ڪهڙو.

## پوڄن سمبندي پيا سوال جواب

پرشن:- وڏڙي ۾ ويهي روٽي کائڻ چڱو آهي يا ٻاهر ويهي؟

اُتر:- جتي سٺو، دل چڪندڙ ۽ سهڻو استان ڏسجي، اتي پوڄن ڪجي. پر ضرورت وقت، پڌ وغيره جي وقت ته گهوڙن وغيره تي ويهي يا اڀي ٻيٺي کائڻ پيئڻ ۾ روا آهي.

پرشن- ڇا پنهنجي هٿ جو [ رڌل ] ئي کائجي ۽ ٻئي جي هٿ جو نه؟

اُتر:- آرين مچهان جي شڌ رٿيءَ سان [ رسوئي ] ٺاهڻ ته ٻي ڏسڪ سڀني آرين سان [ پنگت ڪري ] گڏ کائڻ ۾ ڪا به هاڃي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته جي براهمڻ وغيره ورڻن جا استري پرش رسوئي ٺاهڻ، چوڪن اڳاڙڻ، ٿانو برتن مانڊ جا جهڳڙا پيا هلندا رهندا ته ودّيا وغيره چڱن ڪمن جو ڪڏهن به واڌارو ٿي نه سگهندو. ڏسو! مهاراجا يڌشٽر جي راجسو يگيه ۾ ساريءَ دنيا جا راجا، رشي مهرشي آيا هئا ۽ سڀ هڪڙي ئي وڏڙي مچهان کائيندا هئا. جڏهانڪر عيسائي، مسلمان وغيره مت متانتر هليا، تڏهانڪر پاڻ ۾ ورود ٿيو. انهن شراب پيئڻ ۽ گئو ماس وغيره کائڻ اختيار ڪيو، انهن وقت کانوئي کاڌي پيتي وغيره ۾ جهڳڙا ٿيڻ پيا.

**ڏور ڏيساورن تي وواهه:-** ڏسو! ڪابل، قندار، ايران، آمريڪا، يوروپ وغيره ديشن جي راجائن جي ڪنيائن گنداريءَ، مادريءَ، الوپيءَ وغيره سان آريه ورت جي راجائن وواهه آديءَ جا وهنوار ڪيا آهن. شڪني وغيره ڪورو پانڊون سان کائيندا پيئندا هئا ۽ ڪجهه به ورود نه ڪندا هئا، ڇو ته ان وقت سڄي سنسار ۾ هڪڙوئي ويد ڀاڳ مت هو. ان ۾ ئي سڀني جو وساهه هو ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي جو سک، دک، هاڃي ۽ لاڀ پنهنجي [ سک دک ] سمان ڪري سمجهندا هئا. تڏهن ئي سنسار ۾ سک هو. هينئر ته گهڻن متن جي هئڻ ڪري، دک ۽ ورود گهڻو وڌي ويو آهي. انجو نوارڻ ڪرڻ پڌيمانن جو ڪم آهي. (مثال) پرماتما سڀني جي من ۾ ست مت جو اهڙو لاڄ ڇٽي، جنهنڪري ڪوڙا مت جلد ناس ٿي وڃن. ان ۾ سڀئي ودوان ماڻهو وچار ڪري، ورود ڇڏي، آنند کي وڌائن.

## ستيارٿ پرڪاش جي پوروارڌ (پهرئين اڌ) جي سماپتي.

هن گرنٿ جو پوروارڌ هن ڏهين سملاس سان ڪل پورو ٿي ويو. انهن سملاسن ۾ خاص ڪنڊن منڊن ان ڪري نه لکيو سون، جو ماڻهن سچ ۽ ڪوڙ جي ويچار ڪرڻ جي ڪجهه شڪتي نه وڌائيندا، ليکن گهٽي ۽ سڀئي ڪنڊن جو تاتپرج سمجهي نه سگهندا. تنهنڪري (پوروارڌ) سڀني کي سچ شڪشا جو اپديش ڪري، هاڻي اتراڌ يعني جنهن ۾ چار سملاس آهن، تنهن ۾ وشيش ڪنڊن منڊن لکندا سون. انهن چئني مان پهرئين (ارٿات يارهين) سملاس ۾ آريه ورت جي مت متانترن، ٻئي (ٻارهين) ۾ جينين جي، ٽئين (تيرهين) ۾ عيسائين جي ۽ چوٿين (چوڏهين) ۾ مسلمانن جي مت متانترن جي ڪنڊن منڊن وشيه لکندا سون. تنهنڪري پوءِ چوڏهين سملاس جي پڇاڙيءَ ۾ پنهنجو مت به ڏيکاريو ويندو. جي ڪنهن کي وشيش ڪنڊن منڊن ڏسڻو هجي ته انهن چئن سملاسن ۾ ڏسي. پر سڌارڻ نموني ۾ ڪٿي ڪٿي ڏهن سملاسن ۾ به ٿورڙو ڪنڊن منڊن ڪيل آهي.

**هٺ ڌرم ڇڏي پڙهو:-** جيڪو به انهن چوڏهن سملاسن کي پکشپات ڇڏي نياءَ جي درشٽيءَ سان پڙهندو، تنهنجي آتما ۾ سچي ارٿ جو پرڪاش ٿي آنند ٿيندو. پر جيڪو هٺ، دراگره ۽ ساڙ وچان ڏسندو (پڙهندو) خواه پڙهندو، تنهنکي هن گرنٿ جو ابرو جن جتن جو لڳڻ ڏاڍو ڪٺن آهي. تنهنڪري جو ان تي ٺيڪ ويچار نه ڪندو، سو انجو ارٿ نه سمجهي، غوطا کائيندو رهندو. ودوانن جو اهوئي ڪم آهي ته سچ اسچ جو نرڻيه ڪري ۽ سچ جو گرهڻ ۽ اسچ جو تياڳ ڪري پرم آنند پراپت ڪن. اهڙا گڻ گراهڪ ماڻهو ئي ودوان ٿي ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش روپي (چارئي) ڦل پراپت ڪري پرسن رهندا آهن.

شريمد سوامي دياننڊ سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو ڏهون سملاس آچار اناچار ۽ ڀکشيه ابکشيه وشيه جي سمبنڌ ۾ پورو ٿيو.

### ستيارٿ پرڪاش جو پوروارڌ سماپت ٿيو.



# ڏهين سمللاس تي ٽپڻيون

**چوٽيءَ بابت شنڪا:-** شري سوامي ديانند لکيو آهي ته تمام گرم ديشن ۾ چوٽيءَ سميت وار ڪپرائي ڇڏجن. اها ڳالهه ڪيترن لوڪن کي ڌرم ورڌ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ڪي لوڪ اهڙا آهن، جي چوٽيءَ جو رکڻ هڪڙي پرڪار جو وڏو پُن ڪري سمجهن ٿا ۽ انجو ڪپرائڻ ٿي اڌرم ڪري سمجهندا آهن. رشي ديانند مهراج جو جيڪو وچار آهي، سو بلڪل ٺيڪ آهي، ڇاڪاڻ جو چوٽي پرمپرا کان هلندي اچي ٿي ۽ ان سان اسانجي جاتيءَ جو اتهاسڪ سمبنڌ آهي. رشي ديانند انجي ورڌ نه آهي؛ پر رشي اسادارڻ [وشيش يا خاص] اوستائن ۾ انجي ورڌ ۾ نه آهي. ديش گرم هجي؛ شرير ۾ ڪو روڳ اچڻ ٿئي؛ اتيرا چوٽيءَ جي ڪري وشيش ڪٺنائي اچڻ ٿئي ته انکي ڪپرائڻ ۾ هٻڪڻ نه گهرجي.

چوٽيءَ رکڻ جو هڪڙو ٻيو به ڪارڻ آهي، جنهنجي گهڻن نوجوانن کي خبر نه آهي. چوٽي مٿي جي اهڙي هنڌ رکبي آهي، جتي ڪيترين هڏين اچي ڪٺيون ٿيون؛ اهو استان ڏاڍو نازڪ آهي؛ انجي بچاءَ لاءِ چوٽيءَ جو هجڻ ضروري آهي. انهيءَ کان سواءِ يوگ ابياس لاءِ به چوٽيءَ جو هجڻ ڪارائتو آهي؛ پر اهي جيڪي به ڳالهيون آهن، تنجو سمبنڌ پوئي اندروني ڌرم سان واسطو نه آهي. ڌرم ڪو ٻيو آهي، جنهنجو واسطو منش جي آچار وهنوار سان آهي. سادارڻ ريت لوڪ ٻاهرين نشانين کي ئي مول ڌرم سمجهندا آهن. جئن خالصا ڪيس کي، چڪرانت تلڪ کي ۽ سادا سنت کي. انهيءَ ڪري اهڙا لوڪ سچي اندروني ڌرم کان ٻي مک ٿي ويندا آهن؛ پر انيڪ جهڳڙا به ٿيندا آهن. انهيءَ ڪري رشي ديانند هر هڪ ڳالهه پوري سيما [حد] اندر رکي آهي. انهيءَ سواءِ مهاشيه مرليرام جا واچار چوٽيءَ جي سمبنڌ ۾ جي آهن، سي پڻ وچار ۾ رکڻ گهرجن.

مهرشي ديانند جيڪي لکيو آهي؛ سو سنسڪرت ۾ آيورويد جي گرنٿن جهڙوڪ چرڪ ۽ سشرت جي آڌار تي. ٻيو هي ته جيترو ڪ چوٽي آريه ٻڌي جي نشاني آهي؛ تنهن ۾ هن ڳالهه تي ڌيان ڏيڻو آهي ته ڀڳوان وار ۽ نهن جهڙا پدارٿ انڪري ڏنا آهن، ته ڏاڍي گهڻي گرميءَ ۾ خراب اگهائي سگهائيءَ ۾ گهرج پوي ته ڪپائي سگهجن. ته ته ڪي ٻيماريون اهڙيون ٿينديون آهن، جو مٿو اگهڻ جو امڪان ٿيندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ نشانيءَ کي ڏسڻو نه آهي. ڏاڙهي مڇون ڪپرائڻ بابت جيڪو رشيءَ جو راءِ آهي؛ تنهنکي به لڪير جي فقير جيان چنبڙي پوڻ نه گهرجي ۽ هر هڪ منش کي پنهنجي سهوليت موجب هلت ڪرڻ گهرجي. رشيءَ جيڪا ڳالهه ڏني آهي، اها ڌيان ۾ رکڻ گهرجي.

**شودر جي هٿ جي رسوئي-** سادارڻ ريت هندو سنگت ۾ ڇوت ڇات گهڻو وڌيل آهي ۽ هڪ جاتيءَ جا لوڪ ٻيءَ جاتيءَ جي لوڪن جي هٿان رسوئي نه کائيندا آهن. گهڻا لوڪ خاص ڪري ونشٽر برهمڻن جي هٿن جي ئي کائيندا آهن. رشي ديانند انهيءَ رواج کي هٽائڻ لاءِ انيڪ ليکيون ڏنيون آهن ۽ آپستمب ڌرم سوتر جو پرمان ڏنو آهي. ڪليرج اهو

آهي ته برهمڻ، ڪتري آدي پنهنجو وقت وڏڪ ضروري ڪمن ۾ لڳائين. ٻئي ساريءَ پنگت جي هٿ لاءِ پورهئي جي ورچ لئي ۽ پيد پاءِ مڃي ۽ پنگت ۾ ايڪتا اچي.

**شودر ۽ چنڊال:-** شري سوامي دياننَد مهاراج جن جو ڪٿن آهي ته آم پداوت کائڻ پڻڻ ڪري براهمڻ آديءَ ورڻن جو شرير شڌ رج ويرہ وارو هئڻ ڪري شڌ ٿيو لئي ۽ چنڊال آديءَ جو اشڌ، ٺهڪري چنڊال آديءَ جي هٿ جو نه کائجي. انهيءَ تي شنڪا آهي ته اشڌ شرير واري شودر جي هٿ جي ٺاهيل رسوئي کائڻ لئي پڪهه [ کائڻ جوڳي ] ٺهرائجي. انهيءَ شنڪا جو هيءُ اُتر آهي ته جهڙو پيد براهمڻ ۽ چنڊال ۾ آهي، تهڙو پيد برهمڻ، ڪتري، وئشيه ۽ شودر انهن چئن ورڻن جو ناهي ۾ آهي. شودر چئن ورڻن ۾ سمايل آهي ۽ شودر شاسترن جي مريادا کي مڃيندڙ، دوجن [ برهمڻ، ڪتري ۽ وئش] جو سيوڪ ۽ ماس آدي اپکيه پداوت نه ورتائي ۽ ٺهڪري سندس هٿ جو جل يا آن کائڻ ۾ ڪوبه دوش نه آهي. چنڊال ۾ اهي گڻ ڪونهن ۽ ٺهڪري سندس هٿ جو کاڌو نه کائڻ گهرجي. شاسترن جي مريادا انوسار شودر ماس آهاري آهيئي ڪونه !

**ماس آهار:-** ڏهين سمولاس تي هڪ ٻي ۾ شنڪا ڪئي ويندي آهي. جي اڻ سڌيءَ ريت ماس آهار جي آگيا آهي. راجا هاڃيڪارڪ پشن کي ماري ته پوءِ اهو ماس نيڪال ڪيئن ڪجي؟ ان بابت **رشيءَ** جي آگيا آهي ته "يا ته جلائي ڇڏجي، يا ڪن وغيره پشن کي کارائجي يا اُڇلائي ڇڏجي. پر جي ماس آهاري ڪاهن ته ٻه سنسار جو گهٽ ڪرڻ آهي. ماس کائيندڙ جو سڀاءُ اوس هنسڪ ٿي پوندو." ان مان پڌرو آهي ته رشي ماس کائڻ جي بلڪل **برخلاف** هئو.

**شڪار کيڏڻ:-** ڇهين سمولاس ۾ رشي دياننَد مهاراج **شڪار کيڏڻ** هڪ وڏو دوش ڪري لکيو آهي. پر جي ڪو پشو منش جي رت جو پياسو هجي، جهڙوءَ طرح ديش لاءِ هاڃيڪار سڌ ٿئي ته انجو مارڻ ڪتبن لاءِ ضروري آهي ۽ اهرئي **شڪار** آهي.

**ويردشت:-** هن سمولاس ۾ صفحي ٣٢٣ تي منو مهاراج جو شلوڪ ڏنل آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته **ويردشت** جا ٻه نمبر آدي سڌ ڪرڻ گهرندا آهن. ويردشت جو ارٿ آهي مهادشت.

ڏهين سمولاس جون ٽپڻيون سمپت ٿيون.



## ستيارٿ پرڪاش جو ٻارهون سمللاس - اتر ارڌ [ٻيون ڀاڱو] - انو ڀومڪا [پيشي ڀومڪا]

(۱) جدا جدا مت - اها سڌ ڳالهه آهي ته پنجن هزارن ورهين کان اڳ [ساري سنسار ۾] ويد مت کانسواءِ ٻيو ڪو به مت [مذهب] نه هو، ڇاڪاڻ جو ويد ۾ چيل سمورين ڳالهين ودوان جي انڪول آهن. ويدن جي پرچار بند ٿيڻ جو ڪارڻ ٿي مهاڀارت جي لڙائي، اُن [ويد پرچار] جي بند ٿيڻ ڪري سنسار ۾ اوديا ۽ انڌڪار پکڙجي ڪري، ماڻهن جي بدي ۾ ڀرم سنسن جي پيدا ڪري، جنهنجي من ۾ جهڙو وچار آيو، تنهن تهڙو مت [مذهب] هلايو.

(۲) مکيہ مت - انهن سڀني متن ۾ چار مت ارٿات جيڪي ويد ورڌ پراڻي، جيني، ڪراني [عيسائي] قراني [مسلماني] (آهن، سي) سڀني متن جو مول آهن ۽ اهي سلسليوار هڪ ٻئي پٺيان ٿيا. ٽيون ۽ چوٿون ٿي هليا ۽ اڄڪلهه انهن چئني جون شاخون هڪ هزار کان گهٽ ڪين آهن.

(۳) گرنٿ لکڻ جو ڪارڻ - انهن سڀني مت واديءَ، سندن چيلن ۽ ٻين سڀني جي هڪ ٻئي سان ستيہ استيہ جي وچار ۾ گهڻي محنت ڪرڻي نه پوي، ان لاءِ هي گرنٿ ٺاهيو ويو آهي. جو جو هن ۾ ستيہ مت جو منڊن ۽ استيہ جو کنڊن لکيل آهي، سو سڀني سمجهڻ، اهو ئي منهنجو پريوجن آهي. مون اهو اُتم سمجهيو آهي، ته منهنجي بدي ۽ وديا انوسار جو ڪيان مونکي انهن چئني متن جي مول پستڪن ڏسڻ ڪري پراپت ٿيو آهي، سو سڀني جي اڳيان پڌرو ڪري ڇڏيان، ڇو ته [هڪڙو] گم ٿيل وگيان کي ورئي ٻيهر پراپت ڪرڻ سولو ڪم نه آهي. پکشپات [تعصب] ڇڏي، هنجي پڙهڻ سان سڀني انهن متن جو سچ ۽ ڪوڙ پڌرو ٿي پوندو. انهيءَ کانپوءِ هر ڪنهن کي پنهنجيءَ پنهنجيءَ سمجهه انوسار، ستيہ مت جو گرهڻ ۽ استيہ مت جو تياڳ ڪرڻ سولو ٿي پوندو.

(۴) سچو ڌرم گرهڻ ڪريو - انهن مان، جو پراڻ آدي گرنٿن مڃيندڙ [مکيہ] شاخائن ۽ [شاخائن جي وچ واريون] ٻيون شاخون وغيره مت آريہ ورت ۾ هليا آهن، تنهن تورا گڻ ۽ دوش هن ٻارهين سمللاس ۾ ڏيکاريا ويندا. جيڪڏهن منهنجي هن ڪم جو اُپڪار نه سمجهو ته ورود به نه ڪيو وڃي. ڇو ته منهنجو مطلب ڪنهنجي هاڃي الوا ورود ڪرڻ جو ڪونهي مگر سچ ۽ ڪوڙ جي نرڻيہ ڪرڻ ۽ ڪرائڻ جو ئي آهي. اهڙي طرح سڀني ماڻهن کي نيائي جي درشٽيءَ سان ورتاءُ ڪرڻ اُچت آهي. سچ ۽ ڪوڙ جي نرڻيہ ڪرائڻ لاءِ ئي منش جنم گو ملي ٿو ۽ نه واد وواد ۽ ورود ڪرڻ ۽ ڪرائڻ لاءِ. انهن مت متانترن جي جهڳڙن ڪري جڳت ۾ جي جي انشٽ ڦل [اڻوڻندڙ نتيجا] نڪتا آهن، نڪرن ٿا ۽ نڪرندا، سي نرپکش ودوان سمجهي سگهن ٿا. جيستائين هن منشيہ جاتيءَ ۾ مٿيا مت متانترن جا هڪ ٻئي ورڌ جهڳڙا لهي نه ويندا، تيستائين هڪ ٻئي کي آنند نه ايندو. جي اسين سڀئي ماڻهو ۽ خاص ڪري ودوان [پڙهيل ماڻهو] ايرکا ۽ دويش ڇڏي، ستيہ، استيہ جو نرڻيہ ڪري، ستيہ جو گرهڻ ۽ استيہ جو تياڳ ڪرڻ ۽ ڪرائڻ گهرون، ته اسان لاءِ هيءَ ڪا اسنڀو ڳالهه ڪانهي. اها پڪ آهي ته انهن ودوانن جي ورود ئي سڀني کي ورود جار ۾ ڦاسائي رکيو آهي. جي اهي لوڪ پنهنجي سوارٿ ۾ نه ڦاسي، سڀني جي پريوجن کي پورو ڪرڻ گهرن، ته [جيڪر] هاڻي ئي [لوڪ] هڪ مت ٿي اچي وڃن. انهيءَ جي پورائيءَ جي اُتپتي هن گرنٿ جي پڇاڙيءَ ۾ لکنداسين. سروشڪتيمان پرماتما هڪڙي دفعو ۾ شامل ٿيڻ جو اُتساهه [شوق] شال سڀني منشن جي آتمائن ۾ پرڪاش ڪري.

अलमतिविस्तरेण विपश्चिद्वरशिरोमणिषु

[ اتيرو بس! پڊيوائن ۽ ودوانن لاءِ گهڻي لکڻ جي گهرج ڪانهي. ]

# ओ३म्

اترارڌ [ ٻيو ڀاڱو ]

## يارهون سمُلاس

## آريه ورت جي مت متانترن جي کنڊن منڊن جي ورڻن ۾

(١) آريه ورت جي مهما:- هاڻي آريه لوڪن جي متن جي، جي آريه ورت ۾ ڦهليل آهن، کنڊن ۽ منڊن جو ورڻن ڪنداسين. هيءُ آريه ورت اهڙو آهي، جنهن جهڙو سنسار ۾ ٻيو ڪو به ديش ڪونهي. انهيءَ ڪري هن ڀوميءَ کي "سورڻ ڀومي" [سونهري ڌرتي] نالو پيل آهي، ڇاڪاڻ جو هيءَ پاڻ سون وغيره رتن پيدا ڪري ٿي. انهيءَ ڪري سرشٽيءَ جي آد ۾ آريه لوڪ هن ديش ۾ اچي وسيا. اسين سرشٽيءَ واريءَ وشيه ۾ چئي آيا آهيون ته "آريه" نالو اُتم منش جو آهي ۽ آرين کان ٻين ماڻهن جو "دسيو" آهي. دنيا ۾ جيڪي به ديش آهن، سي سڀ هن ديش جي وڏائي ڪندا آهن ۽ آشا رکندا آهن، جو ته پارس مڻي * پٿر جيڪو ٻڌبو آهي، سا ڳالهه ته ڪوڙي آهي، پر آريه ورت ئي سچو پارس مڻي آهي، جنهن کي لوهه روپي سڪا ودهيي لوڪ ڇهندي ئي سونا يعني ڌنوان ٿي ٿا پون.

(٢) آرين جو چڪرورتي راڄ-

एतद्देशप्रसूतस्य सकाशादग्रजन्मनः। स्वं स्वं चरित्रं शिक्षेरन् पृथिव्यां सर्वमानवाः॥ मनु० [२।२०]

[آد] سرشٽيءَ کان وٺي پنج هزار ورهيه اڳ تائين آرين جو سڄي سنسار تي چڪرورتي يعني سڄي سنسار ۾ سڀني مٿان هڪڙوئي راڄ هو ۽ ٻين ديشن ۾ O ماندلڪ ارٿات ننڍا ننڍا راجا رهندا هئا، ڇاڪاڻ ته ڪورون پانڊون [جي سمي] تائين هتان جي راڄ ۽ راڄ نيمن هيٺ ساري سنسار جا سڀ راجا ۽ پرجا هلندا هئا. ڇاڪاڻ ته هيءُ منو سمرتيءَ جو، جا سرشٽيءَ جي آد £ ۾ ٺهي هئي، انهيءَ جو پرمال آهي ته هن آريه ورت ۾ آيل ٿيل براهمڻ يعني ودوانن کان ساريءَ دنيا جا منش، براهمڻ، ڪشتري، ويش، شودر، دسيو مليڇ وغيره سڀ

---

* پارس مڻي هڪ پٿر جو نالو آهي، جنهن جي ڇهڻ سان لوهه سون ٿي پوندو آهي، اهو پٿر اڃا ڪنهن ڪونه ڏٺو آهي.

O ماندلڪ معنيٰ جا، ننڍي ٽڪري جا.

£ "آد" سرشٽيءَ جو ڳاڻاٽو آهي ويد اُتپتيءَ کان سڳهو ٿي پوءِ، ارٿات ويد جي پرڪاش ٿيڻ کانپوءِ راڄ ڀارت ۾ جو پهريون پستڪ منوسمرتي آهي.

پنهنجي پنهنجي * يوگيه وديا، چوڙن جي سکيا ۽ وديا جو اڀياس ڪن، £ ۽ مهاراجا پڌشٽر جي جو راجسوءِ $ يگيه ۽ مهاڀارت جي يڌ ڏانهن سمورا راڄ هتان جي راڄ جي آڌار هئا. يڌ! چين جو ڀڳدت، آمريڪا جو ٻبرو واهن، يورپ ديش جو وڊالاڪش يعني ٻاءِ جيڏن اکين وارو اڙون، چينڪي يونان ڪرليوسن ۽ ايران جو راجا شليه وغيره سڀ راجائون راجسوءِ يگيه ۽ مهاڀارت جي يڌ ۾ آگيا انوسار آيا هئا. جڏهن △ رگهوڪل راجائون هئا، تڏهن راوڻ به هتان جي آڌار هو. جڏهن رامچندر جي سمي ۾ وروڌي ٿي ويو، تڏهن رامچندر ڪيس ڏنڊ ڏئي، راڄ کان [هٽائي]، نشٽ ڪري، سندس ڀاءُ ويڀيشڻ کي راڄ ڏنو. سوايمڀو راجا کان وٺي پاندون تائين آرين جو چڪرورتي راڄ رهيو، تنهن کان پوءِ هڪ ٻئي سان وڙهي ناس ٿي ويا.

(٣) راڄ ناس ٿيڻ جا ڪارڻ:- جو ته پرماتما جي هن سرشٽيءَ ۾ اڀماني، اتياچاري ۽ اودوان جو راڄ گهڻي وقت تائين نٿو هلي. ووري سنسار جو اهو سڀاوڪ چڪاءُ آهي، ته جڏهن گهرج کان وڌيڪ گهڻو اڻ ڳڻيو اڻ ميو ڌن ٿي ويندو آهي، تڏهن آرس، پرشارٿ جي اڻ هوند، ايرکا، دويش، وشين جو پرير ۽ لاپرواهي□ وڌي ويندا آهن. انڪري ديش ۾ وديا ۽ سڌر سکيا ناس ٿي، دوگڻ ۽ ڪلڇڻ جهڙوڪ شراب پيئڻ، ماس کائڻ، ٻين جي وواهه ڪرڻ ۽ من ماني هلت چلت [چمگرائي ۽ چڙ واڳيءَ] جا دوش وڌي ويندا آهن. ۽ جڏهن ويڳهه ۾ يڌ وديا جي ○ چترائي ۽ سيناڻون اترو وڌي وڃن جو انهن جي مت پورڻ وارو دنيا ۾ ٻيو ڪو به نه هجي، تڏهن انهن لوڪن ۾ پکشپات ۽ ابيمان وڌڻ ڪري انياءُ وڌي ويندو آهي. جڏهن اهي دوش اچي ويندا آهن، تڏهن يا ته پاڻ ۾ وروڌ [جهڳڙو] پيدا ٿيندو، يا ٻين

---

* يوگيه وديا يعني هر منش پنهنجي حالتن پٽاندر وديا پراپت ڪري. وڪيل وڪالت جي، ڊاڪٽر ڊاڪٽريءَ جي. اهڙيءَ ريت هر قوم کي به پنهنجي اوستائن انوسار وديا پراپت ڪرڻ گهرجي. ڪٿي ڪيتري وديا جي ضرورت ٿيندي، ڪٿي وڌن ڪلن جي، ڪٿي سوکم پترن جي. اهڙيءَ ريت هر ديش جي هلت چلت ۽ پهراءُ پوشاڪ به سندن حالتن موجب جدا جدا ٿيندي.

وديا جي اڀياس جو مطلب آهي وديا کي عمل ۾ آڻڻ يا خاص هنر کي پڪو ڪرڻ. وديا جو واسطو آهي هٿ سان. وديا آهي رکوبد سمان ۽ اڀياس آهي يجروبد سمان.

£ جڏهن اڄڪلهه يارت واسي لنڊن، پئرس، وائنا وغيره شهرن ۾ وديا وٺڻ وڃن ٿا، تڏهن ساري سنسار جا لوڪ هن آريه ورت ۾ وديا وٺڻ ايندا هئا. (مولرام)

$ اهو يگيه جو راڄ گديءَ تي ويهڻ وقت ڪجي.

△ رگهوڪل = رگهوءَ جي سنتان يا ونش. رگهو راجا رامچندر جي گهراڻي جو وڏو هو.

□ هندي شبد "پرماد" آهي جنهن جو مطلب آهي پوري ڌيان نه ڏيڻ ڪري ڀلون ڪرڻ.

○ هندي شبد آهي يڌ وديا ڪرشلتا. ڪرشلتا برابر آهي هوشياري ۽ چترائيءَ جي. ڪلا ڪرشليه شبد گڏ ڪري ڪم ايندا آهن. مطلب آهي ته نون نون هٿيارن ٺاهڻ جي هوشياري ۽ انهن جي ڪم آڻڻ جي چترائي.

ويچار [دماغ] سان سڌ ڪندا [ڄاڻيندا] ۽ هلائيندا هئا. ۽ جو "منتر" ارٿات شبد جو سمورو ليکو آهي، تنهنجي [وڃُون] اُچارڻ سان ڪوئي بہ پدارٿ اُٿي نٿو ٿئي. ۽ جي ڪوئي چوي تہ منتر اُچارڻ سان اگني اُٿي ٿي پئي، تہ اها اگني جيڪر منتر اُچاريندڙ جي هردي ۽ جيڀ کي ڀسم ڪري ڇڏي. مارڻ وئي شترو کي ۽ مري وڃي پاڻ! انهيڪري منتر نالو آهي "ويچار" جو ۽ جيئن راج منتري يعني راڄ جي ڪاروبار جي ويچار ڪندڙ کي چئبو آهي، تيئن "منتر" يعني "ويچار" منجهان ئي سڄيءَ سرشٽيءَ جي پدارٿن جو پهريائين گيان ۽ پوءِ ڪريا [عمل يا اُپاءُ] ڪرڻ سان انيڪ پرڪارن جا پدارٿ، ڪلون ۽ هٿيار تيار ڪن ٿا.

شسترن جا نمونا:- جيئن ڪو لوهہ جو باڻ يا گولو ٺاهي منجهس اهڙيون وستون وجهي، جيڪي اگ لڳائڻ سان وايو ۾ دونهون ڦهلجي ۽ سوريہ جي ڪرڻن يا وايو لڳڻ سان اگني ٻري پوي، انجو نالو آهي اگنييہ استر. جڏهن ٻيو ان [جي اثر] کي هٽائڻ چاهي تہ انتي وارڻ استر [جل باڻ] ڇوڙي. ارٿات جيئن [هڪ] شترو جي سينا تي آگنييہ استر ڇوڙي. [اگني] ناس ڪرڻ چاهيو، تيئن ٻي ڌر پنهنجي سينا جي رکشا لاءِ سوماپتي "وارڻ استر" سان اُنهي باڻ [جو اثر] هٽائي. هيءَ اهڙين پدارٿن جي ملائڻ سان ٿو ٿئي جو انجو دونهون وايو سان لڳندي ئي بادل ٿيڻجي جهٽ وسڻ ٿو لڳي وڃي ۽ باهہ کي وسائي ڇڏي ٿو. تيئن ئي ناگ ڦاس ارٿات جو شترو جي ڇوڙڻ سان سندس انگن [عضون] کي جڪڙي ٻڌي ٿو ڇڏي. ساڳيءَ ريت هڪ موهن استر ارٿات جنهن ۾ نشيدار وستون ملائڻ ڪري، انجي دونهي سان شترو جي سموري سينا کي ننڊ وٺي وڃي ۽ اٿوا سموري مورڇت ٿي وڃي. اهڙيءَ ريت سڀ شستر ۽ استر ٿيندا هئا ۽ هڪڙيءَ تار منجهان اٿوا شيشي منجهان کي ڪنهن ٻئي پدارٿ منجهان بجلي اُٿي ڪري شترو جو ناس ڪندا هئا. انکي بہ "اگنييہ استر" تٿا "پاشوپت استر" ٿو سڏجي. "توپ" ۽ "بندوق" اِهي نالا ڌارين ديشن جي ٻوليءَ جا آهن ۽ نہ سنسڪرت اٿوا آريہ ورت ڀاشا جا پر جنهنکي وديشي لوڪ "توپ" ٿا چون، سا سنسڪرت ۽ آريہ ڀاشا ۾ شتگهني ۽ جنهنکي "بندوق" ٿا چون، سا سنسڪرت ۽ آريہ ڀاشا ۾ ڀشنڊي ٿي سڏجي. جيڪي سنسڪرت وديا نہ پڙهي، ڀرم ۾ ڦاسي ڪي جو ڪي ٿا لکن ۽ ڪي جو ڪي ٿا بڪن، انهيءَ [ تنهجي چوڻ ] کي پڙهيل لوڪ پرماڻ نٿا مڃي سگهن.

سموري وديا آريہ ورت مان ڦهلي:- ڀوگول ۾ جيتري بہ وديا ڦهليل آهي، سا سڀ آريہ ورت کان مصر وارن، انهن کان يونانين، تن کان روم وارن ۽ تن کان يورپ وارن [ولايتي] ۽ انان آميريڪا آدي ديشن ۾ پکڙي آهي. اڄ بہ جيترو سنسڪرت وديا جو پرچار آريہ ورت ۾ آهي، اوترو ٻئي ڪنهن بہ ديش ۾ ڪونهي. جي چون ٿا تہ جرمني ديش ۾ سنسڪرت وديا جو گهڻو پرچار آهي، ۽ جيتري سنسڪرت موڪش مولر صاحب پڙهيا آهن، اوتري ڪنهن نہ پڙهي آهي، اهو سڀ چوڻ ماتر ٿي آهي، جيئن چوڻي آهي تہ

"यस्मिन्देशे द्रुमो नास्ति तत्रैरण्डोऽपि द्रुमायते ।"

ارٿات جنهن ملڪ ۾ ڪو وڻ ڪونهي، ان ديش ۾ ايرنڊ کي ئي وڏو وڻ ڪري ٿا

سمجهن. ساڳيءَ ريت يورپ ديش ۾ سنسڪرت وديا جي پرچار نه هئڻ ڪري، جرمن ماڻهن ۽ موڪش مولر صاحب، جو ڪجهه ٿورڙو پڙهيو، سوئي اُن لاءِ چڱو گهڻو آهي. پر آريه ورت ڏانهن ڏسبو، ته اُهي بلڪل گهٽ ڳڻائي ۾ ايندا ۽ چاڪاڻ ته مونکي جرمني ديش جي رهندڙ هڪ "پرنسيپال" جي پتر مان معلوم ٿيو آهي ته جرمني ديش ۾ سنسڪرت چٺيءَ [پتر=خط] جي ارٿ ڪرڻ وارا بلڪل ٿورا آهن. موڪش مولر صاحب جو سنسڪرت ساهتيه ۽ ٿورڙي ويد جي وياکيا ڏسي مونکي معلوم ٿو ٿئي ته موڪش مولر صاحب هيڏانهن هوڏانهن جي آريه ورتي لوڪن جون ڪيل ٽيڪائون ڏسي ڪجهه ڪجهه جيئن تيئن ڪري لکيو آهي. مثال لاءِ:-

यञ्जन्ति ब्रध्नमरुषं चरन्तं परितस्थुषः रोचन्ते रोचना दिवि: ॥ ऋ० १ । ६ । १ ।

هن منتر ۾ "گهوڙو" ارٿ ڪيو اٿس! انڪان ته سائڻ آچاريه جو ڪيل ارٿ سوريه بهتر آهي؛ پر انهيءَ کان به پورو ارٿ پرماتما آهي، جو منهنجيءَ ٺاهيل رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا ۾ ڏسي وٺو. ان ۾ ان منتر جو پورو پورو ارٿ ڏنل آهي. انهيءَ مان ئي سمجهي ڇڏيو ته جرمني ديش ۽ موڪش مولر صاحب ۾ سنسڪرت وديا جي ڪيتري پنهنجائي آهي.

(٨) جئڪاليٽ صاحب جو رايو:- اهو سچ آهي ته جيتريون به وديائون ۽ مت ڀوڳول [روءِ زمين] تي پکڙيا آهن، سي سمورا آريه ورت منجهان ئي نڪتل آهن. ڏسو! هڪ جئڪاليٽ صاحب پئرس ارٿات فرانس ديش جو رهندڙ پنهنجي "بائيبل ان انڊيا" [نالي ڪتاب] ۾ لکي ٿو ته سڀني وديائن ۽ چڱاين جو ڀنڊار آريه ورت ديش آهي، ۽ سموري وديا ۽ مت هن ملڪ مان ئي ڦهليا آهن. [آهي] پرميشور ڪي پرارٿنا ٿا ڪن ته هي پرميشور! جهڙي اُنتي آريه ورت ديش جي گذريل سمي ۾ هئي، تهڙي اسان جي ديش جي ڪريو! [وڌيڪ] ڏسي وٺو اُن گرنٿ ۾!

(٩) دارا شڪوهه جي کوج:- وري دارا شڪوهه بادشاهه به اهائي کوج ڪئي هئي ته جهڙي پوري وديا [مڪمل علم] سنسڪرت ڀاشا ۾ آهي، تهڙي ٻيءَ ڪنهن به ڀاشا ۾ ڪانهي. اُپنشدن جي انواد ۾ هو لکي ٿو ته مون عربي آدي گهڻيون ٻوليون پڙهيون، پر نه منهنجي من جي شڪا دور ٿي ۽ نه آنند ٿيو. جڏهن سنسڪرت ڏٺم ۽ ٻڌم، تڏهن شڪا دور ٿيڻ ڪري مونکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي.

(١٠) بنارس جو مان مندر ۽ جوتش جي وڌائي:- ڪاشيءَ جي "مان مندر" ۾ "ششو مار چڪر" وڃي ڏسو. انهيءَ پوريءَ طرح رکيا نه ٿي ٿئي، تنهن هوندي به ڪيترو نه اُتم آهي! ان مان اڃا به کگول [تارن نکشترن] جو گهڻو ئي ورتانت معلوم ٿو ٿئي. جي "سوائي جيپور آڌيش" انهيءَ سنڀال ۽ ڀڳل ٽٽل جي مرمت ڪندا رهندا ته ڏاڍو چڱو ٿيندو.

اُنتيءَ ڪانپوءِ وناش:- پر اهڙي شرومڻي ملڪ کي مهاڀارت جي جنگ اهڙو ته

ڏک ھيو، جو اڄ سوڏو ۽ ھو پنھنجيءَ اڄوڪيءَ حالت کي نہ پھتو آھي. ڀلا جي پاڻ پاڻ کي مارڻ لڳندو، تہ ناس ٿيڻ ۾ شڪ ئي ڪھڙو؟

विनाशकाले विपरीतबुद्धि: [ वृद्धचाणक्य १६ । १७ ]

ھيءَ [ وڏ چاڻڪيہ جي ١٦-١٧ جو ترجمو] ڪتھن ڪريءَ جو چوڻ آھي تہ ”جڏھن ناش ٿيڻ جو وقت واجھو ٿو اچي، تہ ٻڌي اُبتي ٿي اُبتا ڪم ڪرڻ لڳن.“ ڪو ڪتھن سمجھي طرح سمجھائي، تہ اُبتو سمجھندا ۽ جي اُبتو سمجھائي تہ سنئون سمجھندا. جڏھن وڏا وڏا ودوان راجائون مھاراجائون، رشي مھرشي، مھاڀارت جي يڌ ۾ گھڻيئي مارجي ويا ۽ گھڻائي مري ويا، تڏھن [ڪان وٺي] ودّيا ۽ ويد وڪت ڌرم جو پرچار نصت ٿيندو ويو. ماڻھو ھڪ ٻئي سان ايرشا، دويش ۽ اپمان ڪرڻ لڳا، ۽ جو بلوان ٿيو، سو ملڪ کي دٻائي راجا بڻجي ويٺو. اھڙيءَ طرح جڏھن جتي ڪٿي آريہ ورت ديش ۾ ٽِي راڄ ٽڪرن ٽڪرن ۾ ورھجي ويو، تہ ڏوپ ڏوپانتر [ ٻين ملڪن ۾ ] راڄ جو پربند ڪير ڪري؟ جڏھن براھمڻ لوڪ ئي ودّيا ھيڻ ٿيا، تہ ڪشتري، ويشيہ ۽ شودرن جي اودوان ٿيڻ جي تہ ڪٿا ئي ڪھڙي ڪجي؟ جو پرمپرا [ پراڻي سمي ] کان ويد آدي شاسترن کي ارٿ سھت پڙھڻ جو پرچار ھو، سو بہ نڪري ويو. ۽ پيٽ پالڻ لاءِ ئي براھمڻ لوڪ پاٺ ماتر پڙھندا رھيا. وري اھو پاٺ ماتر بہ ڪشتريءَ آدي [ ورڻن ] کي نہ پاڙھيائون. چاڪاڻ تہ جڏھن گرو ئي اودوان [ مورک] ٺڳ لڳا، تہ منجھن ڇل ڪپٽ ۽ اڌرم بہ وڌندو ويو. براھمڻن وچار ڪيو، تہ پنھنجيءَ جيوڪا [ روزگار] جو پربند ڪرڻ گھرجي. وچار ڪري، ھڪ راءِ ٿي، ڪشتري آديءَ کي اُپديش ڪرڻ لڳا تہ اسين ئي اوھانجا پوڄيہ ديو آھيون. اسانجي سيوا ڪرڻ بنا اوھان کي سورگ يا مڪتي ڪا نہ ملندي! ھاڪ جي اوھين اسانجي سيوا نہ ڪندا، تہ گھور نرڪ ۾ پوندا. ويد ۽ رشين منين جي شاسترن ۾ جتي جتي پورن ودوان، ڌرماتمائن جو نالو براھمڻ ۽ پوڄيہ لکيل ھو، سي سمورا نالا پاڻ ڇھڙن مورکن، وشين، ڪپٽين، عياشين ۽ اڌرمين تي گھٽائي [ لڳائي ] ڇڏيائون. ڀلا، اھي آپت ودوان [ سچا عالم ] جھڙن خوبين اُنھن مورکن سان ڪٿي ٺھڪي سگھندا ھون؟ پر جڏھن ڪشتري آدي يجمان سنسڪرت ودّيا بلڪل وساري ويٺا، تہ اُنھن اڳيان جا جا ڳالھ ھنيائون، سا سا ويچارن مڃي ورتي. تڏھن اُنھن نالي جي براھمڻن جي ٻڪڙي مڃي ويئي! سڀني کي پنھنجي وچن جار ۾ ٻڌي وس ۾ ڪري چوڻ لڳا تہ:— ब्रह्मवाक्य जनार्दन: ( पाण्डवगीता )

ارٿات [ پانڊو گيتا جي وچن موجب ] براھمڻن جي مک مان جو وچن ٿو نڪري، سو سمجھو تہ ساکيات ڀڳوان جي مک مان نڪتو. جڏھن ڪئين جي انڌن ۽ مت جي مُوڙھن ڪشتري آدي ورڻن منجھان اھڙا اھڙا چيلا مليا، جن جي وديا جي انڌ ورن اک مارئل ھئي ۽ جن ومت ڏن ڪاٽو ھو، تڏھن تہ اُنھن اجاين نالي جي براھمڻن کي [ چٽڪ ] وشيہ آنند جو ڀاڳ ھٿ لڳي ويو. اُنھن ھٿن بہ ظاھر ڪيو تہ ڌرتيءَ تي جيڪي بہ اُتم پدارٿ آھن، سي سڀ براھمڻ لاءِ آھن. مطلب تہ براھمڻ آدي ورڻ ويوستا جا گڻ ڪرم ۽ سڀاءُ تي

بدل هئي، تنهنڪري ٻاهي جنم لئي ورتائون ۽ ٻجمانن کان مڃڻ جا ڏان به وٺڻ لڳا. جئن سندن اڇا لئي، تئن ڪندا رهيا. ايتري قدر (جو چيائون،) "اسين ڀوڏيو (ڌرتيءَ جا ديوتا) آهيون." اسانجي شيوا ڪرڻ ڌاران ديولوڪ ڪنهنکي به ڪين ملي سگهندو. انهن کان پڇڻ گهرجي ته اوهين ڪهڙي لوڪ ۾ ويندا؟ ڪرم اوهان جا ته گهور نرڪ ڀوڳڻ جهڙا آهن؛ اوهين ته ڪمتان، ماڪوڙا ۽ ٻوانت آدي ٿيندا. پوءِ ته ڏاڍو ڪاوڙجي ٿا چون ته جي اسين "سراپ" [ٻارالو] ڏينداسون ته اوهين ناس ٿي ويندا، ڇاڪاڻ ته لکيل آهي ته، "ब्रह्मद्रोही विनश्यति" ارٿات جو براهمڻن سان ڊوهه ڪندو، سو ناس ٿي ويندو. هائو! اها ڳالهه سچي آهي، ته جو ويد ۽ پرماتما کي ٻوڌيءَ طرح ڄاڻيندڙ، ڌرماتما سڄي جڳت جي اپڪار ڪندڙ پرشن سان دشمني ڪندو، سو اوشي ناس ٿي ويندو. پر جي براهمڻ هجن ئي نه، تن کي نه براهمڻ ڪوٺڻ گهرجي ۽ نه سندن شيوا ئي ڪرڻ گهرجي.

**پوپ جو ارٿ:- پرشن:-** تڏهين اسين آهيون ڪير؟

**اتر:-** اوهين پوپ آهيو.

**پرشن:-** پوپ ڪنهنکي ٿا چون؟

**اتر:-** [انجو ارٿ] رومن زبان موجب ته "وڏو" ۽ "پتا" آهي، پر هينئر جو ڇل ڪپٽ سان ٻئي کي ٺڳي، پنهنجو سوارٿ سڌ ڪري، تنهنکي پوپ ٿا چون.

**پرشن:-** اسين ته براهمڻ ۽ ساڌو آهيون، ڇاڪاڻ ته اسان جو پتا براهمڻ ۽ ماتا براهمڻي آهي ۽ اسين فلاڻي ساڌوءَ جا چيلا آهيون.

**اتر:-** اهو برابر آهي، پر ٻڌو ڀائر، ماتا پتا جي براهمڻيءَ ۽ براهمڻ هجڻ ڪري يا ڪنهن ساڌوءَ جي چيلي ٿيڻ ڪري، براهمڻ يا ساڌو ٿي نٿا سگهو؛ بلڪ جي پنهنجي اتم گڻ، ڪرم ۽ سڀاو انوسار پراپڪاري آهن، سيئي ٿا براهمڻ ۽ ساڌو سڏجن. ٻڌو اڳتون ته روم جا "پوپ" پنهنجن چيلن کي چوندا هوا ته جي اوهين پنهنجا (ڪيل) پاپ اسانکي ٻڌائيندا ته اسين ڪميا ڪري ڇڏينداسون. اسانجيءَ شيوا يا اسانجيءَ آگيا بنا، ڪوبه سورڳ ۾ نٿو وڃي سگهي. جي اوهين سورڳ وڃڻ گهرندا هجو ته اسان وٽ جيترا رپيا جمع ڪرائيندا، اوتريءَ [قيمت] جو سامان اوهان کي سورڳ ۾ ملندو. اهو ٻڌي جي ڪو ڳنڍ جو ڳرو هو ۽ مت جو موڙهو، سورڳ ۾ وڃڻ جي اڇا سان "پوپ جي" کي سندس اڇا موجب روپيا ڏيندو هو، ته "پوپ جي" [حضرت] عيسيٰ ۽ مريم جي مورتين اڳيان بيهي هيئنئن نموني جي هنڊي لکي ڏيندا هئس:- "هي خدا وند عيسيٰ مسيح! فلاڻي ماڻهوءَ سورڳ ۾ اچڻ لاءِ تنهنجي نالي تي هڪ لک روپيا اسان وٽ جمع ڪري ڇڏيا آهن. جڏهن هو سورڳ ۾ اچي، تڏهن تون پنهنجي پتا جي سورڳ جي راڄ ۾ [السلام] پنجويهن هزارن روپين جا باغ باغيچا ۽ جايون (ٺهرائج)؛ پنجويهن هزارن روپين مان (ڪيس) سواري، شڪاري ۽ نوڪر چاڪر (ڏج)، ۽ پنجويهن هزارن روپين مان کاڌ خوراڪ ۽ ڪپڙو لٽو (پهچائج) ۽ پنجويهه هزار روپيا سندس ڀائرن مترن ۽ ٻالڪن آديءَ جي مهمانيءَ لاءِ [روڪڙا] ڏيارج". پوءِ ان

هنڊيءَ هيٺان پوپ جي پنهنجي صحيح ڪري، هنڊي سندس هٿ ۾ ڏئي ڇوڙيندو هو ته ”مرڻ وقت پنهنجن مائٽن کي چئجو، ته اها هنڊي قبر ۾ لهنجيءَ سيرانديءَ کان رکي ڇڏين. پوءِ فرشتا لوڪي وٺي وڃڻ لاءِ ايندا ۽ لوڪي ۽ لهنجيءَ هنڊيءَ کي سرڳ ۾ ڪڍي ويندا، ۽ لکيت موجب لوڪي سڀڪا شيءِ ڏياريندا.“

هينئر ڏسو! پوپ جيءَ ڄڻڪ بهشت جو ٺيڪو کنيو هو! جڏهن اوروپ ديش ۾ جهالت هئي، تڏهن پوپ جيءَ جي ليلا آئي هلندي رهي، پر هينئر وديا جي هئڻ ڪري پوپ جيءَ جي ڪوڙي ليلا گهٽي نٿي هلي، پر بلڪل بند به ڪانه ٿي آهي. اهڙي آريه ورت ديش ۾ به ڄڻڪ پوپ جيءَ لکن اوتار وٺي ليلا ڦهلائي آهي، اوڻاس راجا ۽ پرجا کي وديا پڙهڻ نٿا ڏين، چڱن ماڻهن جي سنگت ڪرڻ نٿا ڏين ۽ رات ڏينهن ٺڳائڻ کانسواءِ ٻيو ڪو به ڪم نٿا ڪن. پر اها ڳالهه ياد رکجي، ته جي ڇل، ڪپٽ آدي وهنوار ٿا ڪن، سي پوپ ٿا سڏجن. اُهي مڃهان به جي ڌارمڪ ودوان ۽ پرآپڪاري آهن، سي سچا برهمڻ ۽ سادو آهن. هينئر ته پوپ شبد مان اهڙن ماڻهن جو ارٿ وٺجي، جي ٺڳي، ڪپٽي ۽ سوارٿي آهن ۽ جي ماڻهن کي ٺڳي پنهنجو سوارٿ سڌ ڪرڻ ٿا چاهين. ۽ براهمڻ ۽ سادوءَ نالي سان اُتم پرشن کي سوڪار ڪجي. ڏسو ته جي ڪو به اُتم برهمڻ يا سادو نه هجي ها ته ويد آدي ستيه شاسترن جي پستڪن جو سُر [سر] سان پڙهڻ ۽ پاڙهڻ [جيڪر اڄ ڪهڙيءَ طرح ممڪن ٿئي ها]؟ جينين، مسلمانن، عيسائن آديءَ جي [ڦهلايل] جار مان بچائي. آرين جي ويد آدي ستيه شاسترن ۾ پريتي [ڪير قائم رکائي ها؟]؛ ۽ [سچن] براهمڻن ۽ سادن کانسواءِ ڪير الهڪي ورڻ آشرم [ڌرم] کي استر ڪري ڌاري ها؟

[منو سمرتيءَ جي هن ٢-٢٣٩ وچن موجب] زهر विषादप्यमृतं ग्राह्यम् । (मनु० २ । २३९) مان به امرت گرهڻ ڪرڻ جهڙي هيءَ ڳالهه سمجهجي، ته پوپ ليلا کان برغلايل هوندي به آريه لوڪ جينين آدي مٽن [جي اثر] کان بچي ويا جڏهن ججمان وديا هڻ ٻڌيا ۽ پاڻ ڪجهه پاڻ پوجا پڙهي ايمان ۾ پريا، ته سڀني صلاح ڪري راجا آديءَ کي چيو ته براهمڻ ۽ سادوءَ کي سزا نه ڏيڻ کپرجي. ڏسو! ब्रह्मणो न हन्तव्यः [براهمڻ کي نه مارجي]، साधु न हन्तव्यः [سادوءَ کي نه مارجي]، اهڙا اهڙا وچن جي سچن براهمڻن ۽ سادن باب چيل هوا، سي پوپن پاڻتي ٿهڪائي [لڳائي] ڇڏيا. وري ڪوڙن ڳالهين وارا گرنٿ رچي اُهن ۾ رشين منين جا نالا وجهي، سندن کي نالن کي پڌائيندا رهيا. [اهڙيءَ طرح] اُهن عزت پراسن رشين مهرشين جي نالن کي [صدقي]، پاڻ کان سزا لهرائي ڇڏيائون. پوءِ ته جئن کين وڻيو، تئن ڪرڻ لڳا. اهڙا سخت نيم هلايائون، جو اُهن پوپن جي حڪم بنا سمهڻ، اٿڻ، وهڻ، وڃڻ، اچڻ، کائڻ، پيئڻ آدي سڀ ڪجهه ناممڪن ٿي پيو! راجائن کي ان ڳالهه جي پڪو ڪيائون ته پوپ ڪڻ وارا نالي جا ساڌو جئن وڻين، تئن ڪندا رهن، کين ڪڏهين به سزا نه ڏجي، بلڪ کين سزا ڏيڻ جي اڇا به من ۾ نه ڪجي. جڏهن اهڙي جهالت آئي، تڏهن پوپن کي جئن وڻيو، تئن ڪرائيندا رهيا.

347



سچن اُپديشڪن نہ رهڻ جو نتيجو:- ارٿات اها خرابي مها ڀارت جي لڙائيءَ کان هڪ هزار ورهيہ اڳ کان وٺي شروع ٿي چڪي هئي. [جيتوڻيڪ] ان زماني ۾ رشي مني بہ موجود هئا، تنهن هوندي بہ آلسيہ، غفلت، اڀرکا ۽ دويش جا ڪجهہ ڪجهہ سلا اُڀري چڪا هئا ۽ اُهي وڌي وڌي وڏا ٿي ويا. [نيٺ] جڏهن سچو اُپديش نہ رهيو، تڏهن آريہ ورت ۾ اوديا جي پکڙڻ ڪري [ماڻهو] پاڻ ۾ وڙهڻ جهڳڙڻ لڳا. ڇاڪاڻ تہ:-

उपदेश्योपदेष्टृत्वात् तत्सिद्धिः । इतरथान्धपरम्परा ॥ सांख्य [अ० ३ । ७९ । ८१]

[هي سانکيہ سوتر جي ٣-٧٩-٨١ جو وچن آهي.] ارٿات اُتم اُتم اُپديشڪن جي هجڻ ڪري ئي ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش چڱيءَ طرح حاصل ٿا ٿين ۽ اُتم اُپديشڪن ۽ [ڪمن] ڀلندڙن جي نہ هجڻ ڪري ئي اند پرمپرا [جهالت جو دور] شروع ٿو ٿئي. وري جڏهن ستپرش پيدا ٿي ست اُپديش ٿا ڪن، تہ پوءِ اند پرمپرا نشٽ ٿي پرڪاش جي پرمپرا ٿي هلي.

وام مارگ:- پوءِ تہ اُهي پوپ ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جو ڍنگ [ڀرمن] جي پوڄا ڪرائڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا تہ ان ۾ اوهان جو ڪلياڻ آهي. ماڻهو سڌن وس ۾ اچي وڃڻ ڪان پوءِ غفلت ۽ وشيہ ڀوڳ ۾ غرق ٿي، [بيڪار جي آڪاڻيءَ جيان] ڪوڙا گرو ٻڌجي ويا، ۽ لڳا چيلا ڦاسائڻ. وديا، ٻل، ٻڌي، پراڪرم، بهادري ۽ سمورا چڱا گڻ نشٽ ٿيڻ لڳا. وري وشين ۾ ڦاسي لڪي ڇپي گوشت ۽ شراب بہ ورتائڻ لڳا. پوءِ پاڻ مذهبن ٿي "وام مارگ" [مت] قائم ڪيائون ۽ آدي نالا لکي [پستڪ لکي] ڪتاب لکيا △ शिव उवाच भैरव उवाच पार्वत्युवाच ۽ تنتر تنत्र انهن ۾ اهڙيون عجيب ڳالهيون لکيل آهن:-

मद्यं मांसं च मीनं च मुद्रा मैथुनमेव च । एते पञ्च मकाराः स्युर्मोक्षदा हि युगे युगे ॥१॥ [कालीतन्त्रादि में]
प्रवृत्ते भैरवीचक्रे सर्वे वर्णा द्विजातयः । निवृत्ते भैरवीचक्रे सर्वे वर्णाः पृथक् पृथक् ॥२॥ [कुलार्णव तन्त्र]
पीत्वा पीत्वा पुनः पीत्वा यावत्पतति भूतले । पुनरुत्थाय वै पीत्वा पुनर्जन्म न विद्यते ॥३॥ [महानिर्वाण तन्त्र]
मातृयोनिं परित्यज्य विहरेत् सर्वयोनिषु ॥ ४ ॥
वेदशास्त्रपुराणानि सामान्यगणिका इव । एकैव शाम्भवी मुद्रा गुप्ता कुलवधूरिव ॥५॥ [ज्ञानसंकलनी तन्त्र]

ارٿات ڏسو انهن گمرڪندڙ پوپن جي ليلا! جي ويد جي خلاف مها اڌرم جا ڪم آهن، تن کي ئي وام مارگين اُتم سمجهيو آهي. شراب، گوشت، مڇي، مدرا، پوري ڪچوري، ٻڙا، روٽي آدي پدارٿ، يوني (زناني انگ) پاتر آڌار مدرا ● ۽ پنجين مٿن، ارٿات پرش سمورا شو

---

△ ارٿات وام مارگين اهڙا گرنٿ ٺاهيا، جن ۾ "شو چيو" "پارويءَ چيو" "ڀيرو چيو" اهڙا شبد مٿي ۾ لکي، اهڙي جيڪي ڪين وٽين، سو لکندا ويا. ڇو؟ ان لاءِ تہ هندو سمجهن تہ اِهي اسانجي لاءِ شو پاروتي آديءَ جا وچن آهن. انهن وام مارگين مذهبن ٿي هڪ شاڪت مت = शाक्त मत بہ آهي، جنهن جي گرنٿن مذهبن मद्य मांस آدي شلوڪ نموني طور ڏيکاريل آهن.

● پوريون، ڪچوريون، ڏهيءَ جا ٻڙا، روٽيون آدي جيڪي بہ يوني پاتر آڌار (استري انگ سان مشابهت رکندڙ يا گول) شيون آهن، تن سڀني کي وام مارگي "مدرا" ٿا چون. ان نموني سڀ جي پنجن ڪن وانگر وام مارگين جا پنج مڪار آهن، ارٿات مدرا، مانس، مين، مدرا ۽ مٿن. انهن کي هو هر ڪنهن ڳالهہ ۾ مڪتي ڏيندڙ ٿا سمجهن!

سمان ۽ استريون پاروليءَ جهڙيون ٿا مڃين !

अहं भैरवस्त्वं भैरवी ह्यावयोरस्तु सङ्गमः ।

**نيچ استرين ۾ پوترتا:-** ڪٿي ڪو پرش هجي يا استري هجي اوت پٽانگ وچن ڪي پڙهي سماگم ڪرڻ ۾ اهي وام مارگي دوش نٿا مڃين. ارٿات جن نيچ استرين کي ڇهڻ به نه، تن کي اُنهن تمام پوتر مڃيو آهي. جهڙيءَ طرح شاسترن ۾ رجسولا [ماهواريءَ وقت] استرين کي ڇهڻ نشيڌ آهي، تن کي وام مارگي بلڪل پوتر ٿا مڃين. ڏسو اُنهن جا اهڙا شلوڪ !:-

रजस्वला पुष्करं तीर्थं, चांडाली तु स्वयं काशी, चर्मकारी प्रयागः स्याद्रजकी मथुरा मता ।
अयोध्या पुक्कसी प्रोक्ता ॥ [ रुद्रयामल तन्त्र ]

[ارٿات] رجسولا سان سماگم ڪرڻ سمجهو پشڪر جو سنان، چنڊالڻ سان سماگم ڪرڻ آهي ڪاشيءَ جي ياترا، چمارڻ سان سماگم ڪرڻ ڄڻڪ پرياگ جو سنان، ڌوٻڻ سان سماگم ڪرڻ آهي متراجي ياترا ۽ ڪنجريءَ سان ليلا ڪرڻ آهي ايوڌيا تيرٿ ڪري اچڻ ! مدرا [شراب] کي ڪوٺيائون तीर्थ=تيرٿ ! ماس جو نالو رکيائون शुद्धि=شڌي ! پشپ=पुष्प=مڇيءَ جو نالو تيرو=तृतीया=ترتييا يا जलतुम्बिका جل تمبڪا، مدرا کي سڏيائون चतुर्थी=چترٿي ۽ مٿن کي پنچمي=पंचमी نالو ڏنائون ! اهڙا نالا انڪري رکيائون، جو ٻيا سمجهي نه سگهن. پنهنجا نالا رکيائون कौल، आर्द्रवीर، शाम्भव ۽ गण = ڪول، آرد ويرو، شامڀو ۽ گڻ آدي. ۽ جي وام مارگي مت ۾ ڪين ڪهن، تن کي कंटक विमुख शुष्कपशु = ڪنٽڪ، ومک، شش پشو آدي نالا ڏنائون ! اهي ٿا چون ته جڏهن ڀيروي چڪر هلي رهيو هجي، ته ان ۾ براهمڻ کان وٺي چنڊال تائين سڀني جو نالو دوج ليکيو ويندو آهي، ۽ جڏهن ڀيروي چڪر کان جدا ٿيندا، ته سڀئي پنهنجي ورڻ ۾ داخل ٿي ويندا.

**ڀيروي چڪر جو ورنن:-** ڀيروي چڪر ۾ وام مارگي ڌرتي يا ڦٽي تي هڪڙي ٽڪنڊو، چوڪنڊو، يا گول ٺاهي، تنهن تي شراب جو دلو رکي منتر پڙهي پوڄا ڪندا آهن ۽ هيءُ منتر پڙهندا آهن:- "ब्रह्मशापं विमोचय" [ارٿات] اي شراب ! تون برهما آدي جي شاپ [پاراپي] کان پوتر ٿيءُ ! پوءِ هڪ لڪل جاءِ ۾، جتي وام مارگين کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به وڃڻ جي اگيا نه آهي، استريون ۽ پرش گڏ ٿيندا آهن. [مرد] هڪڙيءَ استريءَ کي اگهاڙو ڪري پوڄيندا آهن ۽ استريون هڪ پرش کي اگهاڙو ڪري پوڄينديون آهن ! پوءِ ڪو ڪنهن جي زال کي، پنهنجيءَ يا ڪنهن ٻئي جي ڌيءَ کي، [سماگم ڪري سگهي ٿو !] پوءِ هڪ ٿانوَ ۾ شراب ڀريندا ۽ ماس ۽ ٻيا آدي ٻيءَ ٿالهيءَ ۾ رکندا آهن. سندن آچاريه شراب جو پيالو هٿ ۾ کڻي چوندو آهي، ته "भैरवोऽहम्" "शिवोऽहम्" [ارٿات] آءٌ ڀيرو يا شو آهيان، ۽ اهو چئي پي ويندو آهي. ۽ ان جو ٻي ٿانءِ مان وري سڀئي پيئندا آهن. جڏهن ڪنهن جيءَ استريءَ يا ڪنجريءَ کي اگهاڙو ڪري يا ڪنهن پرش کي اگهاڙو ڪري، سندس هٿ ۾ تلوار ڏيندا آهن، ته استريءَ جو نالو ديوي ۽ پرش جو نالو مهاديو رکندا آهن. سندن گجهن انگن [لنگ ۽ يوني] جي پوڄا ڪندا آهن. وري ان ديويءَ

يا شو کي شراب جو پيالو پياري، ساڳي جوڻي ياڻي مدڄهان وري سڀئي هڪ هڪ پيالو ڪري پيئندا آهن. انهيءَ نموني سلسليوار پيئندي پيئندي پوءِ بيهوش ٿي، جيهڙي جنهن ٿي اچا لڳي، پوءِ چاهي ڪٿي اها سندس ڀيڻ، ڪنيا يا ماتا ڇو نه هجي، تنهن سان ڪڪرم ڪندا آهن! ڪڏهن ڪڏهن گهڻي نشي چڙهڻ ڪري جوتا، لتون ۽ ٺونشا به لڳندا آهن ۽ هڪ ٻئي جا وار پٽي وڙهندا به آهن! ڪنهنکي ته اتي الٽي (قيءِ) به اچي ويندي آهي.

**اگهوري وام مارگين جي سڃاڻ:-** انهن ۾ جو پهتل اگهوري اوڌوت سڀني ۾ سڌ مڃيو ويندو آهي، سو اها الٽي به کائي ڇڏيندو آهي! انهن جي سڀني کان وڏي سڌ [ پهتل ] جي هيٺين سڃاڻپ آهي:-

हाला पिबति दीक्षितस्य मन्दिरे सुप्तो निशायां गणिकागृहेषु विराजते कौलवचक्रवर्ती ।

اوڌوت جو ديکشت (وام مارگ جو ورت ڌاري) ڪلال جي گهر وڃي ته شراب جون بوتلون هڪ ٻئي پٺيان پيئندو وڃي، جو ڪنجرين جي گهر وڃي ۽ انهن سان ڪڪرم ڪري سمهي وغيره، جو اهڙا ڪم بنا شرم ۽ خوف جي ڪري، سوئي وام مارگين ۾ سڀني کان وڏي مکيه چڪروورتي راجا جهڙو مڃيو ٿو وڃي! اوڌوت جو وڏو ڪڪرمي، سوئي انهن ۾ وڏو، ۽ جو چڱا ڪم ڪري ۽ مدد کان ڊڄي، سو ننڍو اسکيو آهي.

**جيو ۽ سدا شو جي سڃاڻ:-** ڇاڪاڻ ته [ گيان سنڪلني تنتر جي شلوڪ ٤٣ ۾ لکيل آهي ته ]

पाशबद्धो भवेज्जीवः पाशमुक्तः सदा शिवः ।। [ ज्ञानसंकलनी तन्त्र । श्लोक ४३ ]

[ اوڌوت ] اهڙي طرح تنتر ۾ چيل آهي ته جو لوڪ لڄا، شاستر لڄا، ڪل لڄا ۽ ديش لڄا آديءَ جي ڄار ۾ ڦاٿل آهي، سو آهي جيو، ۽ جو نرلڄ ٿي برا ڪرم ڪري، سو سدا شو آهي.

**(ت) پنرجنم روڪڻ جو نسخو:-** اڊيس تنتر = उड्डीस तन्त्र آديءَ ۾ هڪ نسخو ڏنل آهي، ته هڪ گهر [ڪوٺيءَ] ۾ چئني پاسن کان جارا هجن ۽ انهن ۾ شراب جون بوتلون ڀري رکجن. هڪڙي جاري مان هڪڙي بوتلي پيءِ، ٻئي جاري ڏانهن وڃي ۽ ان مان ٻي ٽين مان ۽ وري چوٿين جاري ڏانهن وڃي. [اهڙيءَ طرح] ٻئي ٻئي جيسين شراب پيئي، جيسين ڪاٺ جيان ڌرتيءَ تي ڪري نه پوي! اٿو لهي ته وري ساڳيءَ طرح پئي ۽ ڪري پوي! ٽيون ڀيرو به اٿي تي پيئڻ ناٿوءِ ڪري ۽ وري اٿي، ته انجو پنر جنم نه ٿيندو.

سچ ته اهو آهي ته اهڙن ماڻهن کي وري وري منش جنم ملڻ به مشڪل آهي، اهي ته نيچ جونين ۾ وڃي گهڻي وقت تائين ( اٽڪي ) پيا رهندا.

**ويڇار جي حد:-** وامين جي تنتر گرنٿن ۾ اهو نيم آهي، ته هڪ ماتا کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن به استريءَ کي نه ڇڏجي، پوءِ ڪٿي هوءَ پنهنجي ڌيءَ يا ڀيڻ ڇو نه هجي؟ هر ڪنهن سان سماگم ڪرڻ گهرجي. انهن وام مارگين ۾ ڏهه ودياڻيون مشهور آهن، تن مان هڪ ماتنگي ودِيا وارو چوي ٿو ته मातरमपि न त्यजेत् يعني ماتا کي به بنا سماگم ڪئي نه ڇڏڻ گهرجي!

وري استري پرش سماگم ڪندي منتر جهپيندا آهن ته ڪهڙي سڌي [ڪماليت] پراپت ٿئي! اهڙا مهامورک مکتي به سنسار ۾ ڪي ٿورائي هوندا ؟

ويد نندا :- جو ماڻهو ڪوڙ جو پرچار ڪرڻ گهرندو، سو سچ جي ضرور ئي نندا ڪندو. ڏسو! وام مارگي ڇا ٿا چون؟ ويدشاستر ۽ پراڻ اهي سمورا رواجي ونڻائن وانگر آهن پر هيءَ جا شامڀوي £ وام مارگين جي مدرا آهي، سا گپت ڪل [پردي نشين خاندان] جي استريءَ سمان آهي. (٥) @ انڪري انهن ماڻهن ويد جي خلاف مت کڙو ڪيو آهي. پوءِ جڏهن انهيءَ مت گهڻو پکڙيو، تڏهن فريب ڪري ويدن جي نالي ۾ ٿوري وام مارگ جي ليلا هلايائون.

सौत्रामण्यां सुरा पिबेत्। £ प्रोक्षितं भक्षयेन्मांसम् O। वैदिकी हिंसा हिंसा न भवति ॥ -: [مثال لاء]
न मांसभक्षणे दोषो न न मद्य न च मैथुने। प्रवृत्तिरेषां भूतानां निवृत्तिस्तु महाफला ॥ मनु० [अ० ५। ५६]

ارٿات [چوائون ته] سوترامڻي يگيه ۾ شراب پئي. انجو [سچو] ارٿ هيءَ آهي ته سوترامڻي يگيه ۾ سوم رس يعني سوم ٻوٽيءَ جو رس پئي! प्रोक्षित = پروکشت [واري شلوڪ جو] ارٿ آهي ته يگيه ۾ مانس کائڻ دوش ڪونهي. اهڙيون نيچتائيءَ جون ڳالهيون وام مارگين هلايون آهن. [وري ٿا چون ته ويد جي هنسا، هنسا ڪانهي] انهن کان پڇڻ گهرجي ته ويد جي هنسا، هنسا ڪانهي، ته پوءِ توکي ۽ تنهنجي ڪٽنب کي ماري هوم ڪري ڇڏجي ته ڪيئن ٿي ڇا جي؟ [وري ٿا چون ته] مانس کائڻ، شراب پيئڻ ۽ پر استري ڪمن ڪرڻ ۾ ڪو به دوش ڪونهي. اها ڳالهه ٻارائي آهي، ڇاڪاڻ ته پراڻين کي ستائڻ کانسواءِ مانس حاصل ٿئي؟ [وري] بنا اپراڌ جي ڪنهن کي ستائڻ ڌرم جو ڪم نه آهي. شراب پيئڻ جو ته بلڪل نشيڌ آهي، ڇاڪاڻ ته اڃا تائين وام مارگين [جي گرنٿن] کانسواءِ ڪٿي به اهو لکيل نه آهي، بلڪ هر هنڌ نشيڌ [ني لکيل] آهي. وواهه ڪرڻ کانسواءِ ميٿن [سماگم] ۾ به دوش آهي. جو ان کي نردوش ٿو چوي، سو پاڻ دوشي آهي! اهڙا اهڙا وچن رشين جي گرنٿن ۾ وجهي، ۽

* آريه ڀاشا جي شبدن جو اکري انواد هيءَ آهي - " استري پرش جو سماگم سمئه ۾ منتر جهپيندا آهن." اڙدوءَ واري ۽ پالي جيوڻ لعل ۽ ٽئين ئي انواد ڪيو آهي. پر اسان ڊاڪٽر چرنجيو جي انگريزيءَ ۽ مرهٽيءَ ترجمي کي بهتر سمجهي، ان موجب ترجمو ڪيو آهي.

£ وام مارگي جو هٿ جي آڱرين کي خاص نموني ۾ ٻارولي [شو جي پوڄيءَ] جي پوڄا ڪندي ملائيندا آهن، تنهنکي " شامڀوي مدرا" ٿا چون.

@ اهو پيچن جو انگ رکيو آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش ۾ ماڻ ٿو. اسان انڪري ڏيون ٿا، جو متان اهو تعداد انڪانهوءِ ڪنهن حوالي ڳولهڻ ۾ ڪارائتو ٿئي.

£ اهي وچن به هر ڪنهن ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش ۾ منو سمرتيءَ جي ٥-٥٦ جا ڪري ڏيکاريل آهن، جو ٺيڪ نه آهي، اهي ڪنهن ٻئي هنڌ جا شلوڪ آهن.

O هي به هر ڪنهن ستيارٿ پرڪاش ۾ ٥-٥٦ جو وچن ڪري ڏيکاريل آهي، جو غلط آهي، ڇاڪاڻ ته اهي اکر منو سمرتيءَ جي ٥-٢٧ جو شلوڪ جي منڍ ۾ ٿا اچن. هن شلوڪ کي پنڊت تلسيرام سوامي به پرڪشت ملايل ٿا ليکين

ڪيترن ئي وشين مڻين جي نالن سان گرنٿ بڻائي، گوميڌ، اشوميڌ نالي يگيه نه ڪرائڻ لڳا هئا؛ يعني انهن پسن کي ماري هوم ڪيو ته يجمان ۽ پسوءَ [ٻنهي] کي سورڳ پراپت ٿيندو آهي. حقيقت ته اها آهي ته براهمڻ گرنٿن ۾ جي اشوميڌ، گوميڌ، نرميڌ وغيره شبد اچن ٿا، انهن سڀني جي ارٿ جي ڪين بوجهه ئي ڪانه پيئي. جي سمجهن ها ته اهڙو انرٿ نه ڪن ها.

## اشوميڌ وغيره جو سچو ارٿ

پرشن - اشوميڌ، گوميڌ، نرميڌ وغيره شبدن جو ڪهڙو ارٿ آهي؟

اتر - سندن ارٿ هي آهي ته:-

राष्ट्रं वा अश्वमेधः [ शत० १३ । १ । ६ । ३ ]
अन्नं हि गौः । [ शत० ४ । ३ । १ । २५ ]
अग्निर्वा अश्वः । आज्यं मेधः ।। शतपथब्राह्मणे ।।

* گهوڙن، ڳائين وغيره خواه پسن کي ماري هوم ڪرڻ ته ڪٿي به لکيل ڪونهي. اهڙو انرٿ رڳو وام مارگين جي گرنٿن ۾ لکيل آهي. هيءَ ڳالهه به وام مارگين ئي شروع ڪئي ۽ [ٻئي هنڌ به] جتي جتي لکيل آهي، اُتي اُتي به وام مارگين ملاوت شروع ڪئي آهي. ڏسو [سچو ارٿ هن پرڪار]-

راجا نياءَ ۽ ڌرم موجب پرجا جي پالنا ڪري يا يجمان وديا آدي دان ڪري يا اگنيءَ ۾ گيهه آديءَ جو هوم ڪرڻ **اشوميڌ** آهي. اَن، اندريون، ڪرڻن پرٿوي آديءَ کي پوتر [گند ۽ پاپ کان صاف] رکڻ ۽ سج جي ڪرڻن (مان لاڀ پرائڻ) **گوميڌ** ۽ جڏهن ماڻهو مري وڃي، تڏهن انهيءَ جي شرير جو **وڌي پوروڪ** ساڙڻ **نرميڌ** سڏبو آهي.

**(١٦) ٻليءَ ڏيڻ سان سورڳ ملندو:- پرشن -** يگيه ڪندڙ ٿا چون ته [اڳي] يگيه ڪرڻ ڪري يجمان ۽ پسو [ٻئي] سورڳ ۾ ويندا هئا ۽ هوم ڪرڻ کانپوءِ وري پسن کي جيارو ڪندا هئا. اها ڳالهه سچ آهي يا نه؟

**اتر -** نه. جي سورڳ ۾ وڃن ها، ته اهڙي ڳالهه چوندڙ کي [پنهنجي ٻارن] ماري هوم ڪري سورڳ ۾ پهچائڻ گهرجي - يا [اهي پاڻ] پنهنجن پيارن ماتا، پتا، استري ۽ پتر آديءَ کي ماري هوم ڪري سورڳ ۾ ڇو نه ٿا پهچائين؟ يا ويديءَ منجهان وري ڇو نه ٿا جياري وٺن؟

**(١٧) وئدڪ يگيه جو ارٿ:- پرشن -** يگيه ڪرڻ وقت ويدن جا منتر ٿا پڙهن.

---

* گهڻو ڪري دنيا جي سڀني ملڪن ۾ ڪنهن وقت اهو عام رواج هوندو هو ته جانورن کي ۽ ڪٿي ڪٿي ماڻهن کي ماري هوم ڪندا هئا. انهيءَ رواج لاءِ هندن کي هن ديش ۾ پاکنڊي ڪري چوندا هئا. انهن جو وشواس هو ته اهڙيءَ ريت ڪرڻ سان پسن کي سورڳ ملندو ۽ پسوءَ کي به سورڳ ملندو. رشي دياننداهيءَ رواج جو سخت کنڊن ڪيو آهي ۽ يگيه جو سچو ارٿ سمجهايو اٿس. يگيه هڪ ته آهي سڀني پدارٿن ۽ ديوتائن جو اگني ۾ وجهي وايو آديءَ کي شڌ ڪرڻ جو نالو. ٻيو يگيه آهي ڪو به نالو پراپڪار جو ڪم ڪرڻ.

جي وچن ۾ نه ڦاسن ها، نه ڪتا ڀونڪن ها ؟

اُتر:- منتر ڪنهنکي ڪٿي نه پڙهڻ کان نٿو روڪي، ڇاڪاڻ ته هو نه رڳو شبد آهي! پر سندس ارٿ اهو ڪونهي، ته پَسوءَ کي ماري هوم ڪجي. جهڙيءَ طرح अग्नये स्वाहा = اگنيءَ سوا ها آدي منترن جو ارٿ آهي اگنيءَ ۾ هوي [هوم جو پدارٿ ارپڻ] شڪتي ڏيندڙ کيهه آدي آتم پدارٿن جي هوم ڪرڻ ڪري هوا، برسات ۽ پاڻي شد ٿي جڳت کي سک ٿا پهچائين. پر انهن سچن ارٿن کي آهي مورک نه سمجهندا هئا، ڇاڪاڻ ته سوارٿي مڻش رڳو پنهنجي سوارٿ سڌ ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نٿا ڄاڻن يا مڃين.

**ٻوڌ ۽ جين مت جي اُتپتي:-** انهن پنڊتن جي اهڙي اناچار ۽ ٻيو مئن جي ترپڻ ۽ شراڌ کي ڏسي ڪري، هڪ تمام خوفناڪ ويد آدي شاسترن جي نندا ڪندڙ ٻوڌ ۽ جين مت شروع ٿيو.

**(١٩) مهاپرشٽ ڪريا:-** پڇي ٿو ته هن ملڪ ۾ گورکپور جو هڪ راجا هو. پنڊتن اُن کان يگيه ڪرايو ۽ سندس پياريءَ رانيءَ جو سماگم گهوڙي سان ڪرايو، جنهنڪري هوءَ مري ويئي! پوءِ [راجا] وئراڳ وان ٿي پنهنجي پٽ کي راڄ ڏيئي، ساڌو بڻجي پنڊتن جا پول ڪولڻ لڳو. انهي شاخ روپ ۾ چارواڪ ۽ اڀاڻڪ مت به نڪتا هئا. انهن هن قسم جا شلوڪ ٺاهيا آهن.

पशुश्चेन्निहत: स्वर्गं ज्योतिष्टोमे गमिष्यति । स्वपिता यजमानेन तत्र कस्मान्न हिंस्यते ॥
मृतानामपि जन्तूनां श्राद्धं चेत्तृप्तिकारणम् । गच्छतामिह जन्तूनां व्यर्थं पाथेयकल्पनम् ॥

(١) جي پسو ماري اگنيءَ ۾ هوم ڪرڻ ڪري پسو سورگ ۾ ٿو وڃي، ته يجمان پنهنجن پيءُ آديءَ کي ماري سورگ ۾ ڇونه ٿا موڪلين ؟ (٢) جي مئل ماڻهن کي ترپتي ڪرائڻ لاءِ شراڌ ۽ ترپڻ ٿا ڪن، ته پرديش ويندڙ مڻش سان وستي ۾ کاڌي پيتي جو سامان ونڊڻ وٽرڻ آهي! جڏهن شراڌ ۽ ترپڻ ڪري مئلن کي به اُن جل پهچي ٿو [سگهي] ته پرديش ۾ رهندڙ يا وستي لي ٻاهرا ڪندڙ جيڪي مڻش کي گهر ۾ نهيل وسوئي جي ٿال پيري ۽ جل جو لوٽو پوري سندس ٿالي لي رکڻ ڪري ڇونٿا پهچن ؟ جيڪڏهن دور ديشن ۾ رهندڙ يا ڏهن هٿن جي پري پنڌ تي ويٺل جيڪي [ماڻهوءَ] کي به [سندس سمت] ڏنل نٿو پهچي، ته مئل کي ته ڪنهن به طرح نه پهچي سگهندو.

**(٢٠) جين مت ۾ مورتي پوڄا جي شروعات:-** ماڻهو سندن اهڙن دليلن سان سڌ ٿيندڙ اُپديشن کي صحيح لڳا ۽ سندن مت پکڙڻ لڳو. جڏهن گهڻا جاگيردار ۽ راجائون سندن مت ۾ آيا، تڏهن ڪانيو ته پوپ به اوڏانهن جهڪيا، ڇاڪاڻ ته ڪمين آمدني وچڙو آهي، جتي مانندن پڪو گهڻو. جهٽ لڳا جيني بڻجڻ. پين نمونن جون پوپ ليلائون ته جينين ۾ ۽ گهڻيرن ئي آهن، جي ٻارهين سملاس ۾ لکنداسون. پوءِ ته ڪيترن ئي سندن مت سوڪار ڪيو، پر جي [پهاڙن تي رهندا هئا] ۽ جي ڪاشيءَ ۽ قنوج [جا ويٺل هئا] پڻ جي الهندي ۽ ڏکڻ [هندستان جي] ملڪن ۾ رهندا هئا، اُن جين مت سوڪار نه ڪيو. اهي جيني ويد جو ارٿ نه ڄاڻندا هئا، [تنهنڪري] ٻاهرينءَ پوپ ليلا کي پل منجهان ويد جي [پوپ ليلا]

مچي، ويد جي نندا به ڪرڻ لڳا. ويد جو پڙهڻ پڙهائڻ، يگيوپويت، برهمچريه آدي نيمن جو به ناس ڪيائون. ويد آديءَ جا جيترا به پستڪ جتي به هٿ لڳن، انهن کي نابود ڪيائون. آريه لوڪن تي راڄ جو زور به گهڻوئي هلايائون ۽ ڪيترن کي ڏنائون. خوف ۽ خطرو لٿن تہ ٻڌ ڌرمي مت وارن گرهستين ۽ سادن جي وڏائي [ڪرڻ لڳا] ۽ ويدڪ ڌرمين جو اپمان [ڪرڻ] ۽ پکشپات ڪري ڪين سزا به ڏيڻ لڳا. پاڻ سک، آرام ۽ اڀمان ۾ ڦونڊجي رهڻ لڳا. رشڀديو کان وٺي مهاوير تائين پنهنجن تيرٿنڪرن جون وڏيون وڏيون مورتيون ٺاهي پوڄا ڪرڻ لڳا. ارٿات پٿر آديءَ جي مورتين پوڄڻ جو بنياد جينين کان آرمڀ ٿيو. پٿر آديءَ جي مورتيءَ جي پوڄا ۾ اگيان ڪري، پرميشور جي ڀڪتي گهٽجي ويئي. اهڙيءَ طرح ٽي سؤ ورهيه آريه ورت ۾ جينين جو راڄ هليو. ويد جي ارٿ جو گيان گهٽو ڪري لوڪن مان نڪري چڪو هو. ان ڳالهه کي ٿئي اٽڪل اڍائي هزار ورهيه گذري چڪا هوندا.

(٢١) **شنڪر آچاريه جو اچڻ**:- باويهه سؤ ورهيه ٿيا، جو شنڪر آچاريه نالي دراوڙ ديش* ۾ پيدا ٿيل هڪ براهمڻ برهمچريه رکي ويا ڪرڻ آدي سڀ شاستر پڙهي سوچڻ لڳو تہ هاءِ! ستيه آستڪ ويد ڌرم جي نڪري وڃڻ ۽ جين ناستڪ مت جي پکڙجڻ ڪري ڪيڏي نہ هاڃي ٿي آهي! ڪنهن به ڪري انکي هٽائڻ گهرجي. شنڪر آچاريه شاستر تہ پڙهيائي هوا، تنهن سان گڏ جين مت جا پستڪ به پڙهيا هوائون. سندس شڪتي به ڏاڍي زبردست هئي. انهن ويچار ڪيو تہ انهنکي هٽائجي ڪئين؟ پڪ ڪيائون تہ اپديش ۽ شاستر ارٿ ڪيو تہ هي ماڻهو هٽي ويندا. اهو ويچار ڪري اجين نگريءَ ۾ آيا. اتي انوقت سڌنوا راجا هو، جنهن جينين جا گرنٿ ۽ ڪجهه سنسڪرت به پڙهي هئي. اتي پهچي [سوامي شنڪرآچاريه] ويد جو اپديش شروع ڪيو. راجا سان ملي ڪيس چيائين تہ اوهين سنسڪرت [چانڪيا] ۽ جينين جي گرنٿن مان به واقف آهيو ۽ جين مت کي مڃو ٿا، تنهڪري منهنجو عرض آهي تہ جينين پنڊتن سان منهنجو هن پرڻ تي شاستر ارٿ ڪرايو، تہ جو هارائيندو، سو کٽيندڙ جي مت کي سويڪار ڪري، ۽ اوهان پاڻ به کٽيندڙ ڌر جو مت سويڪار ڪريو. جيتوڻيڪ سڌنوا جين مت جو هو، تنهن هوندي به سنسڪرت گرنٿن پڙهڻ ڪري سندس بدّيءَ ۾ ڪجهه ڪجهه وديا جو پرڪاش به ٿيو هو. هو ۽ پرو سندس من ۾ ڪا گهٽي حيوانيت ڪانہ چانيل هئي. چاڪاڻ تہ جو ودوان ٿيندو آهي، سو سچ ۽ ڪوڙ جي پريکشا ڪري ستيه کي گرهڻ ڪري استيه کي ڇڏي ڏيندو آهي. جيستائين سڌنوا راجا کي ڪو وڏو ودوان اپديشڪ نہ گڏيو هو، تيستائين سنديهه ۾ رهندو هو تہ انهن [جين مت ۽ ويد ڌرم] ۾ سچ ڪهڙو ۽ ڪوڙ ڪهڙو آهي؟ شنڪر آچاريه جي ڳالهه ٻڌي ڏاڍيءَ پرسنتا سان چيائون تہ اسين شاستر ارٿ ڪرائي سچ ۽ ڪوڙ جو نمرو اوشيه ڪرائينداسون.

(٢١) الف. **شنڪر آچاريه جي سوڀ**:- جينين جي پنڊتن کي پرانن پرانت کان گهرائي سڀا ڪرايائون. ان ۾ شنڪرآچاريه جو ويد مت هو ۽ جينين جو ويد ورڌ مت هو، ارٿات

* دراوڙ ديش ۾ ڏکڻ پاسي جو هڪ ڀاڱو آهي.

شنڪر آچاريه جو پکش هو ويدمت کي استاپن ڪرڻ ۽ جئنين جي مت جو کنڊن ڪرڻ، ۽ جئنين جو پکش هو پنهنجي مت کي استاپن ڪرڻ ۽ ويد مت جو کنڊن ڪرڻ. ڪيترائي ڏينهن شاستر ارٿ هليو. جئنين جو مت هو ته سرشٽيءَ جو بڻائيندڙ انادي ايشور ڪونهي، هيءُ جڳت ۽ جيو انادي آهن. انهن ٻنهي جي اُتپتي ۽ وناش ڪڏهن به نٿو ٿئي. اُن جي اُبتڙ شنڪر آچاريه جو مت هو، ته انادي سڌ پرماتما ئي جڳت جو ڪرتا آهي، هي جڳت ۽ جيو مٿيا آهن، ڇاڪاڻ ته اُن پرميشور پنهنجي مايا سان جڳت رچيو آهي ۽ اهوئي اُن کي ڌاري ٿو ۽ پرليه ڪري ٿو. هيءُ جيو ۽ پرپنچ سپني سمان آهن، پرميشور پاڻ ئي سڀ روپ ٿي ليلا ڪري رهيو آهي. شاستر ارٿ گهڻائي ڏينهن هلندو رهيو. پر نيٺ يڪتيءَ ۽ پرمانن سان جئنين جو مت کنڊت ٿيو [ٽٽي پيو]، ۽ شنڪر آچاريه جو مت اکنڊت [سالم] رهيو. پوءِ انهن جئنين جي پنڊتن ۽ سڌنوا راجا ويدمت سويڪار ڪيو ۽ جئني مت ڇڏي ڏنو!

(١) ب. ويدڪ ڌرم جو پنر جنم:- پوءِ ته ڏاڍو اچي گوڙ مچو سڌنوا راجا پنهنجن ٻين پيارن دوستن ۽ راجائن کي لکي شنڪر آچاريه سان شاستر ارٿ ڪرايا، پر جئنين جي شڪست ڪالڻ جو وقت اچي چڪو هو ۽ هو شڪست کائيندا ئي ويا. پوءِ ته سڌنوا آدي راجائن گڏجي شنڪر آچاريه کي سڄي آريه ورت ۾ گهمڻ جو پرٻنڌ ڪري ڏنو، ۽ سندن رکيا لاءِ نوڪر چاڪر به ساڻ ڪري ڏنائون. انوقت کان ئي سڀني کي جنيئا پائڻ لڳا ۽ ويدن جو پڙهڻ پڙهائڻ [وري] به چالو ٿيو. سڄي آريه ورت ۾ گهمي ڏهن ورهين اندر جئنين جو کنڊن ۽ ويدن جو منڊن ڪيائين. شنڪر آچاريه جي ڏينهن ۾ جئنين جو مت ناس ٿيو. هيٺئين [ڌرتي کوٽيندي جي نڪرن] مورتيون نڪرن ٿيون، سي شنڪر آچاريه جي وقت ۾ ڀڳيون هيون، ۽ جي سڄيون ٿيون لڀن، سي جئنين پاڻ پوري ڇڏيون هيون، جئن [ماٿهر] ڀڃي نه ڇڏين. اهي اڄ سوڌو ڪٿان ڪٿان ڌرتيءَ مان نڪرن ٿيون.

(٢) ب. شنڪر آچاريه جو بليدان:- شنڪر آچاريه کان اڳ ۾ شيومت به ٿورو ٿورو پکڙيو هو، انهيءَ به کنڊن ڪيائين، [پر] وام مارگ جو کنڊن ڪيائين. انهن سمي ۾ هن ديش ۾ ڌن گهڻو هو ۽ سوديش ڀڳتي به هئي. شنڪر آچاريه ۽ سڌنوا راجا جئنين جا مندر ڪين ڊهرايا هوا ۽ ڇاڪاڻ ته انهن ۾ ويد آديءَ جي پاٺشالائن هلائڻ جو وچار هو ن. جڏهن ويد مت استاپن ٿي چڪو ۽ ودّيا جو پرچار ڪرڻ جو وچار ٿي ڪيائون ته اهڙي ۾ ٻه جئن اُپر جي ٻاهران ناٺي مالر ته ويد مت جا هوا، پر اندر ۾ ڪٽر جئن اوتاسڪ مني هوا. انهن شنڪر آچاريه کي ڪا اهڙي زهريلي وستو کارائي، جو سندن بک مري وئي! ۽ شرير ۾ اچي ڦٽ ڦرڙيون نڪتيون، جنهنڪري ڇهن مهينن اندر شرير ڇڏي ڏنائون. پوءِ ته سڀني جو جوش ڍرو ٿي پيو، ۽ جو ودّيا جو پرچار ڪرڻ ٿي گهريائون، سو به نه ٿي سگهيو.

(٣) ب. مٺن جي استاپنا:- شارپوڪ پاشم آدي [ڪرنٽ] جي جي انهن بڻايا هوا، ن

جو پرچار شنڪر آچاريه جا شش ڪرڻ لڳا ۽ ارٿات جيئن جي کنڊن ڪرڻ لاءِ جو برهم ستيه ۽ جڳت مٿيا ۽ جيو برهم جي ايڪتا جو سڌانت چيو هوائون، تنهنجو اُپديش ڪرڻ لڳا. ڏکڻ ۾ شرنگيري، اُپرندي پاسي پوري گوورڌن، اُتر ۾ جوشي ۽ دوارڪا ۾ شاردا مٺ قائم ڪري شنڪر آچاريه جا شش مهنت ٿي ويٺا ۽ * شريمان ٿيڻ جي آنند ڪرڻ لڳا ۽ ڇاڪاڻ ته شنڪر آچاريه کانپوءِ سندن شش جي ڏاڍي عزت ٿيڻ لڳي.

(٢١) ت- **شنڪر آچاريه جي مت جي سمالوچنا:-** هيٺ اُن تي ويچارڻ گهرجي ته جيڪڏهن جيو برهم جي ايڪتا ۽ جڳت جو مٿيا هجڻ شنڪر آچاريه جو نئين مت هو ۽ ته اهو ڇڱو مت ڪيئن ٿيو. پر جي ٻيو جيئن جي کنڊن ڪرڻ لاءِ اهو سوڪار ڪيو هوائون ۽ ته ڪجهه ڇڱو آهي. نوين ويدانتين جو مت هن ريت آهي:-

(٢٢) **نوين ويدانتين جو کنڊن:- پرشن:-** هي جڳت سڀ سمان، جئن نوڙيءَ ۾ نانگ، سپ ۾ چانديءَ، يا رڃ ۾ پاڻيءَ، گندرو نگر L يا اندر جال جهڙو ڪوڙو (طلسمي) آهي ۽ هڪ برهم ئي سچو آهي.

£ [اُتر] (سڌانتيءَ جو):- اوهان ڪوڙو ڪنهن کي ٿا چئو؟ نوين ويدانتي:- جا وستو هجي ڪا نه ۽ ڏسڻ ۾ اچي [سا ڪوڙي آهي]. سڌانتي:- جا وستو آهيئي ڪا نه، سا ڏسڻ ۾ ڪٿي ايندي؟ نوين ويدانتي:- "اڌيا روپ" ڪري. سڌانتي:- "اڌيا روپ" ڇا کي ٿا چئو؟ نوين ويدانتي:- वस्तुन्यवस्त्वारोपणमध्यारोपः अध्यारोपापवादाभ्यां निष्प्रपञ्चं प्रपञ्च्यते ।

[ارٿات:- اصل] پدارٿ ڪجهه ٻيو هجي پر اُن ۾ ڪنهن ڏاريءَ وستوءَ جو ڀاسجڻ "اڌياس" يا "اڌيا روپ" ۽ اُنجو کنڊن يا رد ڪرڻ "اپ واد" ٿو سڏائجي. اُنهن ٻنهي جي وسيلي پرپنچ رهت [سدا هڪ رس رهندڙ يا نه بدلجندڙ] برهم ۾ پرپنچ روپ [ڦرندڙ گهرندڙ] جڳت جو وستار [اُپٽي] مڃيو آهي.

**سڌانتي:-** اوهان نوڙيءَ کي وستو [موجود] ۽ نانگ کي اوستو [وهم ليل] مڃي ڪرئي هن ڀرم ڄار ۾ ڦاٿا آهيو. ڇا، نانگ وستو ڪانهي؟ جي چئو ته نوڙيءَ ۾ [نانگ] ڪونهي، ته اهو ڪنهن ٻئي هنڌ ته [آهي]، ۽ سندس خيال دل ۾ رهيتو. پوءِ ته اهو نانگ به اوستو نه رهيو. ساڳيءَ ريت سپ ۾ ماڻهو يا سپ ۾ چاندي آدي ڀاسڻ جي اوسٿا به سمجهي چئبو. اهو ته سڀني ۾ جيڪي ڏسجي ٿو، سو به ڪٿي نه ڪٿي موجود ئي آهي، ۽ سندس سنسڪار آتما ۾ موجود رهي ٿو. تنهنڪري اهو سڀ نه [موجود] وستوءَ ۾ (وهم ليل) اوستوءَ جي ڀاسڻ جيان نه آهي.

---

* شريمان = شري وان = شريءَ وارو. شري چئبو آهي ڌن کي. تنهنڪري شريمان ٿيو ڌنوان. پر ساڌارڻ ارٿ آهي مانوارو، عزت وارو، وغيره.

L گندرو نگر = فرشتن يا ديوتائن جو شهر، جو سچ پچ آهيئي ڪو نه. ٻيو وهم آهي.

£ سڌانتي = ويدڪ ڌرمي. نوين ويدانتي = شنڪر آچاريه جو مڃيندڙ.

**نوين ويدانتي:-** اڻ ڏٺل ۽ اڻ ٻڌل [نظارا]، جهڙوڪ پنهنجو لئي سر ڪٽيل آهي ۽ پاڻ لئي روئي ٿو، يا پاڻيءَ جي ڌارا مٿاهين پاسي ٿي وهي، جو ڪڏهن ٿيو ئي ڪونه هجي، [سو نه سپني ۾] ڏسو آهي. اهو سچ ڪيئن ٿي سگهندو؟ **ستيارٿي:-** هيءَ درشٽانت به اوهانجي پکش کي سڌ نٿو ڪري، ڇاڪاڻ ته ڏسڻ يا ٻڌڻ کانسواءِ سنسڪار پيدا ٿي نٿا ٿين، ۽ سنسڪارن کانسواءِ يادگيري ۽ يادگيريءَ کانسواءِ ساکيات انڀو به نٿو ٿئي. جڏهن ڪنهن کان ٻڌائين يا ڏٺائين ته فلاڻي جو سر جنگ ۾ وڍجي ويو ۽ سندس ڀاءُ يا پيءُ آديءَ کي لڙائيءَ ۾ ويندو ڏٺائين، يا ڪو فوهاري جو پاڻي مٿي چڙهندو ڏٺائين يا ٻڌائين، تڏهن انهيءَ سنسڪار سندس آتما ۾ ٿيندو آهي. سو جڏهن جاڳرت اوستا کان الڳ ٿيندو [سپن اوستا ۾ ويندو]، ته ساڳيائي پدارٿ جي [جاڳرت ۾] ڏٺا يا ٻڌا هئائين، سي پنهنجي آتما ۾ ڏسندو. جڏهن پاڻ ۾ ئي ٿو ڏسي، تڏهن ئي پنهنجو سر ڪٽيل، پاڻ ئي روئندو ۽ جل جو وهڪرو مٿي چڙهندو ٿو ڏسي. اهو نه وستوءَ ۾ اوستوءَ جي ڀاسڻ جهان ڪرنهي، ڇاڪاڻ ته جهڙيءَ ريت نقشا ڪڍيندڙ اڳ ۾ ڏٺل ٻڌل يا ڄاتل [نقشا] آتما مان ڪڍي ڪاغذ تي لکندو آهي. يا جهڙيءَ ريت ٻرليپب [فوٽو يا ڇاپو] اتاريندڙ شڪل ڏسي آتما ۾ شڪل ڌارڻ ڪري، جنهن جو ڦڻ لکي ڇڏيندو آهي، تنهن ئي ڇي نه آهي. هائو! اهترو آهي ته سپني ۾ ڪڏهن ڪڏهن سمرڻ ڪيل اوستائون ساکيات ٿيندڙ آهن. جنهن ته پنهنجي گروه کي ڏسڻ ۽ ڪڏهن ڪيترو وقت اڳي ڏٺل يا ٻڌل پر وساريل گيان پڙرو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، تڏهن [اپءَ اوستا] ۾ اها ياد ڪانه ٿي رهي، ته جهڙي مون فلاڻي وقت ڏٺو، ٻڌو يا ڪيو هو، انهيءَ ئي هينئر ڏسي، ٻڌي يا ڪري رهيو آهيان. جنهن جاڳندي ۾ سمرڻ ٿي رهي، تنهن سپني ۾ ئي پوروڪ نٿي رهي. ڏسو! جي جنم جا انڌا آهن، تنهن کي رنگ روپ جو سپنو نٿو اچي. تنهنڪري اوهانجو (ڏيکاريل) ادڀاس ۽ اڌيا روپ جو لکڻ ڄولو آهي. وري جو ويدانتي وورت واد* ارٿات نوڙيءَ ۾ نانگ آديءَ جي ڀاسڻ جو درشٽانت برهم منجهه جڳت جي ستا ڪرڻ لاءِ ڏيندا آهن، سو برابر ڪينهي.

**نوين ويدانتي:-** اڌشٽان (مڪن يا جاءِ) کانسواءِ اڌيست (ساڪن يا جاءِ ۾ رهندڙ) پرسڌ ٿي نٿو سگهي؛ جهڙيءَ ريت نوڙي نه هجي ته اُن ۾ نانگ ڪين ڏسو. جنهن نوڙيءَ ۾ نانگ ٽيهي ڪالن ۾ نٿو رهي، پر اندڪار ۽ ڪجهه پرڪاش جي ميلاپ وقت نوڙيءَ کي اوچتو ڏسڻ سبب (ماڻهو اُن ۾) نانگ جو ڀرم ڪري ڏجي ڪنبڻ ٿو لڳي. وري ڏئي آديءَ (جي روشنيءَ) سان ڏسڻ ڪري سندس ڀرم ۽ ڀؤ لهي ٿا وڃن. ساڳيءَ ريت برهم ۾ جا جڳت جي هستي پئي ٿي ڏسجي، سا برهم جي ساکيات ٿيڻ ڪري نڪري ويندي ۽ وڃو برهم ئي ڏسڻ ۾ ايندو، جهڙيءَ ريت (پرڪاش جي اچڻ ڪري) نوڙيءَ مان نانگ نڪري ويو ته وڃي نوڙي ڏسڻ ۾ آئي.

* وورت واد = विवर्तवाद موجب ماڻهو پئي ۾ جڳت کي ستيه مڃيندا آهن. اُن موجب جڳت مٿيا ۽ وڃو برهم ئي ستيه آهي.

(٢٢) الف. اگياني ڪير؟ برهم يا جيو؟ سڌانتي :- برهم ۾ جڳت جو ڀان (اوهان جي مت موجب غلطيءَ ڪري ) ٿئي ڪير ٿو؟ نوين ويدانتي :- جيو ٿو ٿئي. سڌانتي- جيو ڪٿان آيو [پيدا ٿيو]؟ [نوين ويدانتي- اگيان مڃهان. سڌانتي- اگيان ڪٿان پيدا ٿيو ۽ ڪٿي ٿو رهي؟ نوين ويدانتي- اگيان انادي آهي ۽ برهم ۾ رهي ٿو. سڌانتي- برهم ۾ برهم جو اگيان [ٿيو] يا ڪنهن ٻئي جو؟ ۽ اهو اگيان ٿيو ڪيهڙي؟ نوين ويدانتي-چداڀاس کي. سڌانتي- چداڀاس جو ڪهڙو سروپ آهي؟ نوين ويدانتي- ا.هم! برهم کي برهم جو اگيان (ٿيڻ) ارٿات پنهنجي سوروپ کي ڀاڻ لي وساري ڇڏڻ ( آهــي چداڀاس ) ! سڌانتي - سبحان الله ! واهه جو ڪارڻ ڪيڙو؟ نوين ويدانتي- اوديا ! سڌانتي- اوديا سروويا*پي سروگيه جو گڻ آهي يا الپگيه جو؟ نوين ويدانتي- الپگيه جو. سڌانتي اوهان جي مت ۾ هڪ الپ سروگيه چيتن کان الڳ ٻيو ڪو چيتن نه آهي يا نه؟ ۽ الپگيه آيو ڪٿان؟ الپ جي الپگيه چيتن (ارٿات جيو) برهم کان الڳ سڄيندا هجو ته ٺيڪ آهي، (ٻيءَ اوسٿا ۾ ته جي هڪ هنڌ برهم کي پنهنجي سوروپ جو اگيان ٿيندو ته (اهو گيان) هر هنڌ ڦهلجي ويندو. جهڙيءَ ريت شرير ۾ ڦرڙيءَ جو سور شرير جي سڀني انگن کي نڪمو ڪري ٿو ڇڏي، ساڳيءَ ريت جي برهم ۾ هڪڙيءَ جاءِ تي اگياني ۽ دکي ٿئي ته سڄو برهم اگياني ۽ دک جو اڳو ڪندڙ ٿي پوي. نوين ويدانتي- اهو سمورو اوديا جو ڌرم آهي ۽ نه برهم جو ! سڌانتي- اوديا جڙ آهي يا چيتن ۽ ستيه آهي يا استيه؟ نوين ويدانتي- $انروچنيه آهــي ۽ ارٿات جنهنکي جڙ يا چيتن ۽ ستيه يا استيه، نه ٿو ڪري سگهجي. سڌانتي- اوهانجو اهو چوڻ : वदतो व्याघात: (ارٿات پنهنجي ڳالهه کي پاڻ رد ڪرڻ] جيان آهي. جا ڳالهه ته ( هڪڙي ڀاڱي اوهين) ٿا چئو ته اوديا آهي ۽ (ٻئي ڀاڱي) ڪنهن جڙ، چيتن، ست، است ( ڪجهه ) نٿا چئي سگهو. سو اهڙي ڳالهه آهي جيئن پتل ڪلهائل سون جي صراف کان پرک ڪرائجي ته هي پتل آهي يا سون؟ ته هو انهن کي چوندو ته الڪي اڪي اڪي سون ٿا چئي سگهون ۽ نه پتل، ان ۾ ٻئي ڌاتو ڪلهائل آهن.

(٢٣) ب- گهٽ آڪاش ۽ مٺ آڪاش آديءَ جي آلوچنا- نوين ويدانتي- ڏسو ! جيئن گهٽ آڪاش (گهڙي يا دلي ۾ رهندڙ آڪاش )، مٺ آڪاش (گهر وارو آڪاش)، ميگهه آڪاش [ڪڪرن واري آسمان] ۽ مهد آڪاش [وڏي آسمان] جون اپاڌيون آهن، ارٿات گهڙي، گهر ۽ ڪڪرن جي هئڻ ڪري آڪاش جدا جدا ٿا ڀاسن، سچ پچ ته وڏو مهد آڪاش ئي آهي، تئين مايا، اوديا، سمشٽي، ويشٽي O ۽ انتهڪرڻن جي اپاڌين ڪري، برهم اگيانين کي

* سرووياپي = هر هنڌ موجود. سروگيه = ڄاڻي ڄاڻڻهار.
$ انروچنيه = جنهنجو شبدن ۾ ورڻن ڪري نه سگهجي.
O سمشٽي = سمورو الپ. ويشٽي = ڀنتا يا ڪثرت. نوين ويدانتين جو خيال آهي ته هڪ ئي پدارٿ برهم آهي، ڀنتا اپاڌين ۾ جهڙوڪ: مايا اوديا آديءَ ڪري ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سمشٽي ۽ ويشٽيءَ جو ٻيءَ ريت نه وچار ڪري سگهجي ٿو. جڏهن هڪ شيءِ ڪري خيال ۾ آڻجي تڏهن مالها آهي، جڏهن جڏهن ڀنتا جو خيال ڪجي ٿو، تڏهن مٿيا آهن.

الڳ الڳ ڏسڻ ۾ نه اچي، ته نه حقيقت ۾ هڪ ئي آهي. ڏسو هيٺين پرماڻ ۾ ڇا چيل آهي:-
अग्निर्यथैको भुवनं प्रविष्टो रूपं रूपं प्रतिरूपो बभूव। एकस्तथा सर्वभूतान्तरात्मा रूपं रूपं प्रतिरूपो बहिश्च।
[कठ उ० वल्ली ५ । मं० ९]

[ ارٿات ] جهڙيءَ ريت اڳني ڏٺڻ، ونڪرڻ، گول، ننڍن، وڏن سڀني شڪلين وارن پدارٿن ۾ وياپڪ ٿي، ساڳي شڪل جهڙي ڏسڻ ۾ ايندي پر کانئن جدا آهي، ساڳيءَ ريت سرو وياپڪ پرماتما به انتهڪرڻ ۾ وياپڪ ٿي، انتهڪرڻ جي شڪل جهڙو ٿيو رهيو آهي، پر آهي کانئن الڳ.

سڌانتي- اوهانجو اهو چوڻ به اجايو آهي؛ ڇاڪاڻ ته جئن اوهين گهٽ، مٺ، ميگهه ۽ آڪاش کي جدا جدا نا مڃيو، تئن ڪارڻ، ڪاريه روپي جڳت ۽ جيو کي برهم کان جدا ۽ برهم کي انهن کان الڳ مڃيو ورو. ٿو ان ويدانتي- جهڙيءَ طرح اڳني سڀني [ پدارٿن ] ۾ داخل ٿيڻ ڪانپوءِ انهن جهڙي ئي ڏسڻ ۾ اچي، ساڳيءَ ريت پرماتما به جڙ ۽ جيو ۾ وياپڪ ٿي شڪل وارو، ارٿات انهن کي آڪار وارو ڏسڻ ۾ نه اچي. حقيقت ۾ برهم نه جڙ آهي ۽ نه جيو.

جيو برهم جو پاڇو نه آهي:- جهڙيءَ ريت پاڻيءَ سان ڀريل هزارين ڪونڊن ۾ سج جا هزارين پرتيمب [ عڪس ] ڏسجن ٿا، پر واستو ۾ سج هڪڙو ئي آهي. ڪونڊن جي ڀڄڻ ڪري يا پاڻيءَ جي وهڻ يا چهلچڻ ڪري نه سورج نشٽ ٿو ٿئي ۽ نه وهي يا چهلچي ٿو. ساڳيءَ ريت انتهڪرڻ ۾ به برهم جو آڀاس، جنهنکي چداڀاس ٿا چون، پيل آهي. جيسين انتهڪرڻ آهن، تيسين جيو به آهن؛ جڏهن انتهڪرڻ گيان جي دوارا نشٽ ٿا ٿين، تڏهن جيو برهم سروپ ٿيو رهي. هن چداڀاس کي پنهنجي برهم سروپ جي خبر ڪانه ٿي رهي. اگيان ڪري هو پاڻکي ڪرم ڪندڙ، [ڦل] ڀوڳيندڙ، سکي، ڏکي، پاپي، پن آتما [ ٿو سمجهي ] ۽ پاڻکي جنم مرڻ ۾ ٻڌل ٿو ڀانئي؛ ۽ [جيسين سندس اهي خيال آهن]، تيسين هو سنسار جي ٻنڌن کان ڇٽي نٿو سگهي.

(سڌانتي):- اوهانجو اهو درشٽانت اجايو آهي؛ ڇاڪاڻ ته سورج آڪار وارو آهي ۽ جل ۽ ڪونڊا به ساڪار آهن. ۽ پرتيمب تڏهن ئي ٿو پوي، جڏهن سورج، جل جي ڪونڊن کان ۽ جل جا ڪونڊا سورج کان جدا (پري) آهن. جي اهي نراڪار هجن ها ته پرتيمب هرگز نه پوي ها. پر ته پرميشور نراڪار ۽ هر جاءِ ئي آڪاش وانگر وياپڪ هئڻ ڪري، برهم کان ڪو به پدارٿ يا پدارٿن کان برهم جدا ٿي نٿو سگهي؛ ۽ وياپيه وياپڪ سمبنڌ هئڻ ڪري [برهم ۽ جڳت ] وري هڪڙي وستو به ٿي نٿا سگهن. مطلب ته अन्वयव्यतिरेक انويه ۽ وتيريڪ ڀاو [ لازم ملزوميت ۽ جدا گانه ذات = هڪ ٻئي ٿي مدار رکندڙ، ۽ هڪ ٻئي کان جدا رهندڙ اصولن] موجب ڏسو ته [ برهم جڳت] وياپيه وياپڪ [محاط و محيط ڪل] سمبنڌ سبب [ هڪ ٻئي سان سدا مليل ۽ سدا جدا رهندا آهن. جي [برهم ۽ جڳت ] هڪڙي وستو هجي ها ته ان ۾ وياپيه وياپڪ سمبنڌ ڪڏهن به نه ٿي سگهي ها. اها ڳالهه برهدارڻيڪ جي انترجامي براهمڻ ۾ صاف لکيل آهي. پر ته برهم جو آڀاس به ٿي نٿو سگهي؛ ڇاڪاڻ ته بنا آڪار

جي آڀاس [ڀاڄي] جو ٻوڻ آسميؤ آهي، جي اوهين انتهڪرڻ جي اُپاڌي لڳڻ ڪري برهم جو جيو ڀڄڻ تا مڃو ته اوهانجي ڳالهه ٻاراڻي آهي، [ڇاڪاڻ ته] انتهڪرڻ چلايمان ۽ ٽڪرا ٽڪرا آهي ۽ برهم اچل ۽ اکنڊ آهي. جي اوهين برهم ۽ جيو جون جدا جدا [هستيون] نٿا مڃو ته ٻڌايو ته جتي جتي انتهڪرڻ ويندو، اُتان اُتان جي برهم کي اگياني ۽ جنهن جنهن جاءِ کي ڇڏيندو، اُتان اُتان جي برهم کي گياني بڻائي ڇڏيندو يا نه؟ جهڙيءَ رِيت ڇٽي پرڪاش جي وچ [رهندي به] جتي جتي وڃي ٿي، اُتان اُتان جي پرڪاش کي ڍڪي [ٿي ڇڏي]، ۽ جتان جتان هٽي ٿي، اُتان اُتان جي پرڪاش تان پردو کڻي ٿي ڇڏي. ساڳيءَ رِيت انتهڪرڻ به برهم کي ڇڻ ڇڻ ۾ گياني، اگياني، قيد ۽ آزاد ڪندو ويندو. اکنڊ برهم ٿي هڪ هنڌ ڀل پردي جو پرڀاءُ هر ڪنهن هنڌ پهچي ويندو ۽ [جنهنڪري] سمورو برهم اگياني بڻجي پوندو، ڇاڪاڻ ته هو چيتن آهي.

**انتهڪرڻ ۽ سمرتي:-** وري مترا ۾ جنهن انتهڪرڻ ۾ رهندڙ برهم جا وستو ڏٺي هئي ته تنهن جي سمرتي ساڳي انتهڪرڻ ۾ رهندڙ [برهم کي] ڪاشيءَ ۾ نه رهي سگهندي، ڇاڪاڻ ته "अन्यदृष्टमन्यो न स्मरतीति न्यायात्" ارٿات هڪڙي جي ڏٺل سمرتي ٻئي کي نٿي ٿئي. جنهن چدآڀاس مترا ۾ ڏٺو هو، سو چدآڀاس ڪاشيءَ ۾ نٿو رهي، [تنهنڪري ٻئي ڪاشيءَ واري برهم کي سمرتي رهندي]. مترا ۾ رهندڙ انتهڪرڻ جو جيڪو پرڪاشڪ آهي، سو ڪاشيءَ ۾ رهندڙ برهم آهيئي ڪونه. جيڪڏهن برهم ئي جيو آهي، جدا نه آهي، ته جيو سروگيه هئڻ گهرجي. جي برهم جو پرتيمب الڳ آهي ته प्रत्यभिज्ञा پرتيڀڄنيا ارٿات اڳي ڏٺل يا ٻڌل [ڳالهين] جو گيان ڪنهنکي به نه ٿي سگهندو! جي چئو ته برهم هڪ آهي، انڪري ياد گيري ٿي رهي، ته هڪ جاءِ تي اُگيان يا دڪ لڳڻ ڪري سمورو برهم اگياني ۽ دکي ۽ لڳڻ کپي. اهڙا اهڙا دليل ڏيئي اوهان ماڻهن شڌ، ٻڌ، مڪت سڀاءُ واري برهم کي اَشُڌ اگياني ۽ ٻڌڻ ۾ ڦاٿل آدي دوشن وارو بڻائي ڇڏيو آهي، ۽ اکنڊ [برهم] کي [جهڙڪ] ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي.

**نِراڪار جو آڀاس نٿو پوي:-** نوين ويدانتي:- نراڪار جو به آڀاس [پاڇو] پوندو آهي جيئن درپڻ يا پاڻيءَ آديءَ ۾ آڪاش جو پاڇو پوندو آهي، جو نيرو يا ڪنهن ٻئي نموني جو ڳوڙهو يا گهاٽو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، تئن برهم جو به سڀني انتهڪرڻن ۾ پاڇو پوندو آهي. ستيارٿي- جڏهن آڪاش جو روپ ئي نه آهي ته اُنکي اکين سان ڪوبه ڏسي نٿو سگهي، وري جو پدارٿ ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي، سو درپڻ ۽ جل آديءَ ۾ ڪيئن ڏسي سگهبو؟ ساڪار وستو ئي گهاٽي يا ڇڊي ڏسڻ ۾ ايندي آهي ۽ نه نراڪار. نوين ويدانتي- ته پوءِ هيءَ جو مٿان نيرانجهڙو ڏسجي ٿو ۽ جنهنجو درپڻ ۾ پاڇو پوي ٿو، سا ڪهڙي وستو آهي؟ ستيارٿي- هي جل اگنيءَ ۽ پرٿويءَ جا ترسريڻو آهن، جي پرٿويءَ تان مٿي اُڏاڻا آهن جتان مينهن ٿو پوي، اُني جي پاڻي نه هجي ته مينهن ڪيئن پوندو؟ تنهنڪري هي جي پري پري لمبوءَ جيان ڏسجن ٿا، سي پاڻيءَ جا چڪر آهن. جهڙيءَ رِيت ڪوهيڙو پريان گهاٽو ٿو ڏسجي ۽ ويجهڙائيءَ تان ڇدو ۽ ڪڏهن لمبوءَ جهڙو به ڏسبو آهي.

سائيءَ ۽ آڪاش ۾ جل ڏسبو آهي.

**ڪوڙيون ڪلپنائون ڪوڙا ئي ڪندا آهن:-** نوين ويدانتي- ڇا اسان جا ڏٺل نوين ۾ ٿانگ ۽ سپئي آديءَ جا درشٽانت مٿيا آهن؟ سدانتي- نه نه! اوهان جي سمجهه مٿيا آهي، جنهن اسان مٿي ڏيکاريو آهي. ڀلا اهو ته ٻڌايو ته اڳيان پهريان ڪنهن کي ٿيو؟ نوين ويدانتي- برهم کي! سدانتي- برهم الپگيه آهي يا سروگيه؟ نوين ويدانتي- نه سروگيه ۽ نه الپگيه! ڇاڪاڻ ته سروگيتا ۽ الپگيتا اپاڌيءَ سان گڏجي ڪري اچي ٿي. سدانتي- اپاڌيءَ سان ڪير ٿو گڏجي؟ نوين ويدانتي- برهم! سدانتي- ته برهم ئي سروگيه ۽ الپگيه ٺهيو! پوءِ ڀلا اوهان سروگيه ۽ الپگيه جو نشيڌ ڇو ڪيو؟ جي چئو ته ڪلپت اپاڌي مٿيا آهي ته [ٻڌايو ته] ڪلپت اپاڌي ڪلپنا ڪندڙ ڪير آهي؟ نوين ويدانتي- جيو برهم آهي يا ٻيو؟ سدانتي- ٻيو آهي! ڇاڪاڻ ته جي برهم سوروپ آهي، ته جنهن مٿيا ڪلپنا ڪئي، سو برهم ٿي ئي نٿو سگهي! جنهن جي ڪلپنا ڪوڙي آهي، سو سچو ڪٿي ٿي سگهندو؟ نوين ويدانتي- اسين ستيه ۽ استيه (ٻنهي) کي ڪوڙو ٿا چئون ۽ زبان سان ڳالهائڻ به مٿيا ٿا سمجهون. سدانتي- جي اوهين ڪوڙ ڳالهائيندڙ ۽ مڃيندڙ آهيو ته ڪوڙا ڪين نه آهيو؟ نوين ويدانتي- ڀلي ڪجهه به هجون! ڪوڙ ۽ سچ اسان ۾ ئي ڪلپت [فرض ڪيل] آهي، ۽ اسين ٻنهي جا ساکشي [شاهد] ۽ [سڌڙن] اڌشٺان [رهڻ جون جايون] آهيون. سدانتي- جي اوهين سچ ۽ ڪوڙ جا آڌار آهيو ته ساهوڪار ۽ چور به اوهين ٿيا. انڪري اوهان وشواس جهڙا به ڪين رهيا، ڇاڪاڻ ته وشواس جوڳو اهو ئي ٿو چئجي، جو سدا سچ مڃي، سچ چوي ۽ سچ ڪري؛ ۽ جو نه ڪڏهن ڪوڙ مڃي، نه ڳالهائي ۽ نه ڪڏهن ڪري! جي اوهين پنهنجو پاڻ ئي پنهنجيءَ ڳالهه کي ڪوڙو ڪندا ته پنهنجو پاڻ مٿياوادي آهيو.

**مايا واد:-** نوين ويدانتي- اناڌي مايا جا برهم جي آسري ٿي رهي ۽ برهم کي ئي ڍڪي ٿي، تنهنکي مڃيو ٿا يا نه؟ سدانتي- نٿا مڃون، ڇاڪاڻ ته اوهان مايا جو ارٿ اهڙو ڪريو ٿا، جنهن آها وستو جا هجي ئي ڪانه، پر اوهين چئو ته اسان کي ڀاسي ٿي، اهڙي ڳالهه اهو ئي مڃيندو، جنهن جي هردي جون اکيون ڦٽل هونديون. ڇاڪاڻ ته جا وستو آهي ئي ڪانه، تنهن جو ڀاسڻ ۽ مڃڻ بلڪل ناممڪن آهي. جنهن سنڌي استريءَ جي پٽ جو پاڇو ڪڏهن به پئجي نه سگهندو. تنهنکان سواءِ [اوهان جو چوڻ] सन्मूलाः सोम्येमाः प्रजाः [ارٿ:- هي پيارا پٽر جڳت جو اپادان ڪارڻ اوشيه آهي.] هن ڇاندوگيه اپنشد جي وچن جي به ورڌ آهي.

**وشٽ، شنڪراچاريه ۽ نسچلداس-** نوين ويدانتي- وشٽ، شنڪراچاريه آدي ۽ نسچلداس وغيره جيڪي به اوهان کان وڏا پنڊت ٿي گذريا آهن، جا اوهان، انهن جي لکيل ڳالهين جو کنڊن ٿا ڪريو؟ اسان کي ته وشٽ، شنڪراچاريه ۽ نسچلداس آدي وڏا معلوم ٿا ٿين.

سدانتي- اوهين وديوان آهيو يا اوديوان؟ نوين ويدانتي- اسين به ڪجهه وديوان آهيون. سدانتي- ٺيڪ! ڀلا وشٽ، شنڪراچاريه ۽ نسچلداس جو مت اسان جي اڳيان بيهاري ڏيکاريو! اسين کنڊن ڪنداسون، پوءِ جنهن جو پکش سڌ ٿيندو، اهو ئي وڏو آهي. جي سندن ۽ اوهان جون

ڳالهيون رد ڪرڻ جهڙيون نه هجن ها، ته سندس دليل وٽ اوهان اسانجين ڳالهين کي رد ڪري سگهو ها؟ ان ڪانپوءِ ٻي اوهان جي ۽ انهن جي ڳالهه ڇڏڻ ۾ ايندي. انومان آهي ته شنڪر آچاريه آدي ته جينين جي مت کنڊن ڪرڻ لاءِ اهو مت سوڪار ڪيو هجي؛ چارواڪ ته ديش ڪال موجب پنهنجي مت کي سڌ ڪرڻ لاءِ گهڙيل سوارٿي ودوان نه پنهنجي آتما جي گيان جي اُنتِ هامت ڪندا آهن. جيڪڏهن هو انهن ڳالهين کي، ارٿات جيو ۽ ايشور جي ايڪتا ۽ جڳت آديءَ جو وهنوار (جو سچو آهي تنهنڪري) مٿيا نه مڃين ها، ته سندن ڳالهه ڪڏهن به سچي (سڌ) ٿي نه سگهي ها. وري نشچلداس جي پنڌ تائي ڏسو:- ورتي پرڀاڪر ۾ جيو برهم جي [ايڪتا سڌ ڪرڻ لاءِ] जीवो ब्रह्माऽभिन्नश्चेतनत्वात् انومان ٿا ڪن ته چيتن هئڻ ڪري، جيو برهم کان جدا ڪونهي. هيءَ ته بلڪل گهٽ اڌي رکندڙ ماڻهوءَ جي ڳالهه جيان آهي؛ چارواڪ ته ساڳيءَ ڌرم هئڻ ڪري، ڪي به وستو هڪ ٿيون ٿي ٻون، [چارواڪ ته انهن جا] ونيد وسه [هڪ ٻئي ورڌ ڌرم] ڪين الڳ الڳ سڌ ڪندا ٿا رهن. جيئن ڪو چوي ته — पृथिवी जलाऽभिन्ना जड़त्वात् [ارٿات] جڙ هئڻ ڪري پرٿوي ۽ جل هڪ آهن، ته جيئن هي وچن ٻنهي اڻ ٻروا آهن؛ تئين نشچلداس جو مٿيون ڪيل لکڻ به اجايو آهي. چارواڪ ته نيائڪن، الوڪيتا، ۽ پاپ آديءَ جا ڌرم جيو ۾ برهم [جي گڻن جي ورڌ آهن]، ۽ هرهنڌ موجود رهڻ، هر شيءِ کي ڄاڻڻ؛ ۽ ڪڏهن نه پاپ وارا گڻ برهم ۾ جيو جي گڻن کان ورڌ آهن. انهيڪري برهم ۽ جيو جدا جدا (هستيون) آهن. ساڳيءَ ريت اڄ، ڪٺورتا آدي پرٿويءَ جا گڻ ۽ جل جي پترائيءَ ۽ ڌاتڻي آدي گڻن جي ورڌ آهن، انهيڪري پرٿوي ۽ جل به هڪ ٿي نٿا سگهن.

ساڳيءَ ريت ونيد وسه [هڪ ٻئي جي ورڌ گڻن] هئڻ ڪري جيو ۽ برهم به نه ڪڏهن هڪ هئا، نه آهن، ۽ نه ڪڏهن ٿيندا. اهڙي مذهبن ۾ نشچلداس آديءَ کي سمجهي سگهو ٿا ته انهن ۾ ڪيتري پنڌ تائي هٺ ۽ جهين پرک وسشٽ ٺاهيو آهي، سو ته ڪو نئون ويدانتي هو. والميڪ، وسشٽ ۽ رام چندر نه اهو گرنٿ ٺاهيو آهي ۽ نه ڇپيو يا پڙهيو آهي. چارواڪ ته اهي سڀئي ويدن کي مڃيندڙ هوا ۽ ويدن جي ورڌ [اهڙا گرنٿ] نه ٺاهي ٿي سگهيا ۽ نه ڪجهه چئي يا پڙهي ٿي سگهيا.

**وياس مهراج جو مت :-** درشن:- وياس مهراج جيڪي شاريرڪ سوتر ٺاهيا آهن تن ۾ به جيو برهم جي ايڪتا نٿي ڏسجي. ڏسو:-

सम्पद्याऽऽविर्भावः स्वेन शब्दात् ॥ १ ॥
ब्राह्मेण जैमिनिरुपन्यासादिभ्यः ॥ २ ॥
चितितन्मात्रेण तदात्मकत्वादित्यौडुलोमिः ॥ ३ ॥
एवमप्युपन्यासात् पूर्वभावादविरोधं बादरायणः ॥ ४ ॥
अत एव चानन्याधिपतिः ॥ ५ ॥ [वेदान्तद० अ० ४। पा० ४ सू० १। ५-७। ९]

(١) [هي ويدانت درشن جي ٤-٤-١ جي سوترن ١، ٥ کان ٧ ۽ ٩ جا وچن آهن]. ارٿات

جو جيو ٻهراٿين برهم سروپ هو، سو پنهنجي سروپ کي پراپت ٿي ٻڌو ٿو ٿئي، ڇاڪاڻ ته :- स्व= سو شبد مڃهان پنهنجي برهم سروپ جو گرهڻ ٿو ٿئي. (٢) अयमात्मा अपहतपाप्मा وغيره اُپياس [ بيان انوسار ته جيو اڻپاپ رهي ٿو سگهي ]، ۽ ايشور پراپتيءَ جي ڪارڻ سان برهم جي سروپ مڃهان ٿي جيو ٻڌي ٿو، اهڙو جئمني آچاريه جو مت آهي (٣) اوڊولومي آچاريه جو مت آهي ته برهداريڪ اپنشد موجب तदात्मकस्वरूप निरूपणादि

[ ارٿات مڪتيءَ ۾ جيو وڃي چيتن سروپ ٿي رهي ٿو، جنهنڪري جيو ۽ برهم ۾ ڀيد ڪري نٿو سگهجي]. (٤) وياس جي ته انهن ٿي مٿي چيل اُپياس آدي ايشور پراپتي روپ هيتن جي مخالفت نٿو ڪري. (٥) يوگي لوڪ سڀني ايشورن [سدين] سميت پنهنجي برهم سروپ کي پراپت ٿي، انهن آئم شڪتين کان چٽيل رهي ارٿات ڀاڳي پنهنجو ۽ ۽ انهن سڀني جو سوامي ٻڌي برهم سروپ ٿي مڪتيءَ ۾ رهندو آهي.

اُتر:- انهن سوترن جو ارٿ ان نموني ڪرڻهي. ڀاورٿ ارٿ هيءُ آهي، ٻڌو !:- (١) جيسين جيو پنهنجي نج شڌ سروپ کي پراپت ٿي، سڀني خرابين کي دور ڪري پوري نٿو ٿئي، تيسين يوگ دوارا نه ايشور کي پراپت ٿيندو، ۽ نه پنهنجي انترياسي برهم کي پراپت ڪري آنند ۾ استر رهي سگهندو. (٢) ساڳئي نموني جڏهن يوگي پاپ آدي ڇڏي ايشور پراپت ٿو ڪري، تڏهن ئي برهم سان گڏ، مڪتيءَ جي آنند کي ڀوڳي ٿو؛ اهو جئمني آچاريه جو مت آهي. (٣) جڏهن اوديا آدي دوشن کان الڳ ٿي شڌ چيتن ماتر سروپ سان جيو استر ٿو ٿئي، تڏهن ئي दात्मकत्व ارٿات برهم سروپ سان سمبنڌ پراپت ٿو ڪري. (٤) جڏهن برهم سان جيو ايشور ۽ شڌ وگيان پراپت ڪري جيئري ئي جيون مڪت ٿو ٿئي، تڏهن پنهنجي نرمل اصلي سروپ کي پراپت ڪري آنند ٿو پائي، اهو وياس منيءَ جو مت آهي. (٥) جڏهن يوگي، ستيه سنڪلپ ٿو ٿئي، تڏهن پاڻمهي پرميشور کي پراپت ٿي، مڪتيءَ جو سک ٿو ڀوڳي. اتي سواڌين ۽ سوتنتر ٿو رهي. جئن سنسار ۾ هڪ وڏو ۽ هڪ ننڍو ٿو ٿئي، تئن مڪتيءَ ۾ نه آهي ۽ پاڪ سمورا مڪت هڪجهڙا ئي رهن. جي ائين نه هجي ها ته :-

| | |
|---|---|
| नेतरोनुपपत्तेः ॥ १ ॥ | [ १ । १ । १६ ] |
| भेदव्यपदेशाच्च ॥ २ ॥ | [ १ । १ । १७ ] |
| विशेषणभेदव्यपदेशाभ्यां च नेतरौ ॥ ३ ॥ | [ १ । १ । २२ ] |
| अस्मिन्नस्य च तद्योगं शास्ति ॥ ४ ॥ | [ १ । १ । १९ ] |
| अन्तस्तद्धर्मोपदेशात् ॥ ५ ॥ | [ १ । १ । २० ] |
| भेदव्यपदेशाच्चान्यः ॥ ६ ॥ | [ १ । १ । २१ ] |
| गुहां प्रविष्टावात्मानौ हि तद्दर्शनात् ॥ ७ ॥ | [ १ । २ । ११ ] |
| अनुपपत्तेस्तु न शारीरः ॥ ८ ॥ | [ १ । २ । ३ ] |
| अन्तर्याम्यधिदैवादिषु तद्धर्मव्यपदेशात् ॥ ९ ॥ | [ १ । २ । १८ ] |

363



शारीरश्चोऽभयेऽपि हि भेदेनैनमधीयते ॥ १० ॥ [ १ । २ । २० ]
व्यासमुनिकृतवेदान्तसूत्राणि ॥

[اهي وياس منيءَ ڪرت ويدانت سوترن جا وچن آهن.] ارٿ :-

برهم کان الڳ جو جيو آهي، سو سرشٽيءَ جو ڪرتا نه آهي، ڇاڪاڻ ته هن الپ ۽ الپگيہ، سامرٿ واري جيو ۾ سرشٽيءَ رچڻ جو ڪم [ڪڏهن به] نٿو اچي سگهي، تنهنڪري جيو برهم نه آهي. [ويدانت ١-١-١٦] रसं ह्येवायं लब्ध्वानन्दी भवति هيءَ اُپنشد جو وچن آهي. جيو ۽ برهم ٻه آهي، ڇاڪاڻ ته انهن ٻنهي جو ڀيد [اُپنشد ۾] ڏيکاريل آهي. جي ائين نه هجي ها ته रस = رس ارٿات آنند سروپ برهم کي پائي جيو آنند سروپ ٿو ٿئي، اهو برهم جي پراپتيءَ جو وشيه ۽ پراپت ڪندڙ جيو جو بيان ڪڏهن به نٿي ٿي سگهي. تنهنڪري جيو ۽ برهم هڪ نه آهن. [ويدانت ١-١-١٧].

दिव्यो ह्यमूर्त्तः पुरुषः स बाह्याभ्यन्तरो ह्यजः । अप्राणो ह्यमनाः शुभ्रो ह्यक्षरात्परतः परः ॥
मुण्डकोपनिषदि [ मु० २ । खं० १ । मं० २ ]

دويه [پرڪاشمان]، شڌ، مورت يا شڪل کانسواءِ، سڀ ۾ پورڻ، ٻاهر اندر ساندو [ٻنا وڇوڻيءَ جي] وياپڪ، اج [اجنمو]، ارٿات جنم مرڻ ۽ شرير ڌارڻ کان رهت، ساه اندر کڻڻ ۽ ٻاهر ڪڍڻ [جي ڪيفيتي سرشتو]، شرير ۽ من جي سنبنڌ کان ڇوٽل، پرڪاش سروپ آدي پرماتما جا وشيشڻ [گڻ] آهن. برهم اکشر ارٿات ناش رهت پرڪرتيءَ کان پري ۽ سوکشم جيو کان به پري ارٿات وڌيڪ سوکشم آهي. پرڪرتيءَ ۽ جيون کان برهم جي ڀيد ڄاڻائيندڙ ٻن ڪارڻن سببان، برهم پرڪرتيءَ ۽ جيون کان الڳ آهي. [ويدانت ١-١-٢٢]. انهيءَ وياپڪ برهم ۾ جيو جو يوڳ [ميلاپ] يا جيو ۾ برهم جو يوڳ ورڻن ڪرڻ ڪري ٿي جيو ۽ برهم جدا جدا آهن. ڇاڪاڻ ته جدا جدا پدارٿن جو ٿي ميلاپ ٿيندو آهي. [ويدانت ١-١-١٩]. برهم جا انترجامي آدي ڌرم بڌايل آهن [ان ڪري]، ۽ جيو ۾ وياپڪ هئڻ سببان وياپڪ جيو وياپڪ برهم کان الڳ آهي، ڇاڪاڻ ته وياپيه وياپڪ سنبنڌ ۾ جدا جدا هئڻ جي اوستا ۾ ٿي لڳي سگهندا آهن. [ويدانت ١-١-٢٠] جهڙيءَ طرح پرماتما جيو کان جدا جدا سروپ [جدا ذات وارو] آهي. ساڳيءَ ريت هو اندرين، انتهڪرڻ، پرٿوي آدي تتون، دشائن، هوائن ۽ سورج آدي دويه گڻن جي يوڳ کان [به الڳ آهي]، ۽ ديوتا سڏائيندڙن ودوانن کان به جدا آهي. [ويدانت ١-١-٢١]. آدي गुहां प्रविष्टौ सुकृतस्य लोके آدي اُپنشدن جي وچن موجب به جيو ۽ پرماتما جدا آهن. اهڙيءَ طرح اُپنشدن ۾ گهڻن ئي هنڌ ڏيکاريل آهي. [ويدانت ١-٢-١١]. "शरीरे भवः शरी:" [ارٿات] شرير ڌاري جيو برهم نه آهي، ڇاڪاڻ ته برهم جا گڻ ڪرم ۽ سڀاءُ جيو ۾ نٿا لهڪن. [ويدانت ١-٢-٣] (अधिदेव) [ارٿات] دويه من اندرين آدي سڀني پدارٿن ۽ (अधिभूत) پرٿوي آدي تتون (अध्यात्म) سڀني جيون ۾، پرماتما انترجامي روپ سان رهيو ۽ ڇاڪاڻ ته ساڳئي پرماتما جا وياپڪ گڻ آدي ڌرم هر هنڌ اُپنشدن ۾ ڄاڻايل آهن. [ويدانت ١-٢-١٨]، شرير ڌاري جيو، برهم نه آهي، ڇاڪاڻ ته جيو ۽ برهم جو ڀيد سروپ [ذات] سمجهان ٿي

سڌ آهي. [ ويدانت ٣-٢٠-١٠]. اهڙيءَ ريت شارڪ سوترن مان به سروپ ڪري برهم ۽ جيو جو ڀيد سڌ آهي.

**اُپ ڪرم ۽ اُپ سنگهار**- ساڳيءَ ريت ويدانتين جا اُپ ڪرم [اُتپتي] ۽ اُپ سنگهار [پرليہ] به لکي ٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته آهي "उपक्रम" اڳاٽ شروعات به برهم کان ٿا ڪن، ۽ اڳاٽ پرليہ به برهم ۾ ٿي ٿا ڪن! جڏهن ٻي ڪا وستو مڃين ٿي ڪونه ٿا، ته اُتپتي ۽ پرليہ به برهم جا ڌرم ٺهڻ ٿا پون. [۽ اُن جي اُپڙ] ويد آدي شاسترن ۾ اُتپتيءَ ۽ وناش رهت برهم جو ورڻن ڪيل آهي! اهڙو برهم نوين ويدانتين لاءِ ڪاوڙ ٿو، ڇاڪاڻ ته نروڪار نرلجندڙ شڌ سناتن ۽ نروڪار گڻن واري برهم ۾، وڪار اُتپتي ۽ اڳيان آديءَ جو امڪان ڪهڙن به ريت ٿي سگهي. اُپ سنگهار [پرليہ] کان پوءِ برهم ڪارڻ آتمڪ جڙ [پرڪرتي]، ۽ جيو برابر استر رهندا آهن. انهيءَ ڪري اُپ ڪرم ۽ اُپ سنگهار واري ويدانتين جون ڪلپنائون به ڪوڙيون آهن. اهڙيون ٻيون به انيڪ ڳالهيون آهن، جي شاستر ۽ پرتيڪش آدي پرمانن جي ورڌ آهن.

٢٤. **وڪرمادتيہ، ڀرتري هري، ڀوڄ ۽ ڪاليداس**:- هن کان پوءِ ڪجهه جينن ۽ ڪجهه شنڪر آچاريه جي پوئلڳن ماڻهن جي اُپديشن جا سنسڪار آريه ورت ۾ پکڙيل هئا، ۽ پاڻ ۾ کنڊن منڊن به ڪندا هئا. شنڪر آچاريه کان ٽي سؤ ورهيه پوءِ اُجين نگريءَ ۾ **وڪرمادتيہ** راجا ڪجهه پرتاپي ٿيو، جنهن سڀني راجائن جي وچ ۾ هلندڙ جهڳڙا مٽائي شانتي استاپن ڪئي.

اُن کان پوءِ **ڀرتري هري** راجا ڪويتا آدي ۽ ٻين شاسترن ۾ ڪجهه ڪجهه ودوان ٿيو. اُن وئراڳ وان ٿي راڄ ڇڏي ڏنو.

وڪرمادتيہ کان پنج سؤ ورهيه پوءِ راجا **ڀوڄ** ٿيو. اُن وياڪرڻ جو ۽ ٿورڙو گهڻو ڪاويه النڪار [ڪويتا] جو ايترو ته پرچار ڪيو، جو سندس راڄ ۾ **ڪاليداس** نالي ڌڪرار به **رگهوونش** ڪاويه جو ڪندڙ ساماڻو. راجا ڀوڄ وٽ جيڪو به چڱو شلوڪ ٺاهي ڪڻي ويندو هو، انهن کي گهڻو ڌن ڏيندو هو ۽ سندس عزت ڪندو هو. اُن کان پوءِ راجائن ۽ شريمانن [شاهوڪارن] پڙهڻ ئي ڇڏي ڏنو.

٢٥. **شئيو مت**:- جيتوڻيڪ شنڪر آچاريه کان اڳ ۾ وام مارگين کان پوءِ شئيو آدي مت وارا مت وادي به پيدا ٿيا هوا، پر اُنهن ڪو ڏاڍو زور ڪونه ورتو هو. مهاراجا وڪرمادتيہ کان وٺي شئيون جي شڪتي وڌڻ لڳي. جن وام مارگين ۾ ڏهن مها وديائن آديءَ جون شاخون آهن، تن شئيون ۾ به پاشوپت آدي ڪيترين ئي شاخون پيدا ٿيون. ماڻهن شنڪر آچاريه کي شو جو **اوتار** ٺهرايو. سندن پوئلڳ سنياسي به شئيو مت ۾ پرويش ٿي ويا ۽ وام مارگين کي به [پاڻ ۾] ملائيندا رهيا. **وام مارگي** ديويءَ جا اُپاسڪ بڻيا، جا شو جي استري آهي. شئيو مهاديو جا اُپاسڪ بڻيا.

٢٦. **رُدراڪش پائڻ ۽ ڀسم لڳائڻ وارن جو ورتانت**:- انهيءَ ٻئي اڄ تائين رُدراڪش ۽ ڀسم ڌارڻ ڪندا آهن، پر جيترو وام مارگي ويد وروڌي آهن، اوترو شئيو ڪونهن.

धिक् धिक् कपालं भस्म रुद्राक्षविहीनम् ॥ १ ॥
रुद्राक्षान् कण्ठदेशे दशनपरिमितान्मस्तके विंशती द्वे
षट् षट् कर्णप्रदेशे करयुगलगतान् द्वादशान्द्वादशैव ।
बाह्वोरिन्दोः कलाभिःपृथगिति गदितमेकमेवं शिखायाम्
वक्षस्यष्टाधिकं यः कलयति शतकं स स्वयं नीलकण्ठः ॥ २ ॥

(١) اليادي ڪيترن ئي امورن جا شلوڪ انهن لوڪن ٻڌايا ۽ چوڻ لڳا ته جنهن جي ڳچيءَ ۾ ڀسم ۽ ڳچيءَ ۾ رد راڪش ڪانهي، ان کي ته ڪار آهي. ”तं त्यजेदन्त्यजं यथा“ ڪيس [انسيچ] چنڊال جيان ڇڏي ڇڏڻ گهرجي. (٢) جو ڪنٺ [ڳچيءَ] ۾ ٻٽيهه، مٿي ۾ چاليهه، ڪنن ۾ ڇهه ڇهه، ڪرائن ۾ ٻارهن ٻارهن، ٻانهن ۾ سورهن سورهن، هڪڙو چوٽيءَ ۾، ۽ هردي ۾ هڪ سؤ اٺ رد راڪش ڌاريندو، سو ساڪيات مهاديو سمان آهي.

٢٦- (الف) شولنگم ۽ ڀڳم جي پوڄا:- شاڪت [مت وارا] ۽ اهين ڪي ٽا مڃين. پوءِ انهن وام مارڳين ۽ شيون ٻاڻ ۾ صلاح ڪري ڀڳم ۽ لنگم جي استاپنا ڪئي، جنهنکي جلاڌاري ۽ لنگم چوندا آهن ۽ لڳا ان جي پوڄا ڪرڻ. انهن بيشرمن کي ذرو به شرم نه آيو ته اهو چرپائيءَ جو ڪم اسين ڪراون ڪئن ٿا؟ ڪنهن ڪويءَ چيو آهي ته: स्वार्थी दोषं न पश्यति [ارٿات] سوارٿي ماڻهو پنهنجي سوارٿ سڌ ڪرڻ لاءِ دشٽ ڪرمن کي به سرشٽ سمجهي دوشن ڏانهن نٿا نهارن. ان پٿر آدي مورتيءَ، ۽ ڀڳ لنگ جي پوڄا ۾ ڌرم، ارٿ، ڪام، موڪش آدي سمورو ڦل سڌ ٿيڻ مڃڻ لڳا.

٢٦. (ب) يوناني ٻاشا ۽ جين مندرن جو ورود:- راجا ڀوڄ کان پوءِ جڏهن جين لوڪ پنهنجن مندرن ۾ مورتين رکڻ لڳا ۽ درشن ۽ سپرشن [ڇهڻ لاءِ مٿي ٽيڪڻ] لاءِ اچڻ وڃڻ لڳا، تڏهن ته انهن پوپن جا چيلا به جيني مندرن ۾ اچڻ وڃڻ لڳا. هوڏانهن الهندي کان وري اهن مت وارا ۽ يون [يوناني] لوڪ به آرهه ورت ۾ اچڻ وڃڻ لڳا. تڏهن پوپن هيٺيون شلوڪ لاهيو:-

न वदेद्यावनीं भाषां प्राणैः कण्ठगतैरपि । हस्तिना ताड्यमानोऽपि न गच्छेज्जैनमन्दिरम् ॥

[ارٿات] ڪئي ڪيترو به دک ملي ۽ پراڻ ڳچيءَ ۾ به اچي پهچن، ارٿات مرڻ وارو به چو نه اچي پهتو هجي، ته به ٻولي ارٿات ملڇ ٻاشا مک سان نه ٻولجي. ۽ مست هاٿي مارڻ لاءِ چو نه ڊوڙي ايندو هجي ۽ جيني مندر ۾ وڃڻ ڪري پراڻ (چو نه) بچندا هجن، ته به جيني مندر ۾ پير نه پائجي، بلڪ جيني مندر ۾ وڃي پاڻ بچائڻ کان بهتر آهي هاٿيءَ اڳيان مرڻ! اهڙا اپديش پنهنجن چيلن کي ڪرڻ لڳا.

٢٧. مارڪنڊيه ۽ شوپراڻ جي ٽيڪا کي سزا:- جڏهن ڪو ڪانئن پرماڻ پڇندو هو ته اوهان جي مت ۾ ڪهڙو پستڪ جو پرماڻ آهي؟ آئر ڏيندا هوا ته هاڻو آهي! جڏهن پڇندا هئن ته ڏيکاريو، ته مارڪنڊيه پراڻ آديءَ جا وچن پڙهندا ۽ ٻڌائيندا هوا، جئن درگا پاٺ ۾ ديويءَ جو بيان لکيل آهي. راجا ڀوڄ جي راڄ ۾ وياس جيءَ

جي نالي ۾ مارڪنڊيه ۽ شو پراڻ ڪنهن ٺاهي پڌرا ڪيا هوا. اها خبر راجا ڀوڄ کي پيئي، جنهن انهن پنڊتن جا هٿ ڪپرائي ڇڏيا ۽ چيائون ته (اڳتي) جو به ڪاوه آديءَ جو گرنٿ رچي ته پنهنجي نالي لي ناهي ۽ نه رشين منين جي نالن لي. هيءَ ڳالهه راجا ڀوڄ جي ٺاهيل سنجيوني نالي اتهاس ۾ لکيل آهي، گواليار جي راڄ ۾ ڀنڊ نالي شهر جي تواڙي براهمڻ جي گهر ۾ موجود آهي. اها ڳالهه لکونا جي راوصاحب ۽ سندس گماشتي رامديال چوبي جيءَ پنهنجي اکين سان ڏٺي آهي. ان ۾ صاف لکيل آهي ته وياس جيءَ چئن هزارن ڇهن سون ۽ سندس شش پنجن هزارن ڇهن سون شلوڪن وارو اربعه ڪل ڏهن هزارن شلوڪن جيترو [مها] ڀارت ٺاهيو هو. اهو [مها ڀارت] مهاراجا وڪرماديه جي زماني ۾ ويهن هزارن [شلوڪن جو ٿي پيو] مهاراجا ڀوڄ ٿو چوي ته ”منهنجي پتاجيءَ جي زماني ۾ پنجويهن هزارن ۽ هينئر منهنجي اڌ عمر ۾ ٽيهن هزارن شلوڪن وارو مهاڀارت جو پستڪ ملي ٿو. جي اهڙيءَ طرح وڌندو ويو ته (ڪنهن وقت) مهاڀارت جو پستڪ هڪ اُٺ جي ڪٽڻ جهڙو ٿي پوندو! وڏيڪ (چيائون) ته رشين منين جي نالي سان جي پراڻ آدي گرنٿ ٺاهيا! ته آريه ورت جا ماڻهو ڀرم جار ۾ ڦاسي ويدڪ ڌرم کان ڪري پوشٽ ٿي پوندا. ان مان سڌ ٿي پوي ٿي ته راجا ڀوڄ ۾ ڪجهه ڪجهه ويدن جا سنسڪار هوا.

٢٨. ڏرٽيءَ ٽي هلندڙ ۽ هوا ۾ اڏامندڙ ڪل جو گهوڙو- سندن ڀوڄ پربند نالي پستڪ ۾ لکيل آهي ته:-

घट्येकया क्रोशदशैकमश्वः सुकृत्रिमो गच्छति चारुगत्या।वायुं ददाति व्यजनं सुपुष्कल विनामनुष्येण चलत्यजस्रम्

راجا ڀوڄ جي راڄ ۽ سندس واجهوائيءَ ۾ اهڙا اهڙا ڪاريگر موجود هئا، جن گهوڙي جي شڪل جهڙي ينترڪلا واري [ڪلن تي هلندڙ] هڪ اهڙي گاڏي ٺاهي هئي، جا ڪچي گهڙيءَ ۾ يارهن ڪوه ۽ هڪ گهڙي [ ڪلاڪ ] ۾ ساڍا ستاويهه ڪوه هلندي هئي. اها ڌرتيءَ تي ۽ هوا ۾ به هلندي هئي.

ڪلن جي زور تي هلندڙ وڃڻو- ٻيو اهڙو وڃڻو (پنکو) ٺاهيو هئائون، جو ماڻهن جي هلائڻ کانسواءِ ڪلن جي زور تي هميشه هلندو رهندو هو ۽ گهڻي هوا ڏيندو هو. جي اهي ٻئي وستو اڄ تائين قائم هجن ها ته يوروپين ايترو اَيمان نه ڪن ها.

٢٩- پوراڻڪن جنڊن جو نقل ڪيو:- يورپ جي پنهنجن چيلن کي جنڊن [ ڏاتهن وچڻ] کان روڪڻ لڳا. تنهن هوندي به هڙ مندرن ۾ وڃڻ کان روڪجي نه سگهيا ۽ جنڊن جي ڪتابن ۾ به ماڻهو وڃڻ لڳا. جنڊن جا يورپ انهن پوراڻڪ پوڄن جي چيلن کي ڀرمائڻ لڳا. تنهن تي پوراڻڪن ويچار ڪيو ته انجو ڪو پربند ڪرڻ کپي، ته جيئن اسانجا چيلا جنڊي نه ٿي پوندا. تڏهن ڪانوره پوڄن اهائي صلاح ڪئي ته جنڊن وانگر پنهنجا اوتار، مندر، مورتيون ۽ ڪٿا جا پستڪ ٺاهجن. جنڊن جي چوويهن تيرٿنڪرن جي مقابلي ۾ انهن ماڻهن چوويهه اوتار، مندر ۽ مورتيون ٺاهيون ۽ جئن جنڊن جا آدي ۽ اُتر [ پهريان ۽ پويان ] پراڻ آدي آهن، تهڙا ارڙهن پراڻ ٺاهڻ لڳا.

**٣٠. وشنو مت جي شروعات** - راجا ڀوڄ کان ڏيڍ سؤ ورهيه پوءِ وشنو مت آرنڀ ٿيو. شٺ ڪوپ نالي هڪڙو ماڻهو ڪنجر قوم ۾ پيدا ٿيو، جنهن هيءَ مت ٿوري هلايو. تنهن کانپوءِ مني واهن جو ڀنگي خاندان ۾ پيدا ٿيل هو، ۽ ٽيون يامن آچاريه جو يون ڪل ۾ آيل ٿيو هو، سي آچاريه ٿيا. انهن کان پوءِ براهمڻ جي ڪل ۾ پيدا ٿيل رامانج چوٿون [آچاريه] ٿيو، جنهن پنهنجو مت پکيڙيو.

**٣١- وشنو پراڻ** شيون شو پراڻ آدي، شاڪت ديوي ڀاڳوت آدي ۽ وشنو وشنو پراڻ آدي ٺاهيا. ان ۾ پنهنجا نالا انڪري نه لکيائون جو [سمجهيائون ته] اسانجي نالي سان پيدا ٿيل ڪو ڪونه مڃيندو، انڪري وياس آدي رشي منين جا نالا رکي پراڻ ٺاهيائون. واسطو ۾ نالا به انهن جا ۽ ان وڪڻ ڪيندا هئڻ پر جي ڪو ڪنگال پنهنجي پٽ جو نالو اندراج رکي يا ڪو لئين پدارٿ کي سٺالن [ٻرانو] ڪوٺي ته ان ۾ عجب ٿي ڪهڙو؟ جهڙا سندن ٻار ۾ جهڳڙا آهن، تهڙائي پراڻن ۾ به لکيا آهن.

**٣٢- ديوي ڀاڳوت پراڻ جو پول** :- ڏسو! ديوي ڀاڳوت موجب "شري" نالي هڪ ديوي استري، جا شري پور جي راڻي ڏيکاريل آهي، تنهن ئي سڄو جڳت بڻايو ۽ ان ئي برهما، وشنو، مهاديو کي به رچيو! ديويءَ جي اڇا ٿي ته آن پنهنجو هٿ گسايو، جنهنڪري سندس هٿ ۾ ڦوڪٽو ٿي پيو. آن مان برهما اُپن ٿيو. ديويءَ انهيءَ کي چيو ته مون سان وواهه ڪر. برهما ورانيو ته آءٌ توسان وواهه ڪري نٿو سگهان، ڇاڪاڻ ته تون منهنجي ماتا ٿي لڳين. اهو ٻڌي ماتا کي ڪاوڙ لڳي ۽ پٽ کي ساڙي ڇڏيائين. وري هٿ گهي ساڳيءَ ريت ٻيو پٽ پيدا ڪري ورتائين ۽ سندس نالو وشنو رکيائين. کيس به ساڳيءَ ريت چيائين. آن به نه مڃيو، جنهنتي کيس به ساڙي ڇڏيائين. وري ساڳيءَ ريت ٽيون پٽ پيدا ڪيائين ۽ سندس نالو مهاديو رکيائين، تنهنکي چيائين ته مون سان وواهه ڪر. مهاديو چيو ته آءٌ توسان وواهه نٿو ڪري سگهان. تون ٻيءَ استريءَ جو شرير ڌارڻ ڪر. ديويءَ ائين ئي ڪيو. مهاديو پڇيس ته هي ٻه جايون ڇا جون ٻئل آهن؟ ديويءَ چيو ته هي ٻئي تنهنجا ڀائر آهن، جن منهنجي آگيا نه مڃي، جنهنڪري ساڙيا ويا. مهاديو چيو ته آءٌ اڪيلو ڇا ڪري سگهندس؟ انهن کي به جيار ۽ ٻه ٻيون استريون به پيدا ڪر، جو [اسان] ٽنهي جون شاديون ٽنهي سان ٿين. ديويءَ ائين ئي ڪيو. پوءِ ٽنهي جو ٽنهي سان وواهه ٿيو. واهه ڙي واهه! ماتا سان وواهه نه ڪيائون، پر ڀيڻن سان ڪري ورتائون. ڇا اهو واجب سمجهڻ گهرجي؟ انکان پوءِ اندر کي پيدا ڪيائين. برهما، وشنو، رد ر ۽ اندر انهن [ڇهني] کي پالڪيءَ جا ڪهندڙ ڪهار بڻايائين. اهڙا ڏکيا ۽ ڪرا گهوڙا من گهڙت لکيل آهن! انهن کان ڪو پڇي ته ان ديويءَ جو شرير ۽ ان شري پور جو ٺاهيندڙ ڪير هو، ۽ ديويءَ جا پيءُ ماءُ ڪير هئا؟ جي چئو ته ديوي انادي آهي، ته سنجوڳ مان پيدا ٿيل هئڻ ڪري ڪڏهن به انادي [سد] ٿي نٿي سگهي. جي ماتا ۽ پٽ جي وواهه ڪرڻ ۾ ڏوهه آهي، ته ڀاءُ ۽ ڀيڻ جي وواهه ڪرڻ مان ڪهڙي چڱائي ٿي نڪري؟ جهڙيءَ ريت هن ديوي ڀاڳوت ۾ مهاديو،

وشنوءَ ۽ برهما آديءَ جي گھٽتائي ۽ ديويءَ جي وڏائي لکيل آهي، سائيءَ ريت شو پراڻ ۾ ديوي آديءَ جي بلڪل گھٽي گھٽتائي ڄاڻايل آهي؛ مطلب ته اهي سمورا مهادو جا داس ۽ مهادو سڀني جو مالڪ ڏيکاريل آهي.

٣٣. شئيون جي ردراڪش ۽ ڀسم:- جي ردراڪش ارٿات هڪ وڻ جي ڦل جي ککڙن ۽ ڀسم [رک=ڪيريءَ] ڌارڻ ڪرڻ ۾ مڪتي مڃي، ته ڏوڙ ۾ ليٽندڙ گڏه آدي جانور ۽ گهنگهرو آدي پائيندڙ ڀيل ڪڇر آدي مڪتيءَ ۾ ويندا؛ ۽ سوئرن ڪتن گڏهن آدي ڏوڙ ۾ ليٽندڙ جانورن جي مڪتي ڇو نه ٿيندي؟

پرشن - ڪال اگني رڌر اپنشد ۾ ڀسم لڳائڻ جي جا ترڪيب لکيل آهي، سا ڪوڙي آهي ڇا؟ ۽ يجرويد त्र्यायुषं जमदग्ने آدي وچن موجب به ڀسم لڳائڻ جو وڌان آهي. پراڻن موجب رڌر جي اک مان ڪريل ڳوڙهي مان جهان جو وڻ اڀريو، تنهنجو ئي نالو ردراڪش آهي. تنهنڪري ئي سندس ڦل پائڻ لکيل آهي. جو هڪ به ردراڪش پائيندو، سو سڀني پاپن کان ڇٽي سورگ ڏانهن ويندو ۽ کيس يم راج ۽ نرڪ جو ڀؤ نه رهندو.

اتر:- ڪال اگني رڌر اپنشد ڪنهن ڪوڙيءَ ارٿات رک لڳائيندڙ ماڻهوءَ جو ٺاهيل آهي. ڇاڪاڻ ته ان ۾ :यस्य प्रथमा रेखासा भूर्लोकः آدي وچن اجايا لکيل آهن. جا ليڪ ڏهاڙي هٿ سان ڪڍجي، سا ڀولوڪ يا سندس ارٿ ڏيکاريندڙ ڪٿان ٿي سگهندي؟ وري جي त्र्यायुषं जमदग्ने آدي منتر آهن، انجو ارٿ ڀسم يا ترپنڊر لڳائڻ ڪونهي. بلڪ شت پٿ موجب चक्षुर्वै जमदग्निः [ارٿات] هي پرميشور! منهنجي اکين جي جوت त्र्यायुषम् ٽيڻي ارٿات ٽي سؤ ورهين تائين [استر] رهي ۽ آءٌ به اهڙا ڌرم جا ڪرم ڪريان، جنهنڪري درشٽي خراب نه ٿئي. ڀلا! هيءَ ڪيڏي نه وڏي مورکتا جي ڳالهه آهي؟ اک مان ڳوڙهي ڪرڻ ڪري به ڪڏهن وڻ اڀري سگهندو؟ ڇا پرميشور جي سرشٽي نيم کي ڪو اٿل ڪري سگهندو؟ پرماتما جهڙو جنهن وڻ جو ٻج ٺاهيو آهي؛ انهن مان ئي اهو وڻ پيدا ٿي سگهي ٿو ۽ نه ٻئي طرح. تنهنڪري ردراڪش ڀسم، تلسي، ڪملاڪش، گاهه، چندن آديءَ کي ڳچيءَ ۾ پائڻ سمورو جهنگلي حيوان جهڙن انسان جو ڪم آهي. اهڙا وام مارگي ۽ شئيو ڏاڍا مٿيا چاري، وروڌي ۽ ڪرتويه تياڳي ٿيندا آهن. انهن ۾ جو سريشٽ پرش آهي، سو انهن ڳالهين جو وشواس نه ڪري چڱا ڪرم ٿو ڪري. جي ردراڪش پائڻ ۽ ڀسم لڳائڻ ڪري يمراج جا دوت ڊڄندا آهن، ته پوليس جا سپاهي به ڊڄندا هوندا! جڏهن ردراڪش ۽ ڀسم ڌاريندڙن کان ڪتا، شينهن، نانگ، وڇون ۽ مکيون ۽ مڇر آدي به نٿا ڊڄن، ته نيايڌيش [منصف ارٿات يمراج] جا نوڪر ڪيئن ڊڄندا؟

٣٤. وئشنو مت جي آلوچنا:- پرشن:- وام مارگي ۽ شئيو ته چڱا ڪونهن پر وئشنو ته چڱا آهن؟

اتر- هي نه ويد وروڌي هئڻ ڪري ڪائين به وڌيڪ خراب آهن.

नमस्ते रुद्र मन्यवे । शिवाय च शिवतराय च । वैष्णवमसि । वामनाय च ।
गणानां त्वा गणपतिꣳ हवामहे । भगवती भूयाः । सूर्य आत्मा जगतस्तस्थुषश्च ।

انهن پرڪارن جي ويد جي پرماڻن موجب شو آدي مت سڏيا ٿين؛ پوءِ اوهين ڪيئن

ڇو نا ڪريو؟

اُتر – انهن وچن مجهان شئيو آدي مت سدّ نٿا ٿين، ڇاڪاڻ ته ”رُدر“ پرميشور، پراڻ آدي هوائن، جيون، اگني آدي جو نالو آهي [منتر جو ارٿ آهي ته] ڪروڌ ڪندڙ رُدر اوٿات پاپ کي رئارڻهندڙ پرماتما کي نمسڪار ڪرڻ[ٿا] (نگهنٽو ٢-٧ موجب) नम इतं अन्ननाम پراڻ ۽ جٺرا اگني [معدي] کي خوراڪ پهچائڻ. جو منگل ڪاري • سڀني سنسار جو اُتم ڪلياڻ ڪندڙ آهي، اهڙي پرماتما کي نمسڪار ڪرڻ گهرجي.

शिवस्य परमेश्वरस्यायं भक्तः शैवः। विष्णोः परमात्मनोऽयं भक्तो वैष्णवः। गणपतेः सकलजगत्स्वामिनोऽय सेवको गाणपतः। भगवत्या वाण्या अयं सेवकः भागवतः। सूर्यस्य चराचरात्मनोऽय सेवकः सौरः।

رُدر، شو، وشنو، گڻپتي، سوريه آدي، پرميشور جا [نالا آهن] ۽ ڀڳوتي نالو آهي سچائيءَ واري واڻيءَ جو. اهو سمجهڻ کانسواءِ اهڙو جهيڙو مچايو اٿن. جيئن ته :-

٣٤. (الف) **وئراڳيءَ جو درشٽانت** :- ڪنهن وئراڳيءَ کي هوندا هئا ٻه چيلا، جي ڏهاڙي گروءَ جي پيرن کي پڙون ڏيندا هئا. هڪڙي سڄي پير ۽ ٻئي کٻي پير جي سيوا ڪرڻ ورهائي ڇڏي هئي. هڪڙي ڏينهن ڇا ٿيو، جو هڪڙو چيلو ڪري ويو بازار ڏانهن سودو وٺڻ، ۽ ٻيو پنهنجي پير جي سيوا ڪري رهيو هو. اتي ۾ گروءَ پاسو ورايو، جنهن ڪري سندس ٻئي پير تي ٻئي گرو ڀائيءَ جي سيوا ڪرڻ وارو پير اچي مٿان پيو، سو ڪٺندڙ ٻئي ڏنڊو وٺي هنيائين اُن پير تي! گروءَ چيو اڙي دشت! تو هيءَ ڇا ڪيو؟ چيلي ورائيو ته سيوا واري پير تي هيءُ پيو ڇو اچي چڙهيو؟ اتي ۾ ٻيو چيلو جو بزار مان سودو وٺي ويو هو، سو به اچي پهتو، ۽ لڳو پنهنجي سيوا واري پير جي سيوا ڪرڻ. ڏٺائين ته پير سڄيو پيو آهي! پڇائينس ته گروجي! منهنجي سيوا واري پير کي هي ڇا ٿيو؟ گروءَ سڄو ورتانت ٻڌايس. اُن مورک به نه ڪڇيو نه پڇيو، پر مات ڪري ڪٺندڙ ٻئي ڏنڊو هٿي ڪڍيائين ڏاڍي زور سان گروءَ جي ٻئي پير تي! گرو لڳو دانهون ڪرڻ! پوءِ ٻئي چيلا ڏنڊا کڻي ٻڪيا، لڳا گروءَ جي پيرن کي ڪٽڻ! پوءِ ته ڏاڍو گوڙ اچي متو ۽ ماڻهو اچي مڙيا. پڇڻ لڳا ته ساڌوجي! هي ڇا ٿيو؟ اُن مجهان ڪنهن ٻڌيمان پرش ساڌوءَ کي ڇڏائي مورک چيلن کي اُپديش ڪيو ته ڏسو! هي ٻئي پير اوهانجي گروءَ جا آهن. انهن ٻنهي جي سيوا ڪرڻ ڪري کيس ئي سک ٿو پهچي، ۽ دک ڏيڻ ڪري به اُن ساڳئي کي ئي دک ٿو پهچي.

٣٤. (ب) **هڪڙئي پرماتما جا انيڪ نالا** :- جهڙيءَ طرح هڪڙئي گروءَ جي سيوا ڪندي چيلن ليلا ڪئي، ساڳيءَ ريت جو هڪ اکنڊ سچدانند سروپ پرماتما جا وشنو، رُدر آدي انيڪ نالا آهن، تن جا ارٿ جيئن پهرئين سمللاس ۾ ڏيکاريا اٿئون، تن سڀني ارٿن کي نه سمجهي، شئيو، شاڪت، وئشنو آدي مت جا لوڪ هڪ ٻئي جي (پرماتما جي رکيل) نالن

• شو نالو ڪلياڻ ڪندڙ پرميشور جي لکيت جو. وشنو نالي آهي وياپڪ پرماتما جي لکيت جو. سڀني گڻن [ افراد=Individuals ] جي مالڪ پرماتما جي سيوا ڪري، انهن کي ”گاڻپت“ ٿا چئون.

جي نندا ڪري رهيا آهن. مورک لوڪ ته پنهنجو عقل هلائي نٿا ويچارين، ته وشنو، رُدر، شو آدي اهي سمورا نالا هڪڙئي ادويت [لاثاني] سروانترياما [سڀني کي اندر ۾ رکڻ واري] سرو انترياميءَ جڳديشور جي انيڪ گڻ، ڪرم، سڀاءَ واري هئڻ ڪري سندس لئي نالا آهن. ڇا ڀلا اهڙن مورکن تي ايشور جو ڪوپ نه ٿيندو هوندو؟

٣٤. ب چڪرانڪت وئشنون جي ليلا:- هميشہ ڏسو چڪرانڪت وئشنون جي عجيب ليلا:-

तापः पुण्ड्रं तथा नाम माला मन्त्रस्तथैव च । अमी हि पंच संस्कारा। परमैकान्तहेतवः ॥
अतप्ततनूर्न तदामो अश्नुते । इति श्रुतेः । [ रामानुजपटलपद्धतौ ]

ارٿات ( तापः ) سنک، چڪر، گدا ۽ پدم جا ٺپا باهه ۾ تپائي، ٻانهن جي پاڙ (ڏورن) تي داغ ڏئي کير سان ڀريل ٿانوَ ۾ وسائيندا آهن، ۽ ڪي ته کير ئي پي ڇڏيندا آهن. هميشہ ڏسو ته ظاهري طرح انساني ماس جو سواد به اُن ۾ ٿي ايندو هوندو! اهڙا اهڙا ڪرم ڪري پرميشور کي پراپت ڪرڻ جي آسا ٿا رکن ۽ چون ٿا ته شنک چڪر آديءَ کان شرير ڏنپائڻ بنا جيو پرميشور کي پراپت ڪري نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته هو : आमः ارٿات ڪچو آهي! ڀلا ته جهڙيءَ ريت سرڪاري پٽيوالي وغيره کي نشان هئڻ ڪري سرڪاري نوڪر سمجهي ڪانئس سڀ ماڻهو ڊڄن ٿا، ساڳيءَ ريت وشنوءَ جي سنک چڪر آديءَ جي ٺپن جا نشان ڏسي يمراج ۽ سندس ماڻهو به ڊڄندا آهن! وڌيڪ ٿا چون ته:-

दोहा – बाना बड़ा दयाल का, तिलक छाप और माल । यम डरपै कालू कहे, भय माने भूपाल ॥

ارٿات ڀڳوان جو بانو [ويس] تلڪ [لڳائڻ] ڇاپ [يا ٺپو هڻائڻ] ۽ مالها پائڻ وڏو ڌرم آهي [ڇاڪاڻ ته] ڪانئس يمراج ۽ راجا به ڊڄن ٿا. पुण्ड्रम् اُڀو شول جهڙا چٽ ڪپار تي ڪڍڻ، नाम نارائڻداس، وشنوداس ارٿات اهڙا نالا رکڻ، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ داس شبد هجي، माला مالها ڪمل گٽي * جي رکڻ ۽ پنجون منتر मन्त्र [وٺڻ]

٣٤. (پ) گرو منتر جا نمونا:- جهڙيءَ طرح:- ओं नमो नारायणाय ॥ १ ॥

اوم نمو نارائڻ. واڄي ماڻهن لاءِ انهن هيءُ منتر ٺاهي رکيو آهي ۽:-

श्रीमन्नारायणचरणं शरण प्रपद्ये ॥ १॥ श्रीमते नारायणाय नमः ॥२॥ श्रीमते रामानुजाय नमः ॥३॥

اهڙا اهڙا منتر ساهوڪارن ۽ مالدارن لاءِ ٺاهي رکيا اٿن. ڏسو! هيءَ به هڪڙي دڪانداري آهي! جهڙو منهن تهڙو تلڪ! انهن پنجن سنسڪارن کي چڪرانڪت مڪتيءَ جو ساڌن سمجهندا آهن.

منترن جو ارٿ:- (١) آءٌ نارائڻ کي نمسڪار ٿو ڪريان. (٢) آءٌ لڪشميءَ واري نارائڻ جي چرنن جي شرڻ ٿو وٺان ۽ شريمت نارائڻ کي نمسڪار ٿو ڪريان ارٿات جو شوڀايمت نارائڻ آهي، تنهن کي منهنجو نمسڪار هجي.

٣٤- (ت) منتر جو سچو ارٿ:- جيئن وام مارگي پنج مڪار ٿا مڃين، تئين چڪرانڪت پنج سنسڪار ٿا مڃين ۽ پنهنجي سنک چڪر کان داغ ڏيڻ لاءِ جو ويد منتر جو پرماڻ رکيو

* "ڪمل گٽا" جنهنجو هنديءَ ۾ ٻيو نالو "ڪنول گٽا" به آهي. تنهن کي مرهٽي ڀاشا ۾ "ڪملاڪش" ۽ گجراتيءَ ۾ "ڪمل ڪاڪڙي" ٿا چون.

انهن ۾ انهيءَ ٻاٻت ۾ اوڀڙ هن ريت آهي :-

पवित्रं तेवितत ब्रह्मणस्पते प्रभुर्गात्राणिपर्येषि विश्वत:। अतप्ततनूर्न तदामो अश्नुते शृतासइद्वहंतस्तत्समाशत।।१।।
तपोष्पवित्रं वितत दिवस्पदे ।। २ ।। ऋ० मं० ९ सू० ८३ मन्त्र १ । २ ।।

(١) [اوڀاس] هي ٻرهمانڊ ۽ ويدن جي پالنا ڪندڙ سرو سامرٿ ايڪ ۽ سرو شڪتيمان پرڀو! اوهان پنهنجي وياپتيءَ [هر هنڌ موجودگيءَ] سبهان سنسار جي سڀني پاسن کي وياپت (ٻاڪ ۾ سمائي) رکيو آهي. اهو اوهانجو جو وياپڪ ۽ پوتر سروروپ آهي، انهيءَ کي برهمچريه ستيه ڀاشڻ، شم [من روڪڻ] ۽ دم [اندرين کي روڪڻ]، يوڳ ابياس ۽ جتيندريه، ستسنگ آدي تپسيائن کان رهت انتهڪرڻ * واري ڪوبه آتما پراپت نٿي ڪري. ۽ جي مٿين تپسيائن کان شڌ ٿيل آهن، سيئي اهو تپ ڪندي انهيءَ اٿيءَ پوتر سروروپ کي چڱيءَ ريت پراپت ڪن ٿا. (٢) جي پرڪاش سروروپ پرميشور جي سرشٽيءَ ۾ وستار پوروڪ پوتر آچرڻ (هلت چلت روش) تپ ڪندا آهن، سيئي پرماتما کي پراپت ڪرڻ لاءِ پوڳيه ٿيا آهن.

هيمتر وچار ڪريو ته واماتجي آدي لوڪ هن منتر مان ” چڪرانڪت “ هجڻ ڪهڙيءَ طرح ٿا سڌ ڪن؟ ڀلا ٻڌايو ته آهي ودوان هئا يا اودوان؟ جي چئو ته ودوان هئا، ته اهڙو اوڀڙ هن منتر جو ڇو ڪيائون؟ ڇاڪاڻ ته هن منتر ۾ ”अतप्ततनूः“ شبد آهي ۽ نه अतप्तभुजैकदेश ۔ وري ”अतप्ततनूः“ هي [پيرن جي] نهن کان چوٽيءَ جي ٻاڙ تائين [شرير جي انگن جي] سموه جو نالو آهي. اها ڳالهه مڃي جي چڪرانڪت لوڪ باهه کان (ٻاڙ) ليائڻ سوڪار ڪندا، ته پنهنجن شرير کي ٻاريءَ ۾ ڦوڪي سڄا شرير ساڙائيندا. پر اهو به هن منتر جي اوڀڙ کان اٽڙ آهي. ڇاڪاڻ ته هن منتر ۾ ستيه ڀاشڻ آدي پوتر ڪرم ڪرڻ ئي تپ سمجهيو ويو آهي.

ऋतं तप सत्य तप। श्रुतं तप: शान्तं तपो दमस्तप। स्वाध्यायस्तप: ।। तैत्ति० प्र० १० अ० ८ ।।

٣٤. (ت) تپ ڇا کي ٿا چون :- تپ آهن اهڙا. اوڀاس جيئن جو تئين شڌ پاونا رکڻ، سچ مڃڻ، سچ ڳالهائڻ. سچ ڪرڻ، من کي آڌرم ڏانهن وڃڻ نه ڏيڻ، ٻاهريان اندرين کي انيائي آچرڻ ۾ وڃڻ کان روڪڻ، اوڀاس شرير اندرين ۽ من سان چڱن ڪرمن جو آچرڻ ڪرڻ ۽ ويد آدي الم ۽ ڌرم ايڪ ڪرمن جو نالو آهي تپ. ڌاتوءَ کي لپائي چمڙيءَ کي ساڙڻ تپ ڪيئن آهي!

ڏسو! چڪرانڪت لوڪ پاڻکي وڏا ولشطو لسا مڃين، پنهنجن (پراڻن) رواجن ۾ ڪرم ڏانهن ڌيان نٿا ڏين.

٣٤. (ٿ) چڪرانکت مت جا باني ڪار:- انهيءَ پوراڻن پانو وچهڌ ۾ شٺ ڪوپ ليو آهي [انهن باٻت] چڪرانڪتن جي ئي پستڪن ۾ پکيت مال پستڪ ۾ جا ” ناپادوم “ جي ناهيل آهي، انهن ۾ لکيل آهي ته :- विक्रीय शूर्प विचचार योगी।। اهڙا وچن چڪرانڪتن جي پستڪن ۾ لکيل آهن. شٺ ڪوپ پوکي ڇڄ ناهي وڪڻي مسافري ڪندو رهندو هو، اوڀاس ڪنجر ذات ۾ پيدا ليو هو. ان جي براهمڻن کان پڙهڻ يا ٻڌڻ گهريو هواندو ته

* من، ٻڌي، چت ۽ اهنڪار جي سموهه جو نالو آهي انتهڪرڻ.

براهمڻ سنڌس ايمان ڪيو هوندو ۽ [جيهو ئي] هن براهمڻن جي ورڌ مت [ڪوڙو ڪيو هوندو] ۽ ٽڪ چڪرانڪت آدي شاسترن جي ورڌ مڻ گهڙت ڳالهيون هلايون هونديون. مڌي واهن ناني سنڌن چيلو ٿيو، جو چنڊال ورڻ ۾ پيدا ٿيو هو. چيلو تنهنجو ليو ياون آچاريه، جو ياون ڪٽنب ۾ پيدا ٿيو هو. ڪي ڪي سنڌس نالو ٻڌائي "ياون آچاريه" نه چون ٿا. انهن ڪانپوءِ براهمڻ ڪل ۾ آئين ليل رامانج چڪرانڪت ٿيو. ان کان اڳي ڪي ڀاشا جا گرنٿ ٺاهيا هوائون. رامانج ڪجهه سنسڪرت پڙهي، سنسڪرت شلوڪن ۾ گرنٿ ٺاها، شاريرڪ سوتر ۽ اپنشدن جي ٽيڪا شنڪر آچاريه جي ٽيڪا جي ورڌ ٺاهيا ۽ شنڪر آچاريه جي ڏاڍي گلا ڪئي.

٣٤- (ب) رامانج ۽ شنڪر مت ڀيد جي آلوچنا:- شنڪر آچاريه جو مت آهي ادوئيت ارٿات جيو ۽ برهم هڪ ئي آهن ۽ اي ڪاڻ وستو سچي هستي نٿي رکي ۽ جگت پرپنچ آهي ۽ سڀڪي مٿيا مايا روپ ۽ انت آهي. انهي ورڌ رامانج جو [مت آهي] ته جيو، برهم ۽ مايا ٽيئي نت آهن. اِئي شنڪر آچاريه جو مت ارٿات برهم کان الڳ جيو ۽ ڪارڻ وستوءَ کي نه مڃڻ چڱو ڪونهي. وري رامانج جو مت آهي وششٽ ادوئيت [ارٿات] جيو ۽ مايا سميت پرميشور هڪ آهي. اهو ٽن جو مڃڻ ۽ ادوئيت [هڪ] نه چوڻ انهري ڀاڳي ۾ (رامانج جو مت) بلڪل اجايو آهي. جيو کي بلڪل ايشور جي آڌين ۽ پرتنتر مڃڻ، ڪنٺي، تلڪ، مالها مورتي پوڄا پاکنڊ مت آديءَ جو هلائڻ، اهي خراب ڳالهيون چڪرانڪت آديءَ ۾ آهن. جهڙا چڪرانڪت آدي ويد وروڌي آهن، تهڙا شنڪر آچاريه جي مت وارا ڪونهن.

٣٥. مورتي پوڄا جو شروع ٿيڻ:- پرشن:- مورتي پوڄا ڪٿان شروع ٿي؟

اتر:- جينين کان.

پرشن:- جينين ڪٿان هلائي؟

اتر:- پنهنجيءَ مورکتا مان.

پرشن:- جيني ٿا چون ته شانت ڌيان اوسٿا ۾ ويٺل مورت ڏسڻ ڪري پنهنجي جيو تي به اهڙو ئي چڱو پرڀاءُ ٿو پوي.

اتر:- جيو چيتن آهي ۽ مورت جڙ آهي. مورتيءَ جيان جيو به جڙ ٿي پوندو ڇا؟ هيءَ مورتي پوڄا رڳو پاکنڊ مت جينين جو هلايل آهي. انهيڪري سنڌس کنڊن ٻارهين سملاس ۾ ڪنداسون.

پرشن:- شاڪت آدي لوڪن مورتين [ٺاهڻ] ۾ جينين جو نقل ڪونه ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته ويشنو آدي لوڪن جون مورتيون جينين جي مورتين جهڙيون نه آهن.

اتر:- هائو! اهو برابر آهي. جينين جهڙيون ٺاهن ها ته جينين جي مت ۾ وڃن ها. اڪري جينين جي مورتين ورڌ ٺاهيائون، ڇاڪاڻ ته سنڌن ڪم آهي جينين سان وروڌ ڪرڻ ۽ انهن [ويشنون] سان وروڌ ڪرڻ آهي مکيه ڪم سنڌن [جينين جو]. جينين مورتيون اگهاڙيون ڌيان

جي اوسطا وارا ۽ ورڪمت [لياڪي] ماٺون جوڙيون ٺهيون آهن. انهيءَ ورڪ وليمٽره آدي چڱيءَ طرح سينگاريل استريءَ سان ڪڏ، رنگ، راڳ، ٻوٽي، وشيشه آسڪتي [وشين ۾ ڦاٿل] آڪار وارا ٻون، ۽ وڏيل ٻيتل ٺهيون آهن. جٺي لوڪ سنگ، گهنڊ، گهڙيال ۽ باجا آدي گهڻا نٽا وڃائين، ٻراهي [وليمٽر] ڏاڍو شور ٿا مچائين. اهڙيءَ ليلا رچڻ ڪرڻ ۽ ويٺو آدي منت جي ٻوڻن جا چيلا جٺين جي چار مان ٻيو سڌن ليلا ۾ اچي ڦاٿا. وياس آدي مهرشين جي نالن سان اسمرتو من گهڙت ڪتاب وارا انيڪ گرنٿ لکيائون. سڌن نالا رکيائون ٻراڻ ۽ لڳا سڌن ڪٿا ٻڌائڻ. ٻوءِ ته اهڙي اهڙي عجيب مايا رچڻ لڳا، جو ٻٿر جون مورتيون ناهي، لڪائي، ڪٿهن ٻهاڙ يا جهنگ آديءَ ۾ رکي آيا، يا ڏرليءَ ۾ پوري ڇڏيائون. ٻوءِ پنهنجن چيلن ۾ ٻرسڌ ڪيائون ته اسانکي راتجو سپني ۾ مهاديو، پاروتيءَ، رادا، ڪرشڻ، سيتا، رام يا لڪشمي نارائڻ، ڀيرو، هنومان آديءَ چيو آهي ته اسين فلاڻيءَ فلاڻيءَ جاءِ تي آهيون. اسانکي اُتان آڻي مندر ۾ استاپت ڪر، ۽ تون ئي اسانجو پوڄاري ٿئج اسين من گهريو ڦل ڏينداسون. منت جي مورڙهن ۽ ڀڳت جي اکڙهن ٻڌائڻ جي ليلا ٻڌي سچ ئي مڃي ورتو. ڪابه پڇيائون ته اهڙي اها مورتي آهي ڪٿي؟ ٻوپ جيءَ ننهن ئي واقعو فلاڻي لکر يا جهنگ ۾ آهي. مون سان گڏجي هلو ته ڏيکاريانو. ڀوءِ انهن اندن هن لسڪر سان وڃي اِلي ٻڌي [اَها اڪل مورت] ڏٺي، ۽ عجب ۾ پئجي اُن ٻوپ جي ٻڌڻ تي ڪري چيائون، ته اوهان تي هن ديوتا جي تمام گهڻي ڪرپا آهي. هينئر اوهين [مورتيءَ کي] کڻي هلو. اسين مندر ٺهرائي ڏينداسون. ان ۾ هن ديوتا کي وهاري اوهان ئي پوڄا ڪجو، ۽ اسين به هن ٻرتاپي ديوتا جي درشن [ديدار] ۽ سپرش [ڇهڻ يا ڇُهي ٽڪڻ] ڪري من گهريو ڦل پائينداسون. اهڙي نموني جڏهن هڪڙي ليلا رچي، ته ٻوءِ ٻين ٻوپن ٻه ڪمس ڏسي پنهنجي گذران لاءِ ڇل ڪپٽ ڪري مورتيون استاپن ڪيون.

٣٦- مورتي پوڄا جو دليلن سان کنڊن :- پرشن :- پرميشور نراڪار آهي. هو ڌيان ۾ نٿو اچي سگهي، تنهڪري مورتي اوشيه هجڻ گهرجي. ڀلا جي ٻيو ڪجهه به نٿا ڪن، سي مورتيءَ اڳيان ٻيهي هٿ ٻڌي پرميشور کي ياد ٿا ڪن ۽ سندس نالو ٿا وٺن، ته ان ۾ نقصان ڪهڙو آهي؟

اُتر :- پرميشور نراڪار ۽ سرو وياپڪ هجڻ ڪري سندس مورتي ٺهي ئي نٿي سگهي. وري جي مورتيءَ جي رڳي ڏسڻ ڪري ئي پرميشور جي سمرتي اچي، ته پرميشور جا ٺاهيل ڌرتي، جل، اگني، وايو ۽ ونسپتي آدي انيڪ پدارٿ جن ۾ ايشور اديت رچنا ڪئي آهي [موجود آهن]، اهڙيءَ رچنا وارن پرٿويءَ، ٻهاڙن آدي پرميشور جي ٺهيل مها مورتين مڌيهان ئي اوڪن جون ٺاهيل مورتيون ٺهجن ٿيون، ڇا تنکي ڏسي پرماتما جو سمرڻ نٿو ڪري سگهجي؟ اوهان جو چوڻ ته مورتيءَ کي ڏسڻ ڪرڻ سان پرميشور جي يادگيري ٿي اچي، سو ٻالڪل مٿيا آهي. ڇاڪاڻ ته جڏهن مورتي اڳيان نه هوندي ته پرميشور جي سمرتي به نه ٿيندي ڪري ۽ ايڪانت هجڻ ڪري، منشه چوري، ويڀچار آدي ڪڪرمن ۾

ٿي سگهي ٿو؛ جو نه هو سمجهي ٿو ته هن وقت اِلي مونکي ڪو ڪونه ٿو ڏسي. تنهن ڪري هو انرٿ ڪندي نٿو هٻڪي. اهڙا ڪيئي دوش پٿر آديءَ جي مورتين جي پوڄا ڪرڻ مڃيهان سڌ ٿين ٿا. هيٺتر ڏسو! ته جو پٿر آديءَ مورتين کي نٿو مڃي، ۽ هميشه سرو ويا پڪ سرو انترياميءَ نياءڪاري پرماتما کي هر هنڌ (موجود) ٿو ڄاڻي ۽ مڃي سو پرش هر هنڌ ۽ سدا پرميشور کي سڀني جي برن ڀلن ڪرمن جو ڏسندڙ سمجهي، ۽ هڪ ڪڻ جيترو به پاڻ کي پرماتما کان جدا نه سمجهي، ڪڪرم ڪرڻ ته ڇا، پاڪ من ۾ برائي نٿو ڪري سگهي؟ ڇاڪاڻ ته هو سمجهي ٿو ته جي آءٌ من وچن ۽ ڪرم سان ڪو به برو ڪم ڪندس، ته اُن انترياميءَ جي نياءَ انوسار سزا کائڻ کان سواءِ ڪڏهن به بچي نه سگهندس.

٣٦. (الف) **نام سمرڻ جي وئدڪ وڌي:-** رڳي نالي پاٺ ڪرڻ مان ڪو به نتيجو نٿو نڪري. مصري مصري چوڻ ڪري وات مٺو ۽ نم نم اچارڻ سان ڪوڙو نٿو ٿئي. بلڪ مٺاج ۽ ڪوڙاڻ جڀ سان چکڻ ڪري ئي سمجهي سگهبي ٿي.

پرشن- ڇا نالو وٺڻ مٿيا آهي؟ پراڻن ۾ هر هنڌ نام سمرڻ جو وڏو مهاتم جو لکيل آهي [سو ڪيئن]؟

اُتر- نالي وٺڻ جو اوهانجو رستو سٺو ڪونهي. جنهن نموني اوهين نام سمرڻ ٿا ڪريو، سا وات غلط آهي.

پرشن- اسانجي ريت ڪهڙي آهي؟

اُتر- ويد ورڌ!

پرشن- ڀلا هيٺتر اوهين اسانکي ويدوڪت نام سمرڻ جي ريت سيکاريو.

اُتر- نام سمرڻ هن ريت ڪجي:- "نياءڪاري" ايشور جو هڪ نالو آهي. ان نالي مڃيهان جو سندس ارٿ آهي ارٿات جئين پرماتما پکشپات ڇڏي سڀني جو ٺيڪ نياءُ ٿو ڪري، تئين ئي اُنکي گرهڻ ڪري نياءُ وارا وهنوار سدا ڪجن، ۽ انياءُ ڪڏهن نه ڪجي. اهڙيءَ طرح [عملي نام سمرڻ ڪرڻ ڪري] هڪڙي نالي مڃيهان به منش جو ڪلياڻ ٿي سگهندو.

٣٦. (ب) **پرميشور ڪڏهن به شرير نٿو وٺي:-** پرشن- اسين ته سمجهون ٿا ته پرميشور ساڪار آهي، ڇو ته شو، وشنو، گڻيش، سورج ۽ ديويءَ وغيره جا شرير ڌارڻ ڪري، رام ڪرشڻ آدي اوتار ورتا آهن، انهيڪري ئي سندس مورتي ٺهي ٿي. ڇا هيءَ ڳالهه به ڪوڙي آهي؟

اُتر- ها، ها! ڪوڙي آهي. ڇاڪاڻ ته अकायम् अज एकपात् *[ارٿات] اهڙين صفتن ڪري پرميشور کي وڌن ۽ جنم وٺڻ ۽ شرير ڌارڻ ڪرڻ کان ٽڪل چيو ويو آهي. وري ايڪتيءَ سان به پرميشور جو اوتار هرگز ٿي نٿو سگهي؛ ڇاڪاڻ ته جو آڪاش جيان هر هنڌ ويا پڪ اننت ۽ سک دک ۽ ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙن گڻن کان ٻاهري آهي، سو هڪ ننڍڙي ويرج، گرڀاشيه [گرڀ] ۽ شرير ۾ ڪيئن ٿو اچي سگهي؟ اچي وڃي اهو ٿو، جو ايڪ ديشي [هڪ هنڌ رهندڙ] آهي. جو اَچل، ڏسڻ ۾ نه ايندڙ ۽ جنهنکان هڪ پرمانو به خالي نه آهي، تنهنجو اوتار مڃڻ

* اڪايم ــ ڪايا يا شرير رهت، اهي شبد يجرويد اڌياءِ ٤٠ جي منتر ٨ ۾ آيل آهن.

اهڙو آهي جهڙو سنڌ استريءَ جي پٽ جو وواهه ڪري سنڌس پوٽي جو درشن ڪرڻ!

٣٦٠ (ب) **مورتيءَ ۾ پرميشور جو مڃڻ-** پرشن- جي پرميشور وياپڪ آهي ته مورتيءَ ۾ به آهي پوءِ ته ڪنهن پدارٿ ۾ به ڀاونا ڪري پوڄا ڪرڻ ۾ ڇڳو ڪمهي؟ ڏسو-

न काष्ठे विद्यते देवो न पाषाणे न मृण्मये । भावे हि विद्यते देवस्तस्माद्भावो हि कारणम् ॥

[ اُتَّر] پرميشور ديو نه ڪاٺ، نه پٿر ۽ نه مٽيءَ جي ٺاهيل پدارٿن ۾ آهي بلڪ پرميشور ته ڀاوَ [ تصور] ۾ موجود آهي. جتي $ ڀاونا رکبي، اُتي پرميشور سڌ ٿيندو.

اُتر- جڏهن پرميشور سرو وياپڪ آهي، ته ڪنهن هڪڙيءَ شيءِ ۾ پرميشور جي ڀاونا رکڻ ۽ ٻيءَ ۾ نه رکڻ. هيءَ اهڙي ڳالهه آهي، جهڙي ڪنهن چڪرورتي راجا کي سموريءَ راڄ سٺا کان ڇڏائي، ڪنهن ننڍڙيءَ جهوپڙيءَ جو مالڪ سمجهه! ڏسو؟ هيءَ ڪيڏي نه وڏي بي عزتي آهي! اهڙيءَ رِيت ته اوهين پرميشور جو به اپمان ڪريو ٿا! جي وياپڪ سمجهو ها ته باغ مان گل ۽ پن ڇني [ اَن لي] ڇو چاڙهيو ها؟ چندن گهي ڇو لڳايو ها؟ ڌوپ جلائي ڇو پيا ڌپ ڪريو، گهنٽا، گهڙيال، جهانجهه، پکاوجن کي ڇو ٿا ڪاٺين سان ماريندا ڪٽيندا رهو؟ اوهان جي هٿن ۾ آهي، پوءِ هٿ ڇو ٿا ٻڌو [جوڙيو]؟ مٿي ۾ آهي، پوءِ مٿو ڇو ٿا نوايو؟ اَن جل آديءَ ۾ آهي، ته پوءِ نئيويد [ ڀوڳ] ڇو ٿا ڌريو؟ جل ۾ آهي، اشنان ڇو ٿا ڪرايو؟ پرماتما ته انهن سڀني پدارٿن ۾ وياپڪ آهي؛ اوهان پوڄا **ڪنهنجي** ٿا ڪريو؟ وياپڪ جي يا وياپيه جي [ اُنجي جنهن ۾ پرماتما وياپڪ ٿي رهيو آهي]؟ جي وياپڪ جي ٿا ڪريو ته پٿر ۽ ڪاٺ آديءَ تي چندن ۽ گل آدي ڇو ٿا چاڙهيو؟ ۽ جي وياپيه جي ٿا ڪريو ته پوءِ اهڙو ڪوڙ ڇو ٿا ڳالهايو ته اسين پرميشور جي پوڄا ٿا ڪريون؟ اسين پٿر آديءَ جي پوڄا ڪندڙ آهيون، ائين سچ ڇو نٿا چئو؟

٣٦٠ (پ) **سچي ۽ ڪوڙي ڀاونا:-** هاڻي ٻڌايو "ڀاو" سچو آهي يا ڪوڙو؟ جي چئو ته سچو آهي ته پرميشور اوهانجي ڀاونا هميشه ٻڌجي ويندو! [ جو ناممڪن آهي] وري اوهان مٽيءَ ۾ سون چاندي آدي، پٿر ۾ هيري پني آدي سمنڊ ڦيڻ ۾ موتي، پاڻيءَ ۾ گهي کير ۽ ڏڌ آدي ۽ ڌوڙ ۾ مٽدي کنڊ آديءَ جي ڀاونا رکي انهن کي اهڙو ڇو نٿا بڻايو؟ اوهين ڏک جي ڀاونا ڪڏهن به نٿا ڪريو، سو ڇو ٿو ملئي؟ ۽ سک جي ڀاونا سدائين ڪندا ٿا رهو، پوءِ سک ڇو نه ٿو حاصل ٿئي؟ انڌو ماڻهو اکين جي ڀاونا ڪري ڇو نٿو ڏسي سگهي؟ اوهين مرڻ جي ڀاونا نٿا ڪريو، پوءِ مري ڇو ٿا وڃو؟ انهيڪري [سڌ آهي ته] اوهانجي ڀاونا سچي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته جا وستو جهڙي آهي تنهن ۾ تهڙي [ خيال] رکڻ جو نالو آهي ڀاونا. جهڙيءَ رِيت اگنيءَ ۾ اگني، جل ۾ جل سمجهڻ! جل ۾ اگني ۽ اگنيءَ ۾ جل سمجهڻ **اڀاونا** آهي سڌ جي؛ ڇاڪاڻ ته جهڙي کي تهڙو سمجهڻ **گيان** ۽ ٻيءَ رِيت سمجهڻ **اگيان** آهي. انهي ڪري (سڌ ٿيو) ته اوهين اڀاونا کي ڀاونا ۽ ڀاونا کي اڀاونا چئو ٿا.

٣٦٠ (ت) **مورتين ۾ ايشور جو آواهن ڪرڻ:-** پرشن- سائين! جيسين ويد منترن

$ جتي سنڌيءَ جي غلط ڇوٽي آهي:- "سوال- ڀر پلو يا ورساءَ"؟ "جواب- ورساءَ!"

سان آواهن نٿا ڪيون، تيسين ديوتا نٿو اچي، ۽ آواهن* ڪرڻ ڪانپوءِ يڪدم ٿو اچي ۽ وسرجن ڪرڻ ڪري هليو ٿو وڃي.

اُتر- جي منتر پڙهي آواهن ڪرڻ ڪري ديوتا هليو ٿو اچي، ته مورتي چيتن ڇو نٿي ٿئي؟ ۽ وسرجن ڪرڻ ڪانپوءِ [مورتيءَ] مان ڇو نٿي وڃي؟ وري هو اچي ڪٿان ٿو ۽ وڃي ڪيڏانهن ٿو؟ ڀلا ڀائرو! پورڻ [هر وستوءَ ۾ موجود] پرماتما نه اچي ٿو ۽ نه وڃي ٿو! جي اوهين منترن جي زور تي پرماتما کي سڏي ٿا سگهو، ته ساڳين ئي منترن سان پنهنجي مئل پٽ جي شرير ۾ [لڪري ويل] جيو کي گهرائي ڇو نٿا وٺو؟ شتروءَ جي شرير ۾ جيو آتما جو وسرجن ڪري کيس ڇو نٿا ماري سگهو؟ ڀلا ڀائرو! ڀورڙا لوڪو! اهي ٺوڳ ئي آهن، جي اوهانکي ٺڳي پنهنجو سوارٿ ٿا ڪڍن. ويدن ۾ پٿر آديءَ جي مورتين جي پوڄا ۽ پرميشور کي آواهن ۽ وسرجن ڪرڻ بابت هڪ اکر به ڪونهي.

प्राणा इहागच्छन्तु सुखं चिरं तिष्ठन्तु स्वाहा। आत्मेहागच्छन्तु सुखं चिरं तिष्ठतु स्वाहा। - پرشن-
इन्द्रियाणीहागच्छन्तु सुखं चिरं तिष्ठन्तु स्वाहा।

آدي ويد منتر آهن! ڇو ٿا چئو ته ڪينهن؟

اُتر- اڙي ڀائرو! ڀلائيءَ کي ٿورڙو ته ڪم آڻيو! اهي سمپردائن وام مارگين جي من گهڙت ويد ورت تنتر گرنٿن ۾ پڙهن جون ٺاهيل سٽون آهن ۽ نه ويد وچن.

٣٦. (ب) تنترن جا گرنٿ ڪوڙا آهن - پرشن - ڇا تنتر ڪوڙا آهن؟

اُتر- هائو! بلڪل ڪوڙا آهن. جهڙيءَ طرح آواهن، پران پرتشٺا [مورتيءَ ۾ ساه وجهڻ جي ڪريا] آدي، پٿر آديءَ جي مورتن بابت ويدن ۾ هڪ منتر به ڪونهي. تنهن ئي آدي وچن به نه آهن. ارٿات اهڙو به [لکيل] ڪونهي ته :-

पाषाणादि मूर्तिं रचयित्वा मन्दिरेषु संस्थाप्य गन्धादिभिरर्चयेत्।

ارٿات پٿر آديءَ جي مورتي ٺاهي مندرن ۾ استاپن ڪري چندن اڪشت [چانورن] آديءَ سان پوڄا ڪجي، اهڙو ذرو به ڪونهي.

٣٦. (ت) ويدن ۾ مورتي پوڄا جو نشيڌ :- پرشن- جي ويدن ۾ ودي [اجازت] ڪانهي ته ڪيڏن [منع] به ڪونهي - پر جي ڪيڏن آهي ته प्राप्तौ सरगाँ निषेधः [ارٿات] مورتيءَ جي هجڻ ڪري ئي ڪيڏن به ٿي سگهي ٿو.

اُتر- ودي نه ڪانهي، پرماتما جي استان تي ڪنهن ٻئي پدارٿ کي پوڄا ڪرڻ لاءِ منع گهرجي. [اهڙو لکيل آهي] منع جو ته بلڪل نشيڌ آيل آهي. ڇا اپورو ودي [موجودگيءَ کان اڳ حڪم] ڪونه ٿي ڪري آهي؟ ڀلا! هيءَ آهي.

अन्धन्तमः प्रविशन्ति येऽसम्भूतिमुपासते। ततो भूय इव ते तमो य उ संभूत्याᳪरताः ॥ १ ॥
यजु० अ० ४० । मं० ९ ॥

न तस्य प्रतिमा अस्ति ॥ २ ॥ यजु० अ० ३२ । मं० ३ ॥

* آواهن ڪرڻ = گهرائڻ يا ڪوٺائڻ. وسرجن ڪرڻ = موڪل يا رخصت ڏيڻ.

377



यद्वाचानभ्युदितं येन वागभ्युद्यते । तदेव ब्रह्म त्वं विद्धि नेदं यदिदमुपासते ॥ १ ॥
यन्मनसा न मनुते येनाहुर्मनो मतम् । तदेव ब्रह्म त्वं विद्धि नेदं यदिदमुपासते ॥ २ ॥
यच्चक्षुषा न पश्यति येन चक्षूंषि पश्यन्ति । तदेव ब्रह्म त्वं विद्धि नेदं यदिदमुपासते ॥ ३ ॥
यच्छ्रोत्रेण न शृणोति येन श्रोत्रमिदं श्रुतम् । तदेव ब्रह्म त्वं विद्धि नेदं यदिदमुपासते ॥ ४ ॥
यत्प्राणेन न प्राणिति येन प्राणः प्रणीयते । तदेव ब्रह्म त्वं विद्धि नेदं यदिदमुपासते ॥ ५ ॥ केनोपनि० ॥

(١) جي "اسمڀوتي" [پرڪرتي] اُن جي ڪارڻ کي برهم جي استان تي پوڄين ٿا، سي اُنڌڪار [اوڳيان] اگيان ۽ دک ساگر ۾ ٻڏن ٿا. ۽ جي "سمڀوتي" [ارٿات] ڪارڻ مان پيدا ٿيل ڪارج روپ پرٿوي آدي تتون، پٿرن ۽ وڻن آديءَ جي جڙن ۽ منشيه آديءَ جي شريرن جي اُپاسنا برهم جي استان تي ٿا ڪن، سي اُن کان به وڌيڪ انڌڪار [يعني] ارٿات مها مورک ٿيندي، گهڻي وقت تائين گهور دک روپ نرڪ ۾ ڪري مها ڪليش ڀوڳين ٿا. (٢) جو سڄي جڳت ۾ وياپڪ آهي، تنهن نراڪار پرماتما جي ماپ، پرتما يا مورتي نه آهي. (٣) جو وائيءَ جي इयत्ता ڪونهي، ارٿات هيءَ جل آهي، وٺو! اهڙو [پرتيڪش] وشيه ڪونهي، پر جنهنجي آسري ۽ هستيءَ سان وائيءَ جي پرورتي [شروعات] ٿئي ٿي، تنهن کي تون برهم ڄاڻ ۽ سندس اُپاسنا ڪر. اُن کان الڳ ٻيو جيڪي آهي، سو اُپاسنا ڪرڻ جوڳو ڪونهي. (٤) جو من سان इयत्ता ڪري من ۾ نٿو اچي، ۽ جو من کي ڄاڻي ٿو، تنهنکي تون برهم سمجهه، سندس اُپاسنا ڪر. اُنکان جدا جي جيو ۽ انتهڪرڻ آهن، تنهي اُپاسنا برهم سمجهي نه ڪر. (٥) جو اکين سان نٿو ڏسجي، ۽ جنهنجي ڪري سڀئي اکيون ڏسن ٿيون، تنهنکي تون برهم سمجهه ۽ تنهنجي تي اُپاسنا ڪر. ۽ جي سورج، بجلي، اگني آدي جڙ پدارٿ انکان الڳ آهن، تنهي اُپاسنا نه ڪر. (٦) جو ڪنن سان ٻڌڻ ۾ نٿو اچي، جنهنجي ڪري ڪن ٻڌن ٿا، تنهنکي تون برهم سمجهه ۽ تنهنجي تي اُپاسنا ڪر. اُنکان سواءِ شبد آديءَ جي اُپاسنا سندس استان تي نه ڪر. (٧) جو پراڻن کان چلائمان نٿو ٿئي ۽ جنهنکان پراڻن کي گتي (چال) ٿي ملي، تنهن برهم کي تون سڃاڻ ۽ تنهنجي تي اُپاسنا ڪر. هيءَ جا اُنکان جدا وايو [هوا] آهي تنهنجي اُپاسنا نه ڪر. اياديءَ انيڪ نعمتون آهن. نعمت پراپت [حاصل] ۽ اپراپت [غير حاصل] ٻنهي جو ٻڌندو آهي. پراپت جو جتن ڪو ڪتي وڃي هجي ۽ اُنکي اُتان اُٿاري ڇڏڻ. اپراپت جو جتن هي پت! تون چوري ڪڏهن به نه ڪج، ڪوڙ ۾ ڪڏهن نه ڪرج. دشٽن جي سنگت نه ڪج، ودياهيڻ نه رهج. آدي اپراپت جا نعمت سڏجن ٿا. جو انسان جي گيان ۾ اپراپت آهي، سو پرميشور جي گيان ۾ پراپت آهي، تنهنکري تي اُنجو نعمت ڪيو الس. تنهنڪري پٿر آديءَ جي مورتي پوڄا بلڪل نعمت ٿيل آهي.

٣٦. (س) مورتي پوڄڻ مهاپاپ آهي:- پرشن- مورتي پوڄا ۾ پاپ ڪونهي نه پاپ نه ڪونهي.

اُتر- ڪرم ٽن پرڪارن جا ٿيندا آهن. [هڪڙا] وهت [ارٿات] جي ڪرڻ، هجڻ

سمان ويد ۾ جا ٽاڪيل آهن ۽ جهڙوڪ ستيه ڀاشڻ آدي. يا نشيڌ (ارٿاپت) جي ڪرڻ ۽ نه هجڻ سبب ويد ۾ نشيڌ ٿيل آهن، جهڙوڪ ڪوڙ ڳالهائڻ آدي. جهڙيءَ ريت وهت جو آچرڻ ۾ آڻڻ ڌرم ۽ اُن لاءِ آچرڻ نه ڪرڻ اَڌرم آهي، تهڙيءَ نشيڌ [منع ٿيل] ڪرمن جو ڪرڻ اڌرم ۽ نه ڪرڻ ڌرم آهي. جي اوهين ويدن ۾ نشيڌ ٿيل مورتي پوڄا آدي ڪرم ڪريو ٿا ته پاپي ڇو نه آهيو؟

٣٦. (ت) پرميشور پراپتيءَ جو پهريون ڏاڪو:- پرشن- ڏسو، ويد انادي آهن. اُن وقت مورتيءَ جو ڪهڙو ڪم هو؟ ڇاڪاڻ ته اُتي ديوتا پرتيڪش هئا! هيءَ ريت ته پوءِ تنترن ۽ پراڻن ۾ هلائي وئي آهي، جڏهن ماڻهن جو گيان ۽ سامرٿ گهٽجي ويو ۽ پرميشور کي ڌيان ۾ نه آڻي سگهيا، مورتيءَ جو ڌيان ته آڻي سگهيا. مورتيءَ جو ڌيان ته ڪري سگهجي ٿو، تنهنڪري مورتي پوڄا اگيانين لاءِ آهي ڇاڪاڻ ته ڏاڪو ڏاڪو ڪري چڙهندو ته ڪوٺيءَ تي پهچي ويندو. پهريون ڏاڪو ڇڏي ڪو مٿي وڃڻ گهرندو ته ڪين وڃي سگهندو، تنهنڪري مورتي پهريون ڏاڪو آهي ۽ اُنکي پوڄيندي پوڄيندي جڏهن گيان ٿيندو ۽ انتهڪرڻ پوتر ٿيندو، تڏهن پرماتما جو ڌيان ڪري سگهندو. جيئن نشان چٽيندڙ پهريائين وڏي نشان ۾ تير، گولو آدي هڻندي هڻندي پوءِ ننڍڙن نشانن کي به ڇني سگهندو آهي ۽ ساڳيءَ طرح اسٿول مورتيءَ جي پوڄا ڪندي ڪندي سوکشم برهم کي به پراپت ڪري سگهندو. جهڙيءَ ريت ڇوڪريون به ننڍن گڏين واند ڪنديون آهن، جيسين سچو پتي نٿو ملين. تئين مورتي پوڄا ڪرڻ ڪو خراب ڪم ڪونهي.

اتر- جڏهن ويد وهت ڪرم ڪرڻ ڌرم آهي ۽ ويد خلاف آچرڻ ڪرڻ اڌرم آهي، ته اوهانجي چوڻ موجب ته مورتي پوڄا ڪرڻ اڌرم سڌ ٿيندو!

٣٦. (ٿ) ناستڪ ڪير آهن؟ [پوءِ ته] جي جي گرنٿ ويد ورڌ آهن، انکي پرمان مڃڻ ناستڪ بڻجڻ ٿيندو. ڏسو:-

नास्तिको वेदनिन्दकः ॥ १ ॥ मनु० [ २ । ११ ]
या वेदबाह्याः स्मृतयो याश्च काश्च कुदृष्टयः । सर्वास्ता निष्फलाः प्रेत्य तमोनिष्ठा हिताः स्मृताः ॥२॥
उत्पद्यन्ते च्यवन्ते च यान्यतोऽन्यानि कानिचित् । तान्यर्वाक्कालिकतया निष्फलान्यनृतानि च ॥३॥
मनु० अ० १२ ॥ [ ९५ । ९६ ]

(١) [هي منو سمرتيءَ جي ادياءِ ٢ جي شلوڪ ١١، ۽ ادياءِ ١٢ جي شلوڪن ٩٥-٩٦ جا وچن آهن. ارٿاپت:- منو جي ٿو چوي ته جو ويدن جي نندا ارٿاپت [سندس] اپمان، تياڳ يا انجي ورڌ آچرڻ ٿو ڪري، سو ناستڪ ٿو سڏجي.

٣٦. (ٿ) ويدن ورڌ سڀيا نيندڙ پستڪ:- (٢) جي گرنٿ ويد ومکھ خراب پرشن جا ٺاهيل آهن، سي سنسار کي دک ساگر ۾ ٻوڙيندڙ آهن. اهي سمورا نشڦل، اسٿ، اندڪار روپ هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ دک ڏيندڙ آهن. (٣) جي ويد ورڌ گرنٿ پيدا ٿا ٿين، سي اوان هڪ ڪري جلد نشٽ ٿا ٿين، انهن کي مڃڻ اجايو ۽ ڪوڙ آهي. برهما کان

وٽي ميرشي جڳمڳيءَ لائين سڀني جو اهو ٿي مت آهي ته ويدن جي ورڌ [ڪجهه] نه موجب ٻلڪ ويد انڪول ٿي آچرڻ ڪرڻ ڌرم آهي؛ چاڪاڻ ته ويد سڀ ايشور جا ظاهر ڪيل آهن. سمرتيون ۽ پراڻ ويد ورڌ هٺ ڪري ڪوڙا آهن؛ ۽ جي ويد جي ورڌ پستڪ آهن، تن ۾ ڏيکاريل مورتي پوڄا به ادرم جو روپ آهي.

٣٦. (ج) گمان ڪئن ٿو وڌي؟ جڙ جي پوڄا ڪرڻ ڪري ماڻهن جو گمان ڪري نه وڌي سگهندو، ٻلڪ جو ڪجهه موجود هوندو، سو به نشٽ ٿي ويندو! گيانين جي شيوا ۽ سنگت منجهان ٿي گمان وڌندو آهي، ۽ نه پٿر منجهان!

٣٦. (ج) پرماتما پراپتيءَ جا ڀيريان ڏاڪا:- چاڪر پٿر آدي مورتي پوڄي ڪڏهن پرميشور کي ڌيان ۾ آڻي سگهي ٿو؟ نه، نه!! مورتي پوڄا ڏاڪو ڪونهي، ٻلڪ هڪ وڏي کاهي آهي، جنهن ۾ ڪري ماڻهو هڏ ڪڏ ڀڃائي ٿو ڇڏي! ۽ وري اُن کاهيءَ منجهان نڪري نٿو سگهي، ٻلڪ اُن ۾ ٿي مري ٿو وڃي. هائو! نيڪ ٻُڌين ڌارمڪ ودوان ڪانوتي پرم ودوان يوگين جي سنگت، ست ودٻا ۽ ستيه ڀاشڻ آدي پرميشور پراپتيءَ جا [اهڙا] ڏاڪا آهن، جئن متي گهر ۾ وڃڻ جي ڏاڪڻ هوندي آهي. مورتي پوڄا ڪندي ڪيائي ته ڪو نه ٿيو، اُلٽ انجي اُهڙ مورتي پوڄڪ اگياني رهندي منش جنم اجايو وڃائيندي ڪتراڻي مري ويا، ۽ جي باقي آهن؛ يا اڳيانڊ ٿيندا، سي به منش جنم جي ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش جي پراپتي روپي ڦلن کان نااميد رهندي نشٽ ٿي ويندا. برهم پراپتيءَ لاءِ مورتي پوڄا اسٿول لڪش جهڙي نه آهي؛ پر ڌارمڪ ودوان [جو سنگ] ۽ سرشٽي ودٻا وڌائيندي وڌائيندي منش برهم کي پائي ٿو. وري مورتيون گڏين جي راند وانگر به ڪينهن، ٻلڪ ڀڙياڻين اکر سڃاڻڻ ۽ چڱي سکيا جو ملڻ اهي گڏين جي راند وانگر برهم جي پراپتيءَ جا ساڌن آهن. ٻڌو! جو چڱي سکيا ۽ ودٻا پراپت ڪندو، سو ئي سچي سواميءَ پرماتما کي به پراپت ڪندو.

٣٦. (جهه) مورتي پوڄا مان ١٦ نقصان:- پرشن- ساڪار ۾ من اسٿر [ٽڪيل] ٿو رهي ۽ نراڪار ۾ ٽڪڻ مشڪل آهي. تنهنڪري مورتي پوڄا ڪرڻ گهرجي.

اُتر (١) ساڪار ۾ من ڪڏهن به اسٿر رهي نٿو سگهي؛ چاڪاڻ ته من کيس هڪدم گرهڻ ڪري سندس هر هڪ انگ [عضوي] ۾ گهمندو، ۽ [هڪ کي ڇڏي] ٻئي ۾ ڊوڙندو ٿو رهي. [اُنجي اُهڙ] نراڪار پرماتما کي گرهڻ ڪرڻ لاءِ من پنهنجيءَ سڄيءَ شڪتيءَ سان لکو ڊوڙندو، ته به سندس انت نه پائيندو. [نراڪار پرماتما] کي انگ ڪينهن، تنهنڪري من چنچل به نٿو ٿئي. ٻلڪ سندس گڻ، ڪرم ۽ سڀاون جا ويچار ڪندي آنند ۾ پرجي اسٿر ٿي ٿو پوي جي ساڪار من ۾ اسٿر ٿيندو هجي ها، ته سڄي جڳت جو من اسٿر ٿي پوي ها. چاڪاڻ ته منش، جڳت ۾ استري، پٽر، ڌن، ماڻن آدي ساڪار [شين] ۾ ڦاٿل ٿي رهي ٿو، پر ڪنهنجو به من اسٿر نٿو ٿئي، جيسين هو نراڪار ۾ نٿو لڳائي! چاڪاڻ ته (نراڪار) ٻيا انگن جي هئڻ ڪري اُن ۾ من اسٿر ٿي ٿو وڃي. تنهنڪري مورتي پوڄا ڪرڻ ادرم آهي. (٢) اُن ۾ ڪروڙها روپيا مندرن آديءَ ٿي خرچ ڪرڻ ڪري [ماڻهو]

ڪنگال ٿيندا ٿا وڃن، ۽ ان [مورتي پوڄا] ڪري سستي ٿي وڃي. (٣) مندرن ۾ استري پرش گڏجڻ ڪري وڀچار، لڙائي، جهيڙا ۽ روڳ آدي پيدا ٿين ٿا. (٤) ان [مورتيءَ] کي ئي ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ مڪتيءَ جو ساڌن مڃڻ ڪري، پرشارٿ هيڻ ٿيندي منش [ماڻهو] ائين ئي جنم اجايو ٿا وڃائين. (٥) نانا پرڪار [هڪ ٻئي] برخلاف نالن وارين مورتين جي پوڄا ڪرڻ جي هڪ مت جي ايڪتا نشٽ ٿي ٿي ۽ اُبتڙ مت ۾ هلڻ ڪري هڪ ٻئي سان ڦوٽ وڌائي ديش جو نقصان ٿا ڪن (٦) ان [مورتيءَ] جي ئي آسري تي دشمن جي هار ۽ پنهنجي سوڀ مڃي ويٺا ٿا رهن، جنهنڪري کين هار ٿي ملي ۽ راڄ جي سوتنترتا ۽ ڌن جو سک سندن شتروءَ جي آڌين ٿو ٿئي ۽ پاڻ پراڌين ٿيندي، ڀاڙي جي ٽٽوءَ ۽ ڪنڀر جي گڏهه وانگر شتروءَ جي ور چڙهي انيڪ پرڪارن جا دک ٿا ڀوڳين. (٧) جي ڪو ڪنهنکي چوي ته اسين تنهنجي ويهڻ جي جاءِ يا نالي تي پٿر ٿا رکون ته هو ڪيئن نه اُن تي ڪاوڙبو، ڪيئن ماريندو يا گاريون ڏيندو؟ ساڳيءَ ريت جي پرميشور جي جاءِ، هرديه ۽ نالي تي پٿر آديءَ جون مورتيون رکندا، ان دشٽ بُڌيءَ وارن جي ستياناس پرميشور ڇو نه ڪندو؟ (٨) مورتي پوڄا ڪرڻ ڪري ڀرمجي مندر مندر، ديش ديشانتر رلندي دک ٿا پائين، ڌرم، سنسار ۽ پرمارٿ جا ڪم نشٽ ٿا ڪن، چورن وغيره کان ستائجن ۽ ٺڳن کان پاڻ ٺڳائيندا ٿا رهن. (٩) دشٽ پوڄارين کي ڌن ٿا ڏين، جو ڌن هو ويشيائن، پر استري سنگ ۽ شراب پيئڻ ۽ ماس کائڻ ۽ لڙائي جهيڙن ۾ خرچ ٿا ڪن، جنهنڪري داتاءَ جي سک جي پاڙ پٽجي ٿي وڃي ۽ هو دکي ٿو ٿئي. (١٠) ماتا پتا آدي مان وارن جو اپمان ڪرڻ ڪري ۽ پٿر آديءَ جي مورتين جو مان ڪرڻ ڪري [ماڻهو] ڪرتگهن [احسان فراموش يا گڻ چور] ٿا ٿيجي پون. (١١) انهن مورتين کي جي ڪو کڻي ٿو وڃي، يا چور کڻي ٿا وڃن ته هاءِ گهوڙا ڪري روئندا ٿا رهن. (١٢) پوڄاري پر استرين جي سنگ ۾ ۽ پوڄارڻ پر پرشن جي سنگ ۾ اڪثر دوش وارا ٿيندي، استري پرش جي پريم ۽ آنند کي وڃائي ٿا وهن. (١٣) سواميءَ [مالڪ] ۽ سيوڪ [نوڪر] جا ڪرتويه پوريءَ طرح نٿا پالجن. جنهنڪري هڪ ٻئي جي اُبتڙ ڀاو اُڀرن ٿا لڳن، جنهنڪري [ماڻهو] برباد ٿا ٿين. (١٤) جڙ جي ڌيان ڪندڙ جي آتما به جڙ بُڌي [ڪند] ٿي پوندي آهي، ڇاڪاڻ ته ڌيان ۾ آندل وستوءَ جي جڙتا جو گڻ انتهڪرڻ جي وسيلي [جيو] آتما ۾ اوس ٿو اچي. (١٥) پرميشور سڳنڌيءَ وارا گل آدي پيداوار، هوا پاڻيءَ جي بدبوءِ هٽائڻ ۽ تندرستيءَ [وڌائڻ] لاءِ بڻايا آهن. پوڄاري اهو نه سمجهندي ته انهن گلن جي خوشبوءِ ڪيترن ڏينهن تائين آڪاش ۾ چڙهي هوا پاڻيءَ جي صفائي ڪندي رهي ها، ۽ خوشبوءِ ڏيڻ جي پوري سمي تائين سندن خوشبوءِ رهي ها، گلن کي پٽي سندن ناش اڌ ۾ ئي ڪري ٿا ڇڏين. گپ سان گڏجي ڪما ٿي اهي گل آدي اُلٽو بدبوءِ ٿا پيدا ڪن. ڇا پرماتما گل آدي سڳنڌي پيداوار پٿرن تي چاڙهڻ لاءِ رچيا آهن؟ (١٦) پٿرن تي چاڙهيل گل، چندن ۽ چانور آدي سڙي وڃن ۽ پاڻيءَ ۾ مٽيءَ سان ملي، ناليءَ يا حوض ۾ اچي ڪٺا ٿا ٿين، جتان مان آڪاش ۾ اُستري بدبوءِ ٿي چڙهي، جيتري

انساني مل مولھ جي. وري هزارين جهڙو [جيئن ڪيٽاڻ ۽ بيماريءَ جا جهڙا] اُن ۾ پوندا ۽ اُن ۾ ليھي مرندا ڳڙندا ٿا رهن. مورتي پوڄا ڪرڻ ڪري اهڙا ڪيئي دوش ٿا لڳن. تنهن ڪري پنڊتن آديءَ جي مورتن جي پوڄا سڃڻ ماڻهن لاءِ نه، اصل لياقت جوڳي آهي. جن ماڻهن پنڊتن جي مورتن جي پوڄا ڪئي آهي، ڪندا آهن ۽ ڪندا، سي مٿي ڄاڻايل دوشن کان نه بچيا، نه بچندا آهن ۽ نه بچندا.

٣٦- (ج) سچي پنج ديو پوڄا- پرشن- ڪنهن به نموني جي مورتي پوڄا نه ڪرڻ ڪرائڻ نه ٿيو، پر جو پنهنجي آريه ورت ۾ "پنچ ديو پوڄا" جو شبد پراچين رواج موجب هليو ٿو اچي، تنهنجو [مطلب] پنچ آتن پوڄا ارٿات شو، وشڻو، امبڪا، گڻيش ۽ سورج جي مورت بڻائي پوڄبي آهي، اهو ٺيڪ آهي يا نه؟

اُتر- ڪنهن به نموني جي مورتي پوڄا نه ڪرڻ گهرجي. البت جي "مورتيمان" هيٺ لکندا سون، تن جي پوڄا ارٿات ستڪار ڪرڻ گهرجي- اهو پنچ ديو پوڄا يا پنچايتن پوڄا جو شبد ڏاڍي چڱي ارٿ وارو آهي، پر وديا هيڻ ۽ جاهلن، سدن اُتم ارٿ کي ڇڏي خراب ارٿ کي پڪڙي ورتو آهي. اڄ ڪلهه جي شو آدي پنجن جون مورتيون ٺاهي پوڄن ٿا، تنجو کنڊن نه اڳ ڪري چڪا آهيون. پر سچي پنچايتن ويدن جي انوسار ۽ ويدن جي انڪول ديو پوڄا ۽ مورتي پوڄا هيءَ آهي، پڙهو:-

मा नो वधीः पितरं मोत मातरम् ॥ १ ॥ यजुः [ १६ । १५ ]
आचार्य्यो उपनयमानो ब्रह्मचारिणमिच्छते ॥ २ ॥ अथर्व० कां० ११ । व० ५ मं० १७ ]
अतिथिर्गृ हानागच्छेत् ॥ ३ ॥ अथर्व० [ कां० १५ । व० १३ । मं० ६ ]
अर्चत प्रार्चत प्रियमेधासो अर्चत ॥ ४ ॥ ऋग्वेद ॥
त्वमेव प्रत्यक्षं ब्रह्मासि त्वामेव प्रत्यक्षं ब्रह्म वदिष्यामि । ५ । तैत्तिरीयो० [ वल्ली० १ । अनु० १]
कतम एको देव इति स ब्रह्म त्यदित्याचक्षते ॥ ६ ॥ शतपथ० ॥ कां० १४ प्रपा० ६ । ब्राह्म० ७ कं १० ॥
मातृदेवो भव पितृदेवो भव आचार्य्यदेवो भव अतिथिदेवो भव ॥ ७ ॥ तैत्तिरीयो० [ १ । ११ ]
पितृभिर्भ्रातृभिश्चैताः पतिभिर्देवरैस्तथा । पूज्या भूषयितव्याश्च बहुकल्याणमीप्सुभिः ॥८॥ मनु०अ० ३ । ५५॥
पूज्यो देववत्पतिः ॥ ९ ॥ मनुस्मृतौ ।

[ارٿات] ماتا مورتي [مجسم] پوڄا جوڳي پهريون ديوتا آهي. ارٿات اولاد، تن، من ۽ ڌن سان سيوا ڪري ماتا کي پرسن رکي، ۽ ڪنهن ڪڏهن به دک ۽ ودڻ نه پهچائي. ٻيو آچرڻ وارو پتا پڻ ديو آهي، اُنجي به ماتا وانگر سيوا ڪجي، (يجرويد اڌياءِ ١٦ منتر ١٥) ٽيون آهي آچاريه وديا ڏيڻ وارو، اُن جي به تن من سان سيوا ڪجي. [اٿروويد ١١-٥-١٧]. ودوان، ڌارمڪ نشڪپٽي. سڀني جي اُنتي چاهيندڙ، جڳت ۾ ڀاڙا ڪندو رهندڙ، پنهنجي ست اُپديشن کان هر ڪنهن کي سکي ڪندڙ اٿتي [مهمان] آهي. چوٿون (ديوتا)، جنهنجي سيوا ڪجي. [اٿروويد ١٥-١٣-٦ آدي آدي]. پنجون استريءَ لاءِ پتي ۽ پرش لاءِ استري پوڄا جي جوڳي آهي. منوسمرتي اڌياءِ ٣ شلوڪ ٥٥ آدي. اهي پنج مورتيمان ديوتا

جي سنگت ۾ مهش جي شرير جي اُٻتي ۽ پالنا [ٿي ٿئي] ۽ سڀئي سکيا، وديا ۽ ست اُپديش ٿو ملي. اهڙيءَ پرميشور کي پراپت ڪرڻ جا ڏاڪا آهن. انهن جي سيوا نه ڪري جي پٿرن آديءَ جون مورتيون ٿا پوڄين، سي تمام نيچ ۽ نرڪ ۾ وڃڻ ٻوڳيہ آهن.

٣٦. (ڄ) مورتي پوڄا ۾ سوارٿ سڌي :- پرشن:- ماتا پتا آديءَ جي سيوا ڪندي مورتي پوڄا نه ڪجي، پوءِ ته ڪو دوش ڪونهي ؟

اُتر- پٿر آديءَ جي مورتي پوڄا ته بلڪل ڇڏڻ ۾، ۽ ماتا آدي مورتيمان جي سيوا ڪرڻ ۾ ئي ڪلياڻ آهي. ڏاڍي انرٿ جي ڳالهه آهي ته ساکشات ماتا آدي پرتيکش سکدائڪ ديوتائن کي ڇڏي پٿرن آدي اُديوتائن ۾ [ماڻهن] متو مارڻ سويڪار ڪيو! اهو مورکن ان ڪري سويڪار ڪيو آهي، جو ماتا پتا جي اڳيان نئي ويد نه [پوڳ] يا پيتا پوڄا رکندا سون نه آهي پاڻ کائي ڇڏيندا ۽ جي پيتا پوڄا ونندا ته اسانجي پاڻ ڪجهه نه پوندو. تنهنڪري پٿرن آديءَ جي مورتي ناهي، تنهنجي اڳيان نئي ويد نه رکي، گهنٽا، ناد، ٽن ٽن، پون پون سنک وڄائي، شور مچائي، [مورتيءَ کي] آڱوٺو ڏيکاري اوناٿ त्वमंगुष्ठं गृहाण भोजनं पदार्थं वाऽहं ग्रहीष्यामि* جيئن نه ڪو ڪنهنکي دوکو ڏئي، يا آڱوٺو ڏيکاري ڇڙائي نه ٽون وٺ آڱوٺو [۽ انهن ڇٽي] سندس اڳيان وکمل سمورا پداورٿ کڻي پاڻ کائي، تئن ئي انهن پوڄارين [پوڄا= ست ڪرم ۽ آري= دشمن] اوناٿ ست ڪرمن جي دشمن جي ليلا آهي! اهي ماڻهو مورتين کي صاف ڪري، سينگاري ۽ چاڪائيo، پاڻ ونيا يا پڙون جيان سنا ونس ڪري، وچارن مورکن، اي سمجهه ۽ ٻيئمن جا مال ٻچائي موجون ماڻيندا آهن- جي ڪو ڏارمڪ راڄا هجي ها، ته انهن پٿرن کي پهار ڪندڙ ماڻهن کي پٿر ٽڪائي گهڙائي ۽ گهورن آديءَ جي اڏاوت جهڙن ڪمن ۾ لڳائي، ڪين ڪاڌ خوراڪ پهچائي سندن گذران ڪرائي ها !

٣٦. (ڇ) وئراڳيہ ۽ شانتي ڪٿان ٿي ملي؟ پرشن - جيئن استري آديءَ جي پٿر آديءَ جي مورتي ڏسڻ ڪري ڪام اُٿپتي ٿي ٿئي، تئن ويت راڳ [ورڪت ديا] شانت [ماڻهوءَ] جي مورتي ڏسڻ ڪري وئراڳيہ ۽ شانتيءَ جي پراپتي ڇو نه ٿيندي؟

اُتر:- نه ٿي سگهندي! ڇاڪاڻ ته مورتيءَ جو ڳڻ جڙتا آهي، اهڻ ڪري وچار شڪتي گهٽجي ٿي وڃي - ˡ وويڪ کانسواءِ £ وئراڳيہ، وئراڳيہ کانسواءِ وگيان ۽ وگيان کانسواءِ شانتي نٿي ملي - اهو جيڪي ملي ٿو سو سندن [جيئرن شرپرن] جي سنگت، اُپديش ۽ سندن اِتهاس آدي ڏسڻ ڪري ٿو ملي. ڇاڪاڻ ته جنهنجي ڳڻ ۽ دوشن جي خبر نه هجي، تنهنجي رڳي مورتي ڏسڻ مان ڪجهه به پراپت نٿو ٿئي. پرنتي ٿيڻ جو ڪارڻ آهي ڳڻن جو گيان !

* ارٿ :- پوڄن جا پدارٿ آءٌ ٿو کڻان، ٽون وٺ آڱوٺو.

o آريہ ڀاشا جي لفظن "چمڪ مٽڪ چلڪ جهلڪ مورتين ڪو بنانا" جو سنڌي ترجمو اسان "مورتين کي صاف ڪري ۽ چاڪائي" ڪيو آهي.

ˡ وويڪ= هر ڪنهن ڳالهه کي جدا ڪري تنهنجيءَ اصليت تي وچار ڪرڻ.

£ وئراڳيہ = پرن ڪرمن کان منهن موڙڻ.

اهڙن مورتين پوڄا آدي ٻين ڪارڻن ڪري ڀارت ۾ نڪما پوڄاري، مهنت، آرتي ۽ پرشاد وغيره هٿ ڪرڻ ۾ ماهر پيدا ٿيا. اهي مورک هٿ ڪري ساري سماج ۾ انهن مورکتا ڦهلائي ۽ ڪوڙ ڪٿا ۽ گهڙتي پکڙيو آهي.

٣٧. **مورتين جي چمتڪارن جو کنڊن:-** پرشن:- ڏسو! ڪاشيءَ ۾ اورنگزيب بادشاهه کي "لاٽ ڀيرو" آدي وڏا وڏا چمتڪار (ڪرامتون) ڏيکاريون هيون. جڏهن مسلمان انهن کي ڀڃڻ ويا ۽ انهن تي توپ گولا آدي هنيا ته وڏا وڏا ڀونئر نڪتا ۽ جن سڄيءَ فوج کي پريشان ڪري ڀڄائي ڇڏيو.

اتر:- اهو چمتڪار پٿر جو ڪونهي ۽ بلڪ اتي ڀونئرن جا مانارا لڳل هوندا. ڀونئرن جو سڀاءُ ئي ظالم آهي. جڏهن ڪو ڪين ستائيندو ته اُن کي ڏنگ لاهه ڊوڙندا. ۽ جو کير جو چمتڪار ٻڌبو هو، سو ته پوڄاريءَ جي ليلا هئي.

٣٧. (الف) **مهاديو جو کوهه ۾ ٽپو ڏيڻ:-** پرشن:- ڏسو؟ مهاديو مليڇ کي شڪل ۾ ڏيکاري لاکوهه ۾، ۽ ويڻي ماڌو هڪ براهمڻ جي گهر ۾ وڃي لڪا! ڇا هي به چمتڪار ڪونهي؟

اتر:- ڀلا! جنهن ڪوٽ پال، ڪال ڀيرو، لاٽ ڀيرو آدي ڀوت پريت ۽ گروڙ [عقاب] آديءَ جون فوجون [هيون]، تن مسلمانن سان جنگ ڪري ڪين ڇو نه هٽائي ڪڍيو؟ جڏهن پراڻن ۾ ڪٿا آهي ته مهاديو ۽ وشنوءَ انيڪ 0 ٿو پراسر آدي وڏن وڏن ڀيانڪر دشمنن کي ڀسم ڪري ڇڏيو، ته مسلمانن کي ڀسم ڇو نه ڪيائون؟ ان مان سڌ آهي ته اهي ويچارا پٿر ڇا وڙهن يا وڙهائن ها؟ جڏهن مسلمان مندرن ۽ مورتين کي ڊاهيندا ۽ ڀڃيندا ڪاشيءَ وٽ پهتا، تڏهن پوڄارين اُن پٿر جي لنگ کي کوهه ۾ اڇلائي ڇڏيو ۽ ويڻي ماڌو کي براهمڻ جي گهر لڪائي ڇڏيائون! جڏهن ڪاشيءَ ۾ ڪال ڀيرو کان ڊڄي يمدوت نٿا وڃن، ۽ پرلي وقت ۾ ڪاشيءَ کي ناس ڪرڻ نٿا $ ڏين، ته مليڇن جي دوتن کي ڇو نه ڌڪاريائون؟ ۽ پنهنجي راڄا جي مندر کي ڇو ناس ڪرڻ ڏنائون؟ اها سموري پوپ مايا آهي!

٣٧ (ب) **گيا ۾ شراڌ:-** پرشن:- گيا ۾ شراڌ ڪرڻ ڪري پترن جو پاپ ٿو لهي ۽ اتان جي شراڌ جي پڃ جي پرڀاءُ کان پتر سورگ ۾ ٿا وڃن ۽ پتر پنهنجو هٿ ڪڍي پنڊ ٿا وٺن؟ ڇا اها ڳالهه به ڪوڙي آهي؟

اتر:- بلڪل ڪوڙ؟ جي اتي پنڊ ڏيڻ جو اهڙو پرڀاءُ هجي ها ته جن پنڊن کي پترن کي سک [ڀوڳڻ] لاءِ لکين روپيا [دان] ٿا ملن ۽ جي گيا وارا [پنڊا] ونڊائن آدي پاپن ۾ ٿا خرچين، تنهن جا پاپ ڇو نه ٿا لهن؟ ۽ پنڊن جي هٿن ڪاٺسواءِ [ٻيو ڪو] هٿ نڪرندو، اڄ ڪالهه ته ڪٿي به ڪو نه ٿو ڏسجي! ڪڏهن ڪنهن چالاڪ ماڻهوءَ ڌرتيءَ ۾ کڏ کوٽي، تنهن ۾ ڪو

O ٿو پراسر، پراڻن انوسار اهو راڪشس جنهنکي شوجيءَ ڀسم ڪيو هو.

$ اهو هڪ ڀرم ڦهليل آهي ته ڪاشيءَ ۾ يمدوت يما موت جي ديوتا جا سپاهي اچي ڪونه سگهندا آهن ۽ ڪاشي پرلي کان پوءِ به جيئن جو تيئن رهندي.

ماڻهو وهاري ڇڏيو هوندو، ۽ پوءِ اُن لي ڪک وڇائي پٽ ڏنو هوندو، ۽ اُن ڪمٽيءَ ڪٽي ورتو هوندو. اهڙيءَ طرح ڪو ڳنڍ جو ڳوڙهو ۽ مٽ جو موڙهو ڏکيو ولسو هجي ۽ عجب ڪونهي. سا ڳيءَ ريت ڀڳتمالف کي راوڻ آندو هو، اها ڳالهه ڪوڙي آهي.

٣٧- (ب) ڪلڪتي جي ڪالي ۽ ڪاماڪشا ديوي: پرشن:- ڏسو! ڪلڪتي جي ڪالي ۽ ڪاماکشا آدي ديوين کي لکين ماڻهو ٿا مڃين! ڇا اهو چمتڪار ڪونهي؟

اُتر:- ذرو به نه! اهي انڌا ماڻهو ردن جيان هڪٻئي پٺيان هلندا ٿا رهن، کوهه يا کڏ ۾ ڪرندا ٿا رهن، پر هٽي نٿا سگهن! ساڳيءَ ريت هڪ مورک پٺيان ٻيو هلي، مورتي پوڄا روپي کڏ ۾ ڦاسي دک ٿا پائين!

٣٧. (پ) جگناٿ جو چمتڪار:- پرشن:- ڀلا ڇڏيو انهيءَ کي! پر جگناٿ جي مندر ۾ نه پرليکش چمتڪار آهي! هڪڙي ڪليور [ديھه] بدلجڻ وقت چندن جو ڪاٺ سمنڊ منجهان پاڻمهي هليو ٿو اچي! چلهه تي هڪٻئي مٿان ست ديڳيون رکيون آهن ۽ مٿيون مٿيون اول ليون رڌجن! اُتي جگناٿ جي پرسادي جيڪو نه کائيندو سو ڪوڙهيو ٿي پوندو! رٿ پنهنجو پاڻ هلندو آهي ۽ پاپيءَ کي درشن نه ٿيندو آهي! اندر دمن جي راڄ ۾ ديوتائن [اهو] مندر ٺاهيو هو! ڪليور بدلجڻ وقت هڪ راڄا هڪ پنڊي ۽ هڪ واڍي جي مرڻ آدي چمتڪارن کي اوهين ڪوڙو نه ڪري سگهندا.

اُتر:- جنهن ٻارهن ورهيه جگناٿ جي پوڄا ڪئي هئي، سو وراڳي ٿي متِرا ۾ آيو هو ۽ مون سان گڏيو هو. مون کانئس انهن ڳالهين جا جواب پڇيا هوا. تنهن چيو ته هي سمورو ڪوڙ آهي. الٻت ويچار ڪرڻ سان پتو پئي ٿو ته جڏهن ڪليور بدلجڻ جو وقت ٿو اچي، تڏهن اهڙيءَ ۾ چندن جي ڪاٺي سمنڊ ۾ آڇلائي ايندا آهن، جا سمنڊ جي لهرن ڪري ڪناري تي اچي لي لڳي. اُن کي ڪٽي واڍا اُن مان مورتيون ٺاهيندا آهن. رسوئي ٺاهڻ وقت دروازا بند ٿا ڪن، ۽ رسوئن کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي به نه اندر اچڻ ٿا ڏين ۽ نه ڏسڻ ٿا ڏين! ڌرتي ۽ تي چوڌاري ڇهه ۽ وچ ۾ هڪ [ست] گول چلها ٿا ٺاهين. ديڳين جي ترن ۾ ڪڻڪ، مٽي ۽ ڪيري هٽي ڇهن چلهين تي چانور رڌي، ديڳين جا ترا ملي [صاف ڪري]، پوءِ اُن وچ واريءَ ديڳ ۾ چانور وجهندا آهن ۽ ڇهن ئي چلهين جا منهن لوهي توئن سان بند ڪندا آهن ۽ [تنهنڪانپوءِ] شاهوڪار درشن ڪندڙن کي سڏائي مٿين ديڳين منجهان وڌل چانور ڪڍي ڏيکاريندا آهن ۽ هيٺينءَ ديڳ منجهان ڪچا چانور ڪڍي ڏيکاري، کانئن گهر ڪندا آهن ته ڪجهه ديڳين نمت ڏيو! ڳنڍ جا ڳوڙها مٽ جا موڙها رپيا ۽ اشرفيون ڏيندا آهن ۽ ڪي نه ماهيانو به پڌي ڏيندا آهن. شودر ۽ نيچ لوڪ مندر ۾ نئي ويدپه اٿيندا آهن. پوڄه لڳائڻ کان پوءِ اهي شودر ۽ نيچ ماڻهو جوٺو ڪري ٿا ڇڏين. پوءِ جو رپيا ڏيئي ديگ وٺي پنهنجي گهر پهچائي ٿا ڏين ۽ غريب گرهستين ۽ ساڌن سنتن کانوئي شودرن ۽ انتيج (چنڊالن) تائين ساڳيءَ پنگت ۾ ويهي هڪ ٻئي جو جوٺو پرچن کائيندا آهن. اُن پنگت جي اُٿڻ کانپوءِ ساڳين پاٺن تي ٻين ماڻهن کي وهاريندا آهن. وڏا اناچار آهي! ڪيترا ماڻهو نه اُتي وڃي سندن جوٺو

نٿا کائن ۽ پنهنجي همت سان [پوڄن] ڪٽائي کائي مرني ٿا اچن! [انهن کي] ۽ جي اُن جڳناٿ پوريءَ ۾ [وهنڊڙ] ڪيترائي پرسادي نٿا کائن، انهن کي ڪي به ڪوڙهه آدي روڳ نٿا ٿين! وري خود جڳناٿ پوريءَ ۾ به انيڪ ڪوڙهي آهن، جنجو ڪوڙهه ڏهاڙي جوٺي کائيندي به نٿو ڇٽي! جڳناٿ ۾ وام مارگين پٿروي چڪر بڻايو آهي ۽ چاڪاڻ ته سيدرا، جا ڪرشن ۽ بلديو جي ڀيڻ ٿي لڳي، تنهنڪري ٿي ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ استريءَ ۽ مالا جي جاءِ تي وهاريو اٿن. جي پٿروي چڪر نه هجي ها ته اهي ڪڏهن نه ڪن ها!

رٿ جي ڦيٿن ۾ ڪاٺ رکيو اٿن. جي ڪين سڌو ٿا گهمائن ته (ڪاٺ) گهمندو آهن ۽ رٿ هلندو آهي. ميلي جي وچ ۾ ڀڳل ڪاٺ سنڌس ڪليءَ کي اٿي گهماڻ ڪري رٿ بيهي رهو وڃي. [پوءِ] پوڄاري لوڪ پڪاريندا آهن ته دان ڏيو، ڀيٽ ڪريو ته جڳناٿ پرسن ٿي پنهنجو رٿ هلائين ۽ اسانجو ڌرم رهي! جيسين ڀيٽا ملندي ٿي رهي، تيسين اهڙيءَ طرح پڪاريندا ٿا رهن. جڏهن بس ٿي ٿئي، ته هڪ پوڄاري [برج جو وهنڊڙ] چڱا ڪپڙا پائي، دوشالو ڍڪي، رٿ اڳيان بيهي، هٿ ٻڌي اُستتي ڪندو آهي ته هي جڳناٿ سوامي! اوهان ڪرپا ڪري رٿ کي هلايو ۽ اسانجو ڌرم بچايو!" اهو چئي هو ساشٽانگ * ڏنڊوت پرڻام ڪري رٿ تي چڙهندو آهي. پروقت ڪليءَ کي سڌو گهمائي ٿا ڇڏين، ۽ جيءِ جيءِ شبد چئي هزارين ماڻهو نرڙي ٿا چڪن، ۽ رٿ هلڻ لڳي! گهڻائي ماڻهو درشن ڪرڻ ٿا وڃن. مندر اڳڙو وڏو [۽ اونداهو] آهي، جنهن ۾ ڏينهن جو به اونده ٿي رهي ۽ ڏيو ٻاريو ٿو پوي. مورتين اڳيان اهڙا پڙدا ٽنگيل آهن، جي ٻنهي پاسن کان ڇڪي هٽي [يا لاهي] سگهجن ٿا. پنڊا ۽ پوڄاري اندرين پاسي ٿا رهن. هڪڙي پاسي کان پردو ڇڪيو آهي ۽ مورتي ڍڪجي ٿي! پوءِ سيٺين پنڊا ۽ پوڄاري پڪاريندا آهن ته ڀيٽا رکو ته پاپ لهن ۽ درشن ٿئي! جلد ڪريو! ويچارا ڀورڙا ماڻهو ڳنهن هٿان [اهڙيءَ طرح] ٺڳجي ٿا وڃن. [پوءِ] جهٽ پردو هٽي پاسي ڇڪجي ٿو وڃي ۽ ٿڌهن درشن ٿو ملي. پوءِ "جئه" شبد اُچاري پرسن ٿي، ڏڪا کائي، ٻي مانا ٿي [ماڻهو] مرني ٿا وڃن.

٣٧. (ب) اندر دمن مندر جو نظارو:- اندر دمن سائهو ٿي آهي، جنهنجي گهراڻي جا ماڻهو اڄ تائين ڪلڪتي ۾ رهندا آهن. اهو دولتمند راجا ديويءَ جو اپاسڪ هو اُن لکين روپيا خرچي اهو مندر اُن لاءِ ٺهرايو هو، ته اُتي وڏو ديس ۾ جو ڪاڻ ڀيٽ جسو جهڳڙو هلير ٿو اچي. سو اُن رهت لهي وڃي. پر اهي مورک ڇڏين ڇو ٿا؟ ديو مهٽا الو ته انهن ڪاريگرن کي مهو جن مندر ٺاهيو آهي!

٣٧- (ت) راجا، پنڊي ۽ واڍي جو موت:- هميشه ته راجا، پنڊو ۽ واڍا اُن سمي [اوقات ڪاٽيو ۽ بدلائڻ مهل] ڪونه مرندا آهن، پر اهي آيئي اُلي مڪو ماڻهو مرجي ٿا رهن.

* ساشٽانگ = اشٽ انگ سهه = اٺن انگن وارو. ڏنڊوت = جنهن ڪسرت ڪندي ڏنڊ کيا آهن ٿين. ساشٽانگ ڏنڊوت پرڻام = اهو ڏنڊ جهڙو پرڻام يا نمسڪار، جنهن ۾ شرير جا اُٺ انگ اوقات گوڏا، پير، هٿ، ڇاتي، اک، ڪپار، چپ ۽ اکيون ڌرتيءَ سان ڇهن.

[ساڳئي] ليکن کي ستائيندا هوندا. هاڻي مورتيءَ جو پنڊت پورو وڪيل آهي، جنهن ۾ هڪ سونيءَ جي ڍڪڻيءَ ۾ هڪ سالگرام جي مورتي وڪيل آهي، جنهن کي ڍڪاڻي ڏواري چوڻا امرت لاهيندا آهن. تنهن تي [انهن سنياسين لوڪن] واه ملائي انهيءَ سمي ارٿات ڪمرو بند ڪرڻ وقت، جڏهن اهي موجود هوندا آهن. وات وارڻ سمپٽ جي آرتيءَ ۾ سالگرام تي زهر جو ليزاب لڳايو هوندو. [پڻ ڏسجن] انڪي ڏوئي انهن تنهي کي پيار ڪو هونداءُون، جهڙڪري آهي مري ويا هوندا! مثال طور ان تمولي ۾ پوڄن پڙن [پنڊت جي پوڄارن] مشهور ڪيو هوندو، ته جڳنناٿ پنهنجي شريرَ بدلائڻ وقت [پنهنجن] ٽنهي ڀڳتن کي به ساڻ وٺي ويا! اهڙي جي ٺڳيءَ لاءِ اهڙيون ڪوڙيون ڳالهيون گهڙيون پيئون ٿيون.

(٣٧) (س) راميشوري لنگ جي ليلا:- پرشن:- رامسيتو ۾ جو گنگوتريءَ جي جل چاڙهڻ وقت لنگ وڏي وڌندو آهي، ڇا اها ڳالهه به ڪوڙي آهي؟

اتر:- ڪوڙي! ڇاڪاڻ ته اُن مندر ۾ به ڏينهن جو اوندهه رهندي آهي ۽ ڏيا واسطه ڏينهن ٻرندا آهن. جل ۾ ٻجليءَ وانگر ڏيئي جو عڪس جهلڪا لسو ڏئي، ٻيو ڪجهه به ڪينهي! گهٽ نه گهٽجي ٿو ۽ نه وڌي ٿو! اوٽري جو اوترو ٿو رهي. اهڙي ليلا ڪري ويچارن مورکن کي ويا ٺڳين.

پرشن:- رامسيتو کي رامچندر استاپت ڪيو آهي. جي مورتي پوڄا وندن جي ورڌ هجي ها ته رامچندر مورتي استاپن ڇو ڪن ها؟ ۽ والميڪي رامائڻ ۾ ڇو لکن ها؟

اتر:- رامچندر جي زماني ۾ اُن لنگ * يا مندر جو نالو نشان به نه هو؟ اها ڳالهه برابر آهي ته ڏکڻ ديش جي رهندڙ رام نالي راجا اهو مندر ٺهرائي، لنگ جو نالو رامسيتو رکيو آهي. جڏهن رامچندر سيتا جيءَ کي وٺي هنومان آدي سميت لنڪا کان [هلي] آڪاش مارگ دوارا وڃان لي وهي، ان ڏيا ڏانهن لي موٽيا، تڏهن سيتا جيءَ کي چيو اٿن ته:-

अत्र पूर्वं महादेवः प्रसादमकरोद्विभुः। सेतुबन्ध इति विख्यातम्॥ वालमीकि रा० लं० [सर्ग १२५ श्लो० २०]

هيءَ والميڪي رامائڻ جي لنڪا ڪانڊ جي سرگ ١٢٥ جي شلوڪ ٢٠ جو وچن آهي.

[ارٿات] هي سيتا! تنهنجي وڇوڙي ۾ اسان وياڪل ٿي گهمندي هن جاءِ تي چوماسو £ ڪاٽيو هو. پرميشور جي اپاسنا ۽ ڌيان به ڪندا هواسون. جو هر هنڌ وياپڪ [وياپڪ] ديون جو ديو مهاديو پرماتما آهي، تنهنجيءَ ڪرپا سان اسان کي سڀوا سامان اِتي مليا. ۽ ڏسو! هيءَ

---

* تاريخ ڇهين اپريل ١٩٣٥ع جي مون رامسيتو مندر ڏٺو هو. سري رامچندر جي مهاراج جي زماني کي اڄ اٽڪل ستر هزار کن ورهيه ٿين ٿا! مندر جي بناوت بلڪل نئي ارٿات وڌ ۾ وڌ ڏيڍ هزار کن سالن جي ٿي ڏسجي. پلا جنهن لنگ تي ڏهاڙي ڪيترائي گهڙا جل چڙهندو ٿو رهي، سو جي اٽڪو پراڻو هجي ها ته ڪڏهن جو ڀاڄيءَ ۾ لي ڳري وڃي ها! [ڪلپت راو گوري]

£ چوماسو ارٿات سنهن پوڄ جا چار مهينا- جي دکڻ هندستان ۾ جون کان سيپٽمبر تائين ٿا ٿين.

ٻل اسان ٻڌي، (تنهن کان) لنڪا ٻهڙي راوڻ کي ماري لوڪي هٿ ڪيو سون، انهيءَ کان وڌيڪ والميڪ [ والمائڻ ] ۾ ٻيو ڪجهه به اڪيل ڪونهي .

٣٧. (ت) ڪالياڪنت جي ڪرامات :- پرشن :- ”رنگ هٺي ڪالياڪنت ڪو، جس ني حقا پلايا سنت ڪو.“ ڏکڻ ۾ هڪ ڪالياڪنت جي مورتي آهي، جا اڄان تائين حقو ٿي ڇڪي! جي مورتي پوڄا ڪوڙي هجي ها ته هيءُ چمتڪار به ڪوڙو ٿئي ها!

اُتر :- ڪوڙ! ڪوڙ!! هيءُ سڄي پوپ ليلا آهي! ڇاڪاڻ ته مورتيءَ جو واٽ پورو هوندو. اُنجي پٺيان ننگ ڪيڏي، ڀت جي ٻئي پاسي ٻيءَ جاءِ ۾ نڙ لڳل هوندو، جڏهن پوڄاري حقو ڀري، پيچوان لڳائي، واٽ ۾ نڙ جمائي، ٻڙدو وجهي [ ٻاهر ] نڪري ايندو هوندو، ته [ڀت جي ] ٻئي پاسي وارو ماڻهو واٽ مان [ ٻاڦ ] ڇڪيندو هوندو، جنهنڪري حقو گڙ گڙ [آواز] ڪندو هوندو. ٻيو سوراخ [مورتيءَ جي] نڪ ۾ واٽ سان مليل هوندو. پويان ڦوڪ اچليندو هوندو ته نڪ ۾ واٽ جي ننڍن منجهان دونهون نڪرندو هوندو! تنهن وقت ڪيترن ئي اُلڄائن کان ڌن آدي پدارٿ ڦري نرڌن بڻائيندا هوندا.

٣٧. (ٿ) ڏاڪور جيءَ جو چمتڪار :- پرشن :- ڏسو ڏاڪور جيءَ جي مورتي دوارڪا منجهان ڀڳت سان گڏ هلي آئي! وٽي سوا رتيءَ جيتري سون ۾ ڪيترن ئي مڻن جي [ڳري] مورتي تري وئي! هيءُ به ڪرامت ڪانهي ڇا !

اُتر :- اهو ڀڳت مورتيءَ کي کڻي ويو هوندو. مورتيءَ جي سوا رتي برابر لوڻ جي ليڪڙ به ڪنهن ڀنگ پيئندڙ هٿي هوندي.

٣٧. (پ) سومناٿي چمتڪار :- پرشن :- ڏسو! سومناٿ جي ڏرتيءَ کان مٿي رهندو هو ۽ ڏاڍو چمتڪاري هو. ڇا هيءُ پڻ ڪوڙي ڳالهه آهي؟

اُتر :- هائو! ڪوڙ آهي! ڏسو! هيٺان مٿان چقمق پٿر [ سنگ مقناطيس ] لڳائي رکيا هوائون، جنجي ڪشش ڪري اها مورتي ٻنا ڪنهن آڌار جي بيٺل هئي. جڏهن محمد غزنويءَ جنگ ڪئي ته چمتڪار اهو ٿيو، جو سندس منڊر ڊهرايو ويو، پوڄارين ۽ ڀڳتن جي ڀڙي حالت ٿي، لکن [ ماڻهن جي ] فوج ڏهن هزارن ماڻهن ڀڄائي ڪڍي! پوپ پوڄاري، پوڄا، پڇوڙ، آستتي پرارٿنا ڪندا هوا ته ”هي مهاديو! هن مليڇ کي تون ماري ڇڏ، ۽ اسانجي رکيا ڪر“ اهي پنهنجن چيلن راجائن کي سمجهائيندا هوا ته ”اوهين بي ڳڻتيا رهو. مهاديو! ڀيرو يا ويرڀدر کي موڪلي ڏيندا. اهي سڀني مليڇن کي ماري ڇڏيندا يا انڌو ڪندا. اجهو تو اسانجو ديوتا پرگهٽ ٿئي! هنومان، دُرگا ۽ ڀيرو سڀني ۾ چئي ويا آهن، ته اسين سڀ ڪم لاهي ڇڏينداسون“. ويچارن پورڙن راجائن ۽ ڪشترين پوپن جي ٻرغلائڻ تي وشواس ڪيو! ڪيترن جوتشي پوپن چيو ته اوهانجي چڙهائيءَ جو هيٺئو مهورت ڪونهي! هڪڙي اُٺون چندرما ڏيکاريو، ٻئي يوگيون سامهون ڏيکاريون! اهڙيءَ طرح پيوليجي ويا. مليڇن جي فوج اچي گهيرو ڪيو ته خراب خوار ٿي ڀڳا! ڪيترائي پوپ پوڄاري ۽ سندن چيلا گرفتار ٿيا! پوڄاريءَ هٿ ٻڌي اُنهيءَ چيو ته ٽي ڪروڙ رپيا وٺو پر منڊر يا مورتي

نه پوڄيو! مسلمانن جيئن نه اسين بت پرست نه آهيون، بلڪ بت شڪن ارٿات مورتين کي ڀڃندڙ (مورتي ڀڃڪ) آهيون، ۽ انهن ڇڙهي جهٽ مندر ڍاهي ڇڏيائون. مٿين چٽ پڙهي نه چقمق پٿر اڳ، ٽڪ ڪري مورتي ڪري پئي! مورتي ڀڳائون نه چون ٿا ته ان مان ارڙهن ڪروڙن جي جواهرات نڪتي! پوڄارين ۽ ٻوڙن لي جهٽ پيا نه روئڻ لڳا. پڇيائون ته ڌڪارهو خزانو. مار جي پوڪان جهٽ ڌڪاري ڇڏيائون. ۽ پوءِ ته سڄو خزانو لٽي ڦريو، ٻارن ۽ ستدن چيلن کي ماري ڪٽي "غلام" بنائي ميگر م وهالي، ڪاڻٿن اُن پهلوائي، ڪاهه ڪوڙائي ۽ مل مولر موڙائي، ڪين ڪانڊ لاءِ ڳڙا ڏيندا رهيا! هاءِ! پٿرن جي پوڄا ڪري ڪنهن نه پنهنجي ستيا ناس ڪرايائون! پرميشور جي ڀڳتي ڇوڙ ڪيائون، جي ملڇن جا ڏنڊ به ڀڃي ڇڏين ها ۽ پنهنجي سوڀ ڪن ها! ڏسو! جيترين مورتين هيون، اوترن بهادرن جي پوڄا ڪن ها، ته به ڪيترو نه بچاءُ ٿئي ها! پوڄارين پٿرن جي ايتري سيوا ڪئي، پر ڪا هڪ به مورتي اُنهن ستترن جي مٿي تي اُڏامي نه لڳي! جي مورتيءَ سمان ڪنهن هڪ به شور وير پرش جي سيوا ڪن ها، ته هو پنهنجي سيوڪن کي بچائڻ لاءِ [illegible] ها ۽ دشمن کي ماري ها!

٣٧. (ڦ) نرسي مهتا جي هنڊي :- پرشن :- دوارڪا جيءَ جي رڻڇوڙ * جيءَ نرسي مهتا وٽ هنڊي موڪلي، سندس قرض لاٿو. ڇا اها ڪوڙي ڳالهه آهي ڇا؟

اُتر :- ڪنهن شاهوڪار رپيا ڏنا هوندا ۽ ڪنهن ڪوڙو اُڏرائي اُڏايو هوندو ته شري ڪرشڻ موڪليا آهن! جڏهن سنبت ١٩١٤ وڪرمي [يا ١٨٥٧ عيسوي] ۾ لوبرن هٽي مندر ۽ مورتيون انگريزن اُڏايون هيون، تڏهن مورتيون ڪيڏانهن ويون هيون؟ البت باگهير △ لوڪن ايتري بهادري ڪئي، جو وڙهيا ۽ دشمن کي ماريائون، پر مورتي ڪنهن مکه جي ٽنگ به نه ڀڃي سگهي ها! جي شري ڪرشڻ جهڙو ڪو هجي ها ته سندن واهون بتال ڪري ها ۽ هو ڀڄندا وتن ها! ڀلا هيءُ ته ٻڌايو ته جنهن رکشڪ کي مار کائيندا، تنهن جا شرڻاگت [آسرو وٺندڙ] ڇونه ڀاڄ کائيندا؟

٣٧. (ج) جوالامکيءَ جي پرسادي کائڻ ۽ هنگلاج جي ليلا- پرشن :- جوالامکي ته پرتڪش ديوي آهي، سڀڪجهه کائي ٿي ڇڏي ۽ پرساد ڏجيس ته اڌ ڀائي ٿي ڏئي! مسلمان بادشاهن اُنتي پاڻيءَ جو واهه وهايو ۽ مٿانئس لوهي توا لڳارايا، تنهن هوندي به جوالا نڪي وسائي ۽ نه روڪجي سگهي! ساڳيءَ ريت هنگلاج به اڌ رات جو سواري ڪري پهاڙ تي ڌڪاري ٿي ڏئي ۽ پهاڙ کلن گرجنا ٿي ڪرائي! چنڊ ڪوپ بولندو آهي ۽

---

* "رڻڇوڙ" شري ڪرشڻ جو نالو آهي. جنهنجو ارٿ آهي ته جيڪو جنگ جو ميدان ڇڏي وڃي. هيڪر ڪرشڻ مهاراج ائين ڪيو هو.

△ هن شبد جو ارٿ اُردوءَ واري "پڇي ويل" ڪيو آهي، پر "باگهير" تي لکيو آهي. سندس ارٿ "باغي" ٿو ڏسجي، ارٿات اُهي ماڻهو جن انگريزن سان بغاوت ڪئي. [ڪميٽ راو]

389



پوءِ ٻئي مان نڪرڻ ڪري وري جنم نٿو ٿئي! ٽمرن ٻڌڻ ڪري [ ماڻهو ] پورا مهاپرش ٿا سڏجن! جيسين هنگلاج ٿي نه اچي، تيسين اڌ سڌ سڌ پو آهي. اهڙيون ڳالهيون ڇا مهڙ جهڙيون ڪيئن ؟

اُتر – نه! چاڪاڻ ته اها ٻاهه جوالا مکي [ واٽ مان ٻاهه ڪڍندڙ ] پوندڙ جبل مثجهان ٿي نڪري. اُن ۾ پوڄاري لوڪن جي عجيب ليلا [چالاڪي] شامل آهي. جهڙيءَ طرح [ چانورن ۾ گيهه سانڍي وجهڻ مهل ] تيل گيهه جي چمچي ۾ ٻاهه ٿي لڳي، جا [ چمچو ٻاهه تان ] لاهڻ يا ڦوڪ ڏيڻ ڪري وسامي ٿي وڃي، [ ۽ تيسين] ٿورو گيهه ڪاٿي ٿي چڙي، ٻاقي ٻوائي ٿي وڃي. ساڳيءَ ريت اُتي به آهي. جتي چلهه وارِيءَ ٻاهه ۾ پسر ٿيو وڃي، [جتي] جهنگ يا گهر ۾ ٻاهه لڳڻ ڪري ٻاهه سيڪي ڪاٿي ٿي وڃي، تنهن کان وڌيڪ [ اُتي] آهيتي ڇا سواءِ هڪڙي مندر ڪنڊ [حوض] ۽ هيڏانهن هوڏانهن لڳل ٿلن جي؟ هنگلاج £ ۾ ڪا به سواري ڪا نه ٿي نڪري! جيڪي ٿئي ٿو، سو سمورو پوڄارين جي چالاڪيءَ ڪانسواءِ ڪجهه به ڪونهي. هڪڙو پاڻيءَ ۽ پيو دلدل [ ذڪر] جو ڪنڊ ٿاهي رکيو اٿن، جنهن جي هيٺان [ پاڻيءَ] جا ڦڙا اُٿندا ٿا رهن. اُنکي بيوقوف ماڻهو پاڻرا جو سڦل ٿيڻ ٿا ليکين. پوءِ ٻئي ڏن ڦرڻ لاءِ پوپ جيءَ ٺهرائي رکيو آهي ۽ لمرا O ساڳيءَ ريت پوپ ليلا جا آهن. انهيءَ [ پاڻڪ] ڪري جي مها پرش ٿيندا هجن ها، ته ڇا ڪيئن جانور ٿي ٽمرن جي پار لڏڻ ڪري هو به مهاپرش ڪين پوندو؟ مهاپرش ته ڏاڍي چڱي ڌرمي پرشارٿ ڪرڻ ڪري ٿيو آهي!

٣٧- (ج) امرتسر، ريوال سر، امرناٿ آديءَ جي ڪرامات :- پرشن :- امرتسر جو تلاءُ اُمرت روپ آهي. هڪ مرليءَ $ جو ڦل اڌ منو [ ٿيندو آهي ]. هڪڙي پٽ آهي، جا جهڪي اُتي پر ڪري نٿي. ريوالسر ۾ وڏيون اڏيون ترنديون آهن. اُمرناٿ ۾ پنهنجو پاڻ لنگ ٺهي ٿو پوي. ڪبوترن جا جوڙا هماليه کان اچي سڀني کي درشن ڏيئي هليا ٿا وڃن. ڇا اهي [ ڳالهيون ] به مهڙ جهڙيون ڪيئن ؟

اُتر :- نه! تلاءُ جو وڃو نالو اُمرتسر آهي. جڏهن اُتي جهنگ هوندو، تڏهن پاڻي چڱو هوندو، جنهنڪري سنڌس نالو اُمرتسر [ اُمرت جو تلاءُ ] رکيو هونداٿون. جي اُمرت هجي ها ته پورانڪن جي وِساهه موجب ڪو مري ڇو ها؟ پٽ جي ڪا اماوت △ اهڙي هوندي، جنهنڪري اها جهڪندي هوندي. اُرٻنا قلمي يا پيوندي هوندا، يا [ ٺسو رو] ڪوڙ هوندو. ريوالسر ۾ پيڙا ٿا ترن، ڪن به ڪا ڪاريگري وکيل هوندي. امرناٿ ۾ ته

£ هنگلاج سنڌ جي اولهه ۾ هڪ ليرٽ استان جو نالو آهي.

O لمرا = هنگلاجي داڻا.

$ مرهٽي هڪ ٻُوٽي آهي، اُنکي مهاراشٽري ۾ مرهڪا، انگريزيءَ ۾ Peanyroyal يا RUE، ۽ لاتين ۾ Mentha Pulegium ٿا ڪوٺين. هنديءَ ۾ "مرهتي" ۽ مرهٽي ٻاشا ۾ "مرائي" ۽ اُردوءَ ۾ "ٻابونا" ٿا چون ۽ سنڌيءَ ۾ آرٺو.

△ اهڙيءَ ڪاريگريءَ جي هڪ پٽ سيرنگاپٽم ۾ اڄ تائين موجود آهي.

برف جا پهاڙ ڏٺا اٿهن، پوءِ ( پلا ) جي پاڻيءَ جهڙي هڪ نديءَ ۾ لنگهه اٿهي پوءِ ته عجب ڪهڙو؟ ڪهڙن لوڪن جا جوڙا پاڻل هوندا، ۽ ٺڪر جي اوٺ ۽ اسي پوپ جهڙي ڇڏيندا هوندا، ۽ ( ماڻهن کي ) ڏيکاري پئسا ڦريندا هوندا.

٣٧- (جهڙ) هردوار، تپوبن، اتر ڪاشي، آدي:- پرشن:- هري دوار آهي سورگ جو دوار [ دروازو ]. هر جي پوڙين ۾ سنان ڪرڻ ڪري پاپ ناس ٿا ٿين، تپوبن ۾ رهڻ ڪري [ماڻهو] تپسوي ٿا ٿين. ديو پرياگ ۽ گنگوتريءَ ۾ گئومک، ۽ اتر ڪاشي ۾ گپت ڪاشيءَ ۾ ٽريگي نارائڻ جا درشن ٿا ٿين. ڪيدار ناٿ ۽ بدري نارائڻ جي پوڄا ڇهه مهينا منش ۽ ڇهه مهينا ديوتا ڪندا ٿا رهن! مهاديو جو منهن [ جهلڪي ] پشوپتي [ لنگا چون] سو نيپال ۾ آهي؛ سندس چوٽ [ وهڪ جي جاءِ ] ڪيدار ناٿ ۾، ۽ گوڏا تنگناٿ ۾ ۽ پير امرناٿ ۾ آهن. انهن جي درشن ڪرڻ، ڇهڻ ۽ [ اتي ] سنان ڪرڻ ڪري مڪتي ملندي آهي. اتان ڪيدرناٿ ۽ بدري ناٿ جي رستي کان سورگ وڃڻ گهري ته وڃي سگهندو. اهي ڳالهيون ڪيئن آهن؟

اتر:- اتر پاسي واري پهاڙن ۾ وڃڻ جو هڪ رستو هردوار کان شروع ٿيندو آهي. اشنان ڪرڻ واري ڪنڊ جي ڏاڪڻ کي هر جون پوڙيون سڏيون اٿن. حقيقت ۾ ته اهي "هاڙ پوڙيون" [هڏن اڇلائڻ جا ڏاڪا] آهن، ڇاڪاڻ ته ديش ديشانترن جي مئلن جا هڏا منجهن [ گنگا ۾ ] پوندا آهن. ڀلا ڀوڳڻ جي پاپ ته ڪڏهن ڇٽي ٿا سگهن ۽ نه ڪڏهن ناس ٿا ٿين. "تپوبن" [ تپسيا ڪرڻ جو جهنگ ] جڏهن هوندو، تڏهن هوندو، هينئر ته اهو "ڀڪشڪ بن" [ پنڻ جو جهنگ ] آهي. تپوبن ۾ وڃڻ يا رهڻ ڪري ( پاڻهي ) تپسيا نٿي ٿي. تپسيا ته ڪرڻ ڪري ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ ته اتي ڪيترائي ڪوڙ ڳالهائيندڙ دڪاندار به ٿا رهن. پهاڙن हिमवत: प्रभवति गंगा پهاڙن مان پاڻي لڙ ڪري، گئومک جي شڪل پوپ ليلا ڪري ٺهي هوندي، ۽ اهوئي پهاڙ پوپن جو سورگ آهي. ڌيان ڪندڙن لاءِ اتر ڪاشي آدي جايون چڱيون آهن، پر دڪاندارن لاءِ اتي دڪانداري به آهي. ديو پرياگ پراڻن جي گپوڙن جي ليلا آهي، اوٿاءِ جتي الڪنندا ۽ گنگا نديون اچي گڏيون آهن، اتي ديوتا ٿا وسن، اهڙا گپوڙا نه هڻن، ته اتي وڃڻ ڪير ۽ پئسا ڏيندو ڪير؟ گپت ڪاشي ته ڪانهي، هيءَ ته پڌري ڪاشي آهي. ٽن ڪن جي ڌوڻي ته ڪاله ٿي ڏسڻ ۾ اچي، پر پوپن جي ڏهن ويهن پيڙهين جي هوندي، جا ڪاٺين جي ڌوڻيءَ ۽ پارسين جي اگياريءَ ( آگني ڪنڊ ) وانگر هميشه ٻرندي ٿي رهي. پهاڙن اندر جڏهن گرمي وڌندي آهي، تڏهن انهن مان گرم پاڻي نڪرندو آهي، جو تپت ڪنڊ ٿو سڏجي. سندس پرسان ٿڌي ڪنڊ ۾ ٿڌو پاڻي يا جتي گرمي ڪانهي، ان جاءِ جو پاڻي اچي ٿو، جو ڪانئس ٿڌو ٿيو رهي. ڪيدارناٿ جي جاءِ ڏاڍي سٺي آهي؛ پر اتي به هڪ جهمل پٿر تي پوپ يا پوڄارين جي چيلن مندر ٺاهي رکيو آهي. اتان جا مهنت پوڄاري ۽ پنڊا مت جي مورکن ۽ انڌن جي اکين کان مال ڇڏائي موجون ماڻيندا آهن. ساڳيءَ ريت بدري نارائڻ ۾ به ٺڳيءَ جي ودڻا جاڻيندڙ

ڪهڙيءَ وڻيا آهن، آتان جا مکي ”راول جي“ تا سڏجن ۽ جي هڪ استريءَ جي ٻر ٻڌوان
ايڪ استرين تا وڪن. هڪڙي ملڪ ۽ سندس پنج مکي مورتيءَ جي نالو پيوهيٽي ويڪيو
آن! پوپ لاءِ آڏهن لئي زور ۾ ايندي آهي، جڏهن ننڍڪا ڪيڏ ڪو نه هجي. ٻنهي
جتن تبرتن جا ماڻهو چالاڪ ۽ ذهن لتيندڙ [ٻندا] تا ٿين، لين پهاڙي ماڻهو ننڍا ٿين. اتان
جي زمين بلڪل سنڌ ۽ ٻولو آهي.

٣٧. (ج) ونتيشوري، پرياگ، ايوڌيا، متُرا، برندابن آدي :- برشن- ونڌاچل
۾ ونڌيشوري، ڪالي، اشٽ ڀجا پرتيڪش سهمون آهن. ونڌيشوري اُتهي وڻن اسي لي
روپ پدليندي آهي ۽ سندس اڳ ۾ هڪ نه مک ڪاڻي. پرياگ تيرٿ، تيرٿ راج £ ۾
متي ڪوڙاڻ ڪري سڌي [ايندي آهي] ۽ گنگا جمنا جي سنگم ۾ سنان ڪرڻ ڪري مرادون
پوريون ٿين ٿيون. ساڳيءَ ريت ڪتراڻي گهمرا ايوڌيا اڌامي سموريءَ وستيءَ [آباديءَ]
سميت سورگ ۾ هلي ويئي. تيرٿن ۾ سڀني تيرٿن کان وڏو متُرا آهي! ورنداون، لاءِ جي
استان، گووڌن ۽ برج جي ٻالرا وڏي پاپ ڪري تي لئي. سور نه گرهڻ سمي ڪروکيتر
۾ لکين ماڻهن جو ميلو لڳو لڳي. ڇا اهي سڀ ڳالهيون ڪوڙيون آهن؟

اڪو- پرتيڪش ۾ اکين سان نه ڏسي مورتين ٺڙ جون نهيل ٿيون ڏسجن. لن ڪالن ۾
تي روپ لهڻ جو ڪارڻ پوڄارين جي ڪوڙن ۽ زبرون ٻهراڻ جي چالاڪي آهي. گهڻن
نه هزارين لکين ٿين ٿيون، جي مون پڻ پنهنجي اکين سان ڏٺيون آهن. پرياگ ۾ ڪهڙن حجام
ٻاڻ يا ڪهڙن شلوڪ ٻنائڻ واري [ڪويءَ ڪي]، پوپ جيءَ کي ڪجهه پئسا ڏئي متي ڪوڙاڻ
جو مهاتم لکيو يا ٺهرايو هوندو. جي پرياگ ۾ سنان ڪرڻ ڪري ڪو سورگ ۾ وڃي ها، نه موٽي
گهر ايندو ڪو ڪونه ڏسجي ها! پر سڀني گهر ۾ ايندا تا ڏسجن. جو اُتي ٻڏي ٿو مري،
تنهنجو جيو نه آڪاش ۾ هوا سان گڏجي جنم وٺندو هوندو! تيرٿ راج نالو بسب پوپن رکيو
آهي. جڙ [بيجان شيءِ] ۾ راجا ۽ پرجا جي ڀاونا ڪڏهن به رکي نٿي سگهجي. اها بلڪل
ناممڪن ڳالهه آهي ته ايوڌيا نگري وستيءَ [آباديءَ] ڪتن، گڏهن، ڀنگين، چمارن ۽ پاخانن سميت
تي گهمرا سورگ ۾ ويئي! سورگ ۾ نه ڪا ويئي، بلڪ اُتيجو اُتي آهي. البت پوپ جي
زباني گهوڙن ۾ ايوڌيا سورگ ڏانهن اڏاميل آهي. اهو شبد روپي گهوڙو اڏامندو لي رهي
لو- ساڳيءَ ريت नैमिषारण्य = نيمشارڻيه O آدي به پوپ ليلا سمجهجي. متُرا تين لوڪ سي نياري
نه ڪاهي، پر اُن ۾ تي جنتو (جاندار) ڏاڍي عجيب ليلا ڪندڙ آهن، جهڙڪري پاڻيءَ

---

* ونڌيشوري = ونڌيا جبل جي راڻي. (٢) ڪالي = ڪاري رنگ جي ديوي. (٣)
اشٽ ڀجا = اٺن هٿن واري ديوي.

£ تيرٿ راج = تيرٿن جو راجا، الوا سڀني ۾ وڏو تيرٿ.

O اهو جهنگ جتي ڪيئي رشي رهندا هئا ۽ جتي سوت، سنڪ آدي رشين کي مهاڀارت
ٻڌايو هئو. تيرٿ جو استان آهي ۽ ايوڌيا جي ويجهو آهي.

خشڪيءَ ۽ هوا ۾ ڪنهن کي سک ملڻ مشڪل آهي. پهريان چوبا@ جي سمان ڪمدڙن کان پيڇهي لڳي وڃڻ لاءِ پنڊا ڪندا ٿا رهن، ته "يجمان! آئيو ڀنگ، مرچ ۽ لڏون ته کائي پيءُ يجمان جي جيءَ جيءَ منائون. پيا:- ڪچون پاڻيءَ ۾ چڪ ٿا پاڻين، جنڪان ٻچي کهاڻ لڳي سنان ڪرڻ ۾ مشڪل ٿي پوي. ٿيان متان آڪاش منجهان [ وڻن تان ٽپو ڏيئي ]، ڳاڙهي منهن جا پاندر پٽڪو، ٽوپي، زيور ۽ جتيون به ڦٽا ڇڏين، چڪ ۾ پاڻين ۽ ڌڪا ڏيئي ماري ٿا ڇڏين. ۽ اهي ٺڳي پوپ ۽ سندس چيلن جا پوڄيه آهن! سندن شيوڪ ڪٺن جا منڍ چٽا آدي اُن ڏيئي ڪچوئن جي، چٽا ۽ ڳڙ آدي ڏيئي پاندرن جي، ۽ دڪشنا ۽ لڏون ڪانوالي چوبن جي شيوا ڪندا ٿا رهن. ورنداون* ۾ جڏهن هئو. تڏهن هئو. هينئر ته واهيا ٻن سمان چوکرن چوکرين ۽ گرن ۽ چيلن آديءَ جي ليلا ڦهلجي رهي آهي. ساڳيءَ ريت ديپ مالا [ ڏياريءَ ] جي ميلي، گووردن ۽ برج ياترا ۾ به پوپن جي پڳڙي مچندي آهي. ڪروڪيتر ۾ به ساڳي روزيءَ جي ليلا سمجهو. اُنهن ۾ جو به ڌارمڪ پراپڪاري پرش آهي، سو هن پوپ ليلا کان الڳ ٿي ٿو وڃي.

٣٨. (الف) **مورتي پوڄا ۽ تيرٿ:- پرشن-** مورتي پوڄا ۽ تيرٿ اهي پراچين سمي کان هليا ٿا اچن- ڪوڙا ڪئن ٿي سگهندا؟

**اُتر-** اوهان پراچين ڪنهن کي ٿا چئو؟ جو سدا کان هليو ٿو اچي. جي هي سدا کان آهن، ته ويد ۽ براهمڻ آدي رشي مني ڪرت پستڪن ۾ انهنجو نالو ڇو ڪونهي؟ هيءَ مورتي پوڄا اڍائي ٽن هزار ورهين جي اندر جي آهي، جا وام مارگين ۽ جئنين شروع ڪئي هئي ۽ اُنکان اڳي آريه ورت ۾ به ڪا نه هئي. نڪي اهي تيرٿ هئا. جئنين جڏهن گرنار، پاليتانا، شکر، شترنجي ۽ آبو آدي تيرٿ ٺاهيا، ته اُنهن کي ڏسي اُنهن [پوراڻڪن] به ٺاهي ڇڏيا. جي ڪو سندن شروعات لڀڻ جي کوج ڪرڻ گهري، ته هو پنڊن جون پراڻين کان پراڻيون وهيون ۽ ٽامي جي پترن آديءَ جا ليک ڏسي، ڪيس پڪ ٿي ويندي ته اهي سمورا تيرٿ پنج سون يا هڪ هزار ورهين اندر ٿي ٺهيا آهن! هزار ورهين کان اڳي جو ليک ڪنهن وٽ به ڪو نه ٿو لڀي، تنهنڪري (سڀ تيرٿ) ته هاڻوڪا آهن.

٣٨. (ب) **تيرٿ ياترا ۽ پاپ:- پرشن-** جي تيرٿ آهن [سي يا سندن] نالن جا مهاتم آدي ڳالهيون سچيون آهن يا نه؟ ارٿات جئن [جيئن اِئن ته]:- अन्यक्षेत्रे कृत पापं काशीक्षेत्रे विनश्यति

[ ارٿ:- ٻين جاين تي ڪيل پاپ ڪاشيءَ ۾ ناس ٿا ٿين.]

**اُتر-** نه! ڇاڪاڻ ته جي پاپ لهندا هجن ها ته ڪنگالن کي ڌن ۽ راڄ ۽ انڌن کي اکيون

---

@ چوبا اصل چترويدي آهي. ارٿات چئن ويدن جو ڄاڻندڙ، پر مٿرا آدي اسٿان تي رهندڙ هڪ جاتي جنهن جا ماڻهو وڏڙا، ڪاٺ پيٽ ۾ ملهه مڙس آهن. عام ريت چوبا، چالاڪ ۽ ٺڳيءَ کي به ڪرئيندا آهن.

* "ورندا" ٿلسيءَ جي انيڪ نالن مان هڪ آهي، تنهنڪري ورنداون يعني ٿلسيءَ جو جهنگ. اُنکي ٿي هنديءَ ۽ سنڌي ٻولين ۾ عام لوڪ "بندرابن" ٿا ڪوٺين.

ملي وڃن ها ۽ ڪوڙهين جا ڪوڙهه آدي روڳ ڇٽي وڃن ها! [پر] ائين ٿيئي ڪو نه ٿو، انهيڪري ڪنهنجو به پاپ يا پنج ڇٽو لهي.

٣٨. (ب) گنگا گنگا چوڻ سان پاپ نٽا لهن:- پرشن-

गङ्गागङ्गेति यो ब्रूयाद्योजनानां शतैरपि । मुच्यते सर्वपापेभ्यो विष्णुलोकं स गच्छति ॥ १ ॥
हरिर्हरति पापानी हरिरित्यक्षरद्वयम् ॥ २ ॥
प्रात:काले शिवं दृष्ट्वा निष्पापं विनश्यति । आजन्मकृतं मध्याह्ने सायाह्ने सप्तजन्मनाम् ॥ ३ ॥

اهڙا شلوڪ پراڻن جي پراڻن ۾ آهن. (ارٿات) (١) جو سون هزارن ڪوهه پري کان به گنگا گنگا چوندو، ته سندس پاپ نشٽ ٿي ويندا ۽ هو وشڻو لوڪ ارٿات ويڪنٺ ۾ هليو ويندو. (٢) "هري" هنن ٻن اکرن جي نالي جو اچارڻ سمورا پاپ لاهي ٿو ڇڏي! ساڳيءَ ريت رام، ڪرشڻ، شو، ڀڳوتي آدي نالن جو به مهاتم آهي. (٣) ۽ جو ماڻهو پراتهڪال ۾ ٿي شو، ارٿات لنگ يا سندس مورتيءَ جو درشن ڪندو ته رات جا ڪيل، ۽ ٻپهرن جو درشن ڪندو ته سڄي ڄمون جا، ۽ سانجهن جو درشن ڪندو ته ست ڄمن جا پاپ لهي ويندس- هي جو درشن جو مهاتم آهي، سو ڇا ڪوڙو ٿي پوندو؟

اُتر:- ڪوڙي هجڻ ۾ شڪ ئي ڪهڙي؟ ڇاڪاڻ ته گنگا گنگا، يا هري رام، ڪرشڻ، نارائڻ، شو ۽ ڀڳوتيءَ جي نالن سمرڻ ڪرڻ ڪري پاپ ڪڏهن نٽا لهن! جي لهن ها ته [ماڻهو] دکي نه رهن ها، ۽ پاپ ڪرڻ کان به ڪو نه ها، جيئن اڄ ڪالهه پوپ ليلا ڪري پاپ وڌيڪ وڌي رهيا آهن. مورکن کي وشواس آهي ته اسين پاپ ڪرڻ کان پوءِ نام سمرڻ يا تيرٿ ياترا ڪنداسون ته پاپ لهي ويندا! ان ڀروسي تي ئي پاپ ڪري هن لوڪ ۽ پرلوڪ جو ناس ٿا ڪن ۽ پر ڪيل پاپ ڀوڳڻو ئي پوي ٿو.

٣٨ (پ) سچا تيرٿ ۽ سچو نام سمرڻ:- پرشن:- ڪو تيرٿ يا نام سمرڻ سچو به آهي يا نه؟

اُتر- آهي! ويد آدي ستيه شاسترن جو پڙهڻ ۽ پاڙهڻ، ڌارمڪ ودوانن جي سنگت، پروپڪار، ڌرم تي هلڻ، يوگ ابياس، وير نه رکڻ، ڪپٽ نه ڪرڻ، ستيه ڳالهائڻ، ستيه مڃڻ، ستيه ڪرڻ، برهمچريه [رکڻ]، ۽ آچاريه، اتٿي ماتا پتا جي سيوا ڪرڻ، پرميشور جي اُستتي پرارٿنا اُپاسنا [ڪرڻ]، شانتي، جتيندريتا [اندرين کي جيتڻ،] سشيلتا ڌرم انوسار پرشارٿ ۽ گيان وگيان آدي چڱا گڻ ۽ ڪرم دکن کان تارڻ وارا هئڻ ڪري تيرٿ ٿا سڏجن! جل ۽ استل [ٿل] وارا تيرٿ ڪڏهن به ٿي نٽا سگهن؛ ڇاڪاڻ ته:-

جن جي وسيلي ماڻهو دکن کان پار لنگهن، انهجو نالو آهي تيرٿ. जना यैस्तरन्ति तानि तीर्थानि جل ٿل [پاڻي ۽ ڌرتي] تارڻ وارا ڪينهن؛ پاڪ ٻوڙي مارڻ وارا آهن. انهن جي اُبتڙ ٻيڙيءَ آديءَ جو نالو تيرٿ ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته انهن جي وسيلي ٻڻ سمنڊ آدي ٽپيا آهن.

समानतीर्थे वासी अ० ४ पा० ४ । १०८ ॥ नमस्तीर्थ्याय च ॥ यजु: ॥ अ० १६ मं० ४२ ]

[ هي اشٽاڌيائي ٤-٤-١٠٨ ۽ يجرويد ١٦-٤٢ جا وچن آهن.] ارٿات:- جي برهمچاري

ساڳئي آچاريہ وٽ ساڳيو ئي شاستر گڏ پڙهندا آهن؛ سي سڀئي सतीर्थ = سهپاٺي، ارٿات ساڳيو تيرٿ ڪندڙ ٿا سڏجن. جي ويد آدي شاسترن ۽ سچ ڳالهائڻ آدي ڌرم جي لڪڻن ۾ ساڌو (سادن ڪندڙ) آهن؛ تن کي اَن آدي پدارٿ ڏيئي کانئن وديا وٺڻ آدي تيرٿ ٿا سڏجن.

نام سمرڻ انکي ٿو چئجي:- यस्य नाम महद्यश: ।। यजु० ।। [अ० ३२ मं० ३]

[هي يجرويد جي اڌياءِ ٣٢ منتر ٣ جو وچن آهي] ارٿات:- پرميشور جو نالو [سمرڻ] آهي وڏي يش [جس] ارٿات ڌرم جي ڪمن جو ڪرڻ. جئن برهم، پرميشور، ايشور، نياءَڪاري، ديالو سرو شڪتيمان، آدي نالا پرميشور جي گڻ ڪرم ۽ سڀاءُ ڪري [وڪيل] آهن. جهڙيءَ ريت برهم سڀني کان وڏو پرميشور = ايشورن جو به ايشور، ايشور = سامرٿ وارو نياءڪاري = ڪڏهن به انياءِ نه ڪندڙ، ديالو = سڀني لي ڪرپا جي درشٽي رکندڙ. سرو شڪتيمان = پنهنجي سامرٿ سان ئي سڄي جڳت جي اُتپتي، استتي ۽ پرلي ڪندڙ ۽ سهائتا ڪنهن کان به نه وٺندڙ، برهما = نانا پرڪار جڳت جي پدارٿن کي ٺاهڻ وارو، وشنو = سڀني ۾ وياپڪ ٿي سڀني جي رکشا ڪرڻ وارو، مهاديو = سڀني ديون جو ديو، رڌر = پرلي ڪندڙ، آدي نالن جا ارٿ پاڻ ۾ ڌارڻ ڪجن. ارٿات وڏا ڪرم ڪري وڏو ٿجي ۽ سمرٿن ۾ سمرٿ ٿجي، شڪتيءَ کي وڌائيندو وڃجي، اَڌرم ڪڏهن نه ڪجي، هر ڪنهن سي ديا ڪجي، سڀني پرڪارن جي سادنن کي زور وٺائجي، ڪاريگريءَ سان ڪيترن ئي پرڪارن جا پدارٿ ٺاهجن، سڄي سنسار ۾ [پاڻ کي به] پنهنجيءَ آتما جهڙو دک ۽ سک [ٿيندڙ] سمجهجي، هر ڪنهن جي رکيا ڪجي، ودوان ۾ ودوان ٿجي، دشٽ ڪم ڪندڙن کي ڪوشش ڪري ڏنڊ (ڏيارجي)، ۽ چڱن ماڻهن جي رکشا ڪجي. اهڙيءَ ريت پرميشور جي نالي جو ارٿ سمجهي، پرميشور جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جهڙا پنهنجا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ ٺاهڻ ئي پرميشور جو [ستوتر] نام سمرڻ [نام جپڻ] آهي.

## ٣٩- گرو مهاتم ارٿات گرو ڌرم:- پرشن:-

गुरुर्ब्रह्मा गुरुर्विष्णुगुरुर्देवो महेश्वर: । गुरुरेव परंब्रह्म तस्मै श्रीगुरवे नम: ।।

اهڙا گرو مهاتم ته سچا آهن نه؟ گروءَ جا چرڻ ڌوئي [چرڻا امرت ڪري] پيئجي! جئن آگيا ڏئي تئن ڪجي. گرو لوڀي هجي ته وامن (اوتار) جهڙو، ڪروڌي هجي ته نرسنگهه (اوتار) جيان، موهي هجي ته رام وانگر ۽ ڪامي هجي ته ڪرشن سمان گروءَ کي سمجهجي! گروءَ جي ڪٿي کهڙو به پاپ ڪن ته به ان مان شرڌا نه ڪڍجي! سنت يا گروءَ جي درشن لاءِ وينديءَ، وکءَ وکءَ ۾ اشوميڌ [يگيه] جيترو ڦل ملندو آهي! هيءَ ڳالهه برابر آهي يا نه؟

اُتر:- برابر ڪانهي. برهما، وشنو، مهيشور ۽ پر برهم پرميشور جا نالا آهن. انهن جي برابر گرو ڪڏهن به ٿي نٿو سگهي. هي گرو مهاتم ۽ گرو گيتا به هڪ وڏي پوپ ليلا آهي. [سچا] گرو ته ماتا، پتا، آچاريہ ۽ اتٿي [مهمان] ٿيندا آهن. انهن جي سيوا ڪرڻ ۽ کانئن وديا ۽ شکيا وٺڻ وٺائڻ شش ۽ گروءَ جو ڪم آهي. پر جي گرو لوڀي، ڪروڌي، موهي ۽ ڪامي هجي، ته کيس بلڪل ڇڏي ڏجي ۽ تعليم ڏجيس. ساڌارڻ ڇنڊڻ مان نه سمجهي، ته अर्घ्यपाद्य =

ارگهه، پاڻ به ارٿات شاهوڪار ڏيڻ ڏيڻ ۽ پراڻ وٺڻ ۾ به ڪو پاپ* ڪونهي - جي وديا آدي چڱن ڳڻن ۾ گرو چيلو ٻئي رکن ۽ جي ڪوڙاڻ ڪمئيون ۽ لڪ ۽ ويدن جي اُپڙ منترن جا اُپديش ڏيندڙ آهن، سي نه گرو آهن نه ڪمن، ٺڳ رهزن آهن! جئن ريدار پنهنجن ويدن اڪرڻ مان ڪمڻ آديءَ جا سوارٿ ڪيندا آهن، تئن ئي [ اهڙا گرو به ] شش چيلن ۽ چيلين جي دولت لٽي پنهنجو پرپوجن سڌ ڪندا آهن.

دوها :- لوڀي گرو لالچي چيلا دونون کيلين داؤ، ڀو ساگر ۾ ٻوڙيتي ٻئي پٿر ڪي ناؤ.

[ ارٿ:- لوڀ رکندڙ گروءَ ۽ لالچ رکندڙ چيلي جي چٽاڀيٽي هلندي ئي اچي- پر اهي ٻئي پٿر جي ٻيڙيءَ تي چڙهي ڀو ساگر ۾ ٻڏي رهيا آهن.] گرو سمجهي ٿو ته چيلا چيلين ڪجهه نه ڪجهه ڏيندا ئي. چيلا سمجهن ٿا ته ٺهيو! جي ٻئي ڪمهن ڪم لاءِ نه، ته به گرو [ڪوڙن] قسمن ڪٽڻ لاءِ ۽ [ پرماتما وٽ سفارش ڪري] پاپن [جي سزا ] کان بچائڻ لاءِ ته [ڪارائتو آهي ئي ] لالچ ۾ ڦاسي ٻئي ڪپٽ مني ڀو ساگر جي دکن ۾ ٿا ٻڏن ۽ جئن ڪو پٿر جي ٻيڙيءَ ۾ ويهي سمنڊ ۾ ٻڏي مري، شل اهڙن گرن ۽ چيلن جي منهن ۾ ڌوڙ ۽ ڇائي پوي! اهڙي [گروءَ وٽ] ڪو بيهي به نه؟ جو بيهندو، سو دک ساگر ۾ پوندو! جهڙي پوپ ليلا پوڄارن ۽ پوراڻڪن هلائي آهي، تهڙي ئي انهن ريدار گرن به مچائي آهي. اهي سمورا ڪم خود سوارٿي لوڪن جا آهن. جي پرمارٿي لوڪ آهن، سي نه پاڻ دک سهندي به جڳت جو اُپڪار ڪرڻ نه ٿا ڇڏين. گرو مهاتم ۽ گرو گيتا آدي به انهن ئي لوڀي ۽ ڪڪرمي گرن ٺاهيا آهن.

۴۰. (الف) پراڻ پريڪشا ارٿات پراڻن جو ٺاهيندڙ :- پرشن :-

| | |
|---|---|
| अष्टादशपुराणानां कर्त्ता सत्यवतीसुत: ।। १ ।। | |
| इतिहासपुराणाभ्यां वेदार्थमुपबृंहयेत् ।। २ ।। | महाभारत ।। |
| पुराणानिखिलानि च ।। ३ ।। | मनु० ।। |
| इतिहासपुराणः पञ्चमो वेदानां वेद: ।। ४ ।। | छान्दोग्य० प्र० ७ । ख० १ ।। |
| दशमेऽहनि किंचित्पुराणमाचक्षीत ।। ५ ।। | |
| पुराणविद्या वेदः ।। ६ ।। | सूत्र ।। |
| तस्मात् काश्यप्य इमा: प्रजा: ।। | [शत० ७५ । १ । ५] |

(۱) [ ارٿات] ارڙهن پراڻن جا ٺاهيندڙ وياس جي آهن. وياس جيءَ جا وچن ضرور سچ مڃڻ گهرجن. (٢) ويدن جو ارٿ اتهاس مها ڀارت ۽ ارڙهن پراڻن مان پڙهڻ ۽ پڙهائڻ کپي. ڇاڪاڻ ته اتهاس (تواريخ) ۽ پراڻ ويدن جي ارٿ جي انڪول آهن. (٣) پتري ڪرم ۾ پراڻ ۽ کل ارٿات هري ونش جي ڪٿا ٻڌجي. (۴) اشوميڌ جي انت ۾ ڏهين ڏينهن ٿوري پراڻن جي ڪٿا ٻڌجي، (۵) وديا ۽ ويد جي ارٿ ڇاڪاڻ ڪري ئي پراڻ ويد آهن، (٦)

* چور ڀلي پرش خواه مٽي ڇاڪاڻ ابوڪيه گرن کي هر طرح جي سزا ڏيڻ ۽ سڌارڻ راجا ۽ پنچايت جو ڪم آهي، نه ته ديش رسائل ۾ ويندو. ( مولپرام )

اِتهاس ۽ پراڻ پنجم (پنجان) ويد نه سڏجن. *اهڙن پرماڻن ڪري پراڻن جو پرماڻڪ جوڳو هجڻ [ سڏ آهي]، ۽ انهيءَ پرماڻڪ ليکي ڪري مورتي پوڄا ۽ تيرٿ به پرماڻڪ سڏ ٿيندا، ڇاڪاڻ ته پراڻن ۾ مورتي پوڄا ۽ تيرٿن جي آکيا آهي.

۴۰. (الف) وياس پراڻ ڪونه ٺاهيا:- اُتر:- جي ارڙهن پراڻن جا ٺاهيندڙ وياس جي هجن ها ته انهن ۾ ايترا گهوڙا نه هجن ها. ڇاڪاڻ ته شاريرڪ سوتر، يوگ شاستر جي ڀاشيه [ انواد ]، آدي وياس جيءَ جي ٺاهيل گرنٿن کي ڏسڻ مان معلوم ٿو ٿئي، ته وياس جي وڏا ودوان، ستيه وادي ۽ ڌارمڪ يوگي هوا. هو اهڙي مٿيا ڪٿا ڪڏهن نه لکن ها. ورتيڪ ان مان اِهو ٿو سڏ ٿئي ته، جن هڪ ٻئي جي ورڌمتن وارن لوڪن ڀاڳوت آدي نوان من گهڙت گرنٿ ٺاهيا آهن، تن ۾ وياس جيءَ جي گڻن جو ذرو به ڪونه هو. وري ويدن شاسترن جي ورڌ ڪوڙين ڳالهين لکڻ وياس جهڙن ودوانن جو ڪم نه آهي. هيءَ ڪم ته ورودين، سوارٿين، مورکن ۽ نيچ پرشن جو آهي.

۴۰. (ب) سچا اِتهاس ۽ پراڻ:- اِتهاس ۽ پراڻ، شو پراڻ آديءَ جا نالا ڪيئن پيا:-

ब्राह्मणानीतिहासान् पुराणानि कल्पान् गाथानाराशंसीरिति ॥

هي براهمڻ ۽ سوترن جو وچن آهي. ايتريه، شت پٿ، سام ۽ گوپٿ براهمڻ گرنٿن جا ئي هي پنج نالا آهن:- ١. اِتهاس ۽ ٢. پراڻ، ٣. ڪلپ، ۴. گاٿا، ۵. ناراشنسي.

[ اِتهاس]، جئن جنڪ ۽ ياگيه ولڪيه جو سمواد (پراڻ)، جڳت اُتپتي آديءَ جو ورنن، (ڪلپ)، ويدڪ شبدن جي وڏائيءَ جو ورنن ارٿات سمبنڌ ارٿن جو نروپڻ ڪرڻ، (گاٿا) ڪنهن جي درشٽانت مان نتيجو ڪڍي ڪٿا جي روپ ۾ ورنن ڪرڻ، (ناراشنسي)، لوڪن جي چڱن ۽ ڀڙن ڪرمن جو ورنن ڪرڻ. انهن [ پنجني] مجهان ئي ويد ارٿ جو گيان ٿئي ٿو. پتر ڪرم ارٿات گيانين جي پرشنسا ۾ ڪجهه پڙهڻ، اشومڌ جي انت ۾ به انهيءَ جي پڙهڻ لکيل آهي. ڇاڪاڻ ته وياس ڪرت گرنٿن جو پڙهڻ پڙهائڻ وياس جيءَ جي جنم کانپوءِ ٿي سگهيو، ۽ نه اڳ ۾. [ مٿيون ته ] وياس جيءَ جي جنم کان اڳي ويدن جو ارٿ پڙهندا پڙهائيندا ۽ ٻڌندا ٻڌائيندا هوا! تنهنڪري سڀني کان پراڻن براهمڻ گرنٿن ئي ۾ سڀ مٿين ڳالهيون ٿي سگهن ٿيون. انهن نون من گهڙت شريمد ڀاڳوت شو پراڻ آدي مٿيا ۽ دوش وارن گرنٿن ۾ ٿي نٿيون سگهن.

۴۰ (ب) ويد وياس جو نالو ڇو ڏنائون: وياس جيءَ ويد پڙهيا ۽ ٻين کي پاڙهي ويدن جو ارٿ ڦهلايو، جنهنڪري سندن نالو "ويد وياس" ٿيو. ڇاڪاڻ ته وياس چئبو آهي [ گولائيءَ جي] وچ مان آر پار لنگهندڙ ليڪ [قطر=Diameter) کي؛ ارٿات رگويد جي شروع کان وٺي اٿرو ويد جي پڇاڙيءَ تائين چار ئي ويد پڙهيل هوا. شڪديو ۽ جيمني

* سنسڪرت جا پرماڻ جنهن نموني ڇپيل آهن ۽ جنهن سلسلي سان انهن جو ارٿ ڏنل آهي، سي پاڻ ۾ ٺهڪن نٿا. پهريان ئي پرماڻ ملي نه اچن. ارٿ ۾ پنجن کي ڇولن، ڇهن کي پنجون ۽ ڇوٿين پرماڻ کي ڇهون ڪري ڏنو اٿس.

آدي شمن کي پڙهايو هوائين. هونئن ته سمدن جمر جو نالو "ڪرشن دوئپاين" هو. جي چون ٿا ته وياس جيءَ ويدن کي ڪٺو ڪيو، سا ڳالهه ڪوڙي آهي، ڇاڪاڻ ته وياس جيءَ جا پيءُ، ڏاڏا ۽ پڙ ڏاڏا، [ اوتاست ] پاراشر شڪتيءَ ۽ وسشٽ، ۽ برهما آدي پڻ چئني ويدن کي پڙهيو هو! ان حالت ۾ ڀلا هيءَ ڳالهه ڪئن ٺهڪي سگهندي؟

٤٠. (ب) پراڻن ۾ گهڻو ڪوڙ ۽ ٿورو سچ آهي:- پرشن:- پراڻن ۾ سمورين ڳالهيون ڪوڙيون آهن يا ڪي سچيون به آهن؟

اتر:- گهڻيون ڳالهيون ڪوڙيون آهن ۽ ١ ڪي گهڻ اکر نياءَ = घुणाक्षरन्याय موجب سچيون آهن. جي سچيون آهن، سي ويد آدي ست شاسترن جون، ۽ جي ڪوڙيون آهن، سي انهن پوپن جي پراڻ روپي گهرجون آهن. جهڙيءَ ريت شو پراڻ ۾ شئو کي پرميشور مڃي وشڻو، برهما، رڊر، گڻيش ۽ سوريه آديءَ کي سندس داس ٺهرايو آهي؛ تن وليڪڻون وشڻ پراڻ آديءَ ۾ وشڻوءَ کي پرماتما مڃي، شو آديءَ کي سندس نوڪر [ ٻڌايو آهي ]. ديوي ڀاڳوت واري ديويءَ کي پرميشوري، ۽ شو، وشڻو آديءَ کي سندس ٻانهيون ٻڌايو آهي. گڻيش کنڊ ۾ گڻيش کي ايشور ۽ ٻين سڀني کي داس ڏيکاريل آهي. ڀلا اهي ڳالهيون انهن مت وادي پوپن جون نه آهن ته ڪنهن جون آهن؟ ڪنهن [ رواجي ] ماڻهوءَ جي ٺاهيل [ پستڪ ] ۾ به اهڙيون هڪ ٻئي جي ورڌ ڳالهيون لکيون نه هونديون، ته ودوان جي ٺاهيل [ پستڪن ۾ ته ] ڪڏهن به اچڻ نه گهرجن. انهن مان پهرينءَ ڳالهه کي سچو مڃجي ته ٻي ڪوڙي، جي ٻيءَ کي سچو مڃجي ته ٽين ڪوڙي، جي ٽينءَ کي سچو مڃجي ته ٻيون سڀ ڪوڙيون ٿيون پون.

٤٠. (ت) پراڻن انوسار سرشٽي اُتپتي:- شو پراڻ وارا شو مڃيندڙ، وشڻو پراڻ وارا وشڻوءَ مڃيندڙ، ديوي پراڻ وارا ديويءَ مڃيندڙ، گڻيش کنڊ وارا گڻيش مڃيندڙ، سوريه پراڻ واري سوريه مڃيندڙ ۽ وايو پراڻ واري وايوءَ مڃيندڙ سرشٽيءَ جي اُتپتي ۽ پرلي لکي، پوءِ هر هڪ مان هر هڪ جهڙي جڳت جو ڪارڻ [ پرڪرتي ] لکيائون ۽ انهن جي اُتپتي هڪ هڪ ڪري لکي اٿئون • جي پڇجي ته جا جڳت جو اُتپن ڪندڙ، ڌارڻ ڪندڙ ۽ پرلي ڪندڙ ڪڏهن [ پاڻ به ] اُتپن [ ٿيندو آهي]؟ ۽ جو [ پاڻ ] اُتپن ٿو ٿئي، سو

---

١ گهڻ = سرڙو يا گهنگهڻي جيت جو ڪاٺ کي لڳندو آهي. اکر = اکر يا لفظ. نياءَ = انصاف. اوتاست جئن ڪاٺ کي کائيندي جيت وقتي ڪي اکرن جهڙيون شڪليون به ڪاٺ تي ٺاهيندو آهي، پر ڪيس اکرن جو علم ڪونهي؛ تئن ئي شاسترڪار گهڻا اکر نياءَ اُن مثل کي ٿا چون، جو اُتفاقيءَ ۾ يا ارادي ڪرڻ کان سواءِ ٿو ٿئي.

• اٿوا ڪٿي لکيائون ته شو مان سرشٽي اُتپن ٿي ۽ برهما وشڻو آدي به انهيءَ مان اُتپن ٿيا ۽ ڪٿي وشڻوءَ مان شو ۽ برهما جي اُتپتي ۽ ڪٿي برهما مان شو ۽ وشڻوءَ جي اُتپتي ڏيکاري اٿئون. اٿوا ساڳئي ديو کي ڪٿي اُتپن ڪرڻ وارو ۽ ڪٿي اُتپن ٿيل ڪري ڏيکاريو اٿئون.

سرشٽيءَ جو ڪارڻ ٻه ڪڏهن ٿي سگهي ٿو يا نه؟ ته چپ رهڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به چئي نه سگهندا! وري اُنهن سيني جا شرير ٻه ماءُ پيءُ مان ٿي اُپن ٿيا هوندا! پوءِ اهي پاڻ ئي اُپن ٿيل پدارٿ سنسار کي اُپن ڪندڙ ڪيئن ٿي سگهندا؟ وري اُپٽي ٻه عجيب عجيب پرڪارن جي مڃي اٿن، جا بالڪل ناممڪن آهي.

۴۱. **(الف) شو پراڻ انوسار سرشٽي اُتپتي:-** جهڙيءَ ريت شو پراڻ ۾ [اکيل آهي ته] شو اڇا ڪئي ته آءٌ سرشٽي ٺاهيان. تڏهن نارائڻ نالي جلاشيه [پاڻيءَ ڀرڻ جو هنڌ يعني تلاءُ وغيره] اُپن ڪيائين، ۽ سندس نابيءَ [ناف=دن] مان ڪنول، ۽ ڪنول منجهان برهما اُپن ٿيو. برهما ڏٺو ته سڀ پاڻي ئي آهي، سو تنهن هڪڙو ٻڪ پاڻيءَ جو کڻي ڏسي، پاڻيءَ ۾ ڦٽو ڪيو. ان مان هڪ ڦوٽو اُپن ٿيو ۽ اُن ڦوٽي مان هڪ پُرش اُپن ٿيو؛ تنهن برهما کي چيو ته هي پٽ! سرشٽي پيدا ڪر. برهما کيس چيو ته آءٌ تنهنجو پٽ نه آهيان، بلڪ تون منهنجو پٽ آهين! اچي جهڳڙو لڳن ۽ هڪ هزار ايشوري [برهم ڏينهن ۽ برهم رات وارن] ورهين تائين ٻئي پاڻيءَ مٿان وڙهندا رهيا. تڏهن مهاديو ويچار ڪيو ته جنهن مون سرشٽيءَ ٺاهڻ لاءِ موڪليو هو، سي ته ٻئي پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن. پوءِ انهن ٻنهي جي وچان هڪ تيجومئه [چمڪندڙ] لنگ اُپن ٿيو ۽ هو يڪدم آسمان ۾ هليو ويو. انکي ڏسي ٻئي عجب ۾ پيا. ٺهراءُ ڪيائون ته جو اُنجو منڍ ۽ پڇاڙي ڏسي اول موٽي اچي سو پتا، ۽ جو پوءِ اچي يا پتو نه لهي اچي سو پٽ سڏائي. [ان تي] وشنو ڪچونءَ جو روپ ڌاري هيٺ ويو ۽ برهما هنس جو شرير ڌاري مٿي اُڏاڻو. ٻئي من جهڙي تکي رفتار سان هلندا رهيا هڪ$هزار ايشوري ورهيه ٻئي هلندا رهيا ته به انت نه پاتائون. تڏهن هيٺ وارو وشنوءَ ۽ مٿي وارو برهما ويچار ڪيو ته جي اُن ڇيڙو (ٿاهه = انت) پاتو هوندو ته موٽي پٽ ٿيڻو پوندو. [برهما] ائين ويچاري ئي رهيو هو ته انهيءَ وقت هڪ ڳئون ۽ هڪ ڪيتڪيءَ £ جو وڻ مٿان لهي آيا. برهما کائن پڇيو ته اوهين ڪٿان ٿا اچو؟ چيائون ته هزار ورهيه ٿيا، جو اسين ان لنگ جي آسري تي هليا ٿا اچون. برهما پڇين ته هن لنگ جي پڇاڙي به آهي يا نه؟ انهن چيو ته نه. برهما چين ته اوهين مونسان گڏجي هلو ۽ اهڙي شاهدي ڏيو، [ارٿات ڪُوڙ چوي] ته آءٌ هن لنگ جي چوٽيءَ تي کير جي ڌارا وهائيندي هيس، ۽ وڻ چوي ته آءٌ گلن جي ورکا ڪندو هوس. جي اهڙي ساکشي ڏيندا ته آءٌ اوهانکي ٺڪاڻي تي پهچائيندس. انهن چيو ته اسين ڪوڙي شاهدي ڪانه ڏينداسون. برهما ڪاوڙجي چيو ته جي شاهدي نه ڏيندا ته آءٌ هينئر ئي اوهانکي ڀسم ڪري ڇڏيان. پوءِ ته ٻنهي ڊڄي چيو ته جئن چئو ٿا، تئن شاهدي ڏينداسون. تڏهن ٽيئي هيٺئين پاسي هليا. وشنو اڳ ۾ ئي پهتل هو؛ برهما به اچي پهتو. وشنوءَ کان

$ برهم ڏينهن برهم رات جي حساب موجب هڪ هزار ورهيه.

£ ڪيتڪي مليالم ڀاشا جو شبد آهي- سنسڪرت ۾ اُنکي ڪيتڪ، سوچڪا پشپ آدي انيڪ نالا آهن ۽ سورڻ ڪيتڪي، هم ڪيتڪي آدي انيڪ قسم آهن. هنديءَ ۾ ڪيوڙه ۽ سنڌيءَ ۾ ڪيوڙو سرهو [خوشبودار] چوندا اٿس.

سڃاڻين ته اهي آئين يا نه؟ وشنوءَ چيو مونکي ته سندس سڃاڻپ ڪا نه لڌي. برهما چيو ته، آءٌ انت لهي آيو آهيان. وشنوءَ چيس ته ڪا شاهدي ڏيارِيو. ان تي ڪتو ۽ وڻ شاهدي ڏني ته، اسين ٻئي لنگ جي چوٽيءَ تي هئاسون. پوءِ ته لنگ مان آواز آيو ۽ وڻ کي شاپ [ پاراتو ] ڏنائين ته ڇاڪاڻ ته تو ڪوڙ ڳالهايو آهي، تنهنڪري تنهنجو گل مون تي الوا ڪنهن ٻئي ديوتا تي چڙهت ۾ ڪٿي به نه چڙهندو. جي ڪو چاڙهيندو ته سندس ستياناس ٿيندي. ڳاءِ کي پاراتو ڏنائين، ته جنهن وات سان تو ڪوڙ ڳالهايو آهي، تنهن سان تون وشٽا [ گوهه ] کائيندي رهندينءَ. تنهنجي منهن جي پوڄا ڪو ڪونه ڪندو، البت پڇ جي ڪندا. برهما کي پاراتو ڏنائين ته تو ڪوڙ ڳالهايو، تنهنڪري تنهنجي پوڄا سنسار ۾ ڪٿي به نه $ ٿيندي. ۽ وشنوءَ کي وَر ڏنائون ته تو سچ ڳالهايو، تنهنڪري تنهنجي پوڄا هر هنڌ ٿيندي. پوءِ ته ٻنهي گڏجي لنگ جي اُستتي [ واکاڻ ] ڪئي، جنهنڪري پرسن ٿي اُن لنگ مان هڪ جٽاڌاري مورتي نڪري آئي ۽ چوڻ لڳي ته "اوهانکي مون سرشٽي ٺاهڻ لاءِ موڪليو هو، جهڳڙن ۾ ڇو ڦاٿا آهيو؟" برهما ۽ وشنوءَ چيو ته بنا سامگريءَ [ مصالح ] جي سرشٽي ڪئين رچيون؟ پوءِ مهاديو پنهنجي جٽا منجهان هڪ ڀسم [ ڪيريءَ = رک ] جو گولو ڪڍي ڏيندي چيو ته وڃو، ان مان سرشٽي ٺاهيو آدي. ڀلا انهن پراڻن ٺاهيندڙ پوپن کان ڪو پڇي ته جڏهن سرشٽيءَ جا تتو ۽ پنج مها ڀوت ( عناصر ) به موجود نه هئا، ته برهما، وشنو، مهاديو جا شرير، جل، ڪنول، لنگ، ڪتو ۽ ڪيتڪيءَ جو وڻ ۽ ڀسم جو گولو اوهانجي ٻابي جي گهران اچي ڪريا؟

٤١. (ب) **ڀاڳوت انوسار سرشٽي اُتپتي**:- سائيءَ رت ڀاڳوت ۾ [ لکيل آهي ته ] وشنوءَ جي ناڀيءَ مان ڪنول [ گل ]، ڪنول مان برهما، ۽ برهما جي سڄي پير جي آڱوٺي منجهان سوايمڀو، کٻي پير جي آڱوٺي منجهان ستيه روپا راڻي ۽ ڀلاٽ منجهان رُدر ۽ مريچ آدي ڏهه پٽ ۽ انهن مان ڏهه پرجاپتي اُپن ٿيا. سندن تيرهن ڌيئرن جو وواهه ڪشيپ سان [ ٿيو ] تن مان دتيءَ منجهان دئتيه، دنوءَ منجهان دانو، اَدتيءَ منجهان آدتيه، ونتا مان پکي، ڪدروءَ مان ناگ، سرما منجهان ڪتا گدڙ آدي، ۽ ٻين استرين منجهان هاٿي، گهوڙا، اٺ، گڏه، مينهون، گاهه ۽ ٻُورن جهڙا ڪنڊن سميت وڻ پيدا ٿيا! واهه ڙي واهه! ڀاڳوت جا ٺاهيندڙ لعل ٻجهڪڙ! توکي ڇنجي ڇا؟ اهڙين ڪوڙن ڳالهين لکندي توکي ذري به لڄ شرم نه آيو! نپٽ اَنڌو ئي پئين! استري پرش جي رج ويرج جي ملڻ ڪري منش ته پيدا ٿين ٿا، پر پرميشور جي سرشٽيءَ جي نيم جي ورود حيوان، پکي، ناگ آدي ڪڏهن به اُپن ٿي نٿا

$ ڪاريگرن جي ڪاريگريءَ پوراڻڪ ديوتائن جي پاراتن کي ڪوڙو ڪري ڏيکاريو آهي. جنهن برهما کي پاراتو ڏنو، تنهن سائيءَ برهما جا چار منهن اچي پشڪر جي شوَلنگ ۾ اڪري ڪاريگرن هڪ نئون ديوتا ايجاد ڪيو آهي، جو شو به آهي ته برهما به! هيئنر ته شو لنگ جي پوڄا ڪجي ته برهما جي پاڻهي ئي ٿي وڃي! هڪ پوڄا ۾ ٻه ديوتا پرسن ٿا ٿين. پر وقت ۽ سامگريءَ جي به ڪفائت آهي. ان ڪانسواءِ پنو خاص چومکو برهما ٻيو سائيءَ مندر ۾ پشڪر راڄ ۾ پوڄجي رهيو آهي. [ گمپترا ] .

سکھن. وري هاٿيءَ، اُٺ، گھوڙن، ڪتي، گڏهه، ۽ وڻ آديءَ جي رهڻ لاءِ استريءَ جي گرڀ واريءَ ٿيلهيءَ ۾ استان به ڪٿان ٿي سگھندو؟ وري جي گھوڙن آدي پيدا ٿيا، ته پنهنجي ماتا پتا کي ڇو نه ڏالي ڇڏيائون؟ وري مڇيءَ جي شرير مان جانورن پکين ۽ وڻن آديءَ جو اُپجڻ ڪيئن ٿي سگھي ٿو؟ ڏکار آهي پوکڻ لاءِ ۽ پوکڻ جي رچنا هن مها ناممڪن ليلا ٿي، جنهن دنيا کي اڄ تائين برغلائي رکيو آهي. اُنهن تمام ڪوڙن ڳالهين کي اهي اُنڌا پوپ ۽ سندن چيلا جيجون اندرين ۽ ٻاهرين اکيون نڪتل آهن پڙهندا ۽ مڃيندا ٿا اچن، سا ڏاڍي اچرج جي ڳالهه آهي. اهي ماڻهو آهن يا ڪجهه ٻيو! اهي ڀاڳوت آدي پراڻن جا ٺاهيندڙ گرڀ ۾ ئي ڇو نه نشٽ ٿي ويا؟ يا ڄمندي ئي مري ڇو نه ويا؟ ڇاڪاڻ ته [ماڻهو] انهن پوپن کان بچن ها ۽ آرٿ ورت دکن کان بچي وڃي ها.

## ٤١- (ب) ڪشيپ پرميشور جو نالو آهي. مايا ارٿات طلسم يا دوکو.

پرشن:- انهن ڳالهين ۾ وروڌ نٿو اچي سگھي، ڇاڪاڻ ته ”جنهنجي شادي تنهنجا لاڏا [ڇوٽي آهي]. وشٽرءَ جي ساراهه ڪرڻ لڳا ته وشٽوءَ کي پرميشور ۽ ٻين کي داس، ۽ جڏهن شو جا گڻ ڳائڻ لڳا ته شو کي پرماتما، ٻين کي ٻانها ٺهرايائون. پوپ ته پرميشور جي مايا [چال يا ڪرامت] ۾ سڀ ڪجهه ٺهي سگھي ٿو. مڇ مان ماڻهو آدي ۽ پشو آديءَ مان مڇ آديءَ جي اُتپتي پرميشور ڪري سگھي ٿو! ڏسو! بنا ڪارڻ [اُپادان-پرڪرتي] جي پنهنجيءَ مايا مان سڄي سرشٽي بڻائي ڇڏي اٿس؟ ان ۾ ڪهڙي ڳالهه ناممڪن آهي؟ جيڪي گھري، سو ڪري سگھي ٿو.

اُتر:- اڙي ٻوڙا لوڪو! وراهه ۾ جنهنجا کيس ٿا ڳائجن تنهنکي سڀني کان وڏو ۽ ٻين کي ننڍو نٿو بڻائجي. يا ٻين جي نندا ڪري سڀني جو پتا ته نٿو ٻڌائجي؟ پوپ جي، ٻڌايو ته اوهين پڻ ۽ خوشامدي چارڻن کان وڌيڪ پاڪي آهيو نه؟ جو جنهنجي پٺيان هلو، تنهن کي ئي سڀکان وڏو ٿا ٻڌايو ۽ جنهن سان وروڌ ٿا ڪريو، تنهنکي سڀني کان ننڍو ٿا ٺهرايو. اوهانکي سچ ۽ ڌرم سان ڪهڙو پرايوجن؟ اوهانکي ته پنهنجي سوارٿ سان ڪم آهي. مايا [دوکيبازي] ان مڇ ۾ ٿي سگھي ٿي، جو ڇلي ڪپٽي آهي ۽ اهڙي ماياوي [دوکيباز] ٿا سڏجن. پرميشور ۾ ڇل ۽ ڪپٽ آدي دوش نه هجڻ ڪري ڪنهن ماياوي نٿو ڪوٺي سگھجي. جي آد سرشٽيءَ ۾ ڪشيپ ۽ ڪشيپ جي استرين مان پشو، پکي، ناڳ وڻ آدي اُپجڻ لڳن ها، ته اڄ ڪلهه اهڙي سنتان ڇو نٿي پيدا ٿئي؟ سرشٽي ڪرم [قانون قدرت] جيئن اڳي لکيو اٿئون، سوئي برابر آهي. انومان آهي ته پوپ جي هيٺين ڳالهه تان دوکو کاڌو ڪيا هوندا:- तस्मात् काश्यप्य इमाः प्रजाः ॥ [शत० ७ । ५ । १ । ५]

شت پٿ [جي ٧-٥-١-٥] ۾ هيٺين لکيل آهي ته هيءَ سڄي سرشٽي ڪشيپ جي بڻايل آهي. [وري نرڪت اڌياءِ ٢ جي کنڊ ٢ ۾ لکيل آهي ته]:-

कष्यपः कस्मात् पष्यको भवतीति ॥ निरु० [ अ० २ । खं० २ ]

سرشٽي ڪرتا پرميشور جو نالو ڪشيپ انڪري آهي ته:- पश्यतीति पश्य: पश्य एव पश्यक:

اوتار جو نرُوپڻ ٿي [پل پل ڪان پوءِ] چراچر • جڳت، سڀني جيون ۽ سندن ڪرمن ۽ ٻئي جي سڀ وڌائن کي جيئن جو تيئن ڏسي، سو पश्यक=پشيڪ آهي. وري مها ڀاشيه جي وچن موجب ٻهرين اکر ڦيرائڻ ۽ ٻن اکرن اڳيان آڻڻ ڪري "پشيڪ" مان "ڪشيپ" △ ٺهيو آهي. هن आद्यन्तविपर्ययश्च اهڙو ارٿ نه سمجهي پنڊت لوڪ لا چاڙهي، پنهنجو جنم سرشٽيءَ [نمم] ورڻ ڪتائن ڪرڻ ۾ اجايو وڃايو اٿن.

٤١. مارڪنڊيه پراڻ جا پول:- جهڙيءَ طرح مارڪنڊيه پراڻ جي درگا پاٺ موجب ديون جي شريرن مان تيج [نور] نڪري ڪري هڪ ديوي ٿي، جنهن مهشاسر کي ماريو. رڪت بيج O جي شرير مان هڪ ٿيو ڏرڙيءَ تي ڪري ڪري، اُن جهڙا رڪت بيج اُترا پيدا ٿيا، جو سڄو جڳت رڪت بيجن [رت جي ٻڪن] سان ڀرجي ويو ۽ رت جي ندي وهڻ لڳي، وغيره ڪيتري گپوڙا لکي رکيا اٿن. رڪت بيج سان سڄو جڳت ڀرجي ويو ته ديوي، ديويءَ جو شرير ۽ سندس سينا ڪٿي رهيل هئي؟ جي چئو ته رڪت بيج ديويءَ کان پري پري هئا، ته سڄو جڳت رڪت بيج سان ڀريل نه هو. جي ڀريل هجي ها ته پوءِ پکي مڇ وغيره پراڻي ۽ پاڻيءَ ۾ رهندڙ مانگر مڇ، ڪڇون، مڇيون وغيره خواه وڻ ٻوٽا وغيره ڪٿي رهن ها؟ اِهي ٺڪ اِهو اُئي سمجهي ته درگا پاٺ ٺاهيندڙ جي گهر ۾ ٻڌي لڪيا هوندا!!! ڏسو! ڪهڙي نه ناممڪن ڪٿا جو گپوڙو پنڊت جي لهري ۾ هٽي ڏنائون، جنهن جي نه حد آهي نه حساب!

٤٢. (الف) ڀاڳوت پراڻ جون لباڙون:- هيئنر جنهن کي "شريمد ڀاڳوت" ٿا چون تنهن جي ليلا ٻڌو:- برهماجيءَ کي نارائڻ چتر شلوڪي [چئن شلوڪن واري] ڀاڳوت جو اُپديش ڪيو ته:-

ज्ञानं परमगुह्यं मे यद्विज्ञानसमन्वितम्। सरहस्यं तदङ्गञ्च गृहाण गदितं मया:। [भा०स्कं० २। अ० ६। श्लो ३०]

[هي ڀاڳوت پراڻ جي اسڪنڌ ٢ جي ادياءِ ٩ جي شلوڪ ٣٠ جو وچن آهي]. هاڻي ڀاڳوت جي ٻاڙائي ڪوڙ تي آهي، ڏسو سنڌس وڻ چوڻ ڪوڙو ٿيندو؟

ارٿ:- هي برهماجي! تون منهنجو پرم گهيه [نهايت وارو=ڳجهو وارو] گيان، جو وگيان ۽ رهسيه يڪت [رازن سان ڀرپور هئڻ ڪري]، ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش جو انگ [جزو] آهي؛ سو ئي مون کان گرهڻ ڪر. وگيان يڪت گيان چوڻ ته پوءِ "پرم" اوتار گيان $

* چر = هلندڙ ڦرندڙ + اچر= هڪ جاءِ تي ٻيٺل.

△ جيئن چاقو ۽ قاچو، چڪر ۽ چرڪ، قلف ۽ قفل اکرن جو استان بدليل آهي، تيئن پشيڪ ۽ ڪشيپ ۾ به آهي.

O پوراڻڪ ڪٿائن انوسار هڪ راڪشس جو نالو آهي، جو شنب اشب جو سينا پتي هو، جنهن کي مارڻ سان ٻيا رڪت بيج پئي پيدا ٿيا. نيٺ اُنکي ديويءَ ماريو.

$ وگيان يڪت گيان. اوتات وشيش گيان وارو گيان يعني پورڻ گيان. اهڙي ورڻن ڪرڻ ڪانپوءِ وري "پرم" جهڙو ٻيو وشيشڻ يا صفت لڳائڻ اجائي آهي.

جو وشيشڻ رکڻ اجايو آهي. وري ”گهڻ“ وشيشڻ [ اڳ ] هڻڻ ڪري ” رهڻ “ ۽ پهريون اڳياڙ
آهي $ جڏهن مول شلوڪ ۾ ارٿ ان ۾ پستڪ انرٿ ڪندڙ ڇو ڪيهي؟ برهما جيءَ کي ور
ڏنائين ته :- भवानकल्पेविकल्पेषु न विमुह्यति कर्हिचित् । भाग० [ स्कँ २ : अ० ९ । श्लोक ३६ ]
[ هي ڀاڳوت پراڻ اسڪند ٢ ادڌياءِ ٩ جو شلوڪ ٣٦ آهي ارٿات ] اوهان ڪلپ ارٿات
سرشٽيءَ ۽ وڪلپ يعني پرلي ۾ به ڪڏهن موهه کي پراپت نه ٿيندا. اهڙو لکي وري
ڏهين اسڪند ۾ [ لکيل آهي ته ] موهه وس ٿي وڃڙو ڇورانائين! انهن پنهنجي مان هڪڙي
ڳالهه سچي ۽ ٻي مٿيا هڻڻ ڪري پنهنجي مٿيا [ به ] ٿي سگهن ٿيون.

٤٢. (ب) **وشڻن جو ويڪنٺ** :- جي ويڪنٺ ۾ راڳ، دويش، ڪروڌ، ايرشا ۽
دک ڪونهي، ته سنڪ آديءَ کي ويڪنٺ جي دروازي تي ڪاوڙ ڇو لڳي؟ جي ڪروڌ آهي
ته اهو سورڳ ئي ڪونهي! ان وقت ڄيه ۽ وجيه دربان هوا [ جن لاءِ ] سواميءَ جي آگيا اوس
پالڻي هئي. انهن جي سنڪ آديءَ کي روڪيو ته ڪهڙو اپراڌ ڪيائون؟ وري بنا اپراڌ جي
شاپ [ پاراتو ] لڳي ئي نٿو سگهي! پڇيائون ته اوهين پرٿويءَ تي وڃي ڪرو! اهڙي چوڻ
مان سڌ اهو ٿيو ته اتي پرٿوي نه هوندي، آڪاش، اگني ۽ جل هوندو! جي ائين
[ آهي ته ] دروازو مندر ۽ جل ڪنهن جي آڌار تي بيٺل هوا؟ پوءِ ڄيه * ۽ وجيه سنڪ
آدڪن جي استتي ڪئي، [ ۽ پڇيائون ] ته ”مهاراج! اسين ويڪنٺ ۾ وري ڪڏهن
ايندا سون؟“ تن کين چيو ته جي پريم سان نارائڻ جي ڀڳتي ڪندا ته ستين جنم ۾ ۽ جي
ورودھ سان ڀڳتي ڪندا ته ٽئين جنم ۾ ويڪنٺ پراپت ڪندءِ! ان ۾ وچارڻ کپي ته ڄيه
۽ وجيه نارائڻ جا نوڪر هئا. سندن رکشا ۽ مدد ڪرڻ نارائڻ جو ڪرتويه هو. بنا اپراڌ نوڪرن
کي دک ملڻ ڪري به جي مالڪ ڪنهنکي ڏنڊ نه ڏيندو، ته سندن نوڪرن جي دردشا
[خراب حالت] هرڪو ڪندو رهندو. نارائڻ کي ته ڄيه وجيه جو ستڪار ڪري سنڪ آدڪن کي
چڱو ڏنڊ ڏيڻ گهربو هو، ڇاڪاڻ ته انهن ڇو اندر گهڙڻ لاءِ تڪرار ڪيو؟ ۽ نوڪرن سان
وڙهيا ڇو؟ پاراتي ڏنڊ جي بدلي سنڪ آديءَ کي پرٿويءَ تي اڇلائڻ نارائڻ لاءِ نياءُ
هو! جي نارائڻ جي گهر ۾ اهڙو اندير آهي ته سندس وشنو پرٿويءَ تي سڏائيندڙ سيوڪن

---

$ گهڻ = ڳجهو ۽ رهڻ. پڪنت = پيڊ سان پرلي. اهي ٻئي صفتون جنهن جي ساڳي معني
آهي، ڇو اڳياڙون وڌيون آهن، جو ور ور ساڳي ڳالهه چوڻ لکڪ جو هڪ دوش آهي.
جنهن کي سنسڪرت ۾ پنرڪتي ۽ انگريزيءَ ۾ Tautology چوندا آهن.

* ڄيه ۽ وجيه ويڪنٺ جا دوارپال هوا، هن سنڪ آدي رشين کي اندر وڃڻ کان
روڪيو، تنهن تي جهڳڙو ٿيو ۽ کين سراپ مليو ته پرٿويءَ تي ڪرندا. آزي ڪرڻ تي
ور مليو ته جي نارائڻ جو پريم سان ڀڄن ڪندا ته ستين جنم ۾، سندس شترو ٿيندا ته ٽئين
جنم ۾ موکش ٿيندو. هو ڀڳوان جا ورودي ٿيا، انهيءَ ڪري ٽئين جنم ۾ سندن مڪتي
ٿي. پهرئين جنم ۾ هرڻاڪش ۽ هرڻ ڪشيپ پئي ۾ راوڻ ۽ ڪنڀ ڪرڻ ۽ ٽئين ۾
شسوپال ۽ دنت وڪر ٿيا.

جي جيتري دردشا ٿي، اوتري ٿوري آهي.

۴۲. (ب) **وشنوءَ جو سوئر بڻجي هرڻاڪش کي مارڻ:-** پوءِ هو هرڻاڪش ۽ هرڻيه ڪشپ [جو جنم وٺي] آپڻ ٿيا. ٿن مان هرڻاڪش کي سوئر ماريو. سندس ڪٿا هن ريت لکيل آهي ته هو ڌرتيءَ کي ٿلهي وانگر ويڙهي وهاڻو ڪري سمهي پيو. وشنو سوئر جو اوتار ڌاري، سندس مٿي هيٺان وڪيل ڌرتيءَ کي واپس ۾ جهلي بيٺو. هو آئيو ۽ ٻنهي جي لڙائي ٿي. ورائي [سوئر] هرڻاڪش کي ماري ڇڏيو! انهن پڙهن کان جي ڪو پڇي ته ڌرتي گول آهي يا ٿلهي جهڙي؟ ته ڪجهه نه ٻڌائي سگهندا، ڇاڪاڻ ته پوراڻڪ ماڻهو ڀ-وگول وديا [علم جاگرافيءَ] جا شترو آهن! ڀلا جي [ڌرتي] ويڙهي مٿن ڪان وکيائين ته پاڻ ڇا تي سمهيو؟ ۽ ورائي ڇا تي پير رکي ڊڪي آيو؟ ڌرتيءَ کي ته ورائي جيءَ واپس ۾ جهليو، پوءِ ٻنهي ڇا تي بيهي وڙهيا؟ آئي ڀي ڪا ڀاڳ جي جاءِ ته هئي ڪا نه! ڀڪري ڇا ڀاڳوت آدي پراڻ ڏاهيندڙ پوپ جيءَ جي ڇاتيءَ تي بيهي وڙهيا هوندا؟ پر پوپ جي ڇا تي سمهيو هوندو؟ هيءَ ڳالهه ته اهڙي آهي، جڻ ڪوڙن جي گهر ڪوڙا ايندا ته ڳالهائيندا ته ڪوڙ! هڪڙن ڪوڙن جي گهر ۾ ٻيا لباڙي ايندا ته ڀاڙن هڻڻ ۾ گهٽتائي ڪهڙي ڪندا؟

۴۲. (پ) **هرڻيه ڪشپ ۽ پهلاد جي ڪٿا:-** هيٺر رهيو هرڻيه ڪشپ. سندس پٽ هو پرهلاد، جو ڀڳت ٿي گذريو آهي. سندس پتا کيس پاڙهڻ لاءِ پاٺشالا ۾ موڪليو هو. هو اتي ٻارڪن کي چوندو هو ته مهنجيءَ پٽيءَ تي رام رام لکي ڏيو. پٽس ٻڌي کيس چيو ته تون اسانجي شتروءَ جو پڄن ڇو ٿو ڪرين؟ ڇوڪر نه مڃيو. پوءِ ته پٽس کيس ٻڌارائي پهاڙ تان هيٺ ڪيرايو ۽ کوهه ۾ اڇلايو. پر کيس ڪنهن ڪي ڪين! پوءِ ان هڪ لوهي ٿنڀو باهه ۾ تپائي کيس چيو ته جي تنهنجو اشٽ ديو رام سچو آهي ته تون هن ٿنڀي کي ڀاڪر ڪري ڪين سڙندين. پرهلاد جهلڻ لاءِ وڌيو. من ۾ شنڪا آئيس ته سڙڻ کان بچندس ڪونه؟ ناراڻ ان ٿنڀي تي ننڍيون ننڍيون ڪيلين جي قطار هلائي. کيس پڪ ٿي، [جنهڪري] جهٽ ٿنڀي کي وڃي جهليائين. ٿنڀو ڦاٽي پيو ۽ ان مان نرسنگهه * نڪتو، جنهن سندس پتا کي جهلي آنڊو پيٽ ڦاڙي ڇڏيو! پوءِ پرهلاد کي پيار وچان چٽڻ لڳو. پرهلاد کي چيائين ته ور گهر! هن پنهنجي پتا جي "سدگتي" جي گهر ڪئي. نرسنگهه ور ڏنو ته تنهنجون ايڪيهه پيڙهيون مڪت ٿينديون! هاڻي ڏسو! هيءَ ڪهڙي ڪوڙي جو ٻيو پاءُ ڪوڙو آهي. ڪنهن ڀاڳوت ٻڌندڙ الوا واچيندڙ کي پڇڙي پهاڙ تان ڪيرائيو ته، کيس ڪو ڪو نه بچائيندو ۽ ڇڪاڇور ٿي مري ويندو. جي پرهلاد کي سندس پتا پڙهڻ لاءِ موڪليندو هو ته ڪهڙو برو ڪم ٿي ڪيائين؟ وري پرهلاد اهڙو مورک جو پڙهڻ ڇڏي وٺرائي O ڏيڻ لڳي

* نرسنگهه پراڻ موجب وشنوءَ جو چوٿون اوتار آهي، جنهنجو شرير اڌ ماڻهوءَ جهڙو ۽ اڌ شينهن جهڙو ٿا مڃن.

O وٺرائي مٽ وارا رام نام جو جاپ ٽي مڪتيءَ جو وسيلو سمجهندا آهن ۽ لکڻ پڙهڻ کان پري رهندا آهن.

چاهيائين. تتل ٿنڀي تي ڪتليون هلڻ لڳيون ۽ پرهلاد ڇهڻ ڪري نه سگهيو. ان ڳالهه کي جو سچو مڃي، ٿنڀي کي به [ اهڙي] ٿنڀي سان ڇهڙائڻ کپي. جي هي نه سگهي ته سمجهو ته هو به نه سگهيو هوندو. وري نرسنگهه به ڇو نه سگهيو؟ سنڪ آدڪن کي ٻهرين ته ٽنهين جنم ۾ ولڪسٽ ۾ اچڻ جو ور مليو هو، سو ڇا اوهانجي ناراڻ کان وسري ويو؟ * ڀاڳوت جي رايت الوسار برهما، پرجاپتي، هرڻاڪش ۽ هرڻ ڪشپ چوٿينءَ پيڙهيءَ ۾ لو ٿيو. پرهلاد جون ايڪيهه پيڙهيون ته ٿيون ئي نه هئون. پوءِ ائين چوڻ ته ايڪيهن پيڙهين کي سدگتي ملي، سا ڪيڏي نه ڀل آهي! ۽ جي وري اهي ساڳيائي هرڻاڪش، هرڻ ڪشپ، راوڻ، ڪنڀ ڪرڻ، ۽ شسو شسوپال، دنت وڪر بڻجي آئين ٿيا، ته نرسنگهه جو ور ڪيڏاهن اڏامي ويو؟ اهڙين ڀل ڀرين ڳالهين پاکنڊي لاءِ ڪندا، ٻڌندا، مڃيندا آهن ۽ نه ودوان!

۴۲. (ب) اڪرور جي پوڄا :-

रथेन वायुवेगेन ॥ [ भा० स्कं० १० । अ० ३९ । श्लोक ३८ ]
जगाम गोकुल प्रति । [ भा० स्कं० १० । अ० ३८ । श्लोक २६ ]

[ ڀاڳوت اسڪند ۱۰ اڌياءِ ۳۹ شلوڪ ۳۸ ۽ اسڪند ۱۰ اڌياءِ ۳۸ شلوڪ ۲۴ ] اڪرور جي ڪنس جي موڪلڻ تي، هوا جي تيزيءَ وانگر ڊوڙندڙ گهوڙن جي رٿ تي چڙهي سج اُڀري وانا ٿيا ۽ چار ميل [ پري] گوڪل ۾ سج لهڻ وقت پهتا! گهوڙا ڀاڳوت بنائڻ واري جي پرڪرما ڪري رهيا هوندا، الوا مارگ ۾ ڀلي ڀاڳوت ٺاهڻ واري جسي گهر ۾ گهوڙا هڪليندڙ ۽ اڪرور جي اچي سمهي پيا هوندا! پوتنا جو شرير ڇهه ڪوهه واڪرو ۽ ڏاڍو ڏکيو لکيل آهي! سري ڪرشن جي ڪنس ماري متوا ۽ گوڪل جي وچ ۾ ڪري قتر ڪيو! جي ائين هجي ها ته [ ته رکيو] متوا ۽ گوڪل ٻئي دٻجي وڃن ها، پر ان پوپ جي جو گهر به دٻجي وڃي ها.

۴۳. اجاميل ۽ ناراڻ :- اجاميل جي ڪٿا اوُٽ پٽانگ لکيل آهي- ان نارد جي چوڻ تي پنهنجي پٽ جو نالو "ناراڻ" رکيو هو. مرڻ مهل پنهنجي پٽ کي [ناراڻ ناراڻ ڪري] پڪاريائين ته وچ ۾ ناراڻ ○ نبي پيو! ڇا ناراڻ سندس انتهه ڪرڻ واري پاپا نٿي ڄاڻي ته هو پنهنجي پٽ کي پڪاري رهيو آهي ۽ نه مونکي؟ جي نالي [سمرڻ جو] وڏو مهاتم آهي، ته اڄ ڪالهه به ناراڻ جي سمرڻ ڪندڙن جا ڏک ڇڏائڻ ڇو نٿو اچي؟ جي هيءَ ڳالهه سچي هجي ته قيدي لوڪ ناراڻ ناراڻ ڪري ڇو نٿا ڇٽي وڃن؟

۴۲. (ت) سميرو پربت آديءَ جي سنبنڌ ۾ ڊاڙون :- اڳيءَ رہت جوتش شاستر جي وڏ سميرو پربت جي ماپ لکيل آهي ۽ [لکيل آهي ته] پريه ورت راجا جي رٿ جي

* هڪ جنم ۾ ئي مڪتي ڏيڻ ٿي چڏيائينس.

○ ڪٿا آهي ته اجاميل وڏو پاپي هو- مرڻ مهل هن ناراڻ نالي واري پنهنجي پٽ کي سڏ ڪيو ته ناراڻ [ پرماتما ] ڊوڪي ۾ پنهجي پاڻ اچي حاضر ٿيو.

قيمتن جي لحاظ سان سمجھ پئدا ٿيا! اٺ ونجاھ ڪروڙ جوجن £ پرٿوي آھي! اھڙن ڪروڙن ڳالھين جون ڀاڱون ڀاڳوت ۾ لکيل آھن، جنھجو ڪو آھي آٿو نہ مٿو.

۴۲- (ب) **ڀاڳوت جو ٺاھيندڙ بوپ ديو آھي.** ؟ ھيءَ ڀاڳوت ان بوپ ديو ٺاھيو آھي، جنھنجي ڀاءُ جئديو "گيت گووند" ٺاھيو آھي. ڏسو! ان ھي شلوڪ پنھنجي ٺاھيل "ھمادري" نالي گرنٿ ۾ لکيا آھن تہ شريمد ڀاڳوت پراڻ مون ٺاھيو آھي. ان لکيءَ جا ٽي پترا اسان وٽ ھوا، جن مان ھڪ پنو وڃائجي پيو آھي. ان پني ۾ [لکيل] شلوڪن جو جيڪو ترجمو ھو، ان آڌ جا اسان ٻہ شلوڪ ٺاھي ھيٺ لکيا آھن. جنکي ڏسڻ ھجي سي "ھمادري گرنٿ*" ۾ ڏسي وٺو:-

हिमाद्रेः सचिवस्यार्थेसूचना क्रियतेऽधुना । स्कन्धाऽध्यायकथानां च यत्प्रमाण समासत. ॥ १ ॥
श्रीमद्भागवतं नाम पुराणं च मयेरितम् । विदुषा बोबदेवेन श्रीकृष्णस्य यशोन्वितम् । २ ॥

وچاليل پتري ۾ مٿين پرڪار جا ٽي شلوڪ ھوا، ارٿات راجا جي منتريءَ ھمادري پنڊت بوپ ديو کي چيو تہ مونکي اوھانجي ٺاھيل شريمد ڀاڳوت جي سموري پڙھڻ لاءِ سمو ڪونھي، تنھنڪري اوھين ٿوري ۾ شلوڪن جي ذريعي جي اھڙي سوچي ٺاھيو، جو ان کي ڏسي آءٌ شريمد ڀاڳوت جي ڪٿا ٿوري ۾ ئي سمجھي ھڏيان! سو ھيٺيون لکيل سوچي پترا ان **بوپ ديو** ٺاھيو. ان مان ڏھ شلوڪ ان وچاليل پتري ۾ ھليا ويا، جنھنڪري ٻارھين شلوڪ کان وٺي لکون ٿا. ھي ھيٺ لکيل شلوڪ سمورا بوپ ديو جا ٺاھيل آھن.

बोधयन्तीति हिः प्राहुः श्रीमद्भागवतं पुनः । पञ्च प्रश्नाः शौनकस्य सूतस्यात्रोत्तरं त्रिषु ॥ ११ ॥
प्रश्नावतारयोश्चैव व्यासस्य निर्वृतिः कृतात् । नारदस्यात्र हेतूक्तिः प्रतीत्यर्थं स्वजन्म च ॥ १२ ॥
सुप्तघ्न द्रौण्यभिभवस्तदस्त्रात्पाण्डवा बनम् । भीष्मस्य स्वपदप्राप्तिः कृष्णस्य द्वारिकागमः ॥ १३ ॥
श्रोतुः परिक्षितो जन्म धतराष्ट्रस्य निर्गमः । कृष्णमर्त्यत्यागसूचा ततः पार्थमहापथः ॥ १४ ॥
इत्यष्टादशभिः पादैरध्यायार्थः क्रमात् स्मृतः । स्वपरप्रतिबन्धोनं स्फीतं राज्यं जहौ नृपः ॥ १५ ॥
इति वैराज्ञो दाढर्योक्तौ प्रोक्ता द्रौणिजयादयः । इति प्रथमः स्कन्धः ॥ १ ॥

[ ۱۱- ھنن ڀاڱن سان ڀاڳوت جي ڪٿا دھرائي وئي آھي. شونڪ جا پنج پرشن ۽ سوت جا اتر ٽن شلوڪن ۾ ڏنا ويا آھن.]

۱۲- پرشن اوتارن جي وشيہ، وياس جي لکڻ ۾ اچاھہ، نارد جي ھنن ڪرائيندڙ لکڻين سھمت وڪترا ۽ سندس جنم جو ورنن -

۱۳- ارجن جي پٽن جو درونڻ دوارا نند ٿيڻ، پريکشت جي ماتا جي گرڀ ۾ پانڊون

---

£ ھڪ جوجن ۾ پنجن انگريزي ميلن جي حساب سان ٻہ اوب پنجٽيھہ ڪروڙ انگريزي ميل ٿيا! حقيقت ۾ پرٿويءَ جو قطر وڳو ۷۹۲۶ ميل ئي آھي! انجي اراضي ھڪ عرب ستانوي ڪروڙ چوويھہ ميل آھي.

* پوشہ پراڻ جي پرتي سرڳ پرو ۳ جي کنڊ ۲ جي ادڀاءَ ۳۲ جي شلوڪن ۾ ۱ کان ۷ تائين پڻ ثابت ٿيل آھي تہ ڀاڳوت ٺاھيندڙ بوپ ديو ھو. [ ڪمپٽراو ]

جي هٿيارن ڌارا رکيا، ڀيشم جو پنهنجو اوچ پد پراپت ڪرڻ ۽ ڪرشڻ جو ڌوارڪا وڃڻ ۽ پرتيڪش جنهن ڀاڳوت پڙهيو هو، تنهنجو جنم، ڌرتراشٽر جو هلي وڃڻ، ڪرشڻ جو ڏيهه ڇڏڻ ۽ پانڊون جو هماليه ڏانهن اسهڻ، اهي سڀ ڀاڳوت ۾ ورنن ڪيا ويا آهن، ١٥- اهڙيءَ ريت ڀاڳوت جي ٻارهن اسڪند جا ارڙهن ادياءَ هن سوچيءَ جي ارڙهن پدن ۾ سنڪشيپ ۾ ڏنا ويا آهن. واچا پڊشٽر پنهنجو راڄ جنهن ۾ سڀ سان نياءَ تنهنجو الياڊي ۽ سو لياڪي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت ٻارهون اسڪند پورو ٿيو].

الياڊي ٻارهن اسڪندن جو سوچي پتر هن نموني روپ ڏيو پنڊت ناهي هماڌري منتريءَ کي ڏنو. جي وستار سان ڏسڻ گهرن، سي روپ ڏيو جي پٽايل هماڌري گرنٿ ۾ ڏسي وٺن. ان نموني هن پراڻن جي ليلا نه سمجهڻ جي، پر هڪٻئي کان اٿويه، وهه، اسڪيهه وڌيڪ آهن.

۴۲ (ت) **ڀاڳوت شري ڪرشن تي جوٺا الزام ٿو مڙهي:-** ڏسو! شري ڪرشن جي جو اتهاس، مهاڀارت ۾ اتي اتم آهي. سندن گڻ، ڪرم، سڀاو ۽ چرتر آپت پرشن جهڙو [ڏيکاريل] آهي. ان ۾ اهڙي ڪا به اڌرم جي ڪارروائي يا ڪوبه برو ڪم جو شري ڪرشڻ جي جنم کان وٺي مرڻ تائين ڪيو هجي، لکيل ڪونهي. پر هن ڀاڳوت واري انهيءَ ۽ ٻين گهڻن اپراڌ لڳايا آهن. کير، مکڻ آديءَ جي چوري، ۽ ڪبجا داسيءَ سان وڀچار، پر استرين سان راس منڊل ۽ ڪريڙا آدي مٿيا دوش شري ڪرشڻ جي تي لڳايا اٿس. اهي پڙهي يا پڙهائي، ٻڌي يا ٻڌائي ٻين مذهبن وارا لوڪ شري ڪرشڻ جي جي ڏاڍي نندا ٿا ڪن. جي اهو ڀاڳوت نه هجي ها، ته شري ڪرشڻ جيءَ جهڙن مهاتمائن جي ڪوڙي نندا ڇو ٿئي ها؟

۴۳. **شوپراڻ:-** شوپراڻ ۾ ٻارهن جيوتر [چمڪندڙ] لنگن [جو ورڻن آهي] جن ۾ [نه رڳو] پرڪاش جي روشني به ڪانهي، پر رات جي اونده ۾ ڏيئي بنا لنگ ڏيکاري به نٿا ڏين. اها سموري ليلا پوپ جيءَ جي آهي.

۴۴. **ويد پڙهڻ جو اڌڪار منش ماتر کي آهي:- پرشن:-** جڏهن ويد پڙهڻ جي سمرتي نه رهي ته سمرتي، جڏهن سمرتي واچڻ جي ٻڌي نه رهي، تڏهن شاستر ۽ جڏهن شاسترن پڙهڻ جو سامرٿ نه رهيو، ته رڳو استرين ۽ شودرن لاءِ پراڻ ٺاهيائون، ڇو ته انهن کي ويد پڙهڻ ۽ ٻڌڻ جو اڌڪار ڪونهي.

**اتر:-** هيءَ ڳالهه ڪوڙي آهي، ڇاڪاڻ ته سامرٿ پڙهڻ پڙهائڻ ڪرڻ سان وڌندي آهي، ۽ ويد پڙهڻ ۽ ٻڌڻ جو اڌڪار هر ڪنهن کي آهي! ڏسو! **گارگي** آدي استريون ۽ ڇاندوگيه الوسار **جان شرتي** شودر به رئڪيه مني = रैक्यमुनि وٽ ويد پڙهيا هوا. وري **يجر ويد** جي ۲۶ ادياءَ جي منتر ۲ ۾ کولي لکيل آهي ته "ويدن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ جو اڌڪار منش ماتر کي آهي." پوءِ جي اهڙا اهڙا مٿيا گرنٿ ناهي ماڻهن کي ستيه گرنٿن جي ورڻ، چار ۾ ڦاسائي پنهنجا سوارٿ ٿا ساڌين، سي مها پاپي ڇو نه آهن؟

۴۵. **نو گرهه:-** ڏسو! گرهن جو چڪر ڪيئن نه هلايو الن، جنهن وديا هيڻ لوڪن کي ڦاسائي رکيو آهي:-

"आकृष्णेन रजसा०" ( ऋ० १ । ३५ । २ ) — ١. سورج جو منتر
"इम देवा असपत्नᳬ सुवध्वम्०" ( य० । ९ । ४० ॥ ) — ٢. چنڊ جو منتر
"अग्निमूर्द्धा दिवः ककुत्पतिः०" ( य० । ३ । १२ ॥ ) — ٣. منگل جو منتر
'उद्बुध्यस्वाग्ने०" ( य० अ० १५ । मं० ५४ ) — ٤. ٻڌ جو منتر
"बृहस्पते अतियदर्यो०" ( य० २६ । ३ । ) — ٥. ٻرهسپتيءَ جو منتر
'शुक्रमन्धसः०" — ٦. شڪر جو منتر
"शन्नो देवी रभिष्टय०" ( य० अ० ३६ मं० १२ ) — ٧. شنيءَ جو منتر
"कया नश्चित्र आभुव०" ( ऋ० ४ । ३१ । १ ॥ ) — ٨. راهوءَ جو منتر
"केतुं कृण्वन्न केतवे०" ( ऋ० १ । ६ । ३ ) — ٩. انڪي ڪيتوءَ جي ڪٿڪا ٿا چون

٤٥. (الف) منترن جو سچو ارٿ :- (١) आकृष्णेन] ۾ سورج ۽ ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ڪشش، (٢) ۾ راڄ ڪرڻ ارٿات راجا جي ڪَٽن جو پرڪاش ڪندڙ، (٣) ۾ اگنيءَ جو ورڻن، (٤) ۾ يڄمان لاءِ، (٥) ۾ ودوانن جا ڪرڻ ڏيکاريندڙ، (٦) ۾ وايو ۽ ڪاڏي پيتي بابت، (٧) ۾ پاڻيءَ، پراڻ ۽ پرميشور جو ورڻن ڪندڙ، (٨) ۾ منتر يا دوست لاءِ ۽ (٩) ۾ گيان پراپت ڪرڻ جي وديا کي ڏيکاري. [اهي منتر* گرهن جو ورڻن ڪندڙ ڪونه آهن!] اوس نه سمجهڻ ڪري ڀرم ۾ قائل آهن!

٤٥. (ب) گرهن جو منشن تي پرڀاءُ :- پرشن :- گرهن جو ڦل ملي ٿو يا نه؟

اُتر- جيئن پوپ ليلا جو آهي، ليڪن نه ته پر جيئن سورج ۽ چندرما جي ڪرڻ دوارا، ليت ۽ ٿڌ، يا ميدن جي ڦري انوسار لوڪن جي پرڪرتيءَ جهڙو يا اُلٽو، سک دک جا ڪارڻ ٿا بڻجن، پوپ ليلا وارا چالا ٿا چون سو ٻڌو.

"مهاراجا! سيٺ جي! يڄمانو! اڄ اوهانکي اُون چندر يا سورج آدي ڪروڙي گهر ۾ آيا آهن. اياڻي وهن جو چهرو پيو ۾ آيو اٿو. اوهانکي ڏانءُ وڪهن ليندو. گهرٻار ڇڏائي پرديس کهاليندو. پر جي اوهين گرهن جو دان، جپ، پاٺ، پوڄا ڪرائيندا ته دک کان ڇٽندا."

٤٥. (پ) پوڄن ۽ گرهن جو سمبنڌ :- اُنهن کان پڇڻ گهرجي، ته پوپ جي! اوهان جي گرهن سان ڪهڙي مانتي آهي؟ گرهه آهن ڪهڙي وستو؟ (پوپ جي) [جواب ڏيندا ته]:-

दैवाधीनं जगत्सर्वं मन्त्राधीनाश्च देवताः । ते मन्त्रा ब्राह्मणाधीनास्तस्माद् ब्राह्मणदैवतम् ॥

ڏسو! ڪهڙو نه پرماڻ آهي! [ارٿات] سمورو جڳت ديوتائن جي آڌين آهي، سمورا ديوتا منترن جي وس ۾ آهن، اهي منتر براهمڻن جي هٿ ۾ آهن، جنهن ڪري لي براهمڻ ديوتا ٿا سڏجن. چالاڪ ته جنهنکي گهرون، انهن ديوتا کي منتر جي زور لسي گهرائي، ڪس خوش ڪري منجهانئس ڪم ڪڍڻ جو اڌڪار اسانجو لي آهي! جي اسان ۾ منترن جو بل

* پاڪ پاٺ منترن جي پوري معنيٰ پڙهي سگهن، ان لاءِ اسان ڪيترن منترن جا حوالا پڻ ڏئي رکيا آهن.

نه هجي ها، ته اوهان ٻارا ناستڪ اسانکي سنسار ۾ رهڻ ئي نه ڏين ها !

٤٥. (ب) **گرهه ديوتا يا چورن جا سردار؟** (ستيه وادي) [وراڌيدو ته] چور، ڌاڙيل ۽ ڪڪرمي ماڻهو به اوهانجي ديوتائن جي وس ۾ هوندا، ۽ ديوتا ئي انهن کان ٻرا ڪرم ڪرائيندا هوندا! جي ائين آهي ته اوهانجن ديوتائن ۽ راڪاسن ۾ ڪو به تفاوت نه رهندو! جي منتر اوهانجي اڌين آهن ۽ جي اوهين تمڪان جيڪي وٺي سو ڪرائي ٿا سگهو، ته انهن منترن سان ديوتائن کي وس ۾ آڻي راجائن جا خزانا ڪڍائي پنهنجا گهر ڀرائي ڇو نٿا ويٺا موجون ماڻيو؟ ڇنڇر آديه جي تيل آديه جي ڇاپادان * وٺڻ لاءِ ڇو ٿا گهر گهر رلندا وتو؟ وري جنهنکي اوهين ڪبير £ ٿا مڃيو، تنهنکي وس ۾ ڪري جيترو وڻيو، اوترو ڌن وٺندا رهو! ويچارن غريبن کي ڇو ٿا ڦريو؟

٤٥- (ت) **گرهن جو پرپاڃ.** جي اوهانکي دان ڏيڻ ڪري گرهه خوش ٿا ٿين ۽ نه ڏيڻ ڪري رنج ٿا ٿين، ته اسانکي سورج آدي گرهن جي پرسنتا ۽ اپرسنتا ظاهر ڪري ڏيکاريو! جي هڪڙي کي اٺون سورج يا چنڊ ۽ ٻئي کي ٽيون هجي، ته انهن ٻنهي کي جيٺ مهيني جي ٽتل ڌرتيءَ تي بنان اگهاڙن گهماريو. جنهنتي [ديوتا] پرسن آهن، تنهنجا پير ۽ شرير نه سڙندا، جنهنتي ڪاوڙيل آهن تنهنجا سڙي وڃڻ کپن! ۽ پوهه مهيني ۾ ٻنهي کي اگهاڙو ڪري پورڻما جي سڄي رات ميدان ۾ رکو. جي هڪڙي کي ٿڌ لڳي ۽ ٻئي کي نه لڳي، تڏهن سمجهو ته گرهه اُولا ۽ سولا ٿيندا آهن. وري ڪرهه ڇا اوهانجا مائٽ آهن؟ ۽ ڇا اوهانجا خط پٽ ۽ تارون ٽن وٽ ايندڙن ويندڙن ٿيون رهن؟ يا اوهين اُنهن وٽ يا اُهي اوهان وٽ اچن وڃن ٿا؟ جي اوهان ۾ منترن جي شڪتي آهي ته اوهين پاڻ راجا ۽ شاهوڪار ڇو نه ٿا ٿيو وڃو؟ يا دشمن کي پنهنجي وس ۾ ڇو نه ٿا ڪري ڇڏيو؟ ناستڪ لاءِ اُهو آهي جو ايشور جي آگيا ۽ ويد ورڌ پوپ ليلا هلائي! جي اوهانکي گرهن جو دان نه ڏجي جنهن تي گرهه آهي سو پاڻ ڀوڳي، ته ڇٽڻي ڪهڙي؟ جي اوهين چئو ته نه! اسان کي ئي ڏيڻ سان هو خوش ٿا ٿين ۽ نه ٻين کي ڏيڻ سان، ته [پڇايو ته] ڇا اوهان گرهن جو ٺيڪو کنيو آهي؟ جي ٺيڪو کنيو اٿو ته سورج آديءَ کي پنهنجي گهر گهرائي سڙي مرو!

٤٥. (ٿ) **گرهن بابت حقيقت:-** سچ ته هي آهي، ته سورج آدي لوڪ جڙ آهن. هو نه ڪنهنکي دک ۽ نه ڪنهنکي سک ڏيڻ جو خيال ڪري سگهن ٿا. بلڪ جيترا به اوهين گرهه دان تي پلجندڙ آهيو، سي سمورا گرهن جون مورتيون آهيو، ڇاڪاڻ ته گرهن شبد جو ارٿ به اوهان سان ئي لڳي ٿو اچي!

“ये गृहणन्ति ते ग्रहा:” = جي گرهڻ ڪن ٿا، سي گرهه آهن. جيئن اوهانجا پير راجا،

* "پوراڻڪ" ماڻهو عمر وڌائڻ جي خيال سان لوهي ٿانو ۾ تيل وجهي، تنهن ۾ پنهنجي شڪل ڏسي ڇيڙي براهمڻ يا ڀنگيءَ کي ڏيندا آهن. اهو ڇايا = عڪس = ڇاپي جو دان ٿو سڏجي.

£ پوراڻڪ ماڻهو ڪبير کي ڌن دولت جو ديوتا مڃيندا آهن.

رئيس ۽ سيٺ ۽ شاھوڪار ۽ غريبن وٽ نٿا ٿيون ۽ انھن ٽون گرهڻ جي ڪنھنکي ياد به نٿي رهي! جڏهن اوهين سورج، چنڊ آديءَ جا ساڪاشت مورتن وارا ڏنگا روپ ڏاڙي آهن لئي وڃي ٿا چڙهو، ۽ گرهڻ ڪرڻ ڪانسواءِ ڪين هرگز نٿا ڇڏيو! ٻڌ جي ڪو اوهانجي ڦندي ۾ نه ڦاسي ته ناستڪ وغيره شبد چئي نندا ڪندا ٿا وتو!

٤٥. (ت) گڻت ۽ ڦلت جوتش ۾ ڀيد :- (پرڇڪ):- ڏسو، جوتش جو ظاهري ڦل! آڪاش ۾ وهندڙ سج، چنڊ، راهوءَ ۽ ڪيتوءَ جي گڏجي ڪري گرهڻ [جو لڳڻ] اڳ ئي ٻڌائي ٿا ڇڏيون. جيئن هي ظاهر آهي، تيئن گرهن جو ڦل پڻ ظاهر ٿي ٿو وڃي. ڏسو، شاهوڪار، غريب، راجا، ڪنگال، سڀکي دکي گرهڻ جي ئي ڪري ٿا ٿين.

(سڌ وادي):- هي جو گرهڻ روپ پرتيڪش ڦل آهي، سو نه گڻت وديا جو آهي ۽ نه ڦلت جو. جو حسابي علم آهي، سو سچو [آهي]، ۽ ڦلت وديا قدرتي لاڳاپن جي نسبت ڪانسواءِ [ٻي سموري] ڪوڙي آهي. جيئن ڌرتيءَ جي انولوم [پهرين محور تي ڦرندڙ] ۽ چنڊ جي پرتي لوم [ٻئي جي چوگرد ڦرندڙ] جي حساب مطابق صاف ظاهر ٿيندو آهي، ته فلاڻي وقت فلاڻي ملڪ ۾ سورج يا چنڊ جي فلاڻي پاڱي ۾ گرهڻ لڳندو. جهڙيءَ ريت سڌانت شروميڻيءَ ۾ هيئن چيل آهي:- छादयत्यर्कमिन्दुर्विधुं भूमिभाः। ۽ اهڙيءَ ريت ئي سورج سڌانت ۾ به لکيل آهي. اوٿارت جڏهن چندرما، سورج ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ ٿو اچي ته سورج گرهڻ ۽ جڏهن سورج ۽ چنڊ جي وچ ۾ ڌرتي ٿي اچي، تڏهن چنڊ گرهڻ ٿيندو آهي. اوٿارت چنڊ جي ڇانو ڌرتيءَ تي ۽ ڌرتيءَ جو پاڇو چنڊ تي پوندو آهي. سورج پرڪاش روپ هئڻ ڪري اُن تي ڪنھنجو به پاڇو ڪونه ٿو پوي، البت جيئن روشن سورج پاڻ ڏئي جي اکين [اڳيان] شرارن جي ڇانو اٿي ماسي ٿي پوي. تيئن ئي گرهڻ ۾ به سمجهو.

٤٥. (ٿ) سک دک ڪرمن موجب ٿو ملي:- امير، غريب، پرجا راجا ۽ ڪنگال ته ڪرمن موجب ٿا ٿين ۽ نه گرهڻ جي ڪري. ڪيترائي جوتشي پنھنجن پٽن ڌيئن جو وهانءُ گرهڻ جي حسابي وديا موجب ڪندا آهن، تنھن هوندي به انھن ۾ وروڌ [ٿو پوي]، يا وڌ وارئون [ٿيون ٿين]، يا استري يا پرش مري ٿا وڃن! جي گرهڻ جو ڦل سچو هجي ها ته ائين ڇو ٿئي ها؟ تنھنڪري ڪرم جي گتي ئي سچي آهي، گرهڻ جي گتي سک دک پوڄڻ ۾ ڪارڻ نٿي بڻجي. ڀلا گره آڪاش ۾ ۽ پرٿوي به آڪاش ۾ (ڪائنات) گھڻو پري آهي. انھن جو سنبنڌ، ڪرتا (فاعل) ۽ ڪرمن (فعلن) سان ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي. ڪرمن جي ڪندڙ ۽ سندن ڦل جو پوڄيندڙ جيو آهي، ۽ ڪرمن جو ڦل پوڄائيندڙ پرماتما آهي.

جي اوهين گرهڻ جو اثر ٿا مڃو ته جواب ڏيو ته- جڏهن سڀي هڪڙي مانھوءَ جو جنم ٿو ٿئي، جنھنکي اوهين ब्रूत वा ब्रूहि = ڌروارُئي مڃي جنم پتري تيار ٿا ڪريو، تنھن ساڳئي سمي سنسار ۾ ٻئي جو به جنم هوندو يا نه؟ جي چئو ”نه“ ته اهو ڪوڙ (آهي) جي چئو ”ٿئي ٿو“ ته (ٻڌايو ته) هڪڙي چڪرورتي راجا جهڙو سنسار ۾ ٻيو چڪرورتي راجا ڇو نٿو ٿئي؟ هائو! ايترو اوهين چئي سگهو ٿا ته اها ليلا اسانجي ڀيٽ پوڄڻ جي آهي، جا

ڪو ڏئي نه سگهندو.

۴۶. (الف) **گرڙ پراڻ جا گپوڙا** :- **پرشن** - ڇا گرڙ پراڻ ڪوڙو آهي؟

**اُتر** - هائو ڪوڙو آهي.

**پرشن** - پوءِ مئل جيو جي ڪهڙي گتي ٿي ٿئي؟

**اُتر** - جهڙا سندس ڪرم آهن [تهڙي].

**پرشن** - يمراج راجا، سندس چترگپت منتري ۽ سندس تمام خوفناڪ ڪجل جي پهاڙ جهڙن شريرن وارا دوت جيو کي پڪڙي ٿا وڃن. پاپ پُن انوسار [تنکي] نرڪ ۽ سرڳ ۾ ٿا وجهن. انهي وئترڻي نديءَ ترڻ لاءِ دان پُن شراڌ، ترپڻ گئو دان آدي ڪيو آهي. اهي سموريون ڳالهيون ڪئن مٿيا ٿي سگهنديون؟

**اُتر** - اهي سموريون ڳالهيون پوپ ليلا جا گپوڙا آهن، جي ٻين جا جيو اُتي وڃن ٿا ۽ سندن نياءَ ڌرمراج ۽ چترگپت آدي ٿا ڪن، ته جي يم لوڪ جا جيو پاپ ڪندا ته [تنلاءِ] ٻيو يم لوڪ هجڻ گهرجي، جو اُتان جا نياڌيش سندن نياءَ ڪن. جي يم جي دوتن جا شرير جبل جهڙا آهن ته ڏسڻ ۾ ڇو نٿا اچن؟ وري مرندڙ جيو کي وٺڻ واري ننڍڙي دروازي ۾ ته سندن هڪ آڱر به نه وڃي سگهندي. وري سڙڪن ۽ گهٽين ۾ ڇو نٿا روڪجي وڃن؟ جي وڏن وڏن هڏن کي پوپ جي ٻڌائڻ کهڻ کانسواءِ ٻيو ڪٿي رکي سگهندا؟ جهنگ ۾ باهه لڳڻ ڪري ڪئلين وغيره جيون جا شرير يڪدم جلي ٿا وڃن. سو جي انهنکي پڪڙڻ لاءِ بيشمار يم دوت ايندا آهن، ته اهي اُتي ڪارنٿي پوڻ گهرجي! وري جڏهن جيون کي پڪڙڻ لاءِ پاڻ ٻ ڪندا، ته وقتي سندن شرير ٽوڪر کائيندا. پوءِ ته جئن پهاڙن جون وڏيون وڏيون چوٽيون ٽڪرا ٿي ڌرتيءَ تي ڪرن، تئن سندن وڏا وڏا انگ به **گرڙ پراڻ** جي واچيندڙن ۽ ٻڌندڙن جي اڳڻ ۾ ڪري پوندا، جنهنڪري هو مري ويندا يا جي گهر جو دروازو يا سڙڪ روڪجي پوندي ته ڪئن نڪري ۽ گهڙي سگهندا؟

۴۶. (ب) **شراڌ، ترپڻ، گئو دان آديءَ ۾ ٺڳي** - شراڌ، ترپڻ ۽ پنڊ پرداڻ ڪري انهن مئل جيون کي ڪين ٿو پهچي، البت مئلن جي عيوضيءَ پوپ جيءَ جي گهر، پيٽ ۽ هٿ ۾ پهچي ٿو. وئترڻيءَ [لنگهائڻ لاءِ] جو **گئو دان** ٿا وٺن، سا ته پوپ جي گهر ۾ يا ڪاسائيءَ وغيره جي گهر ۾ ٿي پهچي. **وئترڻيءَ** تي گئو ته ڪانه ٿي وڃي، پوءِ ڪنهنجو پڇ جهلي ترندو؟ ۽ هٿ ته اهڙي سڙيل يا پوريل واهه پوءِ پڇ کي ڪيئن جهليندو؟ اِن ڳالهه لاءِ هڪ مثال لکيو ٿو اچي.

هڪڙو هو جاٽ. سندس گهر ۾ هڪ گئو هئي ڏاڍي سٺي ۽ [روزانو] ويهه سير کير ڏيندڙ! سندس کير هو ڏاڍو لذيذ ۽ وقت به وقت پوپ جي مک ۾ به پوندو هو. جاٽ جو پروهت انهيءَ تاڙ ۾ هو، ته جڏهن جاٽ جو پيءُ مرڻ لڳندو ته اِن گئوءَ جو سنڪلپ ڪرائي وٺندس، توڙي ڏهن ڪانپوءِ ڪرڻ موجب سندس پيءُ جي مرڻ جو وقت اچي ويو. ڳالهائڻ بند ٿي ويس. کٽ تان ڌرتيءَ تي لاٿائونس، ارٿات پراڻ نڪرڻ جو وقت اچي پهتو. انوقت

جاٽ جا پيارا مٽ ۽ مائٽ پڻ پهچي ويا هوا، تڏهن پوپ جيءَ پڪاريو ته ٻجمان! هيٺئين ڏون انجي هٿان ڳئو دان ڪراءِ! جاٽ* ڏهه روپيا ڪيڏي پتا جي هٿ ۾ رکي [ ٻانهن کي ] ڇيو ته پڙهو سنڪلپ! پوپ جيءَ چيو ته ”واهه! واهه! ڇا پتا ٻار ٻار مرندو آهي؟ هن وقت ته ساڪيات ڳئو آهيو، جا ڪير ڏيندڙ هجي، پڙهي نه هجي ۽ هر طرح اُتم هجي! اهڙيءَ ڳئوءَ جو دان ڪرائڻ کپي! **جاٽ جيءَ** چيو ته:- اسان وٽ ته ڳئو هڪڙي ئي آهي، جنهن کان سواءِ اسان ٻارن ٻچن وارن جو گذران ٿي نه سگهندو، تنهنڪري اها نه ڏيندس! وٺو! ويهه روپين جو سنڪلپ پڙهي ڇڏيو، ۽ اُنهن روپين منجهان ٻي ڪيرالي ڳئو وٺي ڇڏيندا. **پوپ جيءَ** چيو واهه ڙي واهه! اوهين ته پنهنجي پتا کان ۽ ڳئوءَ کي وڌيڪ ٿا ڀانيو؟ ڇا پنهنجي پتا کي ويترڻي نديءَ ۾ ٻوڙائي دک ڏيڻ ٿا چاهيو؟ چڱا سپتر ساماڻو؟ پوءِ ته سوورا مٽ مائٽ به پوپ جيءَ جو پاسو وٺي بيٺا. اُنهن سڀني کي پوپ جيءَ اڳ ۾ ئي ڀرمائي رکيو هو، ۽ اُن وقت به اشارو ڪري ڇڏيائين! سڀني گڏجي زبردستيءَ ساڳيءَ ڳئوءَ جو دان ساڳي پوپ جيءَ کي ڏياري ڇڏيو! اُن وقت ته جاٽ ڪجهه نه ڪڇيو. پٽس مري ويو ۽ پوپ جي وڇڙي سوڌي ڳئو ۽ ٻيو ڏهڻ جو ٻاسڻ کڻي، پنهنجي گهر ۾ ڳئو ٻڌي ٻاسڻ رکي، وري جاٽ جي گهر ويو، ۽ ٻارهينءَ سان وچي مسائن ۾ سنڌس اڳيي سنڪار ڪرايو. اُلي به تيري گهٽي پوپ ليلا هلايائين. تنهن کانپو. دشگاتر [ ڏهاڪو ] ۽ سپنڊي آدي ڪرائيندي به ڪيس ڦريائين! مها براهمڻ £ به ٺڳيس، ۽ ٻکالن به گهڻوئي مال پيٽ ۾ وڌو. ارٿات جيسين ڪريا ٿي چڪي، ليسين جاٽ هيڏانهن هوڏانهن کان ماڻي گذران ڪندو رهيو. چوڏهين ڏينهن صبوح سان ئي پوپ جيءَ جي گهر پهتو. ڏٺائين ته ڳئو ڏهي، ٻاسڻ ڀري پوپ جي اُٿڻ لاءِ تيار آهن. اتري ۾ ئي جاٽ جي پهتا. ڪيس ڏسي پوپ جيءَ چيو، اچو ٻجمان وهو. **جاٽ جي** - پروهت جي! اوهين هيڏانهن ته اچو. پوپ جي- ڀلا ڪير رکي اچان. **جاٽ جي**- نه نه! ڪير جو ٻاسڻ هيڏانهن کڻي اچو. پوپ جي ويچارا وچي ويٺا ۽ ڪير جو ٻاسڻ سامهون رکيائونس. جاٽ جي - اوهين ڏاڍا ڪوڙا آهيو. **پوپ جي**- ڪوڙ ڪهڙو ڪير؟ **جاٽ جي** - ٻڌايو ته اوهان ڳئو ورتي ڇا لاءِ هئي؟ **پوپ جي**- اُن لاءِ ته اوهانجو پتا ويترڻي ندي اُڪري. **جاٽ جي**- پوءِ ڀلا اوهان ويترڻيءَ جي ڪپ تي ڳئو چو نه پهچائي؟ اسين ته رهياسون اوهانجي آسري ۽ اوهين ڳئو پنهنجي گهر ٻڌي ويٺا! الاجي پتاجي ويترڻيءَ ۾ ڪيڏا نه غوطا کاڌا هوندا. **پوپ جي**- نه نه. هن دان جي پنج جي اثر منجهان اُلي ٻي ڳئوءَ تيار ٿي ڪيس پار لنگهايو هوندو. **جاٽ جي**- ويترڻي ندي هتان ڪيترو پري ۽ ڪهڙي پاسي آهي؟ **پوپ جي**- انڪل ڪي ٽيهه ڪروڙ ڪوهه ○ پري

* اُتر هندستان ۾ جاٽ قوم ڪڙمين جي آهي.

£ مها براهمڻ سنڌ ۾ ڪرٽيگر ٿا سڏجن، اهي مئلن جو دان وٺندا آهن.

○ سنڌ ۾ انڪل اِن مئلن جيتري پنڌ کي ڪوهه چوندا آهن. پر ڊاڪٽر چرنجيو ڀاردواج جي انگريزي ستيارٿ پرڪاش موجب سوا مئل جو هڪ ڪوهه ٿيندو آهي.

آهي، ڇاڪاڻ ته اٺونجاهه ڪروڙ جوجن پرٿويءَ [جو وستار] آهي. وئترڻي ندي ڏکڻ الهندي ڀاسي آهي. **جاٽ جي-** اوهانجي چٺيءَ پاتال جي خبر اڃا ٻري ڀيٽي ۽ سنديس جواب آيو ته اسان پيءُ جي گٿوءَ اپار ٿي فلاڻي جي پتا کي سار پهچايو، سو ته ڏيکاريو. **ڀوپ جي-** اسان وٽ گرڙ پراڻ جي لکيل کان سواءِ ٻي ڪپال ٻيا ڪار ٻرتي آهڻي ڪانه. **جاٽ جي-** هن گرڙ پراڻ کي اسين ڪيئن سچو سمجهون؟ **ڀوپ جي-** جيئن سڀ ٿا سمجهن، [لئين]. **جاٽ جي-** هيءُ پستڪ اوهانجي وڏن اوهانجي گذران لاءِ ٺاهيو آهي، ڇاڪاڻ ته پتا کي پنهنجن پٽن کانسواءِ [ٻيو] ڪو پيارو ڪونهي! جڏهن منهنجو پتا مون ڏانهن خط پٽ يا تار موڪليندو، تڏهن ئي آءٌ وئترڻيءَ جي ڪپ تي ٻي گٿو پهچائي ڇڏيندس ۽ ڪيس پار پهچائي، وري گٿوءَ کي گهر ۾ آڻي، آءٌ ۽ منهنجا ٻار ٻچا کير پيئندا رهنداسون! ڏيو! [آڻيو چئي] کير جو ڀريل ڇاڙو [ڪٽي] ۽ گٿو ۽ وڇڙو ڪاهي جاٽ جي پنهنجي گهر وڃڻ لڳا. **ڀوپ جي-** اوهين دان ڏيئي موٽائي ٿا وٺو، اوهانجي ستياناس ٿي ويندي! **جاٽ جي-** ماٺ ڪر نه ته ٺيرهن ڏينهن کير بنا جيترو دک اسان سٺو آهي، تنهنجي به سموري ڪسر ڪڍي ندوسانءِ! ان تي ڀوپ جيءَ ماٺ ڪئي، ۽ جاٽ جي گٿو ۽ وڇڙو ڪاهي پنهنجي گهر پهتا.

جڏهن اهڙا جاٽ جيءَ جهڙا پرش ٿيندا، تڏهن ئي ڀوپ ليلا سنسار ۾ نه هلندي. هي جو ماڻهو چون ٿا ته ڏهاڪي جي پنڊ پراڻ ڪري ڏهه انگ [ٺا ٺهن]، ۽ سپنڊي* ڪرڻ ڪري شرير سان جيو جي سنجوڳ ٿيڻ ڪري آگوٺي جيترو شرير ٺهي پوءِ يم لوڪ ڏانهن ويندو آهي، ته پوءِ مرڻ سمي يمدوتن جو اچڻ اجايو ٿو ٿئي! ٺيرهن ڏينهن کانپوءِ [ته مثل پراڻيءَ کي موٽي گهر] اچڻ گهرجي! جي شرير ٺهي ٿو وڃي، ته پنهنجيءَ استريءَ، سنتان پيارن ماڻهن جي موهه ڪري ڇو نٿو موٽي اچي؟

۴٧. **پوراڻڪن جو سرڳ:- پرشن:-** سرڳ ۾ ڪي ڪمي ملندو. جيڪي دان ٿو ڪجي، سوئي ٿو اتي ملي. تنهنڪري سمورن [پرڪارن جا] دان ڪرڻ کپن!

**اتر-** اوهانجي اُن سرڳ کان ته هيءُ لوڪ ڀلو، جنهن ۾ ڌرمشالائون آهن، ماڻهو دان ٿا ڏين، پيارن ماڻهن ۽ جاتيءَ ۾ ڏاڍيون مجلسون ٿيون ٿين ۽ چڱا چڱا ڪپڙا ٿا ملن! اوهانجي چوڻ موجب سرڳ ۾ ته ڪجهه به نٿو ملي! اهڙي نردئي، ڪنجوس ۽ ڪنگال سرڳ ۾ ته ڀوپ جي ڀلي وڃي خوار ٿين! اتي چڱن ۽ ڀلن ماڻهن جو ڪم ڪهڙو؟

۴٨. **سچو يم ۽ سچو يم لوڪ:- پرشن:-** جي اوهانجي چوڻ موجب يم ۽ يم لوڪ آهن ئي نه، ته جيو مري، وڃي ڪٿي ٿو؟ ۽ سنديس نياءُ ڪري ڪير ٿو؟

**اتر-** اوهانجي گرڙ پراڻ ۾ ته چيل [يم ۽ يم لوڪ] ته وشواس جوڳا ڪينهن، پر جيڪو ويد ۾ چيل آهي سو هيءُ آهي:-

यमेन, वायुना । सत्यराजन् [य० २० । ४]

[يجروير ادهياءِ ٢٠ جو منتر ۴]. اهڙن ويد وچن منجهان پڪ آهي ته

* "سپنڊي" = مئل ماڻهن جي اها پوراڻڪ ڪريا، جا ٻارهين ڏينهن ڪبي آهي = ٻارهون.

يم* نالو هوا جو آهي. شرير ڇڏڻ کانپوءِ جيو هوا سان گڏ انترڪش [ پولار = آسمان] ۾ رهندا آهن، ۽ جو سنيه ڪرتا ۽ پڪش پات نه ڪندڙ پرماتما "ڌرم راج" آهي، سو سڀني جو نياءُ ڪندڙ آهي.

٤٩. (الف) دان تي ويچار:- پرشن:- اوهانجي چوڻ موجب ته ائين ٿو سڌ ٿئي، ته ڪٿو دان آدي ڪنهنکي نه ڏجي، ۽ نڪي ڪي دان پڃ ڪجي.

اُتر:- اوهانجو ائين چوڻ بلڪل اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته سپاترن کي ۽ پرأپڪارن کي پرأپڪار ڪرڻ لاءِ سون، چاندي، هيرا، موتي، ماڻڪ [ ياقوت ]، اَن، پاڻي، جايون ۽ ڪپڙا وغيره ڏيڻ اُچت آهي. البت ڪپاترن کي هرگز نه ڏيڻ گهرجي.

٤٩. (ب) ڪپاترن جا لکشڻ:- پرشن:- ڪپاتر ۽ سپاتر جا لڇڻ ڪهڙا آهن؟

اُتر:- [ڪپاتر] ڇلي، ڪپٽي، سوارٿي، وشئي، ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ موهه ۾ ڦاٿل، پرائو نقصان ڪندڙ، هيڇي، ڪوڙا، جاهل، ڪسنگي ۽ آرسي [ ٿيندا آهن ] داتائن کان هر هر پنندڙ، ڏرڙو ماريندڙ، انڪار ڪرڻ کانپوءِ به هٺيلا ٿيڪي گهرندائي رهندڙ، سنتوش نه ڪندڙ، جيڪي نه ڏين، انهي ڪلا ڪندڙ، پٽيندڙ ۽ گاريون ڏيندڙ، ڪيترائي گهمرا جو سيوا ڪري ۽ هيڪر نه ڪري ته انهن سان وير رکندڙ، مٿان ساڌوءَ جو ويس ڌاري ماڻهن کي ٺڳلائي ٺڳيندڙ، پاڻ وٽ ملڪيت هوندي به ائين چوندڙ ته مون وٽ ڪجهه ڪينهي، هر ڪنهنکي ڦاسائي پنهنجا سوارٿ ڪيندڙ، رات ڏينهن پنڻ ۾ لڳا رهندڙ، ڪو روني موڪلائي ته پنهنجي اچا انوسار پنگ آدي نشيدار شيون [گهرائي] پرائو مال [ سمجهي گهرج کان ] وڌيڪ کائي پي نشي ۾ اچي آرسي ٿيندڙ، ستيه مارگ جو وروڌ ڪندڙ، پنهنجي سوارٿ سڌ ڪرڻ لاءِ ڪوڙي رستي لي هلندڙ، ساڳيءَ ريت پنهنجن چيلن کي رڳو پنهنجيءَ ئي شيوا ڪرڻ جو اُپديش ڏيندڙ ۽ ڪين ٻوڪيءَ پرشن جي شيوا ڪرڻ لاءِ نه [ چوندڙ ]، ست وديا جي پرچار جا وروڌ ڪندڙ، جگت جي وهنوار اوقات استري، پرش، ماتا، پتا، سنتان، راجا، پرجا ۽ پيارن مترن ۾ ائين چئي وير وجهائيندڙ ته اهي سڀ ورا استيه آهن ۽ جگت پڻ متيا آهي، آدي، خراب اُپديش ڪرڻ ڪپاترن جا لکڻ آهن.

٤٩. (ب) سپاترن جا لکشڻ:- برهمچاري، جتيندريه، ويد آدي وديائن جا پڙهندڙ

---

* يم شبد جا ڪيترائي ارٿ آهن. مثال لاءِ:- (١) شت پٿ ١٤-٢-٢-١١ موجب يم جو ارٿ وايو=هوا آهي. (٢) رگويد ١٠-١٤-٥ موجب يم جي معنيٰ ڪال=وقت آهي. (٣) نرڪت ١٠-٢٠ موجب يم جي معنيٰ اَگني=باهه پڻ آهي. (٤) منو سمرتي ادياءِ ٦ جي شلوڪ ٩٢ تي ويچار ڪجي ته يم جو ارٿ ڌرم به ٿئي ٿو (٥) اشٽاڌيائي ٣-٣-٦٣ موجب يم جو ارٿ नियमत = ضابطو = Control پڻ آهي انڪريئي ايشور ۽ راجا جي ارٿن ۾ استعمال ٿئي ٿو. انهن ارٿن مطابق يم لوڪ جو ارٿ ٿيندو:- (١) پرٿوي=اَگنيءَ جو لوڪ، (٢) انترڪش= وايوءَ جو لوڪ، (٣) ديو =द्यौ= سورج لوڪ، (٤) نياءُ مندر = نياءُ جي جاءِ، (٥) ڪال چڪر = زماني جي گردش وغيره.
[ گُڻپت راو ]

۽ پاڙهيندڙ سشيل، سنيوادي، پر اُپڪار کي چڱو سمجهندڙ، پرشارٿي، اُدار [وڏيءَ دل يا ويچار وارا]، وديا ۽ ڌرم جي لڳاتار اُنتي ڪندڙ، ڌرماتما، شانت، نندا ۽ اُستتيءَ ۾ دک سک انڀو نه ڪندڙ، نڊر، اُلساهي، يوگي گياني، سرشٽي ڪرم [قانون قدرت] ويد جي آگيا ۽ ايشور جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ انوسار ڪرم ڪندڙ، نياءَ جي رستي موجب پاسخاطري ڇڏي سنيم اُپديش [ڪندڙ]، ستيه شاسترن جي پڙهندڙن ۽ پاڙهيندڙن جي پريکشا ڪندڙ، ڪنهن جي الي چپي نه ڪندڙ، پرشنن جا يٿارٿ اُتر ڏيندڙ، پنهنجي آتما جهڙو ٻين جو به سک، دک، هاڃي ۽ لاڀ سمجهندڙ، اوديا آدي ڪليش، هٺ، ڪوڙي ضد ۽ ابمان رهت، ابمان کي امرت جيان ۽ مان کي زهر سمان سمجهندڙ سنتوشي، خوشيءَ سان جو جيترو ڏئي، ان تي راضي رهندڙ، ڪشٽ جي سمي ۾ به هڪر گهڙي لي نه ڏيندڙ يا منع ڪندڙ ني ۽ رنج يا اپرا ويچار نه ڪندڙ ۽ اُتان يڪدم هليو ويندڙ ۽ سندس نندا نه ڪندڙ، سکي پرشن سان دوستي [رکندڙ] ۽ دکين تي ديا [ڪندڙ]، پڃ آتمائن [کي ڏسي] آنند [انڀو ڪندڙ] ۽ پاپين سان اُپيکشا اُرٿات راڳ دويش کانسواءِ رهندڙ، ستيه ماني [سچ مڃيندڙ] ستيوادي [سچ چوندڙ]، ستيڪاري [سچ ڪندڙ]، نشڪپٽ، اُيرشا، دويش رهت، گمڀير ويچارن وارا، سٺ پرش، ڌرم يڪت ۽ سدائين دشٽ آچار رهت، پنهنجي تن، من ۽ ڌن کي پراُپڪار ڪرڻ ۾ لڳائيندڙ، ٻين جي سک واسطي پنهنجي پراڻن کي به سمرپڻ ڪندڙ آدي چڱن گڻن وارا سپاتر سڏيا آهن.

٤٩. (پ) آپت ڪال ۾ دان:- پر ڏڪار آدي ڪشٽ جي وقتن ۾ [سپاتر ۽ ڪپاتر جو خيال نه ڪري] هرڪو پراڻي اَن، جل، ڪپڙن، دوائن، [دوا درمل] ۽ جاءِ جو اُڌڪاري آهي.

٤٩. (ت) ٽن پرڪارن جا داني:- پرشن-داتا [داني] ڪيترن پرڪارن جا ٿيندا آهن؟

اُتر:- ٽن پرڪارن جا:- (١) اُتم، (٢) مڌيم [رواجي يا وچولي درجي وارا]، ۽ (٣) نڪرشٽ [نيچ يا هيٺئين درجي وارا]. اُتم داتا اهو تو سڏجي، جو ديش ڪال ۽ پاتر کي سمجهي ستيه وديا ۽ ڌرم جي اُنتي ڪرائيندڙ پراُپڪار لاءِ ٿو ڏئي. مڌيم اهو آهي، جو پنهنجي پرشنسا سوارٿ [ڪيرتيءَ ۽ سوارٿ] لاءِ ٿو ڏئي. نيچ اهو آهي، جو پنهنجو يا پرائو ڪو به اُپڪار نه ڪري ويڀچار وغيره ۾ ڀانڊن ۽ ڀٽن وغيره کي ٿو ڏئي، ۽ جو ڏيڻ سمي گهرٽا ۽ اُپمان جهڙيون ڪچيشٽائون [خراب ورتاءُ] ٿو ڪري؛ جو پاتر ڪپاتر جو ڪجهه به ڀيد نه ڄاڻي "ٽڪي سير ڀاڄي ٽڪي سير کاڄا" وڪڻندڙ جيان [هر ڪنهن کي ٿو ڏئي]؛ جو بحث ۽ جهيڙا [ٿو ڪري] ۽ جو ٻئي ڌرماتما کي دک ڏئي پاڻ سکي ٿيڻ لاءِ ٿو ڏئي، اهو اُڌم [نيچ] داتا آهي. اُرٿات جي سوچي ويچاري ودوانن ۽ ڌرماتمائن جو ستڪار ٿا ڪن، سي اُتم آهن. جيڪي ويچار ڪن يا نه ڪن پر جتي پنهنجي وڏائي ڏسن [اُتي دان ڏين]، سي وچولا ۽ جي بنا ڏسڻ وائسڻ ۽ آزمائڻ جي اجايو دان ڪن، سي نيچ داتا ٿا سڏجن.

٤٩- (ت) دان جو ڦل:- پرشن:- دان جو ڦل هتي ٿو ملي يا پرلوڪ ۾؟
اتر:- هر هنڌ ٿو ملي.
پرشن:- پاڻهي ٿو ملي يا ڪو ڦل ڏيندڙ آهي؟
اتر:- ڦل ڏيندڙ ايشور آهي. جئن ڪو چور يا ڌاڙيل پاڻهي جيل ۾ وڃڻ نٿو گهري پر راجا کيس اوس جيل موڪلي ٿو، ڌرماتمائن جي رکيا ٿو ڪري ۽ ڪين ڌاڙيلن کان بچائي سک ۾ ٿو رکي، تئن ئي پرماتما به پاپ پنج جا ڏک سک روپي ڦل سڀني کي جيئن جو تئين پهچائي ٿو.

٥٠. ويد وروڌي گرنٿ:- پرشن:- هيءُ جو گرڙ پراڻ آدي گرنٿ آهن، سي ويد ارٿ يا ويد جي پشٽي ٿا ڪن يا نه؟
اتر:- نه، بلڪ ويد جا وروڌي ۽ اپتڙ آهن. ڇاڪاڻ ته اهڙا ئي آهن. جئن نه ڪو هڪ منش ڪنهن هڪڙي جو متر ۽ سڄي سنسار جو شترو هجي، تئن ئي پراڻ ۽ تنتر جو مڃيندڙ پرش ٿو ٿئي. ڇاڪاڻ ته اهي گرنٿ هڪ ٻئي کان وروڌ ڪرائيندڙ آهن. انهن کي مڃڻ ڪنهن منش جو به ڪم نه آهي، بلڪ انهن کي مڃڻ آهي پشوتا [حيوانيت]! ڏسو! شو پراڻ موجب ترئودشي [تيرس] ۽ سوموار، آدتيه پراڻ موجب آرتوار، چندر کنڊ موجب سوم گرهه وارا، منگل، ٻڌر، برهسپت، شڪر، ڇنڇر، راهو يا ڪيتوءَ جي، وشڻوءَ جي ايڪادشي، وامن جي ٻارس، نرسنگهه يا اننت جي چتردشي [چوڏس]، چندرما جي پورنماسي، دگپالن جي نومي، وسن جي اشٽمي، منين جي سپتمي، ڪارتڪ سواميءَ جي ڇٺ، ناگ جي پنچمي، گڻيش جي چوٿ، گوري جي ٽيج، اشوني ڪمار جي ٻيج، آديا ديويءَ جي پرتپدا، پترن جي اماس، اهي سمورا ڏينهن پراڻن انوسار آهن اپواس ڪرڻ [بکن ڪٽڻ] جا! وري هر هنڌ ائين ئي لکيل آهي ته جو ماڻهو انهن وارن ۽ تٿين ۾ کائيندو پيئندو، سو نرڪ ۾ ويندو! هينئر پوپن ۽ سندن چيلن کي ڪنهن به وار يا تٿيءَ ۾ ڀوڄن نه ڪرڻ کپي ڇاڪاڻ ته جي کائيندا پيئندا ته نرڪ ۾ ويندا.

٥٠. (الف) ايڪادشي ورت:- وري "نرڻيه سنڌو"، "ڌرم سنڌو"، "ورتارڪ" آدي گرنٿ جي چرين ماڻهن جا ٺاهيل آهن، تن ۾ هڪڙي هڪڙي ورت جي اهڙي دردشا ڪئي اٿن، جو هڪڙا شو پنٿي [چنڊ جي حساب موجب] ايڪادشيءَ ڏينهن [ورت رکندا آهن]، ٻيا دشميءَ ڏينهن ۽ ڪي وري ٻارس ڏينهن ايڪادشيءَ جو ورت رکندا آهن. ارٿات ڪيڏي نه عجيب پوپ ليلا آهي، جو بک مرڻ ۾ به واد وواد ڪندا ٿا رهن. جنهن ايڪادشيءَ جو ورت جاري ڪيو آهي، تنهنجو پنهنجو سوارٿ آهي ۽ ديا ڪا به ڪا نه. هو چون ٿا ته:- एकादश्यामन्ने पापानि वसन्ति ।

[ارٿات] ايڪادشيءَ ڏينهن جيترا به پاپ آهن، سي سمورا اَن ۾ وڃي ٿا وسن! ان پوپ کان پڇڻ گهرجي ته ڪنهنجا پاپ ٿا وسن؟ تنهنجا يا تنهنجي پتا آديءَ جا؟ جي سڀني جا سمورا پاپ ايڪادشيءَ ڏينهن ان ۾ ٿا وسن، ته ايڪادشيءَ ڏينهن ڪنهنکي به ڏک ٿيڻ

نه ڪئي. اُنهن به نه ٿي. اُٺندو به وغيره لڳڻ ڪري دک ٿيندو آهي. دک آهي پاپ جو ڦل. انهيءَ ڪري ٻڪ مرڻ آهي پاپ. انجو وڏو مثال ڏاهيو الـن، جنهنجي ڪٿا واڇي ڪتراڻي نڳڇي ٿا وڃن. ان مان هڪ ڪٿا هيٺ آهي:-

برهم لوڪ ۾ هڪ ونشيا هئي. اُن ڪجهه اُپراڌ ڪيو، انهيءَ ڪري مهو پاڙالو نه ڪو ٻرٽري ٿي. انهن لي اُسنتي ڪيائين ته آءٌ وري سرڳ ۾ ڪيئن اچي سگهندس؟ چيائونس ته جڏهن به ڪو گيارس جي ورت جو ڦل توکي ڏيندو، تڏهن تون سرڳ ۾ هلي ايندينءَ. هوءَ وٽان سرڌي ڪنهن شهر ۾ ڪري پيئي. اتان جي راجا کانئس پڇيو ته تون ڪير آهين؟ انهن لي ان سڄو سماچار چئي ٻڌايو ۽ آکيائين ته جي مونکي ڪو ايڪادشيءَ جو ڦل ڏيندو ته، آءٌ وري به سرڳ ۾ وڃي ٿي سگهان. راجا شهر مان پڇا ڪرائي. گيارس جو ورت ڪندڙ ڪو به نه مليو. پر هڪڙي ڏينهن ڪي شودر زال مڙس پاڻ ۾ وڙهيا، ۽ ڪاوڙ منجهان استري ڏينهن رات بکي رهي. اِتفاق سان انهن ڏينهن گيارس هئي. انهن چيو ته مون گيارس ڄاڻي ٻجهي ته ڪانه ڪئي آهي، اوچتوئي انهن ڏينهن بک ڪڍي هيم. جڏهن اُن راجا جي سپاهين کي اِئين ٻڌايو ويو ته هو کيس راجا جي دربار وٺي آيا. راجا کيس چيو ته تون هن ونشيا کي هٿ لڳاءِ. سندس هٿ لڳائڻ سان ئي ڏٺائون ته ونشيا مٿي اُڏامي ويئي. هي ته ٿيو اُنڌ-ڄاڻائيءَ منجهان گيارس جي ورت وٺڻ جو ڦل! جو ڄاڻي ٻجهي ڪندو، ته انهيءَ ڦل جي ڪهڙي حد يا حساب!! واهه ڙي اَکين کان اَنڌا لوڪو! جي اِها ڳالهه سچي آهي ته اسين هڪ پان جو ٻيڙو، جو سرڳ ۾ نه ٿو ٿئي، موڪلڻ ٿا چاهيون. گيارس ورت ڪندڙ سڀيئي پنهنجو ڦل ڏين. جي هڪڙو پان جو ٻيڙو مٿي هليو ويندو ته پوءِ لکين ڪروڙن پان اُتي موڪليندا سون ۽ اسين پاڻ به ايڪادشي وڪندا رهندا سون. پر جي اِئين نه ٿيو، ته اوهان ماڻهن کي هن اُڪ مرڻ روپي ڪشٽ کان بچائيندا سون. انهن چوويهن ايڪادشين جا نالا به جدا جدا رکيا اٿن ۽ ڪنهن کي ”ڌن دا“ [ڌن ڏيندڙ]، ڪنهنکي ”ڪام دا“، ڪنهنکي ”پتر دا“، ڪنهنکي ”نرجلا“ (جنهنجي ورت ۾ پاڻي پيئڻ به منع هجي، ٿا ڪوٺين،) ڪتراڻي ڪنگال، ڪتراڻي ڪامي، ڪتراڻي پتر هيڻ ماڻهو نه رڳو گيارس ڪندي پوڙها ٿيا، پر مري به ويا، مگر ڪين نه ڌن مليو، نه ڪاما ۽ نه پتر! جيٺ مهيني جي چانڊوڪين ۾ جي هڪ گهڙي پاڻي نه ملي ته ماڻهو حيران ٿيو وڃي؛ ورت ڪندڙن کي ته ڏاڍي تڪليف پهچندي آهي. خاص ڪري بنگال ۾ ته سڀئي وڌوا استرين جي گيارس ڏينهن ڏاڍي ڏردشا ٿي ٿئي. ان نردئي ڪسائيءَ کي لکڻ وقت ۾ ذري به ديا نه آئي. نه ته نرجلا جو نالو سجلا (جنهن ۾ پاڻي پيئجي، رکي ها). يا پوهه مهيني جي شڪل پکش جي ايڪادشيءَ جو نالو نرجلا رکي ها، ته به ڪجهه چڱو ٿئي ها. پر پوپ کي ديا سان ڪم ڪهڙو؟ ”ڪوئي جيئي يا مري، پوپ جي پوزو پوت پري!“ گرڀ واري، نئين پرٽيل استري، ٻارن يا جوان ماڻهن کي ڪڏهن به اُپواس نه ڪرڻ گهرجي. پر جي ڪنهنکي ڪرڻو به هجي ته جنهن ڏينهن قبضي ٿئي يا بک نه لڳي، انهن ڏينهن کنڊ جو شربت يا کير پي گذاري. جي بک هوندي نٿا کائين ۽ جي بک

419



نه هوندي آهي، تان ڪاڻ، اهڙي بيمارن جي سمنڊ ۾ غوطا هڻي دک ٿا ڀوڳين. اهڙن چرين جي چوڻ يا لکڻ کي ڪوبه پرماڻ نه مڃي.

**١٥١. (الف) ويد جي شاخائن بابت ويچار:-** هيٺئين گروهه جو چيلي کي منتر، اُپديش ۽ مت متانترن جون رسمون ۽ رواج بيان ٿا ڪريون:-

**پرشن:-** مورتي پوڄڪ متن جا ماڻهو سوال ڪندا آهن ته ويد اننت آهن. رگويد جون ٢١، يجرويد جون ١٠١، سام ويد جون ١٠٠٠ ۽ اٿرو ويد جون ٩ شاخون آهن. انهن مان ٿورڙيون شاخون ملن ٿيون، باقي گم ٿيل آهن. انهن [گم ٿيلن] ۾ ئي مورتي پوڄا ۽ تيرٿن جا پرماڻ هوندا. جي نه هجن ها ته پراڻن ۾ ڪٿان اچن ها؟ جي ڪارڻ ڏسي ڪارج جو انومان لڳي ٿو، ته پراڻن کي ڏسي مورتي پوڄا [ڪرڻ] ۾ ڪهڙي شنڪا ٿيندي؟

**اُتر:-** جيئن وڻ جون جهڙيون شاخون ٿينديون آهن، اُن جهڙيون ئي [اُن مان] نڪرنديون آهن ۽ نه اُبتڙ. شاخون ننڍيون وڏيون پيون ٿينديون. پر سڀني پاڻ ۾ وروڌ ٿي نه سگهندو. ساڳيءَ ريت جڏهن [ويدن جي] لڀل شاخن ۾ پٿر وغيره جي مورتيءَ ۽ جل ٿل جي خاص تيرٿن جو پرماڻ نٿو ملي، ته [سڌ آهي ته] وڃايل شاخن ۾ به نه هو. وري چار ويد پورا ٿا ملن، ته شاخون انهن جي وروڌ هرگز نه ٿي سگهنديون. پر جي وروڌ آهن تن کي ڪو به شاخون سڌ ڪري نه سگهندو. جي ائين آهي، [سڌ آهي ته] پراڻ ويدن جون شاخون ڪيئن ٿا مت وادين لوڪن هڪ ٻئي جي وروڌ گرنٿ لکي رکيا آهن، جي ويدن کي اوهان پرميشور جا ڪيل ٿا مڃيو، ته آشولاين آدي رشين منين جي نالن سان پڌرو ٿيل گرنٿن کي ويد ڇو ٿا مڃيو؟ جهڙيءَ ريت شاخن ۽ سڀني پنن کي ڏسڻ ڪري پپر، انب آدي وڻن جي سڃاڻپ ٿي ٿئي، تئين ئي رشين منين جا ڪيل ويدانگ، چارئي براهمڻ*، انگ، اُپانگ، ۽ اُپ ويد آديءَ سڀني ويدن جو ارٿ ۽ سڃاڻپ آهي. انڪري انهن گرنٿن کي شاکائون ڪري ٿا مڃيون. جي ويدن جي وروڌ آهن سي نه مڃڻ لائق، ۽ جي انڪول آهن سي نه مڃڻ جهڙيون نه ٿي سگهنديون. جي اوهين وڃايل شاخن ۾ مورتي پوڄا آديءَ جي پرماڻ جي ڪلپنا ڪندا، ته جيڪڏهن ڪو اهڙي دعويٰ ڪري ته گم ٿيل شاخن ۾ ورڻ واوستا اُبتڙ هئي، ارٿات انتيج [هري ۽ وڌيڪ چوي ته] عمل ۾ نه آڻڻ جهڙيءَ شيءِ کي عمل ۾ آڻڻ، نه ڪرڻ جهڙي ڪم کي ڪرڻ، ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره کي ڌرم، ۽ سچ ڳالهائڻ اَڌرم وغيره لکيل هو، ته اوهين به ڪيس اهڙي جواب ڏيندا، جو هاڻي ڏنو آهي؛ ارٿات ويد ۽ [سڀني] پرسڌ شاخن ۾ جيئن براهمڻ وغيره جو نالو براهمڻ وغيره ۽ شودر وغيره جو نالو شودر وغيره لکيل آهي، تئين ئي وڃايل شاخن ۾ به مڃڻ گهرجي؛ نه ته **ورڻ آشرم** واوستا سڀئي اُلٽ پلٽ ٿي ويندي.

ڀلا جيمنيءَ وياس ۽ پتنجليءَ جي سمي تائين ته سمورين شاخون موجود هيون يا نه؟ هيون، ته اوهين ڪڏهن به [اسانجي دليلن جو] نشيڌ نه ڪري سگهندا، [ڇاڪاڻ ته جي

* چئن ويدن جا چار براهمڻ، ڇهه انگ، ڇهه اُپ انگ ۽ چار اُپ ويد آهن.

وچاين شاخن ۾ مورتي پوڄا وغيره هجي ها ته اهي رشي مني اوس پنهنجن پستڪن ۾ ان بابت ڪجهه لکن ها]. پر جي ڇپيو ته نه هيون، نه پوءِ شاخن جي هجڻ ۾ ڪهڙو پرمان آهي. ڏسو جيمني جي ميمانسا ۾ سڀ ڪرم ڪانڊ پتنجلي مني يوگ شاستر ۾ سمورو گيان ڪانڊ ويدن انڪول لکيو آهي. انهن ۾ پٿر آديءَ جي مورتي پوڄا يا پرياگ آدي تيرٿن جو نالو نشان به لکيل ڪونهي! لکندا ڪٿان؟ ويدن ۾ ڪٿي هجن ها ته لکڻ بنا ڪڏهن نه رهن ها! تنهنڪري [ سڌ ٿيو ] ته ڪم نيل شاخن ۾ به مورتي پوڄا آديءَ جا پرمان ڪو نه هوا!

٥١. (ب) شاخن کي ويد ڇو ڪونه سگهجي :- اهي سڀ ورون شاخون ويد نه آهن، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ ايشور ڪرت ويدن جي [ منترن جا ] پرتيڪ=Oप्रतीक [ مڏي وارا شبد ] رکي سندن وياکيا [ ڪيل آهي ] سنساري ماڻهن جا اتهاس پڻ لکيل آهن، تنهنڪري ويدن ۾ ڪڏهن به [ شامل] ٿي نه سگهنديون. ويدن ۾ ته ماڻهن کي وديا جو اپديش ڪيل آهي. ڪنهن انسان جو ته نالو به (منجهن لکيل ) ڪونهي! تنهنڪري مورتي پوڄا جو بلڪل کنڊن [ سڌ ] آهي.

٥٢. (الف) مورتي پوڄا تي ويچار:- ڏسو! مورتي پوڄا سبب شري رامچندر، شري ڪرشڻ، نارائڻ ۽ شو وغيره جي ڏاڍي نندا ۽ کل ٿي ٿئي! هرڪو ڄاڻيٿو ته اهي وڏا مهاراج اڌيراج [ ٿي گذريا آهن]؛ ۽ سندن استريون سيتا، رڪمڻي، لڪشمي ۽ پاروتي وغيره مهارائيون هيون! پر سندن مورتيون مندر وغيره ۾ رکي پوڄاري لوڪ سندن نالن تي پيندا رهندا آهن؛ ارٿات ڪين انهن جي پيمو ٻڌائيندا آهن ته :- اچو مهاراج! مهاراجا جي! سيٺ شاهوڪارو! درشن ڪريو! ويهو! چرڻا امرت وٺو! ڪجهه ڀيٽا چڙهايو مهاراج! سيتارام، ڪرشڻ، رڪمڻي يا واڌا ڪرشڻ، لڪشمي نارائڻ ۽ مهاديو پاروتي جيءَ کي ٽن ڏينهن کان بال ڀوڳ يا راڄ ڀوڳ ارٿات جل پان [ نيرن] يا کاڌ پاڻ [کاڌڻ پيئڻ ] به نه مليو آهي! اڄ انهن وٽ ڪجهه به ڪينهي! راڻي جي! يا سيٺاڻي جي! سيتا آديءَ کي نٿ وغيره ٺهرائي ڏيو! اَن وغيره موڪليو ته رام، ڪرشڻ آديءَ کي ڀوڳ لڳايون! ڪپڙا سڀ ڦاٽي ويا آهن. مندر جون سڀ پٿيون ڪري پيون آهن. مٿان [ڇت] ٽمندي آهي. دشت چور جيڪي هئا، سو ڪٽي ويا، ڪجهه ڪرڻ ڪنتري ڇڏيا. ڏسو هڪ ڏينهن ڪرڻ اهڙو انرٿ ڪيو، جو انهن جي اکـ به ڪڍي ڇڏي ويا! هيمتر ته اسين چانديءَ جي اکـ نه ٺاهي سگهياسون، تنهنڪري ڪوڏيءَ جي هٽي ڇڏي اٿون!“

[ اهي پوڄاري] رام ليلا ۽ راس ليلا منڊل ڪرائيندا آهن :- سيتارام ۽ واڌا ڪرشڻ نچي رهيا آهن ۽ راجا، مهنت ۽ سندن نوڪر وغيره آنند ۾ وهيا آهن! مندر ۾ سيتا ۽ رام وغيره بيٺا ٿا

O پرتيڪ ارٿات ويد منترن جا مڏي وارا شبد لکي ويد منترن ڏانهن اشاري ڪرڻ جي ريت خود ويدن ۾ به موجود آهي، مثال لاءِ، يجرويد اڌياءِ ٣٢ جو منتر ٣ هيٺ ڏجي ٿو آهي:- ان ۾ مڏي وارو شبد ”هرڻيه گرڀ“ پرتيڪ हिरण्यगर्भ इत्येष मा मा हिंसोदित्येषा آهي، جو رگويد جي ١٠-١٢ جي پهرئين منتر ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهي [ ڪتاپتراو ]

رهن ۽ پوڄاري ٻا مهنت آسڻ ٻا گديءَ تي وهاٽا لڳائي ويٺا ٿا رهن! سخت گرميءَ ۾ ٻه ڪرف هٽي (ڪين ڪونيءَ) ۾ ٻند ڪيو ٿا ڇڏين، ۽ پاڻ وٽندڙ هيٺ ۾ پلنگ وڇائي سمهي ٿا پون! ڪيترا پوڄاري ته ٻنهي ناراڻ کي دٻيءَ ۾ ٻند ڪري، مٿان ڪپڙا ويڙهي، ڳچيءَ ۾ اهڙيءَ طرح لٽڪائي ٿا ڇڏين، جڻ پولڙي ٻنهجي ٻار کي لٽڪائيندي آهي! جي مورتيءَ کي ڪو ٻٽي، ته هاءِ هاءِ ڪري سمو ڪٺي ٻڪندا آهن؛ ته سيتا رام جيءَ؛ راڌا ڪرشڻ جيءَ شو پاروتيءَ کي دشمن ٻٽي ڇڏيو آهي؛ هميشه اي مورتي؛ جا ڪنهن چڱي ڪاريگر سنگمرمر مان ٺاهي هجي، سا گهرائي استاپن ڪري پوڄڻ کپي! ناراڻ کي ڪجهه ٻيا پوڄه نٿو لڳي؛ گهٽو نه ته ٿورڙو ضرور موڪلي ڏيندا. اهڙيون ڳالهيون انهن (مورتين) بابت ڪندا آهن. ٻيو ته واس منڊل ٻيا رام لسيلا جي اندت ۾ سيتارام ٻيا راڌا ڪرشن کي ٻنائيندا پڻ آهن. ميلن وغيره ۾ ڪنهن ڇوڪر تي مڪٽ رکي ڪنهيا (ڪان=ڪرشن) ٻنائي، رستن تي وهاري ٻنائيندا آهن. انهن ڳالهين لسي اوهين ويچار ڪريو ته ڪيڏي نه وڏي افسوس جون آهن!

ٻيا ٻڌايو ته سيتا رام آدي اهڙا سچا ۽ ٻيو هوا ڇا؟ هيءَ سندن ڪل ڪرڻ ۽ نندا ڪرڻ نه آهي ته ڇا آهي؟ ان مان اسانجي مانيه پرشن جي ڏاڍي نندا ٿي ٿئي. ٻيا جنهن سمي ۾ اهي (پرش) موجود هوا، تڏهن سيتا، رڪمڻي، لڪشمي، پاروتيءَ کي رستي تي يا ڪنهن جاءِ ۾ ٻهاري جي پوڄاري چون ها، ته اچو! انهنجو درشن ڪريو؛ ۽ ڪجهه پيتا پوڄا رکو، ته سيتا وام آدي انهن مورکن جي چوڻ تي اهڙو ڪم ڪڏهن (پاڻ) ڪن ها ۽ نه (ڪين) ڪرڻ ڏين ها! (نه رکو اهو پر) جو ساڻن ٻه اهڙو ڇرچو ڪري ها، تنهنکي ڏنڊ ڏيڻ کان سواءِ مور نه ڇڏين ها. هائو! ڪانئن ته سزا ڪانه ڪاڏائون؛ پر ڪيترن ئي مورتي پوڄا جي وروڌين هئان؛ پوڄاريءَ جي ڪرمن ڪين چڱي پرسادي (سزا) ڏياري آهي؛ هميشه ٻه ڪين ملي ٿي، ۽ جيسين هن ڪرم کي نه ڇڏيندا؛ تيسين ملندي رهندين. آريه ورت جي ڏينهون ڏينهن (ٿيندڙ) مهان هاڃي ۽ پتر آديءَ جي مورتي پوڄا ڪندڙن جي هار اهڙن ڪرمن ڪرڻ ٿئي ٿي؛ ان ۾ شڪ ئي ڪهڙو؟ ڇاڪاڻ ته دک آهي پاپ جو ڦل. انهن پتر آديءَ جي مورتين تي وشواس ڪرڻ ڪري ڏاڍي هاڃي ٿي آهي. جي (اڃا) نه ڇڏيندا ته ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ٿيندي ويندي.

**٥٣. (الف) مت متانترن جا گرو منتر ۽ وام مارگين جا دشٽ ڪرم:-** انهن مان وام مارگي ڏاڍا وڏا اپراڌي آهن. چيلن ٻڻائيندي رواجي چيلن کي اهڙي منتر جو اپديش ڪندا آهن.

दं दुर्गायै नमः। भं भैरवाय नमः। ऐं ह्रीं क्लीं चामुण्डायै विच्चै।

خاص ڪري بنگال ۾ ته هڪ اکري منتر جو اپديش ڪندا آهن جهڙيءَ ريت:-

ह्रीं, श्रीं, क्लीं ॥ [ शावरतं० बं० प्रकी० प्र० ४४ ]

شاهوڪارن کي ئي پوريءَ ريت چيلو ٻڻائيندا آهن. ساڳيءَ ريت ڏهن مها ودياٿن جو

منتر هيٺ اٿن:- ह्रां ह्रीं ह्रूं वगलामुख्यै फट् स्वाहा । [ शाप्रकी. प्र. ४१ ]
ڪٿي [ هيٺ به آهي ]:- ह्रूं फट् स्वाहा ॥ [ कामरत्न तंत्र बीजमंत्र ४ ]

انهن کانسواءِ [ منترن جي زور تي ] مارڻ، موهڻ [ استري پرش کي موهت ۾ ڦاسائڻ يا بيهوش ڪرڻ ]، اُچاٽڻ [ استري پرش کي هڪ ٻئي لاءِ نفرت ڏياري جدا ڪرائڻ يا سمساري پدارٿن تان دل ڪٽائڻ ]، ودويشڻ [ پاڻ ۾ دشمني وجهائڻ ]، وشي ڪرڻ [ وس ۾ آڻڻ ]، وغيره جا پريوگ ڪندا آهن. پر منتر مڃيهان ڪجهه به نٿو ٿئي، الٻت ڪريا [ عمل يا ڪرم ] سان سڀ ڪجهه ڪندا آهن. ڪنهنکي مارڻ جو پريوگ ڪندا آهن ته هڪڙي پاسي [ ته عمل ] ڪرائيندڙ کان ڌن وٺي، جنهنکي مارڻو آهي، تنهنجو اٽي يا مٽيءَ جو پتلو ٺاهي، تنهنجي ڇاتيءَ نابيءَ [ دن ] ۽ ڳلي ۾ ڇريون هڻي ڇڏيندا آهن ۽ اکين، هٿن ۽ پيرن ۾ سيون لڳيندا آهن. تنهنجي مٿان ڀيرو يا درگا جي مورتي ٺاهي هٿ ۾ [ اهڙيءَ ريت ] ترشول ڏيندا آهن، [ جڻڪ هوءَ ] پتلي جي دل ۾ هڻي رهي آهي! هڪڙي ويدي ٺاهي تنهن ۾ ماس آديءَ جو هوم ڪرڻ شروع ڪندا آهن. وري ٻئي پاسي پنهنجا ڳجها ماڻهو موڪلي ڪيس زهر وغيره ڏياري مارڻ جو پربنڌ ڪندا آهن. جي پنهنجي پرشچرڻ [ عمل ] جي عرصي اندر ڪيس ماريائون ته پاڻکي ڀيرو ۽ ديويءَ جي سڌيءَ وارا چوائيندا آهن. "भैरवो भूतनाथश्च"=ڀيرو ڀوت ناٿ شچ " آديءَ جو پاٺ ڪندا آهن ۽:-

मारय २, उच्चाटय २, विद्वेषय २, छिन्धि २, भिन्धि २, वशीकुरु २ खादय २, भक्षय २, त्रोटय २, नाशय २, मम शत्रून् वशीकुरु २, हुं फट् स्वाहा ॥ [ कामरत्न तंत्र उच्चाटन प्र० मं० ५ । ७ ]

وغيره منتر جپيندا، شراب ماس وغيره دل تي کائيندا پيئندا ۽ ڀروٽيءَ جي وچ ۾ سندور جي ٽِڪ ڪيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪالي وغيره لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ کي پڪڙي ماري هوم ڪري ٿورو ٿورو سندس گوشت کائيندا به آهن. جي ڪو ڀيروي چڪر ۾ وڃي ۽ شراب ۽ گوشت نه پيئي يا نه کائي، تنهنکي ماري هوم ڪري ڇڏيندا آهن. انهن ۾ جو اگهوري ٿيندو آهي، سو ته مئل ماڻهوءَ جو ماس به کائيندو آهي. اجري وجري ڪرڻ وارا ته ٿورو پيشاب به کائيندا آهن.

۵۳- (ب) چولي مارگي ۽ بيج مارگين جا ڪڪرم:- هڪڙا چولي مارگي ۽ ٻيا بيج مارگي به آهن. چولي مارگ وارا ڪنهن ڳجهي هنڌ يا ڌرتي تي جاءِ ٺاهيندا آهن. اتي سڀني جون زالون مڙس ڇوڪرا ڇوڪريون ڀينرون مائٽون نهرون وغيره ڪٺيون ٿينديون آهن، ۽ سڀئي ماڻهون گڏجي سڏجي گوشت کائيندا پيئندا آهن. هڪڙيءَ استريءَ کي اگهاڙو ڪري سندس ڳجهي انگ جي پوڄا سڀ پرش ڪندا آهن. ۽ سندس نالو درگا ديوي رکندا آهن. هڪڙي پرش کي اگهاڙو ڪري سندس ڳجهي اندريءَ [ لنگ ] جي پوڄا سڀ استريون ڪنديون آهن. شراب پي پي مست ٿيندا آهن، ته استرين جي ڇاتيءَ جا ڪپڙا جنهنکي چوليون ٿا چون، سي لاهي هڪ ڪونڊ ۾ گڏائي سڏائي رکندا آهن. [ پوءِ ] هڪ هڪ پرش ان ۾ هٿ وجهي [ هڪ هڪ چولي ڪيندو آهي ]. جنهنجي هٿ ۾ جنهنجو

ڪپڙو اُڇي [پوءِ ڪٺي هوءِ سندس] ماتا، ڀيڻ، ڌيءَ يا ٻيهن ڇونه هجي. ان سمي لاءِ هوءَ انهيءَ استريءَ تي پوندي آهي. پاڻ ۾ ڪڪرم ڪرڻ ڪري ۽ گهڻي نشي چڙهڻ ڪري پاڻ ۾ جتين وغيره سان وڙهندا جهڳڙندا پڻ آهن. جڏهن ڀيراسات جو ڪجهه اونده ۾ پنهنجي پنهنجي گهر ويندا آهن، تڏهن ماتا ماتا، ڪيسا ڪيسا، ڀيڻ ڀيڻ، ۽ ٻيهن ٻيهن ٿڻجي پوندي آهي.

**بيج مارگي**- استري پرش سماگم ڪرڻ کان پوءِ پاڻيءَ ۾ ويرج [مني] وجهي ملائي پيئندا آهن. اهي بي حياءَ اهڙن ڪرمن کي مڪتيءَ جا سادن سمجهندا آهن، ۽ ودِيا وچار ۽ سچائيءَ کان خالي رهندا آهن.

۵۳. (ب) **شومت ۽ وام مارگ:- پرشن:-** شومت وارا ته چڱا ٿيندا آهن.

**اُتر:-** چڱا ڪٿان ٿيندا آهن؟ "جهڙو پريت ناٿ تهڙو ڀوت ناٿ"! جئن وام مارگي منترن ۽ اُپديشن وغيره سان ماڻهن جو مال ڦريندا آهن، تئن شئو به "اوم نمه شواءِ= ॐ नम: शिवाय وغيره پنج اکري منترن جو اُپديش ڪندا آهن، رد راڪش [ٻانڌيندا] ۽ ڀسم لائيندا آهن، مٽيءَ ۽ پٿر آديءَ جا لنگ ٺاهي پوڄيندا آهن، ۽ هرهر، بم بم ۽ ٻڪري وانگر ٻُڙ ٻُڙ ٻُڙ وات سان شبد اُچاريندا آهن. انهيءَ جو ڪارڻ اهو ٿا ٻڌائين ته تاڙين وڄائڻ ۽ بم بم ٻولڻ سان پاروتي پرسن ٿيندي آهي ۽ مهاديو ناراض ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته جڏهن ڀسماسر اڳيان مهاديو ڀڄي ويا هوا، تڏهن بم بم [آواز ٿيو هو] ۽ ٺٺوليءَ سان تاڙيون هڻيون هيون ۽ گلاڦون وڄائڻ [مکت اکر جيان شبد ڪڍڻ] ڪري پاروتي ناراض ۽ مهاديو پرسن ٿيندا آهن، ڇاڪاڻ ته پاروتيءَ جي پتا دڪش پرجاپتيءَ جي سسي ڪپي ٻاهه ۾ وڌي هوائون، ۽ سندس ڌڙ تي ٻڪري جي سسي لڳائي هئائون. گلاڦون وڄائي ٻڪري جو آواز ڪڍڻ کي سندس نقل ڪرڻ سمجهندا آهن. اهي شوراتريءَ [شو جي جنم جي رات] ۽ پردوش جي ورت ڪرڻ آديءَ ۾ مڪتي سمجهندا آهن. لهڪري جهڙا آهن وام مارگي پرمهل، تهڙا آهن شئو به! انهن ۾ ڪن ڦٽيا [ڪن ڪٽيا]، ناٿ، گري، پري، آرڻ، پروت، ساگر ته خاص آهن. پر گرهستي به شومت وارا ٿيندا آهن. ڪي ڪي ته ٻنهي گهوڙن تي چڙهندا آهن. ارٿات وام ۽ شئو ٻنهي مت کي سمجهندا آهن. ڪيترا ته ويشنو به رهندا آهن. سندن [چوڻ آهي ته]:-

अन्त: शाक्ता बहिश्शैवा: सभामध्ये च वैष्णवा: । नानारूपधरा: कौला विचरन्ति महीतले ॥

هيءَ تنتر جو شلوڪ آهي. [ارٿات] اندران شاڪت ارٿات وام مارگي، ٻاهران شئو ارٿات رد راڪش ڀسم ڌارڻ ڪندڙ، ۽ سڀا ۾ ويشنو سڏائيندڙ ٿئجي ٿون ٿا ته اسين ويشنوءَ جا اُپاسڪ آهيون. اهڙا نانا پرڪار جا روپ ڌاري وام مارگي لوڪ دنيا ۾ ڀانورا ڪندا آهن.

۵۳. (پ) **ويشنو مت تي ويچار:- پرشن** - ويشنو ته چڱا آهن؟

**اُتر** - ڇا، ڌوڙ چڱا آهن. جئن هو تئن هو آهن. ڏسي وٺو ويشنون جي ليلا:- هو پاڻ کي وشنوءَ جو داس سمجهندا آهن. انهن مان سري ويشنو، جي چڪرانت ٿيندا آهن، سي پاڻ کي سڀني کان مٿي سمجهندا آهن، پر آهن ڪجهه به نه.

**پرشن**- ڇو ڪجهه به نه آهن؟ سڀڪجهه آهن. ڏسو:- ڪاٻار تي ناراڻ جي چرڻارونند [پيرن جي نيشان] وانگر اسين تلڪ ڏيندا آهيون ۽ اُن وچ ۾ هنڊي ايڪ سريءَ جي ڪيندا آهيون ۽ انڪري ٿي اسين سري وشڻو ٿا سڏجون. اسين هڪ ناراڻ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهنکي نٿا مڃيون مهادیو جي لنگ جو درشن به نٿا ڪريون، ڇاڪاڻ ته اسانجي ڪاٻار ۾ جا سري رهي ٿي، سا لڄي ٿي ٿئي. آل مندار وغيره استوترن جو پاٺ ڪندا آهيون. ناراڻ جي پوڄا منترن سان ڪندا آهيون. نه ماس ٿا کائون ۽ نه شراب ٿا پيئون، پوءِ ڇــگا ڇو ڪين آهيون؟

**اُتر**- هن تلڪ کي هريءَ جي پير وانگر ۽ ان هنڊي ايڪ کي شري مڃڻ اجار آهي ۽ ڇاڪاڻ ته هيءَ اوهانجي هٿ جي ڪاريگري ۽ ڪاٻار تي چٽسالي آهي. جئن هاٿيءَ جي ڪاٻار کي [ماٿهو] رنگ برنگي ڪندا آهن، ائين [اهو به آهي]. اوهانجي ڪاٻار لــي وشڻوءَ جي پير جو نيشان آيو ڪٿان؟ ڇا ڪو وئڪنٺ ۾ وڃي وشڻوءَ جــي پير جو نيشان ڪاٻار ۾ هڻائي آيو [آهي]؟

**وويڪي**- سري جڙ آهي يا چيتن؟ وئشڻو- چيتن آهي. **وويڪي**- هيءَ ليڪ ته جڙ هئڻ سبيان چيتن نه آهي. اسين پڇون ٿا ته سري ناهيل آهي يا اڻ ناهيل؟ جي اڻ ناهيل آهي ته به هيءَ سري ڪانهي، ڇاڪاڻ ته ان کي ته اوهين هميشه پنهنجي هٿن سان ٺاهيندا آهيو. تنهنڪري هيءَ سري ٿي نٿي سگهي. جي اوهانجي ڪاٻار ۾ سري آهي، ته ڪيترن ئي وئشڻن جو منهن خراب ۽ ڏاڍو بدصورت ڇو ٿو ڏسڻ ۾ اچي؟ ڪلالت ۾ سري آهي لـ ڇو ٿا گهر گهر پنندا ۽ سدا ورت وٺي پيٽ پريندا رهو؟ هيءَ ڳالهه ته چريـن ۽ بي شرمن واري آهي، جو ڪاٻار ۾ هجي سري، ۽ ڪرم هجن مها ڪنگالن جهڙا.

**پريڪال جي پهرين ڪٿا**:- انهن ۾ هڪ "پرڪال" نالي جو وئشڻو ڀڳت هوندو هو. هو چوري [ڪري] ڌاڙا هڻي، ڇل ڪپٽ ڪري، پرائو ڌن ڦري، وئشڻن کي ڏيئي پرسن ٿيندو هو. هڪ ڀيرا ڪيس چوريءَ ۾ ڪجهه به نه لڳو، جو ڪٿي لٽائي. پريشان ٿــي ٿي گهميو. ناراڻ سمجهيو ته اسانجو ڀڳت ڏک ۾ آهي. سو سيٺ جيءَ جو روپ ڌاري، منڊي آڏي زيور پائي، رٿ ۾ ويهي سامهون آيا! پوءِ ته پرڪال وقت وٽ آيا ۽ سيٺ کي چيائون، ته سمورا زيور جلدي لاهي ڏي، نه ته ماري ڇڏيندوسانءِ. زيور لاهيندي منڊيءَ لاهڻ ۾ دير لڳي، [تنهنتي] پرڪال ناراڻ جي آڱر ڪپي منڊي پراپت ڪئي. ناراڻ ڏاڍا پرسن ٿيا، ۽ چترڀڄ شرير ڌاري (ڪيس) درشن ڏنو. چيائون تـ توُن منهنجو ڏاڍو پيارو ڀڳت آهين، ڇاڪاڻ ته ماري لٽي ۽ چوري ڪري به سموري ڌن سان وئشڻن جي سيوا ٿو ڪرين. تنهنڪري تون ڌنيه آهين. پوءِ هن سمورا زيور وئشڻن اڳيان رکيا.

**پريڪال جي ٻي ڪٿا**- هڪ ڀيرا پرڪال کي هڪ شاهوڪار نوڪر ڪري جهاز ۾ وهاري ٻاهرين ملڪن ڏانهن وٺي ويو. اُتان جهاز ۾ سوپاريون ڀرايائين. پرڪال هڪ سوپاري ڀڃي ۽ اڌ ڪري واڻئي کي چيو ته هيءَ منهنجي اڌ سوپاري به جهاز ۾ رکي ڇڏيو ۽ لکي ڏيو ته جهاز ۾ اڌ سوپاري پرڪال جي آهي. واڻئي چيو ته وٺجي ته هزار سوپاريون وٺجانءِ!

پرڪال ڇپو ته نه، اسين اڌ رمي نه آهيون جو ڪوڙ تي وٺي ڇڏيون، اسانکي ته [ پنهنجي رکيل] اڌ کپي. واڻيو واپارو ٻورڙو هو، سو اُن لکي ڏنو، جڏهن جهاز پنهنجي ملڪ جي بندر تي پهتو ۽ سوپارين لاهڻ جي تياري ٿي، تڏهن پرڪال ڇپو ته اسانجي اڌ سوپاري ڏيئي ڇڏيو. واڻيو [سمندس] ساڳيو سوپاريءَ جو اڌ ڏيڻ لڳو. پوءِ ته پرڪال وڙهڻ لڳو، ڇي منهنجي ته جهاز ۾ اڌ سوپاري آهي ۽ [سڄي سوپارين جو ] اَڌ ورهائي وٺندس. حاڪمن ٽائين جهڳڙو ويو. پرڪال واڻئي جو لکيل ڏيکاريو، ته هن اڌ سوپاري ڏيڻ لاءِ لکي ڏنو آهي. واڻئي گهڻو ئي ڪيس سمجهايو، پر اُن نه مڃيو ۽ اڌ سوپارين وٺڻ جي ارڏ ڪري ڇڏيائين. پوءِ ته وئشنو ڏاڍا پريشان ٿيا ۽ اڄ سوڌو اُن ڏاڍائي خواه ڇپو پرڪال جي مورت مندرن ۾ رکندا ٿا اچن. هيءَ ڪٿا پکيت مال ۾ لکيل آهي. پڌايان ڏسي وٺن لا، وئشنو، سندن سيوڪ ۽ ٺاڪر ٽيئي ڇورن جي پاٽاريءَ جا آهن يا نه؟

**وئشنن جا قسمين تلڪ:-** جيتوڻيڪ مت متانترن ۾ [ رهي] ڪي ٿورا ڇڱا به ٿي سگهن ٿا، پر مت اندر رهي بلڪل ڇڱا نه ٿيئي سگهندا. هيئنر ڏسو، ته ڪيئن نه وئشنو! [ ڪهڙو] ڦوت سڀيان جدا جدا قسمن جا تلڪ ۽ ڪنٺيون پائي رهيا آهن:-

**رامانندي** پاسن تي گوپي چندن ۽ وچ ۾ ڳاڙهي [ ليڪ ]، نيماوت اڇي پاسن ڏانهن سڌيون ليڪون ۽ وچ ۾ ڪارو ٽڪو، ۽ ماڌو [ نراڙ جي وچ ۾ ـي ] ڪاري ليڪ ڪيندا آهن. **گوڙ بنگالي** ڪنڊر جهڙو [ نشان ]، ۽ **رام پرسادي** اڇي پاسن ڏانهن اڌ چنڊ ڪيڏي وچ ۾ اڇو نشان ڪيندا آهن وغيره. هر ڪنهن جو ورن جدا جدا آهي، [ جيئن ته] **رامانندي** ڳاڙهي ليڪ کي ٺاڪر جي هردا ۾ واٺل لکشميءَ جو نشان [مڃيندا آهن]؛ **گوسائين** [ ٿا چون ته ] سري ڪرشن چندرجيءَ جي هردا ۾ راڌاجي وراجمان آهي! اهڙيءَ طرح [ ٻيا به ] چوندا آهن.

**تلڪ مهاتم:-** پکيت مال ۾ هڪ ڪٿا لکيل آهي، ته ڪو ماڻهو وڻ هيٺان سميو پيو هو ۽ سمهڻ سمهڻ ئي مري ويو. مٿان ڪانو جا وٺ لاٿي هئي، سا نڙ تي ڪري تلڪ جيان ٿي پيئي هئي. اُتي يم جا دوت کيس وٺڻ آيا. اتري ۾ وشنوءَ جا دوت به پهچي ويا، ۽ ٻئي لڳا تڪرار ڪرڻ. [ يمدوتن چيو ته ] اسانجي سواميءَ جي آڳيا آهي ۽ اسين انکي يملوڪ ۾ وٺي وينداسين. وشنوءَ جي دوتن چيو، ته اسانجي سواميءَ حڪم ڏنو آهي ڪيس وئڪنٺ ۾ وٺي وڃڻ جو. ڏسو! انجي للاٽ ۾ وئشنن جو تلڪ آهي؛ اوهين ڪيئن وٺي ويندا؟ تڏهن تي يم جا دوت مات ڪري هليا ويا ۽ وشنوءَ جا دوت پرشن ٿي ڪيس وئڪنٺ ۾ وٺي ويا. ٺاڪر کيس وئڪنٺ ۾ رکيو. ڏسو؟ جڏهن اتفاق سان تلڪ ٺهڻ پڻ جو ايڏو مهاتم آهي، ته پنهنجي ٻرام ۽ هٿ سان لڳائيندڙ جي نرڪ کان نڪري وئڪنٺ ۾ ويندا ته اُن ۾ اچرج ئي ڪهڙو؟

اسين ٿا پڇون ته جي نڌيڙي تلڪ لڳائڻ سان وئڪنٺ ۾ ٿو وڃجي، ته سڄي منهن تي ليپي ڏيڻ يا ڪارو منهن ڪري، يا [ سڄي] شرير تي ليپ ڪري وئڪنٺ کان به اڳي هليا

وڃن يا نه؟ ان مان [ظاهر آهي] ته اهي ڳالهيون سڀ اجايون آهن.

**خاڪين [ڀيکن] جو مت:-** اِنهن [وئشڻن] ۾ کهڙا خاڪي* [ڀيرڳيا] ٻارن جهان لانگوٽي ٻڌي ڏوکيون لڳائيندا آهن، ۽ ڄٽائون وڌائي سڌ جو ويس ڌاريندا آهن. ٻگهه ٻڪيءَ وانگر ڌيان جي حالت ۾ رهندا آهن. گانجي ڀنگ ۽ چرس جا دم هڻي اکيون ڳاڙهيون ڪري هرڪنهن کان چپٽي چپٽي [ٿورو ٿورو] اَن، اٽو، ڪوڏيون ۽ پيسا پنندا، ۽ گرهستين جي ٻارن کي ريجهائي چيلا بڻائي ڇڏيندا آهن. اُنهن ۾ گهڻو ڪري ٻور هوت مانهو [شامل] ٿا ٿين. جي ڪر ودّيا پڙهي ته اُن کي پڙهڻ نه ڏيندا آهن، بلڪ چوندا اٿس ته سنتن کي ودّيا پڙهڻ سان مطلب ڪهڙو؟:-

पठितव्यं तदपि मर्तव्यं दन्तकटाकटेति किं कर्तव्यम् ।

[ارٿات] ودّيا پڙهڻ وارا به مري ٿا وڃن، پوءِ ڀلا ڏند ڇا لاءِ کڙڪائجن؟ سادن لاءِ چار ڌام [جايون] گهمي اچڻ، سنتن جي سيوا ڪرڻ، ۽ رام جيءَ جو ڀڄن ڪرڻ [ڪافي آهي!]

جي ڪنهن مورکتا ۽ اودّيا جي مورتي نه ڏٺي هجي ته وڃي خاڪي جيءَ جو درشن ڪري اچي! انهن وٽ جيڪو به وڃي تنهنکي "بچا ۽ بچي" ڪري ڪوٺيندا آهن، پوءِ ڪٿي آهي خاڪي جيءَ جي ماتا پتا سمان ڇو نه هجن!

**خاڪين جا ڀاڱا:-** جهڙا آهن خاڪي، لهڙائي رونڪڙ، سونکڙ، گودڙيا، جماعت وارا، سڙي شاهي ۽ اڪالي، ڪن ڦٽيا، جوڳي، اوگهڙ آدي مڙيئي آهن هڪجهڙا.

**خاڪين جي اودّيا جو درشٽانت:-** هڪ خاڪيءَ جو چيلو "سري گڻيشاءِ نمه" ونيندي رنيندي کوهه تان پاڻي ڀرڻ ويو. اتي پنڊت ويٺو هو، (تنهن ٻڌو ته) هو "سري گڻيسا جمي" پيو رٽي رهيو آهي. پنڊت جيءَ چيس ته اڙي سادو تون غلط ٿو چوين! "سري گڻيشاءِ نمه" ائين چئو! تنهن يڪدم اوٺو ڀري گرو جيءَ کي وڃي چيو ته "ٻمڻ" (پانڊي) مهنجي اچار کي "اسد" (اشڌ= غلط) ٿو چوي. اهو ٻڌندي جهٽ خاڪي جي اٿي کوه تي ويا ۽ پنڊت جيءَ کي چيائون ته مهنجي چيلي کي ڀرغلائين ٿو؟ گروءَ جي "اُمدي" تون پڙهيو ڇا آهين؟ ڏس! تون هڪ نموني جو پاٺ ٿو ڄاڻين، اسانکي ٽن نمونن جي خبر آهي:-

(١) "سري گڻيسا جمي"، (٢) "سري گڻيسا يمي"، (٣) "شري گڻيساءِ نمي"! **پنڊت**- ٻڌو سادو جي! ودّيا جي ڳالهه ڏاڍي مشڪل آهي، پڙهڻ بنا نٿي اچي. **خاڪي**- هل ڙي! سڀئي ودوانن کي اسان رڳڙي ڀڳا، ۽ گهوٽي يڪدم اڏائي ڇڏيو. سنتن جو گهر وڏو آهي. ٻاٻوڙا (ٻچڙا) توکي خبر ڪهڙي؟ **پنڊت**- ڏسو! اوهان ودّيا پڙهي هجي ها، ته اهڙا اشڌ شبد ڇو ڪڍو ها؟ اوهانکي هر پرڪار جو گيان هجي ها! **خاڪي**- اڙي تون اسانجو گرو ٿو ٿڻجين؟ تنهنجو اُپديش اسين نٿا ٻڌون. **پنڊت**- ٻڌندا ڪٿان؟ ٻڌي ٿي ڪا نه اٿو. اپديش ٻڌڻ ۽ سمجهڻ لاءِ (ٻڌي) ودّيا کپي- **خاڪي**- جي سڀ ويد شاستر پڙهي به سنتن کي نٿا مڃين، سي سمجهو ته ڪي ڪين پڙهيا. **پنڊت**- هائو! اسين سنتن

* خاڪي اِنکري ٿا سڏائين، جو هو پنهنجي شرير تي خاڪ= ڪيري يا ڏوڙ ٿا لڳائين.

جي شيوا ڪندا آهيون، پر اوهان جهڙن اڻڀڳن جي نٿا ڪريون؛ چاڪاڻ ته سعت چٽو آهي سچ، ودوان، ڌارمڪ ۽ پراپڪاري پرش کي! **خاڪي**- ڏس! اسين رات ڏينهن اگهاڙا ٿا رهون؛ ڌوٽي ٿا ٻڌون؛ گانجي ۽ چرس جا سوين دم ٿا هڻون؛ ٽي ٽي لوٽا ڀنگ ٿا پيئون؛ گانجي ڀنگ ۽ ڌتوري جي ٻج جي پاچي ٿا کائون؛ سنکيو ۽ آفيم به جهٽ ڳڙڪائي ٿا ڇڏيون؛ نشي ۾ غرق [مست ڪري] رات ڏينهن بي غم ٿا رهون؛ دنيا کي لچ ٿا سمجهون؛ ڀکيا ڪري ٽڪر کائيندا آهيون؛ ۽ سڄي رات ايترو ٿا کنگهون، جو جيڪو پرسان سمهي، تنهنکي هرگز ننڊ نه اچي. اهڙيون سڌيون ۽ ساڌپڻو اسان ۾ آهي، پوءِ تون اسانجي نندا ڇو ٿو ڪرين؟ خبردار ڇوڙا جي اسانکي ستائيندين ته اسين توکي ڀسم ڪري ڇڏينداسون. **پنڊت**- اهي سڀ ورا لڇڻ اڻ سڌن جا، مورکن ۽ پاکنڊن جا آهن ۽ نه ساڌن جا پڙو:- साध्नोति पराणि धर्मकार्याणि स साधुः :-

[ارٿ] جو ڌرم يڪت اُتم ڪرم ڪري ۽ سدا پراپڪار ۾ رت رهي، جنهن ۾ ڪو دوش نه هجي، ودوان [هجي] ۽ سچي اپديش سان هرڪنهن جو اپڪار ڪري، تنهنکي **ساڌو** چوندا آهن. **خاڪي**- هل ڙي! ساڌوءَ جا ڪرم تون ڇا ڄاڻين؟ سنتن جو گهر وڏو آهي. متان ڪنهن سنت سان اٽڪيو آهين! نه ته ڏس! هڪڙو چٽو ڪٽي هڻندس! ۽ ڪاپار ڌارائي ونديون. **پنڊت**- چڱو، خاڪي! وڃ پنهنجيءَ جاءِ تي، ۽ اسان سان گهڻو ڌمس نه ڪريو. سمجهو ٿا ته راڄ ڪهڙو آهي؟ ڪنهنکي ماريندا ته ڪڙيا وجهندا، قيد پوئيندا ۽ ڦٽڪا کائيندا. ٻاڪو اوهان کي به ماري وهي، ته پوءِ ڇا ڪندا؟ اهي ساڌوءَ جا لڇڻ ڪنهن **خاڪي**- هل ڙي چيلا! ڪنهن واڪاس جو مونهن ڏيکاريو اٿيئي. **پنڊت**- اوهان ڪڏهن به ڪنهن مهاتما جو سنگ نه ڪيو آهي، نه ته اهڙا جڙ مورک نه رهوها. **خاڪي**- مهاتما ته اسين پاڻ آهيون. اسانکي ڪنهن ٻئي جي گهرج ئي ڪانهي. **پنڊت**- جن جا ڀاڳ ڀڳڙا ٿا ٿين، تن کي اوهان جهڙي بدي ۽ ايمان ٿو ٿئي. خاڪي پنهنجيءَ جاءِ تي هليو ويو ۽ پنڊت پنهنجي گهر.

**خاڪيءَ ۽ رامداسيئي جي ڳالهه ٻولهه**:- سانجهي واريءَ آرتيءَ کان پوءِ، ان خاڪيءَ کي پرمهنس سمجهي ڪيترائي خاڪي "ڏنڊوت، ڏنڊوت" چوندي ساشٽانگ [نمسڪار] ڪري ويهي رهيا. ان خاڪيءَ پڇيو ته اڙي رامداسيا! تون ڇا پڙهيو آهين؟ **رامداسيو**- مهاراج! مون "وشنو سهسر نام" پڙهيو آهي. [وري پڇيائين] اڙي گووند داسيا؟ تو ڇا پڙهيو آهي؟ **گووند داسيو**- مون "رام ستو راج" پڙهيو آهي، ملاٽي خاڪي جيءَ وٽان! تڏهن رامداسيئي پڇيو ته مهاراج! اوهين ڇا پڙهيا آهيو؟ **خاڪي جي**- اسان گيتا پڙهي آهي **رامداسيو**- ڪنهن وٽ! **خاڪي جي**- هل ڙي ڇوڪرا! اسين ڪنهنکي به گرو نٿا بڻايون. ڏس! اسين "پراڳ راج" ۾ رهندا هئاسون. اسانکي اکر نه ايندا هئا. جڏهن به ڪنهن ڏکڻيءَ ڌوليءَ واري پنڊت کي ڏسندو هوس، تڏهن گيتا جو ٽڪر [ننڍو ڪتاب ڏيکاري] پڇندو هوس، ته هن ڪلنگيءَ واري اکر جو ڪهڙو نالو آهي؟ اهڙيءَ ريت

پڇندي پڇندي گيتا جا ارڙهن اڌياءِ رڙهي ماريا، پر گرو هڪ به نه ڪيو. ڀلا اهڙن وديا جي دشمنن ۾ اَوديا گهر ڪري نه ويهي، ته ٻي ڪيڏانهن؟ اهي ماڻهو نهي [پشو]، ٻي ڪر [وهڻ]، وڙهڻ، کائڻ، سمهڻ، جهانجهه وڄائڻ، گهنٽا گهڙيال ۽ سنک وڄائڻ، ڏونڌي ٻاري وڪڻ، سمان [ڪرڻ]، ڪپڙن ڏڻ ۽ هر ڪنهن پاسي اچائي رلڻ پنڻ ڪاسواءِ ڪو به چڱو ڪم نٿا ڪن. ڪو پٿر به پگهاري وني، پر انهن خاڪين جي آتما ۾ گيان وجهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي! چاڪاڻ ته گهڻو ڪري هو شودر ورڻ جا پروهيت، ڪڙمي ۽ ڪهار آدي [ٿيندا آهن جي] پنهنجو پروهيو ڇڏي، رڳو ڀڀوت لڳائي بيراڳي ۽ خاڪي آدي بڻجي ٿا پون. اهڙن کي وديا يا ستسنگ آديءَ جي مهاتم جي ڪڏهن به سوجهه پئجي نه سگهندي.

وئيشنومت جا الڳم الڳم گرو منتر:- انهن مان ناٿن جو منتر [آهي] "نمه شوايه" خاڪين جو "نرسمها نمه" راماوتن جو "شري رامچندرايه نمه" يا "سيتارام ڀيانگ نمه". ڪرشن جي اُپاسڪن جو "شري راڌا ڪرشنا ڀيانگ نمه" يا "نمو ڀڳوتي واسديوايه"، ۽ بنگالين جو "گووندايه نمه". اهي منتر رڳو ڪن ۾ پڙهي چيلا بڻائي وٺندا آهن، ۽ سکيائون ڏيندا آهن اهڙيون ته پچا پڙهه. تونبي جو منتر:-

جل پوتر استل پوتر اور پوتر ڪوٽا - شو ڪهي سن پاروتي تونبا پوتر هوا.

ڀلا اهڙن جي لوڪيتا به ڪڏهن ساڌو يا ودوان ٿيڻ يا جڳت جي اُپڪار ڪرڻ جي لئي سگهي ٿي؟ خاڪي ته ڪاٺيون ۽ ڇيٺا [جهنگلي سڪل] رات ڏينهن ٻاريندا رهندا آهن. مهيني ۾ ڪيترن ئي روپين جون ڪاٺيون ڦوڪي ٿا ڇڏين. جي هڪ مهيني جي ڪاٺين جي قيمت مان لوئي آدي ڪپڙا خريد ڪن، ته جيڪر هڪ ئي صديءَ جيترن پئسن ۾ آنند سان گذران ڪن. پر ايترو عقل ڪٿان اچي ڪٿان؟ رڳو ڏونڌي تپڻ ڪري ئي پنهنجو نالو تپسوي رکيو اٿن. جي هو اموني تپسوي بڻيا هجن، ته جهنگلي ماڻهو انهن کان به وڌيڪ تپسوي بڻجي پون. جي جٽائن وڌائڻ ڀڀوت ۽ تلڪ لڳائڻ ڪرڻ ئي تپسوي ٿيو آهي، ته سڀڪو ئي ٿيندو آهي. اهي [ماڻهو] مٿان ته تياڳي سروپ [وئراڳي=تارڪ الدنيا] پر اندران مهاسنگرهي [پدارٿ گڏ ڪندڙ=لوڀي] ٿيندا آهن.

۵۵. ڪبير پنٿ جي سمالوچنا:- پرشن:- ڪبير پنٿي ته چڱا آهن؟

اُتر:- نه! پرشن:- چڱا ڇو نه آهن؟ پٿر آديءَ جي مورتيءَ پوڄا جو کنڊن ڪندا آهن. ڪبير صاحب گلن مان پيدا ٿيا ۽ پڇاڙيءَ جو به گل ٿي پيا. جڏهن برهما، وشنو ۽ مهاديو جو جنم به نه ٿيو هو، تڏهن به ڪبير صاحب وڏا سڌ [ڪماليت کي پهتل] هوا. ايتري قدر جو جنهن ڳالهه ۾ ويد پراڻ به نه سمجهي سگهيا، تنهن کي ڪبير ڄاڻندا هوا. جي سچو رستو آهي، سو ته اهو ڪبير ئي ڏيکاريو آهي. سندن منتر آهي "ستيه نام ڪبير"!

اُتر:- پٿر آديءَ کي ڇڏي پلنگ، گديءَ وهاڻي، ڪڙاون [چاکڙيون]، جوت ارٿات ڏئي آديءَ جي پوڄا ڪرڻ پٿر جي مورتين [پوڄا] کان گهٽ نه آهي. ڇا ڪبير صاحب ڀونرا هوا يا مکڙي، جو گلن مان پيدا ٿيا ۽ انت ۾ گل ٿي ويا؟ ان بابت جا هيٺين ڳالهه ٻڌجي

ٿي ۽ سائي سچي هوندي:-

**ڪبير صاحب جو جيون چرتر:-** هڪڙو ڪوري ڪاشيءَ ۾ رهندو هو. ڪيس اولاد ڪونه هو. هڪ ڀيرو ننڍي رات جي وقت ۾ هو ڪنهن گهٽيءَ مان ٿي ويو. ڏٺائين ته گهٽيءَ جي پاسي ۾ هڪ ٽوڪريءَ ۾ گلن جي هيٺان اُن ساڳيءَ رات جو پيدا ٿيل ٻار پيو آهي. اُن کيس گهر کڻي وڃي پنهنجيءَ استريءَ کي ڏنو. جنهن کيس پاليو. وڏو ٿيو ته ڪوري ڪم ڪندو هو. ڪنهن پنڊت وٽ سنسڪرت پڙهڻ ويو، جنهن کيس انهيءَ ڪري اپمانو ڪيو ته اسين ڪوريءَ کي نه پاڙهيندا آهيون. اهڙيءَ ريت ڪيترن ئي پنڊتن وٽ گهميو، پر ڪنهن نه پاڙهيس. تڏهن اُٽيءَ سٽيءَ ٻاشا [۾ ڪوتائون] ٺاهي ڪورن وغيره نيچ ماڻهن کي سمجهائڻ لڳو. تنبورو کڻي ڳائيندو هو. ڀڄن ٺاهيندو هو. خاص ڪري پنڊتن، شاسترن ۽ ويدن جي نندا ڪندو رهندو هو. ڪي مورک ماڻهو سندس ڄار ۾ ڦاسي پيا. مرڻ کانپوءِ ماڻهن کيس سڌ [ڪامل پرش] ٻڌائي ڇڏيو. جيڪي جيڪي [ڪورنت] اُن جيئري ٺاهيا هوا، تن کي سندس چيلا پڙهندا رهيا. ڪن بند ڪري ڪانپوءِ جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، تنهن کي انهد شبد جو سڌانت ٺهرايائون - من جي ورتيءَ کي सुरति = سرت چوندا آهن تن [من جي ورتيءَ] کي اُن آواز ٻڌڻ ۾ لڳائڻ ئي سنت ۽ پرميشور جو ڌيان ٿا چون! اُتي ڪال نٿو پهچي! ٻالي جيان [تلڪ لڳائيندا آهن] ۽ چندن آديءَ جي ڪاٺيءَ جي ڪنٺي ٻڌندا آهن. ڀلا ويچاري ڏسو، ته ڇا ان مان آتما جي اُنتي ۽ گيان وڌي سگهندو آهي؟ هيءَ نه رڳي ٻاراڻي راند جهڙي ليلا آهي.

۵٦ **(الف) نانڪ پنٿ تي ويچار:- پرشن:-** پنجاب ديش ۾ نانڪ جيءَ هڪ پنٿ چلايو آهي، ڇاڪاڻ ته مورتي پوڄا جو کنڊن ڪندا هوا. اُنهن [هندن کي] مسلمان ٿيڻ کان بچايو. هو سادو به نه ٿيا، بلڪ گرهستي ئي ٻڌيا رهيا. ڏسو! اُنهن هيٺئين منتر جو اُپديش ڪيو آهي، ان مان ئي ظاهر ٿو ٿئي ته سندن ارادو سٺو هئو.

اوم ستنام ڪرتا پرک، نرڀؤ نرونر اڪال مورت اجوني سڀ ين- گر پرساد، جپ، آد سچ، جڳاد سچ، هي ڀي سچ، نانڪ هوسي ڀي سچ. (جپ جي پوڙي ۱)

[ اُرٿات] (اوم) جنهنجو نالو ستيه آهي، سو ڪرتا پرش [خالق]، خوف ۽ وير کان دور، (اڪال مورت) ڪال ۽ گرڀ ۾ نه ايندڙ ۽ پرڪاشمان آهي. تنهنجو ئي جپ گرو جي ڪرپا سان ڪر- اهو پرماتما آد ۾ سچ هو، ڄڳن جي آد ۾ سچ، ورتمان ۾ سچ، ۽ رهندو به سچ.

**اُتر:-** نانڪ جيءَ جو ارادو ته چڱو هو، پر ودّيا ڪجهه به نه هئن. هائو! اُن ملڪ جي ڳوناڻي ٻولي ڄاڻندا هوا. ويد آدي شاستر ۽ سنسڪرت بلڪل نه ڄاڻندا هوا. جي ڄاڻندا هجن ها ته ”نربيه“ شبد کي ”نرڀؤ“ ڇو لکن ها؟ انجو مثال سندن ٺاهيل ”سنسڪرتي استوتر“ آهي. سنسڪرت ۾ ٽنگ اڙائڻ گهرندا هوا، پر پڙهڻ کانسواءِ سنسڪرت ڪيئن اچي سگهندي؟ هائو! انهن ڳوناڻن اڳيان جن سنسڪرت ڪڏهن ٻڌي به ڪا نه هئي، سنسڪرتي [استوتر] ٻڌائي سنسڪرت جا پنڊت به ٻڻجي ويا هوندا. پنهنجي مان ۽ پرتشٺا، ۽ پنهنجي

مشهوريءَ جي لاءِ ته هجين ها، ته ڀلا اهڙي ڳالهه ڪيئن ڪن ها؟ کين پنهنجي وڏائيءَ جي لاءِ ضرور هئي، نه ته جهوني ٻولي ڄاڻندا هوا، [تنهن ۾ ئي] ڳالهائيندا رهن ها، ۽ پڻ ائين چئي ڏين ها ته مون سنسڪرت ڪانه پڙهي آهي. جي ڪجهه ايمان هون، ته وڏائيءَ [حاصل ڪرڻ] لاءِ ڪي دنڀ [حيلا] به ڪيا هوندائون! انڪري ئي سندن گرنٿ ۾ جاءِ بجاءِ ويدن جي نندا ۽ استتي پڻ آهي. ڇاڪاڻ ته جي ائين نه ڪن ها، ته ڪائي به ڪو ويد جو ارٿ پڇي ها، ۽ جي نه اچي ها ته ناموس نـاس ٿئي ها. انڪري اڳـــ ۾ ئي پنهنجي چيلن اڳيان ڪٿي ڪٿي ويدن جي ورد ڳالهائيندا هوا، ۽ ڪٿي ڪٿي ويـــد لاءِ چڱو پڻ چيو اٿن! ڇاڪاڻ ته جي ڪٿي چڱو نه چون ها، ته ماڻهو کين ناستڪ بڻائين ها! جهڙيءَ ريت (لکيو اٿن ته):-

ويد پڙهت برهما مري چارون ويد ڪهاڻي. سنت (ساڌ) ڪي مهما ويـــد نه جاني.
(سکمني پوڙي * ۷ چوپائي ۸)

[آلوچنا]:- ڇا ويد پڙهندڙ مري ويا ۽ نانڪ جي آدي پاڻ کي امر سمجهندا هوا؟ ڇـــا هو (پاڻ به) نه مري ويا؟ ويد ته سڀني وديائن جا ڀنڊار [خزانا] آهن. پر جو چئني ويدن کي ڪهاڻي (آکاڻي) ٿو ڪوٺي، تنهنجون سڀ ڳالهيون آکاڻيءَ [سمان ئي] آهـــن. جي مورکن جـــو ناو سنت ٿو ٿئي، ته اهي ويچارا ويدن جي مهما ڪڏهن به سمجهي نٿا سگهن! جي نانڪ جي ويدن جي عزت ڪن هـــا، ته سندن مت ڪڏهن نه هلي ها، ۽ نڪي هو گرو ٿي سگهن ها! ڇاڪاڻ ته سنسڪرت وديا ته پڙهيائي نه هوا، پوءِ ٻين کي پاڙهي شش ڪيئن بڻائي سگهن ها؟ اهو سچ آهي ته نانڪ جيءَ جي زمانـــي ۾ پنجاب سنسڪرت وديا کان بلڪل خالي هو، ۽ مسلمانن هٿان ستايل رهيو هو. ان وقت انهن ڪن ماڻهن کي بچايو، نانڪ جيءَ جي جيڏري ته سندن سمپردا [ٿورڙو شروع ٿيو هــــو]، ار ٿـــات سندن شش گهڻا نه هوا. ڇاڪاڻ ته جاهلن ۾ اها چال آهي، ته مئي ڪانپوءِ ئـــي کين سڌ بڻائي ڇڏيندا آهن، ۽ پوءِ گهڻوئي مهاتم رچي کين ايشور جهڙو به مڃي وٺندا آهن. نانڪ جي وڏا شاهوڪار ۽ رئيس به نه هوا، پر سندن چيلن ”نانڪ چندرودي“ ۽ ”جنم ساکيءَ“ آدي ۾ کين وڏو سڌ ۽ تمام گهڻن پدارٿن وارو ڪري ليکيو آهي. لکيو اٿن ته نانڪ جي برهما آديءَ سان مليا، ڏاڍيـــون ڳالهيون ٻولهيون ڪـــيائون، هر ڪنهن سندن عـزت ڪئي ۽ نانڪ جيءَ جـــي شاديءَ ۾ گهڻيئي گهوڙا، رٿ، هاٿي [آيا هوا جي] سون، چانديءَ، موتي پنا [زمرد، هيرن، يا سون ۽ چانديءَ جي ورقن] آدي ۽ جواهرن سان سينگاريل هوا! ۽ اَملهه رتن جو ته ليکوئي ڪونه هو! ڀلا، اهي ٺٺ نه آهن ته ڇا آهن؟ [پر] انهن ۾ سندن چيلـــن جو ڏوهه آهي ۽ نه نانڪ جيءَ جو.

* ٻيهي جاءِ تي ”پوڙيءَ“ جي بدران ”اشٽ پدي“ ۽ ”چوپائيءَ“ بدران ”پد“ پڙهڻ گهرجي [اردوءَ تان.]

**٥٦- (ب) اداسين ۽ نرملن جي اُتپتي ۽ شري گرنٿ صاحب جو ٿهڻ:-**
پهريون ڪانئن پوءِ سکن پٽ کان اداسي [سادن] ۽ رامداس آديءَ کان نرملن [سادن جو سلسلو] جاري ٿيو. ڪيترن ئي گادين [پنهنجي پنهنجي] ٻاڻي ٺاهي گرنٿ ۾ ملائي آهي. گرو گوبند سنگهه جي سکن ڏهاڻ گرو هئا. انهن ڪانپوءِ گرنٿ ۾ ڪنهنجي به ٻاڻي ملائڻ ڪانهي. ٻڪ اهسنائين جنترا به نميا نميا پستڪ هئا. ٿن سڀني کي ڪٺو ڪري جلد ٻڌرائي ڇڏيائون. انهن ماڻهن ۽ نانڪ جيءَ کان پوءِ گهڻي ٻاڻي ٺاهي. ڪيترن ته پراڻن جي ڪوڙين ڪتابن جهڙي نانا پرڪارن جي ٻاڻي ٺاهي. مگر گهڻو ٻگاڙ انڪري ٿيو، جو ڪرم ۽ اُپاسنا ڇڏي، برهم گياني آپ پرميشور ٿيڻ جي [سڌانت] ڏانهن سکن شش جهڪندا ويا! نه ته، جا ڪجهه خاص ايشور ڀڳتي نانڪ جيءَ لکي هئي، سا ڪڏهن اچن ها ته چڱو هجون. هميشه اداسي نه چون ته اسين وڏا، ۽ نرملا نه چون ته اسين وڏا! اڪالي ۽ ستري شاهي نه چون ته اسين آهيون سڀني کان مٿي!

**٥٦ (ب) گرو گوبند سنگهه جي ۽ سکن هلايل پنج ڪڪار:-** انهن ۾ گرو گوبند سنگهه جي شوروير ٿي گذريا آهن. مسلمان سکن وڏن کي جا گهڻي تڪليف رسائي هئي، تنهنجو وير ورتڻ ٿي گهرائون. پر وٽن [لڙائيءَ جو] سامان ڪجهه ڪونه هو. ۽ هوڏانهن مسلمانن جي بادشاهت زورن ۾ هئي. انهن هڪ پرشهرڻ ڪرايو. ظاهر ڪيائون، ته مون کي ديويءَ ور ۽ ترار ڏني آهي، [۽ چيو اُٿس] ته اوهين مسلمانن سان وڙهو، اوهانجي سوڀ ٿيندي. گهڻائي ماڻهو سکن سائي بڻيا. جن وام مارگين "پنج مڪار" ۽ چڪرانڪتن "پنج سنڪار" هلايا هئا، تن انهن "پنج ڪڪار" هلايا. يعني سکن پنج ڪڪار جنگ مهل لائڪاري هئا. پهريان "ڪيش" ارٿات وار جنهجي رکڻ ڪري لڙائيءَ ۾ سونٽيءَ ۽ ترار جي ڌڪ کان بچاءُ ٿئي. "ٻيو "ڪنگڻ" جو مٿي واريءَ پڳڙيءَ ۾ اڪالي لوڪ لڳائيندا آهن ۽ هٿ ۾ "ڪڙو"، انهن ڪري هٿ ۽ مٿو ٻچي سگهن ٿا. ٽيون "ڪڇو" يعني گوڏن مٿان هڪ چوٽيو، جو ڊڪڻ ۽ ٽپڻ ۾ تمام چڱو ٿو ٿئي. گهڻو ڪري اکاڙي جا پهلوان ۽ نٽ لوڪ به ان ڪري اهو پائيندا آهن؛ جو شرير جا ڳجها انگ به سلامت رهن ۽ اٽڪ به نه ٿئي. چوٿون ڪنگهو [ڦڻي] جنهن سان وار سنوار با آهن، ۽ پنجون "ڪاچُو" چاڪو، ڇري [سا ڪرپان] جا شستروءَ سان وڙهندي جنگ ۾ ڪتب اچي. ان ڪري ئي اها رسم (گروءَ) گوبند سنگهه جيءَ پنهنجيءَ سپاهي مذهبن لهن سمي لاءِ جاري ڪئي هئي. هن سمي ۾ سکن رکڻ کو لاپرواڪ ڪونهي؛ پر جي ڳالهيون جنگ جي پرايوجن لاءِ ڪرڻيون هيون، تن کي هميشه ڌرم [سان واسطو رکندڙ نا] مڃين!

**٥٦. (پ) گرنٿ صاحب جي پوڄا به مورتي پوڄا آهي:-** مورتي پوڄا ڇو نه ڪن، پر ان سان وشيش [خاص ڪري] گرنٿ جي پوڄا ڪندا آهن! اها مورتي پوڄا نه آهي؟ ڪنهن به جڙ پدارٿ جي اڳيان مٿو نوائڻ يا سجدو پوڄا ڪرڻ سڀ مورتي پوڄا آهي. جهڙيءَ ريت مورتيءَ وارا پنهنجو دڪان جمائي گذاران ٿا ڪن؛ تن ئي انهن ماڻهن به ڪيو

آهي. جئن پوڄاري لوڪ مورتيءَ جو درشن ڪرائي پيسا ٿا ڇاڙهائين، تئن ئي نانڪ پنٿي لوڪ به گرنٿ جي پوڄا ڪندا، ڪرائيندا ۽ پڻ پيسا ڇاڙهائيندا آهن. مورتي پوڄا وارا جيتري ويد جي عزت ٿا ڪن، اوتري هي گرنٿ صاحب وارا نٿا ڪن. هائو، اِهو چئي سگهجي ٿو، ته انهن نه ويدن کي ٻڌو ۽ نه ڏٺو، ڪندا ڪئن؟ جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ اچن ته سيئي سمپرداين جا ٻڌيمان ماڻهو جي هٺي ۽ ضدي نه آهن، سي جيڪو سڀ ويد ڌرم ۾ هليا اچن. انهن سيئي کائڻ پيئڻ جو جهڳڙو گهٽوئي هٽائي ڇڏيو آهي، ۽ جئن انکي هٽايو اٿن، تئن جي وشين جي چار ۽ ڪوڙي ايمان کان پاڻکي بچائي، ويدڪ ڌرم جي اُنتي ڪندا ته ڏاڍو چڱو ٿيندو.

۵۷. دادو پنٿ:- پرشن:- دادو پنٿ جو رستو ته سٺو آهي؟

اُتر:- چڱو ته ويد مارگ آهي، جو وٺڻو هجيو ته وٺو، نه ته سدا غوطا کائيندا رهندا! اُنهن جي مت موجب دادوءَ جي جو جنم گجرات ۾ ٿيو هو، پر پوءِ جئپور پرسان "آمير" ۾ رهندا هئا ۽ تيليءَ جو ڪم ڪندا هئا. ايشور جي سرشٽيءَ جي عجيب ليلا آهي، جو دادو جي پوڄڻ لڳا. هيئنر ته ويد آدي شاسترن جون سموريون ڳالهيون ڇڏي. "دادو رام، دادو رام" [چوڻ] ۾ ئي مڪتي مڃي اٿن! سچي اُپديشڪن جي نه هئڻ ڪري ئي اهڙي ڌانڌل مچندي آهي.

۵۸. رام سنيهي پنٿ:- ٿورا ڏينهن ٿيا ته شاهپورا کان هڪ رام سنيهي مت آرنڀ ٿيو آهي. انهن ويدن ۾ چيل سمورو ڌرم ڇڏي "رام رام" پڪارڻ ئي چڱو سمجهيو آهي. اُن ۾ ئي گيان، ڌيان ۽ مڪتي ٿا مڃين. پر بک لڳي ته "رام نام" منجهان روٽي ۽ ڀاڄي نٿي نڪري، ڇاڪاڻ ته کاڌ خوراڪ آدي ته گرهستين جي گهر ۾ ئي لڀي ٿي! مورتي پوڄا کي اِهي به ڌڪاريندا آهن، پر خود پاڻ مورتيون بڻجي رهيا آهن. استرين جي سنگ ۾ گهٽو ٿا گذارين، ڇاڪاڻ ته "رامڄيءَ" کي "رامڪي" کانسواءِ آنند ملي ئي نٿو سگهي! رام سنيهي مت بابت ڪي ٿوريون خاص ڳالهيون هيٺ ٿا لکون:-

ڪو رام چرن نالي سادو ٿي گذريو آهي، جنهنجو مت خاص ڪري "شاهپورا" ملڪ ميواڙ کان هليو آهي. هي " رام رام" چوڻ کي ئي پرم منتر ۽ انکي ئي سدانت مڃيندا آهن! سندن هڪ گرنٿ آهي، جنهن ۾ سنت داس وغيره جي باڻي آهي. اُن ۾ هيئن لکيل آهي:-

پرم ورگ لب هي مٿيا، رٽيا نرنجن رائي،
لب [جم] ڪا ڪاڳج ڦٽيا، ڪٽيا ڪرم تب جائي. [ساکي ڇهين]

هيئنر ٻڌيمان ماڻهو ويچاري وٺن، "رام رام" ڪرڻ ڪري پرم ارٿات اُگيان، [ڪيل] پاپن موجب يمراج جي [ڏنل] سزا يا ڪيل ڪرمن [جو نتيجو] ڇا ڪڏهن ويجي سگهن ٿا يا نه؟ هيءَ ته رڳو ماڻهن کي پاپن ۾ ڦاسائي منش جنم کي برباد ڪرڻ آهي. سندن جيڪو مکيه گرو "رام چرڻ" نالي ٿيو آهي، تنهنجا وچن اڳتي پڙهو:-

(۱) مهما نام پرتاپ کي، سڻو سرون چت لائي؛ رام چرڻ رسنا رٽو، ڪرم سکل جهڙ جائي؛
جن جن سمريا نام ڪون، سو سب اُتريا پار، رام چرڻ جو وسريا، سوئي جم کي دوار.

(٢) رام ٻنا سڀ جهوٺ ٻتايو.

رام ٻجهت چوڏنيا سڀ ڪرما - چنڊ ۽ سوُر ڏيئي پرڪرما،
رام کهي لن ڪوُن پڻ ناهين - تين لوڪ ۾ ڪيرت گاهين.

(٣) رام ونت جم جور نه لاڳي.

رام نام لک پور ترائي - پرگٽ هيت اوتار هي ڌرهي،
اوچ نيچ ڪل ٻند وچاريءِ - سو تو جم آپڻو هاريءِ،
سنتان کي ڪل ڏيسي ناهين - رام رام کهه رام سماهين،
ايسو ڪڻ جو ڪيرت گاويءِ - هر هرجن کو پار نه پاوي،
رام سنتان ڪا انت نه آويءِ - آپ آپڪي بت سم گاويءِ.

**مٿين وچنن جو ڪاڻ:-** پهرائين ته رام چرڻ آديءَ جي گرنٿ پڙهڻ مان سڌ ٿي پوي، ته هي هڪ سادو سودو ڳوٺاڻو ماڻهو هو. هو ڪجهه پڙهيل نه هو، نه ته اهڙيون اڻ ٻهيد ٻون ڳالهيون ڇو لکي ها؟ هيءَ ته ڪين وهم ئي آهي ته رام رام چوڻ سان ڪرم ناس ٿا ٿين! هي رڳو ٻهنجو خواه ٻين جو جنم ٿا وڃائين! ام [موت] جو ٻوءِ ته تمام وڏو ٿو ٿئي، پر سرڪاري سپاهين، چورن، ڌاڙيلن، ٻگهڙن، نانگن وڇن، ٻلڪ مڇر آديءَ جو ٻوءِ به [رام رام چوڻ سان] ٻلڪل نٿو لهي. ٻلي ئي واسي ڏينهن رام رام ڪندا رهو، ليڪن ڪجهه به ڪين! جڏهن "کنڊ کنڊ" چوڻ ڪري منهن مٺو نٿو ٿئي، تڏهن ئي سچ ڳالهائڻ آدي ڪرمن ڪرڻ بنا [وڳي] رام رام ڪرڻ مان ڪي ڪين ورندو. جي سڀڏهن رام "رام رام" ڪرڻ نٿو ٻڌي، ته سڀئي آيو ڪندا رهندا ته به نه ٻڌندو! ٻر جي ٻڌي ٿو، ته ٻيو گهڻو (رام رام) ڪرڻ به اجايو آهي. انهن ماڻهن ٻهنجي پيٽ ڀرڻ ۽ ٻين جي جنم برباد ڪرڻ لاءِ هڪ پاکنڊ ڪڙو ڪيو آهي. اسانکي وڏو عجب ته اهو ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ ٿو اچي، ته نالو ته رکيو اٿن رام سنيهي ۽ ڪرم ڪن ٿا رن سنيهيءَ جهڙا!! جتي ڏسو اُتي رنون ئي رنون سنتن کي وڪڙي رهيون آهن! جي هن نموني جا پاکنڊ نه هلن ها، ته آريه ورت جي تباهي ڇو ٿئي ها؟ هي ماڻهو ٻهنجن چيلن کي جوٺ کارائيندا آهن ۽ استريون ٻي ٻکهيون ئي لنٽي ڏنڊوت پرڻام ڪنديون آهن. استرين ۽ ساڌن جي ليلا ايڪانت ۾ به ٿيندي رهندي آهي!

٥٨. (ب) **رام سنيهين جي ٻي شاخ:-** انهيءَ جي شاخ "کيڙاپا" نالي مارواڙ جي ڳوٺ مان نڪتي آهي، جنهنجو اتهاس هيئن آهي:- رامداس نالي ذات جو ٻيد ڏاڍو چالاڪ هئو. کيس ٻه زالون هيون. پهرائين ته ڪيترا ڏينهن هو اوگهڙ ٻڌي ڪتن سان گڏ کائيندو رهيو! پوءِ ڪونڊا پنٿي رام مارگي ٻڻيو، ۽ انکانپوءِ "رامدو" جو "کامڙيو" * ٻڻيو. هو ٻهنجين ٻنهي استرين سان گڏ جي ڳائيندو هو. اهڙيءَ رلت گهمندي "سٽول" £ ۾ جو

* راجپوتانا ۾ چمار لوڪ گيڙو رنگ ڪپڙا پائي رامدو آديءَ جا گيت، جنکي هو "شبد" ٿا ڪوٺين، چمارن ۾ ٻين جاتين کي ٻڌائيندا آهن. اهي "کامڙيا" ٿا سڏجن. (س دا)

£ جوڌپور ضلع ۾ سٽيل هڪ وڏو ڳوٺ آهي. (س. دا.)

پرشن:- واهه واهه! گوسائن جي پرتاپ ڪري آهي! [جي نه ته] اهڙي شاهوڪاري ٻين کي ڇو نه ٿي ملي؟

اُتر- جيڪڏهن ٻيا به هن نموني جو ڇل پرپنچ رچيندا ته ٻين جي به شاهوڪار ٿيڻ ۾ شڪ ڪهڙو! ۽ جي ڪنهن به وڌيڪ ڪو چالاڪيون ڪري ته ڪنهن به وڌيڪ شاهوڪار ٿي سگهندو.

پرشن:- واهه ڀائي واه! ان ۾ چالاڪي ڪهڙي آهي؟ هيءَ ته سموري گئو لوڪ جي ليلا آهي!

اُتر- گئو لوڪ جي ليلا ڪانهي، بلڪ گوسائن جي ليلا آهي! [ٻيو] جي گئو لوڪ جي ليلا آهي ته [ڇاڪاڻ ته] گئو لوڪ به اهڙوئي هوندو!

٥٩. (ب) گوسائين جي مت جو باني ڪار ۽ سندن گرو منتر:- هيءُ مت "تيلنگ" پرڳڻي مان آرنڀ ٿيو آهي. لڪشمڻ ڀٽ نالي تيلنگيءَ براهمڻ، وواهه ڪرڻ کان پوءِ ڪن سببن ڪري ماءُ پيءُ ۽ استريءَ کي ڇڏي ڪاشيءَ ويو، هتي ڪوڙ ڳالهائي سنياس ورتو، ته منهنجي شادي ڪانه ٿي آهي. اوچتو سندس ماءُ پيءُ ۽ استريءَ ٻڌو ته [هو] ڪاشيءَ وڃي سنياسي ٿيو آهي. [تنهن ڪري] سندس ماءُ، پيءُ ۽ استري ڪاشيءَ پهچي، جنهن ڪيس سنياس ڏنو هو، تنهنکان پڇيو ته اسانجي پٽ کي سنياسي ڇو بڻايو اٿئي؟ ڏس، هيءَ [سندس] جوان استري آهي. استريءَ چيو ته، جي اوهين منهنجو پتي مونکي نه ڏيندا، ته مونکي به سنياس ڏيو! پوءِ ته ڪيس گهرائي چيائون ته تون ڏاڍو ڪوڙو آهين! سنياس ڇڏي گرهست آشرم ۾ وڃ! ڇو ته ڪوڙ ڳالهائي تو سنياس ورتو آهي. تنهن وري ائين ئي ڪيو، ۽ سنياس ڇڏي استريءَ سان هليو ويو. ڏسو! هن مت جو بنياد ئي ڪوڙ ۽ ڪپٽ تي رکيو آهي! جڏهن تيلنگ ديش ۾ پهتا، ته ڪنهن ڪنهن به جاتيءَ ۾ نه گڏيو. تنهنڪري اتان نڪري وري گهمڻ لڳا.

ڪاشيءَ پرسان "چرنارڳڙهه" ويجهو جو "چمپارڻيه" نالي جهنگ آهي، تنهن مان لنگهيا ٿي، اتي ڪو هڪ ٻار کي جهنگ ۾ ڇڏي، چوڌاري پاسن کان پريرو باهيون ٻاري هليو ويو هو، ان لاءِ ڇڏيندڙ سمجهيو ته جي باهيون نه ٻاريندس، ته هينئر ئي ڪو ٻگهڙ اچي [ٻار کي] ماري ڇڏيندو. لڪشمڻ ڀٽ ۽ سندس استريءَ ڇوڪري کي کڻي پنهنجو پٽ بڻايو، ۽ پوءِ وڃي ڪاشيءَ ۾ رهيا. ڇوڪرو وڏو ٿيو، ته سندس ماءُ پيءُ مري ويا. ننڍپڻ کان جوانيءَ تائين ڪاشيءَ ۾ ڪجهه پڙهندو به رهيو، ۽ تنهن کانپوءِ ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي هڪ وشڻو سواميءَ جي مندر ۾ چيلو بڻيو. اتي ڪنهن وقت ڪجهه جهيڙو ٿيڻ ڪري وري ڪاشيءَ هليو ويو، جتي سنياس ورتائين. سندس جهڙو ئي هڪ جاتيءَ کان ٻاهر نڪتل براهمڻ به ڪاشيءَ ۾ رهندو هو، جنهنکي هڪ جوان ڌيءُ هئي. تنهن کيس چيو ته، تون سنياس ڇڏي منهنجي ڌيءَ سان وواهه ڪر! تئن ئي ٿيو! جنهنجي پيءُ جهڙي ليلا ڪئي هئي، تهڙي [سندس] پٽ ڇو نه ڪري؟ ان استريءَ کي وٺي اُتي موٽيو، جتي پهريائين وشڻو سواميءَ جي مندر ۾ چيلو بڻيو هو. [ٻيو] وواهه ڪرڻ سبب ڪيس اتان ڪڍي ڇڏيائون. پوءِ ويو برج ديش ۾، جتي اوڏيا گهر اڏي ويٺو آهي، ۽ اتي پنهنجو پرپنچ

انيڪ نمونن جي ڪپٽي دلين سان ڦهلائڻ لڳو. ڪوڙيون ڳالهيون مشهور ڪري ڇڏيون، ته سري ڪرشڻ جي موڪلي مليا هوا، ۽ ڇپائون ته جي ڪو لوڪ کان دئوي جيو مرت لوڪ ۾ آيا آهن، تنهنڪري برهم سمبنڌ وغيره سان پورو ڪري گهڻو لوڪ ۾ رواڄ ڪر وغيره! مورکن کي لالچائيندڙ ڳالهيون ٻڌائي ٿورڙا ماڻهو ارٿات چوراسي (۸۴) ويشنو بڻايائون. هنيان منتر ڏاهيا ٿين ۽ ان ۾ به تفاوت ڪيائون، جهڙيءَ ريت

श्रीकृष्ण: शरणं मम । क्लीं कृष्णाय गोपीजनवल्लभाय स्वाहा ।। [ गोपालसहस्रनाम ]

مٿيان ٻئي رواجي منتر آهن، پر برهم سمبنڌ ۾ سمرپڻ ڪرائڻ جو منتر هيءَ آهي:-

श्रीकृष्ण: शरणं मम सहस्रपरिवत्सरमितकालजातकृष्णवियोगजनिततापक्लेशानन्ततिरोभावोऽहं भगवते कृष्णाय देहेन्द्रियप्राणान्त:करणतद्धर्मांश्च दारागारपुत्राप्तवित्तेहपराण्यात्मना सह समर्पयामि दासोऽहं कृष्ण तवास्मि ।।

هن منتر جو اُپديش ڪري چيلن ۽ چيلين کي سمرپڻ ڪرائيندا آهن. क्लीं कृष्णायेति مٿيان क्लीं= ڪليمڪ تنتر گرنٿ جو شبد آهي. ان مان ظاهر ٿي پوي ٿو ته هيءَ ولڀ مت به وام مارگين جو نمونو آهي. انڪري ئي گوسائين لوڪ گهڻو ڪري استري سنگ ڪندا آهن. गोपीवल्लभेति ڇا ڪرشن گوپين کي ئي پيارا هوا ۽ ٻين کي؟ استرين کي پيارو آهي ٿيندو آهي، جو استرين ارٿات استري پوڄا ۾ قائل هجي. ڇا سري ڪرشڻ جي اهڙا هوا؟ هيئر [ڏسو ته] हजार سال جو ڳاڻاٽو اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته ولڀ ۽ سندن چيلا چانٽي چاٽهار ڪيمهن. ڇا ڪرشڻ جو وڇوڙو هزار ورهين کان ٿيو آهي؟ اڄ تائين، ارٿات جيستائين ولڀ جو مت (پيدا) نه ٿيو هو ۽ نه ولڀ پيدا ٿيو هو، تنهن کان اڳي پنهنجن دئوي جيون جي اُڌار ڪرڻ لاءِ ڇو نه آيو؟ ताप ۽ क्लेश= [تاپ ۽ ڪليش] ٻئي شبد ساڳيو ارٿ ٿا رکن. انهن مان هڪڙو ڪم آڻڻ گهربو هو ۽ نه ٻئي! अनन्त= اننت شبد جو پاٺ اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته جي اننت شبد رکو ٿا ته सहस्र= سهسر (هزار) شبد پڙهڻ نه گهرجي. وري جي سهسر شبد جو پاٺ ٿا رکو، ته اننت شبد جو پاٺ رکڻ بلڪل اجايو آهي، پر جو اننت ڪال تائين तिरोहित= لڪل ارٿات پرڪاش ٿو رهي، ته تنهنکي مڪت ڪرائڻ لاءِ ولڀ جو هجڻ به اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته اننت جو انت ٿيندو ئي نه! ڀلا، ديهه جون اندريون، پراڻ، انتهڪرڻ ۽ سندن ڌرم، استريون، جايون، پٽ ۽ ڪمايل ڌن ڪرشڻ کي ڇو ارپڻ ڪجن؟ ڪرشن ته پورڻ ڪام (جنهنجون سڀئي ڪامنائون پوريون ٿيل آهن) هئڻ ڪري، ڪنهن جي به شرير وغيره جي اڇا ڪري ئي نٿا سگهن. وري شرير وغيره ارپڻ ڪرڻ ناممڪن آهي، ڇاڪاڻ ته ديهه جي ارپڻ ڪرڻ سمي ڇا نهن کان چوٽيءَ تائين ديهه ٿي سڏجي، تنهنجون سموريون چڱيون مندايون وستو ارٿات ٿورو پيشاب به ڪئن ارپڻ ڪري سگهندا؟ وري جي پاپ ۽ پڃ روپي ڪرم ٿا ٿين، تن کي جي ڪرشڻ جي ارپڻ ڪبو، ته سندن ڦل به ڪرشڻ ئي ڀوڳيندو! ارٿات نالو ته ڪرشڻ جو ٿا وٺن، ۽ سمرپڻ پنهنجي (لاءِ) لاءِ ٿا ڪرائين. ديهه جو مل مورڳ وغيره گوسائين جيءَ جي ارپڻ ڇو نٿو ڪجي؟ ڇا "مٺو مٺو پاڻ لاءِ ۽ ڪوڙو ڪوڙو ٻين لاءِ" آهي؟ ائين پڻ لکيو اٿن ته ارپڻ ڪجيئي گوسائينءَ کي، ۽ نه ٻين مت وارن کي! هيءَ سموري

ليلا پنهنجي سوارٿ ڪيڻ، پرائو ڌن ۽ مال آدي ڦرڻ ۽ ولڀ ۽ چيل ڌرم کي ناس ڪرڻ لاءِ رچيل آهي.

**٥٩. (ب) گوسائينءَ جي مت جا مول سڌانت:-** ڏسو هي ولڀ جو پرپنچ [ فريب ]:-

श्रावणस्यामले पक्षे एकादश्यां महानिशि । साक्षाद्भगवता प्रोक्तं तदक्षरश उच्यते ॥ १ ॥

ब्रह्मसम्बन्धकरणात्सर्वेषां देहजीवयोः । सर्वदोषनिवृत्तिर्हि दोषाः पञ्चविधाः स्मृताः ॥ २ ॥

सहजा देशकालोत्था लोकवेदनिरूपिताः । संयोगजाः स्पर्शजाश्च न मन्तव्या कदाचन ॥ ३ ॥

अन्यथा सर्वदोषाणां न निवृत्तिः कथञ्चन । असमर्पितवस्तूनां तस्माद्वर्ज्जनमाचरेत् ॥ ४ ॥

निवेदिभिः समर्प्यैव सर्वं कुर्यादिति स्थितिः । न मतं देवदेवस्य स्वामिभुक्तिसमर्पणम् ॥ ५ ॥

तस्मादादौ सर्वकार्ये सर्ववस्तुसमर्पणम् । दत्तापहारवचनं तथा च सकलं हरे ॥ ६ ॥

न ग्राह्यमिति वाक्यं हिभिन्न मार्गपरं मतम् । सेवकानां यथा लोके व्यवहारः प्रसिध्यति ॥ ७ ॥

तथा कार्यं समर्प्यैव सर्वेषां ब्रह्मता ततः । गंगात्वे गुणदोषाणां गुणदोषादिवर्णनम् ॥ ८ ॥

(١) هن پرڪار جا شلوڪ گوسائن جي سڌانت رهسيه آدي گرنٿن ۾ لکيل آهن. گوسائن جي مت جا مول سڌانت اهيئي آهن. ڀلا، انهن کان ڪو پڇي ته سري ڪرشڻ کي چالاڪي ڪئي پنجن هزارن ورهين کان ڪجهه گهٽ سمو گذري چڪو آهي؛ [ ان حالت ۾ ] هو ولڀ کي ساوڻ مهيني ۾ اڌ رات جي سمي ڪٿان ملي سگهيا؟ (٢) جو گوسائينءَ جو چيلو ٿو ٿئي ۽ کيس سڀ پدارٿ سمرپڻ ٿو ڪري، ته سندس شرير ۽ جيو جا سڀ دوش لهي ٿا وڃن. ولڀ جو اهو پرپنچ آهي ته مورکن کي ڀرغلائي پنهنجي مت ۾ آڻڻ لاءِ! جي گوسائين جي چيلن ۽ چيلين جا سڀ دوش لهي ٿا وڃن، ته بيماريءَ ۽ سختيءَ وغيره جا سور ڇو ٿا سهن؟ وري اهي دوش پنجن نمونن جا آهن. (٣) پهريان سهج دوش، جي سڀاوڪ [آهن] ارٿات ڪام، ڪروڌ وغيره مان آپين ٿا ٿين. ٻيا [آهي] جي ڪنهن ديش ۽ ڪال ۾ نانا پرڪار جا پاپ ڪيا وڃن. ٽيان [آهي] جنکي ماڻهو ڀکش ابکش [ کائڻ ۽ نه کائڻ جهڙا پدارٿ ] ٿا چون، ۽ جي ويدن موجب ڪوڙ ڳالهائڻ آدي به آهن. چوٿان سنيوگج [ ارٿات ] جي برِيءَ سنگت مان آپين ٿا ٿين ]. جئن ته چوري، وڀچار، ماتا، ڀيڻ، ڌيءُ، نهن، گروءَ جي استري آديءَ سان سنجوڳ ڪرڻ. پنجان اسپرشج [ ارٿات اهي دوش جي] نه ڇهڻ وارن شين کي ڇهڻ مان لڳن. انهن پنجن ئي دوشن کي گوسائين لوڪن جا پوئلڳ هرگز نه مڃين، ارٿات جئن وڻن تئن ڪندا رهن! (٤) گوسائينجيءَ جي مت کانسواءِ ٻيو ڪو رستو دوشن کي هٽائڻ جو ڪونهي. تنهنڪري گوسائينءَ جا چيلا [ڪوبه] پدارٿ سمرپڻ کانسواءِ نه ڀوڳين. انڪري سندن چيلا پنهنجون استريون، ڌيئر، نهر ۽ ڌن وغيره پدارٿ به سمرپڻ ڪندا آهن. وري سمرپڻ جو نيم هيءُ آهي، ته جيسين گوسائينجيءَ جي چرڻن جي سيوا ۾ سمرپت نه ٿئي، تيسين استريءَ کي سندس پتي هٿ به نه لائي. (٥) تنهنڪري گوسائين جا چيلا سمرپڻ ڪرڻ کانپوءِ ئي پنهنجن پنهنجن پدارٿن جو استعمال ڪن، ڇاڪاڻ ته سواميءَ جي ڀوڳڻ کانپوءِ [ ڪابه وستو ] سمرپڻ نٿي ڪري سگهجي. (٦) تنهنڪري سڀني ڪمن ۾

ڀرڀائين سيوڪا وستو سمرپڻ ڪجي. استرين آدي ڀرڀائين گوسائين جيءَ کي سمرپڻ ڪري، پوءِ گرهڻ ڪن. ساڳيءَ ريت هريءَ جا سڀ پدارٿ سمرپڻ ڪرڻ کانپوءِ ئي پاڻ ورتن. (۷) گوسائن جي مت ڪانسواءِ ٻين متن جو شبد به گوسائينءَ جا چيلا ۽ چيليون ڪڏهن نه ٻڌن ۽ نه گرهڻ ڪن. سندن چيلن جو اهو آچرڻ پرسڌ آهي. (۸) ساڳيءَ ريت سڀئي وستن کي سمرپڻ ڪري، هر ڪنهن ۾ برهم ٻڌي [برهم آهي اهو گيان] رکي. انهن کانپوءِ جيئن گنگا ۾ ٻيا پاڻي ملي گنگا جو روپ ٿا ٿين، تيئن ئي پنهنجي مت ۾ چڱايون ۽ ٻين جي مت ۾ برايون آهن [ائين سمجهي]، پنهنجي مت جي گڻن جو ورڻن ڪندا رهن.

**سندن مول سڌانتن جي آلوچنا** :- هيٺئر ڏسو ته گوسائن جو مت ڪئن نه ٻين سڀني متن کان وڌيڪ پنهنجو سوارٿ سڌ ڪرائيندڙ آهي. ڀلا انهن گوسائن کان ڪو پڇي ته [جڏهن] اوهين برهم جو هڪ به لڇڻ نٿا ڄاڻو، ته چيلن کي برهم سنبنڌ ڪيئن ڪرائي سگهندا؟ جي چئو ته اسين پاڻ **برهم** آهيون، ۽ اسان سان سنبنڌ ٿيڻ ڪري [برهم سان] سنبنڌ ٿي ٿو وڃي، [ته چئجي ته] اوهان ۾ برهم جو گڻ، ڪرم يا سڀاءُ نه هڪ به ڪونهي؛ پوءِ ڇا اوهين رڳو ڀوڳ ولاس لاءِ ئي برهم بڻجي ويٺا آهيو؟ ڀلا چيلن چيلين کي ته اوهين پاڻ سان سمرپت ڪري شڌ بڻائي ٿا ڇڏيو، پر اوهان ۽ اوهان جي استري، ڌيءَ ۽ نهن آدي سمرپڻ نه ٿيڻ ڪري اشڌ رهجي ويا يا نه؟ وري اوهين اسمرپت وستوءَ کي اشڌ ٿا مڃو، پوءِ انهن مان پيدا ٿيل اوهان ماڻهو اشڌ ڇو نه آهيو؟ تنهن ڪري اوهان لاءِ به ضروري آهي، ته پنهنجيءَ استريءَ، ڪنيا ۽ نهن آديءَ کي ٻين مت وارن سان سمرپت ڪرايو. پر جي چئو نه! نه! ته اوهين به ڌارين استرين پرشن ۽ ڌن آدي پدارٿن کي سمرپت ڪرائڻ ڇڏي ڏيو. ڀلا، هن سمي تائين ته جيڪي ٿيو سو ٿيو؛ پر هيٺئر ته پنهنجي ڪوڙي پرپنچ آدي برائن کي ڇڏي، ۽ ايشور جي چيل سندر ويدن واري پونر مارگ تي اچي پنهنجي مهشيه روپي جنم کي سڦلو ڪري، ۽ ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش انهن چئني ڦلن کي پراپت ڪري آنند ڀوڳيو.

۵۹. (ب) **پشٽي مارگ يا ڪشٽي مارگ؟** وري ڏسو! اهي گوسائين لوڪ پنهنجي سمپرداءِ کي "پشٽي" مارگ چوندا آهن. ارٿات کائڻ، پيئڻ، پشٽ ٿيڻ ۽ سڀني استرين سان اچا موجب ڀوڳ ولاس ڪرڻ جو نالو آهي **پشٽي مارگ**! پر انهن کان پڇڻ ته ڏهين گهرجي، جڏهن [هو] وڏن دکدائي ڀڳندر وغيره بيمارين ۾ ڦاسي ڦٿڪي ٿا مرن، جو [حقيقت] ڄاڻندا اهي ئي هوندا. سچ پڇو ته اهو ڪشٽي مارگ [ڪوڙهه جو مارگ] آهي ۽ نه پشٽي مارگ! ڪوڙهيءَ جي شرير جهڙو سمروپ ڌاتو ڀڳهوجي ڀڳهوجي [ٻاهر نڪرن] ۽ هو دانهون ڪندي شرير ٿو ڇڏي. اهڙي ئي ليلا انهن ماڻهن جي به ڏسڻ ۾ ٿي اچي. تنهن ڪري اِن کي نرڪ مارگ چوڻ برابر ٿيندو، ڇاڪاڻ ته دک جو نالو نرڪ ۽ سک جو نالو سرڳ آهي.

۵۹. (ت) **گنڌو لوڪ جو ڪنڌين**:- اهڙيءَ طرح ڪوڙ جي ڄار بڻائي، ويچارن ڀورڙن

ماڻهن کي ڄار ۾ ڦاسائي، ٻاڻ کي ڪرشن مڃي، سيٺي ڇا سوامي ٻڌجي ٿا وڃن! اهي ٿا چون ته جيترا ديوي [ فرشتن جهڙا ] جيو لوڪ ڪان الي آيل آهن، تن جو اُڌار ڪرڻ لاءِ اسين ليلا پرشوتم [ مڙني ۾ سيٺي ڪان اُتم ] اُچي ٿيا آهيون. جيسين اسان جو اُپديش [ ماڻهو ] نه وٺندا، تيسين گهڻو لوڪ ڪين ملندن. اسي پرش هڪڙوئي سري ڪرشڻ آهي، باقي مڙئي استريون آهن. واهه جي واهه! ڀلو آهي اوهانجو مت. [ان موجب ته] گوسائن جا جيترا به چيلا آهن، سي سڀ گوپيون ٻڌجي ٿيندا اهن، هميشه پيلا وڳا پار ڪريو ته جيهن پرش کي ٻه استريون آهن، تنهنجي ڪيڏي نه دردشا ٿي ٿئي؟ ٻه جتي پرش هوندو هڪڙو ۽ اُن هڪڙي پٺيان ڪروڙين استريون هونديون لڳل، ته سندس دک جو ڪاٿانئو ڪهڙو؟ جي چئو ته سري ڪرشن ۾ تمام گهڻي شڪتي آهي، ۽ سيني کي پرسن ٿا ڪن، ته جا انهن جي استري جيهڪي سواءِ جي [ ٻمت راڻي] چوندا آهن. تنهن ۾ به شري ڪرشن جيان ئي شڪتي هوندي، ڇاڪاڻ ته هوءَ سندس اردانگي [ اڌ شرير ] آهي. [ وري ] جهڙيءَ ريت هڪ استريءَ پرش جي ڪام چيشٽا برابر آهي يا استريءَ جي پرش کان وڌيڪ ٿي ٿئي، ته گهڻو لوڪ ۾ ڇو نه هوندي؟ جي ائين آهي ته سواميءَ جا ٻين استرين [ ٻاهرين ] سان لڙائي جهڳڙا هميشه هلندا هوندا؛ ڇاڪاڻ ته استرين کي ٻاهر جو هجڻ ڏاڍو ٻيڙو لڳو لڳي. ان ڪري گهڻو لوڪ ته سورڳ جي جاءِ ٿي نرڪ جهڙو ٻڌجي پيو هوندو. يا جتي گهڻا ويڀاري پرش ڀڳندر* وغيره بيمارين ڪري دکي رهندا آهن، تئن ئي گهڻو لوڪ ۾ به هوندو!

ٿو، ٿو، ٿو! اهڙي گهڻو لوڪ کان ته مرت لوڪ [ هيءَ دنيا ] ئي ولهاري ڀلي آهي. ڏسو! هت گوسائين جي ٻاڻ کي شري ڪرشڻ [ جا اوتار ] ٿيا مڃين ۽ گهڻين استرين سان ليلا ڪرڻ ڪري ڀڳندر ۽ جريان آدي [ سوپن دوش] وغيره بيمارين ۾ ڦاسي مها دک ٿا ڀوڳين! هيءَ ٻڌايو، ته جو [ڪرشڻ] سوروپ گوسائين [ هن دنيا ۾ ] دکي ٿو ٿئي، ته گهڻو لوڪ جو مالڪ شري ڪرشڻ انهن بيمارين ۾ ڇو نه ڦاٿل هوندو؟ پر جي نه آهي، ته سندس سوروپ [ اوتار ] گوسائين جي ڇو ٿا بيماريون ڀوڳين؟

پرشن:- مرت لوڪ ۾ ليلا اوتار وٺڻ ڪري بيماري ۽ دوش ٿا لڳن، ۽ نه گهڻو لوڪ ۾! ڇاڪاڻ ته اتي روڳ ۽ دوش آهن ئي ڪين.

اُتر:- भोगे रोग भयम् [ ارٿات ] جتي ڀوڳ آهي، اتي اوس ئي روڳ رهي ٿو. وري شري ڪرشن جيءَ جي ڪروڙين استرين مان ٻار ٻچا به پيدا ٿين ٿا يا نه؟ جي ٿين ٿا، ته ڇوڪرا ئي ڇوڪرا ٿا ٿين يا ڇوڪريون ئي ڇوڪريون؟ يا ٻئي؟ جي چئو ته ڇوڪريون

* ڀڳندر جو ارٿ آهي Anal Fistula يا ٽوري ڪرڻ جي جاءِ وٽ هڪ دکي مهريءَ جهڙي Pipelike ڦرڙيءَ جو نڪرڻ، جنهن جو منهن تمام ننڍو ٿيندو آهي. ويڀاري استري پرش ته گهڻو ڪري جريان، پرميه، باد فرنگ ۽ ٽاڪي آدي بيمارين ۾ ڦاٿل رهندا آهن.
( گهپتراو )

ٿي چوڪرا ٿيون [ پيدا ] ٿيون ٿين، ته [ ڄڻايو ] ته ڪين ڄاڻجن ڪير ٿا؟ چاڪاڻ ته اُتي شري ڪرشڻ کان سواءِ ٻيو ڪو مرد آهيئي ڪونه. [ پر ] جي ٻيو آهي ته اوهان جي پرلڪيا ڪوڙي ٿي. جي چئو ته چوڪرا ٿي چوڪرا ٿا ٿين، ته به اهو ساڳيو اعتراض اڳيان ايندو ته سندن وواهه ڪٿي ۽ ڪن سان ٿو ٿئي؟ يا گهر جو گهر ۾ئي اُٿل پٿل ڪري ڇڏيندا آهن؟ پر جي ڪن ٻين جون به چوڪريون ۽ چوڪرا ( گئو لوڪ ) ۾ رهن ٿا، ته به اوهان جي دعويٰ ته گئو لوڪ ۾ "پرش هڪڙو ئي شري ڪرشڻ آهي" ڪوڙي ٿي پوندي. پر جي چئو ته ماءُ پيءُ الهن ٿي لٿا ٿين، ته شري ڪرشڻ کي ناموديءَ يا سندس استرين کي سنڌپڻي جا دوش لڳندا. ڀلا هي گئو لوڪ ڀٽيو ڇا؟ جنهن دهليءَ جي بادشاهه جي ماڻهن جي فوج ٿي پهتي؟

.٥٩ (ٿ) **چيلن ۽ چيلين کان ارپڻ ڪرائڻ جا نمونا:-** هي جو گوسائين لوڪ چيلن ۽ چيلين جا تن، من ۽ ڌن پنهنجي پيءَ ڪرائي وٺندا آهن، سو به چڱو نه آهي، چاڪاڻ ته تن ته وواهه ۾ استريءَ ۽ پتيءَ جي ارپڻ ٿي پوندو آهي، ۽ پوءِ من به ٻئي جي ارپڻ ڪري نٿو سگهجي، چاڪاڻ ته من سان گڏ ئي تن سمرپڻ ڪرڻ ٺهي سگهندو آهي. ٻيو جي [ تن هڪڙي کي ۽ من ٻئي کي ] ٿا ڏين، سي ويچاري ٿا سڏجن. باقي رهيو ڌن، تنهنجي به اهائي ليلا سمجهو، اوڻاڻ من کان سواءِ ڪجهه به ارپڻ ٿي نٿو سگهي. انهن گوسائين جو ايڀرائه اهو آهي ته ڪمائين ته چيلا، ۽ موجون ماڻيون اسين؟ جيترا به واپ سمپرداءِ جا گوسائين آهن، سي اڃا تائين تلنگي جاتيءَ ۾ [ شامل ] ڪيهن! پر جو ڪين پاي چڪي به ڪنيا پرڻائي ٿو، سو جاتيءَ کان نڪتل ۽ ڀرشٽ سمجهيو ٿو وڃي چاڪاڻ ته هي [ مٿي ۾ئي] جاتيءَ کان پتت ٿيڻ ڪري، ودياهينڻ ٿيڻجي واسطي ڏينهن ٿو ٿي بٽيا رهندا آهن.

ٻيو ڏسو ته جڏهن ڪو گوسائينجيءَ جي پڌراڻي $ ٿو ڪرائي، ته هو سندس گهر وڃي مٿ ڪري کاٽ جي پٺيءَ جيان ٻما ڳالهائڻ ۽ لهائڻ جي ونتو ٿو رهي. وڏا ورو ڳالهائي ته لٿڙهن، جڏهن مورک نه هجي! मूर्खाणां बलं मौनम् [ اوڻاڻ ] مورکن جو پل ماڻ ۾ ٿي آهي. جي ڳالهائيندا ته سندن وچ نڪري ايندو. پر زالن ڏانهن خوب ڌيان لڳائي لڪيندا ٿا رهن. وري جيهن ڏانهن گوسائين جي لڪن، سا سمجهو ته وڏ ڀاڳي ڀٽي! سندس پرش، ڀائر، ماتا ۽ پتا ڏاڍا پرسن ٿا ٿين. اُتي سڀ استريون گوسائينجيءَ جا چرڻ ڇهنديون آهن. جنهن کي گوسائينجيءَ جو من گهري يا [ جنهن ٿي ] ڪرپا ٿئيس، تنهنجي آڱر پير سان دٻائيندا آهن. [ پوءِ ته ] اُها استري ۽ سندس پتي آدي پنهنجو ڌن ڀاڳ سمجهندا آهن، ۽ ڪيس سندس پتي آدي سيبيئي چوندا آهن ته تون گوسائينجيءَ جي چرڻن جي سيوا ۾ وڃ! پر جي سندس پتي آدي خوش نه ٿين، ته ڏوتين ۽ دلين کان به ڪم واس ڪرائي ڇڏيندا آهن. سچ پڇو ته اهڙا ڪم ڪندڙ سندن وانجهو ئي مندرن ۾ ڪمائي رهندا آهن.

$ گروءَ جي گهر اچڻ ٿي ڪيس پيءَ ڏيڻ ۽ سندس روئي موڪلائڻ جو نالو آهي پڌراڻي.

هيٺئين ڏسو سندن دکشنا [ونڊ] جي لسٽ، ارٿات سندن بلاڪ جو نمونو هيٺ آهي:

”ٺاڪر پيتا گوسائين جيءَ جي، سندس استري جيءَ جي، سندس پٽ جيءَ جي، سندس ڌيءَ جيءَ جي، سندس مکيا جيءَ [مکيه نوڪر] جي، سندس ٻاهرياڻ [دربان] جيءَ جي، سندس گوپا [واڄٽڻ] جيءَ جي، ۽ ٺاڪر جيءَ جي“. انهن سڀني دڪانن امان لاءِ من گهربا مال قرضندا آهن. گوسائين جيءَ جو سيوڪ جي مرڻ لڳي؛ ته گوسائين جي سندس چاليءَ لاءِ مهر وٺندا آهن؛ ۽ [انگري] جيڪي ملندو اٿن، سو ڳرڪائي ويندا آهن. ڇا اهي ڪم مها براهمڻ [ڪرٽيگرن]؛ ڪرنيا ۽ مردا والن جهڙا ڪين ٿا؟

ڪي ڪي چيلا ته وواه ۾ گوسائين جيءَ کي ڳهرائي ڪاڻ ٿي گهوٽ ڪنوار جو پاڻي گرهڻ ڪرائيندا آهن. ۽ ڪي ڪي سيوڪ [ڪيس] ڪيمرا-و سنان ڪرائيندا [آهن] ارٿات گوسائين جيءَ جي شرير تي استرين ڪيسر جو اُبٽڻ O مليءَ هڪ وڏي [ڪونار آدي] باسڻ تي لٽڪو رکي، گوسائين جي ڪسي (ٺهنڊي وهـاري)، استري پرش گڏجي سنان ڪرائيندا آهن؛ پر خاص ڪري استرين ٿي سنان ڪرائينديون آهن. گوسائين جي پيتامبر (پيلي رنگ جي ريشمي ڌوتي) پائي، چاکڙين تي چڙهي ٻاهر نڪري ايندا آهن ۽ ڌوتي اُن (ڪونار) ۾ ڦٽي ڇڏي ڪندا آهن. پوءِ سندس سيوڪ اُن (سنان ڪيل ۽ ڌوتي نپوڙيل) پاڻيءَ مان آچمن ڪندا (پيئندا) آهن. چڱا مصالح وجهي پان جا ٻيڙا (ٺاهي) گوسائين جيءَ کي ڏيندا آهن، جو هو چٻاڙي ڪجهه کائي ڇڏيندا آهن ۽ باقي هڪ چانديءَ جي ڪٽوريءَ ۾ جيڪي سندن سيوڪ وات اڳيان جهليندو آهي، تنهن ۾ ٿڪ (ٿُڪ) اڇليندا آهن. ان جي به پرسادي ورهائي آهي. جنهن کي خاص پرسادي ٿا چون.

هيٺئين وچار ڪريو ته هي ماڻهو ڪهڙي نموني جا ماڻهو آهن؟ ڇا مورتيءَ ۽ اڌرم ان کان وڌيڪ به ٿي سگهي ٿو؟ ڪمر پڻ (نڌ واڻن) وٺندڙ (گوسائين مهاراجن) ڪيترا ته (وڃو) ولشڻن جي هٿ جو (وڌل) کائيندا آهن ۽ ته ٻين جو. ڪيترائي ولشڻن جي هٿ جو به ڪين کائن، ۽ کائيون ته ڌوئي (ٻاريندا آهن)، پر اٽو، کنڊ، کنڊ ۽ گيهه آدي (ڏئا ڏين، ڇاڪاڻ ته) ڌيڻ ڪري سندن شڪل بگڙي ٿي وڃي. ڇا ڪن وچاري؟ جي انهن کي ٿا ڏين، ته شيءِ اُٿي هٿان ٿي وڃن. اهي ٿا چون ته اسين ٺاڪرجيءَ جي رنگ، راڳ ۽ ڀوڳ ۾ گهڻو ڏن ٿا لڳايون، پر رنگ، راڳ ۽ ڀوڳ پاڻ ٿي ڪندا آهن. سچ پڇو ته وڏا وڏا انرٿ ٿيندا آهن. ارٿات هوليءَ وقت پچڪارين ڀري استرين جي نه ڇهڻ جهڙن انگن ارٿات ڳجهن انگن تي به هڻندا آهن. وري رس وڪري (ڪير وڪڻڻ) جو براهمڻ لاءِ نشيد ڪرم آهي، سو به ڪندا آهن.

**پرشن:-** روٽي، دال، ڪڙهي، ڀات، ساڳ، مٺري ۽ لڏون آدي، گوسائين جي

---

O اُبٽڻ (چڻن جو اٽو] هلد يا ڪيسر، ۽ اُٽ ڪچري يا ٻيون خوشبودار شيون يا عطر آدي گڏي هڪ مصالح ٺاهيندا آهن؛ جو سنان ڪرڻ کان اڳ ۾ شرير تي ملبو آهي، تنهن کي هنديءَ ۾ اُبٽن يا اُبٽنا چوندا آهن. (گٽڪوترلو)

پاڻ پرتڪش دڪان تي ويهي نٿا وڪڻن، ٻلڪ پنهنجن نوڪرن چاڪرن کي پالڻون وراهي ڏيندا آهن، جي وڪڻندا آهن ۽ نه گوسائين جي!

اُتر:- جي گوسائين جي ڪين ماهوار رپيا (پگهار) ڏيندا، ته هو پالڻون ڇو وڪڻندا؟ گوسائين جي [پنهنجي] سيوا ڪرڻ جي بدلي پنهنجن نوڪرن کي دال پاسي آدي ٿا وڪڻن، ۽ آهي ڪٿي دڪانن ۽ بازارن ۾ ٿا وڪڻن. جي گوسائين جي ٻاهر [وڃي] وڪڻن ها ته نوڪر جي ڀاڱي وغيره آهن، سي جيڪر کير وڪڻڻ جي دوش کان بچي وڃن ها؛ ۽ اڪيلا گوسائين جي ئي کير وڪڻڻ روپي پاپ جا ڀاڳي ٿين ها. [هينئر] ٻنهي ڀائين کي هن پاپ ۾ پاڻ ٿا ٻڌن، ۽ ٻوه ٻين کي به ٿا [پاڻ سان] گهلين. وري ناٿ دواري آديءَ ۾ ڪٿي ڪٿي ته گوسائين جي (پاڻ) به وڪڻندا آهن. کير وڪڻڻ نيچن جو ڪم آهي ۽ نه اُتم (برهمڻ) جو. اهڙن اهڙن ماڻهن ئي آريه ورت کي هيٺ ڪيرايو آهي.

٦٠- (الف) **سوامي نارائڻ پنٿ آلوچنا**:- پرشن:- سوامي نارائڻ جو مت ڪهڙو آهي؟

اُتر:- यादृशी शीतलादेवी तादृशो वाहनः खरः [ارٿ:- جهڙي آهي سيتلا ديوي، تهڙي آهي سندس سواريءَ جو گڏهه] جهڙي گوسائين جيءَ جي ڌن هرڻ آديءَ جي عجيب ليلا آهي، تهڙي ئي سوامي نارائڻ جي به آهي. ڏسو! هڪڙو سهجانند نالي ماڻهو اوڌيا ويجهو ڪنهن ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو. سو برهمچاري ٿي گجرات، ڪاٺياواڙ، ڪڇ، ڀڄ آدي ديشن ۾ گهمندو هو. تنهن ڏٺو ته هي ملڪ مورک ۽ ڀورڙو آهي؛ انهن کي پنهنجي مت ڏانهن جيئن وڻي تيئن ڦيرائي سگهبو. اتي هن به چار چيلا بڻايا. تن پاڻ ۾ صلاح ڪري پڌرو ڪيو ته هي سهجانند نارائڻ جو اوتار آهي، وڏو سڌ آهي، ۽ ڀڳتن کي چترڀڄي سروپ ڌاري ساکيات درشن به ڏيندو آهي. هڪ ڀيرو ڪاٺياواڙ ۾ ڪنهن ڪاٺيءَ کي جنهن جو نالو دادا کاچر هو ۽ گڍري جو ڀوميا (زميندار) هو، تنهن کي [سندس] چيلن چيو، ته جي اوهين چترڀڄي نارائڻ جو درشن ڪرڻ گهرو ته اسين سهجانند کي پرارٿنا ڪريون؟ تنهن چيو ته ڏاڍي چڱي ڳالهه آهي. ڀورڙو ماڻهو هو. هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ سهجانند مٿي تي مڪٽ رکي ۽ پنهنجن مٿي ڪمبل هڻي ۾ سنک ۽ چڪر جهلي بيٺو، ۽ سندس پٺيان [لڳولڳ] بيٺل ٻئي ماڻهوءَ گدا ۽ پدم هٿ ۾ کڻي ۽ سهجانند جي بغل مان پنهنجا هٿ اڳتي ڪڍي چترڀڄ جهڙو [آڪار] ٺاهي ڇڏيو. دادا کاچر کي سندس چيلن چيو ته هيڪر اک کڻي نهاري، يڪدم اکيون ٻوٽي ڇڏج ۽ پوءِ هيڏانهن اچج. جي گهڻو ڏسندين ته نارائڻ ڪاوڙبا! اوڏانهن چيلن جي من ۾ ته هيءَ ڀپ هو ته متان اسان جي چالاڪي سمجهي وٺي! کيس وٺي ويا. سهجانند ڪلابتو ۽ چلڪندڙ ريشمي ڪپڙا پائي اونداهي ڪوٺيءَ ۾ بيٺو هو. سندس چيلن لالٽين کڻي ڪوٺيءَ ۾ اوچتي سوجهرو ڪيو. دادا کاچر نظر وڌي ته چترڀڄ مورتي ڏسڻ ۾ آئي. ان وقت ئي (چيلن) ٻتيون [پت جي] اوٽ ۾ ڪيون ۽ سڀئي هيٺ ڪري نمسڪار ڪري ٻئي پاسي هليا ويا. ان وچ ۾ چيائون ته اوهان جا ڌنيه ڀاڳ آهن، هينئر اوهين مهاراج جا چيلا

ٻڌجي وڃو. تنهن چيو ته ڏاڍي چڱي ڳالهه آهي! جيئن گهڻي ئي دير لاءِ ٻڌايو، تيئن ٻيا ڪپڙا پائي سهڻائي ڏيندڙ ٻي وانگر ڪڍيو. تڏهن چيلن چيس ته ڏسو، هنن ٻه روپ ڌاري هٿ ورتا آهن. داداڪاچر سڀڪن جاري ۾ ڦاسي پيو. اتان ئي سڀڪن مت جو بنياد آرنڀ ٿيو، چاڪاڻ ته هو هڪ وڏو زميندار هو. آئي پنهنجي ٻاڙ پڪڙي ڪري پوءِ [ سهڻائيندڙ ] هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رهيو. هر ڪنهن کي اپديش ڪندو هو ۽ ڪيترن کي سادو ٻ ٻڌائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سادو جي ڪنٺ [ ڳلي ] جي ناڙيءَ کي مهٽي [ ڪيس ] بيهوش ڪري ڇڏيندو هو ۽ چوندو هو ته اسان سڀڪن سمادي چاڙهي ڇڏي آهي. اهڙن نمونن جي ٺڳين ۾ ڪاٺياواڙ جا ڀورڙا ماڻهو سڀڪن وڪڙ ۾ ڦاسي پيا. سڀڪن مرڻ کان پوءِ سڀڪن چيلن ڏاڍو پاکنڊ ڦهلايو، جن لاءِ هيءُ درشٽانت واجبي ٿو لڳي.

**ٺڳيءَ جو هڪ درشٽانت:**— ڪو شخص چوري ڪندي پڪڙيو ويو. نيايا ڌيش سڀڪن نڪ ۽ ڪن ڪپرائي سيکت ڏني. نڪ ڪپجڻ کان پوءِ هو ٺڳ نچڻ ڳائڻ ۽ کلڻ لڳو. ماڻهن پڇيس ته کلين ڇو ٿو؟ چيائين ته چوڻ جي ڳالهه ئي ڪانهي. ماڻهن پڇيس اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ اُن ورائيو ته ڏاڍي وڏي اچرج جي ڳالهه آهي، جنهن جهڙي اڳي ڪڏهن ڪا نه ڏٺي ائي. ماڻهن چيو ٻڌاءِ! ڳالهه آهي ڪهڙي؟ چيائين ته منهنجي اڳيان چتر ڀڄي نارائڻ ساکيات بيٺا آهن. آءٌ ته [ کين ] ڏسي ڏاڍو پرسن ٿي نچي ڳائي ۽ پنهنجن ڀاڳن کي ڌنيه واد ڏيئي رهيو آهيان، جو آءٌ نارائڻ جو ساکيات درشن ڪري رهيو آهيان. ماڻهن پڇيس ته اسان کي درشن ڇو نه ٿو ٿئي؟ اُن چيو ته نڪ جي اوٽ ٿي رهي آهي. نڪ ڪپائيندا ته نارائڻ ڏسو ۽ نه ته نه؟ انهن مان ڪنهن مورک جي اِڇا ٿي ته نڪ وڃي ته وڃي، پر نارائڻ جو درشن ضرور ڪرڻ گهرجي. تنهن چيو ته منهنجو نڪ ڪپي وٺو ۽ نارائڻ ڏيکاريو. اُن سڀڪن نڪ ڪپي ڪن ۾ چيو ته تون به ائين ئي ڪر [ مون وانگر چئه ته نارائڻ ڏسڻ ۾ ٿو اچي ]، نه ته تنهنجي ۽ منهنجي کل ٿيندي. تنهن ويچاريو ته هينئر نڪ ته موٽي ملي نٿو، تنهن ڪري ائين چوڻ ئي واجب آهي. پوءِ ته هو به اتي ئي اُن وانگر نچڻ، ٽپڻ، ڳائڻ، وڄائڻ، کلڻ ۽ چوڻ لڳو ته مون کي به نارائڻ ڏسڻ ۾ ٿو اچي. ائين ڪندي هزار ماڻهن جو ٽولو ٿي پيو ۽ ڏاڍو شور مچيو. پنهنجي سمپرداءِ جو نالو ”نارائڻ درشي“ رکيائون. ڪنهن مورک راجا ٻڌي کين سڏايو. راجا وٽن ويو ته هو ڏاڍو نچڻ ٽپڻ ۽ کلڻ لڳا. راجا پڇيو ته هيءَ ڳالهه آهي ڪهڙي؟ چيائون ته ساکيات نارائڻ اسان کي ڏسڻ ۾ ٿو اچي. **راجا**- اسان کي ڇو نه ٿو ڏسڻ ۾ اچي؟ **نارائڻ درشي**- جيستائين نڪ آهي، تيستائين نه ڏسبو ۽ نڪ ڪپائيندا ته نارائڻ پرتيڪش ڏسڻ ۾ ايندو. راجا ويچار ڪيو ته ڳالهه برابر آهي. راجا چيو جوتشي جي! مهورت ڏسو! جوتشي جيءَ اُتر ڏنو، ”جي اَن داتا! ڏسمي ڏينهن پراڀات جو اٺين ٻجي نڪ ڪپائڻ ۽ نارائڻ جي درشن ڪرڻ جو ڏاڍو چڱو مهورت آهي“. واهه ڙي پوپ جي! پنهنجي پوٿيءَ ۾ نڪ ڪپڻ ۽ ڪپائڻ جو مهورت به لکي ڇڏيو. راجا جي اِڇا ٿي [ جنهن موجب اُن ] انهن هزار نڪ وڍلن جو [ روزانو ]

سيڊو [سرڪاري ڊرمارٿ مان] ٻڌي چڊيو ۽ پوءِ ته هو گهڻوئي خوش ٿـي اُڇلڻ ٽپڻ ۽
ڳائڻ لـڳا. هيءَ ڳالهه راجا جي ديوان وغيره کي جي ڪجهه عقلمند هئا، نه آئڙي. راجا جو
هڪ چئن پوڙهين جو نوڪر ورهين جو پوڙهو ديوان هو، تنهن کي اُن سڀني جي ديوان
سڏيس ۽ ٻڌائي ڪري اها حقيقت ٻڌائي. اُن پوڙهي چيو ته هي ٺڳ آهن ۽ توهان مونکي راجا
وٽ وٺي هل! هو وٺي ويس. وهندئي راجا ڏاڍيءَ خوشيءَ منجهان اُنهن نڪ وڍا-ن
جون ڳالهيون ٻڌايون. ديوان چيو ته ٻڌو مهاراج! اهڙي تڪڙ نه ڪرڻ کپي. آزمائش ڪرڻ
کان سواءِ [ڪجهه ڪيو آهي] ته پڇتائڻو پوندو آهي. راجا- ڇا هي هزار ماڻهو ڪوڙ ڳالهائيندا
هوندا؟ ديوان- ڪوڙ ڳالهائين يا سچ! پرڪشا ڪرڻ بنا سچ يا ڪـوڙ ڪئن ڇڻي سگهبو؟
راجا- پرڪشا ڪهڙيءَ ريت؟ ديوان:- وديا، سرشٽي ڪرم ۽ پرتيڪش آدي پرماڻـن
موجب! راجا:- جو پڙهيل نه هجي، سو امتحان وٺندو ڪئن؟ ديوان:- ودوانن جي سنگت
ڪري گيان وڌائي. راجا:- جي ودوان نه لڀي تـه؟ ديوان:- پرشارٿيءَ لاءِ ڪي بـه
اڻلڀ ڪونهي. راجا:- ڀلا اوهان ئي ٻڌايو ته ڪئن ڪجي؟ ديوان:- آءٌ پوڙهو آهيان
۽ گهر ۾ ويٺو ٿو رهان، ۽ ٿورا ڏينهن ئي جيئرو رهندس. تنهن ڪري پهريائين آءٌ آزمائي
وٺان، پوءِ جئن واجب سمجهو تئن ڪجو. راجا:- ڏاڍي چڱي ڳالهه آهي. جوتشي جي!
ديوان جيءَ لاءِ مهورت ڏسو. جوتشي جي:- جئن مهاراجن جي آگيا! اٿيءَ شڪل پنچميءَ
۾ ڏهين بجي جو مهورت چڱو آهي. پنچميءَ ڏينهن ١٠ بجي پوڙهي ديوان راجا کـي وڃي
چيو ته هزار ٻه هزار لشڪر وٺي هلڻ گهرجي. راجا:- لشڪر جو اُتي ڪهڙو ڪم؟ ديوان:-
اوهانکي راڄ وهنوار جـي خبر ڪانهي، جئن آءٌ ٿو چوان تئن ڪريو. راجا:- چڱو ڀائي
وڃو، فوج تيار ڪريو. ساڍي نائين بجي سواري ڪري، راجا سڀني کي وٺي هليو، ڪٿ
ڏسي هو نچڻ ۽ ڳائڻ لڳا، وڃي ويٺا. سندن مهنت جنهن هيءَ سمپرداءِ هلائي هو ۽ جنهـن
جو نڪ پهريون ڪٽيو ويو هو، انهن کي گهرائي چيائون ته اڄ اسان جي ديوان جيءَ کـي
نارائڻ جو درشن ڪرايو. تنهن چيو ته چڱو! ڏهن لڳڻ جو وقت آيو ته هڪڙي ماڻهوءَ نڪ
هيٺان ٿالهي جهلي، ۽ ان [مهنت] تکي چاقوءَ سان نڪ ڪپي ٿالهيءَ ۾ وڌو. ديوان جيءَ
جي نڪ منجهان رت جي ڌار وهڻ لڳي، ۽ ديوان جيءَ جو منهن ڀيلو ٿي پيو. پوءِ ان ٺڳ
ديوان جيءَ جي ڪن ۾ منتر جو اُپديش ڪيو، ته "اوهين به ڪلي سڀني کي ٻڌايو ته مونکي
نارائڻ ڏسڻ ۾ ٿو اچي. ڪٽيل نڪ وري نه موٽندو. جي ائين نه ڪندا، ته اوهان سان
ڏاڍا چرچا ڪري سڀ ماڻهو کلندا." ايترو چئي هو پري ٿيو ۽ ديوان جيءَ انگوڇو هٿ ۾
کڻي نڪ هيٺان لڳايو. ديوان جيءَ کان راجا پڇيو ته ٻڌايو نارائڻ ڏسجي ٿو يا نه. ديوان جيءَ
راجا جي ڪن ۾ چيو ته ڪي ڪين ٿو ڏسجي. هن بدمعاش هزار ماڻهن کـي اجايو ڀرشٽ
ڪيو آهي. راجا ديوان کان پڇيو ته هينئر ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ديوان چيو ته انهن کي پڪڙي
سخت ڏنڊ ڏيڻ گهرجي. جيسين جيئرا رهن، تيسين جيل ۾ رکڻ گهرجن. ۽ هن دشٽ کي،
جنهن سڀني کي بـگاڙيو آهي، گڏهه تي چاڙهي ڏاڍين ڏکين سان مارائڻ کپي. راجا ۽ ديوان

کن ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا ته اُنهن ٻنهي ڀڄڻ جي تياري ڪئي، پر چوڪيداري فوج گهيرو ڪري بيٺي هئي ۽ [ لڙهن ڪري ] نه ڀڄي سگهيا. راجا حڪم ڪيو ته سڀني کي پڪڙي هٿڪڙيون هڻو، ۽ هن دشت جو ڪارو منهن ڪري، گڏهه تي چاڙهي، سندس ڳچيءَ ۾ ڦاٽل پادرن جو هار پهرائي، هر هنڌ گهمائي، ڇوڪرن کان ڌوڙ ۽ ڪيري مٿانئس وجهائي ۽ چونڪ چونڪ ۾ پادرن سان ڪٽائي ۽ ڪتن کان ڦاڙائي مارائي ڇڏيو. جي ائين نه ڪيو ته پوءِ ٻيا به اهڙن ڪمن ڪندي نه ڊڄندا. ائين ئي ٿيو ۽ اُن ڪانپوءِ تڪ ولڀن جو سمپرداءِ بند ٿيو.

٦٠. (ب) سوامي نارائڻ مت جو پاکنڊ :- سائيءَ ريت سمورا ويد وروڌي ٻين جي پئسن ڦرڻ ۾ ڏاڍا چالاڪ ٿيندا آهن. اهڙي آهي سمپرداين جي ليلا! هي سوامي نارائڻ مت وارا به ڌن ڦريندڙ ۽ ڇل ڪپٽ وارا ڪم ڪندڙ آهن. ڪيترا ئي مورکن کي ڀرمائڻ لاءِ مرڻ وقت چوندا آهن، ته اڇي گهوڙي تي واهي سهجانند جي مڪتيءَ ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ آيا آهن. هن مندر ۾ ڏهاڙي هڪ گهوڙو ايندا رهندا آهن. ميلو ٿو ٿئي ته [ جنهن ] مندر ۾ پوڄاري وهندا آهن، تنهن جي هيٺان دڪان ٺاهي ڇڏيندا آهن. مندر منجهان دڪان ڏانهن وڃڻ لاءِ منگهه رکندا آهن. ڪو ناريل چاڙهي ته اهو دڪان ۾ اُڇلائي ڇڏيندا آهن. ٻئي اهڙيءَ ريت ساڳيو ناريل ڏينهن ۾ هزار ڀيرا وڪامي ٿو. اهڙيءَ ريت سمورا پدارٿ وڪڻندا آهن. جنهن جاتيءَ جو سادو هجي، تنهن کان اهڙو ئي ڪم ڪرائيندا آهن. جي ناپت [ حجام ] هجي ته کانئس حجامت جو، ڪنڀر کان ڪنڀر جو، ڪاريگر کان ڪاريگريءَ جو، واڻئي کان واڻئي جو، ۽ شودرن کان شودر جو ڪم وٺندا آهن. پنهنجن چيلن تي هڪ ٻول [ ٽيڪس ] ٻڌي ڇڏي اٿن، [ جنهن مان] لکين ڪروڙين روپيا ٺڳي ڪري گڏ ڪيا اٿن، ايسا ڪندا ٿا وڃن. جو گاديءَ تي وهي، سو گرهستي [ ٻانڀي] وواهه ڪندو، ۽ زيور آدي پائيندو آهي پڌراٽي ٿئي ته گوڪليا گوسائين جيان وهوڄيءَ وغيره جي نالن سان پوڄا پرچا وٺندا آهن پاڻ کي "ستسنگي" ۽ ٻين مت وارن کي "ڪسنگي" ڪوٺيندا آهن. پاڻ کان سواءِ ٻيو ڪهڙو به آپم ڌارمڪ ۽ ودوان پرش ڇو نه هجي، پر سندس مان سيوا مور نه ڪندا، ڇاڪاڻ ته ٻين مت ۾ رهندڙن جي سيوا ڪرڻ ۾ پاپ سمجهندا آهن. ظاهريءَ ريت سندن سادو، استرين جو منهن نه ڏسندا آهن، پر لڪ ڇپ ۾ الاجي ڪهڙي ليلا ٿيندي هوندي؟ اُن جي مشهوري هر هنڌ ٿوري ٿي آهي. ڪٿي ڪٿي سادن جي وڀچار جي ليلا ظاهر ٿي چڪي آهي.

٦٠. (ب) سوامي نارائڻ مت کي ڦهلائڻ جا ڪُڌا ڪرتوت :- اُنهن مان وڏا وڏا جي مرن ته کين ڳجهه کوهه ۾ ڦٽو ڪري مشهور ڪندا آهن، ته فلاڻا مهاراج ديهه سميت وئڪنٺ ۾ ويا. سهجانند جي اچي [ کين ] وٺي ويا. اسان گهڻو ئي پرارٿنا ڪئي ته مهاراج اُنهن کي نه وٺي وڃو، ڇاڪاڻ ته هن مهاتما جي هت رهڻ ۾ چڱائي آهي. [پر] سهجانند جيءَ چيو ته نه! هيئنر وئڪنٺ ۾ سندن ڏاڍي گهرج آهي، ان ڪري ٿي وٺي

تو وڃان اسان ٻنهجين اکين سان سهڄانند جيءَ کي ومان سميت ڏٺو آهي. مرندڙ کي ومان ۾ وهاري مٿي وٺي ويا، ۽ گلن جي ورکا ڪندا ويا.

جي ڪو ساڌو بيمار ٿئي ۽ سندس بچڻ جي اميد نه رهي، ته [هو] چوندو آهي ته اڄ سياڻي رات وئڪنٺ ۾ ويندس. ٻڌو اٿئون ته جي سندس پراڻ اُن رات نه نڪرن ۽ بيهوش ٿي وڃي، ته به کيس کوهه ۾ اُڇلائي ڇڏيندا آهن. ڇاڪاڻ ته جي اُن [انجام ڪيل] رات نه اُڇلائيندا ته ڪوڙا ٿيندا، ان ڪري ٿي اهڙو ڪم ڪندا هوندا.

**٦٠. (ب) گوڪلين گوسائين ۽ سوامي نارائڻ وارن جو گرو منتر:-** ساڳيءَ ريت گوڪليو گوسائين مڃيندو آهي ته سندس چيلا چوندا آهن ته، "گوسائين جي ليلا وستار ڪري ويا" [ڦهلائي هليا ويا] انهن گوسائين ۽ سوامي نارائڻ وارن جو اُپديش ڪرڻ جو هيءُ ساڳيوئي منتر آهي:- "سري ڪرشڻه شرڻمَ مم" ان جو ارٿ ٿا ڪن ته سري ڪرشڻ مهنجو آڌار آهي، ارٿات اڄ سري ڪرشڻ جي آسري آهيان. پر ان جو ارٿ هيئن به ٿي سگهي ٿو ته:-

"سري ڪرشڻ مهنجي شرڻ ۾ آيل ارٿات مهنجا شرڻاڳت آهن"! هي جيترا به مت آهن، سي سڀيئي اوت پٽانگ شاسترن جي ورڌ واکيه ٺاهيندا آهن، ڇاڪاڻ ته وديا هيڻ هئڻ ڪري ڪين وديا جي نيمن جي ٿي خبر ڪانهي.

**٦١. ماڌو مت جو ورڻن:-** پرشن:- ماڌو مت ته چڱو آهي؟

**اُتر:-** جهڙا ٻيا مت وارا آهن، تهڙي ئي ماڌو [مت] به آهي، ڇاڪاڻ ته اهي چڪرانڪت ٿا ٿين. چڪرانڪتن ۽ انهن ۾ اترو ڀيد آهي ته، راماڻي هڪ گهرو چڪرانڪت ٿا ٿين، ۽ ماڌو سال سال ۾ وري وري چڪرانڪت ٿيندا آهن. چڪرانڪت ڪاپار تي هڙٻي ليڪ ۽ **ڪاري** ليڪ ڪڍندا آهن. هڪڙي ماڌو پنڊت سان ڪنهن مهاتما جو [هيٺيون] شاستر ارٿ ٿيو هو:-

**مهاتما:-** اوهان هيءَ ڪاري ليڪ ۽ چاندلا [ٽڪين جهڙو] تلڪ ڇو ٿا لڳايو؟

**شاستري:-** ان جي لڳائڻ ڪري اسين وئڪنٺ ويندا سون، وري سري ڪرشڻ جو شرير به ڪاري رنگ جو هو، تنهنڪري اسين ڪارو تلڪ ٿا لڳايون.

**مهاتما:-** جي ڪاريءَ ليڪ ۽ چاندلا ڪڍڻ ڪري وئڪنٺ وڃي ٿو سگهجي، ته جي سڄو منهن ڪارو ڪندا ته ڪٿي پهچندا؟ ڇا وئڪنٺ کان به پار هليا ويندا؟ وري جيئن سري ڪرشڻ جو سمورو شرير ڪارو هو، تيئن اوهين به سڄو شرير ڪارو ڪري ڇڏيندا ڪريو. تڏهن ٿي سري ڪرشڻ جهڙا بڻجي سگهندا. ان ڪري هي به انهن وانگر آهن.

**٦٢. لنگانڪت مت جو ورڻن:-** پرشن:- لنگانڪت جو مت ڪهڙو آهي؟

**اُتر:-** جهڙو چڪرانڪت جو! جيئن چڪرانڪت چڪر سان ڏنڀ هڻائيندا ۽ نارائڻ کانسواءِ ڪنهن کي نه مڃيندا آهن، تيئن لنگانڪت جي اُپي سان داغيا آهن، ۽ مهاديو کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي نٿا مڃين. انهن ۾ خاصيت اها آهي ته لنگانڪت پٿر جو لنگ سون يا

چانديءَ ۽ سونهارن ٿانون ۾ پلجندا آهن. ٻاٽي ۽ پيئندا نه ڪيس ڌڪاري پيئندا. سندن مٽر ۽ شڪيون جيان آهن.

**٦٣. برهم سماج ۽ پرارٿنا سماج جي آلوچنا:- پرشن:-** برهم سماج ۽ پرارٿنا سماج ته چڱيون آهن يا نه؟

**اُتر:-** ڪي ڪي ڳالهيون چڱيون پر گهڻيون خراب اٿن.

**پرشن:-** برهم سماج ۽ پرارٿنا سماج سڀني کان سٺيون آهن، ڇاڪاڻ ته سندن نيم ڏاڍا چڱا آهن.

**اُتر:-** سڀ وا ستانت چڱا ڪيئن، ڇاڪاڻ ته ويد ودّيا کان هيڻ ماڻهن جي ڪلپنا سچي ڪيئن ٿي سگهندي؟ هي جو برهم سماجين ۽ پرارٿنا سماجين ڪن ٿورن ماڻهن کي عيسائي ٿيڻ کان بچايو ۽ ڪجهه ٻتر آديءَ جي مورتين جي پوڄا کي هٽايو ۽ ٻين ڪوڙن گرنٿن جي ڄار مان به ڪيترن کي بچايو، اهڙيون چڱيون ڳالهيون آهن. پر انهن ماڻهن ۾ سوديش ڀڳتي بلڪل گهٽ آهي. گهڻا رواج عيسائين کان ورتا اٿن. کائڻ، پيئڻ ۽ وواه آديءَ جا نيم به بدلائي ڇڏيا اٿن.

(٢) پنهنجي ديش ۽ ٻزرگن جي پرشنسا ڪرڻ ته پري رهي، اُلٽو پيٽ ڀري سندن نندا ڪندا آهن. وياکيانن ۾ عيسائين ۽ انگريزن آديءَ جي وڏائي پيو ٿي ڪندا آهن. برهما آدي مهرشين جا ته نالا به نٿا وٺن، اُلٽو ائين ٿا چون ته اڄ تائين انگريزن کانسواءِ سرشٽيءَ ۾ ڪو ودوان ٿيو ئي ڪونهي. آريه ورت جا ماڻهو هميشه کان ئي مورک هليا ٿا اچن! سندن اُنتي ڪڏهن ڪا نه ٿي.

(٣) ويد آديءَ جي عزت ڪرڻ ته پري رهي، پر نندا ڪرڻ کان به پاسو نٿا ڪن! برهم سماج جي اُپديش جي گرنٿ ۾ سادن جي شمار ۾ عيسيٰ، موسيٰ، محمد، نانڪ، ۽ چيتن لکيل آهن؛ ڪنهن رشيءَ مهرشيءَ جو نالو به ڪونه لکيو اٿن. ان مان سمجهي سگهجي ٿو، ته انهن ماڻهن جنجا نالا لکيا آهن، تن جي ئي مت موجب وشواس رکندڙ آهن. جڏهن آريه ورت ۾ جنم لڌو اٿن، ان ديس جو اَن ۽ جل کاڌو پيتو اٿن، ۽ اڃا کائيندا پيئندا ٿا رهن، تڏهن پِنا پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ ڏاڏي وغيره جو رستو ڇڏي ٻين ودسي مت ڏانهن وڌيڪ لاڙو رکڻ، برهم سماجين ۽ پرارٿنا سماجين جو پنهنجي ملڪ جي سنسڪرت وديا کان خالي هوندي به پاڻکي ودوان مشهور ڪرڻ، ۽ انگريزي ڀاشا پڙهي پنڊتائيءَ جو ايمان ڪري هڪدم مت هلائڻ لاءِ هڪدم سنبري پوڻ، [هن ديش جي] ماڻهن لاءِ سروَدا اُنتيءَ وارا ڪرم ڪيئن سڌ ٿي سگهندا؟

(٤) انگريزن، مسلمانن ۽ چنڊالن آديءَ سان به کائڻ پيئڻ جو ڀيد نه رکيو اٿن. انهن اهو ئي سمجهيو هوندو، ته کائڻ پيئڻ ۽ جاتيءَ جا ڀيد لاهڻ ڪري ئي اسين ۽ اسانجو ملڪ سڌري ويندا، پر اهڙين ڳالهين مان سڌار نه پر بگاڙ ئي ٿيندو آهي.

(٥) **پرشن:-** جاتي ڀيد ايشور ڪرت آهي يا منشيه ڪرت؟

**اُتر:-** جاتي ڀيد ايشور ڪرت به آهي ۽ منشيه ڪرت به!

پرشن:- ايشور جو ٺاهيل ڪهڙو ۽ منش جو ٺاهيل ڪهڙو آهي؟

اُتر:- ماڻهو، پسو، پکي، وڻ، جل، ڪيڙا وغيره جاتيون ايشور جون ٺاهيل آهن. جهڙيءَ ريت حيوانن ۾ ڳئون، گهوڙو، هاٿي وغيره جاتيون [آهن] ۽ وڻن ۾ پپر، ٻڙ، انب آدي ۽ پکين ۾ هنس، ڪانو، بگلو وغيره ۽ پاڻيءَ جي ساهوارن ۾ مڇيون ۽ مانگرمڇ وغيره جاتي ڀيد [ذاتي تفاوت] آهن. ساڳيءَ ريت ماڻهن ۾ ڪتري، وئشيه، شودر ۽ انتيج جاتي ڀيد ايشور ڪرت آهن، پر ماڻهن ۾ براهمڻ آديءَ کي سامانيه جاتيءَ ۾ نٿا ڳڻجن، بلڪ سامانيه * وشيش آتمڪ جاتيءَ ۾. جئن اڳي ورڻ آشرم وواسٿا ۾ لکي آيا آهيون، تئن ئي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ موجب ورڻ وواسٿا مڃڻ ضروري آهي. هيءَ انساني ٺهيل هئڻ ڪري جئن اڳي چيو اٿئون [ته] منشن جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ موجب براهمڻ، ڪتري، وئشيه ۽ شودر آدي ورڻن جون پرکشائون وٺي ٻڌ وکڻ راڄا ۽ ودوانن جو ڪم آهي. کاڌي جو ڀيد به ايشور ڪرت آهي ۽ منشيه ڪرت به! جئن شينهن گوشت کائيندڙ آهي ۽ گهوڙو ۽ مينهون گاهه آدي کائيندڙ. اهو ايشور ڪرت آهي. ديش ڪال ۽ وستو ڀيد [جاءِ، سمي ۽ شين جي تفاوت] ڪري کاڌي پيتي ڀيد ماڻهن جو ٺاهيل آهي.

**٦٣. (الف) يورپين لوڪن جي اُنتيءَ جو ڪارڻ:-** پرشن:- ڏسو! يورپين لوڪ بوٽ، ڪوٽ ۽ پتلون پائي هوٽل ۾ هرڪنهن جي هٿ جو ٿا کائين، انهيءَ ڪري ئي پنهنجو واڌارو ڪندا ٿا وڃن.

اُتر:- اوهين ڀلجو ٿا! چالاڪ نه مسلمان ۽ انتيج لوڪ هرڪنهن جي هٿ جو ٿا کائين، پوءِ سندن اُنتي ڇو نٿي ٿئي؟ يورپين ننڍي هوندي وواهه نٿا ڪن، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي ودِيا ۽ چڱيون سکيائون ٿا ڏين ۽ ڏيارين، سوئمور وواهه ٿا ڪن، پڇاڙي ماڻهن جو اُپديش نٿا ٻڌن [اهي ڳالهيون چڱيون آهن]. اهي ودوان ٿيڻ ڪري هرڪنهن جي پاکنڊ ۾ نٿا ڦاسن. جيڪي ڪندا آهن، سو هڪ ٻئي جي صلاح سان، ۽ سڀا کان نرنئه ڪرائي پوءِ ڪندا آهن. پنهنجيءَ جاتيءَ جي اُنتيءَ لاءِ تن، من، ۽ ڌن خرچي ٿا ڇڏين، آرس ڇڏي اُديوگ ڪندا ٿا رهن. ڏسو! پنهنجي ديش جي ٺهيل جتيءَ [بوٽ] کي ڪاريالي [آفيس] ۽ ڪچهريءَ ۾ وڃڻ ٿا ڏين ۽ نه هن ديش جي جتيءَ کي! اِتري منجهان ئي سمجهي وٺو، ته هو پنهنجي ملڪ ۾ ٺهيل جتيءَ جي به ڪيڏي نه عزت ۽ وڏائي ٿا ڪن. [ايتري عزت ۽ مان] ٻين ديشن جي ماڻهن جو به نٿا ڪن. ڏسو! يورپين لوڪ هن ملڪ ۾ هڪ سؤ ورهين کان ڪجهه وڌيڪ وقت ٿيو، جو آيا هوا، پر اهي اڄ تائين ٿلها ڪپڙا آدي ٿا پائين، جئن پنهن

* جن پراڻين جي شرير جي بناوت هڪجهڙي آهي، تنکي شاستري شبدن ۾ "سامانيه جاتيءَ" وارا [جنس عام] ٿا ڪوٺين. ان موجب سڄي سنسار جا ماڻهو سامانيه منش جاتيءَ ۾ شمار ٿا ٿين. ان جي اندر براهمڻ، ڪتري وغيره ورڻ "سامانيه وشيش آتمڪ جاتيءَ وارا" يعني جسماني بناوت موجب جنس عام ۽ آتمڪ جي حساب موجب جنس خاص ٿا ليکجن.
[اُردو ترجمان]

جي ملڪ ۾ پالڻهار هوا. اُنهن نه پنهنجي ملڪ جي چال نه ڇڏي، پر اوهان مان گهڻن ماڻهن سندن نقل ڪري ورتو! ان مجهان ٿي اوهان مورک ۽ اهي ٻڌيمان سڏ ٿا ٿين، [چاڪاڻ ته] ڪنهن ٻڌيمان جو ڪم نقل ڪرڻ نه آهي. ووي جو جنهن ڪم لي رهيتو، تنهنکي جتن جو لڳن ڪرڻو. اهي آڳيا پالن ئيڪ واسطي ڪندا آهن پنهنجن ديش وارن کي واپار آديءَ ۾ مدد ڏيندا آهن. سندن اٿتي اُنهن گڏجي ڪري ۽ چڱن ڪرمن ڪري ٿي آهي. پوءِ، ڪرت، پتلون، هوائل ۾ ڪاڻ پيٽ آدي رواجي ڳالهين ۽ خراب ڪرمن ڪري ڪو نه وڌيا آهن.

۶۳. (ب) ذات پات جو ڀيد يوروپين لوڪن ۾ به آهي:- اُنهن ۾ جاتي ڀيد پڻ آهي. ڏسو! يوروپين ڪٿي ڪيڏي به وڏي دوڄي ٿي ۽ عزت پرلو چونه هجي، جي ڪنهن ٻئي ملڪ يا ٻئي مت واري جي ڪنيا سان وواهه ڪري، يا جي يوروپين ڇوڪري ٻئي ملڪ واري سان وواهه ڪري، ته پيا ماڻهو يڪدم سندن ڪوٺ [ٿي وڃڻ، اَن سان] گڏ کائڻ ۽ سندس وواهه [۾ شامل ٿيڻ] بند ڪري ڇڏيندا! هي ذات جو ڀيد نه آهي ته ڇا آهي؟

۶۳. (ڀ) برهم سماجين ۽ پرارٿنا سماجين کي اُپديش:- اوهين يوروپين ماڻهن کي [اُنهن جهڙي] برغلايو ٿا ته اسان ۾ جاتي ڀيد ڪونهي. پنهنجيءَ مورکتا سبهان [ڪڏهن ڪڏهن] مڃي به وٺندا آهيو. تنهنڪري جيڪي ڪجهي، سو سوچي ويچاري ڪرڻ گهرجي، جنهنڪري پوءِ پڇتائڻو نه پوي. ڏسو! ويد ۽ اوشديءَ جي ضرورت روڳيءَ لاءِ آهي ۽ نه تندرست لاءِ! وديا وان تندرست ۽ ودبا رهت اوديا جي روڳ ۾ ڦاٿل ٿو رهي. اَن روڳ کان ڇڏائڻ لاءِ ئي ستيه وديا ۽ سچا اُپديش آهن. انهن کي اوديا مجهان هي روڳ [لڳل] آهي ته کائڻ پيئڻ جي ڪري ئي ڌرم رهيتو ۽ وڃيتو. ڪنهن کي کائڻ پيئڻ ۾ خرابي ڪندا ٿا ڏسن، ته چون ٿا ۽ سمجهن ٿا ته هو ڌرم کان ڀرشٽ ٿي پيو. سندس ڳالهه نٿا ٻڌن، نه پاڻ اَن وٽ ٿا وهن ۽ نه ڪنهن پاڻ وٽ وهڻ ڏيندا آهن. هاڻي ٻڌايو ته اوهان جي ودبا سوارٿ لاءِ آهي يا پرمارٿ لاءِ؟ پرمارٿ ته تڏهن ٿي ٿئي ها، جڏهن اوهانجي ودبا مجهان اُنهن اگيانين کي لاڀ پهچي ها! چئو ته هو وٺن ٿي ڪو نه ٿا، ته اسين ڇا ڪريون؟ ته هي اوهانجو ڏوهه آهي ۽ نه انهن جو. چاڪاڻ ته جي اوهان پنهنجي هلت سٺي رکو ها، ته هو اوهان سان پريم رکي ٿو وائٽا ٿين ها! اوهان ته هزارين [ماڻهن] جي ڀلائي ناس ڪري، وڃي پنهنجي ڀلائي ڪئي [آهي]، جنهنجو اوهانکي وڏو پاپ لڳو [آهي] چاڪاڻ ته پراپڪار ڪرڻ ڌرم، ٻئي جي هاڃي ڪرڻ اڌرم ٿو سڏجي! تنهنڪري ودوان کي ته پرڪه وهنوار ڪري اگيانين کي ڏک ساگر مان تارڻ لاءِ ٻيڙيءَ جهڙو ٿيڻ کپي. مورکن جيان بلڪل ڪرم نه ڪرڻ کپن! بلڪ جنهن ۾ سندن ۽ پنهنجي ڏينهون ڏينهن اُنتي ٿئي، اهڙا ڪرم ڪرڻ واجب آهن.

۶۳. (پ) ويد ست وديائن جا پستڪ آهن:- پرشن:- اسين ڪنهن به پستڪ کي ايشور پرڻيت [الهامي] يا هرڪنهن اُنش [جزي] ۾ سچو نٿا مڃون. چاڪاڻ ته ماڻهن جي ٻڌي

نہ پرانت [ خطا کان خالي ] نٿي ٿئي ؛ تنهنڪري سندن ٻڌايل سمورا گرنٿ پرانت ٿا ٿين . انهن ڪري اسين سچائي سڀني کان ٿا وٺون ۽ ڪوڙ ڇڏي ٿا ڏيون . سچ کڻي ويد ۾ هجي يا بائيبل ۽ قران يا ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ ، اسانکي سويڪار آهي ؛ [ پر ] ڪوڙ ڪنهنجو بہ نہ [گھرجي ] !

اُتر - جن سببن ڪري اوهين ستيہ گراهي ٿيڻ ٿا گھرو ، تن ساڳين ڪارڻن سبباں اسٽيہ گراهي [ ڪوڙ کي گرهڻ ڪندڙ ] بہ سڏ ٿا ٿيو . ڇاڪاڻ تہ جي سڀيئي ماڻهن پرانتي رهت نٿا رهي سگھن ، تہ اوهين ۽ مهيہ هٺ ڪري پل ڪندڙ آهيو ! ۽ جي پل ڪندڙ جا وچن ٻوريءَ طرح پرماڻڪ نٿا ٿين ، تہ اوهانجي وچن تي بہ وشواس نہ رهندو . پوءِ تہ اوهانجي وچن تي بہ بلڪل وشواس نہ ڪرڻ کپي ! جي ائين آهي تہ [ اوهانجا وچن بہ ] زهر گڏيل اَن جيان تياڳڻ جي جوڳ آهن . پوءِ تہ اوهانجن وياکيانن ۽ رچيل پستڪن کي ڪنهنکي بہ پرماڻ نہ مڃڻ گھرجي ! ”ڇوبي هليو ڇبي ٿيڻ، پر هڙان بہ وڃائي دبي ٿيڻ پر“ [ ارٿات ويا سگن لاءِ پر ڪن بہ ڪپائي آيا !] جئن پيا ماڻهو سروگيہ نہ آهن ، تئن اوهان بہ سروگيہ نہ آهيو . [ اوهين بہ ڪڏهن ڪڏهن] ڀرم مڃهان ڪوڙ کي گرهڻ ڪري سچ کي ڇڏي ڏيندا هوندا . تنهنڪري سروگيہ پرماتما جي وچن جي سهائتا اسان الپگين ( ٿوريءَ ڄاڻ وارن ] کي اوس وٺڻ کپي . جئن ويد جي وياکيا [ سملاس ستين ] ۾ لکي آيا آهيون ، تئن اوهانکي اوس ٿي مڃڻ کپي . نہ تہ ”यतो भ्रष्टस्ततो भ्रष्टः“ [ ارٿات خراب کان وڌيڪ خراب ] ٿيڻو پوندو . جڏهن ويدن مان سمورو ستيہ ملي ٿو ۽ مڃهن جوٽ جو ذرو بہ ڪونهي ؛ تہ ڪمن گرهڻ ڪرڻ ۾ شڪ ڪرڻ برابر آهي پنهنجي ۽ پرائي هاڃي ڪرڻ جي . ان ڪري ٿي اوهان کي آريہ ورت جا ماڻهو پنهنجو ڪري نٿا ليکين . وري اوهين آريہ ورت جي اُنتيءَ جو ڪارڻ بہ نٿا ٿيڻجي سگھو ، ڇاڪاڻ تہ اوهين سڀيئي گھر پنندڙ آهيو . اوهان جو سمجھيو آهي تہ ان ڪري اسين پنهنجو ۽ پرائو ڀلو ڪري سگھنداسون ، سو ڪري نہ سگھندا . جئن ڪنهنجا ماءُ پيءُ سڀي سنسار جي ٻارن کي پالڻ آرنڀ ڪن . سڀني کي پالڻ تہ ناممڪن آهي ، بلڪ انهيءَ خيال ۾ پنهنجن ٻچن کي بہ وڃائي ويهندا . ساڳي حال اوهانجي آهي . ڀلا، ويد آدي ستيہ شاسترن کي مڃڻ کانسواءِ اوهان پنهنجن وچنن جي سچ ۽ ڪوڙ جي پريکشا ، ۽ آريہ ورت جي اُنتي ڪڏهن ڪري سگھندا؟ ديش کي جا بيماري آهي ، تنهنجي دوا اوهان وٽ ڪانهي . وري يورپي لوڪ اوهان جي پرواهہ نٿا ڪن ، ۽ آريہ ورت جا ماڻهو اوهانکي ٻين مت وارن جيان سمجھندا آهن . هينئر بہ سمجھيو ؛ ويد آديءَ جي عزت ڪري ، ديش جي اُنتي ڪرڻ شروع ڪريو ، تہ بہ چڱو . جي اوهين چئو ٿا تہ سمورو ستيہ پرميشور مڃهان ٿو اُٿپن ٿئي ، تہ رشين جي آتمائن ۾ ايشور ڪان پرڪاشت ٿيل سڀي ارٿ کي ڇو نہ ٿا مڃيو؟ هائو ! ڪارڻ اهو ئي آهي تہ اوهين ويد پڙهيل نہ آهيو ۽ نہ پڙهڻ جي اڇا ٿا ڪريو . [ پوءِ ڀلا] اوهانکي ويدن جو گيان ڪئن [ پراپت ] ٿي سگھندو ؟

٦٣ (ت) جيو ۽ پرڪرتي :- (٦) پيو تہ جڳت جي اپادان ڪارڻ کانسواءِ [ اوهين ]

جڳت جي اُتپتي، ۽ پڻ جيو کي به اُنهن ئي ڪيل ٿا مڃيو، جئن عيسائي ۽ مسلمان وغيره ٿا مڃين. انهيءَ جو جواب سرشٽيءَ جي اُتپتيءَ [سملاس اٺين]، ۽ جيو ۽ ايشور جي ورڻن ۾ [سملاس نائين ۽ ستين] ۾ ڏسي وٺو. ڪارڻ ڪانسواءِ ڪاريه جو ٿيڻ بلڪل ناممڪن [آهي]. اُنهن ٿيل وستوءَ جو ناس نه ٿيڻ به ساڳيءَ ريت ئي اسنڀو آهي.

٦٣. (ڦ) **پڇتاءُ ۽ پرارٿنا ڪرڻ:-** (٧) اوهان ۾ هڪ هي به دوش آهي، جو پڇتاءُ ۽ پرارٿنا ڪرڻ ڪري پاپن جي نورتي ٿا مڃيو، انڪري ئي جڳت ۾ پاپ گهڻا وڌي ويا آهن. ڇاڪاڻ ته پوراڻڪ ماڻهو تيرٿ آدي ياترائن ڪرڻ ڪري، جئني لوڪ نوڪار منتر جي جپ ۽ تيرٿن آدي ڪري، عيسائي ماڻهو عيسيٰ تي ايمان آڻڻ ڪري ۽ مسلمان ماڻهو توبهه ڪرڻ ڪري ٻنا ڀوڳڻ جي پاپن جو لهڻ ٿا مڃين! انڪري، پاپ جي ڊپ لهڻ ڪري، پاپن ۾ ماڻهو گهڻو ڦاسي رهيا آهن. ان ڳالهه ۾ برهمو ۽ پرارٿنا سماجي به پوراڻڪن وغيره جهڙائي آهن. ويد پڙهن ها ته [سمجهن ها ته]، پاپ پنڄ ٻنا ڀوڳڻ جي ٽٽا لهن، [جنهنڪري] پاپ ڪرڻ کان ڊڄن ها ۽ ڌرم تي سدا قائم رهن ها. جي ٻنا ڀوڳڻ جي [پاپن جو] لهڻ مڃيو ته ايشور اُنياءُ ڪندڙ [سڌ ٿيندو].

٦٣. (ٽ) **محدود ڪرمن جو محدود ڦل:-** (٨) اوهين جا جيو جي اُنت اُنتي ٿا مڃيو ۽ سا هرگز ممڪن ڪانهي، ڇاڪاڻ ته محدود جيو جي [محدود] گڻن، ڪرمن ۽ سڀاون جو ڦل به محدود ٿيڻ اوس آهي.

**پرشن:-** پرميشور دياوان آهن، محدود ڪرمن جو ڦل ٻي اُنت ڏيئي ڇڏيندا.

اُتر:- ائين ڪرڻ ته پرميشور جو نياءُ ناس ٿي ويچي! پوءِ ته چڱن ڪرمن جو واڌارو ڪو نه ڪندو! ڇاڪاڻ ته جي ٿورڙن ست ڪرمن جو اُنت ڦل ايشور ڏيندو، سا پڇتاءُ يا پرارٿنا ڪرڻ ڪري ڪٽي ڪيڏا به پاپ هجن، سي لهي ويندا، ته اهڙين ڳالهين ڪري ڌرم جي هاڃي ۽ پاپ ڪرمن جو واڌارو ٿيندو آهي.

٦٣. (ٿ) **وئدڪ گيان ۽ سڀاوڪ گيان ۾ ڀيد:-** پرشن- اسين سڀاوڪ گيان کي ويدن کان به وڏو ٿا مڃيون، ۽ نه نئميتڪ گيان کي! ڇاڪاڻ ته جي پرميشور جو ڏنل سڀاوڪ گيان اسان ۾ نه هجي ها، ته ويدن کي به ڪيئن پڙهي پڙهائي ۽ سمجهي سمجهائي سگهو ها؟ تنهنڪري انهيءَ مت ڏاڍو چڱو آهي.

اُتر- اوهانجي هيءَ ڳالهه اجائي آهي. ڇاڪاڻ ته جو ڪنهنجو ڏنل گيان ٿيو ٿئي، سو سڀاوڪ نٿو سڏجي. سڀاوڪ گيان سهج گيان ٿيندو آهي، جو نه گهٽجي ٿو سگهي ۽ نه وڌي. اُن سان ڪو به اُنتي نٿو ڪري سگهي. سڀاوڪ گيان ته جهنگلي ماڻهن ۾ به آهي، ته به هو پنهنجي اُنتي نٿا ڪري سگهن. جو نئميتڪ گيان آهي، سوئي اُنتيءَ جو ڪارڻ آهي. ڏسو! توهين ۽ اسين بالڪپڻ ۾ ڪرتويه ۽ اڪرتويه [ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ جهڙا ڪرم] ۽ ڌرم اڌرم ڪجهه به ٺيڪ نه ڄاڻندا هئاسون. جڏهن ودوانن وٽ پڙهياسون، تڏهن ئي ڪرتويه ۽ اڪرتويه، ڌرم ۽ اڌرم سمجهڻ لڳاسون. تنهنڪري سڀاوڪ گيان کي سڀني کان

مٿي مهڙ نيڪ نه آهي .

٦٣. (پ) پورو ۽ پنر جنم نه مڃڻ:-(٩) اوهان مٿش جو پورو ۽ پنر جنم [ ٻيو ڄمڻ ؟ ايندڙ جنم] نٿا مڃيو، سو مسلمان ۽ عيسائين کان سکيا آهيو! اُن جو جواب ـــ پنر جنم جي وياکيا [ نائين سمولاس ] مان سمجهي چڪا هوندا . پر [ الي] اِترو سمجهو ته جيو شاشوت اوتات نتيه [ ازلي = قديمي] آهي ، ۽ سندس ڪرم ۽ ڪرموان [ فعل ۽ فاعل ] جو نتيه سمبنڌ رهندو آهي . ڇا اهو جيو ڪٿي نڪمو وِهلو رهيو هو يا وِهلو رهندو . اوهانجي چوڻ موجب ته پرميشور به نڪمو ٿو بڻجي!

پُورو اهو [ گذريل ۽ ايندڙ ] جنم نه مڃڻ ڪري ڪرت هانيءَ [ ڪيل ڪرمن جو ڦل نه ملڻ ]؛ اڪرتاڀياگم = अकृताभ्यागम [ ڪرم ڪرڻ کان سواءِ ڦل ڏيڻ ] ، نئيرگهرنيه = नैर्घृण्य [ بيرحميءَ ]، ونشميه = वैषम्य [ هڪجهڙائيءَ جي نه رکڻ جا ] دوش به پرميشور کي ٿا لڳن! چاڪاڻ ته جهڙيءَ ريت اڳئين جي جنم نه هجن، نه پاپ ۽ پن جي ڦل ڀوڳڻ ۾ اٽڪ پوي. ساڳيءَ ريت سندس ڦل به شرير ڌارڻ کان سواءِ سک، دک، هاڃي يا لاڀ ڀوڳيائو وڃو آهي، سواءِ نه ملي سگهندو . ٻيو ته پوئين جنم ۾ ڪيل پاپ ۽ پن کانسواءِ هن جنم ۾ سک دک ڪٿان ملي سگهندا؟ جي [ اهي سک دک ] اڳين جنمن جي پاپ پن انوسار نه هجن، ته پرميشور اَنيائي ٿيندو (سڏ ٿيندو)؛ ۽ نه ڀوڳڻ (جي اوستا ۾ ) ڪرم جو ڦل نه هجڻ جي برابر ٿي پوندو . لهنڪري لوهان ماڻهن جي اِها ڳالهه به چڱي ڪانهي .

٦٣. (ڦ) ديون ۽ مهاديو ۾ ڀيد :- (١٠) وڌيڪ اهو ته ايشور کان جدا جي ديوتا گڻ ( وشيش گڻن) وارا پدارٿ ۽ ودوان ( آهن لکيل به اوهين ) ديو نٿا مڃيو، سو نيڪ نه آهي . چاڪاڻ ته پرماتما مهاديو ٿو سڏجي . جي ديو نه هجن ها ، ته سڀني ديون جو سوامي هئڻ ڪري [ پرماتما ] مهاديو ڪئن سڏجي ها ؟

٦٣. (ج) هوم ڪرڻ:- (١١) اگني هوتر آدي پراپڪار ڪرڻ کي ڪرتويہ نہ سمجهڻ به چڱو ڪينهي .

٦٣. (ج) رشين منين جا اپڪار :- (١٢) رشين منين جي ڪيل اپڪارن کي نه مڃيو، عيسيٰ وغيره ( جي اپديش ) ڏانهن جهڪڻ چڱو نه آهي .

٦٣. (جھ) ويد (١٣) ويدن جي ودّيا کي ڪارڻ ( علت ) مڃڻ کانسواءِ، ٻين ڪار نه ( معلول ) ودّيائن جي شروعات مڃڻ بلڪل ناممڪن آهي .

٦٣. (ج) جٽيا پايو ۽ چوٽي رکايو !- (١٤) ودّيا جو نشان يگيوپويت [لاهي]، ۽ چوٽي ڪپائي مسلمانن ۽ عيسائين جهڙا بڻجي وڃڻ به اجايو آهي . جڏهن پتلون آدي ڪپڙا پايو ٿا ، ۽ ٻلن [ لڳائڻ ] جي اِڇا ڪريو ٿا ، ته جٽيا آدي ٿي ڏاڍا ڀورا ٿا لڳن ؟

٦٣. (چ) ودّن جو سنمان :- (١٥) برهما کانسواءِ آريہ ورت ۾ اڳ کانپوءِ ڪيترائي ودوان ٿي گذريا آهن . انهن جي پرشنسا نه ڪندي رڳو يورپين لوڪن جي ساراهه ۾ ٽپي پوڻ ( اوهانجو ) پکشپات ۽ خوشامد کانسواءِ ٻيو ڪي ڪينهي !

٦٣. (ج) **ايشور، جيو ۽ پرڪرتي**:- (١١) ٻج ۽ سڀ وانگيان جڙ ۽ چيتن جي سنجوڳ، منجهان جيو جي اُتپتي مڃڻ، انهن ٽنهي کان اڳ جيو تتو (جو وجود) نه مڃڻ، ۽ انهن ٽنهي کي ناس ٿيندڙ نه مڃڻ، هڪ ٻئي وٽ (سدائين) آهن. جي اُتپتيءَ کان اڳ چيتن ۽ جڙ پدارٿ هوندا ئي ڪين، ته جيو ڪٿان آيو ۽ سنجوڳ ڪنهنجو ٿيو؟ جي انهن ٻنهي کي سناتن (قديم) ٿا مڃو، ته برابر آهي. پر سرشٽي (رچنا) کان اڳ ايشور کان سواءِ ٻئي ڪنهن تتو (عناصر) کي نه مڃڻ، اهو اوهانجو پکش رد ٿي ويندو!

٦٤. **آريه سماج سان ملي ڪم ڪرڻ**:- لوڪڪري جي اُنتي ڪرڻ گهرو ته آريه سماج سان ملي سندس اُديش انوسار هلڻ سويڪار ڪريو، نه ته ڪجهه به هٿ نه ايندو. اسان ۽ اوهان لاءِ تمام ضروري آهي، ته جنهن **ديش** جي پدارٿن منجهان پنهنجو شرير ٺهيو آهي، هميشه به پالي ٿو ۽ آئينده به پاليو، تنهنجي اُنتي تن، من، ڌن ۽ پريم سان سڀئي ملي گڏجي ڪريون. لوڪڪري جهڙيءَ رِيت **آريه** ورت جي اُنتيءَ جو ڪارڻ آهي، تيئن ٻيو ڪو بڻجي نٿو سگهي. جي هن سماج کي ٺيڪ ٺيڪ سهائتا ڏيندا ته ڏاڍو چڱو ٿيندو، ڇاڪاڻ ته سماج جو سڀاڳيه وڌائڻ سمدايه (سوسائٽيءَ) جو ڪم آهي ۽ نه هڪ (شخص) جو!

**پرشن** - اوهين هر ڪنهنجو کنڊن ٿي ڪندا ٿا رهو، پر پنهنجي پنهنجي ڌرم ۾ سڀئي چڱا آهن! کنڊن ڪنهنجو به نه ڪرڻ کپي! جي ڪريو ٿا، ته اوهان اُنهن کان وڌيڪ ڇا ٿا ڏيکاريو؟ جي ڏيکاريو ٿا ته ڇا اوهان کان وڌيڪ يا اوهان جهڙو ڪو منش [اڳي] نه ٿي گذريو آهي ۽ يا (هيئنر) ڪونهي؟ اهڙو اَيمان ڪرڻ اوهان لاءِ واجب نه آهي، ڇاڪاڻ ته پرماتما جي سرشٽيءَ ۾ هڪ ٻئي کان وڌيڪ، (هڪ ٻئي) جهڙا ۽ [هڪ ٻئي کان] گهٽ گهٽيا آهن. لوڪڪري گهمنڊ [ايمان] ڪرڻ ڪنهن لاءِ واجب نه آهي.

اُتر - ڌرم سڀئي (سچي سنسار جي منش) جو هڪ ٿيندو آهي يا هڪ کان وڌيڪ؟ جي چئو ته گهڻا ٿا ٿين، ته [پڇايو ته] هڪ ٻئي کان اُبتڙ ٿا ٿين يا هڪ ٻئي جهڙا آهن، ته سندن الڳ الڳ ٿيڻ ئي اجايو آهي. لوڪڪري [سڌ ٿيو ته] ڌرم ۽ اڌرم هڪ ئي آهن ۽ نه انيڪ! اسان اها ڳالهه خاص طرح سان ٿا ڏيکاريون-

مثال لاءِ، جي ڪو راجا سڀني سمپردائن (ڌرمن) جي اپديشڪن کي ڪٺو ڪري، ته هڪ هزار کان گهٽ نه ٿيندا؛ پر سندن وڏا ڀاڱا **پراڻي، ڪراني، جيني** ۽ **قراني** چار ئي آهن، ڇاڪاڻ ته سمورا سمپردا انهن چئني ۾ اچي ٿا وڃن. راجا سندن سڀا ڪوٺائي ۽ ڪو جگياسو ٻڌي پهرين وام مارگيءَ کان پڇي ته مهاراج! مون اڄ تائين نڪو گرو ۽ نه ڪنهن ڌرم کي گرهڻ ڪيو آهي. ٻڌايو ته سڀني ڌرمن کان اُتم ڪهڙو ڌرم آهي، جنهنکي آءٌ گرهڻ ڪريان؟

**وام مارگي** - اسانجو آهي! **جگياسو** - باقي نوسَو نوانوي ڪهڙا آهن؟ **وام مارگي** - سمورا ڪوڙا ۽ نرڪ جا ڀاڳي، ڇاڪاڻ ته :- कौलात्परतरंनहि هن وچن موجب اسان جي ڌرم کان ٻيو ڪو ڌرم ڪونهي. **جگياسو** - اوهانجو ڪهڙو ڌرم آهي؟ **وام مارگي** - ڀڳوتي

کي مڃڻ، مدِ، ماس آدي پنجن مڪارن جو استعمال ۽ وڙ ۽ مل آدي ڇوهڻ ڇنترو کي مڃڻ آدي. جي توهان مڪتيءَ جي اڇا ٿا ڪريو، ته اسانجو چيلو ٿيو! جگياسو- چڱو، پر اسين مهاتمائن جو پڻ درشن ڪري ڪانئن ڪجهه پڇي پوءِ ايندس. تنهن ڪانپوءِ جڏهن ۾ منهنجي شرڌا ۽ پريت ڄمندي، تڏهن توهانجو چيلو ٿيڻ ٿيندس. وام مارگي- اڙي، ڇو تون گمراهيءَ ۾ پوين؟ هي ماڻهو ٻين کي برغلائي پنهنجي ڄار ۾ ڦاسائي ڇڏيندا! ڪنهن وٽ نه وڃ! اسان جو شرڻاگت ٿي پئو، نه ته پڇتائيندين! ڏس! اسانجي مت ۾ ڀوڳ ۽ موڪش ٻئي آهن! جگياسو- ڀلا، ڏسي ته اچان.

اڳتي هلي شئيوءَ مت وٽ وڃي پهتائين، ته تنهن به ساڳيو ئي جواب ڏنس، وڌيڪ چيائين ته شو جي رداڪش [ ٻانڊ]، ڀسم لڳائڻ ۽ لنگ جي پوڄا ڪرڻ ڌاران مڪتي هرگز نه ٿي ملي!

هو ڪيس ڇڏي نوين ويدانتيءَ وٽ ويو. جگياسو- ڀڳوان مهاراج! اوهانجو ڪهڙو ڌرم آهي؟ ويدانتي- اسين ڌرم ۽ اڌرم کي ڪين ٿا مڃون؛ اسين ساکيات برهم آهيون! اسان ۾ ڌرم ۽ اڌرم آهن ڪٿي؟ هيءُ سمورو جڳت مٿيا آهي، ۽ جو گياني ۽ شڌ ٿيڻ گهري، سو پاڻ کي برهم مڃي جيو جي ڀاونا ڇڏي ڏئي ته مڪت ٿي پوندو. جگياسو- جي اوهين برهم ۽ نتيه مڪت آهيو، ته برهم جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ اوهان ۾ ڇو ڪونهن؟ ۽ شرير ۾ ڇو بڌل آهيو؟ ويدانتي- توکي شرير ڏسجن ٿا، انڪري تون ڀليل آهين! اسانکي ته برهم بنا ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. جگياسو- اوهان ڏسندڙ ڪير آهيو ۽ ڏسو ڪنهنکي ٿا؟ ويدانتي- ڏسڻ وارو برهم آهي، ۽ برهم کي برهم ٿو ڏسي! جگياسو- ڇا برهم ٻه آهن؟ ويدانتي- نه! پنهنجو پاڻ کي ٿو ڏسي! جگياسو- ڇا ڪو پنهنجن ڪلهن تي پاڻ چڙهي سگهندو آهي؟ اوهان وٽ سواءِ چرپائيءَ جي ٻي ڳالهه ڪانهي.

هن اڳتي وڃي جينين کان پڇيو، انهن به ائين چيو. پر اڃا وڌيڪ چيائون ته "جين ڌرم" کانسواءِ ٻيا سڀ ڌرم ڪوڙا [آهن]، جڳت جو ٺاهيندڙ انادي ايشور ڪو ڪونهي، جڳت انادي ڪال کان وٺي جئن جو تئن ٺهيل آهي ۽ ٺهيل رهندو. تون اچي اسانجو چيلو ٿيءُ، ڇاڪاڻ ته اسين = सम्यक्त्वी = سمڪتوي ارٿات هر طرح چڱا آهيون، ۽ اُتم ڳالهين کي مڃون ٿا. جين مارگ کانسواءِ ٻيا سڀ ڪوڙا آهن.

اڳتي هلي عيسائيءَ کان پڇيائين. اُن به وام مارگيءَ وانگيان سڀ سوال جواب ڪيا- اڃا وڌيڪ چيائين ته- "سڀ ماڻهو پاپي آهن. پنهنجيءَ ڪوشش سان پاپ نٿو ڇٽي. عيسيٰ تي ايمان آڻڻ کانسواءِ، پوتر نٿو ٿجي ۽ نه مڪتي ملي ٿي سگهي! عيسيٰ سڀني جي ڇوٽڪاري لاءِ پنهنجي جان ڏيئي دَيا ڏيکاري آهي. تون اسانجو چيلو ٿي پئو."

اڃا پوءِ جگياسو مولوي صاحب وٽ پهتو. اُن سان به اهڙائي سوال جواب ٿيا. وڌيڪ اڃا چيائين ته "لاشريڪ خدا، سندس پيغمبر ۽ قرآن شريف کي مڃڻ کانسواءِ ڪنهنکي به نجات [ مڪتي] ملي نٿي سگهي! جو هن مذهب کي نٿو مڃي، سو دوزخي ۽ ڪافر آهي ۽ واجب القتل [ قتل ڪرڻ لائق ] آهي!"

اھترو ٻڌي جگياسو وشيش طور مت ورو. ساڳي ئي ڳالھ ٻــولھ ھلي. وڏيڪ اھترو چيائينس تہ ” اسانجا ٽلڪ ۽ ڇاپ ڏسي مہراج * ! ڇو چڙندو آھي ." جگياسوءَ من ۾ ويچاريو تہ جي مڃو، مکيہ پوليس جا سپاھي، چور ڌاڙيل ۽ شترو نــٿا ٿين، تہ مہراج جا نوکر ڇو ٿي چڙندا؟ وري اڳتي وڌيو تہ ھر ڪنھن مت واري پاڻ پاڻکي سچو چيو. ڪنھن چيو تہ اسانجو ڪبير سچو، ڪنھن نانڪ، ڪنھن دادو، ڪنھن ولڀ، ڪنھن سھجانند ۽ ڪنھن ڪي مادو الياڏي وڏو اوتار ڄاڻائيندو ٻڌائين! ھزارن کان پڇي، ۽ سڀني پاڻ ۾ ھڪ ٻئي سان وروڌ ڏسي؛ خاص ڪري ڪيائين تہ انھن ۾ گروءَ ڀڌائــڻ جوڳو ڪو ڪونھي؛ ڇاڪــاڻ تہ ھر ھڪ جي ڪوڙ بابت نو سؤ نوانوي شاھدي ڏيندڙ بيھي ٿا پون جئن ڪوڙا دکاندار، ڪھڙيون يا سڀني پڙوا آدي پنھنجي پنھنجي وستوءَ جي وڏائي ۽ ٻين جي گلا ڪندا آھن، تئين ئي اھي بہ آھن؛ اھــترو سمجھي ودوانــاءِ۔ [ ڏسو منڊڪ اپنشد کنڊ ٢ منتر ١٢ ۽ ١٣ ] :-

तद्विज्ञानार्थं स गुरुमेवाभिगच्छेत् । समित्पाणिः श्रोत्रियं ब्रह्मनिष्ठम् ॥ १ ॥
तस्मै स विद्वानुपसन्नाय सम्यक्प्रशान्तचित्ताय शमान्विताय । येनाक्षरं पुरुषं वेद सत्यं प्रोवाच तान्तत्त्वतो ब्रह्मविद्याम् ॥ २ ॥ मुण्ड० [ १ । २ । १२-१३ ]

(١) آن ستيہ جي وگيان [ وشيش گيان پراپت ڪرڻ ] لاءِ ھو समित्पाणि ارٿات ھٿ ٻڌي اُرڪت ھست [ گروءَ کي اَرپڻ ڪرڻ لاءِ ڪجھ ۾ ھٿ ڪٺي ] ، ويد ڄاڻندڙ، برھم ۾ نشٺا [ وشواس ] رکندڙ ۽ پرماتما کي ڄاڻندڙ گروءَ وٽ وڃي، اھڙن پاکنڊين جي ڄار ۾ نہ ڦاسي.

(٢) جڏھن اھڙو جگياسو ودوان وٽ وڃي، ھو شانــت چت، جتندريــہ، ويــجھي آيل جگياسوءَ کي پرماتما جي گڻ، ڪرم ۽ سڀــاءَ ۽ برھم ودّيا جو يٿارٿ اپديش ڪري [ اھو ] جگياسو ڌرم، ارٿ، ڪام، موکش ۽ پرماتما کي جنھن جنھن ساڌن سان ڄاڻــي سگھي؛ اھڙي نموني سکيا [ ڪيس ] ڏيندو رھي.

جڏھن ھن [ جگياسوءَ مٿئين سکيا موجب ] اھڙي پرش کي وڃي چيو تہ مھاراج! مونکي من انھن سمپردائن جي جھڳڙن ڪري مونجھ پيو آھي، ڇاڪاڻ تہ جي آءٌ انھن مان ڪنھن ھڪڙي جو چيلو ٿو ٿيان تہ [ باقي رھيل ] نو سؤ نوانوي جو وروڌي ٿيڻو ٿو پوي. جنھن جا نو سؤ نوانوي ھجن شترو ۽ ھڪڙو ھجي متر، سو ھرگز سکي ڪيئن ٿي سگھي. تنھنڪري اوھين مونکي اپديش ڪريو، جو آءٌ گرھڻ ڪريان. آپت ودوان- $ اھي سمورا مت اوديا مان پيدا ٿيل ۽ ودّيا جا وروڌي آھن. مورکن، نيچ ۽ جھنگلي ماڻھن کي ڀرغلائي پنھنجي ڄار ۾ ڦاسائي، پنھنجا سوارٿ ڪيندا آھن. اھي ويچارا پنھنجي منش جنم جي ڦل کان

* پوراڻڪ ۽ مسلمان جيڪي مڃيندا آھن تہ نياءَ جي ڏاڙھيءَ سان پاپ ۽ پن توري تنھجي سزا ۽ جزا ڏيندڙ پرماتما مٿي آسمان ۾ ڪنھن تخت تي ويٺل آھي. انکي ھو مہراج ٿا ڪوٺين.

$ جو پورو ودوان، ايشور ڀڳت، لالچ ڇڏي ڪري ڪانسواءِ رڳو سچائيءَ جو اپديش ڪندڙ ۽ پاڻ بہ اُن تي ھلندڙ ھجي، تنھنکي آپت ودوان ٿا چون.

خالي رهي پنهنجو منش جنم اجايو ٿا وڃائين! ڏس! جنهن ڳالهه ۾ لکين هزار ٿين هڪ مت جا ٿين، اهڙي ويد مت [آهي] ۽ [ٻين ڪري] سو ڪار ڪرڻ کپي! ۽ جنهن ۾ هڪ ٻئي جا وروڌي ٿين، سو ڪلپت [فرضي]، ڪوڙو، اڌرم ۽ سويڪار ڪرڻ جهڙو ڪينهي! جگياسو- انجي پريکشا ڪيئن ڪجي؟ آپت- ٿون وڃي [ڪانئن] اهڙيون ڳالهيون پڇ. سڀني جي هڪ سمتي وڃي ٿيندي. پوءِ انهن هزارن جي سڀا جي وچ ۾ بيهي اٿي چئو ته ٻڌو سڀ لوڪو! سچ چوڻ ۾ ڌرم آهي يا ڪوڙ ڳالهائڻ ۾؟ سڀئي هڪ سر سان چئو ته سچ چوڻ ۾ ڌرم آهي ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ اڌرم! ساڳيءَ ريت وديا پڙهڻ، برهمچريه رکڻ، پوريءَ جوانيءَ ۾ وواه [ڪرڻ]، ستسنگ، پرشارٿ ۽ سچو وهنوار آديءَ ۾ ڌرم [چيائون]. ۽ اوديا گرهڻ [ڪرڻ]، برهمچريه نه رکڻ، وڀچار ڪرڻ، ڪسنگ، آرس، ڪوڙي وهنوار، ڇل، ڪپٽ، هنسا ۽ ٻئي جي هاڃي آدي ڪرڻ ۾ اڌرم [چيائون] سڀني هڪ مت سان چئو ته وديا آدي گرهڻ ڪرڻ ۾ ڌرم ۽ اوديا آدي پراپت ڪرڻ ۾ اڌرم آهي. پوءِ جگياسوءَ سڀني کان پڇيو ته ان ريت ٿي اوهين سڀئي [پاڻ ۾] هڪ مت ٿيئجي سچي ڌرم جي اُنتي ۽ ڪوڙي وستي کي نـاس ڇو نٿا ڪريو؟ انهن سڀني چيو ته جي اسين ائين ڪريون ته اسان کي ڪير ليکيندو؟ اسانجا چيلا اسانجي آگيا ۾ نه رهندا ۽ ڪمائي ناس ٿي ويندي. پوءِ ته جي آنند اسين ڪري رهيا آهيون، سي سڀ هٿن مان هليا ويندا. انڪري اسين ڄاڻي ٻجهي ۾ پنهنجي پنهنجي مت جو اُپديش ۽ هٺ ڪندا ٿا اچون، ڇاڪاڻ ته ” روٽي کائجي شڪر [کنڊ] سان ۽ مالا ميڙجي مڪر [مڪر] سان!“ اهائي ڳالهه آهي! ڏسو سنسار ۾ سڌي ۽ سچي ماڻهوءَ کي ڪو ڪونه ٿو ڏئي ۽ نه ڪو پڇي ٿو. جيڪو ڍونگ بازي ۽ چالاڪيون ٿـو ڪري، سو ئي مالا ٿو ميڙي. جگياسو- اوهان جو ايڏو پاکنڊ هلاري ٻين ماڻهن کي ٺڳي رهيا آهيو (ته پوءِ) راڄا اوهانکي ڏنڊ ڇو نٿو ڏئي؟ **متن وارا**- اسان راڄا کي بـه پنهنجو چيلو بڻائي ڇڏيو آهي! پڪو پربند ڪيل آهي، جو ڪڏهن نه بگڙندو! **جگياسو**- اوهين اسين متن ۾ رهندڙ ماڻهن کي فريب سان ٺڳي ڪين هاڃي ٿا پهچايو. پرميشور اڳيان ڪهڙو جواب ڏيندؤ؟ (اوهين ته) گهور نرڪ ۾ پوندا. ٿوري جيئڻ لاءِ ايڏا وڏا پاپ ڪرڻ ڇو نٿا ڇڏيو؟ **متن وارا**- جڏهن جيئن ٿيندو، تڏهن ڏٺو ويندو. نرڪ ۽ پرميشور جي سزا جڏهن ملندي، تڏهن ملندي، هينئر ته آنند ٿا ڪريون. اسانکي ته خوشيءَ سان ماڻهو ڌن آدي پدارٿ ٿا ڏين ٿا، ڪا زبردستي ڪري نٿا وٺون! پوءِ راڄا ڏنـڊ ڇو ڏيندو؟ **جگياسو**- جيئن ڪو ننڍڙي ٻالڪ کي ورغلائي ڌن آدي پدارٿ ڦري، ته کيس سزا ٿي ملي، تئن اوهانکي ڇو نٿي ملي؟ ڇاڪاڻ ته [منو سمرتيءَ جي ادياءِ ٢ جي شلوڪ ٥٣ ۾ چيل آهي ته :-]

अज्ञो भवति वै वाल: पिता भवति मन्त्रद: ॥        मनु० [ अ० २ । श्लो० ५३ ]

جنهنکي گيان نه آهي سو ٻار آهي. جو گيان ڏيندڙ آهي سو پتا ۽ ورڌ [پوڙهو ماڻس] ٿو سڏجي. جو ٻڌيمان ۽ ودوان آهي، سو اوهانجن ڳالهين ۾ نٿو ڦاسي، پر اگياني ماڻهو جي ٻالڪن جهڙا آهن، تنکي ٺڳڻ ڪري اوهانکي سرڪاري سزا اوس ملڻ کپي! **متن وارا**- جڏهن راڄا ۽

ٻڌا ٻيئي اسان جي مت ۾ [ شامل ] آهن، ته اسان کي ڏنڊ ڏيڻ وارو ٻيو ڪير؟ جڏهن اهڙو پرٻنڌ ٿيندو، تڏهن انهن ڳالهين کي ڇڏي ٻيا حملا هلائيندا سون. **جگياسو:-** اوهان جو واٽي وٽي اجايا مال ٿا ماريو، [ تنهنجي ٻدوان] جي اوهين ودبا پڙهي گرهستين جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پڙهائيندا رهو، ته [ جيڪر] اوهان جو ۽ گرهستين جو ڪلياڻ ٿئي پوي. **متن وارا:-** جي اسين ننڍپڻ کان وٺي مرڻ تائين [ ملندڙ ] سکن کي ڇڏيون، [ ارٿات ] ٻالڪپڻي کان جوانيءَ تائين ودبا پڙهڻ ۾ لڳا رهون، تنهن کان پوءِ پڙهائڻ ۽ اُپديش ڪرڻ ۾ سڄي آيو پرشارٿ ڪريون، [ تڏهن به] اسان جو ڪهڙو پرايوجن [ سڌ ٿيندو؟ ارٿات ڪجهه به نه. ] اسان کي [ جو هيئر] انهن ٿي لکين روپيا ملي ٿا وڃن ۽ موجون ٿا ماڻيون، سي ڇڏيون ڇو؟ **جگياسو:-** ان جو نتيجو ته خراب آهي. ڏسو اوهين ڏاڍيون بيماريون ٿا ڀوڳيو. جلدي مري ٿا وڃو. ٻڌيمانن ۾ نندا ٿي ٿيو. اچا ٻه تنا سمجهو؟ **متن وارا:-** اڙي ڀائي!

टका धर्मष्टका कर्मःटका हि परमं पदम् । यस्य गृहे टका नास्ति हा! टका टकटकायते ॥ १ ॥
आना अंशकला: प्रोक्ता: रूप्योऽसौ भगवान्स्वयम् । अतस्तं सर्वं इच्छन्ति रूप्यं हि गुणवत्तमम् ॥ २ ॥

(١) ٽون ٻار آهين، سنساري ڳالهين نٿو سمجهين. ڏس! ٽڪي ڪانسواءِ نه ڌرم نه ڪرم ۽ نه پرم پد ٿو ملي. جنهن جي گهر ۾ ٽڪو ڪونهي، سو هاءِ ٽڪو! هاءِ ٽڪو! ڪندو اُتم پدارٿن کي تڪيندو ۽ [ ڇوندو ٿو رهي ] ته هاءِ! پيسا هجن ها، ته هيءَ اُتم شيءِ وٺان ها! (٢) سورهن ڪلائن واري نه ڏسڻ ۾ ايندڙ ڀڳوان جي ڪٿا ته هرڪو ٿو ٻڌي، پر سورهن آنن [ روپي ڪلائن وارو] ۽ پيسن ۽ ڪوڏين روپي انش ڪلائن وارو جو روپيو آهي، سو ٿي نه ساکيات ڀڳوان آهي. ان ڪري ٿي هرڪو روپين جي کوجنا ڪندو ٿو رهي، ڇاڪاڻ ته روپين مان ٿي سمورا ڪم سڌ ٿا ٿين.

**جگياسو:-** ٺيڪ آهي. اوهان جي اندرين ليلا ٻاهر نڪري آئي. اوهان جيترو به پاکنڊ ڪڙو ڪيو آهي، سو سمورو پيٽ جي سک لاءِ. پر ان ۾ جگت جو هاڃو ٿي ٿئي، ڇاڪاڻ ته جيئن سچي اُپديش ڪري سنسار کي لاڀ ٿيو ٿو پهچي، تيئن ٿي ڪوڙي اُپديش ڪري هاڃو به ٿي پهچي. جي اوهانکي ڌن مان ٿي پرايوجن آهي ته نوڪري ۽ واپار آدي ڪرم ڪري ڇو نه ٿا ڌن ڪٺو ڪريو؟ **متن وارا:-** ان ۾ ڏاڍي محنت ڪرڻي ٿي پوي ۽ گهاٽو نه پهچي وڃي! پر اسان جي هن ليلا ۾ گهاٽو پوي ٿي ڪونه، ٻلڪ سدا لاڀ ٿي لاڀ ٿيندو ٿو رهي. ڏسو! [ وڃو] تلسيءَ ڌن [ تلسيءَ جا گل يا پن] وجهي چرڻا امرت ڏيئي، مالها پهرائي ٿا ڇڏيون. ( اهڙيءَ ريت ٺڳي) چيلو سڄي آيو ڀرو جهان ٺڳجي ٿو وڃي. پر ڪيس جيئن وهايو، ٺڳ وهي سگهندو. **جگياسو:-** ماڻهو اوهان کي ايڏا پيسا ڇا لاءِ ٿا ڏين؟

**متن وارا:-** ڌرم، سورڳ، ۽ مڪتيءَ (وٺڻ) لاءِ. **جگياسو:-** جڏهن اوهان پاڻ ٿي مڪت نه آهيو ۽ نه مڪتيءَ جو سروپ يا ساڌن ٿا ڄاڻو، تڏهن اوهان جي سيوا ڪندڙن کي ڇا ملندو؟ **متن وارا:-** هن لوڪ ۾ ٿو ملي ڇا؟ نه، مرڻ کان پوءِ پرلوڪ ۾ ٿو ملي.

هي ماڻهو جيترو اسانکي ٿا ڏين ۽ سيوا ٿا ڪن، اوترو سمورو انهن ماڻهن کي پرلوڪ ۾ ملي ٿو وڃي:- **جگياسو:-** انهن کي ته ڏنل [پدارٿ] ملندو يا نه، پر اوهان ونڊڙن کي ڇا ملندو؟ نرڪ يا ٻيو ڪجھ؟ **مت وارا:-** اسين پڙهن ڪندا آهيون، جنهن جو سک اسان کي ملندو. **جگياسو:-** اوهان جو پڙهن ته آهيئي نڪن لاءِ! نڪا ته سمورا اليئي پيا رهندا پر جنهن مانس پنهنجي اچي ٿا پاليو، سو به پسر ٿي اليئي رهجي ويندو. جي اوهان پڙهن ڪندا هجو ها، ته اوهان جي آتما به پوتر هجي ها. **مت وارا:-** ڇا اسين آشڌ [ميرا] آهيون؟

**جگياسو:-** اندر ۾ ڏاڍا ميرا آهيو. **مت وارا:-** اوهان ڪيئن ٿا سمجهو؟ **جگياسو:-** اوهانجيءَ هلت چلت ۽ ورهوار منجهان. **مت وارا:-** مهاتمائن جو ورهوار هاٿيءَ جي ڏندن سمان ٿيندو آهي. جيئن هاٿيءَ جا ڏند کائڻ جا هڪڙا ۽ ڏيکارڻ جا ٻيا ٿا ٿين، تيئن ئي اسين به اندران پوتر آهيون ۽ ٻاهران وڳي ليلا ٿا ڪريون. **جگياسو:-** جي اوهين اندران شڌ هجو ها، ته اوهان جا ٻاهريان ڪرم به شڌ ٿين ها. پر [ٻاهريان ڪم اشڌ آهن] تنهن ڪري اندران به ميرا آهيو. **مت وارا:-** اسين ڪهڙي ڪيئن به هجون پر اسان جا چيلا چڱا آهن. **جگياسو:-** جيئن اوهين گرو آهيو، تيئن ئي اوهان جا چيلا به هوندا. **مت وارا:-** هڪڙو مت ته ڪڏهن ٿي نه سگهندو، ڇاڪاڻ ته ماڻهن جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جدا جدا آهن.

**جگياسو:-** جي ننڍپڻ ۾ هڪجهڙي سکيا وٺو، ۽ سچ ڳالهائڻ آدي ڌرم ڪري گرهڻ ڪري ڪوڙ ڳالهائڻ آدي اڌرم کي ڇڏي ڏيو، ته هڪڙو مت اوس ٿي وڃي. اهي ٻه مت يعني ڌرماتما ۽ پاپي جي سدا رهندا ٿي آهن، سي ته رهندا. پر ڌرماتما وڌيڪ ۽ اڌرمي گهٽ هئڻ ڪري سنسار ۾ سک، ۽ جڏهن اڌرمي گهڻا ٿين ته دک وڌندو آهي. جي سڀيئي ودوان هڪجهڙو اپديش ڪن ته هڪڙي مت [قائم] ٿيڻ ۾ ذرو به سمو نه لڳي. **مت وارا:-** اڄڪله ڪلجڳ آهي، ستجڳ جي ڳالهه نه ڪريو. **جگياسو:-** ڪلجڳ نالو آهي زماني جو. ڪال نشڪريہ [ڪريا نه ڪندڙ = جڙ] هئڻ ڪري ڪو ڌرم يا اڌرم ڪرڻ ۾ ساڌڪ ٻاڌڪ [ورود ڪندڙ] ڪونهي. ٻلڪ ڪلجڳ جون مورتيون ته اوهين پاڻ ٿيئي رهيا آهيو - جي ماڻهو پاڻ ئي ستجڳ ۽ ڪلجڳ نه بڻجن، ته جيڪو سنسار ۾ ڪو به مهاتما ٿئي نه سگهي! اهي سڀيئي سنگت جا دوش ۽ گڻ آهن ۽ نه سڀاوڪ.

ايترو چئي آپت [ودوان] وٽ ويو - چيائين ته مهاراج! اوهان منهنجو اڌار ڪيو آهي، نه ته جيڪر آءُ به ڪنهن جار ۾ ڦاسي نشٽ ڀرشٽ ٿي وڃان ها. هينئر آءُ به انهن پاکنڊين جو **کنڊن** ۽ ويدوڪت سچي مت جو **منڊن** ڪندو رهندس. **آپت:-** اهو ئي سڀني منشن جو ۽ وشيش ڪري ودوانن ۽ سنياسين جو ڪم آهي. سچ جو **منڊن** ۽ ڪوڙ جو **کنڊن** پاڙهي، پڙهائي، ۽ سچو اپديش ڏيئي، سڀني منشن لاءِ ڀلائي پهچائڻ گهرجي.

**اڄوڪن برهمچارين ۽ سنياسين جي اوسٿا:- پرشن-** جي برهمچاري ۽ سنياسي آهن، سي ته ٺيڪ آهن؟

اُتر:- اهي آشرم تہ ٺيڪ آهن، پر اڄڪالهہ اُنهن ۾ ڏاڍي گڙٻڙ آهي. ڪيترا تہ اڙڳوا نالو ”برهمچاري“ ٿا رکن، پر ڇل ڪپٽ واريون ڄٽائون وڌائي سڌيون ڪندا، ۽ ڄپ ۽ پرشچرڻ آديءَ ۾ ڦاٿل ٿا رهن. وديا پڙهڻ جو تہ نالو نہ وٺن. جنهن سببان ”برهمچاري“ نالو ٿو رکجي، تنهن برهم ارٿات ويد پڙهڻ ۾ تہ بلڪل پرشارٿ نٿا ڪن. اهڙا برهمچاري ٻڪريءَ جي ڳچيءَ وارن ٿڻن جيان ڪنهن بہ ڪم جا ڪينهن.

اهڙائي وديا هيڻ سنياسي بہ ڏنڊو ۽ ڪمنڊل کڻي رڳو پنندا ٿا وتن. اهي ويد مارگ ڏانهن تہ ڪجهہ بہ اُنتي نٿا ڪن، بلڪ ننڍپڻ ۾ ئي سنياس وٺي گهمندا ٿا رهن ۽ وديا پڙهڻ ڇڏي ٿا ڏين. اهڙا برهمچاري ۽ سنياسي جل ٿل پٿر آديءَ جي مورتين جا درشن ۽ پوڄا ڪندا هيڏانهن هوڏانهن گهمندا ٿا رهن. وديا پرائي بہ ماٺ ۾ رهندا آهن. ايڪانت استانن ۾ اِڇا اُنوسار کائي پي سمهيا رهندا آهن، ۽ ايرکا دويش ۾ ڦاسي نندا ۽ دشٽ ڪم ڪري گذران ٿا ڪن. جي رڳو ڀڳون ڪپڙن پائڻ ۽ ڏنڊي کڻڻ ڪري ٻاڻ کي سڀورو سمجهي ۽ سيني ڪان مٿي جاٽي چڱا ڪم نٿا ڪن، اهڙا **سنياسي** بہ جڳت ۾ اَجايو ٿا رهن. پر جي سڄي جڳت جو لاڀ ٿا ڪن، سي چڱا آهن.

**٦٥. گري، پوري ۽ ڀارتي گوسائين- پرشن**:- گري، پوري ۽ ڀارتي آدي گوسائين لوڪ تہ چڱا آهن؟ ڇاڪاڻ تہ اهي منڊليون ٺاهي، هيڏانهن هوڏانهن ٿا گهمن. سون ساڌن کي موجون ولائيندا آهن. هرهنڌ **ادوئيت** مت جو اُپديش ڪندا آهن، ٿورو گهڻو پڙهندا پاڙهيندا بہ آهن، تنهڪري اهي چڱا هوندا.

اُتر:- اهي ڏہ نالا [سنياسين جا] پوئين ڪلپنا آهي، سناتن ڪينهن. سندن منڊليون رڳيون پيوجن ڪرڻ لاءِ آهن. ڪيترائي ساڌو رڳو ڪاڌي کائڻ لاءِ منڊلين ۾ رهندا آهن. پاکنڊي بہ آهن، ڇاڪاڻ تہ هڪڙي کي مهنت بڻائيندا آهن. سانجهن جو اِهو مهنت جو اُنهن ۾ وڏو هوندو آهي، سو گديءَ تي ويهندو آهي. [پوءِ سڀ براهمڻ ۽ ساڌو] اُٿي هٿن ۾ گل کڻي [چوندا آهن تہ]:-

नारायणँ पद्मभवं वसिष्ठं शक्ति च तत्पुत्रपराशरँ च व्यासँ शुकं गौडपदं महान्तम् ॥

اَهڙا شلوڪ پڙهي، ”هر هر“ بولي، مٿس گلن جي ورکا ڪري، ساشٽانگ نمسڪار ڪندا آهن. جو اِئين نہ ڪري، تنهنجو اُتي رهڻ بہ مشڪل آهي. اِهو پاکنڊ سنسار کي ڏيکارڻ لاءِ ڪندا آهن؛ جنهن ڪري جڳت ۾ مان وڌي ۽ مال ملي. ڪيترائي مٺ ڌاري تہ گرهستي رهندي بہ سنياس جو رڳو اَيمان ڪندا ٿا رهن؛ ۽ ڪرم ڪجهہ بہ نہ. سنياسين جا تہ اُهيئي ڪرم آهن، جي پنجين سملاس ۾ لکيا اَٿئون. اهي نہ ڪري اَجايو سمو ٿا وڃائين. جو ڪين چڱو اُپديش ڪري تہ سندس ورود ڪندا. گهڻو ڪري اِهي ماٺهو ڀسم [لائيندا] ۽ رڌراکش پائيندا آهن. ڪو ڪو **شئو** سمپرداءِ جو اَيمان بہ ڪندو آهي. شاسترارٿ ڪندا آهن تہ پنهنجي مت اَرٿات شنڪر آچاريہ جي چيل [مت] جي اِستاپنا ۽ چڪرانڪت

آديءَ جي ڪنڊن ڪرڻ ۾ رڌل رهندا آهن. ويد مارگ جي اُنتيءَ ۾ جيترا به پاکنڊ آهن، تن جي ڪنڊن ڪرڻ ۾ شامل نه ٿيا آهن.

**سادن ۽ سنياسين جا ڪرتويہ:-** سنياسي لوڪ ته اِئين ٿا سمجهن ته ڪنڊن منڊن سان اسان جو اُپڪار ڪهڙو؟ اسين ته مهاتما آهيون! اهڙا لوڪ به ڌرتيءَ تي بار سمان آهن! اهڙن جي هٺ ڪري ئي ته ويد ماتا جا وروڌي وام مارگي آدي **سمپردائي**، **عيسائي**، مسلمان ۽ جيني آدي **وڌي** ويا، ۽ هيئنر به وڌندا ٿا وڃن، ۽ اُنهن [هندن] جي **گهٽتائي** ٿيندي ٿي وڃي؛ نه به سنڌن اکيون نٿيون کلن. کلنديون ڪٿان؟ جي سنڌن من ۾ پراُپڪار ڪرڻ جو خيال ۽ ڪرتويہ پالڻ جو اُتساهه هجي [ته کلن] هي ماڻهو ته پنهنجي عزت ۽ کائڻ پيئڻ جي پيٽ ۾ ايو ڪجي ڪين ٿا ليکين ۽ سنسار جي نندا کان گهٽو ٿا ڊڄن. تنهن ڪري [لوڪيشنا] لوڪ ۾ پرتشٺا [وتيشنا] ڌن گڏ ڪرڻ ۾ لڳو رهڻ ۽ موجون ماڻڻ (پتريشنا) پٽن جيان چيلن سان پريت رکڻ، اِنهن ٽنهي ايشڻائن [ترشنائن] کي ڇڏڻ ضروري آهي. ايشڻائون [سنساري اڇائون] نه ڇٽيون ڪين، پوءِ سنياس ڪيئن ٿي سگهي؟ اُرٿات پکشپات ڇڏي ويد مارگ جو اُپديش ڪري جڳت جي ڪلياڻ ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات رڌل رهڻ سنياسين جو مکيہ **ڪرتويہ** آهي. جڏهن پنهنجن فرضن جي اَدائي نٿا ڪريون، ته سنياسي آدي ناحق کائڻ آيا آهن. جيئن گرهستي وهنوار ۽ سوارٿ ۾ محنت ٿا ڪن، تئين سنياسي پراُپڪار ڪرڻ ۾ ڪانئن به وڌيڪ پرشارٿ ڪندا ۽ تيار رهندا، تڏهن ئي سمورا آشرم اُنتي ڪندا. ڏسو! اوهان جي اڳيان پاکنڊ مت وڌندا ٿا وڃن، ۽ [هندو] عيسائي ۽ مسلمان به ٿيندا ٿا وڃن. پر اوهان کان پنهنجي گهر جو بچاءُ ۽ ٻين کي پاڻ ۾ ملائڻ ذرو به نٿو پڄي. پڄي ته تڏهن، جڏهن اوهين ڪرڻ گهرو. جيستين ورتمان ۽ ڀوشيہ ۾ اُنتي شيل نه ٿيندا، تيستين آريہ ورت ۽ ٻين ديشن ۾ رهندڙ منشن جو واڌارو نه ٿيندو. جڏهن ويد آدي شاسترن جو پڙهڻ پڙهائڻ، برهمچريہ آدي آشرمن جو ٺيڪ ٺيڪ پالڻ ۽ ستيہ اُپديش واڌاري جا ڪارڻ ٻڌندا آهن، تڏهن ئي ديش جي اُنتي ٿيندي آهي. خبردار ٿيو! اوهان کي سچ پچ پاکنڊ جون گهڻيئي ڳالهيون ڏسڻ ۾ ٿيون اچن. جيئن ته ڪو دڪاندار يا سادو پٽ ڏيڻ جون سڌيون ڏيکاري، ته اُن وٽ گهڻيئي استريون ٿيون وڃن ۽ هٿ ٻڌي پٽ ٿيون گهرن؛ ۽ باواجي سڀني کي پٽن ٿيڻ جي آسيس ڪري ڇڏيندا آهن. اُنهن مان جن جن کي پٽ ڄمندو آهي، سي سمجهنديون آهن ته باواجيءَ جي وچن ڪري ٿيو. ڪانئن ڪو پڇي ته سوئر، ڪتيءَ، گڏهه ۽ ڪڪڙ آديءَ کي به ٻائي جيءَ جي وچن سبب ٻچا ڄمندا آهن ڇا؟ پوءِ ته ڪو به جواب نه ڏيئي سگهنديون. جو چوي ته ته آءٌ پٽ کي جيئرو رکي ٿو سگهان [ته ڪانئس پڇجي] ته پاڻ ڇو ٿو مري؟

**ڌنساريءَ جي ڌڳن جون ڌڳيون:-** ڪيترائي ڌورت ماڻهو اهڙي مايا رچيندا آهن، جو وڏا وڏا ٻڌيمان به دوکي ۾ ڦاسيو وڃن، جيئن **ڌنساريءَ** جا ڌڳ! اهي ماڻهو پنج ست گڏجي ڏورانهن ديشن ۾ ويندا آهن. منجهائن جو بت ۾ ڊگهو ۽ متارو

هوندو آهي، تنهنڪري سڌ ٻڌائي ڇڏيندا آهن. جنهن شهر يا ڳوٺ ۾ شاهوڪار رهندا آهن، تنهن جي ويجهو جهنگ ۾ اُن سڌ کي وهاريندا آهن. سندس ساڌڪ [ڪم ڪندڙ] شهر ۾ وڃي اُچارڻ ٻڌجي هر ڪنهن کان پڇندا آهن:- "اوهان اَهڙي مهاتما کي هٿ ڪٿي ڏٺو آهي يا نه؟"

ماڻهو اُبترو پڇندا آهن، ته هو مهاتما ڪير آهي ۽ ڪيئن آهي؟ **ساڌڪ:-** وڏو سڌ پُرش آهي. من جون ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيندو آهي. جيڪي واڪان ڪندي، سو ٿي پوندو آهي. وڏو ٻوگيراج آهي. سندس درشن ڪرڻ لاءِ اَسين پنهنجا گهر ٻار ڇڏي ڳوليندا ٿا وتون. ڪنهن مونکي چيو هو ته هو مهاتما هن پاسي آيا آهن. **گرهستي-** اَهو مهاتما اوهانکي ڪڏهن ته اَسانکي به ٻڌائجو. درشن ڪري من جون ڳالهيون پڇنداسون، ان ريت سڄو ڏينهن شهر ۾ گهمي هر ڪنهن کي اُن سڌ جون ڳالهيون ٻڌائي، رات جو ساڌڪ ۽ سڌ گڏجي ڪائي ٻي سمهي پوندا آهن. وري پرڀاتي جو شهر يا ڳوٺ ۾ وڃي ساڳيءَ ريت ٻئي ڏينهن ڳالهيون ڪري پوءِ چارئي ساڌڪ [واري سان] ڪنهن هڪڙي شاهوڪار کي چوندا آهن، ته مهاتما مليو آهي، جي اوهانکي درشن ڪرڻو هجي ته هلو! هو جڏهن تيار ٿين ٿا ته ساڌڪ ڪالهه پڇندا آهن، ته اوهين ڪهڙي ڳالهه ٿا پڇڻ گهرو؟ اسانکي ٻڌايو. ڪو پٽ جي اِڇا ٿو ڪري، ڪو ڌن جي، ڪو روڳ هٽائڻ جي ۽ ڪو شتروءَ کي جيتڻ جي! ساڌڪ ڪيس وٺي ٿا وڃن. سڌ ۽ ساڌڪن جهڙا اشارا [اَڳ ۾ ئي مقرر] ڪيا آهن [اُن موجب ڪندا آهن] اَرٿات جنهنکي ڌن جي اِڇا هجي تنهنکي **سڄي** پاسي، جنهنکي **پٽ** جي اِڇا هجي تنهنکي **سامهون**، جنهنکي **روڳ** هٽائڻ جي اِڇا هجي تنهنکي **کٻي** پاسي کان، ۽ جنهنکي **شتروءَ** کي جيتڻ جي اِڇا هجي، تنهنکي **پوئتان** وٺي وڃي سامهون ويٺلن جي وچ ۾ وهاريندا آهن. نمسڪار ڪندئي سڌ پنهنجي سڌيءَ جو ٻُپ ڏيئي وڏي واڪي چوندو آهي ته "ڇا هتي اَسانوٽ پٽ رکيا آهن، جو تون پٽ جي اِڇا ڪري آيو آهين؟" ساڳيءَ ريت ڌن جي اِڇا ڪندڙ کي [چوندو آهي ته] "ڇا هتي ڳوترون رکيل آهن جو ڌن جي اِڇا ڪري آيو آهين؟ فقيرن وٽ ڌن ڪٿي رکيل آهي؟" روڳ واري کي - "اَسين حڪيم آهيون ڇا جو تون بيماري ڇڏائڻ جي اِڇا ڪري آيو آهين؟ اَسين ويڊيه نه آهيون، جو تنهنجو روڳ هٽايون! وڃ ڪنهن ويڊيه وٽ!" جي سندس **پتا** بيمار هجي ته ساڌڪ [سڌ کي] **آڱوٺو**، جي ماتا بيمار هجي ته **ڏسڻي آڱر**، ڀاڻس بيمار هجي ته **وچين** آڱر، زال بيمار هجيس ته **ڀاڃ** [آڱر]، ڌيڻس بيمار هجي ته **ڇيچ** ڏيکاري ڇڏيندو آهي! هيءُ ڏسي سڌ چوندو آهي ته "تنهنجو پتا بيمار آهي، تنهنجي ماتا، تنهنجو ڀاءُ، تنهنجي اِستري يا تنهنجي ڌيءَ بيمار آهي." پوءِ ته اَهي چارئي موهجي ويندا آهن. ساڌڪ کين چوندا آهن ته "ڏسو! جئن اَسان توهانکي چيو هو، تئن ئي آهي يا نه؟" **گرهستي-** هائو! جئن اوهان چيو هو، تئن ئي آهن! اوهان اَسانجي ڏاڍي ڀلائي ڪئي آهي ۽ اَسانجا به وڏا ڀاڳ هئا، جو اَهڙا مهاتما مليا، جنهنجو درشن ڪري اَسين ڪرتارٿ ٿياسين.

**ساڌڪ** – ٻڌو ڀائي! هي مهاتما منوڪامي [پنهنجي من ۾ ليلڊ= بيپرواهه] آهن. هنن کي گهڻو وقت نه رهندا. سندن آشيرواد وٺڻ کپي ته پنهنجي وت آڻي سندن ٿن، من ۽ ڌن سان سيوا ڪريو، ڇاڪاڻ ته "سيوا مان ميوا ملندا آهن"! جي ڪنهن کي خوش ٿي پون ته اُلاجي ڪهڙو وَر ڏيئي ڇڏين؟ "سنتن جي گت اَپار آهي." گرهستي اهڙيون من موهيندڙ ڳالهيون ٻڌي، ڏاڍي خوشيءَ مان ساراهه ڪندا گهر موٽندا آهن. ساڌڪ به اُنهن سان گڏ هليا ويندا آهن، اُن لاءِ ته متان ڪو سندن پاکنڊ پڌرو نه ڪري ڇڏي! شاهوڪارن کي جيڪي متر ملندا آهن، تن وٽ [سڌ جي] وڏائي ڪندا آهن. اِن ريت جي جي ساڌڪن سان گڏجي ويندا آهن، تن تن کي [سڌ] سندن حال ٻڌائي ڇڏيندا آهن پوءِ ته شهر ۾ هلچل مچي ويندي آهي، ته فلاڻيءَ جاءِ تي هڪڙا ڏاڍا وڏا سڌ آيا آهن، هلو اُنهن وٽ! جڏهن ٽولين جون ٽوليون ناهي گهڻا ئي ماڻهو ٿا پڇن ته "مهاراج منهنجي من جو حال ٻڌايو." پوءِ نه پرينه بگڙڻ [پت وانڪي ٿيڻ يا پول کلڻ] ڪري مات ڪري مؤن [خاموشي] ڌاريندا آهن ۽ چوندا آهن ته "اَسانکي گهڻو نه ستايو!" پوءِ جهٽ سندس ساڌڪ به چوڻ لڳندا آهن ته جي اوهين کين گهڻو ستائيندا ته هو هليا ويندا." ڪي وڏا ماڻهو ساڌڪ کي پاسيرو ڪري چوندا آهن ته اَسان جي من جي ڳالهه چوايوس ته هن اَسين سچ مڃينداسون." ساڌڪ پڇيو ته "ڳالهه ڪهڙي آهي؟" شاهوڪار کيس ٻڌائي ڇڏي. پوءِ کيس سائين نمونن جي اِشارن موجب وٺي وڃي وهاريائين. سڌ سمجهي جهٽ [ڳالهه] ٻڌائي ڇڏي. پوءِ ته سڀني ميلي ٻڌي ورلي نه مار! ڏاڍا وڏا سڌ پرش آهن. ڪو مٺائي، ڪو پئسا، ڪو رپيا، ڪو اشرفيون، ڪو ڪپڙو ۽ ڪو سيڌو سامگري پيٽا ٿو ڏئي، پوءِ جيسين گهڻي مڃتا رهي، تيسين پنهنجيءَ پنهنجيءَ اِڇا موجب ڦريندا ٿا رهن. ڪن ڪن هڪ ٻن ڳمڍ جي گوڙهن ۽ مت جي موڙهن کي پٽ ٿيڻ جي آشيرواد يا رک ڪٽي ڏيندو آهي ۽ کائنس هزارن روپيا وٺي ڇڏيندو آهي ته جي تنهنجي ڀڳتي سچي هوندي ته پٽ پيدا ٿيندو. اِن نموني جا ڪيترائي ٺڳ اَهڙا آهن، جن جو اِمتحان ودوان ئي وَٺي سگهن ٿا ۽ نه ٻيا.

**وديا ۽ ستسنگ جي مهما:-** تنهنڪري ويد آدي وديا پڙهڻ ۽ ستسنگ ڪرڻ گهرجي، جنهنڪري ڪو به کيس ٺڳيءَ ۾ نه ڦاسائي سگهي، ۽ پڻ ٻين کي بچائي سگهي؛ ڇاڪاڻ ته وديا ئي مڻش جون اکيون آهن، بنا وديا ۽ سکيا جي گيان نٿو ملي. جي ننڍپڻ کان ئي اُتم سکيا ٿا وٺن، سي ئي مڻش ۽ ودوان ٿا بڻجن. خراب سنگت وارا دشت، پاپي ۽ مهامورک بڻجي ڏاڍا ڏک ٿا پائين. اِنڪري ئي گيان جي وڏائي ٿيل آهي. جو ڄاڻي ٿو، سو [اِها ڳالهه] مڃي ٿو.

न वेत्ति यो यस्य गुणप्रकर्षं स तस्य निन्दा सततं करोति। यथा किराती करिकुम्भजातामुक्ताः परित्यज्य बिभर्ति गुञ्जाः ॥

[चु० चा० ११-१२]

هيءَ ڪنهن ڪويءَ جو شلوڪ آهي. جو جنهن جو گڻ نٿو ڄاڻي؛ سو تنهنجي سدائين

**نندا** ڪندو ٿو رهي. جنهن جهنگلي پيلاٽي گج مڪتا ❁ ڪي چڏي گنجائن ⁜ جو هار پائيندي آهي. ساڳيءَ ريت جو ماڻهو ودوان، گياني، ڌارمڪ، ست پرشن جي سنگت ڪندڙ، يوگي، پرشارٿي، جتيندريه ۽ سشيل ٿو ٿئي، سوئي ڌرم، اَرٿ، ڪام ۽ موڪش ڪري هن جنم ۽ ايندڙ جنم ۾ سدا آنند ۾ ٿو رهي.

اينترو آريه ورت جي رهندڙ ماڻهن جي متن بابت مختصر ۾ لکيو سين.

**آريه ورت جو راڄ ۽ وَنش**:- ان کان سواءِ جو ٿوروڙو آريه راجائن جو اتهاس مليو آهي، تنهنڪري سڀني سڄڻن جي ڄاڻ لاءِ پڌرو ڪيو ٿو وڃي. هينئر آريه ورت جي راڄ-ونش [گهراڻي] جنهن ۾ شريمان **مهاراجا يڌشٽر** کان وٺي **مهاراجا يشپال** تائين [جيڪي مهاراجائون] ٿي گذريا آهن، تنهجو اتهاس لکون ٿا. شريمان **مهاراجا "سويمڀو"** منوءَ کان وٺي **مهاراجا يڌشٽر** تائين جو اتهاس ته **مهابارت** ۾ لکيل ئي آهي، ان مان سڄڻن کي [مهابارت کان] اورئين پاسي جي اتهاس جي ڪجهه ڄاڻ پوندي. هيءُ وشَه "هريشچندر چندرڪا" ۽ "موهن چندرڪا" نالي ودياٿين لاءِ مهني ۾ ٻه گهمرا نڪرندڙ رسالن ۾ جي [اُن وقت] ناٿ دواري مجهان چتوڙ ڳڙهه پرسان رياست اُديپور (راجپوتانا) مان نڪرندا هئا، تن ۾ ڇپيا هئا ۽ اُتان ئي اسان نقل ڪيا آهن. جي اِئين ئي اسانجا آريه سڄڻ اتهاس ۽ وديا پستڪن جي کوج ڪري پرڪاشت ڪندا رهندا ته ديش کي لاڀ رسندو. اُن پتر جي سمپادڪ مهاشيه پنهنجي متر کان هڪ جهوني پستڪ، جو وڪرمي سنبت سترهن سؤ بياسيءَ (١٧٨٢) ۾ لکيل هئو، تنهن تان نقل ڪري، پنهنجن پرچن بابت مانگهه شڪل پکش سنبت ١٩٣٩ جي ١٩ ۽ ٢٠ ڪرڻن يعني ٻن پاڪشڪ پرچن ۾ ڇاپيو هو، سو هيٺئين موجب سمجهجي:-

# آريه ورت جي راڄ ونشاولي

اِندرپرست [دهليءَ] ۾ آريه لوڪن شريمان مهاراجا **يشپال** تائين راڄ ڪيو، جن ۾ شريمان مهاراجا **يڌشٽر** کان وٺي مهاراجا **يشپال** تائين اَڪل هڪ سؤ چوويهه (١٢٤) ونش يعني **پيڙهيون** [ٽيون]، جن [چار هزار هڪ سؤ ستونجاه ورهيه، نو مهينا ۽ چوڏهن ڏينهن] ٤١٥٧ ورهيه ٩ مهينا ١٤ ڏينهن راڄ ڪيو، اُنجو وستار هن ريت آهي:-

## ڪل راڄ جو سمو

| راجا | سنکيا | ورهيه | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|
| آريه راجا | ١٢٤ | ٤١٥٧ | ٩ | ١٤ |

❁ شاعراڻو خيال آهي ته هاٿيءَ جي مٿي ۾ موتي ٿيندو آهي، جنهنکي گج مڪتا چوندا آهن. [اُڙدوءَ تان].

⁜ گنجا جنهنکي سنڌيءَ ۾ لالڙي ۽ سنسڪرت ۾ گنجڪا ٿا چون، سا سونارن وٽ سون توراڻ لاءِ هڪ رتيءَ جو ڪم ڏيندي آهي. [گنپترا و].

**(١) شريمان مهاراجا يڌشٽر** آديءَ جي ولش جي آڪل ٽيهن پيڙهين ١٧٧٠ ورهيه ١١ مهينا ١٠ ڏينهن راج ڪيو، اُن جو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن | سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ١ | يڌشٽر | ٣٦ | ٨ | ٢٥ | ١٦ | سچرت | ٤٢ | ١١ | ٢ |
| ٢ | پريڪشت | ٦٠ | ٠ | ٠ | ١٧ | شورسين ٻيو | ٥٨ | ١٠ | ٨ |
| ٣ | جنميجيه | ٨٤ | ٧ | ٢٣ | ١٨ | پروت سين | ٥٥ | ٨ | ١٠ |
| ٤ | اشو ميڌ | ٨٢ | ٨ | ٢٢ | ١٩ | ميڌاوي | ٥٢ | ١٠ | ١٠ |
| ٥ | رام ٻيو | ٨٨ | ٢ | ٨ | ٢٠ | سون چير | ٥٠ | ٨ | ٢١ |
| ٦ | ڇترو مل | ٨١ | ١١ | ٢٧ | ٢١ | ڀيم ديو | ٤٧ | ٩ | ٢٠ |
| ٧ | چتررٿ | ٧٥ | ٣ | ١٨ | ٢٢ | نرهري ديو | ٤٥ | ١١ | ٢٣ |
| ٨ | دشٽ شيليه | ٧٥ | ١٠ | ٢٤ | ٢٣ | پورڻ مل | ٤٤ | ٨ | ٧ |
| ٩ | اُگرسين | ٧٨ | ٧ | ٢١ | ٢٤ | ڪردوي | ٤٤ | ١٠ | ٨ |
| ١٠ | شورسين | ٧٨ | ٧ | ٢١ | ٢٥ | المڪ | ٥٠ | ١١ | ٨ |
| ١١ | ڀوُن پتي | ٦٩ | ٥ | ٥ | ٢٦ | اُدي پال | ٣٨ | ٩ | ٠ |
| ١٢ | رڻجيت | ٦٥ | ١٠ | ٤ | ٢٧ | دوُن مل | ٤٠ | ١٠ | ٢٦ |
| ١٣ | رکشڪ | ٦٤ | ٧ | ٤ | ٢٨ | دمات | ٣٢ | ٠ | ٠ |
| ١٤ | سکديو | ٦٢ | ٠ | ٢٤ | ٢٩ | ڀيم پال | ٥٨ | ٥ | ٥ |
| ١٥ | نرهرديو | ٥١ | ١٠ | ٢ | ٣٠ | ڪشيمڪ | ٤٨ | ١١ | ٢١ |
| | | | | | | ڪل جوڙ | ١٧٧٠ | ١١ | ١٠ |

**(٢) راجا ڪشيمڪ** جي پردان منتريءَ **وسروا** راجا ڪشيمڪ کي ماري راج ڪيو، [سندس] چوڏهن پيڙهين ٥٠٠ سال ٣ مهينا ١٧ ڏينهن راج ڪيو، اُنجو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن | سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ١ | وسروا | ١٧ | ٣ | ٢٩ | ٨ | ڪدرت | ٤٢ | ٩ | ٢٤ |
| ٢ | پرسيني | ٤٢ | ٨ | ٢١ | ٩ | سج | ٣٢ | ٢ | ١٤ |
| ٣ | ويرسيني | ٥٢ | ١٠ | ٧ | ١٠ | امرچوڙ | ٢٧ | ٣ | ١٦ |
| ٤ | اننگ شائي | ٤٧ | ٨ | ٢٣ | ١١ | اميپال | ٢٢ | ١١ | ٢٥ |
| ٥ | هرجت | ٣٥ | ٩ | ١٧ | ١٢ | دشرت | ٢٥ | ٤ | ١٢ |
| ٦ | پرم سيني | ٤٤ | ٢ | ٢٣ | ١٣ | ويرسال | ٣١ | ٨ | ١١ |
| ٧ | سکه پاتال | ٣٠ | ٢ | ٢١ | ١٤ | ويرسال سين | ٤٧ | ٠ | ١٤ |
| | | | | | | ڪل جوڙ | ٥٠٠ | ٣ | ١٧ |

**(۳) راجا ويرسال سين** کي **ويرمها** نالي پرڌان منتريءَ [وڏي وزير] ماري راج ڪيو. [سندس] سورهن پيڙهين ۴۴۵ سال ۵ مهينا ۳ ڏينهن راج ڪيو، اُنجو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|
| ۱ | ويرمها | ۳۵ | ۱۰ | ۸ |
| ۲ | اجت سنگهه | ۲۷ | ۷ | ۱۹ |
| ۳ | سرودت | ۲۸ | ۳ | ۱۰ |
| ۴ | پرُ پتي | ۱۵ | ۴ | ۱۰ |
| ۵ | ويرسين | ۲۱ | ۲ | ۱۳ |
| ٦ | مهي پال | ۴۰ | ۸ | ۷ |
| ۷ | شتر وشال | ۲٦ | ۴ | ۳ |
| ۸ | سنگهه راج | ۱۷ | ۲ | ۱۰ |
| ۹ | تيج پال | ۲۸ | ۱۱ | ۱۰ |
| ۱۰ | ماڻڪ چند | ۳۷ | ۷ | ۲۱ |
| ۱۱ | ڪام سيني | ۴۲ | ۵ | ۱۰ |
| ۱۲ | شترومردن | ۸ | ۱۱ | ۱۳ |
| ۱۳ | جيون لوڪ | ۲۸ | ۹ | ۱۷ |
| ۱۴ | هري راو | ۲٦ | ۱۰ | ۲۹ |
| ۱۵ | ويرسين ٻيو | ۳۵ | ۲ | ۲۰ |
| ۱٦ | آدتيه ڪيتو | ۲۳ | ۱۱ | ۱۳ |
| | ڪل جوڙ | ۴۴۵ | ۵ | ۳ |

(۴) مگڌ ديش جي **راجا آدتيه ڪيتوءَ** کي ڌنڌر نالي پرياڳ جي راجا ماري راج ڪيو. [سندس] ۹ پيڙهين ۳۷۴ سال ۱۱ مهينا ۲٦ ڏينهن راج ڪيو، انجو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|
| ۱ | ڌنڌر | ۴۲ | ۷ | ۲۴ |
| ۲ | مهرشي | ۴۱ | ۲ | ۲۹ |
| ۳ | سنوتچي | ۵۰ | ۱۰ | ۱۹ |
| ۴ | مها يڌ | ۳۰ | ۳ | ۸ |
| ۵ | دُرناٿ | ۲۸ | ۵ | ۲۵ |
| ٦ | جيوڻ راج | ۴۵ | ۲ | ۵ |
| ۷ | رُدرسين | ۴۷ | ۴ | ۲۸ |
| ۸ | آري لڪ | ۵۲ | ۱۰ | ۸ |
| ۹ | راجپال | ۳٦ | ۰ | ۰ |
| | ڪل جوڙ | ۳۷۴ | ۱۱ | ۲٦ |

**(۵) راجا راجپال** کي سندس ڀل ڏيندڙ **مهان پال** ماري راج ڪيو. هڪ پيڙهيءَ **۱۴** ورهيه راج ڪيو. سندس ونش اڳتي نه وڌيو.

**(٦) راجا مهان پال** تي **راجا وڪرمادتيه** "اَونتڪا" (اُجين) منجهان چڙهي، راجا مهان پال کي ماري راج ڪيو. هڪ پيڙهيءَ ۹۳ سال راج ڪيو. سندس ڪٽنب به اڳتي نه وڌيو.

**(۷) راجا وڪرمادتيه** کي شاليواهن جي **اُمراو سمدر پال** پٽنڻ جي يوگيءَ ماري راج ڪيو. [سندس] ۱٦ پيڙهين ۳۷۲ سال ۴ مهينا ۲۷ ڏينهن راج ڪيو، اُنجو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آرڻ راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|
| ١ | سمدر پال | ٥٣ | ٢ | ٢٠ |
| ٢ | چندر پال | ٣٦ | ٥ | ٤ |
| ٣ | سهاءِ پال | ١١ | ٤ | ١١ |
| ٤ | ديو پال | ٢٧ | ١ | ٢٨ |
| ٥ | نرسنگهه پال | ١٨ | ٠ | ٢٠ |
| ٦ | سامپال | ٢٧ | ١ | ١٧ |
| ٧ | رگهو پال | ٢٢ | ٣ | ٢٥ |
| ٨ | گووند پال | ٢٧ | ١ | ١٧ |
| ٩ | اَمرت پال | ٣٦ | ١٠ | ١٣ |
| ١٠ | بلي پال | ١٢ | ٥ | ٢٧ |
| ١١ | مهي پال | ١٣ | ٨ | ٤ |
| ١٢ | هري پال | ١٤ | ٨ | ٤ |
| ١٣ | سيس پال * | ١١ | ١٠ | ١٣ |
| ١٤ | مدن پال | ١٧ | ١٠ | ١٩ |
| ١٥ | ڪرم پال | ١٦ | ٢ | ٢ |
| ١٦ | وڪرم پال | ٢٤ | ١١ | ١٣ |
| | ڪل جوڙ | ٣٧٢ | ٤ | ٢٧ |

* ڪنهن تواريخ ۾ ڀيم پال به لکيل آهي.

(٨) **راجا وڪرم پال** اُلهندي پاسي واري راجا **ملوڪچند بوهرا** تي چڙهي ڪري ساٺس ميدان تي لڙائي ڪئي. اُن لڙائيءَ ۾ ملوڪچند وڪرم پال کي ماري **اندر پرست** [دهليءَ] جو راج ڪيو. [سندن] ڏهن پيڙهين **١٩١** سال **١** مهينو **١٦** ڏينهن راج ڪيو، اُن جو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آرڻ راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|
| ١ | ملوڪچند | ٥٤ | ٢ | ١٠ |
| ٢ | وڪرمچند | ١٢ | ٧ | ١٢ |
| ٣ | امين چند ⌘ | ١٠ | ٠ | ٥ |
| ٤ | رامچند | ١٣ | ١١ | ٨ |
| ٥ | هريچند | ١٤ | ٩ | ٢٤ |
| ٦ | ڪلياڻچند | ١٠ | ٥ | ٤ |
| ٧ | ڀيم چند | ١٦ | ٢ | ٩ |
| ٨ | لوو چند | ٢٦ | ٣ | ٢ |
| ٩ | گووند چند | ٣١ | ٧ | ١٢ |
| ١٠ | راڻي پدماوتي (گووندچند جي راڻي) | ١ | ٠ | ٠ |
| | ڪل جوڙ | ١٩١ | ١ | ١٦ |

⌘ سندس نالو ڪٿي ماڻڪچند به لکيل آهي.

(٩) **راڻي پدماوتي** مري ويئي. کيس پٽ ڪونه هئو. تنهڪري سڀني درٻارين صلاح ڪري **هري پريم** وئراڳيءَ کي تخت تي وهاري درٻاري راج ڪرڻ لڳا. سندن چئن پيڙهين ٥٠ سال **٢١** ڏينهن جي راج جو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آرڻ راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|
| ١ | هري پريم | ٧ | ٥ | ١٦ |
| ٢ | گووند پريم | ٢٠ | ٢ | ٨ |
| ٣ | گوپال پريم | ١٥ | ٧ | ٢٨ |
| ٤ | مهاباهو | ٦ | ٨ | ٢٩ |
| | ڪل جوڙ | ٥٠ | ٠ | ٢١ |

465



**(۱۰) راجا مهاٻاهو** راڄ ڇڏي، جهنگ ۾ تپسيا ڪرڻ ويا. بنگال جا راجا **آڌي سين** اهو ٻڌي اندر پرست اچي راڄ ڪرڻ لڳا. [سندن] ۱۲ پيڙهين **۱۵۱** سال **۱۱** مهينا ۲ ڏينهن جو وستار [ تفصيل ]:-

| سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن | سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۱ | آڌي سين | ۱۸ | ۵ | ۲۱ | ۷ | ڪلياڻ سين | ۴ | ۸ | ۲۱ |
| ۲ | ولاول سين | ۱۲ | ۴ | ۳ | ۸ | هري سين | ۱۲ | ۰ | ۲۵ |
| ۳ | ڪيشو سين | ۱۵ | ۷ | ۱۲ | ۹ | ڪشمير سين | ۸ | ۱۱ | ۱۵ |
| ۴ | ماڌ سين | ۱۲ | ۴ | ۳ | ۱۰ | نارائڻ سين | ۳ | ۳ | ۲۹ |
| ۵ | ميرو سين | ۲۰ | ۱۱ | ۲۷ | ۱۱ | لڪشمي سين | ۲٦ | ۱۰ | ۰ |
| ٦ | ڀيم سين | ۵ | ۱۰ | ۹ | ۱۲ | دامودر سين | ۱۱ | ۵ | ۱۹ |
| | | | | | | ڪل جوڙ | ۱۵۱ | ۱۱ | ۲ |

**(۱۱) راجا دامودر سين** پنهنجي اُمراو کي ڏاڍو ستايو هو، تنهڪري راجا جو اُمراو **ديپ سنگھ** لشڪر گڏ ڪري راجا سان وڙهيو. اُن لڙائيءَ ۾ راجا کي ماري ديپ سنگھ پاڻ راڄ ڪرڻ لڳو. [سندن] ڇهن پيڙهين جي **۱۰۷** سال **٦** مهنا ۲۲ ڏينهن راڄ جو وستار:-

| سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن | سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۱ | ديپ سنگھ | ۱۷ | ۱ | ۲٦ | ۴ | نرسنگھ | ۴۵ | ۰ | ۱۵ |
| ۲ | راڄ سنگھ | ۱۴ | ۵ | ۰ | ۵ | هري سنگھ | ۱۳ | ۳ | ۲۹ |
| ۳ | رڻ سنگھ | ۹ | ۸ | ۱۱ | ٦ | جيون سنگھ | ۸ | ۰ | ۱ |
| | | | | | | ڪل جوڙ | ۱۰۷ | ٦ | ۲۲ |

**(۱۲) راجا جيوَن سنگھ** ڪن ڪارڻن ڪري پنهنجو سمورو لشڪر اُتر پاسي روانو ڪري ڇڏيو. اها خبر ٻڌي **پرٿوي راڄ** چوهان وئرات جي راجا جيون سنگھ تي چڙهي آيو، ۽ لڙائيءَ ۾ جيون سنگھ کي ماري اندرپرست [دهليءَ] ۾ راڄ ڪرڻ لڳو. [سندن] پنجن پيڙهين ۸٦ ورهين ۽ **۲۰** ڏينهن جي راڄ جو وستار [تفصيل]:-

| سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن | سنکيا | نالو آريه راجا | سال | مهينا | ڏينهن |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۱ | پرٿوي راڄ | ۱۲ | ۳ | ۱۹ | ۴ | اُديه پال | ۱۱ | ۷ | ۳ |
| ۲ | اَڀيه پال | ۱۴ | ۵ | ۱۷ | ۵ | يشپال | ۳٦ | ۴ | ۲۴ |
| ۳ | دُرجن پال | ۱۱ | ۴ | ۱۴ | | ڪل جوڙ | ۸٦ | ۰ | ۲۰ |

**(۱۳) راجا يشپال** * ٿي سلطان **شهاب الدين** غوري غزنويءَ جي قلعي کان چڙهي آيو، ۽ راجا يشپال کي پرياگ جي قلعي ۾ سنبت ۱۲۴۹ ۾ پڪڙي قيد ڪيو. تنهن کانپوءِ اندر پرست يعني دهليءَ جي بادشاهت پاڻ (سلطان شهاب الدين) ڪرڻ لڳو. [سندن] ۵۳ پيڙهين جي ۷۵۴ ورهين ۱ مهيني ۽ ۱۷ ڏينهن جو وستار اِتهاس جي گهڻن ئي پستڪن ۾ لکيل آهي، تنهن ڪري هتي نٿو لکجي.

هن کانپوءِ بوڌ ۽ جين مت جي وشيه ۾ لکيو ويندو.

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو يارهون سملاس آريه ورت جي متن جي کنڊن منڊن وشيه جي سنبنڌ ۾ پورو ٿيو.



* [ان کان اڳي ٻين اِتهاسن ۾ لکيل آهي ته مهاراجا پرٿوي راج تي سلطان شهاب الدين غوري چڙهي ڪري آيو ۽ ڪيترائي ڀيرا هارائي موٽي ويو. نيٺ سنبت ۱۲۴۹ ۾ گهروُ ڦوٽ سبب مهاراجا پرٿويراج کي جيتي، سندس اکيون ڪڍي، پنهنجي ملڪ ڏانهن وٺي ويو. ان کان پوءِ دهلي (اندرپرست) جو راج ڪرڻ لڳو. مسلمانن جو راج ۴۵ پيڙهين تائين ٦۱۳ ورهيه رهيو.] [اُتردوءَ ڀان].

**نوٽ:-** پيڙهيءَ يا پشت جي معنيٰ جانشين [هڪڙي جي گاديءَ تي ٻيو ويهندڙ] سمجهجي ۽ نه هروڀرو هڪ ٻئي جو اولاد. [اُتردوءَ ڀان].

# ٻارهين سملاس جي انوڀومِڪا [ديباچو] نمبر ٢.

## جين ۽ ٻڌ مت جو آرنڀ

جڏهن آريه ورت جي لوڪن منجهان ستيه ۽ اَستيه جي برابر نرڻيه ڪندڙ ويد ودِيا جي لڪڻ ڪري جي مت متانتر ڪڙا ٿيا، سيئي جين آدي وارن ودِيا ورڌ متن جي پرچار جو ڪارڻ ٻڻيا. چاڪاڻ ته والميڪي [رامائڻ ۽] مهاڀارت آديءَ ۾ جئنين جو نالو نيشان به لکيل ڪونهي ۽ اُلٽندو جئنين جي گرنٿن ۾ والميڪي رامائڻ ۽ مهاڀارت ۾ ورڻن ٿيل رام ۽ ڪرشڻ آديءَ جون ڳالهيون ڏاڍي وستار سان لکيل آهن. اُن مان سڌ ٿو ٿئي، ته هيءَ [جين] مت اُنهن کانپوءِ هليو آهي. پر جئني لوڪ پنهنجي مت کي ڏاڍو جهونو [قديمي] ٿا مڃين. جي ائين هجي ها ته والميڪي [رامائڻ] آدي گرنٿن ۾ سندن ورڻن اَوَس هجي ها. تنهنڪري [سڌ ٿيو ته] جين مت اُنهن گرنٿن [لکجڻ] کان پوءِ هليو آهي.

پر جيڪڏهن ڪو چوي ته جئنين جي گرنٿن منجهان ڪٿائون ترجمو ڪري والميڪي آدي گرنٿ ٻڻايا هونداءُون، ته کانئن پڇڻ گهرجي ته والميڪي آديءَ ۾ اوهانجي گرنٿن جو نالو به لکيل ڪونهي، سو ڇو؟ ۽ اوهانجن گرنٿن ۾ [سندن نالا] ڇو آهن؟ ڇا، پٽا جي جنم کي پٽ ڏسي سگهندو آهي؟ هرگز نه! اِن مان اِهو ئي سڌ آهي ته جين ۽ ٻڌ مت شئو ۽ شاڪت آدي متن کان پوءِ آرنڀ ٿيا آهن.

## سچ ۽ ڪوڙ کي پڌرو ڪرڻ

هينئر هن ٻارهين (١٢) سملاس ۾ جيڪي به جئنين جي مت بابت لکيل آهي، سو سمورو سندن گرنٿن جي پرماڻن موجب لکيل آهي، تنهنڪري جئني لوڪن کي ڪاوڙجڻ نه کپي چاڪاڻ ته جيڪي به اَسان سندن مت بابت لکيو آهي، سو رڳو ستيه ۽ اَستيه جي نرڻيه ڪرڻ لاءِ آهي، ۽ نه ورود يا هاڃي رسائڻ لاءِ. جئني ٻوڌ يا جي ٻيا لوڪ هي ليک پڙهندا، تن سڀني کي سچ ۽ ڪوڙ جي نرڻيه ڪرڻ لاءِ ويچار ڪرڻ ۽ ليک لکڻ جو وجهه به ملندو ۽ پڻ ٻڌي به وڌندن. جيستائين شنڪا ڪندڙ ۽ جواب ڏيندڙ ٻنهي پرِيم سان بحث [نه ڪيا] يا ليک نه لکيا، تيستائين سچ ۽ ڪوڙ جو نرڻيه ٿي نه سگهندو. جيستائين ودوانن ۾ سچ ۽ ڪوڙ جو نرڻيه نه ٿيو آهي، تيستائين مورکن کي مها اَنڌڪار ۾ ڪري ڏاڍا ڪشٽ سهڻا پون ٿا. تنهنڪري سچ جي جئه ۽ ڪوڙ جي ڪيه ڪرڻ لاءِ متراٽا جي نموني ۾ واد وواد ڪرڻ يا ليک لکڻ اَسان ماڻهن جاتيءَ جو مکيه ڪم آهي. جي ائين نه ڪبو ته ماڻهن [جاتيءَ] جي اُنتي ڪڏهن نه ٿيندي.

## ڄڻيي لوڪن جا گرنٿ

وري هي ٻڌ ۽ ڄين مت وارو وشيہ انهن ڪانسواءِ ٻين متن وارن جو بہ وڏيڪ لاڀ ڪندو ۽ ٻڌي [وڌائيندو]. ڇاڪاڻ تہ هي ماڻهو پنهنجا پستڪ ڪنهن ٻئي مت واري کي ڏسڻ، پڙهڻ يا نقل ڪرڻ لاءِ نتا ڏيسن. منهنجي ۽ خاص ڪري آريہ سماج بمبئيءَ جي منتريءَ سيٺ سيوڪ لعل ڪرشڻ داس جي محنت ۽ پرشارٿ سان [سندن] گرنٿ مليا آهن. ڪاشيءَ جي ”ڄين پرڀاڪر پريس“ ۾ [ڪن ڪتابن] جي ڇپڻ ڪري ۽ بمبئيءَ ۾ ”پرڪرڻ رتناڪر“ گرنٿ جي ڇپجڻ ڪري بہ سڀني ماڻهن کي ڄينين جو مت سمجهڻ سولو ٿيو آهي. ڀلا پنهنجن متن جي گرنٿن کي پاڻ ئي پڙهڻ ۽ ٻئي کي نہ ڏيکارڻ کهڙن ودوانن جو ڪم آهي؟ ان مان ئي خبر ٿي پوي تہ انهن گرنٿن جي ناهيندڙن کي اڳ ۾ ئي شڪ هو، تہ انهن گرنٿن ۾ ناممڪن ڳالهين هئڻ ڪري جي ٻين متن وارا پڙهندا تہ [سندن] کنڊن ڪندا؛ ۽ جي اسان جي مت وارا ٻين جا گرنٿ پڙهندا، تہ پنهنجي مت ۾ شرڌا نہ رهي سگهندن!

## سڌارو گهر کان ڪجي

جيڪي بہ هجي، پر گهڻا ماڻهو اهڙا آهن، جن کي پنهنجا دوش نٿا ڏسجن، پر ٻين جي دوشن ڳولهڻ لاءِ ڏاڍا تيار رهندا آهن. اها نياءَ جي ڳالهہ نہ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ پهريائين پنهنجا دوش ڏسي لاهڻ گهرجن، پوءِ ٻين جا دوش ڳولهي ڪڍجن. هيٺ انهن ٻڌ ۽ ڄينين جي مت جو وشيہ سڀني سڄڻن جي اڳيان رکيان ٿو؛ جئن آهي، تئن [نياءَ سان] ويچار ڪن. ا ر ٿات سياڻن لاءِ وڏيڪ ڇا لکجي؟ किमधिकलेखेन बुद्धिमद्वर्येषु



# ओ३म्

## ٻارهون سملاس

## هيٺئين ناستڪ متن ۾ شمار ٿيندڙ چارواڪ، ٻوڌ ۽ جَئنين جي متن جي کنڊن منڊن جي وشيہ جو ورڻن ٿا ڪريون

**ٻرهسپتيءَ جو ناستڪ واد:-** (١) ڪو ٻرهسپتيءَ نالي پرش ٿي گذريو آهي، جو ويد، ايشور ۽ يگيہ آدي اُتم ڪرمن کي بہ ڪونہ مڃيندو هو. ڏسو سندن مت:-

**यावज्जीवं सुखं जीवेन्नास्ति मृत्योरगोचरः । भस्मीभूतस्य देहस्य पुनरागमन कुतः ॥**

١. (الف) **موجون ڪريو!-** منش وغيره ڪو بہ پراڻي مرتيوءَ جي ڇنبي کان ڇٽل ڪونهي؛ ارٿات هر ڪنهن کي مرڻو آهي. تنهن ڪري جيسين شرير ۾ جيو آهي، تيسين آرام ڪندا رهو.

(ب) **پرلوڪ ڪونهي!-** جي ڪو چوي تہ ڌرم تي هلڻ ڪري ڪشٽ ٿا ٿين ۽ جي ڌرم ٿا ڇڏيون؛ تہ ايندڙ جنم ۾ ڏاڍا ڏک ڀوڳڻا پوندا، تہ تنهنکي "چارواڪ" جواب ٿو ڏئي تہ "اي ڀورڙا ڀاءُ! جنهن شرير کاڌو پيتو آهي، سو شرير تہ مرڻ کانپوءِ ڀسم ٿي ٿو وڃي! تنهنڪري وري سنسار ۾ ايندو ئي ڪونہ! تنهنڪري جيئن ڀڃيئي تيئن آنند ۾ رهہ. دنيا ۾ چالاڪيءَ سان هل. ڌن دولت گڏ ڪر ۽ تنهن مان من گهريون موجون ماڻ. لوڪ اِهو ئي آهي؛ پرلوڪ ڪو ڪونهي!"

(ت) **شرير مان جيو ٿو اُپجي:-** ڌرتي، پاڻي، اگني ۽ وايو انهن چئني ڀوتن [عناصرن] جي سنجوڳ سان هيءُ شرير ٺهيو آهي. سندن گڏجڻ ڪرڻ ئي ان ۾ چيتنتا اُتپن ٿي ٿئي. جئين نشيدار وستو کائڻ پيئڻ ڪري نشو اُتپن ٿو ٿئي، تئين ئي جيو بہ شرير سان گڏ اُتپن ٿو ٿئي ۽ شرير جي مرڻ کانپوءِ پاڻ بہ مري ٿو وڃي. پوءِ ڪيئن پاپ ۽ پن جا ڦل [ڀلا ڪٿان] ملندا؟

**तच्चैतन्यविशिष्टदेह एव आत्मा । देहातिरिक्त आत्मनि प्रमाणाभावात् ॥**

ارٿات] هن شرير جي چئني ڀوتن جي گڏجڻ ڪري **جيو آتما** اُتپن ٿو ٿئي ۽ سندن وڇڙڻ وقت نشٽ بہ ٿي ٿو وڃي؛ چاڪاڻ تہ مرڻ کانپوءِ ڪو بہ جيو پڌرو ڏسڻ ۾ نٿو اچي. اسين تہ رڳو هڪ پرتيڪش کي ئي ٿا مڃون؛ چاڪاڻ تہ پرتيڪش کانسواءِ انومان آدي [پرماڻ] ٿين ئي ڪونہ. تنهنڪري مکيہ پرتيڪش اڳيان انومان آدي گهٽ درجي جا هئڻ ڪري ڪين مڃون ئي ڪونہ! سندر **استريءَ** کي ڀاڪر پائي آنند وٺڻ پرشارٿ جو **ڦل** آهي.

**برهسپتيءَ جي ناستڪواد جو کنڊن:-** هيءَ پرٿوي آدي ڀوت جڙ آهن. اُنهن مان چيتن جي اُتپتي ڪڏهن به ٿي نٿي سگهي. جئن هينئر ماتا پتا جي سنجوڳ مان شرير جي اُتپتي ٿي ٿي، تئن ئي سرشٽيءَ جي آد ۾ ماڻهن آديءَ جي شريرن جي بناوٽ پرميشور جي ناهڻ کانسواءِ ڪڏهن به ممڪن ڪانهي. چيتن جي اُتپتي ۽ ناش نشيدار شين [کائڻ پيئڻ] جيان ڪونهي، ڇاڪاڻ ته چيتن کي نشو ٿئي ٿو ۽ نه جڙ کي! پدارٿ نشٽ اَرٿات اَدرشٽ [نظر کان دُور] ٿين ٿا، پر اَڀاو [نيستي] ڪنهن جي به نٿي ٿئي. ساڳيءَ ريت ادرشيه هئڻ ڪري جيو جو اَڀاوُ به نه مڃڻ کپي. آتما جو پرڪٽ هئڻ ته ديهه سان گڏجڻ ڪري ئي ٿو ٿئي! [جيو جي] شرير ڇڏڻ کانپوءِ شرير مرليوءَ کي پراپت ٿو ٿئي، ۽ جئن اڳي جيئرو هو، تئن [وري] نٿو ٿي سگهي. اِهائي ڳالهه برهدارڻيڪ ۾ چيل آهي:-

नाहं मोहं ब्रवीमि अनुच्छित्तिधर्मायमात्मेति ।

[اَرٿات] ياڳيه وَلڪيه ٿا چون ته هي مئتري! آءٌ موهه جي وس ٿي نٿو چوان؛ پر [سچ پچ] هيءَ آتما ناس ٿيندڙ نه آهي. اُنهي گڏجڻ ڪري ئي شرير ڪم ڪري ٿو. جيو جي شرير ڇڏڻ کانپوءِ شرير ۾ ڪو به گيان نٿو رهي. جي آتما ديهه کان اَلڳ نه هجي ها، ته سندس سنجوڳ ڪري چيتنتا ۽ ويوڳ ڪري جڙتا نه ٿئي ها. [تنهنڪري] هو ديهه کان جدا آهي! جهڙيءَ ريت اک سڀني کي ڏسي ٿي، پر پاڻ کي نٿي [ڏسي]، ساڳيءَ ريت پرتيڪش جو ڪندڙ پاڻ کي اِندرين دوارا پرتيڪش [ظاهر] نٿو ڪري سگهي! جئن [جيو] پنهنجيءَ اک سان گهوڙا، ڪپڙا وغيره سڀ پدارٿ ڏسي ٿو، تئن ئي اک کي به پنهنجي گيان سان ڏسي ٿو. جو ڏسندڙ آهي سو ڏسندڙ ئي رهي ٿو، درشيه [ڏسڻ ۾ اچڻ جهڙي وستو] ڪڏهن به نٿو ٿئي! جئن بنا آڌار جي آڌيه، ڪارڻ کانسواءِ ڪاريه، اَوَيويءَ [انگن واري يا ڪل] کانسواءِ اَوَيو [انگ يا جز]، ۽ ڪرتا کانسواءِ ڪرم نٿا رهي سگهن؛ ساڳيءَ ريت پرتيڪش ڪرتا [اَنڀؤ ڪندڙ] کانسواءِ پرتيڪش [اَنڀؤ] ڪئن ٿي سگهندو؟

جي سندر اِستريءَ سان سماگم ڪرڻ کي ئي پرشارٿ جو ڦل مڃيندا، ته ٿوري سمي لاءِ سک ۽ پڻ اُن مان دک به ٿئي ٿو، جو پڻ پرشارٿ جو ڦل ئي ليکبو! جي اِئين آهي ته سورڳ جي ناس ٿيڻ ڪري دک ئي ڀوڳڻو پوندو! جي چئو ته دک جي ڇڏائڻ ۽ سک جي وڌائڻ ۾ پرشارٿ ڪرڻ کپي ته مڪتيءَ جو سک نشٽ* ٿو ٿئي، تنهنڪري هي به پرشارٿ جو ڦل نه ليکبو.

**چارواڪ:-** جي دک سان گڏيل سک کي ڇڏي ٿا ڏين، سي مورک آهن. جئن اَن جو گهرجائو اَن وٽي ٻهه ڦٽو ٿو ڪري، تئن سنسار جا بُڌيمان به سک کي گرهڻ ڪري دک

* اَرٿات جي هر هنڌ دک ٿيندي ئي تنهنکي هٽائڻ جي ڳڻتيءَ ۾ لڳو رهڻ سچو پچو سک سمجهبو، نه سک يا تندرستيءَ قائم رکڻ لاءِ هميشه جي ڳڻتي اسڳي رهڻ سک سڏجي ٿي نٿو سگهي. مڪتيءَ ۾ ڳڻتيون ۽ اونا شامل ڪينهن. مڪتي ته اَهڙي سدا هلندڙ سک جو نالو آهي، جنهنجي هوندي دک دوشن به نٿو ڏئي. [اُڙدوءَ تان.]

471



جو نياءُ ڪن ۽ چاڪاڻ جو هن لوڪ ۾ موجود سکن کي ڇڏي، سورڳ جي غير موجود سکن جي اِڇا ڪرڻ وارا، ۽ ڌورتن جي چيل ويد ويڪت اگني هوتر آدي ڪرم اپاسنا ۽ گيان ڪانڊ ۾ پرلوڪ پراپتيءَ لاءِ آچرڻ ڪرڻ وارا سمورا **اگياني** آهن. جڏهن پرلوڪ آهيئي ڪونه، ته سندس آشا ڪرڻ مورکتا جو ڪم آهي. چاڪاڻ ته:-

अग्निहोत्रं त्रयो वेदास्त्रिदण्डं भस्मगुण्ठनम् । बुद्धिपौरुषहीनानां जीविकेति बृहस्पतिः ॥

[اَرٿات] چارواڪ مت جو پرچارڪ **برهسپتي** ٿو چوي ته اَگني هوتر، ٽي ويد، ترِدنڊ* ڀسم لڳائڻ، بُڌيءَ پرشارٿ رهت لوڪن گذران واسطي ٺاهيو آهي. ڪنڊي لڳڻ آديءَ مان اُٻڙن ٿيل دک جو نالو **نرڪ** [آهي]، ماڻهن جو تاقيل راجا پرميشور، ۽ ديهه جو ناس ٿيڻ مُڪتي [آهي]، ٻيو ڪجهه به ڪينهي.

**اُتر:-** وشيه روپي سکن [نفساني آنند] کي ئي پرشارٿ جو ڦل مڃڻ ۽ رڳو وشين جي دکن کان آجي ٿيڻ ۾ پنهنجي سڦلتا ۽ مُڪتي مڃڻ **مورکتا** آهي. اگني هوتر آدي يگين ڪرڻ سبب هوا، مينهن ۽ جل جي شڌ ٿيڻ ڪري تندرستي سڌرندي آهي؛ جنهن ڪري ڌرم، اَرٿ، ڪام ۽ موڪش ٿا ملن. اِيترو نه سمجهي ويد، ايشور ۽ ويد ويڪت ڌرم جي **نندا** ڪرڻ ڌورتن [مڪر ڪندڙن] جو ڪم آهي. اَلبت ترِدنڊ ۽ ڀسم لڳائڻ جو ڪنڊن برابر ڪيل آهي. جي ڪنڊي آديءَ مان اُٻڙن ٿيل دک کي نرڪ ٿو سڏجي، ته اُن کان به وڌيون بيماريون آدي نرڪ ڇو ڪينهن؟ راجا کي ڏاڍي وارو هٺ ڪري ۽ پرجا پالڻ ۾ سمرٿ هڻڻ ڪري وڏو مڃجي ته ٺيڪ آهي؛ پر جي **انياءُ** ڪندڙ ۽ پاپي راجا کي به **پرميشور** ڄاڻو ٿا مڃو ته اوهان جهڙو **مورک** ٻيو ڪونهي.

جي رڳو شرير جو ناس ٿيڻ ئي موڪش آهي، ته اوهان ۾ گڏه، ڪتي وغيره ۾ ڀيد ڪهڙو رهيو؟ رڳو [شرير] جي بناوت ۾ ئي ڀيد رهيو.

**٢. چارواڪ جا سڌانت:-**

अग्निरुष्णो जलं शीतं समस्पर्शस्तथाऽनिलः । केनेदं चित्रितं तस्मात्स्वभावात्तद्व्यवस्थितिः ॥ १ ॥
न स्वर्गो नाऽपवर्गो वा नैवात्मा पारलौकिकः । नैव वर्णाश्रमादीनां क्रियाश्च फलदायिकाः ॥ २ ॥
पशुश्चेन्निहतः स्वर्गं ज्योतिष्टोमे गमिष्यति । स्वपिता यजमानेन तत्र कस्मान्न हिंस्यते ॥ ३ ॥
मृतानामपि जन्तूनां श्राद्धं चेत्तृप्तिकारणम् । गच्छतामिह जन्तूनां व्यर्थं पाथेयकल्पनम् ॥ ४ ॥
स्वर्गस्थिता यदा तृप्तिं गच्छेयुस्तत्र दानतः । प्रासादस्योपरिस्थानामत्र कस्मान्न दीयते ॥ ५ ॥
यावज्जीवेत्सुखं जीवेदृणं कृत्वा घृतं पिबेत् । भस्मीभूतस्य देहस्य पुनरागमनं कुतः ॥ ६ ॥
यदि गच्छेत्परं लोकं देहादेष विनिर्गतः । कस्माद्भूयो न चायाति बन्धुस्नेहसमाकुलः ॥ ७ ॥
ततश्च जीवनोपायो ब्राह्मणैर्विहितस्त्विह । मृतनां प्रेतकार्याणि न त्वन्यद्विद्यते क्वचित् ॥ ८ ॥
त्रयो वेदस्य कर्त्तारो भण्डधूर्तनिशाचराः । जर्फरीतुर्फरीत्यादि पण्डितानां वचः स्मृतम् ॥ ९ ॥
अश्वस्यात्र हि शिश्नन्तु पत्नीग्राह्यं प्रकीर्तितम् । भण्डैस्तद्वत्परं चैव ग्राह्यजातं प्रकीर्तितम् ॥ १० ॥
मांसानां खादनं तद्वन्निशाचरसमीरितम् ॥ ११ ॥

* ترِدنڊ جو مطلب آهي ٽي ڪاٺيون آهي، جي هن وقت سنياسي ٻاڌسان رکندا آهن. [اُنُوادڪ]

(۱) چارواڪ، آڀاڻڪ، ٻوڌ ۽ جين ٻه جڳت جي اُتپتي سڀاءَ منجهان مڃيندا آهن. جيڪي ٻه سڀاوڪ گڻ آهن، تنهجي دوارا دروهه [جوهر] هڪ ٻئي سان ملي سڀ پدارٿ ٿا ٺهن. سنسار جو ڪرتا ڪو بہ ڪونهي. ايشور نالي ڪا شيءِ ڪانہ آهي. ڪنهن ڪتي کي ڪنهن ڪو بہ ڪونه. (۲) پر اُنهن [مٿي ڄاڻايل چئن] منجهان چارواڪ هئڻ ٿا مڃين. ٻوڌ ۽ جين پرلوڪ ۽ جيو آتما [جي هستي] مڃيندا آهن، پر چارواڪ نٿو [مڃي. باقي ڳالهين ۾] اُنهن ٽنهي جو مت ڪا ڪا ڳالهہ ڇڏي هڪ جهڙو آهي:- نڪو سرڳ، نڪو نرڪ ۽ نڪو پرلوڪ ۾ ويندڙ آتما آهي؛ نڪي ورڻ آشرم جي قائم ڪرڻ ۾ ڪو لاڀ آهي.

(۳) جي يگيہ ۾ پشو ماري هوم ڪرڻ ڪري هو سرڳ ۾ ٿو وڃي، تہ يجمان پنهنجي پتا آديءَ کي ماري هوم ڪري سرڳ ۾ ڇو نٿو پهچائي؟ (۴) جي مئلن جيون جو شراڌ ۽ ترپڻ ڪرڻ [مئلن جي] اُڃ بک لاهي ٿو، تہ پرديس ۾ ويندڙ سالڙا لاءِ اَن، ڪپڙا ۽ ڌن آدي ڇو ٿا کڻي وڃن؟ ڇاڪاڻ تہ جي مئلن جي نالي تي ارپڻ ڪيل پدارٿ سرڳ ۾ ٿو پهچي تہ ڇونہ پرديس ۾ ويندڙن لاءِ بہ سندن مائٽ گهر ۾ سندن نالن لي [پدارٿ] اَرپڻ ڪري ٻين اِستانن تي پهچائي ڇڏين؟ جي اِتي نٿو پهچي تہ سرڳ، ڪيئن پهچندو؟ (۵) جي مرت لوڪ ۾ دان ڪرڻ ڪري سرڳواسي ترپت ٿا ٿين، تہ هيٺ ڏيڻ سان ڇت تي ويٺل ماڻهن جا پيٽ ڇو نٿا ڀرجن؟ (٦) تنهنڪري جيسين جيئرا رهو، تيسين سک سان جيئو. گهر ۾ وسٽو نہ هجي، تہ قرض کڻي آنند ڪريو. قرض موٽائڻو نہ پوندو، ڇاڪاڻ تہ جنهن شرير ۾ جيو کاڌو پيتو آهي، تنهن شرير [۽ جيو] ٻنهي جو موٽڻ آهي ئي ڪونہ! پوءِ ڪنهن کان: گهرندو ۽ ڏيندو ڪير؟ (۷) هي جو ماڻهو ٿا چون تہ مرڻ وقت جيو نڪري پرلوڪ ٿو وڃي، سو ڀل آهي؛ ڇاڪاڻ تہ جي اِئين هجي تہ گهر ٻار جي موهہ ۾ ٻڌل [جيو] گهر موٽي ڇو نٿو اچي؟ (۸) تنهنڪري هي سمورو براهمڻن پنهنجي گذران جو پربند ڪيو آهي. جيڪا دش گاتر آدي مئلن جي ڪريا ڪندا آهن، سا سموري سندن روزگار جي ليلا آهي، (۹) ويد جا ناهيندڙ ڀنڊ، ڌورت [مڪريلا] ۽ نشاچر اَرٿات راڪاس، اُنهن ٽن [پرڪارن جا ماڻهو هئا]. "جرڦري" ۽ "ترڦري" آدي پنڊتن جا مڪر وارا وچن آهن. (۱۰) ڏسو ڌورتن جو ڪاهہ تہ اِستري گهوڙي جو لنگ گرهڻ ڪري! يجمان جي اِستريءَ جو سماگم گهوڙي سان ڪرائڻ ۽ ڪنيائن سان چرچا ڪرڻ آدي [واجب] لکڻ ڌورتن بنا ممڪن ئي نہ آهي. (۱۱) مانس جو کائڻ جتي لکيو اٿن، سو ويد جو ڀاڱو راڪشسن جو ناهيل آهي.

**مٿين سڀني جو کنڊن :- اُتر:-** (۱) جيتن پرميشور جي ناهڻ کانسواءِ جڙ پدارٿ پاڻيهي پاڻ ۾ سڀاءَ سان نيم اُنوسار گڏجي اُتپن ٿي نٿا سگهن. جي سڀاءَ سان اُتپن ٿي سگهن ها، تہ ٻيا سج، چنڊ، پرٿوي ۽ نڪشتر آدي لوڪ پنهنجو پاڻ ڇو نٿا ٺهي پون؟ (۲) سرڳ نالو سک جي ڀوڳڻ جو ۽ نرڪ نالو آهي دک جي ڀوڳڻ جو. جي جيو آتما نہ هجي ها تہ سک دک ڀوڳيندڙ ڪير ٿي سگهي ها؟ جئن هن سمي سک دک جو ڀوڳيندڙ جيو آهي، تئن ئي ايندڙ جنم ۾ پڻ ٿيندو آهي. ڇا ورڻ آشرم مڃڻ وارن جي سچ ڳالهائڻ ۽ پراُپڪار ڪرڻ آديءَ جي ڪريا بہ نشڦل ٿيندي؟ هرگز نہ! (۳) پشو ماري هوم ڪرڻ ويد آدي ست شاسترن

۾ ڪٿي ٻه لکيل ڪونهي. مٿن جو شراڌ ترپڻ ڪرڻ پڻ من گهڙت آهي؛ چاڪاڻ ته هي ويد آدي ست شاسترن جي ورڌ آهي ۽ پاکنڊ آدي پراڻ ميندڙن جو مت آهي. تنهن ڪري هن ڳالهه جو کنڊن رد ڪرڻ واجب ڪونهي [ ارٿات اهو کنڊن واجبي آهي ]. (۴، ۵ ۽ ٦) ڪنهن به وستوءَ جو اُپاءُ هرگز نٿو ٿي سگهي. موجود جيو جو بہ اُپاءُ نٿو ٿي سگهي. ڏيهه [ سڙي ] ڀسم ٿي ٿي وڃي ۽ جيو! جيو ته ٻئي جي شرير ۾ وڃي ٿو. تنهن ڪري جي لوڪ قرض آدي ڪٿي ٻراون پدارٿن منجهان هن لوڪ ۾ موجون ماڻي موٽائي نٿا ڏين، سي پڪ ٿي پڪ پاپي ٿيندا، ٻئي جنم ۾ دک روپي نرڪ ڀوڳيندا، تنهن ۾ ذرو به شڪ ڪونهي. (۷) ڏيهه مان نڪري جيو ٻئي اسٿان ٿي ٻئي شرير ۾ وڃي ٿو ۽ ڪيس گڏ ڀل جنم ۽ مٽن مائٽن جو گيان نٿو رهي، تنهنڪري ورڻي گهربار ڏانهن نٿو موٽي. (۸) هائو! براهمڻن مٿن جي ڪريا پنهنجي گذران لاءِ گهڙي ڇڏي آهي، جا ويد ۾ چيل نه هئڻ ڪري کنڊن ڪرڻ جوڳي آهي. (۹) هيئنٿر ٻڌايو ته جي چارواڪ ويد آدي ستيه شاستر ڏٺا، ٻڌا يا پڙهيا هجن ها ته ويدن جي نندا ڪڏهن به نه ڪن ها ته ويد ڀنڊ، ڌورت ۽ نشاچرن جهڙن ماڻهن جا ٺاهيل آهن؛ اهڙا وچن ڪڏهن نه ڪڍن ها. البت ڀانڊ، ڌورت ۽ نشاچرن جهڙا مهيڌر آدي ٽيڪا ڪندڙ ٿيا آهن. ڏنگائي سندن آهي ۽ نه ويدن جي! پر دک ٿو لڳي چارواڪ، آڀاڻڪ، ٻوڌ ۽ جينين لاءِ، جن چئني ويدن جي مول سنهتا نه ٻڌي، نه ڏٺي، ۽ نه ڪنهن ودوان کان پڙهي، انڪري ٿي سندن ٻڌي نشٽ ڀرشٽ ٿيڻ ڪري هو ويدن جي بي سري نندا ڪرڻ لڳا، ۽ دشٽ وام مارگين جي ٻنا پرماڻن وارين من گهڙت ۽ ڀرشٽ ٽيڪائن کي ڏسي، ويدن جا ورودي ٿيجي، اوديا روپي اٿاهه سمنڊ ۾ وڃي ڪريا. (۱۰) ڀلا ويچارڻ ته گهرجي ته استريءَ کان گهوڙي جو لنگ گرهڻ ڪرائي ساڻس سماڳم ڪرائڻ ۽ ڄمان جي ڪنيا سان کل چرچو وغيره ڪرڻ **وام مارگي** ماڻهن کانسواءِ ٻين ماڻهن جو ڪم آهي؟ انهن مهاپاپي وام مارگين کانسواءِ [اهڙي] ڀرشٽ، ويد ارٿ جي اُبتڙ ۽ گندي ٽيڪا [ٻيو] ڪير ڪندو؟ ڏاڍو افسوس ته انهن چارواڪ آديءَ تي آهي، جي ٻنا ويچارڻ جي ويدن جي نندا ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. ذرو ته پنهنجيءَ ٻڌيءَ کان ڪم وٺن ها. ويچارا ڪن ڇا؟ انهن ۾ اپتري وديا ئي ڪانه هئي، جو سچ ۽ ڪوڙ جو ويچار ڪري، ستيه جو منڊن ۽ استيه جو کنڊن ڪن! (۱۱) ماس کائڻ ٻه ساڳين **وام مارگين ٽيڪاڪارن** جي ليلا آهي. تنهن ڪري کين راڪاس ڪوٺڻ واجب آهي. پر ويدن ۾ ڪٿي ٻه ماس کائڻ لاءِ لکيل ڪونهي. تنهن ڪري اهڙين مٿيان ڳالهين جو پاپ به انهن ٽيڪاڪارن کي ۽ پڻ انهن کي لاشڪ لڳندو، جن ويدن کي سمجهڻ ۽ ٻڌڻ ٻنا من ماني نندا ڪئي آهي! حقيقت تہ اِها آهي ته جن ويدن جو ورود ڪيو آهي، ڪن ٿا، ۽ ڪندا سي اوس اوديا روپي اندڪار ۾ ڪري سک جي بدران جيترو وڌيڪ دک ڀوڳين، اوترو گهٽ آهي. تنهنڪري منش ماتر کي ويد انڪول هلڻ بلڪل واجب آهي.

**۳. چارواڪ، ٻوڌ ۽ جين ناستڪ ڪيئن بڻيا؟** - وام مارگين مٿيان ۽ من گهڙت

ڪلپنائون ڪري ويدن جي نالي تي پنهنجا سوارٿ سڌ ڪرڻ لاءِ اَرٿات اِڇا اَنوسار شراب پيئڻ، مانس کائڻ ۽ پرائين استرين سان سنگ ڪرڻ وغيره خراب ڪمن ۾ گهڙڻ لاءِ ويدن تي ڪلنڪ لڳايا. انهن ڳالهين کي ڏسي ئي چارواڪ، ٻوڌ ۽ جين لوڪ ويدن جي نندا ڪرڻ لڳا؛ ۽ هڪ **ويد** ورڌ انيشورواديءَ ارٿات **ناستڪ** مت جو پايو وڌائون. جي چارواڪ آدي ويدن جي بنياديءَ ارٿن تي ويچار ڪن ها ته ڪوڙين ٽيڪائن کي ڏسي سچي ويد ۾ ڇيل ڏرم کي ڇو وڃائي وهن ها؟ ويچارا ڪن ڇا؟ विनाश काले विपरीत बुद्धि [ارٿات] جڏهن نشٽ ٿيڻ جو سمو ايندو آهي، ته منش جي بُڌي اُبتڙ ٿيندي آهي.

**۴. ٻوڌ، جين ۽ چارواڪ جا متڀيد:-** هيٺئر جو چارواڪ آديءَ ۾ ڀيد آهي، سو ٿا لکون- اِهي چارواڪ آدي گهڻين ڳالهين ۾ ته هڪجهڙا آهن، پر چارواڪ **شرير** جي اُتپتيءَ سان گڏ **جيو** جي اُتپتي ۽ سندس ناس ٿيڻ سان ئي جيو جو ناس ٿيڻ به مڃيندا آهن. **پُنر جنم** ۽ پرلوڪ کي نه مڃيندا آهن. هڪ پرتيڪش پرماڻ کانسواءِ اَنومان آدي پرماڻن کي بہ نٿا مڃين. **"چارواڪ"** شبد جو اَرٿ آهي "ڳالهائڻ ۾ تکو ۽ چالاڪ" ۽ خاص اَرٿ ۾ "ڇٽون ونندڙ"! ٻوڌ ۽ جين پرتيڪش آدي چارئي پرماڻ، جيو جو انادي پڻو، پُنرجنم، پرلوڪ ۽ مُڪتيءَ کي مڃيندا آهن. ٻوڌ ۽ جينين ۾ چارواڪ کان **اِهترو** ئي ڀيد آهي. پر ناستڪتا، ويد ۽ ايشور جي نندا، ٻين مت وارن سان شترتا، ڇهه يتنا (اڳتي ڏيکاريل ڇهه ڪرم) ۽ جڳت جو ڪرتا ڪو ڪونهي، اِنهن ڳالهين ۾ سڀ هڪ ئي آهن. چارواڪ جو مت مختصر طرح ايترو ئي ڏيکاريو سين. **اڳتي ٻوڌ مت جي وشيه مختصر ۾ ٿا لکون-**

**۵. ٻوڌ ۽ انومان پرماڻ-**

कार्यकारणभावाद्वा स्वभावाद्वा नियामकात् । अविनाभावनियमो दर्शनान्तरदर्शनात् ॥

[ارٿات] ڪاريه ڪارڻ ڀاءُ [معلول ۽ علت جي ڳنڍڻ] ارٿات ڪاريه [معلول] کي ڏسڻ ڪري ڪارڻ، ۽ ڪارڻ کي ڏسڻ مان ڪاريه آديءَ جو **پرتيڪش** ٿيندو آهي. پرتيڪش جي باقي [ڀاڱي] ۾ **انومان** ٿيندو آهي. اُن کان سواءِ پراڻين جا سمورا ڪم ڪارين راس نٿي نٿا سگهن. اهڙن اهڙن ورٽن منجهان **انومان** [قياس] کي وڏو مڃڻ ڪري ئي چارواڪ کان ٻوڌن جي شاخ **جدا** ٿي آهي.

**۶. ٻوڌن جا چار سمپردايه:-** ٻوڌ چئن پرڪارن جا آهن:- پهريان ماڌيمڪ، ٻيا يوگاچار، ٽيان سوترانتڪ، ۽ چوٿان ويڀاشڪ.

**۷. ٻوڌ شبد جو ارٿ:-** [ارٿات] **बुद्धया नर्वत्तते स बौद्ध** جيڪي بُڌيءَ مان سڌ ٿئي، **ارٿات** جيڪا ڳالهه پنهنجيءَ بُڌيءَ ۾ اچي، تنهن تنهن کي ئي مڃيندڙ ۽ جنهن کي بُڌي نه مڃي، تنهنکي نه مڃيندڙ [ٻوڌ ٿو سڏجي].

**۸. (الف) ماڌيمڪ:-** اُنهن مان پهريان "ماڌيمڪ" **سرو شونيه** مڃيندا آهن ارٿات سمورا پدارٿ شونيه آهن، يعني سندن شروعات به نٿي ٿئي ۽ اَنت ۾ به نه رهندا. وچ ۾ جيڪي ڏسجي ٿو، سو به ڏسڻ جي سمي تائين آهي، ۽ اُن کانپوءِ **شونيه** ٿي ٿو وڃي. جئن ٺهڻ کان اڳي دلو ڪونه هئو ۽ ڀڄڻ کانپوءِ به نٿو رهي؛ پر جيسين دلي جو گيان رهي

ٿو، ليڪن ڏسڻ ۾ ٿو اچي ۽ ٻئي پدارٿ ۾ گيان وڃڻ سان دلي جو گمان نٿو رهي. تنهن ڪري **شونيہ** [ٻڙي=Zero=سڄ] ئي هڪ تتو [عناصر] آهي.

(ب) **يوگاچار**:- ٻيا ”يوگاچار“ جي **ٻاهيہ شونيہ** ڪي ٿا مڃين، اَرٿات اندرئين گيان ۾ پدارٿ ڀاسندا آهن ۽ نہ ٻاهر! جهڙيءَ ريت دلي جو گيان آتما ۾ هئڻ ڪري ئي نہ ماڻهو چوي ٿو نہ هيءَ دلو آهي. جي اندر گيان نہ هجي ها تہ [ائين] نہ چئي سگهي ها. [هي مت] ائين ئي مڃي ٿو.

(ب) **سوترانڪ**:- جي ٻاهرين وستن کي **انومان** سان مڃيندا آهن، ڇاڪاڻ تہ ٻاهريون ڪوبہ پدارٿ مڪمل ريت پرتيڪش نٿو ٿئي، بلڪ هڪڙي ڀاڱي جي پرتيڪش ٿيڻ ڪري باقي [ڀاڱي] جو انومان ڪيو ويندو آهي. اهو ئي سندن **مت** آهي.

(پ) **وئيڀاشڪ**:- چوٿون ”وئيڀاشڪ“ آهي، جنهنجو مت آهي تہ پدارٿ ٻاهر **پرتيڪش** ٿا ٿين ۽ نہ اندر ۾. جيئن تہ ”هي نيرو گهڙو آهي.“ هن چوڻ ۾ دلي جي نيري شڪل ٻاهر معلوم ٿي ٿئي. هو ائين ٿا مڃين. [ڏسو ڪلمن ۱۰].

**۹. جدائيءَ جا ڪارڻ**:- جيتوڻيڪ سندن آچاريہ هڪڙو ئي ٻڌ هو، تنهن هوندي بہ چيلن جي ٻڌيءَ ۾ ڀيد [اچڻ ڪري] چئن پرڪارن جون شاخائون ٿي پيئون آهن. جيئن سج لهڻ ڪانپوءِ چئن ماڻهن [منجهان ڪي] پر استري گمن [آدي خراب ڪم] ۽ ودوان ستيہ ڀاشڻ جهڙا سريشٽ ڪم ڪندا آهن. وقت هڪڙوئي [آهي]، پر پنهنجيءَ پنهنجيءَ ٻڌيءَ انوسار [ماڻهو] جدا جدا ڪم ڪندا آهن.

انهن مان چوٿين **ماڌيمڪ** هر ڪا وستو ڪنڪ [عارضي، ٿوري وقت لاءِ] مڃيندو آهي. اَرٿات ڪڻ ڪڻ ۾ ٻڌيءَ ۾ ڦيري اچڻ ڪري جا وستو پهرينءَ ڪڻ ۾ ڄاتل هئي، سا ٻيءَ ڪڻ ۾ نٿي رهي. تنهنڪري سڀ کي ڪنڪ مڃڻ گهرجي، ائين ٿا مڃين. ٻيا **يوگاچار** مڃين ٿا تہ جا پرورتي [شغل] آهي، سا سموري ڏک روپ آهي، ڇاڪاڻ تہ پراپتيءَ ڪري ڪوبہ سنتشٽ نٿو رهي. هڪ وستو ملي تہ ٻيءَ جي اڇا ٻڌي ئي رهيتي. ٽيان **سوترانڪ** ٿا چون تہ سڀ پدارٿ پنهنجن لڪشڻ [سڃاڻپ جي نيشانين] منجهان سڃاتا وڃن ٿا، جيئن گئونءَ جي نشانين منجهان گئو ۽ گهوڙن جي نشانين منجهان گهوڙا سڃاتا وڃن ٿا. اهڙا لڪشڻ [لڇڻ] لڪشيہ [لڇڻ واري وستو] ۾ سدا رهندا آهن. چوٿان **وئيڀاشڪ** شونيہ کي ئي هڪ پدارٿ مڃيندا آهن. پهريائين ماڌيمڪ سڀ کي شونيہ مڃيندا آهن، اهائي دعوي **وئيڀاشڪ** جي بہ آهي. اهڙيءَ ريت ٻوڌين ۾ ڪيترئي ئي بحث جون ڳالهيون آهن. ان ريت هو چئن پرڪارن جي ڀاونا [وشواس] مڃيندا آهن. [ڏسو ڪلمن نمبر ۱۱ ۾].

**۱۰. ٻوڌن جي چئني متن جو ڪلمن - اُتر**:- جي سڀڪي شونيہ آهي تہ شونيہ جو ڄاڻندڙ شونيہ کي ڄاڻي نٿو سگهي! پر جي سڀ ڪجھ شونيہ آهي، تہ شونيہ کي سڃاڻي نہ سگهندي. تنهنڪري هڪڙو شونيہ جو گياتا ۽ ٻي گييہ [جنهنکي ڄاڻو وڃي اَرٿات شونيہ] انهن ٻنهي پدارٿن [جي هستي] سد ٿي ٿئي.

وري جو ٻوڌاچار ٻاهيه شونيه [ٻاهرين سڀائي] ٿو مڃي، تہ پهاڙ سندس اندر ڪيئن هئڻ کپي؟ جي چوي تہ [برابر] اندر آهي، تہ سندس هردي ۾ پربت جي سمائڻ جيتري جاء ڪٿي آهي؟ تنهنڪري پربت ٻاهر آهي ۽ پربت جو گيان آتما ۾ رهندو آهي، [اهو ٺيڪ آهي.]

جي سوترانتڪ ڪهن ٿا، پدارٿ کي پرتيڪش نٿو مڃي، تہ هو پاڻ ۽ سندس وچن ٿا انومييہ [انومان ڪرڻ جهڙا] ٿيڻ کپن، ۽ نہ پرتيڪش! جي پرتيڪش نہ هجي تہ "هيءُ گهڙو آهي، ايترو چوڻ بہ برابر نہ ٿيندو؛ بلڪ [چوڻ کپي تہ] "هيءُ گهڙي جو هڪ جزو آهي." پر "هڪ جزي" کي گهڙو نٿو چئي سگهجي! گهڙو تہ [جزن جي] مجموعي جو نالو آهي! تنهنڪري "هي گهڙو آهي"، اِئين پرتيڪش کي ئي چئي سگهبو ۽ نہ انومان کي! چاڪاڻ تہ سڀني جزن جي اندر ڪل هڪڙو ئي آهي، جنهنجي پرتيڪش ٿيڻ ڪري گهڙي جا سمورا جزا بہ پرتيڪش ٿي پوندا آهن. ارٿات گهڙو جزن سميت پرتيڪش ٿيندو آهي.

چوٿان وئڀاشڪ ٻاهرين وستن کي پرتيڪش مڃيندا آهن. اهو بہ ٺيڪ نہ آهي، چاڪاڻ تہ جتي گياتا ۽ گيان هوندو آهي، اُتي ئي پرتيڪش رهندو آهي. جيتوڻيڪ پرتيڪش جو وشيہ ٻاهر هوندو آهي، تہ بہ سندس آڪار جو گيان آتما کي ٿيندو آهي.

**١١. (الف) چئن پرڪارن جي ڀاونا**- ساڳيءَ ريت جيڪڏهن پدارٿ کڻڪ هجن ۽ سندن گيان بہ کڻڪ هجي، تہ प्रत्यभिज्ञा=پرتيہ ڀگيا ارٿات مون فلاڻو ڪم ڪيو هو، اهڙي يادگيري نہ هئڻ کپي. پر اڳي ۾ ڏٺل يا ٻڌل ڳالهہ جي سمرتي رهي ٿي. تنهنڪري کڻ واد بہ ٺيڪ نہ آهي.

(ب) جي رڳو دک ئي هجي، سک ذرو بہ نہ هجي، تہ سک جي ڀيٽ کان سواء دک جو هجڻ سڌ ٿي نہ سگهندو. رات جي مقابلي ۾ ڏينهن ۽ ڏينهن جي ڀيٽ ۾ رات ٿئي؛ تنهنڪري رڳي دک [جي هستي] مڃڻ برابر نہ آهي.

(پ) جي رڳو سو لڪشڻ [هرڪو پدارٿ سڀاءُ جي نشانين وارو] مڃبو، تہ اک آهي روپ جو لڪشڻ، ۽ روپ آهي لڪشيہ. جئن تہ گهڙي جي روپ= لڪشيہ کان گهڙي جو روپ جو لڪشڻ [سڀاءُ جو وسيلو] اک الڳ آهي، ۽ گنڌ [بوء، جا پرٿويءَ مان نڪيل پدارٿن جي سڀاءُ جو وسيلو آهي، سا] پرٿويءَ کان جدا ڪانهي! اِن نموني ئي لڪشيہ ۽ لڪشڻ کي جدا بہ مڃجي ۽ هڪ جاء تي رهندڙ بہ.

(ڀ) **شونيہ** جو جواب اڳي ڏنو اٿؤن، سو ئي [برابر آهي]، ارٿات شونيہ کي ڄاڻڻ وارو شونيہ کان ڌار رهندو آهي.

**١٢. ٻوڌ ۽ جيني هڪ آهن.** सर्वस्य संसारस्य दु:खात्मकत्वं सर्वतीर्थंकरसंगतम्

[ارٿ:- سڀني تيرٿنڪرن جو وشواس آهي تہ سنسار سمورو دک ئي دک آهي. جن کي ٻوڌ تيرٿنڪر ڪري ٿا مڃين، اُنهن کي ئي جين بہ مڃيندا آهن. انڪري [اِن ڳالهہ ۾] هي ٻئي هڪ آهن. متي ڏيکاريل **ڀاوناچتشٽيہ** ارٿات چئن ڀاونائن مجهان سڀني واسنائن جي نوروتي ٿيڻ ڪري شونيہ روپ نرواڻ ارٿات مڪتي ٿا مڃين. پنهنجن چيلن کي ٻوگ

[پدارٿن جي پراپت ڪرڻ] ۽ آچاريه [گروءَ جي آگيا تي آچرڻ ڪرڻ] ارٿات گروءَ جي وچن کي پرماڻ مڃڻ جو اُپديش ڏيندا آهن.

**١٣. ٻڌيءَ ۾ ڀيد جو ڪارڻ:-** السادي ٻڌيءَ ۾ واسنا جي هئڻ ڪري ٻڌي ئي انيڪ آڪارن جي ڀاسندي آهي. ان مان پهريون اسڪنڌ آهي:-

रुपविज्ञानवेदनासंज्ञासंस्कारसंज्ञक:

(پهريون):- جو اندرين مڃهان روپ آدي وشين [جو گيان] گرهڻ ڪيو آهي، سو "روپ اسڪنڌ [حالت مادي تو سڏجي]. (ٻيو):- آليه وگيان پرواهيءَ جو ڄاڻڻ روپي وهنوار [مادي پدارٿن تي ويچار ڪندي اُپجيل گيان] وگيان اسڪنڌ [حالت احساس تو سڏجي]. (ٽيون):- روپ اسڪنڌ ۽ وگيان اسڪنڌ مان اُپجن تيل سک دک آديءَ جي پرليتيءَ [احساس] کي ويدنا اسڪنڌ [حالت اوراڪ تا چون]. (چوٿون):- گئو آدي سنگيا [نالي جو ناميءَ، نالي واري] سان سنبنڌ مڃڻ کي سنگيا اسڪنڌ [حالت تصديق تا ڪوٺين]. (پنجون):- ويدنا اسڪنڌ مان اُپجن تيل راڳ دويش آدي ڪليش [تڪليفون] ۽ بکه، اُڃ آدي اُپ ڪليش [ننڍيون تڪليفون]، مستي، آرس، ايمان، ڌرم ۽ اڌرم روپي وهنوارن کي سنسڪار اسڪنڌ [حالت تعقل] مڃيندا آهن.

**١٤. ٻوڌ ۽ چارواڪ جو مڻيڀيد:-** [ٻوڌ لوڪ] سڄي سنسار کي دکه روپ، ڪان ڇِڻڪ [ٿا چاهين]، ۽ مڪتي انومان ۽ جيو کي مڃين ٿا. [اهي ڳالهيون] چارواڪ نٿا مڃين.

देशना लोकनाथानां सत्त्वाशयवशानुगा: । भिद्यन्ते बहुधा लोके उपायैर्बहुभि: किल ॥ १ ॥
गम्भीरोत्तानभेदेन क्वचिच्चोभयलक्षणा । भिन्ना हि देशनाऽभिन्नाशून्यताद्वयलक्षणा ॥ २ ॥
अर्थानुपार्ज्य बहुशो द्वादशायतनानि वै । परित: पूजनीयानि किमन्यैरिह पूजितै: ॥ ३ ॥
ज्ञानेन्द्रियाणि पंचैव तथा कर्मेन्द्रियाणि च । मनो बुद्धिरिति प्रोक्तं द्वादशायतनंबुधै: ॥ ४ ॥

**١٥. تيرٿنڪرن جي اجائي مڃتا:-** (١) ارٿات جو گياني، ورڪت، جيون مڪت لوڪن جي نالن [ارٿات] ٻڌ آدي تيرٿنڪرن جو نالو نانا پرڪار جي پدارٿن جي سروپ کي ڄاڻائيندڙ اُپديش آهي، جنهنکي ڪيترن ئي نمونن ۽ ڪجويزن سان ڪيو ويو آهي، تنهنکي مڃڻ [گهرجي]. (٢) ڪٿي ڪٿي ڏاڍي گنڀير ۽ پرسن نمونن ۾، ۽ ڪٿي ڪٿي لڪل ۽ ڪٿي ظاهري نمونن ۾ جدا جدا گورن جا اُپديش جي شونيه لکشڻ [نيستيءَ] کي سڌ ڪندڙ اڳه ۾ ورلن ٿيل آهن، تنکي مڃڻ کپي.

**١٦. دوا دشايتن [ٻارهن جاين] جي پوڄا:-** (٣) جا دوادشاين پوڄا آهي، سا ئي موکش ڏيندڙ آهي. ان پوڄا لاءِ گهڻو ئي ڌن آدي گڏ ڪري، دوادشايتن ارٿات ٻارهن پرڪارن جون خاص جايون ٺهرائي، هر پرڪار جي پوڄا ڪرڻ کپي. ٻئي جي پوڄا ڪرڻ جو پريوجن ڪهڙو؟

(٤) سڌن دوادشايتن جي پوڄا هئن آهي:-
**پنج گيان اندريون** يعني ڪن، کل، اک، جڀ ۽ نڪ؛ **پنج ڪرم اندريون**

ارٿات زبان، هٿ پير، پائخاني پيشاب ڪرڻ جون جايون، اهي ڏهه اندريون خواه من ۽ بڌي [ڪڏي اُنهن ٻارهن] جو سنڪار [ڪرڻ] ارٿات ڪين آنند ۾ رڌل رکڻ آدي آهي ٻوڌ جو مت.

**ٻوڌن جي سڌانتن جو کنڊن:- اُتر-** [۱] جي سڀ سنسار ڏک روپ ٿي هجي ها ته ڪنهن به جيو جي پرورتي [سنسار سان پريم] نه هجڻ گهرجي. پر جيون جي سنسار سان لهه وچڙ ظاهر ڏسڻ ۾ ٿي اچي؛ تنهنڪري سڀ سنسار ڏک روپ ٿي نٿو سگهي، بلڪ اُن ۾ سک ۽ ڏک ٻئي [موجود] آهن. پر جي ٻوڌ لوڪ اهڙوئي سڌانت ٿا مڃين، ته کائڻ پيئڻ آديءَ سان، پرهيز رکڻ [سان]، ۽ اوشڌين وغيره پيئڻ سان شرير جي رکيا ڪرڻ جي پرورتيءَ ۾ سک ڇو ٿا مڃين؟ جي چون ته اسين پرورت ته برابر ٿيندا آهيون، پر اُنکي ڏک ئي مڃيندا آهيون، ته [سندن] ايترو چوڻ به ممڪن نه آهي، ڇاڪاڻ ته جيو سک سمجهي **پرورت** ۽ ڏک سمجهي ڪري **نورت** ٿيندو آهي. سنسار ۾ ڌرم جا ڪم وديا ۽ ستسنگ وغيره سمورا سريشٽ وهنوار سک پهچائيندڙ آهن. اُنهنکي ٻوڌن کانسواءِ ٻيو ڪوبه ودوان ڏک جا ڪارڻ نٿو مڃي سگهي.

[۲] جي پنج اسڪنڌ [اوستائون] آهن، سي به اپورڻ [ناممڪن] آهن، ڇاڪاڻ ته جي اهڙن پرڪارن جا اسڪنڌ ويچار ۾ آڻبا، ته هڪڙي هڪڙي جا انيڪ ڀيد ٿي ٿا سگهن.

[۳] هي تيرٿنڪرن کي اُپديشڪ ۽ لوڪنات ٿا مڃين، پر جو ناٿن جو ناٿ انادي پرماتما آهي، تنهنکي نٿا مڃين. [اسين پڇون ٿا ته] اُنهن تيرٿنڪرن اُپديش ڪنهن کان پراپت ڪيو؟ جي چون ته پاڻيهي ورتائون ته اهو چوڻ اسڀو آهي. ڇاڪاڻ ته **ڪارڻ** کانسواءِ **ڪاريه** نٿو ٿي سگهي. پر جي سندن چوڻ موجب ائين ٿي سگهي ٿو، ته اُنهن ٻيا پڙهڻ پڙهائڻ ۽ ٻڌڻ ٻڌائڻ جي، ۽ ٻيا گيانين جي ستسنگ ڪرڻ جي، ڇو نٿا اڄ به گياني بڻجي پون؟ جي نٿا ٿين ته سندن دعويٰ بلڪل بي بنياد، دليل کانسواءِ ۽ هڪ سنپات [خراب دماغ] جي روڳ جي بڪواس جيان آهي.

[۴] جي ٻوڌ جو اُتم اُپديش شونيه-روپ [ٻڙيءَ برابر] ٿي آهي، ته موجود وستو شونيه روپ ڪڏهن ٿي نٿي سگهي! البت سوکيم ۽ ڪارڻ روپ ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري سندن اهو چوڻ به ڀرم روپي آهي.

[۵] جي ڏن جي گڏ ڪرڻ ڪرڻي مٿي ڇهل دوادشاين پوڄا کي مڪتيءَ جو ساڌن ٿا مڃين، ته ڏهن پراڻين ۽ ٻارهين جيو آتما جي پوڄا ڇو نٿا ڪن؟ جي اندرين ۽ انتهڪرڻ جي پوڄا به مڪتي ڏياري ٿي، ته انهن ٻوڌن ۽ وشئي* لوڪن ۾ ڀيد ڪهڙو رهيو؟ جي اهي ٻوڌ ڪانئن بچي نه سگهيا، ته اُنهنکي مڪتي به ڪيئن ملندي؟ جتي اهڙيون ڳالهيون ٿينديون، اُتي مڪتيءَ جو ڪم ڪهڙو؟

**۱۷. ٻوڌن جي اوديا جو ڪارڻ:-** الهن پنهنجي اوديا ۾ ايڏو ته واڌارو ڪيو آهي،

* ڇاڪاڻ ته هن پوڄا جو مطلب آهي، پنهنجي اڇائن کي پوري ڪرڻ جو! ۽ اڇائن جي پوري ڪرڻ ۾ لڳو رهڻ ئي وشئي بڻجڻ آهي. [اُترڌوءَ ٿان].

جنهنجو مثال انهن ڪانسواءِ ٻيو آهي ئي ڪونه! اهائي ڳڪ ٿي ٿئي، ته ڪين ويد ۽ ايشور سان وروڌ ڪرڻ جو هيءُ ڦل مليو آهي. ڀرمائين ٿا سڀ سنسار ۾ دک روپي ڀاونا ڪيائون! ٻوءِ وچم دوادشاينن پوڄا به هٽي ڇڏيائون. ڇا دوادشاينن پوڄا سنسار جي پدارٿن کان ٻاهر واري آهي، جو مڪتي ڏيندڙ* ٿي سگهندي؟ ڀلا ڪو منش اکيون ٻوٽي [وچاڙل] رتن ڳولهڻ چاهي ته ڇا ڪيس لڀي سگهندا؟ اهڙي ئي سندن حالت ٿي آهي ويد ۽ ايشور کي نه مڃڻ ڪري! هيئنر به سک گهرندا هجن، ته ويد ۽ ايشور جو آسرو وٺي پنهنجو جنم سڦلو ڪن.

١٨. **ٻوڌن جو مت:**- وويڪ ولاس گرنٿن ۾ ٻوڌن جو مت هيٺئين نموني لکيل آهي:-

बौद्धानां सुगतो देवो विश्वंच क्षणभंगुरम् । आर्य्यसत्त्वाख्ययातत्त्वचतुष्टयमिदं क्रमात् ॥ १ ॥
दु:खमायतनं चैव तत: समुदयो मत: । मार्गश्चेत्यस्य च व्याख्या क्रमेण श्रूयतामत: ॥ २ ॥
दु:खंसंसारिणस्कन्धास्ते च पञ्च प्रावीर्त्तता: । विज्ञानं वेदनासंज्ञा संस्कारो रूपमेव च ॥ ३ ॥
पञ्चेन्द्रियाणि शब्दा द्या विषया: पञ्च मानसम् । धर्मायतनमेतानि द्वादशायतनानि तु ॥ ४ ॥
रागादीनां गणो य: स्यात्समुदेति नृणां हृदि। आत्मात्मीय स्वभावाख्य: स स्यात्समुदय: पुन: ॥ ५ ॥
क्षणिका: सर्वसंस्कारा इति या वासना स्थिरा। स मार्ग इति विज्ञेय: स च मोक्षोऽभिधीयते ॥ ६ ॥
प्रत्यक्षानुमानं च प्रमाणं द्वितयं तथा । चतु:प्रस्थानिका बौद्धा: ख्याता वैभाषिकादय: ॥ ७ ॥
अर्थो ज्ञानान्वितो वैभाषिकेण :बहु मन्यते । सौत्रान्तिकेन प्रत्यक्षग्राह्योऽर्थो न बहिर्मत: ॥ ८ ॥
आकारासहिताबुद्धिर्योगाचारस्य संमता । केवलां संविदां स्वस्थां मन्यन्ते मध्यमा: पुन: ॥ ९ ॥
रागादिज्ञानसन्तानवासनाच्छेदसम्भवा । चतुर्णामपि बौद्धानां मुक्तिरेषा प्रकीर्त्तिता ॥ १० ॥
कृत्ति: कमण्डलुर्मौण्ड्यं चीरं पूर्वाह्णभोजनम् । संघो रक्तांबरत्वं च शिश्रिये बौद्धभिक्षुभि: ॥ ११ ॥

(١) [ارٿات] ٻوڌن جو سگت ديو ٻڌ ڀڳوان پوڄڻ ديو [آهي] ۽ جڳت کڻ ڀنگر [آهي]. پرش ۽ استرين جو آريه [شڌ] رهڻ، تتون [عناصرن] کي سمجهڻ ۽ سندن نالا پرسڌ ڪرڻ اهي چار تتو [سڌانتي ڳالهيون] ٻوڌن ۾ مڃڻ جهڙيون آهن. (٢) هن جڳت کي دک جو گهر سمجهبو، لاءِ هن ئي سمدي ارٿات اُنتي ٿيندي. انجي وياکيا سلسلي وار ٻڌو. سنسار ۾ دک ئي آهي. جي پنج اسڪند اڳم ۾ چئي آيا آهيون، ان کي سمجهجي. (٣) پنج گيان اندريون، سندن پنج شبد آدي وشيه، من ۽ ٻڌي ارٿات اتهه ڪرڻ اهي ٻارهن ڌرم [جي رهڻ] جون جايون آهن. (٥) منش جي هردي ۾ جو راگ، دويش آديءَ جو سموهه [مجموعو] اُٿي ٿو ٿئي، سو سمدي=समुदय [ٿو سڏجي]. آتما جا ۽ آتما سان سنبنڌ رکندڙ جي ٻيا سڀاءَ [عادتون] آهن، ان کي وري به "سمدي" ئي چوندا آهن. (٦) سمورا سنسڪار [وچار] ڪڻڪ [ٿوري سمي لاءِ] آهن. ان وچار جو پڪو ٿيڻ ئي ٻوڌن جو مارگ آهي، ۽ اهو ئي "شوليه تتو [عناصر نيستي ارٿات] شونيه روپ ٿي پوڻ آهي موکش. (٧) ٻوڌ لوڪ پرتيڪش

* ڇاڪاڻ ته جي دوادشاينن پوڄا ۾ سنسار جا پدارٿ شامل ٿيندا ته اها پوڄا به دک روپ ٿي پوندي. ۽ دک روپ هئڻ ڪري هوءَ مڪتيءَ جو ساڌن نه ٿي سگهندي. [اُترڌوءِ ٿان].

۽ انومان رڳا به پرماڻ مڃيندا آهن. انهن [ٻوڌن] ۾ چئن پرڪارن جا ڀيد آهن، وئيڀاشڪ، سوترانتڪ، يوگاچار ۽ ماڌيمڪ. (۸) انهن مان وئيڀاشڪ اُنهن وستن جي هستي مڃيندو آهي، جي گيان ۾ آهن. جاڪاڻ ته جيڪي گيان ۾ نه آهي، تنهنجو وجود [هستي] سڌ پرش مڃي نٿو سگهي. سوترانتڪ پرتيڪش وستن کي اندر ۾ موجود مڃيندو آهي ۽ نه ٻاهر. (۹) يوگاچار ٻڌيءَ کي آڪار سهت [جسم وارو] ۽ وگيان ڪمت [وديا وارو] مڃيندو آهي. ماڌيمڪ پاڻ ۾ پدارٿن جو جوڳو گيان مڃيندو آهي، پدارٿن کي نٿو مڃي. (۱۰) راڳ [رغبت] آدي گيان پرواهه جي واسنا جي وناش مان اُتپن ٿيل مڪتي چئني ٻوڌن کي ٿي ملي. (۱۱) مرگ [جهنگلي جانور جهڙوڪ شينهن، هرڻ، ڦاڙهي] آديءَ جو چم، ڪمنڊل، مٿو ڪوڙائڻ، وٽن جي چوڌن جا ڪپڙا پهرڻ، ڏينهن جي پهرئين پهر ارٿات نائين بجي کان اڳ ۾ ڀوڄن ڪرڻ، اڪيلو نه رهڻ ۽ ڳاڙها ڪپڙا پائڻ ٻوڌ ساڌن جو ويس آهي.

**۱۹. ٻوڌ مت جو کنڊن:-** اُتر:- جي سگت ٻڌ ئي ٻوڌن جو ديو آهي، ته سندس گرو ڪير هو؟ ۽ جي جگت کڻ پنگر آهي ته گهڻو سمو اڳي جي ڏٺل وستوءَ جي يادگيري نه رهڻ کپي، ته "هيءَ اُهائي آهي"! ۽ جي [جگت] کڻ ڀنگر هجي ها ته اُها وستوئي نه رهي ها! پوءِ سمرتي ڪنهنجي رهي ها؟ جي ڪڻڪ واد [ٿوري سمي لاءِ] ئي ٻوڌن جو مارگ آهي؛ ته سندن مڪتي به ٿوري سمي واري ئي هوندي. جي دروپه [جوهر] گيان وارو هجي، ته جڙ دروپه ۾ پڻ گيان هجڻ کپي. وري هو گهڻ آديءَ جي ڪريا ڪنهنجي آسري ٿو ڪري؟ پلا جو ٻاهر ڏسجي ٿو، سو مٿيا ڪئن ٿي سگهندو؟ جي ٻڌي آڪاش سان گڏيل هجي ته ڏسڻ ۾ اچڻ گهرجي! جي رڳو گيان ئي هرديه ۾ وٿل آتما ۾ هجي ۽ ٻاهر پدارٿن کي رڳو گيان ئي مڃيو ته ڪيئن [جاڻڻ يوگيه] پدارٿ جي [موجودگيءَ] کانسواءِ گيان ٿي ئي نٿو سگهي. جي واسنا [خيال يا ويچار جي لهي وڃڻ جو نالو ئي مڪتي آهي ته گهريءَ ننڊ ۾ به مڪتي مڃڻ کپي. اُئين مڃڻ وديا جي ورڌ هئڻ ڪري ڌڪار ڪرڻ جهڙو آهي. اهي ڳالهيون سنڪشيپ ريت ٻوڌ مت ۾ رهندڙ لوڪن جون پڙهيون ڪيون اٿم. ٻڌيمان ۽ ويچاروان پرش ڏسي سمجهي ويندا ته سندن وديا ڪهڙي آهي ۽ سندن مت ڪهڙو آهي، اُنهن کي **جئني** لوڪ به مڃيندا آهن.

## اڳتي جئن مت جو ورنن ٿا ڪريون-

**۲۰. ٻوڌن جا آستي ڪايه ارٿات دروپه:-** "پرڪرڻ رتناڪر" جي پاڳه پهرئين، لپه چڪر سار ۾ هينيون ڳالهيون لکيل آهن:-

ٻوڌ لوڪ سمي سمي نوينهن [نئين پڻگ] سان (۱) آڪاش، (۲) ڪال، (۳) جيو، (۴) پدگل اهي چار دروپه مڃيندا آهن. جئني لوڪ ڌرماستي ڪايه، اڌرماستي ڪايه، آڪاشاستي ڪايه، پدگلاستي ڪايه، جيواستي ڪايه ۽ ڪال اهي ڇهه دروپه مڃيندا آهن. انهن مان ڪال کي آهستي ڪايه* نٿا مڃين، بلڪ چون ٿا ته ڪال اُپچار سان [وهنوار سان]

* آستي ڪايه=هستي يا وجود رکندڙ ڪايا [شرير] يا جوهر [دروپه].

دروبه آهي ۽ نه سچو پچو! انهن مان ڌرماستي ڪايه جي دوارا جيو ۽ پد گل [ذرا، اڻو] قسمين قسمين اوستائون بدلائين ٿا. سندن گڏجڻ ڪري جا ڪريا اُنهن تي ٿئي، تنهنڪي قائم رکڻ جو ڪارڻ **ڌرماستي ڪايه** آهي. هي بيشمار استانن پرماڻ [مقدار] ۾ لوڪن ۾ وياپڪ آهي. ٻيو **اڌرماستي ڪايه** اهو آهي، جو ستر ٿا [هلچل نه ڪرڻ سببان] ڦير گهير ۾ اچڻ ڪري جيون خواهه پد گل [پرڪرتي] جي قايم رهڻ جو هيتو [ڪارڻ] آهي. **ٽيون آڪاشاستي ڪايه** اُنکي ٿا ڪوٺين، جو سڀني دروبن جو آڌار [آهي]، ۽ جو اچڻ وڃڻ ۽ قائم رهڻ آديءَ جي ڪريا ڪندڙن ۽ جيون ۽ پدگلن [پرڪرتيءَ جي پرماڻن] جي اندر اچڻ ۽ ٻاهر وڃڻ جو هيتو آهي ۽ جو سرو وياپي آهي. چوٿون **پد گل استي ڪايه** اهو آهي، جو ڪارڻ روپي سوکشم هئڻ ڪري **نتيه** آهي، ۽ ايڪ رس، ورڻ [رنگ وارو]، گند [بوءِ وارو آهي]؛ [جنهنڪي] **ڇهي** [ٿو سگهجي ۽ جو] ڪاربه جي شڪل ۾ ايندڙ ۽ **ٻري** وڃڻ جو گڻ رکندڙ ٿئي ٿو. پنجون **جيواستي ڪايه** جو چيتن سروپ، گيان وارو ۽ درشن [مشاهدي] جو گڻ رکندڙ [آهي]، ۽ جو بيشمار ڦيرن گهيرن ۾ ايندڙ، ڪرتا [فاعل] ۽ ڀوڳتا [ڪرمن جو نتيجو ڀوڳيندڙ آهي]. ڇهون **ڪال** اهو آهي، جو مٿي چيل پنج استي ڪاين جي دوريءَ، وڇڙائيءَ، نئين پڻي ۽ پراچينتا جي نشانين وارو ٻڌجي پرسد ورتمان سمي جي ڦيرن گهيرن سان سنٻنڌ ٿو رکي. اهو ئي ڪال ٿو سڏجي.

**۲۱. ٻوڌن ۽ جئنن جي آستي ڪاين جو کنڊن:-** سميڪشڪ:- ٻوڌن جي چار دروبه هر سمي ۾ نوان نوان ٿيا آهن، سي مٿيا آهن؛ ڇاڪاڻ ته آڪاش، ڪال، جيو ۽ پرماڻو اهي نوان يا پراڻا ڪڏهن به ٿي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته اهي **انادي** ۽ ڪارڻ روپ هئڻ ڪري اوناشي آهن. ٻوءِ [پلا اُنهن ۾] نئون پڻو ۽ پراڻو پڻو ڪيئن اچي سگهندو؟

وري جئنين جو مڃڻ به برابر نه آهي، ڇاڪاڻ ته ڌرم ۽ اڌرم دروبه نه آهن بلڪ گڻ آهن! اهي ٻئي **جيواستي ڪايه** ۾ اچي ٿا وڃن؛ تنهنڪري آڪاش، پرماڻو، جيو ۽ ڪال مڃين ها ته بهتر هون. پر [بلڪل] برابر ته اهي نو دروبه آهن، جي وئشيشڪ ۾ مڃيل آهن، ڇاڪاڻ ته پرٿوي آدي پنج تتو، ڪال، دشا، آتما ۽ اهي نو [۹] جدا جدا پدارٿ نشچت آهن. رڳو هڪ جيو کي چيتن مڃڻ ۽ ايشور کي نه مڃڻ اها جئنين ۽ ٻوڌن جي مٿيا پڪشپات جي ڳالهه آهي.

**۲۲. پرڪرتيءَ جي سپت ڀنگي:-** هي جو ٻوڌ ۽ جئني لوڪ سپت ڀنگي ۽ स्याद्वाद =سياد واد مڃيندا آهن، سو هيءَ آهي:- پهريون ڀنگ :सन् घटः=سن گهٽه سڏبو آهي، ڇاڪاڻ ته گهٽ [گهڙو] پنهنجيءَ ورتمانتا [موجودگيءَ] سان شامل آهي. ارٿات "گهڙو آهي" اهي [شبد] اڀاو [نه هجڻ] جو وروڌ ٿا ڪن. ٻيو ڀنگ آهي :असन् घटः=اسن گهٽه=گهڙو نه آهي. پهرين گهڙي جي هستيءَ جي مقابلي ۾ هن گهڙيءَ جي نه هجڻ جي ڀاونا ڪري ٻيو ڀنگ [ڪنڊن نهو] آهي. ٽيون ڀنگ هيءَ آهي :सत्रसत्र घटः=سن سن گهٽه ارٿات هي گهڙو نه آهي پر ڪپڙو نه آهي. ڇاڪاڻ ته مٿن ٻنهي کان جدا ٿي وڃو. چوٿون ڀنگ [آهي] :घटोऽघटः=

گھٽواگھٽ [گھڙي ڪانسواءِ گھڙو] جئن :घट: पट=اگھٽ پٽ [گھڙي ڪانسواءِ ڪپڙو] ٻانڍ ۾ ٻيءَ وستوءَ ارٿات ڪپڙي جي نه هجڻ جي ڀيٽ ڪري گھڙو اگھڙو ٿو سڏجي. جھڪ [هڪڙئي وقت] هنجا ۾ نالا گھٽ ٻه ۽ اگھٽ ٻه آهن. ٻنجون ڀنگ اُهو آهي ته گھڙي کي ڪپڙو چوڻ ڀل آهي. ارٿات ان ۾ گھڙي ٻٽو چوڻ ٺيڪ آهي ۽ ڪپڙي ٻٽو چوڻ ڀل آهي. ڇھون ڀنگ اهو آهي ته جو گھڙو نه آهي، سو گھڙي ڪونجڻ جو لائق ٻه ڪونهي؛ ۽ جو آهي، سو آهي ۽ سڏجڻ لائق ٻه آهي. ستون ڀنگ هيءَ آهي ته جنهنکي ڪوٺڻ جو ايپرائه آهي ۾ هو موجود نه آهي، ۽ گھڙي ڪونجڻ لائق ٻه نه آهي. هي سپت ڀنگ سڏجن ٿا.

**۲۳. جيو جي سپت ڀنگي**:- ساڳيءَ ريت [جيو جي سپت ڀنگي ٻه هن ريت آهي]:-

स्यादस्ति जीवोऽयं प्रथमो भंग: ॥ १ ॥
स्यान्नास्ति जीवो द्वितीयो भंग: ॥ २ ॥
स्यादवक्तव्यो जीवस्तृतीयो भंग: ॥ ३ ॥
स्यादस्ति नास्तिरूपो जीवश्चतुर्थो भंग: ॥ ४ ॥
स्यादस्ति अवक्तव्यो जीव: पंचमो भंग: ॥ ५ ॥
स्यान्नास्ति अवक्तव्यो जीव: षष्ठो भंग: ॥ ६ ॥
स्यादस्ति नास्ति अवक्तव्यो जीव इति सप्तमो भंग: ॥ ७ ॥

ارٿات:- "هي جيو!" ائين چيل هجي ته جيو جي ڀيٽا ۾ جڙ پدارٿن جو جيو ۾ اڀاءَ روپي پھريون ڀنگ ٿو سڏجي. ٻيو ڀنگ هيءَ آهي ته "جڙ ۾ جيو ڪونهي" ائين ٻه چوندا آهن. ان ڪري هي ٻيو ڀنگ ٿو سڏجي. جيو آهي ۾ چوڻ ۾ گيه ڪونهي، اهو ٽيون ڀنگ [ٿو سڏجي] "جيو شرير ڌارڻ ڪري ته پرسڌ ۽ شرير ڇڏي ته اپرسڌ [لڪل] رهندو آهي." ائين چيل هجي، تنهنکي ته چوٿون ڀنگ چوندا آهن. "جيو آهي ۾ چوڻ جھڙو نه آهي"، اهو جو چوڻ آهي، تنهنکي پنجون ڀنگ چوندا آهن. "جيو جو پرتيڪش پرماڻ موجب ورڻن نٿو ڪري سگھجي؛ تنهنڪري اکين لاءِ پرتيڪش نه آهي،" اهڙي ڳالھ هجي ته اُنکي ڇھون ڀنگ چئبو. ساڳئي سمي ۾ جو جيو انومان موجب هجڻ ۽ نظر نه اچڻ سببان نه هجڻ هڪجھڙو نه رهڻ، ڪڏ ڪڏ ۾ قمرين گھيرين ۾ اچڻ، هستيءَ مان نيستيءَ جي (وهنوار) جو نه هجڻ، ۽ نيستيءَ مان هستيءَ جي وهنوار جو ٻه نه هجڻ، هي ستون ڀنگ ٿو سڏجي.

**۲۴. نانا پرڪارن جون اننت سپت ڀنگيون**:- ساڳيءَ ريت नित्यत्व सप्तभंगी نتيتوءَ* سپت ڀنگي، अनित्यत्व सप्तभंगी=انتيتوءَ● سپت ڀنگي، ۽ سامانيه ڌرم، وشيش ڌرم، گڻن ۽ پريائن واري هرڪنهن وستوءَ ۾ سپت ڀنگي لڳي ٿي.

ساڳيءَ ريت دروين، گڻن، سڀاون ۽ پريائن جي اننت هجڻ ڪري سپت ڀنگيون ٻه تيئن ٿيون. اهو ٻڌ ٿي ٻوڌن ۽ جئنين جو سياد واد ۽ سپت ڀنگي نياءِ ٿو سڏجي.

**۲۵. سپت ڀنگي ۽ سياد واد جو کنڊن**:- سمڪشڪ- اهي [سموريون] ڳالهيون

* هميشه واري سپت ڀنگي.
● هميشه نه رهندڙ سپت ڀنگي.

هڪڙي انيوانيا ڀاو* ۾، ساڌرميه ۽ ويڌرميه ۾ شامل ٿي سگهن ٿيون. (अन्योऽन्याभाव = انيوانيا ڀاو) هن سولسيءَ وات کي ڇڏي مشڪل ڄار رچي اگيانين کي ڦاسائڻ لاءِ ٺاهيو ويو آهي. ڏسو! جيو جو اجيو [ٻيا جيو واري پدارٿ] ۾، ۽ اجيو جو جيو ۾ اڀاو [نيستي] رهي ٿي ٿي. ڇاڪاڻ جيو ۽ جڙ ورلمان [هستي] هئڻ سبب "ساڌرميه" ۽ چيتن جڙ هئڻ ڪري "ويڌرميه" [آهن] ارٿات جيو ۾ چيتنا (استي) [ادارڪ، عقل علم] آهي، ۽ جڙتا [ناستي] ڪانهي. ساڳيءَ ريت جڙ ۾ جڙتا آهي ۽ چيتنا ڪانهي، تنهنڪري گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ جي سمان ڌرم ۽ ورڌ ڌرم جي وچار منجهان سڌن سپت ڀنگي ۽ سيادواد سهڙ سهنجائيءَ سان سمجھ ۾ اچي ٿو. پوءِ ايڏو ڄار ڦهلائڻ ڪهڙي ڪم جو؟ ان ۾ ٻوڌ ۽ جئنين جو ساڳيو مت آهي، ٿورڙي ورڌ هئڻ ڪري ٻيو مطلب ٻه ٿي سگهي ٿو.

## اڳتي رچو جئنين جي مت بابت لکجي ٿو-

चिदचिद्द्वे परे तत्त्वे विवेकस्तद्विवेचनम् । उपादेयमुपादेयं हेयं हेयं च कुर्वतः ॥ १ ॥
हेयं हि कर्तृरागादि तत् कार्यमविवेकिनः । उपादेयं परं ज्योतिरुपयोगैकलक्षणम् ॥ २ ॥

**٣٦. جئنين جا سڌانت:-** (١) جئني لوڪ "چت" ۽ "اچت" ارٿات چيتن ۽ جڙ رڳا ۾ پرمڪ تتو [مکيه عناصر] مڃيندا آهن. انهن ٻنهي ۾ وويچنا [تميز] ڪرڻ جو نالو "وويڪ" [ڄاڻ مڃين]. جو گرهڻ ڪرڻ جهڙو آهي تنهنکي گرهڻ، ۽ جيڪي تياڳ ڪرڻ جهڙو آهي، تنهنجي تياڳ ڪندڙ کي وويڪي چوندا آهن. (٢) پرمر ڪندڙ جگت جي ڪرتا [جي هستي] ۽ "ايشور هيءُ جگت ٺاهيو آهي"، هن اوويڪي مت جو تياڳ [ڪرڻ گهرجي]، ۽ يوگ دوارا ڄاڻل پرم جيوتي سروپ جو جيو آهي، تنهنکي گرهڻ ڪرڻ اُتم آهي. (٣) ارٿات جيو ڪالسواءِ ٻي چيتن تتو کي ايشور نٿا مڃين. اُنادي سڌ ايشور کو ڪونهي، ٻوڌ ۽ جئني لوڪ اَئين ٿا مڃين.

**٣٧. جين ۽ ٻڌ مت جي ايڪتا:-** راجا شوپرساد جي "اتهاس تمرناشڪ" نالي گرنٿ ۾ لکيل آهي، ته سڌن ۾ نالا آهن، هڪ جين ۽ ٻيو ٻوڌ. اهي ساڳيئي ارٿ وارا شبد آهن، ۽ ٻوڌن ۾ وام مارگي شراب ۽ گوشت کائيندڙ ٻوڌ آهن، جن سان جئنين جو ورڌ آهي. پر جي مهاوير ۽ گوتم جا گڻ ڌر [لشڪر جا سپهه سالار] آهن، تن جا نالا ٻوڌن ٻڌ رکيا آهن، ۽ اهي ئي جئنين جا گڻ ڌر ۽ جن ور آهن. راجا شوپرساد جيءَ، جنجا اَبا ڏاڏا جين مت جا آهن، تنهن پنهنجي پستڪ اتهاس تمرناشڪ جي کنڊ ٽئين ۾ لکيو آهي ته سوامي شنڪر آچاريه، جن کي گذري ڪل هزار ورهيه کن ٿيا، تن کان اڳي سڄي ڀارت ورش ۾ ٻوڌ يا جين ڌرم ڦهليل هو. اُن تي [هيٺيون فٽ] نوٽ [ڏنل آهي]:-

"ٻوڌ چوندي اسانجو مطلب اُن مت سان آهي، جو مهاوير جي گڻ ڌر گوتم سواميءَ جي سمي کان [شروع ٿي] شنڪر سواميءَ جي سمي تائين ويدن جي ورڌ سڄي ڀارت ورش ۾

* انيوانيا ڀاو ارٿات هڪڙي وستوءَ ۾ ٻيءَ وستوءَ جو موجود نه هئڻ.
ساڌرميه ارٿات ڪيترن ئي وستن ۾ هڪجهڙي گڻ جو هئڻ.
ويڌرميه ارٿات هڪ گڻ جو ٻين پدارٿن ۾ نه هئڻ.

پڪڙيل هو، جنهنکي اشوڪ ۽ سمپرتي مهاراجائن مڃيو. جئني اُنهنکان هرگز ٻاهر ڪري نه سگهن. جن [اَڪر] جنهن مان جين نهيو ۽ ٻڌ مان ٻوڌ نهيو، ٻئي ساڳيو اَرٿ ٿا رکن، [ڇاڪاڻ ته] ڪوش ۾ ٻنهي جو ساڳيو اَرٿ لکيل آهي ۽ گوتم کي ٻئي مڃيندڙ آهن. ديپ ونش آدي پراڻن ٻوڌ گرنٿن ۾ شاڪيه مني گوتم ٻڌ کي گهڻو ڪري مهاوير جي نالي سان ئي لکيو آهي. تنهنڪري سندس سمي ۾ سندن مت هڪڙو ئي رهيو هوندو. اسان جو جئني نه لکي، گوتم جي مت وارن کي ٻوڌ لکيو آهي، تنهنجو مطلب رڳو اهو ئي آهي، جو ڪين ٻين ملڪن وارن ٻوڌ نالي سان ئي سڏيو آهي.

**امر ڪوش جي شاهدي:-** ساڳيءَ ريت امرڪوش ۾ به لکيل آهي:-

सर्वज्ञः सुगतो बुद्धो धर्मराजस्तथागतः । समन्तभद्रो भगवान्मारजिल्लोकजिज्जिनः ॥ १ ॥
षडभिज्ञो दशबलोऽद्वयवादी विनायकः । मुनीन्द्रः श्रीघनः शास्ता मुनिः शाक्यमुनिस्तु यः ॥ २ ॥
स शाक्यसिंहः सर्वार्थः सिद्धश्शौद्धोदनिश्च सः । गौतमश्चार्कबन्धुश्च मायादेवीसुतश्च सः ॥ ३ ॥

هيئنر ڏسو! ٻڌ ۽ جن خواه ٻوڌ ۽ جين هڪڙي جا ئي نالا آهن يا نه؟ ڇا امرسنگهه ٻه ٻڌ ۽ جن کي هڪ لکڻ ۾ ڀل ڪئي آهي؟ اوڊوان جين ته نه پنهنجو ٿا سڃاڻن ۽ نه پرائو، رڳو هٺ وچان وڙهون ڪندا ٿا رهن، پر جي جئنين ۾ ودوان آهن، سي سڀيئي سمجهن ٿا ته ٻڌ ۽ جن خواه ٻوڌ ۽ جئني ساڳئي ارٿ وارا شبد آهن. اُن ۾ ذرو به شڪ ڪونهي.

٢٨. **تيرٿنڪرن کي پرميشور مڃڻ:-** جئني لوڪ چون ٿا ته جيو ئي پرميشور ٿيڻي ٿو پوي. اهي پنهنجن تيرٿنڪرن کي ئي ڪيولي [ارٿات] **مڪتي** پائل ۽ پرميشور ٿا مڃين، [۽ چون ٿا ته] **انادي** پرميشور ڪو ڪونهي. سروگيه، ويت راڳ، ارهن، ڪيولي، تيرٿنڪر ۽ جن اهي ڇهه ناستڪن جي ديوتائن جا نالا آهن. آدي ديو (پهرئين ديوتا) جو سروپ چندر سوريءَ "آپت نشچيالنڪار" نالي گرنٿ ۾] هيئن لکيو آهي:-

सर्वज्ञो वीतरागादिदोषस्त्रैलोक्यपूजितः । यथास्थितार्थवादी च देवोऽर्हन् परमेश्वरः ॥ १ ॥

ساڳيءَ ريت "تو تالتون" ۾ لکيو آهي ته:-

सर्वज्ञो दृश्यते तावन्नेदानीमस्मदादिभिः । दृष्टो न चैकदेशोऽस्ति लिंग वा योऽनुमापयेत् ॥ २ ॥
न चागमविधिः कश्चिन्नित्यसर्वज्ञबोधकः । न च तत्रार्थवादानां तात्पर्यमपि कल्प्यते ॥ ३ ॥
न चान्यार्थप्रधानैस्तैस्तदस्तित्वं विधीयते । न चानुवादितुं शक्यः पूर्वमन्यैरबोधितः ॥ ४ ॥

[ارٿات] (١) جو راڳ آدي دوشن کان ٻري ٽنهي لوڪن ۾ پوڄڻ يوڳيه، پدارٿن کي جئن جو تئن ورنن ڪندڙ، سڀ ڪجهه ڄاڻندڙ **ارهن ديو** آهي، سو ئي پرميشور آهي. (٢) اسين هن سمي ۾ پرميشور کي نٿا ڏسون ۽ ڪو به سروگيه ۽ انادي پرميشور پرتيڪش ڏسڻ ۾ نٿو اچي. جي ايشور ۾ پرتيڪش هجڻ جو پرماڻ ڪونهي ته انومان به اُن ۾ ٿي ڪي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ ته هڪڙي جز جي پرتيڪش ٿيڻ کانسواءِ انومان ڪرڻ ئي نٿو سگهجي. (٣) جڏهن پرتيڪش ۽ انومان ڪين، ته آگم ارٿات نتيه انادي ۽ سروگيه پرماتما کي ڄاڻائيندڙ شبد پرماڻ به ٿي نٿو سگهي. جي ٿيئي پرماڻ ڪين ته ارٿ واد ارٿات اُستتي ۽ نندا، پرڪرتي ارٿات

ٻن جي ڇڙن جو بيان ڪرڻ، ۽ ڀڙاڪاپ ارٿات اتهاس جي مڻتا به پوري ٿي نٿي سگهي. (۴) اڀه ارٿ پڌان ارٿات ٻهوُ بريهه سماس * جيان به جنهن ۾ [صفت اڳ ۾ رکيي آهي اُن موجب به] پروڪش [لڪل] پرتما جي هستي سڌ ٿي نٿي سگهي. پوءِ [ڀلا] ايشور جي ورن ڪندڙ ڪي ٻڌڻ ڪانسواءِ انواد [ترجمو] به ڪيئن ٿي سگهندو؟

**ان [نمبر ۲۸] جو کنڊن:-** (۱) جي انادي ايشور نه هجي ها ته ارهن ديو جي ماتا پتا آديءَ جي شرير جو سانچو ڪير ٺاهي ها؟ بنا سنجوڳ ڪندڙ جي، جڙ جو لڳن سيني انگن وارو ۽ ضروري ڪم ڪرڻ لاءِ يوڳيه شرير ٺهي نٿو سگهي. وري جن پدارٿن منجهان شرير ٺهيو آهي، سي جڙ هئڻ ڪري هن نموني اُتم رچنا وارا شرير جا آڪار ٺاهي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ نيڪ طرح ٺهڻ جو گيان ئي ڪونهي! وري جو راڳ آدي دوشن وارو ٻڌجي پوءِ دوش رهت ٿو ٿئي، سو ڪڏهن به ايشور نٿو ٻڌجي سگهي. ڇاڪاڻ ته جنهن ڪارڻ سبباں هو راڳ آديءَ کان ڇٽي [مڪتي] ٿو پائي، اُن ساڳئي ڪارڻ جي دور ٿيڻ ڪري سندس نتيجو ارٿات مڪتي به انتيه ٿيندي! جو الپ ۽ الپگيه آهي، سو ڪڏهن به سرو وياپڪ ۽ سروگيه ٿي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ ته جيو جو سروپ ايڪ ديشي [هڪ جاءِ تي رهندڙ] ۽ محدود گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ وارو ٿئي ٿو. هو سڀني ودياڻن ۾ هر پرڪار سان پتارٿ ڳالهائيندڙ نٿو ٿي سگهي؛ تنهنڪري اوهانجا تيرٿنڪر ڪڏهن به پرميشور نٿا ٿي سگهن.

(۲) ڇا اوهين رڳو پرتيڪش پدارٿن کي ئي ٿا مڃيو ۽ نه اپرتيڪش کي؟ جهڙيءَ ريت ڪنن کان روپ جو ۽ اکين کان شبد جو [گيان] گرهڻ نٿو ٿي سگهي، ساڳيءَ ريت انادي پرماتما کي ڏسڻ لاءِ شڌ انتهڪرڻ، وديا ۽ يوگ ابياس روپي ساڌن سان پوتر آتما پرماتما کي پرتڪش ڏسي ٿو. جهڙيءَ ريت وديا سکڻ کانسواءِ مطلب حاصل نٿا ٿين؛ ساڳيءَ ريت يوگ ابياس ۽ وگيان کانسواءِ پرماتما به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. جيئن پرٿويءَ جي روپ آدي گڻن کي (جي گڻ کانئس ڪڏهن به ڌار نٿا ٿين)، ڏسي ۽ سمجهي، پرٿوي پرتيڪش ٿئي ٿي، تئين ئي سرشٽيءَ ۾ پرماتما جي رچنا جي خاص نشانين کي ڏسڻ سان پرماتما به پرتيڪش ٿئي ٿو. پاپ ڪرڻ جي اڇا ڪرڻ وقت جا ڀؤ، شڪا ۽ لڄ پيدا ٿي ٿئي، سا انترجامي پرماتما جي طرفان آهي. ان مان به پرماتما پرتيڪش آهي. انومان جي هئڻ ۾ ته شڪ ئي ڪهڙو؟

(۳) پرتيڪش ۽ انومان جي هئڻ ڪري آگم پرماڻ به نتيه، انادي ۽ سروگيه ايشور جو ڄاڻندڙ ٿئي ٿو، تنهنڪري شبد پرماڻ به ايشور ۾ آهي! جڏهن ٽنهي پرماڻن منجهان جيو ايشور کي ڄاڻي سگهي ٿو، ته ارٿ واد ارٿات پرميشور جي گڻن جي پرشنسا ڪرڻ به برابر آهي. ڇاڪاڻ ته جي نتيه پدارٿ آهن، تنهنجا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ به نتيه ٿين ٿا؛ تنهنڪري سندن

* هي سنسڪرت صرف ونحو ۾ هڪ قاعدو آهي، جنهن ۾ به يا ٻن کان وڌيڪ اسم جي هڪ ٻئي جي برخلاف هجن، سي ڪنهن اهڙيءَ صفت سان ڳنڍيا آهن، جا انهن اسمن جي اڳيان رکيي آهي. تفصيل لاءِ ڏسو شري وي- ايس- آپٽي جي پرئڪٽيڪل سنسڪرت انگريزي ڊڪشنري.

پرشنسا ڪرڻ ۾ ڪابه رڪاوٽ ڪانهي،

(۴) جنهن ماڻهن ۾ ڪرتا ڪانسواءِ ڪوبه ڪم ٿيو ٿئي، ٿن ئي هن وڏي ڪاريه [جڳت رچنا] جو به ڪرتا ڪانسواءِ ٿـي پوڻ بلڪل اسمڀو آهـي. جڏهن ائين آهي تـه ايشور جـي هستيءَ ۾ [ڪنهن] مورک کي به سنديهه ٿيو ٿي سگهي. جڏهن پرماتما جـي اُپديش ڪندڙن کان ٻڌندا ته سندن ترجمو ڪرڻ به سولو ٿيندو.

(۵) ٿيهڪري جنين جـو پرتيـڪش آدي پرماڻن دوارا ايشور جـو کنڊن ڪرڻ آدي وهنوار بي واجبي آهن.

## ايشور جي سڌي:- پرشن :-

अनादेरागमस्यार्थो न च सर्वज्ञ आदिमान् । कृत्रिमेण त्वसत्येन स कथं प्रतिपाद्यते ॥ १ ॥
अथतद्वचनेनैव सर्वज्ञोऽन्यैः प्रतीयते । प्रकल्प्येत कथं सिद्धिरन्योऽन्याश्रययोस्तयोः ॥ २ ॥
सर्वज्ञोक्ततया वाक्यं सत्यंः तेन तदस्तिता । कथं तदुभयं सिध्येत् सिद्धमूलान्तराद्दते ॥ ३ ॥

(۱) [ارٿات] انادي شاستر لاءِ ٿيو چئي سگهجي ته هو اُنهن ڪيل آهي. ڇاڪاڻ ته انادي نه هئڻ ڪري جو وشواس جهڙو پستڪ نه آهي، سو ڪيئن سروگيه پرماتما جو برابر ورنن ڪري سگهندو؟ * (۲) وري جي پرميشور جي سڌ ڪرڻ لاءِ پرميشور جو ئي وچن مڃبو ته انادي ايشور منجهان شاستر جي اناديءَ جي ثابتي [ڏيڻ ڪري] انيوانيه آشريه دوش ✠ لڳندو. (۳) ڇاڪاڻ ته سروگيه [پرماتما] جو چيل هئڻ ڪري ويد وچن کي ستيه [ٺا مڃو] ۽ ساڳئي ويد وچن منجهان ايشور جـي [هستي] سڌ ٿـا ڪريو اهي ڪيئن سڌ ٿي سگهندا؟ اهڙي شاستر ۽ پرميشور کي سڌ ڪرڻ لاءِ ڪو ٽيون پرماڻ هئڻ گهرجي. پر جي ائين مڃيندا ته اَن اوسٿا دوش ● لڳندو.

**اُتر:-** اسين پرميشور ۽ پرميشور جـي گڻ، ڪرمن ۽ سڀاون کـي انادي مڃيندا آهيون. اَنادي ۽ نتيه پدارٿن ۾ انيوانيه آشريه دوش ٿيو اچي سگهي. جئين ڪاريه مان ڪارڻ جو گيان ۽ ڪارڻ مان ڪاريه جي خبر پوندي آهي، ڇاڪاڻ تـه ڪاريه ۾ ڪارڻ جا سڀاءَ ۽ ڪارڻ ۾ ڪاريه جا سڀاءَ نتيه (رهندا) آهن. ساڳيءَ ريت پرميشور ۽ پرميشور جا انت ودِيا آدي گڻ نتيه [سدا قائم] هجڻ ڪري ايشور پرڻيت [ايشوري گيان يا الهام ٿيل] ويد ۾ ان اوسٿا دوش ٿيو اچي. (۱، ۲ ۽ ۳) اوهين ٽيرٿنڪرن کي پرميشور ڪري مڃيندا آهيو، جو ڪڏهن به واجب نه آهي، ڇاڪاڻ ته ماتا پتا ڪانسواءِ ته سندن شرير به ٿيو نهي سگهي، پوءِ [پلا] هو

---

* آريه ڀاشا جا شبد برابر سمجهه ۾ نه آيا، ٿيهڪري هي ترجمو ڊاڪٽر چرنجيو ڀاردواج جي انگريزيءَ جي آڌار تي ڪيل آهي.

✠ هڪڙي علم جي جاچ جو مدار ٻئي علم تي ٿئي ۽ هو ٻيو علم به پهرئين علم تي مدار رکندو هجي، ٿيهڪري فارسي منطق ۾ "دور" ۽ سنسڪرت ۾ "انيوانيه آشريه دوش" چوندا آهن.

● جنهنکي سنسڪرت ۾ ان اوسٿا دوش يا ان اوسٿاپتي ٿا چون، ٿيهڪري فارسي منطق ۾ تسلسل چوندا آهن. [اُڙدوءَ ٿان].

ڀمشچريا [ايڪتيا] ، گيان ۽ مڪتي ڪيئن پراپت ڪري سگهندا؟ ساڳيءَ ريت سنجوگ جي شروعات ۾ به ضرورت ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ ته وڇوگ کان سواءِ سنجوگ ٿي نٿو سگهي ۽ تنهڪري انادي سرشٽي ڪرتا پرماتما کي مڃڻ گهرجي. ڏسو! ڪو ڪٺي ڪيڏو ۽ [وڏو] سڌ هجي، ته به شرير آديءَ جي رچنا کي پوريءَ ريت نٿو ڄاڻي سگهي! جڏهن سڌ جيو سشپتيءَ جي اوستا ۾ ٿو وڃي، ته ڪيس ڪو به گيان نٿو رهي. جيو کي تڪليف ٿي ٿئي ته سندس گيان به گهٽجي ٿو وڃي. اهڙن محدود شڪتيءَ وارن ۽ هڪ جاءِ تي رهڻ وارن کي وهمي ٻڌين وارن جئنين کانسواءِ ٻيو ڪو به ايشور مڃي نٿو سگهي!

جي اوهين چئو ته اهي تيرٿنڪر پنهنجي ماتا پتا مان ٿيا، ته [ٻڌايو] ته هو ڪنهن مان ۽ سندن ماتا پتا ڪنهن مان ۽ وري سندن ماتا پتا به ڪنهن مان اُٿپن ٿيا؟ اهڙيءَ ريت اَن اوستا [ تسلسل نه تيرٿنڪرن تي ] لڳندي !

**آستڪ ۽ ناستڪ جو سمواد**:- اڳتي "پرڪرڻ رتناڪر" جي ڀاڱي ٻئي [منجهان] اسان آستڪ ۽ ناستڪ واد تي ڏنل پرشن پنهنجن *اُترن سان ٿا لکون. اهي سوال وڏن وڏن جئنين اڪراهه مڃي ٻمبئيءَ ۾ ڇپايا آهن :-

**۳۰. ڪرم ڪرتا ٻئي نٿا سگهن** :- **ناستڪ** :- ايشور جي اڇا سان ڪي ڪين ٿو ٿئي، جيڪي ٿئي ٿو، سو ڪرمن ڪري. **آستڪ** :- جي سڀ ڪي ڪرم سان ٿو ٿئي، ته ڪرم ڪنهن سان ٿو ٿئي؟ جي چئو ته [ڪرم] جيو آديءَ کان ٿين ٿا، ته جن ڪنن آديءَ [اندرين] جي وسيلي جيو ڪرم ٿا ڪن، سي ڪنهن ٿاهيون؟ جي چئو ته اَنادي ڪال ۽ سڀاءَ سان ٿيون، ته اَنادي [وستوءَ] جو ڇڏجڻ ناممڪن ٿيڻ ڪري [خود] اوهان جي مت موجب ۾ مڪتي ملي نه سگهندي! جي چئو ته پراڳ اڀاو ■ جيان اَنادي ۽ سانت [اَنت وارا ٿين] آهن، ته ڪوشش ڪرڻ کانسواءِ ئي سڀني جا ڪرم ڇٽي ويندا! جي ايشور ڦل ڏيڻ وارو نه هجي، ته جيوَ پاپ جو ڦل ڏک پنهنجيءَ اڇا سان ڪڏهن نه ڀوڳيندو! جئن چور آدي چوريءَ جو ڦل سزا پنهنجيءَ اڇا سان نٿا ڀوڳين، بلڪ راڄ ويوستا موجب ٿا ڀوڳين، تئن ئي جيو به پاپ ۽ پڄ جا ڦل اڻڪري ٿا ڀوڳين، جو پرماتما کين ڀوڳائي ٿو! ٻيءَ اوستا ۾ ڪرم سنڪر ٿي پوندو [ڪرم وچڙي سچڙي ويندا]، ۽ هڪڙن جا [ڪيل] ڪرم ٻين کي ڀوڳڻا پوندا.

**۳۱. ايشوَر اڪريه [ڪرم نه ڪندڙ] نه آهي**:- **ناستڪ**- ايشوَر اَڪريه آهي، ڇاڪاڻ ته جي ڪرم ڪندڙ هجي ها، ته [کيس] ڪرم جو ڦل به ڀوڳڻو پوي ها! تنهڪري جئن اَسين ڪيولين (مڪتي پاتل) کي اَڪريه مڃيندا آهيون، تئن اوهين به مڃو! **آستڪ**:- ايشور اَڪريه نه آهي، بلڪ سڪريه آهي! جي چيتن آهي ته ڪرتا ڇو ڪينهي؟ وري جو ڪرتا آهي، سو ڪريا کان ڪڏهن به اَلڳ نٿو ٿي سگهي. جئن اوهين هترادو ۽ ٺاوٽي

*آريه ڀاشا جا لفظ منجهيل هئڻ ڪري هيءَ ست انگريزي ستيارٿ پرڪاش جي آڌار تي لکيل آهي.

■ پراڳ اڀاو اُن کي ٿا چون، سا اُن نموني جي نيستي آهي، جا پئدا ڪرڻ کان اڳ ۾ موجود ڪاله آهي.

جيئن مان ٻڌايل ٿيرٿنڪر کي ايشور ٿا مڃو، اُن نموني جي ايشور کي ڪو به ودوان نه مڃي سگهندو، ڇاڪاڻ ته جي ڪارڻ مان ايشور ٿيندو ته اُنتيه ۽ پراڌين ٿي پوندو! جي ايشور ٿيڻ کان اڳي جيو هو، ۽ پوءِ ڪنهن ڪارڻ سببان ايشور ٿيو، ته هو وري به جيو ٿي پوندو. هو پنهنجي جيوَ پڻي جي سڀاءَ کي ڪڏهن به ڇڏي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته اننت ڪال کان جيو رهندو آيو آهي، ۽ اننت ڪال تائين رهندو. تنهنڪري اُن اناديءَ سوتہ سڌ [ازخود ظاهر] ايشور کي ئي مڃڻ کپي. ڏسو! جيئن هن سمي جيو پاپ پُن ڪري ٿو ۽ ڏک سک ڀوڳي ٿو، تيئن ايشور ڪڏهن نٿو ڪري. جي ايشور **ڪرياوان** [ڪم ڪندڙ] نه هجي ها، ته هن جڳت کي ڪيئن ٺاهي سگهي ها؟ جي ڪرمن کي پراڳ اڀاو جيان اناديءَ سانت ٿا مڃو، ته ڪرم سان سمواءِ سمبنڌ [لازم ۽ ملزوم تعلق] نه رهندو ۽ جنهنجو سمواءِ سمبنڌ ڪونهي، سو سنجوڳ مان اُتپن ٿيڻ ڪري اُنتيه ٿيندو آهي. جي مڪتيءَ ۾ ڪريا هيڻ [رهڻ] ٿا مڃو ته [ٻڌايو ته] اُهي مڪت گيان وارا ٿا ٿين يا نه؟ جي چئو ته ٿين ٿا ته اندرين ڪريا ڪندڙ [سڌ] ٿيا. جي مڪتيءَ ۾ جيوَ پٿر جيان جڙ ٻڌجي هڪڙي اِستان ۾ پيا ٿا رهن، ۽ ڪجهه به ڪم نٿا ڪن، ته مڪتي ڪهڙي ٿي؟ جڻڪ اَنڌڪار جي قيد ۾ پئجي ويا.

**٣٢. ايشور سروويايڪ:-** **ناستڪ:-** ايشور وياپڪ نه آهي. جي وياپڪ هجي ته سيڪا وستو چيتن ڇو نه ٿي پوي؟ وري براهمڻ، کتري، وئش ۽ شودر وغيره جن ۾ ايشور هڪ رس وياپڪ مڃيو ٿو وڃي [تنجون] اُتم، مڌيم، نڪرشت اَوستائون ڇو ٿيون ٿين؟ ڇاڪاڻ ته ايشور سڀ ۾ هڪجهڙو وياپڪ آهي، تنهن ڪري ننڍوڏائي به نه رهڻ کپي! **آستڪ:-** وياپڪ [محاط] ۽ وياپڪ [محيط] هڪ نٿا ٿين، بلڪ وياپيه هڪ ديشي [هڪ جاءِ ۾ رهندڙ] ۽ وياپڪ سرو ديشي [هر هنڌ رهندڙ] ٿو ٿئي. جيئن آڪاش سڀني ۾ وياپڪ آهي، ۽ ڀوءِ ڌرتيءَ جو گولو ۽ گهڙو، ڪپڙو آدي سڀيئي وياپيه اَرٿات هڪ ديشي آهن؛ [تنهن هوندي به] جيئن پرٿوي ۽ آڪاش هڪ نه آهن، تيئن ايشور ۽ جڳت به هڪ ڪينهن. جيئن آڪاش گهڙي، ڪپڙي آدي سڀني ۾ وياپڪ آهي، ته گهڙا ڪپڙا آدي آڪاش ڪينهن، تيئن ئي چيتن پرميشور جي هر ڪنهن ۾ هجڻ ڪري هر ڪا وستو پرميشور نٿي ٿي پوي. جيئن ودوان ۽ اودوان خواهه ڌرماتما ۽ اَڌرماتما برابر نٿا ٿين، [تيئن ئي] وديا آدي ست گڻن ۽ ستيه ڳالهائڻ ۽ ڪرمن جي سشيلتا آدي سڀاون جي گهٽ وڌائيءَ ڪري براهمڻ، کتري، وئش، شودر ۽ اَنتيج وڏا ننڍا مڃيا ٿا وڃن. ورڻن جي وياکيا چوٿين سملاس ۾ لکي آيا آهيون، اُتي ئي ڏسي ڇڏيو.

**٣٣. جيو سرشٽي ۽ ايشور سرشٽي:-** **ناستڪ:-** جي سرشٽي ايشور جي ناهڻ ڪري ٿئي ته ماتا پتا آديءَ جي ڪهڙي گهرج رهي ها؟ **آستڪ:-** ايشور آهي ايشوري سرشٽيءَ جو ٺاهيندڙ ۽ نه جيوي سرشٽي جو ڪرتا! جي جيوَن جا ڪرتويه ڪرم آهن، سي ايشور نٿو ڪري، بلڪ جيوَ ئي ڪري ٿو. جيئن ته وڻ، ڦل، اوشڌيون ۽ اَن آدي ايشور ٺاهيون آهن. انهن کي ڏسي جي مڻش اُن نه پيهندا يا ڪٽيندا، ها جي روٽي وغيره پدارٿ نه.

ٻڌائي ڪائيندا، ته ڇا تڏهن ايشور سڀني ٻڌران مٿيان ڪم ڪندو؟ جي نه ڪندا ته جيون جو جيئڻ به نه ٿي سگهندو. تنهڪري آدسرشٽيءَ ۾ جيو جي شرير ۽ سامڳريءَ جي ٺاهڻ جو ڪم ايشور آدين [ٿو رهي]، تنهڪان پوءِ پاڻ منجهان پٽ آدي اُتپن ڪرڻ جيو جا ڪرتويه ڪرم آهن.

**٣٤. پرماتما کي سنساري دک نٿا ستائي سگهن:- ناستڪ-** جيڪڏهن پرماتما شاشوت [سنائن]، انادي ۽ چدانند گيان سروپ آهي ته جڳت جي پرپنچ [جهڳڙن] ۽ دکن ۾ ڇو پيو؟ **آستڪ-** پرماتما ڪڏهن به پرپنچ ۽ دک ۾ نٿو پوي، ۽ نڪي پنهنجي آنند کي ڇڏي ٿو. ڇاڪاڻ ته پرپنچ ۽ دک ۾ ته اهو ٿو ڪري، جو ايڪ ديشي هجي ۽ نه سرو ديشي! جي انادي، چدانند ۽ گيان سروپ پرماتما جڳت کي نه ٺاهيندو ته ٻيو ڪير ٺاهي سگهندو؟ جڳت جي ٺاهڻ جي شڪتي **جيو** ۾ ڪانهي ۽ جڙ ۾ به پنهنجو پاڻ ٺهڻ جي شڪتي ڪانهي. ان مان سڌ اهو ٿيو ته پرماتما ئي جڳت کي ٺاهي ٿو ۽ سدا آنند ۾ رهي ٿو. جيئن پرماتما پرماڻن مان سرشٽي ٺاهي ٿو، تيئن ماتا پتا روپي **نمت ڪارڻ** منجهان اُتپتيءَ جي پربنڌ جو نيم به اُن ئي ڪيو آهي.

**٣٥. ايشور سدا مڪت آهي:- ناستڪ-** ايشور مڪتي روپي سک کي ڇڏي جڳت جي سرشٽيءَ ٺاهڻ، ڌارڻ ۽ پرليه ڪرڻ جي جهڳڙن ۾ ڇو پيو؟ **آستڪ-** سنائن پرماتما ايشور سدا **مڪت** هئڻ ڪري اوهانجن ساڌن سان سڌ ٿيل تيرٿنڪرن وانگر هڪ ديش ۾ رهندڙ ۽ قيديءَ جهڙي مڪتيءَ وارو نه آهي. جو اننت سوروپ، گڻ، ڪرم ۽ سڀاوَ وارو پرماتما آهي، سو هن جڳت کي ٺاهيندي، ڌاريندي ۽ پرليه ڪندي ذرو به بنڌن ۾ نٿو پوي، ڇاڪاڻ ته بنڌ ۽ موکش ساپيڪشتا موجب ٿئي ٿو. جيئن مڪتيءَ جي ڀيٽ ۾ بنڌ ۽ بنڌ جي ڀيٽ ۾ مڪتي ٿي ٿئي. جو ڪڏهن بنڌ ۾ هوئي ڪونه، سو مڪت ڪيئن سڏجي سگهندو؟ رڳا **ايڪ ديشي** جيو ئي سدا بنڌ ۽ مڪت سڏجي سگهن ٿا. اننت، سرو ديشي، سرووياپڪ ايشور بنڌن يا نئميتڪ مڪتيءَ جي چڪر ۾ [جيئن اوهانجا تيرٿنڪر آهن] ڪڏهن به نٿو پوي. ان ڪري ئي پرماتما **سدا مڪت** ٿو سڏجي.

**٣٦. ڪرم ۽ ڦل:- ناستڪ-** جيو ڪرمن جا ڦل ائين ئي ڀوڳي سگهن ٿا، جيئن ڀنگ پيئندڙ [ڀنگ جو] نشو پاڻيهي ٿو ڀوڳي؛ هن ۾ ايشور جو ڪم ئي ڪونهي. **آستڪ-** راجا [جي سزا ڏيڻ] کانسواءِ ڌاڙيل، بدمعاش، چور وغيره ٻيڙا ماڻهو پاڻيهي ڦاسيءَ تي [لٽڪا چڙهن] يا جيل ۾ لٽا وڃن ۽ نڪي هو وڃڻ گهرندا آهن. بلڪ راڄ جي نياءَ ويوستا موجب زبردستيءَ پڪڙائي راجا واجبي سزا ڏياري ٿو. ساڳيءَ ريت جيون کي ٻه ايشور پنهنجي نياءَ جي پربنڌ انوسار سندن جدا جدا ڪرمن موجب جيئن جو تيئن سزا ڏئي ٿو، ڇاڪاڻ ته ڪو به جيو پنهنجن خراب ڪرمن جا ڦل ڀوڳڻ نٿو گهري. تنهڪري اوس پرماتما کي ئي نياءَ ڪندڙ ليکڻ کپي.

**٣٧. مڪت جيو ۽ ايشور:- ناستڪ-** سنسار ۾ هڪ ايشور نه آهي، بلڪ جيترا به مڪت جيو آهن، سي سڀ ايشور آهن. **آستڪ-** ائين چوڻ بلڪل اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته جو

پهريائين ٻُڌن ۾ وڃي ۽ پوءِ مُڪت ٿو ٿئي، سو پيهر به اوس ٻڌن ۾ پوندو، ڇاڪاڻ ته هُو سياءِ سان سدائين لاءِ مڪت آهيئي ڪين! جيئن ته اوهانجا چوويهه تيرٿنڪر پهريائين ٻڌن ۾ هوا، پوءِ مڪت ٿيا، پر وري به ٻڌن ۾ اوس پوندا! جي ايشور گهڻا آهن، ته جيئن جيو اَنيڪ هجڻ ڪري وڙهندا جهڳڙندا ٿا وتن، تئن ايشور به وڙهندا رهندا.

**٣٨. جڳت جو نهڻ:- ناستڪ:-** اَڙي مُورک! جڳت جو ڪرتا آهيئي ڪونه، ٻلڪ جڳت پنهنجو پاڻ ٿيو آهي. **آستڪ:-** هيءَ جئنين جي ڪيڏي نه وڏي ڀُل آهي! ڀلا ٻنا فاعل جي ڪو فعل، ڪرم جي ٻنا ڪو ڪاريه جڳت ۾ ٿيندڙ ڏسجي به ٿو؟ هيءَ ته اَهڙي ڳالهه آهي جيئن [ڪو چوي] ته ڪڻڪ جي ٻنيءَ ۾ پاڻيهي اَنو پيسجي روٽي تيار ٿي، جئنين جي پيٽ ۾ لنگهي ٿي وڃي! ڪپهه مان سٽ، ڪپڙو، اَنگرکو [جامو]، پٽڪو، ڊوٽي، پڳڙي وغيره ڪڏهن به [پاڻيهي] ٺهي نٿا اچن. جي ائين نه هجي ها ته ايشور جي ڪرتا هجڻ کان سواءِ هيءَ نموني نموني جو جڳت ۽ نانا پرڪار جي خاص رچنا ڪيئن ٿي سگهي ها؟ جي هٺ وچان جڳت کي پاڻيهي ٺهيل ٿا مڃو، ته مٿين ڪپڙن آديءَ کي ٺاهيندڙ کان سواءِ پاڻيهي ٺهيل سڌ ڪري ڏيکاريو! جي اهو سڌ ڪري نٿا سگهو، ته اوهان جي ٻنا پرماڻ واري وچن کي ڪهڙو ٻڌيمان مڃي سگهندو؟

**٣٩. ايشور، وئراڳ ۽ موهه:- ناستڪ:-** ايشور ورڪت [تارڪ] آهي يا موهت [قائل]؟ جيڪڏهن ورڪت آهي ته جڳت جي پرپنچ ۾ ڇو پيو؟ جي موهت آهي ته جڳت ٺاهڻ لاءِ سمرٿ نه ٿي سگهندو! **آستڪ:-** پرميشور ۾ وئراڳ يا موهه ڪڏهن به ٿي نٿا سگهن! ڇاڪاڻ ته جو سرووياپڪ آهي، سو ڇڏي ڪنهن کي ۽ وٺي ڪنهن کي؟ ايشور کان اُتم [پدارٿ]، يا نه حاصل ٿيندڙ اهڙي ڪابه وستو آهيئي ڪانه! تنهنڪري ڪنهن ۾ به موهه نٿو ٿئيس! وئراڳ ۽ موهه جو هجڻ جيو ۾ ٿي سگهي ٿو ۽ نه ايشور ۾.

**٤٠. ايشور ۽ پرپنچي سنسار:- ناستڪ:-** جي ايشور کي جڳت جو ڪرتا ۽ جيون کي ڪرمن جا ڦل ڏيندڙ مڃيندا ته ايشور پرپنچي ٿي دکي ٿي پوندو. **آستڪ:-** جڏهن نانا پرڪارن جي ڪرمن جو ڪندڙ، پراڻين کي ڦل ڏيندڙ، ڌارمڪ ۽ ودوان نياياڌيش [منصف=جج] به ڪرمن ۾ نٿو ڦاسي ۽ نه پرپنچي ٿو ٿئي، ته ڀلا اننت سامرٿيه وارو پرميشور پرپنچي ۽ دکي ڪيئن ٿيندو؟ هائو! اوهين پرميشور کي به پاڻ جيان ۽ پنهنجن تيرٿنڪرن جيان اگيان وارو ٿا سمجهو، جا اوهانجي اوديا جي ليلا آهي. جي اوديا آدي دوشن کان ڇٽڻ گهرو ته ويد آدي سٽ شاسترن جو آسرو وٺو! ڇو ٿا ڀرم ۾ رهي ٿاٻا کائو؟

**٤١. جئنين جا گرنٿ ۽ جڳت جو ورڻن:-** جيئن جئني لوڪ جڳت کي ٿا مڃين، سو اسين انهن جي سوٽرن جي آڌار تي ڏيکاريون ٿا ۽ مول [اصل] جي ارٿن ڏيکارڻ کان پوءِ سچ ۽ ڪُوڙ جي **سميڪشا** پڻ ڪري ٿا ڏيکاريون:-

**मूल- सामिअणाइ अणन्ते च उगइ संसार घोरकान्तारे। मोहाइ कम्मगुरुठिइ विवाग वसउभमइजीवो ॥**

प्रकरणरत्नाकर ॥ भाग दूसरा २। षष्ठीशतक ६०। सूत्र २ ॥

هن ”رتن سار ٻاگ“ نالي واري گرنٿ جي سمپڪتو پرڪاش پرڪرڻ ۾ گوتم ۽ مهاوير جو سمواد آهي. سندن سنڪشيپ ۾ ضروري اهو ٿي ارٿ آهي تہ هيءَ سنسار اناديءَ اننت آهي. نہ ڪڏهن سندس اُتپتي ٿي آهي ۽ نہ ڪڏهن اهو ناس ٿو ٿئي. ارٿات جڳت ڪنهنجو بہ ناهيل ڪونهي. [اِهو ئي آستڪ ۽ ناستڪ جي وواد ۾ [چيل آهي] تہ هي مورکا جڳت جو ڪرتا ڪو ڪونهي. [اهو] نہ ڪڏهن نهيو آهي ۽ نہ ڪڏهن ناس ٿيندو.

**سميڪشڪ**- جو سنجوڳ مان اُتپن ٿيندو آهي، سو انادي ۽ اننت ڪڏهن بہ ٿي نٿو سگهي؛ ۽ ڪرم بہ اُتپتي ۽ وناش کان رهت نہ آهي. جڳت ۾ جيترا بہ پدارٿ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي سمورا سنجوڳ مان اُتپن ٿيل آهن ۽ اُتپن ۽ ناش ٿيندي ڏسڻ ۾ اچن، پوءِ جڳت اُتپن ۽ وناش ٿيندڙ ڇو ڪونهي؟ تنهنڪري اوهانجن تيرٿنڪرن کي پورو گيان ڪونہ هو. جي ڪين سميڪ [يٿارٿ] گيان هجي ها تہ اهڙيون اسمڀو ڳالهيون ڇو لکن ها؟ جئن اوهانجا گرو آهن، تئن اوهين چيلا بہ آهيو. جو اوهانجون ڳالهيون مڃيندو، تنهنکي پدارٿ گيان [سائنس جو علم] ڪڏهن پراپت ٿي نہ سگهندو. ڀلا جو پرتيڪش سنجوڳ [ظاهر ظهور مرڪب] پدارٿ ڏسڻ ۾ ٿو اچي، تنهنجي اُتپتي ڇو نٿا مڃين؟ ارٿات سندن آچارين کي ۽ جئنين کي ڀوگول ۽ کگول [جاگرافي ۽ جوتش] ودياٿون بہ ڪين ايندڙيون هيون، ۽ نہ هينئر بہ اهي وديائون مڃهن آهن. نہ تہ هيٺ ڏيکاريل ناممڪن ڳالهيون ڪيئن مڃين ها ۽ چون ها؟

(ب) **جئنين جي فلاسافي**:- ”پرٿوي ڪاءِ“ ارٿات پرٿوي بہ جيو جو شرير آهي، ۽ ”جل ڪاءِ“ آدي جيو بہ هن جڳت ۾ مڃيندا آهن، جنکي [ٻيو] ڪو بہ مڃي نٿو سگهي! سندن ٻيون مٿيا ڳالهيون ڏسو! جن تيرٿنڪرن کي جين لوڪ سميڪ گياني ۽ پرميشور ٿا مڃين، تنجي مٿيا ڳالهين جا نمونا هي آهن:—

”رتنا سار ٻاگ“ (جنڏي هي گرنٿ مڃيندا آهن، ۽ جو عيسوي سنہ ۱۸۷۹ع اپريل تاريخ ۲۸ جي بنارس ”جين پرڀاڪر پريس“ ۾ نانڪ چند جتيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، تنهن) جي صفحہ ۱۴۵ تي ڪال جي وياکيا هن ريت ٿيل آهي:-

(ب) **ڪال جي وياکيا**:- [تمام ٿوري] سمي کي [سوکشم ڪال] چوندا آهن. اسنکيات بيشمار سمين کي ”آولي“ چوندا آهن. هڪ ڪروڙ سٺهٺ لک سٺر هزار ٻہ سؤ سورهن آولين جو هڪ ”مهورت“ ٿيندو آهي. اهڙن ٽيهن مهورتن جو هڪ ”دوس“ [ڏينهن]، اهڙن پندرهن دوسن جو هڪ ”پکش“، اهڙن ٻن پکشن جو هڪ ”ماس“ [مهينو]، اهڙن ٻارهن ماسن جو هڪ ”ورش“ [ورهيہ] ٿيندو آهي. اهڙن ۱۰۰۰۰۰۰۰ × ۵۶۰۰۰ × ۱۰۰۰۰۰۰۰ × ۷۰۰۰۰۰۰ ورشن جو هڪ ”پؤرو“ ٿيندو آهي. اهڙن ”اسنکيات“ پورون جو هڪ ”پليوپم“ ڪال سڏبو آهي.

”**اسنکيات“ ڪال**:- ”اسنکيات“ انکي چوندا آهن تہ هڪ چار ڪوهہ چورس ۽ اونڊو ٿي اونهو کوه کوٽي، تنهنکي ”جگليا“ لوڪن جي شرير جي وارن سان هينئن ريت ڀرجي:-

اڇوڪن لوڪن جي وارن کان "جگليا" لوڪن جو وار چار هزار ڇهانوي ڀاڱا [وڌيڪ] سوڪشم ٿو ٿئي. جگلئي منشيه جي ڇئن هزارن ڇهانوي وارن کي ڪٺو ڪبو ته هن سمي جي ماڻهوءَ جو هڪ وار ٿيندو. اهڙي جگلئي منشيه جي هڪڙي وار جي هڪ آڱر جيتري ٽڪر جا ست گهمرا اٺ اٺ ٽڪر ڪبا ته ۲۰،۹۷،۱۵۲ ٽڪر يعني ويهه لک ستانوي هزار هڪ سؤ باونجاه ٽڪر ٿيندا. اهڙن ٽڪرن سان مٿئين کوه کي ڀرجي، ۽ سو سؤ ورهين ڪانپوءِ اُن مان هڪ هڪ ٽڪر ڪڍجي. جڏهن سمورا ٽڪرا نڪري وڃن ۽ کوه خالي ٿي پوي، تڏهن به اهو سڪيات ڪال [ڳاڻاٽي ۾ اچڻ جهڙو وقت] آهي. پر جڏهن مٿين ٽڪرن جا بيشمار ٽڪرا ڪري اُنهن ٽڪرن سان ساڳئي کوه کي اهڙو دٻي ڀرجي، جو مٿانئس چڪرورتي راجا جو لشڪر هليو وڃي ته به نه دٻجي، [۽ پوءِ] انهن ٽڪرن مان سو سو ورهين ڪالپوءِ هڪ هڪ ٽڪرو ڪڍجي، ۽ جڏهن کوهه خالي ٿي وڃي [نه ايتري وقت کي] "پورو" ڪوٺبو آهي. اهڙا "اسنکيات پورو" گڏجي هڪ "پليوپم ڪال" ٿيندو آهي. اهو پليوپم ڪال کوهه جي مثال مان سمجهجي. جڏهن ڏهه ڪروڙ × ڪروڙ [۱۰۰۰۰۰۰۰ × ۱۰۰۰۰۰۰۰] پليوپم ڪال گذري وڃي، تڏهن هڪ "ساگروپم" ڪال ٿيندو آهي. جڏهن ڏهه ڪروڙ × ڪروڙ ساگروپم ڪال گذري وڃي، تڏهن "اُتسرپڻي" ڪال ٿيندو آهي. جڏهن هڪ اُتسرپڻي ۽ هڪ "اوسرپڻي" ڪال گذري وڃي ته هڪ "ڪال چڪر" ٿيندو آهي. جڏهن اننت ڪال چڪر لنگهي وڃن، تڏهن هڪ "پد گل پراورت" ٿيندو آهي.

**اننت ڪال:-** هيٺئر اننت ڪال ڇا کي ٿا چون [سو ٻڌو]:- سڌانت پستڪن ۾ نو درشٽانتن سان جو ڪال جو ڳاڻاٽو ڪيل آهي، تنهنکان وڌيڪ "اننت ڪال" ٿو سڏجي. اهڙا اننت پد گل پراورت ڪال جيو کي رلندي ٿيا آهن، آدي.

**[سمڪشا]:-** ٻڌو ڀائي **گڻت وديا** [حساب] ڄاڻندڙ لوڪو! جئنين جي گرنٿن انوسار اوهان وقت جو شمار ڪري سگهندا يا نه؟ وري اوهان انکي سچ به مڃي سگهو ٿا يا نه؟ انهن تيرٿنڪرن اهڙي نه گڻت وديا پڙهي هئي، ۽ سندن مت ۾ اهڙا اهڙا نه گروُ ۽ شش ٿيا آهن، جنجي **اوديا** جي نڪا آهي حد، نه حساب!

(ب) **هڪ آڱر وارا جيو:-** سندن ٻيا انڌير به ٻڌو! رتن سار ڀاڱي جي صفحي ۱۳۳ کان وٺي جيڪي به بوتابول يا جئنين جي سڌانتن جا پستڪ آهن ۽ جي سندن تيرٿنڪرن ارٿات **رشڀ ديو** کان وٺي مهاوير تائين جي چوويهه تي گذريا آهن، تنجي وچن جي سار جو سنگرهه [گڏيل پستڪ] آهي، تنهن رتن سار ڀاڱي جي صفحي ۱۴۸ تي لکيل آهي ته پرٿوي ڪاءِ [ارٿات] مٽي، پٿر آدي، جي پرٿويءَ جون جدا جدا شڪليون آهن، تن ۾ رهندڙ جيون جي شريرن جو قد هڪ **آڱر** جي اسنکياتوان [بيشمار وين حصي] جيترو سمجهجي. ارٿات بلڪل ننڍڙا ٿا ٿين. سندن آيو مان [عمر جي حساب] موجب هو وڌيڪ کان وڌيڪ ٻاويهه هزار ورهيه جيئرا ٿا رهن!

(ت) **هڪڙيءَ اندريءَ وارن جيون جي آيو آدي:-** رتن سار صفحي ۱۴۹

[موجب] ونسپتيءَ جي هڪ شرير ۾ ٻي انت جيو ٿا ٿين. اهي رواجي ونسپتيءَ [جا جيو] ٿا سڏجن. جي ڪندمول آدي ۽ ”اننت ڪايہ“ آدي جيو آهن، تنڪي ساڌارڻ ونسپتيءَ جا جيو ڪوٺڻ کپي. سندن آيوءَ جو پيمانو ”انت مهورت“ ٿيندو آهي. پر اهو مٿي ڄاڻايل جٿين جو مهورت سمجهڻ گهرجي. ڄاڪاڻ تہ سندن شرير ۾ هڪڙيئي اندريہ ارٿات سپرش اندريہ [ڇهڻ جي شڪتي] ٿيندي آهي ۽ تنهن ۾ هڪڙو ئي جيو رهيتو، تنهڪري کيس ”پرتيڪ ونسپتي“ ڪوٺيندا آهن. سندن شرير جو پيمانو هڪ هزار يوجن [ٿيندو آهي]! [خبر هجيو تہ] پوراڻڪن جو يوجن چئن ڪوهن جو، پر جٿين جو يوجن ڏهن هزارن (١٠٠٠٠) ڪوهن جو ٿيندو آهي! [اهڙن جيون جو] شرير چار هزار ڪوهہ ڊگهو ٿيندو آهي ۽ سندن آيوءَ جو ماڻ وڌيڪ کان وڌيڪ ڏهن هزارن ورهين جو ٿيندو آهي!

(ت) **ٻن اندرين وارن جيون جي آيو آدي**:- هيٺ ٻن اندرين وارن جيون [جو بيان ٿا ڪريون]، ارٿات هڪڙو سندن شرير ۽ ٻيو سندن وات، جئن سنڪ ڪوڏيون ۽ جوُن آدي. انهن جي شرير جو پيمانو وڌيڪ کان وڌيڪ انيتاليهہ ڪوهن جي [ڊگهي] اسٿول شرير جو ٿيندو آهي ۽ سندن آيوءَ جو پيمانو وڌيڪ کان وڌيڪ ٻارهن ورهين جو ٿيندو آهي.

**سمڪشڪ**:- الي ڏاڍي ٻل ڪيائين! ايڏي وڏي شرير جي آيو وڌيڪ لکڻ کپندي هيس. وري اليتاليهہ ڪوهہ ڊگهي ۽ مٿاري جوںءَ جٿين جي شريرن ۾ ٿي پوندي هوندي، ۽ انهن ٿي ڏٺي هوندي! ٻين جو اهڙو نصيب ڪٿي، جو ايڏي وڏي جوں ڏسن!

(ت) **ڪوڙ ڳالهائڻ تہ صرفو ڪهڙو؟**:- رتن سار ڀاڱہ صفحہ ١٥٠ تي وڌيڪ [هيئن لکيل آهي]. ڏسو سندن الڳٽي جا وڇون، ٻگائي [Bugs]، ڪماري [ڪتي يا هرڻ مکہ]، ۽ مکيون، جي هڪ يوجن شرير وارا ٿا ٿين، ۽ جنجي آيوءَ جو پيمانو وڌيڪ کان وڌيڪ ڇهہ مهينا ٿو ٿئي.

**سمڪشڪ**:- ڏسو ڀائرو! چار چار ڪوہ [ڊگهو] وڇون ٻئي ڪنهن ڪونہ ڏٺو هوندو! اٺ ميل ڊگهي شرير وارا وڇون ۽ مکيون بہ جٿين جي مت ۾ موجود آهن. اهڙا وڇون ۽ مکيون سندن ئي گهر ۾ رهنديون هونديون ۽ الهنڪانسواءِ سنسار ۾ ٻئي ڪنهن بہ ڏٺيون نہ هونديون! اهڙا وڇون جي ڪنهن جٿيءَ کي ڏنگين تہ سندن ڪهڙو نہ [ٻيڙو حال] ٿيندو هوندو!

جلچر [پاڻيءَ ۾ رهندڙ] مڇيون وغيره جي شرير جو ماڻ هڪ هزار يوجن آهي، ارٿات في يوجن ڏهن هزارن ڪوهن جي حساب سان هڪ ڪروڙ ڪوهن جو شرير ٿو ٿئي ۽ هڪ ڪروڙ ”پورو ورشن“ جي سندن آيو ٿيندي آهي! اهڙو وڏو پاڻيءَ جو جانور جٿين ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن نہ ڏٺو هوندو!

هاٿي آدي چوپاين جانورن جي شرير جي ڊگهائي ٻن ڪوهن کانوٺي نون ڪوهن تائين ۽ سندن آيوءَ جو پيمانو چوراسي هزار ورهيہ آهي، وغيرہ! اهڙن وڏن شريرن وارا جيو بہ جٿين ڏٺا هوندا! [اهيئي ائين] ٿا مڃين، ٻيو ڪو عقل وارو نٿو مڃي سگهي!

داواران اُلپن تيندڙا ذرڻي جو وڏو لبو ۾ رهندڙ پرڪرڀ [پاڻيءَ ۾ رهندڙ] جل چر ڪريائي [پاڻيءَ ۾ رهندڙ] رتن سار صفحو ۱۵۱ [موجب]، جل چر ڪريائي [پاڻيءَ ۾ رهندڙ] هڪ ڪروڙ ڪوهن جو ۽ آيو هڪ جيوَن جو وڏي ۾ وڏو شرير هڪ هزار يوجن يعني هڪ ڪروڙ ڪوهن جو ۽ آيوءَ وارا جانور اُنهن [جئنين] ڪروڙ "پوروورشن" جيتي ٿي! ايڏن وڏن شريرن ۽ آيوءَ وارا جانور اُنهن [جئنين] جي آچارين ٿي سپني ۾ ڏٺا هوندا! ڇا هيءَ تمام ڪُوڙي ڳالهه ڪانهي، جا ڪڏهن به ممڪن ٿي نٿي سگهي؟

(ث) **جئنين جي جاگرافي**:- هيٺئن ٻڌو ڌرتيءَ جي ماپ! رتن سار ڀاڱو صفحو ۱۵۲ [ڀُلڪيل آهي ته] هن ڌرتيءَ لوڪ ۾ "اَسنکيات" بيت، "اَسنکيات" سمنڊ آهن. "اَسنکيات" شبد جو اَرٿ آهي اَڻاڻيي "ساگروپم ڪال" ۾ جيترو وقت ٿو لڳي، اوترا بيت ۽ سمنڊ سمجهڻ گهرجن! هن پرٿويءَ تي پهريون "جمبو دويپ" سڀني بيٽن جي وچ ۾ آهي، جنهنجي پکيڙ هڪ لک يوجن اَرٿات هڪ اَرب ڪوهن جي آهي. سندس چوڌاري لوڻاڻي [پاڻيءَ جو] سمنڊ آهي، جنهنجي پکيڙ ٻه لک يوجن ڪوه يعني ٻه اَرب ڪوهن جي آهي. هن جمبو دويپ جي ڀرسان جو "ڌاتڪي کنڊ" نالي وارو بيت آهي، تنهنجي پکيڙ آهي چار لک يوجن يعني چئن اَربن ڪوهن جي! اُنجي چوڌاري "ڪالودڌي" سمنڊ آهي، جنهنجي پکيڙ آهي اَٺ لک يوجن اَرٿات اَٺن اَربن ڪوهن جي! اُنجي پٺيان "پشڪر اورت" بيت آهي، جنهنجي پکيڙ سورهن اَرب ڪوهن جي آهي. هيءَ بيت ڪمر بندن [Zones] ۾ ورهايل آهي. اُنجي اڌ ۾ ماڻهو ٿا وسن. ڪالنس پري بيشمار بيت ۽ سمنڊ آهن، جن ۾ "ترڀگ يونيءَ" وارا [ڏنگا هلندڙ] جيو ٿا رهن. رتن سار ڀاڱو صفحو ۱۵۳ [موجب] جمبودويپ ۾ هڪ همونت، هڪ اَئرنيونت، هڪ هري ورش، هڪ رميڪ، هڪ ديو ڪرو ۽ هڪ اُترڪرو اَهڙا ڇهه کنڊ آهن.

**سميکشڪ**:- ٻڌو ڀائرو، جاگرافي جاڻندڙ لوڪو! ڌرتيءَ جي ماپ ڪرڻ ۾ اوهين ڀلا ڀا جئني؟ جي جئني ڀليا هجن ته اوهين ڪين سمجهايو! ۽ جي اوهين ڀليا آهيو ته ڪاٿن سمجهي ڇڏيو! ٿورڙو ئي ويچار ڪري ڏسو ته اِهائي پڪ ٿيندي ته جئنين جي آچارين ۽ چيلن ڀوگول، کگول ۽ گڻت وديا [حسابي علم] جو ذرو به پڙهيو هو. پڙهن ها ته [اهڙا] بلڪل ناممڪن گپوڙا ڇو هڻن ها؟ اَهڙا جاهل ماڻهو جي جڳت کي اڻ ٺهيل مڃين ۽ ايشور کي نه مڃين ته عجب ڪهڙو؟ اِنڪري جئني ماڻهو پنهنجا پستڪ ٻين مت وارن ودوانن کي نٿا ڏين، ڇاڪاڻ ته جنکي اِهي ماڻهو تيرٿنڪرن جا ٺاهيل پرماڻڪ سڌانت گرنٿ مڃيندا آهن، تن ۾ ان نموني جون ئي اَوديا وارين ڳالهيون ڀريل آهن، جنهنڪري [ٻين کي] پڙهڻ نٿا ڏين. جي ڏين ته پول کلي وڃي! اِنهن کانسواءِ ٻيو ڪو ٿورڙي ٻڌيءَ وارو ماڻهو به هن گپوڙ اَڌياءَ کي ڪڏهن به سچ مڃي نٿو سگهي. اِهو سمورو پرپنچ جئنين جڳت کي اَنادي مڃڻ لاءِ ئي ڪڙو ڪيو آهي، پر آهي ڪورو ڪوڙ! هائو! جڳت جو ڪارڻ اَنادي آهي، ڇاڪاڻ ته هو پرماڻو آدي تتو روپ [هتي ڪري] اَڻ ٺهيل آهي. پر اُنهن ۾ نيم موجب لهڻ ۽ ڌهڻ جي شڪتي بلڪل ڪانهي. ڇاڪاڻ ته جڏهن هڪ پرماڻو ڪنهن دروپه [وجود] جو نالو آهي ۽ آهي سڀاءَ سان ئي جدا جدا آهن ۽ جڙ آهن، ته آهي پنهنجو پاڻ جڙن جو لائق نٿا ٿيڻجي

سگهن. تنهنڪري سندن ناهيندڙ ضرور چيتن آهي، ۽ اهو ناهيندڙ گيان سروپ آهي.
ڏسو! پرٿوي، سورج آدي سڀئي ڪي نيم ۾ رکڻ؛ انت انادي ۽ چيتن پرماتما جو ئي ڪم
آهي، جنهن ۾ سنجوڳ ۽ خاص رچنا ئي ڏسجي. اهڙو استول جڳت انادي ڪڏهن به نٿو
ٿي سگهي! جي ڪارڻ جڳت کي نتيه مڃيندا، تہ سندس ڪارڻ ٿي نٿو سگهي، بلڪ هو
پاڻ ئي ڪارڻ ۽ ڪارڻ روپ ٿي پوندا. جي ائين مڃيندا تہ پنهنجو ڪارڻ ۽ ڪاريہ پاڻ ئي
ٿيڻ ڪري "انيوانياشريہ" [دور] "آتم آشريہ" [پنهنجي آسري پاڻ هجڻ] جا دوش لڳندا!
جئن پنهنجن ڪلهن تي پاڻ چڙهڻ ۽ پنهنجو پيءُ پاڻ بڻجڻ ناممڪن آهي، تئن جڳت جو
ڪرتا بہ اوس مڃڻو ئي پوي.

**٤٢. ايشور جو ناهيندڙ:- پرشن:-** جي ايشور کي جڳت جو ڪرتا ٿا مڃيو تہ ايشور
جو ناهيندڙ ڪير آهي؟

**اتر-** [پهرئين] ڪرتا جو ڪرتا ۽ [پهرئين] ڪارڻ جو ڪارڻ ڪو نٿو ٿي سگهي،
ڇاڪاڻ تہ پهرئين ڪرتا [ناهيندڙ] ۽ پهرئين ڪارڻ جي هئڻ مجهان ئي ڪاريہ ٿيندو آهي.
جنهن ۾ سنجوڳ وپوگ نٿو ٿئي، بہ پهرئين سنجوڳ ۽ ويوگ جو ڪارڻ آهي، تنهنجو ڪرتا ۽
ڪارڻ ڪنهن بہ نموني نٿو ٿي سگهي. انجو خاص ورنن **اٺين سملاس** ۾ سرشٽيءَ جي
ورنن ۾ لکيل آهي، ڏسي ڇڏيو.

جڏهن انهن جٽين کي **استول** ڳالهين جي بہ پوري خبر ڪانهي، تہ تمام **سوکم** سرشٽي
وديا جو گيان ڪئن ٿي سگهندن؟ تنهنڪري جي جٽين سرشٽيءَ کي **انادي** ۽ **اننت** ٿا مڃين،
جي دوين جي قير گهير بہ انادي ۽ اننت ٿا مڃين، جي هر ڪڻ ۾ ۽ استان ٿي قير گهير ٿيندڙ
ٿا مڃين ۽ جي هر وستوءَ ۾ بہ اننت قير گهير جو ٿيڻ ٿا مڃين. [جئن پرڪرڻ رتناڪر جي
پهرئين ڀاڱي ۾ لکيل آهي]، تنهن اها ڳالهہ ڪڏهن بہ برابر نٿي ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ جنهن
**اننت** ارٿات مريادا ٿيندي آهي، تنهن سان سنبنڌ رکندڙ سڀئي وستو انت واريون ئي
ٿينديون آهن. جي "اننت" جي بدران "اسنکيہ" چون ها، تہ بہ برابر نہ ٿي سگهي ها، ڇو تہ
اها ڳالهہ جيون لاءِ ڇئجي تہ ٿي سگهندي ۽ نہ پرميشور لاءِ! ڇاڪاڻ تہ جدا جدا دروين ۾
سندن هرهڪ ڪاريہ ۽ ڪارڻ جي شڪتيءَ کي اوپاءَ پريائين [غير ممڪن يا بي حد قيرن
گهيرن] سيبان اننت سامرٿيہ وارو مڃڻ رڳو مورکتا آهي! جڏهن هڪڙي پرماڻو دروي
جي حد آهي، تہ ان ۾ بي انت ويائڪ روپي قيريون گهيريون ڪئن رهي سگهنديون؟
ساڳيءَ ريت هڪ هڪ دروي ۾ اننت گڻ ۽ ساڳي گڻ ۽ استان ٿي اوپاءَ روپي اننت پريائين
کي بہ اننت مڃڻ رڳيون ٻاراڻيون ڳالهيون آهن. ڇاڪاڻ تہ جنهجي اڌيڪرڻ [ظرف يا آڌار]
جو انت آهي، تہ انهن ۾ رهندڙ [مظروف يا آڌيہ] جو انت ڇو ڪينهي؟ اهڙيون ئي ڊگهيون
ويڪريون مٿيا ڳالهيون لکيون اٿن.

**٤٣. جٽين جو جڙ چيتن بابت ويچار:-** "جيو" ۽ "اجيو" انهن ٻن پدارٿن بابت
جٽين جو مت هيئن آهي:-

चेतनालक्षणो जीवः स्यादजीवस्तदन्यकः। सत्कर्मपुद्गलाः पुण्यं पापं तस्य विपर्ययः॥

هيءَ "جن دت سوريءَ" جو وچن آهي، ۽ انهن ٿي پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱ پهرئين جي نيم چڪر سار ۾ پڻ لکيل آهي، ته چيتنا لکشڻ وارو جيو ۽ چيتنا رهت اجيو ارٿات جڙ آهي. هت ڪرم روپي پد گل پڻ، پاپ ڪرم روپي پد گل پاپ تو سڏجي.

سميکشڪ:- جيو ۽ جڙ جو لکشڻ [بيان] ته برابر آهي، پر جي جڙ روپ پد گل آهن، سي پاپ ۽ پڻ وارا ڪڏهن به ٿي نٿا سگهن. ڇاڪاڻ ته پاپ ۽ پڻ ڪرڻ جو سڀاءُ چيتن ۾ ٿيندو آهي. ڏسو! هي جيترا به جڙ پدارٿ آهن، سي سمورا پاپ پڻ کان خالي آهن. هي جو جيون کي انادي ٿا مڃين سو ٺيڪ آهي، پر ساڳئي الپ ۽ الپگيہ جيو کي مڪتيءَ جي اوسٿا ۾ سروگيہ مڃڻ مٿيا آهي؛ ڇاڪاڻ تہ جو الپ ۽ الپگيہ آهي، انهيجو سامرٿ بہ سدا محدود ئي رهندو.

۴۴. جڳت، جيو ۽ جيون جا ڪرم:- جئني لوڪ جڳت، جيو، جيو جي ڪرمن ۽ بنڌن کي انادي ٿا مڃين. اُتي بہ جئنين جا تيرٿنڪر ڀلجي ويا آهي، ڇاڪاڻ تہ سنيڪت [ترڪيب پاتل] جڳت جو ڪارڻ ۽ ڪارڻ [جي حالتن مان لنگهڻ] ۽ پرواهہ سان [متواتر] ڪاريہ ٿيڻ، [آهي] ۽ پڻ جيو جا ڪرم ۽ بنڌن بہ انادي ٿي نٿا سگهن. جيڪڏهن ائين ٿا مڃو تہ پوءِ ڪرمن ۽ بنڌن جو ڇڏجڻ ڪئن ٿا مڃيو؟ ڇاڪاڻ تہ جا وستو انادي آهي، سا ڪڏهن بہ ڇڏجي نہ سگهندي! جي انادي [پدارٿن] کي بہ ناس ٿيندڙ مڃيندا، تہ اوهانجي سڀني انادي پدارٿن جي ناس ٿيڻ جو پرشن بہ اُٿندو! وري جي انادي‌ءَ کي نتيہ مڃيندا، تہ ڪرم ۽ بند بہ نتيہ [سڏ] ٿيندا. وري جي سڀني ڪرمن جي ڇڏڻ جو نالو مڪتي آهي؛ تہ سڀني ڪرمن جو ڇڏجڻ ٿيندو، مڪتيءَ جو ڪارڻ. جهنڪري مڪتي نئمتڪ [ٿوري سمي لاءِ] ٿيندي، جا سدا رهي نہ سگهندي! وري ڪرم ۽ ڪرتا جو نتيہ سنبنڌ هئڻ ڪري ڪرم بہ ڪڏهن نہ ڇٽندا. پوءِ جڏهن اوهان پنهنجي ۽ پنهنجن تيرٿنڪرن جي مڪتي نتيہ مڃي آهي، سا [استر] رهي نہ سگهندي.

۴۵. جيون جي مڪتي:- پرشن:- جهڙيءَ ريت سارين جا ٿهہ [ڇلر] لاهڻ ڪري يا [ساوڻ کي] باهہ تي سيڪڻ ڪانپوءِ سارين ڀڄ ٿي نٿيون اُڀرن، ساڳيءَ ريت مڪتيءَ ۾ ويل جيو بہ ٻيهر جنم مرڻ روپي سنسار ۾ نٿو اچي.

اُتر:- جيو ۽ ڪرم جو سنبنڌ ٿهہ ۽ ٻج وانگيان نہ آهي، بلڪ سنڌن سمواءِ [لازم ۽ ملزوم] سنبنڌ آهي. انڪريئي انادي ڪال کانوٺي جيو ۽ سنڌس ڪرم ۽ ڪرم ڪرڻ جي شڪتيءَ جو پاڻ ۾ سنبنڌ هلندو ٿو اچي. جي جيو ۾ ڪرم ڪرڻ جي شڪتي نہ مڃيندا، تہ سڀئي جيو پٿرن جيان ٿي پوندا ۽ منجهن مڪتيءَ جي ڀوڳڻ جي شڪتي بہ نہ رهندي! جي انادي ڪال جي ڪرمن ۽ بنڌن جي ڇڏجڻ ڪري جيو مڪتي تو پائي، تہ اوهانجي نتيہ مڪتيءَ کان بہ جيو پاڻ ڇڏائي بنڌن ۾ پوندو، ڇاڪاڻ تہ جئن اوهين مڪتيءَ جي سادن ارٿات ڪرمن کان آزاد ٿي جيو جو مڪت ٿيڻ ٿا مڃو، ساڳيءَ ريت جيو نتيہ مڪتيءَ کان،

۽ ڇٽي ٻڌن ۾ پوندو، ڇو ته ساڌنن مان پراپت ٿيل پدارٿ هرگز نتيه ٿي نٿو سگهي. پر جي ساڌنن [وسيلن] کانسواءِ مڪتيءَ جو ملڻ مڃيندا، ته ڪرمن ڪرڻ کانسواءِ ٻڌن ۾ اُنهن ٿي سگهندا! جنهن ڪمري ۾ مر لڳندي آهي ۽ ڏٺڻ سان لڪري وهندي آهي ۽ وري لڳندي آهي، ساڳيءَ ريت ڪوڙ آديءَ جي ڪارڻ ڪري ۽ راڳ دويش جي دوارا جيو کي ڪرم روپي ڦل* لڳندو آهي، جو سميڪ گيان [پورڻ گيان] درشن [مشاهدي] ۽ چڱن ڪرمن ڪري نرمل [پوتر] ٿيندو آهي. پر جي مر لڳڻ جي ڪارڻ● سڀان گندگيءَ جو لڳڻ ٿا مڃيو، ته مڪت جيو جو سنساري [ٻڌڻ] ۽ سنساري جيو جو مڪت ٿيڻ ۾ اوس مڃڻو پوندو! ڇاڪاڻ ته جن ڪارڻن سان مليتا وڃي ٿي، تن ڪارڻن ڪري گندگي لڳي به ويندي! تنهنڪري جيو جو ٻڌن ۽ مڪتي [۾ وڃڻ] پرواهه روپ سان انادي مڃڻ گهرجي، ۽ نه انتتا سان انادي! [تواتر سان انادي مڃڻ گهرجي نه مسلسل انادي]!

**٤٦. جيو پوتر آهي:- پرشن:-** جيو ڪڏهن به نرمل نه هو، بلڪ ميرو آهي.

**اُتر:-** جو ڪڏهن به نرمل نه هو، سو ڪڏهن به نرمل ٿي نه سگهندو! جهڙيءَ ريت صاف ڪپڙي لسان پوءِ جي لڳل مر ڌوئڻ لاهي سگهجي آهي ۽ سندس سياوڪ اڇي رنگ کي نٿو لاهي سگهجي، ۽ [جهڙيءَ ريت] وري به ڪپڙي کي مر لڳي ٿي، ساڳيءَ ريت مڪتيءَ✖ ۾ به لڳندي!

**٤٧. شرير ملڻ جو ڪارڻ:- پرشن:-** جيو اڳ ۾ ڪيل ڪرمن سڀان ٿي شرير ڌاري ٿو. ايشور جو مڃڻ اجايو آهي.

**اُتر:-** جي شرير وٺڻ جو ڪارڻ رڳا ڪرم ٿي هجن ها ۽ ايشور به ڪارڻ نه هجي ها، ته جيو ٻرا جنم، جن ۾ گهڻو ڏک هجي، تن کي ڪڏهن به نه وٺي! بلڪ سدائين چڱا چڱا جنم وٺندو رهي! جي چئو ته [ڪيس ائين ڪرڻ کان] ڪرم روڪيندا، ته جنهن چور پنهنجو پاڻ جيل ۾ نٿو وڃي ۽ نڪي پنهنجو پاڻ ڦاسيءَ تي ٿو چڙهي، بلڪ [اهي سزائون ڪيس] راجا

---

* ارٿات جي جيو کي وڻ ڪري مڃجي ته رغبت ۽ نفرت روپي پاڻيءَ ۽ مٽيءَ جي دوارا ان تي ڪرم روپي ڦل ٿا لڳن. [اُڙدوءَ ٿان]

● ارٿات جي مر لڳڻ جا ڪارڻ موجود ٿا مڃو ۽ ڪانئن مر لڳڻ ضروري ٿا سمجهو، ته مر لڳڻ جي ڪارڻن موجود رهڻ جي حالت ۾ ۽ تن ۾ ڦاسڻ به ضرور مڃڻو پوندو. وري جي ڦاسڻ کانپوءِ ان کان آزاد ٿيڻ جو وسيلو گيان ٿو مڃيو وڃي، ته ٻڌن کانپوءِ مڪتي ۽ مڪتيءَ کان پوءِ ٻڌن مڃڻا پوندا، ارٿات جنئين واري نتيه مڪتي نه رهندي. [اُڙدوءَ ٿان]

✖ ارٿات جي جيو کي اڇي ڪپڙي جيان سمجهجي، ته سندس ميرو ٿيڻ [ٻڌن ۾ پوڻ] ممڪن آهي. پر جي سندس مر لاهجي [ڪيس گيان ڏيو] ته سندس اصلوڪي اڇاڻ وري ظاهر ٿيندي. ساڳيءَ ريت ٻڌن ۽ مڪتي به جيو جي ميري ٿيڻ ۽ پوتر ٿيڻ جو نالو آهي، ارٿات اهي نتيه نه آهن. [ڪٿاپتراءِ]

تو ڏياري، ساڳيءَ رِيت جيو کي شرير ڌارڻ ڪرائيندڙ ۽ سندس ڪرمن انوسار ڦل ڏيندڙ **پرمشور** کي اوهين به مڃيو.

**۴۸. ڪرم پنهنجو ڦل پاڻ نٿا ڏين:- پرشن:-** نشي وانگر ڪرم ڦل پاڻهي تو ملي. ڦل ڏيڻ لاءِ ٻئي جي آوشيڪتا ڪانهي.

**اُتر:-** جي ائين هجي ته جنن نشي پيئندڙ کي نشو گهٽ تو چڙهي، ۽ جنهنکي [پيئڻ جي] عادت ڪانهي، تنهنکي گهڻو تو چڙهي، تنهن جو هميشهه ۽ گهڻو پاپ يا پنج ڪندو هوندو، تنهن کي وڏيڪ ڦل ملڻ کپي! [ان موجب ته ننڍڙن ڪرمن وارن کي به وڏيڪ ڦل ملندو!

**۴۹. ڦل جو ملڻ سڀاءَ تي مدار نٿو رکي:- پرشن:-** جهڙو جنهنجو سڀاءَ ٿيندو آهي، تهڙو ئي تنهنکي ڦل ملندو آهي.

**اُتر:-** جي سڀاءَ تي [مدار] آهي، ته سندس ڌار ٿيڻ ۽ ملڻ نه ٿي سگهندو. البت جنن شڌ وستر ۾ ڪارڻ سببان مر ٿي لڳي ۽ ڇڏائڻ جي ڪارڻن سببان ڇڏجي بس ٿي وڃي، ائين مڃڻ ٺيڪ آهي.

**۵۰. جيو ۽ ڪرمن جا ڦل:- پرشن-** سنجوڳ کان سواءِ ڪرم نتيجي کي پراپت نٿو ڪري. جنن کير ۽ سماڻ جي سنجوڳ کانسواءِ ڏڌ نٿو ڄمي، ساڳيءَ ريت جيو ۽ ڪرم جي گڏجڻ ڪري ڪرم پرڻام [نتيجو] تو نڪري.

**اُتر-** جنن کير * ۾ کٽائيءَ جي ملائڻ وارو ڪو ٽيون تو ٿئي، ساڳيءَ ريت جيون کي به ڪرمن جي ڦل سان ملائڻ وارو ٽيون **ايشور** هئڻ گهرجي! ڇاڪاڻ ته جڙ پدارٿ پاڻهي نيم موجب نٿا گڏجي سگهن، ۽ جيو به الپگيه هئڻ ڪري پاڻهي پنهنجن ڪرمن جي ڦلن کي وٺي نٿا سگهن! ان مان سڌ هيءَ ٿيو ته ايشور جي ٺاهيل سرشٽي نيم کانسواءِ ڪرمن جي ڦل جو پرٻنڌ نٿو ڪري سگهجي.

**۵۱. جيو جو ڪرمن کان ڇوٽڪارو:- پرشن:-** جو ڪرمن کان ڇوٽڪارو تو پائي، سو ئي **ايشور** تو سڏجي.

**اُتر:-** جڏهن انادي ڪال کان وٺي جيون سان ڪرم لڳندا ٿا اچن، ته جيو ڪاٿن ڪڏهن به ڇٽي نه سگهندا.

**۵۲. ڪرمن جا ٻنڌن:- پرشن:-** ڪرم جا ٻنڌن سادي [آد وارا] آهن.

**اُتر:-** جي سادي آهن، ته ڪرمن جو يوڳ [لاڳاپو] انادي نه رهندو، ۽ لاڳاپي ٿيڻ کان اڳي جيو **نشڪرم** [ڪرما رهت] رهندو، پر جي نشڪرم کي ڪرم لڳي ويو ته مڪت [جيون] کي به لڳي ويندو. ڪرم ۽ ڪرتا جو سمواءِ ارٿات نتيه سنٻنڌ آهي، جو ڪڏهن به ڌار نٿو ٿئي، تنهڪري جنن ناٿين سملاس ۾ لکي آيا آهيون، تنن ئي مڃڻ ٺيڪ آهي.

**۵۳. جيو ايشور نٿو ٿي سگهي:-** جيو ڪٿي ڪيڏو به پنهنجو گيان ۽ سامرٿ وڌائيندو، ته به اُن ۾ محدود گيان ۽ حد واري شڪتي ئي رهندي، ۽ هو ڪڏهن به **ايشور**

* آريه ڀاشا ۽ اُردو ستيارٿ پرڪاش ۾ پل کان "ڏهي ۽ کٽائي" ڇپيل آهي.

جهڙو نه ٿي سگهندو. هائو! جيترو به سامرٿ وڌائڻ مناسب آهي، اوترو يوگ جي دواران وڌائي سگهي ٿو.

**۵۴. جيون جو قد:-** جئنين ۾ جو "آرهت" لوڪ ڏيهه جي قد موجب جيو جو قد به مڃيندا آهن، ان کان پڇڻ گهرجي ته جي ائين آهي ته هاٿيءَ جو جيو ڪِيليءَ ۾ ۽ ڪِيليءَ جو جيو هاٿيءَ ۾ ڪيئن سمائجي سگهندو؟ هيءَ به هڪ مورکپڻي جي ڳالهه آهي، ڇاڪاڻ ته جيو هڪ سوکيم پدارٿ آهي، جو ڪنهن پرماڻوءَ ۾ به **رهي** ٿو سگهي. پر سندس شڪتيون شرير ۾ پراڻن، بجليءَ ۽ ناڙين آديءَ سان مليل ٿيون رهن، جن سان سڄي شرير جي اوستا ڄاڻندو ٿو رهي. [هيءُ] چڱيءَ سنگت ۾ **چڱو** ۽ ٻڇڙي سنگ ۾ ٻڇڙو ٿي ٿو پوي.

## جئنين جو ڌرم

**۵۵. ٻين جي نندا:-** جين لوڪ، ڌرم هن نموني جو مڃيندا آهن.

मूल- रे जीव भवदुहाई, इक्कं चिय हरइ जिण मयं धम्मं, इयराणं परमं तोसु हकय्ये मूढ मुसिओसि ॥
प्र० भाग २ । ६० । ३ ॥

[ارٿات] اڙي جيو! رڳو هڪ جين مت ارٿات سري ويت راڳ جو چيل ڌرم ئي سنسار سان سنبنڌ رکندڙ جنم، ٻڍاپي، موت وغيره ڏکن کان ڇڏائيندڙ آهي. ساڳيءَ ريت "سديو" ۽ "سگرو" [چڱو ديوتا ۽ چڱو گرو] به **جين** مت واري کي ئي مڃڻ گهرجي. پر ته **رشڀ ديو** کان وٺي **مهاوير** تائين ويت راڳ ديون کان سواءِ ٻيا جي هري هر ۽ برهما آدي "ڪديو" [خراب ديو] آهن، تن جي پوڄا جي جيو پنهنجي ڪلياڻ ڪرڻ جي ارادي سان ٿا ڪن، سي سمورا منش ٺوڪي ۾ ڦاسايل آهن.

انجو مطلب اهو آهي ته جين مت جي سديو، سگرو ۽ سڌرم کي ڇڏي، ٻين ڪديو، ڪگرو ۽ ڪڌرم کي گرهڻ ڪرڻ مان ڪا ڀلائي نٿي ٿئي!

**سميڪشڪ-** سڀني ودوانن کي ويچارڻ کپي ته سندن ڌرم پستڪ ڪيتريءَ نه نندا سان ڀريل آهن!

**۵۶. جئنن جا چار سريشٽ پدارٿ:-**

मूल- अरिहं देवो सुगुरू सुद्धं धम्मं च पंच नवकारो। धन्नाणं कयच्छाणं निरन्तरं वसइ हिययम्मि ॥
प्र० भा० २ ष० ६० सू० १ ॥

[ارٿات] جي "اَرهن" [ارٿات] وڏن وڏن ديوتائن کان پوڄڻ آدي يوگيه آهن، ۽ جن جهڙو اُتم ٻيو ڪو پدارٿ آهيئي ڪونه، ۽ جي ديون جا ديو، شوڀائمان، ارهنت ديو گيان ۽ ڪريا وارا، شاسترن جا اُپديش ڏيندڙ، [سگرو]، [آدرش] ۽ ديا جا مول، جي شري جن آهن، تن جو چيل ڌرم جو آهي، سو ئي **درگت** ۾ ڪرندڙ پراڻين جو اڌار ڪندڙ آهي. ٻيا هري هر آديءَ جا ڌرم سنسار کان اڌار ڪرائيندڙ ڪينهن. ارهنت آدي پرميشٽي [اپديشڪ يا اُپديش ڪندڙ]، ۽ ٻيا جي تن سان سنبنڌ رکندڙ آهن، تنکي پنجن پرڪارن جا نمسڪار ڪرڻ، اهي چار پدارٿ ڌنيه آهن، ارٿات سريشٽ آهن. ارٿات ديا، ڪميا، سميڪتو، گيان، درشن،

[روشني] ۽ چارتر [ڀڳتي] اهو آهي جئنين جو ڌرم.

**سمڪشڪ:-** جا منش ماتر لئي نه آهي، سا نه ديا آهي ۽ نه ڪميا! گيان جي استان تي اگيان [ٻه رهڻ] درشن جي بدران اولدهه ۽ چارتر جي استان تي ٻکُون ڪيڻ ڪا چڱي ڳالهه آهي ڇا؟

## جئنين جي ڌرم جي وڏائي:-

मूल- जइन कुणसि तव चरणं, न पढसि न गुणेसि देसि नो दाणम् ।
ता इत्तियं न सक्किसि जं देवो इक्क अरिहन्तो ॥ प्रकरण० भा० २ । षष्ठी० सू० २ ॥

[هي پرڪرڻ رتناسار ڀاڱي ٢ ششٽي شتڪ ٦٠ سوتڪ ٢ جو وچن آهي.]

ارٿات هي منشيه! جي تون تپ ۽ چارتر نٿو ڪري سگهين، نه سوتر پڙهي ٿو سگهين، نه پرڪرڻ آديءَ جو وچار ٿو ڪري سگهين، ۽ نه سپاتر آديءَ کي دان ٿو ڏيئي سگهين، ته به جي تون رڳو ”اريهنت“ [ارٿات] اسانجي پوڄيه ديوتا، سچي گروءَ ۽ سچي ڌرم [ارٿات] جئن مت ۾ **شرڌا** رکندين ته [تو لاءِ اهترو ئي] سڀئي ڪان اُتم ۽ تنهنجي اُڌار جو ڪارڻ ٿيندو.

**سمڪشڪ:-** جيتوڻيڪ ديا ۽ ڪميا چڱيون وستو آهن، تنهن هوندي به پکشپات ۾ ڦاسڻ ڪري ديا اَديا ۽ ڪميا اَڪميا ٿي پوندي آهي. تنهنجو پرايوجن [تاتپرج] اهو آهي ته ڪنهن به جيو کي دک نه پهچائڻ واري ڳالهه هرهنڌ سمڀؤ نٿي ٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته دشٽن کي سزا ڏيڻ به ديا ۾ شمار ٿيندو آهي! جي هڪڙي پاپيءَ کي سزا نه ڏبي، ته هزارين منشن کي دک ملندو! تنهنڪري اهڙي ديا اَديا ۽ ڪميا اَڪميا ٿي پوندي! هيءَ ته برابر آهي ته سڀني پراڻين جي دک ناس ڪرڻ ۽ کين سک ڏيارڻ جا اُپاءَ وٺڻ ديا ئي سڏجي ٿي ۽ رڳو پاڻي ڇاڻي پيئڻ ۽ ننڍڙن جيتامڙن کي بچائڻ ئي ديا **نٿي** سڏجي! بلڪ هن نموني جي ديا جئنين ۾ پڻ چوڻ لاءِ ئي آهي ڇاڪاڻ ته سندن آچرڻ تهڙو ڪونهي! ڇا منشن آديءَ تي پوءِ ڪٿي هو ڪهڙي به مت جا ڇو نه هجن، ديا ڪري سندن کاڌي پيتي سان ستڪار ڪرڻ، ۽ ٻين متن جي ودوانن جو مان ۽ سيوا ڪرڻ ديا ڪانهي؟

٥٧. **جئنين جي ديا جي پڙتال:-** جي سندن ديا سچي آهي ته ”وويڪ سار“ جي صفحي ٢٢١ تي ڏسو ڇا لکيل آهي:- ”ڪنهن ٻئي ڌرم واري جي اُستتي“ ارٿات سندس گڻن جي واکاڻ ڪڏهن نه ڪجي! ”ٻيو کين نمسڪار“ ارٿات وندنا [عزت] ڪڏهن نه ڏجي. ٻيون ”آلاپڻ“ ارٿات ٻين مت وارن سان ٿورڙو ڳالهائڻ، چوٿون ”سملپن“ ارٿات ساڻن وري وري نه ڳالهائڻ، پنجون ”کين ان ڪپڙا آدي دان“ ارٿات کين کائڻ پيئڻ جي وستو به نه ڏجي. ڇهون ”گند پشپ“ آدي دان“ [ارٿات] ٻين متن جي مورتين جي پوڄا ڪرڻ لاءِ چندن گل آدي به نه ڏجن. اهي ڇهه ”يتنا“ ارٿات اهن **ڇهن** پرڪارن جي ڪرمن کي **جئني** لوڪ هرگز نه ڪن.

**سمڪشڪ:-** هيئنر ٻڌيمانن کي وچارڻ کپي، ته انهن جئنين جي ٻين مت وارن لي

ڪيڏي نہ ڪمهري ڪدرشٽي (ٻڇڙي نظر) ۽ نفرت آهي! جڏهن ٻين مت وارن لاءِ ايڏي اُڌيا اٿن، تہ پوءِ جئنين کي دِيا هجڻ ڪونہ ممڪن آهي، ڇاڪاڻ تہ پنهنجي گهر وارن جي اُئي شيوا ڪرڻ کو وشيش ڌرم ناهي سڏجي! سندن مت وارا ماڻهو تہ سندن گهر جي ماڻهن جيان آهن. پوءِ جي سندن شيوا ڪري ٻين مت وارن جي نہ ڪندا تہ ڪير کهڙو ٻڌيمان ڏياوان ڪوٺي سگهندو؟

٥٨. **جئنين جي دِيا جو مثال:-** وويڪ سار جي پرشٽ ١٠٨ تي لکيل آهي تہ متُرا جي راجا جي نميچيءَ ناليءَ ديوان کي، جين مت وارن پنهنجو شترو سمجهي ماري ڇڏيو، ۽ "آلوچنا" (پرائشچت) ڪري شڌ ٿي پيا! ڇا اهو ڪرم بہ دِيا ۽ ڪميا کي ناس ڪندڙ ڪينهي؟ جڏهن ٻين مت وارن سان پراڻن وڃڻ تائين دشمنيءَ جو خيال رکن ٿا، تہ ڪير دِيالوءَ جي بدران هنسڪ ڪوٺڻ ئي ٺيڪ آهي.

٥٩. **جئنمن جي مکتي:-** هيٺئين سميڪتو ۽ درشن آديءَ جو ورنن "آرهت پروچن سنگرهہ پرماگمن سار" ۾ [هيٺين] ڪيل آهي، تہ سميڪ سرڌان [پورڻ وشواس]، سميڪ درشن [پورڻ دوارا]، گيان [علم]، ۽ چارتر [ڀڳتي] اهي چارئي موڪش جي مارگ جا ساڌن آهن. انهجي وياکيا يوگ ديو ڪئي آهي. جنهن روپ ۾ جيو آدي دروي قائم آهن، تنهن روپ ۾ ئي جئنين جي ناهيل گرنٿن موجب [سمجهڻ] ۽ اپيوايش [مرليو جي ڏيپ] آدي وپريت [ورڌ وچارن] کان آزاد ٿيڻ ڪري شرڌا ارٿات جين مت سان پريت پيدا ٿي ٿئي، سائي سميڪ گيان ۽ سميڪ درشن ٿي ڪوٺجي.

रुचिर्जिनोक्ततत्त्वेषु सम्यक् श्रद्धानमुच्यते ।

[ارٿات] جن [جين] جي چيل تتون ۾ سميڪ شرڌا رکڻ کپي، ارٿات ٻيءَ جاءِ تي [شرڌا] نہ رکڻ کپي.

यथावस्थिततत्त्वानां संक्षेपाद्विस्तरेण वा । योऽत्र बोधस्तमत्राहुः सम्यग्ज्ञानं मनीषिणः ॥

[ارٿات] جنهن نموني جا جيو آدي تتو آهن، تنجو سنڪيپ يا وستار سان جيترو بہ گيان ٿئي ٿو، تنهنکي ٻڌيمان **سميڪ گيان** ڪوٺيندا آهن.

सर्वथाऽवद्ययोगानां त्यागश्चारित्रमुच्यते । कीर्त्तितं तदहिंसादिव्रत भेदेनपञ्चधा ।

अहिंसासूनृतास्तेयब्रह्मचर्य्यापरिग्रहाः ।

[ارٿات] ٻين خراب متن سان هر طرح سنبنڌ نہ رکڻ **چار تر** ٿو سڏجي. اهنسا آديءَ جي ڀيد ڪري پنجن پرڪارن جو ورت ٿيندو آهي. پهريون "اهنسا" [ارٿات] پراڻي ماتر کي نہ مارڻ. ٻيو "سونرتا" مٺا ٻول ٻولڻ. ٽيون "استيي" چوري نہ ڪرڻ. چوٿون "برهمچريہ" اندرين کي قابوءَ ۾ رکڻ. پنجون "اپري گرهہ" سڀني وستن جو تياڳ ڪرڻ.

**سميڪشڪ:-** انهن ۾ گهڻيون ڳالهيون چڱيون آهن. ارٿات اهنسا ۽ چوري آدي خراب ڪرمن جو تياڳ چڱيون ڳالهيون آهن. پر ٻين متن [جي لوڪن] جي نندا ڪرڻ آدي دوشن ڪري، اهي سموريون چڱيون ڳالهيون بہ دوشن واريون ٿي پيون آهن! جئن پهرئين سوتر ۾ لکيل آهي تہ ٻيا هري هر آديءَ جا ڌرم سنسار مان اڌار ڪرائيندڙ نہ آهن؟ ڇا هيءَ نندي

نندا آهي؟ جنهن گرنٿن ڏسڻ سان ئي پورڻ وديا ۽ ڌارمڪتا ٿي ملي، تنکي ٻرو چوڻ، ۽ پنهنجن مها نامڪن [ڳالهين کي] جي اڳ ۾ ڏيکاريون اٿون، تنجي ورنن ڪندڙن پنهنجن تيرٿنڪرن جي ساراه ڪرڻ رڳو هنيلائيءَ جون ڳالهيون آهن. ڀلا جو جڻني ڪجهه به چارتر نه ڪري سگهي، نه پڙهي سگهي ۽ نه دان ڏيڻ جي شڪتي هجيس، ته به جين مت سچو آهي، ڇا ايتري چوڻ ڪرڻي هو اُتم ٿي پوندو؟ ۽ ٻين مٿن وارا سريشٽ به اسريشٽ ٿي پوندا؟ اهين چوندڙن ماڻهن کي ڀرانت ۽ ٻاراڻي عقل وارا نه ڪونيون ته ڇا ڪونيون؟ انمان اهو ئي سٺ ٿو ٿئي ته سندن آچاريه سوارٿي هوا، ۽ نه پورڻ ودوان! ڇاڪاڻ ته جي هر ڪنهن جي نندا نه ڪن ها ته اهڙن ڳالهين ۾ ڪو ڪونه ڦاسي ها ۽ نه سندن سوارٿ نڪري ها!

ڏسو! ايترو ته سٺ آهي ته جئنين جو مت ٻوڙيندڙ ۽ ويد مت سڀني جو اُڌار ڪندڙ آهي. ڀر جي ٻيا لوڪ به هري هر آدي ديون کي سديو ۽ سندن رشي ديو آديءَ کي ڪديو ڪونين، ته ڇا ڪين به تن ئي ٻرو نه لڳندو؟

**٦٠. جئنين جا تيڄ ويچار:-** سندن آچاريه ۽ پوڻلگن جون ٻيون چوڪون به ڏسي ڇڏيو:-

मूल- जिणवर आणा भंगं उमग्ग उस्सुत्त लेसदेसणाउ। आणा भंगे पावंता जिणमय दुक्करं धम्मम् ॥

प्र० भाग० २ ष० ६ सू० ११ ॥

[پرڪرڻ رتنا سار ڀاڱو ٢ سوتر ٦-١١ ارٿات:-] ورڌ مت ۽ ورڌ سوترن* جي ڌري به ڏيڪارڻ ڪري جا جنور ارٿات ويت راڳ تيرٿنڪرن جي آگيائن جو اُلنگهن ٿئي ٿو، سا دک جو ڪارڻ ارٿات پاپ آهي. جنيشور جو چيل سميڪتو آدي ڌرمن ني هلڻ ڏايو ڏکيو آهي، تنهنڪري جنهن نموني جن جي آگيا جو اُلنگهن نه ٿئي، تئن ئي هلڻ گهرجي.

**سميڪشڪ:-** پنهنجي واتان پنهنجي وڏائي ۽ پنهنجي ئي ڌرم کي وڏو چوڻ ۽ ٻين جي نندا ڪرڻ مورکتا آهي؛ ڇاڪاڻ ته وڏائي تنهنجي ئي برابر آهي، جنهنجي ٻيا ودوان ڪن! پنهنجي وڏائي تہ چور به ڪندا آهن، تنهنڪري ڇا هو وڏائيءَ جي لوڪيه ٿي سگهندا؟ ان نموني جون ئي سندن ڳالهيون آهن.

**(ب) جئنين جو پکشپات**

मूल- बहुगुण विज्झा निलओ उस्सुत्तभासी तहा विमुत्तव्वो। जहवरमणिजुतो विहु विग्ध करो विसहरो लोए ॥

प्र० भा० २ । ६ । १८ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦-١٨ ارٿات:-] جئن زهريلي نانگ جي مڻ به تياڳڻ يوڳيه آهي، تئن جو جئنين جي مت ۾ نه آهي، سو ڪيڏو به وڏو ڌارمڪ پنڊت هجي، ته به تنهنکي ڇڏي ڏيڻ ئي جئنين کي جڳائي.

**سميڪشڪ:-** ڏسو، ڪيڏي نه گمراهيءَ جي ڳالهه آهي! جي سندن چيلا ۽ آچاريه ودوان

---

* جئنين جي پراڻن پستڪن جي جلدن تي سندن پستڪن جا نالا لکيل آهن، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته سندن سوتر ۽ پراڻ سنائن ڌرمين جي سوترن ۽ پراڻن کان بلڪل الڳ پستڪ آهن. [اُترڌوءَ ٽان].

هجن ها، تہ ودوان سان ٻرابر ڪن ها. جڏهن [اهي پاڻ] پنهنجن پيروڪارن سميت اَودوان آهن، تہ ڀلا ودوان جو مان ڇو ڪندا؟ ڇا گدڙ ۽ ڏوڙ ۾ ڀيل سون بہ ڪو ڇڏيندو آهي؟ ان مان ايترو سڌ ٿيو تہ جئنين ڪانسواءِ اهڙو پڪشپاتي، هٺيلو، ضدي ۽ وڌ پاهيڻ ٻيو ڪو بہ نہ هوندو.

**(ب) ٻئي کي ڏسڻ بہ منع:-**

**मूल- अइसय पाविय पावा धम्मिअ पव्वेसु तोविपाव रया। न चलन्ति सुद्धधम्मा, धन्ना किविपाव पव्वेसु ॥**
**प्र० भा० २ ष० सू० २६ ॥**

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦-٢٩ ارٿات:-] "انيہ درشي" [ٻئي مت وارو] ڪلنڪي [گمراھ، برهمچاري، سنياسي آدي سادن]، ارٿات جين مت جي وروڌين جو درشن بہ **جين** لوڪ نہ ڪن.

**سميڪشڪ:-** ٻڌيمان وچار ڪري ڏسن تہ هيءَ ڪهڙي نہ ننڍپڻا جي ڳالھ آهي! سچ تہ اهو آهي تہ جنهنجو مت سچو آهي، تنهن کي ڪنهنجو بہ ڀؤ ڪونهي! سندن آچاريہ ڄاڻندا هئا تہ اسانجو مت [ڍول جيان] پورو [خالي] آهي، سو جي ٻيا ٻڌندا تہ کنڊن ڪندا. تنهنڪري سڀني جي نندا ڪرڻ ۽ مورکن کي ڦاسائڻ [ئي بهتر سمجهيائون]!

**(پ) پاڻ ساراهڻ:-**

**मूल- नामंपि तस्स असुहं जेण निदिठाइ मिच्छपव्वाइ। जेसिं अणुसंगाव धम्मीणावि होइपाव मई ॥**
**प्र० भा० २ ष० ६ सू० २७ ॥**

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦-٢٧ ارٿات:-] جي جين ڌرم جي ورڌ ڌرم آهن، سي سمورا منشن کي پاپي ڪرڻ وارا آهن. تنهنڪري ڪنهن ٻئي جي ڌرم کي نہ مڃي، جين ڌرم کي ئي مڃڻ سريشٽ آهي.

**سميڪشڪ:-** ان مان سڌ هيءَ ٿو ٿئي تہ هو ڪنهنکي ويرُ ۽ وروڌ، نندا، ايرشا آدي دشٽ ڪرم روپي سمنڊ ۾ ٻوڙيندڙ ئي جين مت آهي! جهڙي نندا جئني لوڪ سڀني جي ٿا ڪن، تهڙو مهانندڪ ۽ اَڌرمي ٻئي مت وارو ڪو ڪونہ هوندو. ڇا هڪ پاسي ٻين سڀني جي نندا ڪرڻ ۽ [ٻئي پاسي] پنهنجي بيحد ساراه ڪرڻ ڪريل ماڻهن جو ڪم نہ آهي؟ وويڪي پرش تہ ڪٿي ڪهڙي بہ مت جا هجن، چڱي کي چڱو ۽ بڇڙي کي بڇڙو چوندا آهن.

**(ت) ٻيو مثال:-**

**मूल- हाहा गुरुअ अकज्जं सामी न हु अच्छिक्करस पुक्करिमो। कह जिण वयण कह सुगुरु सावया कह**
**प्र० भा० २ । ३५ ॥**
**इय अकज्जं ॥**

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦-٣٥ ارٿات:-] ڪٿي سروگيہ ڀاشت [سڀ کي ڄاڻندڙ] جن جا چيل وچن جئنين جا سگرو ۽ جين ڌرم، ۽ ڪٿي تنهجي اُبتڙ ڪگرو ۽ ٻين متن جا اُپديشڪ! ارٿات اسانجا گرو، ديو ۽ ڌرم چڱا آهن ۽ ٻين جا ديو، گرو ۽ ڌرم ڪڌرم آهن!

**سميڪشڪ:-** هيءَ ڳالھ تہ اهڙي آهي، جئن ڪو ٻير وڪڻندڙ ماڻهو اسٽري پنهنجن کٽن ٻيرن

لاءِ مَنا ۽ ٻين جي مَتن ٻڌڻ لاءِ ڪَنا ۽ خراب هجڻ جا هوڪا ڏيندي آهي! ساڳي ڪار جئنين جي به آهي. هي لوڪ پنهنجي مت وارن ڪانسواءِ ٻين مت وارن جي شيوا ڪرڻ ۾ وڏو اَڪاريه [بڇڙو ڪرم] ارٿات پاپ سمجهندا آهن.

## (ت) ٻين ڌرمن جي گرن کان پاڻ بچائڻ:-

**मूल– सप्पो इक्कं मरणं, कुगुरु अणंताइ देइ मरणाइ। तो वरिसप्पं गहियं मा कुगुरुसेवणं भंद्दम् ॥**

**प्र० भा० २ सू० ३७ ॥**

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦-٣٧] مٿي [نمبر ٦١] ۾ ڏيکاريل آهي ته جئن [زهريلي] نانگ جي مڻ لهاڻ ٿيو آهي، تئن ٻين مَتن وارن سريشٽ ڌارمڪ پرشن کي به ڇڏي ڏجي. هيٺئر اُلڪان به ٻري نندا ٻين مت وارن جي ٿا ڪن. [ارٿات] جين مت کان ٻاهر سڀيئي ڪگرو آهن، ارٿات اهي نانگ کان به خراب آهن. انهنجو درشن، سنگ ۽ شيوا هرگز نه ڪجي؛ ڇاڪاڻ ته نانگ سان گڏجڻ ڪري هڪ گهمرو ٿو مرجي، پر ٻين مَتن وارن ڪگرن جي سنگ ڪري اَنيڪ گهمرا جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچڻو ٿو پوي! تنهنڪري هي ڇڱا مڙس! ٻين ڌرمن جي گرن وٽ ڪڏهن نه ٻيهج! ڇاڪاڻ ته جي تون ٻين مارگن واري جي ٿورڙي به شيوا ڪندين ته دڪ ڀوڳيندين!

**سميڪشڪ**:- ڏسو! جئنين جهڙا سخت دل، گمراه، دويشي، نندڪ ۽ ڀليل ٻين مَتن ۾ هرگز نه هوندا. اُنهن من ۾ ويچاريو آهي ته جي اسين ٻين جي نندا ۽ پنهنجي ساراه نه ڪنداسون، ته اسانجي شيوا ۽ مان نه ٿيندو. پر اها ڳالهه سندن لاءِ درڀاڳيه واري آهي، ڇاڪاڻ ته جيسين اُتم ودوانن جي سنگت ۽ شيوا نه ڪندا، تيسين ڪين يٿارٿ ۽ سَتيه ڌرم جي پراپتي هرگز نه ٿيندي. تنهنڪري جئنين لاءِ آوشيڪ آهي ته پنهنجن ودياورڌ متيا ڳالهين کي ڇڏي، ويد ۾ چيل سچين ڳالهين کي گرهڻ ڪن، جي سندن لاءِ ڏاڍيون ڪلياڻ ڪاري ٿينديون.

## (ٿ) جئنين جي بد خواهي ۽ بڇڙائي:-

**मूल० किं भणिमो किं करिमो ताणहयासाण धिठ्ठदुट्ठाणं। जे दंसि ऊण लिंगं खिवंति नरयम्मि मुद्धजणं ॥**

**प्र० भा० २ ष० सू० ४० ॥**

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ جي ٦-٤٠ ارٿات]:- جنهن مان ڪلياڻ جي آشا نڪري چڪي هجي، جو اُڻ مڙندڙ، بڇڙن ڪمن ڪرڻ ۾ اُلي چتر ۽ جو دشٽ ۽ دوشن ڀريو هجي، تنهن کي چئجي ڇا ۽ اُن سان ورتجي ڪيئن؟ ڇاڪاڻ ته جو سندس اُپڪار ڪندو، تنهنکي اُلٽو هو ناس ڪندو؛ جئن ڪو ديا ڪري اَنڌي شينهن جون اَکيون کولڻ [ڇٽائڻ] وڃي ۽ هو اُنکي کائي ڇڏي! ساڳيءَ ريت ئي ڪگرو ارٿات ٻين ڌرمن وارن جو اُپڪار ڪرڻ [سمان] آهي، پنهنجي ناس ڪرڻ جي! ارٿات کانئن سدا پري ئي رهجي.

**سميڪشڪ**:- جهڙا ويچار جئني لوڪن جا آهن، تهڙائي ٻين مَتن وارا به رکن؛ ته جيڪر جئنين جي ڪيڏي نه درد شا ٿئي؟ ۽ جي ڀيو ڪو ساڻن به ڪنهن نموني جو اُپڪار نه ڪري.

تہ جيڪر ڪڏا نہ سندن ڪم خراب ٿين ۽ ڪيڏو نہ ڏک ڀوڳين؟ اهڙيءَ ريت جئني بہ هن لاءِ چوڻ ٿا ويچارين.

## (ٿ) هن ڏرمن جو اوچ ڏسي جئنين جو سڙڻ:-

मूल- जहजहतुट्टइ धम्मो जह जह दुठानहोइ अइउदउ। समद्दिठिजियाणं तह तह उल्लसइ समत्तं॥
प्र० भा० २ ष० सू० ४२॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱہ ۲ جي ٦-۴۲ ارٿات:-] درشن ڀرشٽ [جنکي ڏسڻ سان ئي منش ڀرشٽ ٿيو وڃي]، نھنؤ [ٻري وکڻ جهڙا ۽ نفرت ڪرڻ ڀوڳيہ]، پاچتا [پرائشچت ڪرڻ ڀوڳيہ]، اُسنا [سزا ڏيڻ ڀوڳيہ]، ۽ ڪوسيلياڊڪ [خراب چرتروان] اليادي هن درشن جي مڃڻ وارن ٿردنبدي [ٿي ڏنڊ يا ڪاٺيون پاڻ سان رکندڙ سنياسين]، پريوراجڪ [اوچ ڪوٽيءَ جي سنياسين]، ۽ براهمڻن اليادي دشت منشن جو جئن جئن ٻل، عزت، سنڪار ۽ پوڄا آدي وڌندي، لئن لئن سميڪ درشٽي [جئني ساڌن] جو سميڪتو [ڪماليت] وڌيڪ پڌري ٿيندي! هيءَ وڏو آشچريہ [عجب] آهي.

**سميڪشڪ:-** ڏسو! ڇا انهن جئنين کان وڌيڪ ايرشا، ديش ۽ شترتا رکندڙ ڪو ٻيو آهي؟ البت، ٻين مَتن وارن ۾ بہ ايرشا ۽ ديش آهي، پر جيتري انهن جئنين ۾ آهي، اوتري ڪنهن ٻئي ۾ ڪانهي. وري ديش ئي تہ پاپ جو مول آهي، تنهنڪري جئنين ۾ پاپ جو آچرڻ چوڻ ٿيندو؟

## (ٽ) جئنين ڪانسواءِ ٻيا سڀ چور:-

मूल- संगोवि जाण अहिउ तेसिं धम्माइ जे पकुव्वन्ति। मुतूण चोरसंगं करन्ति ते चोरिय पावा॥
प्र० भाग २ ष० सू० ७५॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱہ ۲ جي ٦٠-٧٥] انجو مکيہ پريوجن اِترو ئي آهي، تہ جئن مورک منش چورن جي سنگت ۾ رهڻ ڪري لڪ ڪپڻ جي سزا کان بہ نٿا ڊڄن، ساڳيءَ ريت جين مت کان جدا چور ڌرمن ۾ رهندڙ ماڻهو پنهنجين ٻڇڙاين کان نٿا ڊڄن.

**سميڪشڪ:-** جو جئن پاڻ هوندو آهي، سو هميشہ ٻين ڪي بہ پاڻ جهڙو ئي سمجهندو آهي. ڇا اهو سچ ٿي سگهي ٿو تہ ٻيا سڀ ورا چور مت آهن ۽ جين مت شاهوڪار مت آهي؟ جيسين منش ۾ گهڻو اگيان ۽ ٻريءَ سنگت ڪري ڀرشٽ ٻڌي ٿي رهي، تيسين هو ٻين سان بيحد ايرشا ۽ دويش ڪرڻ آدي دشٽتائون نٿو ڇڏي! جيترو جين مت ٻين سان دويش ٿو ڪري اوترو ٻيو ڪوبہ [نٿو ڪري].

## ٻيا مت هلائيندڙ پاپي آهن:-

मूल- जच्छ पसुमहिसलरका पव्वं होमन्ति पाव नवमीए। पूअन्ति तंपि सढ्ढा हा हीला वीपरायस्सं॥
प्र० भाग २ ष० सू० ७६॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱہ ۲ جي ٦٠-٧٦] اڳئين سولڙ ۾ جين مارڳ کانسواءِ ٻين سڀني کي "متيالوي" ۽ پاڻ کي "سميڪتوي" [ڪوٺيو ويو آهي]. ارٿات ٻيا سڀ ورا پاپي ۽ جين

لوڪ سيئي پڇ آتما [آهن]. تنهڪري جو مٿياڙيءَ جي مت کي استاپن ڪندو [هلائيندو] سو پاپي ٿيندو.

**سميڪشڪ:-** چامنڊا، ڪالڪا، جوالا آديءَ جي استانن تي جيڪڏهن نوميءَ جو ورت رکڻ پاپ آهي، اوتات درگا نومي آدي خراب ٿيون آهن، ته ڇا اوهانجا "پجوسڻ" آدي ورت خراب نه آهن، جنهجي ڪري ڏاڍو ڪشٽ ٿو ٿئي؟ اُتي جو وام مارگين جي ليلا جو کنڊن [کيل] آهي سو نه ٺيڪ پر [تنهن سان گڏ] جي شاسن ديويءَ ۽ مرت ديويءَ آدي [جنکي اوهين] مڃيندا آهيو، تنجو ب کنڊن ڪيو ها ته چڱو ٿئي ها! جي چئو ته اساڻجي ديوي هنسڪ نه آهي ته اوهانجو اهو چوڻ مٿيا آهي، ڇاڪاڻ ته شاسن ديويءَ هڪڙي ماڻهوءَ جون ۽ ٻيءَ ٻڪريءَ جون اکيون ڪڍي ورتيون هيون! تنهڪري هوءَ راڪشڻ ۽ درگا ۽ ڪالڪا جي سڳي ڀيڻ ڇو ڪينهي؟ وري پنهنجن "پڇ ڪاڻ" آدي ورتن کي نه بلڪل اُتم ۽ نومي آديءَ کي خراب چوڻ مورکتا آهي. ٻين جي اُپواسن جي نندا ڪرڻ ۽ پنهنجن اُپواسن جي ساراهه ڪرڻ مورکتا آهي. اُلبت جي سچ ڳالهائڻ آديءَ جا ورت وٺندا آهن، سي ته هرڪنهن لاءِ اُتم آهن؛ پر جئنين جا توڙي ٻين جا اُپواس سچا نه آهن.

## ٦٢. ٻين جا ديوي ديوتا زهر سمان آهن:-

मूल- वेसाणवंदियाणय माहण डुं बाण जरकसिरकाणं । भत्ता भरकट्ठाणं वियाणं जन्ति दूरेणं ॥

प्र० भाग २ ष० सू० ८२ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ جي ٦٠-٨٢] سندس مکيه پريوجن اِهو آهي ته جو ڪوڙين، چارڻن، پاڻن آدي لوڪن ۽ براهمڻن، يڪش، گڻيش آدي مٿيا درشٽي [جنجو درشن ڪرڻ ب پاپ آهي] ديوي ديوتائن آديءَ جو ڀڳت آهي ۽ جي کين مڃيندا آهن، سي سمورا ٻوڙيندڙ ۽ ٻڏندڙ آهن، ڇاڪاڻ ته هو سيئي پدارٿن جي موجودگي وٽن اُي مڃيندا آهن، ۽ **ويت راگ** پرشن [سنساري موهه کان پري رهندڙ جئيي ساڌن] کان پري رهندا آهن.

**سميڪشڪ:-** ٻين مت وارن جي ديوتائن کي ڪوڙو مڃڻ ۽ پنهنجن ديوتائن کي سچو مڃڻ وڳي پڪشپات جي ڳالهه آهي. ٻين وام مارگين جي ديوي آديءَ جو ته کنڊن ٿا ڪن، پر هي جو "سراڌ دن ڪرتيه" جي صفحه ٣٦ تي لکيل آهي ته شاسن ديويءَ رات جو پوڄن ڪرڻ جي [پاپ ڪرڻ] سبب ڪنهن منش کي ٿڦ هڻي سندس اک ڪڍي ورتي ۽ اُن جي جاءِ تي ٻڪريءَ جي اک ڪڍي اُن منش ۾ هڻي ڇڏي، سو هن ديويءَ کي هنسڪ ڇونٿا مڃو؟ رتن سار ڀاڱه پهرئين جي صفحه ٦٧ تي ڏسو ڇا لکيل آهي؟ مرت ديوي پاترن کي پٿر جي مورت بڻجي سهايتا ڏيندي هئي! اُن کي ب تٿن اُي ڇو نٿا مڃو؟

## ٦٣. ٻين جو جمڻ پاپ آهي:-

मूल- किं सोपि जणणि जाओ, जाणो जणणीइकिं गओविद्धि। जइ मिच्छरओ जाओ गुणेसु तहमचछरं वहइ ॥

प्र० भा० २ ष० सू० ८१ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱه ٢ جي ٦٠-٨١ اوتات:-] جي جين مت جا وروڌي مٿياڙوي اوتات

مٿيا ڌرم وارا آهن، سي اُهي ڇو ٿيا؟ جي اُهي ٿيا ته وڌيا ڇو؟ ارٿات جلد ئي نشٽ ٿي وڃن ها ته بهتر ٿئي ها.

**سميڪشڪ:-** ڏسو سندن ويتراڳ جو ڏيکاريل ڌرم! ٻين متن وارن جو جنم به نٿا گهرن! سندن دَيا ڌرم رڳو نالي جو ئي آهي، ۽ جي آهي ته به نندڙن جيوڙن ۽ پشن لاءِ ئي آهي پر جئنين کانسواءِ ٻين منشن لاءِ ڪونهي!

## ٦٤. ٻين کي مڪتي نه ملندي:-

मूल– सुद्धे मग्गो जाया सुहेण गच्छन्ति सुद्ध मग्गंमि । जे पुण अमग्गजाया, मग्गे गच्छन्ति ते चुय्यं ॥
प्र० भाग २ ष० सू० ८३ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠–٨٣] اُنجو مکيه پرئوجن هيءُ آهي ته جو جين ڪل ۾ جنم وٺي مڪتي پراپت ڪري، ته ڪو عجب ڪونهي؛ پر جئنين کان الڳ ٻئي ڪل ۾ اُهي ٿيل مٿيا ڌري ۽ ٻين مارگن وارا مڪتي پراپت ڪن، تنهن ۾ وڏو عجب آهي. اُنجو صاف مطلب اهو آهي ته جين مت وارن کي ئي مڪتي ملي ٿي ۽ نه ڪن ٻين کي! جي جين مت گرهڻ نٿا ڪن، سي نرڪ ۾ ويندا.

**سميڪشڪ:-** ڇا جين مت ۾ ڪو به [دشت نه آهي] يا نرڪ ۾ نٿو وڃي؟ ڇا اهي سڀيئي مڪتيءَ ۾ ويندا؟ ٻيا نه ويندا؟ ڇا هيءَ چريائيءَ جي ڳالهه نه آهي؟ ڀورڙن منشن کان سواءِ اهڙيون ڳالهيون ڪير مڃي سگهندو؟

## ٦٥. ٻين جون مورتيون ڪوڙيون آهن:-

मूल– तिच्छयराणं पूआ संमत्त गुणाण कारिणी भणिया । साविय मिच्छत्तयरी जिण समये देसिया पूआ ॥
प्र० भा० २ । ष० सू० ६० ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠–٩٠ ارٿات:-] رڳو جين مت جي مورتين جي پوڄا لاڀ واري آهي، ۽ انهن کان سواءِ ٻين متن وارن جي مورتي پوڄا لاڀ نٿي پهچائي. جو جن مارگ [جين مت] جي آگيا پالي ٿو، سو ئي تتو گياني آهي، ۽ جو نٿو مڃي سو تتو گياني نه آهي!

**سميڪشڪ:-** واهه واهه! ڇا چئجي؟ ڇا اوهانجون مورتيون به وشنُن آديءَ جي مورتين جهڙيون پٿر آدي جڙ پدارٿن جون ٺهيل ڪينهن؟ مورتي پوڄا ته جهڙي اوهانجي مٿيا آهي، تهڙي ئي وشنُن آديءَ جي به آهي! اوهين پاڻ ته تتو گياني ٿا بڻجو ۽ ٻين کي اتتو گياني ٿا بڻايو، تنهنمان معلوم ٿو ٿئي ته اوهانجي مت ۾ تتو گياني آهن ئي ڪونه!

## ٦٦. ٻيا ڌرم سڀ اڌرم آهن:-

मूल– जिण आणाए धम्मो, आणा रहिआण फुडं अहमुत्ति । इअ मुणि ऊणय तत्तं जिण आणाए कुणहु धम्मं ॥
प्रक० २ । ६२ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠–٩٢ ارٿات:-] جن ديو جي آگيا ئي ديا، کميا آدي گڻ روپي **ڌرم** آهي، تنهن کانسواءِ ٻيون سموريون آگيائون **اڌرم** آهن!

**سميڪشڪ:-** هيءَ ڪيڏي نه وڏي انياءَ جي ڳالهه آهي! ڇا جين مت کانسواءِ ڪو به ماڻهو

ستيوادي يا ڌرماتما نه آهي؟ ڇا اُن ڌارمڪ پرش کي نه ميڙڻ گهرجي؟ البت جين مت ۾ رهندڙ ماڻهن جا وات ۽ جيڀ چم جا نه هجن ها ۽ ٻين جا چم جا هجن ها، ته پوءِ هيءَ ڳالهه برابر ٺهي ها! پنهنجي ئي مت جي گرنٿن، وچنن ۽ ساڌن آديءَ جي ايڏي ته وڏائي ڪئي اٿن، جڻڪ جيني لوڪ ڀٽن جا به وڏا ڀاٽ ٻڻجي رهيا آهن!

### ٦٧. ٻين جي اُنتي نرڪ جو ساڌن آهي:-

मूल- वन्नेमिनारया उविजेसिं दुरकाइ सम्मभरताणम् । भव्वाण जणइ हरिहररिद्धि समिद्धीवि उद्धोसं ॥
प्र० भा० २ ष० सू० ६५ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-٩٥] اُنجو مکيه تاتپريه اِترو ئي آهي ته جا هري هر آدي ديون جي وڀوتي [دولت ۽ حشمت] آهي سا نرڪ جو ساڌن آهي. ڪيس ڏسي جيني لوڪ ڊجي ٿا وڃن. جئن راجا جي آگيا ڀنگ ڪري منش مرڻ تائين دک پائي ٿو، تئن جينيندر [جينين جي ديوتا] جي آگيا نه پالڻ ڪري منش ڪئين نه جنم مرڻ جو دک پائيندو.

**سميکشڪ**:- ڏسو، جينين جي آچارين آديءَ جي مورکتا! ارٿات سندن ڀاورئين ڪپت ۽ ڀونگ جي ليلا [رنڊ ڇوڙ]، هيڻتر ته سندن اندرون [پول] به کلي ويو! هري هر آدي ۽ سندن ڀڳتن جي اُنتيءَ ۽ واڌاري کي ڏسي به نٿا سگهن! ڊڄن انڪري ٿا ته ٻين جي اُنتي ٿي ڇو؟ گهڻو ڪري اهين ئي سڌون ڪندا هوندا ته سندن سمورو اُئشوريه [وڏائي] اسان کي ملي وڃي ۽ هو ڪنگال ٿي پون ته جيڪر چڱو ٿئي! راجا جي آگيا جو مثال انڪري ٿا ڏين، جو اهي جيني لوڪ راجائن جا وڏا خوشامدي ۽ ڪوڙا ۽ ڪانئر ڊڄندڙ آهن! ڇا، راجا جي ڪوڙي ڳالهه به ميڙڻ کپي؟ ڪو ايرشا ۽ دويش ڪندڙ ڪٿي هجي به، ته به جينين کان وڌيڪ ٻيو ڪو نه هوندو!

### ٦٨. پنهنجن اُپديشڪن جي ساراهه ڪرڻ:-

मूल- जो देइ सुद्धधम्मं सो परमप्पा जयम्मि नहु अन्नो । किं कप्पद्दुम्म सरिसो, इयर तरू होइ कइयावि ॥
प्र० भा० २ ष० सू० १०१ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٠١ ارٿات:-] اُهي مورک لوڪ آهن، جي جين ڌرم جي ورڌ آهن، ۽ جي جينيندر جا چيل ڌرم اُپديشڪ، ساڌو، گرهستي يا گرنٿن جا ٺاهيندڙ آهن، سي **تيرٿنڪرن** جهڙا آهن. سندن **مٽ** ٻيو ڪو ڪونهي.

**سميکشڪ**:- ڇو نه هجن! جي جيني لوڪ ٻاراڻي ٻڌيءَ وارا نه هجن ها، ته اهڙي ڳالهه ڪئن مڃين ها؟ جئن ڪنجري پاڻ کانسواءِ ٻئي جي واکاڻ نٿي ڪري، تئن ئي اها ڳالهه ٿي ڏسجي.

### ٦٩. جين مت تي قائم رهجي:-

मूल- मूलं जिणिंद देवो, तव्वयणं गुरु जणं महा सयणं। सेसं पाव ट्ठाणं, परमप्पाणं च वज्जेमि ॥
प्रक० २ । १०३ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٠٣ ارٿات:-] جينيندر ديو جا چيل سڌانت ۽ جين مت جي اُپديشڪن کي ڇڏڻ جينين کي مناسب نه آهي.

**سمڪشڪ**:- هيءُ جئنين جي هٺ، پڪشپات ۽ اَوديا جو ڦل نه آهي ته ڇا آهي؟ جئنين جون ٿورڙيون ڳالهيون ڇڏي باقي ٻيون سموريون لياقت ڄهڙيون آهن. جنهنڪي ڪا ٿورڙي به ٻڌي هوندي، ۽ جي هوُ جئنين جي ديون، سڌانت گرنٿن ۽ اُپديشڪن کي ڏسندو، ٻڌندو ۽ وچاريندو ته لاشڪ کين ڪدم ڇڏي ڏيندو.

## ٧٠. ٻين جي گرن کي نه مڃڻ گهرجي:-

मूल- वयणे वि सुगुरु जिणवल्लहस्स केसिंन उल्लसइ सम्मं। अह कहदिण प्रणि तेयं उलुआणं हरइ अन्धत्तं॥

प्रक० २। १०८॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٣ سوتر ٦٠-١٠٨ اَرٿات:-] جي جن وچن جي اَنڪول هلن ٿا، سي پوڄيه [آهن]، ۽ جي خلاف ٿا هلن، سي اَپوڄيه آهن. جئن گرن کي مڃڻ گهرجي، اَرٿات ٻئي مت وارن کي نه مڃجي.

**سمڪشڪ**:- ڀلا جي جئني لوڪ ٻين اَگيانين کي چيلا بڻائي پوورن جيان نه ٻڌن ها، ته سندن چارمان نڪري، هو پنهنجي مڪتيءَ جا ساڌن ڪري پنهنجا جنم سڦل ڪري ڇڏين ها! ڀلا جي اوهانکي ڪوڪمارگي، ڪگرو، مٿيائوي ۽ ڪوپديشنا چوي ته جيڪر ڪيڏو نه اوهان کي ڏک لڳي؟ تئن ئي چاڪاڻ ته اوهين ٻين کي ڏک ٿا پهچايو، تنهڪري اوهانجي مت ۾ اَسار [لاڀ نه ڏيندڙ] گهڻيون ئي ڳالهيون ڀريل آهن.

## ٧١. جئنن کي کيتي ۽ واپار نه ڪرڻ گهرجي:-

मूल- तिहुअण जणं मरंतं दट्ठूण निअन्ति जे न अप्पाणं। विरमंतिन पाव धिद्धी धिठत्तणं ताणम्॥

प्रक० भाग २ सू० १०९॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٣ سوتر ٦٠-١٠٩ اَرٿات:-] جي ڏکم موت جي حدن ڪالين به پهچي، ته به جئني لوڪ کيتي ۽ واپار آدي ڪرم نه ڪن، ڇاڪاڻ ته اِهي ڪرم لوڪ ۾ پهچائيندڙ آهن.

**سمڪشڪ**:- هينئر ڪو جئنين کان پڇي ته اوهين واپار آدي ڪرم ڪريو ڇو ٿا؟ ڇو نٿا اهي ڪرم ڇڏي ڏيو؟ پر جي ڇڏي ڏيندا ته اوهانجا پيٽ به پلجي نه سگهندا! پر جي اوهانجي چوڻ موجب سڀئي ماڻهو [کيتي ڪرڻ] ڇڏي ڏين، ته اوهين ڇا کائي جيئندا؟ اَهڙي اَتياچار جو اُپديش ڪرڻ بلڪل اَجايو آهي. ڇا ڪن وچارا، وديا ۽ ستسنگ کانسواءِ جيڪي من ۾ آيو اَچين، سو چئي ٿا ڏين.

## ٧٢. ٻين جي شاسترن کي مڃڻ نيچتا آهي:-

मूल- तइया हमाण अहमा कारण रहिया अनाण गव्येण। जे जंपन्ति उसुत्तं तेसिं दिद्धिछ पंडि च्चं॥

प्र० भा० २ षष्ठि सू १२१॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٢١ اَرٿات:-] جي جئن شاسترن جي خلاف شاسترن کي مڃيندڙ آهن، سي نيچ کان به نيچ آهن! ڀلي ڪهڙو به پرايوجن سدّ ٿيندو هجي، ته به جئن مت جي خلاف نه چوي ۽ نه مڃي. ڀلي ڪهڙو به پرايوجن سدّ ٿيندو هجي، ته به ٻئي مت کي ڇڏي ڏجي.

**سميڪشڪ:-** اوهانجن بانيڪارن ڪان وٺي اڄ تائين جيترا به ٿي گذريا آهن ۽ ٿيندا، انهن سڀني ڄين جي مت ڪي گارين ڏيڻ ڪانسواءِ ٻي ڪا ڳالهه نه ڪئي آهي، ۽ نه ڪندا! ڀلا جتي جتي لوڪ پنهنجو پرلوڪ سڌ ٿيندو ٿا ڏسن، اُتي ڇيلن جا به ڇيلا ٻڌجي ٿا وڃن! [سڌن آهڙي اوستا هوندي به] آهڙين متيا وارين ۽ دکيون ويڪرين ڳالهيون ٻڌائيندي ڪين ڊڄي به لڄ نٿي اچي، سا ڏاڍي دک جي ڳالهه آهي!

### ٧٣. ڄين جي زبان بندي:-

मूल- जंवीरजिणस्स जिओ, मिरई वरसुत्त लेस देसणओ। सागर कोडा कोडिं हिंडइ अइ भवरण्णे ॥
प्र० भा० २ ष० सू १२२ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٢٢ ارٿات:-] جيڪو ائين چوي ته جين ساڌن ۾ ڌرم آهي ته اسانجن ۽ ٻين [ساڌن] ۾ به ڌرم آهي، ته اهڙو منش ڪروڙن جا ڪروڙ ورهيه نرڪ ۾ رهي پوءِ به نيچ جنم وٺندو!

**سميڪشڪ:-** واهه ڙي واهه! وديا جا شترو! اوهان هن خوفناڪ وچن لکندي ائين ٿي سمجهيو هوندو ته متان اسانجي متيا ڳالهين جو ڪو کنڊن نه ڪري. اهو ناممڪن آهي. اوهان ڪي ڪيترو سمجهايائون؟ اوهان ته ڪوڙي ڄندا ۽ ٻين مت سان ويرورڌ ڪرڻ لاءِ ٿيار ٿي، پنهنجي پرلوڪ سڌ ڪرڻ ۾ موهن يوگ [ڪاٺڻ] سمان ٿا سمجهو.

### ٧٤. ڄينين جي سستي مڪتي:-

मूल- दूरे करणं दूर म्मि साहणं तहयभावणा दूरे। जिण धम्म सद्दहाणं पि तिरकदुरकाइ निट्ठवइ ॥
प्र० भा० २ ष० सू० १२८ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٢٧ ارٿات:-] جنهن منش کان جين ڌرم ٿي ڪجهه به آچرڻ ٿي نه سگهي، سو به رڳو ايتري شرڌا رکڻ ڪري ته "جين ڌرم سچو آهي ۽ نه ٻيو ڪو"، دکن کان پار ٿي ويندو.

**سميڪشڪ:-** ڀلا مورکن کي پنهنجي ڄار ۾ ڦاسائڻ لاءِ اُن کان وڌيڪ کهڙي ڳالهه ٿي سگهي ٿي؟ ڇاڪاڻ ته ڪرم ڪجهه ڪرڻو نه پوي ۽ مڪتي به ملي وڃي؛ اهڙو ڇريائيءَ جو ٻيو کهڙو مت هوندو؟

### ٧٥. مڪتيءَ وٺڻ جو سولو نسخو:-

मूल- कइया होही दिवसो जइया सुगुरुण पायमूलम्मि। उस्सुत्त लेसविसलव रहिओनिसुणेसु जिण धम्मं ॥
प्र० भा० २ ष० स० १२७ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٢٨، ارٿات:-] جي منشيه آهيان ته "جناگم" ارٿات ڄينين جي شاسترن کي ٻڌندس ۽ "اُتسوتر" ارٿات ٻين مت جي گرنٿن کي ڪڏهن نه ٻڌندس، جو ايتري اڇا ڪندو، سو ايتريءَ اڇا جي ڪري ئي دک ساگر کان تري ويندو.

**سميڪشڪ:-** هيءَ ڳالهه به ٻورڙن لوڪن کي ڦاسائڻ لاءِ آهي، ڇاڪاڻ ته مٿي ڇيل اڇائن ڪرڻ ڪري ڪو اُتان جو دک ساگر به اُڪو تري سگهي، ۽ نڪي ڪي پورب جنم

جي سچت پاپن جا ڏک روپي ڦل ڀوڳڻ ڪانسواءِ ٽهي سگهن ٿا. جي اهڙيون جوٺيون ارٿات وديا ورڌ ڳالهيون نہ لکن ها، تہ سنڌن اوديا روپي اڄاڻن گرنٿن کي ويد آدي شاستر ڏسي، ٻڌي، ۽ ستيہ، استيہ ويچاري [لوڪ] ڇڏي ڏين ها. پر اهن اگيانين کي اهڙو تہ جڪڙي ٻڌو اٿن، جو هن جار مان ڪو ٻڌيمان ستسنگي نڪري سگهي تہ ممڪن آهي؛ پر ٻين جڙ ٻڌيءَ وارن جو نڪرڻ تہ اُتي ڪٺن آهي.

## ٧٦. جئنن جو انڌ و عقل!

मूल- जम्हा जिणेहिं भणियं सुय ववहारं विसोहियं तस्स। जायइ विसुद्ध बोही जिण आणा राहगत्ताओ ॥

प्र० भाग २ षष्ठी सू० १३८ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٣٨ ارٿات:-] جي جين آچاريہ جي چيل سوترن، نرڪت ورتي ڀاشيہ چورڻي کي مڃين ٿا؛ سي ئي چڱن ڪرمن ۽ ڏکين ڪمن ڪرڻ ڪري چرتر نرڪت [چڱي چرتر وارا] ٿيڻ سک کي پراپت ٿين ٿا؛ ۽ نہ ٻين متن جي گرنٿن ڏسڻ ڪري!

**سمِڪشڪ**:- ڇا ٻيهد ٻکن ڪيڻ آدي دکن سهڻ کي چرتر ٿا ڪوٺيو؟ جي ائيا ٻکيو رهڻ آدي ئي چرتر آهي، تہ ڪيترائي لوڪ جي ڏڪار ۾ ٿا مرن يا جي اَن آديءَ نہ ملڻ ڪري ٻکن وگهي ٿا مرن، [سي سمورا] شڌ ٿيڻ چڱن ڦلن جا اَڌڪاري ٿيڻ کپن! پر نڪي اهي شڌ ٿيندا نہ اوهين! اُلٽو پت آدي وڌڻ ڪري بيمار ٿي سک جي بجاءِ دک ٿا ڀوڳيو! ڌرم تہ نياءَ آچرڻ، برهمچريہ، ستيہ ڀاشڻ آدي آهي؛ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ، اَنياءَ ڪرڻ آدي پاپ آهي. هر ڪنهن سان پريتي پوروڪ ۽ پراُپڪار لاءِ ورتڻ چرتر ٿو سڏجي. جين مت ۾ رهندڙن جو اُڃو ٻکيو رهڻ آدي ڌرم نہ آهي. انهن سوترن آديءَ کي مڃڻ ڪري [جئني لوڪ] ٿورڙي ستيہ پر گهڻي مٿيا کي پراپت ڪري دک جي سمنڊ ۾ ٿا ٻڏن!

## ٧٧. ٻيا سڀئي پاڳہ هيڻ آهن!

मूल- जइ जाणिसि जिण नाहो लोयायारा विपरकए भूओ। तातंत मन्नंता कह मन्नसि लोअ आयारं ॥

प्र० भा० २ ष० सू० १४८ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ سوتر ٦٠-١٤٨ اَرٿات:-] اُتم پراوڪ [وڏي ڀاڱہ] وارا منشيہ ئي جن ڌرم کي گرهڻ ڪندا آهن. اَرٿات جي جن ڌرم کي نٿا وٺن سي ڀاڱہ هيڻ آهن.

**سمِڪشڪ**:- ڇا هيءَ غلط ۽ ڪوڙي ڳالهہ نہ آهي؟ ڇا ٻين متن ۾ وڏ ڀاڳي ۽ جين مت ۾ ڀاڱہ هيڻ ڪوبہ ڪونهي؟ وري جو چيو اَٿن تہ سڌرمي اَرٿات جين مت وارا پاڻ ۾ نہ وڙهن ۽ پريت سان رهن، تنهن مان اها ڳالهہ سڌ ٿي ٿئي تہ جين لوڪ ٻين سان جهڳڙن ڪرڻ ۾ خرابي نٿا مڃين! سندن اها ڳالهہ بہ بي دليل آهي، ڇاڪاڻ تہ سڄڻ پرش سڄڻن سان پريم [ڪندا آهن]، ۽ دشٽن کي سکيا ڏيئي ودوان بڻائيندا آهن. وري لکيو اَٿن تہ براهمڻ، ترڌنڊي، پري وراجڪ آچاريہ اَرٿات سنياسي، ۽ تاپس آدي اَرٿات ويراڳي آدي سڀ جين مت جا شترو آهن. هينئر ڏسو! تہ [ڪنهن تہ] سڀني کي شترو ڀاو سان ٿا ڏسن ۽ نندا ٿا ڪن! پوءِ جئنين جي ديا ۽ ڪميا روپي ڌرم رهيو ڪٿي؟ ڇاڪاڻ تہ ٻين سان دويش ڪرڻ آهي ديا

۽ ڪميا کي ناس ڪري، ان جهڙو ٻيو ڪو ھنسا روپي دوش آهي ئي ڪونه! جيئن جئني لوڪ ننهن ڪان ننڍڙن تائين دوش سان ڀرپور آهن، ليڪن ٻيا ڪي ورلا ليندا. رشڀ ديو کان وٺي مهاوير تائين چوويهن تيرٿنڪرن کي جي ڪو راڳي، دوشي ۽ مٿيالوي چوي، ۽ جين مت مڃيندڙن کي سنپات تپ [ٻخار جو نمونو] ۾ ڦاٿل مڃي، ۽ سندن ڌرم کي نرڪ ۽ وش [زهر] سمان سمجهي، ته جئنين کي ڪيئن نه ٻرو لڳندو؟ تنهنڪري جئني لوڪ نندا ۽ ٻين متن سان دوش رکڻ روپي نرڪ ۾ ٻڏي، وڏا ڏک ڀوڳي رهيا آهن. اهي ڳالهيون ڇڏي ڏين ته ڏاڍو چڱو ٿئي.

### ٧٨. جئنن کان مورتي پوڄا جي شروعات:-

मूल- एगो अगरू एगो वि सावगो चेइआणि विवहाणि । तच्छय जं जिणदव्वं परुप्परं तं न विच्चन्ति: ॥

प्र० भ० २ षष्ठी सू० १५० ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢-٦٠ جو سوتر ١٥٠ ارٿات:-] سيني شراوڪن * جو ديو، گرو ۽ ڌرم هڪڙو ئي آهي. چئتيه وندن ارٿات جن جي تصويرن يا مورتين وارن ديولن ● [مندرن] ۽ جن دروي جي رکيا ڪرڻ ۽ مورتين جي پوڄا ڪرڻ ڌرم آهي.

**سمڪشا**:- هيٺئر ڏسو! جيترو به مورتي پوڄا جو جهڳڙو هليل آهي، سو سمورو **جئنن** جي گهر مان! وري پاکنڊ جو بنياد به جين مت آهي.

**٧٩. مورتي پوڄا جا پرمان**:- "سراڌن ڪرتيه" پستڪ جي صفحي پهرئين تي ڏنل مورتي پوڄا جا پرمان:-

नवकारेण विवोहो ॥ १ ॥ अणुसरणं सावउ ॥ २ ॥ वयाइं इमे ॥ ३ ॥ जोगो ॥ ४ ॥
चिय वन्दणगो ॥ ५ ॥ यच्चरकाणं तु विहि पुव्वं ॥ ६ ॥

[ارٿات:-] (١) شراوڪن کي پهرئين دوار [دروازي] تي نوڪار [نمسڪار] جو جپ ڪرڻ گهرجي. (٢) [مندر جي] ٻئي [دروازي تي] نوڪار جپڻ کان پوء اهو خيال ڪرڻ گهرجي. ته آءٌ شراوڪ آهيان. (٣) ٽئين [دروازي ۾ اهو خيال ڪري ته] اسان جا اٺو ورت آدي ڪيترا آهن. (٤) چوٿين دروازي ۾ [اهو خيال ڪجي ته] چئني ورگن [جيون جي چئن آدرشن ارٿات ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش] ۾ موکش سڀني کان پهريون آهي. گيان آدي به اُن لاءِ ئي آهن. اهو يوگ آهي. سندس اليچار [دوشن کان] نرمل بڻائيندڙ ڪل ڇهه ضروري ڪارڻ آهن، جي ٻڻ اُپچار سان [ٻاهري ريت] يوگ ٿا سڏجن. [من ۾ ويچار ڪري ته] اهو يوگ ڪنداسون. (٥) پنجين [دروازي تي هو] مورتيءَ کي "چئتيه وند" ارٿات نمسڪار ڪري، "درويه ڀاو" [ارٿات] ڪيس پيٽا چاڙهڻ، ۽ سندس پوڄا ڪرڻ [جا ويچار ڪري.] (٦) ڇهين دروازي تي "پرتي آکيان" ارٿات نوڪارسي [جئنين جون نو مشهور

* "شراوڪ" شبد بگڙي هيئنر "سراوگي" ٿي پيو آهي، ۽ جنهنجو ارٿ آهي ٻڌندڙ يا چيلو. [اُڙدوءَ تان].

● "ديول" شبد "ديواليه" [ديون جو گهر = مندر] جو بگاڙ آهي. [اُڙدوءَ تان].

ڪٿائون] وڏيءَ موجب واچيندس [اُهڙو ڏيان ڌري].

**٨٠. مندرن ٺاهڻ مان مُڪتي:-** ساڳئي پستڪ ۾ اڳتي هلي گهڻيون وڏيون لکيل آهن. [اُن مان هڪ هيءَ آهي ته] سانجهيءَ جي پوڄن وقت ”جن بمب“ يعني تيرٿنڪرن جون مورتيون پوڄڻ گهرجن، ۽ پڻ [مندر جي] دوار جي پوڄا ڪجي. دروازي جي پوڄا ۾ ڏاڍا جهڳڙا آهن. مندر ٺاهڻ جا نيم لکيل آهن. [اُن ۾ لکيل آهي ته] پراڻن مندرن کي نهارڻ ۽ مرمت ڪرائڻ ڪري مُڪتي ملندي آهي! مندر ۾ هن نموني وهڻ گهرجي، وڏي ڀاو ۽ پريت سان پوڄا ڪجي آدي. आदि نमो जिनेन्द्रेभ्य: آدي منترن سان [مورتين کي] سنان آدي ڪرائجي، ۽ جल चन्दनपुष्पधूपदीपनै: آدي [منترن سان] گند [خوشبودار] آدي [مورتين تي] چاڙهجي.

**٨١. مورتي پوڄا جا ڦل:-** رتن سار ڀاڱي جي ١٢ صفحي تي مورتي پوڄا جو ڦل هِتي لکيل آهي ته پوڄاريءَ کي راجا ۽ پرجا ڪوبه روڪي نه سگهندو.

**سمڪشڪ:-** هي سموريون ڳالهيون من گهڙت آهن، ڇاڪاڻ ته راجائون ڪيترن ئي پوڄارين کي روڪيندا آهن.

**(ب) بيماري دور ٿيڻ ۽ راڄ ملڻ:-** رتن سار جي صفحي ٣ تي لکيل آهي ته مورتي پوڄا ڪرڻ ڪري روڳ، سور ۽ مهادوش ناس ٿا ٿين. ڪنهن هڪڙي پنجن ڪوڏين جو گل چاڙهيو، ته کيس ١٨ ديشن جو راڄ مليو! سندس نالو ڪمارپال هو وغيره.

**سمڪشڪ:-** اهڙيون سموريون ڳالهيون ڪوڙيون ۽ ماڻهن کي ڦاسائڻ جون آهن، ڇاڪاڻ ته ڪيترائي جئني لوڪ پوڄا ڪندي به بيمار ٿا گذارين، ۽ هڪ جريب جو راڄ به پٿرن آديءَ جي مورتين جي پوڄا ڪرڻ ڪري نٿو ملي. وري جي پنجن ڪوڏين جي گل چاڙهڻ ڪري راڄ ٿو ملي، ته پنجن پنجن ڪوڏين جا گل چاڙهي سڄي سنسار جو راڄ ڇونٿا وٺي ڇڏين؟ وري شاهي سزائون ڇوٿا ڀوڳين؟ وري جي مورتي پوڄا ڪرڻ ڪري ڀؤ ساگر تري ٿا وڃو ته گيان، ”سميڪ درشن“ ۽ ”چارتر“ ڇوٿا ڪريو؟

**(پ) امر ٿيڻ:-** رتن سار ڀاڱي صفحي ١٣ ۾ لکيل آهي ته گوتم جي آڱوٺي ۾ **امرت** آهي، ۽ سندس سمرڻ ڪرڻ ڪري دل گهريو ڦل ٿو ملي!

**سمڪشڪ:-** جي ائين آهي ته سيني جئنين کي اَمر ٿيڻ کپي، پر نٿا ٿين! تنهن ڪري سندن هيءَ ڳالهه رڳو مورکن کي ٻرغلائڻ لاءِ آهي، ٻيو اُن ۾ ڪو تت ڪونهي.

**٨٢. مورتي پوڄا جا ٻانڪار:-** رتن سار جي صفحي ٥٢ تي سندن پوڄا ڪرڻ جو هيٺيون شلوڪ لکيل آهي:-

जलचन्दनधूपनै रथदीपाक्षतकै निंवेद्यवस्त्रै: ।। उपचारवरैर्जिनेन्द्रान् रुचिरैरद्य यजामहे ।

[اَرٿات] اسين جل، چندن، چانورن، گلن، ڌوپ، ديپ [ڏئي] ۽ نئي ويدنه [ڀوڳ]، وسترن [ڪپڙن] ۽ تمام اُتم اُپچارن [سامگرين] سان جينيندر اَرٿات تيرٿنڪرن جي پوڄا ڪندا آهيون.

**سمڪشڪ:-** اِنڪري ئي اسين چوندا آهيون ته مورتي پوڄا **جئنين** هلائي آهي.

**٨٣. مورتي پوڄا مان لاڀ:-** وويڪ سار جي صفحي ٢١ [تي لکيل آهي ته] جئنين

جي مندر ۾ موهه نٿو اچي ۽ هو ڀو ساگر کان پار ٻيڙائيندڙ آهي. وويڪ سار صفحو ٥١-٥٢:- مورتيءَ پوڄا مان مڪتي ٿي ملي، ۽ جنهن جي مندرن ۾ وڃڻ ڪري چڱا گڻ ٿا پيدا ٿين. جو منش جل ۽ چندن آديءَ سان تيرٿنڪرن جي پوڄا ڪندو، سو نرڪ مان نڪري سرڳ ڏانهن ويندو. وويڪ سار صفحو ٥٥:- جين مندر ۾ رشڀ ديو آديءَ جي مورتين کي پوڄڻ ڪري ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش جي سڌي ٿي ملي. وويڪ سار صفحو ٦١:- جين مورتين جي پوڄا ڪجي ته جڳت جا سمورا ڏک لهي وڃن.

**سميڪشڪ**:- هينئر ڏسو سندن اوديا وارين اسمجهه ڳالهيون! جي ان ريت پاپ آدي برا ڪرم ناس ٿا ٿين، موهه نٿو اچي، ڀو ساگر کان پار ٿا ٿين، سد گڻ ٿا اچن، نرڪ ڇڏي سورڳ ۾ ٿا وڃن، ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش ٿا ملن ۽ سمورا ڏک لهي ٿا وڃن، ته سمورا جيني لوڪ سکي ۽ هرڪنهن پدارٿ کي پراپت ڪرڻ جهڙا ڇو نٿا بڻجن؟

٨٤- **جينن جي مورتي پوڄا ڌرم آهي**:- ساڳئي وويڪ سار جي صفحي ٣ تي لکيل آهي ته جن لوڪن جين* مورتيون استاپن ڪيون آهن، تن پنهنجي ۽ پنهنجي ڪٽنب جي روزي مقرر ڪري ڇڏي آهي. وويڪ سار صفحي ٢٢٥ تي [لکيل آهي ته] شو، وشنوءَ آديءَ جي مورتين جي پوڄا ڪرڻ ڏاڍو خراب آهي، يعني نرڪ جو ساڌن آهي.

**سميڪشڪ**:- ڀلا جي شو آديءَ جون مورتيون نرڪ ۾ ٻيڙائيندڙ آهن، ته ڇا جينين جون مورتيون اهڙيون ڪينهن؟ جي چون ته اسانجون مورتيون تياڳي، شانت ۽ شڀ مدرا● يڪت آهن، تنهنڪري چڱيون آهن، ۽ شو آديءَ جون مورتيون اهڙيون ڪينهن، تنهنڪري خراب آهن، ته انهن کان پڇڻ گهرجي ته اوهانجون مورتيون ته لکن رپين [جي قيمتي] مندرن ۾ ٽيون رهن، ۽ انهن تي چندن ۽ ڪيسر آدي ٿا چڙهن، پوءِ تياڳي ڪيئن ٿيون؟ وري شو آديءَ جون مورتيون جي چانو ڪالسواءِ رهنديون آهن، سي تياڳي ڇو ڪينهن؟ ۽ جي شانت ٿا چئو ته جڙ پدارٿ سمورا نشچل [نهچل = گهمي ڦري نه سگهندڙ] هئڻ ڪري شانت ئي آهن! [تنهنڪري] سڀني متن جي مورتي پوڄا **اجائي** آهي.

٨٥- **جڙ پدارٿ جو من تي پرڀاءُ**:- **پرشن**:- اسانجون مورتيون ڪپڙا ۽ زيور نٿيون پائين، تنهنڪري چڱيون آهن.

**اُتر**:- مورتين جو هرڪنهن اڳيان اگهاڙو رهڻ ۽ ڪين اگهاڙو رکڻ حيوانن جي ليلا آهي.

**پرشن**:- جهڙيءَ ريت استريءَ جي تصوير يا مورتي ڏسڻ ڪري ڪاما ٿي اٿي، تئين ساڌن ۽ يوگين جي مورتين ڏسڻ ڪري چڱا گڻ پراپت ٿا ڪن.

**اُتر**:- جي پٿر جي مورتين ڏسڻ مان چڱا نتيجا ٿا ٿيو، ته سندن جڙ ٿيڻ جا اوگڻ به

---

* جن شبد جو ارٿ جيتڻ يا جنهن مت وارا سمجهڻ گهرجي. [جيوترام هولچند]

● انجو ارٿ انگريزيءَ واري ۽ اردوءَ واري "فيض ڏيندڙ" ڪيو آهي. مدرا مندي کي به چئبو آهي، تنهنڪري "چڱين منڊين واريون" به ٿي سگهي ٿو؛ مدرا شڪل ۽ بيهڪ کي به چئبو آهي، تنهنڪري "خوبصورت" به ارٿ ٿي سگهي ٿو. [گڏيل ترجمو]

515



اوهان ۾ اچي ويندا. جي ٻڌي جڙ ٿي نہ بلڪل ناس ٿي پوندا! ڀيو نہ جي اُمر ودوان آهن، تنجي سنگ ۽ سيوا کان پري رهڻ ڪري [اوهان ۾] جهالت بہ وڌندي. انڪانسواءِ جي ٻيا دوش **ٻارهين** سمللاس ۾ ڏيکاريا اٿون، سي سمورا پٿرن آديءَ جي مورتين جي پوڄا ڪندڙن کي لڳندا آهن. تنهڪري جئن جئنين مورتي پوڄا ۾ ڪوڙو گوڙ مچايو آهي، تئن سندن منترن ۾ بہ گهٽيون ٿي نامڪن ڳالهيون لکيل آهن.

**٨٦. جئنين جو گرو منتر**- سندن منتر جو رتن سار جي صفحي پهرئين تي لکيل آهي، سو هيٺين آهي:-

**नमो अरिहंताणं नमो सिद्धाणं नमो आयरियाणं नमो उवज्झयाणं नमो लोए सव्वसाहूणं एसो पञ्च नमुक्कारो सव्व पावप्पणासणो मङ्गलारणं च सव्वेसिं पढमं हवइ मङ्गलम् ॥ ११ ॥**

(١١) هن منتر جو وڏو مهاتم لکيل آهي، ۽ هي سيني جئنين جو **گرو منتر** آهي. اُنجي اهڙي نہ وڏائي ڪئي اٿن، جو تنترن، پراڻن ۽ ڀاٽن جي ڪتابن کي پڻ مات ڪيو اٿن. "سواڌ دن ڪرتيہ" جي صفحي ٣ [تي لکيل آهي تہ]:-

**नमुक्कारं तउपढे ॥ ६ ॥ जउकव्वं । मन्ताणमन्तो परमो इमुत्ति धेयाणधेयं परम इमुत्ति । तत्ताणतत्तं परमं पवित्तं संसारसत्ताणदुहाहयाणं ॥ १० ॥ ताणं अन्नन्तु नो अत्थि जीवणं भवसायरे । बुड्डं ताणं इमं मुत्तुं । नमुक्कारं सुपोययम् ॥ ११ ॥ कव्वं । अणेगजम्मंतरसं चिआणं । दुहाणं सारीरिअमाणुसाणसाणं । कत्तोय भव्वाणभविज्जनासो । न आवपत्तो नवकारमन्तो ॥ १२ ॥**

[ارٿات] (١٠) هي جو منتر آهي سو پوتر ۽ وڏو منتر آهي. هيءَ ڌيان ڪرڻ جهڙين (وستن ۾) پرم ڌيہ [ڌيان ڪرڻ جي وڏي وستو] آهي؛ تتون ۾ پرم تتو آهي. دکن کان ستايل سنساري جيون لاءِ **نوڪار** منتر اهڙو آهي، جهڙو سمنڊ کان پار لنگهائيندڙ ٻيڙي! هيءَ جو نوڪار منتر آهي، سو نوڪا [جهاز] سمان آهي. جي ڪيس ڇڏي ٿا ڏين، سي ڀو ساگر ۾ ٿا ٻڏن؛ ۽ جي ڪيس گرهڻ ٿا ڪن، سي ڪشٽن کان پار ٿا اُڪرن! جيون کي دکن کان الڳ رکندڙ، سيني ڀاڃن کي ناس ڪندڙ، مڪتي ڏيندڙ هن منتر کانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونهي. انيڪ جنمن ۾ اُتپن ٿيل جيون جي شرير سنبنڌي دکن ارٿات ڀو ساگر کان تاريندڙ اهو ئي آهي! جيسين نوڪار منتر نٿرو ٿي، تيسين **ڀوساگر** کان جيو تٿو تري سگهي. اهو ارٿ سوتر ۾ ڏيکاريل آهي. وري اگني آدي اُتن مهاڀين [وڏن خوفن] ۾ هڪ نوڪار منتر کي ڇڏي ٻيو ڪوبہ سهائڪ نہ آهي. جئن مهارتن **وتمد وريہ** ناالي مڻ ڪنهنکي ملي وڃي، يا شتروءَ کان خوف سمي **اموگهہ شستر** [اڻ کس هٿيار = رام ٻاڻ] ڪنهنکي هٿ لڳي، تئن ٿي "سرت ڪيولي" [منتر سيکاريندڙ] گروءَ کان پراپت ڪجي. ٻيو تہ سموري "دوادش انگي" ٻارهن انگن منجهان نوڪار جو منتر رهسيہ [ڳجهو راز] آهي.

**٨٧. جئنين جي گرو منتر جو ارٿ**:- هن منتر جو هيءَ ارٿ آهي:- **(नमो अरिहन्ताणं)** سيني تيرٿنڪرن کي نمسڪار. **(नमो सिद्धाणं)** جئن مت جي سيني سڌن کي نمسڪار. **(नमो आयरियाणं)** جئن مت جي سيني آچارين کي نمسڪار. **(नमो उवज्झायाणं)** جئن مت

جي سڀني آچاريہ کي نمسڪار. (नमो लोए सव्व साहूणं) جين مت جا جيترا بہ سادو ھن لوڪ ۾ آھن، تن سڀني کي نمسڪار ھجي.

**سميڪشڪ**- جيتوڻيڪ منتر ۾ "جين" شبد لکيل نہ آھي، تہ بہ جينين جي انيڪ گرنٿن ۾ لکيل آھي تہ جين مت جي [سادن] کانسواءِ ٻئي ڪنھنکي نمسڪار نہ ڪجي. تنھنڪري اھو ئي ارٿ برابر آھي.

۸۸. **ڪاٺ ۽ پٿر جي مورتيءَ جي پوڄا**:- تتو وويڪ صفحي ١٦٩ [تي لکيل آھي تہ] جو منش ڪاٺ ۽ پٿر ۾ ديو **ٻڌي** رکي [ليرتنڪرن جو ھجڻ سمجھي] پوڄي ٿو، سو چڱن نتيجن لي ڀھڄي ٿو.

**سميڪشڪ**- جي ائين آھي تہ ھرڪو درشن ڪندڙ سڪہ روپي ڦلن کي ڇو نٿو پراپت ڪري؟

۸۹. **پارشوناٿ جي پوڄا**:- رتن سار ڀاڱہ صفحي ١٠ [تي لکيل آھي تہ] پارشوناٿ جي مورتيءَ جي درشن ڪري پاپ **نشٽ** ٿي ٿا وڃن. ڪلپ ڀاشيہ صفحي ٥١ تي لکيل آھي تہ سوا لک مندرن جي مرامت ڪئي وئي وغيرہ.

**سميڪشڪ**- مورتي پوڄا جي وشيہ تي سندن گھڻا ئي ليک آھن. ان مان ئي سمجھجي ٿو تہ مورتي پوڄا جو مول ڪارڻ جين مت آھي.

## اڳتي انھن جينين سادن جي ليلا ٻڌو:-

۹۰. **چور ۽ وڀچاري جين بہ مڪت ٿيا**:- وويڪ سار جو صفحو ٢٢٨ :- جين مت جو ھڪ سادو ڪوشا ڪنوريءَ سان ڀوڳ ڪري پوءِ تياڳي ٿي **سورگ** لوڪ ڏانھن ويو! وويڪ سار صفحو ١٠ :- ارڻڪ مني چرتر کان پتت ٿي ڪيترن ئي ورھين تائين دت سيٺ جي گھر ۾ **وشيہ** ڀوڳ ڪري پوءِ **ديو لوڪ** ڏانھن ويو. سري ڪرشڻ جي پٽ ڍنڍڻ منيءَ کي سيالي **چورائي** ويو ۽ ھو پوءِ **ديوتا** ٿيو.

۹۱. **ڀرشٽاچاري جين سادو بہ پوڄنيہ آھن**:- وويڪ سار صفحي ١٥٦ :- جين مت جو سادو رڳو لنگ ڌاري ارٿات رڳو ويس ڌاريندڙ ھجي، تہ بہ شرواڪ لوڪ سندس ستڪار ڪن. سادو ڪيتري شڌ چرتر وارو ھجي يا خراب چرتر وارو، ھرڪو **پوڄنيہ** آھي. وويڪ سار صفحو ١٦٨ :- جين مت جو سادو چرتر ھيڻ ھجي تہ بہ ٻين مٺن جي سادن کان وڌيڪ **سريشٽ** آھي. وويڪ سار صفحو ١٧١ :- شرواڪ لوڪ جين مت جي سادن کان خراب چرتر ۽ ڀرشٽاچاري ڏسن، تہ بہ سندن سيوا ڪرڻ گھرجي. وويڪ سار صفحو ٢١٦ :- ھڪڙي چور پنھنجا پنج مٺيون [وار] پٽي چارتر گرھڻ ڪيو. ڏاڍا ڪشالا ۽ پڇتاءُ ڪيائين، ۽ ڇھين مھيني ڪيول گيان پائي سڌ ٿيو ھو.

**سميڪشڪ**- ھاڻي ڏسو سندن سادن ۽ گرھستين جي ليلا! سندن مت موجب تمام ڪڪرمي سادن بہ سدگتي پراپت ڪئي آھي!

۹۲. **سري ڪرشن ۽ ڏونتري آدي نرڪ ۾ ويا**:- وويڪ سار صفحي ١٠٦ تي لکيل آھي تہ سري ڪرشن ٽئين **نرڪ** ۾ ويا. وويڪ سار صفحي ١٤٥ تي لکيل آھي تہ

ڏنو ٽنٽري نرڪ ۾ ويا! ووڌڪ سار صفحي ٤٨ تي [لکيل آهي ته] جوگي، جنگم، قاضي، ملان وغيره ڪيترائي اگيان وچان لپ ۽ ڪشت سهي به ڪڪتيءَ [خراب اوستا] کي پراپت ٿا ٿين.

رتن سار ڀاڱي صفحي ١٧١ تي لکيل آهي ته نو واسديو ارٿات ترپرشت واسديو، دوپرشٽ واسديو، سويمڀو واسديو، پرشوتم واسديو، شيشن پرش واسديو، پرش پنڊريڪ واسديو، دت واسديو، لڪشمڻ واسديو ۽ سري ڪرشڻ واسديو، هي سمورا ٻارهين، چوڏهين، پندرهين، ارڙهين، ويهين ۽ ٻاويهين تيرٿنڪرن جي ڏينهن ۾ نرڪ ڏانهن ويا.

وري نو پري واسديو ارٿات اشوگريو پرتي واسديو، تارڪ پرتي واسديو، مودڪ پرتي واسديو، مڌو پرتي واسديو، نشمڀ پرتي واسديو، ولي پرتي واسديو، پرهلاد پرتي واسديو، راوڻ پرتي واسديو، ۽ جراسنڌ پرتي واسديو، هي به سيئي نرڪ ۾ ويا! وري ڪلپ ڀاشيه ۾ لکيل آهي ته رشڀ ديو ڪانوڻي مهاوير تائين ٢٤ تيرٿنڪر سيئي موکش کي پراپت ٿيا.

**سمڪشڪ:-** ڀلا ڪو ٻڌيمان پرش ويچاري ڏسي ته جئنين جا ساڌو گرهستي ۽ تيرٿنڪر، جن ۾ گهڻيئي ونشا ڪامي، پر استري ڪامي، چور آدي آهن، سي جين مت جا هٺ ڪري سورگ ۽ مڪتيءَ ڏانهن ويا ۽ شري ڪرشڻ آدي مها ڌارمڪ مهاتما سمورا نرڪ ۾ ويا. هيءَ ڪيڏي نه وڏي خراب ڳالهه آهي! اصل ۾ ته جئنين جي سنگت ڪرڻ يا کين ڏسڻ به برو آهي، ڇاڪاڻ ته جيڪو سندن سنگ ڪندو ته اهڙيون ڪوڙيون ڳالهيون سندس هردي ۾ جمي وينديون ۽ انهن مهاهنيلن ۽ دراگرهي لوڪن جي سنگ سبب سواءِ برائي جي ٻيو ڪي به پلئه نه پوندو. البت جي جئنين ۾ اُتم * منش هجن، تن سان ستسنگ آدي ڪرڻ ۾ ڪو ڏوهه ڪونهي.

٩٣. **جئنين جا ديوتا:-** وويڪ سار جي صفحي ٥٥ تي لکيل آهي ته گنگا آدي تيرٿن ۽ ڪاشي آدي ڪيترن جي يا ترا ڪرڻ ڪري ڪو به پرمارٿ سڌ نٿو ٿئي! پر پنهنجن گرنار، پاليتانا ۽ آبو وغيره تيرٿ ۽ ڪيتر مڪتيءَ تائين [سيڪجهه] ڏيڻ وارا آهن.

**سمڪشڪ:-** اتي ويچارڻ گهرجي ته جئن شئون ۽ وئشنو آديءَ جا تيرٿ ۽ ڪيتر جل استل ۽ جڙ سروپ آهن، تئن ئي جئنين جا به آهن. انهن مان هڪڙن [تيرٿن] جي ننڊا ۽ ٻين جي ساراهه ڪرڻ مورکتا جو ڪم آهي.

## جئنين جي مڪتيءَ جو ورڻن

٩٤. **جئنين جو وئڪنٺ:-** رتن سار صفحي ٢٣ تي مهاوير تيرٿنڪر گوتم جيءَ کي ٿا چون ته مٿئين لوڪ ۾ هڪ سڌ شلا استان آهي، جا سورگ پريءَ جي مٿان پنجيتاليهه لک يوجن ڊگهي، ايتري ئي ٻوري ● [ويڪري] ۽ اٺ يوجن ٿلهي آهي! موتيءَ جي اڇي هار

* جو اُتم پرش هوندو، سو هن اسار جين مت ۾ ڪڏهن نه رهندو.
● آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش ۾ "پولي" شبد آهي، اڙدوءَ واري سندس انواد "پولي (جسيم)" ڪيو آهي. مرهٽي ۽ انگريزيءَ واري "پوليءَ" جو ارٿ ويڪرو ڪيو آهي، جو برابر ٿو ڏسجي.
[ڪٽپترو]

يا گڏونءَ جي ڪيرڪان ۽ وڌيڪ اُڇي [رنگ واري]، سون سمان پرڪاشمان ۽ بلور ڪان ۾ نرمل آهي. هيءَ سٽ شلا چوڏهين لوڪ جي چوٽيءَ تي آهي. ان سٽ شلا جي مٿان شو پرڌام [استان] آهي، جنهن ۾ پڻ مڪت پرش اُڌر [سوئيتر] رهندا آهن. اُتي جنم مرڻ آدي کو ۽ دوش ڪونهي، آنند ڪندا ٿا رهن، وري جنم مرڻ ۾ ڪين اچن، ۽ سيني ڪرمن کان ڇٽي ٿا وڃن. اِها آهي جئنين جي مڪتي!

**سميڪشڪ:-** ويچارڻ گهرجي ته جيئن اهين پوراڻڪ مٿن ۾ وئڪنٺ، ڪئلاش، گولوڪ ۽ سري پر [آهن]، چوٿين آسمان ۾ عيسائين جو ۽ ستين آسمان ۾ مسلمانن جي مت وارو مڪتيءَ جو استان لکيل آهي، ليڪن ٿي جئنين جا سٽ شلا ۽ شوپر ۽ آهن! ڇاڪاڻ ته جنهنکي جئني لوڪ مٿي ٿا سمجهن، تنهنکي ٿي جي اسان جي پوگول هيٺان ٿا رهن، سي پاڻ کي هيٺ ٿا ليکين. هيناهين ۽ مٿاهين کو ذاتي پدارٿ ڪونهي. جنهنکي آريه ورت جا رهندڙ جئني مٿي ٿا مڃين، تنهنکي ٿي امريڪا وارا هيٺ ٿا مڃين؛ آريه ورت جا رهندڙ جنهنکي هيٺ ٿا مڃين، تنهن کي امريڪا وارا مٿي ٿا مڃين!

هوءَ شلا [سر] پنجيتاليهه لکن يوجنن بدوان ڪٽي نوي لکن جي ۽ هجي ته ۽ مڪت ٿيل [جيو] بندن ۾ ٿي آهن، ڇاڪاڻ ته اُن شلايا شوپر کان ٻاهر نڪرڻ ڪري سدن مڪتي ڇڏائجي ويندي هوندي! وري ان ۾ رهڻ ڪري پريت ۽ اُنکان ٻاهر نڪرڻ ۾ اپريت ۽ سدائين [جيون کي] رهندي هوندي! جتي آڪون، پريت، ۽ اپريت آهي، تنهنکي مڪتي ڪئن سڏي سگهبو؟ مڪتيءَ لاءِ جئن **نائين سملاس** ۾ ورنن ڪري آيا آهيون؛ تئن ئي مڃڻ برابر آهي. جئنين جي اها مڪتي ۽ هڪ پرڪار جو **بندن** آهي، جنهن ۾ جئني لوڪ پرم سان قائل آهن! اهو سچ آهي ته ويد [منترن] جي يٿارٿ ارٿن کي سمجهڻ کانسواءِ مڪتيءَ جو سروپ ڪڏهن ۽ سمجهي نٿو سگهجي.

## هيٺئين سندن کي ٿوريون ناممڪن ڳالهيون پڙهو:-

**٩٥. جئنين جون ڊاڙون:-** وويڪ سار صفحو ٧٨:- هڪ ڪروڙ سٺ لک ڪلشن [بالٽين] سان مهاوير کي جنم سمي سنان ڪرايائون! وويڪ سار صفحو ١٣٦:- دشارڻ راجا مهاوير جي درشن لاءِ ويو. اُتي ڪجهه اَيمان ڪيائين، جنهنجي هٽائڻ لاءِ ١٦،٧٧،٧٢،١٦٠٠٠ اِندر جا سروپ ۽ ١٦،٣٧،٠٥،٧٢،٨٠٠٠٠٠٠٠ اِندراڻيون اُتي آيون، جنکي ڏسي راجا حيران ٿي ويو!

**سميڪشڪ:-** اُتي ويچارڻ کپي ته اِهترن اِندر ۽ اِندراڻين کي بيهڻ لاءِ ٻ... اسان جي پرٿويءَ جهڙا ڪيترا ٿي پوگول کپن.

**٩٦. تلاءُ ۽ کوهه کٽائڻ پاپ آهي:-** "سواد دن ڪرليه آلم نندا پاونا" جي صفحي ٣١ تي لکيل آهي ته کوهي، کوهه ۽ تلاءُ نه نهرائڻ گهرجي.

**سميڪشڪ:-** ڀلا جي سڀيئي ماڻهو جين مت ۾ اچي وڃن ۽ کوهه، تلاءُ ۽ کوهي آدي آدي ڪوبه نه نهرائي، ته سڀيئي ماڻهو پاڻي ڪٿان پيئن؟

**پرشن:-** تلاءُ آدي نهرائڻ کان پوءِ اُنهن ۾ جيو ٿا پون، جنهنڪري نهرائيندڙ کي پاپ ٿو

لڳي. انڪري اسين جيئن اهو ڪم ڪريون ٿي ڪونه!

اُتر:- اوهانجي ٻڌي نشٽ ڇو ٿي آهي؟ ڇاڪاڻ ته جئن [اوهين] نديڙن نديڙن جيون جي مرڻ ۾ پاپ ٿا ليکيو، ساڳيءَ ريت وڏن وڏن ڳائين وغيره جانورن، ماڻهن خواه ٻين ساهوارن جي ڀاڙي پيٽ وغيره ڪري جو وڏو پاپ ٿيندو، تنهنڪي ڇو نٿا ليکيو؟

**ڪوهيءَ ڪڍائڻ جي سزا**:- تتو وواڪ صفحو ١٩٦:- ڪنهن شهر ۾ هڪ نند نالي جوهري سيٺ ڪوهي کوٽائي، جنهنڪري ڌرم ڀرشٽ ٿيڻ ڪري ڪيس سورهن وڏا روڳ لڳا! مري ساڳيءَ ڪوهيءَ ۾ ڏيڏر ٿيو! مهاوير جي درشن ڪرڻ ڪري ڪيس پنهنجي ذات ياد آئي. مهاوير ٿا چون ته منهنجي اچڻ جو ٻڌي، موٽڪي پورب جنم جو ڌرم آچاريه [گرو] سمجهي نمسڪار ڪرڻ [جي ارادي سان مون ڏانهن اچڻ] لڳو، ته رستي ۾ شريڻڪ جي "دردرانڪ" نالي هڪ وڏي درجي وارو ديوتا ٿيو. اَوڌي گيان [گيان جي آخرين اوستا] سان منهنجي اچڻ جو ٻڌي، نمسڪار ڪري، پنهنجي رڌي [ڪماليت] ڏيکاري هليو ويو!

**سميڪشڪ**:- اهڙي وديا خلاف ناممڪن ۽ مٿيا ڳالهه ٻڌائيندڙ مهاوير کي سرو اُتم مڃڻ وڏي گمراهيءَ جي ڳالهه آهي!

٩٧. **ڪفن ڪڍندڙ ساڌو**:- شراڌدن ڪرتيه صفحي ٣٦ تي لکيل آهي ته مئن جا ڪپڙا ساڌو وٺي ڇڏين.

**سميڪشڪ**:- ڏسو، سندن ساڌو به مهابراهمڻن [ڪرٽيڪرن] جهڙا ٿي پيا! ڪپڙا ته ساڌو ڪڍن، پر مئن جا زيور ڪير ڪڍن؟ قيمتي هئڻ ڪري گهر ۾ رکي ڇڏيندا هوندا! [هيٺر ٻڌايو ته، اوهين ڇا ٿيا؟

٩٨. **ڀڃڻ، ڪاٽڻ، پيهائڻ آديءَ ۾ پاپ**:- رتن سار صفحو ١٠٥:- پيهڻ، ڪٽڻ، ڀڃڻ ۽ اَن رڌڻ آديءَ ۾ پاپ ٿو ٿئي!

**سميڪشڪ**:- هيٺر ڏسو سندن وديا هيٺتا! ڀلا اهي ڪرم نه ڪبا ته منش آدي پراڻي جيئرا ڪيئن رهي سگهندا؟ جئني لوڪ به نه ڪشٽ سهي مري ويندا.

٩٩. **باغ لڳائڻ ۾ پاپ**:- رتن سار صفحو ١٠٤:- باغيچي لڳائڻ ڪري ماليءَ کي هڪ لک پاپ ٿا لڳن.

**سميڪشڪ**:- جي ماليءَ کي لک پاپ ٿا لڳن ته انيڪ جيو پن ڦلن، گلن ۽ ڇانو سبب سکيا ٿا ٿين، جنهنڪري ڪروڙين ڀيرا پنج به ٿئي ٿو! ڪيڏو اندير آهي، جو ان تي ذرو به ڌيان نه ٿا ڏيون.

١٠٠. **اشرفين جو مٿنهن وسائڻ**:- تتو وواڪ صفحو ٢٠٢:- هڪڙي ڏينهن لبڌي ساڌو پلجي ڪنچريءَ جي گهر ۾ گهڙي ويو ۽ ڌرم انوسار ڀکيا گهرڻ لڳو. ڪنچريءَ چيو ته هتي ڌرم جو ڪو ڪم ڪونهي، بلڪ دولت جو ڪم آهي. ان تي لبڌي ساڌوءَ ساڍا ٻارهن لک اشرفيون سندس گهر ۾ وسائي ڇڏيون!

**سميڪشڪ**:- بي عقل ماڻهوءَ کانسواءِ ٻيو ڪو به ان ڳالهه کي سچ نه مڃيندو!

**١٠١. گھوڙي تي چڙھيل مورتي:-** رتن سار ڀاڱي صفحي ٦٧ ۾ لکيل آھي ته ھڪ پٿر جي مورت گھوڙي تي چڙھيل آھي. ڪيس جتي ٻه ياد ڪريو، اُتي حاضر ٿي رکيا ڪندي آھي.

**سميڪشڪ:-** ٻڌايو جتيءَ جي! اڄڪلھ اوھانکي چورن، ڌاڙيلن ۽ شترون جو ڊپ نه ٿئي ٿو! پوءِ اوھين ڪيس ياد ڪري پنھنجي رکيا ڇو نتا ڪري وٺو ۽ ڇو ٿا جتي ڪٿي پوليس وغيره سرڪاري ٿاڻن تي رلندا وتو؟

**١٠٢. شويتامبر جين ساڌن جا لڇڻ:-**

सरजोहरणा भैक्षभुजो लुञ्चितमूर्द्धजाः । श्वेताम्बराः क्षमाशीला निःसङ्गा जैनसाधवः ॥ १ ॥

लुञ्चिता पिच्छिका हस्ता पाणिपात्रा दिगम्बराः। ऊर्ध्वाशिनो गृहे दातुर्द्वितीयाः स्युर्जिनर्षयः ॥ २ ॥

भुङ्क्ते न केवलं न स्त्री मोक्षमेति दिगम्बरः । प्राहुरेषामयं भेदो महान् श्वेताम्बरैः सह ॥ ३ ॥

(١) جين ساڌن جي لکشڻ ڏيکارڻ لاءِ ”جن دت سوريءَ“ اھي شلوڪ ورتا ڪيا آھن. [ارٿات] (सरजोहरण) [پاڻ سان] چنور رکڻ ۽ ٻکيا تي گذران ڪرڻ، مٿي جا وار پٽي ڇڏڻ، اڇا ڪپڙا پائڻ، ڪميا ڪت [دياوان] ٿي رھڻ، ڪنھنجي سنگت نه ڪرڻ؛ اھڙن لڇڻن واري جتين جي **شويتامبر** جن کي ”يتي“ چوندا آھن. (٢) ٻيا **دگمبر** [آھن] جي ڪپڙا نتا پائين، مٿي جا وار پٽي ٿا ڪڍن، جي پڇڪا [ارٿات] ھڪ اوني ڌاڳن جي ٻھاريءَ لڳائڻ جو ساڌن [اوزار] ڪڇ ۾ ٿا رکن، ڪو ٻکيا ڏئي ته ٿنھنکان ھٿ ۾ وٺي کائي ٿا ڇڏين. اھي دگمبر ٻئي قسم جا ساڌو ٿا ٿين. (٣) ٻکيا ڏيندڙ گرھستين جي پوڄن ڪرڻ کانپوءِ جي پوڄن ڪن، سي **جن رشي** ارٿات ٽئين پرڪار جا ساڌو ٿا ٿين. دگمبرن ۽ شويتامبرن جو اھترو ئي ڀيد آھي جو دگمبر لوڪ استرين جو اپ ورگ [مڪتي ماڻ] نتا ليکين، شويتامبر مڃين ٿا. اھڙين ڳالھين مان **موڪش** پراپتي ٿا مڃين. اھي آھن ساڌن جا نمونا!

**١٠٣. جين ساڌو ۽ سندن وار:-** ان ۾ جين لوڪ جو ”ڪيش لڇن“ ھرھند پرسن آھي، ۽ پنج مٺيون [وار] پٽڻ وغيره ٻـ لکيل آھي. وويڪ سار ڀاڱي صفحو ٢١٦ تي لکيل آھي ته پنج مٺيون [وار] پٽي چارتر گرھڻ ڪيائين، ارٿات پنج مٺيون مٿي جا وار پٽڻ کانپوءِ ساڌو ٿيو. ڪلپ سوتر ڀاشيه صفحي ١٠٨ [۾ لکيل آھي ته] وار پٽي ۽ ڳئوءَ جي وارن جيترا [مٿي جا وار] رکي.

**سميڪشڪ:-** ھينئر ٻڌايو جين لوڪو! اوھانجو ديا ڌرم رھيو ڪٿي؟ ڇا اھا ھنسا [نه آھي]؟ ارٿات پنھنجي ھٿ سان لڇن ڪري، يا ڪٿي سندس گرو يا ڪو ٻيو [وار پٽي]، پر ڪيڏي نه سخت تڪليف اُن جيو کي ٿيندي ھوندي! جيو کي ڪشت پھچائڻ ئي ھنسا ٿي سڏجي.

**١٠٤. شويتامبرن منجھان پنن مٺن جو ذڪر:-** وويڪ سار [صفحو ٧-٨] ۾ ھڪ ھنڌ لکيل آھي ته سنبت ١٦٣٣ [وڪرميءَ] ۾ شويتامبرن منجھان ”ڍونڍيا“ ۽ ڍونڍين منجھان ”تيرھن پنٿي“ آدي ڍونگي نڪتا آھن. **ڍونڍيا** پٿرن آديءَ جي مورتين کي نتا مڃين ۽ ھو روئي کائڻ ۽ سنان ڪرڻ جي [سمي] ڪانسواءِ سدا وات تي پٽي ٻڌيو ٿا رھن. جتي

[پٽي] آدي پستڪ واچڻ وقت وات تي پٽي ٻڌندا آهن ۽ نه ٻڌي سمي ٿي.

**۱۰۵. وات تي پٽيءَ ٻڌڻ جو فلسفو:- پرشن-** وات تي پٽي اوس ٻڌڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته "وايو ڪايه" يعني هوا ۾ رهندڙ سوکيم شرير وارا جيو وات واريءَ ٻاڦ جي گرميءَ سان مري ٿا وڃن، ۽ سندن پاپ وات تي پٽي نه ٻڌندڙ کي لڳي ٿو. تنهنڪري ٿي اسين وات تي پٽي ٻڌڻ چڱو ٿا سمجهون.

**اُتر-** هيءَ ڳالهه وديا ۽ پرتيڪش آدي پرماڻن سان ٺهڪي نٿي، ڇاڪاڻ ته جيو اَجر ۽ اَمر آهن، تنهنڪري هو وات جي ٻاڦ سان ڪڏهن به مري نٿا سگهن. اوهان به کين اَجر ۽ اَمر مڃيندا آهيو.

**پرشن:-** جيو ته نٿا مرن، پر وات جي گرم ٻاڦ ڪري جا تڪليف کين ٿي پهچي، تنهن تڪليف پهچائيندڙ کي پاپ ٿو لڳي، تنهنڪري وات تي پٽي ٻڌڻ چڱو آهي.

**اُتر:-** اوهانجي هيءَ ڳالهه بلڪل اسنڀو آهي، ڇاڪاڻ ته ڪشٽ پهچائڻ کانسواءِ ڪنهن به جيو جو ڏرو به نرواهه ٿي نٿو سگهي! جي اوهانجي مت ۾ وايوءَ سان جيون کي ڪشٽ ٿو رسي، ته گهمڻ، ڦرڻ، وهڻ، هٿ کڻڻ ۽ اکين وغيره چمڪڻ ۾ به اوس ڪشٽ پهچندو هوندن. تنهنڪري اوهان به جيون کي ڪشٽ ڏيڻ کانسواءِ نٿا رهي سگهو.

**پرشن:-** هائو، جيستين پڄي سگهي، تيستين جيون جي رکيا ڪرڻ کپي، پر جتي اسين [کين] نٿا بچائي سگهون، اتي لاچار آهيون، ڇاڪاڻ ته جيو ته وايو آدي سمورن پدارٿن ۾ ڀريل آهن. جي اسين وات تي ڪپڙو نه ٻڌنداسون ته گهڻا جيو مرندا، ڪپڙي ٻڌڻ ڪري ٿورا ٿا مرن.

**اُتر:-** اوهانجي هيءَ ڳالهه به بي دليل آهي، ڇاڪاڻ ته ڪپڙي ٻڌڻ ڪري جيون کي وڌيڪ دک ٿو پهچي. وات تي پٽي ٻڌڻ ڪري وات جي ٻاڦ روڪجي هيٺان يا ڪنهن پاسي کان [نڪري ٿي]، ۽ ماڻهوءَ حالت ۾ ڪني تيڻ ڪري نڪ جي رستي زور سان نڪري ٿي، جنهنڪري گرمي وڌڻ ڪري اوهانجي مت انوسار جيون کي وڌيڪ ڪشٽ پهچندو هوندو. ڏسو ته جڏهن گهر يا ڪوٺيءَ جي سمورن دروازن بند ڪرڻ ۽ پردن وجهڻ ڪري منجهس وڌيڪ گرمي ٿي ٿئي ۽ کلئي رکڻ ڪري اوتري نٿي ٿئي؛ ساڳيءَ ريت وات تي ڪپڙي ٻڌڻ ڪري گرمي وڌيڪ ٿي ٿئي ۽ کليل رکڻ ڪري گهٽ. ان ريت توهان پنهنجي مت انوسار به جيون کي وڌيڪ تڪليف پهچائيندڙ آهيو. وري وات بند ڪرڻ ڪري نڪ جي ناسن منجهان وايو روڪجي ۽ ڪني ٿي زور سان نڪرندي، جيون کي وڌيڪ ڏکو ڏيندي ۽ ڪشٽ پهچائيندي هوندي. ڏسو، ڪو ٻاهه کي وات سان ٿو ڦوڪي ۽ ڪو نليءَ سان. وات جي هوا ڦهلجڻ ڪري ڪمزور [ٿي رهي]، ۽ نليءَ واري هوا گڏجي اچڻ ڪري وڌيڪ زور سان ٻاهه کي ٿي لڳي. ساڳيءَ ريت وات تي پٽي ٻڌڻ ڪري هوا روڪجي، نڪ جي رستي ڏاڍي زور سان نڪري، جيون کي ڏاڍو ڪشٽ ٿي پهچائي. تنهنڪري جي وات تي پٽي ٿا ٻڌن، تن کان وڌيڪ ڌرماتما پٽي نه ٻڌندڙ آهن.

**۱۰۶. پٽيءَ ٻڌڻ ڪري اکرن جا اُچار برابر نٿا ڪري سگهجن:-** ٻيو ته وات

لي پنيءَ ٻڌڻ ڪري اکرن جو باقاعدي ۽ پوريءَ جاءِ تان ڪوشش ڪندي بہ اچار نٿو ڪري سگهجي. نرنوناسڪ اکرن کي سانوناسڪ* چوڻ ڪري اوهانکي دوش ٿو لڳي.

**١٠٧. پنيءَ سببان بدبوءِ ۽ روڳ ٿا وڌن:-** وري وات لي پنيءَ ٻڌڻ سان بدبوءِ ڏاڍي ٿي وڌي، ڇاڪاڻ تہ شرير اندر درگنڌ پريل آهي. شرير مان جيتري بہ هوا نڪري ٿي، سا سموري ظاهري ريت درگنڌ سان ڀريل آهي. جي اها روڪجي تہ درگنڌ بہ وڌي ويندي. جئن بند پائخاني ۾ کليل پائخاني کان وڌيڪ بدبوءِ ٿي ٿئي، تئن ئي وات لي پنيءَ ٻڌڻ، ڏندڻ نہ ڪرڻ، منهن نہ ڌوئڻ، سنان نہ ڪرڻ ۽ ڪپڙن نہ ڌوئڻ ڪري، اوهانجي شريرن مان وڌيڪ بدبوءِ پيدا ٿي ٿئي؛ جنهنڪري [اوهين] سنسار ۾ ڪيترين ئي بيمارين اُلپن ڪري جيون کي جيترو بہ ڪشٽ ٿا پهچايو، اوترو ئي وڌيڪ پاپ اوهانکي ٿو لڳي! جئن ميلن وغيره ۾ درگنڌ تيڻ ڪري "وشوچڪا" يعني ڪالرا [وبا] آدي ڪيترن ئي پرڪارن جا روڳ اُلپن ٿي، جيون کي دک ٿا پهچائين. بدبوءِ گهٽ هجي تہ روڳ بہ گهٽ ٿا ٿين، جنهنڪري جيون کي گهٽو دک نٿو پهچي. ان مان [سڌ آهي] تہ اوهين وڌيڪ درگنڌ وڌائڻ ڪري پاپي آهيو! ۽ جيڪي وات لي پني نٿا ٻڌن، ڏندڻ ٿا ڪن، منهن ٿا ڌوئن، سنان ٿا ڪن ۽ جاين ۽ ڪپڙن کي صاف ٿا رکن، سي اوهان کان گهڻو چڱا آهن.

**بدبوءِ ڪري ٻڌي ئي گهٽجي:-** مثال طور انتيجن [چنڊالن=چمارن] جي درگنڌ کان پري رهڻ [ماڻهو] وڌيڪ تندرست ٿا رهن. جئن انتيجن جي [اُٿاريل] بدبوءِ ۾ رهڻ ڪري ٻڌي نرمل نٿي ٿئي، ساڳيءَ ريت اوهان ۽ اوهانجن سنگتين جو عقل بہ نٿو وڌي.

(ب) **ٻڌي گهٽجڻ ڪري ڌرم تي نٿو هلي سگهجي:-** جئن روڳن جي زور پوڻ ۽ ٻڌيءَ جي گهٽجڻ سببان ڌرم لي انوشٺان [آچرڻ] ڪرڻ ۾ رڪاوٽ ٿي پوي، تئن ئي اوهان ۽ اوهانجي بدبوئدار سنگتين جي حالت بہ ٿيندي هوندي.

**١٠٨. (الف) پنيءَ ٻڌڻ تي وڌيڪ ويچار:- پرشن-** جئن بند تيل ڪوٺيءَ ۾ بارپل باهہ جا اُلا ٻاهر نڪري ٻاهرين جيون کي دک نٿا پهچائي سگهن، تئن ئي اسين وات لي پني ٻڌي هوا کي روڪي ٻاهرين جيون کي گهٽ تڪليف پهچائيندڙ آهيون. وات لي پنيءَ ٻڌڻ ڪري ٻاهرينءَ وايوءَ وارن جيون کي تڪليف نٿي پهچي، جئن سامهون باهہ ٻرندڙ هجي تہ آڏو هٿ ڏيڻ ڪري [سيڪ] گهٽ ٿو لڳي. پوءِ تہ هوا جا جيوَ شرير وارا هئڻ ڪري ڪين اوس تڪليف ٿي رسي.

**اُتر-** اوهانجي هيءَ ڳالهہ بہ ٻاراڻي آهي. اول ڏسو، تہ جتي اندرينءَ هوا جو ميلاپ ٻاهرينءَ هوا سان ڪنهن سوراخ دوارا نہ هجي، اُتي باهہ ٻري ئي ڪانہ سگهندي. پرتيڪش ڏسڻ گهرو تہ ڪنهن فانوس ۾ ڏيئو ٻاري فانوس جا سڀ ڏنگ بند ڪري ڏسو تہ ڪيئن ڏيئو ٻرو قت ئي وسامي ٿو وڃي! جئن پرٿويءَ لي رهندڙ منش وغيره پراڻي ٻاهرينءَ هوا جي ميلاپ کان سواءِ جيئرا رهي نٿا سگهن، تئن باهہ بہ ٻري نٿي سگهي. باهہ جو زور جي

* سانوناسڪ اُهي اکر آهن، جنجو شڌ اچار نڪ منجهان ئي ڪبو آهي.

هڪڙي پاسي کان روڪبو، نه ٻئي پاسي کان وڌيڪ زور سان نڪرندو. هٿ آڏو جهلڻ سان منهن تي سيڪ گهٽ ٿو لڳي، پر اهو سيڪ هٿ تي وڌيڪ ٿو لڳي! تنهن ڪري اوهانجي ڳالهه ٻرابر ڪانهي.

(ب) **ڪن ۾ ڳالهه ٻڌائيندي وات تي هٿ ڇو ٿو رکجي؟ پرشن-** هيءَ ڳالهه ته هرڪو ٿو ڄاڻي ته ننڍو ماڻهو ڪنهن وڏي ماڻهوءَ سان ڪن ۾ يا ويجهو ٿي ڳالهائيندي پنهنجي وات تي پلؤ يا هٿ جهليندو آهي، ان لاءِ ته وات مان ٿڪ اُڏامي يا [وات جي] بدبوءِ ڪيس نه لڳي. پستڪ واچيندي اُن تي ٿڪ اُڏامي ڪرڻ ڪري اُوس پستڪ خراب ٿو ٿئي. تنهنڪري وات تي پٽي ٻڌڻ چڱو آهي.

**اُتر-** ان مان سڌ ٿيو ته جيون جي رکشا لاءِ وات تي پٽي ٻڌڻ اجايو آهي. وري جڏهن ٻه ڪو وڏي ماڻهوءَ سان ڳالهائيندو آهي، ته وات آڏو هٿ يا پلؤ اِنڪري جهليندو آهي، جو اُن ڳجهيءَ ڳالهه کي ٻيو ڪو ٻڌي نه وٺي، ڇاڪاڻ ته ظاهري ڳالهه ڪرڻ سمي ڪو ٻه وات ڪي هٿ يا پلؤ ڪونه ٿو ڏئي. ان مان سڌ ڇا ٿيو؟ اهو ڳجهي ڳالهه ڪرڻ لاءِ ئي اِئين ٿو ڪجي. ڏندڻ آدي نه ڪرڻ ڪري اوهانجن وانن آدي اَنگن منجهان تمام گهڻي بدبوءِ ٿي نڪري ۽ جڏهن اوهان ڪنهنجي پرسان يا ٻيو اوهانجي پرسان وهندو هوندو، ته ڪيس بدبوءِ ڪانسواءِ ٻيو ڇا ملندو؟ وات اڳيان هٿ يا پلؤ ڏيڻ جا اهڙا ٻيا ٻه ڪيترائي سبب آهن، جئن گهڻن ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ جي ڪا ڳجهي ڳالهه هٿ يا پلؤ آڏي ڏيڻ ڪانسواءِ ڪبي، ته ٻين ڏانهن هوا وچڻ ڪري ڳالهه ڦهلجي ويندي. ساڳيا ٻه جڏا ايڪانت ۾ ڳالهائيندي وات تي هٿ يا پلؤ اِنڪري نٿا لڳائين، جو اُتي ڪو ٽيون ٻڌندڙ آهيئي ڪونه. "وڏن تي ٿڪ نه پوي" اِلمان ڇا [اِئين سمجهجي ته] ننڍن تي ٿڪون هڻڻ گهرجن؟ وري انهن ٿڪن کان ڪو ٻچي نٿو سگهي! ڇاڪاڻ ته اسين [ڪٽي] پريان ڳالهايون، ته ٻه جي هوا اسانجي پاسي کان ٻين ڏانهن ويندڙ هوندي، ته [ٿڪ جون] سوکيم ترسرڻو [ٻاريڪ ٻوُندوُن] ٻطجي هوا سان [اُڏامي] اُوس ٻين جي شريرن تي پونديون! تنهن ۾ دوش لکڻ اُوديا جي ڳالهه آهي.

(ب) **سج جي گرميءَ ۽ وايو ڪاين جيو:-** جي وات جي گرميءَ سان جيو مرندا هجن ها يا ڪين ڪشت پهچندو هجي ها، ته ويساک ۽ جيٺ مهينن ۾ سج جي سخت گرميءَ سببان **وايو ڪاين** جيون منجهان مرڻ کان سواءِ جيڪر هڪ ٻه نه ٻچي سگهي ها! اهڙيءَ گرميءَ ۾ ٻه اِهي جيو نٽا مري سگهن، تنهنڪري اوهانجو سڌانت ڪوُڙو آهي!

**١٠٩. وايو ڪاين جيو ۽ دک:-** اوهانجا تيرٿنڪر جي پورن ودوان هجن ها، ته اهڙيون ورٿ ڳالهيون ڇو ڪن ها؟ ڏسو! دک اُنهن جيون کي ئي پهچندو آهي، جنجي ورتي [من جي چنچلتا] سيني اَنگن سميت موجود هجي. ان لاءِ پرماڻ [ڏسو سانکيه درشن اَڌياءِ ٥ جو سوتر ٢٧]:-

पञ्चावयवयोगात्सुखसंवित्तिः ॥ सांख्य० ५ । २७ ॥

[ارٿات:-] جڏهن پنجن اندرين جو پنجن وشين سان سنبنڌ ٿو ٿئي، تڏهن ئي سک يا دک جي پراپتي جيو کي ٿئي ٿي. جهڙيءَ ريت ٻوڙي کي گاريون ڏيڻ مان، اَنڌي کي

روُپ مڃھان | يا] نانگ شينھن آدي خوفناڪ جانورن جي سڌس اَکيان لنگھڻ ڪري، شؤنيہ ٻھري [جنھنجي ڇھڻ جي شڪتي نڪري ويئي ھجي] تنھنکي ڇھڻ مڃھان، پيڻس روڳ [جنھنجي سنگھڻ جي شڪتي نڪري ويئي ھجي] تنھنکي ٻوءِ مڃھان، ۽ شؤنيہ جيڀا [جنھنکي جيڀ ڪانھي يا جيڀ ۾ چکڻ جي شڪتي ڪانھي] تنھنکي ذائقي مڃھان [ڪجھ بہ] پراپت نٿو ٿئي، تنّن ئي اِنھن وايو ڪايہ جيوَن جي اَوستا آھي.

**١١٠. جيوَن جي سشپتي اوستا:-** ڏسو، جڏھن منش جو جيو سشپتيءَ [گھريءَ ننڊ] ۾ ھوندو آھي، تہ ڪيس سک يا دک نٿو ڀوڳي سگھي. ھو شرير ۾ تہ آھي، پر سڌس سمبنڌ ٻاھرين اَنگن سان اُن وقت نہ رھڻ ڪري ھو سک يا دک اَنڀوَ نٿو ڪري سگھي. ڀيو تہ وئديہ يا اَڪيلھ جا ڊاڪٽر نشيدار وستو ڪارائي يا سنگھائي بيمار ماڻھوءَ جا عضوا ڪائيندا يا چيريندا آھن، جنّن ڪين اُن سمي ذرو بہ دک اَنڀوَ نٿو ٿئي؛ تنّن ئي "وايو ڪايہ" يا ٻين استاور [اوڻ آدي نباداتي] شرير وارن جيوَن کي سک يا دک جي پراپتي ڪڏھن بہ ٿي نٿي سگھي. جنّن موُرڇت بيھوش] پراڻي سک يا دک جو اَنڀوَ نٿو ڪري سگھي، تنّن اِھي وايو ڪايہ جيو بہ بيحد بيھوش ھئڻ سببان سک دک کي پراپت ٿي نٿا سگھن. پوءِ [پلا] ڪين ڪشت کان بچائڻ واري ڳالھہ ڪيئن سڌ ٿي سگھندي؟ جڏھن ڪين سک دک پرتيڪش ريت نٿو ملي، تہ اَنومان آدي اِٿي ڪيئن لڳي سگھندا؟

**پرشن-** جي ھوُ جيوَ آھن، تہ ڪين سک دک چولہ ٿي سگھندو؟

**اُتر-** ڀڏو پورڙا ڀائرو، جڏھن اوھين سشپتي [گھريءَ ننڊ] ۾ ھوندا آھيو، تڏھن اوھين سک دک چولہ تا اَنڀوَ ڪريو؟ سک دک جي پراپتيءَ جو ڪارڻ ظاھري سمبنڌ آھي. اسين مٿي اَنجو ذڪر ڪري آيا آھيون، تہ ڊاڪٽر نشو سنگھائي [بيمار جي] اَنگن کي چيريندا ڦاڙيندا ۽ ڪپيندا آھن. جنّن ڪين دک اَنڀوَ نٿو ٿئي، تنّن اَڻي موُرڇت [ڏاڍي بيھوش] جيوَن کي بہ سک دک ڪيئن محسوس ٿي سگھندو؟ ڇاڪاڻ تہ اُنھن ۾ پراپت [حاصل] ڪرڻ جو سادن [ذريعو يا وسيلو] ڪو بہ ڪونھي.

**١١١. ساين پاڄين ڪائڻ تي شنڪا:-** **پرشن-** "نلوٽي" ارٿات جيترين بہ ساين پاڄيون، پن، ڪند ۽ مول آھن، سي اسين [جئني] منش نٿا ڪائون، ڇاڪاڻ تہ **نلوتيءَ** ۾ گھڻا ۽ ڪند ۽ مول ۾ تہ اَننت جيوَ رھندا آھن. جي اسين اِھي ڪائون تہ اِنھن جيوَن کي مارڻ ۽ دک پھچائڻ ڪري اسين پاپي بڻجي پئون.

**اُتر-** ھيءَ اوھانجي سخت اَوديا جي ڳالھہ آھي، ساين پاڄين ڪائڻ ڪري جيوَ جو مرڻ ۽ ڪين دک پھچڻ ڪھڙيءَ ريت ٿا مڃو؟ ڀلا اوھان پرتيڪش [ظاھري] تہ ڪين تڪليف پھچندي ڏسو، جي ڏسو تہ اسان کي بہ ڏيکاريو! اوھان ڪڏھن بہ نہ [پاڻ] پرتيڪش ڏسي سگھندا ۽ نہ اسانکي ڏيکاري سگھندا! جي پرتيڪش نہ آھي تہ اَنومان، اُپمان ۽ شبد پرماڻ بہ تھڪي نہ سگھندا. وري جو اسين مٿي لکي آيا آھيون، سو اِن ڳالھہ جو پڻ جواب آھي. ڇاڪاڻ تہ جي جيوَ اتينت انڌ ڪار، مھاسشپتيءَ ۽ بيحد نشي ۾ آھن، تن لاءِ سک دک

**جي پراپتيءَ مڃڻ** اوهانجي ٽيرٿنڪرن جي پل تي ڏسجي، جن اوهانکي اهڙو دليل ۽ ودياورت اُپديش ڏنو آهي. ڀلا جڏهن گهر جو **اڏت** آهي ته اُن ۾ رهندڙ ڪيئن **اڏت** ٿي سگهندا؟ جڏهن ڪنڌ جو **اڏت** اسين ڏسون ٿا ته ٻنهي ۾ رهندڙ جيون جو **اڏت** ڇو ڪونهي؟ تنهنڪري اوهانجي هيءَ ڳالهه وڏي ڀل جي آهي.

**١١٢. پاڻي ڪوسو ڪري پيئڻ ۾ پاپ:- پرشن-** ڏسو اوهين ٻيا گرم ڪرڻ جي ڪچو پاڻي ٿا پيئو، سو ڏاڍو پاپ ٿا ڪريو. جئن اسين گرم [ڪيل] پاڻي پيئندا آهيون، تئن اوهين به پيئندا ڪريو.

**اُتر-** اوهانجي هيءَ ڳالهه به ڀرم جار جي آهي؛ ڇاڪاڻ ته جڏهن اوهين پاڻي گرم ٿا ڪريو، تڏهن پاڻيءَ جا سمورا جيو مرندا هوندا ۽ سندن شرير به پاڻيءَ ۾ رجهڻ ڪري اهو پاڻي سونف جي عرق جيان [تيڻ سڀان] اوهين جڏڪ سندن شريرن جو تيزاب ٿا پيئو. انڪري اوهين وڏا پاپي آهيو، ۽ نه اُهي جي ٿڌو جل ٿا پيئن! ڇاڪاڻ ته جي ٿڌو پاڻي پيئبو، ته پيٽ ۾ وڃڻ کانپوءِ ٿوري گرمي محسوس ڪري ساهه سان گڏ اُهي جيو ٻاهر نڪري ويندا. وري مٿي ڏيکاريل مثالن موجب "جل ڪاية" جيون کي سک دک پراپت ٿي ئي نٿو سگهي؛ تنهنڪري ان ۾ [پاڻي ٿڌي پيئڻ ۾] پاپ ڪنهن ٿي ڪونهي.

**پرشن-** جئن جترا اگني [معدي] جي گرميءَ ڪري [جيو ٻاهر ٿا نڪرن] تئن گرمي محسوس ڪري پاڻيءَ کان جيو ڇو نه نڪري ويندا؟

**اُتر-** هائو نڪري ته ويندا آهن؛ پر جڏهن اوهان وات جي هوا جي گرميءَ سبان جيون جو مرڻ ٿا مڃو، ته پاڻيءَ گرم ڪرڻ ڪري به اوهان جي مت انوسار جيو مري ويندا، يا سخت تڪليف ڀوڳي نڪري ويندا. وري سندن شرير به ان پاڻيءَ ۾ رڌجي ويندا. تنهنڪري اوهين وڌيڪ پاپي ٿيندا يا نه؟

**پرشن:-** اسين پنهنجي هٿ سان پاڻي ڪوسو نٿا ڪريون، نڪي ڪنهن گرهستيءَ کي پاڻي گرم ڪرڻ جي آگيا ٿا ڏيون. تنهنڪري اسان کي پاپ نٿو لڳي.

**اُتر:-** جي اوهين گرم پاڻي نه واپرايو ۽ نه پيئو ته گرهستي گرم ڇو ڪندا؟ تنهنڪري ان پاپ جا ڀاڱي اوهان ئي آهيو! بلڪ وڌيڪ پاپي آهيو، ڇاڪاڻ ته جي اوهان ڪنهن هڪڙي گرهستيءَ کي گرم ڪرڻ لاءِ چئو ها، ته [پاڻي] رڳو هڪڙي هنڌ ئي گرم ٿئي ها؛ پر گرهستي ته ان ڀرم ۾ رهندا آهن، الا جي ساڌو جي ڪنهنجي گهر ايندا؟ تنهنڪري هرڪو گرهستي پنهنجي پنهنجي گهر ۾ ڪوسو پاڻي ڪري ٿو رکي! ان [سمورن] جي پاپ جا ڀاڱي مکيه اوهان ئي آهيو! ٻيو ته وڌيڪ ڪانئن ۽ ٻاهه جي ٻرڻ ٻارائڻ ڪري به مٿين [دليلن] موجب اوهين رسوئي ڪرڻ، ڪيتيءَ ۽ واپار آدي [ڪرڻ] ۾ به وڌيڪ پاپي ۽ نرڪ گامي ٿا بڻجو! گرم پاڻي ڪرائڻ جا مکيه ڪارڻ اوهان ئي آهيو. گرم [ڪيل] پاڻيءَ جي پيئڻ ۽ ٿڌي پاڻيءَ جي نه پيئڻ جي اُپديش ڪرڻ ڪري پاپ ۾ وڏا ڀائيوار اوهان ئي آهيو! جي اوهانجو اُپديش مڃي اهڙيون ڳالهيون ٿا ڪن، سي پڻ پاپي آهن. هيئنر ڏسو ته اوهين وڏيءَ اوديا ۾ ڦاٿل

آهيو يا نه؟ ننڍڙن جيوَن لئي ته دَيا ڪرڻ، ۽ ٻين مٿن وارن جي نندا ڪرڻ ۽ ڪين نقصان پهچائڻ ڪو ٿورو پاپ آهي ڇا؟ جي اوهانجي تيرٿنڪرن جو مت سچو هجي ها، ته سرشٽيءَ ۾ هيڏو ميهن [ڇو پوي ها]، نديون ڇو وهن ها، ۽ ايشور اِترو جل ڇو اُپن ڪري ها؟ سڀ ڪي پڻ اُپن نه ڪرڻ گهربو هوس، ڇاڪاڻ ته اِنڪري ڪروڙن جا ڪروڙ جيوَ اوهانجي مت انوسار مرندا ٿي هوندا. جڏهن اوهين ايشور ٿا مڃيو، سي جڏهن موجود ۾ هئا ته پوءِ اُنهن سڀ جي اُپت ۽ ميهن [جو وسڻ] دَيا ڪري ڇو نه بند ڪري ڇڏيا؟ سو مٿي ڏيکاريل نموني موجب موجود پراڻين [گيان ۽ ٻڌي رکندڙ ساهوارن] کان سواءِ ڪند ۽ مول آدي پدارٿن ۾ رهڻ وارن جيوَن * کي دک سک محسوس نٿو ٿئي.

**١١٣. هرهنڌ دَيا ڪرڻ به ضروري نه آهي** :- جيوَن لئي هر حالت ۾ دَيا ڪرڻ به دک جو ڪارڻ ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته سڀئي منش اوهانجي مت جا ٻڌجي وڃن ۽ چورن ۽ ڌاڙيلن کي ڪو به ڏنڊ نه ڏئي، ته ڪيڏا نه وڏا پاپ ڪٿا ٿي وڃن؟ تنهڪري دشمن کي برابر ڏنڊ ڏيڻ ۽ سرشٽيءَ جي پالنا ڪرڻ ۾ ٿي دَيا، ۽ اُنجي اُبتڙ هلڻ ۾ دَيا ۽ ڪميا روپي ڌرم **ناس** ٿي ٿو وڃي! ڪيترائي جيني لوڪ دڪانداري ڪندا آهن، وهنوارن ۾ ڪُوڙ ڳالهائيندا آهن، پرائو ڌن ڦريندا آهن، ۽ غريبن کي تنگ ڪرڻ آديءَ جهڙا ڪڪرم ڪندا آهن. اُنهنجي هٽائڻ لاءِ خاص اُپديش ڇو نٿا ڪريو؟ وات لئي پٽيءَ ٻڌڻ آديءَ جي ڍونگ ۾ ڇو ٿا [غلطان] رهو؟

جڏهن اوهان چيلا ۽ چيليون ٿا ٺاهيو، تڏهن "ڪيش لڇن" [ڪري] ۽ ڪيترائي ڏينهن بکيو رکي پرائيءَ ۽ پنهنجيءَ آتما کي ڪشٽ ڇو ٿا ڏيو؟ پاڻ دکي ٿي ٻين کي ڇو ٿا دک پهچايو؟ آتم هتيا [ڪري] ارٿات پنهنجيءَ آتما کي ڪشٽ ڏيئي، ڇو ٿا هنسڪ ٻڌجو؟

هاٿيءَ، گهوڙي، ڍڳي ۽ اُٺ تي چڙهڻ ۽ ماڻهن کان پورهيو ڪرائڻ ۾ جيني لوڪ پاپ ڇو نٿا مڃين؟ جي اوهانجا چيلا [اوهانجين] واهيات ڳالهين کي سچو [سڌ] نٿا ڪري سگهن، ته اوهانجا تيرٿنڪر به نه ڪري سگهندا! اوهان ڪٿا ٿا واچيو ته اوهانجي ۽ اوهانجي ٻڌندڙن جي مت انوسار به مارگ ۾ [ڪٿا هلندي] جيوَ مرندا ٿي هوندا! تنهڪري اوهان

* نباتات [ٻاڄين وڻ ٽڻ آدي] ۾ سڄي ٻوٽي اندر جيو هڪڙو ٿي ٿو رهي. سندس هڪڙي جز ارٿات ڦلن، گلن يا پنن جي ٽٽڻ ڪري اُن گل ڦل يا پن ۾ جيو نٿو هليو اچي. ساڳيءَ ريت وڻن جي ٽارين ڪپڻ ڪري به وڻ ۾ رهندڙ جيو کي دک نٿو پهچي، ڇاڪاڻ ته هو مورڇت اوستا ۾ يا سن هجڻ سبب اهڙو نٿو ڪري سگهي. جيئن منش کي وڌيل وارن يا ننهن لهرائڻ ڪري تڪليف نٿي ٿئي، تيئن اُسي وڻ کان جدا ٿيل جزن ارٿات گلن، پنن آديءَ ۾ جيو جي نه هجڻ ڪري ڪين تڪليف محسوس ٿيڻ به ناممڪن آهي. فصل جي پچڻ کانپوءِ اُن جي آيو پوري ٿيڻ ڪري ان مان جيو ٻاهر نڪري ٿو وڃي ۽ جي داڻا ٿا نڪرن تن ۾ موجود نٿو رهي؛ تنهڪري تن ۾ به دک جو مڃڻ ڀُل آهي. اِنڪري سڌ ٿيو ته سک دک رڳو اُهي جاندار اهڙو ڪري ٿا سگهن، جي ٻڌي ۽ هوش وارا آهن، ۽ جن ۾ پنجيئي اندريون پنهنجو پنهنجو ڪم پوريءَ ريت ڪري رهيون آهن. جيئن سانکيه شاستر ادياءَ ٥ جي سوتر ٢٧ ۾ لکيل آهي [پنڊت نهال سنگهه جو نوٽ اُردوءَ تان.]

هن ٻاپ جا مکيه ڪارڻ ڇو ٿا ٻڌجو؟ هن ٿوري لکڻ مان چڱيءَ ريت سمجهي ڇڏيو ته انهن جل، استل، وايُو ۽ استاور شرير وارن اليمنت مورڇت [ بيهوش ] جيون کي دک ٻا سک ڪڍهن به ڀهچي نٿو سگهي.

**اڳتي جنهن جون ٿوريون ڳالهيون ٻه نامڪن ڳالهيون ڏانکون، جي پڻ ڳهرجن:-**

**١١٤. تيرٿنڪرن جا قد ۽ سندن آيُو:-** هي پڻ ڏيان ۾ رکجي ته پهنجن ساين ٿن هئن اجي دڳهائيءَ] جو هڪ ڏنش ✽ ٿو ٿئي. ڪال [وقت] جو ڳاٽانو جيئن اڳي لکي آيا آهيون، تيئن ئي سمجهجي. رٿن سار ڀاڱه پهرئين پرشت ١٦٦ ۽ ١٦٧ تي لکيل آهي ته:-

١. رشڀ ديو جو شرير ٥٠٠ ڏنش ڊگهو هو ۽ ٨٤٠٠٠٠٠ پُورؤ ورهين جي آيُو هيس.
٢. اجيت نات جو شرير ٤٥٠ ″ ″ ″ ۽ ٧٢٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٣. سنڀو نات جو شرير ٤٠٠ ″ ″ ″ ۽ ٦٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٤. ابينندن جو شرير ٣٥٠ ″ ″ ″ ۽ ٥٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٥. سمتي نات جو شرير ٣٠٠ ″ ″ ″ ۽ ٤٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٦. پدم پرڀ جو شرير ١٤٠ ″ ″ ″ ۽ ٣٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٧. پارشو نات جو شرير ٢٠٠ ″ ″ ″ ۽ ٢٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٨. چندر پرڀ جو شرير ١٥٠ ″ ″ ″ ۽ ١٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٩. سوڌي نات جو شرير ١٠٠ ″ ″ ″ ۽ ٢٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٠. شيتل نات جو شرير ٩٠ ″ ″ ″ ۽ ١٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١١. سري انس نات جو شرير ٨٠ ″ ″ ″ ۽ ٨٤٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٢. واسو پوجيه سواميءَ جو شرير ٧٠ ″ ″ ″ ۽ ٧٢٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٣. ومل نات جو شرير ٦٠ ″ ″ ″ ۽ ٦٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٤. اننت نات جو شرير ٥٠ ″ ″ ″ ۽ ٣٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٥. ڌرم نات جو شرير ٤٥ ″ ″ ″ ۽ ١٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٦. شانتي نات جو شرير ٤٠ ″ ″ ″ ۽ ١٠٠٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٧. ڪنٿو نات جو شرير ٣٥ ″ ″ ″ ۽ ٩٥٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٨. امر نات جو شرير ٣٠ ″ ″ ″ ۽ ٨٤٠٠٠ ″ ″ ″ ″
١٩. ملي نات جو شرير ٢٥ ″ ″ ″ ۽ ٥٥٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٢٠. مني سوورت جو شرير ٢٠ ″ ″ ″ ۽ ٣٠٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٢١. نمي نات جو شرير ١٤ ″ ″ ″ ۽ ١٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٢٢. نيمي نات جو شرير ١٠ ″ ″ ″ ۽ ١٠٠٠ ″ ″ ″ ″
٢٣. پارشو نات جو شرير ٩ ″ ″ ″ ۽ ١٠٠ ″ ″ ″ ″
٢٤. مهاوير سواميءَ جو شرير ٧ ″ ″ ″ ۽ ٧٢ ″ ″ ″ ″

✽ ڏنش هڪ پيمائي جو نالو آهي. اُڪري ارت اٿس "ڪمان" [اُڙدوءَ ٽان].

اهي چوويهه تيرٿنڪر جينين جي مت جا هلائيندڙ آچاريه ۽ گرو آهن. انهن کي ئي جيني لوڪ پرميشور ٿا مڃين، ۽ انهن سڀني مڪتي پراپت ڪئي آهي. اُن ۾ بديمان وچار ڪري ڏسن ته مٿس ديهه جا ايڏا وڏا شرير ۽ سندن ايتري آيُو ٿيڻ ڪڏهن به ممڪن نه آهي. دنيا ۾ [اهڙا] تمام ٿورڙا مٿس ئي وسي ٿا سگهن! انهن جينين جا گپوڙا ڏسي پوراڻڪن به هڪ لک، ڏهن هزارن ۽ هڪ هزار ورهين جون آيُو لکيون آهن، سي به نٿيون ٿي سگهن، پوءِ [ڀلا] جينين جو چوڻ ڪيئن ممڪن ٿي سگهندو؟

## اڃا اڳتي ته ٻڌو:-

**١١٥. جينين جون ٻيون به ناممڪن ڳالهيون:-** ڪلپ ڀاشيه صفحو ٤:- ناگ ڪيت هڪ ڳوٺ جيتري وڏي سر آڱر تي کڻي رکي! ڪلپ ڀاشيه صفحو ٣٥:- مهاوير آڱوٺي سان ڌرتيءَ کي دٻايو ته شيش ناگ ڏڪي ويو! ڪلپ ڀاشيه صفحو ٤٦:- مهاوير کي ناگ ڏنگيو، ته رت جي بدران کير نڪتو ۽ اهو ناگ انهن سرڳ ۾ ويو! ڪلپ ڀاشيه صفحو ٤٧:- مهاوير جي پير تي کيرڻي ڪاهيائون، پر مهاوير جا پير نه سڙيا! ڪلپ ڀاشيه صفحو ١٦:- ننڍڙي ٿانءِ ۾ اُٺ سڏايائون! رتن سار ڀاڱو پهريون صفحو ١٤- شرير جي مر نه لاهي ۽ نه کڻي! وويڪ سار ڀاڱو پهريون صفحو ١٥:- جينين جي هڪ "دمسار" نالي هڪ ساڌوءَ ڪاوڙ مان "اُدويگ جنڪ" سوتر پڙهي هڪ شهر ۾ باهه لڳائي! [اهو] مهاوير تيرٿنڪر جو ڏاڍو پيارو هو. وويڪ سار ڀاڱو پهريون صفحو ١٢٧:- راڄا جي آڳيا اوس مڃڻ گهرجي. وويڪ سار ڀاڱو پهريون صفحو ٢٢٧:- "ڪوشا" نالي هڪ ويشيا ٿالهيءَ ۾ سرنهن جي ڍيري لڳائي، تنهن تي گلن سان ڍڪيل سئي کڙي ڪري، تنهن تي چڱيءَ ريت ناچ ڪيو! پر نه سئي پير ۾ چڀي سگهي ۽ نه سرنهن جي ڍيري ڊٺي!! ٻيو وويڪ صفحو ٢٢٨:- ساڳيءَ ڪوشا ويشيا سان هڪ "استول" نالي مُنيءَ ٻارهن ورهين تائين ڀوڳ ڪيو، ۽ پوءِ "ديڪشا" وٺي سدگتي [موڪش] پاتائين! ۽ ڪوشا ويشيا به جين ڌرم جي پيروي ڪندي سدگتيءَ کي پراپت ٿي! وويڪ سار ڀاڱو پهريون صفحو ١٨٥:- هڪڙي سڌ جي ڪنٿا [جهولي] جا ڳچيءَ ۾ پائبي آهي، سا هڪ ويشيه کي پنج سؤ اشرفيون نت ڏيندي رهي! وويڪ سار ڀاڱو پهريون صفحو ٢٢٨:- ٻلوان پرش جي آڳيا [ڪري]، ديو جي آڳيا [ڪري]، خوفناڪ جهنگ ۾ ڏکئي گذران ڪرڻ [ڪري]، گروءَ، ماتا پتا، ڪل آچاريه، جاتيءَ جي لوڪن ۽ ڌرم اُپديش ڪندڙن انهن ڇهن جي روڪڻ ڪري ڌرم ۾ گهٽتائي اچڻ ڪري ڌرم جي هاڃي نٿي ٿئي!

**سميڪشڪ:-** هينئر ڏسو سندن مٽيا ڳالهيون! هڪڙو ماڻهوُ ڳوٺ جيتري پٿر جي سر آڱر تي ڪڏهن رکي به سگهي ٿو؟ ڇا ڌرتيءَ تي آڱوٺي سان زور ڏيڻ ڪري ڌرتي ڪڏهن دٻجي به سگهي ٿي؟ وري جڏهن شيش ناگ ئي ڪونهي ته ڏڪندو ڪير؟ شرير جي ڪاٽڻ ڪري کير نڪرندو ته ڪنهن کي نه ڏٺو آهي؟ هيءَ اندرجال [ٺڳيءَ يا دوکي] کان سواءِ ٻي ڳالهه ئي ڪانهي! ڪيس ڏنگيندڙ ناگ ته سرڳ ۾ ويو ۽ مهاتما سري ڪرشڻ آدي نٿين

لوڪ ۾ ويا ! هيءَ ڪيڏي نہ مٺيا ڳالهہ آهي؟ مهاوير جي پيرلي ڪيرٽي رڌڻ ڪري سندس پير ڇو ڪين سڙيا؟ ڀلا ننڍڙي ٻارڻ ۾ ڪڏهن اُٺ بہ سمائجي سگهي ٿو؟ جي شرير جي مر نہ لاهيندا هوندا ۽ نہ ڪنهندا هوندا، سي تہ بدبوءِ روُپي مها نرڪ ڀوڳيندا هوندا؟ جنهن ساڌوءَ شهر ساڙيو، تنهنجي دِيا ۽ ڪميا ڪيڏانهن ويئي؟ جي سندس آتما مهاوير جي سنگ مان بہ پوتر نہ ٿيو، تہ هينئر مهاوير جي مرڻ ڪانپوءِ سندس آسري وٺڻ ڪري جين لوڪ بہ هرگز پوتر نہ ٿيندا؟ راجا جي آگيا مڃڻ گهرجي ۽ ٻر جئني لوڪ واڻيا [واپاري] آهن، جنهنڪري راجا کان ڊڄي هيءَ ڳالهہ لکي هونداءُون. ڪوشا وئشيا جو شرير ڪٽي ڪيڏو بہ هلڪو هجي، تہ بہ سرنهن جي ڍيريءَ تي سئي ڀاري ٿنهتي نچڻ، سئيءَ جو نہ لڳڻ، ۽ سرنهن [جي ڍيريءَ] جو نہ ڍهڻ بلڪل ڪوڙ نہ تہ ٻيو ڇا آهي؟ ڌرم ڪنهنکي ڪنهن بہ اوسٿا ۾ نہ ڇڏڻ کپي، ڪٽي ڪجهہ بہ ڀي پوي ! ڀلا ڪنٿا تہ ڪپڙي جي ٿيل هوندي آهي، سا ڏهاڙي ٥٠٠ اشرفيون ڪٿان ڏيئي سگهندي؟ سندن اهڙيون ناممڪن ڳالهيون [سمورين] ڄاڻائيون، تہ جئنين جي ٿلهن پوٿن جهان [اُسانجو پستڪ بہ] گهڻو وڏي ويندو. اِنڪري وڌيڪ نٿا لکون.

**١١٦. ڀوگول آديءَ بابت جئنين جو وشواس**:- اَرٿات اُنهن جئنين جي ٿورڙن ڳالهين کي ڇڏي باقي سڀني ۾ ڪوڙ ڀريل آهي ڏسو:-

दो ससि दो रवि पढमे । दुगुणा लवणमि धायईसंडे । बारस ससि बारस रवि । तप्पभि इं निदिठ ससि रविणो ॥

प्र० भा० ४ संग्रहणी सूत्र ७७ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٤ سنگرهڻيءَ جي سوتر ٧٧، اَرٿات:-] جو جمبو دوئيپ هڪ لک يوجن اَرٿات چئن لکن ڪوهن [جي ڦيڪڙ] جو لکيل آهي، تنهن ۾ هيءَ پهريون دوئيپ [پيٽ يا ملڪ] ٿو سڏجي. اُن ۾ ٻہ چنڊ ۽ ٻہ سج آهن، ساڳيءَ ريت لوڻ سمنڊ ۾ اُن کان ٻيڻا اَرٿات چار چنڊ ۽ چار سج آهن. وري ڌاتڪي کنڊ ۾ ٻارهن چنڊ ۽ ٻارهن سج آهن! وري اُنهن جي ٽيڻ ڪرڻ ڪري ڇٽيهہ ٿا ٿين ۽ اُنهن ۾ ملايو ٻہ جمبو دوئيپ جا ۽ چار لوڻ سمنڊ جا، سي ٿيا ٻائيتاليهہ چندرما ٻائيتاليهہ سج، جي "ڪالودڌي" سمنڊ ۾ آهن. ان ريت اڳين اڳين دوئيپن ۽ سمنڊن ۾ مٿي چيل ٻائيتاليهن کي ٽيڻو ڪجي تہ هڪ سؤ ڇويهہ ٿيندا. تن ۾ ڌاتڪي کنڊ جا ٻارهن، لوڻ سمنڊ جا چار، ۽ جمبو دوئيپ جا ٻہ ملائي ڪل ١٤٢ چنڊ ۽ ١٤٤ سج "پشڪر دوئيپ" ۾ آهن! اِهو بہ منشين جي آباد ڪيل اَڌ ڌرتيءَ جو حساب آهي! پر جتي منشيہ نٿا رهن، اُتي ڪيترائي چنڊ ۽ ڪيترائي سج آهن! پوئين اَڌ "پشڪر دوئيپ" ۾ جي گهڻا سج ۽ چنڊ آهن، سي ٻيڻل آهن- مٿي ڏيکاريل ١٤٤ کي ٽيڻو ڪرڻ ڪري ٤٣٢ [ٿيندا]؛ جن ۾ مٿي چيل جمبو دوئيپ جا ٻہ چنڊ ۽ ٻہ سج، چار چار لوڻ سمنڊ وارا، ۽ ٻارهن ٻارهن ڌاتڪي کنڊ وارا ۽ ٤٢ ڪالودڌيءَ وارا ملائڻ ڪري [ڪل] ٤٩٢ چنڊ ۽ ٤٩٢ سوريہ پشڪر سمنڊ ۾ آهن! اِهي سمورا يون ڳالهيون شري "جن ڀدر گڻي ڪميا شرمڻ" وڏي "سنگهڻي" ۾، ۽ "يوتي سڪرند ڪپيئا" ۾، ۽ "چندر پرتتي" ۽ سور پرتتي پرمکہ سڌانت گرنٿن ۾ ساڳيءَ ريت ڇپيون آهن.

**سمڪشڪ**:- ڀوڳول ۽ کڳول [جاگرافي ۽ جوتش] جا ڄاڻندڙ و! هيٺئر ٻڌو. هن هڪڙيئي ڀوڳول ۾ هڪڙي لموني ۴۹۲ ۽ ٻئي نموني بيشمار **چنڊ** ۽ **سج** جئني لوڪ مڃيندا آهن! اوهين ماڻهو وڏ ڀاڳي آهيو، جو ويد مت کي مڃيندڙن [جي ناهيل] **سوريه سڌانت** آدي جيوتش جي گرنٿن جي پڙهڻ ڪري ڀوڳول ۽ کڳول [جاگرافي ۽ جيوتش اوهانکي] ٺيڪ ٺيڪ معلوم ٿيا! جي جئنين جي مها انڌير ۾ هجو ها، ته سڄي آيُو انڌڪار ۾ رهو ها، جئن جئني لوڪ اڄ ڪالهه آهن! انهن مورکن کي شڪ اهو پيو ته جمبو دويپ ۾ هڪڙي سج ۽ هڪڙي چنڊ منجهان ڪم نٿو هلي. ڇاڪاڻ ته ايڏين وڏين ڌرتين اڱيان ٽيهن گهڙين [۲۴ ڪلاڪن] اندر چنڊ ۽ سوريه ڪئن اچي سگهندا؟ ڇاڪاڻ ته پرٿويءَ کي اهي لوڪ سج کان به **وڏي** ٿا ڄاڻن! اهائي سندن وڏي ڀل آهي!

## سجن ۽ چنڊن جون قطارون!

दो ससि दो रवि पंती एगंतरिया छसठि संखाया। मेरुं पयाहिणंता। माणुसखित्ते परि अहंति ॥

प्रकरण० भा० ४। संग्रहसू० ७९॥

[ پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ۴ سنگرهه سوتر ۷۹ ارٿات:- ] منشيه لوڪ ۾ چنڊن ۽ سجن جي قطارن جو تعداد ٿا ٻڌايون. ٻه قطارون [سريٽون] چنڊن جون ٻه سجن جون آهن. هڪ هڪ لک يوجن ارٿات چئن چئن لکن ڪوهن جي مفاصلي تان هلنديون آهن. جئن سج جي قطارن جي وچ ۾ چنڊن جي هڪ قطار آهي، تيئن چنڊن جي وچ ۾ سجن جي قطار آهي. اهڙيءَ ريت چار قطارون آهن. هن هڪ هڪ چنڊ جي قطار ۾ ٦٦ چنڊ ۽ هڪ هڪ سج جي قطار ۾ ٦٦ سج آهن. اهي چارئي قطارون جمبو دويپ جي ميرو پربت جي پردڪشڻا ڪندي [چوڌاري گهمندي] منشين سان آباد ٿيل پرٿويءَ تي گهمنديون ٿيون رهن. ارٿات جڏهن جمبو دويپ جي ميروءَ کان هڪڙو سج ڏکڻ پاسي تي گشت ڪري، ته ساڳي سمي ٻيو سج اتر پاسي تو گهمي. ساڳيءَ ريت لوڻ سمنڊ جي هر هڪ پاسي ۾ ٻه ٻه، ڌاتڪي کنڊ جا ٦، ڪالودڌيءَ جا ۲۱، پشڪر جي اڌ ڀاڱي جا ٦-، اهڙيءَ ريت جملي ٦٦ سج اتر پاسي پنهنجيءَ پنهنجيءَ ترتيب تي ٿا گهمن. انهن ٻنهي پاسن جا سمورا سج شمار ڪبا ته ۱۳۲ سج [ٿيندا]. ساڳيءَ ريت ٦٦-٦٦ چنڊن جي ٻنهي پاسن جي قطارن جو شمار ڪبو ته ۱۳۲ چندرما منشيه لوڪ ۾ گهمندا ٿا رهن. ساڳيءَ ريت چنڊن سان نکشترن وغيره جون به گهڻيون ئي قطارون سمجهڻ.

**سمڪشڪ**:- هيٺئر ڏسو ڀائرو! هن ڌرتيءَ تي ۱۳۲ **سج** ۽ ۱۳۲ **چنڊ** جئنين جي گهرن ۾ تپندا هوندا! جي ڀلا تپندا آهن ته هو جيئرا ڪيئن ٿا رهن؟ وري رات جو به تڏ سڀئي جئني لوڪ جمي ويندا هوندا! اهڙين ناممڪن ڳالهين ۾ ڀوڳول ۽ کڳول جا نه ڄاڻندڙ ئي ڦاسندا آهن ۽ نه ٻيا! هڪڙو سج ئي هن ڌرتيءَ جهڙن ٻين ڪيترن ڌرتيءَ جي گولن [ڀوگولن] کي روشني ڏئي ٿو، ته ٻوءِ هن ننڍڙيءَ ڌرتيءَ جي ڪٿا ئي ڪهڙي ڪجي؟ وري جي پرٿوي [پنهنجي محور ۽ سج جي چوڌاري] نه ڦري ۽ سج پرٿويءَ جي چوڌاري ڦري، ته ڏينهن ۽ رات [جيڪر] ڪيترن ئي ورهين جا ٿين. وري **سميرو** هماليه ڪانسواءِ ٻيو آهي ئي ڪونه! هيءَ سوريه جي مقابلي ۾ اهڙو آهي جهڙو گهڙيءَ جي مقابلي ۾ اهر جو

داڻو ٻه نه آهي. اِها ڳالهه جئني لوڪ جيسين اِنهيءَ مت ۾ رهندا، تيسين سمجهي نه سگهندا؛ بلڪ سدائين اوندهه ۾ رهندا.

**١١٧. جئنين جو شو پور لوڪ:-**

**समत्तचरण सहिया सव्वं लोगं फुसे निरवसेसं। सत्तय चउदसभाए पंचय सुयदेसविरईए ॥**

**प्रकरण० भा० ४। संग्रहसू० १३५॥**

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ۴ جي سنگرهه سوتر ١٣٥ ارٿات:-] سميڪ چارتر وارا [چڱي چرتر وارا] ڪيولي ❋ رڳا سمد گهات اوسٿا [آتمڪ شڪتيءَ] جي سببان سمورن چوڏهن راجيه لوڪن ۾ پنهنجن آتم پرديش [آتما جي استان هنڌ] سببان گهمندا.

**سميڪشڪ:-** [هي] لوڪ چوڏهن راج مڃيندا آهن. ان مان چوڏهين جي چوٽيءَ تي "سرو ارٿ سڌومان" ● جي جهنڊي کان ٿورو پري مٿي "سڌ شلا" ۽ "دويه آڪاش" کي **شو پور** چوندا آهن. هن لوڪ ۾ ڪيولي يعني جنکي ڪيول گيان [پورڻ گيان]، سرو گيتا ۽ پوري پوترتا پراپت ٿي آهي، سيئي وڃن ٿا، ۽ پنهنجن آتم پرديشن سببان سروگيه رهندا آهن. جنهنکي پرديش [استان] آهي، سو ويو [وياپڪ] نه آهي، ۽ جو ويو نه آهي، سو سروگيه ۽ ڪيول گياني ڪڏهن ٿي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ ته جنهنجو آتما ايڪ ديشي [هڪ استان تي رهندڙ] آهي، سوئي اچي وڃي ٿو، ۽ بڌل، مڪت، گياني ۽ اگياني ٿيندو ٿو رهي؛ سرووياپي ۽ سروگيه ڪڏهن ٿي نٿو سگهي. جئنين جا تيرٿنڪر جيو روپي الپ ۽ الپگيه ٿيڇي قائم رهي چڪا آهن، سي سرووياپڪ ۽ سروگيه ڪڏهن به ٿي نه سگهندا. پر جو پرماتما انادي، اننت، سرو وياپڪ، سروگيه، پوتر ۽ گيان سوروپ آهي، جنهن ۾ سروگيتا آديءَ جا گڻ جڳن جو لڳن رهي ٿا سگهن، تنهنکي ته جئني لوڪ مڃين ئي ڪونه!

**١١٨. منشيه جا قد ۽ عمر:-**

**गब्भनर तिपलियाऊ। तिगाउ उक्कोस ते जहन्नेणं। मुच्छिम दुहावि अन्तमुहु। अङ्गुल असंख भागतणू ॥ २४१॥**

[ارٿات:- اِهي منشيه ٻن پرڪارن جا آهن؛ هڪڙا گربه مان اُپجن تيل ۽ ٻيا گربه کانسواءِ. ان مان گربه مان اُپجن تيل منشيه جي آيو پورن ٽن "پليوپم" جي سمجهڻي ۽ سندن شرير ٽن ڪوهن جو.

**سميڪشڪ:-** ٽن پليوپم جي آيوءَ وارا ۽ ٽن ڪوهن جي شرير وارا منشيه هن پرٿويءَ تي ته بلڪل ٿورائي سمائجي سگهندا. وري مٿين ليکي موجب جي ٽن پليوپم جي آيو هجين ۽ اولرو سمو جٽرا رهن، ته ساڳيءَ ريت سندن سنتان به ٽن ڪوهن جي [ڊگهي] شرير واري هڻڻ کپي. اهڙا منشيه ته بمبئيءَ جهڙي شهر ۾ ٻه ۽ ڪلڪتي جهڙي شهر ۾ ٽي يا چار ئي رهي سگهندا! جي اِئين آهي، ته جئنين جي هڪ شهر ۾ جو لکين ماڻهو رهندڙ لکيل آهن، تنجي رهڻ جو شهر به لکن ڪوهن [ايراضيءَ] جو هجڻ کپي! اهڙو شهر ته سڄيءَ دنيا ۾ هڪڙو به وسي نه سگهندو.

❋ مڪتيءَ ۾ ويل جن، جنکي جئني ايشور مڃيندا آهن.

● سيئي اچائن کي پورو ڪندڙ ومان يا اُڏند کٽولي.

### ١١٩. جئنين جي مڪتيءَ جو استان:-

**पणयाल लरकोयण। विरकंभा सिद्धिसिल फलिह विमला। तदुवरि गजोयणंते लोगन्तो तच्छ सिद्धठिई ॥ २५८ ॥**

[ارٿات:-] "سرو ارٿ سڌ و مان" جي ڇهڌي مٿان ٻارهن يوجن "سڌ شلا" آهي، سا ڊگهائيءَ، ويڪرائيءَ ۽ ٿولهه ۾ پنجيتاليهه لک **يوجن** جي آهي. اها **سڌ شلا** جي سڌ پوري سڄي تمام اڇي، چاڪندڙ، سونهري ۽ ٻلور وانگر شفاف [جنهن مان آرپار ڏسي سگهجي] آهي. ڪيترا ڪيس "ايشت" ۽ "پراڳ ڀرا" جي نالن سان ٿا سڏين. ان "سرو ارٿ سڌ شلا ومان" کان ٻارهن يوجن [پري] "آلوڪ" [اهو استان جو اڳتي ڪري نه سگهجي] به آهي، جنهنجي حقيقت **ڪيولي سرت** [مڪت ٿيل آتمائون] ڄاڻن ٿيون. اها "سرو ارٿ سڌ شلا" وچ ۾ ٻاڦي ۾ اٺ يوجن ٿلهي آهي. اُتان ٿلهي پاسن ۽ چئني اُپ دشائن * ۾ گهٽجي گهٽجي مک جي کنڀ جيان سنهي ۽ مٿئين پاسي ڪليل ڇٽيءَ جي شڪل ۾ سڌ شلا قائم آهي. ان شلا کان هڪ يوجن جي مفاصلي تي مٿي **لوڪانت** آهي، جتي سڌ [پرش] رهندا آهن.

**سميڪشڪ:-** هينئر وچارڻ کپي ته جئنين جي مڪتيءَ جو استان **سرو ارٿ سڌ ومان** جي ڇهڌي مٿان ٤٥ لک يوجن [ڊگهائي، ويڪرائيءَ ۽ ٿولهه واري] شلا آهي. اُرٿات اُها ڪٿي ڪيترو به سٺي ۽ نرمل هجي، ته به اُن ۾ رهندڙ مڪت جيو هڪڙي پرڪار جا قيدي ئي آهن؛ ڇاڪاڻ ته اُن شلا کان ٻاهر نڪرنديئي [جيو] مڪتيءَ جي سک کان ڇڏائجي ويندا هوندا! وري جي اندر رهندا هوندا ته ڪين هوا به نه لڳندي هوندي! ڏسو ڪلپنا ماتر جاهلن کي ڦاسائڻ لاءِ ئي هيءَ بناوٽي پرم جار آهي.

### ١٢٠. جدا جدا جانورن جا قد:-

**वि ति चउरिं दिस सरीरं। बारस जोयणं तिकोस चउकोसं। जोयणसहस पणिंदिय। उहे वुच्छन्त विसेसंतु ॥**

**प्र० भा० ४ संग्रहसू० २६७ ॥**

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٤ سنگرهڻي سوتر ٢٦٧ ارٿات:-] رواجيءَ رت هڪڙي اندريءَ وارن [جيون] جو شرير وڏي ۾ وڏو هڪ هزار يوجن جو سمجهڻ کپي. ٻن اندرين وارن جو ارٿات سنک آدي [جيون] جو ٻارهن يوجن جو سمجهجي. ٽن اندرين وارن ڪنوري آديءَ جو ٽن ڪوهن جو، ۽ پنجن اندرين وارن کي هڪ هزار يوجن يعني ٽن هزارن ڪوهن جي شرير **وارا** ڄاڻجن.

**سميڪشڪ:-** ٽن ٽن هزارن ڪوهن جي ماپ وارا شرير ڌاريندڙ هجن ها، ته پرٿويءَ ئي **بلڪل ٿورا** ماڻهو ئي [رهي سگهن ها]، ارٿات ڪن سون ماڻهن سان ئي دنيا ڀرجي وڃي ها، ۽ ڪنهنکي گهمڻ لاءِ به جڳهه باقي نه رهي ها! پوءِ جي هو جئنين کان رهڻ جو استان ۽ مارڳ پڇن ها [ته ڪين ڇا ٻڌائين ها؟] پر ڇاڪاڻ ته اُنهن لکيو آهي، تنهنڪري پنهنجن گهرن ۾ [ڪين] جاءِ ڏين ها! پر ٽن هزارن ڪوهن جي شرير واري ڪنهن هڪڙي جي رهڻ لاءِ به ٽنهن هزارن ڪوهن [جي ايراضي جو] گهر ته گهرجي! اهڙي هڪڙي گهر ٺهرائڻ ۾ ئي جئنين

* اُتر اُيرندو، اُتر اُلهندو، ڏکڻ اُيرندو ۽ ڏکڻ اُلهندو چار اُپ دشائون آهن.

جو سمورو ڏن سماپت ٿي ويندو، ته ٻه گهڙ نهي نه سگهندو. ائين وڏيءَ اُن هزارن ڪوهن جي [ڊگهي] ڇت ناهڻ لاءِ شهتير ڪٿان آڻيندا؟ ٻر جي وچ ۾ ٿنيا ڏيندا، ته ماڻهو اندر لنگهي ٻه نه سگهندو. تنهنڪري [سمجهي ڇڏيو] ته اهڙيون ڳالهيون من گهڙت ٿينديون آهن.

### ١٢٣. عجيب نموني جو حساب :-

ते थूला पल्ले विहु संखिज्जाचे वहूंति सव्वेवि । ते इक्किकक असंखे । सुहुमे खंडे पकप्पेह ।
प्रक० भा० । ४ लघुक्षेत्रसमा सू० ४ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ۴ لگهو ڪيتر سماس پرڪرڻ سوتر ۴ ارٿات:-] مٿي چيل هڪ آڱر [جيتري ڊگهي] واز جي ٽڪرن سان چار ڪوهه هر چورس ۽ ايترو ئي اوُنهو کوهه [ڀريل] هجي. هڪ آڱر وار جا ٽڪرا سمورا ڳڻجي ويهه لک ستانوي هزار هڪ سؤ ٻاونجاهه ٿيندا آهن. ٻر وڏيڪ ۾ وڏيڪ ٽيتيهه ڪروڙ ست لک ٻاهٺ هزار هڪ سؤ چار ڪروڙ، چوويهه لک پنجهٺ هزار ڇهه سؤ پنجهويهه ڪروڙ، ٻائيتاليهه لک اُٺويهه هزار نوَ سؤ ست ڪروڙ، ستانوي لک ٽيونجاهه هزار ڇهه سؤ ڪروڙ وارن جي سيني استول ٽڪرن جي ايتري تعداد هڪڙي گهن [ڪعب] يوجن [چئن ڪوهن گهن واريءَ کڏ] ۾ ٿيندي آهي، ۽ [ايترائي ورهيه هڪ] پليوپم ۾ [ٿيندا آهن!] هي ٻه سنکيات ڪال [ڳاڻاٽي ۾ اچڻ جهڙو وقت] سڏبو آهي. مٿي چيل وار جي [لنڊي ۾ ننڍي] هڪ ٽڪر جا ڳاڻاٽي ۾ نه اچڻ ٽڪرا من ۾ ڪلپنا ڪبا ته اسنکيات سوکيم روماڻو [بيشمار لطيف ذرا] ٿيندا.

**سميڪشڪ:-** هيٺئر ڏسو سنڌن ڳڻڻ جـو نمونو. هڪ آڱر جيتري ڊگهي وار جا جيترا ٽڪرا ٻڌاياٿون، تنکي ڪڏهن ڪو ڳڻي ٻه سگهندو؟ تنهنتي وري من منجهان بيشمار ٽڪرن جي ڪلپنا ٿا ڪن! اُن مان اِهو ٻه سڌ ٿيو ته مٿيان ٽڪرا هٿ سان ڪرڻ لڳا هوندا؛ جڏهن هٿ سان نه ٿي سگهيا ته من سان ڪري ڇڏياٿون! ڇا هيءَ ڳالهه ڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿي ته آڱر [ڊگهي] وار جا ڳاڻاٽي ۾ نه اچڻ جيترا ٽڪر ٿي سگهن؟

### ١٢٤. ڀوڳول جو جڳني ور هاڱو:-

जंबूद्वीपपमाणं गुलजोयाणलरक वट्टविरकंभी । लवणाई यासेसा । वलया भा दुगुण दुगुणाय ॥
प्रकरण० भा० ४ । लघुक्षेत्रसमा० सू० १२ ॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ۴ لگهو ڪيتر سماس سوتر ١٢ ارٿات:-] پهريون جمبو دويپ جي پکيڙ لک يوجن آهي ۽ [وچ ۾] پورو آهي. انڪانسواءِ لوڻ آديءَ جا ست سمنڊ آهن ۽ ست دويپ آهن، جي جمبو دويپ جي پکيڙ کان [هرهڪ ٻمڻوار] ٻيڻا آهن. هن هڪڙيءَ ئي پرٿويءَ تي جمبو دويپ آدي ست دويپ ۽ ست سمنڊ آهن، جئن اڳ لکيو اٿئون.

**سميڪشڪ:-** جمبو دويپ سان لاڳيتو ٻيو دويپ [ٿيو] ٻه لک يوجن پکيڙ جو ۽ ٽيون چار لک يوجن وارو، چوٿون اٺ لکن يوجنن جو ۽ پنجون سورهن لکن يوجنن جو، ڇهون ٻٽيهن لکن يوجنن جو، ۽ ستون چوهٺ لکن جي يوجنن [جي پکيڙ وارو]! ايتري ئي يا اُنکان ٻه وڏيڪ پکيڙ سمنڊ جي [ٻه جين مت انوسار هوندي. ايڏا وڏا ديش آدي] هن پنجن●هزارن [يوجنن] پوڏي [گهيري] واريءَ پرٿويءَ تي ڪيئن سمائجي سگهندا؟ تنهنڪري هيءَ ڳالهه بلڪل مٿيا آهي.

### ١٢٥. ڪرُوڪشيتر ۾ ٨٤ هزار دريا هن:-

कुरु नइ चुलसी सहसा। छच्चेवन्तनरईउ पइ विजयं। दोदो महानईउ। चउदस सहसाउ पत्तयं॥
प्रकरणरत्ना भा० ४। लघुक्षेत्रसमा० सू० ६३॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ۴ لگهو ڪيتر سماس سوتر ٦٣ ارٿات:-] ڪرُوڪيتر ۾ ٨۴ هزار نديون آهن.
**سميڪشڪ:-** ڪرُوڪيتر ته بلڪل ننڍڙي جاءِ آهي. ڪيس نه ڏسندي ڪوڙي ڳالهه لکڻ ۾ ڪين لڄ به نه آئي!

### ١٢٦. تيرٿنڪرن جو سنگهاسن:-

जयमुत्तराउ ताउ। इगेग सिंहासणाउ अइपुव्वं। चउसु वितासु निआसण, दिसि भवजिण मज्जणं होई॥
प्र० भा० ४। लघुक्षेत्रसमा० ४ सू० ११९॥

[پرڪرڻ رتناڪر ڀاڱو ٢ لگهو ڪيتر سماس جي سوتر ١١٩ اَرٿات:-] هن **شلا** جي خاص ڪري ڏکڻ ۽ اُتر پاسي هڪ هڪ سنگهاسن ڄاڻڻ کپي. اُنهن شلائن جا نالا ڏکڻ پاسي **آتي پانڊ** ۽ **ڪمبلا** ۽ اُتر دشا ۾ **آتي رڪت ڪمبلا** شلائون آهن. اُنهن شلائن تي تيرٿنڪر وهندا آهن.
**سميڪشڪ:-** ڏسو سندن تيرٿنڪرن جي جنم اُتسو آدي ڪرڻ جي شلائن کي! اهڙي ئي مڪتيءَ جي سڌ شلا آهي.

### ١٢٧. جئنن جون ڪي ٿورڙيون ڳالهيون ڇڏي باقي سڀ خراب آهن:-

اهڙيون سندن گهڻيون ئي ناممڪن ڳالهيون آهن، اڪي ڪيترو لکجو پر پاڻي **ڇاڻي** پيئڻ، سوکيم جيون تي ٿالي ماتر **ديا** ڪرڻ، رات جو **ڀوڄن** نه ڪائڻ، اهي ٣ ڳالهيون **چڱيون** آئن. باقي جيترو به سندن چوڻ آهي، سو اُڻ ٿيڻين ڳالهين سان ڀريل آهي. اُتري لکڻ منجهان ئي بدڌيمان لوڪ گهڻو ڪجهه سمجهي وٺندا. هي ٿورڙو نموني لاءِ لکيو اٿون. جي سندن سموريون ناممڪن ڳالهيون لکون ته ايڏا وڏا پستڪ ٺهجي وڃن، جو هڪ ماڻهو سڄيءَ عمر ۾ پڙهي به نه سگهي. تنهنڪري جئن هڪ ديگڙي ۾ رڌهندڙ چانورن منجهان هڪ چانور جي پريکشا ڪرڻ ڪري خبر پوندي آهي ته سمورا چانور ڪچا يا پڪا آهن، تئن ئي هن ٿوري لکڻ منجهان سڄڻ پُرش گهڻيون ئي ڳالهيون سمجهي ڇڏيندا. بدڌيمانن اڳيان گهڻو لکڻ ضروري [به] نه آهي. ڇاڪاڻ ته بدڌيمان لوڪ ٿورڙيءَ واٽ ڏيکارڻ سان ئي سمورو مطلب سمجهي وٺندا آهن. هن ڪانپوءِ عيسائين جي مت بابت لکيو ويندو.

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سنڌر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو ٻارهون سملاس ناستڪ مت ۾ شمار ٿيندڙ چارواڪ، ٻوڌ ۽ جين مت جي کنڊن منڊن وشيه جي سنبنڌ ۾ پورو ٿيو.

● آريه ڀاشا جي سيني ستيارٿ پرڪاش ۾ ۽ ٻڻ مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ پنجن جي بدران پندرهن هزار لکيل آهن، جو پل تي ڏسجي. رڳو انگريزي ستيارٿ پرڪاش ۾ پنج هزار ڀوڄن لکيل آهن، جنان اسان به انواد ڪيو آهي. ڀاسڪر آچاريه ڌرتيءَ جو قطر ١٥٨٠ ڀوڄن ٿا مڃين، جي ٨٤٢٢ انگريزي ميلن جي برابر آهن. تنهنڪري ڌرتيءَ جو گهيرو [محيط] ٿيو ٢٥٢٩٦ انگريزي ميل، يا ١٨٩٧٢ ڪوهه يا ۴٧۴٣ [ذري گهٽ ٥٠٠٠] ڀوڄن. [اُڙدوءَ تان].

# ٽيرهين سملاس جي انوپومڪا [ ديباچو ] نمبر ٣.

## ١. انجيل کي عيسائي ۽ يهودي مڃيندا آهن

هيءُ جو بائيبل جو مت آهي، سو رڳو عيسائين جو آهي؛ سو ائين نه آهي. پر ان ۾ يهودي وغيره به شامل آهن. هن تيرهين سملاس ۾ عيسائي مت جي وشيه تي لکيو ويو آهي. تنهنجو مطلب اهو ئي آهي ته اڄڪلهه بائيبل جي مڃيندڙن مان عيسائي ئي مکيه سمجهيا وڃن ٿا، ۽ يهودي وغيره ٻئي درجي ۾ آهن. مکيه وچار ڪرڻ سان ٻئي درجي وارا به وچار ۾ اچي وڃن ٿا. هنن جي جيڪا وشيه هيٺ لکيل آهي، سو رڳو بائيبل منجهان، جنهنکي عيسائي ۽ يهودي وغيره سڀ ٿا مڃين، ۽ انهيءَ پستڪ کي پنهنجي ڌرم جو مول ڪارڻ ٿا سمجهن.

## ٢. انجيل جي ترجمن پڙهڻ ڪري ٻن ۾ سنديهه جاڳيو

هن ڪتاب جا گهڻيئي ترجما ٿيا آهن؛ جي سندن مت وارن وڏن پادرين ڪيا آهن. انهن مان ديوناگري ۽ سنسڪرت ترجما ڏسي مونکي بائيبل لاءِ گهڻيون ئي شنڪائون اٿيون آهن، انهن مان ڪي ٿوريون هن تيرهين سملاس ۾ سڀني جي وچار لاءِ لکيون اٿم.

## ٣. سچ ۽ ڪوڙ جي نرنيه ڪرڻ جي ابلاشا

اهي ليک رڳو سچائيءَ جي وڌائڻ ۽ ڪوڙ کي گهٽائڻ لاءِ ئي [لکيا ويا] آهن، ۽ نه ڪنهن کي دک پهچائڻ، يا هاڃي ڪرڻ يا ڪوڙا دوش لڳائڻ لاءِ! اهو تاتپرج هينئين ليک ۾ سڀ سمجهي وٺندا ته هيءُ پستڪ ڪهڙي پرچار جو آهي، ۽ انهن جو مت پڻ ڪهڙو آهي. هن ليک جو پريوجن اهو ئي آهي ته سڀوري منش جاتيءَ کي ڏسڻ، ٻڌڻ، لکڻ وغيره ۾ سهوليت ٿئي، ۽ وشواس رکندڙ ۽ شنڪا ڪندڙ ٻنهي، هرڪو ماڻهو وچار ڪري عيسائي مت جو آندولن [هلچل] ڪري سگهندو.

## ٤. ستيه ۽ ڪرتويه جي گرهڻ ۽ استيه ۽ اڪرتويه کي ڇڏڻ يوڳ هرڪو ٻڌي

هن سان هڪ اهو پريوجن به سڌ ٿيندو ته ماڻهن جو ڌرم سمبنڌي گيان وڌي، سچي ۽ ڪوڙي مت ۽ ڪرتويه اڪرتويه ✱ ڪرمن جي ٺيڪ ٺيڪ سمجهه ۾ اچڻ ڪري، ستيه ۽ ڪرتويه ڪرمن جو سويڪار ڪرڻ ۽ استيه خواهه اڪرتويه ڪرمن کي ڇڏي ڏيڻ

---

✱ ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ جهڙا ڪرم [ ارٿات وڌي ڪرم ۽ نشڌ ڪرم يا امر ۽ نفي ].

سهڻو ٿيندو. سڀني مَتن کي کوجي ته سڀني مَتن جي پستڪن کي پڙهي ۽ سمجهي پنهنجو راءِ اِن مت جي پکش ۾ يا وروڌ ۾ ڏيڻ يا لکڻ.

[جي پاڻ پڙهي نه سگهن] سي ٻين کان ٻڌڻ چاهڻ ته جيئن پڙهڻ ڪري ”پنڊت“ ٿا ٿين، تيئن ٻڌڻ ڪري ”بهوشرت“ ٿا سڏجن. شروتا جي ٻئي کي سمجهائي نه سگهي ته پاڻ نه سمجهي ٿي وٺندو. جي پکشپات روپي عينڪ چاڙهي ٿا ڏسن، سي نه پنهنجا ۽ نه پراوا گڻ يا دوش ڏسي سگهن ٿا.

## ٥. ستيارٿ پرڪاش لکڻ جو ڪارڻ

مَنش جي آتما سچ ۽ ڪوڙ جو نيڪ نيڪ نرڻيه ڪرڻ جي سامرٿ رکي ٿي. جيترو پنهنجو پڙهيل يا ٻڌل [گيان] آهي، اوترو ئي نشچو ڪري سگهبو آهي. جي هڪڙي مت وارا ٻئي مت وارن جي وشيه چاهيندا ۽ ٻيا نه چاهيندا، ته نيڪ نيڪ وادوواد ٿي نه سگهندو. پر اَگياني لوڪ ڪنهن نه ڪنهن ڀرم روپي واڙي ۾ ڦاسي وڃندا آهن. اِئين نه ٿئي، اِن لاءِ هن گرنٿ ۾ سڀني هلندڙ مَتن جي وشيه ۾ ٿورو لکيل آهي. اِنهيءَ منجهان ئي باقي وشين جو انومان ڪري سگهجي ٿو ته اُهي سچيون آهن يا ڪوڙيون.

## ٦. شاسترارٿ دوارا سچ ڪوڙ جو نرڻيه ڪريو

جيڪي به سڀني جي مَتن جون سچيون ڳالهيون آهن سي ته سڀني ۾ هڪ جهڙيون آهن. جهڳڙو ڪوڙين ڳالهين تي ٿيندو آهي، اَٿوا هڪ سچو ۽ ٻيو ڪوڙو هجي ته به ٿورڙو وادوواد هوندو آهي. جي وادي [مت جي وڪن ڪرڻ وارا] ۽ پرتي وادي [شنڪائون ڪرڻ وارا] سچ ۽ ڪوڙ جي نرڻيه ڪرڻ لاءِ وادوواد ڪندا ته اَوس نشچو ٿي پوندو. هاڻي آءٌ هن **تيرهين** سملاس ۾ عيسائي مت جي وشيه ۾ ٿورڙو لکي سڀني جي اڳيان رکان ٿو. وچاري ڏسو ته ڪيئن آهي؟ سياڻن اڳيان گهڻي لکڻ جي گهرج ئي ڪهڙي؟



539

# ओ३म्

## ٽيرهون سمولاس

## عيسائي مت جي وشين جي پريکشا ٿا ڪريون

هاڻي عيسائي مت جي وشيه لئي ٿا لکون. جنهن مان سڀئي سمجهي وٺندا ته سندن مت نردوش ۽ سندن بائيبل پستڪ ايشور ڪرت آهي يا نه؟ بائيبل منجهان پهريائين "توريت" جي وشيه لئي لکيو وڃي ٿو.

۱. سرشٽيءَ اُتپتي:- آرنڀ ۾ ايشور آڪاش ۽ پرٿويءَ کي اُتپن ڪيو. ۽ پرٿوي بي ڊول ۽ سنسان هئي، ۽ گهرائي ❋ مٿان اونڌهه هئي. ۽ ايشور جي آتما ● پاڻيءَ مٿان لڏي. [پيدائش جو ڪتاب] باب ۱ آيتون ۱–۲.

**سميڪشڪ:-** ⌘ آرنڀ ڇا کي ٿا چئو؟

**عيسائي:-** سرشٽيءَ جي پهرين اُتپتيءَ کي.

**سميڪشڪ:-** ڇا اهائي سرشٽي پهريائين اُتپن ٿي آهي ۽ اُن کان اڳي ڪڏهن نه ٿي هئي؟

**عيسائي:-** اسان کي سڌ ڪانهي ته ٿي هئي يا نه! ايشور ٿو ڄاڻي!

**سميڪشڪ:-** جي نٿا ڄاڻو ته هن پستڪ تي وشواس ڇو ڪيو اٿو؟ جنهن [پستڪ] مان سنديهه جو نوارڻ ٿي نٿو سگهي. اُنهيءَ پروسي لوڪن کي اُپديش ڪري هن سنديهه سان پورن مت ۾ ڇو ٿا ڦاسايو؟ وري سڀني سنديهن کان آجي ۽ سڀني شنڪائن جي نورتي ڪرڻ واري ويد مت کي ڇو نٿا گرهڻ ڪريو؟ جڏهن اوهان کي ايشور جي سرشٽي رچنا جي سڌ ڪانهي، ته ايشور کي ڪئن ڄاڻندا هوندا؟ ■ آڪاش ڇا کي ٿا مڃو؟

**عيسائي:-** پولار ۽ جيڪي مٿي آهي تنهن کي

---

❋ گهرائي = انگريزي Deep آهي جنهن جي معنيٰ گهرائي ۽ سمنڊ ٻئي آهن. اهو ترجمو پادرين ڪيو آهي ۽ نه رشي دياننده.

گهرائي معنيٰ سمنڊ جي گهرائي.

● انگريزيءَ ۾ Waters آهي، يعني جمع آهي. معنيٰ تيئندي سمنڊ ڇو ته پرٿويءَ تي سمنڊ گهڻا آهن.

⌘ سميڪشڪ = جاچ ڪندڙ يا سچ جو ڳولائو. اهو شبد پستڪ جي ليکڪ ارٿات رشي دياننده لاءِ ڪم آندل آهي.

■ آڪاش شبد جا ٻه ارٿ آهن. هڪ اوڪاش=مڪان جنهن کي انگريزيءَ ۾ Space ڪوٺيندا آهن. ٻيو اتي سوکم تت جنهن منجهان ٻيا تت پيدا ٿيا. اُنهيءَ کي انگريزيءَ ۾ Ether ڪوٺيندا آهن.

**سمڪشڪ:-** پولار جي اُپٽي ڪهڙيءَ ريت ٿي؟ ڇاڪاڻ ته هي وِيو [سروويا پڪ] پدارٿ اُني سوکشم آهي ۽ هيٺ مٿي هڪ جهڙو آهي. جڏهن آڪاش نه نڪهيو هو، تڏهن پولار يا آڪاش هو يا نه؟ جي نه هو ته جڳت جو ڪارڻ ايشور ۽ جيو ڪٿي رهندا هئا؟ ٻيا آڪاش جي ڪو به پدارٿ ٽڪي نٿو سگهي. تنهنڪري اوهانجي بائيبل جو ڪٿن نيڪ نه آهي! [ڇا] ايشور بيڊول ۽ سندس گيان ۽ ڪرم به بيڊول ٿيندا آهن، اُتوا سيئي بيڊولا ئتا آهن؟

**عيسائي:-** ڊول وارا ٿا ٿين.

**سمڪشڪ:-** پوءِ اُتي اِئين ڇو لکيائين ته ايشور جي ٻطاپل پرتوي "بيڊول هئي"؟

**عيسائي:-** "بيڊول" جو اَرٿ آهي ته هيٺ مٿي هئي، سنئين سڌي نه هئي!

**سمڪشڪ:-** پوءِ نيڪ ڪنهن ڪئي؟ ۽ ڇا هيئنر به هيٺ مٿي نه آهي؟ ايشور جو ڪم بيڊول اِنڪري نٿو ٿي سگهي، جو هو سڀڪجهه ڄاڻندڙ آهي ۽ سندس ڪم ۾ نه ڀل نه چوڪ ٿي سگهي ٿي. پر بائيبل ۾ ايشور جي سرشٽي بيڊول ڄاڻايل آهي، تنهنڪري هيءُ پستڪ ايشورڪرت ٿي نٿو سگهي؟ پهرين ٻڌايو ته ايشور جي آلما وستو ڪهڙي آهي؟

**عيسائي:-** چيتن!

**سمڪشڪ:-** هوءَ ساڪار آهي يا نراڪار؟ ۽ وياپڪ آهي يا هڪ ديشي؟

**عيسائي:-** نراڪار، چيتن ۽ وياپڪ آهي. پر ڪنهن هڪڙي سنائي پربت ۽ چوٿين آسمان آدي اِستانن ۾ مکيه ڪري رهندو آهي.

**سمڪشڪ:-** جي نراڪار آهي ته ڪيس ڏٺو ڪنهن؟ وري وياپڪ جو جل تي لڏڻ ڪڏهن ٿي نٿو سگهي. ڀلا جڏهن ايشور جو آلما جل تي ٿي لڏيو، تڏهن ايشور ڪٿي هو؟ هن مان اِهو ثابت ٿو ٿئي ته ايشور جو شرير ڪنهن ٻئي اِستان تي ٽڪيل هوندو. اُتوا پنهنجي آلما جي هڪ ٽڪر کي پاڻيءَ لاءِ لوڏايو هوندائين. جي اِئين آهي ته [ايشور] وِڀُو ۽ سروگيه ڪڏهن ٿي نٿو سگهي. جي وِڀُو نه آهي، ته جڳت جي رچنا، ڌارڻ، پالڻ، جيون جي ڪرمن جو پربند ۽ پرلئه ڪڏهن ڪين ڪري سگهندو، ڇو ته جنهن پدارٿ جو سروُپ هڪ ديشي، تنهنجا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ به هڪ ديشي ٿيندا آهن. جي اِئين آهي ته هو ايشور ٿي نٿو سگهي. ڇو ته ايشور سروويا پڪ، اَننت گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ وارو، سچدانند سروُپ نتيه، شڌ، ٻڌ [گياني] مڪت سڀاو [سڀاو ڪري ٻنڌڻن کان نيارو] اَنادي ۽ اَننت آدي گڻن وارو ويدن ۾ چيو ويو آهي! تنهنڪري ٿي مڃڻ ڪري اوهانجو ڪلياڻ ٿيندو ۽ نه ٻئي پرڪار.

٣. **پرڪاش ڪئن اُٿپن ٿيو:-** ۽ ايشور چيو ته سوجهرو ٿئي، ۽ سوجهرو ٿي پيو. ۽ ايشور سوجهري کي ڏٺو ته چڱو آهي. [پيدائش جو پستڪ] باب ١، آيتون ٣-٤.

**سميڪشڪ:-** ڇا ايشور جي ڳالهه جڙ رُوپي سوجهري ٻڌي ورتي؟ جي ٻڌي هوائين ته هن سمي به سج، ڏيئي ۽ اَگنيءَ جو پرڪاش اَسانجون ۽ اُوهانجون ڳالهيون ڇو نٿو ٻڌي؟ پرڪاش جڙ ٿيندو آهي، هو ڪڏهن به ڪنهنجي ڳالهه ٻڌي نٿو سگهي. ڇا ايشور سوجهري کي ڏسڻ کان پوءِ ٿي سمجهيو ته سوجهرو چڱو آهي؟ پهرين ڪونه ڄاڻندو هو؟ جي سڌ هجيس ها ته ڏسي

ڇو چوي ها ته چڱو آهي؟ جي نه ڄاڻندو هو ته هو ايشور ئي نه آهي! تنهنڪري نه اوهانجو بائيبل ايشور جي واڻي آهي ۽ نه منجهس ڄاڻايل ايشور سروڄڻ [ڄاڻي ڄاڻڻهار] آهي.

**٣. پاڻين جي وچ ۾ آڪاش :-** ۽ ايشور چيو ته پاڻين جي وچ ۾ آڪاش ٿئي ۽ پاڻين کي پاڻين کان ورهائي. [٦] ۽ ايشور آڪاش کي ٺاهيو، ۽ آڪاش جي هيٺين پاڻين کي آڪاش جي مٿين پاڻين کان ڌار ڪيو، ۽ ائين ئي ٿيو. [٧] ۽ ايشور آڪاش کي سوَرڳ [ڪري] ڪوٺيو ۽ سانجهي ۽ صبح ٻيو ڏينهن ٿيو [٨]. باب ١ آيتون ٦-٨.

**سميڪشڪ:-** ڇا آسمان ۽ پاڻيءَ به ايشور جي ڳالهه ٻڌي ورتي؟ ۽ جي جل جي وچ ۾ آڪاش نه هجي ها ته جل رهيئي ڪٿي ها؟ پهرينءَ آيت ۾ لکيل آهي ته آڪاش کي ٺاهيو هئائين. ٻيهر آڪاش کي ٺاهڻ وئرٿ چيو. جي آڪاش کي سرڳ ڪوٺيائين، اهو ته سرو وياپڪ آهي، تنهنڪري هر هنڌ سرڳ ٿيو. پوءِ 'سرڳ مٿي آهي' ائين چوڻ وئرٿ آهي. جڏهن سج اڃا ٺهيو ئي نه هو، ته پوءِ ڏينهن رات ڪٿان ٿي ويا؟ اهڙيون اڻ ٺهڪيون ڳالهيون ايندڙ آيتن ۾ [پڻ] ڀريل آهن.

**٤. آدم کي پاڻ جهڙو ٺاهيائين :-** جڏهن ايشور چيو ته اسين آدم* کي پنهنجي سروپ ۾ پاڻ جهڙو بڻايون [٢٦]. تڏهن ايشور آدم کي پنهنجي روپ ۾ اُتپن ڪيو. هن کين نر ۽ ناري بڻايو [٢٧]. ايشور اُنهن کي آسيس ڏني [٢٨]. باب ١، آيتون ٢٦-٢٧-٢٨.

**سميڪشڪ:-** جي آدم کي ايشور پنهنجي سروپ ۾ ٺاهيو آهي، ته ايشور جو سروپ پوتر، گيان سروپ، آنند مه آدي گڻن وارو هئڻ ڪري ان جهڙو آدم ڇو نه ٿيو؟ جي نه ٿيو ته [سڌ آهي] ته ايشور جي سروپ ۾ [آدم] نه ٺهيو. وري [جي] آدم کي [پنهنجيءَ شڪل تي] ٺاهيائين، ته ڄڻڪ ايشور پنهنجي سروپ کي اُتپن ٿيندڙ ڪيو. پوءِ [ڀلا] هو انتيه [فاني] ڇو نه آهي؟ وري آدم کي اُتپن ڪٿان ڪيائين؟

**عيسائي-** مٽيءَ مان ٺاهيائين.

**سميڪشڪ-** مٽي ڇا مان ٺاهيائين؟

**عيسائي-** پنهنجي قدرت اَرٿات شڪتيءَ سان.

**سميڪشڪ-** ايشور جي شڪتي اَنادي آهي يا نه؟

**عيسائي-** اَنادي آهي.

**سميڪشڪ-** جي اَنادي آهي ته جڳت جو [اُپادان] ڪارڻ سناتن ❋ [سدا] ٿيو! پوءِ اڀاو [نيستيءَ] منجهان ڀاو [هستي] ڇو ٿا مڃو؟

**عيسائي-** سرشٽيءَ کان اڳي ايشور بنا ڪو به پدارٿ نه هو.

---

* انگريزي بائيبل ۾ "MAN" شبد آهي نه "ADAM" پر اُنجو ترجمو هر هنڌ آدم ڪيل آهي. آدم سنسڪرت جو شبد آهي [آد=آرمڀ وارو ۽ م=منش] ارٿات هن ڀوڳول ۾ پهريون يا پهريائين پيدا ٿيل ماڻهو. 'आदिम=آدم' شبد جي معنيٰ "پهريون يا پهرين" آهي. [ڪٽپتراو]

❋ سناتن = اَنادي جنهنجو آرنڀ نه ٿيو هجي.

**سميڪشڪ:-** جي نه هو ته هيءُ جڳت ڪٿان ٿيو؟ وري ايشور جو سامرٿ دروبه ❊ آهي يا گڻ؟ جي دروبه آهي ته [ڇهو ته] ايشور کان ڀن ٻيو پدارٿ به هو. پر جي گڻ آهي ته جيئن روپ مان اکيون ۽ رس مان جل ٺهڻ نٿو سگهي، تيئن گڻ مان دروبه به ڪڏهن ٿي نه سگهندو. وري جي ايشور منجهان جڳت ٺهيل هجي ها، ته ان ۾ ايشور جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ وارو هجي ها. پر ڇاڪاڻ ته جڳت ۾ ايشور جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ نه هئڻ ڪري، پڪ ٿئي ٿي ته اهو ايشور مان ٺهيل نه آهي، پر جڳت جي ڪارڻ يعني پرماڻن آدي نالي وارن جڙ [وستن] مان ٺهيو آهي. جڳت جي اُتپتيءَ [جو ورڻن] جيئن ويد آدي شاسترن ۾ لکيل آهي، تيئن ئي مڃو. ان انوسار ايشور جڳت کي ٺاهيندو آهي. جيڪڏهن آدم جو اندريون سوروپ جيو ۽ ٻاهريون ماڻهوءَ جهڙو آهي، ته ايشور جو سوروپ اهڙو ڇو ڪين آهي؟ ڇو ته آدم ايشور جهڙو ٿيو، ته ايشور اوس آدم جهڙو ٿي هئڻ کپي!

**٥. مڙس جو پيدا ٿيڻ:-** تڏهن ● پرميشور ايشور ڌرتيءَ جي ڌوڙ منجهان ◻ آدم کي ٺاهيو، ۽ سندس نڪن ۾ جياپي جو ساهه ڦوڪيو ۽ آدم جيئرو پراڻ ✖ ٿيو [٧] ۽ پرميشور ايشور عدن★ ۾ اوڀر پاسي هڪ باغ لڳايو، ۽ اُن آدم کي، جنهن کي هن ٺاهيو هو، تنهن ۾ رکيو. [٨] ۽ اُن باغ جي وچ ۾ ان جياپي جي وڻ ۾ چڱي مندي جي گيان جو وڻ ڌرتيءَ مان اُپايو [٩] باب ٢، آيتون ٧، ٨ ۽ ٩.

**سميڪشڪ:-** جڏهن ايشور عدن ۾ باغ ٺاهي تنهن ۾ آدم کي رکيو، تڏهن ڇا ايشور نٿي ڄاتو ته کيس وري هتان ڪڍڻو ٿي پوندو؟ وري جي ايشور آدم کي ڌوڙ منجهان ٺاهيو، ته هو ايشور جو سوروپ ڪيئن ٿي ٿو؟ پر جي آهي، ته ايشور به ڌوڙ منجهان ٺهيل هوندو. سندس نڪن ۾ ايشور جيڪو ساهه ڦوڪيو، سو ساهه ايشور جو سوروپ هو يا ٻيو ڪجهه؟ جي ڀن هو ته ايشور آدم جي سوروپ ۾ نه ٿيو! پر جي ساڳيو [ايشور جو سوروپ] هو ته آدم ۽ ايشور هڪجهڙا [سڌ ٿيا]! وري جي هڪجهڙا آهن ته جنم، مرڻ، واڌارو، گهاٽارو، بک، اُڃ آدي دوش آدم جيان ايشور ۾ به ايندا. پوءِ هو ايشور ڪيئن ٿي سگهندو؟ تنهن ڪري توريت جي هيءَ ڳالهه ٺيڪ نٿي ڏسجي، ۽ هيءُ پستڪ به ايشور ڪرت نه آهي.

**٦. استريءَ جي اُتپتي:-** پرميشور ايشور، آدم کي گهريءَ ننڊ ۾ وڌو ۽ هو سمهي

❊ دروبه = پدارٿ جنهن ۾ ڪي گڻ هجن.

● انگريزي بائيبل موجب "۽" ٺيڪ گهرجي.

◻ اُنهن پنجني جاين تي انگريزي بائيبل ۾ "MAN=ماڻهو" شبد آهي ۽ نه "ADAM" آدم"، "MAN" معنيٰ "انسان ذات" به ٿي سگهي ٿي، تنهنڪري ولندڪ ڌرم وارا ۽ سائنسدان جو سرشٽيءَ جي آد ۾ يڪدم گهڻن ماڻهن جو پيدا ٿيڻ ٿا مڃين، تنجي به مٿيان حوالا تائيد ٿا ڪن. (ڪٽپترا و)

✖ انگريزيءَ ۾ SOUL = روح آهي.

★ "عدن" شبد سنسڪرت جي "उद्यान = اُديان" ارٿات باغ جو بگاڙ آهي.

پيو. تڏهن سندس پاسرين مان هڪ پاسري ڪڍي ۽ اُنجي جاءِ تي ماس ڀري ڇڏيو. [٢١] ۽ پرميشور ايشور آدم جي اُن پاسريءَ منجهان هڪ ناري ٺاهي، ۽ کيس آدم وٽ وٺي آيو [٢٢] باب ٢ آيتون ٢١-٢٢.

**سمڪشڪ-** جي ايشور آدم کي ڌوڙ منجهان ٺاهيو، ته سندس استريءَ کي ڌوڙ منجهان ڇو نه بڻايو؟ وري جي نار کي هڏي مان ٺاهيائين ته آدم کي هڏي مان ڇو نه بڻايائين؟ وري جئن نر مان نڪرڻ ڪري ناري * نالو پيو، تئن ناريءَ منجهان به نر تي نالو پوڻ کپي، ۽ سندن هڪ ٻئي سان پريم به رهڻ کپي! جئن استريءَ سان پرش پريم ڪري، تئن پرش سان استري به پريم ڪري! ڏسو ودوان لوڪو! ڪيئن نه [عيسائين جي] ايشور جي پدارٿ وديا ۽ فلاسافي جهلڪا ڏيئي رهي آهي. جي آدم جي هڪ پاسري ڪڍي ناري ٺاهي هوائين، ته سيني ماڻهن جي هڪ پاسري گهٽ ڇو نه ٿي ٿئي؟ استريءَ جي شرير ۾ به رڳي هڪڙي پاسري تيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته هوءَ هڪڙيءَ پاسريءَ مان ٺهيل آهي. ڇا جنهن سامگريءَ [مصالح] مان سڄو جڳت ٺاهيائين، تنهن سامگريءَ منجهان استريءَ جو شرير ٺهي نٿي سگهيو؟ اُن مان [سڌ ٿيو] ته بائيبل سرشٽي وديا [قانون قدرت] جي اُبتڙ آهي.

**٧. استريءَ، نانگ ۽ آدم کي پاراتا:-** ۽ نانگ پرٿويءَ جي هر هڪ جانور کان، جن کي پرميشور ايشور بڻايو هو، چالاڪ هو. ۽ هن ناريءَ کي چيو ته ڇا سچ پچ ايشور چيو آهي، ته اوهان هن باغ جي هر ڪنهن وڻ منجهان نه کائو؟ (١) ۽ استريءَ نانگ کي چيو ته اسين هن باغ جي وڻن جا ميوا کائون ٿا. (٢) سواءِ ان وڻ جي ميوي جي، جو باغ جي وچ ۾ آهي. ايشور چيو آهي ته اوهان اُنکي نه کائو ۽ نه ڇهو، جو متان مري وڃو. (٣) ۽ نانگ استريءَ کي چيو ته پڪ اوهين ڪو نه مرندا. (٤) ڇاڪاڻ ته ايشور ڄاڻي ٿو ته جنهن ڏينهن [اوهين] اهو کائيندا، اوهانجون اکيون کلي وينديون ۽ اوهين ايشور● جيان چڱي مٺي جا سمجهندڙ ٿيئي پوندا. (٥) ۽ جئن ئي استريءَ ڏٺو ته اهو وڻ کائڻ ۾ چڱو، ڏسڻ ۾ سهڻو ۽ ٻڌيءَ ڏيڻ لاءِ چڱو آهي، ته سندس ميون مان ڪٽي [ڀاڻ به] کاڌو ۽ پنهنجي مڙس کي به

* اعتراض اهو آهي ته پهريائين آدم کي ڇو پيدا ڪيو ويو ۽ اُن لاءِ ٿاٻتي کهڙي آهي؟ کو جواب ڏيندو ته زال جو نالو "ناري" هئڻ ان ڳالهه جي ثابتي آهي، ڇاڪاڻ ته "نر" شبد مان "ناري" شبد ٺهيو آهي. ان تي اعتراض ٿيندو ته "ناري" شبد مان به "نر" ٺهي ٿو سگهي! وري بائيبل موجب زال کي آدم جي اَڪيلائي هٽائڻ ۽ دل وندرائڻ لاءِ پيدا ڪيل آهي. پر اهو ڪو زبردست دليل ڪونهي، ڇاڪاڻ ته ساڳيءَ ريت ناريءَ جي اڪيلائيءَ کي دور ڪرڻ ۽ ساڻس پريم ڪرڻ لاءِ مڙس کي به پيدا ڪري ٿو سگهجي! تنهنڪري آدم ۾ پهريائين پيدا ڪرڻ جو ڪو به زبردست ڪارڻ ٻڌائڻ گهربو هئو. [اُڙدوءَ جي آڌار تي.] ان بابت وڌيڪ ڏسو پيدائش باب ٢ جون آيتون ٢٣-٢٤.

● انگريزي بائيبل جا اکر آهن:- 'Ye shall be as goods, knowing & evil' جنهنجو انواد ٿيڻ گهرجي "اوهين ديوتائن جهڙا چڱي مٺي جا ڄاڻو ٿي پوندا." [گڏپترا]

ڏنو* ۽ هن کاڌو. (٦) ۽ اُنهن ٻنهي جون اکيون کليون، ۽ کين خبر پيئي ته اسين اُگهاڙا آهيون ۽ اُنهن انجير جا پن هڪ ٻئي سان ڳنڍي سبي، پاڻ لاءِ ٿهه بند [گوڏيون، ننڍيون ڌوتيون] ٺاهيون. (٧) ۽ پرميشور ايشور نانگ کي چيو ته ڇاڪاڻ ته تو اِئين ڪيو آهي، تنهنڪري تون سڀني چوپاين ۽ جهنگ جي سڀني جانورن کان وڌيڪ ملعون [پاراتو ڏنل] ٿئين ۽ تون پنهنجي پيٽ ڀر هلندين، ۽ پنهنجي سڄي آيُو مٽي کائيندو رهندين. (١٤) ۽ آءٌ تنهنجي ۽ استريءَ جي وچ ۾، ۽ تنهنجي اولاد ۽ استريءَ جي اولاد جي وچ ۾ دشمني وجهندس. هوءَ تنهنجو مٿو چيڀيندي ۽ تون سندس کڙيءَ ۾ ڏنگيندين. (١٥) استريءَ کي اُن چيو ته تنهنجي گرڀ ۾ [۽ اُن ۾ تنهنجن] دکن کي ڏاڍو وڌائيندس، ۽ تون تڪليف سان ٻار ڄڻيندينءَ ۽ مڙس لاءِ اِڇا ڪندي رهندينءَ، ۽ هو توتي حڪم هلائيندو. (١٦) آدم کي اُن چيو ته ڇاڪاڻ ته تو پنهنجيءَ استريءَ جي ڳالهه مڃي، اُن درخت منجهان کاڌو آهي، جنهن لاءِ مون توکي حڪم ڪيو هو ته ان مان نه کائج، تنهنڪري تنهنجي سببان ڌرتي لعنتي ٿي، پنهنجي سڄي عمر تون اُن مان تڪليف سان کائيندين. (١٧) هوءَ تو لاءِ ڪنڊا ۽ اونٽ ڪٽارا● پيدا ڪندي، ۽ تون ٻنيءَ جو ساڳ پاڄيون کائيندين (٨).

(پيدائش باب ٽيون) آيتون ١ کان ٧ ۽ ١٤ کان ١٨.

**سميڪشڪ:-** جي عيسائين جو ايشور سروگيه هجي ها ته هن چالاڪ نانگ ارٿات شيطان کي ڇو ٺاهي ها. پر جي ٺاهيو اٿس ته ايشور ئي ڏوهاري آهي! ڇاڪاڻ ته جي هو کيس ڇڙو نه بڻائي ها، ته هو ڇڙائي ڪري ڇو ها؟ وري اڳ ۾ پيدا ٿيل ئي ڪونه هو ته ٻيا ڏوهه ڪرڻ جي کيس پاپي ڇو بڻايو ويو؟ وري سچ پڇو ته هو نانگ هو ئي ڪونه، بلڪ ماڻهو هو! ڇاڪاڻ ته جي ماڻهو نه هجي ها، ته ماڻهن جي ٻولي ڪٿان ڳالهائي سگهي ها؟ وري شيطان ته اُنکي ڪوڙ ڪيِي، جو پاڻ ڪوڙو هجي ۽ ٻئي کي ڪوڙ تي هلائي! پر اِتي ته شيطان سچو [هو]! انڪريئي اُن هن استريءَ کي ڪونه ڀرغلايو، بلڪ سچ پچ چئي ڏنائين! پاڻ ايشور آدم ۽ هوا سان ڪوڙ ڳالهايو، ته اُنجي کائڻ ڪري اوهين مري ويندا! جيڪڏهن وڻ گيان جو ڏيندڙ ۽ اَمر ڪندڙ هو، ته سندس ڦل کائڻ کان روڪ ڇو ڪيائين؟ پر جي روڪيائين ته اهڙو ايشور ڪوڙو ۽ ڀرغلائيندڙ ثابت ٿيو، ڇاڪاڻ ته اُن وڻ جا ڦل منشن کي گيان ۽ سک پهچائيندڙ هوا، ۽ نه اگيان ۽ موت ڏيندڙ! پر جي ايشور ڦل کان روڪ ڪئي، ته ان وڻ کي پيدا ڇو ڪيائين؟ جي پاڻ لاءِ اُپن ڪيائين، ته ڦر کائڻ ۾ ڏرو ٻـ

---

* هٿ انگريزيءَ ۾ with her شبد پيل آهي، جنهنجو اَرٿ ٿيندو ”جو اُن سان گڏ هو“.

● هنديءَ ۾ اونٽ ڪٽارا، اونٽ ڪٽرا يا اونٽ ڪٽيلا هڪ مشهور ڪنڊن واريءَ ٻوٽيءَ جو نالو آهي، جا هڪ وال دگهي ٿي ٿئي، ۽ جنهنجي پنن ۽ شاخن تي تمام گهڻا ڪنڊا ٿا ٿين. سندس گل اَڇا ۽ هيٺيا ٿيندا آهن، ڦر اکروٽ جيڏو هرهڪ شاخ تي لڳل هوندو آهي، جنهن ۾ اُن جهڙي اَڇي شيءِ ڀريل هوندي آهي. سنسڪرت ۾ उष्ट्र कंट=اُشٽرڪنٽ. فارسيءَ ۾ اشترخار ۽ اَنگريزيءَ ۾ Thistle چوندا اٿس. [گٺپتراو]

پاپ نہ ٿيو! وري ھن زماني ۾ نہ ڪو بہ وڻ گيان ڏيندڙ ۽ موت آڻيندڙ ڏسڻ ۾ ٿو اچي! ڇا ايشور سندس ٻج بہ نابود ڪري ڇڏيو آھي؟ اھڙين ڳالھين ڪرڻ ڪري تہ ماڻھو بہ فريبي ۽ مڪر ڪندڙ [سڏ] ٿو ٿئي، پوءِ ايشور ليکڻ ڇو نہ ٿيو؟ جو ٻئي سان ڇل ۽ ڪپٽ ڪندڙ، سو ڇلي ۽ ڪپٽي ڇو نہ ٿيندو؟ وري جو انھن ٽنھي کي پاراتو ڏنائين، سو بہ بنا ڏوھ جي! پوءِ پلا ايشور انياءَ ڪندڙ [ڪين ٿيو]؟ اھي پاراتا تہ ايشور کي لڳڻ کپن، ڇاڪاڻ تہ اُن ڪوڙ ڳالھايو ۽ کين ورغلايائين!

وري ھيءَ فلاسافي تہ ڏسو! ڇي بنا ڪشت جي گرڀ [حمل] رھي ٿي سگھي، ۽ ٻار ڄڻي سگھبو ھوا ۽ بنا پرشارٿ جي ڪو پنھنجي روزي ڪمائي بہ سگھي ٿو؟ ڇا اڳي ۾ ڪانڊيرا وڻ ڪين ھئا؟ وري جي ساڀون ڀاڄيون کائڻ منش لاءِ ايشور جي چوڻ موجب جائز ٿيون آھن، تہ اڳتي ھلي جو بائيبل ۾ ماس کائڻ لکيل آھي، سو ڪوڙ ڇو نہ سمجھجي؟ ڀر جي اھو سچ آھي تہ ھيءَ ڪوڙ ليکبو!

جڏھن آدم جو ڪو بہ اَپراڌ سڌ نٿو ٿئي، تہ عيسائي لوڪ سڀني منش کي آدم جي اولاد ھجڻ سببان اَپراڌي ڇو ٿا چون؟ پلا اھڙو پستڪ ۽ اھڙو ايشور ڪڏھن بڌيمانن جي مڃڻ جوڳيہ ٿي بہ سگھندو؟

۸. **ايشور جو آدم سان دويش**:- ۽ پرميشور ايشور چيو تہ ڏسو! آدم چڱائيءَ ۽ مدائيءَ کي سڃاڻڻ لاءِ اسان مان ھڪڙي جھڙو بڻجي پيو آھي؛ ۽ متان ھينئر ھو پنھنجو ھٿ ڊگھيري جياپي جي وڻ مڃھان بہ پٽي کائي ۽ امر ٿي پوي [۲۲]. تنھڪري پرميشور ايشور آدم کي ڪڍي ڇڏيو؛ ۽ اُن عدن جي باغ جي اُڀرندي پاسي کان ڪيروبيمن ❋ کي ھڪ ٻرندڙ ترار سان جا چوڌاري گھمندي ھئي، مقرر ڪيو، اللہ تہ جياپي جي وڻ جي واٽ جي رکيا ٿئي [۲۴]. (پيدائش باب ٽيون آيتون ۲۲-۲۳)

**سميکشڪ**:- پلا ايشور کي اھڙو حسد ڇو ٿيو، ۽ اھڙو شڪ ڇو پيو تہ آدم گيان ۾ اسان جھڙو ٿي پيو؟ ڇا ھيءَ ٻڇڙي ڳالھہ ھئي؟ اھڙو شڪ ئي ڇو ٿيس؟ ڇاڪاڻ تہ ايشور جو مٽ ڪڏھن بہ ڪو بڻجي نٿو سگھي. پر ھن ليکہ مان اھڙو بہ ثابت ٿي سگھيٿو، تہ ھو ايشور نہ ھو بلڪ ڪو خاص ماڻھو ھو! بائيبل ۾ جتي جتي ايشور جو بيان ٿو اچي، اُتي اُتي ھو ماڻھن جي [بيان] جھڙو ئي لکيل آھي! ھينئر ڏسو! آدم جي گيان جي واڌاري ۾ ايشور ڪيڏو نہ دکي ٿيو! وري امر وڻ جي ڦل کائڻ [جي ويچار تي ئي] ايشور ڪيڏو نہ حسد ڪيو! وري جڏھن پھريائين آدم کي باغ ۾ ٿي رکيائين، تڏھن آئينده جو اھو گيان ڪيس ھو ئي ڪونہ، تہ آدم کي وري باغ مان ڪيڏو پوندو! وري جو چلڪندڙ ✖ ترار جو پھرو رکيائين، سو بہ ماڻھوءَ جو ئي ڪم آھي ۽ نہ ايشور جو. (۸)

۹. **مسائي ايشور جو گوشت جي قرباني قبول ڪرڻ**:- ۽ ڪيترن ڏينھن کان

❋ Cherubims=ڪيروبيم=ٻئي درجي وارن ٽون قسمن جي فرشتن مان ھڪڙو.
✖ انگريزي لفظ آھي 'Flaming Sword'=ٻرندڙ يا شعلي ڏيندڙ ترار.

پوءِ ائين ٿيو جو ڏڪرليءَ جي ميوَن منجهان پرميشور لاءِ قاين * ڀيٽا آندي. [٣] ۽ هابيل به پنهنجي ڌڻ منجهان ڀهريون ڇاول ۽ ٿلهيون ٿلهيون رڍون آنديون. ۽ پرميشور هابيل ۽ سندس قربانيءَ جو آدر ڪيو. [٤] پر قاين ۽ سندس ڀيٽا جو ستڪار نه ڪيو. جنهن ڪري قاين گهڻو ڪاوڙيو ۽ منهن گهنجايو. [٥] ۽ پرميشور قاين کي چيو ته تون ڪاوڙيو ڇو آهين؟ ۽ منهن ڇو پيلو ڪيو اٿئي؟ [٦] (پيدائش باب چوٿون آيتون ٣-٤-٥-٦).

**سمِيڪشڪ:-** جي [عيسائن جو] ايشور ماس آهاري نه هجي ها، ته رڍن جو نذرانو نه وٺي ها، ۽ هابيل جو آدر ۽ قاين ۽ سندس ڀيٽا جو نرادر ڇو ڪري ها؟ وري هن جهڳڙي لڳائڻ ۽ هابيل جي موت جو ڪارڻ به ايشور ئي ٿيو! جتي ماڻهو هڪ ٻئي سان ڳالهيون ڪندا آهن، تتي ئي عيسائن جو ايشور به ڪندو آهي. باغ ۾ اچڻ وڃڻ ۽ سندس ناهڻ به ماڻهن جو ڪم آهي! ان مان ظاهر آهي ته هيءَ بائيبل منشيه ڪرت (ٺاهيل) آهي ۽ نه ايشور ڪرت! (٩).

**١٠. هابيل جي رت جو پڪارڻ:-** ۽ پرميشور قاين کي چيو ته تنهنجو ڀاءُ هابيل ڪٿي آهي؟ ۽ هن چيو ته مونکي خبر نه آهي. ڇا آءٌ پنهنجي ڀاءُ جو سنڀاليندڙ آهيان؟ [٩]. تڏهن هن چيو ته تو ڇا ڪيو آهي؟ تنهن جي ڀاءُ جي رت جو آواز ڌرتيءَ منجهان مون کي پڪاري رهيو آهي [١٠]. هينئر تون ڌرتيءَ کان لعنتي بڻئين [١١]. (پيدائش باب چوٿون آيتون ٩-١٠-١١).

**سمِيڪشڪ:-** ڇا ايشور قاين کان پڇڻ بنا هابيل جو حال نه ڄاڻندو هو؟ وري ڇا ڪڏهن ڌرتيءَ منجهان رت به ڪنهنکي پڪاري سگهندو آهي؟ اهي سموريون ڳالهيون اڻ پڙهيل لوڪن جون آهن. تنهنڪري هيءُ پستڪ نه **ايشور** ۽ نه ڪنهن **ودوان** جو ٺاهيل ٿي سگهيٿو! (١٠)

**١١. حنوڪ جو ايشور سان هلڻ:-** ۽ متوسالح جي پيدائش کان پوءِ حنوڪ ٽي سؤ ورهيه ايشور سان گڏوگڏ هلندو ■ هو (پيدائش باب ٥ آيت ٢٢).

**سمِيڪشڪ:-** جي عيسائن جو ايشور منشيه نه هجي ها ته حنوڪ اُن سان گڏوگڏ ڪيئن هلي ها؟ تنهنڪري جو ويدوڪت نراڪار ايشور آهي، تنهنکي ئي عيسائي لوڪ مڃيندا ته سندن ڪلياڻ ٿيندو. (١١)

**١٢. جهوَن کي اُٿڻ ڪري ايشور جو پڇتائڻ:-** ۽ اُنهن [ماڻهن] کي ڪنيائون ڄايون [١] ايشور جي پٽن آدم ● جي ڪنيائن کي ڏٺو ته هو سهڻيون آهن، ۽ اُنهن مان

---

* قرآن شريف ۾ "قاين" کي "قابيل" ڪوٺيل آهي.

■ افسوس آهي ته جن انجيل جو انواد هندستاني ٻولين ۾ ڪيو آهي، تن هن سٽ جو انتري سختيءَ سان اکري انواد ڪيو آهي، جو رشي ديانند سمجهيو ته سچ پچ حنوڪ ايشور سان گڏوگڏ ٽي سؤ سال گهمندو رهيو هو. انگريزي ۾ هن ٽيڪا ڪئي [انگريزي ستيارٿ پرڪاش تان].

● ٻهي جاين تي انگريزي شبد آهن. 'Daughters of man' = ماڻهن جون ڌيئر.

جنکي اُنهن پسند ڪيو، تن سڀني سان وواهه ڪيو. [٢] انهن ڏينهن ۾ پرٿويءَ تي دانو [Giants] ❀ هوا، ان کانپوءِ به جڏهن ايشور جا پٽ آدم● جي ڪنيائن وٽ ويا، ته اُنهن مان ٻار اُپجن ٿيا، جي ٻلوان منشيه هئا، جي پراڻي زماني ۾ ناليرا ٿيا. [٤] ۽ ايشور ڏٺو ته آدم man جي بڇڙائي پرٿويءَ تي ڏاڍو وڌي ويئي آهي، ۽ سندس من جي چنتا ۽ ڀاونا ڏينهون ڏينهن رڳو خراب ٿينديءَ ٿي وڃي. [٥] تڏهن آدم کي پرٿويءَ تي پيدا ڪري ڪري ايشور پڇتايو، ۽ کيس ڏاڍي ڳڻتي لڳي. [٦] تڏهن پرميشور چيو ته آءٌ انسان کي، جنهنکي مون اُپجن ڪيو آهي، پرٿويءَ تان نابود ڪندس، منشيه ۽ پشو ٻنهي ۽ ڪيڙين ۽ ماڪوڙين ۽ پڻ هوا جي پکين کي. ڇاڪاڻ تہ مون انهن کي ناهي پڇتايو آهي. [٧]

(پيدائش باب ٦، آيتون ١-٢-٤-٥-٦-٧)

**سمڪشا:-** عيسائين کان پڇڻ گهرجي تہ ايشور جا پٽ، ايشور جي استري، سس، سهرو، سالو ۽ مائٽ ڪير آهن؟ ڇاڪاڻ تہ هيئنر تہ منشين جي ڪنيائن سان وواهہ ڪري ايشور سندن مائٽ بڻجي پيو، ۽ انهن مان جي پيدا ٿيا، سي سندن پوٽا! ڇا اهڙيون ڳالهيون ايشور ۽ ايشوري پستڪ جون ٿي سگهن ٿيون؟ البت ايترو ثابت ٿئي ٿو تہ ڪن جهنگلي ماڻهن جو هيءَ تاهيل آهي. هو ايشور ئي نہ آهي، جو سروگيہ نہ آهي. جنهنکي ڀوشيہ [ايندڙ زماني] جي خبر ڪانهي، سو جيو آهي. ڇا جڏهن سرشٽي رچي هئائين، تڏهن کيس خبر ڪانہ هئي تہ آئينده ماڻهو بدڪار ٿيندا؟ ۽ پڇتائڻ، ڏاڍو رنج آدي ٿيڻ ۽ پلي ڪم ڪرڻ ڪري پوءِ پشچاتاپ ڪرڻ آدي عيسائين جي ايشور ۾ ئي ٺهڪي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ عيسائين جو ايشور پورو ودوان ۽ يوگي بہ نہ هو، نہ تہ شانتي ۽ وگيان [گيان] جي دوارا پيدا رنج آديءَ کي هٽائي ٿي سگهيو. ڀلا پشو ۽ پکي بہ بدڪار ٿي پيا؟ جي سندن ايشور سڀکي ڄاڻندڙ هجي ها، تہ اهڙو دکي ڇو ٿئي ها؟ تنهن ڪري نہ هيءَ ايشور ۽ نہ هي ايشور جو تاهيل پستڪ ٿي سگهي ٿو! جئن ويدن ۾ چيل پرميشور پاپ، رنج، ڪشٽ ۽ دک سڀني کان رهت ۽ سچدانند سوروپ آهي، تئن عيسائي لوڪ مڃين ها يا جي هيئنر بہ مڃيندا تہ پنهنجي منشيہ جنم کي سڦل ڪري سگهندا. (١٢)

**١٣. نوح جي ٻيڙيءَ جو ورنن:-** اُن ٻيڙيءَ جي ڊگهائي ٽي سؤ هٿ ٿئي، سندس ويڪرائي پنجاهہ هٿ ۽ سندس اوچائي ٽيهہ هٿ ٿئي. [١٥] تون ٻيڙيءَ ۾ ايندين، تون ۽ تنهنجا پٽ ۽ تنهنجي استري ۽ تنهنجن پٽن جون استريون توساڻ. [١٨] ۽ سڀني شريرن جي هر ڪنهن ساهدار منجهان ٻہ ٻہ هر ڪنهن نموني جا پاڻ سان ٻيڙيءَ ۾ آڻج، جنهنڪري هو توسان گڏ جيئرا رهن؛ اهي نر ۽ ناري هجن. [١٩] پکين منجهان سندن قسمن منجهان، ۽ ڍورن منجهان سندن قسمن منجهان، ۽ پرٿويءَ جي هر ڪنهن چرندڙ جانورن جي سڀني جنسن منجهان، هرڪنهن قسم منجهان ٻہ ٻہ تو سان گڏ اچن جو جيئرا رهن. [٢٠] ۽ تون پاڻ لاءِ کاڌڻ

❀ Giants جو انواد آريہ ڀاشا ۾ "دانو" ۽ اُردو ستيارٿ پرڪاش ۾ (ديو ۽ جن) ارٿات "جبار" ڪيل آهي.

جي سڄي سامگري پاڻ وٽ ڪٺي ڪر، ۽ اُهائي تو لاءِ ۽ اُنهن لاءِ خوراڪ ٿيندي. [۲۱] اهڙيءَ ريت جيئن ايشور کيس سمورو فرمايو تيئن نوح ❋ ڪيو. [۲۲] (پيدائش باب ۶، آيتون ۱۵-۱۸-۱۹-۲۰-۲۱-۲۲).

**سميڪشڪ:-** ڀلا ڪو به ودوان اهڙيءَ وديا ورڌ ۽ اسڀيو ڳالهه چوندڙ کي ايشور مڃي سگهندو؟ ڇاڪاڻ ته ايتريءَ ڊگهائيءَ ويڪرائيءَ ۽ اوچائيءَ جي ٻيڙيءَ ۾ هاٿي هاٿياڻي اُٺ اُٺڻي، وغيره ڪروڙين جانور ۽ سندن کائڻ پيئڻ جون وستو ۽ پڻ [نوح جي] سڄي ڪٽنب جا [ماڻهو] سمائجي به سگهندا؟ تنهڪري هيءَ منش ڪرت پستڪ آهي ۽ جنهن هيءَ لکيو آهي، سو ودوان به نه هو! (۱۳)

**۱۴. ماري ۽ پاراتا ڏيئي ايشور جو پڇتائڻ:-** ۽ نوح پرميشور لاءِ هڪ ويدي ⌘ ٺاهي، ۽ سڀني پاڪ [Clean] جانورن ۽ هر هڪ پوتر پکين مان وٺي هوم جون پيٺائون [سوختني قربانيون] ان ويديءَ ⌘ تي چاڙهيون (۲۰). ۽ پرميشور خوشبوءِ سنگهي، پرميشور پنهنجي من ۾ چيو ته آءٌ منش لاءِ پرٿويءَ کي ڪڏهن به پاراتو نه ڏيندس، ڇاڪاڻ ته من جي ڀاونا بالڪپڻي کان ئي بري آهي، جيئن مون سڀني جيون کي ماريو آهي، تيئن وري ان کان پوءِ ڪڏهن نه ماريندس [۲۱]. (پيدائش باب اٺون آيتون ۲۰-۲۱).

**سميڪشڪ:-** ويديءَ جي ٺاهڻ ۽ هوم ڪرڻ جي بيان مان اِهو ئي سڌ ٿو ٿئي، ته اِهي ڳالهيون ويدن مان ئي بائيبل ★ ۾ ورتيون آهن. ڇا پرميشور کي نڪ به آهي، جنهن سان خوشبوءِ سنگهيائين؟ ڇا هيءَ عيسائين جو ايشور ماڻهوءَ جيان الپڳيه نه آهي، جو ڪڏهن پاراتا ٿو ڏئي، ڪڏهن پڇتائي ٿو، ۽ ڪڏهن چوي ٿو ته پاراتو نه ڏيندس؟ اڳ ڏنو هئائين ته وري به ڏيندو! پهريائين ته سڀني کي ماري ڇڏيائين، ۽ هينئر چوي ٿو ته ڪڏهن نه ماريندس. هي سموريون **ٻاراڻيون** ڳالهيون آهن ۽ نه **ايشور** جون يا ڪنهن ودوان جون! ڇاڪاڻ ته ودوان جي ڳالهه ۽ پرتگيا پڻ پڪي ٿيندي آهي (۱۴).

**۱۵. ماس کائڻ جي آگيا ڏيڻ:-** ۽ ايشور نوح ۽ سندس پٽن کي آسيس ڪئي ۽ کين چيو ته هر هڪ چرندڙ ۽ جيئرو جانور اوهان جي کائڻ لاءِ ٿيندو، مون ساڳين ڀاڄين جيان سڀيئي وستو اوهان کي ڏنيون آهن [۳]. پر ماس سندس جيو ارٿات سندس رت سميت اوهين نه کائيندا [۴]. (پيدائش باب ۹، آيتون ۱-۳-۴).

**سميڪشڪ:-** ڇا هڪڙن کي پراڻن جو ڪشٽ ڏيئي ٻين کي موجون وٺائڻ ڪري عيسائين

---

❋ جنهکي عيسائي ۽ مسلمان 'نوح' ٿا ڪوٺين، سو سنسڪرت ساهتيه ۾ 'منو' ٿو ڪوٺجي.

⌘ انگريزي بائيبل ۾ هتي مٿين ساڳين نشان وارن هنڌن تي 'Alter' لفظ آهي، جنهجو ارٿ اُردو ستيارٿ پرڪاش واري ذبح="اُها جاءِ جتي جانور ڪهجن يا قربان گاهه" ڪئي آهي.

★ پر بائيبل ۾ انهن ڳالهين کي غلط نموني بيان ڪيل آهي، ڇاڪاڻ ته ويدن ۾ جانورن کي ماري هوم ڪرڻ لکيل نه آهي، بلڪ طاقت ۽ خوشبوءِ ڏيندڙ ۽ بيمارين کي ٽاريندڙ شين سان هوم ڪرڻ لکيل آهي. [اُردوءَ تان].

جو ايشور دياهيڻ نہ آهي؟ ڇا ماتا پتا ھڪڙي پٽ کي مارائي، ٻئي کي ڪارائڻ ڪري مهاپاپي نہ بڻبدا؟ ساڳيءَ ريت هيءَ ڳالهہ بہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ايشور لاءِ سڀني پراڻي اولاد جيان آهن. اِئين نہ ٿيڻ ڪري عيسائن جو ايشور ڪاسائن جهڙا ڪم ٿو ڪري! وري سڀني مڻش کي هسڪ بہ اُن ئي بڻايو آهي! تنهنڪري عيسائن جو ايشور نردئي [رحم کان خالي] هئڻ ڪري پاپي ڇو نہ آهي؟ (١٥)

**١٦. ايشور جو ڀاشا بگاڙڻ:-** ۽ سڄيءَ ڌرتيءَ تي ھڪڙي ئي ٻولي ۽ ھڪڙي ئي ڀاشا هئي [١]. پوءِ اُنهن چيو تہ اچو تہ اسان پاڻ لاءِ هڪ شهر ۽ هڪ برج اَڏيون، جنهنجي چوٽي سورگ [آسمان] تائين پهچي ۽ پنهنجو نالو ڪريون، جو متان اسين سڄيءَ ڌرتيءَ تي پکڙجي وڃون [٤] ۽ ايشور اُن شهر ۽ برج کي، جنهن کي آدم جي سنتان ٺاهي رهي هئي، ڏسڻ لاءِ هيٺ لٿو [٥]. ۽ ايشور چيو تہ ڏسو! اِهي منشيہ هڪ ئي آهن، ۽ اُنهن سڀني جي هڪڙي ئي ٻولي آهي ۽ هيٺئر هو هيءَ ڪرڻ لڳا آهن، تنهن ڪري هو جنهن تي مَن لڳائيندا، تنهن کان روڪجي نہ سگهندا [٦]. هلو تہ اسين هيٺ لهون ۽ اُتي سندن ٻوليءَ ۾ مونجهارو پيدا ڪريون، جنهنڪري هڪڙو ٻئي جي ٻولي نہ سمجهي سگهي [٧]. تنهنڪري پرميشور کين اُتان سڄيءَ ڌرتيءَ تي پکيڙي ڇڏيو، ۽ اُنهن شهر ٺاهڻ ڇڏي ڏنو [٨].
(پيدائش باب ١١، آيتون ١-٤-٥-٧-٨).

**سمِيڪشڪ:-** جڏهن سڄيءَ ڌرتيءَ تي هڪڙي ڀاشا ۽ ٻولي ڳالهائبي هوندي، تنهن سمي سڀني مڻش کي هڪ ٻئي مان اَئيمت آنند ايندو هوندو! پر ڪجهہ ڇا؟ هنن عيسائن واري ايشور سڀني جي ٻوليءَ ۾ گڙٻڙ وجهي سڀني جي ستيا ناس ڪري ڇڏي! اُن هيءَ وڏو اَپراڌ ڪيو آهي. ڇا هيءَ شيطان جي ڪم کان وڌيڪ برو ڪم ڪونهي؟ وري اُن مان هيءَ بہ ظاهر ٿئي ٿو، تہ عيسائن جو ايشور سنائي پهاڙ وغيره تي رهندو هو، ۽ ماڻهن جو اُنتي ڪرڻ ڪيس نہ وڻندو هو! هيءَ ڪنهن اَودوان منشيہ کان سواءِ ايشور جي ڳالهہ [ڪيئن ٿي سگهندي؟] ۽ هيءُ ايشور ڪرت پستڪ ڪيئن ٿي سگهندو؟ (١٦).

**١٧. حضرت ابراهيم جو استريءَ کي ڀيڻ ڪوٺائڻ:-** تڏهن اُن پنهنجيءَ اِستري ساره کي چيو تہ ڏس! آءٌ سمجهان ٿو تہ تون ڏسڻ ۾ سهڻي اِستري آهين [١١]. تنهن ڪري اِئين ٿيندو تہ جڏهن مصري ڌوڪي ڏسندا تہ چوندا تہ هيءَ سندن اِستري آهي ۽ مون کي ماري ڇڏيندا، پر توکي جيئرو رکندا [١٢]. ✽ تون چئج تہ آءٌ سندس ڀيڻ آهيان، جنهن ڪري تنهنجي سببان منهنجو ڀلو ٿئي، ۽ منهنجو پراڻ تنهنجي ڪارڻ جيئرو رهي [١٣].
(پيدائش باب ١٢، آيتون ١١-١٢-١٣).

**سمِيڪشڪ:-** ڏسو، ابراهيم عيسائن ۽ مسلمانن جو ڏاڍو مشهور پيغمبر آهي، پر سندس ڪوڙ ڳالهائڻ آدي خراب ڪرم آهن! ڀلا جن جا پيغمبر ئي اهڙا هوندا، تن کي وديا يا ڪلياڻ جو رستو ڪيئن ملي سگهندو؟ (١٧).

---

✽ انگريزي بائيبل ۾ هڪ "I pray Thee = آءٌ توکي منٿ ٿو ڪريان" شبد پيل آهن.

**١٨. ختني جي رسم:-** ۽ ايشور ابراهيم کي چيو تہ تون ۽ توکان پوءِ تنهنجو اولاد ۽ سندن پيڙهيون منهنجي نيم کي مڃينديون [٩]. هيءُ منهنجو نيم جو منهنجي ۽ تنهنجي ۽ توکان پوءِ تنهنجي سنتان جي وچ ۾ آهي، ۽ جو اوهين پاليندا، سو هيءُ آهي، تہ اوهان مان هر ڪنهن نر ٻار [پٽ] جو ختنو ڪيو ويندو [١٠]. ۽ اوهان پنهنجي اندريءَ جي اڳينءَ کل [Fore Skin] جي گوشت کي ڪپيندا، جو منهنجي ۽ اوهانجي وچ ۾ نيم [عهد] جو نيشان ٿيندو [١١]. ۽ اوهان مان جو اٺن ڏينهن جي عمر جو آهي، تنهنجو ختنو ڪيو. اوهان جي پيڙهين مان هرڪو نر ٻار جو گهر ۾ پيدا ٿيو يا ڪنهن اڻواقف ماڻهوءَ کان پئسن تي خريد ڪيل هجي، جو تنهنجي ونش [Seed] جو نہ آهي [١٢]. جو تنهنجي گهر ۾ اُپنو ٿيو هجي، ۽ جو تنهنجي پئسن سان خريد ڪيل هجي، تن جو ختنو اوس ڪجي؛ ۽ منهنجو نيم اوهانجي ماس ۾ دائمي عهد جي روپ ۾ رهندو [١٣]. ۽ جو اڻ ختني نيل پٽ، جنهنجي اندريءَ جي اڳينءَ کل جو گوشت ڪپيل نہ آهي، سو جيو [Soul] پنهنجن ماڻهن کان ڌار ڪيو ويندو، [ان لاءِ تہ] هن منهنجو عهد ڀڳو آهي [١٤]. (پيدائش بابت باب ١٧، آيتون ٩-١٠-١١-١٢-١٣-١٤).

**سمِيڪشا:-** هينئر ڏسو ايشور جي اُبتڙ آگيا! جي ختنو * ڪرڻ ايشور کي منظور هجي ها، تہ اُن کلڙيءَ کي آد سرشٽيءَ ۾ ٺاهي ئي نہ ها! وري هيءَ کلڙي ۾ ساڳيءَ ريت بچاءَ لاءِ ٺاهيل آهي، جئن اکين مٿان پلڪون! هيءَ گپت [پوشيدي] جاءِ بلڪل نرم آهي. جي اُن تي چمڙي نہ هجي، تہ هڪ ڪتيءَ جي چڪ پائڻ ڪري، يا ٿورڙي ڌڪ لڳڻ ڪري ۾ جيڪر ڏاڍي تڪليف ٿئي؛ ۽ پيشاب ڪرڻ کانپوءِ پيشاب جا ڦڙا ڪپڙن تي نہ لڳن وغيره ڳالهين ڪري ٻہ سندس ڪپڻ خراب آهي. وري اڄڪلهہ عيسائي لوڪ هن آگيا کي ڇو نہ ٿا مڃين؟ هيءَ آگيا ٻہ نہ سدا لاءِ آهي. اُن کي نہ مڃڻ ڪري عيسيٰ جي شهادت تہ قانون جي ڪتاب جو هڪ نقطو ٻہ ڪوڙو نہ آهي، ڪوڙي ٿي پيئي، جنهن تي عيسائي لوڪ ڪجهہ ويچار نٿا ڪن! (١٨).

**١٩. ايشور جو مٿي وڃڻ:-** ۽ جڏهن ايشور ابراهيم سان ڳالهيون ڪري چڪو، تہ مٿي هليو ويو. (پيدائش باب ١٧، آيت ٢٢).

**سمِيڪشا:-** ان مان ائين ٿو سڌ ٿئي تہ ايشور يا تہ منشيہ هو يا پکيءَ جهڙو، جو مٿان هيٺ ۽ هيٺان مٿي ايندو ويندو رهندو هو! هي ڪو اندر جالي [شعبده باز] ماڻهوءَ جهڙو ٿو ڏسجي (١٩).

**٢٠. عيسائين جو ايشور ماس آهاري:-** ۽ ايشور کيس ممري جي بلوطن ⌘ ۾ ڏيکاري ڏني؛ ۽ هو [ابراهيم] ڏينهن جو گرميءَ جي وقت پنهنجي تنبوءَ جي دروازي ۾ ويٺو هو [١].

* پيشاب ڪرڻ جي مرداني اَنگ تان پهوڻ ۽ مسلمانن جي مذهبي رسمن موجب کلڙيءَ ڪپائڻ کي انجيل ۾ "ختنو" ڪوٺيل آهي. سنڌي مسلمان اُنکي "طهر" چوندا آهن. [گڏپتراو]

⌘ انگريزي بائيبل ۾ "ممري جي بلوطن" لاءِ "Plains of Mamre = ممري جا ميدان" شبد لکيل آهن. [گڏپتراو].

۽ هن پنھنجون اکيون مٿي کيون ۽ ڏٺو ته ماڙ ! ٽي ماڻهو سندس ويجهو بيٺا آهن، کين ڏسي هو تنبوءَ جي دروازي منجهان کين ملڻ لاءِ ڊوڙيو، ۽ ڌرتيءَ تائين سندن اڳيان جهڪيو [٢]. ۽ چيو ته هي منهنجا خداوند ! جيڪڏهن هينئر مون تي اوهانجي مهربانيءَ جي نظر آهي، ته آءٌ وينتي ٿو ڪريان ته پنهنجي نوڪر کي ڇڏي نه هليا وڃو [٣]. آءٌ عرض ٿو ڪريان ته ٿورو پاڻي آڻيان، جو اوهان پير ڌوئي هن وڻ هيٺان آرام ڪريو [٤] ۽ آءٌ روٽيءَ گره آڻيندس، جو اوهين [کائي] ساهيءَ پٽڻ کانپوءِ اڳتي وڃو، ڇاڪاڻ ته ان لاءِ ئي اوهان پنهنجي نوڪر وٽ آيا آهيو. ۽ انهن چيو ته ڀلا ڪر، جئن تو چيو آهي [٥]. ۽ ابراهيم ساره ڏانهن تنبوءَ ۾ ڊوڙي ويو ۽ چيائينس ته جهٽ ڪر ! ٽي ماڻ اٽي جا ڳوهي ڇلهه تي ڦلڪا پچاءِ [٦]. ۽ ابراهيم ڊوڙيو ڌڻ ڏانهن ۽ هڪ ڪومل چڱو وڇڙو آڻي ڪنهن جوان ماڻهوءَ کي ڏنو، جنهن کيس جلد تيار ڪيو [٧]. ۽ هن مکڻ، کير ۽ وڇڙو جو هن پچارايو هو، سو کنيو ۽ سندن اڳيان رکي، پاڻ سندن ڀرسان وڻ هيٺان بيٺو رهيو، ۽ انهن کاڌو [٨].
( پيدائش باب ١٨، آيتون ١-٢-٣-٤-٥-٦-٧-٨ ).

**سمڪشا**:- هينئر ڏسو سچڻ پرشوا جنجو ايشور ئي وڇڙي جو ماس کائيندو هوندو، تنجا ڀڳت گئو وڇڙي آدي جانورن کي [جيئرو] ڇڏيندا ؟ جنهن ۾ ديا ذري به نه هجي، ۽ ماس کائڻ لاءِ سدا واجهائيندو هجي، سو ڪنهن هندڪ مذهب کانسواءِ ٻيو ڪڏهن ٿي به سگهي ٿو ؟ وري ايشور سان ٻيا ٻه ماڻهو الائي ڪهڙا هئا ؟ ان مان خبر ٿي پوي ته جهنگلي ماڻهن جي ڪا منڊلي هئي، جنهنجي مکيه ماڻهوءَ جو نالو بائيبل ۾ ايشور رکيل هوندو ! اهڙين ڳالهين [گوشت خوريءَ آدي] ڪري ئي پڙهيل لوڪ سندن پستڪ کي ايشور ڪرت نٿا مڃي سگهن ۽ نه اهڙي کي ايشور ٿا ليکين ! (٢٠).

**٢١. ساره جو کلڻ**:- ۽ پرميشور ابراهيم کي چيو ته ساره جو کلي چيو ته آءٌ ٻڍي جا آهيان، ڇا سچ پچ ٻار ڄڻيندس ؟ [١٣] ڇا پرميشور لاءِ ڪا ڳالهه ڏاڍي مشڪل آهي ؟ [١٤] ( پيدائش باب ١٨ آيتون ١٣-١٤ )

**سمڪشا**:- هينئر ڏسو عيسائن جي ايشور جي ليلا جو ٻارن ۽ زالن جيان چڙي ٿو ۽ مهڻا ٿو ڏئي ! (٢١).

**٢٢. عيسائين جي ايشور جو ڏمر**:- تڏهن پرميشور آسمان مان پرميشور وٽان سدوم ۽ عموراتي گندرف * ۽ باهه وسائي [٢٤] ۽ هن اُتلائي ڇڏيا. اهي شهر، سمورو ميدان، شهرن جا سمورا رهواسي، ۽ جيڪي به ڌرتيءَ تي اُپريو هو [٢٥ پيدائش باب ١٩ آيتون ٢٤-٢٥]

**سمڪشا**:- هينئر بائيبل جي ايشور جي اها ليلا به ڏسو ! کيس ٻارن آديءَ تي به ڪو رحم نه آيو ! ڇا جيڪي ڌرتي اُتلائي ڊٻائي ماريائين، سي سڀيئي اپراڌي هوا ؟ هيءَ ڳالهه نياءِ، ديا ۽ ووڪ جي اُبتڙ آهي ! جن جو ايشور اهڙا ڪم ڪندو ته اُن جا اُپاسڪ

* انگريزي بائيبل ۾ اُن لاءِ Brimstone شبد آهي، جنهنجي قدامي معنيٰ آهي گندرف يا اهڙو مصالح، جنهن سان دوزخ جي باهه ٻري. [ڪٽپترا و]

ڇو نہ ڪندا؟ (٢٢).

**٢٣. شراب پيئاري پتا سان ڪنيائن جو سنجوڳ ڪرڻ:-** اچو تہ اسين پنهنجي پتا کي شراب پياريون، ۽ اسين اُن سان سنجوڳ ڪريون، اُن لاءِ تہ پنهنجي پتا مان نسل [ونش] اسين هلايون [٣٢] ۽ اُنهن پنهنجي پتا کي تنهن رات شراب پياريو ۽ اڳين ۾ چاول اندر ويئي ۽ پنهنجي پتا سان سمهي، [٣٣] اسين اڄ رات بہ کيس شراب پياريون، ۽ تون اندر وڃ ۽ اُن سان همبستري ٿيءُ [٣٤] اهڙيءَ ريت لوط جون ٻئي ڪنيائون پنهنجي پتا مان **گرڀوتي** ٿيون [٣٦]. (پيدائش باب ١٩ آيتون ٣٢-٣٣-٣٤-٣٦]

**سميڪشڪ:-** ڏسو! جنهن شراب جي نشي ۾ پتا ۽ پٽري بہ ڪڪرم ڪرڻ کان بچي نہ سگهيا، اهڙو دشٽ شراب عيسائي آدي بہ پيئندا آهن، تنهن برائي جي ڪهڙي حد؟ تنهن ڪري سچن پرشن کي شراب پيئڻ جو نالو بہ نہ وٺڻ گهرجي (٢٢).

**٢٤. پرميشور جو ساره کي گرڀوتي ڪرڻ:-** ۽ پنهنجي چوڻ موجب پرميشور **ساره** سان ڳڏيو، ۽ پرميشور ساره بابت پنهنجي وچن موجب ڪيو [١]، ڇاڪاڻ تہ ساره **گرڀوتي** ٿي [٢]. پيدائش باب ٢١ آيتون ١-٢)

**سميڪشڪ:-** هينئر وچار ڪريو تہ ساره کي ڳڏجي گرڀوتي ڪيائين، سو ڪم ٿيو ڪيئن؟ پرميشور ۽ ساره ڪانسواءِ ڪو ٽيون ڪارڻ گرڀ ٿيڻ جو ڏسجي ٿو ڇا؟ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ ساره کي پرميشور جي ڪرپا سان ئي گرڀ ٿيو!!! (٢٤)

**٢٥. عيسائي ايشور جو پريم:-** تڏهن ابراهيم صبح جو سوير اٿي روٽي ۽ هڪ مشڪ ۾ پاڻي کڻي هاجره جي ڪلهن تي رکي ۽ ٻار بہ کيس ڏيئي روانو ڪري ڇڏيو [١٤]. ۽ اُن [هاجره] ٻار کي هڪ ٻوٽي هيٺان اُڇلائي ڇڏيو [١٥]. ۽ هوءَ اُنجي اڳيان ويهي رڙيون ڪري رُني [١٦]. ايشور ٻالڪ جو شبد ٻڌو [١٧]. (پيدائش باب ٢١، آيتون ١٤-١٥-١٦-١٧)

**سميڪشڪ:-** هينئر ڏسو عيسائن جي ايشور جي ليلا! پهريائين تہ ساره جو پاسو وٺي هاجره کي اُتان ڪيڍائي ڇڏيائين! وري رڙيون ڪري رُني هاجره تہ شبد ٻڌائين ٻالڪ جا! ڪيڏي نہ عجيب ڳالهہ آهي! ايشور کي پريم ٿيو هوندو تہ هي ٻالڪ ئي ٿو رُئي! پلا ايشور ۽ سندس پستڪ جون ڳالهيون ڪڏهن اهڙيون بہ ٿي سگهن ٿيون؟ هن پستڪ ۾ رواجي منشيہ جي وچن ۽ ٿورڙي سچ کان سواءِ باقي سڀ غلط ڳالهيون لکيل آهن. (٢٥)

**٢٦. عيسائي ايشور جو ابراهيم کي آزمائڻ:-** انهن ڳالهين کانپوءِ ائين ٿيو، جو پرميشور ابراهيم کي آزمايو [did tempt] ۽ کيس چيائين تہ اي ابراهيم! [١] تون پنهنجي پٽ پنهنجي اڪيلي اسحاق پٽ، جنهن سان تنهنجي محبت آهي، تنهن کي وٺي هوم جي ييتا [سوختني قرباني] لاءِ چاڙهہ [٢]. ۽ پنهنجي پٽ اسحاق کي ٻڌي، اُن کيس ويديءَ ۾ [on Altar] ڪاٺين تي رکيو [٩]. ۽ ابراهيم ڇري کڻي پنهنجي پٽ کي ڪهڻ لاءِ ٻانهن ڊگهيري [١٠]. تڏهن پرميشور جي دولت [فرشتي] سرڳ منجهان اُن کي پڪاريو تہ ابراهيم!

* انگريزي بائيبل ۾ ”Bottle of water=پاڻيءَ جي ٻاٽلي“ شبد آهن.

ابراهيم!! [١١]. پنهنجو هٿ ڇوڪري تي نه وڌاءِ، ڪنهن ڪجهه نه ڪر، ڇاڪاڻ ته آءٌ هيئنر ڄاڻان ٿو ته تون ايشور کان ڊڄين ٿو [١٢]. (پيدائش باب ٢٢، آيتون ١-٢-٩-١٠-١١-١٢).

**سمِيڪشڪ:-** ان مان سڌ آهي ته بائيبل جو ايشور الپگيه آهي ۽ نه سروگيه! ۽ ابراهيم به هڪ ڀورڙو ماڻهو هو نه ته اهڙي هلت ڇو هلي ها؟ جي بائيبل وارو ايشور سروگيه [سڀڪجهه ڄاڻندڙ] هجي ها؛ ته ابراهيم جي ايندڙ شردا کي سروگيتا سان سمجهي وٺي ها. ان مان پڪ آهي ته عيسائين جو ايشور سروگيه نه آهي! (٢٦).

**٢٧. مردي پورڻ مان سنسار جي هاڃي:-** اسانجي قبرگاهن ❋ مان سيني کان سٺي قبرگاهه ۾ پنهنجي مردي کي پُور. (پيدائش باب ٢٣، آيت ٦).

**سمِيڪشڪ:-** مردن پُورڻ ڪري سنسار جي ڏاڍي هاڃي ٿي ٿئي، ڇاڪاڻ ته مردو ڪنو ٿي، هوا کي بدبوءِ واري بڻائي، بيماري ٿو ڦهلائي.

**پرشن-** ڏسو! جنهن سان پريم هجي، تنهنکي ساڙڻ چڱي ڳالهه نه آهي، ۽ پُورڻ آهي ڄڻڪ کيس سمهاري ڇڏڻ! تنهنڪري پُورڻ چڱو آهي.

**اُتر-** جي مردي سان پريم ٿا ڪريو ته کيس پنهنجي گهر ۾ ئي ڇو نه ٿا رکي ڇڏيو ۽ وري پُوريو ڇو ٿا؟ جنهن جيو آتما سان پريم هجي سو ته نڪري ويو! هيئنر بدبُودار مٽيءَ سان ڪهڙي پريت؟ وري جي کيس پيار ڪريو ٿا ته کيس پرٿويءَ ۾ ڇو ٿا پُوريو؟ ڇاڪاڻ ته جي ڪنهن کان پڇبو ته "توکي ڌرتيءَ ۾ پُوري ڇڏيون؟" ته هُو ڪڏهن به اهو پڌري پرسن نه ٿيندو! سندس مُنهن اکين ۽ شريرتي ڌُوڙ، پٿر، سرُون ۽ چن وجهڻ ۽ سندس ڇاتيءَ تي پٿر رکڻ ڪو پريم جو ڪم آهي ڇا؟ وري مردو پيٽيءَ ۾ وجهي پُورڻ ڪري ڏاڍي بانس تي پيدا ٿئي، جا پرٿويءَ مان نڪري، هوا کي خراب ڪري خوفناڪ بيمارين تي اُلپن ڪري. وري هڪڙي مردي پُورڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڇهه هٿ ڊگهي ۽ چار هٿ ويڪري ڌرتي کپي. ان حساب موجب لکن ڪروڙن منشن لاءِ ڪيتري نه ڌرتي اجائي سيڙجي ٿي وڃي! اها [ڌرتي] نه ٻنيءَ ۽ باغ جي ڪم جي ٿي رهي ۽ نه جاين ٺهرائڻ جي! تنهن ڪري پُورڻ سڀني کان خراب آهي. اُنکان ڪجهه ٿورو گهٽ خراب آهي [مردي کي] پاڻيءَ ۾ وهائڻ، ڇاڪاڻ ته جل جانور کيس يڪدم ڇيري ڦاڙي کايو ٿا ڇڏين. پر جيڪي هڏا ۽ گند پاڻيءَ ۾ باقي بچندا، سي ڪنا ٿي جڳت کي دک پهچائيندا. اُنکان ڪجهه ٿورڙي گهٽ خرابي [مردي کي] جهنگ ۾ اُڇلائڻ ۾ آهي، ڇاڪاڻ ته کيس ماس کائيندڙ جانور ۽ پکي پٽي کائيندا ته به سندس هڏن جو چن ۽ [آندن جو] گند ڪنو ٿي جيتري بدبوءِ ڦهلائيندا، اوترو ئي جڳت جي هاڃي ٿيندي. تنهنڪري ساڙڻ ئي سيني کان اُتم آهي، ڇاڪاڻ ته مردي جو سڀڪجهه [يڪدم] ذرا ذرا ٿي هوا ۾ اُڏامي ٿو وڃي.

❋ انگريزي بائيبل ۾ Sepulchre شبد آهي جنهنجو ارٿ آهي 'Burial Vault or cave' ارٿات قبر جي جاءِ جا عيسائي آدي لوڪ پنهنجي جيئري ئي پنهنجيءَ پسنديءَ جي جاءِ تي ڪنهن ٽڪري يا ڪنهن غار ۾ مٽي کان پوءِ پاڻ کي پورائڻ لاءِ کوٽائي ڇڏيندا آهن. اُنهن قبرگاهه ۽ مردن پورڻ واري استان کي قبرستان چوندا آهن. (گڏپٽراو)

پرشن- ساڙڻ ڪري به بدبوءِ ٿي اُٿي؟

اُتر- جي وڌيڪ موجب نه ساڙيو ته ٿوري ٿيندي آهي. پر جي وڌيڪ پوروڪ [باقاعدي] جئن ويد ۾ لکيل آهي [ته ساڙيو ته ذري به بدبوءِ نه اٿندي]. مردي لاءِ ٿي هٿ اونهي، ساڍا ٿي هٿ ويڪري ۽ پنج هٿ ڊگهي ويدي، جنهنجو ترو ڏيڍ گرانٽ سلاميءَ وارو [ڏکڻ کان اُتر پاسي ڏيڍ گرانٽ مٽي] هجي، کوٽڻ گهرجي. شرير جي تور جيترو گيهه [وٽڻ گهرجي]، ۽ في سير گيهه ۾ هڪ رتي ڪستوري ۽ هڪ ماسو ڪيسر وجهي، گهٽ ۾ گهٽ اڌ مڻ چندن وجهجي، وڌيڪ ته جيترو وٽي! اگر، تگر، ڪافور آدي ۽ پلاش [ڍاڪ] آديءَ جون ڪاٺيون ويديءَ ۾ وڇائجن، جنهن تي مردو رکي ويديءَ جي مٿان چئني پاسن کان ويديءَ جي منهن کان هڪ هڪ گرانٽ هيٺ ڪاٺين پوري، [مردي کي] گيهه آديءَ جون آهوتيون ڏيئي ساڙڻ کپي. جڏهن ان ريت مردو ساڙيو ته بلڪل بدبوءِ نه نڪرندي.

ان [ڪرم] جو ٿي نالو انتيشٽي نرميڌ ۽ پرش ميڌ يگيه آهي. غريب هجي ته به ويهن سيرن کان گهٽ گيهه چتا ۾ نه وجهجي، ڀوءِ ڪٺي اهو پنڻ يا جاليءَ وارن جي ڏيڻ ڪري يا راڄ طرفان مليو هجي. پر ساڙڻ ان نموني ٿي گهرجي. پر جي گيهه وغيره ڪنهن به نموني ۾ نه ملي سگهي ته رڳين ڪاٺين سان مردو ساڙڻ به پورڻ آديءَ کان بهتر آهي. ڇاڪاڻ ته هڪڙي وگهي جيتريءَ ڌرتيءَ ۾ يا هڪڙيءَ ويديءَ ۾ لکين ڪروڙين مردا سڙي ٿا سگهن! ڌرتي به پورڻ جيان خراب نٿي ٿئي. وري قبرن کي ڏسڻ ڪري ڀؤ به ٿيندو آهي! تنهن ڪري [مردو] پورڻ آدي بلڪل نشيڌ * آهي.

۲۸. **پرميشور گهر جي واٽ ڏيکاري:-** منهنجي ڏيٺيءَ ابراهيم جو پرميشور ايشور ڌنيه [مبارڪ] آهي، جنهن منهنجي ڏيٺيءَ [پتيءَ] کي پنهنجيءَ ديا ۽ سچائيءَ کان خالي نه ڇڏيو، پرميشور واٽ ۾ منهنجي پتيءَ جي ڀائرن جي گهر ڏانهن موڪلي وٺي هليو.
(پيدائش باب ۲۴، آيت ۲۷).

**سميڪشڪ-** ڇا هو رڳو ابراهيم جو ٿي ايشور هو؟ وري جي اڄڪلهه جي بيگر ۾ وهندڙن يا سونهن [واٽ ڏيکاريندڙن] جيان ايشور به اڳي اڳيان هلي رستو ڏيکاريو هو ته هينئر رستا ڇو نٿو ڏيکاري؟ ۽ [اڳي وانگر] ماڻهن سان ڳالهائي ڇو نٿو؟ تنهڪري ايشور ۽ سندس پستڪ جون اهڙيون ڳالهيون هرگز ٿي نٿيون سگهن، بلڪ جهنگلي ماڻهن جون آهن! (۲۸).

۲۹. **اسماعيل جي پٽن جا نالا:-** اسماعيل جي پٽن جا هي نالا آهن:- اسماعيل جو پهريون پٽ نبايت، ۽ قيدار ۽ ادبيل ۽ موسام [۱۳] ۽ مسماع ۽ دومه ۽ مسا [۱۴]. حدر ۽ تيما ۽ اطور ۽ نفيس ۽ قدمة [۱۵]. [پيدائش باب ۲۵، آيتون ۱۳-۱۴-۱۵].

**سميڪشڪ-** هيءُ اسماعيل ابراهيم منجهان سندس ٻانهيءَ هاجره مان پيدا ٿيو هو (۲۹).

۳۰. **حضرت يعقوب جو حضرت اسحاق کي ٺڳڻ:-** آءٌ تنهنجي پتا لاءِ اُنهن

* خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته جرمني، انگلينڊ ۽ فرانس وغيره يوروپي ملڪن ۾ بجليءَ جي ٻٽن ذريعي مردن ساڙڻ جو رواج ڏينهون ڏينهن زور وٺندو ٿو وڃي. [ڪمپٽراو]

[ٻڪرين جي ڇيلن مان] لذيذ کاڌو جو کيس وڻندو آهي، تيار ڪندس (٩). ۽ تون پنهنجي پيءُ ڏانهن کڻي وڃ، جو هو کائي پنهنجي مرڻ کان اڳي توکي آسيس ڪري [برڪت بخشي] (١٠). ۽ ربقا پنهنجي وڏي پٽ عيسوءَ جون سٺيون پوشاڪون جي گهر ۾ اُن وٽ هيون، سي کڻي، پنهنجي ننڍي پٽ يعقوب کي پهرايون (١٥). ۽ اُن ٻڪريءَ جي ڇيلن جون کلون سندس هٿن ۽ ڳچيءَ جي لسي پاسي ڏانهن ٻڌيون ✻ (١٦). ۽ يعقوب پنهنجي پيءُ کي چيو ته آءٌ عيسو تنهنجو وڏو پٽ آهيان. جئن اوهان فرمايو هو، تئن مون ڪيو آهي، آءٌ عرض ٿو ڪريان ته اُٿي وهو ۽ منهنجي هرڻ ⌘ جي ماس مان کائو، جو اوهانجو روح مونکي آسيس ڪري (١٩). پيدائش باب ٢٧ آيتون ٩-١٠-١٥-١٦-١٩].

**سمڪش:**- ڏسو، ته ڪئن نه ڪوڙ، مڪر ۽ ڪپٽ ڪري آسيس ورتي. [ماڻهو] پيغمبر ۽ اولياءَ ٻه ٺڳي ٿا وڃن! ڇا هيءَ عجب جي ڳالهه ڪانهي؟ جڏهن اهڙا ماڻهو ٻه عيسائين جا رهبر ٿيا آهن، پوءِ ڀلا سندن مذهبي ڪتابن ۾ ڪهڙي ڀلائي ٿيندي؟ (٣٠).

**٣١. الله جو گهر "بيت المقدس" جو نهڻ:**- ۽ يعقوب صبح جو سويري اُٿيو، ۽ جنهن پٿر کي اُن وهاڻو بڻايو هو، سو کڻي پيلپائي جيان [اُڀو] بيهاري تنهنجي چوٽيءَ تي تيل وڌو [١٨]. ۽ اُن تنهن جاءِ کي بيت المقدس [Bethel] ڪري ڪوٺيو [١٩] ۽ هيءُ پٿر جو مون پيل پائي جيان اُڀو بيهاريو آهي، ايشور جو گهر ٿيندو [٢٢]. (پيدائش باب ٢٨ آيتون ١٨-١٩-٢٢)

**سمڪش:**- ڏسو جهنگلين جا ڪم! اُنهن ئي پٿرن جي پوڄا پاٺ ڪئي ۽ ٻين کان ڪرائي! اُن اِستان کي ئي مسلمان لوڪ "بيت المقدس" چوندا آهن. ڇا اِهو پٿر ئي ايشور جو گهر آهي؟ ۽ ڇا رڳو اُن پٿر ۾ ئي ايشور رهندو هو؟ واهه ڙي واهه! ڇا چئجي؟ عيسائي لوڪو! وڏا بت پرست اوهان ئي آهيو! (٣١).

**٣٢. ايشور گرڀ اِستان ٿو کولي:**- ۽ ايشور راحل کي ياد ڪيو، ۽ ايشور سندس ٻڌي ۽ سندس گرڀ اِستان (Womb) کوليو (٢٢). ۽ هوءَ گرڀوتي ٿي ۽ اُن پٽ ڄڻيو؛ ۽ چيائين ته ايشور منهنجو کلنڪ [Reproach] دور ڪيو [٢٣]. (پيدائش باب ٣٠ آيتون ٢٢-٢٣).

**سميڪش:**- واهه عيسائين جا ايشور! تون ته وڏو ڊاڪٽر آهين! استرين جي ڪک کولڻ لاءِ ونس ڪهڙا اوزار ۽ دوائون هيون، جن سان گرڀ اِستان کوليائين؟ اهي سموريون ڳالهيون بنا سوچ ۽ ويچار جي لکيل آهن! (٣٢).

**٣٣. عيسائين جو ايشور مورتي پوڄڪ:**- ۽ ايشور لابن آراميءَ (Syrian) جي سپني ۾ رات جو آيو، ۽ کيس چيو ته خبردار! تون يعقوب کي چڱو مندو نه ڪوت، (٢٤). ڇاڪاڻ

✻ آيتن ١١-١٢ مان خبر ٿي پوي ته عيسو يعقوب جي وڏي ڀاءُ جي بت تي گهڻا وار هوا. ربقا پنهنجي پٽ کي ٺڳڻ لاءِ ئي ڇيلن جون کلون يعقوب جي هٿن ۽ ڳچيءَ تي ٻڌيون، جو متان اسحاق هٿ سان ڇهي يعقوب کي سڃاڻي نه وٺي. [ڪٿيپتراو].

⌘ انگريزي انجيل جي آيت ٩ ٻڪريءَ جا ڇيلا = Kids of the goats لکيل آهن، پر آيت ١٩ ۾ "هرڻ جو ماس = Venison" لکيل آهي!!! [ڪٿيپتراو]

۽ تون پنهنجي پيءُ جي گهر لاءِ ڏاڍو سڪي رهيو آهين، پر تو منهنجن ديوتائن [Gods] کي ڇو چورايو آهي؟ [۳۰]. (پيدائش باب ۳۱ آيتون ۲۴-۳۰).

**سمڪشڪ:-** هيءُ اسين نمونو ڏيکارڻ لاءِ ٿا لکون. [ايشور] هزارن ماڻهن کي سپني ۾ آيو، ساڻن ڳالهايائين، جاڳندي به روبرو گڏيو، کائيندو پيئندو ايندو ويندو رهيو، اهڙيون ڳالهيون بائيبل ۾ لکيل آهن! پر هينئر الاجي هو آهي به يا نه؟ ڇاڪاڻ ته هينئر ايشور ڪنهن کي به سپني ۾ خواهه جاڳندي نٿو ملي! انهيءَ وڏيڪ معلوم ٿيو ته هي جهنگلي ماڻهو پٿرن آديءَ جي مورتين کي ديوتا مڃي پوڄيندا هئا! [نه رڳو ايترو] پر عيسائين جو ايشور [پاڻ] به پٿرن جي ديوتائن کي ٿي مڃيندو هو. نه ته سندس ديوتائن جي چوري ڪٿان اچي ها؟ (۳۳).

**۳۴. عيسائي ايشور جي سينا:-** ۽ يعقوب پنهنجو رستو وٺي ويو ۽ ايشور جا دوت [فرشتا = Angels] کيس اچي گڏيا [۱]. ۽ يعقوب کين ڏسي چيو ته هيءُ ايشور جي سينا [فوج] آهي [۲]. (پيدائش باب ۳۲ آيتون ۱-۲).

**سمڪشڪ:-** هينئر نه عيسائين جي ايشور جي منشيه هجڻ ۾ ذرو به شڪ نه رهيو، ڇاڪاڻ ته وٽس لشڪر به آهي! جي لشڪر آٿس ته هٿيار به هوندس! ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڪاهون ڪري جنگ به ڪندو هوندو. نه ته سينا رکڻ جو مطلب ئي ڪهڙو؟ (۳۴).

**۳۵. عيسائي ايشور جو يعقوب سان ملهه وڙهڻ:-** ۽ يعقوب اڪيلو رهجي ويو. ۽ اتي پرڀات تائين هڪڙو ماڻهو اُن سان ملهه وڙهندو رهيو (۲۴). ۽ جڏهن اُن ڏٺو ته آءٌ اُن تي سوڀارو نٿو ٿيان، تڏهن اُن سندس ران کي اندران ڇهيو، جنهنڪري يعقوب جي ران ملهه وڙهندي سنڌ* کان نڪري ويئي (۲۵). ۽ اُن چيو ته مونکي ڇڏ، جو صبح ٿو ٿئي. ۽ اُن وراڻيو ته آءٌ توکي نه ڇڏيندس، جيسين تون آسيس نه ڪندين (۲۶). ۽ اُن کانئس پڇيو ته نالو ڇا اٿئي؟ ۽ اُن چيو ته يعقوب (۲۷). ۽ اُن چيو ته هاڻيکانپوءِ توکي يعقوب نه ڪوٺيندا پر اسرائيل، ڇاڪاڻ ته تون ايشور سان ۽ ماڻهن سان شهزادي جيان طاقت ٿو رکين ۽ کٽيو اٿيئي (۲۸). ۽ يعقوب اُنکان پڇيو ته مهرباني ڪري پنهنجو نالو ٻڌاءِ. اُن چيس ته منهنجو نالو ڇو تو پڇين؟ ۽ اتي کيس آسيس [برڪت] ڏني (۲۹). ۽ يعقوب ان جاءِ جو نالو **فنوايل** (Peniel) رکيو، ڇو مون ايشور کي روبرو ڏٺو آهي ۽ منهنجي حياتي محفوظ ٿي (۳۰). ۽ جڏهن هو فنوايل کان لنگهندو هو ته سورج جي جوت اُن تي پوندي هئي ۽ هو پنهنجي جنگهه منڊ ڪائيندو هو (۳۱). تنهنڪري اسرائيل جي نسل جا ماڻهو اُن ران جي نس کي جا چڙهي ويئي هئي، اڄ تائين نٿا کائين، ڇاڪاڻ ته اُن يعقوب جي جنگهه جي نس کي، جا چڙهي ويئي هئي، ڇهيو هو (۳۲). (پيدائش باب ۳۲، آيتون ۲۴ کان ۳۳ تائين)

**سمڪشڪ:-** عيسائين جو ايشور اکاڙي جو پهلوان هو، تنهنڪريئي ته ساراهه ۽ راحل کي پٽن ڏيڻ جي ڪرپا ڪيائين! ڀلا ڪڏهن ايشور به اهڙو ٿي سگهي ٿو؟ وري ٻيو تماشو ڏسو،

---

* هندي ۽ اُردو ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل ترجمي موجب "جنگهه جي نس چڙهي ويئي" ٺهڻ گهرجي، پر اسان انگريزي بائيبل جي آڌار تي هي ترجمو ڪيو آهي. [گڏهترا]

نہ ڪو ڪانئس ٽالو پڇي نہ ڪيس ٽالوئي نہ ٻڌائي! وري [عيسائي] ايشور سندس نس چاڙهي پنهنجي فتح نہ ڪئي، پر جي ڊاڪٽر هجي ها، نہ سندس جنگهہ جي نس کي وري ٺيڪ ڪري ڇڏي ها. وري اهڙي ايشور جي ڀڳتي ڪرڻ ڪري جڏهن يعقوب مدد ڪائيندو رهيو، تڏهن [سندس] ٻيا ڀڳت بہ مدد ڪائيندا هوندا! جيسين ايشور شريعر وارو نہ هجي، تيسين ڪيس پر تيڪش ڏسڻ ۽ ساڻس ملهہ وڙهڻ ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو؟ اهي رڳو ٻاراڻيون ڳالهيون آهن! (٣٥).

**٣٦. نيوگ نہ ڪرڻ تي عيسائين جي ايشور جو ڏنڊ :-** ۽ يهوداهہ جو پهريون پٽ ار پرميشور جي نظر ۾ دشت هو، ۽ پرميشور ان کي ماري [Slew] ڇڏيو [٧]. تڏهن يهوداهہ اونان کي چيو تہ پنهنجي ڀاڄائيءَ وٽ وڃ ۽ ساڻس وهانءُ ڪري پنهنجي ڀاءُ جو ونش هلاءِ. [٨]. ۽ اونان سمجهيو تہ هيءَ ونش منهنجو نہ ٿيندو ۽ ائين ٿيو، جو جڏهن هو پنهنجيءَ ڀاڄائيءَ وٽ ويو، تہ ويريہ کي ڌرتيءَ تي وهائي ڇڏيائين، جو متان سندس ڀاءُ جو نسل وڌي [٩]. ۽ سندس اهڙي ڪرم پرميشور کي ڪاوڙايو، جنهنڪري ان کيس بہ قتل ڪري [Slew] ڇڏيو [١٠]. [پيدائش باب ٣٨، آيتون ٧-٨-٩-١٠].

**سميڪشڪ:-** هيٺئر ڏسي ڇڏيو، تہ هي ماڻهوءَ جا ڪم آهن يا ايشور جا؟ جي ساڻس نيوگ نہ * ڪيائين تہ کيس ماريائين ڇو؟ کيس عقل جو سوجهرو ڇو نہ ڏنائين؟ وري ان مان سڌ ٿيو تہ ويد وانگي نيوگ اڳي هر هنڌ ۽ هر ديش ۾ هلندڙ هو (٣٦).

## توريت ياترا جا پستڪ [خروج = EXODUS]

**٣٧. موسيٰ جو ماڻهو ماري ڀڄي وڃڻ :-** [٣٧] جڏهن موسيٰ وڏو ٿيو تہ هو پنهنجن ڀائرن ڏانهن ويو: ان ڏٺو تہ هڪڙو مصري پنهنجن عبراني ڀائرن مان هڪڙي کي ماري رهيو آهي [١١]. ۽ ان [موسيٰ] هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو، ۽ جڏهن ان ڏٺو تہ ڪو ڪونهي، تڏهن ان مصريءَ کي قتل [Slew] ڪري واريءَ ۾ پوري ڇڏيو [١٢]. ۽ ٻئي ڏينهن جڏهن هو ٻاهر ويو تہ ٻن عبرانين کي پاڻ ۾ وڙهندو ڏٺائين: ۽ ان ڏوهہ ڪندڙ کي چيو تہ تون پنهنجي دوست کي ڇو ٿو مارين؟ [١٣]. ۽ ان وراڻيو تہ توکي ڪنهن اسان تي [Prince] يا نياءُ ڪندڙ [جج] مقرر ڪيو آهي؟ جئن مصريءَ کي ڪئي اٿئي، تئن مونکي بہ کهڻ ٿو گهرين ڇا؟ ان تي موسيٰ ڊڄي چيو تہ پڪ اها ڳالهہ پڌري ٿي چڪي آهي [١٤]. موسيٰ ڀڄي ويو [١٥]. (توريت ياترا باب ٢ آيتون ١١-١٢-١٣-١٤-١٥)

---

* آريہ ڀاشا، اردوءَ، انگريزي ۽ مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ شبد آهن "جي ساڻس نيوگ نہ ڪيائين تہ ماريائين ڇو؟" اسانجي خيال ۾ مارڻ جو ڪارڻ اهو آهي جو ان نيوگ نہ ڪيو ۽ ويريہ ڌرتيءَ تي هاري ڇڏيو! انگريزي ۾ اسان ترجمو ڪيو آهي تہ "جي ساڻس نيوگ نہ ڪيائين، تہ کيس ماريائين ڇو؟" ارٿات رشي ديانند مارڻ جي سزا ڳري سمجهندي لکن ٿا تہ سندس ٻڌيءَ کي استعمال واسطي لڳائڻ تي ڪافي هو. "تہ" جو شبد شايد پريس جي غلطيءَ ڪان رهجي ويو آهي.
(کٿعراو)

**سميڪشڪ:-** هينئر ڏسو بائيبل جي وڏي مذهب هلائيندڙ موسيٰ جي هلت چلت! سندس چوڻ هو ڪروڌ آدي گڻن سان پرل، ۽ پاڻ هو ماڻهن جو قاتل ۽ چورن جيان سرڪاري سزا کان پاڻ کي بچائيندڙ! ارٿات جي ڳالهه کي ٿي لڪائين، ته ڪوڙ ڳالهائيندڙ به ضرور هوندو! اهڙي ماڻهوءَ کي به ايشور مليو، ۽ هو پيغمبر بڻيو! اُن جو يهودين وغيره جو مت هلايو، سو به موسيٰ جهڙو ئي هوندو! موسيٰ وغيره کان وٺي عيسائين جا سيئي پيغمبر جهنگلي حالت ۾ هوا، پڙهيل بلڪل نه هوا، وغيره. (٣٧)

**٣٨. يهودي ايشور جو رت ڏسي گهر سڃاڻڻ:-** ۽ فسح ■ جو ڇيلو ڪهو [٢١]. ۽ هڪ مٺ زوفا [Hyssop] کڻي ٻاسڻ ۾ پيل رت ۾ بوڙي دروازي جي چوکٽ ۽ ٻنهي پاسين کي هڻو، ۽ اوهان مان صبح تائين ڪوبه گهر جي دروازي کان ٻاهر نه نڪري [٢٢]. ڇاڪاڻ ته پرميشور مصرين کي مارڻ لاءِ آرپار لنگهي ويندو، ۽ جڏهن هو سردن تي ۽ پاسين تي دروازي جي ٻنهي پاسي رت ڏسندو، ته پرميشور اُن دروازي کان ٽري ويندو، ۽ قاتلن کي نه ڇڏيندو ته اوهانجي گهرن ۾ گهڙي اوهان کي مارين [٢٣]. (توريت پاٽرا باب ١٢ آيتون ٢١-٢٢-٢٣)

**سميڪشڪ:-** ڀلا هيءَ جو ٽوٽي ٽيڻي ڪندڙ منشيه جيان آهي، سو ڪڏهن سروگيه ٿي سگهي ٿو؟ رت جي نشان ڏسڻ کانپوءِ ٿي سڃاڻي ته اسرائيلن جي نسل جو گهر آهي ۽ نه ٻيو! هيءَ ڪم ته ڪنهن ٿورڙي ٻڌيءَ واري ماڻهوءَ جيان آهي. ان مان خبر ٿي پوي ته اهي ڳالهيون ڪنهن جهنگلي منشيه جون لکيل آهن! (٣٨)

**٣٩. انجيلي ايشور جو ماڻهن ۽ جانورن جا پٽ مارڻ:-** ۽ ائين ٿيو جو پرميشور اڌ رات جو مصر جي ملڪ جا سيئي پهريان ڄاول، فرعون [Pharaoh] جي وڏي پٽ کان شروع ڪري جو سندس تخت تي ويٺو هو، جيل ۾ پيل قيديءَ جي وڏي پٽ تائين، ۽ پڻ جانورن جو سمورو پهريون اولاد نابود ڪيو [٢٩]. ۽ رات جو فرعون پاڻ ۽ سندس سيئي نوڪر ۽ سمورا مصري اٿيا، ۽ سڄي مصر ۾ رڙ پئجي ويئي، ڇاڪاڻ ته اهڙو گهر نه بچيو، جنهن ۾ هڪڙو نه مئو هو [٣٠]. (توريت پاٽرا باب ١٢ آيتون ٢٩-٣٠)

**سميڪشڪ:-** واهه واهه! اڌ رات جو ڌاڙيلن جيان بي رحم بڻجي **انجيل** جي ايشور ننڍن ٻارن، پوڙهن ۽ جانورن کي به بنا ڪنهن اپراڌ ڪرڻ جي ماري ڇڏيو ۽ ذري به دَيا نه ڪيائين. وري مصر ۾ وڏو روڏن پئجي ويو، ته به **انجيلي** ايشور جي من مان بي رحمي نه هٽي. اهڙو ڪم ايشور ته ڇا، ڪنهن ساڌارڻ منشيه جي ڪرڻ جوڳو به نه آهي. پر عجب ڪانهي نه کهڙجي، ڇاڪاڻ ته لکيل آهي ته "مانس آهارين ۾ دَيا نه رهندي". مانس آهاري انجيلي خدا جو دَيا سان ڪم ئي ڪهڙو؟ [٣٩].

■ "فسح = اورانگهي وڃڻ = Passover" يهودين جو ڏڻ، جو هو نسن [Nisan] مهيني جي ١٤ تاريخ هر سال ان لاءِ ملهائيندا آهن، ته سندن ايشور مصرين کي تباهه ڪندي ٻني اسرائيلن جا گهر اورانگهي ويو هو ارٿات ڪين بچايو هوائين. (گڏپترا و)

**٤٠. انجيلي ايشور جو موسيٰ کي ڪرامات سيکارڻ:-** پرميشور اوهانجي پاران وڙهندو. [١٤] بني اسرائيلن کي چئو ته اڳتي وڌن [١٥]. تون [موسيٰ] پنهنجي لٺ کڻ ۽ سمنڊ تي پنهنجو هٿ وڌاءِ ۽ کيس ٻه ڀاڱا ڪر: ۽ بني اسرائيل سمنڊ وچان سڪيءَ تي ٿي لنگهي ويندا [١٦]. (توريت ياترا باب ١٤ آيتون ١٤-١٥-١٦).

**سميڪشڪ:-** ڪيئن سائين! اڳي ته ايشور اسرائيل جي خاندان پٺيان ائين گهمندو هو، جيئن ريڍن پٺيان ريڍار! الاجي هو ڪٿي وڃي لڪو آهي. [ظاهر هجي ها] ته جيڪر ڪالهه سمنڊ وچان چئني پاسن ڏانهن ريل گاڏيءَ جو رستو تيار ڪرائي وٺون ها، جنهن مان سڄي سنسار جو اُپڪار ٿئي ها، ۽ ٻيڙين آدي ٺاهڻ جي پرشارت کان به ڇٽي پئون ها. پر ڪجهه چاهه انجيلي ايشور الاجي ڪٿي وڃي لڪي رهيو آهي؟ اهڙيون گهڻيون ئي ناممڪن ليلائون بائيبل جي ايشور موسيٰ سان گڏجي ڪيون آهن. پر انترو پتو پئجي وڃي ٿو ته جيئن عيسائن جو **ايشور** آهي، تيئن ئي سندس اُپاسڪ آهن، ۽ تهڙوئي سندس ٺاهيل **ڪتاب** [انجيل] آهي! اهڙو پستڪ ۽ اهڙو ايشور اسان کان پري رهڻ ئي ڀلو! (٤٠).

**٤١. انجيل جو تيسر ايشور:-** ڇاڪاڻ ته آءٌ پرميشور تنهنجو ايشور **چمڪندڙ ۽ سرو شڪتيمان** آهيان، پيئرن جي اپراڌ جو ڏينهن [گناهه جي سزا] سندن پٽن کي جي مونکي ڌڪارين ٿا، ٽينءَ ۽ چوٿينءَ پيڙهيءَ تائين ڏيندو آهيان. (توريت ياترا باب ٢٠ آيت ٥).

**سميڪشڪ:-** ڀلا پتا جي اپراڌ ڪري چئن پيڙهين تائين سزا ڏيندو رهڻ ۽ تنهنکي چڱو سمجهڻ ڪهڙي گهر جو نياءُ آهي؟ ڇا چڱي پتا کي خراب ۽ خراب پتا کي چڱو اولاد نه ٿيندو آهي؟ جي ائين برابر آهي ته پوءِ چوٿينءَ پيڙهيءَ تائين ڏنڊ ڪيئن ڏيئي سگهبو؟ وري جي پنجينءَ پيڙهيءَ کان وٺي اڳتي بڇڙا ٿين، ته تنکي سزا ڏيئي به نه سگهبي. بنا ڏوهه جي ڪنهنکي ڏنڊ ڏيڻ اَنياءُ آهي (٣١).

**٤٢. انجيلي ايشور جي آرام جو ڏينهن:-** سبت [آرام] جي ڏينهن کي **پاڪ** [پوترا] رکڻ لاءِ ياد ڪر [٨]. ڇهه ڏينهن تون پورهيو ڪر [٩]. پر ستين ڏينهن پرميشور تنهنجي ايشور جو وشرام [آرام] آهي [١٠]. پرميشور وشرام جي ڏينهن [Sabbath] کي آسيس ڏني [١١]. (توريت ياترا باب ٢٠، آيتون ٨-٩).

---

* هن سٽيءَ ست لاءِ انگريزي بائيبل ۾ I the Lord thy God am a jealous God شبد آهن "Jealous God" جو ترجمو آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل ترجمي موجب ज्वलित सर्वशक्तिमान آهي. اُڙدوءَ واري اُنهو ئي ترجمو "پر جلال ۽ قادر مطلق" ڪيو آهي. گجراتي ستيارٿ پرڪاش ۾ پڻ ساڳيا ئي آريه ڀاشا وارا اکر آهن. مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ يعني "چمڪندڙ ديو" आवेशी देव شبد آهن. اسانجي ويچار ۾ مرهٽي ترجمو ئي ٺيڪ آهي. 'Jealous' شبد جو سڌو سنئون اُرٿ Envious، سڙندڙ، ايسر وغيره ئي آهي ۽ اهوئي اُرٿ آيت ٥ جي معنيٰ سان پورو ٺهڪي ٿو اچي. تنهنڪري "چمڪندڙ شڪتيمان" بدران "ايسر ايشور" پڙهجي. (گڏپترا)

**سمِيڪشڪ:**- ڇا رڳو آرتوار ئي پوتر ۽ باقي ڇهه ڏينهن اپوتر آهن؟ ڇا [ سچ پچ ] پرميشور ڇهه ڏينهن سخت محنت ڪئي هئي، جو ٿڪجي ستين ڏينهن سمهي پيو؟ وري جي آرتوار کي آشيرواد ڏنائين، ته سومر وغيره ڇهن ڏينهن کي ڇا ڏنائين؟ شايد پاراتو ڏنو هوندائين! اهو ڪم ته ودوان جو به نه آهي، پوءِ ڀلا ايشور جو ڪيئن ٿي سگهندو؟ ڀلا □ آرتوار ڪهڙي چڱائي ڪئي هئي ۽ سوموار وغيره ڪهڙي برائي ڪئي هئي، جو هڪڙي کي پوتر ڪيائين ۽ ٻيا ڏنائين، ۽ ٻين کي اپوتر ڪري ڇڏيائين؟

**٤٣. پاڙيسرين سان سٺي هلت ڪريو:-** پنهنجي پاڙيسريءَ ورڌ ڪوڙي شاهدي نه ڏي [١٦]. پنهنجي پاڙيسريءَ جي گهر، استري، ٻانهي يا ٻانهيءَ، سندس ڍڳي، گڏهه يا ڪنهن به وستوءَ ۾ جا تنهنجي پاڙيسريءَ جي آهي، لالچ نه رک. [١٧].
(توريت پالرا باب ٢٠، آيتون ١٦-١٧)

**سمِيڪشڪ:**- واهه! انڪري ئي عيسائي لوڪ پرديسين جي مال تي ائين ڪرندا آهن، جڻ اڃايل پاڻيءَ تي يا بکيو اَن تي ڪري! جڻ ته رڳي خود غرضيءَ ۽ پاسخاطريءَ جي ڳالهه آهي، پڪ تهڙو ئي عيسائين جو ايشور به هوندو. پر جي ڪو چوي ته اسين ته هرهڪ ماڻهوءَ کي پاڙيسري ٿا ليکيون، ته ماڻهن کانسواءِ ٻيا ڪهڙا زالن ۽ ٻانهن وارا آهن، جن کي پاڙيسري ڪري نه ليکيو؟ تنهن ڪري اهڙيون ڳالهيون سوارٿي منشين جون آهن، ۽ نه ايشور جون! (٤٣).

**٤٤. انجهلي ايشور جو خونيءَ سان نياءُ:-** ❀ جو ڪنهنکي ماري ۽ هو مري وڃي، ته هو ضرور قتل ڪيو وڃي [١٢]. جو ماڻهو قتل لاءِ لڪي نه ويٺو هجي، پر ايشور سندس هٿن ۾ ڪيس سونپي ڇڏي، تڏهن آءٌ تو لاءِ جڳهه مقرر ڪندس، جتي تون ڀڄي وڃين [١٣].
(توريت پالرا باب ٢١، آيتون ١٢-١٣).

**سمِيڪشڪ:**- جي ايشور جو ڏنل انصاف سچو آهي، ته موسيٰ جو هڪڙي ماڻهوءَ کي ماري ڀڄي وڃڻ هو، تنهنکي اها سزا ڇو نه ملي؟ جي چئجي ته ايشور ته [ اُن ماڻهوءَ کي ] مارڻ لاءِ ئي موسيٰ کي سونپي ڇڏيو هو ته ايشور پکشپاتي [طرفدار] ٺهيو، ڇاڪاڻ ته موسيٰ جو نياءُ راجا جي هٿان ڇو نه ٿيڻ ڏنائين؟ (٤٤).

---

□ يهودين، عيسائين ۽ مسلمانن جو وشواس آهي ته ايشور ڇهن ڏينهن ۾ سرشٽي رچي ستين ڏينهن آرام ورتو. اهو ستون آرام جو ڏينهن يهودي ڇنڇر کي، عيسائي آرتوار کي ۽ مسلمان شڪروار [جمع] ٿا ليکين. انکي Sabbath ڪوٺيندا آهن.

❀ آريه ڀاشا، اردو، انگريزي ۽ گجراتي ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل فقرو ٤٤ وارو ٤٥ ڪري ڏيکاريل آهي. ٤٤ جي جاءِ تي اهو فقرو ڏنل آهي، جو سچ پچ ٥٤ ٿيڻ گهرجي. انهيءَ ڪري هن سنڌي ستيارٿ پرڪاش ۾ آريه ڀاشا واري ٤٤ کي هٽائي، اُنجي پوري جاءِ يعني ٥٤ نمبر ڏنو ويو آهي ۽ ٤٥ کي ٤٤، ٤٦ کي ٤٥ اهڙيءَ ريت ٥٤ تائين نمبر بدلايا ويا آهن ارٿات ٥٤ کي ٥٣ ۽ ٤٤ کي ٥٤ ڪري لکيو ويو آهي.

**۴۵. انجيلي ايشور لاءِ ڍڳن جي قرباني:-** ۽ هن ڪشل [چڱڀلائيءَ، شانتيءَ، Peace] جو بليدان ٻڍن مڃهان پرميشور لاءِ ڏنو [Sacrificed=ڪٺو] [۵]. ۽ موسيٰ رت جو اڌ ڇهاڻي باسڻن ۾ رکيو، ۽ اڌ قربانگاهه [altar] تي ڇٽڪيو [۶]. ۽ موسيٰ اهو رت ڪٺي ماڻهن تي ڇٽڪي چيو ته ڏسو! هيءَ رت اُن پرتگيا جو آهي، جو پرميشور اوهان سان اُنهن ڳالهين بابت آهي [۸]. ۽ پرميشور موسيٰ کي چيو ته جبل تي مون وٽ اچي رهه، ۽ آءٌ پٿر جون تختيون ۽ هڪ شريعت (نيم) ۽ احڪام [Commadsments=آگيائون] جي مون لکيا آهن، سي توکي ڏيندس [۱۲]. (توريت ياترا باب ۲۴، آيتون ۵-۶-۸-۱۲).

**سمڪشڪ:-** هينئر ڏسو ته هي سڀ جهنگلي ماڻهن جون ڳالهيون آهن يا نه؟ وري پرميشور جو ڍڳن جو بليدان وٺڻ ۽ [موسيٰ جو] قربانگاهه تي رت ڇٽڪڻ ڪيڏي نه جهنگليپڻي ۽ اَسڀيتا جي ڳالهه آهي! جڏهن انجيلي خدا به **ڍڳن جي قرباني** وٺندو، ته سندس ڀوڳڻ جي بليدان جي پرساديءَ مان پيٽ ڇو نه ڀريندا، ۽ جڳت جي هاڃي ڇو نه ڪندا؟ بائيبل ۾ اُهي اهڙيون اهڙيون خراب ڳالهيون ڀريل آهن. انجيل جي اُن خراب اثر سببان ئي هي ماڻهو ويدن تي به اهڙو ڪوڙو ڪلنڪ* لڳائڻ ٿا چاهين، پر ويدن ۾ اهڙين ڳالهين جو نالو به ڪونهي! وري هي به سڌ ٿيو ته عيسائين جو ايشور ڪو پهاڙي ماڻهو هو. چاڪاڻ ته اهڙي خدا کي مس قلم ۽ ڪاغذ ٺاهڻ نه ايندا هئا ۽ نڪي کيس اهي شيون (ڪٿهن ٻئي هنڌان) ملنديون هيون، تنهنڪري هو پٿر جي تختين (پٽين) تي لکي لکي ڏيندو هو، ۽ اُنهن جهنگلي ماڻهن اڳيان پاڻ کي ايشور به سڏائيندو هو. [۴۵].

**۴۶. جو انجيلي خدا جو منهن ڏسندو سو مري ويندو:-** ۽ هن چيو ته تون منهنجو منهن ڏسي نه سگهندين، چاڪاڻ ته ڪو به ماڻهو مونکي ڏسڻ ڪانپوءِ جيئرو نه رهندو [۲۰]. ۽ پرميشور چيو ته ڏس، هڪڙي جاءِ مون وٽ آهي، ۽ تون هڪ ٽڪر تي بيهه [۲۱]. ۽ ائين ٿيندو، جو جيسين منهنجي جهولي [glory] لنگهي وڃي، تيسين آءٌ توکي ٽڪر جي ڏرڙ ۾ وجهندس ۽ تنهنجي مٿان لنگهندي لوڪي پنهنجي هٿ سان ڍڪيندس [۲۲]. ۽ آءٌ پنهنجو هٿ ڪڍندس ته تون منهنجا پٺيان حصا ڏسندين، پر منهنجو روپ ڏسڻ ۾ نه ايندو [۲۳]. (توريت ياترا باب ۳۳، آيتون ۲۰-۲۱-۲۲-۲۳).

**سمڪشڪ:-** ڏسو! انجيلي خدا ته رڳو ماڻهوءَ جيان شريرڌارو سڌ ٿو ٿئي! ۽ موسيٰ کي دوکو ڏيئي پاڻ کي ايشور سڏائڻ ۽ [اُهن جوڻ مڃهان ته] پٺ ڏسندين ۽ منهن نه ڏسندين،

* مثال لاءِ رگ ويد منڊل ۱، سوڪت ۱۶۲ جي منترن جو مئڪس مولر صاحب من گهڙت ترجمو ڪري پنهنجي بائيبل جي وحشي مسئلي ارٿات جانورن جي قربانيءَ جو سمرٿن ڪيو آهي. مئڪس مولر ۽ ٻين تعصبي عيسائي ليکڪن جي غلطين جو تمام زوردار ۽ عالماڻو کنڊن مهرشي دیانند مهاراج جي سچي شش پنڊت گرودت جي ودياٿيءَ ايم. اي. وئيدڪ مئگزين نالي رسالي جي نمبر ۳ ۾ ڪيو آهي. هر ڪنهن سچائيءَ جي ڳولائوءَ کي پنڊت گرودت جيءَ جو اهو ليک اوس پڙهڻ گهرجي. [اُڙدوءَ ٽان].

[معلوم ٿو ٿئي ته] هٿ سان منهن ڍڪيو هوندائين! خدا پنهنجي هٿ سان موسيٰ کي ڍڪيو هوندو، ته ڇا سندس هٿ جي شڪل **موسيٰ** نه ڏٺي هوندي؟ (٤٦).

## ليوسٽا جو پستڪ توريت [LAEVITICUS]

٤٧. **انڌملي ايشور کي ٻلي يا قرباني کپي**:- ۽ پرميشور **موسيٰ** کي سڏيو، ۽ جماعت جي تنبوءَ منجهان اُن سان ڳالهائي چيو [١]، بني اسرائيل کي چئو ته جي اوهان مان ڪو پرميشور لاءِ ڀيٽا [نذرانو] آڻي، ته اوهان ڍورن منجهان اُرٿات ڳئون، ڍڳي، رڍن ۽ ٻڪرين منجهان آڻيو [٢]. (توريت ليو باب ١، آيتون ١-٢).

**سمڪشڪ**:- ويچاري ڏسو، ته عيسائن جو گئون، ڍڳي ۽ ڍڳي وغيره جي قرباني ونندڙ ايشور، جو پاڻ لاءِ ٻلي چاڙهڻ جو اُپديش ڪري رهيو آهي، سو ڳئون، ڍڳي آديءَ جانورن جي گوشت ۽ رت جو بکيو اُڃيو آهي يا نه؟ انڪري ئي هو اَهنسڪ [نه هڻڻ ڪري] ڪڏهن به ايشور جي درجي ۾ ڳڻجي نٿو سگهجي. هو البت ماس آهاري ۽ پرپنچي منشيه جهڙو ڏسجي ٿو (٤٧).

٤٨. **ڍڳي جي قربانيءَ جو نظارو**:- ۽ هو اُن ڍڳي کي پرميشور اڳيان ڪهندو [ٻلي چاڙهيندو] ۽ هارون جا پٽ جاجڪ* رت آڻي، قربانگاهه [يگيه ويدي=Altar]، جا منڊليءَ جي تنبوءَ جي دروازي اڳيان آهي، تنهن تي چئني پاسن کان ڇٽڪن [٥] ۽ هو ڀيٽا جي ٻليدان جي کل لاهي ۽ کيس ٽڪرا ٽڪرا ڪري [٦]. پوءِ هارون جاجڪ جا پٽ يگيه ويديءَ تي باهه رکن ۽ تنهن تي ڪاٺيون ترتيب سان رکن [٧]. ۽ جاجڪ هارون جا پٽ، ٽڪرن کي، ۽ سسيءَ خواهه چربيءَ کي اُنهن ڪاٺين تي جي يگيه ويديءَ جي اڳيءَ تي آهن، ترتيب سان [وڌيءَ انوسار] رکن. [٨]. جنهن مان ٻليدان جي ڀيٽا ٻڌجي، جا قرباني باهه سان پرميشور کي خوشبوءِ پهچائڻ لاءِ ڏني وڃي [٩]. (توريت ليو باب ١، آيتون ٥-٦-٧-٨-٩).

**سمڪشڪ**:- ٿورڙو ويچار ڪريو، ته ڪئن خدا جا ڀڳت ڍڳي کي خدا جي اڳيان ماري رهيا آهن، خدا مارائي رهيو آهي، سندس رت چئني پاسي ڇٽڪجي رهيو آهي، [سندس ماس جو] باهه ۾ هوم ٿي رهيو آهي ۽ خدا خوشبوءِ سنگهي رهيو آهي! اِهي ليلا ڪنهن ڪاسائيءَ جي گهر کان ڪا گهٽ آهي ڇا؟ انڪري ئي بائيبل نه **ايشور ڪرت** [سڌ

* انگريزي بائيبل جا شبد آهن 'the priests, Aaron's sons' اُڙدو ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل شبد آهن "ڪاهن جي هارون جا پٽ آهن" يعني priests جو اُرٿ ٿيو "ڪاهن" آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش ۾ اُنجو ئي اُرٿ "ياجڪ" اُرٿات يجيه ڪندڙ ڪيل آهي، جنهن مان سنڌيءَ جو شبد "جاجڪ" نڪتو آهي. هنديءَ ۾ "ڪاهن ۽ ڪان" ۽ عربيءَ ۾ "ڪاهن" [جادوگر]، ۽ فارسيءَ ۾ "خان" جنهنجي معنيٰ آهي "اَمير" جو اڳي ترڪستان جي بادشاهن جو لقب هوندو هو، ۽ هينئر قلات ملڪ بلوچستان جي حاڪم جو لقب آهي. اِهي سمورا شبد سنسڪرت ڀاشا جي "ڪرشڻ" شبد جا ئي بگاڙ آهن. اَنجيل ۾ "ڪاهن" شبد گهڻائي گهمرا ڪتب آيل آهي، ۽ "خان" شبد ته هرڪو مسلمان پنهنجي نالي جي پنيان فخر سان لڳائيندو آهي. [ڪٿپتراو]

تو ٿئي] ، ۽ نه اهڙو جهنگلي جان تماشا ڪندڙ [ماڻهو] ايشور تي ٿو سگهي (٥٨)

**٤٩. جاجڪ جي پاپ جو پرائشچت آهي ڍڳي جو بليدان:-** ۽ پرميشور موسيٰ کي چيو ته [١] جي ابشيڪ ٿيل ڪاهن [priest that is anointed] ماڻهن جي پاپن جهڙا پاپ ڪري، ته پنهنجي ڪيل پاپ لاءِ هڪ جوان وڇڙي، جنهن ۾ ڪو دوش نه هجي، پرميشور کي پاپ جي ڀيٽا ڏيڻ لاءِ آڻي [٣]. ۽ پنهنجو هٿ ڍڳي جي مٿي تي رکي، ۽ ڍڳي کي پرميشور اڳيان بلي چاڙهي [٤]. (توريت ليو باب ٤، آيتون ١-٣-٤).

**سميڪشڪ:-** هيٺئن ڏسو پاپ ڇڏائڻ جا پرائشچت! پاڻ پاپ ته ڪجن، پر [ٻين سان ڳڻ] ڳئون وغيره اُم جانورن کي ڪهجي ٿو! ۽ اها هتيا ڪرائي وري پرميشور. ڏٺيء آهيو عيسائيو! جو اهڙن ڪمن جو ڪندڙ ۽ ڪرائيندڙ کي ٿا اوهين ايشور مڃيو، پنهنجي مڪتيء وغيره جون اميدون رکيو ويٺا آهيو؟

**٥٠. راڄ ڪرمچارين جو عيسائي پرائشچت:-** جڏهن ڪو حاڪم [ruler] پاپ ڪري [٢٢.] ته هو ٻڪريءَ جي بي عيب نر ڇيلي جي قرباني آڻي [٢٣]. ۽ ڪيس اُن جاءِ تي ڪهي، جتي ماڻهو ڀيٽا بليدان پرميشور اڳيان ڪندا آهن: اها پاپ جي قرباني آهي. [٢٤]. (توريت ليو باب ٤، آيتون ٢٢-٢٣-٢٤).

**سميڪشڪ:-** ڀلو ڙي ڀلو! جي ائين آهي ته عيسائن جا حاڪم، نياءُ ڪندڙ ۽ سپهه سالار [سيناپتي] آدي پاپ ڪرڻ کان ڊڄندا ئي ڇو هوندا؟ پاڻ جتن وٽين لئن پاپ ڪندا رهندا، ۽ پرائشچت جي ڪاٽر ڳئوءَ، وڇڙي ۽ ڇيلي وغيره جا پراڻ ڪڍندا. انڪري ئي عيسائي لوڪ ڪنهن به جانور يا پکيءَ کي مارڻ ۾ ذرو به شڪ ڪين ڪن. عيسائيو! هيٺئن ته جهنگلي مت کي ڇڏي شانتي ۽ ڌرم سان ڀرپور ويد مت کي سويڪار ڪريو، جو اوهان جو ڪلياڻ ٿئي. (٥٠)

**٥١. پرائشچت جي سهوليت يا پاپ جو همتائڻ:-** ۽ جي ڪيس گهٽي اڻڻ جي شڪتي نه هجي، ته هو پنهنجي ڪيل پاپ لاءِ ٻه قمريون turtled oves اٿوا ٻه ڪبوترن جا ٻچا پرميشور لاءِ آڻي [٧]. ۽ سندس سڀي گهيءَ وٽان مروڙي ڇڏي پر الڳ نه ڪري [٨]. ۽ ڪاهن [priests] سندس ڪيل پاپ لاءِ پرائشچت * ڪندو، ۽ ڪيس معافي ملندي [١٠]. پر جي ڪيس ٻن قمرن يا ٻن ڪبوترن جي ٻچن آڻڻ جي به سامرٿي نه هجي، ته سير [Ephah] جي ڏهين ڀاڱيءَ جيترو سنهو ميدو آڻي ● پاپ جي ڀيٽا ڏيڻ لاءِ آڻي ۽ اُن تي تيل نه وجهي [١١]. ۽ ڪيس معافي ڏيڻي [١٣]. (توريت ليو باب ٥، آيتون ٨-٩-١٠- ١-١٢-١٣).

* پرائشچت يا ڪفاري لاءِ انگريزي بائبل ۾ "atonement" شبد آهي، جنهن جي معنيٰ ريورنڊ ڪريون [Rev. Craven] صاحب جي نيو بائبل ڊڪشنريءَ موجب "مسيح جو اهو خاص ڪفارو جنهن سان خدا ۽ انسان جي وچ ۾ ميل ٿيندو آهي"، ارٿات هڪ ٿيڻ. Atone+ment=Atonement. (ڪٺپترا)

(● فوٽ نوٽ پنيان صفح ٥٦٢ تي ڏسو.)

**سميڪشڪ**:- ڏسو! عيسائين ۾ پاپ ڪرڻ کان شاهوڪار ته ڪو به نه ٻچندو هوندو، ڇو ته ڪنگال به نه! ڇاڪاڻ ته سندن ايشور پاپن جو پرائشچت ڪرڻ ڏاڍو سولو ڪري ڇڏيو آهي. عيسائين جي بائيبل جي هڪ عجيب ڳالهه ته اها آهي، ته رڳو [وڌيڪ] پاپ ڪرڻ ڪري بنا تڪليف جي پاپ لهو ٿا وڃن! هڪڙو ته پاپ ڪجي، وري تنهن لئي جيون کي ماري [ٻيو پاپ ڪري] آلٽو سان سندس ماس کائجي، جنهنڪري [اڳيون] ڪيل پاپ به لهي وڃي!! ويچارا ڪبوترن جا ٻچا سسيون مروڙجڻ ڪري ڪيترو نه سور ڀوڳيندا هوندا؟ تڏهن به عيسائين کي ديا نٿي اچي. پر ديا اچي ڪيئن، جڏهن سندن ايشور ئي هنسا ڪرڻ جو اپديش ويٺو ڏئي؟ وري هن سڀني پاپن جو اهڙو [سولو] پرائشچت آهي، ته "عيسيٰ تي ايمان آڻڻ ڪري پاپن جي لهي وڃڻ" جو وڏو اڊمبر ڇو ٿا رچين؟ (٥١).

**٥٢. پوراڻڪ پوڄاريءَ کان به عيسائي ڄاڄڪ وڌيڪ فائدي ۾**:- ۽ ان بلدان جي کل ان ڄاڄڪ (ڪاهن) جي ٿيندي، جنهن ڪيس چاڙهيو (٨). ۽ سموري گوشت جي قرباني جا تنور ۾ پچايل هجي، ۽ سيڪي جو ٺهيءَ يا ٺهي تي تاهيو وڃي، سو ساڳي قرباني چاڙهيندڙ **ڄاڄڪ** جو ٿيندو (٩). (توريت ليوي باب ٧، آيتون ٩-١٠).

**سميڪشڪ**:- اسين سمجهندا هواسون ته هت [آريه ورت ۾] ئي ديوين جي پوڄارين ۽ مندرن جي پوڄارين جي پوپ ليلا وچتر آهي. [پر نه] عيسائين جي ايشور ۽ سندن پوڄارين جي پوپ ليلا ڪائين هزار ڀيرا وڏي آهي. ڀلا جڏهن کلن مان ٻه ٽڪا ملندا هوندا ۽ پچن جا پدارٿ مفت ايندا هوندا، ته پوءِ ته ڏاڍي موج لڳي هوندي! هيئر به موج هوندي! ڀلا هڪڙي پٽ کي مارائڻ ۽ ٻئي پٽ کي سندس ماس کارائڻ، ڪنهن لاءِ ڪڏهن ممڪن به آهي؟ ساڳيءَ ريت منش، پسو، پکي آدي سمورا جيو ايشور کي پٽن جيان آهن، تنهن ڪري ايشور اهڙو ڪم هرگز ڪري نٿو سگهي! انڪري ئي هيءَ انجيل **ايشور ڪرت** [نٿي سڏجي]، نڪي ان ۾ ڄاڻايل **ايشور** [ايشور ٿو سڏجي]، ۽ نه انهيءَ مڃيندڙن کي ڪڏهن ڌرم جو گيان ملي ٿو سگهي! ليوي وغيره [اخبار جي ڪتاب] آدي پستڪن ۾ سڀ اهڙين ئي ڳالهين ڀريل آهن، ڇا ڪائي ڪيترين ڄاڻائيون؟ (٥٢).

● ڏسو اهڙو ايشور!، جنهن وڇڙي، رڍ، ٻڪريءَ جي چمڙي، ڪبوتر ۽ اَٽي تائين به وٺڻ جو نيم ٺاهي ڇڏيو آهي! عجيب ڳالهه ته اها آهي ته ڪبوترن جي ٻچن جون سسيون [ٻين کان] مروڙائي وٺندو هو، جو سسين ڪپڻ جي به ڪيس تڪليف نه ڪرڻي پوي! اهڙن سڀني ڳالهين جي ڏسڻ مان خبر ٿي پوي ته جهنگلي، ماڻهن ۾ ڪو چالاڪ ماڻهو هو، جنهن جبل تي رهي پاڻ کي ايشور سڏايو، ۽ جهنگلي، جي اگياني هوا، ان ڪيس ايشور ئي مڃي ورتو! پنهنجيءَ چالاڪيءَ سان هو پنهنجيءَ خوراڪ لاءِ پسو، پکي، ۽ ان جبل تي ئي گهرائي وٺندو هو، ۽ موجون ماڻيندو هو! سندس دوت (فرشتا) سندس ڪم ڪندا رهندا هوا. سڄڻ ماڻهو ويچارين، ته ڪٿي وڇڙن، رڍن، چمن، ڪبوترن ۽ "سُڪي" اَٽي جو ڪاڻيندڙ بائيبل جو ايشور ۽ ڪٿي سرو وياپي، سروگيه، اجنما، نراڪار، سرو شڪتيمان ۽ نياءَ ڪاري آدي اُتم گڻن وارو ويدن ۾ ڄاڻايل ايشور!! [اڙدوءَ تان]

## ڳاڻاڻي جو ڪتاب [NUMBERS]

**٥٣. فرشتا هيئنئر ڇو نٿا ڏسجن؟**- ۽ گڏهه پرميشور جي فرشتي کي ڏٺو ته واٽ ۾ بيٺو آهي، ۽ سندس هٿ ۾ اگهاڙي ترار آهي؛ ۽ گڏه واٽ مان ٻاهر پاسيرو ڦري پئي ۽ ڏانهن هلي؛ ۽ بلعام گڏه کي واٽ تي آڻڻ لاء ماريو (٢٣). ۽ پرميشور گڏهه جو وات کوليو ۽ ان بلعام کي چيو ته مون تنهنجو ڇا ڪيو آهي، جو تو مون کي ٽي ڀيرا ماريو آهي؟ (٢٨). (ڳاڻاڻي جو ڪتاب باب ٢٢، آيتون ٢٣- ٢٨).

**سمڪشڪ:**- اڳي ته گڏهيون به ايشور جي فرشتن کي ڏسنديون هيون، پر هن زماني ۾ پنهنجا پادري آدي سرشٽن کي توڙي لاائق ماڻهن کي به خدا يا سندس فرشتا ڏسڻ ۾ نٿا اچن! ڇا هن زماني ۾ پرميشور يا سندس فرشتا آهن يا نه؟ جي آهن ته ڇا گهري ننڊ ۾ ستا پيا آهن؟ بيمار آهن يا ٻئي پرٿوي تي هليا ويا آهن؟ ڪنهن ٻئي ڌنڌي ۾ لڳي ويا آهن ڇا؟ يا هيئنئر عيسائن کان رسي ويا آهن؟ يا مري ويا آهن؟ خبر نٿي پوي ته ڪهن ليو ڇا؟ انومان ته ائين آهي ته جيڪي هيئنئر نه آهن ۽ نٿا ڏسجن، اهي اڳي به نه هئا ۽ نه ڏسڻ ۾ ايندا هئا، ۽ هي رڳا من گهڙت گپوڙا هيل آهن! (٥٣).

**٥٤. موسيٰ وڀچاري هو:**- تنهنڪري هيئنئر ٻارن منجهان هر ڪنهن نر ٻار کي قتل ڪريو ۽ هر ڪنهن استريءَ کي جا پتيءَ سان سمهي آهي قتل ڪريو (١٧). پر سمورين **ڇوڪريون** [women children] جن مردن سان سنجوڳ نه ڪيو آهي؛ پاڻ لاء جيئريون رکو (١٨). (ڳاڻاڻي جو ڪتاب باب ٣١، آيتون ١٧-١٨).

**سمڪشڪ:**- ڏسو آهي موسيٰ پيغمبر! ۽ ڏسو آهي اوهانجو خدا!! جو ڏاڍن ٻارن، پوڙهن ۽ جانور وغيره کي مارائڻ کان به نٿو گسي! ان مان صاف ظاهر ٿو ٿئي ته موسيٰ وڀچاري هو! جي وڀچاري نه هجي ها، ته ڪنوارين ڇوڪرين کي پاڻ لاء ڇو گهرائي ها؟ ۽ اهڙيءَ بي رحميءَ ۽ زناڪاريءَ جو حڪم ڇو ڏئي ها؟ (٥٤)

## سموئيل ٻيو ڪتاب [2nd. SAMUEL]

**٥٥. عيسائي ايشور ۽ سندس گهر:**- ۽ تنهن رات ائين ٿيو، جو پرميشور جو وچن ناٿن کي پهتو، ۽ چيائين (٤). ته منهنجي ٻانهي دائود کي وڃي چئو ته پرميشور ائين ٿو فرمائي ته ڇا تون منهنجي رهڻ لاء ڪو گهر [مندر] ٺاهيندين؟ (٥). جڏهن کان اسرائيل جي سنتان کي مصر مان ڪڍي آندو آهي، تڏهن کان وٺي اڄ تائين آءٌ ڪنهن گهر ۾ نه رهيو آهيان ۽ بلڪ تنبن يا ٽڪاڻن (tabernacle) ۾ رهندو آهيان (٦).

(توريت سموئيل ٻيو، باب ٧، آيتون ٤-٥-٦.)

**سمڪشڪ:**- هيئنئر ته ڪو شڪ باقي نه رهيو، ته عيسائن جو ايشور منهن جيان شرير وارو نه آهي! هيئنئر هو ميار ٿو ڏئي ته مون سخت پورهيو ڪيو آهي ۽ دربدر رلندو رهيو آهيان، تنهنڪري دائود گهر جوڙائي ڏيم ته آن ۾ رهي آرام وٺان! اهڙي **ايشور** ۽ اهڙي **پستڪ** کي مڃيندي ڇا عيسائن کي لڄ به نٿي اچي؟ پر ڇا ڪن؟ وچارا ڦاسي ويا آهن ۽ ورڻي پاڻ ڇڏائڻ لاء نه ڪو زبردست پرشارٿ ڪري پوندن (٥٥).

## راڄائن جو ٻيو پسڪ (2nd. Kings)

**٥٦. عيسائي ايشور جو گهر سڙڻ:-** ۽ بابل جي بادشاه نبوڪد نضر جي بادشاهيءَ جي اڻويهين ورهيه جي پنجين مهيني جي ستين ڏينهن بابل جي بادشاه جو هڪ نوڪر نبوزر ادان جو خاص لشڪر جو ڪپتان هو، سو يروسلم ۾ آيو (٨). ان پرميشور جو گهر ۽ راڄا جو محلات ۽ يروسلم جا سمورا گهر ۽ هر ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جو گهر، باهه ڏئي ساڙي ڇڏيا (٩). ۽ ڪسديين [Chaldees] جي سڄي لشڪر، جو خاص لشڪر جي ڪپتان سان هو، تنهن اهي يروشلم جي چوڌاري ڀتيون، ڪيرائي ڇڏيون (١٠).

(راڄائن جو پسڪ باب ٢٥، آيتون ٨-٩-١٠)

**سمڪشڪ:-** عيسائين جو ايشور ته پنهنجي سک لاءِ دائود آديءَ کان گهر [مندر] ٺهرائي تنهن ۾ آرام ڪري رهيو هوندو. جو نبوزر ادان ايشور جو گهر ناس ڪري ڇڏيو. ڪجهه به ايشور ۽ سندس فرشتن جو لشڪر ته ڪي ڪين ڪري سگهيو! اڳي ته سندن ايشور ڏاڍيون جنگيون جوٽيندو هو ۽ سوڀيون ڪندو هو، پر هينئر ته پنهنجو گهر به سڙائي ۽ ڊهرائي ويٺو. الاجي [پاڻ] ماٺ ڪري ڇو ويٺو رهيو؟ ۽ سندس فرشتا ڪيڏانهن ڀڄي ويا، جو اهڙي وقت ڪو به ڪم نه آيو؟ وري ايشور جي شڪتي به الاجي ڪيڏانهن ڪافور ٿي وئي؟ اها ڳالهه سچي آهي ته اڳ جاهلن سوين جون ڳالهيون سموريون اجايون چيون؟ مصر جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي مارڻ ڪرڻ ۾ بهادر بڻيو هو ڇا، جو هينئر بهادرن اڳيان ڪجهه نه سگهيو؟ هيءَ ته عيسائين جي ايشور پنهنجي ننڊا ۽ اپمان ڪرائي ورتو! هن پسڪ ۾ اهڙيون هزارين نڪميون اکاڻيون ڀريل آهن (٥٦).

## تواريخ جو پهريون ڪتاب (The First Book of the Chronicles)

**٥٧. اسرائيلن تي سندن ايشور جو قهر:-** تنهڪري پرميشور اسرائيل لاءِ مهاموري (Pestilence) موڪلي، ۽ اسرائيل منجهان ستر هزار ماڻهو مري ويا. (١٤).

(تواريخ ٻيو ڀاڱو باب ٢١، آيت ١٤).

**سمڪشڪ:-** اسرائيل جي ۽ عيسائين جي ايشور جي ليلا ته ڏسو! جنهن اسرائيل قوم کي ڪيترائي ور [دعائون] ڏنائين، ۽ جنهن جي سنڀال لاءِ رات ڏينهن لڳي پيو هو، تن لاءِ هڪدم ڪاوڙجي بيماري وجهي ستر هزار ماڻهو مارائي ڇڏيائين. ڪنهن ڪويءَ جو وچن سچ آهي ته-

क्षणे रुष्ठ: क्षणे तुष्टो रुष्टस्तुष्ट: क्षणे क्षणे । अव्यवस्थितचित्तस्य प्रसादोऽपि भयङ्कर ॥ ६ ॥

[ارٿات] جو ماڻهو هڪدم پرسن ۽ هڪدم ناراض ٿيندڙ آهي ۽ ارٿات گهڙي گهڙي ۾ پرسن ۽ اپرسن ٿيندو ٿو رهي، تنهنجي پرسنتا به خوفناڪ ٿيندي آهي. اهڙي ئي ليلا عيسائين جي ايشور جي آهي! (٥٧).

## ايوب جو ڪتاب (The Book of Job)

**٥٨. انڌاڌنڌ پرميشور سروگيه نه آهي:-** هڪڙي ڏينهن ايشور جا پٽ

565

پرميشور* اڳيان اچي حاضر ٿيا، ۽ شيطان به انهن سان گڏجي پرميشور اڳيان حاضر ٿيڻ آيو (١). ۽ پرميشور شيطان کي چيو ته ڪٿان ٿو اچين؟ ۽ شيطان پرميشور کي جواب ڏنو ته پرٿويءَ تي هيڏانهن هوڏانهن به هيئت خواهه مٿي گهمندو ٿو اچان (٢). ۽ پرميشور شيطان کان پڇيو ته تو منهنجي نوڪر ايوب کي جاچيو آهي ڇا، جنهن جهڙو پرٿويءَ تي ڪو به ڪونهي، جو مڪمل ۽ کرو منشيه آهي، جو ايشور کان ڊڄندڙ آهي، ۽ جو بڇڙائيءَ کان پاسو ڪندڙ آهي ۽ جو اڃا پنهنجي سچائيءَ تي قائم آهي، جيتوڻيڪ تو مونکي سندس برخلاف بنا ڪارڻ ناس ڪرڻ لاءِ جوش به ڏياريو هو (٣). ۽ شيطان پرميشور کي جواب ڏنو ته هائو! کل جي بدران کل، بلڪ انسان وٽ جيڪي به آهي، سو منهنجيءَ جان تي قربان ڪندو (٤). پر هينئر پنهنجو هٿ، وڌاءِ ۽ سندس هڏي ۽ ماس کي ڇهه، ته هو تنهنجي منهن تي توکي پٽيندو [curse] (٥). پرميشور شيطان کي چيو ته ڏس! هو تنهنجي هٿ ۾ آهي، رڳو سندس حياتي بچاءِ (٦). اهڙيءَ ريت شيطان پرميشور جي حاضريءَ مان نڪري ويو ۽ ايوب کي پيرن کان مٿي تائين خراب ڦرڙين سان ڏکويائين (٧).

(ايوب باب ٢، آيتون ١-٢-٣-٤-٥-٦-٧).

**سمڪشڪ:-** هيئر ڏسو عيسائين جي ايشور جو سامرٿ، جو شيطان سندس پڳتن کي سندس حاضريءَ ۾ ڏکوئي رهيو آهي! ۽ ايشور نه شيطان کي سيکت ڏيئي ٿو سگهي، ۽ نه پنهنجن پڳتن کي بچائي ٿو سگهي! نڪي فرشتن منجهان ڪو سندس [شيطان جي] سامهون ٿو پئجي سگهي! هڪڙي شيطان هر ڪنهنکي ڊپ ۾ وجهي رکيو آهي. وري عيسائين جو ايشور سروگيه به نه آهي ۽ جي سروگيه هجي ها ته ايوب جي جاچ شيطان کان ڇو ڪرائي ها؟ (٥٨).

## اپديش [واعظ] جو پستڪ (Ecclesiastes)

**٥٩. گيان پراپت ڪرڻ مان رنج ۽ ڏک:-** هائو، منهنجي انتهڪرڻ، بڌي ۽ گيان جو ڏاڍو آزمودو پرايو (١٦). ۽ جڏهن مون پنهنجي دل گيان پراپت ڪرڻ ۽ چريائپ جهاليت کي سمجهڻ ۾ لڳائي، ته مون ڏٺو آهي ته هيءَ به من جي اشانتي آهي (١٧). ڇاڪاڻ ته گهڻيءَ بڌيءَ ۾ گهڻو رنج آهي، ۽ جو گيان ٿو وڌائي سو ڏک ٿو وڌائي (١٨).

(اپديش باب ١، آيتون ١٦-١٧-١٨).

**سمڪشڪ:-** ڏسو، بڌي ۽ گيان [wisdom and knowledge] ساڳئي ارٿ وارا شبد آهن، تنهنڪري هي جدا جدا ٿا مڃين. بڌيءَ جي واڌاري ۾ رنج ۽ ڏک اودوان کانسواءِ ٻيو ڪير مڃيندو؟ تنهنڪري **بائيبل** ايشور جو ٺاهيل نه ڇا، ڪنهن ودوان جو ٺاهيل به نه آهي (٥٩).

هي ٿورڙو **توريت ۽ زبور [پراڻي عهدنامي]** بابت لکيو ويو. اڳتي ڪجهه متيءَ جي ٺاهيل آدي **انجيل** بابت لکيو ويندو، جنکي عيسائي ماڻهو وڏيڪ پرماڻ يوت [متند

* تيرهين سملاس ۾ آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش ۾ هر هنڌ God شبد جو ترجمو "ايشور" ۽ Lord جو "پرميشور" ڪيل آهي. اردوءَ وارو هر هنڌ God کي "خدا" ۽ Lord کي "خداوند" ٿو لکي.
(گهٽپترا و)

يا پرماڻڪ] ڪري مڃيندا آهن، ۽ جنجو نالو **نئون عهدنامو** رکيو اٿن. اُن جي پريکشا به ٿوروڙي ۾ ڏئي وٺجي، ته هيءَ ڪهڙي آهي!

## متيءَ * جي ٺاهيل انجيل (Matthew)

**٦٠. پاڪ روح کان گرڀ ٿئي ته زال کي گهر ۾ رکجي:-** هاڻي يسوع مسيح جو جنم هن طرح ٿيو: جڏهن هنجي ماءُ مريم جو مڱڻو يوسف سان ٿيو، تڏهن هنجي پاڻ ۾ گڏ ٿيڻ کان اڳي معلوم ٿيو ته هنکي پاڪ روح [ روح القدس=Holy Ghost=پوتر آتما ] کان پيٽ ٿيو آهي (١٨). پر جڏهن هو انهن ڳالهين بابت خيال ڀائڻ لڳو، تڏهن سپني ۾ هنکي خدا جو هڪڙو ملائڪ ڏسڻ ۾ آيو؛ جنهن چيس ته اي دائؤد جا پٽ يوسف! تون پنهنجيءَ زال مريم کي پاڻ وٽ رکڻ کان نه ڊڄ؛ ڇا لاءِ ته جيڪو پيٽ ٿيو اٿس، سو روح [ پوتر آتما ] کان اٿس (٢٠). (متي باب ١، آيتون ١٨-٢٠).

**سمِيڪشڪ:-** جي ڳالهيون پرتيڪش آدي پرماڻن ۽ سرشٽي ڪرم [قانون قدرت] جي ورڌ آهن، تنکي ڪو به ودوان مڃي نٿو سگهي. اهڙيون ڳالهيون مورک ۽ جهنگلي ماڻهو ئي مڃيندا، ۽ نه سڀيه، ودوان! ڀلا، پرميشور جي نيم کي ڪو ڀڃي به سگهي ٿو؟ پر جي پرميشور پاڻ ئي پنهنجا نيم اُٿلائيندو پٿلائيندو رهندو، ته سندس آگيا ڪو ڪونه مڃيندو! پر هو سروگيه ۽ ڀرم رهت هئڻ ڪري [ائين ڪندو ئي ڪونه] اهڙيءَ ريت ته جنهن به ڪنواريءَ کي گرڀ رهندو، سا چئي سگهندي، ته گرڀ ايشور جي دوارا ٿيو آهي! ڪوڙ به ڳالهائي سگهي، ٿي ته پرميشور جي ملائڪ مونکي سپني ۾ چيو هو ته هيءَ گرڀ پرماتما طرفان ٿيل آهي. جئن هيءَ پرپنچ رچيل آهي، تئن ئي اَسنڀو آهي. پراڻن ۾ ڏنل ڪهاڻي ڪنتيءَ جو سوريه کان گرڀ ڌارڻ ڪرڻ! اهڙن قسمن جون ڳالهيون ئي مت جا مُوڙها ۽ ڀڳڙا جا ڀڳڙها مڃي ڀرم جار ۾ ڦاسندا آهن! ڳالهه ٿي هوندي، هئن:- مريم کي گرڀ ته رهيو هوندو ڪنهن پرش سان سنجوڳ ڪرڻ ڪري، پر اُن پاڻ يا ڪنهن ٻئي هيءَ ناممڪن ڳالهه مشهور ڪئي هوندي، ڪيس ايشور طرفان گرڀ ٿيو آهي! (٦٠).

**٦١. حضرت عيسيٰ جي ڪرامات:-** تنهن کانپوءِ روح [Spirit] يسوع کي رڻ پٽ ڏي وٺي ويو، انهيءَ لاءِ ته شيطان [Devil] سندس آزمائش وٺي (١). ۽ چاليهه ڏينهن ۽ چاليهه راتيون روزو رکيائين، پوءِ هنکي بک لڳي (٢). ته آزمائش وٺڻ واري اچي چيس

---

* فقري ١ کان وٺي ٥٩ تائين پراڻي عهدنامي جي آيتن جو سنڌي ترجمو مون پاڻ انگريزي بائيبل ۽ آريه ڀاشا ۽ اُردوءَ جي ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل ترجمن جي آڌار تي ڪيو آهي؛ ڇاڪاڻ ته پراڻي عهدنامي جو سنڌي ترجمو ڪراچيءَ مان ڪٿان به ملي نه سگهيو. اُتان اڳتي يعني فقري نمبر ٦٠ کان اڳتي نئين عهدنامي جي آيتن جو سنڌي ترجمو برٽش ۽ فارين بائيبل سوسائٽي لاهور جي ١٩٢٣ع ۾ ڇپايل ترجمي تان جو اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد ۾ ڇپيو هو، تنهن تان ڏنل آهي. بهتريءَ لاءِ اُن ۾ ڪٿ ضروري ڦير گهير ڪرڻي پئي اٿم.
(گڪهتراو)

۽ جي تون ابن خدا [خدا جو پٽ] آهين، ته حڪم ڪر ته هي پٿر ماني ٿي پون [٣].
(متي باب ۴ آيتون ١-٢-٣).

**سمڪشا:-** اُن مان صاف سڌ ٿو پوي ته عيسائين جو ايشور سروگيه نه آهي، ڇاڪاڻ ته جي سروگيه هجي ها ته سندس آزمائش شيطان کان ڇو ڪرائي ها؟ پاڻهي سمجهي وٺي ها! هن سمي ۾ جي ڪنهن عيسائيءَ کي چاليهه ڏينهن ۽ چاليهه راتيون بکيو رکون، ته ڇا ڪڏهن بچي سگهندو؟ وري اُن مان اهڙو پڻ سڌ پيو ته نه هو ايشور جو پٽ هو، ۽ نڪي منجهس ڪا **ڪرامات** يا سڌي هئي! نه ته جيڪر شيطان جي سامهون ٿي پٿرن کي روٽيون ڇو نه بڻائي ڏئي ها؟ ۽ پاڻ بکيو ڇو رهي ها؟ سڌانت ته اهو آهي ته جڪي پرميشور پٿر بڻايو آهي، نڪي ڪو به روٽيون ٺهو بڻائي سگهي! نڪي ايشور ٿي اڳ ۾ ٺاهيل نيم کي ڦيرائي ٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته هو سروگيه آهي ۽ سندس سمورا ڪم بنا ڀل چوڪ جي ٿين ٿا.

**٦٢. عيسيٰ جو پٽن کي ماءُ پيءُ کان جدا ڪرڻ:-** ۽ هن اُنهڪي چيو ته اوهين منهنجي پٺيان اچو، ۽ آءٌ اوهانکي ماڻهن جو ڦاسائيندڙ Fishers of men ڪندس [١٩]. ۽ هو يڪدم جار ڦٽا ڪري سندس پٺيان لڳا [٢٠]. اُتان اڳتي وڌي هن ٻيا ٻه ڀائر زبديءَ جو پٽ يعقوب ۽ سندس ڀاءُ يوحنا ڏٺا جن پنهنجي پيءُ زبديءَ سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ پنهنجن جارن جي مرامت پئي ڪئي، تنکي به سڏيائين [٢١]. ۽ هو يڪدم ٻيڙيءَ ۽ پنهنجي پيءُ کي ڇڏي هنجي پٺيان لڳا [٢٢]. ❋ (متي باب ۴ آيتون ١٩-٢٠-٢١-٢٢).

**سمڪشا:-** ڏسجي ٿو ته عيسيٰ توريت جي ڏهن آگيائن مان اُن آگيا کي ته "اولاد پنهنجي پتا ماتا جي سيوا ۽ عزت ڪري، جو سندن آيو وڌي" ٻجي ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ ته عيسيٰ پاڻ نه پنهنجي ماتا پتا جي سيوا ڪانه ڪئي، اُلٽندو ٻين کي پتا ماتا جي سيوا کان ڇڏايائين! [شايد] انهيءَ پاپ ڪرڻ ڪري ٿي وڏي آيو نه ماڻيائين! هن مان پتو پيو ته عيسيٰ ماڻهن کي ڦاسائڻ لاءِ هڪ مت هلايو آهي، جنهن ۾ مڇيءَ وانگر جار ۾ ماڻهن کي ڦاسائي پنهنجا پريوجن سڌ ٿا ڪن. جڏهن خود عيسيٰ ئي اهڙو هو، ته ڪهڙو عجب جو اَڄ ڪالهه جا پادري به پنهنجيءَ جار ۾ ماڻهن کي ڦاسائيندا ٿا وتن؟ جتن وڏين وڏين ۽ گهڻين مڇين ڦاسائيندڙ جو مان ۽ روزگار چڱو ٿو هلي، تئن ئي جو گهڻن لوڪن کي پنهنجي مت ۾ ڦاسائي وٺي، تنهنجو به مان ۽ روزگار ٿو وڌي. انڪري ئي اهو ماڻهو اهڙن ڀورڙن منشين کي پنهنجيءَ جار ۾ ڦاسائي سندن ماتا پتا ۽ ڪٽنب آديءَ کان جدا ڪندا آهن. جن وڇارن نه ڪڏهن ويد ۽ شاستر پڙهيا ۽ نه ٻڌا آهن. تنهڪري سيڪو ودوان آريه سندن ڀرم روپي جار کان [نه رڳو] پاڻ بچائي، پر پنهنجن ڀورڙن ڀائرن کي به بچائڻ لاءِ تيار رهي (٦٢).

❋ آريه ڀاشا، انگريزي، اُردو، مرهٽي ۽ گجراتي اِنهن سڀني ستيارٿ پرڪاش ۾ حوالن ۾ ١٩ کان ٢١ تائين آيتون ڏيکاريل آهن، پر مضمون رڳو ١٩ ۽ ٢٠ جو اُتاريل آهي. ڪيل آلوچنا پاٺڪن کي چڱيءَ ريت سمجهڻ ۾ اچي، اُن لاءِ اسان نه رڳو ٢١ پر ٢٢ آيت به ڏيکاري ڇڏي آهي. (ڪٽپترا و)

**٦٣. عيسيٰ جي ڪرامات يا ماڻهن ڦاسائڻ جي چال؟**:- ۽ يسوع ساري گليل [Galilee] ديش جي عبادتخانن [synogogues] ۾ اُپديش ڏيندو ۽ بادشاهت جي خوشخبريءَ جو هوڪو ڏيندو ۽ سڀني پرڪارن جي روڳن ۽ سڀني پرڪارن جي روڳين کان لوڪن کي ڇٽائيندو، گهمندو وتيو [٢٣]. ۽ جيڪي روڳي نانا پرڪارن جي روڳن ۽ سُورن ۾ ڦاٿل هئا، ۽ جن ۾ ڀوت هئا، ۽ جيڪي مرگهي ۽ اڌرنگ [اَرڌانگ=فالج] هو، تن سڀني کي وٽس وٺي آيا ۽ هن اُنهن کي ڇٽائي ڇڏيو [٢٤]. متي باب ٤، آيتون ٢٣-٢٤).

**سميڪشڪ**:- جي هن زماني جي پوپ ليلا يعني منتر پرشچرڻ [عمل]، آشيرواد [دعا]، رکيائون ۽ ڀڀوت ڏيڻ سان ڀوت ڪڍڻ ۽ بيمارين هٽائڻ برابر آهي، ته اِها انجيل جي ڳالهه به سچي هوندي. [حقيقت ۾] ڀورڙن لوڪن کي ڀرم ۾ ڦاسائڻ لاءِ ئي اهي ڳالهيون آهن! جي عيسائي عيسيٰ جي ڳالهين کي [سچو] ٿا مڃين، ته هتان جي ديويءَ جي پوڄا جون ڳالهيون جي اُنهن جهڙيون آهن، تنکي ڇو نه ٿا مڃين؟

**٦٤. توريت کي هڪڙو به ڪرو ڙين ماڻهو نٿا مڃين**:- سياڻا سي ئي جي دل جا غريب آهن، ڇاڪاڻ ته سرڳ جو راڄ سندن ئي آهي [٣]. سياڻا سي ئي جي غم ٿا ڪن، ڇاڪاڻ ته ڪمن ئي تسلي ملندي [٤] ڇاڪاڻ ته اوهانکي سچ ٿو چوان، ته جيسين آسمان ۽ زمين هليا نه وڃن [pass]، تيسين ڪنهن به ريت سڀني ڳالهين جي پوري ٿيڻ بنا توريت مان هڪڙو ذرڙو يا قطرو* به نه ويندو [١٨]. تنهڪري جيڪو ڪو اُنهن تمام ننڍڙين آگيائن مان هڪڙي ڀڃندو، ۽ لوڪن کي اِهين سيکاريندو، سو سورگ جي راڄ ۾ سڀني کان ننڍو چئبو [١٩]. (متي باب ٥، آيتون ٣-٤-١٨-١٩).

**سميڪشڪ**:- جي سرڳ هڪڙو ئي آهي، ته راجا به هڪڙو ئي ٿيڻ کپي. تنهن ڪري جي سمورا غريب سرڳ ۾ ويندا ته، سرڳ [بهشت] ۾ راڄ هلائڻ جو اڌڪار ڪنهکي ملندو؟ ارٿات هڪ ٻئي سان جهڳڙا ڪندا ۽ راڄ ڪاروبار بگڙي ويندو. وري غريب شبد جو ارٿ جي "ڪنگال" ڪبو، ته غلط ٿيندو. پر جي "آيمان رهت" ڪندا ته به برابر نه ٿيندو، ڇاڪاڻ ته "ڪنگال" ۽ "آيمان رهت" جو ساڳيو ارٿ نه آهي. بلڪ جو "دل جو غريب" آهي، تنهکي سنتوش ڪڏهن به نه ٿيندو. تنهڪري هيءَ ڳالهه برابر نه آهي. آڪاش ۽ پرٿوي هليا ويندا ته توريت هلي ويندو. اهڙي اَنيه وهوستا [عارضي آئين] ماڻهن جي تاهيل ٿي سگهي ٿي، ۽ نه سروڳيه ايشور جي. "جو آگيائن کي نه مڃيندو، سو سرڳ جي راڄ ۾ سڀني کان ننڍو ليکبو" اِن ۾ ته رڳو لالچ ۽ ڀؤ ڏيارڻ ويو (٦٤).

**٦٥. عيسائين کي سدا سڃو رهڻ کپي**:- اسانجي ڏهاڙيءَ جي روٽي اڄ اسانکي ڏي [١١]. پنهنجي لاءِ زمين تي ڌن گڏ نه ڪريو [١٩]. (متي ٦، آيتون ١١-١٩).

---

* ڏسو اعتراض فقري ١٨ جي سميڪشا ۾ صفحي ٧٣٩ ۽ ٧٥٠ تي. ٻيو اعتراض هي به ڪري سگهجي ٿو ته توريت ۾ خدا کي ٻورن ۽ پکين جي قربانيءَ ڏيڻ جو وڌان آهي، پر اڄڪلهه عيسائي نئي عهدنامي جي آڌار تي خدا کي قربانيون نٿا پهچائين. (گڏيترِاو)

**سمِيکشڪ:-** ان مان خبر ٿي پوي ته عيسيٰ جي زماني ۾ ماڻهو جهنگلي ۽ ڪنگال هئا، ۽ عيسيٰ به اهڙوئي ڪنگال هو. ان ڪري ته روزانو روٽيءَ ملڻ لاءِ ايشور جي پرارٿنا پاڻ ٿو ڪري ۽ ٻين کي ٿو سيکاري! ۽ جي ڏن گڏ ڪرڻ واجب نه آهي ته عيسائي ڇو ٿا مايا ميڙين؟ ڪين ته مسيح جي آگيا جي ورتُ نه هلي، سيڪجهه دان پنج ۾ خرچ ڪري، ڪنگال بڻجڻ کپي. (٦٥).

**٦٦. مڪتي ڪنهن کي ملندي:-** جيڪو مونکي خداوند خداوند ڪري ٿو ڪوٺي، سو سيڪو سرڳ جي راڄ ۾ نه گهڙندو، پر اهوئي گهڙندو، جو منهنجي سرڳ ۾ رهندڙ پتا جي آگيا تي ٿو هلي. (متي باب ٧ آيت ٢١ ❋)

**سمِيکشڪ:-** هينئر ويچار ڪريو ته جيڪڏهن وڏا وڏا پادري، بشپ صاحب، ۽ ڪرشچن لوڪ مسيح جي وچن کي سچو سمجهندا هجن ها، ته جيڪر ڪيس "پريُو" ارٿات "ايشور" هرگز نه ڪوٺين ها! جي اها ڳالهه نه مڃيندا ته ڪڏهن به پاپ ڪرڻ کان بچي نه سگهندا! (٦٦).

**٦٧. يسوع ڪرامت ڏيکاريندڙ جي سفارش نه ڪندو:-** ان ڏينهن گهڻا مونکي چوندا ته خداوند، خداوند! اسان تنهنجي نالي پيشگوئيون نه ڪيون هيون ڇا؟ ۽ اسان تنهنجي نالي ڀوت نه ڪڍيا هئا ڇا؟ ۽ تنهنجي نالي گهڻا ئي ڪرامت جهڙا ڪم نه ڪيا هئا ڇا؟ [٢٢❋] تڏهن آءٌ اُنهنکي صاف چوندس ٿکري وڃو [٢٣]. (متي باب ٧ آيتون ٢٢-٢٣).

**سمِيکشڪ:-** ڏسو! يسوع جهنگلي ماڻهن کي وشواس ڏيارڻ لاءِ سرڳ ۾ نياءُ ڪندڙ بڻجڻ ٿي گهريو! هيءَ رڳو ساده سؤدن ماڻهن کي لالچائڻ جي ڳالهه آهي (٦٧).

**٦٨. يسوع جو ڪوڙهه ڇڏائڻ:-** ۽ ڏسو، هڪڙو ڪوڙهيو وٽس آيو ۽ کيس سجدو ڪري چوڻ لڳو ته اي خداوند، جي تنهنجي اِڇا ٿيندي ته تون مونکي ڇٽائي پاڪ ڪري سگهندين [٢]. سو هن پنهنجو هٿ ڊگهيري اُنکي لاتو، ۽ چيائينس ته منهنجي مرضي آهي، تون ڇٽي پاڪ ٿيءُ: ۽ اُنهيءَ دم ڪوڙهه لهي ويس [٣]. متي باب ٨، آيتون ٢-٣).

**سمِيکشڪ:-** اِهي سمورِيون ڳالهيون ڀورڙن ماڻهن کي ڦاسائڻ جون آهن، ڇاڪاڻ ته جي عيسائي لوڪ انهن وديا ۽ سرشٽي ڪرم جي اُبتڙ ڳالهين کي سچيون ٿا مڃين، ته شڪر آچاريه، ڌنونتري، ڪشيپ آديءَ جون ڳالهيون جي پراڻن ۽ مهاڀارت ۾ [لکيل] آهن، تنکي سچيون ڇو نٿا مڃين؟ مثال لاءِ:- [١] گهڻن ڏينهن جي مئل سِمنا جيئري ڪيائون! [٢] برهسپتيءَ جي پٽ ڪچ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري جانورن ۽ مڇين کي کارائي ڇڏيائون، تنهن هوندي به شڪر آچاريه ڪچ کي جيئرو ڪري ڏيکاريو! [٣] وري ڪچ کي ماري شڪر آچاريه کي کارائي ڇڏيائون، وري به کيس پيٽ ۾ ئي جيئرو ڪري ٻاهر ڪڍيائون! [٤] پاڻ

❋ هيءَ ۽ ٧٦٦ تي نشان ڪيل ٢٢ آيتون آريه ڀاشا وغيره جي ستيارٿ پرڪاش ۾ آڏو گابريون ڏيکاريل آهن، جن مان پورو مطلب سمجهڻ ۾ نٿي آيو، تنهڪري اسان پوريون آيتون ڏيکاري ڇڏيون آهن. [ڪٽپتراو]

[شڪر آچاريه] مري ويو ته ڪيس ڪجھ ڇيڙيو ڪيو ! [٥] ڪشٽ ماڻهوءَ ۽ ون ڪي ساڙي ڇڏيو هو، ڪشيپ رشيءَ ٻنهي کي جياري ڇڏيو ! [٦] ڏنوتريءَ ڪين مردا جياريا، لڪن ڪوڙهين وغيره مريضن کي ڇٽايو. لڪن انڌن ۽ ٻوڙن کي اکيون ۽ ڪن ڏنا وغيره [پوءِ] پلا عيسائي اهڙين ڪتابن کي ڪوڙيون ڇو تا ليکين؟ جي اهي ڳالهيون ڪوڙيون آهن ته عيسيٰ جون ڳالهيون ڇو ڪوڙيون ڪينهن؟ جي ٻين جي ڳالهين کي ڪوڙيون ۽ پنهنجن ڪوڙين ڳالهين کي به سچيون تا چون، سي هٺيلا ڇو ڪينهن؟، تنهنڪري عيسائين جون ڳالهيون رڳيون هٺ جون ۽ ٻاراڻيون آهن (٦٨).

**٦٩. عيسيٰ ماڻهن جا ڀوت ڪڍي سوئرن ۾ ٿو وجهي:-** ۽ جڏهن اُهو پار پهتو، تڏهن انهي جي چئو قبرن مان نڪري اچي گڏيس، جن ۾ ڀوت هئا، ۽ جي اهڙا ته ڀيانڪ هئا، جو ڪو به منش اُن رستي تان لنگهي نه ٿي سگهيو [٢٨]. ۽ ڏسو! هُو رڙ ڪري چوڻ لڳا، ته اي يسوع، ايشور جا پٽ، اسانجو توسان ڪهڙو ڪم آهي؟ تون وقت کان اڳي اسانکي پيڙا ڏيڻ آيو آهين ڇا؟ [٢٩]. هاڻي انهن کان پري گهڻن سوئرن جو هڪڙو ڌڻ ٿي چريو [٣٠]. ۽ ڀوت کيس منٿ ڪري چوڻ لڳا ته جي تون اسانکي ڪڍين ٿو ته انهن سوئرن جي ڌڻ ۾ ڪڍي ڇڏ [٣١]. ۽ اُن کين چيو ته وڃو! پوءِ هو نڪري سوئرن ۾ وڃي پيا. ۽ ڏسو، سڄو ڌڻ جوش ۾ اچي ڏوڪيندو وڃي سمنڊ ۾ پيو ۽ پاڻيءَ ۾ ٻڏي مئو [٣٢]. متي باب ٨، آيتون ٢٨-٢٩-٣٠-٣١-٣٢].

**سمِيڪشڪ:-** ٿورڙي ئي وچار ڪرڻ سان اِهي سموريون ڳالهيون ڪوڙيون معلوم ٿينديون ۽ ڇاڪاڻ ته مئل منش قبرن منجهان نه ڪڏهن نڪري ٿا سگهن، ۽ نه ڪنهن ڏانهن وڃي سانُس ڳالهائي ٿا سگهن! اهي سموريون ڳالهيون اگياني ۽ ٻهه جهنگلي ماڻهن جون آهن ! اهڙين ڳالهين تي وشواس ڪندا آهن. وري جو اُنهن سوئرن کي ماراڻائين خواه سوئرن جي مالڪن جو نقصان ڪيائين، تنهنجو پاپ به ته عيسيٰ کي لڳو هوندو. پر عيسائي لوڪ ته عيسيٰ کي [انساني ڪيل] پاپن جي ڪميا ڏياريندڙ ۽ پوتر ڪندڙ ٿا مڃين! پوءِ پوتن کي پوتر ڇونه ڪري سگهيو؟ ۽ سوئرن جي مالڪن کي نقصان ڇونه ڀري ڏنائين؟ ڇا اَڄڪلهه جا ودوان عيسائي اَنگريز اَهڙن گپوڙن کي مڃيندا به هوندا؟ جي مڃيندا آهن ته ڀرم جار ۾ ڦاٿل آهن ! (٦٩).

**٧٠. عيسيٰ اَڌرنگ جو روڳي ڇڏايو:-** ۽ ڏسو هڪڙو ماڻهو اَڌرنگ جي بيماريءَ ۾ ورتل کٽولي تي پيل وٽس کڻي آيا، ۽ يسوع سندن وشواه ڏسي اُن اَڌرنگيءَ کي چيو ته اَبا، دلجاء ڪر، تنهنجا اَپراڌ ڪميا ٿيا آهن [١٢]. ڇا لاءِ ته آءٌ سچارن کي سڏڻ نه آيو آهيان پر گنهگارن کي [١٣]. (متي باب ٩، آيتون ١٢-١٣).

**سمِيڪشڪ:-** هيءَ ڳالهه به ٿورڙي ئي ناممڪن آهي، جهڙي اڳيون لکيل ! وري جا پاپن جي ڪميا ٿيڻ جي ڳالهه آهي، سا ته سوري ڀورڙن ماڻهن کي لالچائي ڦاسائڻ لاءِ ئي آهي. جهڙي هڪڙن جي پيتل شراب، ڀنگ ۽ ڪاڌل آفيم جو نشو ٻين کي نٿو چڙهي، ساڳيءَ ريت

ھڪڙن جو ڪيل پاپ ٻين کي نٿو لڳي، بلڪ جو ڪري ٿو، سو ئي ٿو ڀوڳي، ۽ اھو ئي ايشور جو نياءُ آھي. جي ھڪڙن جا ڪيل پاپ ٻيءَ ٻين کي ملن يا ني‌ياڌيش [جج] پاڻ وٺي ڇڏي، يا سڀڏن ڪندڙن کي ئي نيڪ نيڪ ڦل ايشور نہ ڏئي تہ ايشور ڪنياءُ ڪندڙ [سڏ] ٿيندو! ڏسو ڌرم ئي ڪلياڻ ڪندڙ آھي، ۽ نہ عيسيٰ يا ڪو ٻيو! وري عيسيٰ وغيره جي ضرورت نہ ڌرماتمائن لاءِ آھي ۽ نہ پاپين لاءِ! ڇاڪاڻ تہ ڪنھنجا بہ پاپ ڪميا ٿي نٿا سگھن! (٧٠).

**٧١. عيسيٰ جو سنسار ۾ جھڳڙا وجھائڻ:-** ۽ ھن [يسوع] پنھنجن ٻارھن ❀ ششن کي پاڻ وٽ گھرائي، کين اَپوتر پوتن [unclean spirits] کي ڪڍڻ ۽ ھر پرڪار جي روڳن ۽ وياڌين کي ڇٽائڻ جو اَڌڪار [power] ڏنو (١). ڇاڪاڻ تہ ڳالھائڻ وارا اوھين نہ آھيو، پر اوھانجي پتا جو آتما [Spirit of your Father] آھي، جو اوھان ۾ ڳالھائي رھيو آھي(٢٠★). [ائين نہ ڀانيو تہ آءٌ پرٿويءَ تي ميلاپ [peace] ڪرائڻ لاءِ آيو آھيان]. آءٌ صلح ڪرائڻ لاءِ نہ پر تلوار ھلائڻ لاءِ آيو آھيان (٣٤). ڇاڪاڻ تہ آءٌ ماڻھوءَ کي سندس پيءُ جي برخلاف ۽ ڌيءُ کي سندس ماءُ جي برخلاف، ۽ نھن کي سندس سس جي برخلاف ڪرڻ آيو آھيان (٣٥). ماڻھوءَ جا ويري خود سندس گھر جا ڀاتي ٿيندا (٣٦). [متي باب ١٠، آيتون ١-١٣-٣٤- ٣٥ ۽ ٣٦].

**سمڪشڪ:-** اھي شش اھي ئي آھن، جن مان ھڪڙو ٽيھن روپين جي لالچ تي يسوع کي پڪڙائيندو، ۽ ٻيا ڪانئس منھن موڙي جدا جدا ٿيءِ ويندا! پوتن [جنن] جو اچڻ ۽ ڪڍڻ ۽ بنا دوائن يا پٿيہ [پرھيز] جي بيمارين کان ڇٽڻ وديا جي ورڌ ۽ سرشٽي ڪرم اَنوسار نامڪن آھن، تنھڪري اھڙين ڳالھين مڃڻ اَگيانين جو ئي ڪم آھي. ڳالھائيندڙ جيڪڏھن جيوَ نہ آھن ۽ ايشور آھي، تہ پڌايو تہ جيوَ ڪھڙا ٿا ڪم ڪن؟ ان موجب تہ سچ ۽ ڪوڙ جو ڦل يعني سک ۽ دک بہ ايشور ئي ڀوڳيندو ھوندو، جو ٺھڻ پل آھي! ڇاڪاڻ تہ يسوع ڦوٽ وجھائڻ ۽ وڙھائڻ آيو ھو، انڪري ھن وقت بہ اِنسان ذات ۾ جھڳڙا ھلي رھيا آھن، جا ڪيڏي نہ دک جي ڳالھہ آھي! ڦوٽ وجھائڻ ڪري ھر ھڪ ماڻھن کي دک ئي پھچندو آھي! پر يسوع شايد اُن کي ئي گرو منتر ڪري ليکيو ھوندو! جڏھن ھڪ ٻئي ۾ ڦوٽ وجھائڻ خود يسوع کي ٺيڪ وڻي، پوءِ ڀلا اھي [سندس پوئلڳ عيسائي] ڇو نہ مڃيندا ھوندا؟ گھر جي ماڻھن ۾ ھڪ ٻئي سان دشمني وجھائڻ يسوع جو ئي ڪم ھوندو، سريشٽ پرش جو نہ آھي! (٧١).

**٧٢. ست روٽيون ھزارھا منش کائي اُڌيا:-** ۽ يسوع ڇين تہ اوھان وٽ ڪيترين روٽيون آھن؟ اُنھن چيو تہ ست ۽ ڪي ٿوريون مڇيون (٣٤). ۽ اُن منشن کي حڪم ڏنو تہ

❀ انھن ٻارھن ششن جا نالا باب ڏھين جي اڳئين آيتن ٢ کان ٤ تائين متي جي انجيل ۾ ڏنل آھن.

★ آريہ ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش جي سينءِ ڇاپن ۾ خواہ مرھٽي ۽ گجراتي ستيارٿ پرڪاش ۾ آيت ١ ۽ ٢٠ جو مضمون نہ ڏنل آھي پر حوالي ۾ غلطي ڪري ١٣ لکيل آھي. اُڙدوءَ واري ۾ نيڪ حوالو نہ ڏنو آھي. [گلاپترا و]

ڏرليءَ تي ويهي وڃو (٣٥). ۽ اُن اُهي ست روٽيون ۽ مڇيون کڻي شڪرانا ڪري، ٽڪر ٽڪر ڪري پنهنجن ششن کي ڏنيون ۽ ششن وري ماڻهن کي ڏنيون (٣٦). ۽ اُنهن سڀني کائي ڍؤ ڪيو، ۽ ٽڪرا ٽڪرا جيڪي بچيا، تن جا ست کارا ڀري کنيائون (٣٧). ۽ جن کاڌو سي چار هزار پرش هئا، تنهن کانسواءِ زالون ۽ ٻار (٣٨). [متي باب ١٥، آيتون ٣٤ کان ٣٩].

**سميڪشڪ:-** ڏسو! ڇا هيءَ اڄڪلهه جي ڪوڙن ڪرامتن ۽ اندرجالن جيان فريب جي ڳالهه نه آهي؟ اُنهن روٽين ۾ ٻيون روٽيون ڪٿان اچي ويئون؟ جي يسوع ۾ اهڙيون ڪرامتون هيون ته پاڻ بک ۾ گولر (اَنجير) جا ڦل کائڻ لاءِ ڇو ڀٽڪندو رهيو؟ مٽيءَ، پاڻيءَ ۽ پٿرن آديءَ مان پاڻ لاءِ سيرو ۽ روٽيون ڇو نه ٺهي ورتائين؟ اهي سڀ ريڍون ڳالهيون ٻاراڻيءَ راند جيان آهن. جئن ڪيترا ئي سادو ۽ ويراڳي اهڙيون ڇل جون ڳالهيون ڪري ڀورڙن منشن کي ٺڳيندا رهندا آهن، تئن ئي هيءَ به آهي! (٧٢).

**٧٣. يسوع تي ايمان آڻڻ اجايو آهي:-** ڇاڪاڻ ته ابن آدم [Son of man] پنهنجي پتا جي جلوي ۾ پنهنجي ملائڪن سان گڏ ايندو، تڏهن هو سڀڪنهن منش کي سندس ڪرمن انوسار ڦل ڏيندو (٢٧). [متي باب ١٦، آيت ٢٧].

**سميڪشڪ:-** جيڪڏهن ڪرمن انوسار ڦل ڏنو ويندو، ته عيسائين جا پاپن جي ڪميا ٿيڻ جا اُپديش ڪرڻ اجايا آهن. پر جي اهي سچ آهن ته هيءَ ڪوڙ چئبو. پر جي ڪو چوي ته معاف ٿيڻ جهڙا پاپ معاف ٿيندا آهن ۽ نه ٿيڻ جهڙا نه ٿيندا آهن، ته اهو به سچ نه چئبو، ڇاڪاڻ ته سڀني ڪرمن جو ڦل جئن جو تئن ڏيڻ ڪري ئي نياءُ ۽ پوري ديا ٿيندي آهي (٧٣).

**٧٤. اهر جي داڻي جيترو وشواس جبل کي هٽائي سگهندو:-** ۽ يسوع ڪين چيو ته اوهانجي وشواس نه رکڻ سببان؛ ڇاڪاڻ ته آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان ته اوهانکي اَهر جي داڻي جيترو به وشواس هوندو، ته اوهين جي هن جبل کي چوندا ته هتان هٽي هوڏانهن وڃ، ته هو هٽي ويندو، ڪابه ڳالهه اوهان لاءِ ناممڪن نه رهندي.
[متي باب ١٧، آيت ٢٠].

**سميڪشڪ:-** [ان مان ثابت ٿيو] ته عيسائي لوڪ جو اهڙو پرچار ڪندا ٿا وتن ته "اسان جي مذهب ۾ اچي پاپ معاف ڪرائي بهشت ۾ وڃو آدي"، سو سڀ ڪوڙو مٿيا آهي! ڇاڪاڻ ته يسوع ۾ پاپن کان ڇڏائڻ، وشواس جي آڻائڻ، ۽ پوتر ڪرڻ جي شڪتي هجي ها، ته پنهنجن ششن جي آتمائن کي نشپاپ، وشواسي ۽ پوتر ڇو نه ڪري ڇڏي ها؟ جي يسوع سان گڏوگڏ گهمندا هئا، جي تنکي به هو شد ۽ وشواسي [نه بڻائي سگهيو] ۽ نه سندن ڪلياڻ ڪري سگهيو، ته مرڻ کان پوءِ ته هو ڪنهنکي به پوتر ڪري نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته سندس پنهنجو ئي پتو ڪونهي ته آهي ڪٿي؟ جي يسوع جي چيلن ۾ اَهر جي داڻي جيترو به ايمان ڪونه هو، ۽ جي اُنهن ئي هيءَ انجيل ناهي آهي، انجيل به پرماڻڪ [اعتبار جهڙي] ٿي نه سگهندي! ڇاڪاڻ ته وشواس نه ڪرڻ جهڙن، اَپوتر ۽ اَڌرمي ماڻهن جي ليکه تي ايمان آڻڻ، ڪلياڻ جي اِڇا رکندڙ ماڻهن جو ڪم ئي نه آهي!

وري ان مان هي بہ سڌ ٿي سگهي ٿو، تہ جي يسوع جو وچن سچو آهي، تہ ڪنهن بہ عيسائيءَ ۾ اَهڙ جي هڪ داڻي جيترو بہ وشواس يا ايمان نہ آهي! ۽ جي ڪو دعويٰ ڪري تہ اَسان ۾ پورو يا ٿورڙو ايمان آهي تہ ڪيس ڪنهن جبل کي سمنڊ جاءِ تان هٽائڻ لاءِ چئجي! جي سمنڊ چوڻ سان هٽي بہ وڃي، تہ بہ ايترو ٿي سمجهو تہ اُن ۾ رڳو اَهڙ جي هڪ داڻي جيترو ايمان آهي ۽ نہ پورو وشواس! جي نہ هٽي تہ سمجهو تہ عيسائين ۾ وشواس، ايمان يا ڌرم جو هڪ ذرو بہ ڪونهي!

۽ جيڪڏهن ڪو چوي تہ اِئي ايمان آدي دوشن جو نالو جبل آهي، تہ بہ برابر نہ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ جي اِئين هجي، تہ مڙلن، اَنڌن، ڪوڙهين ۽ جنن وارن ماڻهن کي چڱائڻ جو اَرٿ بہ آلسي، اَگياني، ڪامي ۽ گمراهہ منشن کي گيان ڏيئي هوشيار ۽ چڱو بڻائڻ ٿي ڪبو! ۽ اِئين مڃڻ بہ برابر نہ ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ جي اِئين هجي ها تہ پنهنجن شش کي ڇو نہ چڱو بڻائي سگهي ها؟ لنهڪري نامڪن ڳالهين لکڻ ڪري رڳي يسوع جي اَگيانتا ظاهر ٿي ٿئي. جي يسوع ۾ ٿوري بہ وديا هجي ها تہ اهڙيُون خوفناڪ جهنگليپڻي جوُن ڳالهيوُن ڇو لکي ها؟ سچ آهي تہ:- निरस्तपादपे देशे एरण्डोऽपि द्रुमायते اَرٿات جتي وڻ ڪونهي، اُتي هيرڻ جو ٻوُٽو ٿي سڀني کان چڱو ۽ وڏو وڻ ليکبو آهي. ساڳيءَ ريت وحشين ۽ جاهلن جي ملڪ ۾ يسوع جي [مهتا] ٿيڻ بہ ٺيڪ هئي. ۾ هن زماني ۾ عيسيٰ ڪنهن ڳاڻاٽي ۾ آهي؟ (٧٤).

**٧٥. يسوع جو ٻارن جيان بڻجڻ جو اُپديش:-** ۽ چيائين تہ آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان تہ جيسين اوهان توبهہ ڪري [be converted] ننڍڙن ٻارن جهڙا نہ بڻبدا، تيسين ڪڏهن اوهين سرڳہ جي راڄ ۾ پرويش نہ ڪندا. (متي باب ١٨، آيت ٣).

**سميڪشڪ:-** ثابت ٿيو تہ جيڪڏهن پنهنجيءَ اِڇا اَنوُسار ٿي مَن کي ڦيرائڻ [توبهہ ڪرڻ] سرڳہ جو ڪارڻ ۽ نہ ڦيرائڻ نرڪ جو ڪارڻ آهي، تہ ڪو بہ ڪنهنجو پاپ ۽ پڃ هرگز نٿو وٺي سگهي! وري ٻارن جيان بڻجڻ جي سکيا ڏيڻ مان خبر ٿي پوي، تہ يسوع جوُن ڳالهيوُن وديا ۽ سرشٽي نيم جي بلڪل ورڌ هيوُن! سندس اِها بہ اِڇا هئي تہ منهنجين ڳالهين کي منشيہ ٻارن جيان ٻچا ڳاڇا نہ ڪندي اکيوُن ٻوُٽي مڃي ڇڏين! وري جي عيسائين جو عقل عام ريت ٻاراڻو نہ هجي ها، تہ اهڙيون علم ۽ دليلن جي برخلاف ڳالهيون ڇو مڃين ها؟ هيءُ بہ سڌ ٿيو تہ جي يسوع پاڻ وديا هيڻ ۽ ٻاراڻي عقل وارو نہ هجي ها، تہ ٻين کي ٻارن جيان بڻجڻ جو اُپديش ڇو ڪري ها؟ جو جهڙو پاڻ آهي، تهڙو ٿي تہ ٻين کي بہ بڻائڻ ٿو چاهي! (٧٥).

**٧٦. عيسائي شاهوڪارن لاءِ سرڳہ جا دروازا بند:-** تڏهن يسوع پنهنجن شش کي چيو تہ آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان تہ شاهوُڪار ماڻهوءَ لاءِ سرڳہ جي راڄ ۾ داخل ٿيڻ مشڪل ٿيندو [٢٣]. ٻيهر بہ آءٌ اوهانکي چوان ٿو تہ ايشور جي راڄ ۾ دولتمند منشيہ جي گهڙڻ کان وڌيڪ سولو آهي سئيءَ جي ناڪي مان اُٺ جو لنگهڻ [٢٤]. (متي باب ١٩، آيتوُن ٢٣-٢٤).

**سمِيڪشا**:- ان مان ثابت ٿو ٿئي تہ يسوع سچو هو، ڏاهو ماڻهو ڪين هئو نہ ڏيندا هو نداءِ جهڙي ڪري ٿي اُئين لکيو هوندائين. پر اِها ڳالهہ سچي ڪانهي؛ ڇاڪاڻ تہ شاهوڪارن ۾ سچن ٻنهي ۾ چڱا ۽ لڱا [خراب] ماڻهو ٿيندا آهن. جو چڱو ڪرم ڪندو، سو چڱو ۽ جو برو ڪرم ڪندو، سو برو ڦل پائيندو. وڌيڪ اِهو بہ ثابت ٿئي ٿو تہ يسوع ايشور جو راڄ ڪنهن هڪڙي ملڪ ۾ مڃيندو هو ۽ نہ هر هنڌ. جي اُئين آهي تہ اِهو ايشور ئي نہ آهي! ايشور جو راڄ تہ هر هنڌ آهي، تنهنڪري اُن ۾ داخل ٿيڻ يا نہ ٿيڻ جو [سوال ئي] مورڪپٽي جي ڳالهہ آهي! وري اهترو پڇجين تہ سمورا شاهوڪار عيسائي نرڪ ۾ ويندا؟ ۽ ڇا سمورا سڃا سورڳ ۾ ئي ويندا؟ يسوع مسيح جي ٿورڙو بہ ويچار ڪن ها، [تہ ڪين خبر پوي ها] تہ جيترو مال سامان شاهوڪارن وٽ آهي، اوترو سڃن وٽ ڪونهي. جي شاهوڪار ماڻهو وڌيڪ ڀلائي اهو ڌرم مارگ ۾ خرچيندا، تہ سڃا نيچ حالت ۾ ئي پيا رهندا ۽ شاهوڪار اُتم گتي پراپت ڪري ڇڏيندا (۷۶).

**۷۷. يسوع جا پنهنجن ششن ۽ پوئلڳن ساڻ انجام**:- ۽ يسوع اُنهن کي چيو تہ آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان تہ مان نئين پيدائش [regeneration] ۾ جڏهن آدم جو پٽ پنهنجي ائشور يہ يا جيوتي [glory] سان سنگهاسن تي ويهندو، تڏهن اوهين جي منهنجي پٺيان لڳا آهيو، سي ٻارهن تختن [سنگهاسن] تي ويهي اسرائيل جي ٻارهن ڪٽنبن [tribes] جو نياءُ ڪندؤ [۲۸]. ۽ جنهن جنهن منهنجي نالي لاءِ گهر يا ڀائر يا ڀينر يا ماتا پتا يا ٻار يا ٻنيون ڇڏيون آهن، تن کي اُهي سوڻيون تي ملنديون، ۽ اُهو هميشهہ جي جياپي جو وارث ٿيندو [۲۹] (متي باب ۱۹، آيتون ۲۸-۲۹).

**سمِيڪشا**:- هيٺڙ ڏسو، يسوع جي اندرين ليلا، ان لاءِ تہ سندس ماڻهو ڪالهہ پوءِ بہ سندس چار مان نڪري نہ وڃن! جنهن تيهن رپين جي لالچ تي پنهنجي گروءَ [يسوع] کي پڪڙائي مارائي ڇڏيو، اهڙا پاپي بہ يسوع مسيح پرسان سنگهاسن تي ويهندا! [نہ رڳو اِهو] پر اسرائيلن جي ڪٽنب جو نہ رڳو پکشپات سان نياءُ ئي ڪندا، پر سندن سڀ گناهہ بہ معاف ڪري ڇڏيندا، ۽ ٻين ڪٽنبن جو [سچو] اِنصاف ڪندا! شايد اِنهيءَ آڌار تي ئي عيسائي لوڪ عيسائن سان ڏاڍي پاسخاطري ڪندا آهن. رايتري قدر جو جيڪڏهن ڪو گورو [يورپين] ڪنهن ڪاري کي ماري بہ ڇڏي، تہ بہ گهڻو ڪري پکشپات ڪري، ڪيس بي ڏوهي ٺهرائي ڇڏي ڏيندا آهن! اهڙو ئي نياءُ عيسيٰ جي سورڳ ۾ بہ هوندو. وري اُن ۾ هڪ وڏو دوش اِهو آهي تہ جي هڪڙو مري سرشٽيءَ جي شروعات ۾، ۽ ٻيو مري پرلئہ [قيامت] جي رات، [تہ ٻنهي جو نياءُ ساڳئي وقت ٿيندو!] يعني پهريون تہ سرشٽيءَ جي آد ڪان وٺي قيامت تائين نياءُ لاءِ واجهائيندو رهندو، ۽ ٻئي جو اِنصاف مرڻ شرط ئي ٿي ويندو! هيءَ ڪيڏو نہ انياءُ آهي؟ وري جو نرڪ ۾ ويندو، سو هميشهہ نرڪ ۾ رهندو، ۽ جو سورڳ ۾ ويندو، سو هميشهہ لاءِ سورڳ ۾ رهندو، اهو بہ وڏو انياءُ آهي، ڇاڪاڻ تہ انت وارن ساڌنن ۽ ڪرمن جو ڦل بہ انت وارو ٿيڻ کپي! وري ڪهڙن بہ ٻن جيون جا پاپ پنج هڪجيترا ٿي نٿا سگهن،

تنهنڪري دک سک جي گهٽاوڌيءَ جي حساب موجب بهشت ۽ دوزخ به ڪيترن ئي نمونن جا ٿيڻ کپن، جو سڀڪو [پنهنجي ڪيل ڪرمن انوسار] دک سک ڀوڳي سگهي. اهڙو پربند عيسائن جي پستڪ ۾ ڪٿي به ڏيکاريل ڪونهي، تنهنڪري نه اهو پستڪ **ايشور ڪرت** آهي ۽ نه عيسيٰ ڪڏهن ايشور جو پٽ بڻجي ٿو سگهي؟ سؤ سؤ ماتا پتا نه ڪنهنجا به ٿي نٿا سگهن! هيءَ نه ڏاڍي انڌير جي ڳالهه آهي، ڇاڪاڻ ته هڪڙي [شخص] جي هڪڙي ماءُ ۽ هڪڙو ئي پيءُ ٿيندو آهي! هيءَ جو مسلمانن لکيو هو ته بهشت ۾ هر ڪنهنکي ٻاهتر ٻاهتر حورون ملنديون، سو [وچار] به انومان آهي ته اتان ئي ورتو اٿن (۷۷).

**۷۸. عيسيٰ جو انجير جي وڻ کي پاراتو:-** هيئنر صبح جو جڏهن هو شهر ڏانهن ٿي موٽيو، تڏهن کيس بک لڳي [۱۸]. ۽ جڏهن اُن رستي تي انجير جو وڻ ڏٺو ته اُن ڏانهن آيو، ۽ پنن کانسواءِ اُن تي ٻيو ڪي ڪين ڏٺائين. چيائينس ته اڄ ڏينهن کانپوءِ ڪڏهن به تو ۾ ڦر ڪونه ٿيندو. ۽ اُنهيءَ دم اُهو انجير جو وڻ سڪي ويو [۲۹]. (متي باب ۲۱، آيتون ۱۸-۱۹).

**سميڪشڪ:-** پادري ۽ عيسائي نه چون ٿا ته عيسيٰ ڏاڍو شانت، بردبار ۽ ڪاوڙ وغيره دوشن کان اُجو هو، پر مٿين وچن مان معلوم ٿو ٿئي ته عيسيٰ نه وڏو ڪروڌي ۽ موسمن جو گيان نه رکندڙ هو، ۽ جهنگلي ماڻهن جي سڀاو وارو به هئو! ڀلا وڻ جو هڪ جڙ پدارٿ آهي، تنهنجو ڏوهه ئي ڪهڙو هئو، جو کيس پاراتو ڏنائين، جنهنڪري هو سڪي ويو؟ سندس پاراتي سان نه سڪو هوندو، البت ڪنهن دوا وجهڻ سان سڪو هجي ته عجب ڪونهي (۷۸).

**۷۹. عيسائن جي قيامت [پرلءِ] جا نشان:-** انهن ڏينهن جي مصيبت کان پوءِ هڪدم سج اونداهو ٿي ويندو، ۽ چنڊ پنهنجي روشنائي نه ڏيندو ۽ تارا آسمان مان ڪري پوندا، ۽ آسمان جُون شڪتيون [powers] لڏي وينديون. (متي باب ۴، آيت ۲۹).

**سميڪشڪ:-** عيسيٰ جي، واهه! واهه!! تارن جو ڪرڻ اوهان ڪهڙيءَ وديا موجب ٿا ليکيو؟ ۽ آسمان جون شڪتيون ڪهڙيون آهن، جي لڏي وينديون؟ جي يسوع ٿورڙي وديا پڙهي ها ته کيس اوس خبر پوي ها ته تارا سڀ ڀوگول [ڌرتين جا گولا] هئڻ ڪري ڪرندا ڪين؟ ان مان سڌ ٿي پوي ته عيسيٰ ڊکڻ جي گهر ۾ پيدا ٿيڻ ڪري، هميشه ڪاٺين چيرڻ، ڇلڻ، وَڍڻ ۽ گهڙڻ ۾ ئي لڳو رهيو هوندو. ڳالهائڻ تڏهن لڳو، جڏهن سمجهيائين ته آءٌ به هن جهنگلي ملڪ ۾ پيغمبر بڻجي سگهندس. سندس وات مان ڪيتريون چڱيون ڳالهيون پڻ نڪتيون ۽ ڪيتريون خراب به؛ جي اُتان جا ماڻهو اڻ سڌريل هئڻ ڪري [سموريون] مڃي ويٺا. جئين هن زماني ۾ يُورپ جو ملڪ اُنتيءَ وارو آهي، تئين اُڳي هجي ها ته عيسيٰ جي پيغمبري بلڪل نه هلي سگهي ها! هينئر ڪجهه وديا اچڻ کان پوءِ به ڌنوان جي اُڙيءَ ۽ هٺ سببان هن پول واري مت کي ڇڏي، بلڪل سچي ويد مارگ ڏانهن [عيسائي] نٿا اچن، اها ئي سندن گهٽتائي آهي (۷۹).

**۸۰. عيسيٰ جو وَچن ڪڏهن نه ٽرندو:-** آسمان ۽ ڌرتي گذر ڪري ويندا، پر منهنجو وَچن ڪڏهن نه ٽرندو [۲۵]. (متي باب ۲۴، آيت ۲۵).

**سميڪشڪ:-** هيءَ ڳالهه به اوديا ۽ مورکتا جي آهي. ڀلا آڪاش [آسمان] گذر ڪري ويندو ڪيڏانهن؟ جڏهن آڪاش بلڪل سوکيم هئڻ ڪري اکين سان ڏسڻ ۾ به نٿو اچي، ته ڪيئن گذر ڪندو ڪير ڏسي سگهندو؟ وري پنهنجي وات سان پنهنجي وڏائي ڪرڻ چڱن منشن جو ڪم ئي نه آهي (٨٠).

**٨١. عيسائي نرڪ ۾ به پاسداطري:-** وري لڏهن هو کبي هٿ وارن کي چوندو ته اي پٽيؤ! مون وٽان ٽرو ۽ وڃي هميشه جي باهه ۾ پئو، جا شيطان ۽ سندس ملائڪن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي [٤١]. (متي باب ٣٥، آيت ٤١).

**سميڪشڪ:-** پنهنجن پوئلڳن کي سرڳ ۾ موڪلڻ ۽ ٻين کي سدائين لاءِ ٻرندڙ باه ۾ ڪيرائڻ ڀلا ڪيڏي نه پاسخاطريءَ جي ڳالهه آهي؟ ڀلا جڏهن آڪاش ئي نه رهندو ته سدائين ٻرندڙ نرڪ ۽ سرڳ ڪٿي ڪيدا ڪتي؟ جي شيطان ۽ سندس ملائڪن کي خدا نه ناهي ها ته دوزخ جي ايڏي تياري ڪرڻي ئي ڇو پوي ها؟ اهڙو خدا ئي کهڙي ڪم جو، جنهنکان شيطان به نه ڊجي؟ هو سندس ملائڪ هوندي به ڪانئس باغي ٿيو، پر نه خدا ڪيس پڪڙي قيد ڪري سگهيو ۽ نه ماري سگهيو! جڏهن [شيطان] عيسيٰ کي پڻ چاليهه ڏينهن تڪليف ڏيندو رهيو، ته اهڙي خدا جي خدائي رهي کهڙي؟ نڪي يسوع به ڪيس ڪجهه ڪري سگهيو! پوءِ ته پاڻ کي خدا جو پٽ سڏائڻ به اجايو ٿيو! تنهنڪري نه يسوع ايشور جو پٽ، ۽ نه بائيبل ۾ ڄاڻايل **خدا** ئي سگهي ٿو! (٨١).

**٨٢. لالچ تي عيسيٰ کي پڪڙائڻ:-** تڏهن ٻارهن ڄڻن مان هڪڙو جنهنجو نالو جهودا اسڪريوطي هو، تنهن مکيه ڪاهنن وٽ وڃي [١٤]. ڪين چيو ته جي آءٌ ڪيس اوهان جي حوالي ڪريان ته اوهان مون کي ڇا ڏيندؤ؟ ۽ انهن ساڻس ٽيهن رپين تي سودو ڪيو [١٥]. (متي باب ٣٦، آيتون ١٤-١٥)

**سميڪشڪ:-** هينئر ڏسو ته ڪيئن نه يسوع جي ڪرامات ۽ ايشور پڻو اڳي ظاهر ٿي رهيا آهن! ڄاڪاڻ ته جڏهن ساکيات سندس سنگ ڪندي به سندس مکيه شش جو آتما پوتر نه ٿيو ته مرڻ کانپوءِ هو ڪيئن ٻين جون آتمائون پوتر ڪري سگهندو؟ وري مٿانئس وشواس آڻيندڙ به سندس آسري ئي رهڻ ڪري ڪيڏو نه ٺڳجي ٿا وڃن! ڄاڪاڻ ته جنهن ساکيات سمبند رکندي به پنهنجن شش جو ڀلو ڪونه ڪيو، سو مرڻ کان پوءِ ڪنهنجو کهڙو ڀلو ڪري سگهندو؟ (٨٢).

**٨٣. عيسيٰ جو ڀريو پوڄڻ:-** ۽ کائيندي ئي وٽني له يسوع روٽي ڪنئي ۽ ڌنيواد ڪيو [blessed]. اها ڀڳائين ۽ ششن کي ڏيئي چيائين ته وٺو، کائو، هيءَ منهنجو شرير [body] آهي [٢٦]. ۽ پيالو کڻي شڪرانا مڃي کين ڏيئي چيائين ته ان مان اوهين سڀئي پيئو [٢٧]. ڄاڪاڻ ته نئين عهدنامي [new testament] جو هيءَ منهنجو رت آهي، جو گهڻن پاپن جي کميا [remission] لاءِ وهائجي ٿو [٢٨]. (متي باب ٢٦، آيتون ٢٦-٢٧-٢٨).

**سميڪشڪ:-** مورکه ۽ جهنگلي منش کانسواءِ اهڙي ڳالهه کو سڀيه پرش ڪري نه سگهي

577



تـو؟ ڪاٺ جي پدارٿن کي پنهنجو ماس ۽ پيئڻ جـي وستن کـي پنهنجو رت سمجهڻ جـو اُپديش ڪو به شخص کي نٿو ڏيئي سگهي. اُنـکـي ئـي اڄڪلهه جـا عيسائي پڀو ڀوڄن [خداوند جو کاڌو] ڪوٺيندا آهن. يعني ڪاٺ پيئڻ جي پدارٿن ۾ يسوع جـي ماس ۽ رت جي ڀاونا ڪري کائيندا پيئندا آهن، جا ڪيڏي نه ٻري ڳالهه آهي! جي ماڻهو پنهنجي گروءَ جي ماس ۽ رت ۾ به ڪاٺ پيئڻ جي ڀاونا نٿا ڇڏين، سي ڀين [ساهوارن] کي [ڪاٺ ڪانسواءِ] ڪئن ڇڏي سگهندا؟ (٨٣).

**٨٤. يسوع جي پريشاني** :- ۽ هن پطرس ۽ زبديءَ جي ٻن پٽن کي پاڻ سان ڪيو، ۽ اُداس ۽ ڏاڍو پريشان ٿيڻ لڳو [٣٧]. تڏهن ڪين چيائين ته منهنجي آتما اُنـي اُداس آهي، جڻڪ موت آيو اٿم: اوهين اتي ترسو ۽ مون سان گڏ جاڳو [٣٨]. ۽ هو ٿورو اڳيرو هليو، ۽ منهن ڀر ڪري پرارٿنا ڪري چوڻ لڳو ته اي منهنجا پتا، جي ٿي سگهي ته هيءُ پيالو مون تان ٽري وڃي :- [الهيءَ هوندي به نه منهنجيءَ اڇا ڪري، پر تنهنجيءَ اڇا انوسار] [٣٩]. (متي باب ٢٦، آيتون ٣٧-٣٨-٣٩).

**سمڪشڪ** :- ڏسو! جي يسوع ساڌارڻ منش نه هجي ها، ۽ هـو جي (سچ پچ) ايشور جو پٽ، ترڪال درشي ۽ ودوان هجي ها، ته اهڙي اڻ سهائيندڙ ڳالهه نه ڪري ها. ان مان صاف ظاهر آهي ته اهو پرپنچ (دوکي جي جار) ته يسوع خدا جو پٽ، ترڪال درشي ۽ پاپ معاف ڪندڙ آهي، يسوع پاڻ يا سندس چيلن ڪوڙ ٺدوڙ ڪري ٺاهيو آهـي. تنهن ڪري سمجهڻ گهرجي ته هيءُ رڳو رواجي سنئون سڌو اودوان هو. ودوان ٿوگي يـا سد پرش [ڪرامات جو ڌڻي] نه هو. (٨٤).

**٨٥. يسوع کي موت جي سزا** :- ۽ اڃا هن ڳالهايو ئي ٿي ته ڏسو! جهودا [Judas] جو اُنهن ٻارهن شخص مان هڪڙو هو، سو آيو، ۽ انهيءَ سان هڪڙي وڏي ٽولي ترارين ۽ لٺين سان هئي، جنهن کي مکيه ياجڪن پراچينن جي طرفان موڪليو هو (٤٧). هيئنر جنهـن کيس [يسوع کي] جهليو ٿي، تنهنکي نيشاني ڏيئي ڇڏي هئي، تـه جنهنکي چمـان، سو اٿو، تنهنکي جهلجو (٤٨). ۽ يڪدم اُن يسوع وٽ اچي چيو ته ربي سلام، [گرو نمسڪار= Hail, master] ۽ چميائيس (٤٩). يسوع چيس ته سڄڻ، ڪئن آيو آهين؟ تڏهن اُنهن اچي يسوع ۾ هٿ وڌا ۽ قابو ڪيائونس (٥٠). جيتوڻيڪ گهڻائي ڪوڙا شاهد آيا پر لڌو ڪي ڪين. پر پوءِ هڪڙا به ڪوڙا شاهد آيا (٦٠). سي چوڻ لڳـا ته هن ماڻهوءَ چيو ٿي ته آءٌ خدا جو [Temple of God] گهر ڊاهي ٿو سگهان ۽ ٽن ڏينهن ۾ ٺاهي ٿو سگهان (٦١). ۽ سردار ڪاهن [مها ياجڪ high priest] اُٿي کيس چيو ته تون جواب ڇو نٿو ڏيـن؟ هي تنهنجي ورڌ ڪهڙي شاهدي ٿا ڏين (٦٢). پر يسوع شانتيءَ ۾ رهيو. ۽ سردار ڪاهـن چيس تـه آءٌ توکي جيئري خدا جو قسم ٿو ڏيان، ته تون اسانکي ٻڌاءِ ته ڇا تون عيسيٰ خدا جو پٽ آهين يا نه؟ (٦٣). يسوع چيس ته تو چئي ڇڏيو آهي، [نه به آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته اُن کان پوءِ اوهين آدم جي پٽ [Son of man] کي قادر مطلق [Power=سرو شڪتيمان] جي

ساڄي هٿ ڏانهن ويٺل، ۽ آسمان جي ڪڪرن ۾ ايندو ڏسندا] (٦٤). تڏهن سردار ڪاهن
اُئين چوندي پنهنجا ڪپڙا ڦاڙيا ته هن ڪفر [blasphemy] بڪيو آهي ۽ وڌيڪ شاهدن جي
اسانکي ضرورت ئي ڪهڙي؟ ڏسو! هينئر اوهان پاڻ سندس واتان ڪفر ٻڌو آهي (٦٥).
اوهانجو ڪهڙو ويچار آهي؟ اُنهن وراڻيو ڏيندي چيو ته هي موت جو ڏوهي [قتل ڪرڻ
لائق] آهي (٦٦). پوءِ اُنهن سندس منهن تي ٿڪون هنيون، ڪيس مڪون هنيون. ٻين
ڪيس چماٽون هڻي چيو (٦٧). ته اي مسيح، اسانکي اڳڪٿي ڪري ٻڌاءِ ته توکي ماريو
ڪنهن؟ (٦٨). هينئر پطرس ٻاهر ايوان [palace] ۾ ويٺو هو، ۽ جو هڪڙيءَ نوڪرياڻيءَ اچي
چيس ته تون به هن يسوع گليليءَ سان هئين (٦٩. پر هو سڀني جي اڳيان انڪار ڪري چوڻ
لڳو ته خبر نه آهي تون ڇوٽو چوين ٿي؟ ۽ جڏهن هو نڪري ڏيڍيءَ ۾ ويو، تڏهن ٻيءَ
نوڪرياڻيءَ ڏٺس، ۽ جيڪي حاضر هئا، تن کي اُن ٻڌايو ته هيءُ ماڻهو پڻ يسوع ناصريءَ
[Jesus of Nazareth] سان هو (٧١). ۽ وري اُن قسم کڻي انڪار ڪيو ته آءٌ ان ماڻهوءَ کي
سڃاڻان ئي ڪونه (٧٢). تڏهن هو ڦٽڪار وجهڻ لڳو ۽ قسم کڻي چوڻ لڳو ته آءٌ هن ماڻهوءَ
کي نٿو سڃاڻان (٧٤). (متي باب ٢٦، آيتون ٤٧-٤٨-٤٩-٥١ ۽ ٦١ کان ٧٢ ۽ ٧٤ تائين).

**سميڪشڪ:-** هينئر ڏسو ته عيسيٰ ۾ پنهنجي چيلن کي ٻه ڪي وشواس (ايمان) ڏيارڻ
جيتري شڪتي يا پرتاپ نه هو. (هجيس ها) ته ساڃيا ئي چيلا مري وڃن ها؛ پر پنهنجي
گروءَ کي نڪي رشوت وٺي پڪڙائين ها، نه ڪالنس ڦري وڃن ها، نه ڪوڙ ڳالهائين ها،
۽ نڪي ڪوڙا قسم کڻن ها. توريت ۾ لکيل آهي ته لوط جي گهر ڪيترا ماڻهو سندس
مهمانن کي مارڻ لاءِ چڙهي آيا. اُتي ايشور جا ٻه دوت موجود هئا، جن کين انڌو ڪري
ڇڏيو. جيتوڻيڪ آهي هيءَ ڳالهه به ناممڪن، ته به يسوع ۾ ته ايتري به شڪتي يا ڪرامت
ڪانه هئي! تنهن هوندي به اڄڪلهه سندس نالي جي ڪيڏي نه مهما عيسائي لوڪ ڳائي
رهيا آهن؟ اهڙيءَ دردشا سان مرڻ کان ته بهتر هوس ته پاڻ ڦاهو کائي يا سماڌي چاڙهي
يا ڪنهن ٻئي نموني پراڻ تياڳي ها. پر ايتري ٻڌي به وديا کان سواءِ ايندي ڪٿان؟ (٨٥).

**٨٦. عيسيٰ جو دڙڪو:-** هو [يسوع] انهن کي چوي ٿو ته:- ”تون سمجهين ٿو ڇا ته
آءٌ پنهنجي پتا کي هينئر وينتي نٿو ڪري سگهان ته هو مون ڏانهن ملائڪن جون ٻارهن
کان به مٿي فوجون [ legions ] هينئر جو هينئر موڪلي ڏئي؟“ (متي باب ٢٦ آيت ٥٣).

**سميڪشڪ:-** دڙڪا ٻه ٿو ڏئي، پنهنجي ۽ پنهنجي پتا جي مهما به ٿو ڳائي، پر ڪري
ڪجهه به نٿو سگهي! عجب ته ڏسو، ته جڏهن مهاياجڪ [سردار ڪاهن] چيس ته جي ماڻهو
تنهنجي ورڌ شاهدي ٿا ڏين، تن جو جواب ڏي، ته يسوع ماٺ ۾ رهيو! هيءُ ٻه چڱو نه
ڪيائين، ڇاڪاڻ ته جيڪي سچ هو، سو اُتي اوس چوڻ گهربو هوس، جو معجهانئس ڇگائي
نڪري ها. اهڙيون ڪيتريون پنهنجي گهمنڊ جون ڳالهيون ڪرڻ ئي نه کپنديون هئس.
جن يسوع تي ڪوڙا دوش لڳائي ماريو، تن پڻ چڱو نه ڪيو، ڇاڪاڻ ته ڇاڻايل ڏوهه
يسوع ڪيا ئي ڪونه هئا. پر جي جهنگلي هئا، سي نياءَ جي ڳالهه سمجهندا ڪٿان؟ جي

عيسيٰ کوڙيءَ ريت پاڻ کي ايشور جو پٽ نه سڏائي ها، ۽ اهي سانس اهڙي ٻچڙائي نه ڪن ها، نه ڀهي لاءِ پلو هو. پر ائڏي وديا، ڌرماتماپڻو ۽ نياءِ شيلتا آٿين ڪٿان ها؟ (٨٠).

**٨٧. عيسيٰ کي صاحب تي چاڙهڻ:-** ۽ يسوع راڄ ڪرمچاري [Governor] جي روبرو بيٺو هو. ۽ اڌيڪش [حاڪم] کانئس پڇيو ته ڇا تون يهودين جو راجا آهين؟ ۽ يسوع چيس ته تون پاڻ ٿو چوين (١١). ۽ جڏهن مکيه ڪاهنن ۽ وڏن مٿس تهمت آندي، تڏهن اُن ڪو به جواب نه ڏنو (١٢). تڏهن پيلاطس [Pilatc] کيس چيو ته ڇا تون ٻڌين ٿو، ته هو تنهنجي ابتڙ ڪيڏيون نه شاهديون ڏئي رهيا آهن؟ (١٣). پر اُن هرگز اکر نه ورائيو. انتري قدر جو راڄ ڪرمچاريءَ کي ڏاڍو عجب لڳو (١٤). تڏهن پيلاطس چين ته آءٌ عيسيٰ جنهن کي مسيح ٿا چون، تنهن کي ڇا ڪريان؟ کيس سڀني چيو ته صليب تي چاڙهيوس (٢٢). ۽ حاڪم پڇين ته ڇو، اُن برائي ڪهڙي ڪئي آهي؟ پر اُنهن اڃا وڌيڪ رڙيون ڪري چيو ته هو صليب تي چڙهي (٢٣). جڏهن پيلاطس ڏٺو ته منهنجي ڪجهه نٿا مڃين پر جيڪي سو گوڙ ٿا ڪن، تڏهن پاڻي ڪڍي انبوهه اڳيان هٿ ڌوئي چيائين ته آءٌ هن سچي ماڻهوءَ جي هتيا کان نراپرادي [بي ڏوهي] آهيان، اوهين پاڻ ڄاڻو (٢٤). تڏهن سڀني ماڻهن ورندي ڏئي چيو ته پلي سندس خون اسان تي ۽ اسانجي اولاد تي هجي (٢٥). تڏهن اُن برابا (Barabbas) کي آزاد ڪري ڪين سونپيو، ۽ يسوع کي ڦٽڪا هڻائي صليب تي چاڙهڻ لاءِ حوالي ڪيائين (٢٦). ۽ حاڪم جا سپاهي يسوع کي عام ايوان [Common hall] ۾ وٺي ويا ۽ سپاهين جي سڄي پلٽڻ ونس آڻي گڏ ڪيائون (٢٧). ۽ سندس ڪپڙا لاهي [چوغو=Robe] پي ڪيائونس (٢٨). ۽ ڪنڊن جو هڪ ڇٽ ڳتي سندس مٿي تي رکيائون، ۽ هڪ ڪانو سندس ساڄي هٿ ۾ ڏنائون ۽ سندس اڳيان گوڏا کوڙي چرچو ڪري چوڻ لڳس ته سلام، اي يهودين جا بادشاه! (٢٩). ۽ اُن تي ٿڪون وڌائون، ۽ اهو ڪانو وٺي مٿي تي ڌڪ هنيائونس (٣٠). ۽ سانس مسخريون ڪري رهيا هئا ته اهو چوغو لاهي ورتائونس ۽ سندس ڪپڙا پي ڪائي صليب تي چاڙهڻ لاءِ وٺي هليس (٣١). ۽ جڏهن هو کيس گلگتا [Golgotha] نالي هڪڙيءَ جاءِ تي وٺي آيا، جنهنجي معنيٰ آهي کوپڙيءَ واري جاءِ (٣٣). تڏهن کيس پت [Gall] سان گڏيل سرڪو پيئڻ لاءِ ڏنائون، ۽ جڏهن اُن اهو چکيو، تڏهن پيئڻ جي نه ڪيائين (٣٤). ۽ سندس تهمت نامو [دوش پتر] لکي سندس مٿي تي لڳائي ڇڏيائون ته **هيءُ آهي يسوع يهودين جو راجا** (٣٧). اُن وقت سانس گڏ ٻه چور به صليب تي چاڙهيائون، هڪڙو ساڄي هٿ ڏانهن ۽ ٻيو کٻي پاسي (٣٨). ۽ جيڪي اُتان لنگهيا ٿي، سي اُن تي ٺوڪون ٿي ڪيون ۽ پنهنجا ڪنڌ ڌوڻي (٣٩). ٿي چيائون ته مقدس [Temple] ڍاهڻ وارا ۽ ٽن ڏينهن ۾ اڏڻ وارا پاڻ کي بچاءِ. جي تون خدا جو پٽ آهين ته صليب تان لهي اچ (٤٠). ساڳيءَ ريت مکيه ڪاهنن ۽ فقيهن [Scribes] ۽ بزرگن سان گڏجي کيس چرچا ڪري چيو ته (٤١). هن ٻين کي بچايو، پاڻ کي بچائي نٿو سگهي. جي هو اسرائيل جو راجا آهي، ته هينئر صليب تان هيٺ لهي اچي، ته اسين به مٿس وشواس آڻيون (٤٢). هو خدا تي ڀروسو رکندو هو،

سو جي ڇڏائڻ گهريس ته پلي اچي هيٺ ڇڏائيس، ڇاڪاڻ ته هو چوندو هو ته آءٌ خدا جو پٽ آهيان (٤٣). چور جي ساڻس گڏ صليب تي چاڙهيا ويا هئا، سي به کيس ساڳيا مهڻا ڏيندا رهيا (٤٤). هيٺ ڇهين پهريءَ کان وٺي نائين پهريءَ تائين سڄي ملڪ تي اونداهي ڇانئجي وئي (٤٥). ۽ نائين پهريءَ ڌاري يسوع وڏي واڪي رڙ ڪئي ته ايلي، ايلي، لما سبقتني؟ ارٿات اي منهنجا خدا، اي منهنجا خدا، ڇا لاءِ تو مونکي ڇڏي ڏنو [Forsaken me] آهي؟ (٤٦). ۽ جيڪي اُتي بيٺا هئا، تن مان ڪن جڏهن ٻڌو، تڏهن چوڻ لڳا ته هيءَ ماڻهو ايلياه (Elias) کي ٿو سڏي [٤٧]. ۽ يڪدم انهن مان هڪڙو ڊوڙيو ۽ هڪڙو اسپنج (sponge) کڻي سرڪي سان پوري ڪاني تي رکي کيس پيئڻ لاءِ ڏنائين [٤٨]. ۽ ٻين چيو ته ڇڏي ڏيوس، ڏسون ته ايلياه کيس بچائڻ لاءِ اچي ٿو يا نه (٤٩). وري يسوع وڏي واڪي رڙ ڪئي، ۽ پراڻ ڇڏي ڏنا Yield up the ghost (٥٠). (متي باب ٢٧ ❋ آيتون ١١ کان ١٤ تائين ۽ ٢٣-٢٤ ۽ ٢٦ کان ٣١ ۽ ٣٣-٣٤ ۽ ٣٧ کان ٥٠ تائين).

**سميڪشڪ**:- انهن دشٽن يسوع سان هر طرح بڇڙائي ڪئي، پر يسوع جو ڏوهه آهي. ڇاڪاڻ ته نه ايشور جو ڪو پٽ آهي ۽ نه هوُ ڪنهنجو پيءُ آهي. جي هو ڪڙي جو پيءُ ٿي سگهي ٿو ته پين سان سهري، سالي آديءَ جون ماٽيون به رکي ٿو سگهي! وري جڏهن حاڪم کانئس پڇيا به ڪئي هئي، ته کيس جڻن سچ هو، تئن ٻڌائڻ گهربو هوس. اهو به برابر آهي، ته جيڪڏهن اڳي ڪي سچ پچ ڪراماتون ڪيل هجنس ها، ته هيٺ به صليب تان لهي سڀني کي پنهنجا شش بڻائي ڇڏي ها. وري جي هيءَ ايشور جو پٽ هجي ها، ته ايشور به کيس بچائي وٺي ها. جي هو ترڪال درشي هجي ها، ته سرڪي پيئڻ پٽ چکڻ کان اڳ ئي جاڻي وٺي ها. جي هو ڪراماتي هجي ها، ته رڙيون ڪندي ڇو پراڻ ڇڏي ها؟ ان مان سمجهڻ گهرجي ته ڪٿي ڪو ڪيڏيون به چالاڪيون ڪري، ته به نيٺ سچ سچ ۽ ڪوڙ ڪوڙ ٿي پوندو آهي. ان مان اهو به سڌ ٿيو ته يسوع اُن زماني جي جهنگلي منشين مان ڪجهه چڱو هو؛ پر نڪي هو ڪراماتي هو، نه ايشور جو پٽ، ۽ نه ودوان هو. جي هو ائين هجي ها ته اهڙا ڏک ڇو ڀوڳي ها؟ (٨٧).

٨٨. **يسوع جو مري وري جيئرو ٿيڻ**:- ۽ ڏسو! ڌرتيءَ کي ڏاڍو لوڏو آيو، ڇاڪاڻ ته خدا جو ملائڪ آسمان مان هيٺ لهي آيو ۽ [قبر جي] دروازي تان پهڻ پٽي ريڙهي اُن تي چڙهي ويٺو [٢] هو ائي نه آهي: ڇو ته هو جي اُٿيو آهي (He is risen)

❋هن فقري ٨٧ ۾ آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش جي سڀني ڇاپن ۾ ۽ گجراتيءَ ۽ اُردوءَ جي ڇاپن ۾ آيتون ٢٣، ٢٤ ۽ ٤٩ رکيو حوالي ۾ ڄاڻايل آهن، پر سنڌي مضمون مٿين ستيارٿ پرڪاش مان ڪنهن ۾ به ڏيکاريل ڪونهي! ٢٦ آيت جو به اَڌو گابرو مضمون ڏنل آهي. ٿنهڪري اسان مٿين آيتن سان گڏ آيت ٢٥ به شامل ڪري سڀني جو پورو بيان ڏيکاري ڇڏيو آهي، جو مضمون کي وڌيڪ صاف ڪرڻ لاءِ ضروري به هو. مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ پڻ ائين ئي ڪيل آهي. (ڪلهتراو)

جڏهن ان پاڻ چيو هو. اچو، اها جاءِ ڏسو، جتي خداوند پيو هو (٦). ۽ جڏهن اهي سندس شاگردن کي ٻڌائڻ لاءِ وڃي رهيون هيون، تڏهن ڏسو! ته يسوع سيني کي سلام چوندي گڏيو. ۽ اُنهن اچي پيرن کان ورتس ۽ پرڻام ڪيائونس [worshipped him] (٩). تڏهن يسوع کين چيو ته ڊڄو نه! وڃي منهنجن ڀائرن کي چئو ته اهي گليل ڏانهن هليا وڃن؛ ۽ هو اُتي ئي مونکي ڏسندا (١٠). تڏهن ٻارهن شاگرد گليل جي اُن جبل ڏانهن هليا ويا، جو يسوع سندن لاءِ مقرر ڪيو هو (١٦). ۽ جڏهن اُنهن کيس ڏٺو ته پرڻام ڪيائونس؛ پر ڪن کي شڪ رهيو (١٧). ۽ يسوع اچي ساڻن اِئين چئي ڳالهايو ته آسمان ۽ ڌرتيءَ تي مونکي سڀڪا اختياري مليل آهي (١٨). تنهنڪري وڃو اوهين، ۽ پيءُ ۽ پٽ ۽ پوتر آتما جي نالي تي بپتسما ڏيئي [haptizing them] سيني قومن کي سکيا ڏيو (١٩). جن جن ڳالهين جون مون اوهانکي آگياڻون ڏنيون آهن؛ ڪين سيني تي هلڻ جي سکيا ڏيو: ۽ ڏسو ته آءٌ هميشه، بلڪ جڳت جي اَنت لاءِ اوهان سان گڏ آهيان. آمين! (٢٠). [متي باب ٢٨ آيتون ٢-٦-٩-١٠-١٦-١٧-١٨-١٩-٢٠].

**سمڪشڪ:-** هيءَ ڳالهه به سرشٽي نيم ۽ وديا ورڌ هجڻ ڪري مڃڻ جهڙي نه آهي. **پر** ڀائين خدا وٽ پنيوالن (ملائڪن) جو هجڻ، خدا جو ڪين جتي ڪٿي موڪلڻ ۽ سندن مٿان هيٺ لهڻ وغيره مان ئي ڇا خدا ڪنهن مختيارڪار يا ڪليڪٽر جهڙو نٿو ٿيڻ بجي وڃي؟ وري ڇا [يسوع مسيح] ساڳيئي شرير سميت جيئرو ٿي بهشت ڏانهن هليو ويو هو؟ ڇاڪاڻ ته جي زالن سندس پيرن کي ڇهي کيس نمسڪار ڪيو، ته ڇا سرير ساڳيو هوس؟ وري اهو شرير ٽن ڏينهن تائين (قبر ۾ رهڻ ڪري) ڪنو ڇونه ٿي ويو؟ وري پنهنجي واتان پاڻکي مرڪو اَڏڪار ڏيارڻ رڳي دمب [نمود=ڏيکاءُ] جي ڳالهه آهي. [مرڻ کان پوءِ] اچي شاگردن سان ملڻ ۽ ساڻن ڳالهيون ڪرڻ ناممڪن آهن. جي اهي ڳالهيون سچيون آهن، ته اڄ ڪالهه ماڻهو ڇونه ٿا مري جيئرا ٿي ساڳئي شرير سان سرڳ وڃن؟ اِئي **متيءَ جي ناميل انجيل** تي مضمون پورو ٿيو. اڳتي **مرقس جي ناميل انجيل** بابت لکيو وڃي ٿو (٨٨).

## مرقس جي انجيل (St. MARK)

**٨٩. يسوع واڍو هو:-** ۽ هيءُ اُهو واڍو نه آهي ڇا؟ (مرقس باب ٦، آيت ٣).

**سمڪشڪ:-** حقيقت ۾ يوسف [يسوع جو پتا] واڍو هو، تنهنڪري عيسيٰ به واڍو هو، ۽ ڪيترائي ورهيه واڍڪو ڪم ڪندو رهيو. پوءِ پيغمبر ٿيندي ٿيندي خدا جو پٽ بـ ٿيڻ بجي ويٺو، ۽ جهنگلي ماڻهن ٿاپائي ڇڏيس. ان ڪري ئي ڏاڍي ڪاريگري هلا پائين. مطلب ته ڪپڻ، وڍڻ، ڦوٽ وجهائڻ ۽ ڦاڙڻ سندس [واڍڪو] ڪم ئي آهي (٨٩).

## لوقا جي انجيل (St. LUKE)

**٩٠. ايشور هڪ آهي ۽ جهڙس چڱو ٻيو ڪونهي:-** ۽ يسوع کيس چيو ته تون مونکي چڱو ڇو ٿو چوين؟ ڪو به چڱو نه آهي سواءِ هڪڙي جي، ۽ اُهو ايشور جي. (لوقا باب ١٨، آيت ١٩).

**سمڪشڪ:-** جڏهن عيسيٰ پاڻ ئي ايشور کي هڪڙو ۽ لاثاني تسو ڪري ٿي، ته عيسائين

پوتر آتما، پتا ۽ پٽر اِهي ٽي ڪٿان ناهي چڙيا؟ (٩٠).

**٩١. عيسيٰ ڪراماتي نه هو:-** ڪيس هيرو ديس ڏانهن موڪليائين (٧) ۽ جڏهن هيرو ديس [Herod] يسوع کي ڏٺو، ته ڏاڍو پرسن ٿيو ڇاڪاڻ ته گهڻي وقت کان ڪيس ڏسڻ جو شائق هو، جو اُن بابت گهڻيون ڳالهيون ٻڌيون هئائين، ۽ اِها اُميد هئس ته ڪيس ڪو معجزو ڪندو ڏسان (٨). تڏهن اُن کانئس گهڻائي سوال ڪيا، پر اُن جواب ڪو نه ڏنس (٩). (لوقا باب ٢٣).

**سميڪشڪ:-** هيءَ ڳالهه متيءَ جي انجيل ۾ ڪانه لکيل آهي، تنهنڪري شهادت ۾ فرق پئجي ويو، ڇاڪاڻ ته سيني شاهدن جو هڪڙو رايو نه آهي! جي عيسيٰ چالاڪ ۽ ڪراماتي هجي ها ته (هيرو ديس جي سوالن جا) ضرور جواب ڏئي ها، ۽ پڻ ڪرامات ڏيکاري ها. ان مان ظاهر آهي ته عيسيٰ ۾ نه وديا هئي ۽ نه ڪرامات (٩١).

## يوحنا جي انجيل (St. JOHN)

**٩٢. سرشٽيءَ جي آد ۾ وچن هو:-** آد ۾ ڪلام [وَچن] هو، ۽ ڪلام ايشور سان هو (١). آد ۾ اُهو ايشور سان هو (٢). سڀ ڪي اُن کان بڻيو هو، ۽ ڪابه شيءِ جا نهي آهي، سا هن بنا نه ٿهي آهي (٣). اُن ۾ جياپو هو، اُهو جياپو Life ماڻهن ۾ سوجهرو هو (٤). (يوحنا باب ١).

**سميڪشڪ:-** شروعات ۾ ڪلام بنا متڪلم [وَچن بنا وڪتا يا ڳالهائيندڙ] جي ٿي نٿو سگهي. پر جي وَچن ايشور سان هو ته اِئين چوڻ ٿي اَجايو آهي! ڀيو ته وَچن ڪڏهن به ايشور بڻجي نٿو سگهي! ڇاڪاڻ ته جي هو شروعات ۾ ايشور سان گڏ هو، ته پڌايو ته پهريائين وَچن هو يا ايشور؟ [ٽيون] ته جيسين جڳت جو ڪارڻ [علت مادي] موجود نه هجي، تيسين رڳي وَچن جي دوارا ڪڏهن به سرشٽي پيدا ٿي نه سگهندي! ايشور ته ڪلام کان سواءِ مات ۾ رهي به جڳت جي اُلپتي ڪري سگهي ٿو! جياپو ڪنهن ۾ هو ۽ ڪئن هو؟ انهن وچنن موجب اوهانکي جيو انادي [ازلي] مڃڻا پوندا! جي انادي آهن، ته آدم جي ناسن ۾ ساهه ڦوڪڻ ڪوڙو ثابت ٿيو! وري جياپو [جيوَن] ڇا رڳو ماڻهن جو ئي سوجهرو آهي، ۽ نه حيوانن وغيره جو؟ (٩٢).

**٩٣. شيطان جو ٻرغلائڻ:-** رات جي ماني کان پوءِ، هيئر شيطان شمعون [Simon] جي پٽ يهوداهه اسڪريوٽيءَ جي دل ۾ وڌو ته ڪيس وڃي پڪڙاءِ. (يوحنا باب ١٣، آيت ٢).

**سميڪشڪ:-** هيءَ ڳالهه سچي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته عيسائين کان پڇجي ته جي شيطان هر ڪنهن کي ٿو ٻرغلائي، ته شيطان کي ڪير ٿو ٻرغلائي؟ جي چوَن ته شيطان پنهنجو پاڻ ٿو ٻرغلائجي ته [ڇو جين ته] منش به ته پنهنجو پاڻ پلي ٿا سگهن، تنهنڪري شيطان جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ پر جي شيطان جو ٺاهيندڙ ۽ ٻرغلائيندڙ پرماتما آهي، ته ساڳيو ئي عيسائن جو ايشور شيطان جو به شيطان سڏ ٿيو، ڇاڪاڻ ته ايشور ئي هر ڪنهن کي اُنجي هٿان ٻرغلائي رهيو آهي! ڀلا اَهڙا ڪم پرميشور ڪڏهن ڪري به سگهي ٿو؟ سچ ته اِهو ئي آهي ته جن

اِهو پستڪ عيسائين لاءِ ناهي ۽ جن عيسيٰ کي خدا جو پٽ ٺهرايو، سي ٿي شيطان هجن نه هجن، نه نه ڪي اهو پستڪ ايشور ڪرت [آهي] ۽ نه ان ۾ ڏيکاريل ايشور [ايشور آهي]، ۽ نه ڪو ايشور جو پٽ ٿي سگهي ٿو. (۹۳).

**۹۴. عيسيٰ جي دوارا ٿي ايشور ملندو:-** پنهنجي من کي وياڪل ٿيڻ نه ڏيو، اوهين ايشور تي وشواس ٿا رکو، مون تي به وشواس رکو [۱]. منهنجي پتا جي گهر ۾ گهڻيئي استان آهن، جي ائين نه هجي ها ته آءٌ اوهانکي ٻڌايان ها. آءٌ اوهان لاءِ استان تيار ڪرڻ ٿو وڃان [۲]. ۽ جي آءٌ وڃان ۽ وڃي اوهان لاءِ جاءِ تيار ڪريان ته آءٌ موٽي ايندس ۽ اوهان کي پاڻ وٽ آڻيندس، جو جتي آءٌ هجان، اُتي اوهين به هجو [۳]. ۽ جڏهن آءٌ وڃان ٿو، سا جاڻ اوهانکي آهي، ۽ پڻ اُها واٽ ڄاڻو ٿا [۴]. ٿوما [Thomas] چويس ٿو ته خداوند، اسانکي اِيتري به خبر ڪانهي ته تون ڪيڏانهن ٿو وڃين، سو وري واٽ جي خبر ڪئن هوندي سون؟ [۵]. يسوع چويس ٿو ته واٽ، ستيه ۽ جياپو آءٌ آهيان، منهنجي وسيلي ڌاران ڪو به پتا وٽ نٿو اچي [۶]. جيڪڏهن اوهين مونکي سڃاڻو ها، ته منهنجي پتا کي به سڃاڻو ها، اڄ کانپوءِ اوهين کيس سڃاڻو ٿا ۽ کيس ڏٺو به اٿو [۷]. (يوحنا باب ۱۴ آيتون ۱-۲-۳-۴-۵-۶-۷)

**سمڪشڪ:-** ڏسو، عيسيٰ جا اِهي وچن پوپ ليلا کان گهٽ آهن ڇا؟ جي اهڙي چار نه وچائي ها ته سندس مذهب ۾ ڪير ڦاسي ها؟ ڇا يسوع پنهنجي پتا کي ٺيڪي تي ڪنيو ڪنهنجي به سفارش نٿو ٻڌي. ڇا يسوع کان اڳي ڪنهن به ايشور کي ڪونه پاتو هوندو؟ جو جاين آديءَ جي لالچ ٿو ڏئي، ۽ جو پنهنجي واتان پاڻيهي واٽ، ستيه، ۽ جياپو ٿو ٻڌجي، سو هر نمونې دنيي ٿو سڏجي. تنهڪري اِهي ڳالهيون ڪڏهن به سچيون نٿيون ٿي سگهن (۹۴).

**۹۵. عيسيٰ تي ايمان آڻڻ:-** آءٌ اوهانکي سچ سچ ٿو ٻڌايان ته جو مون تي وشواس ٿو آڻي، سو به ساڳيائي ڪم ڪندو، جي آءٌ ٿو ڪريان؛ ۽ اُنهن کان به وڏا ڪم ڪندو، ڇاڪاڻ ته آءٌ پتا وٽ ٿو وڃان. (يوحنا باب ۱۴ آيت ۱۲).

**سمڪشڪ:-** ڏسو، ته جي عيسائي عيسيٰ تي پورو ايمان ٿا رکن، سي ساڳيءَ ريت مردن جيارڻ آديءَ جا ڪم ڇونه ٿا ڪري سگهن؟ ۽ جي وشواس رکڻ کانپوءِ به ڪراماتون نٿا ڪري سگهن، ته پڪ سمجهڻ گهرجي ته عيسيٰ به ڪراماتون ڪين ڪيون هيون. ڇاڪاڻ ته خود يسوع ٿو چوي ته اوهين به ڪراماتون ڪندا، تنهن هوندي به هن زماني ۾ ڪو هڪڙو به عيسائي نٿو ڪري سگهي! پوءِ پلا ڪنهنجي دل جون اکيون اُڏيون ٿيون آهن، جو اِئين مڃي ويندو ته عيسيٰ مردا آديِ جياريندو هو؟ (۹۵).

**۹۶. هميشهه جو جياپو:-** ۽ هميشهه جو جياپو اِهو آهي ته هوُ تو هڪ سچي ايشور کي، ۽ يسوع مسيح جنهنکي تو موڪليو آهي، تنهنکي سڃاڻين. (يوحنا باب ۱۷ آيت ۳).

**سمڪشڪ:-** جڏهن اَدويت ايشور هڪ آهي، تہ عيسائين جو ٽن* ڪي مڃڻ بلڪل مٿيا ڇڱو (٩٦). اهڙيءَ ريت انجيل ۾ ڪيترين ئي جاين تي اَجايون ڳالهيون ڀريل آهن.

## يوحنا جي [پرڪاشت واڪن] جو ڪتاب [The Revelation]

هينئر يوحنا جون عجيب ڳالهيون ٻڌو:-

٩٧. **عيسائين جو سورڳ:-** ۽ سندن مٿن تي سونا چٽ هئا [٤]. سنگهاسن جي اڳيان ست باهہ جا ڏيا پئي ٻريا. جي ايشور جا ست روح [آتمائون] آهن [٥]. ۽ سنگهاسن جي اڳيان بلور جهڙو هڪڙو شيشي جو سمنڊ هو، ۽ تخت جي وچ ۾ تخت جي آسپاس ۴ حيوان هئا، جنکي اڳيان توڙي پنيان اکيون ئي اکيون هيون [٦]. (يوحنا مڪا شفات باب ٤، آيتون ٤-٥-٦).

**سمڪشڪ:-** هينئر ڏسو، تہ عيسائين جو سورڳ هڪ شهر جهڙو ئي آهي، ۽ سندن ايشور بہ ڏيئي جهڙي باهہ آهي. ۽ سونو چٽ آدي زيور پائڻ ۽ اڳيان پنيان اکين جو هجڻ بہ ناممڪن ئي آهي. ڪير تہ انهن ڳالهين کي مڃي سگهي؟ وري شينهن وغيره چار حيوان پڻ لکيل آهن. (٩٧).

٩٨. **عيسائي مهاتم:-** ۽ جيڪو سنگهاسن تي ويٺو هو، تنهنجي ساڄي هٿ ۾ مون هڪ پستڪ ڏٺو، جو اندران ۽ ٻاهران لکيل هو ۽ ستن مهرن سان سيل مهر ٿيل هو [١]. ۽ مون هڪڙي زبردست ملائڪ کي وڏي آواز سان هيءَ منادي ڪندي ڏٺو تہ هن پستڪ جي کولڻ ۽ سندس مهرن ڀڃڻ جو ڪير لائق آهي [٢]؟ ۽ ڪو بہ منش آسمان يا زمين تي يا پرٿويءَ جي هيٺان پستڪ کولي يا اُن تي نهاري نٿي سگهيو [٣]. ۽ مون گهڻو رنو جو ڪو بہ منش نہ اُن پستڪ کي کولي ڪيس پڙهڻ ۽ نہ اُن تي نهارڻ جو ئي لائق نڪتو [٤]. (يوحنا مڪا شفات باب ٥، آيتون ١-٢-٣-٤).

**سمڪشڪ:-** هينئر ڏسو عيسائين جي سورڳ ۾ سنگهاسن ۽ ماڻهن جو نٽ، ۽ ڪيترن ئي مهرن سان سيل ٿيل پستڪ، جنهنکي کولڻ آديءَ جي ڪرمن ڪرڻ وارو نڪو سورڳ ۾ لڌو ۽ نہ پرٿويءَ تي! يوحنا جي رئڻ کانپوءِ هڪڙي بزرگ چيو تہ کوليندڙ ساڳيو عيسيٰ آهي. يعني جنهنجي شادي تنهنجا لاڏا!! يسوع تي ئي سمورا مهاتم لهن ٿا. پر اهي ڳالهيون آهن رڳو چوڻ جون. (٩٨).

٩ . **خدا جا ست رُوح:-** ۽ مون نهاريو ۽ ڏٺو تہ اُن سنگهاسن ۽ چئن پراڻين جي وچ ۾ ۽ انهن بزرگن جي وچ ۾ هڪ گهٽو ڪنل حالت ۾ بيٺو هو، جنهنکي ست سڱ ۽ ست اکيون هيون، جي ايشور جا ست رُوح [آتما] آهن، جي ساري پرٿويءَ تي موڪليل آهن [٦]. (يوحنا مڪا شفات باب ٥، آيت ٦).

**سمڪشڪ:-** هينئر ڏسو هن يوحنا جا سپني جهڙا ويچار! سورڳ ۾ عيسائين، چئن حيوانن

---

* انجيل ۾ ڪٿي صاف (با دليل) نہ هوندي بہ حضرت عيسيٰ کانپوءِ عيسوي سنہ ٨٠٠ کان وٺي سندس پوئلڳن پتا، پتر ۽ پوتر آتما جي (تمورتي=Trinity) ٿاهي ڇڏي آهي. [مرهٽي ستيارٿ پرڪاش تان].

۽ يسوع کان سواءِ ٻيو ڪو به ڪونهي! وڏو چمتڪار ته هيءُ ٿيو، جو هن لوڪ ۾ يسوع کي ٻه اکيون هيون ۽ سگهه ٿالي ماڻر به نه هئا. پر سرڳ ۾ وڃڻ کانپوءِ ستن اکين ۽ ستن سڱن وارو ٿي پيو. ۽ ايشور جا ستئي آتمائون سگهه ۽ اکيون ٻڻجي پيا! افسوس! اهڙيون ڳالهيون عيسائن ڪيئن مڃي ورتيون؟ ڀلا، ڪجهه ته عقل رکن ها. (٩٩).

**١٠٠. سرڳ ۾ يسوع جي پوڄا:-** ۽ جڏهن اُن پستڪ ورتو، تڏهن اهي چار حيوان ۽ چوويهه اهيءَ گهٽي جي اڳيان ڪري پيا، ۽ هرهڪ وٽ هڪڙو تنبورو ۽ ڌوپ [لوبان] سان ڀريل سونا پيالا هئا، جي پوتر لوڪن جون دعائون [آسيسون] آهن [٨]. (يوحنا مڪا شفات باب ٥، آيت ٨).

**سميڪشڪ:-** جڏهن يسوع سرڳ ۾ نه هو، تڏهن ڀلا اهي ويچارا ڌوپ ديپ نئي ويدنه آرتي آدي ڏيکاري، ڪنهنجي پوڄا ڪندا هوندا؟ وري هت ته پراٽيسٽنٽ عيسائي بت پوستيءَ (مورتي پوڄا) جو کنڊن ڪري رهيا آهن، ۽ سندن بهشت مورتي پوڄا جو گهر بڻجي رهيو آهي. (١٠٠).

**١٠١. سِمل مهرن مان گهوڙي سوارن جو نڪرڻ:-** ۽ مون ڏٺو ته جڏهن گهٽي انهن ستن مهرن مان هڪڙي کولي، تڏهن اُنهن چئن جانورن مان هڪڙي کي گجڪار جهڙي آواز سان چوندو ٻڌم ته اچ ۽ ڏس [١]. ۽ مون نهاريو، ڏسان ته هڪڙو اڇو گهوڙو آهي ۽ جيڪو اُن تي ويٺو آهي، تنهن وٽ هڪڙو ڌنش آهي؛ ۽ کيس هڪ چِٽ ڏنو ويو؛ ۽ هو فتح ڪندو ۽ وڌيڪ فتحن ڪرڻ لاءِ نڪري ويو. [٢]. ۽ جڏهن اُنجي مهر کلي، تڏهن مون ٻڌو ته ٻئي جانور چيو ته اچ ۽ ڏس [٣]. ۽ ٻيو گهوڙو نڪري آيو، جو ڳاڙهو هو، ۽ جيڪو اُن تي ويٺو هو، تنهن کي اختيار ڏنو ويو ته پرٿويءَ تان شانتي [صلح] ڪڍي وٺي، ته ڀلي منجهه هڪ ٻئي کي کهن؛ ۽ کيس هڪ وڏي ترار ڏني وئي [٤]. ۽ جڏهن هن ٽين مهر کولي، تڏهن مون ٽئين جانور کي چوندو ٻڌو ته اچ ۽ ڏس. ۽ مون نهاريو ته هڪڙو ڪارو گهوڙو ڏٺم، ۽ جيڪو ان تي ويٺو هو، تنهنجي هٿ ۾ هڪڙي ساهمي هئي [٥]. ۽ جڏهن هن چوٿين مهر کولي، تڏهن مون چوٿين جانور کي چوندو ٻڌو اَچ ۽ ڏس [٧]. مون نهاريو ته هڪڙو ڦڪي رنگ جو گهوڙو ڏٺم؛ ۽ جيڪو اُن تي سوار هو، تنهنجو نالو مرتيو هو، وغيره [٨]. (يوحنا مڪا شفات باب ٦، آيتون ٢-٣-٤-٥-٧-٨).

**سميڪشڪ:-** هيئر ڏسو ته اهي پراڻن کان به وڌيڪ مٿيا ليلائون آهن يا نه؟ ڀلا پستڪن جي سيل مهرن منجهه گهوڙي سوار ڪيئن سمائجي سگهيا هوندا. هن سپني جيان وقلڻ کي جن به سچ ڄاتو آهي، تن ۾ اَوديا جا اَڪت ڀنڊار ڀريل آهن (١٠١).

**١٠٢. وير وٺڻ لاءِ ايشور کي پرارٿنا:-** ۽ اُنهن وڏي واڪي رڙ ڪري چيو ته اي پوتر ۽ سچا سوامي، تون ڪيستائين نياءُ نه ڪندين، ۽ جي پرٿويءَ تي رهن ٿا، تن کان اسان جي رت جو وير نه وٺندين؟ [١٠]. ۽ اُنهن مان هرهڪ کي اَڇو چوغو ڏنو ويو ۽ کين چيو ويو ته اوهين اڃا ٿوري عرصي لاءِ آرام ڪريو، جيستين اوهان سان گڏ شيوا ڪندڙن

۽ اوهانجن ڀائرن جو شمار پُورو ٿئي، جي اوهان وانگر ماريا ويندا [١١].
(يوحنا مڪا شفات باب ٦، آيتون ١٠-١١).

**سمِڪشڪ:-** جي عيسائي ٿيندا، سي سندن واري اچڻ تائين نياءِ ڪرائڻ لاءِ واجھائيندي رهندا رهندا! پر جي وڏڪ ڌرم سوڀڪار ڪندا، تن جي نياءِ ٿيڻ ۾ ته بلڪل دير نه لڳندي. جي عيسائن کان پڇبو ته ڇا سندن ايشور جي ڪچهري هن زماني ۾ بند آهي؟ ڇا نياءِ جي ڪم نه ٿيڻ ڪري نياياڌيش [جج] واندا ويٺا آهن؟ ته ڪو به جواب برابر ڏيئي نه سگهندا. ٻيو سندن ايشور ٻرغلائجي به ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته سندن چوڻ ڪري جهٽ سندن شترن کان وير وٺڻ تي شروع ڪري! اهي ماڻهو ڏنگيندڙ سڀاءَ جا آهن، جي مرڻ کان پوءِ وير کان وير ٿا وٺن! منجهن شانتيءَ جو ذرو به ڪونهي، ۽ جتي شانتي ڪانهي، اُتي دک جي ڪهڙي حد هوندي؟ [١٠٢].

**١٠٣. تارن جو پرٿويءَ تي ڪرڻ:-** ۽ آسمان جا تارا زمين تي ڪري پيا، جهڙيءَ ريت ڏاڍيءَ واچ لڳڻ سان انجير جو وڻ ڪچا انجير ڇاڻي [ڪيرائي] ڇڏيندو آهي [١٣]. ۽ آسمان اُئين اکري ويو، جئن ڪو وڙهو وڙهبو آهي، ۽ سڀ جبل ۽ ٻيٽ پنهنجن جاين تان اکري ويا [١٤]. (يوحنا مڪا شفات باب ٦، آيتون ١٣-١٤).

**سمِڪشڪ:-** هيئنر ٻڌو يوحنا جي اڳڪٿيءَ جون ڳالهيون! ڪيس وديا ڪانه هئي، ان ڪري ئي اهڙيون اوٽ پٽانگ ڳالهيون گهڙي ورتائين. ڀلا سمورا تارا ڀُوگول (ڌرتين جا گولا] هئڻ سببان پرٿويءَ تي ڪري ڪئن سگهندا؟ ٻيو سورج آديءَ جي ڪشش کين ڇو هيڏانهن هوڏانهن وڃڻ ڏيندي؟ ۽ ڇا آسمان تڏي جيان آهي؟ آڪاش ته ساڪار پدارٿ آهي ئي ڪين، جنهنکي ڪو وڙهي يا گڏ ڪري سگهي. ان مان [خبر پيئي] ته يوحن آدي سڀ جهنگلي ماڻهو هئا، ۽ جهنگلين کي اهڙن ڳالهين جي خبر ڪهڙي؟ (١٠٣).

**١٠٤. اسرائيلن تي خدا جون مهرون هڻڻ:-** ۽ جن تي مهر هنئي ويئي، تن جو تعداد مون ٻڌو، ته بني اسرائيل جي سڀني سنتانن مان هڪ لک چوئيتاليهه هزارن تي مهرون لڳيون [٤]. يهوداهه جي سنتانن [ڪٽنبن] مان ٻارهن هزارن تي مهر لڳي [٥].
(يوحنا مڪا شفات ٧، آيتون ٤-٥).

**سمِڪشڪ:-** بائيبل ۾ ڄاڻايل خدا اسرائيل آدي خاندانن جو ئي مالڪ آهي يا سڄي سنسار جو؟ جو ريءُ سندن مدد ٿو ڪري ۽ ٻين جو نالو نيشان به نٿو ٻڌائي، سو ايشور آهي ئي ڪين! ٻيو اسرائيل وغيره ڪٽنبن جي ماڻهن تي مهرون هڻڻ آهي الپگيتا يا يوحن جي ڪوڙي ڪلپنا (١٠٤).

**١٠٥. ايشور جي شيوا:-** تنهڪري اُهي ايشور جي سنگهاسن اڳيان آهن، ۽ سندس مندر ۾ رات ڏينهن سندس شيوا ٿا ڪن. (يوحنا مڪا شفات باب ٧، آيت ١٥).

**سمِڪشڪ:-** اها وڏي بت پرستي نه آهي ڇا؟ يا سندن ايشور هڪ شريرڌاري منش جيان هڪ ديشي [هڪ جاءِ تي رهندڙ] نه آهي ڇا؟ ٻيو ڇا عيسائن جو ايشور رات جو

سمهي ٻه ٿو؟ جي سمهي ٿو ته راتب جو پوڄا ڪيئن ڪندا هوندا؟ تنهن ٻه ته ڦتي پوندي هوندس. پر جي رات ڏينهن جاڳندو ٿو رهي، ته ڏاڍو ڪوماڻل يا ڏاڍو روڳي رهندو هوندو [١٠٥].

**١٠٦. سرڳ ۾ ڌوپ واس** :- ۽ هڪڙو ٻيو ملائڪ [دوت] آيو، ۽ هڪڙو سونو خوشبوءِ دان [ڌوپ داني] کڻي ويديءَ تي اچي بيٺو ۽ کيس گهڻو لوبان [ڌوپ] ڏنو ويو ته جيڪا سوني ويدي سنگهاسن جي اڳيان هئي، تنهن تي سڀني پوتر منشن جي پرارٿنائن سان گڏ چاڙهي [٣]. ۽ انهيءَ لوبان جو دونهون پاڪن [پوتر منشن] جي پرارٿنائن سان گڏ انهن ملائڪن جي هٿان ايشور وٽ چڙهي وڃي پهتو [٤]. ۽ انهن ملائڪن اهو خوشبوءِ دان کڻي، انکي ويديءَ جي باهه سان ڀري، ڌرتيءَ تي اڇلائي ڇڏيو، ۽ پوءِ گجگوڙون ۽ آواز ۽ بجليون تيئڻ لڳيون ۽ ڌرتي ٻه ڌڏي [٥]. (يوحنا مڪاشفات باب ٨، آيتون ٣-٤-٥).

**سمڪشڪ** :- ڏسو! سرڳ تائين ٻه ويدي ڌوپ ديپ ۽ لٽي ويديه [لبرڪ موجود] آهن، ۽ ٺريءَ جا آواز ٿا ٿين! ڇا عيسائين جو بهشت وڳراڳين جي مندر کان گهٽ آهي؟ ڌوم ڌام ته ڪجهه وڌيڪ ئي آهس (١٠٦).

**١٠٧. وڻن ۽ گاهه جو سڙڻ** :- پهرئين ملائڪ ٺري وڄائي ته رت سان گڏيل گڙا ۽ باهه پيدا ٿي، جي ڌرتيءَ تي اڇلايا ويا ۽ وڻن جو ٽيون ڀاڱو سڙي ويو. ۽ سمورو سائو گاهه ٻه سڙي ويو. (يوحنا مڪاشفات باب ٨، آيت ٧).

**سمڪشڪ** :- واهه ڙي عيسائين جا اڳڪٿي ڪندڙ ايشور! ايشور جا ملائڪ، ٺريءَ جا شبد ۽ پرلئه جي ليلا ته رڳو ٻاراڻي راند جيان ٿا ڏسجن (١٠٧).

**١٠٨. پرلئه ۾ غير عيسائين کي ڪشٽ** :- ۽ پنجين ملائڪ ٺري وڄائي ته مون آسمان مان ڌرتيءَ تي هڪڙو تارو ڪرندو ڏٺو، ۽ انهيءَ کي اوڙاهه واريءَ کڏ جي ڪنجي ڏني وئي [١]. ۽ اُن اوڙاهه واري کڏ کولي ته کڏ مان دونهون نڪرڻ لڳو. جيئن وڏي ڪوري مان دونهون نڪرندو آهي، ۽ اُن کڏ جي دونهين سبب سج ۽ هوا ڪارا ٿي ويئي. [٢]. ۽ دونهين مان ڌرتيءَ تي مڪڙ نڪري پيا ۽ کين اهڙي شڪتي ڏني وئي، جهڙي ڌرتيءَ جي وڇن کي آهي [٣]. ۽ کين چيو ويو ته نه ڌرتيءَ جي گاهه کي، نه ڪنهن سائي وستوءَ کي، ۽ نه ڪنهن وڻ کي ڪشٽ رسائجو، پر رڳو انهن منشن کي جنجي پيشانين تي ايشور جي مهر نه آهي [٤]. ۽ کين اهو اڌڪار ڏنو ويو ته انهنکي اُڦت نه مارين، پر پنجن مهينن تائين کين ڪشٽ ڏيندا رهن [٥]. (يوحنا مڪاشفات باب ٩، آيتون ١-٢-٣-٤-٥).

**سمڪشڪ** :- ٺريءَ جو آواز ٻڌي تارا انهن ملائڪن ۽ ساڳئي آسمان تي ئي ڪريا هوندا

---

❋ آريه ڀاشا، اُردو ۽ گجراتي ستيارٿ پرڪاش جي ترجمن ۾ ۽ پڻ سنڌيءَ ۾ ترجمي ٿيل انجيل ۾ "زمين جو ٽيون ڀاڱو" لکيل آهي. مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ وري ڌرتيءَ ۽ وڻن جو ٽيون ڀاڱو لکيل آهي. انهن سڀني جي اُبتڙ انگريزي انجيل ۾ رڳو وڻن جو ٽيون ڀاڱو لکيل آهي، تنهنڪري اسان ٻه انهين ئي ترجمو ڪيو آهي. (ڪلهتراو)

ڇا؟ اُني نہ ڪين ڪريا. ڀلا اُها اوڙاهہ واري ڪڏ ۽ مکڙ بہ ايشور پرلئہ لاءِ ڏاريا هوندا؟ ڇا اُهي مهرن کي ڏسي سچائي ۾ سگهندا هوندا تہ مهرن وارن کي ڏنگيو نہ آهي؟ پورڙن ماڻهن کي وڌيڪ برغلائي عيسائي بڻائڻ لاءِ اِهي پرنگ ڪيا آهن، جي اوهين عيسائي نہ بڻبدا تہ اوهان کي مکڙ ڏنگيندا. اهڙيون ڳالهيون وديا هيڻ ديش ۾ ئي هلي سگهن ٿيون ۽ نہ آريہ ورت ۾! ڇا قيامت [پرلئہ] جو اِهو ورنن برابر ٿي سگهي ٿو؟ (١٠٨).

**١٠٩. سرڳ ۾ گهوڙيسوار:-** ۽ گهوڙي سوارن جي لشڪر جي سنکيا [تعداد] ويهہ ڪروڙ هئي. (يوحنا مکا شفات باب ٩، آيت ١٦).

**سميکشا:-** ڀلا ايترا گهوڙا بهشت ۾ ڪٿي ترسندا، ڪٿي چرندا، ڪٿي رهندا ۽ ڪيتري لڏ لاهيندا هوندا؟ ۽ سندن ڪيڏي بدبوءِ بهشت ۾ ڦهلجندي هوندي؟ اهڙو سرڳ، اهڙو ايشور ۽ اهڙو مذهب اسان آرين کي نہ وڻيٽي ڪونہ. اهڙو جنجال سروشڪتيمان جي ڪرپا سان عيسائين جي مٿان ٽان بہ هٽي وڃي تہ ڏاڍو چڱو (١٠٩).

**١١٠. فرشتي جي شڪل:-** ۽ مون هڪڙو ٻيو زبردست ملائڪ ڪڪر سان ڍڪيل آسمان مان هيٺ ايندو ڏٺو ۽ سندس مٿي تي اِندلٺ هئي ۽ سندس منهن سج جهڙو هو ۽ سندس پير باهہ جي ٿنڀن جهڙا هئا [١]. ۽ سندس هٿ ۾ هڪ ننڍو کليل پستڪ هو ۽ اُن پنهنجو سڄو پير سمنڊ تي رکيو ۽ پنهنجو کٻو پير پرٿويءَ تي رکيو [٢].
(يوحنا مکا شفات باب ١٠، آيتون ١-٢).

**سميکشا:-** هينئر ڏسو انهن ملائڪن جي ڪٿا، جا پراڻن ۽ ڀاٽن جي ڪٿائن کان بہ وڌيڪ آهي (١١٠).

**١١١. ايشور جي مندر جي ماپ:-** ۽ مونکي لٺ جهڙو هڪ ڪانو ڏنو ويو ۽ فرشتي چيو تہ اُٿ، ۽ ايشور جي مندر جي ۽ ويديءَ جي ۽ جيڪي منجهس پوڄيتا ڪن، تنهي ماپ ڪر. (يوحنا مکا شفات باب ١١، آيت ١).

**سميکشا:-** نہ رڳو هتي پر عيسائين تہ سرڳ ۾ بہ مندر ٺاهيا، جي ماپجي رهيا آهن. ڀلو! ڀلو!! جهڙو بهشت تهڙيون ڳالهيون! اُني عيسائي پريو يوحن ۾ عيسيٰ جي شرير ۽ رت جي پاونا ماس ۽ شراب ۾ رکي کائيندا پيئندا آهن. ۽ ديولين [گرجا گهرن=Churches] ۾ بہ صليب (Cross) آديءَ جون شڪليون ٺاهي بت پرستي ڪندا ٿا رهن (١١١).

**١١٢. ايشور جو مندر:-** ۽ ايشور جو مندر آسمان [بهشت] ۾ کوليو ويو، ۽ سندس مندر ۾ سندس نيم [عهد] جي صندوق ڏسڻ ۾ آئي. (يوحنا مکا شفات باب ١١، آيت ١٩).

**سميکشا:-** آسمان ۾ جو مندر آهي، سو هميشہ بند رهندو هوندو ۽ ڪڏهن ڪڏهن کوليو ويندو هوندو. ڇا پرميشور جو بہ ڪو مندر ٿي سگهي ٿو؟ ويدن ۾ ورڻن ڪيل جو سرو وياپڪ پرماتما آهي، تنهنجو تہ ڪو بہ مندر ٿي نٿو سگهي. البت عيسائين جي آڪار واري ايشور جو مندر پرٿويءَ تي هجي يا آسمان تي هجي، تہ ٿي سگهي ٿو. وري جهڙي ٽيلا ٽن ٽن پون پون جي هٽ [مندرن ۾] ٿئي ٿي، تئن ئي عيسائين جي سرڳ ۾ پڻ ٿيندي

هوندي. وري عهد [نامي] جي صندوق ۽ عيسائي ڪڏهن ڪڏهن ڏسندا هوندا. پر الاجي ان مان سندن ڪهڙو پرلوڪ سڌ ٿيندو؟ سچ ته هيءَ آهي ته اهي سمورا ڳالهيون منهن کي ڀرغلائڻ لاءِ آهن (١١٢).

**١١٣. عيسائي ڪراماتون:-** ۽ آسمان ۾ هڪڙو وڏو معجزو ڏسڻ ۾ آيو ۽ هڪ استري سج سان [ڪپڙن جيان] ڍڪيل نظر آئي، ۽ چنڊ سندس پيرن هيٺان هو. ۽ سندس مٿي تي ٻارهن تارن جو چٽ هو [١]. ۽ هوءَ پيٽ سان هئي ۽ ورم جي سورن کان رڙيون ٿي ڪيائين، ۽ ٻار ڄڻڻ جي تڪليف هيس [٢]. ۽ آسمان ۾ ٻيو به هڪ معجزو ڏسڻ ۾ آيو ۽ ڏسو، هڪڙو ڳاڙهو اَجگر پيدا ٿيو، جنهن کي ست مٿا ۽ ڏهه سڱ هئا، ۽ سندس مٿن تي ست چٽ هئا [٣]. سندس پڇ آسمان جي تارن مان ٽيون ڀاڱو ڇڪي ڌرتيءَ تي ڪيرائي وڌو [٤]. (يوحنا مڪاشفات باب ٢، آيتون ٢-٣-٤).

**سميڪشڪ:-** هينئر ڏسو ته ڊگها ويڪرا ڳپ! استري وچاري نه سندن سرڳ ۾ به رنڍي ٿي رهي. نڪو سندس تڪليف بابت پڇا ٿو ڪري ۽ نڪي ڪو هٽائي ٿو سگهي. وري تنهن اَجگر جو پڇ ڪيڏو نه وڏو هوندو! جنهن تارن جو ٽيون ڀاڱو هن ڌرتيءَ تي ڪيرائي وڌو! ڌرتي ته ننڍي آهي ۽ تارن مان ڪي وڏا لوڪ آهن، جن مان هڪڙو به هن ڌرتيءَ تي سمائجي نٿو سگهي! البت ائين اتروٽي انومان ڪرڻ گهرجي، ته اهو تارن جو ٽيون ڀاڱو ان ڳالهه جي لکندڙ جي گهر تي ڪريو هوندو! وري جنهن اَجگر جو پڇ ايڏو وڏو هو، جنهن ۾ سمورن تارن جي ٽين ڀاڱي ورهائجي ڌرتيءَ تي ڪري پيئي، سو اَجگر به سندس ئي گهر ۾ رهندو هوندو! (١١٣).

**١١٤. اجگر ۽ مڪائيل ۾ جنگ:-** ۽ آسمان ۾ جنگ لڳي. مڪائيل ۽ سندس ملائڪ اجگر سان وڙهيا ۽ اجگر ۽ سندس ملائڪ به وڙهيا. (يوحنا مڪاشفات باب ١٢، آيت ٧).

**سميڪشڪ:-** جو عيسائن جي سرڳ ۾ ويندو هوندو، سو به لڙائين جا دک ڀوڳيندو هوندو. اهڙي سرڳ جي اميد هٿان ئي هٿ ٻڌي لاهي ڇڏيو. جتي شانتيءَ ۾ وگهڙ ۽ لڙايون لڳيون ٿيون رهن، اهڙي جاءِ عيسائن جي ئي لوڪن [لائق] آهي (١١٤).

**١١٥. شيطان کي بهشت مان نيڪالي:-** ۽ اهو وڏو اجگر ارٿات اهو قديم [پراچين] نانگ جو ابليس ۽ شيطان سڏبو آهي، ۽ هو سڄي جڳت کي ڀلائيندو آهي، سو ڌرتيءَ تي اڇلايو ويو ۽ سندس ملائڪ به ساڻس گڏ هيٺ ڪيرايا ويا. (يوحنا مڪاشفات باب١٢، آيت٩).

**سميڪشڪ:-** ڇا شيطان سرڳ ۾ رهندي ماڻهن کي ڪونه ڀرغلائيندو هو؟ ڪنهن جيل ۾ قيد ڇو نه ڪيو ويو يا ڪنهن ماريو ڇو نه ويو؟ ڪنهن ڌرتيءَ تي ڇو اڇلايو ويو؟ جي سڄي سنسار کي ڀرغلائيندڙ شيطان آهي، ته شيطان کي ڀرغلائيندڙ ڪير آهي؟ جي شيطان پنهنجو پاڻ ڀرغلايل آهي، ته [ساڳيءَ ريت] جي پاڻ گهرندا سي شيطان کانسواءِ به ڀلجي سگهندا. پر جي ڪنهن ڀلائيندڙ ايشور آهي، ته اهو خدا ئي نه ٿيو. ڏسجي ٿو ته ائين ٿو ته عيسائن جو خدا به شيطان کان ڊڄندو هوندو. ڇاڪاڻ ته جي شيطان کان زبردست آهي، ته اپراڌ ڪرڻ سمي

تي شيطان کي ڏنڊ ڇو نه ڏنائين؟ جڳت ۾ جيڏو راڄ شيطان جو آهي، تنهنجي مقابلي ۾ عيسائن جي ايشور جو راڄ هزارين ڀاڱي به ڪونهي! ان ڪري ئي عيسائن جو خدا کيس [ڇڙائيءَ ڪرڻ کان] جهلي نه سگهندو هوندو. اِن مان سڌ اهو ٿيو ته هن زماني جا عيسائي راڄ اڌڪاري چورن ڌاڙيلن آديءَ کي جيترو جلد سزا ٿا ڏين، عيسائن جو ايشور ته اوترو به نٿو ڪري. پوءِ ڪهڙو اهڙو نر ٻڌي [بي عقل] منش آهي، جو ويدڪ ڌرم کي ڇڏي، هن من گهڙت عيسائن جي مت کي سويڪار ڪندو؟ (١١٥).

**١١٦. شيطان جو هيٺ لهڻ:-** تنهنڪري اي آسمانو ۽ انهن ۾ رهڻ وارو، اوهين خوشي ڪريو. اي پرٿوي ۽ سمنڊ جا رهواسيو، اوهان لاءِ افسوس آهي! ڇاڪاڻ ته شيطان ڏاڍيءَ ڪاوڙ منجهان اوهان ڏانهن لهي آيو آهي، جو ڄاڻيس ته باقي ٿورو سمو اٿس. (يوحنا مڪاشفات باب ١٢ آيت ١٢).

**سميڪشڪ:-** ڇا اهو خدا رڳو آسمان جو سنڀاليندڙ ۽ مالڪ آهي؟ ۽ ڇا هو پرٿوي ۽ منشيه آدي پراڻين جو سنڀاليندڙ ۽ سوامي نه آهي؟ جيڪڏهن هو پرٿويءَ جو به راڄا آهي، ته شيطان کي ڇو نه ماري سگهيو؟ شيطان ڀلائيندو ٿو وتي، ۽ جيتريڪ ايشور ڏسندو ٿو رهي ته به کيس روڪي نٿو! پر ٿو پوي ته هڪ ايشور نه چڱو آهي، ۽ هڪ سامرٿ وارو ۽ دشٽ ٻيو ايشور ٻيجي رهيو آهي (١١٦).

**١١٧. شيطان جو ستائڻ:-** ۽ ٻائيتاليهن مهينن تائين کيس پنهنجي ڪم ڪرڻ لاءِ اختيار ڏنو ويو [٥]. ۽ هن پنهنجو وات پرماتما جي خلاف نندا ڪرڻ لاءِ کوليو، جو سندس نالي جي ۽ سندس تنبوءَ جي ۽ جي سرڳ ۾ رهن ٿا تن جي نندا ڪري [٦]. ۽ کيس اهو اڌڪار ڏنو ويو ته پوتر منشن سان ٻڌ ڪري کين جيتي، ۽ کيس هر ڪنهن ڪٽنب، ٻوليءَ ۽ ديش تي اڌڪار ڏنو ويو [٧]. (يوحنا مڪاشفات باب ١٣ آيتون ٥-٦-٧).

**سميڪشڪ:-** پرٿويءَ جي منشن کي ڀرغلائڻ لاءِ شيطان ۽ پشو آدي موڪلڻ ۽ کين پوتر منشن سان وڙهائڻ جا ڪم ڌاڙيلن جي سردار جهڙان آهن يا نه؟ اهڙا ڪم ايشور يا سندس ڀڳتن جا ٿي نٿا سگهن. (١١٧).

**١١٨. عيسيٰ سان گڏ ٻيا عيسائي:-** ۽ مون نهاريو ۽ ڏٺو ته هڪ گهيٽو صيون جبل تي بيٺو آهي، ۽ ان سان گڏ هڪ لک چوئيتاليهه هزار ماڻهو آهن، جن جي پيشانين تي سندس پتا جو * نالو لکيل آهي. (يوحنا مڪاشفات باب ١٤ آيت ١).

**سميڪشڪ:-** هاڻي ڏسو ته جتي عيسيٰ جو پتا رهندو هو، اتي ساڳئي صيون جبل تي سندس پٽ [عيسيٰ] به رهندو هو. پر هڪ لک چوئيتاليهن هزارن ماڻهن جو شمار ڪيائون

* آريه ڀاشا، اردو، گجراتي ۽ مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل ترجمن ۾ ۽ پڻ سنڌيءَ ۾ ترجمي ٿيل انجيل ۾ "الهيءَ جو نالو ۽ انهيءَ جي پتا جو نالو" اهي شبد لکيل آهن. پر انگريزي بائيبل ۾ رڳو "سندس پتا جو نالو" شبد لکيل آهن. تنهنڪري اسان به انگريزي بائيبل کي وڌيڪ پرماڻڪ سمجهي سندس پيروي ڪئي آهي. [ڪٽپترا‌و]

ڪٿي؟ ڇا بهشت ۾ ويندڙن جي سڃاڻپ رڳو هڪ لک چوويتاليهه هزار ئي آهي؟ باقي ڪروڙن عيسائين جي ڪاپار ٿي مهرون ڇو نه لڳيون؟ ڇا اهي سمورا نرڪ ۾ ويا؟ عيسائين کي صيون جبل تي ڏسڻ گهرجي ته عيسيٰ جو پيتا ۽ سندس سنڌا اُتي موجود آهي يا نه؟ جي آهي ته هيءَ لکڻ برابر آهي نه ته غلط! جي اهي اُتي ڪنهن بڻي هنڌان آيا هئا، ته [بڌايو ته] ڪٿان آيا هئا؟ جي چئو ته سرڳ مان آيا هئا، [بڌايو ته] ڇا هو پڪي هئا، جو پاڻ ايڏيءَ وڏيءَ سڄڻا سميت مٿي ۽ هيٺ ايندا ويندا رهيا؟ جي هو ايندو ويندو آهي، ته هو ڪنهن ضلع جي ليپاڊيش [مئجسٽريٽ] جيان ٿي ثابت ٿيو. جي چئو ته هو هڪ ئي هنڌ ٿي آهن ته اهو عقل سان ٺهڪي نه سگهندو، ڇاڪاڻ ته هر ڪنهن ڀوڳول ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ پرماتما ته گهرجي. هڪ ئي پرماتما انيڪ برهمانڊن جي اپاءَ ڪرڻ لاءِ ۽ هرهنڌ ساڳي وقت دوري ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به سمرٿ ڪين ٿي سگهندا. (۱۱۸).

**۱۱۹. مرتيوءَ کان پوءِ ڪرمن جو اچڻ:-** ۽ مون آسمان مان هڪڙو آواز ٻڌو، جنهن مونکي چيو ته لک، ته برڪت وارا آهن اُهي مردا، جي اڄ کانپوءِ خداوند ۾ مرن ٿا. آتما چوي ٿو ته هائو، هو پنهنجي پرشرم [محنت] کان آرام وٺن، ۽ سندن ڪرم سندن پٺيان هليا ٿا اچن. (يوحنا مڪا شفاعت باب ۱۴، آيت ۱۳).

**سميڪشڪ:-** ڏسو، عيسائين جو ايشور ته چوي ٿو ته سندن ڪرم ساڻن رهندا، ارٿات هرڪنهن کي ڪرمن انوسار ڦل ملندو، پر عيسائي ٿا چون ته عيسيٰ سڀني جا پاپ پاڻ تي کڻندو ۽ پاپ ڪميا به ڪيا ويندا. اِتي ٻڌيمان ويچارين ته سندن ايشور جي ڳالهه سچي يا عيسائين جي؟ ٻئي ته سچا ٿي نٿا سگهن ۽ انهن مان هڪڙو ضرور ڪوڙو هوندو. عيسائين جو ايشور ڪوڙو ٿئي خواهه عيسائي، اسانجو ڇا؟ (۱۱۹).

**۱۲۰. سؤ ڪوهه رت وهڻ:-** ۽ اُن ملائڪ پنهنجو ڏاٽو ڌرتيءَ ۾ زور سان اندر وڌو، ۽ ڌرتيءَ جي ڊاک گڏ ڪيائين، ۽ خدا جي قهر جي وڏي چمڙي [winepress] ۾ اُڇلائي ڇڏيائين [۱۹]. ۽ شهر جي ٻاهران اُن چمڙي [ڪولهوءَ] ۾ ڊاک پيڙي وئي ۽ ۽ چمڙي مان جو رت نڪتو، سو سؤ ڪوهن تائين اهڙو وهيو، جو گهوڙن جي لغامن تائين اچي پهتو (۲۰). (يوحنا مڪا شفاعت ۱۴، آيتون ۱۹-۲۰).

**سميڪشڪ:-** هيٺئين ٻڌايو ته عيسائين جا پٽ پورائڻ کان به واڌاري آهن يا نه؟ عيسائين جو خدا غضب ڪندي ڏاڍو دکي ٿيو هوندو. وري جي سندس قهر جا چمڙا ڀريل آهن، ته سندس غضب ڪا پاڻيءَ جيان وهندڙ شيءِ آهي يا ڪا سخت شيءِ؟ وري سؤ ڪوهن تائين رت جو وهڻ ناممڪن آهي ڇاڪاڻ ته هوا لڳڻ ڪري رت يڪدم ڄمي ويندو آهي، پوءِ وهي ڪيئن سگهندو؟ ٺهڪري اهڙيون ڳالهيون ڪوڙيون ٿينديون آهن (۱۲۰).

**۱۲۱. سرڳ ۾ شاهديءَ جو تنبو:-** ۽ ان کانپوءِ مون نهاريو، ۽ ڏٺو ته بهشت ۾ جو شاهديءَ جي تنبوءَ جو مندر آهي سو کوليو ويو. (يوحنا مڪا شفاعت باب ۱۵، آيت ۵)

**سميڪشڪ:-** جي عيسائين جو ايشور سرواڳيه هجي ها، ته ساکين [شاهدن] جي گهرج ئي

ڇو نٿيس ها؟ ڇاڪاڻ ته هو پنهنجو پاڻ سڀڪجهه چاهيندو هجي ها. ان مان ته اهو ئي صاف ظاهر ٿو ٿئي ته سندن ايشور سروگيه نه آهي، پر مثل جهان الپگيه آهي. هو ايشورپڻي جو ڪهڙو ڪم ڪري سگهي ٿو؟ هڪڙو به نه! ساڳئي سلسلي وار بيان ۾ فرشتن جون وڏيون وڏيون ناممڪن ڳالهيون لکيل آهن، جنکي ڪوبه سچو نٿو مڃي سگهي. ڪيترو لکجي؟ ان باب ۾ ته اهڙا ئي بيت لکيل آهن (١٢١).

**١٢٢. ڪرمن جو پيٽو ڦل:-** ڇاڪاڻ ته سندس پاپ سرڳ تائين وڃي پهتا آهن، ۽ خدا سندس ڪڪرمن کي ياد ڪيو آهي [٥]. جئن آن اوهانکي ڏنو، تئن اوهين به بدلو ڏيوس، ۽ سندس ڪرمن آهر پيٽو بدلو ڏيوس [٦]. (يوحنا مڪاشفات باب ١٨، آيتون ٥-٦).

**سميڪشڪ:-** ڏسو عيسائن جو ايشور پرتڪش انياءَ ڪندڙ آهي. ڇاڪاڻ ته نياءَ اهو آهي ته جنهن جهڙو ۽ جيترو ڪرم ڪيو آهي، تنهنکي اهڙو ۽ اوترو ئي ڦل ڏجي. انکان وڌيڪ يا گهٽ ڏيڻ انياءَ آهي. جي انيائڪاريءَ جي اپاسنا ڪندڙ آهن، سي پاڻ ڇونه انيائڪاري ٿيندا؟ (١٢٢).

**١٢٣. عيسيٰ جو سرڳ ۾ وواهه:-** ڇالاءِ جو گهٽي جو وواهه [شادي] اچي پهتو آهي، ۽ سندس استريءَ پاڻ کي تيار ڪيو آهي. (يوحنا مڪاشفات باب ١٩، آيت ٧).

**سميڪشڪ:-** هيئنر پڌو، عيسائين جي سرڳ ۾ وواهه به ٿيندا آهن؛ ڇاڪاڻ ته عيسيٰ جي شادي ايشور اتي ڪئي! پڇڻ گهرجي ته سندس سهرو، سس، سالو وغيره ڪير هئا، ۽ ٻار ٻچا ڪيترا پيدا ٿيس؟ وري ويرج جي ناس ٿيڻ مان بل ٻڌي، پراڪرم، آيو آدي گهٽجڻ ڪري عيسيٰ مري ويو هوندو، ڇاڪاڻ ته سنجوڳ جنيه [مرڪب] پدارٿ جو ويوڳ اوس ٿيندو آهي. اڃا تائين عيسائي لوڪ مٿس وشواس آڻي دوکو کائيندا ٿا اچن، الاجي وڌيڪ ڪيترو دوکي ۾ رهندا؟ (١٢٣).

**١٢٤. شيطان جو قيد ٿيڻ:-** ۽ ان اجگر يعني پراچين نانگ کي جو شيطان ۽ ابليس آهي، پڪڙي هڪ هزار ورهين لاءِ ٻڌو [٢]. ۽ کيس اونهاهه ۾ اڇلائي بند ڪري ڇڏيائين. ۽ مٿس مهر هڻي ڇڏيائين ته هزار ورهين پوري ٿيڻ تائين وري دنيا جي ماڻهن کي نه ٺڳي؛ تنهن کانپوءِ ٿوري مدي لاءِ کيس ڇوڙي ڇڏڻ گهرجي [٣]. (يوحنا مڪاشفات باب ٢٠، آيتون ٢-٣).

**سميڪشڪ:-** ڏسو، مس مس شيطان کي پڪڙي هزار سالن تائين قيد ڪيائين. هو وري به آزاد ٿيو، ڇا اڳتي مٿس ڪسي ڪونه ڀرغلائيندو؟ اهڙي دشٽ کي ته جيل ۾ ئي رکجي، يا بنهه مارڻ کانسواءِ نه ڇڏجي. پر شيطان جي ته هستي ئي رڳو عيسائين جي ڀرم ڪري آهي. حقيقت ۾ شيطان آهي ئي ڪونه، هيءَ ته رڳو ماڻهن کي ڊيڄاري پنهنجي جار ۾ ڦاسائڻ جو اپاءُ رچيل آهي. دشٽانت آهي ته ڪنهن چالاڪ ماڻهوءَ ٻين ڀورڙن ماڻهن کي چيو ته هلو ته اوهانکي ديوتا جو درشن ڪرايان. [اڳي ئي] ڪنهن ايڪانت جاءِ ۾ ڪنهن ماڻهوءَ کي چئن ٻانهن وارو بڻائي ٻوڙن ۾ ويهاري آيو هو. کين چيائين ته اکيون پوٽيو، آءٌ چوان ٻڌهن کولجو، ۽ جڏهن وري چوان ٻڌهن تڏهن بند ڪجو. جو نه پوٽيندو، سو آنڌو ٿيندو. چترائي

[چئن ٻانهن وارو] سامهُون اچڻ شرط ڇپائين اکيُون پٽيو! ۽ جهٽ وري ڇپائين ته اکيُون ٻُوٽيو! ۽ جڏهن هوُ ٻوُڙن ۾ لڪي ويو، ته وري ڇپائين ته اکيُون پٽيو! [سيني اکيُون پٽيوُن ته ڪانئن پڇيائين ته] نارائڻ جو هرڪنهن درشن ڪيو يا نه؟ مذهبي ماڻهن جون ته ساڳيون ڳالهيون آهن! [اهي چوندا آهن] ته جو اسانجو مت سويڪار نه ڪندو، سو شيطان جو ڀرغلايل سمجهيو ويندو. تنهنڪري سندن جار ۾ ڪنهنکي به ڦاسڻ نه کپي [١٢٤].

**١٢٥. ڀرٿوي ۽ آڪاش جو ڀڄڻ:-** ۽ مون هڪ وڏو اڇو سنگهاسن ڏٺو ۽ جو پڻ اُن تي ويٺو هو، جنهنجي منهن تان ڀرٿوي ۽ آڪاش ڀڄي ويا، ۽ اُنهنکي ڪا جاءِ نه لڌي [١١]. ۽ مون سيني مئل ننڍا ۽ وڏا ايشور جي اڳيان بيٺل ڏٺا، ۽ پستڪ کوليا ويا: هڪ ٻيو پستڪ کوليو ويو، جو جياپي جو پستڪ آهي: ۽ مئلن جا نياءُ اُنهن ڳالهين مجهان جي پستڪ ۾ لکيل هيون، سندن ڪرمن اُنوسار ڪيا ويا [١٢]. (يوحنا مڪا شفات باب ٢٠، آيتون ١١-١٢).

**سمِمڪشڪ:-** ڏسو هيءَ ٻاراڻي ڳالهه! ڀلا ڀرٿوي ۽ آڪاش ڀڄي ڪٿي سگهندا؟ [جي ڀڳا] ته ڪيا ڇالي؟ جنجي اڳيان ڀڳا، سي ايشور جو سنگهاسن ۽ ايشور ڇالي بيٺا؟ جڏهن مردا ايشور اڳيان بيهاريا ويا، تڏهن ڀرميشور به ويٺو هو يا بيٺو هوندو. ڇا ڀرماتما جو وهنوار به هٽان جي دڪان يا ڪچهريءَ وانگر ڪتابن جي ليکي انوسار هلندو آهي؟ وري سيني جيون جو سماچار ڀرماتما پاڻ لکيو يا سندس گماشتن؟ اهڙين ڳالهين ڪرڻ ڪريئي جو ايشور نه آهي، تنهنکي ايشور، ۽ جو ايشور آهي تنهنکي غير ايشور عيساين آدي مت وارن ٺهرائي ڇڏيو آهي (١٢٥).

**١٢٦. سرڳ ۾ عيسيٰ جي استري:-** ٿن مان هڪڙيءَ نڪري اچي مون سان ڳالهايو ۽ چيائين ته هيڏانهن اچ ته آءٌ توکي ڪنوار ڏيکاريان، ارٿات گهيٽي جي استري. (يوحنا مڪا شفات باب ٢١، آيت ٩).

**سمِمڪشڪ:-** عيسيٰ ته سرڳ ۾ چڱي ڪنوار لڌي. موج ڪندو هوندو. جي عيسائي اُتي ويندا هوندا، تنکي به استريون ملنديون هونديون، ۽ ٻار ٻچا به اُتپن ٿيندا هوندا. وري آدمشماري وڌڻ ڪري روڳ به اُتپن ٿيندا هوندا ۽ مرندا به هوندا. اهڙي سرڳ کي ته ڀريان ئي هٿ ٻڌڻ چڱو آهي (١٢٦).

**١٢٧. عيساين جو سرڳ:-** ۽ هن اُن ڪاني سان شهر کي ماپيو ته ساڍا ست سؤ ڪوهه ٿيو. سندس ڊگهائي ويڪرائي ۽ اوُچائي هڪ جيتري هئي [١٦] ۽ هن سندس ڀت ماپي ته ماڻهوءَ جي، ارٿات ملائڪ جي ماپ موجب هڪ سؤ چوئيتاليهه هٿ ٿي [١٧]. ۽ سندس ڀت [jasper، سوريه ڪانت] جي ٺهيل هئي، ۽ شهر نرمل [خالص] سون جو صاف شيشي جهڙو هو [١٨]. ۽ شهر جي ڀت جا بنياد هر قسم جي جواهرن سان سينگاريل هئا. پهريون بنياد سوريه ڪانت [زبرجد] جو هو؛ ٻيو نيلمڻي [sapphire] جو هو؛ ٽيون لالڙي [شب چراغ chalcedony] جو؛ چوٿون زمرد [emerald]؛ [١٩]. پنجون عقيق [sardonyx] جو؛ ڇهون

لعل [sardius] جو، ستون هئڊي پٿر [chrysolite] جو، اٺون فيروزي [beryl] جو، نائون پکراج [topaz] جو، ڏهون لاجورد [chrysoprasus] جو، يارهون سنهيلي پٿر [jacinth] جو، ٻارهون ياقوت [amethyst] جو [۲۰]. ۽ ٻارهن در ٻارهن موتي هئا، هر هڪ در هڪ موتيءَ جو هو: ۽ شهر جي گهٽي خاص سون جي هئي، جهڙوڪ شفاف شيشو [۲۱]. (يوحنا جا شفاعت باب ۲۱، آيتون ۱۶-۱۷-۱۸-۱۹-۲۰-۲۱).

**سمڪشڪ:-** ڀلو عيسائين جي سرڳ جو ورنن! جي عيسائي مرندا ۽ اُٿي پيدا رهندا ته ايڏي وڏي شهر ۾ ڪيئن سمائجي سگهندا؟ ڇاڪاڻ ته اُن ۾ منشيه اندر ته اچن ٿا، پر ٻاهر نٿا وڃن! وري اهڙن قيمتي جواهرن ۽ سچي سون مان ٺهيل شهر جي هستي مڃڻ ته رڳو يورپ جي منشن کي برغلائي ڦاسائڻ جي ليلا آهي. ڀلا شهر جي ڊيگهه ويڪر ٻڌائي ويا، مگر اوچائي ڇو نه ٻڌائي؟ جيڪي وڏا آهن ٻاهر، سي اندر ڪيئن اچن؟ ڇاڪاڻ ته جي هڪ پٿر جو ٻارهن سون ڪوهن جي اوچائي هجي ته جو پٿر ته ڪٽي سگهن به ڇٽجي، پر سا ٻين ستن سون ڪوهن جي اوچائي ٿيڻ ڪيئن ممڪن آهي؟ هيءَ سموري ڪوڙي ڪپول ڪلپنا جي ڳالهه آهي. وري ايڏا وڏا موتي آيا ڪٿان هوندا؟ ڇا هن ليک جي ليکڪ جي گهر واري گهڙي منجهان؟ اهو پٽ ته پوراڻڪ [پٽن] جو به ٻاپو آهي (۱۲۷).

**۱۲۸. ڇڙن ڪرمن لاءِ سرڳ:-** ۽ ان ۾ ڪا اپوتر وستو اُتوا ڪو به نفرت يا ڪوڙ جهڙو ڪم ڪندڙ هرگز داخل نه ٿيندو. (يوحنا جا شفاعت باب ۲۱، آيت ۲۷).

**سمڪشڪ:-** جي اها ڳالهه [برابر] آهي، ته عيسائي ڇو ٿا چون ته عيسائي ٿيڻ ڪانپوءِ پاپي منشيه به سرڳ ۾ وڃي ٿا سگهن؟ اهو ٺيڪ نه آهي. جي ائين آهي ته يوحنا سپني ۽ والڪر ڪوڙين ڳالهين جو ٻڌائيندڙ هرگز سرڳ ۾ داخل ٿي نه سگهيو هوندو! ۽ عيسيٰ به بهشت ۾ نه ويو هوندو، ڇاڪاڻ ته جڏهن هڪڙو پاپي بهشت ۾ نٿو وڃي سگهي، ته جنهن جي مٿان انيڪ پاپين جي پاپن جو ٻار آهي، سو ڪيئن سرڳ جو واسي ٿي سگهندو؟ (۱۲۸).

**۱۲۹. سرڳ ۾ عيسائين جي اوستا:-** ۽ اُتي وڌيڪ شراب [لعنت] ڪو نه هوندو: پر ايشور ۽ گهيٽي جو اُن ۾ واس هوندو، ۽ سندس ٻانها سندس سيوا ڪندا [۳]. ۽ اُهي سندس منهن ڏسندا، ۽ سندس نالو سندن پيشانين تي هوندو [۴]. ۽ اُتي رات ڪانه ٿيندي؛ ۽ ڪين ڏئي جو سوجهرو ڪو نه گهربو، نڪا سج جي روشنائي کپندن، ڇاڪاڻ ته پرميشور ايشور کين سوجهرو ڏيندو: ۽ اُهي سدا سرودا پيا راڄ ڪندا [۵]. (يوحنا جا شفاعت باب ۲۲، آيتون ۳-۴-۵).

**سمڪشڪ:-** ڏسو، اهوئي آهي عيسائين جو سرڳ ۾ واس! ڇا ايشور ۽ عيسيٰ هميشه سنگهاسن تي ويٺا ئي رهندا؟ ۽ ڇا سندن ٻانها سندن اڳيان سدائين سندن منهن تڪيندا رهندا؟ ڀلا اهو ته ٻڌايو ته اوهانجي ايشور جو منهن يوروپين [لوڪن] جيان گورو آهي يا آفريڪا وارن والڪر ڪارو؟ يا ڪنهن ٻئي ديش جي ماڻهن جهڙو؟ اوهانجو سرڳ به قيدخانو آهي، ڇاڪاڻ ته جتي نيدائي وڏائي آهي، ۽ جتي ساڳيئي هڪڙي شهر ۾ رهڻ ضروري آهي، اُتي دک ڇو نه ٿيندو هوندو؟ جي [خدا] منهن وارو آهي، ته هو هرگز سروَگيه

595



۽ **سروشور** [هر ڪنهن جو مالڪ] نٿو ٿي سگهي (١٢٩).

١٣٠. **ڪرڻيءَ ڀرڻيءَ جو سڌانت**:- ۽ ڏس آءٌ جلد اچان ٿو، ۽ منهنجو اجر [reward] مون ساڻ آهي، جنهن مان هر ڪنهن کي سندس ڪرمن انوسار ڏيندس.

(يوحنا مڪاشفات باب ٢٢، آيت ١٢).

**سميڪشڪ**:- جي ڪرمن انوسار ڦل ملڻ جي ڳالهه [برابر] آهي، ته پاپ ڪڏهن به ڪميا ٿي نٿا سگهن. پر جي ڪميا ملندي آهي ته انجيل جي [مٿين] ڳالهه غلط ٿيندي. جي ڪو چوي ته ڪميا [معافي] ملڻ جي ڳالهه به ته انجيل ۾ لکيل آهي، ته هڪڙيءَ ڳالهه جو ٻيءَ سان وروڌ يعني "خلف دروغي" ٿي. تنهنڪري [بائيبل] غلط سڌ ثابت ڪري، ڪيس مڃڻ ڇڏي ڏيو.

هيتر ڪيترين لکون؟ سندن بائيبل ۾ ته اهڙيون لکين ڳالهيون ڪنڊن ڪرڻ جهڙيون آهن. هيءَ ته عيسائين جي بائيبل منجهان ٿورڙو نمونو لاءِ ڏيکاريل آهي. بدمان ماڻهو اپتري منجهان ئي گهڻو ڪي سمجهي وٺندا. ٿورڙين ڳالهين کي ڇڏي باقي سمورو ڪوڙ ڀريل آهي. ڪوڙ جي ملاوت ڪري سچائي به شڌ نٿي رهي، تنهنڪري **بائيبل** به مڃڻ جهڙو نٿو ٿي سگهي. پر سچائي ته **ويدن** کي سويڪار ڪرڻ منجهان ئي ملندي آهي (١٣٠).

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو تيرهون سملاس عيسائين جي مت بابت سماپت ٿيو.



# چوڏھين سملاس جي انوڀومڪا [ديباچو] نمبر ۴.

هيءَ جو چوڏهون سملاس مسلمانن جي مت [مذهب] بابت لکيو اٿم، سو رڳو قرآن جي وشيه لي آهي ۽ نه ٻئي ڪنهن پستڪ جي مت انوسار، ڇاڪاڻ ته مسلمان قرآن لي ئي پورو پورو وشواس [اعتقاد] ٿا رکن. جيتوڻيڪ جدا جدا فرقن هئڻ سببان ڪنهن خاص لفظ [شبد] جي معنيٰ وغيره ۾ [مسلمان] اختلاف [متڀيد] ٿا رکن، ته به قرآن لي سڀيئي ٻڪراءِ آهن. قرآن عربي زبان ۾ آهي. انجو ترجمو [الٿو] اردوءَ ۾ مولوين ڪيو آهي؛ تنهن ترجمي [انواد] کي ديوناگري اکرن ۾ آريه ڀاشا ۾ انواد ڪرائڻ ڪانپوءِ، عربيءَ جي وڏن وڏن ودوانن کان ڇڪاسارائي لکيو ويو آهي. جي ڪو چوي ته ترجمو برابر نه آهي، ته کيس هن وشيه لي قلم کڻڻ کان اڳ ۾ مولوي صاحبن جي ترجمن جو کنڊن ڪرڻ گهرجي.

هيءَ ليک رڳو ان لاءِ [لکيل] آهي ته ماڻهن جي اُنتي ٿئي، سچ ۽ ڪوڙ جي نرڻيه [فيصلي] ڪرڻ لاءِ سڀني مذهبن جي ڳالهين جو ٿورو گهڻو گيان ملي، جنهنڪري ماڻهن کي هڪٻئي سان [گڏجي] ويچار ڪرڻ جو وجهه ملي، جو هو هڪ ٻئي جي دوشن [عيبن] جو کنڊن ڪري [هڪ ٻئي جا] گڻ گرهڻ ڪن. هن مذهب يا ٻئي ڪنهن تي ڪوڙن عيبن يا ٿوابن لڳائڻ جو پريوجن بلڪه ڪونهي. بلڪ [ارادو] اهو اٿم ته جا چڱائي آهي، سا چڱائيءَ، ۽ جا برائي آهي سا برائيءَ [جي روپ ۾] سڀني اڳيان ظاهر ٿي وڃي، ۽ نڪو ڪنهن تي ڪوڙ هلائي [برغلائي] سگهي، ۽ نه ڪو سچ کي روڪي سگهي. پر ستيه اسنتيه جي پڌري ٿيڻ کان پوءِ به هر ڪنهن کي اختيار آهي ته مڃي يا نه مڃي؛ ڪنهن تي به زبردستي نٿي ڪجي. چڱن پرشن جو ته ڪم اهڙو ئي آهي ته پنهنجين خواه پرائن برائن کي برائيون ۽ چڱائن کي چڱايون سمجهي، چڱائن کي هڻائين ۽ برائن کي ڦٽو ڪن؛ ۽ تعصبين جي تعصب ۽ هٺ کي [پاڻ] لاهين ۽ [ٻين کان] لهرائين. ڇاڪاڻ ته تعصب ڪري جڳت ۾ ڪهڙا انرٿ ٿيا آهن، ۽ ٿيندا ٿا رهن؟ سچ ته اهو آهي ته هن بي اعتبار [هڪدم ختم ٿيندڙ] جياپي ۾ ٻين جو نقصان ڪري پاڻ کي خواه ٻين کي لاڀ کان خالي رکڻ منشيه پڻي کان ٻاهر آهي.

هن ۾ جي ڪجهه ورڌ [خلاف] لکيل آهي، ته تنهنکي سڄڻ پرش ڏيان تي آڻين، انکانپوءِ جي مناسب هوندو ته مڃيو ويندو. ڇاڪاڻ ته اهو ليک ضد، تعصب، حسد، نفرت، جهڳڙي، فساد ۽ مخالفت گهٽائڻ لاءِ ئي لکيو ويو آهي، ۽ نه وڌائڻ لاءِ. ڇاڪاڻ ته هڪ ٻئي کي نقصان پهچائڻ کان پري رهي، هڪ ٻئي کي فائدو پهچائڻ اسانجو خاص مقصد آهي.

اڳتي هن چوڏهين سملاس ۾ مسلمانن جي مذهب جو وشيه سڀني سڄڻن اڳيان نوبدن ٿو رکان. ويچار ڪري مٺڻ جهڙين ڳالهين کي گرهڻ ڪريو ۽ نه مڃڻ جهڙين ڳالهين کي ڇڏي ڏيو. وڌن پڌيمان پرشن اڳيان وستار سان لکڻ جي گهرج ئي ڪانهي. [انوڀومڪا سماپت ٿي].

۵۹۷

# ओ३म्

## چوڏهون سملاس

## اسلام جي مذهبي وشين جي تحقيقات تا ڪريون

۱. شروع ساڻ نالي الله جي بخشش [ڪرپا] ڪندڙ مهربان.
(منزل ۱، سيپارو ۱، سورت ۱؛ سورت الفاتح جو مڍ).

**سميڪشڪ:-** مسلمان ٿا چون ته قرآن خدا جو ڪلام آهي، پر هن وچن مان معلوم ٿو ٿئي ته سندس ٺاهيندڙ ڪو ٻيو آهي. ڇاڪاڻ جي پرميشور جو ٺاهيل هجي ها ته "شروع ساڻ نالي الله جي" نه چوي ها، بلڪ چوي ها ته "شروع ساڻ هدايت مڙش جاتيءَ لاءِ!" جي ماڻهن کي سيکاري ٿو ته اوهين ائين چئو، ته به برابر نه آهي؛ ڇاڪاڻ ته انڪري پاپ جي شروعات به [ماڻهو] خدا جي نالي تي ڪندا، جنهنڪري سندس نالي تي ڪلنڪ لڳندو. جي هو بخشش ۽ ديا ڪندڙ آهي، ته اُن پنهنجيءَ سرشٽيءَ ۾ ماڻهن جي سک لاءِ ٻين ساهوارن کي مارڻ جي ايا سخت تڪليفون ڏئي مارائي [سندن] گوشت کائڻ جي [ماڻهن کي] موڪل ڇو ڏني؟ ڇا اهي ساهوارا بيڏوهي ۽ خدا جا جوڙيل نه آهن؟ وري ائين به چوڻ کپندو هوس ته "الله جي ڳالهين تي چڱين ڳالهين جي شروعات" ۽ نه خراب ڳالهين جي. اهي اکر ته مبهم آهن. ڇا چوري، پر استري سنگ، ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ اڌرم جي شروعات به الله جي نالي ڪئي وڃي؟ ان ڪري ڏسي ڇڏيو ته ڪاسائي وغيره مسلمان، گائو وغيره جي سسي ڪپڻ وقت به [ڪٺن ۾] "بسم الله" پڙهندا آهن. انهي مٿين معنيٰ هئڻ ڪري ئي ته بڇڙاين جي شروعات به مسلمان **الله** جي نالي تي ٿا ڪن! وري مسلمانن جو خدا رحيم ديالو به ثابت نٿو ٿئي، ڇاڪاڻ ته انهن جانورن لاءِ ڪيس ديا آهيئي ڪونه! وري جي مسلمان ماڻهو هن ڪلام جو مطلب نٿا سمجهن، ته هن ڪلام جو نازل [پرگهٽ] ٿيڻ اجايو ٺهيو. پر جي مسلمان ماڻهو سندس ٻي معنيٰ ٿا ڪن، ته سندس اصل مطلب ڇا آهي؟ وغيره (۱).

۲. سڀ ساراهه لاءِ الله جي جو پروردگار [پاليندڙ] جهانن جو [۱]. بخشش [معافي] ڪندڙ مهربان آهي [۲]. (منزل ۱، سيپارو ۱؛ سورت الفاتح).

**سميڪشڪ:-** جي قرآن جو خدا سنسار جو پاليندڙ هجي ها، ۽ سڀني تي بخشش ۽ رحم [ڪرپا ۽ ديا] ڪندڙ هجي ها، ته ٻين مت وارن ۽ پڻ پشو آديءَ کي مسلمانن هٿان قتل ڪرائڻ جو حڪم نه ڏئي ها. جي ڪرپا ڪندڙ آهي ته ڇا گنهگارن تي به ڪرپا ڪندو؟ جي هائو ته اڳتي لکيل ملندو ته **ڪافرن کي قتل ڪريو**: يعني جي قرآن ۽ پيغمبرن کي نٿا مڃين، سي **ڪافر** آهن، ائين ڇو چوي ها؟ تنهنڪري قرآن **خدا** جو ڪلام ثابت نٿو ٿئي (۲).

٣. نياءُ [انصاف] [قيامت] جي ڏينهن جا مالڪ [٣]. تنهنجي ئي ڀڳتي [عبادت] ڪريون ٿا ۽ تو کان ئي مدد گهرون ٿا [٤]. اسان کي سڌي واٽ ڏيکار [٥].

(منزل ١، سيپارو ١، سورت الفاتح).

**سمڪشا:-** ڇا خدا هميشه انصاف [نياءُ] نٿو ڪري؟ ڪنهن خاص ڏينهن نياءُ ڪندو آهي؟ ان ۾ ته انڌير ٿو ڏسجي. سندس ئي ڀڳتي ڪرڻ ۽ کانئس سهائتا گهرڻ ته برابر [نيڪ] آهي، پر ڇا خراب ڪم لاءِ به سندس مدد گهرڻ گهرجي؟ وري سڌي واٽ رڳي مسلمانن جي ئي آهي يا ٻين جي به؟ سڌو رستو مسلمان ڇو نٿا وٺن؟ ڇا ٻڇڙائي ڏانهن ويندڙ سڌو رستو ته نٿا گهرن؟ جي چڱايون سڀني جون هڪجهڙيون آهن، ته پوءِ مسلمانن ۾ خاصيت ڪا ڪانه رهي، ۽ جي [مسلمان] ٻين جون چڱايون نٿا مڃين، ته تعصبي آهن (٣).

٤. جا انهن جي واٽ آهي جن تي، فضل ڪيو اٿيئي [٦]. انهن جي واٽ نه ڏيکار، جن تي تنهنجو ڏمر ٿيل آهي، ۽ نه ڀليلن جي واٽ اسان کي ڏيکار [٧].

(منزل ١، سيپارو ١، سورت الفاتح)

**سمڪشا:-** مسلمان پونرجنم ۽ اڳين ڪيل پاپ پن نٿا مڃين، تنهنڪري ڪن ماڻهن تي ديا ڪرڻ ۽ ڪن تي نه ڪرڻ ڪري خدا پکشپاتي سڏ ٿيندو، ڇاڪاڻ ته بنا پاپ پن ڪرڻ جي ڪنهنکي سک يا دک ڏيڻ رڳو انياءُ آهي. وري بنا ڪارڻ ڪنهن تي ديا ۽ ڪنهن تي ڏمر ڪرڻ ايشور جي سڀاءَ جي ورڌ آهي. [بنا ڪارڻ ڪنهن تي به] هو فضل يا ڏمر ڪري نٿو سگهي. جڏهن سندس اڳيان سنچت [گڏ ڪيل] پن ۽ پاپ آهن ئي ڪين، ته ڪنهن تي به ڪروڌ يا ديا ڪرڻ ناممڪن آهي.

هن سورت جي ٽيڪا [شرح ۾ لکيل آهي] ته "اها سورت الله صاحب ماڻهن جي واتان چوائي، ان لاءِ ته هو هميشه اهڙيءَ ريت چوندا رهن" جي اها ڳالهه برابر آهي ته "الف - بي" وغيره اکر به خدا ئي سيکاريا هوندا. اکر سڃاڻڻ کانسواءِ هيءَ سورت [ماڻهو] ڪيئن پڙهي سگهن ها؟ [يا خدا ڪهن زباني طرح] نڙيءَ مان چوندا ۽ چوائيندا رهيا؟ ته جي ائين آهي ته قرآن سمورو ئي زباني پڙهيو هوندائين.

هن مان ائين سمجهڻ کپي ته جنهن پستڪ ۾ پکشپات جون ڳالهيون لکيل آهن، سو پستڪ **ايشور ڪرت** [ايشور جو ٺاهيل ٿي] نٿو سگهي. مثال لاءِ **عربي** زبان ۾ پرگهٽ ڪرڻ ڪري عرب وارن کي قرآن جو پڙهڻ سولو ۽ ٻين ٻولين ڳالهائيندڙن لاءِ ڏکيو ٿو ٿئي، جنهن ڪري خدا پاسخاطري ڪندڙ ٿو بڻجي. جيئن پرميشور جهان ۾ رهندڙ سڀني ديشن جي ماڻهن کي نياءَ جي نظر رکي سڀني ملڪن جي ٻولين کان نراليءَ **سنسڪرت** ڀاشا ۾ جا سڀني ملڪن جي رهواسين کي هڪجهڙيءَ محنت سان سمجهڻ ۾ اچي ٿي. **ويدن** جو پرڪاش [الهام] ڪيو آهي، [تئين قرآن به] لاهي ها ته اهو دوش نه لڳيس ها (٤).

٥. هيءُ ڪتاب جنهن ۾ ڪو شڪ ڪونهي انهن پرهيزگارن کي رستو ڏيکاريندڙ آهي (٢). جي اڻ ڏٺي تي ايمان آڻيندا آهن ۽ نماز پڙهندا آهن، ۽ ڪين جيڪي رزق ڏنوسين

تنهن مان خرچيندا آهن (٣). ۽ اُهي [اي پيغمبر] جيڪو قرآن توڏانهن لاٿو ويو ۽ جيڪي توکان اڳ [موسيٰ ۽ ٻين پيغمبرن تي] لاٿو ويو، تنهنکي مڃيندا آهن ۽ اُهي آخرت [قيامت] تي رکندا آهن (٤). اِهي ئي انهيءَ سڌي واٽ تي آهن، جا سندن پالڻهار کان [ڏسيل] آهي. اِهي ئي ڇوٽڪاري وارا آهن (٥). جن اِنڪار [ڪفر] ڪيو، تن کي [اي پيغمبر] تنهنجو ڊيڄارڻ يا نه ڊيڄارڻ هڪجهڙو آهي. اِهي ايمان نه آڻيندا (٦). الله سندن دلين تي ۽ سندن ڪنن تي مهر هڻي آهي، سندن اکين تي پردو [ڇڙهيل] آهي ۽ اُنهن لاءِ وڏو عذاب آهي (٧). (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيتون ٢ کان ٧).

**سمِڪشا:-** پنهنجي واکاڻ پاڻ پنهنجي پستڪ جي وڏائي ڪرڻ ڇا خدا جي دمڀ [خود نمائيءَ] جي ڳالهه نه آهي؟ جي پرهيزگار اَرٿات ڌارمڪ پرش آهن، سي پاڻهي سچي مارگ تي آهن. پر جي ڪوڙي رستي تي آهن، تنهنکي جي اِهو قرآن رستو ئي نٿو ڏيکاري سگهي، ته باقي وهيو ڪهڙي ڪم جو؟ ڇا پاپ پڄ ۽ پرشارٿ ڪرڻ کانسواءِ خدا پنهنجي خزاني مان ئي [ماڻهن کي] خرچ ڪرڻ لاءِ ڏيندو آهي؟ جي ڏئي ٿو، ته هر ڪنهن کي ڇو نٿو ڏئي؟ ۽ مسلمان ڇو ٿا پورهيا ڪن؟ وري جي بائيبل انجيل وغيره تي وشواس رکڻ واجب آهي، ته مسلمان جهڙو قرآن تي ايمان ٿا رکن، اُهڙو انجيل وغيره تي ڇو نه ٿا آڻين؟ پر جي آڻين ٿا ته قرآن جو هئڻ ئي ڇا لاءِ؟ جي چوَن ته قرآن ۾ وڌيڪ ڳالهيون آهن، [ته پڇجين] ته ڇا پهرين ڪتابن ۾ خدا کان لکڻ وسري ويئون هيون؟ پر جي ڪين وساريون هئائين ته قرآن جو ٺاهڻ ئي بنا مطلب ثابت ٿيندو. وري اَسين ڏسون ٿا ته بائيبل جي ڪن ٿورين ڳالهين کان سواءِ سموريون ڳالهيون قرآن جي ڳالهين سان ملن ٿيون؛ ته هڪڙو ئي [مڪمل] پستڪ ويد وانگر ڇو نه پرگهٽ ڪيائين؟ ڇا قيامت تي ئي وشواس رکڻ گهرجي ۽ نه ٻئي ڪنهن تي؟ ڇا عيسائي ۽ مسلمان ئي خدا جي هدايت تي [هلندڙ] آهن، ۽ ڇا اُنهن ۾ ڪو به پاپي ڪونهي؟ ڇا عيسائي ۽ مسلمان اَڌرمي [بدڪار] هوندي به ڇوٽڪارو پائيندا ۽ ٻيا ڌرماتما هوندي به ڇوٽڪارو نه پائيندا؟ هيءَ ڏاڍي اَنياءَ ۽ اَنڌير جي ڳالهه نه آهي ڇا؟ جي ماڻهو مسلماني مذهب کي نٿا مڃين، تنهنکي **ڪافر** ڪوٺڻ يڪ طرفي ڊڪري [فتويٰ=decree] نه آهي ڇا؟ جي خدا پاڻ ئي سندن ڪنن ۽ دلين تي مهر هڻي آهي، ۽ جي هو ان ڪري ئي گناهه ٿا ڪن، ته سندن ذرو به ڏوهه نه آهي. اِهو پاپ ته خدا جو ئي ٿيو. اهڙيءَ حالت ۾ ئي سک دک يا پاپ پڄ ته ڪين لڳي نه سگهندا. پوءِ خدا ڪين سزا ڇو ٿو ڏئي؟ اُنهن ته پاپ يا پڄ پنهنجي سوتنترتا سان ڪيا ئي ڪينهن! (٥).

٦. سندن دلين ۾ بيماري آهي، الله سندن بيماري وڌائي.

(منزل ١، سيپارو ١، سورت اَلبقر آيت ٩).

**سمِڪشا:-** ڀلا بنا اَپراڌ ڪرڻ جي خدا سندن روڳ وڌائي ڇڏيو. دَيا نه آيس. اُنهن ويچارن کي ڏاڍو دک رسيو هوندو؛ ڇا اِهو شيطان کان به وڌيڪ شيطانيءَ جو ڪم نه آهي؟ ڪنهنجي دل تي مهر هڻڻ ۽ ڪنهنجي بيماري وڌائڻ خدا جو ڪم ٿي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته بيماريءَ جو وڌڻ پنهنجن پاپن جو نتيجو آهي (٦).

٧. جنهن اوهان لاءِ پرٿويءَ کي وهاڻو بڻايو ۽ آڪاش کي ڇت (٢٢).
(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر).

**سمڪشڪ:-** ڀلا آڪاش ڪنهنجي ڇت ٻڻجي به سگهي ٿو؟ هيءَ اوديا جي ڳالهه آهي. آسمان کي ڇت جيان مڃڻ کل جهڙي ڳالهه آهي. جي ڪنهن ٻيءَ پرٿويءَ کي آسمان ٿا مڃين، ته سندن گهر جي ڳالهه آهي (٧).

٨. ۽ پنهنجي پيغمبر تي جيڪو ڪلام [قرآن] لاٿو سون، تنهنڪان جيڪڏهن اوهين سنديهه [شڪ] ۾ آهيو، ته ان جهڙي ڪا صورت بڻائي آڻيو، ۽ الله کانسواءِ پنهنجا ساکي [شاهد] به سڏيو، جيڪڏهن سچا آهيو، [٢٣]. پوءِ جيڪڏهن نه ڪندو ۽ ڪري به ڪڏهن نه سگهندو، ته اُنهيءَ آگ [باهه] کان ڊڄو، جنهنجو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر آهن، ۽ جا نه مڃيندڙ [ڪافرن] لاءِ تيار ڪئي ويئي آهي [٢٤]. (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر).

**سمڪشڪ:-** ڀلا اها به ڪا ڳالهه آهي ته اُن جهڙي ڪا صورت نه بڻجي سگهندي؟ ڇا اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ مولوي فيضيءَ بنا نقطن جو قرآن نه ٺاهي ورتو هو؟ دوزخ جي اها باهه آهي ڪهڙي؟ ڇا هن [دنيا جي] باهه کان ڊڄڻ نه کپي؟ هن باهه جو ٻارڻ به جيڪي به اُن ۾ پوي، سو سڀ ڪو آهي. جيئن قرآن ۾ لکيل آهي ته **ڪافرن** لاءِ دوزخ جي باهه تيار ڪيل آهي، تيئن پراڻن ۾ به لکيل آهي ته **مليڇن** لاءِ گهور نرڪ ٺهيل آهي! هيئنر ٻڌايو ته ڪنهنجيءَ ڳالهه کي سچو مڃيون؟ پنهنجن پنهنجن وچنن موجب ته ٻئي سرڳ ويندڙ [لابت ٿا ٿين]، پر هڪ ٻئي جي مت موجب ٻئي نرڪ واسي ٿا بڻجن. تنهنڪري انهن سڀني جي دعوا ڪوڙي آهي. هائو! جي ڌرماتما آهن، سي سڀئي مٿن ۾ سک ۽ جي پاپي آهن سي [هر هنڌ] ڏک پائيندا (٨).

٩. ۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا، تنکي خوشخبري ڏي ته اُنهن لاءِ بهشت آهي، جن جي هيٺان **نهرون** ٿيون وهن. جڏهن اُنهن مان **ميون** جو روزي ڏنو ويندو، [تڏهن] چوندا ته هيءُ اُهو آهي، جو اڳي اسانکي ڏنو ويو هو. ۽ اُنهن لاءِ پاڪ **ٻيبيون** [اُتم استريون] آهن، جي سدائين منجهس رهڻ واريون آهن. (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٢٥).

**سمڪشڪ:-** هن قرآن واري بهشت ۾ هن جڳت جي ڀيٽ ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي؟ جي شيون هن سنسار منجهه آهن، سيئي مسلمانن جي بهشت ۾ آهن؛ خاصيت رڳو اها آهي ته جيئن هت ماڻهو پيدا ٿيندا مرندا ۽ ايندا ويندا ٿا رهن، تيئن بهشت ۾ ڪونهي. پر هتان جون زالون هميشهه نٿيون رهن ۽ اُتي ٻيبيون يعني استريون سدائين ٿيون رهن. جيسين قيامت جي رات نه ايندي، تيسين انهن ويچارن جا ڏينهن ڪيئن گذرندا رهندا؟ هائو، جي خدا جي مٿن مهرباني ٿيندي هوندي ۽ خدا جي ئي آسري تي وقت گذاريندا هونديون ته ٺيڪ آهي! مسلمانن جو **بهشت** گوڪلين گوسائين جي **گولوڪ** ۽ مندر جيان ٿو ڏسجي، ڇاڪاڻ ته اُنهيءَ ۾ استرين جي عزت وڌيڪ آهي ۽ نه پرشن جي. ساڳيءَ ريت خدا جي گهرن ۾ به استرين جي مڃتا وڌيڪ آهي، ۽ مٿن خدا جو پريم به مردن کان وڌيڪ آهي. ڇاڪاڻ ته خدا بهشت

۾ زالن کي ئي هميشه لاءِ رکيو آهي ۽ نه مردن کي. خدا جي مرضيءَ ۾ بهشت ۾ اهي ٻهٻيون ڪيئن رهي ٿيون سگهن؟ جي اها ڳالهه برابر آهي ته خدا به زالن ۾ ڦاسي پيندو (٩).

١٠. ۽ [الله] آدم کي سڀيئي نالا سيکاريا. وري ملائڪن آڏو ڪري فرمايائين ته جي اوهين سچا آهيو ته انهن جا نالا ڏسيو (٣١). [الله چيو] اي آدم، انهن جا نالا کين ٻڌاءِ. جڏهن اُن ٻڌايا، سندن نالا [تڏهن الله ملائڪن کي] چيو ته اوهانکي مون نه چيو هو ڇا ته آءٌ ئي ڌرتيءَ ۽ آسمان جا ڳجهه ۽ ظاهر ۽ لڪل اعمالن [فعل يا ڪرمن] کي ڄاڻندو آهيان؟ (٣٣).

(منزل سيپارو ١، سورت البقر).

**سمڪشا:**- پلا اهڙيءَ ريت فرشتن کي دوکو ڏيئي پنهنجي وڏائي ڪرڻ ڇا خدا جو ڪم ٿي سگهي ٿو؟ هيءَ ته هڪڙي دمڀ [ڏيکاءَ] جي ڳالهه آهي، جا لڪي ڪنهن ودوان جي مڃڻ لائق آهي ۽ نه ايمان ڪرڻ جوڳي. ڇا اهڙيون ڳالهيون ڪري ئي خدا پنهنجي ڪرامات ڄمائڻ ٿو گهري؟ هائو، سڌريل ماڻهن ۾ ته نه، پر جهنگلي ماڻهن ۾ ڪو ڪهڙو به پاکنڊ هلائڻ گهري ته هلي سگهندو آهي (١٠).

**١١.** جڏهن اسان فرشتن کي چيو ته آدم کي سجدو ڪريو، تڏهن سڀني سجدو ڪيو پر شيطان نه مڃيو ۽ تڪبر ڪيو، ڇاڪاڻ ته هو * ڪافرن مان هو.

(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٣٤).

**سمڪشا:**- ان مان [ثابت ٿيو ته] خدا سروگيه نه آهي، يعني گذريل، هلندڙ ۽ ايندڙ زماني جون ڳالهيون پوريءَ ريت نٿو ڄاڻي. جي ڄاڻندو هجي ها ته شيطان کي پيدائي ڇو ڪري ها؟ وري خدا ۾ جلال [تيج] به ڪونهي، ڇاڪاڻ ته شيطان ته خدا جو حڪم ئي نه مڃيو. ۽ خدا ڪيس ڪجهه ڪري نه سگهيو! وري ڏسو ته هڪڙو ڪافر شيطان به خدا کي حيران ۽ پريشان ڪري رهيو آهي، سو مسلمانن جي چوڻ موجب جتي انکان سواءِ ڪروڙين پيا ڪافر آهن، اُتي مسلمان ۽ سندن خدا ڇا ڪري سگهندا؟ ڪڏهن ته خدا به ڪنهنجي بيماري وڌائي ڇڏيندو، ۽ ڪنهنکي گمراهه ڪري ڇڏيندو آهي. خدا اهي ڪم شيطان کان سکيو هوندو، ۽ شيطان سکيو هوندو خدا کان؛ ڇاڪاڻ ته خدا کان سواءِ شيطان جو استاد [گرو] ٻيو ڪو ٿي به نٿو سگهي (١١).

**١٢.** ۽ چيوسون ته اي آدم! تون ۽ تنهنجي استري بهشت ۾ وڃي ۽ جتان وڻيو اتان آنند سان کائو، پر هن وڻ کي ويجها نه وڃو، نه ته پاپي ٿي پوندا (٣٥). شيطان گمراهه ڪري کين بهشت جي آنند مان [ٻاهر] ڪڍايو. ۽ چيوسون ته [بهشت مان] لڪري هيٺ ٿيو. اوهان مان هڪڙا ٻين جا شترو آهن، ۽ اوهانجي رهڻ جي جاءِ پرٿويءَ تي آهي، ۽ ڪجهه

* هيءَ ترجمو اڙدو ستيارٿ پرڪاش ۾ درستي ڄاڻائيندڙ فٽ نوٽ موجب آهي. الحق پريس حيدرآباد سنڌ جي سنه ١٣٢٩ هجريءَ ۾ ڇپيل قرآن جي سنڌي ترجمي موجب "هت ڪيائين ۽ ڪافرن مان ٿيو" ترجمو ٺيڪ گهرجي. "ڪافرن مان هو" ۽ "ڪافرن مان ٿيو" اهي ٻئي ترجما جدا جدا معنيٰ ٿا رکن. (ڳڻهتراو)

وقت تائين فائدو اُٿيو (٣٦). پوءِ آدم پنهنجي پالڻهار وٽان ڪي ڳالهيون سکي ڇڏيون ، ۽ پوءِ هو زمين تي آيو (٣٧). (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر) .

**سمڪشا:-** ڏسو خدا جي ٿوري ڄاڻ! هينئر ئي ته بهشت ۾ رهڻ جي آشيرواد ڏني هئائين ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ چيائين ته نڪرو [ٻاهر]. جي ايندڙ ڳالهين کي ڄاڻندو هجي ها ته [بهشت] ۾ رهڻ جو ور ئي ڇو ڏنيس ها؟ ۽ ڀرغلائيندڙ شيطان کي سزا ڏيڻ ۾ [خدا] اَسمرٿ پڻ ڏسجي ٿو. وري اهو وڻ پيدا ڪنهنجي لاءِ ڪيو هئائين؟ پاڻ لاءِ يا ٻين لاءِ؟ جي ٻين لاءِ ته [آدم] کي روڪيائين ڇو؟ تنهنڪري اهڙيون ڳالهيون نه خدا جون ۽ نه سندس ٺاهيل پستڪ جون ٿي سگهن ٿيون .

آدم صاحب خدا کان ڪيتريون ڳالهيون سکي آيا؟ آدم صاحب پرٿويءَ تي آيا ڪهڙيءَ ريت؟ بهشت جبل تي آهي يا آسمان تي؟ اُتان لهي ڪيئن آيا؟ پکيءَ وانگيان [هيٺ لهي] آيا يا جئين مٿان پٿر ٿو ڪري تئين؟ اِهو ظاهر آهي ته جي آدم صاحب مٽيءَ مان ٺاهيا ويا هئا، ته سندن بهشت ۾ پڻ مٽي هوندي! ۽ جيترا به فرشتا آدي آهن ، سي به مٽيءَ مان ٺهيل هوندا؛ ڇاڪاڻ ته مٽيءَ جي شرير کانسواءِ اِندريون [عضوا] ٺهي نٿا سگهن. جي مٽيءَ جو شرير آهي، ته ڪيس مرڻ به ضرور کپي: جي موت اچين ٿو ته هو [مرڻ کانپوءِ جيوَ] اُتان وڃن ڪيڏانهن ٿا؟ جي مرن ڪو نه ٿا ته پيدا به ڪو نه ٿيا هئا. جي جنم آهي ته مرڻو به اَوس آهي. اهڙيءَ اَوسٿا ۾ قرآن جو اِئين لکڻ ته ٻيئون هميشه بهشت ۾ رهنديون آهن، ڪُوڙو ئي پوندو، ڇاڪاڻ ته اُنهنکي به اَوس مرڻو پوندو. جي اِئين آهي ته بهشت ۾ ويندڙ اَوس مرندا (١٢).

**١٣.** اُن ڏينهن کان ڊڄو، جڏهن ڪا روح [جيوَ] ڪنهن روح [جيوَ] تي ڀروسو نه رکندي، ۽ نه سفارش [پارت] قبول ڪئي ويندي، نڪي ڪائنس ڪو عيوض [بدلو] ورتو، ۽ نڪي ڪين مدد ڏبي. (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٣٨).

**سمڪشا:-** ڇا هاڻوڪي ڏينهن ۾ نه ڊڄن؟ برائيءَ ڪرڻ کان ته هميشه ڊڄڻ کپي. جي سفارش نه مڃي ويندي ته پوءِ اِها ڳالهه ته پيغمبر جي شاهديءَ يا سفارش سان خدا بهشت ڏيندو، سا ڪيئن سچي ٿي سگهندي؟ ڇا خدا بهشت وارن جو ئي مددگار آهي، ۽ نه دوزخ وارن جو؟ جي اِئين آهي ته خدا پکشپاتي [طرفدار] آهي (١٣).

**١٤.** اسان موسيٰ کي ڪتاب ۽ معجزا ڏنا (٥٣).

ڪين ڇهوسون ته خوار [ذليل] پوڇڙا ٿيو (٦٥). هيءَ هڪڙو ڀؤ ڏيکاريوسون اُنهنکي، جي سندن سامهون ۽ پٺ تي هئا، ايمانداڻن کي هدايت ڪئي سون (٦٦).

(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر).

**سمڪشا:-** جي موسيٰ کي ڪتاب ڏنائين ته قرآن جو هجڻ اجايو آهي. بائيبل ۽ قرآن ۾ اِئين لکيل آهي ته کيس ڪرامات ڪرڻ جي طاقت ڏني هئائين. پر اِها ڳالهه مڃڻ جهڙي نه آهي، ڇاڪاڻ ته جي اِئين [اڳي] ٿيو هو، ته هينئر به ٿي سگهي ها. جيڪڏهن هينئر نٿو

ٿئي، ته اڳي ۾ به نه ٿيو هو. جنهن هن زماني ۾ به سوارٿي ماڻهو مورکن جي وچ ۾ ودوان بڻجي ٿا وڃن، تنهن اُن زماني ۾ به ڪپٽ [مڪر] ڪيو هوندائين؛ ڇاڪاڻ ته جي خدا ۽ سندس سيوڪ هن زماني ۾ به موجود آهن، ته اڄ ڪالهه خدا ڪرامتون ڪرڻ جي شڪتي ڇو نٿو ڏئي، ۽ هو معجزا ڇو نٿا ڪن؟ جي موسيٰ کي ڪتاب ڏنو هئائين ته، وري قرآن جو ڏيڻ ڇو ضروري ٿيو؟ ڇاڪاڻ ته جي ڀلائيءَ برائيءَ ۽ ڪرڻ نه ڪرڻ جي سکيا هر هنڌ هڪجهڙي آهي، ته پوءِ جدا جدا ڪتابن ڏيڻ ڪري ساڳي ڳالهه ورجائڻ جو عيب ٿو لڳي. ڇا موسيٰ آديءَ کي ڏنل ڪتاب ۾ خدا ڪجهه وساري ڇڏيو هو؟

جي خدا رڳو ڏيکارڻ لاءِ لکيو هو ته خوار پولٽائي (ٻاندر) ٿيو، ته، ٻيا سندس ڇوڙڻ ڪرڙو ٿيو، يا اُن دوکو ڏنو. جو اهڙيون ڳالهيون ٿو ڪري سو خدا نه آهي. ۽ جنهن ڪتاب ۾ اهڙيون ڳالهيون آهن، سي خدا جي طرفان ٿي نٿيون سگهن (١٤).

**١٥.** اهڙيءَ طرح الله مئلن کي جياريندو آهي، ۽ اوهان کي پنهنجون نشانيون ڏيکاريندو آهي، جو اوهين سمجهو. (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٧٣)

**سمڪشڪ:-** جي [اڳي] مُردن کي خدا جياريندو هو ته هينئر ڇو نٿو جياري؟ ڇا هو قيامت جي رات تائين قبرن ۾ پيا رهندا؟ اڄ ڪالهه (اوهانجو خدا) ڏوري ٿي ويل آهي؟ ڇا خدا جون نشانيون ايتريون ئي آهن؟ ڌرتي، سج ۽ چنڊ آدي (سندس) نشانيون ڪينهن؟ سنسار ۾ جا عجب مخلوقات ٿي ڏسجي، اهي ڪي گهٽ نشانيون آهن ڇا؟ (١٥).

**١٦.** سي هميشه لاءِ بهشت [وئڪنٺ] ۾ رهڻ وارا آهن.
(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٨٢)

**سمڪشڪ:-** ڪي به جيو [رُوح] اننت [لامحدُود] پاپن يا پنن ڪرڻ جي سامرٿ نٿا رکن، تنهڪري دائمي سرڳ نرڪ ۾ نٿا رهي سگهن. پر جي خدا ائين رکي ته هو **انيائي** ۽ مورک بڻجي ٿو پوي. جي قيامت جي رات [سڀني جو] نياءُ ٿيندو، ته سندن پاپ ۽ پنن برابر هئڻ کپن. جي ڪرم اننت نه آهن، ته سندن ڦل اننت ڪيئن ٿي سگهندو؟ ۽ [مسلمان] ته دنيا جي پيدائش (سرشٽي اُتپتي) ستن اٺن هزارن ورهين کان به گهٽ (عرصي واري) ڏيکارين ٿا. ڇا ان کان اڳي خدا نڪمو ويٺو هو؟ ۽ ڇا هو قيامت کانپوءِ به نڪمو ويٺو رهندو؟ اهي سموريون ٻاراڻيون ڳالهيون آهن، ڇاڪاڻ ته پرميشور جا ڪم سدائين هلندا ٿا رهن، ۽ جيترا جنهنجا پاپ پن آهن، هو اوتروئي کين ڦل ٿو ڏئي. تنهڪري قرآن جي اها ڳالهه سچي نه آهي (١٦).

**١٧.** ۽ جڏهن اوهان کان انجام ورتوسون ته پنهنجا خون نه ڪندا ۽ نڪي ڪنهنکي سندس گهر مان ڪڍندا. پوءِ اوهان اقرار ڪيو ۽ [انجا] اوهان شاهد آهيو (٨٤). پوءِ اوهين اهڙا آهيو، جو پنهنجيءَ قوم کي ڪهو ٿا ۽ پاڻ منجهان هڪ فرقي کي سندن گهرن مان ڪڍو ٿا (٨٥).
(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٨٤-٨٥)

**سمڪشڪ:-** ڀلا انجام وٺڻ ۽ وٺائڻ ٿوري ڄاڻ وارن [الپگيه] ماڻهن جون ڳالهيون آهن.

يا خدا جون؟ جي خدا سروگيه [جاڻي جاڻهار] آهي ته سنساري ماڻهن جيان اهڙيون بيهوُديون ڳالهيون ڪندو ڪيئن؟ ٻاڪ ۽ رت نه وهائڻ ۽ پنهنجي مت وارن کي گهرن مان نه لڙائڻ، ارٿات ٻين مت وارن جا خون ڙهائڻ ۽ کين گهران لڏائڻ ڪو ڀلو ڪم آهي ڇا؟ هيءَ نه مٿيا موُرکتا ۽ پکشپات [پاسخاطريءَ] جي ڳالهه آهي. ڇا خدا کي اڳ ۾ ئي خبر ڪانه هئي ته اهي اَنجام ڪري ڦري ويندا؟ ان مان ته ظاهر ٿو ٿئي ته مسلمانن جي خدا ۾ به عيسائين جي خدا جهڙا گهڻائي گڻ آهن. ٻيو ته هيءَ قرآن سوتنتر [مستغني عن الغير] نٿو ٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته سندس ٿورين ڳالهين کي ڇڏي، باقي سموريون ڳالهيون بائيبل جون آهن (١٧).

**١٨.** اهي اُهي ماڻهو آهن، جي آخرت جي بدران زندگي [دنيا جي حياتي] هتان جي خريد ڪئي آهي. تنهڪري ڪائن پاپ هلڪو نه ڪيو ويندو ۽ ڪي کين مدد ڏيي.

(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٨٦).

**سميڪشا:-** ڀلا خدا جي طرفان اهڙيون ڌڪار ۽ دويش ڀريون ڳالهيون ڪڏهن ٿي به سگهن ٿيون؟ جنجا گناهه هلڪا ڪيا ويندا يا جنکي مدد ڏني ويندي، سي آهن ڪير؟ جي اُهي پاپي [گنهگار] آهن، ۽ پاپن جي سزا ڏيڻ کانسواءِ [سندن پاپ] هلڪا ڪيا ويندا، ته بي اِنصافي ٿيندي. جي سزا ڏيڻ ڪري ئي [سندن پاپ] هلڪا ڪيا ويندا، ته جنجو بيان هن آيت ۾ آهي، سي به سزا ڀوڳي هلڪا ٿي سگهن ٿا. ۽ جي سزا ڏيڻ کانپوءِ به هلڪا ڪيا ويندا ته به اَنياءُ ٿيندو. جي عذابن [پاپن] کان هلڪا ٿيندڙ ڌرماتما [پرهيزگار] آهن، ته سندن پاپ اڳ ۾ ئي هلڪا آهن، خدا ڇا ڪندو؟ ان مان خبر ٿي پوي ته اهو ليک [ڪنهن] ودوان جو نه آهي. سچ ته ڌرماتمائن کي سک ۽ اَڌرمين کي دک هميشه سندن ڪرمن [اَعمالن] موجب ئي ملڻ کپي (١٨).

**١٩.** ۽ بيشڪ موُسيٰ کي ڪتاب [توريت] ڏنوسون ۽ کانئس پوءِ [ٻيا] پيغمبر موڪلياسون. ۽ يسوع پٽ مريم جي کي پڌرا معجزا ڏناسون. اَرٿات اسان کيس خدائي طاقت ۽ قوت پاڪ روح * سان گڏ ڏني. پوءِ جڏهن ڪنهن پيغمبر اوهان وٽ اهي حڪم آندا ٿي، جن کي اوهانجن دلين نٿي گهريو، تڏهن اوهان اَيمان ڪيو. جنهڪري [پيغمبرن جي] هڪڙي فرقي [ٽوليءَ] کي ڪوُڙو سمجهو، ۽ ٻئي کي ماري ڇڏيو.

(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ٨٧).

**سميڪشا:-** جڏهن قرآن ۾ موُسيٰ کي ڪتاب ڏيڻ جي شاهدي موجود آهي، ته ان کي مڃڻ مسلمانن لاءِ لازمي آهي. وري اُن ڪتاب ۾ جيڪي به خاميون آهن، سي به مسلمانن جي مٿي ۾ اچي ويون. ڪرامات جون ڳالهيون ته ڌوڪي آهن، جي ڀورڙن ماڻهن کي ڀرمائڻ لاءِ گهڙيون ويون آهن. ڇاڪاڻ ته سرشٽي ڪرم ۽ وديا جي ورڌ سموريون ڳالهيون ڪوُڙيون ئي ٿينديون آهن. جي اُن زماني ۾ ڪراماتون ٿينديون هيون ته هينئر ڇو نٿيون ٿين؟ جي

* پاڪ روح يا روح القدس نالو آهي جبرائيل جو، جو هردم يسوع مسيح سان گڏ رهندو هو. (آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش تان).

هن زماني ۾ نٿيون ٿين ته اڳي به نه ٿينديون هيون، ان ۾ ذرو به شڪ نه آهي (١٩).

۲۰. ۽ اُنکان اڳي ڪافرن تي سوڀ گهرندا هوا. جنهنڪري سڃاتو هوائون، سو جڏهن وٽن آيو ته جهڙت ڪافر ٿي پيا. **ڪافرن** تي الله جي **لعنت** آهي.
(منزل ١، سيپارو ١؛ سورت البقر آيت ٨٩).

**سمِيڪشڪ:-** جڏهن اوهين پنهنجي مذهب وارن کي **ڪافر** ٿا ڪوٺيو، تڏهن ڇا اُهي به اوهان کي ڪافر نٿا ڪوٺين؟ ۽ [ڇا اُهي به] پنهنجي مذهب جي ايشور جي طرفان [اوهان تي] ڌڪار [لعنت] نٿا موڪلين؟ هينئر ٻڌايو ته سچو ڪير ۽ ڪوڙو ڪير؟ جي ويچار ڪري ڏسبو ته ڪوڙ سڀني مذهبن جي ماڻهن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو؛ ۽ جو سچ آهي، سو سڀني ۾ هڪ جهڙو آهي. اِهي سمورا مٿا موڙڪن جا آهن. (٢٠).

۲۱. خوشخبري ايمانوارن [مومنن] لاءِ [٩٧]. جو الله ۽ سندس فرشتن، پيغمبرن، جبرائيل ۽ ميڪائيل جو ويري ٿيندو، ته الله به اهڙن ڪافرن جو دشمن آهي. [٩٨].
(منزل ١، سيپارو ١؛ سورت البقر آيت ٩٧-٩٨)

**سمِيڪشڪ:-** جڏهن مسلمان چون ٿا ته خدا **لاشريڪ** آهي، پوءِ هي هيڏي ساري فوج کي ڪٿان شريڪ ڪيائين؟ جو ٻين جو دشمن آهي، سو [هرويرو] خدا جو به دشمن آهي ڇا؟ جي ائين آهي ته برابر نه آهي. ڇاڪاڻ ته خدا ڪنهن جو به دشمن ٿي نٿو سگهي. [٢١].

۲۲. ۽ چئو ته اسانجا پاپ بخش، ته اوهانجا پاپ معاف ڪنداسون. ۽ چڱائي ڪندڙن کي وڌيڪ ڏينداسون.
(منزل ١، سيپارو ١؛ سورت البقر آيت ٥٨ ❀)

**سمِيڪشڪ:-** ڀلا خدا جي اِها هدايت سڀني کي گنهگار بڻائيندڙ آهي يا نه؟ ڇاڪاڻ ته جي ماڻهن کي گناه معاف ٿيڻ جو آسرو ملندو، ته پاپن کان ڪو ڪونه ڊڄندو. انهيڪري اِهي چوڻ وارو خدا ٿي نٿو سگهي ۽ نه هيءُ خدا جو ٺاهيل **ڪتاب**؛ ڇاڪاڻ ته هو نياءَ ڪاري [عادل] آهي، ۽ بي اِنصافي [انياءُ] هرگز نٿو ڪري. پاپ ڪميا ڪرڻ ڪري ته هو بي اِنصاف بڻجي ٿو پوي (٢٢).

۲۳. جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم لاءِ پاڻي گهريو، تڏهن چيوسون ته پنهنجي لٺ پٿر تي هڻ. پوءِ منجهانئس ٻارهن چشما وهي نڪتا. (منزل ١، سيپارو ١؛ سورت البقر آيت ٦٠).

---

❀ هن چوڏهين سملاس ۾ آيتن جا سمورا حوالا "الهام الرحمن" نالي قرآن جي سنڌي ترجمي تان ڏيڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون. هن ترجمي جا ڀاڱا ٻه پاڳا الحق پريس حيدرآباد سنڌ ۾ ١٣٢٩ ۽ ١٣٣٠ هجريءَ ۾ ڇپيا هئا؛ ۽ ٽيون سکر جي وڪٽوريا پريس ۾ ١٣٣٢ هجريءَ ۾ ڇپيو هو. مضمون جو سنڌي ترجمو اُردوءَ ۽ آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش جي آڌار تي ٿا ڪريون. پر عبارت کي وڌيڪ صاف ڪرڻ لاءِ پڻ الهام الرحمن جي مدد ٿا وٺون. اِهي صاف ڪندڙ اکر پوءِ کڻي هو الهام الرحمن جا هجن يا اُردو ستيارٿ پرڪاش جا، [ ] اهڙن ڏنگين ليڪن اندر ڏيکاريل آهن. [ڇاپيندڙ]

**سمڪشڪ:-** ڏسو، اهڙيون ناممڪن ڳالهيون ڀيو ڪو ڪندو؟ هڪڙي پٿر تي ڏنڊي مارڻ ڪري ٻارهن چشمن جو نڪرڻ بلڪل ناممڪن آهي. هائو! اُن پٿر کي اندران پورو ڪري، تنهن ۾ پاڻي ڀري ٻارهن سوراخ ڪجن ته اِئين چوڻ ممڪن آهي، نه ته نه! (٢٣).

٢٤. ۽ الله جنهن کي گهرندو آهي، تنهن کي پنهنجيءَ ديا [ٻاجهه] سان خاص ڪندو [چونڊيندو] آهي.
(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ١٠٥).

**سمڪشڪ:-** جو مخصوص ۽ ديا ڪرڻ جي لائق نه آهي، تنهنکي به خدا مخصوص ڪري مٿس ديا ڪندڙ آهي ڇا؟ جي ائين آهي ته خدا ڏاڍو وڳوڙ پيدا ڪندڙ آهي. پوءِ چڱا ڪم ڪندو ڪير؟ ۽ بڇڙا ڪم ڇڏيندو ڪير؟ اهڙيءَ حالت ۾ نه ماڻهو خدا جي ٻاجهه تي ڀروسو رکندا ۽ نه ڪرمن جي نتيجن تي! پوءِ هرڪو بي فڪر ٿي چڱا ڪرم ڪرڻ ئي ڇڏي ڏيندو (٢٤).

٢٥. ائين نه ٿئي ته ڪافر ماڻهو حسد [ايرکا] ڪري اوهان کي ايمان کان منحرف ڪن [ڦيري ڇڏين] ڇاڪاڻ ته منجهانئن ايمان وارن جا گهڻائي دوست آهن.
(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ١٠٩*).

**سمڪشڪ:-** هيئنر ڏسو ته خدا ئي کين چتائي ٿو ته متان اوهانجن ايمانن کي ڪافر هٽائي نه ڇڏين. ڇا هو سروگيه [جاڻي جاڻڻهار] نه آهي؟ اهڙيون ڳالهيون پرميشور جون نٿيون ٿي سگهن (٢٥).

٢٦. جيڏانهن پنهنجي منهن کي ڦيرايو تيڏانهن الله جو منهن آهي.
(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ١١٥).

**سمڪشڪ:-** جي اها ڳالهه سچي آهي ته مسلمان قبلي ڏانهن منهن ڇو ٿا ڪن؟ جي چون ته اسانکي قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جو حڪم آهي، ته [چئجين ته] اهو به ته حڪم آهي ته جيڏانهن وڻيو تيڏانهن منهن ڪريو. ڇا هڪڙي ڳالهه سچي ۽ ٻي ڪوڙي هوندي؟ وري جي الله کي منهن آهي ته اهو سڀني پاسي تي ٿي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته هڪڙو منهن هڪڙي پاسي ٿي رهندو! تنهنڪري اها ڳالهه پوري نه آهي (٢٦).

٢٧. آسمان ۽ زمين جو پيدا ڪندڙ جڏهن ڪجهه ڪرڻ گهرندو آهي [ته ائين نه آهي ته ڪيس ڪجهه ڪرڻو پوندو آهي، بلڪ انکي چوندو آهي ته ٿي پئو! ۽ ٿي پوندو آهي.
(منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ١١٧).

**سمڪشڪ:-** ڀلا جڏهن خدا حڪم ڏنو ته ٿي پئو، ته اهو حڪم ٻڌو ڪنهن؟ ٻڌايو

* "الهام الرحمن" ۾ هن آيت جو سنڌي ترجمو هيٺين ڏنل آهي:- "ڪتاب وارن مان گهڻا گهرندا آهن ته جيڪر اوهانجي ايمان آڻڻ کانپوءِ به اوهانکي ساڙ سببان جو سندن دلين ۾ آهي، ڪين جو حق پڌرو ٿي چڪو آهي، اُن کان پوءِ به موٽائي ڪافر" وغيره. شاهه عبدالحق وغيره تفسير ڪندڙن به ڪجهه اهڙوئي ترجمو اردو زبان ۾ ڏنو آهي. (گڏيتراو)

ڪنهنکي ويو؟ ۽ ٻئجي ڪير پيو؟ ڪهڙيءَ علت [ڪارڻ] مان ٿاهيو ويو؟ جڏهن لڪن ٿا ته سرشٽيءَ [آفرينش] کان اڳي خدا کانسواءِ ٻي ڪابه وستو [شيءِ] موجود ڪانه هئي، ته هيءَ سنسار آيو ڪٿان؟ [جي] بنا ڪارڻ جي ڪو به ڪاريه [علت کانسواءِ معلول] ٿيندو ئي ڪونهي، ته ابڏو سارو جڳت ڪارڻ کانسواءِ ڪٿان ٿي پيو؟ اها رڳي ٻاراڻي ڳالهه آهي.

**پورو پکشي [مسلمان]:-** نه نه، خدا جي مرضيءَ مڃهان.

**اُتر پکشي [سمڪشڪ]:-** ڇا اوهانجي اڇا ڪرڻ ڪري مکه جي هڪڙي ٽنگ به ٺهي سگهي ٿي، جو چئو ٿا ته خدا جي اڇا مڃهان هيءَ سمورو جڳت ٺهجي ويو؟

**مسلمان:-** خدا قادر مطلق [سرو شڪتيمان] آهي، تنهنڪري جيڪي وڻيس، سو ڪري سگهي ٿو.

**سمڪشڪ:-** سرو شڪتيمان جي معنيٰ ڇا آهي؟

**مسلمان:-** جئن وڻيس تئن ڪري سگهي.

**سمڪشڪ:-** ڇا خدا ٻيو خدا به ٺاهي سگهي ٿو؟ پنهنجو پاڻ مري سگهي ٿو؟ ڇا مورک، بيمار ۽ اگياني به ٿئجي سگهي ٿو؟

**مسلمان:-** اِئين ته ڪڏهن به ٿي نٿو سگهي.

**سمڪشڪ:-** تنهنڪري خدا پنهنجي خواهه ٻين جي گڻ، ڪرم ۽ سڀاوَ جي ورڌ ڪجهه به ڪري نٿو سگهي. سنسار ۾ ڪنهن به شيءِ جي ٺهڻ يا ٺاهڻ کان اڳه ۾ ٽي شيون ضروري ٿيندڙيون آهن:- اول پهريون فاعل جئن ڪنڀر، ٻيو ٺهندڙ شيءِ جئن گهڙو [دلو] ۽ ٺهڻ واري مٽي، ۽ ٽيون سڌس ساڌن [ذريعا يا اوزار] جن سان گهڙو ٺاهيو ويندو آهي. جئن ڪنڀر مٽيءَ ۽ اوزارن جي وسيلي گهڙو ٿو ٺاهي ۽ ٺهڻ واري گهڙي کان اڳه ۾ ڪنڀر، مٽي ۽ اوزار موجود ٿا رهن، تئن ئي جڳت جي ٺهڻ کان اڳي جڳت جي علت مادي يعني پرڪرتي موجود هئي. ۽ اُنهن سڀني جا اوصاف، افعال ۽ فطرت [گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ] انادي [ازلي] آهن. تنهنڪري قرآن جي اها ڳالهه بلڪل ناممڪن آهي (٢٧).

٢٨. ۽ جڏهن اسان ماڻهن لاءِ ڪعبي [بيت الله] کي اَمن ڏيندڙ ثواب جي جاءِ مقرر ڪيو، ته [هن اُمت کي حڪم ڪيو] اوهين ابراهيم جي جاءِ کي نماز پڙهڻ جي جاءِ ڪري ونئو. (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ١٢٥).

**سمڪشڪ:-** ڇا ڪعبي کان اڳه ۾ خدا مقدس [پوتر] جاءِ ڪابه ڪانه جوڙي هئي؟ جي ٺاهي هئائين ته ڪعبي ٺاهڻ جي ڪابه ضرورت ڪانه هئي. جي نه ٺاهي هئائين ته [چئبو ته] وڃارن اڳه ۾ پيدا ٿيلن ماڻهن کي پوتر استان کان ناأميد ئي ڪري رکيو هئائين! اڳه ۾ خدا کي مقدس جاءِ ٺاهڻ جي ياد نه رهي هوندي (٢٨).

٢٩. جنهن پنهنجي روح کي بي سمجهه ڪيو، تنهن کانسواءِ [ٻيو] ڪير ابراهيم جي دين کان مڙندو؟ ۽ بيشڪ کيس دنيا ۾ چونڊيوسون، ۽ اُهو آخرت ۾ ضرور ڀلارن مان آهي. (منزل ١، سيپارو ١، سورت البقر آيت ١٣٠)

**سومڪش:-** هيءَ ڪٿي ممڪن آهي ته جي ابراهيم جي دين کي نٿا مڃين، سي سڀ ٻي سمجهه آهن؟ ابراهيم کي ئي خدا چونڊيو تنهنجو ڪارڻ ڪهڙو؟ جي ڌرماتما هجڻ سبب، ته ڌرماتما ٻيا به گهڻائي ٿي سگهن ٿا. جي بنا ڌرماتما هجڻ جي چونڊيائين ته بي انصافي ٿي. هائو! اهو برابر آهي ته جو ڌرماتما آهي، سوئي ايشور کي پيارو آهي، ٻيو نه اڌرمي (٢٩).

**٣٠.** [اي پيغمبر] بيشڪ اسين تنهنجو منهن آسمان ڏانهن ڦرندو ڏسون ٿا. جنهن قبلي کي پسند ڪرين ٿو [اوڏانهن] توکي ضرور ڦيرائينداسون. پوءِ [اي پيغمبر] پنهنجي منهن کي مسجد الحرام [تعظيم واريءَ مسجد] ڏانهن ڦيراءِ. ۽ [اي مسلمانو] اوهين جتي هجو، اُتي پنهنجا منهن اوڏانهن ڦيرايو. (منزل ١، سيپارو ٢؛ سورت البقر آيت ١٤٤).

**سومڪش:-** ڇا هيءَ ننڍي بت پرستي آهي! نه! نه! وڏي آهي!

**مسلمان:-** اسين مسلمان ماڻهو بت پرست نه آهيون، بلڪ بت شڪن، ارٿات مورتين کي ڀڃندڙ آهيون؛ ڇاڪاڻ ته اسين قبلي کي خدا ڪري نٿا مڃيون.

**سومڪش:-** جنکي اوهين بت پرست ٿا ڪوٺيو، سي به پنهنجن مورتن کي ايشور نٿا مڃين، بلڪ سندن اڳيان ايشور جي ڀڳتي ڪندا آهن. جي اوهين بت شڪن آهيو، ته هن وڏي بت يعني قبلي واريءَ مسجد کي ڇو نه ڀڳو اٿو؟

**مسلمان:-** واهه صاحب! اسان لاءِ ته قبلي ڏانهن منهن ڦيرڻ جو قرآن ۾ حڪم آهي، ۽ انهن لاءِ ويد ۾ نه آهي، پوءِ بت پرست ڇو ڪيئهن؟ ۽ اسين ڇو آهيون؟ ڇاڪاڻ ته اسان لاءِ ته خدا جو حڪم مڃڻ ضروري آهي.

**سومڪش:-** جئن اوهان لاءِ قرآن ۾ حڪم آهي، تئن ئي انهن لاءِ پراڻن ۾ آگيا آهي. جئن اوهين قرآن کي خدا جو ڪلام ٿا سمجهو، تئن ئي پوراڻڪ به پراڻن کي ايشور جي اوتار وياس جيءَ جا وچن سمجهندا آهن. اوهان ۾ ۽ انهن ۾ بت پرستيءَ جي لحاظ سان ڪجهه به انترو پيد آهي ته اوهين وڏا بت پرست آهيو ۽ هُو ننڍا بت پرست آهن. اوهانجي اوستا ته اُن ماڻهوءَ جهڙي آهي، جو پنهنجي گهر ۾ گهڙيل ٻليءَ کي جيسين [ٻاهر] ڪڍڻ لڳي، تيسين سندس گهر ۾ اُٺ گهڙي وڃي. ساڳيءَ ريت محمد صاحب ننڍي بت کي ته مسلمانن جي مذهب مان ڪڍي ڇڏيو، پر جبل جهڙو وڏو بت [يعني] مڪي جي مسجد سڄي مسلمانن جي مذهب ۾ داخل ڪرائي ڇڏيائين! ڇا هيءَ ننڍي بت پرستي آهي؟ هائو، جئن اسين ويدڪ [ڌرم وارا] آهيون، تئن ئي اوهين به ويدڪ ٿيندا، ته بت پرستي آدي برائين کان بچي سگهندا، ٻي نه ڪنهن ريت! جيسين پنهنجي وڏي بت پرستي لٽا ڪيو، تيسين ٻين ننڍن بت پرستن جي کنڊن ڪرڻ کان لڄي ٿي، اوهانکي ٻري رهڻ کپي، ۽ بت پرستيءَ کان الڳ رهي پاڻ کي پوتر ڪرڻ کپي (٣٠).

**٣١.** ۽ جيڪي الله جي واٽ ۾ ماريا وڃن، تن لاءِ ائين نه چئو ته اُهي مردار آهن؛ بلڪ [اُهي] جيئرا آهن. (منزل ١، سيپارو ٢؛ سورت البقر آيت ١٥٤)

**سومڪش:-** ڀلا خدا جي واٽ ۾ مرڻ يا مارائڻ جي گهرج ئي ڪهڙي؟ ڇو نه ٿا ائين

ڇڻو تہ اِها ڳالهہ پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ آهي؟ [يعني] اِها لالچ ڏيندا سون، تہ ڌاڙو وجهندا ۽ اسانجي فتح ٿيندي، مارڻ کان نہ ڇڏيندا ڪون، دولت ڪرائڻ ڪري مال ملندا ۽ تنهن ڪانپوءِ موجون ماڻيندا سون وغيره. پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ ئي اُبتو وهنوار گهڙيل آهي (٣١).

٣٢. ۽ اللهہ سخت تڪليف پهچائيندڙ آهي (١٦٥). شيطان جي پوئتان نہ هلو، سچ پچ هوُ اوهانجو پڌرو ويري آهي (١٦٨). [شيطان] رڳو اوهانکي بڇڙائيءَ ۽ بي حيائيءَ جي موڪل [حڪم ؟] ڏئي ٿو ۽ هيءَ جو اوهين، اللهہ بابت نتا ڄاڻو سو چئو (١٦٩).
(منزل ١، سيپارو ٢، سورت البقر آيت ١٦٥-١٦٨-١٦٩).

**سمڪشڪ**:- اوهانجو اللهہ ٻين کي تڪليف ڏيندڙ ۽ چڱن لي ديا ڪندڙ آهي، يا مسلمانن تي ديا ڪندڙ ۽ ٻين کي دک ڏيندڙ؟ پوئينءَ حالت ۾ تہ هوُ خدا ٿي ئي نٿو سگهي. جي خدا پکشپاتي نہ آهي، تہ جو ماڻهو جتي ڌرم ڪندو، خدا تنهن لي ديا ڪندو. جو اَڌرم ڪندو، تنهنکي سزا ڏيندو. اهڙيءَ حالت ۾ محمد صاحب ۽ قرآن کي [شفيع= شفاعت ڪندڙ] ميڄڻ ضروري نہ رهيو. وري جڏهن هرڪنهن کان بڇڙائي ڪرائيندڙ ۽ هرڪنهن اِنسان جو ويري شيطان آهي، تہ خدا کيس پيدا ئي ڇو ڪيو؟ ڇا هوُ ايندڙ زماني جون ڳالهيون نہ ڄاڻندو هو؟ جي چئو تہ ڄاڻندو هو پر آزمائش لاءِ بڻايائين تہ برابر نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ آزمائش ڪرڻ الپگيہ [ٿوريءَ ڄاڻ واري] جو ڪم آهي. سروگيہ تہ سڀني جيون جي چڱن برن ڪرمن کي هميشہ کان ٺيڪ ٺيڪ ڄاڻندو آهي. وري جي شيطان سڀني کي ڀرغلائيندو آهي، تہ شيطان کي ڪنهن ڀرغلايو آهي؟ جي چئو تہ شيطان پنهنجو پاڻ ڀرغلائجي ٿو، تہ ٻيا بہ پنهنجو پاڻ ڀرغلائجي سگهن ٿا، وچ ۾ شيطان جو ڪم ڪهڙو؟ پر جي خدا ئي شيطان کي ڀرغلايو آهي، تہ خدا شيطان جو بہ شيطان ثابت ٿيندو! اهڙي ڳالهہ خدا جي نٿي ٿي سگهي. ۽ جو بہ [ٻئي کي] ڀرغلائي ٿو، سو ڪسنگ ۽ اَوديا سببان پاڻ بہ گمراهہ آهي (٣٢).

٣٣. اوهان تي مردار [مئل] ۽ رت ۽ سوُئر جو گوشت ۽ جنهن شيءِ تي اَللهہ کان سواءِ ٻئي جو نالو پڪارجي، سا حرام ڪيائين. (منزل ١، سيپارو ٢، سورت اَلبقر آيت ١٧٣).

**سمڪشڪ**:- هتي ويچارڻ کپي تہ ڪو بہ جانور پنهنجو پاڻ مئو هجي يا ڪنهن ٻئي جي مارڻ ڪري، ٻنهي حالتن ۾ مردار آهي. هائو اِنهن ۾ ڪي تفاوت بہ آهن، تنهن هوندي بہ مرڻ کان پٺي [موت] ۾ ڪو ڀيد ڪونهي. وري منع ڪيائين رڳو سوُئر لاءِ، پوءِ ڇا ماڻهوءَ جو گوشت کائڻ بہ روا آهي؟ ڇا خدا جي نالي دشمن وغيره کي سخت ڏک ڏئي قتل ڪرڻ ڪا چڱي ڳالهہ ٿي سگهي ٿي؟ اِنڪري خدا جي نالي تي ڪلنڪ [ٽڪو] ٿو لڳي. خدا گذريل جنم ۾ پاپ ڪرڻ کانسواءِ جانورن کي مسلمانن جي هٿان ڏاڍا ڏک ڇو ٿو ڏياري؟ ڇا مٿن ديا نٿو ڪري؟ ڇا ڪين [پنهنجن] ٻچن جيان نٿو ڏسي؟ ڳانءِ آدي جن مان ڏاڍا فائدا ٿا پهچن، اهڙن جانورن کي مارڻ جي منع نہ ڪرڻ ڪري خدا دنيا کي نقصان پهچائيندڙ ثابت ٿو ٿئي، ۽ هوُ هنسا روُپي پاپ ڪرڻ ڪري بدنام بہ ٿئي ٿو. اهڙيون ڳالهيون **ايشوَر**

۽ سندس **ڪتاب** جون هرگز ٿي نٿيون سگهن (٣٣).

٣٤. روزي جي رات اوهان لاءِ پنهنجي زالن سان رغبت [صحبت] ڪرڻ لاءِ حلال ڪئي وئي [جو] اُهي اُوهانجو پوشاڪ آهن ۽ اوهين اُنهنجا پوشاڪ آهيو. اَللهه ڄاتو تہ اُوهين [پاڻ سان] خيانت ڪندا هئا، پر اَللهه اُوهانکي معاف ڪيو. پوءِ [هاڻي] اُنهن سان ملو [صحبت ڪريو] ۽ ڳولهيو جو الله اوهان لاءِ لکي ڇڏيو آهي، يعني اولاد ۽ [ايستائين کائو ۽ پيئو]، جيسين پڌرو ٿئي؛ اوهان لاءِ ڪاري ڌاڳي مان اڇو ڌاڳو [پرڀات جو] يا رات مان ڏينهن نڪري. (منزل ١، سيپارو ٢؛ سورت اَلبقر آيت ١٨٧).

**سمِڪشڪ:-** اِنِي ثابت ٿو ٿئي تہ مسلمانن جي مذهب شروع ٿيڻ وقت يا تنهنکان اَڳي ڪنهن نہ ڪنهن پوراڻڪ کان ڪنهن پڇيو هوندو تہ چاندرايڻ ورت جو هڪ مهيني جو ٿيندو آهي، تنهنجي ودي [رستو] ڪهڙو آهي؟ شاستر جي وڌِي هيءَ لکيل آهي تہ چنڊ جي ڪلائن جي گهٽجڻ وڌڻ موجب گره [لقما] گهٽائي وڌائي ڏينهن جي ٻئي پهر ۾ کائجن. اِهو نہ سمجهي چيو هوندائين تہ چنڊ ڏسڻ کان پوءِ کائجو، جنهنکي مسلمانن وري هن نموني جو بڻائي ورتو. پر چاندرايڻ ورت ۾ استرين سان سنجوڳ ڪرڻ جي منع آهي. الله هن ۾ هڪ هن ڳالهہ جو واڌارو ڪيو تہ اوهين بيشڪ روزن جي راتين ۾ بہ استرين سان صحبت ڪندا ڪريو. وري رات جو جيترا گهرا وڻين اوترا گهرا کائين، هي بہ ڀلا ڪو ورت چئبو؟ ڏينهن جو نہ کاڌائون پر رات جو کائيندا رهيا! ڏينهن جو نہ کائڻ ۽ رات جو کائڻ سرشٽي نيم [قانون قدرت] جي اُبتڙ آهي (٣٤).

٣٥. جيڪي اوهان سان وڙهن ٿا، تن سان الله جي واٽ ۾ وڙهو (١٩٠). ۽ جتي ڪٿ جن اُنِي ڪين ڪهو؛ قتل کان ڪفر بڇڙو آهي (١٩١). ايسين اُنهن سان وڙهو، جيسين ڪفر نہ رهي ۽ ٿئي **دين اللهه** جو (١٩٣). اُنهن جيترِي زيادتي اوهان تي ڪئي هئي، اوتري تي اوهين بہ ساڻن ڪريو (١٩٤). (منزل ١، سيپارو ٢؛ سورت البقر).

**سمِڪشڪ:-** جي قرآن ۾ اهڙيون ڳالهيون نہ هجن ها تہ مسلمانن جو ايڏو وڏو ظلم ٻين مت وارن تي ڪيو آهي، سو نہ ڪن ها. وري بنا ڏوهہ جي مارڻ ڪري تہ کين بہ پاپ ٿو لڳي. مسلماني مذهب کي نہ مڃڻ مسلمان ڪفر ٿا ليکين؛ ڪفر کان **قتل** کي مسلمان چڱو ٿا سمجهن. يعني هو چون ٿا تہ جو اسانجي **دين** کي نہ مڃيندو، تنهنکي **قتل** ڪنداسون، ۽ ائين ئي هوُ ڪندا رهيا آهن. مذهب لاءِ وڙهندي وڙهندي پنهنجي بادشاهت وغيره بہ وڃائي برباد ٿي ويا. سندن مت ٻين مت وارن تي سخت **ظلم** ڪرڻ سيکاري ٿو. ڇا چوريءَ جو بدلو چوري آهي؟ چور وغيره اسانجو جيترو نقصان چوري ڪرڻ سان ڪري، تہ ڇا اسين بہ [اوتري] چوري ڪري [کيس نقصان پهچايون؟] اِها تہ بلڪل انياءَ جي ڳالهہ آهي. ڪو اگياني اسان کي گاريون ڏئي تہ ڇا اسين بہ کيس گاريون ڏيون؟ اهڙيون ڳالهيون نہ تہ ڪي الله جون، نہ اللهہ جي ڪنهن ودوان ڀڳت جون، ۽ نہ اللهہ جي **الهامي ڪتاب** جون ٿي سگهن ٿيون. اِهي تہ رڳو [ڪنهن] سوارٿيءَ ۽ بي علم ماڻهوءَ جون [ڳالهيون] آهن (٣٥).

۳۶. ۽ الله فساد کي پسند نہ ڪندو آهي (۲۰۵). اي لوڪو! جي ايمان آندو اٿو تہ داخل ٿيو اسلام ۾ (۲۰۸).
(منزل ۱، سيپارو ۲، سورت البقر).

**سميڪشا:-** جي خدا فساد کي پسند نٿو ڪري تہ پاڻ ئي مسلمانن کي فساد ڪرڻ لاءِ همٿائي ڇو ٿو؟ ۽ فسادي مسلمانن سان دوستي ڇو ٿو رکي؟ جي خدا مسلمانن جي مت ۾ شامل ٿيڻ ڪري ئي خوش ٿو ٿئي، تہ هو رڳو مسلمانن سان ئي پاسخاطري ڪندڙ آهي، ۽ نہ سڀني سنسار جو ايشور! ان مان ظاهر ٿو ٿئي تہ نڪي قرآن خدا جو **ڪاهيل** آهي نہ اُن ۾ ڏيکاريل خدا [سچو] **خدا** ٿي سگهي ٿو (۳۶).

۳۷. ۽ الله جنهنکي گهرندو آهي تنهنکي بيشمار [اڻ ڳڻيو] رزق [روزي] ڏيندو آهي.
(منزل ۱، سيپارو ۲، سورت البقر آيت ۲۱۲).

**سميڪشا:-** ڇا پاپ پن ڪرڻ کانسواءِ خدا ائين ئي رزق ڏيئي ڇڏيندو آهي؟ جي دک سک جو ماڻ خدا جي مرضيءَ تي آهي، تہ چڱائي ۽ بڇڙائي ڪرڻ هڪ جهڙي ثابت ٿيندي! ان ڪري ئي مسلمان ماڻهو ڌرم کان منهن موڙي جئن وڻين ٿو، تئن ڪندا رهن ٿا. ڪي تہ قرآن جي هن آکيا تي وشواس نہ آڻيندي بہ ڌرماتما بڻبا ٿا رهن (۳۷).

۳۸. ۽ [اي پيغمبر] لوڪان حيض [رجسوالا] بابت پڇن ٿا. چئو تہ اها ناپاڪي [اپوترتا] آهي، تنهنڪري زالن کان حيض [رتو سمي] ۾ پري ٿيو، ۽ اسين ويجها نہ وڃو جيسين پوتر ٿين. پوءِ جڏهن اشنان ڪن، تڏهن جنهن واٽ کان الله اوهانکي موڪل ڏني آهي [انهيءَ کان] انهن ڏانهن وڃو (۲۲۲). اوهانجون زالون اوهان لاءِ پوک آهن. پوءِ پنهنجي پوک ڏانهن جئن وڻيو تئن وڃو (۲۲۳). الله اوهانکي اوهانجن اجاين قسمن کڻڻ ۾ نہ وٺندو آهي (۲۲۵).
(منزل ۱، سيپارو ۲، سورت البقر).

**سميڪشا:-** رجسوالا [حيض] جي ڏينهن ۾ ميلاپ نہ ڪرڻ جو حڪم تہ چڱو آهي، پر استرين کي ٻنيءَ سان ڀيٽ ڪري ائين چوڻ تہ جئن وڻيو، تئن وڃو، انسان کي وشئي [ڪامي] بڻائڻ جو ڪارڻ آهي. جي خدا اجاين قسمن کڻڻ تي نٿو پڪڙي، تہ سڀيئي ڪوڙ ڳالهائيندا ۽ قسم ڀڃيندا. جنهنڪري خدا ڪوڙ کي جاري ڪندڙ ٿي پوندو (۳۸).

۳۹. اهو ڪير آهي، جو الله کي چڱو قرض [اڌارو] ڏئي؟ جو [الله] کيس ٻيڻو ڪري ڏئي.
(منزل ۱، سيپارو ۲، سورت البقر آيت ۲۴۴ ٭).

**سميڪشا:-** ڀلا قرض کڻڻ مان خدا جو مطلب ڪهڙو؟ جنهن سڄو جڳت ٺاهيو آهي، سو ڇا ماڻهوءَ کان قرض ٿو وٺي؟ هرگز نہ! ائين تہ وچار ڪرڻ کان سواءِ ئي پڇي سگهجو، تہ

---

٭ هن آيت جي تفسير ۾ تفسير حسينيءَ ۾ لکيل آهي تہ هڪڙو ماڻهو حضرت محمد صاحب وٽ آيو ۽ کين چيائين تہ اي رسول الله، خدا قرض ڇو ٿو گهري؟ انهن جواب ڏنو تہ اوهانکي بهشت ۾ وٺي وڃڻ لاءِ. اُن چيو تہ جي اوهين ضمانت ڏيو تہ آءٌ ڏيان. محمد صاحب کيس ضمانت ڏني. [مطلب تہ] خدا تي اعتبار نہ ڪيائين ۽ سندس پيغمبر تي ڪيائين. [اُردو ستيارٿ پرڪاش تان].

سندس خزانو کٽي ويو هو ڇا؟ ڇا ڪنهن هندن هلائڻ ۽ واپار ۾ مشغول رهڻ ڪري گهاٽو پيو هو، جو اُڌارو وٺڻ لڳو؟ هڪ جي ٻه ڏيڻ به منظور ٿو ڪري! ڇا هيءَ شاهوڪارن جو ڪم آهي؟ اهڙا ڪم ته ديوالي يا اڄاڻو خرچ ڪندڙن يا گهٽ آمدنيءَ وارن [ماڻهن] کي ڪرڻا پوندا آهن، نه خدا کي! (٣٩).

٤٠. منجهائن ڪنهن ايمان آندو ۽ ڪو ڪافر ٿيو. جي الله گهري ها ته نه وڙهن ها. پر الله جيڪي گهرندو آهي، سو ڪندو آهي. (منزل ١، سيپارو ٣، سورت البقر آيت ٢٥٣).

سمڪشا:- ڇا جيتريون به لڙايون ٿينديون آهن، سي خدا جي مرضيءَ سان ٿي ٿين ٿيون؟ هو اڌرم ڪرڻ گهري ته ڪري سگهندو آهي ڇا؟ جي ائين آهي ته هو خدا ئي نه آهي، ڇاڪاڻ ته شانتي ڀڃي لڙائي ڪرائڻ چڱن ماڻهن جو ڪم نه آهي. ان مان ظاهر ٿو ٿئي، ته قرآن نڪي خدا جو ٺاهيل آهي ۽ نه ڪنهن ڌارمڪ ودوان جو (٤٠).

٤١. آسمان ۽ ڌرتيءَ ۾ جيڪي به آهي، سو سمورو اُنهيءَ لاءِ ئي آهي [الله جي ملڪيت آهي]. سندس [بادشاهيءَ جي] ڪرسيءَ آسمان ۽ زمين کي سمايو [ڍڪيو] آهي (٢٥٥). (منزل ١، سيپارو ٣، سورت البقر).

سمڪشا:- آسمان ۽ ڌرتيءَ ۾ جيڪي به شيون آهن سي سموريون جيون [روحن] لاءِ ايشور پيدا ڪيون آهن، ۽ نه پاڻ لاءِ، ڇاڪاڻ ته هو پورڻ ڪام آهي، [ارٿات] ڪنهن ڪنهن به وستوءَ جي گهرج ڪانهي. جي وٽس ڪرسي آهي ته هو هڪ ديشي [محدود المڪان] ٿيو، جو هڪ ديشي آهي، سو ايشور نٿو سڏجي. ايشور ته وياپڪ [ذاتي طرح هر جاءِ موجود] آهي. (٤١).

٤٢. [ابراهيم چيو ته] الله سج کي اوڀر کان اڀاريندو آهي، تنهنڪري تون اولهه کان اڀار. تڏهن اهو ڪافر حيران رهجي ويو. سچ پچ الله گنهگارن [پاپين] کي رستو نٿو ڏيکاري. (٢٥٨) (منزل ١، سيپارو ٣، سورت البقر).

سمڪشا:- ڏسو هيءَ جهالت جي ڳالهه! سج نه ڪڏهن اوڀر کان اولهه ۽ نه اولهه کان اوڀر ايندو ويندو آهي. هو ته پنهنجي محور تي ئي گهمندو رهندو آهي. ان مان پڪ ٿي ٿئي ته قرآن جو ٺاهيندڙ نه کگول وديا [علم جيوتش يا هئيت] ۾ نه ڀوگول وديا [جاگرافي] ڄاڻندو هو. جي پاپين کي رستو نٿو ڏيکاري، ته ڌرماتمائن لاءِ ته مسلمانن جي خدا جي ضرورت ئي ڪانهي، ڇاڪاڻ ته ڌرماتما ته ڌرم جي واٽ تي [اڳ] ئي آهن. رستو ته انهن کي ڏيکارڻ گهرجي، جي ڌرم کان ڀليل آهن. تنهنڪري اِها فرض ادائي نه ڪرڻ ڪري قرآن جي ٺاهيندڙ ڏاڍي ڀل ڪئي آهي. (٤٢).

٤٣. الله چيو ته پکين مان چار پکي وٺ. سندن شڪليون سڃاڻي ● ڇڏ. پوءِ هر جبل

---

● آريه ڀاشا ۽ اُردو ستيارٿ پرڪاش ۾ ڏنل مضمون جي ترجمي موجب "سندن شڪليون سڃاڻي ڇڏ" ترجمو ٿيندو. پر "الهام الرحمن" جي سنڌي ترجمي ۾ انهي جاءِ تي "پوءِ ڪين پاڻ وٽ ذرا ذرا ڪر" لکيل آهي. [ڪٽپتراو]

تي اُنهن مان هڪ اڪر رکي، پوءِ ڪين سڏ، ته لوڏائهن ٻه ٻوڙندا ايندا (٢٦٠).
(منزل ١، سيپارو ٣، سورت البقر).

**سميڪشڪ:-** واهه، واهه! ڏسو سائين، مسلمانن جو خدا [ڪيئن نه] مداريءَ جيان بازيون ڪري رهيو آهي. ڇا خدا جي خدائي اهڙين ڳالهين معجزن تي ظاهر ٿي ٿئي؟ عقلمند ماڻهو نه اهڙي خدا کي ڇڏي پري رهندا، پر جاهل ماڻهو ڦاسندا. اهڙيءَ ريت [اسلامي خدا] پنهنجي ناموس وڃائڻ بدران پنهنجي بي عزتي ڪرائيندو (٤٣).

٤٤. جنهن کي گهرندو آهي، تنهن کي حڪمت [سمجهه يا عقل يا بدي] ڏيندو آهي (٢٦٩). (منزل ١، سيپارو ٣، سورت القمر).

**سميڪشڪ:-** جي حڪمت اُن کي ٿو ڏئي جنهن کي گهري ٿو، ته جنهن کي نٿو گهري تنهن کي سمجهه نه ڏيندو هوندو. اها ڳالهه خدا جي ڪانهي، بلڪ جو پاسخاطري ڇڏي سڀني کي عقل جي هدايت ڪندو آهي، سو ئي خدا ۽ سچو اُپديش ٿي سگهي ٿو، ٻيو نه ڪو بيو! (٤٤).

٤٥. پوءِ جنهن کي گهرندو، تنهن کي معاف [ڪميا] ڪندو، جنهن کي گهرندو، تنهن کي ڪشٽ ڏيندو ڇاڪاڻ ته هو سڀ وستن تي قادر [وس وارو] آهي (٢٦٤).
(منزل ١، سيپارو ٣، سورت البقر)

**سميڪشڪ:-** جي معاف [ڪميا] ڪرڻ لائق آهن، تن کي نه معاف ڪرڻ، ۽ جي معافي ڏيڻ جي لائق ڪين هجن، تن کي معافي ڏيڻ جا ڪم ڇا گمرڪند [چرپٽ يا انيائي] راجا جي ڪين جيان ڪين هجن؟ جي خدا جنهن کي وڻي، تنهن کي پاپي ۽ ڌرماتما ٿو بڻائي، ته جيوَ کي پاپ پنج ڪندڙ نه ڪوڻڻ ڪهي. جي ڪيس خدا اهڙو بڻايو آهي ته ماڻهن کي ڏک ۽ سک به نه ملڻ گهرجن. جئن سپهه سالار جي آگيا موجب ڪو نوڪر ڪنهن کي قتل ڪري يا بچائي ته انجو ڦل ڪيس نٿو ملي، ساڳيءَ ريت ڪين به [ڏک سک] نه ملڻ کپن (٤٥).

٤٦. [اي پيغمبر] چئو ته پرهيزگارن کي اُن کان بهتر ڪهڙي خبر ڏيان. الله وٽ بهشت آهن، جن ۾ نهرون ٿيون وهن. اُنهن ۾ هميشه رهندڙ پاڪ بيبيون آهن. الله جي خوشي [راضپو] آهي. الله پنهنجن بندن کي ڏسي ٿو.
(منزل ١، سيپارو ٣، سورت آل عمران آيت ١٥).

**سميڪشڪ:-** ڀلا هيءَ بهشت آهي يا ويشياون [طوائف خانو يا چڪلو يا ويڇاوي اڏو]؟ اُن کي خدا چئجي يا استري‌ڻ [زالن جي خواهش رکندڙ]؟ جنهن ڪتاب ۾ اهڙيون ڳالهيون لکيل هجن، ڇا تنهن کي ڪو به عقلمند خدا جو تاهيل ڪتاب مڃي سگهي ٿو؟ خدا پاسخاطري ڇو ٿو ڪري؟ جي بيبيون هميشه ٿيون بهشت ۾ رهن، سي هتان پيدا ٿي اُتي ويون آهن، يا اُتي ئي پيدا ٿيون آهن؟ جي هتان پيدا ٿي اُتي ويون آهن ۽ جي قيامت جي رات کان اڳ ۾ ئي بيبين کي گهرائي ورتو اٿس، ته سندن مڙسن کي ڇو نه گهرايائين؟ وري هن عهد کي نه قيامت جي رات سڀني جو انصاف ٿيندو، ڇو ڀڳائين؟ جي اُتي ئي پيدا ٿيون آهن ته قيامت تائين هو ڪيئن ٿيون گذاريون ڪن؟ جي اُنهن لاءِ مرد به آهن، ته جي مسلمان هتان بهشت ۾ ويندا، تن کي خدا ڪٿان بيبيون اُتي ڏيندو؟ وري جهڙيءَ ريت بيبين کي بهشت

۽ [هميشه رهڻ لاءِ] ٺاهيائين، ته مردن کي هميشه رهڻ وارو ڇو نه بڻايائين؟ تنهنڪري مسلمانن جو خدا **انياءَ** ڪندڙ ۽ ٻار جي سمجھ آهي (۴۶).

۴۷. تحقيق الله جي طرفان **دين اسلام** آهي ❋

(منزل ۱، سيپارو ۳، آل عمران آيت ۱۹).

**سميڪشڪ**:- ڇا الله مسلمانن جو ئي آهي ۽ ٻين جو نه؟ ڇا تيرهن سؤ ورهين کان اڳي ايشوري مت هوئي ڪو نه؟ ان مان [معلوم ٿو ٿئي ته] هيءُ قرآن **خدا** جو ٺاهيل نه آهي، بلڪ ڪنهن تعصبيءَ [پڪشپاتيءَ] جو ٺاهيل آهي (۴۷).

۴۸. هرڪنهن روح [جيو] کي جيڪي اُن ڪمايو آهي سو پورو [تنهنجو پورو بدلو] ڏنو ويندو، ۽ اُن تي ظلم نه ڪيو ويندو (۲۵). [اي پيغمبر] چئو ته اي **الله**، تون ئي ملڪ جو مالڪ آهين. جنهن کي گهرين تنهن کي [بادشاهي] ڏين ٿو، ۽ جنهن کان وٺين تنهن کان کسين ٿو. جنهن کي گهرين، تنهن کي مان وارو ڪرين ٿو ۽ جنهن کي وٺين تنهن کي بي مانو ڪرين ٿو. سڀڪي تنهنجي هٿ ۾ آهي. هرهڪ وستوءَ تي تون ئي قادر [وسوارو] آهين (۲۶). رات کي ڏينهن ۾ ۽ ڏينهن کي رات ۾ وهارين ٿو. ۽ مردي کي جيئري منجهان ۽ جيئري کي مردي منجهان ڪڍين ٿو؛ ۽ جنهن کي گهرين، تنهن کي بيشمار رزق [اڻ ڳڻي **روزي**] ڏين ٿو (۲۷). مسلمانن کي گهرجي، ته مسلمانن کان سواءِ **ڪافرن** کي دوست نه بڻائين؛ ۽ جيڪو ائين ڪندو، سو الله جي پاسي وارو نه آهي ✠ (۲۸). [اي پيغمبر چئو ته] جي اوهين الله کي گهرندا [دوست رکندا] آهيو ته منهنجي پيروي ڪريو، ته الله اوهان کي گهرندو ۽ اوهانجا پاپ [گناهه] اوهان کي معاف ڪندو [بخشيندو]. ۽ تحقيق الله بخشڻهار مهربان آهي (۳۱). (منزل ۱، سيپارو ۳، آل عمران آيتون ۲۵-۲۶-۲۷-۲۸-۳۱).

**سميڪشڪ**:- جي هرڪنهن جيو کي ڪرمن جو پورو ڦل ڏنو ويندو، ته [گناهه] معاف ٿي نه سگهندا! ۽ جي معاف ٿيندا ته پوري بدلي نه ملڻ سبب انياءُ ٿيندو! جي چڱن ڪرمن ڪرڻ کانسواءِ بادشاهي ڏيندو، ته به انياءُ ڪندڙ ٿيندو. ڀلا جيئري مان مئل ۽ مئل مان جيئرو به ڪڏهن ٿي سگهي ٿو؟ ايشور جي ويوستا [انتظام] ته اڇيد ۽ اڀيد [مڪمل ۽ لازوال] هئڻ ڪري اُن ۾ ڪڏهن به ڦيرگهير ٿي نٿي سگهي! هينئر ڏسو **پڪشپات** [تعصب] جون ڳالهيون:- جو دين اسلام ۾ نه آهي، تنهنکي **ڪافر** ٺهرايل آهي. ٻين مذهبن جي چڱن ماڻهن سان به دوستي نه رکڻ ۽ مسلمانن منجهان ڏشٽن سان به دوستي **رکڻ** جي سکيا ڏيڻ خدا جي شان وٽان نه آهي. تنهنڪري هيءُ قرآن وارو خدا، ۽ مسلمان ماڻهو رڳو پڪشپات ۽ اوديا سان ڀريل آهن، جنهن ڪري ئي مسلمان ماڻهو اونده ۾ آهن. وري ڏسو

❋ ان جملي جو "الهام الرحمن" موجب سنڌي ترجمو هيئن آهي:- "وڻندڙ دين" الله وٽ اسلام آهي." (ڪٺپتراو)

✠ "الهام الرحمن" موجب اُن پوئين جملي جو ترجمو آهي "انهيءَ جو الله [جي دين] سان [ڪجھ] واسطو نه آهي." (ڪٺپتراو)

محمد صاحب جي ليلا! ڇي اوهين منهنجي پاسي ٿيندا ته الله توهانجي پاسي ٿيندو؟ ۽ ڇي اوهين تعصب روپي گناهه ڪندا ته به اوهانکي ڪميا ڪندو! ان مان ثابت ٿو ٿئي ته محمد صاحب جي نيت صاف نه هئي. انڪري ڏسجي ٿو ته پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ ئي محمد صاحب **قرآن** لکيو يا ٺهرايو آهي (۴۸).

۴۹. جڏهن فرشتن چيو ته اي مريم، الله توکي سڳورو ڪيو ۽ توکي پاڪ [پوتر] ڪيو دنيا جي زالن مٿان (۴۲). (منزل ۱، سيپارو ۳، آل عمران).

**سمڪشڪ:-** جي هن زماني ۾ خدا جا فرشتا ۽ خدا ڪنهن سان ڳالهائڻ لڳا اچن، ته پلا اڳي ڪيئن ايندا هوندا؟ جي چئو ته اڳيان ماڻهو ديندار [پنج آتما] هئا ۽ هن زماني جا ڪينهن، ته اها ڳالهه غلط آهي؛ ڇاڪاڻ ته جنهن زماني ۾ عيسائين ۽ مسلمانن جو مت هليو هو، تنهن زماني ۾ انهن ملڪن ۾ جهنگلي ۽ بي علم ماڻهو گهڻا هئا. ان ڪري ئي اهڙا علم جي ابتڙ مت هلي ٿي سگهيا. هينئر ودوان وڌيڪ آهن، جنهنڪري [اهڙا مذهب هينئر] هلي نه سگهندا، بلڪ جي اهڙا ٺلها (hollow) مذهب آهن، سي ڊهندا ٿا وڃن، سڌن واداري ڪرڻ جي ته ڳالهه ئي ڪهڙي؟ (۴۹).

۵۰. [الله جڏهن ڪو ڪم ڪندو آهي] ته انکي چوندو آهي ته ٿيءُ! بس ٿي پوندو آهي [۴۷]. ۽ مڪر ڪيو ڪافرن، ۽ مڪر ڪيو الله: ۽ الله ڏاڍو مڪر ڪندڙ آهي [۵۴ ❋] (منزل ۱، سيپارو ۳، آل عمران)

**سمڪشڪ:-** جڏهن مسلمان ماڻهو خدا کانسواءِ ٻئي ڪنهن وستو [جو ازلي وجود ٿي] لڳا مڃڻ، ته خدا ڇو ڪنهنکي؟ ۽ سڌس چوڻ ڪري ڪم ٿي پيو؟ انهن [سوالن] جا جواب مسلمان سٽن جنمن ۾ به ڏئي نه سگهندا؛ ڇاڪاڻ ته اُپادان ڪارڻ [علت ماديءَ] کان سواءِ ڪاريه [معلول] هرگز ٿي نٿو سگهي. بنا ڪارڻ جي ڪاريه کي اُٿپن مڃڻ آهي، جئن [ڪو چوي ته] منهنجو شرير ٻيءُ ماءُ کانسواءِ ٺهيو آهي. جو دوکو ٿو کائي يا مڪر يا فريب ٿو ڪري، سو هرگز ئي **خدا** ٿي نٿو سگهي. خدا ته [ٺهيو] پر ڪو چڱو ماڻهو به اهڙا ڪم نه ڪندو آهي (۵۰).

۵۱. ڇا اوهان لاءِ ڪافي نه ٿيندو ته الله اوهانکي ٽن هزارن فرشتن سان مدد ڪري؟ [۱۲۴]. (منزل ۱، سيپارو ۴، آل عمران)

**سمڪشڪ:-** جي مسلمانن کي [سڌن الله اڳي] ٽن هزارن فرشتن سان مدد ڏيندو هو، ته هينئر ڇو نٿو مدد ڏئي، جو سڌن ڪيتري بادشاهت به برباد ٿي چڪي آهي ۽ ٿيندي وڃي ٿي؟ تنهنڪري اهوجهن کي ٻلوپ ڏئي ڦاسائڻ لاءِ هيءَ وڏي اپاءَ جي ڳالهه [اڪمل]

❋ "الهام الرحمن" ۾ آيت ۵۴ جو سنڌي ترجمو هيئن آهي:— "۽ يهودين رٿ رٿي ۽ الله به ڳجهي رٿ رٿي. ۽ الله چڱو ڳجهي رٿ رٿيندڙ آهي." اُردو ستيارٿ پرڪاش ۾ الله "مڪر ڪندڙ"، آريه پاشا موجب "دوکو ڏيندڙ" ۽ پارڊواج جي انگريزي ترجمي ۾ (trickster) يعني ٺڳي، فريب، مڪر، دوکو يا ڳجهو جعل (sly fraud) ڪندڙ ڏيکاريل آهي.
(ڪٽپترار)

آهي (٥١).

٥٢. ۽ اسانکي ڪافرن جي قوم تي مدد [فتح] ڏي (١٤٧). بلڪ الله اوهانجو ڪارساز آهي ۽ اهو چڱو مدد ڏيندڙ آهي (١٥٠). ۽ جيڪڏهن اوهان الله جي واٽ ۾ ماريا وڃو يا مري وڃو، ته الله جي طرفان اوهان لاءِ بخشش (ديا) آهي (١٥٧).
(منزل ١، سيپارو ٤، آل عمران)

**سميڪشڪ:-** هينئر ڏسو مسلمانن جي غلطي! جي سندن مت جا نه آهن، تنکي مارڻ لاءِ خدا کان دعا پيئي رهيا آهن! ڇا پرميشور (اهڙو) ڀورڙو آهي جو سندن ڳالهه مڃي ڇڏيندو؟ جي مسلمانن جو ڪارساز الله ئي آهي، ته پوءِ مسلمانن جا ڪم برباد ڇو ٿا ٿين؟ وري خدا به مسلمانن جي موهه ۾ ڦاٿل ٿو ڏسجي. جي خدا اهڙو پاسخاطرو [پکشپاتي] آهي ته هو ڌرماتما ماڻهن جو اُپاسنيه (معبود يا اُپاسنا ڪرڻ جوڳو) هرگز ٿي نٿو سگهي (٥٢).

٥٣. الله کي [نه جڳائيندو آهي] جو اوهان کي ڳجهه مان واقف ڪري. پر الله پنهنجن پيغمبرن مان جنهن جنهن کي گهرندو آهي تنهن کي پسند ڪندو [چونڊيندو] آهي. پوءِ الله ۽ سندس رسولن تي **ايمان** آڻيو (١٧٩). (منزل ١، سيپارو ٤، آل عمران).

**سميڪشڪ:-** جي مسلمان خدا کان سواءِ ڪنهن [ٻئي] تي ايمان نٿا آڻين ۽ نه ڪنهن کي خدا سان شريڪ ٿا مڃين، ته پيغمبر صاحب کي خدا سان گڏ ايمان ۾ ڇو شريڪ ڪيو اٿن؟ الله لکيو آهي ته پيغمبر تي ايمان آڻيو، تنهنڪري پيغمبر به شريڪ ٿي پيو. پوءِ [ته خدا کي] **لاشريڪ** چوڻ ٺيڪ نه ٿيو! جيڪڏهن اُن جي معنيٰ اِها وٺجي ته محمد صاحب جي پيغمبر ٿيڻ تي ايمان آڻڻ گهرجي ته سوال اُٿندو ته محمد صاحب جي **ضرورت ڪهڙي؟** جي الله کيس پيغمبر بڻائڻ کان سواءِ پنهنجي مرضيءَ موجب ڪم نٿو ڪري سگهي، ته لاشڪ **اسمرٿ** [قدرت کان خالي] آهي (٥٣).

٥٤. اي ايمان وارو! صبر ڪريو، پاڻ ۾ ٿانهر وارا ۽ محڪم رهو، ۽ جنگ ۾ لڳا رهو، ۽ الله کان ڊڄو، جو اوهان کي ڇوٽڪارو ملي (٢٠٠). (منزل ١، سيپارو ٤، آل عمران)

**سميڪشڪ:-** قرآن جو خدا ۽ پيغمبر ٻئي **جنگيون** جوڙيندڙ هئا. جو جنگ جو حڪم ٿو ڏئي، سو شانتيءَ ۾ خلل ٿو وجهي. ڇا خدا کان نالي ماتر ڊڄڻ ڪري ڇوٽڪارو ملي سگهندو آهي، يا اَڌرم جي جنگ آدي ڪرڻ جي ڀَوَ کان؟ جي پهرين ڳالهه برابر آهي ته ڊڄڻ نه ڊڄڻ هڪجهڙو آهي. جي ٻي ڳالهه برابر آهي ته ٺيڪ آهي (٥٤).

٥٥. اِهي الله جون حدون آهن. ۽ جيڪو الله ۽ سندس رسول جي فرمانبرداري ڪندو، تنهنکي [الله اهڙن] باغن ۾ داخل ڪندو، جنهن جي هيٺان **نهرون** وهنديون آهن. اُن ۾ هو هميشه رهندو ۽ سڀني کان وڏي ڪاميابي [مراد ماڻڻ] اِها آهي (١٣). ۽ جيڪو الله ۽ سندس **رسول** جي بي فرماني ڪندو، سندس حدن کان ٻاهر نڪرندو، تنهن کي باهه ۾ داخل ڪندو، جنهن ۾ هو هميشه رهندو ۽ اُن لاءِ خوار ڪندڙ عذاب آهي (١٤).
(منزل ١، سيپارو ٤، سورت النسا)

**سمڪشڪ:**- خدا پاڻ ئي محمد صاحب کي پنهنجو **شريڪ** ٻڌايو آهي، ۽ پاڻ ئي قرآن ۾ اِها ڳالهه لکي آٿس. وري ڏسو ته ڪٿي ته خدا پيغمبر صاحب سان ڦاٿو آهي، خدا بهشت ۾ به رسُول سان شراڪت ڪري رهيو آهي. ڪنهن هڪڙيءَ ڳالهه ۾ به مسلمانن جو خدا آزاد نه آهي. تنهڪري ڪيس لاشريڪ ڪوٺڻ اَجايو آهي. اهڙيون ڳالهيون ايشور جي ناهيل **ڪتاب** ۾ نٿيون ٿي سگهن (٥٥).

٥٦. ۽ هڪ ذري جيترو به اَللهه ظلم نه ڪندو آهي. ۽ چڱائي آهي تنهڪي ٻيڻو ڪري ڏيندو آهي (٤٠). (منزل ١، سيپارو ٥، سورت النسا).

**سمڪشڪ:**- جي هڪ ذري جيتري به خدا بي اِنصافي نٿو ڪري، ته چڱائيءَ جو بدلو ٻيڻو ڪري ڇو ٿو ڏئي؟ ۽ مسلمانن سان پاسخاطري ڇو ٿو ڪري؟ جي ڪرمن جو ٻيڻو يا گهٽ ڦل سچ پچ ڏئي ته خدا اَلياءُ ڪندڙ ٿي پوي (٥٦).

٥٧. جڏهن تو وٽان ٻاهر نڪرندا [هليا ويندا] آهن، ته اُنهن مان ڪي تنهنجيءَ ڳالهه جي اُبتڙ صلاحون ڪندا آهن. ۽ جيڪي هوُ صلاحون ڪندا آهن، سي اَللهه لکندو آهي (٨١). ۽ جي ڪم اُنهن ڪيا، تن سبب اَللهه کين اُبتو [اوُندو] ڪيو آهي. جنهڪي اَللهه گمراهه ڪندو آهي؛ تنهن لاءِ تون ڪا واٽ ڪڏهن نه لهندين (٨٨). (منزل ١، سيپارو ٥، النسا).

**سمڪشڪ:**- جو اَللهه اَهڙين ڳالهين جو روزنامچو رکندو آهي، سو سروگيه [همه دان] نه آهي. سروگيه هجي ها ته لکڻ جي گهرج ئي ڇو ٿئيس ها؟ وري مسلمان ڇوَن ٿا ته شيطان ئي سڀني کي گمراهه ڪرڻ سببان دشت [لعنت ڪيل] ٿيو آهي. پر جڏهن خدا به اِنسانن کي گمراهه ٿو ڪري، ته خدا ۽ شيطان ۾ تفاوت ڪهڙو؟ هائو، اِترو فرق چئي سگهبو ته خدا وڏو شيطان آهي ۽ هو ننڍو شيطان! مسلمانن جو قول آهي ته جو **گمراهه** ٿو ڪري سو ئي **شيطان** آهي. اِن موجب ته خدا کي به شيطان ٻڌائي ڇڏيائون (٥٧).

٥٨. ۽ پنهنجن هٿن کي [ويڙهه کان] نه جهلين ته کين پڪڙيو ۽ جتي اُنهنکي لهو، تتي اُنهنکي ماريو (٩١). ۽ مسلمان کي مسلمان جو مارڻ واجب نه آهي. پر جو اَڻڄاڻائيءَ منجهان مسلمان کي ماري وجهي ته هڪڙي مسلمان ٻانهي کي آزاد ڪري ۽ ڇٽي سندس وارثن کي پهچائي، پر جي بخشين ته اُنهنکي اختيار آهي (٩٢). پر جي هجي اُن قوم مان جا اوهانجي شترُو [دشمن] آهي، ۽ هو مسلمانن کي ماري ڇڏي ته هميشهه **دوزخ** ۾ رهندو، ۽ اَللهه مٿس ڏمريو ۽ لعنت ڪندو (٩٣). (منزل ١، سيپارو ٥، سورت النسا).

**سمڪشڪ:**- هيئنر ڏسو سندن بيحد تعصب جي ڳالهه، ته جو **مسلمان** نه آهي، تنهکي جتي ڏسو، تتي **ماري** ڇڏيو، ۽ مسلمان کي نه ماريو! جو اَڻڄاڻائيءَ ۾ مسلمانن کي ماري ته ڪجهه پرائڇشت [ڪفارو] ڏئي؛ ۽ جي ٻئي کي ماري ته کيس **بهشت** ملندو. اهڙيءَ سکيا کي کوهه ۾ اُڇلائڻ کپي. اَهڙي ڪتاب، اَهڙي پيغمبر، اَهڙي خدا ۽ اَهڙي مذهب منجهان سواءِ نقصان جي فائدو ڪجهه به ڪونهي. اَهڙن جو نه هجڻ ئي ڀلو! عقلمندن کي ته اَهڙن غلط متن کان پري رهي سڀني **وِيد وِيڪت** ڳالهين کي ئي مڃڻ گهرجي، ڇاڪاڻ

نه مجهس ڪوڙ جو ذرو به ڪونهي. [ اوهين ٿا چئو ته ] جو مسلمانن کي ماريندو، تنهنکي دوزخ ملندو؛ پر ٻين متن وارا چون ٿا ته جو مسلمان کي ماريندو، تنهنکي سرڳ ملندو. هيئر ٻڌايو ته انهن ٻنهي متن مجهان ڪنهنکي مڃجي؛ ڪنهنکي ڇڏجي؟ اهڙن ٻي علم ۽ من گهڙت متن کي ڇڏي سيني منشن [انسان ذات] جي سويڪار ڪرڻ لائق ويدڪ ڌرم ئي آهي، جنهن ۾ آريه مارگ اَرٿات سريشٽ پرش [چڱن ماڻهن] جي رستي تي هلڻ ۽ دسيو اَرٿات دشٽن [خراب] ماڻهن جي واٽ کان پري رهڻ لاءِ لکيل آهي؛ اهو ئي سيني کان سريشٽ [ أفضل ] آهي (٥٨).

٥٩. ۽ جيڪو سڌي رستي جي پڌري ٿيڻ کان پوءِ رسول جي مخالفت [وروڌ] ڪندو ۽ مسلمانن جي واٽ کانسواءِ ٻي واٽ وٺندو؛ تنهنکي ضرور اسين دوزخ ۾ گهيرائينداسون. (١١٥). ( منزل ١، سيپارو ٥؛ سورت النسا )

سميڪشڪ:- هيئر ڏسو خدا ۽ رسول جي تعصب جون ڳالهيون! محمد صاحب وغيره سمجهندا هئا ته جي اسين اهڙيون ڳالهيون خدا جي نالي تي نه لکنداسون ته نه اسانجو مت وڌندو، نه اسانکي مال ملندا، ۽ نه موجون ماڻينداسون. ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته هو پنهنجي مطلب ڪڍڻ ۽ ٻين جي ڪمن داهڻ ۾ ڪامل [ اُستاد ] هئا: انڪري اهي آپت [ ڪامل سچار نه] هئا؛ نه انهنجي ڳالهين کي آپت ودوان [پورن ودوان] ڪڏهن پرمان [ مستند ] مڃي سگهندا (٥٩).

٦٠. جو الله فرشتن، ڪتابن، رسول ۽ قيامت کان انڪار ٿو ڪري، اهو سچ پچ گمراهه آهي (١٣٦). سچ پچ جن ايمان آندو ۽ وري ڪافر ٿيا؛ وري ايمان آندائون ۽ وري ڪفر ۾ وڌندا ويا، تنکي الله هرگز نه بخشيندو، ۽ نه رستو ڏيکاريندو (١٣٧).
( منزل ١، سيپارو ٥؛ سورت النسا )

سميڪشڪ:- ڇا اَجا به خدا لاشريڪ رهي ٿو سگهي؟ ڪيس لاشريڪ ڪوٺيندو رهڻ ۽ گڏو گڏ ساڻس ڪيترائي شريڪ مڃيندو رهڻ، هڪ ٻئي جي اَبتڙ آهي يا نه؟ ڇا ٽي ڀيرا ڪميا ڪرڻ کان پوءِ خدا ڪميا نٿو ڪري؟ ۽ [ڇا خدا] ٽي ڀيرا ڪفر ڪرڻ تي نه رستو ڏيکاريندو آهي، ۽ چوٿين ڀيري ڪرڻ کان پوءِ نٿو ڏيکاري؟ جي سڀيئي ماڻهو چار چار ڀيرا به ڪفر ڪن ته ڪفر گهڻو ئي وڌي وڃي (٦٠).

٦١. تحقيق الله منافقن [خراب ماڻهن] ۽ ڪافرن کي دوزخ ۾ گڏ ڪندڙ آهي (١٤٠). تحقيق منافق فريب [دلبو] ڏيندا آهن الله کي، ۽ هو فريب ڏيندو آهي انهنکي (١٤٢). اي ايمان وارؤ! مسلمانن کان سواءِ اوهين ڪافرن کي دوست نه بڻايو (١٤٤).
( منزل ١، سيپارو ٥؛ سورت النسا ).

سميڪشڪ:- مسلمانن جي بهشت ۾ وڃڻ ۽ ٻين جي دوزخ ۾ وڃڻ جي ثابتي ڪهڙي آهي؟ واهه سائين واهه! جي خدا [پاڻ] منافقن جي فريب ۾ ايندو آهي ۽ ٻين کي فريب ڏيندو آهي، ته اهڙو خدا اسان کان ته الڳ ئي رهي. البت جي دوکيباز آهن، انهن سان وڃي ملي ۽ اهي ساڻس ملن، ڇاڪاڻ ته:- यादृशी शीतला देवी तादृशः खरवाहनः । [ اَرٿات:- جهڙي سيتلا

ديوي آهي، ٿهڙو ئي سندس سواريءَ جو گڏهه]. جهڙي کي ٿهڙو مليو، تڏهن ئي گذران ٿيندو آهي. جنهنجو خدا ئي دوکيباز آهي، تنهنجا اُپاسڪ [معتقد] ڇو نه دوکيباز ٿيندا؟ ڇا مسلمان بدڪار هجي ته به ساڻس دوستي رکڻ ۽ ٻين مَتن جي چڱن ماڻهن سان به **دشمني** رکڻ ڪنهن لاءِ به واجب ٿي سگهي ٿو؟

٦٢. اي ماڻهو اُوهانجي رب وٽان پيغمبر اُوهان وٽ سچ وٺي آيو آهي، تنهن ڪري [مٿس] ويساه آڻيو (١٧٠). هڪ الله ڪانسواءِ ڪو عبادت جو لائق نه آهي (١٧١).
(منزل ١، سيپارو ٥، سورت النسا)

**سمِيڪشڪ**:- جڏهن پيغمبر تي ويساه لاءِ لکيائين، ته پيغمبر ايمان ۾ خدا جو **شريڪ** اَرٿات ڀائيوار ٿيو يا نه؟ الله جي هڪ ديشي [محدود المڪان] ۽ وياپڪ نه هئڻ ڪري ئي ته اُن وٽان پيغمبر ايڏانهن ويندا ٿا رهن. ايشور ته اَهڙو ٿي نٿو سگهي. ڪٿي (ڪيس) سرودديشي (محيط ڪيل) ٿا لکن ۽ ڪٿي هڪ ديشي! ان مان ظاهر آهي ته قرآن ڪنهن هڪڙي شخص جو ٺاهيل نه آهي، بلڪ **گهڻن** ماڻهن جو ٺاهيل آهي (٦٢).

٦٣. اوهان لي حرام ڪيو ويو مُردار [مئل جانور] ۽ رت ❋ ۽ سوئر جو گوشت ۽ جنهن شيءِ تي الله [جي نالي] ڪانسوءِ ٻيو ڪجهه پڙهيو ● وڃي ۽ گهُٽو ڏيئي ماريل ۽ جو لٺ يا پٿر جي ڌڪ سان يا مٿان ڪري مئو هجي سو، ۽ سڱ هڻڻ ڪري [يا ور جي اَڪل سان] مئل ۽ جنهنکي درندن [ڦاڙيندڙ جانورن] کاڌو هجي سو ✖ (٣).
(منزل ٢، سيپارو ٦، سورت المائده)

**سمِيڪشڪ**:- ڇا رڳو اهترين ئي شيون حرام آهن؟ ٻيا ڪيترائي حيوان ۽ ڪِئلين وغيره جهڙا ڪيترا جيوَ [حشرات الارض ★] مسلمانن لاءِ حلال هوندا؟ هيءَ ماڻهن جو ٺاهه آهي ۽ نه **ايشور** جو. انڪري ئي مڃڻ لائق نه ڪونهي (٦٣).

٦٤. ۽ اوهين الله کي چڱو قرض ڏيو ته اوهانجون مدايُون الِبت [ضرور] ميٽيندس، ۽ اوهانکي بهشتن ۾ داخل ڪندس (١٢). (منزل ٢، سيپارو ٦، سورت المائده).

**سمِيڪشڪ**:- واهه ڀائي واهه! مسلمانن جي خدا جي گهر ۾ ڪجهه ڌن باقي نه رهيو هوندو. جي باقي هجيس ها ته قرض ڇو گهري ها؟ ۽ ڪين [اُئين چئي] ڇو برغلائي ها ته اوهانجون برايُون معاف ڪري اوهانکي بهشت ۾ موڪليندس؟ ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته **خدا** جي نالي تي **محمد** صاحب پنهنجو مطلب ڪڍيو آهي (٦٤).

---

❋ الهام الرحمن ۾ "(سهر جو) رت" لکيل آهي.
● الهام الرحمن موجب اُنجي معنيٰ آهي " [ الله ڪانسواءِ ٻئي جي نالي مٿان ڪهل هجي]."
✖ اِها آيت اڳتي الهام الرحمن ۾ هئن آهي :- " ۽ جنهنکي (مرڻ کان اڳ) ذبح ڪيو [سو حرام نه آهي]. جو (جانور) آستانن تي ذبح ڪجي (سو حرام ڪجي ٿو) ۽ اوهانجو تيرن سان مارڻ (به)" وغيره. ( ڪٽپترا )
★ اُهي جيوَ جي ڌرتيءَ ۾ ٻر ٺاهي رهندا آهن. ( ڪٽپترا )

٦٥. جنهنکي گهرندو آهي تنهنکي بخشيندو آهي، ۽ جنهنکي نه گهرندو آهي تنهنکي عذاب ڪشٽ ڏيندو آهي (١٨). ۽ اوهانکي اهي نعمتون ڏنائين، جي [جهان وارن مان] ڪنهن کي نه ڏنائين (٢٠). (منزل ٢، سيپارو ٦، المائده).

**سميڪشڪ:-** جئن **شيطان** جنهنکي گهرندو آهي، تنهنکي پاپي بڻائيندو آهي، تئن ئي مسلمانن جو **خدا** به شيطان وارو ڪم ڪري رهيو آهي. جي ائين آهي ته پوءِ بهشت ۽ دوزخ ۾ به خدا وڃي، ڇاڪاڻ ته پاپ ۽ پنج ڪندڙ به اهو ئي ٿيو! جيئن نه ٿيو پراڌين [محتاج بالغير]، جئن سنئا [لشڪر] سنئاپتي [مهندار] جي آڌين رهي، ڪنهنکي بچائي ۽ ڪنهن کي ماري ٿي ته انجي ڀلائي يا برائي مهندار تي ٿي پوي ۽ نه لشڪر تي (٦٥).

٦٦. ۽ الله جي فرمانبرداري ڪريو ۽ فرمانبرداري ڪريو **رسول** [پيغمبر] جي (٩٢). (منزل ٢، سيپارو ٧، المائده).

**سميڪشڪ:-** ڏسو، اها آهي خدا جي شريڪ ٿيڻ جي ڳالهه! پوءِ نه خدا کي **لاشريڪ** مڃڻ اجايو آهي (٦٦).

٦٧. جيڪي اڳي گذريو سو الله معاف ڪيو، ۽ جيڪو **وري** ڪندو، تنهنکان الله بدلو وٺندو (٩٥). (منزل ٢، سيپارو ٧، المائده).

**سميڪشڪ:-** ڪيل گناهن (پاپن) کي معاف (ڪميا) ڪرڻ [ائين آهي] جئن گناهن ڪرڻ جو حڪم ڏيئي گناهه وڌائڻ. جنهن ڪتاب ۾ پاپ ڪميا ڪرڻ جي آگيا آهي، سو نڪي خدا جو **ڪلام** آهي ۽ نه ڪنهن ودوان جو ٺاهيل، بلڪ [اهڙو ڪتاب] گناهن وڌائڻ جو ڪارڻ آهي. هائو! اڳيتي پاپن کان بچائڻ لاءِ ڪنهنکي پرارٿنا ڪرڻ ۽ پاڻ ڇڏائڻ لاءِ ڪوشش ۽ توبهه ڪرڻ واجب آهي. پر رڳو توبهه ڪندو رهڻ ۽ گناهن (جي عادت) نه ڇڏڻ مان به ڪجهه ڪين وريندو (٦٧).

٦٨. ۽ انهيءَ ماڻهوءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير آهي، جو الله تي ڪوڙو ٺاهه ٺاهي ۽ چوي ته مون ڏانهن وحي ٿيل آهي، پر ڏانهس وحي نه ٿيل هجي، يا جو چوي ته آءٌ به لاهيندو [نازل ڪندو] آهيان، انهن وانگر جئن الله نازل ڪيو آهي (٩٣).
(منزل ٢، سيپارو ٧، سورت الانعام).

**سميڪشڪ:-** هن مان ثابت ٿو ٿئي، ته جڏهن محمد صاحب چوندا هئا ته مون ڏانهن خدا طرفان آيتون اچن ٿيون، تڏهن ڪنهن ٻئي به محمد صاحب جهڙي ليلا رچي هوندي ته مون وٽ به آيتون ٿيون لهن، ۽ مونکي به پيغمبر مڃيو. ان کي هٽائڻ ۽ پنهنجي عزت وڌائڻ لاءِ ئي محمد صاحب اها رٿ رٿي هوندي (٦٨).

٦٩. تحقيق اوهان کي پيدا ڪيوسون، وري اوهانجون شڪليون بڻايون سون، ۽ فرشتن کي چيوسون ته آدم کي سجدو ڪريو. پوءِ انهن سجدو ڪيو، پر سجدي ڪندڙن ۾ شيطان نه هو (١١). [الله] چيو ته جڏهن مون توکي حڪم ڏنو ته پوءِ توکي سجدي ڪرڻ کان روڪيو ڪنهن، جو تو سجدو نه ڪيو؟ چيائين ته آءٌ کانئس سٺو آهيان، جو تو مونکي باهه مان

۽ اُنکي مٽيءَ مان پيدا ڪيو آهي (١٢). [اَللهَ] چيس تہ بس لهہ هتان [آسمان مان]! توکي منجهس تڪبر ڪرڻ نہ جڳائيندو آهي، تنهنڪري نڪر! تحقيق تون خوار ٿيلن مان آهين (١٣). چيائين تہ مهلت ڏي مونکي اُن [قيامت] جي ڏينهن تائين جڏهن ماڻهو قبرن مان اُٿاريا ويندا (١٤). چيائين تہ تون تحقيق مهلت ڏنلن مان آهين (١٥). چيائين تہ اُن سبب جو تو مونکي گمراهہ ڪيو آهي، آءٌ ماڻهن لاءِ تنهنجيءَ سڌيءَ واٽ تي اَلبت (ضرور) ويهندس (١٦). ۽ منجهانئن گهڻا شڪر ڪندڙ نہ لهندين (١٧). چيائين نڪر اِتان ٻجڙن حالن ۾ (خوار ۽ لتاڙيل ٿي) اُنهن مان جيڪو تنهنجي پيروي ڪندو، [تنهنکي ۽ توکي دوزخ ۾ وجهي] اوهان سڀني سان دوزخ ضرور ڀريندس (١٨).

(منزل ٢، سيپارو ٨، سورت الانعام آيتون ١٠ کان ١٨ تائين).

**سمڪشڪ:-** خدا ۽ شيطان جو جهڳڙو ڏيان ڏيئي ٻڌو! پنهوالي جهڙي هڪ فرشتي کي بہ خدا ڊپائي نہ سگهيو، ۽ نڪي خدا سندس آتما کي پوتر ڪري سگهيو. وري اهڙي باغيءَ کي بہ خدا ڇڏي ڏنو، جو سڀني کي گمهگار بڻائي بغاوت ڦهلائيندڙ آهي! خدا جي اها وڏي ڀل آهي. شيطان هرڪنهنکي ڀرغلائيندڙ ۽ خدا شيطان کي ڀرغلائيندڙ هجڻ ڪري ثابت ٿو ٿئي، تہ خدا شيطان جو بہ شيطان آهي! ڇاڪاڻ تہ شيطان سندس منهن تي چوي ٿو تہ تو مونکي گمراهہ ڪيو آهي. اِنڪري خدا ۾ بہ پوترتا ڏسڻ ۾ نٿي اچي. وري سڀني براين جو هلائيندڙ ۽ مُول ڪارڻ [موجد ۽ باعث بہ] خدا ٿيو. اهڙو خدا مسلمانن جو ئي ٿي سگهي ٿو ۽ نہ ٻين سريشٽ ودوانن جو. وري مسلمانن جو خدا فرشتن سان ماڻهن جيان ڳالهائڻ ڪري ديهہ ڌاري [مجسم] اَلپگيہ [محدود العقل] ۽ اَنيائي ثابت ٿئي ٿو. اِنڪري ئي ودوان ماڻهن کي مذهب اسلام نٿو وڻي (٦٩).

**٧٠.** تحقيق پالڻهار اوهانجو اللهہ آهي، جنهن آسمان ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيو ۽ پوءِ عرش تي قائم ٿيو [٥٤]. پنهنجي پالڻهار کي عاجزيءَ سان پڪاريو [٥٥].

(منزل ٢، سيپارو ٨، سورت الاعراف)

**سمڪشڪ:-** ڀلا ڇهن ڏينهن ۾ جڳت کي بڻائيندڙ، ۽ پوءِ عرش يعني مٿين پرڪاش ۾ تخت تي آرام ڪندڙ ايشور سرو شڪتيمان ۽ وياپڪ ڪڏهن ٿي بہ سگهي ٿو؟ اُنهن [گڻن] جي نہ هجڻ ڪري هو خدا سڏجي نٿو سگهي. ڇا اوهان جو خدا ٻوڙو آهي، جو پڪارڻ سان ٻڌي ٿو؟ اهي سمورييون ڳالهيون خدا جي طرفان نہ هجڻ ڪري قرآن خدا جو ٺاهيل [ثابت] نٿو ٿي سگهي. جي ڇهن ڏينهن ۾ جڳت کي بڻائي، ستين ڏينهن عرش تي آرام ڪيائين، تہ ٿڪجي پيو هوندو. وري اڃا سمهيو پيو آهي يا جاڳي ٿو؟ جي جاڳي ٿو تہ هينئر ڪو ڪم ڪري ٿو يا اجايو گهمندو ڦرندو ٿو وتي؟ (٧٠).

**٧١.** ڌرتيءَ تي فساد نہ ڪريو (٧٤). (منزل ٢، سيپارو ٨، الاعراف)

**سمڪشڪ:-** اها ڳالهہ تہ چڱي آهي. پر اُلٽي اُنهن ٻين جاين تي جهاد ڪرڻ ۽ ڪافرن کي قتل ڪرڻ بہ لکيل آهي. هينئر ٻڌايو تہ ڇا [اِهي ڳالهيون] هڪ ٻئي جي اُبتڙ ڪينهن؟

لاءِ مان ظاهر ٿو ٿئي ته ڪمزور [مغلوب] ٿيڻ ڪانپوءِ محمد صاحب اها تجويز ڪيدي هوندي، ۽ زور وٺڻ ڪانپوءِ جهڳڙو مچايو هوندائون. تنهڪري هڪ ٻئي جي ورڌ هجڻ ڪري ٻنهي ڳالهيون برابر ڪيئهن (٧١).

٧٢. پوءِ پنهنجي عصا [لٺ] اڇلايائين، ته اچاڻ سان ئي اها پڌرو واسينگ [نانگ] ٿي پيئي (١٠٧).

(منزل ٢، سيپارو ٩، الاعراف)

**سميڪشڪ**:- هن ليک مان خبر ٿي پوي ته اهڙن ڪوڙن ڳالهين کي خدا ۽ محمد صاحب به مڃيندا هئا. جي ائين آهي ته اهي ٻئي ودوان نه هئا. جئن اک سان ڏٺل ۽ ڪن سان ٻڌل ڳالهه جي ابتڙ کو ڪجهه به ڪري نٿو سگهي، [لٺ ئي لٺ مان نانگ ٻڻجي نٿو سگهي]. تنهڪري اهي اندرجال [ٺڳيءَ يا دوکي] واريون ڳالهيون آهن (٧٢).

٧٣. پوءِ مٿن طوفان، ماڪڙ، ڄُئان، ڏيڏر ۽ رت موڪليوسون (١٣٣). پوءِ اسان ڪانئن بدلو ورتو ۽ کين سمنڊ ۾ ٻوڙيوسون (١٣٦). ۽ بني اسرائيلن کي سمنڊ کان پار لنگهايوسون (١٣٨). جنهن ۾ اهي آهن سو دين [مذهب] تحقيق ڪوڙو آهي، ۽ سندن ڪم به ڪوڙو آهي (١٣٩).

(منزل ٢، سيپارو ٩، الاعراف)

**سميڪشڪ**:- هيءَ ڳالهه ته اهڙي آهي، جئن ڪو پاکنڊي کنهکي [ائين چئي] ڊيڄاري ته اسين توکي مارائڻ لاءِ توتي نانگ ڇڏيندا سون. ڀلا هڪڙيءَ قوم کي ٻوڙيندڙ ۽ ٻيءَ کي پار لنگهائيندڙ خدا آدرمي ۽ تعصبي ڇو ڪيهي؟ جو ٻين مٿن کي جن ۾ هزارين، ڪروڙين ماڻهو آهن ڪوڙا، ۽ پاڻکي سچو ٿو ڄاڻائي، تنهڪان وڏيڪ ڪوڙو ڪو ٻيو مذهب ٿي سگهي ٿو ڇا؟ اهڙي يڪ طرفي ڊگري ڏيڻ مها مورکن جو ڪم آهي، ڇاڪاڻ ته ڪنهن به مت ۾ نه سڀ ماڻهو چڱا ٿيندا آهن ۽ نه سڀ ٻڇڙا. ڇا سندن توريت ۽ زبور وارو دين ڪوڙو ٿي چڪو آهي، يا سندن ڪو ٻيو مذهب هو، جنهکي ڪوڙو ٿا سڏيو؟ جي ڪو ٻيو مذهب هو ته ڪهڙو هو ۽ قرآن ۾ سندس نالو ڇا آهي؟ (٧٣).

٧٤. پوءِ البت تون مونکي ڏسي سگهندين. پوءِ جڏهن سندس پالڻهار جبل ڏانهن تجلو ڪيو [تڏهن] انکي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيائين. ۽ موسيٰ بيهوش ٿي ڪري پيو (١٤٣ ✻).

(منزل ٢، سيپارو ٩، الاعراف)

**سميڪشڪ**:- جو ڏسڻ ۾ ٿو اچي، سو وياپڪ ٿي نٿو سگهي. جي اهڙا چمتڪار خدا [اڳي] ڪندو وتندو هو ته هيئنر هو اهڙا معجزا ڇو نٿو ڪنهکي ڏيکاري؟ بالڪل ڪوڙ هئڻ سبحان

✻ هن آيت جي پوري بيان نه ڏيڻ ڪري ئي سميڪشڪ جي سميڪشا به ٺيڪ نٿي لڳي. انکري مضمون کي وڌيڪ صاف ڪرڻ لاءِ "الهام الرحمن" مان ڪجهه وڌيڪ وستار ڏيون ٿا، جو هيٺن آهي:- موسيٰ کي [الله] چيو ته "مونکي ڪڏهن نه ڏسي سگهندين. پر جبل ڏانهن نهار پوءِ جيڪڏهن هن پنهنجيءَ جاءِ تي ٽڪاءُ ڪيو ته تون مونکي ڏسي سگهندين. پوءِ جنهن مهل سندس پالڻهار جبل ڏانهن تجلو ڪيو [تنهن مهل] انکي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيائين ۽ موسيٰ بيهوش ٿي ڪري پيو" وغيره.
(ڪمپيٽراو)

هيءَ ڳالهه مڙڻ جهڙي ئي ڪانهي (٧٣).

٧٥. ۽ پنهنجي پالڻهار کي [ پنهنجيءَ ] دل ۾ عاجزيءَ ۽ ڀؤ سان ۽ ماٺيڻي آواز ۾ صبح ۽ سانجهيءَ جو ياد ڪر (٢٠٥). (منزل ٢، سيپارو ٩ ۽ سورت الاعراف).

**سمڪشڪ**:- قرآن ۾ ڪٿي ته لکيل آهي ته پنهنجي پالڻهار کي وڏي واڪي پڪاريو، ۽ ڪٿي لکيل آهي ته ڌيري آواز سان خدا کي ياد ڪريو! هينئر ٻڌايو ته ڪهڙي ڳالهه سچي آهي ۽ ڪهڙي ڪُوڙي؟ هڪ ٻئي جي اُبتڙ ڳالهيون چرين جي بڪواس جيان ٿينديون آهن. پل چڪ منجهان ڪا ڳالهه خلاف لکي وڃي ته تنهن ۾ اُهم ڪونهي (٧٥).

٧٦. [ اي پيغمبر ] لوڪان ڦرلت [غنيمت] جي مال بابت پڇن ٿا. چئو ته ڦرلت جو مال الله جو ۽ رسُول جو آهي ۽ ۽ الله کان ڊڄو [١]. (منزل ٢، سيپارو ٩ ۽ سورت الانفال).

**سمڪشڪ**:- ڏاڍي عجب جي ڳالهه آهي ته جي ڦرلت ڪن ۽ ڌاڙيلن جا ڪم ڪن ۽ ڪرائين، سي پاڻ کي **خدا**، پيغمبر ۽ ايماندار ٿا چوائين! "الله کان ڊڄو" ۽ چوَن ٿا ۽ ڌاڙا ۽ هڻندا ٿا وتن! وري ڪين لڄين چوندي ۽ لڄ اچي ته "اُسانجو مت چڱو آهي"! اُنکان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ٻڙي ڳالهه ٿي سگهندي، جو مسلمان تعصب ڇڏي سچي ويدڪ ڌرم کي قبول نٿا ڪن؟ (٧٦).

٧٧. ۽ پٺي پاڻ **ڪافرن** جي [٧]. آءٌ لڳو لڳ پنيان ايندڙن هڪ هزار فرشتن سان اوهانجي مدد ڪندس [٩]. اُلبت آءٌ ڪافرن جي دلين ۾ دهشت وجهندس. پوءِ [ اي مومنو ] ڳچين تي ڌڪ هڻون ۽ سندن هرڪو سنڌ ڀڃو [١٢].

(منزل ٢، سيپارو ٩ ۽ سورت الانفال).

**سمڪشڪ**:- واهه ڙي واهه! خدا ۽ پيغمبر ته ڏاڍا بي رحم (ٿا ڏسجن)! جي مسلماني مذهب ۾ ڪينهن ۽ ان **ڪافرن** کي پاڙان پٽڻ، سندن ڳچين کي ڪپڻ ۽ سندن سنڌن کي ڀڃڻ لاءِ مدد ۽ صلاحون خدا ٿو ڏئي! اُهڙو خدا جا **راوڻ** کان ڪجهه گهٽ آهي؟ (پر) اها سموري ليلا **قرآن** جي ناهيندڙ جي آهي، ۽ نه خدا جي. پر جي خدا جي آهي ته شال اُهڙو خدا اُسان کان پري رهي، ۽ اُسين ڪانئس پري رهون (٧٧).

٧٨. الله مسلمانن سان ( ساٿي ) آهي [١٩]. اي ايمان وارؤ! الله ۽ رسُول جو پڪارڻ قبول ڪريو (سندن فرمانبرداري ڪريو، جڏهن اوهانکي سڏيو وڃي) [٢٠]. اي لوڪو! اوهان ايمان آندو آهي. الله ۽ پيغمبر جي خيانت ( بي ايماني ) نه ڪريو، ۽ اُوهين پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي اُمانتن ۾ خيانت نه ڪريو [٢٧]. ۽ مڪر ڪندو هو الله، ۽ الله مڪر ڪندڙن مان سيني کان **وڏو** آهي [٣٠]. (منزل ٢، سيپارو ٩ ۽ سورت الانفال).

**سمڪشڪ**:- جا الله مسلمانن جو طرفدار آهي؟ جي ائين آهي ته اُڌرم ٿو ڪري! جي نه ته خدا سڄي جڳت جو مالڪ آهي. جا پڪارڻ کانسواءِ الله ٻڌي نه سگهندو آهي؟ ٻوڙو آهي ڇا؟ وري ساڻس **رسُول** کي شريڪ ڪرڻ ته ڏاڍي ٻڇڙي ڳالهه آهي! الله جو ڪهڙو پريل خزانو آهي، جو ڪو چوري ڪندو؟ ڇا رسول جي اُمانت ۽ پنهنجن اُمانتن

۾ خيانت نه ڪري پنهنجي سيٺيءَ کي امانتن ۾ خيانت ڪندو رهي؟ هن نموني جو اُپديش (وعظ) نه بي علم ۽ اڌرمين جو ٿي ٿي سگهي ٿو. ڀلا جيڪو مڪر ٿو ڪري ۽ مڪر ڪندڙن سان ساٿي آهي، سو خدا دوکيباز، فريبي ۽ اڌرمي ڇو ڪينهي؟ انڪري هيءُ قرآن **خدا** جو ٺاهيل نه آهي. ڪنهن ڪپٽيءَ ۽ دوکيباز ٺاهيو هوندو، نه ته اهڙيون اجايون ڳالهيون منجهس ڪيئن لکيل هجن ها؟ (٧٨).

٧٩. ۽ [اي مومنو] اُنهن سان ايستائين لڙائي ڪريو، جيستائين فتنو يعني ڪفر جو غلبو نه رهي، ۽ ٿئي **دين** ❋ سمورو الله جو [٣٩]. ۽ (هيءَ ڳالهه) اوهين ڄاڻو ته ڪنهن به شيءِ مان جيترو به اوهين لٽي آڻيندا، تنهن مان پنجون **حصو** الله ۽ رسول لاءِ آهي (٤١).

(منزل ١، سيپارو ٩، سورت الانفال).

**سمِيڪشڪ**:- اهڙيءَ بي انصافيءَ سان وڙهڻ ۽ ويڙهائڻ وارو ۽ امن ۾ خلل وجهندڙ مسلمانن جي خدا کان سواءِ ٿيندو ٻيو ڪير؟ وري مذهب ته ڏسو! ڇا الله ۽ رسول لاءِ سڄي جڳت کي لٽڻ ۽ لٽائڻ ڌاڙيلن جو ڪم نه آهي؟ وري لٽ جي مال ۾ خدا جو ڀائيوار بڻجڻ ڄڻڪ پاڻ کي ڌاڙيل سڏائڻ آهي. ۽ اهڙن ڌورن جو طرفدار بڻجڻ ڪري ته خدا به پنهنجيءَ خدائيءَ کي ڪلنڪ لڳائي رهيو آهي. وڏو عجب ته اهو آهي ته اهڙو خدا، اهڙو ڪتاب ۽ اهڙو پيغمبر سنسار ۾ اهڙيءَ ريت لڙايون جهڳڙن ڪرائڻ، شانتيءَ کي ڀڃڻ، ماڻهن کي تڪليفن ۾ وجهڻ لاءِ آيا ڪٿان؟ جي اهڙا مذهب سنسار ۾ جاري نه ٿين ها، ته جيڪر سڄو جڳت آنند ۾ بڻيو رهي ها (٧٩).

٨٠. [اي ڏسندڙ] شل تون ڏسين، اُن وقت جڏهن فرشتا اُنهن ماڻهن جا رُوح قبض ڪندا [ساهه ڪڍيندا آهن] ۽ جي **ڪافر** ٿيا، سندن منهن ۽ پٺين کي فرشتا سٽيندا ڪٽيندا آهن ۽ ڪين چوندا آهن ته چکو اوهين عذاب سڙڻ جو (٥٠). تنهنڪري ڪين سندن گناهن سببان ماريوسون ۽ اسان فرعون جي قوم کي ٻوڙي ڇڏيو (٥٤). ۽ اُنهن لاءِ جيتري تياري اوهان کان ٿي سگهي، اوتري رکو [الله ۽ پنهنجن ويرين کي دهشت ڏيڻ لاءِ] (٦٠).

(منزل ٢، سيپارو ١٠، سورت الانفال)

**سمِيڪشڪ**:- ڪيئن پاڪو! اڄ ڪالهه ته روم، رُوس وغيره جا ۽ انگلنڊ مصر جا ڏاڍا ڀيڙا حال بڻيا آهن. هينئر فرشتا ڪٿي سمهيل آهن؟ جي اها ڳالهه سچي هجي ها ته اڳي خدا پنهنجي ٻندن جي دشمنن کي ماريندو ۽ ٻوڙيندو هو، ته اڄ ڪالهه به ائين ڪري ها. ڇاڪاڻ ته ائين نٿو ڪري، تنهنڪري اها ڳالهه مڃڻ لائق ڪانهي. ڏسو ته هيءُ ڪيڏو نه ڀيڙو حڪم آهي ته پنهنجي مت وارن کي دک پهچائڻ جا ڪم جيترا اوهان کان ٿي سگهن اوترا ڪريو! اهڙي آگيا عالم [ودوان]، ديندار [ڌارمڪ] ۽ دياڙوءَ جي ته ٿي نٿي سگهي. وري جي لکن ٿا ته خدا دياوان ۽ عادل آهي! اهڙن ڳالهين منجهان ظاهر آهي ته انصاف ۽ ديا وغيره چڱا گڻ مسلمانن جي **خدا** کان پري ٿا رهن (٨٠).

❋ هت الهام الرحمن موجب "سموري حڪومت رڳو الله جي ٿئي" اهڙو ترجمو آهي. (گٿپتراو)

٨١. اي نبي! لوڪي ۽ پڻ مسلمانن مان جن تنهنجي پيروي [تابعداري] ڪئي، تن کي الله ڪافي آهي (٦٤). اي نبي مسلمانن کي رغبت ڏي [همٿاءِ] لڙائيءَ تي. جيڪڏهن اوهان مان صبر ڪرڻ وارا ويهه آهن، ته ٻن سون تي غالب ٿيندا (٦٥). پوءِ اُن وستوءَ منجهان ڪائو جا اُوهان غنيمت ڪئي [لٽي آهي]، ڪيس پاڪ ۽ **حلال** سمجهيو ۽ ڊڄو الله کان. تحقيق الله بخشڻهار مهربان آهي (٦٩) (منزل ٢، سيپارو ١٠، سورت الانفال).

**سميکشا:-** ڀلا هيءَ ڪهڙي انصاف، علميت ۽ ڌرم جي ڳالهه آهي، ته پنهنجو پيروي ڪندڙ ڪٺي اُلياءَ به ڪري ته به تنهنجو اُهي طرفدار بڻجي ۽ ڪيس اُهي لاڀ پهچائجي؟ رعيت جي شانتيءَ ۾ خلل وجهي لڙائي ڪندڙ ۽ ڪرائيندڙ ۽ ڦرلٽ جي مال کي **حلال** ڄاڻائيندڙ کي اُهي بخشڻهار ۽ مهربان لکڻ جو ڪم خدا جو ته ڇا ٻاڪ ڪنهن ڀلي ماڻهوءَ جو به ٿي نٿو سگهي. اهڙين ڳالهين ڪري ئي قرآن هرگز خدا جو **ڪلام** ٿي نٿو سگهي (٨١).

٨٢. هميشه منجهس [بهشت ۾] رهندا، تحقيق الله وٽ وڏو ثواب [اجر] آهي (٢٢). اي لوڪو! جي ايمان آندو اٿو ته پنهنجن پيئرن [پتائن] ۽ ڀائرن ۽ دوستن کي نه وٺو. جيڪڏهن اُهي ايمان کان وڌيڪ ڪفر سان دوستي ٿا رکن ته (٢٣). پوءِ الله پنهنجي رسول تي ۽ مسلمانن تي پنهنجو آرام لاٿو ۽ [ملائڪن جو] لشڪر لاٿو، جن کي اوهان ڪونه ٿي ڏٺو ۽ عذاب ڏنائين اُنهن ماڻهن کي جي **ڪافر** ٿيا، اهائي ڪافرن جي سزا آهي (٢٦). وري ان کان پوءِ الله جنهن کي گهرندو، تنهن تي رحمت (ٻاجهه) ڪندو (٢٧). ۽ اُنهن ماڻهن سان وڙهو جي ايمان نٿا آڻين (٢٩). (منزل ٢، سيپارو ١٠، سورت التوبه).

**سميکشا:-** ڀلا جي الله بهشت وارن جي وٽهو * ٿو رهي ته سرووياپڪ ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ جي سرووياپڪ نه آهي ته سنسار کي ٺاهيندڙ ۽ عادل ٿي نٿو سگهي. وري ماڻهن کي سندن ماڻن، پيئرن، ڀائرن ۽ دوستن کان جدا ڪرائڻ رکيو ئي بي انصافيءَ جي ڳالهه آهي. البت جي هو ڀڙڙي سکيا ڏين ته نه مڃڻ کپي، پر سندن شيوا سدائين ڪرڻ کپي. اڳي خدا مسلمانن تي مهربان هوندو هو ۽ سندن مدد لاءِ لشڪر لاهيندو هو، جي اِها ڳالهه سچي هجي ها، ته هو هينئر ائين ڇو نه ٿو ڪري؟ وري جي اڳي ڪافرن کي سزائون ڏيندو هو ۽ ان کان پوءِ جنهن کي گهرندو هو، تنهن تي ٻاجهه ڪندو هو، ته هينئر ڪيڏانهن ويو آهي؟ ڇا وڙهائڻ کان سواءِ خدا ايمان نٿو آڻائي سگهي؟ اهڙي خدا کي اسان جي طرفان هميشه لاءِ **تلانجلي** آهي. خدا ڇا آهي، هڪ **بازيگر** آهي (٨٢).

٨٣. ۽ اَسين اُوهان لاءِ اِنتظار ڪندا آهيون ته اَلله پاڻ وٽان يا اَسان جي هٿان اُوهان کي عذاب [سزا] پهچائي (٥٢). (منزل ٢، سيپارو ١٠، سورت التوبه).

* اُردوءَ جو لفظي ترجمو آهي ”هميشه رهندا اُن ۾، تحقيق اَلله وٽهو اُن جي آهي ثواب وڏو“ اِن ڪري ئي اهڙي سميکشا ڪئي آهي. اَسان ٢٢ آيت جو ترجمو اِلهام اَلرحمن جي سنڌي ترجمي کي مرهٽي وغيره ستيارٿ پرڪاشن ۾ ڏنل ترجمي سان ٺهڪي لکيو آهي.
[ڪٽپتراو]

جو هو پنهنجي هٿان يا
**سمهڪشڪ**:- ڇا مسلمان ئي خدا جي پوليس ٻڌجي ويا آهن؛ جو هو پنهنجي هٿان يا
مسلمانن هٿان ٻين مذهبن جي ماڻهن کي **گرفتار** ڪرائيندو ٿو رهي؟ ڇا ٻيا ڪروڙين
ماڻهو خدا کي نٿا وڻن؟ ۽ ڇا مسلمانن منجهان پاپي به ڪيس پيارا آهن؟ جي ائين آهي ته
**انڌير نگري چوپٽ راجا واري** حڪومت ٿي ڏسجي. عجب آهي ته عقلمند مسلمان به
هن **بي بنياد** ۽ غلط مت کي مڃيندڙ آهن! (٨٣).
**٨٤.** الله ايمان وارن ۽ ايماندارن سان **بهشتن** جو انجام ڪيو آهي، جن جي هيٺان
نهرون وهنديون آهن، جن ۾ هو هميشه رهندا ۽ سندن پاڪ گهر **عدن جي** بهشتن ۾ آهي؛
۽ الله جو سيني کان وڏو راضپو اهوئي آهي، ۽ اهائي وڏي مراد ماڻڻ آهي (٧٢). اُنهن
سان چرچا [مسخريون] ڪندا آهن، ۽ الله [به] ساڻن **چرچا** ڪندو آهي (٧٩).
(منزل ٢، سيپارو ١٠؛ سورت التوبه)
**سمهڪشڪ**:- اهو آهي مردن ۽ زالن کي خدا جي نالي لاءِ لالچائڻ، پنهنجي مطلب
لاءِ! ڇاڪاڻ ته جي اهڙي لالچ نه ڏين ها ته ڪوبه محمد صاحب جي ڄار ۾ نه ڦاسي ها.
ساڳيءَ ريت ٻين مذهبن وارا به ڪندا ٿا رهن. ماڻهو ته پاڻ ۾ چرچا ڪندا ئي ٿا رهن، پر
ڪنهن سان چرچا ڪرڻ خدا لاءِ واجب نه آهي. هيءُ قرآن ڇا آهي؟ هڪ وڏو **تماشو** آهي (٨٤).
**٨٥.** پر رسول، ۽ جن ساڻس ايمان آندو، ۽ جن پنهنجن مالن ۽ پنهنجين جندن سان جهاد
ڪيو، سي ئي اُهي آهن جن لاءِ چڱايون آهن (٨٨). ۽ الله سندن دلين تي **مهر** هڻي،
پوءِ اُهي نه ڄاڻندا آهن (٩٣).
(منزل ٢، سيپارو ١٠؛ سورت التوبه).
**سمهڪشڪ**:- هيڏو ڏسو خود غرضيءَ جي ڳالهه، ته اُهي ئي ڀلارا آهن جن محمد صاحب
سان گڏ ايمان آندو آهي ۽ جن نه آندو آهي سي ٻڇڙا آهن! ڇا هيءَ ڳالهه تعصب ۽ بي علميءَ
سان ڀريل نه آهي؟ جڏهن خدائي **مهر** هڻي آهي، ته پاپ ڪرڻ ۾ سندن ڏوهه ڏرو به
ڪونهي؛ بلڪ خدا جو ئي ڏوهه آهي، ڇاڪاڻ ته هن اُنهن ويچارن جي دلين تي مهر هڻي
ڪين ڀلائي ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو آهي؛ ڇا ڪيڏي نه وڏي بي اِنصافي آهي!!! (٨٥).
**٨٦.** سندن مال منجهان خيرات [ذڪوات] وٺ جو اِنسان اُن ڪين [ظاهر ۾ به] پاڪ
ڪرين ۽ ڪين [اندر ۾ به] پاڪ ڪرين (١٠٣). تحقيق الله مسلمانن کان سندن جان ۽ سندن
مال هن قيمت تي ملهه ورتا آهن، ته اُنهن لاءِ بهشت آهي. [اُهي] الله سان همراهه ٿي
وڙهندا، پوءِ ماريندا ۽ ماريا ويندا (١١١).
(منزل ٢، سيپارو ١١؛ سورت التوبه)
**سمهڪشڪ**:- واهه سائين محمد صاحب واهه! اوهان ته **گوڪلين گوساين** جي برابري
ڪري ورتي! ڇاڪاڻ ته ماڻهن جا مال وٺي ڪين پاڪ [پوتر] ڪرڻ جا ڪم آهن ئي گوساين
جا. واهه **خدا** جي! اوهان به چڱي **سوداگري** لڳائي ويٺا آهيو، جو مسلمانن هٿان ٻين
غريبن کي مارائڻ ئي پلو ٿا سمجهو! وري يتيمن کي مارائڻ ۽ ظالمن کي بهشت ۾ موڪلڻ
ڪري مسلمانن جو خدا ديا ۽ نياءَ کان خالي ٿيو ويٺو آهي؛ ۽ پنهنجي خدائيءَ تي ڪلنڪ
لڳائي بڌيمانن ۽ ڌرماتمائن جي اڳيان پاڻ کي ڌڪار جهڙو [قابل نفرت] بڻايو اٿس (٨٦).

٨٧. اي لوڪو! جي ايمان آندو آٿو ته ڪافرن مان جيڪي اوهانجي آسپاس آهن، تن سان وڙهو؛ ۽ پل ته [ أهي ] اوهان ۾ سختي [ڏاڍائي] ڏسن (١٢٣). ڇا نٿا ڏسو ته هو هر سال هڪ ٻه ڀيرا مصيبتن ۾ وڌا ويندا آهن؟ پوءِ نه أهي توبهه ٿا ڪن ۽ نه نصيحت ٿا وٺن (١٢٦). ( منزل ٢، سيپارو ١١، سورت التوبهه ) .

**سمڪشڪ:-** ڏسو، خدا مسلمانن کي وشواس گهات [أعتبار ڏيئي دوکو ڏيڻ] جي سکيا ٿو ڏئي ته ڪو ڪٿي پاڙيسري هجي يا ڪنهنجو نوڪر [غلام] هجي، جڏهن ٻه وجهه ملي ته ساڻس وڙهو يا کيس قتل ڪريو! اهڙا ڪم مسلمانن ڪماڻي ڪيا آهن، قرآن جي اهڙي ليکه کي سمجهي [ أن تي ويچار ڪري] جي هيئنر ٻه مسلمان قرآن ۾ لکيل خراب ڳالهين کي ڇڏي ڏيندا، ته ڏاڍو چڱو آهي (٨٧).

٨٨. بيشڪ اوهانجو پالڻهار أهو أللهه آهي، جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ بڻايو ۽ پوءِ عرش * تي قائم ٿيو. [ اهو ] ڪمن کي رٿيندڙ آهي (٣).

(منزل ٣، سيپارو ١١، سورت يونس)

**سمڪشڪ:-** آسمان ارٿات آڪاش هڪ أڻ ٺهيل ۽ أنادي وستو آهي. سندس پيدائش لکڻ مان پڪ ٿي ٿئي، ته قرآن جو ٺاهيندڙ پدارٿ وديا [ علم طبعيءَ يا سائنس ] کي نه ڄاڻندو هو! ڇا جڳت ٺاهڻ ۾ خدا کي ڇهه ڏينهن لڳاتا ٿا پون؟ جي اِئين آهي ته هيءَ جو قرآن ۾ اِئين لکيل آهي ته منهنجي حڪم سان ٿيءُ ۽ ٿي پيو، ته پوءِ ڇهه ڏينهن هرگز لڳي نٿا سگهن؛ تنهنڪري ڇهه ڏينهن لڳڻ غلط آهي. جي خدا سرو وياپڪ [ قادر مطلق ] هجي ها ته عرش تي ڇو رهي ها؟ وري جي ڪمن کي رٿيندڙ آهي، ته اوهانجو خدا بلڪل ماڻهوءَ جهڙو آهي، ڇاڪاڻ ته خدا سروگيه [ همه دان ] آهي، سو ڪيئن ويهي رٿون رٿيندو؟ ان مان معلوم ٿو ٿئي ته ايشور کي نه سڃاڻندڙ بي علم ماڻهن اهو ڪتاب ٺاهيو هوندو (٨٨).

٨٩. ۽ مسلمانن لاءِ هدايت ۽ رحمت آئي آهي (٥٧). (منزل ٣، سيپارو ١١، سورت يونس)

**سمڪشڪ:-** ڇا خدا رڳو مسلمانن جو ئي آهي ۽ ٻين جو نه؟ ڇا هو تعصبي آهي، جو مسلمانن تي ئي دَيا ڪندو ۽ ٻين ماڻهن تي نه؟ جي ايماندارن جو نالو مسلمان آهي ته کين هدايت جي ضرورت ئي ڪانهي. وري جي مسلمانن کانسواءِ ٻين کي هدايت نٿو ڏئي، ته **خدا** جو علم ئي بي فائدو آهي (٨٩).

٩٠. ته اوهان کي پرکي ته اوهان مان عملن [ڪرمن] جي ڪري ڪير وڌيڪ چڱو آهي جو کين تون چوين ته اَلبت موت کان پوءِ أوهين جياريا ويندؤ (٧).

( منزل ٣، سيپارو ١٢، سورت هود )

**سمڪشڪ:-** جي خدا أعمالن [ ڪرمن ] کي آزمائي ٿو، ته هو **سروگيه** [همه دان] نه آهي. وري جي مرڻ کان پوءِ جياري ٿو ته يا ڇمو ته هو جيون کي آواگون [ جنم مرڻ ]

* عرش = تخت ، ڇت ، سنگهاسن ، ٿالون آسمان .

جي چڪر ۾ ڦِرو گهمائي، يا ڇهو ته هو پنهنجو قانون ته "مٿا نه جيئندا آهن" تنهن کي ٽوڙي. اِهو خدا تي ڪلنڪ لڳائڻ آهي (٩٠).

٩١. ۽ فرمايو ويو ته اي زمين [تون] پنهنجو پاڻي جهڪي وڃ، ۽ اي آسمان (تون پنهنجو پاڻي) بس ڪر (بند ڪر)، ۽ پاڻي سڪي ويو (۴۴). ۽ اي قوم! هيءَ اَلله جي اُٺ (ڏاچي) اوهان لاءِ نيشاني (معجزو) آهي. تنهنڪري کيس ڇڏي ڏيو ته اَلله جي زمين ۾ (جتي وڻيس اُتي) چرندي وتي (٦۴). (منزل ٣، سيپارو ١٢، سورت هُود)

**سمڪشڪ:-** ڪهڙي نه ٻاراڻي ڳالهه آهي! زمين ۽ آسمان ڪڏهن ڳالهيون ٻڌي به سگهن ٿا؟ واهه سائين واهه! جي خدا وٽ ڏاچي آهي ته اُٺ به هوندس. پوءِ ته هاٿي، گهوڙا، گڏه آدي به هوندس! وري ڏاچيءَ کي ٻوڪون ڪارائڻ ڪا خدا لاءِ چڱي ڳالهه آهي ڇا؟ ڇا هو ڏاچيءَ تي چڙهندو به آهي؟ جي اِهي ڳالهيون آهن ته ڇئبو ته خدا جي گهر ۾ به نوابيءَ جهڙو ٺٽ آهي (٩١).

٩٢. زمين ۽ آسمان جي بقاءَ هجڻ تائين منجهس سدائين رهندا (١٠٦). ۽ جي ماڻهو نيڪ بخت ڪيا ويا آهن، جي آسمان ۽ زمين جي بقاءَ هجڻ تائين بهشت ۾ هميشه رهندا (١٠٧). (منزل ٣، سيپارو ١٢، سورت هُود)

**سمڪشڪ:-** جي قيامت کان پوءِ سيئي ماڻهو نرڪ ۽ سرڳ ۾ ويندا، ته پوءِ آسمان ۽ زمين رهندا ڇا لاءِ؟ ۽ جڏهن دوزخ ۽ بهشت قائم رهڻ جو وقت آسمان ۽ زمين جي رهڻ تائين آهي، ته بهشت ۾ هميشه رهڻ واري ڳالهه ڪُوڙي ٿي. اهڙيون ڳالهيون ته بي علم ماڻهن جون ٿينديون آهن ۽ نه ايشوَر ۽ ودوانن جون (٩٢).

٩٣. جڏهن يوسف پنهنجي پيءُ کي چيو ته اي منهنجا پيءُ مون هڪ سپنو لڌو آهي وغيره. (منزل ٣، سيپارو ١٢، سورت يوسف آيت ۴ کان ١٠٠ تائين)

**سمڪشڪ:-** هن سورت ۾ پيءُ پٽ جي وچ ۾ ڳالهه ٻولهه جي روپ ۾ قصو ۽ آکاڻي لکيل آهي، تنهن ڪري خدا جو ٺاهيل نه آهي، بلڪ ڪنهن ماڻهوءَ منجهس ماڻهن جي تواريخ لکي ڇڏي آهي (٩٣).

٩۴. اَلله اُهو آهي جنهن آسمانن کي بنا ٿنبن جي بلند (کڙو) ڪيو آهي، جنهن کي اوهين ڏسو ٿا پوءِ عرش تي قائم ٿيو ۽ سج ۽ چنڊ کي مسخر ڪيائين، (نوايائين يا تابع ڪيائين) (٢). ۽ اُهو ئي آهي جنهن زمين کي پٿاريو آهي (٣). اُن آسمان ٿان پاڻي لاٿو (وَسايو) پوءِ نيون پنهنجن پنهنجن اندازن موجب وَهيون (١٧). اَلله جنهن لاءِ گهرندو آهي تنهن لاءِ رزق (روزي) ڪشادي ڪندو آهي ۽ تنگ (سوڙهي=گهٽ) ڪندو آهي (٢٦). (منزل ٣، سيپارو ١٣، سورت رعد)

**سمڪشڪ:-** مسلمانن جو خدا سائنس جو ذرو به نٿو ڄاڻي! ڄاڻندو هجي ها، ته جنهن آسمان کي ٿور (ٿُوراڻ) ڪانهي، تنهن کي ٿنبن کي لڳائڻ جو ذڪر نه ڪري ها. جي خدا هڪڙيءَ عرش روپيءَ جاءِ تي رهندو آهي، ته هو سرو شڪتيمان ۽ سرو وياپڪ نٿو ٿي

سگهي. وري جي خدا ميگهه وديا [ميغهن وسط جو علم] ڄاڻندو هجي ها ته ”آسمان تان پاڻيءَ لاهڻ“ سان گڏ ڌرتيءَ تان آسمان تي پاڻيءَ چاڙهڻ جو بيان به ڇو ڪين ڪري ها؟ ان مان ثابت ٿيو ته قرآن جو ٺاهيندڙ ميگهه وديا [ميغهن وسط جو علم] به نه ڄاڻندو هو. ۽ جي چڱن برن ڪرمن ڪرڻ ڪانسواءِ ئي خدا دک سک ٿو ڏئي ته پکشپاتي، انياءَ ڪاري ۽ بلڪل بي علم آهي (٩٤).

٩٥. [اي پيغمبر کين!] چئو ته الله، جنهنکي گهرندو آهي، تنهنکي گمراه ڪندو آهي ۽ جيڪو موٽيو، تنهنکي پاڻ ڏانهن هدايت ڪندو آهي.
(منزل ٣، سيپارو ١٣، سورت رعد آيت ٢٧).

**سمڪشڪ:-** جي الله گمراه ڪندو آهي ته الله ۽ شيطان ۾ فرق (ڀيد) ڪهڙو رهيو؟ جڏهن ٻين کي گمراهه ڪرڻ ڪري شيطان ٻڇڙو ٿو سڏجي، ته ساڳي ڪم ڪرڻ ڪري خدا به ٻڇڙو اُرٿات **شيطان** ڇو ڪينهي؟ ۽ گمراهه ڪرڻ جي گناهه جي بدلي ڪنهن پڻ **دوزخ** [نرڪ] ڇو نه ملڻ گهرجي؟ (٩٥).

**٩٦.** اهڙيءَ ريت اسان هن قرآن کي عربي ٻوليءَ ۾ لاٿو آهي. ۽ [اي پيغمبر] جيڪڏهن پاڻ وٽ ان علم جي اچڻ ڪانپوءِ جو تو وٽ پهتو آهي سندن خواهشن (سڌن) جي پيروي [تابعداري] ڪندين ته الله وٽان نڪو سنڀاليندڙ ۽ نڪو بچائيندڙ لهندين (٣٧). تو تي پيغام پهچائڻ [جو ڪم] آهي ۽ اسان تي حساب وٺڻ [جي ڪم] ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪونهي (٤٠).
(منزل ٣، سيپارو ١٣، سورت رعد)

**سمڪشڪ:- قرآن** ڪهڙي پاسي کان لاٿائين؟ ڇا خدا مٿي ٿو رهي؟ جي اِها ڳالهه سچي آهي ته هو ايڪ ديشي [محدود المڪان] هئڻ سبب ايشور بڻجي ئي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته ايشور هر هنڌ ايڪ رس وياپڪ آهي. پيغام پهچائڻ هڪ پٽيوالي جو ڪم آهي؛ ۽ پٽيوالي جي گهرج اُنکي ٿيندي آهي؛ جو ماڻهوءَ جيان هڪ ديشي هجي. وري حساب ڏيڻ ۽ وٺڻ به ماڻهوءَ جو ڪم آهي ۽ نه ايشور جو، ڇاڪاڻ ته ايشور سروگيه [سڀڪي ڄاڻندڙ] آهي. هن مان پڪ ٿي ٿئي ته **قرآن** ڪنهن ٿوريءَ ڄاڻ واري ماڻهوءَ جو ٺاهيل آهي (٩٦).

٩٧. ۽ سج ۽ چنڊ کي هميشهه گهمندڙ بڻايائين (٣٣). تحقيق [نشچيه] انسان ضرور ظالم ڪندڙ ۽ **ڪفر** ڪندڙ آهي (٣٤). (منزل ٣، سيپارو ١٣، سورت ابراهيم).

**سمڪشڪ:-** ڇا سج ۽ چنڊ ئي هميشهه گهمندا ٿا رهن ۽ ڌرتي نٿي گهمي؟ جي ڌرتي نه گهمي ته ڏينهن رات ڪيترن ئي ورهين جا ٿين. جي سچ پچ ماڻهو **ظالم** [انياءَ] ڪندڙ ۽ **ڪفر** [پاپ] ڪندڙ آهي، ته ڪيس قرآن منجهان سکيا ڏيڻ بلڪل اجائي آهي؛ ڇاڪاڻ ته جي سڀاءَ [فطرت] کان ئي پاپ ڪندڙ آهن، سي پنج ڪندڙ هرگز نه ٿيندا. پر سنسار ۾ چڱا ۽ ٻڇڙا ٻنهي قسمن جا ماڻهو سدائين سڏبا آهن. تنهنڪري اهڙين ڳالهين ايشور جي **ٺاهيل** ڪتاب جون ٿي نٿيون سگهن (٩٧).

٩٨. پوءِ جڏهن ڪيس پورو ڪري رهان ۽ منجهس پنهنجي روح [آتما] منجهان ڦوڪيان،

ٿڏهن ڪيس **سجدو** ڪندي ڪري پؤ (٢٩). شيطان چيو تہ، اي منهنجا پالڻهار، تو جو مون کي گمراھ ڪيو، تنهن سبيان آءٌ انهن لاءِ پرٿويءَ تي [گناهن کي] ضرور سينگاريندس ۽ ڪين گمراھ ڪندس (٣٩). (منزل ٣، سيپارو ١٤؛ سورت حجر).

**سمِيڪشا**:- جي خدا پنهنجي روح آدم صاحب ۾ وڌي آهي تہ هو بہ **خدا** ٺهي پيو! پر جي هو خدا بہ هو تہ ڪيس سجدي ڪرڻ ارٿات نمسڪار وغيره ڪرائڻ لاءِ پنهنجو **شريڪ** ڇو بڻايائين؟ جي شيطان کي گمراھ ڪندڙ خدا ئي آهي، تہ هو شيطان جو بہ شيطان، سندس وڏو پاءُ يا سندس اُستاد ڇو ڪونهي؟ ڇاڪاڻ تہ جو گمراھ ڪري، تنهنڪري اوهين شيطان ٿا مڃيو ۽ خدا بہ شيطان کي گمراھ ڪيو آهي! وري جڏهن شيطان [خدا جي] منهن تي چيو تہ آءٌ [ماڻهن کي] **گمراھ** ڪندس، تنهن هوندي بہ خدا ڪيس سزا ڏئي قيد ڇو نہ ڪيو؟ يا ڪيس ماري ڇو نہ وڌو؟ (٩٨).

٩٩. ۽ تحقيق [نشچي] اسان هر اُمت * ۾ **پيغمبر** موڪليا آهن (٣٦). ڪنهن بہ شيءِ لاءِ اسانجو قول (چوڻ) انتري (چوڻ) کانسواءِ نہ آهي، تہ جڏهن اسين ڪيس [پيدا ڪرڻ] گهرندا آهيون تہ ڪيس چوندا آهيون تہ ٿيءُ، تہ ٿي پوندي آهي (٤٠). (منزل ٣، سيپارو ١٤؛ سورت نحل).

**سمِيڪشا**:- جي سڀني قومن ڏي **پيغمبر** موڪليا اٿس تہ اُهي سڀئي ماڻهو جي پيغمبرن جي ڏيکاريل رستي تي هلن ٿا، سي ڪيئن **ڪافر** ٿيا؟ ڇا اوهانجي پيغمبر کانسواءِ ڪنهن ٻئي پيغمبر جي مڃتا ڪانهي؟ اِها تہ بالڪل تعصب جي ڳالھ آهي. جي سڀني ملڪن ۾ پيغمبر موڪليا هئائين، تہ **آريہ ورت** ۾ ڪهڙو موڪليائين؟ تنهنڪري اِها ڳالھ مڃڻ جهڙي ڪانهي. جي خدا گهرندو آهي ۽ چوندو آهي تہ اي ڌرتي، ٿي پؤ! تہ اهڙي جڙ [بيجان وستو] تہ هرگز ٻڌي نہ سگهندي آهي! خدا جي [سگهڙي] حڪم منجهان سنسار ڪيئن جڙي سگهندو؟ وري جڏهن [اوهين مسلمان] خدا کانسواءِ ٻي وستوءَ [جو وجود ئي] نٿا مڃيو، تہ ٻڌو ڪنهن، ۽ ٿي ڪير پيو؟ اِهي سڀ وريون بي علميءَ جون ڳالهيون آهن ۽ **اڻڄاڻ** ماڻهو اهڙيون ڳالهيون بہ مڃي وٺندا آهن (٩٩).

١٠٠. ۽ اَللھ لاءِ ڌيئرون [ڪنياڻون] مقرر ڪندا آهن. اُهو پاڪ آهي. ۽ جيڪي ڏسڻ ٿا گهرن [وڻندو اُتن] سو [پٽ] پاڻ لاءِ مقرر ڪندا آهن (٥٧). قسم آهي اَللھ جو تہ تحقيق اَسان پيغمبر موڪليا آهن (٦٣). (منزل ٣، سيپارو ١٤؛ سورت نحل).

**سمِيڪشا**:- اَللھ ڌيئرون [ڪنياڻن] کي ڪندو ڇا؟ ڌيئرون تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي گهربيون آهن. ٻڌايو تہ پٽ ڇو نٿا مقرر ڪيا وڃن؟ ۽ ڌيئرون ڇوٿيون مقرر ڪجن؟ سندن سبب ڪهڙو؟ قسم کڻڻ آهي ڪم ڪوڙن جو، ۽ نہ خدا جو! سنسار ۾ اَڪثري اِئين ئي ڏسبو آهي تہ جو **ڪوڙو** هوندو آهي، سو ئي قسم کڻندو آهي. سچار قسم کڻندو ڇو؟ (١٠٠).

* اُمت=فرقا ۽ نسل ۽ قوم ۽ ماڻهن جي ٽولي، پوئلڳ يا پيروي ڪندڙ مذهب يا مت. (ڪٽپنراو).

**١٠١.** اهي اُهي ماڻهو آهن، جنجي دلين، جنجي ڪنن ۽ جنجي اکين تي الله مهر هنئي آهي؛ ۽ اهي ساڳيائي بي خبر ماڻهو آهن (١٠٨). سيڪنهن روح کي جيڪي اُن ڪيو آهي، تنهنجو ڪيس پورو بدلو ڏبو ۽ مٿن ظلم نہ ڪبو (١١١).

(منزل ٣، سيپارو ١٤، سورت نحل).

**سميڪشڪ:-** جڏهن خدا پاڻ ئي مهر هنئي آهي تہ هو وچارا تہ ري گناهہ ئي ماريا ويا، ڇاڪاڻ تہ خدا ڪين پروس [محتاج بالغير] ڪري ڇڏيو آهي! هيءُ ڪيڏو نہ وڏو گناهہ آهي! تنهن هوندي بہ چون ٿا تہ جنهن جيترو ڪيو آهي، تنهنکي اوترو ئي ڏنو ويندو ۽ نہ گهٽ وڌ! ڀلا جڏهن اُنهن خود مختياريءَ سان گناهہ ڪيا ئي ڪينهن، بلڪ خدا جي ڪرائڻ ڪري ڪيا آهن، تہ سندن ڏوهہ ئي ڪهڙو؟ ڪين تہ ڦل ملڻ ئي نہ گهرجي، بلڪ اهو تنهجو **خدا** کي ڀوڳڻ کپي. وري جي ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻ بہ تو اُچي، تہ معافي ڪهڙيءَ ڳالهہ جي ٿي ڏجي؟ معافي ڏبي تہ نياءُ ڪٿي ٿي سگهندو؟ اهڙي گڙٻڙ ايشور جي ڪمن بہ تہ هرگز ٿي نٿي سگهي؛ اَلبت اَڻڄاڻ ڇوڪرن جي ڪمن بہ ٿي سگهي ٿي (١٠١).

**١٠٢.** ۽ ڪافرن لاءِ **دوزخ** کي بنديخانو مقرر ڪيوسون (٨). ۽ سيڪنهن ماڻهوءَ جي ڳچيءَ بہ سندس عمل نامو [ڪرم پستڪ] ٻڌوسون؛ ۽ قيامت ڏينهن اُسان اُنلاءِ هڪ ڪتاب ڪڍنداسون، جو اُنکي کليل ڏسندو (١٣). ۽ نوح کانپوءِ ماڻهن جي ذات منجهان ڪيترا ئي اسان ناس ڪيا آهن (١٧). (منزل ٤، سيپارو ١٥، سورت بني اسرائيل).

**سميڪشڪ:-** جي **ڪافر** اُهيئي آهن جي قرآن، پيغمبر، قرآن بہ ڏيکاريل خدا، ستين آسمان، ۽ نماز وغيره کي نٿا مڃين، ۽ جي **دوزخ** اُنهن لاءِ ئي آهي، تہ اِها ڳالهہ رڳو پاسخاطريءَ جي آهي؛ ڇاڪاڻ تہ قرآن کي مڃيندڙ ئي سورا چڱا ۽ ٻين [ڪتابن] کي مڃيندڙ سورا ٻڇڙا ڪڏهن ٿي بہ سگهن ٿا؟ ۽ هرهڪ جي ڳچيءَ بہ پستڪ [اعمال نامي] جو ٻڌڻ تہ بيحد ٻاراڻي ڳالهہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اُسين تہ ڪنهن هڪڙي جي ڳچيءَ بہ بہ [اعمال نامو] نٿا ڏسون. جي اُنجو مطلب رڳو ڪرمن جو ڦل ئي ڏيڻ آهي، تہ پوءِ ماڻهن جي دلين، اکين آديءَ تي **مهر** هڻڻ ۽ پاپن جي معاف ڪرڻ جي راند ڇو مچائي اٿس؟ جي **قيامت** جي رات خدا ڪتاب ڪڍندو، تہ اڄ ڪالهہ اُهو ڪتاب ڪٿي آهي؟ ڇا شاهوڪارن جي وهين [روزنامچن] جيان [خدا] لکندو تو رهي؟ اِتي وچار اِهو ڪرڻ گهرجي، تہ جي پُورو [هلندڙ جنم کان اڳہ بہ گذريل] جنم ڪونهي، تہ جيوَن جا ڪرم بہ ٿي نٿا سگهن: پوءِ ڪرم جي ريکا [اَعمال نامو] لکيائين ڪيئن؟ پر جي ڪرم ڪرڻ کانسواءِ لکيائين تہ مٿن اَنياءُ ڪيائين! ڇاڪاڻ تہ چڱن يا ٻڇڙن ڪرمن کانسواءِ ڪين سک يا دک ڏنائين ڇو؟ جي چئو تہ خدا جي مرضي، تہ بہ اُن ظلم ڪيو: ڇاڪاڻ تہ ٻڇڙن ۽ چڱن ڪرمن ڪرڻ کانسواءِ ڪنهن کي دک يا سک روپي گهٽ وَڌ ڏيڻ ئي بي اِنصافي ٿي ڏسجي. وري اُن وقت خدا پاڻ ڪتاب پڙهندو يا ڪو سرشتيدار [ڪيس پڙهي] ٻڌائيندو؟ پراڻي زماني وارن جيوَن کي ڏوهہ ڪرڻ کانسواءِ جي خدا پاڻ ماريو آهي، تہ هو ظلم ڪندڙ ثابت تو ٿئي: ۽ جو ظالم

آهي سو هرگز **ايشور** ٿي نٿو سگهي (١٠٢).

**١٠٣.** ۽ ثمود [جي قوم] کي ڏاچي ۽ دليل ڏنوسون (٥٩). ۽ جنهن کي ڀلائي سگهون، تنهن کي ڀلائيون (٦٤). جنهن ڏينهن اسان سڀني ماڻهن کي سندن پيشوائن [ اڳوانن ] سميت سڏينداسون، پوءِ جنهن کي سندس اعمال نامو [ ڪرم پستڪ ] سندس سڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو وغيره. (٧١). (منزل ٤، سيپارو ١٥، سورت بني اسرائيل).

**سميڪشڪ:-** واهه، سائين! خدا جون جيترئون عجب نشانيون آهن، تن مان خدا جي هستي يا آزمائش لاءِ هڪ ساڏن [ ذريعو يا دليل ] **ڏاچي** به آهي! جي خدا شيطان کي گمراهه ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، ته خدا ئي شيطان جو سردار يا هرڪو پاپ ڪرائيندڙ ثابت ٿيو. اهڙي کي **خدا** ڪوٺڻ وڏو گهٽ عقل واري ماڻهوءَ جو ڪم آهي. جي قيامت يا پرليه ۾ نياءَ [ انصاف ] ڪرڻ ڪرائڻ لاءِ پيغمبرن ۽ سندن اپديش مڃيندڙن کي خدا سڏائيندو، ته [ڇاڪاڻ ته] جيسين قيامت نه ايندي تيسين، هرڪو پئي ڪندو رهندو. ۽ جيسين انصاف نه ٿيو، تيسين پئي ڪندو رهڻ هرڪنهن کي ڏک پهچائيندو. تنهنڪري جلد انصاف ڪرڻ ئي منصف [ نيايادش] جو وڏو فرض آهي. هيءَ ته پوپان ٻاليءَ وارو نياءُ ڇاڪاڻ ته جيسين گذريل پنجاهه ورهين جا چور ۽ شاهوڪار ڪنا نه ٿيندا، تيسين نه ڪنهن کي انعام ڏبو ۽ نه ڪنهن کي سزا! ساڳيو حال اتي به آهي، ته هڪڙو ته پنجاهه ورهين تائين [انصاف لاءِ] رلندو وتي ۽ ٻئي جو فيصلو اڄ ئي ٿي وڃي، اهو **انصاف** نه آهي. انصاف لاءِ ته ويد ۽ منو سمرتي ڏسو، جن موجب ذرو به دير نٿي لڳي، ۽ (جيو) پنهنجن پنهنجن ڪرمن آنوسار سدائين ڏک يا سک پائيندا ٿا رهن. وري پيغمبرن کي شاهديءَ ۾ گهرائڻ سبحان خدا جي سروگيتا کي هاڃي ٿي رسي. ڀلا اهڙو پستڪ به ڪڏهن ايشور جو ٿاهيل ۽ اهڙي پستڪ جو اپديش ڪندڙ به ڪڏهن **ايشور** ٿي سگهي ٿو؟ هرگز نه! (١٠٣).

**١٠٤.** هي ماڻهو اهي آهن، جن لاءِ هميشه رهڻ وارا باغ آهن، جن جي هيٺان **نهرون** وهنديون آهن. ڪين اتي سونن ڪنگڻن جا **زيور** پائيا، ۽ اهي سنهي ۽ ٿلهي سائي ريشم جا **ڪپڙا** پائيندا، ۽ وهاڻا لڳائيسي، اتي تختن تي ويهندا. چڱو ثواب آهي ۽ چڱي آرام ڪرڻ جي جاءِ آهي. (منزل ٤، سيپارو ١٥، سورت ڪهف آيت ٣١).

**سميڪشڪ:-** واهه واهه! ڪهڙو نه قرآني **بهشت** آهي، جنهن ۾ آنند ڪرڻ لاءِ باغ، زيور، ڪپڙا، گديون ۽ وهاڻا به ملن ٿا! ڪو عقلمند ويچار ڪندو ته مسلمانن جي بهشت ۾ سواءِ بي انصافيءَ جي هن [جڳت جي آرام] کان وڌيڪ ڪي ڪين لهندو. بي انصافي اها آهي ته ڪرم سندن آهن محدود ۽ ڦل ٿا ڀوڳين اننت! ڏهاڙي مناڻ کائبو ته اهو مناڻ به ٿورن ڏينهن کانپوءِ زهر سمان لڳندو آهي، ساڳيءَ ريت جي هو سدائين سک ڀوڳيندا ته سندن سک به ڏک روپ ٿي پوندو. تنهنڪري **مهاڪلپ** تائين مڪتيءَ [نجات] جو سک ڀوڳي ڪري پوءِ جنم وٺڻ ئي سچو سڌانت [مسئلو] آهي. (١٠٤).

**١٠٥.** ۽ اهي ڳوٺ آهن، جن کي اسان [تڏهن] ناس ڪيو هو، جڏهن انهن ظلم ڪيو

هو، ۽ اُنهن جي ناس ڪرڻ سان اُسان [هڪ] انجام مقرر ڪيو هو.

(منزل ۴، سيپارو ١٥، سورت ڪهف آيت ٥٩).

**سميڪشڪ:-** ڀلا ڪڏهن سچو ڳوٺ به پاپي ٿي سگهي ٿو؟ وري [سڀني ظلم ڏسڻ] ڪانپوءِ انجام ڪرڻ وارو خدا **سروگيہ** [هر دان] ٿي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته جڏهن سڀني ظلم ڏ ناٿين، تڏهن اُنجام ڪيائين ۽ اڳير ڪيس خبر ٿي ڪانه هئي. اِنهن ڳالهين مان هو **بي رحم** ثابت ٿيو (١٠٥).

١٠٦. ۽ نيڪر [جو مارئو ويو هو] تنهنجا ماءُ ۽ پيءُ ايمان وارا هئا، تنهڪري ڊ ناسون ته نافرماني ۽ ڪفر ڪرڻ ڪري [متان] هيءَ نيڪر مٿن غالب ٿئي (٨٠). ايستائين [سير ڪيائين] جو جڏهن سج لهڻ واريءَ جاءِ تي پهتو ته ڪيس ڪپ واري چشمي ۾ لهندو ڏ ناٿين (٨٦). اُنهن چيو ته اي ذوالقرنين! تحقيق ياجوج ۽ ماجوج ڌرتيءَ تي فساد ڪندڙ آهن (٩٤).

(منزل ۴، سيپارو ١٦، سورت ڪهف).

**سميڪشڪ:-** ڀلا خدا جي اها ڪيڏي نه **ناداني** آهي، جو ڪيس شڪ ٿيو ته متان نيڪر جا ماٽا پتا مونکان برغلائجي باغي نه بڻايا وڃن! اُهڙي ڳالهه ايشور بابت هرگز ممڪن نه آهي. وڌيڪ اُوديا جي ڳالهه نه اِها آهي ته هن ڪتاب جو ناهيندڙ سمجهي ٿو ته رات جو سج ڪنهن تلاءَ ۾ ٻڏل رهندو آهي، ۽ صبح جو [ٻاهر] نڪري ايندو آهي، سج، جو هن ڌرتيءَ کان به گهڻو وڏو آهي، سو درياهه يا ٻوڙيا سمنڊ ۾ ڪيئن ٻڏي سگهندو؟ ان مان خبر ٿئي پوي ٿي ته قرآن جي ناهيندڙ کي جاگرافي ۽ جوتش وديا ڪانه ايندي هئي، جي ايندي هجيس ها ته اُهڙيون علم جي اُبتڙ ڳالهيون ڇو لکي ها؟ وري اِن **ڪتاب** جا مڃيندڙ به بي علم آهن. جي ودوان هجن ها ته اهڙين ڪوڙين ڳالهين سان ڀريل ڪتاب کي ڇو مڃين ها؟ ۽ خدا جو اِنصاف ته ڏسو! پاڻ ئي ڌرتيءَ جو ناهيندڙ، راڄ ڪندڙ ۽ اِنصاف ڪندڙ آهي، ۽ ياجوج ماجوج کي ڌرتيءَ تي فساد ڪرڻ به ڏئي ٿو! اِهو ايشوري ڳڻ جي اُبتڙ آهي. تنهڪري اُهڙي ڪتاب کي **اڻ سڌريل** ئي مڃي سگهن ٿا ۽ نه ودوان! (١٠٦).

١٠٧. ۽ ڪتاب ۾ مريم جو ذڪر ڪر، جڏهن پنهنجن ماڻهن [گهر وارن] کان ڌار ٿي اُيرندي [پاسي واريءَ] جاءِ ۾ وڃي ويٺي (١٦). پوءِ ڪانئن هڪ اوٽ ورتائين [پردو ڪيائين]؛ پوءِ اُسان پنهنجو روح* ڏانهس موڪليو، جو اُنجي اُڳيان تندرست ماڻهوءَ جي شڪل اختيار ڪري بيٺو (١٧). [مريم] چيو ته آءٌ تو کان ٻاجهاري [الله] وٽ پناهه [اُجهو] ٿي گهران؛ جيڪڏهن پرهيزگار آهين [ته مونکان پري ٿيءُ ⁂] (١٨). ملائڪ چيو ته آءٌ تنهنجي پالڻهار جو

* اُڙدو ستيارٿ پرڪاش ۾ "روح" لکيل آهي. آريہ پاشا واري سنڌس معنيٰ "فرشتو" به ڏيکاري آهي. مرهٽيءَ ۽ انگريزيءَ واري ايڊيشن وڌيڪ کولي فرشتي جو نالو "جبرائيل" به لکيو آهي.
(ڪٿپترا و).

⁂ اِهو جملو اِلهام الرحمن نالي قرآن شريف جي سنڌي ترجمي تان مطلب کي وڌيڪ صاف ڪرڻ لاءِ ڏنو ويو آهي.
(ڪٿپترا و)

انلاءِ موڪليل آهيان، جو توکي هڪ پاڪ پٽ بخشي وڃان (١٩). [مريم] چيو ته مونکي ٻار ٿيندو ڪيئن، جڏهن مونکي ڪنهن ماڻهوءَ ڇهيو ڪونهي ۽ نڪي آءٌ بدڪار آهيان؟ (٢٠). پوءِ اُن سان پيٽ ٿيس، پوءِ اُن سان ڪنهن پرانهين جاءِ يعني جهنگ ۾ وڃي پيئي (٢٢).
(منزل ٤، سيپارو ١٦، سورت مريم).

**سمڪشڪ:-** اِلي ٻڌايان و ٻڇارين، ته جي سمورا فرشتا خدا جو روح [آتما] آهن ته سندن وجود خدا کان جدا ٿي نٿو سگهي. ۽ بيو ظلم آهي ڪنواريءَ مريم کي پٽ پيدا ٿيڻ. ان ته ڪنهن سان به همبستر ٿيڻ نٿي گهريو، پر خدا جي حڪم موجب فرشتي ڪيس ٿي گرڀوتي ڪيو. اهو نياءَ جي اُبتڙ آهي. الي اَسڀيتا جون ٻيون به گهڻيون ڳالهيون لکيل آهن. جن کي ڄاڻائڻ اسين واجب نٿا سمجهون (١٠٧).

١٠٨. [اي پيغمبر] ته ڏٺو اَٿيئي ڇا ته اَسان شيطانن کي ڪافرن ڏي موڪليو آهي، جي ڪين ٻڌائي ڀرغلائيندا ٿا رهن.
(منزل ٤، سيپارو ١٦، سورت مريم آيت ٨٣).

**سمڪشڪ:-** جڏهن ڀرغلائڻ لاءِ خدا پاڻ شيطان کي ٿو موڪلي، ته جي ڀرغلائجي ٿا وڃن، انکي ڏنجو ڪو ڏوهه ٿي ٿو سگهي، ۽ نه ڪين يا شيطانن کي ڪا سزا ملي ٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته اهو سمورو خدا جي حڪم سان ٿو ٿئي، تنهنڪري سندس قل به خدا کي ملڻ کپي. جي هو سچو ۽ نياڪاري آهي ته اُنجو قل نرڪ پنهنجو پاڻ ڀوڳي. پر جي هو نياءُ ڇڏي بي اِنصافي ٿو ڪري، ته هو اَنياڪاري آهي، بي اِنصافي ڪندڙ ئي گنهگار [پاپي] ٿو سڏجي (١٠٨).

١٠٩. ۽ جنهن توبهه ڪئي ۽ ايمان آندو ۽ چڱا ڪرم ڪيا، وري سڌو رستو لڌائين، تنهن کي سچ پچ آءٌ بخشيندڙ آهيان.
(منزل ٤، سيپارو ١٦، سورت طهٰ آيت ٨٢).

**سمڪشڪ:-** توبهه ڪرڻ کري پاپ جي ڪميا ٿيڻ جي ڳالهه جا قرآن ۾ لکيل آهي، سا سڀني کي پاپي بڻائيندڙ آهي، ڇاڪاڻ ته اِنڪري پاپين جو پاپ ڪرڻ جو حوصلو ڏاڍو ٿو وڌي. تنهنڪري هيءُ پستڪ ۽ سندس جوڙيندڙ پاپين کي پاپ ڪرڻ لاءِ همٿائين ٿا. ان ڪري نه اهو ڪتاب **ڪلام الله** آهي ۽ نه اُن ۾ ڏيکاريل خدا سچو **خدا** ٿي ٿو سگهي (١٠٩).

١١٠. ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ جبل پيدا ڪياسون، جو متان هوءَ ڌڏي وڃي.
(منزل ٤، سيپارو ١٧، سورت الانبيا آيت ٣١)

**سمڪشڪ:-** جي قرآن جي ٺاهيندڙ کي ڌرتيءَ جي گردش وغيره جي خبر هجي ها ته اِئين هرگز نه لکي ها ته جبلن جي رکڻ ڪري ڌرتي نٿي ڌڏي. شڪ ٿيندو ته جي جبل نه رکي ها ته ڌرتي ڌڏي وڃي ها، پر سندن هوندي به ڀوڪمپ [زلزلي] ۾ ڌرتي ڇو ٿي ڌڏي؟ (١١٠).

١١١. ۽ [اُن مريم جو قصو ياد ڪر] جنهن پنهنجيءَ اوگهڙ * کي بچايو، پوءِ اَسان منجهس پنهنجي روُح کي ڦوڪيو.
(منزل ٤، سيپارو ١٧، سورت الانبيا آيت ٩١).

* فوٽ نوٽ سامهون ٦٣٥ صفحي تي ڏسو.

**سمِيڪشا:-** اهڙيون فاحش ڳالهيون خدا جي **ڪلام** ۾ خدا جون نه ٿيون ٿي سگهن. جڏهن ماڻهو به اهڙيون ڳالهيون لکڻ چڱو نٿا سمجهن، ته پرميشور اَگيان ڪيئن چڱيون ٿيندييون؟ اهڙين ڳالهين ڪري قرآن **بدنام** ٿو ٿئي. منجهس چڱيون ڳالهيون هجن ها ته سندس به اهڙي بيحد واکاڻ ٿئي ها، جهڙي ويدن جي ٿي ٿئي (١١١).

**١١٢.** [اي پيغمبر] ڇا، نه ڏٺو اٿيئي ته جيڪي آسمانن ۾ آهن ۽ جيڪي زمين ۾ آهن، سج ۽ چنڊ ۽ تارا ۽ جبل ۽ وڻ ۽ جانور الله کي سجدو ڪندا آهن (١٨). منجهن ڪن سونا ڪنگڻ ۽ موتي پارائيا ۽ منجهن سندن پوشاڪ پٽ جي رهندي (٢٣). ۽ منهنجي گهر کي طواف ڪندڙن [چوڌاري ڦرندڙن]، ۽ بيهندڙن لاءِ پاڪ رک (٢٦). پوءِ گهرجن ته پنهنجي [جسم جي] مر لاهين، ۽ پنهنجون منتون پوريون ڪن ۽ قديم گهر جو طواف ڪن (٢٩). تنهن تي الله جو نالو ياد ڪن (٣٤). (منزل ٤، سيپارو ١٧، سورت الحج).

**سمِيڪشا:-** ڀلا جڏهن شيون [جڙ وستون] ته الله کي سڃاڻي نٿيون سگهن، پوءِ ڀلا هو سندس سجدو [پوڄا] ڪيئن ڪنديون؟ اِنڪري هيءَ ڪتاب **ڪلام اِلاهي** ته هرگز ٿي نٿو سگهي، اَلبت ڪنهن گمراهه جو ٺاهيل ڏسجي ٿو. واهه! ڏاڍو چڱو **بهشت** آهي، جتي سونا ۽ موتين جا زيور ۽ ريشمي ڪپڙا پائڻ لاءِ ٿا ملن، پر اهو بهشت ته هتان جي راجائن جي گهرن کان بهتر نٿو ڏسجي. وري جي خدا جو گهر آهي ته خدا اُن گهر ۾ رهندو به هوندو. پوءِ اِها بت پرستي ڪيئن نه ٿي ۽ ٻين بت پرستن جو کنڊن ڇو ٿا ڪريو؟ جڏهن خدا پيتائون ٿو وٺي، پنهنجي گهر جي پرڪرما [طواف] ڪرڻ جو حڪم ٿو ڏئي، ۽ جانورن کي مارائي [ماڻهن کي] کارائي ٿو، ته اهو خدا مندرن واري ڀيرو ۽ درگا جهڙو ۽ وڏيءَ بت پرستيءَ جو هلائيندڙ [ثابت] ٿيو. ڇاڪاڻ ته مورتن کان وڏو بت مسجد آهي. تنهن ڪري خدا ۽ مسلمان **وڏا** بت پرست آهن ۽ پوراڻي ۽ جئني **ننڍا** بت پرست آهن.

**١١٣.** وري بيشڪ اوهين قيامت ڏينهن اُٿاريا ويندؤ.

(منزل ٤، سيپارو ١٨، سورت المؤمنون آيت ١٦).

**سمِيڪشا:-** قيامت تائين مردا قبر ۾ رهندا يا ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي؟ جي قبرن ۾ رهندا ته ڪني ٿيل ۽ بدبوءِ وارن شوين ۾ رهڻ ڪري ڇڱا جيئو به دک ڀوڳيندا. اِهو نياءُ نه آهي بلڪ اَنياءُ آهي. وري بدبوءِ ڦهلائي بيمارين پيدا ڪرڻ ڪري خدا ۽ مسلمان پاپي ٿيندا (١١٣).

**١١٤.** جنهن ڏينهن سندن زبانون ۽ سندن هٿ ۽ سندن پير جن سان هو عمل ڪندا هئا، مٿن شاهدي ڏيندا (٢٤). اَلله آسمانن ۽ زمين جو نُور [روشن ڪندڙ] آهي. سندن نُور جو مثال اُن جاري وانگر آهي، جنهن ۾ ڏيو هجي، ۽ ڏيو شيشي جي قنديل ۾ هجي. اهو قنديل

* آريہ ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش موجب "اڪل عضون" ۽ اُردوءَ واري موجب "شرمگاهه" ترجمو لکيل آهي. الهام الرحمن ٺالي قرآن شريف جي سنڌي ترجمي ۾ "اوگهڙ" لکيل آهي، ۽ اُن ڪري ٿي اسان به اهو ئي لفظ لکيو آهي.

چٽڪ چمڪندڙ تارو آهي، جو اُنهيءَ متبرڪ زيتون جي وڻ جي تيل مان روشن ڪيو ٿو وڃي، جو نه اوڀر ڏانهن آهي ۽ نه اولهه ڏانهن. سندس تيل جيتوڻيڪ باهه نه لڳيس ته به سوجهري ڪرڻ کي ويجهو آهي. نُور تي نُور آهي. اَللهه جنهن کي گهرندو آهي، تنهن کي پنهنجي نُور ڏانهن رستو ڏيکاريندو آهي (٣٥). (منزل ٤، سيپارو ١٨، سورت النور).

**سميڪشا:**- هت پير وغيره جڙ هئڻ ڪري هرگز شاهدي نٿا ڏيئي سگهن. اِها ڳالهه سرشٽي ڪرم [قانون قدرت] جي اُبتڙ هئڻ ڪري ڪُوڙي آهي. خدا باهه يا بجلي آهي ڇا؟ [ڏئي وغيره سان] جهڙي سندس پيٽ ڪيل آهي، اهڙو مثال ايشور سان لڳي نٿو سگهي اَلبت ڪنهن ساڪار [شڪل واريءَ] شيءِ سان ٺهڪي سگهي ٿو (١١٤).

**١١٥.** ۽ الله سڀڪو جاندار پاڻيءَ مان بڻايو آهي. پوءِ منجهائن ڪو پنهنجي پيٽ ڀر هلندو آهي (٤٥). ۽ جيڪو فرمانبرداري ڪندو الله ۽ سندس رسُول جي (٨٢). چئو ته الله جي ۽ سندس رسُول جي فرمانبرداري ڪريو (٥٤). ۽ رسُول جي فرمانبرداري ڪريو، جو شايد اوهان تي به ديا ڪئي وڃي (٥٦). (منزل ٤، سيپارو ١٨، سورت النور).

**سميڪشا:**- جن جاندارن ۾ سمورا تتو ڏسڻ ۾ ٿا اچن، تن کي رڳو پاڻيءَ مان پيدا ٿيل ڄاڻائڻ ڪهڙي فيلسوفي آهي؟ اها ته رڳو بي علميءَ جي ڳالهه آهي. جي الله سان گڏ پيغمبر جي فرمانبرداري ڪرڻ ضروري آهي، ته ٻڌايو ته هو الله سان **شريڪ** ٿيو يا نه؟ جي شريڪ ٿيو ته قرآن ۾ خدا کي **لاشريڪ** لکيو ويو آهي ۽ اوهين ڇو ٿا ڪوٺيوس؟ (١١٥).

**١١٦.** ۽ جنهن ڏينهن آسمان هڪڙي ڪڪر سان ڦاٽي پوندو ۽ فرشتا لاٿا ويندا (٢٥). پوءِ تون ڪافرن جو چيو نه مڃ ۽ خدا جي حڪم سان ساڻن وڏو **جهاد** ڪر (٥٢). پر جو توبهه ڪندو ۽ چڱا عمل ڪندو الله تنهن جون برايون ڦيرائي چڱايون ڪندو (٧٠). ۽ جيڪو توبهه ڪري ۽ چڱا عمل ڪري، سو بيشڪ الله ڏانهن موٽي ٿو اچي (٧١).
(منزل ٤، سيپارو ١٩، سورت الفرقان).

**سميڪشا:**- ڪڪرن سان آسمان جي ڦاٽي پوڻ جي ڳالهه هرگز سچي ٿي نٿي سگهي. جي آسمان [آڪاش] ڪا مجسم [مورتي مان] وستو هجي ته ڦاٽي ٿو سگهي. مسلمانن جو قرآن شانتيءَ [امن] ۾ خلل وجهي غدر [بغاوت] ۽ فساد ڪرائيندڙ آهي، جنهنڪري ڌارمڪ ۽ ودوان ماڻهو اُن کي نٿا مڃين. پاپ ۽ پُن کي هڪ ٻئي سان مٽائڻ واهه جو اِنصاف آهي! ڇا اِهي به ٿو ۽ ماڻهن جهڙا آهن، جو سندن مٽا سٽا ٿي سگهندي؟ جي توبهه ڪرڻ ڪري پاپ لهن ۽ خدا ملي ته جيڪر ڪو به پاپ ڪندي نه ڊڄي. تنهنڪري اِهي سڀئي ڳالهيون علم جي اُبتڙ آهن (١١٦).

**١١٧.** ۽ اسان مُوسيٰ ڏانهن وحي ڪيو ته منهنجن ٻندن [ٻانهن] کي راتو واهه وٺي نڪر [ڇو ته فرعون ۽ سندس لشڪر] اوهانجي پٺيان پوندا (٥٢). پوءِ فرعون شهرن ۾ ڪوٺيندڙ موڪليا (٥٣). جنهن مون کي پيدا ڪيو آهي، اُهوئي رستو ڏيکاريندو آهي (٧٨). ۽ اُهو آهي جو مون کي کارائيندو آهي ۽ مون کي پيئاريندو آهي (٧٩). ۽ اُهوئي آهي جنهن تي اُميد اٿم

۽ قيامت جي ڏينهن منهنجون خطائون مون کي بخشيندو (٨٢). (منزل ٥، سيپارو ١٩، سورت الشعرا)

**سمڪشا:-** جڏهن خدا موسيٰ ڏانهن وحي موڪلي ٿي ۽ دائود عيسيٰ ۽ محمد صاحب ڏانهن ٻيهر ڪتاب ڇو موڪليائين؟ پرميشور جون ڳالهيون ته سدائين هڪجهڙيون ۽ ڀُل ٿينديون آهن. تنهنڪري اُنڪان پوءِ قرآن تائين ڪتاب موڪلڻ جو ظاهر تو ڪري ته پهريون ڪتاب **ناممڪن** ۽ غلطين سان ڀريل هو. جي اهي ٽي ڪتاب سچا آهن ته قرآن **ڪوڙو** ٿيندو. چئني جو بلڪل سچو ٿيڻ ناممڪن آهي، ڇاڪاڻ ته اهي هڪ ٻئي جي اُبتڙ آهن. جيڪڏهن خدا روح ارتات جيو پيدا ڪيا آهن، ته اهي مري به ويندا، يعني ڪنهن وقت اهي نيست به ٿيندا! جي خدا ئي ٻرانين کي کارائيندو پيارنيدو آهي ته ڪو به بيمار ٿيڻ نه کپي؛ ۽ سڀني کي خوراڪ به برابر [پوري] ملڻ کپي؛ ۽ پکشپات ڪري، هڪڙي کي چڱي ٻئي کي خراب؛ جئن راجا کي سني ۽ سڃي کي ٻڇڙي خوراڪ ملي ٿي؛ اُئن نه ملڻ کپي. جي کارائيندڙ پيارنيدڙ پرهيز ڪرائيندڙ خدا ئي آهي ته بيماري ٿيڻ نه کپي؛ پر مسلمان وغيره به بيمار ٿا ٿين. جي خدا ئي بيمارين کان ڇڏائي آرام ڏيندڙ آهي، ته مسلمانن جي شريرن ۾ بيماري رهڻ نه کپي. جي رهي ٿي ته خدا پورو طبيب نه آهي. جيسين هو پورو ويچ آهي ته مسلمانن جي شريرن ۾ بيماريون ڇو ٿيون رهن؟ جي ماريندڙ جياريندڙ به اُهوئي آهي ته پاپ پڃ به ڪيس ئي لڳڻ گهرجن. پر جي جنم جنمانترن جي ڪرمن موجب نياءُ تو ڪري ته ڏوهن جي ذميواري مٿس آهي ئي ڪانه. جي هو پاپن کي ڪميا ڪندڙ ۽ نياءُ قيامت جي رات جو ڪندڙ آهي، ته خدا پاپن کي وڌائيندڙ ٿيڻ ڪري پاپي ٿي پوندو. جي ڪميا نٿو ڪري ته قرآن جي اها ڳالهه ڪوڙي ٿيڻ کان بچي نٿي سگهي (١١٧).

**١١٨.** تون ڪِو اسان جهڙو ماڻهو آهين. جيڪڏهن تون سچن مان آهين ته ڪا نشاني آڻ (١٥٤). [صالح] چيو ته هيءَ ڏاچي آهي. پاڻيءَ پيئڻ لاءِ اُن لاءِ [۽ اوهان لاءِ] هڪ واري جو ڏينهن ٺهرايل آهي (١٥٥). (منزل ٥، سيپارو ١٩، سورت الشعرا).

**سمڪشا:-** ڀلا هن ڳالهه کي ڪو مڃي سگهندو ته پٿر * مان ڏاچي نڪتي. جن هن ڳالهه تي اعتبار ڪيو، سي بي علم هئا. وري ڏاچيءَ جي نشاني ڏيڻ به ڪِو جهنگلين جو ورتاءُ آهي ۽ نه ايشور جو. جي اهو **ڪتاب** خدا جو ٺاهيل هجي ها ته منجهس اهڙيون اجايون ڳالهيون نه هجن ها (١١٨).

**١١٩.** اي موسيٰ بيشڪ آءٌ غالب حڪومت وارو الله آهيان [٩] ۽ پنهنجيءَ لٺ کي اُڇل. پوءِ جنهن مهل اُنکي چوندو ڏٺائين ڄڻڪ هوءَ نانگ آهي. [چيوسون ته] موسيٰ نه ڊڄ. بيشڪ مون وٽ پيغمبر نه ڊڄندا آهن [١٠] الله آهي، اُنڪان سواءِ [ٻيو] ڪو عبادت

* پٿر مان ڏاچيءَ جي پيدا ٿيڻ بابت دهليءَ جا ڪي مفسرن قرآن به هن آيت جي ترجمي ڏيندي حاشيه تي تصديق ٿا ڪن. اڳي ۾ آيل آيتن منجهان پڻ اها ڳالهه جبل تي ٿيل معلوم ٿئي ٿي؛ ۽ اڳتي ايندڙن آيتن ۾ ڏيکاريل آهي ته ڏاچي معجزو [ڪرامات] آهي.
(اُڙدو ستيارٿ پرڪاش تان).

جو لائق نہ آهي. اُهو وڏي عرش جو رب [پالڻهار] آهي [٢٦]. منهنجي اڳيان سرڪشي نہ ڪريو ۽ مون وٽ مسلمان ٿي هليا اچو [٣١]. (منزل ٥، سيپارو ١٩، سورت النمل)

**سمِيکشڪ**:- اِجا ڏسو تہ ڪيئن نہ الله پنهنجي واتان پاڻ وڏو ۽ زبردست بڻجي رهيو آهي. پنهنجي واتان پنهنجي وڏائي ڪرڻ جڏهن چڱن ماڻهن جو ڪم نہ آهي، تہ **خدا** جو ڪيئن ٿي سگهندو؟ اِنڪري ئي تہ اِندرجال [جادوگريءَ] جي جهلڪ ڏيکاري جهنگلي ماڻهن کي وَس ڪري پاڻ جهنگلي ماڻهن جو **خدا** بڻجي ويٺو آهي. اهڙي ڳالهہ ايشور جي پستڪ ۾ هرگز ٿي نٿي سگهي. جي هو عرش مولي يعني **ستين آسمان** جو مالڪ آهي، تہ هڪ ديشي [محدود المڪان] هئڻ ڪري ايشور بڻجي نٿو سگهي. جي سرڪشي ڪرڻ خراب آهي تہ ڇو خدا ۽ محمد صاحب پنهنجي وڏائيءَ سان ڪتاب ڀري ڇڏيو آهي؟ محمد صاحب ڪيترن ئي ماڻهن جو **خون** ڪيو. ڇا اِها سرڪشي ٿي يا نہ؟ اِهو قرآن وري وري ڇيل ساڳين ڳالهين سان ۽ هڪ ٻئي جي اُبتڙ ڳالهين سان ڀريل آهي (١١٩).

١٢٠. تون جبلن کي ڏسندين ۽ ڪين [ڌرتيءَ ۾] ڄميل [محڪم] گمان ڪندين ۽ پر هو ڪڪرن جيان هلندا [اِها اُنهيءَ] الله جي ڪاريگري آهي، جنهن هر وَستوءَ کي قائم ڪيو آهي. بيشڪ هر هڪ ڪم جو اوهين ڪندا آهيو، تنهن مان هو خبردار آهي.
(منزل ٥، سيپارو ٢٠، سورت النمل آيت ٨٨).

**سمِيکشڪ**:- جنهن قرآن ٺاهيو، تنهن جي ملڪ ۾ جبل ڪڪرن جيان هلندا هوندا، ۽ نہ ٻئي ڪنهن هنڌ! ۽ خدا جي خبرداري تہ باغي شيطان کي نہ پڪڙڻ ۽ سزا نہ ڏيڻ منجهان ئي ظاهر آهي. جو اَڄ تائين هڪڙي باغيءَ کي نہ جهلي سگهيو آهي ۽ نہ سزا ڏيئي سگهيو آهي، تنهن کان وڌيڪ بيخبر ڪير ٿيندو؟ (١٢٠).

١٢١. پوءِ مُوسيٰ کيس مُڪ هنئي ۽ سندس حياتيءَ پورو ڪيو (١٥). چيائين تہ اي منهنجا پالڻهار! بيشڪ مون پنهنجيءَ جان تي ظلم ڪيو آهي، تنهنڪري مونکي بخش. پوءِ کيس بخشي ڇڏيائين. سچ پچ اُهو ئي بخشڻهار مهربان آهي (١٦). ۽ تنهنجو پالڻهار جيڪي گهرندو آهي سو خلقيندو آهي ۽ پسند ڪندو آهي (٦٨). (منزل ٥، سيپارو ٢٠، سورت القصص)

**سمِيکشڪ**:- ڏسو حال مسلمانن ۽ عيسائين جي پيغمبر ۽ خدا جي رحمدليءَ جو! پيغمبر مُوسيٰ هڪ ماڻهوءَ جو **خون** تہ ڪري ۽ خدا کيس ڪميا تہ ڪري! اِهي ٻيئي **اَنياءِ ڪاري** آهن يا نہ؟ ڇا پنهنجيءَ مرضيءَ موجب ئي هڪڙي کي راڄا ۽ ٻئي کي ڪنگال ۽ هڪڙي کي ودوان ۽ ٻئي کي مُورک وغيره بڻايو آهي؟ جيڪي اِئين آهي تہ نہ **قرآن** سچو آهي ۽ نہ اَنياءِ هئڻ سبب اهڙو خدا سچو ٿي سگهي ٿو (١٢١).

١٢٢. ۽ ماڻهوءَ کي پنهنجي ماءُ، پيءُ سان چڱائيءَ ڪرڻ جو حڪم ڪيوسون. پر جي اِهي ٻئي اِن لاءِ توسان وڙهن تہ تون مون سان ڪنهن اهڙيءَ شيءِ کي شريڪ ڪر جنهنجي توکي خبر ڪانهي، تہ تون انهن ٻنهي جو چيو نہ مڃ. اوهانجو مون ڏانهن وري موٽڻ آهي (٨). ۽ بيشڪ نوح کي سندس قوم ڏانهن موڪليوسون. پوءِ ٻنجاهہ ورهين گهٽ هڪ هزار سال

مڃهن رهيو (١٤). (منزل ٥، سيپارو ٢٠، سورت العنڪبوت).

**سمڪشڪ**:- مائا پتا جي سيوا ڪرڻ ته چڱو ئي آهي. جي هو خدا سان ڪنهن ڪنهن ڪي **شريڪ** ڪرڻ لاءِ چون ته سندن چيو نه مڃجي، سو برابر آهي. پر جي مائا پتا ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره لاءِ آڳيا ڏين، ته ڇا مڃي ڇڏجي؟ تنهنڪري اِها ڳالهه اڌ چڱي ۽ اڌ خراب آهي. ڇا خدا **نوح** آدي پيغمبرن کي ئي سنسار ۾ موڪليندو آهي؟ [جي هائو ته] پوءِ جيون کي ڪير ٿو موڪلي؟ جي سڀني کي اهو ئي ٿو موڪلي ته سڀيئي پيغمبر ڇو ڪينهن؟ وري جي اڳي ماڻهن جي **عمر** هزار ورهيه هوندي هئي ته هينئر ڇو نه ٿي ٿئي؟ تنهنڪري اِها ڳالهه برابر نه آهي (١٢٢).

١٢٣. الله [سرشٽي کي] پهرين گهرو پيدا ڪندو آهي، وري ڪيس ٻڌائيندو، وري ڏانهس اوهين موٽايا ويندا (١١). ۽ جنهن ڏينهن قيامت [پرلئه] کڙي ٿيندي، تنهن ڏينهن گنهگار نا اُميد ٿيندا (١٢). پوءِ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا، سي باغن ۾ سينگاريا ويندا (١٥). ۽ جي اسين ڪا هوا [جهولو] موڪليون ته پوءِ ان پوک کي هٿيو ٿيل ڏسندا (٥١). اهڙيءَ ريت جي نه ڄاڻندا آهن، تن جي دلين تي الله **مهر** هڻندو آهي (٥٩). (منزل ٥، سيپارو ٢١، سورت الروم).

**سمڪشڪ**:- جي الله ۾ گهرا پيدائش [اُلپتي] ڪندو آهي ۽ ٻيون گهرو نٿو ڪري ته [پهرينءَ] پيدائش کان اڳم ۽ پڇيءَ الپتيءَ کانپوءِ الله نڪمو ويٺو رهندو هوندو. هڪ ڀا ۾ گهرا اُلپتي ڪرڻ کانپوءِ سندس قدرت يعني سامرٿ رڌي ۽ اجائي ٿي پوندي هوندي. جي نياءَ جي ڏينهن گنهگار [پاپي] لوڪ نا اُميد ٿيندا ته چڱي ڳالهه آهي. پر اِنجو مطلب اِهو ته ڪونهي ته مسلمانن کانسواءِ ٻيا سڀيئي پاپي سمجهي نا اُميد ٻڌايا ويندا؟ ڇاڪاڻ ته قرآن ۾ ڪيترين ئي جاين تي "پاپيءَ" جي معنيٰ **"غير مذهب وارا"** ورتل آهي. جي **باغن** ۾ رهڻ ۽ سينگار ڪرڻ ۾ ئي مسلمانن جو **بهشت** آهي، ته بهشت به هن سنسار جهڙو ئي ٿيو. وري ڇا اُتي مالهي ۽ سونارا به هوندا يا خدا پاڻ ئي باغباني ۽ سونارڪو وغيره ڌنڌو ڪندو هوندو؟ جي ڪنهن کي گهٽ زيور ملندا هوندا ته **چوريون** به ٿينديون هونديون ۽ چوري ڪندڙن کي خدا بهشت مان ڪڍي دوزخ ۾ وجهندو هوندو. جي اِئين آهي ته بهشت ۾ سدائين رهڻ واري ڳالهه **ڪوڙي** ٿي پوندي! جي ڪڙمين جي کيتيءَ تي به خدا جي نظر آهي ته کيس کيتيءَ ڪرڻ جي تجربي کانسواءِ علم زراعت ڪٿان اچي ويو؟ پر جي ڪٿي فرض ڪجي ته خدا پنهنجي علم سان سڀ ڳالهيون سمجهي ڇڏيون آهن، ته اهڙو ڀؤ ڏيکارڻ ڇڪ پنهنجو گهمنڊ ظاهر ڪرڻو آهي. جي الله جيون جي دلين تي **مهر** لڳائي ڪالهن پاپ ڪرايا آهن، ته اهڙن پاپن جو **جوابدار** پاڻ ئي ٿيندو ۽ نه روح ٿي سگهندا. جهڙيءَ ريت جڏهن جت ۽ پراجئه [فتح ۽ شڪست] لاءِ جوابدار سيناپتي ٿو ٿئي، تئين سمورا پاپ خدا کي ئي لڳندا (١٢٣).

١٢٤. اِهي آيتون حڪمت واري ڪتاب جون آهن (٢). آسمانن کي ري ٿنڀن ٻڌايائين

جو ڪين اوهين ڏسو ٿا. ۽ زمين ۾ جبل وڌائين جو متان ڌڏي پوي (١٠). نه ڏٺو اٿيئي ڇا ته الله رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪندو آهي ۽ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪندو آهي (٢٩). ۽ ڇا ٿو نه ڏٺو آهي ته ٻيڙيون الله جي فضل سان درياه ۾ هلنديون آهن ۽ الله ته اوهان کي پنهنجون نشانيون ڏيکاري (٣١). (منزل ٥، سيپارو ٢١، سورت لقمان).

**سميڪشڪ:-** واه سائين واه! جنهن ۾ آسمان جي پيدائش ۽ ڪيس ٿيڻ هئڻ ۽ ڌرتيءَ کي قائم رکڻ لاءِ متانئس جبلن رکڻ جو بيان وديا جي بلڪل ورُدّ ٿيل آهي، سو واه جو حڪمت وارو ڪتاب آهي! اِئين ته ٿورڙيءَ وديا وارو ٻه نه ڪڏهن لکي ٿو ۽ نه ڪڏهن مڃي ٿو. ٻي حڪمت ڏسو ته جتي ڏينهن آهي ته اتي رات ڪانهي ۽ جتي رات آهي، اتي ڏينهن نٿو رهي؛ پر قرآن موجب اهي ٻئي هڪٻئي ۾ داخل ٿا ٿين! اها ته بيحد بي علم ماڻهن جي ڳالهه آهي. تنهنڪري هيءُ قرآن عالم وارو ڪتاب ٿي نٿو سگهي. ٻيڙيون ته ماڻهن ۽ سمنڊن ڪرمن ۽ اوزارن [جي زور] تي هلن ٿيون ۽ نه خدا جي فضل سان! ڇا اِها ڳالهه وديا جي ورُدّ نه آهي؟ جي لوهه يا پٿر جي ٻيڙي ٺاهي سمنڊ ۾ هلائبي ته خدا جي نشاني ٻڏي ويندي يا نه؟ تنهنڪري اهو ڪتاب نه ڪنهن **ودوان** جو ٺاهيل ٿي سگهي ٿو ۽ نه **ايشور** جو (١٢٤).

**١٢٥.** آسمان کان زمين ڏانهن ڪم جو بندوبست ڪندو آهي. پوءِ هڪ ڏينهن ۾ جنهنجي مقدار اوهانجي ڳاڻاٽي موجب هڪ هزار ورهين جي آهي، اُن ڏانهن چڙهي ويندو آهي [٥]. هيءُ ڳجهه ۽ ظاهر جو ڄاڻندڙ غالب مهربان آهي [٦]. پوءِ ڪيس تندرست ڪيائين ۽ پنهنجي روح مان منجهس ڦوڪيائين [٩]. [اي پيغمبر ڪين] چئو ته جيڪو موت جو فرشتو اوهان تي مقرر ٿيل آهي سو اوهانجو [روح] قبض ڪندو [١١]. ۽ جيڪڏهن گهرون ها ته سڀ ڪنهن روح کي سندس هدايت ڏيون ها، پر مون وٽان انجام ثابت ٿي چڪو آهي ته آءٌ جنن ۽ ماڻهن اُنهن مڙني مان دوزخ ضرور ڀريندس [١٣]. (منزل ٥، سيپارو ٢١، سورت سجده)

**سميڪشڪ:-** هينئر ته ٺيڪ ثابت ٿي چڪو ته مسلمانن جو خدا ماڻهوءَ جيان ايڪ ديشي [محدود المڪان] آهي؛ ڇاڪاڻ ته جي وياپڪ هجي ها ته ڪانئس هڪ جاءِ تان اِنتظام ڪرڻ ۽ لهڻ چڙهڻ ٿي نه سگهندو. جي خدا فرشتو ٿو موڪلي ته به ٻاڻ هڪ جاءِ تي رهندڙ ثابت ٿيو. ٻاڻ ته آسمان تي ٽنگيل آهي ۽ فرشتا دوڙائيندو ٿو رهي. جي فرشتا رشوت وٺي ڪو معاملو بگاڙي ڇڏين يا ڪنهن مردي کي ڇڏي وڃن، ته خدا کي ڪيئن خبر پئجي سگهندي؟ خبر ته اُنکي ٿي پوندي، جو سروگيه ۽ سروِ وياپڪ هوندو. اهي ڳڻ منجهس ڪينهن. هجنس ها ته فرشتن کي موڪلڻ ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي جدا جدا نموني آزمائڻ جو ڪم ئي ڪهڙو هو؟ وري اُڇڻ وڃڻ ۾ هزار ورهين جي مدت لڳڻ ڪري ۽ بندوبست ڪرڻ ڪري هو سروشڪتيمان [قادر مطلق] به نٿو رهي. جي موت جو فرشتو آهي ته موت جي فرشتي کي مارڻ لاءِ ڪهڙو موت آهي؟ جي هو نتيه [هميشه کان موجود] آهي، ته امرپڻي [حيات ابديءَ] ۾ هو خدا سان هڪجهڙو شريڪ ٿي چڪو. هڪڙوئي فرشتو ساڳئي وقت ۾ دوزخ ڀرڻ لاءِ جيوَن کي سزا ڏيئي نٿو سگهي. پر جي خدا [روحن جي] پاپ ڪرڻ

ڪانسواءِ پنهنجي مرضيءَ موجب ٿي منجهانئن دوزخ ڀري ۽ ڪين ايذاءُ ڏيڻ تماشو ڏسندو ٿو رهي، نہ اهڙو خدا پاپي، اَنياڪاري ۽ بيرحم آهي. جنهن ڪتاب ۾ اهڙيون ڳالهيون هجن، سو نہ ڪنهن ودوان جو ناهيل آهي ۽ نہ ايشور جو. ۽ جو بيرحم ۽ اَنيائڪاري آهي، سو هرگز خدا ٿي نٿو سگهي (١٢٥).

١٢٦. چئو تہ جيڪڏهن اوهين مرڻ يا قتل ٿيڻ کان ڀڄندؤ تہ ڀڄڻ اوهانکي هرگز فائدو نہ رسائيندو (١٦). [اي پيغمبر] جون زالون! اوهان مان جا بي حيائي ظاهر ڪري ايندي، تنهنلاءِ ٻيڻو عذاب ڪيو ويندو، ۽ اهو الله لاءِ سولو آهي (٣٠). (منزل ٥، سيپارو ٢١، سورت احزاب).

**سميڪشڪ:-** جنگ ۾ ڪو ڪونہ ڀڄي؛ اُسانجي فتح ٿئي، ماڻهو مرڻ کان نہ ڊڄن، دولت وڌي، مذهب پکڙي ان لاءِ ئي محمد صاحب اِئين لکيو يا لکايو هوندو. جي استري بيحيائيءَ سان نہ اچي تہ پيغمبر صاحب چو بي حيا ٿي [برقعي ڪانسواءِ] اچن؟ استرين تي عذاب ٿين ۽ پيغمبر صاحب تي عذاب نہ ٿئي، اِهو نياءُ آهي ڪهڙي گهر جو؟ (١٢٦).

١٢٧. ۽ پنهنجن گهرن ۾ اَٽڪيون رهو. فرمانبرداري ڪريو الله جي ۽ رسول جي. اَنڪانسواءِ نہ آهي * (٣٣). پوءِ جنهن مهل زيد اُن [زال] کان پنهنجي حاجت پوري ڪئي، [يعني طلاق ڏنائين تنهن مهل] اَنڪي توسان پرڻايوسون، هن لاءِ تہ ايمان وارن تي پنهنجن پٽيلن جي زالن پرڻجڻ ۾ ڪو پاپ نہ رهي، جڏهن اُهي ڪانئن پنهنجي حاجت پوري ڪن [طلاق ڏين]. ۽ الله جو جيڪو حڪم آهي، سو ڪيو ويو آهي (٣٧). جيڪي الله حلال ڪيو آهي، تنهن ۾ نبيءَ تي ڪا تنگي [اوکائي] ڪانهي (٣٨). محمد صاحب اوهان [جي مڙس] منجهان ڪنهن بہ مڙس جو پيءُ نہ آهي (٤٠). ۽ جا زال پنهنجو نفس [جند] سواءِ مهر ورتڻ جي [پيغمبر کي] بخشي، سا مومنياڻي زال بہ ان لاءِ حلال ڪئي سون (٥٠). [منجهانئن] جنهنکي گهرين تنهنکي ڇڏي ڏي. پوءِ توتي گناهہ ڪونهي (٥١). اي ايمان آڻيندڙؤ! پيغمبر جي گهرن ۾ گهڙي نہ وڃو (٥٣). (منزل ٥، سيپارو ٢٢، سورت احزاب).

**سميڪشڪ:-** زال جو گهر ۾ قيديءَ جيان رهڻ ۽ مڙس جو ڇڙواڳ رهڻ تہ ڏاڍي اَنياءَ جي ڳالهہ آهي. ڇا زالون شد هوا ۽ کليل جاين تي گهمڻ ۽ دنيا جي اَنيڪ پدارٿن جي ڏسڻ جي اِڇا نہ ڪنديون هونديون؟ ان ڪري ئي خاص ڪري مسلمانن جا ٻار ڏاڍا گهمندڙ ۽ عياش ٿيندا آهن. ڇا الله ۽ رسول جو حڪم هڪڙو ئي ۽ هڪ ٻئي جهڙو آهي يا جدا جدا ۽ هڪ ٻئي جي اُبتڙ؟ جي هڪڙو ئي آهي تہ ٻنهي جي حڪم مڃڻ لاءِ چوڻ اَجايو آهي. ۽ جي سندن آگياٺون جدا جدا هڪ ٻئي جي اُبتڙ آهن، تہ اُنهن مان هڪڙي سچي هوندي ۽ ٻي ڪوڙي! اُنهن ٻنهي مان هڪڙو خدا ۽ ٻيو شيطان ✖ ٿي پوندو، ۽ ٻئي هڪ

---

* قرآن شريف ۾ پوري عبارت هئن آهي:- ”اَنڪان سواءِ [ٻيو ڪجهہ] نہ آهي، تہ اي هن (پيغمبر جا) گهر وارو! خدا اوهان کان گنديون ڳالهيون پري ڪرڻ ٿو گهري.“

✖ چاڪاڻ تہ خدا کان اُبتڙ حڪم ڏيندڙ کي قرآن جي ٻولي يا عبارت ۾ شيطان چيو ويو آهي، تنهنڪري ئي هت بہ اِئين لکيل آهي. (ٻئي فوٽ نوٽ اُڙدو ستيارٿ پرڪاش تان)

ٻئي سان **شريڪ** ڀڃ ٿيندا. قرآن جو خدا ۽ پيغمبر ۽ قرآن ٻه واهه جي آهن! ٻئي کي نقصان پهچائي پنهنجي مطلب پوري ڪرڻ جي ليلا اهي ضرور رچيندا آهن. ان مان اهو به ثابت ٿو ٿئي ته محمد صاحب ڏاڍا وحشي [ڪامي] هئا، جي نه هجن ها ته (پٽيلي) پٽ جي زال کي پنهنجي زال ڇو بڻائين ها؟ وري عجب ته اهو آهي ته جنهن ائين ڪيو، خدا به تنهنجو ئي پاسو وٺي بيٺو، ۽ اُن اَنياءَ کي به نياءُ بڻائي ڇڏيو! انسانن ۾ وحشيءَ کان وحشي ماڻهو به پٽ جي استريءَ کان پاسو ٿو ڪري. وري نبيءَ ويچار جي ليلا ڪرڻ ۾ ڪنهن به اَنڪاءَ جو نه پوڻ، ڪيڏي نه وڏي بي انصافي آهي! جي نبي ڪنهنجو پيءُ نه هو ته زيد [پٽيلو] پٽ ڪنهنجو هو، ۽ ڪيس [پٽيلو] لکيو ڪنهن؟ سچي ڳالهه آهي پنهنجي مطلب جي. جڏهن پيغمبر صاحب پٽ جي زال کي به گهر ۾ وهارڻ کان روڪي نه سگهيا، ته ٻين کان ڪيئن پاڻ جهليو هونداءُون؟ ڪٿي ڪيڏي به چالاڪي ڪبي ته به خراب ڪمن ڪرڻ وارن جي **بدنامي** اُوس ٿيندي. ڪا پرائي زال نبيءَ سان خوش ٿي سانُس نڪاح ڪرڻ گهري ته **حلال** آهي ڇا؟ نبي ته جنهن زال کي وٽي، تنهن کي ڇڏي ڏئي، پر محمد صاحب جون زالون پيغمبر ۾ ڏوهه هوندي به ڪيس هرگز ڇڏي نه سگهن، اها ته ڏاڍي اَڌرم جي ڳالهه آهي! جي پيغمبر جي گهرن ۾ ٻيو ڪو ويچار جي نيت سان گهڙي نه وڃي، ته ساڳيءَ ريت پيغمبر صاحب کي به ڪنهنجي گهر ۾ داخل نه ٿيڻ گهرجي. ڇا نبي ته جنهن گهر ۾ وٺيس، تنهن گهر ۾ بنا حجاب گهڙي وڃي ۽ معزز به ٻڌو رهي؟ ڀلا اهڙو عقل جو اَنڌو ڪير هوندو، جو هن قرآن کي **خدا** جو ٺاهيل، محمد صاحب کي **پيغمبر**، ۽ قرآن ۾ ڏيکاريل خدا کي سچو پرميشور ڪري مڃي سگهندو؟ وڏي حيرت جي ڳالهه آهي، جو اهڙي بنا دليل ۽ ڌرم جي اُبتڙ ڳالهين رکندڙ مذهب کي عربستان وغيره ملڪن جي ماڻهن مڃي ورتو! (١٢٧).

١٢٨. ۽ اُوهانکي نه جڳائيندو آهي ته الله جي پيغمبر کي ايذايو ۽ نه اهو ته ڪانئس پوءِ سندس ٻيبين سان ڪڏهن نڪاح ڪريو. تحقيق اهو الله وٽ وڏو گناهه آهي (٥٣). بيشڪ جي الله ۽ سندس پيغمبر کي ايذائيندا آهن، لن تي الله لعنت ڪئي آهي (٥٧). ۽ اهي ماڻهو جي مسلمانن ۽ مسلمان زالن کي سندن ڀڇڙائيءَ ڪرڻ کانسواءِ ايذاءُ ڏيندا آهن، تن بيشڪ ڪُوڙي ٺاهه ۽ پڌري گناهه جو [بار] کنيو (٥٨). لعنتي ماڻهو جتي لڌا وڃن، لتي پڪڙيا ۽ چڱيءَ طرح **قتل** ڪيا وڃن (٦١). اي اسانجا پالڻهار کين ٻيڻو عذاب ڏي ۽ مٿن وڏي لعنت ڪر (٦٨). (منزل ٥، سيپارو ٢٢، سورت احزاب).

**سميڪشڪ**:- واهه جو خدا پنهنجيءَ خدائيءَ کي ڌرم سان گڏ ڏيکاري رهيو آهي! جئن رسول کي ايذاءُ پهچائڻ کان ٻين کي روڪڻ برابر آهي، تئن ئي **رسوُل** کي جهلڻ کپندو هوس ته ٻين کي نه ايذائي. پر ڪيس ڇو نه روڪيائين؟ ڇا ڪنهن کي دک ڏيڻ ڪري الله به دکي ٿي پوندو آهي؟ جي ائين آهي ته هو **ايشوَر** ٿي ئي نٿو سگهي! الله ۽ رسول کي ايذاءُ ڏيڻ جي منع ڪرڻ منجهان ڇا ائين ثابت نٿو ٿئي ته الله ۽ رسول جنهنکي گهرن تنهنکي ايذاءُ ڏين؟ ڇا [الله ۽ رسول کانسواءِ] ٻين سڀني کي دک ڏيڻ کپي؟ جئن مسلمان

مردن ۽ زالن کي ايذائڻ خراب آهي، ليڪن تي انهنکان سواءِ ٻين ماڻهن کي تڪليف ڏيڻ به ضرور خراب آهي. پر جي لائين نه ڇيندا سي تعصبي ليکبا. اي ٻغاوت ڦهلائيندڙ خدا ۽ نبي! اوهان جهڙا بيرحم سنسار ۾ ڪي ٿورڙائي هوندا! جنن اوهان لکيو آهي ته ٻيا ماڻهو جتي لين، اتي پڪڙيا وڃن ۽ ماريا وڃن، لٽن تي ٻين مذهبن وارا به مسلمانن تي فرمان ڪين، ته ڪين اهي ڳالهه خراب لڳندي يا نه؟ واهه! پيغمبر وغيره ڪهڙا نه ايذاءِ رسائيندڙ آهن، جي خدا کان دعا پني رهيا آهن ته ٻين کي اسان کان ٻيڻو ايذاءِ پهچاءِ! ان منجهان پڻ سندن تعصب، سوارٿ ۽ بيحد انياءِ ظاهر آهي. انڪريٽي ته اڄا تائين به مسلمانن منجهان ڪيترائي بي سمجهه ماڻهو ان تي عمل ڪرڻ کان نٿا ڊڄن. ٺيڪ آهي ته بي علم ماڻهو حيوان برابر آهي (١٢٨)!

١٢٩. ۽ الله اهو آهي، جنهن هوائن کي موڪليو آهي؛ پوءِ انهن ڪڪرن کي ڪڍيو؛ پوءِ ان [ڪڪرا کي اسان مئل [ويران] شهر ڏانهن ڪاهي آندو؛ پوءِ ان [جي پاڻيءَ] سان ڌرتيءَ کي سندس موت [ويرانيءَ] کانپوءِ جيارڻ سون. اهڙيءَ طرح [قبرن مان] مردا اٿاريا ويندا (٩). جنهن پنهنجي فضل سان اسانکي هميشه رهڻ واري گهر لاٿو، جنهن ۾ اسانکي نه ڪو پورهيو ڪرڻو پوندو ۽ نڪي اسان کي منجهس ڪا ماندگي [ٿڪاوٽ] پهچندي (٣٥).
(منزل ٥، سيپارو ٢٢، سورت فاطر).

**سمڪشا**:- الله جي فيلسوفي به واهه جي عجيب آهي! خدا جو هوا کي موڪلڻ، هوا جو ڪڪرن کي ڪٺي گهمندو رهڻ؛ ۽ خدا جو انهن سان مردن کي ڪٺي جياريندو رهڻ، اهي ڳالهيون ايشور سان ڪڏهن به واسطو نٿيون رکن، ڇاڪاڻ ته ايشور جو ڪم سدائين هڪجهڙو ٿيندو ٿو رهي. جي گهر هوندا ته بنا ٺاهڻ جي نه ٺهيا هوندا؛ ۽ جو ٺهيو آهي، سو هميشه رهي نٿو سگهي. جنهنکي شرير آهي، سو نه پورهيئي ڪرڻ کانسواءِ به ڏکي ٿي سگهي ٿو؛ ۽ شرير وارو بيمار ٿيڻ کان پڻ هرگز بچي نه سگهندو. جڏهن هڪڙيءَ استريءَ سان سماگم ڪندڙ به روڳ کان بچي نٿو سگهي؛ ته جو گهڻين استرين سان سماگم ڪندو، تنهنجي ڪيتري نه دردشا ٿيندي؟ تنهنڪري مسلمانن جو بهشت ۾ رهڻ به سدائين سکدائي نٿو ٿي سگهي (١٢٩).

١٣٠. قرآن محڪم جو قسم آهي (٢). نه بيشڪ تون خدا جي موڪليل [پيغمبرن] مان آهين (٣). سڌيءَ واٽ تي (٤). غالب مهربان الله [قرآن] لاٿو آهي [٥].
(منزل ٥، سيپارو ٢٢، سورت يس).

**سمڪشا**:- هينئر ڏسو، ته جي هيءَ قرآن خدا جو ٺاهيل هجي ها ته هو سندس قسم ڇو کڻي ها؟ جي نبي خدا جو موڪليل هجي ها ته [پٽيلي] پٽ جي زال تي عاشق ڇو ٿئي ها؟ قرآن جا مڃيندڙ سڌي رستي تي آهن، اها ڳالهه ته رڳو چوڻ لاءِ آهي، ڇاڪاڻ ته سڌو رستو ته اهو ٿي ٿيندو آهي، جنهن ۾ سچ مڃڻ، سچ چوڻ، سچ ڪرڻ ۽ تعصب ڇڏي نياءِ واري ڌرم تي هلڻ وغيره (جا ڪم) هجن ۽ جيڪي انجي ابتڙ آهي، تنهنکي ڇڏڻ جي هدايت هجي، جا نڪي قرآن ۾ آهي نڪي مسلمانن ۽ سندن خدا جو اهڙو سڀاءُ ٿي آهي. جي محمد صاحب سڀني کان وڏا پيغمبر هجن ها ته سڀني کان وڌيڪ عالم ۽ چڱن گڻن وارا

ڇو نہ ٿين ها؟ ڇالاءِ جو ٿهڪري جنّ دڪاندار پنھنجن ٻڙن کي ڪٿو نٿا چون، ٿنّ ئي اِها ڳالهہ بہ آهي (١٣٠).

**١٣١.** ۽ صُور ڦوڪيو ويندو، پوءِ اُهي يڪدم قبرن منجهان پالڻهار ڏانهن ڊوڙندا (٥١). ۽ جيڪي ڪمائيندا [ڪندا] هئا، ٿنهن بابت سندن پير شاهدي ڏيندا (٦٥). سندس حڪم ان ڪانسواءِ (ٻيو) نہ آهي تہ جڏهن ڪا شيءِ پيدا ڪرڻ گهرندو آهي، تڏهن اِلاءِ رڳو چوندو آهي تہ ٿيءُ، پوءِ [اها شيءِ] ٿي پوندي آهي (٨٢). (منزل ٥، سيپارو ٢٣، سورت يٰس).

**سمڪشڪ:-** هيئنر ٻڌو آڏيون اُبتيون ڳالهيون! ڪڏهن پير بہ شاهدي ڏيئي سگهندا آهن؟ خدا ڪانسواءِ ٿنهن وقت هئو ڪير جنهنکي حڪم ڏنائين؟ ۽ ٻڌو ڪنهن؟ ۽ ٻڌجي ڪير پيو؟ جي ڪا شيءِ موجود نہ هئي تہ اها ڳالهہ ڪوڙي ٿي. پر جي هئي تہ اها ڳالهہ تہ خدا ڪانسواءِ ڪي ڪين هو ۽ خدا سڀڪا شيءِ بڻائي آهي، ڪوڙي ٿيندي (١٣١).

**١٣٢.** لطيف شراب جو پيالو مٿن پيو ڦيرائبو (٤٥). جو اُڇي رنگ جو پيئندڙن لاءِ مزو ڏيندو هوندو (٥٦). هيٺ نظر رکندڙ خوبصورت اکين واريون [زالون] اُنهن وٽ هونديون (٤٨). ڄڻڪ اهي [حوروں] پوڪيل آنا آهن (٤٩). ڇا اسين وري نہ مرنداسون (٥٨). ۽ بيشڪ لوط پيغمبرن مان هو (١٣٣). جڏهن اسان کيس ۽ سندس سڀني گهر وارن کي نجات ڏني هئي [بچايو هو] (١٣٤). سواءِ هڪ پوڙهيءَ زال جي جا پٺتي رهڻ وارن منجهان آهي (١٣٥). پوءِ اسان ٻين کي ماريو (١٣٦). (منزل ٦، سيپارو ٢٣، سورت صافات).

**سمڪشڪ:-** ڪيئن سائين؟ هت تہ مسلمان ماڻهو **شراب** کي خراب ٿا چوَن پر سندن بهشت ۾ تہ شراب جون **نديون** ليون وَهن! اتنرو چڱو ٿيو، جو هت ڪنهن نموني شراب پيڻ ڇڏجي وڃن ٿا پر اُتان جي پٺت ۾ اُلي سندن بهشت ۾ وڏيڪ خرابي آهي! (گهڻين) زالن جي هئڻ ڪري اُلي ڪنهنجو بہ من هڪ جاءِ ٿي نہ ٽڪندو هوندو! ڪين وڏا وڏا مرض پڻ لڳندا هوندا! جي اُتان جا ماڻهو شرير وارا هوندا تہ مرندا بہ اَوس. پر جي شرير وارا نہ هوندا تہ مؤجون ماڻيئي ڪين سگهندا. پوءِ تہ سندن بهشت ۾ وڃڻ ئي اَجايو ٿيو. جي لوط کي پيغمبر ٿا مڃو تہ هيءَ جو انجيل ۾ لکيل آهي تہ سندس ڌيئن سائس سنجوڳ ڪري ٻہ پٽ پيدا ڪيا، سا ڳالهہ بہ مڃو ٿا يا نہ؟ جي مڃو ٿا تہ اهڙي ماڻهوءَ کي پيغمبر مڃڻ اَجايو آهي. وري جي اُهڙن ۽ اُهڙن جي دوستن کي خدا نجات ٿو ڏئي، تہ خدا پاڻ بہ تهڙو ئي ٿيو ۽ ڇاڪاڻ تہ پوڙهي جي آڪاٽي ٻڌائڻ وارو ۽ پاسخاطري ڪري ٻين کي ماريندڙ هرگز **خدا** ٿي نٿو سگهي. اُهڙو خدا مسلمانن جي ئي گهرن ۾ رهي ٿو سگهي، ۽ نہ ٻئي هنڌ (١٣٢).

**١٣٣.** هميشهہ رهڻ جا بهشت آهن [جن جا] دروازا انهن لاءِ کليل رهندا (٥٠). وهاڻا لڳائي منجهن ويهندا ۽ انهن ۾ گهڻا ميوا ۽ پيڻ جون شيون [شراب] پيا گهرائيندا (٥١). ۽ وٽن هيٺ نگاهہ ڪرڻ واريون ۽ عمر ۾ هڪ جيڏيون [زالون] هونديون (٥٢). پوءِ مڙني فرشتن گڏجي سجدو ڪيو (٧٣). پر شيطان [سجدو نہ ڪيو]، تڪبر ڪيو ۽ ڪافرن منجهان هو (٧٤). [الله] چيو تہ اي ابليس! جنهنکي پنهنجي ٻنهي هٿن سان پيدا ڪير، تنهنکي سجدي ڪرڻ

ڪان تو کي ڪهڙيءَ ڳالهه روڪيو؟ تو تڪبر ڪيو آهي يا تون [حقيقت ۾] وڏي مرتبي وارن منجهان آهين؟ (٧٥). ابليس چيو ته آءٌ ڪانئس ڀلو آهيان. تو مونکي باهه مان پيدا ڪيو آهي ۽ کيس مٽيءَ منجهان (٧٦). الله چيو ته انهن آسمانن مان نڪري وڃ، جو سچ پچ تون تڙيل آهين (٧٧). ۽ سچ پچ تو تي منهنجي جزا [بدلي ڏيڻ] جي ڏينهن تائين لعنت آهي (٧٨). اُن چيو ته اي منهنجا پالڻهار! تڏهن مونکي اُهيءَ ڏينهن تائين [ڍر] مهلت ڏي، جنهن ڏينهن مردا [قبرن مان] اُٿاريا ويندا (٧٩). الله فرمايو ته بيشڪ تون ڍر ڏنلن مان آهين (٨٠). اُهيءَ ٺهرايل ڏينهن تائين (٨١). ابليس چيو ته تڏهن تنهنجي عزت جو قسم آهي ته ضرور انهن مڙني کي گمراهه ڪندس (٨٢). (منزل ٦، سيپارو ٢٣، سورت ص).

**سمڪش:-** باغ باغيچا، نهرون، جايون وغيره جيڪڏهن سچ پچ قرآن جي لکڻ موجب اُتي موجود آهن، ته نه اُهي هميشه کان اُتي هيون ۽ نه سدائين رهي ٿيون سگهن! ڇاڪاڻ ته جي شيون سنجوڳ [اتصال] مان پيدا ٿينديون آهن، سي سنجوڳ کان اڳ ۾ نه هونديون آهن ۽ ويوڳ [انفصال] کان پوءِ به اُوس نه رهنديون آهن. جڏهن بهشت اُتي هميشه نه رهندا، ته اُن ۾ رهڻ وارا هميشه ڪيئن رهي سگهندا؟ لکيو اُتن ته گاديلا وهاڻا، ميوا ۽ پيڻ جون شيون اُتي ملنديون. اُن مان ثابت ٿو ٿئي ته جنهن زماني ۾ مسلمانن جو مذهب شروع ٿيو هو، تنهن وقت عرب جو ملڪ گهڻو شاهوڪار نه هو. اِن ڪري ئي محمد صاحب وهاڻن آديءَ جون ڳالهيون ٻڌائي غريب ماڻهن کي پنهنجي دين ۾ ڦاسائي ورتو. وري جتي زالون رهنديون اُتي ڪامل سک ڪيئن ملي سگهندو؟ اِهي زالون اُتي آيون ڪٿان؟ بهشت ۾ ٿي رهندڙ آهن ڇا؟ جي آيون آهن ته وينديون به ۽ پر جي اُتان جون رهاڪو آهن ته قيامت کان اڳ ۾ ڇا ڪنديون رهنديون؟ ڇا نڪميون رهي جمار گاريندڙيون رهنديون؟ وري خدا جو تيج ته ڏسو جو سندس حڪم ٻين سڀني فرشتن مڃي ورتو ۽ آدم کي سجدو ڪيو؛ پر شيطان کيس مڃيو ئي ڪو نه! خدا شيطان کي چيو ته تون تڪبر نه ڪر ڇاڪاڻ ته مون کيس پنهنجن ٻنهي هٿن سان ٺاهيو آهي. اِن مان ثابت ٿيو ته قرآن وارو خدا ٻن هٿن وارو اِنسان هئو؛ جنهنڪري ئي هو وياپڪ ۽ سرو شڪتيمان هرگز ٿي نٿو سگهي. وري شيطان ته سچ چيو ته آءٌ آدم کان وڏيڪ اُتم [اُفضل] آهيان، تنهن تي خدا کي ڪاوڙ ڇو لڳي؟ ڇا خدا جو گهر آسمان ۾ ئي آهي؟ ڌرتيءَ تي ڪونهيس، جي ڪونهيس ته ڪعبي کي اُن کان اڳي خدا جو گهر ڇو ڄاتايو اٿو؟ وري جڏهن سڄو سنسار پرميشور جو ئي آهي ته پرميشور شيطان کي سندس سرشٽي [خلقت] منجهان خواهه ڀاڻ وٺان ڪڍي ڪيئن ٿو سگهي؟ ڇا سرشٽي سموري پرميشور جي نه آهي؟ اِن مان ثابت ٿيو ته قرآن جو ڄاڻايل خدا ٻهشت جو ئي زميندار آهي. خدا کيس لعنت ڏني ۽ ڏڪاري کيس قيد ڪري ورتو، پر شيطان چيو ته اي پالڻهار مونکي قيامت تائين ڇڏي ڏي؛ ۽ خدا خوشامد تي قيامت جي ڏينهن تائين ڇڏي ڏنو. شيطان آزاد ٿي خدا کي چوڻ لڳو ته آءٌ [ماڻهن کي] ڏايو ۽ ڀرغلائيندس ۽ بغاوت ڦهلائيندس. اِن تي خدا چيس ته جن کي تون ڀرغلائيندين، تن کي ۽ پڻ تو کي آءٌ دوزخ ۾ وجهي

ڇڏيندس. سچ پڇو ته هينئر ويچار ڪريو ته شيطان کي گمراهه ڪندڙ خدا آهي يا هُو پنهنجو پاڻ گمراهه ٿيو؟ جي خدا کيس گمراهه ڪيو آهي ته شيطان جو بہ شيطان ثابت ٿيو. جي شيطان پاڻ گمراهه ٿيو آهي، ته ماڻهو پاڻ بہ گمراهه ٿي سگهن ٿا ۽ شيطان جي گهرج ئي ڪانهي. باغي شيطان کي خدا جي ڇڙواڳ ڇڏي ڏيڻ مان ته ظاهر ٿو ٿئي ته گمراهه ڪرائڻ ۾ هو پاڻ شيطان سان شريڪ آهي. جو چوري بہ پاڻ ڪرائي ۽ وري سزا بہ ڏئي ته تنهنجي **انياءَ** جي حد ڪهڙي مقرر ڪجي؟ (١٣٣).

**١٣٤.** سچ پچ الله سڀ پاپ ڪميا ڪندو آهي. اهوئي آهي بخشيندڙ مهربان (٥٣). ۽ قيامت جي سڄي ڌرتي سندس مٺ ۾ هوندي ۽ آسمان سندس ساڄي هٿ ۾ ويڙهيل هوندا (٦٧). ۽ ڌرتي پنهنجي پالڻهار جي نُور سان روشن ٿيندي ۽ ڪرم پتر رکيا ويندا ۽ پيغمبرن ۽ شاهدن کي آڻبو ۽ سندن وچ ۾ نياءَ سان نبيرو ڪيو (٦٩).
(منزل ٦، سيپارو ٢٤، سورت الزمر)

**سمڪشا:-** جي خدا سمورا پاپ ڪميا ٿو ڪري ته ڇٽبو ته سڄي سنسار کي پاپي ٿو بڻائي. خدا بيرحم آهي؛ ڇاڪاڻ ته ڪنهن پاپيءَ تي ديا ۽ ڪميا ڪبي ته هو وڌيڪ پاپ ڪندو ۽ گهڻن ڌرماتمائن کي ڪشٽ رسائيندو. ڇا خدا اڳيءَ جيان پرڪاش وارو آهي؟ وري اعمال ناما [ڪرم پتر] ساليءَ ڪٿي رکيا آهن ۽ ڪير لکندو ڪير آهي؟ جي خدا پيغمبرن ۽ شاهدن جي آڌار تي ئي نياءَ ڪندو آهي، ته هو نڪي سروگيہ [ڄاڻي ڄاڻڻهار] آهي نه قدرت وارو. جي هو انياءَ نٿو ڪري ۽ رڳو نياءَ ئي ٿو ڪري ته ڪرمن انوسار ڪندو هوندو. اهي ڪرم گذريل ۽ هلندڙ جنمن جا ئي ٿي سگهن ٿا. پوءِ ته ڪميا ڪرڻ، دلين تي مهر هڻڻ، شڪيا نه ڪرڻ، شيطان جي معرفت **گمراهه** ڪرڻ ۽ نياءَ لاءِ پرليہ تائين واجهائيندو رهڻ ته رڳو **انياءَ** آهي (١٣٤).

**١٣٥.** ڪتاب جو هيٺ لاهڻ الله غالب ڄاڻندڙ وٽان آهي (٢). جو گناهه ڪميا ڪندڙ ۽ توبهه قبول ڪندڙ آهي (٣). (منزل ٦، سيپارو ٢٤، سورت مومن).

**سمڪشا:-** اها ڳالهه ان لاءِ لکيل آهي، جو پورڻا ماڻهو الله جي نالي تي هن ڪتاب کي مڃين، جنهن ۾ ٿوريءَ سچائيءَ کانسواءِ باقي سمورو **ڪوڙ** ڀريل آهي. اها سچائي پڻ ڪوڙ سان گڏجڻ ڪري ڇڙڪ مٽي ٿي چڪي آهي. تنهنڪري **قرآن** ۽ قرآن وارو **خدا** ۽ ۽ کيس مڃيندڙ پاپ وڌائڻ وارا، پاپ ڪندڙ ۽ ڪرائيندڙ آهن؛ ڇاڪاڻ ته پاپ ڪميا ڪرڻ وڏو اڌرم آهي. انڪري ئي **مسلمان** ماڻهو ڏوهن ۽ فسادن ڪرڻ کان گهٽ ٿا ڊڄن (٣٥).

**١٣٦.** پوءِ ٻن ڏينهن ۾ ست آسمان بڻايائين ۽ هر آسمان ۾ سندن ڪم وجهي ڇڏيائين (١٢). تانجو جڏهن اُن وٽ ويندا، تنهن مهل سندن ڪن ۽ سندن اکيون ۽ سندن کلون جيڪي اهي ڪندا هئا، تنهن بابت مٿن شاهدي ڏينديون (٢٠). ۽ هو پنهنجن کلن کي چوندا ته اسان تي شاهدي ڇو ڏنو؟ اهي چونديون جنهن الله هر شيءِ کي ڳالهايو آهي ۽ تنهن اسان کي بہ ڳالهايو آهي (٢١). بيشڪ اهو مُئلن کي جيارڻ وارو آهي (٣٩).
(منزل ٦، سيپارو ٢٤، سورت حم السجده [الهام الرحمن موجب "سورت فصلت"]).

**سميکشڪ:-** واهه مسلمانو واهه! اوهانجو خدا جنهنکي اوهين سرو شڪتيمان [قادر مطلق] ٿا مڃيو، سو ست آسمان ٻن ڏينهن ۾ ٺاهي سگهيو. جو سچو ٻچو قادر مطلق آهي، سو نه اک ڇنڀ ۾ سڀني کي ٺاهي ٿو سگهي. ڪن، اک ۽ ڪل نه خدا ٺاهيو ٿي جڙ [بيجان] آهي ۽ پوءِ پلا اهي شاهدي ڪيئن ڏئي سگهنديون؟ جي ڪائڻ شاهدي ڏيارڻي هجيس ها ته ڪين جڙ چو بڻائي ها؟ جي چون ته هو پرلئه جي ڏينهن ڪين جيئرا ڪندو ته، ڇا خدا پنهنجا ٺاهيل نيم [قانون] ڀاڃ ڀڃندو؟ اِنڪان به وڌيڪ ڪوڙي ڳالهه نه اِها آهي، ته روح [جيوَن] ٿي شاهدي ڏيڻ ڪانپوءِ جيوَ پنهنجن پنهنجن ڪلن ڪان پڇندا ته اوهان اسان ٿي شاهدي ڇو ڏني؟ ڪل چونديون ته خدا شاهدي ڏياري، اسين ڇا ڪريون؟ اِهو ڪڏهن ممڪن آهي؟ [اِهو ته اِئين آهي] جئن ڪو چوي ته مون سنڍ زال جي پٽ جو مهن ڏٺو! جي پٽ اٿس ته هوءَ سنڍ ڪيئن ڪولبي؟ جي سنڍ آهي ته پٽ ڄمڻ ناممڪن! اِها به ساڳي نموني جي ڪوڙي ڳالهه آهي. جي هو مڙل ٿو جياري، ته اڳ ۾ ڪين ماريائين ڇو؟ ڇا پاڻ به مري سگهندو آهي يا نه؟ جي نه، ته مرڻ کي خراب ڪيئن ٿو سمجهي؟ وري مڙل جيو پرلئه جي رات تائين ڪهڙي مسلمان جي گهر ۾ رهندا ۽ بنا اپراڌ ڪرڻ جي خدا ڪين پرلئه جي ڏينهن تائين ڇو ٿو نياءَ لاءِ اِنتظار ۾ رکي؟ سندن نياءُ جلد ڇو نٿو ڪري؟ اهڙين ڳالهين ڪري ئي خدا جي **خدائيءَ** کي ٽڪو ٿو لڳي (١٣٦).

١٣٧. آسمان ۽ زمين جون ڪنجيون ان وٽ آهن. جنهن لاءِ گهري ٿنهن لاءِ روزي ڪشادي ڪندو آهي ۽ [۽ جنهن لاءِ گهري ٿنهن لاءِ] سوڙهي [تنگ] ڪندو آهي (١٢). جيڪي گهري سو خلقيندو آهي، ۽ وڻيس ٿنهنکي ڌيئرون ۽ وڻيس ٿنهنکي پٽ (۴٩). يا کين پٽ ۽ ڌيئرون گڏ ڏيندو آهي، ۽ وڻيس ٿنهنکي سنڍ ڪندو آهي (٥٠). ۽ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ ٺيڪ نه آهي جو الله ساڻس ڳالهائي، اِنڪان سواءِ ته اِشاري سان يا پردي ۾ جي پوئتان [ڳالهائي] يا ڪنهن پيغام آڻيندڙ فرشتي کي موڪلي (٥١). (منزل ٦، سيپارو ٢٥، سورت الشوريٰ)

**سميکشڪ:-** خدا وٽ ته ڪنجين جا پنڊار ڀريل هوندا، جو ڪيس سڀني جي جاين جا ڪلف لاهڻا پوندا هوندا! اِها ٻاراڻي ڳالهه آهي. ڇا چڱن ڪمن ڪرڻ کانسواءِ ئي جو خدا کي وڻي ٿنهنجي روزي ڪشادي ۽ جو ڪيس نه وڻي، ٿنهنجي تنگ ڪري ڇڏيندو آهي؟ جي اِئين آهي ته هو ڏاڍو **انياءڪاري** آهي. وري ڏسو قرآن جي ٺاهيندڙ جي

* هن آيت بابت تفسير حسينيءَ ۾ لکيل آهي ته محمد صاحب ٻن پردن جي وچ ۾ هئا، جو خدا جو آواز ٻڌائون. هڪ پردو زريءَ جو هو ۽ ٻيو اڇن موتين جو ۽ ٻنهي پردن جي وچ ۾ ايڏو مفاصلو [پنڌ] هو، جنهنجي پوري ڪرڻ لاءِ جيڪر ستر ورهيه هلندي لڳن! عقلمند ماڻهو اِن ڳالهه تي ويچار ڪن ته هيءُ خدا آهي يا پردي پوئتان ڳالهائيندڙ زال؟ اِنهن ماڻهن ته خدا جي به **دردشا** [مٽي پليت] ڪري ڇڏي آهي. ڪٿي **ويد** ۽ اپنشد وغيره سچن پستڪن ۾ ورنن ڪيل پورڻ پرميشور ۽ ڪٿي قرآن ۾ ڏيکاريل پردي جي اوٽ وٺي ڳالهائيندڙ خدا! سچ ته اِهو آهي ته عربستان جا ماڻهو جاهل هئا، سي سٺيون ڳالهيون ڪنهن جي گهران آڻين ها؟ (آريه ڀاشا جي ستيارٿ پرڪاش تان).

چالاڪي، جنهن ۾ زالون ٻه موهجي ڦاسن! جي هُو جيڪي گهري سو پيدا ڪري ٿو ته ڇا هُو ٻيو خدا به پيدا ڪري سگهي ٿو يا نه؟ جي نه، ته سندس قادرِ مطلق پڻو [سروشڪتيمان] اُتي اَٽڪي بيٺو ڇا؟ ڀلا ماڻهن منجهان ٻه جنهن کي گهري تنهن کي خدا ڏيندڙ ۽ پٽ ڏئي ٿو، پر ڪڪڙن، مڇين ۽ سوئرن وغيره کي گهڻي ئي پٽ ۽ ڏيندڙ ٿيون جمن، سي ڪير ٿو ڏئي؟ وري استري ۽ پرش جي سنجوڳ ڪرڻ کانسواءِ ڇو نٿو ڏئي؟ پنهنجيءَ مرضيءَ موجب ڪنهن کي سنيد ٻڌائي ڏک ڇو ٿو پهچائي؟ خدا جو تيج [جلال] ته ڏسو، جو سندس اَڳيان ڪو ڳالهائي به نٿو سگهي! پر اُن اڳ ۾ چيو آهي ته پردو وجهي ڳالهائي سگهي ٿو ۽ فرشتا يا پيغمبر خدا سان ڳالهائي ٿا سگهن. جي اِها ڳالهه آهي ته فرشتا ۽ پيغمبر ڏاڍو پنهنجو مطلب ڪيڊا هوندا! جي چئو ته خدا هر دان ۽ محيط ڪل [سروگيه ۽ سرووياپڪ] آهي ته پڙدو وجهي ڳالهائڻ يا ٽپال وانگر خبر گهرائي واقف ٿيڻ اَجايو ثابت ٿو ٿئي. پر جي اِئين آهي، ته هُو **خدا** آهيئي ڪونه، بلڪ ڪو **چالاڪ** ماڻهو هوندو. انڪري هيءُ قرآن **ايشور ڪرت** [خدا جو ناهيل] هرگز ثابت ٿي نٿو سگهي (۱۳۷).

**۱۳۸.** ۽ جنهن مهل عيسيٰ چٽن معجزن سان آيو. (منزل ٦، سيپارو ۲۵، سورت الزخرف).

**سميڪشڪ:-** جي عيسيٰ به خدا جو موڪليل آهي ته سندس سکيا جي اَبتڙ خدا **قرآن** ڇو ناهيو؟ ۽ قرآن جي برخلاف **انجيل** آهي، تنهنڪري اِهي ڪتاب **ايشور ڪرت** ڪيئن (۱۳۸).

**۱۳۹.** کيس پڪڙيو ۽ دوزخ جي وچ ڏانهن گهلي وڃوس (۴۷). [سندن] حال اِئين ئي هوندو ۽ کين چڱين اکين وارن **حُورن** سان پرڻائي ڇڏينداسون (۵۴).
(منزل ٦، سيپارو ۲۵، سورت دخان).

**سميڪشڪ:-** واهه! خدا ڪهڙو نه نيائڪاري ٻڌجي روحن [پراڻين] کي جهلائي ۽ گهلائي ٿو! جڏهن مسلمانن جو خدا ئي اِئين آهي، تڏهن سندس عابد [اُپاسڪ] مسلمان جي يتيمن ۽ ٻي سگهن کي جهلين ۽ گهلين ته تنهن ۾ عجب ڪهڙو؟ وري هو سنساري منش جيان وواهه به ڪرائي ٿو، ڄڻڪ مسلمانن جو پروهت [نڪاح ڪرائيندڙ قاضي] آهي (۱۳۹).

**۱۴۰.** پوءِ جڏهن اوهان **ڪافرن** جي سامهون ٿيو، تڏهن اُنهن جون **ڳچيون** ڪپيو تان جو منجهن گهڻو رت ڇاڻ ڪريو، تڏهن مضبوط ڪريو قيد ڪرڻ [قيدين کي سوگهو ٻڌو] (۴). ۽ [اي پيغمبر] تنهنجي ڳوٺ جنهن [جي ماڻهن] توکي **ڪڍي** ڇڏيو، تنهن کان وڌيڪ سگهه وارا ڪيترائي ڳوٺ هئا، جنکي اسان ناس ڪيو. پوءِ ڪو به کين مدد ڏيڻ لاءِ ڪونه آئيو (۱۳). جنهن بهشت جو پرهيزگارن کي انجام ڏنو ويو آهي، تنهنجي صفت هيءَ آهي، جو اُن ۾ اَهڙي **پاڻيءَ** جون **نهرون** آهن جو [گهڻي رهڻ ڪري] سيدوار ٿيو نه آهي، ۽ اهڙيون **کير** جون نهرون آهن، جنجو مزو نه مٽيو آهي، ۽ پيئندڙن کي لذت ڏيندڙ **شراب** جون نهرون آهن؛ ۽ صفا ڪيل **ماکيءَ** جون نهرون آهن. ۽ اُنهن لاءِ منجهس هرجنس جا **ميوا** آهن؛ ۽ سندن پالڻهار جي معافي آهي (۱۵). (منزل ٦، سيپارو ۲٦، سورت محمد).

**سميڪشڪ:-** انڪريئي ته اِهو قرآن، خدا ۽ مسلمان بغاوت ڦهلائيندڙ سڀني کي ڏک پهچائيندڙ، ۽ پنهنجا مطلب ڪيڊندڙ بيرحم آهن. جتي هت لکيل آهي، تنهن ئي جي ڪر ٻيءَ.

مذهب وارو مسلمانن لاءِ ڪري، ته جهڙي تڪليف هو ٻين کي ٿا ڏين، تهڙي ئي تڪليف مسلمانن کي پهچندي يا نه؟ وري خدا به ڏايو پڪشپاتي ٿو ڏسجي، جو جن **محمد صاحب** کي ڪڍي ڇڏيو، تنکي خدا ماري ڇڏيو. ڀلا جتي صاف پاڻي، کير، شراب ۽ ماکيءَ جون نهرون آهن، سا جاءِ هن سنسار کان ڇا ڪو وڌيڪ آهي؟ وري کير جون نهرون ته ڪڏهن ٿي سگهن ٿيون؟ ڇاڪاڻ ته کير جلد ئي ڦٽي پوندو آهي. انڪري ئي عقلمند ماڻهو قرآن جي **مذهب** کي نٿا مڃين (١٤٠).

**١٤١.** جڏهن ڌرتي خوب ڌوڏي ويندي (٤). ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿيندا جبل ڀڃي ڀري (٥). پوءِ دز وانگر اُڏامندا ويندا (٦). پوءِ سڄي پاسي وارا ڪهڙا آهن صاحب؟ سڄي پاسي (٨). ۽ کٻي وارا ڪهڙا آهن صاحب؟ کٻي پاسي وارا (٩). سون جي تارن سان جڙيل تختن تي ويٺا آهن (١٥). ٽيڪ ڏيئي هڪ ٻئي سامهون ويٺل هوندا (١٦). هميشه رهڻ وارا **نينگر** وٽن پيا ايندا ويندا (١٧). آبخورن ۽ آفتابن [ڪوزن] سان صاف **شراب** جي پيالن سان (١٨). جنهنڪان نڪي مٿي ۾ سور پوندن ۽ نه بڪواس ڪندا (١٩). ۽ جنهن جنس جو **ميوو** پسند ڪندا، سو آڻيندا (٢٠). ۽ جنهن نموني جي پکين مان **گوشت** کائيندا (سو آڻيندا رهندا) (٢١). ۽ اُنهن لاءِ وڏين اکين واريون **حورون** آهن (٢٢). جهڙڪ لڪل موتين جهڙيون (٢٣). ۽ بلند وهاڻا (٣٤). بيشڪ اسان اُنهن ڏالن [حورن] کي هڪ نموني تي پيدا ڪيو آهي (٣٥). پوءِ کين ڪنواريون بڻايوسون (٣٦). مڙسن کي وڻندڙ ۽ ساڳيءَ عمر واريون (٣٧). سڄي پاسي وارن لاءِ (٣٨). پوءِ منجهانئس پيٽن کي ڀريندؤ (٥٣). پوءِ آءٌ ڪرندڙن تارن جو قسم ٿو کڻان (٧٥). (منزل ٧، سيپارو ٢٧، سورت الواقعه).

**سمڪشا:-** هيٺئين قرآن شريف جي ليکا ڏسو! ڀلا پرلوءِ ته ڌرتي ئي رهي ۽ اُن وقت به ڌرتي رهندي. ان مان ته اهين ثابت ٿو ٿئي ته قرآن جو ٺاهيندڙ پرلوءَ کي اسٿر (نه ڌڏندڙ) سمجهندو هو. ڀلا جهان کي ڇا پکين جهان اُڏائي ڇڏيندو؟ جي دز ٿي پوندا ته به سوکيم سرير وارا رهندا، پوءِ سندن ٻيو جنم ڇو نه ٿيندو؟ واهه ساٿين! جي خدا شريو وارو نه هجي ها ته سندس سڄي ۽ کٻي پاسي ڪيئن ٻيهي سگهجي ها؟ جي اُتي سون جي تارن سان پلنگ وائيل آهن، ته واڍا ۽ سونارا به اُتي رهندا هوندا ۽ مڪوڙا به چڪ پائيندا هوندا. جنهنڪري کين رات جو ننڊ به نه ايندي هوندي! ڇا هو وهاڻا لڳائي ٻهشت ۾ نڪما ئي ويٺا ٿا رهن، يا ڪجهه ڪم به ڪندا ٿا رهن؟ جي رڳو ويٺا رهندا هوندا ته کين روٽي هضم نه ٿيڻ ڪري هو بيمار ٿي جلد مري به ويندا هوندا! ۽ جي ڪم ڪندا هوندا ته جهڙي محنت مزوري اُتي ڪندا ٿا رهن، تهڙيءَ رات ئي هتي به پورهيو ڪري گذران ڪندا رهندا، پوءِ هتان کان وڌيڪ ٻهشت ۾ رهيو ڇا؟ ڪجهه به نه! جي اُتي **نينگر** سدائين رهندڙ آهن ته سندن ماءُ پيءُ به رهندڙ هوندا، ۽ پڻ سسُّون ۽ سهرا به رهندا هوندا. پوءِ ته وڏو شاهي شهر وسي پوندو هوندو ۽ پيشاب ۽ پاخاني جي وڌڻ ڪري مرض به ڏاڍا لڳندا هوندن. ڇاڪاڻ ته جڏهن **ميوا** کائيندا، گلاسن ۾ **پاڻي** پيئندا ۽ پيالن مان

**شراب** پيئندا، ته سندن مٿي ۾ سور نه پوندو ڇا؟ ۽ ڇا اهي اڪيلا نه ڪندا؟ جيترا وڻندن اوترا ميوا کائيندا ۽ پکين جا **گوشت** به کائيندا ته انيڪ پرڪارن جا ڏک به پوئيندا. جڏهن اتي جانور ۽ پکي آهن ته خونريزي به ٿيندي هوندي، جتي ڪٿي هڏا [ڪنڊا] ڪنڊيل ليٽيا، ۽ قاصائن جا دڪان به هوندا. واه سندن بهشت جي ڪهڙي نه واکاڻ ڪجي! اهو ته **عربستان** کان به بهتر ڏسڻ ۾ نٿو اچي!!! ۽ جڏهن شراب پي ۽ گوشت کائي مست ٿيندا، ته انهن لاءِ **حورون ۽ لوندا** به اتي ضرور رکڻ گهرجن؛ نه ته اهڙا نشي بار مٿي ۾ گرمي چڙهڻ ڪري چريا ٿي پوندا. گهڻين زالن ۽ مڙسن جي ويهڻ ۽ سمهڻ لاءِ وڏا وڏا بسترا به اوس گهرجن. خدا بهشت ۾ **ڪنواريون** ٿو پيدا ڪري، ان ڪري ٿي ته ڪنوارا ڇوڪرا به پيدا ٿو ڪري. جي اتان اميدوار ٿي اتي ويندا، سي ته ڀلا الله جي اڪيلائيءَ موجب ڪنوارين سان پرڻبا؛ پر سدا رهندڙ نيڪن جو ڪنوارين سان پرڻجڻ لکيل ٿي ڪونهي. پوءِ ڇا اهي به ساڳين ٿي اميدوارن کي ڪنواريون زالون جيسان ڏيئي ڇڏيا؟ انهن لاءِ ڪو به بندوبست نه لکڻ ڪري الله ڏاڍي ڀل ڪئي آهي! جي هڪ جهڙيءَ عمر جون زالون بهشت ۾ مڙس حاصل ڪري سهاڳڻيون ٿيون رهن ته اهو واجبي نه چئبو، ڇاڪاڻ ته مڙس جي عمر زال کان ڏيڍوڻي يا ٻيڻي هئڻ کپي. مسلمانن جي بهشت جو بيان اجهو اهڙو آهي. جي دوزخ وارا **ٿوهر** جي وڻن کي کائي پيٽ ڀريندا، ته چئبو ته دوزخ ۾ ڪانڊيرا وڻ به لڳا ٿين، ۽ ڪنڊا به لڳندا هوندن؛ ۽ ڪوسي پاڻيءَ آديءَ جي پيئڻ ڪري به دوزخ ۾ تڪليف پائيندا. قسم کڻڻ ته اڪيري ڪوڙن جو ڪم آهي ۽ نه سچن جو! جي خدا به قسم ٿو کڻي، ته هو به ڪوڙ کان ٻاهر ٿي نٿو سگهي (١٤١).

١٤٢. بيشڪ الله انهن ماڻهن کي دوست رکندو آهي، سندس واٽ ۾ وڙهندا آهن. (منزل ٧، سيپارو ٢٨، سورت الصف آيت ٤).

**سمِيڪشڪ**:- واه! ٺيڪ آهي ته اهڙين ڳالهين جي اپديش سببان ٿي وچارن عربستان جي رهواسين کي سڀني سان وڙهائي شترو بڻائي هڪ ٻئي کي ڏک ڏياريائين! جو مذهب جو جهنڊو کڻي ڪري لڙائي ڪري، تنهنڪري ته ڪو به اڏيمان هرگز خدا مڃي نٿو سگهي. جو قوم ۾ فساد وڌائي، سو ٿي سڀني کي تڪليف پهچائيندڙ آهي (١٤٢).

١٤٣. اي پيغمبر! جنهن شيءِ کي الله تو لاءِ حلال ڪيو آهي، تنهنڪري تون ڇو ٿو حرام ڪرين؟ ڇا تون پنهنجين زالن جو راضپو ٿو گهرين؟ ۽ الله بخشيندڙ مهربان آهي (١). الله سندس وڏيرو [پيغمبر جو پرچارو يا مددگار] آهي (٤). جيڪڏهن پيغمبر اوهانکي طلاق ڏيندو، ته اوهان کان چڱيون زالون، مسلمان زالون، ايمان واريون ۽ فرمانبرداري ڪندڙ، عبادت ڪندڙ، روزا رکندڙ، جن مڙس ڏٺو آهي، ۽ جن نه ڏٺو آهي [ڪنواريون] توهان جي عوض ۾ الله کيس ڏيندو (٥). (منزل ٧، سيپارو ٢٨، سورت التحريم).

**سمِيڪشڪ**:- وچار ڪري ڏسڻ گهرجي، ته خدا ڇا ٿيو جڻڪ محمد صاحب جي گهر جو اندريون ۽ ٻاهريون پربنڌ ڪندڙ نوڪر! پهرينءَ آيت تي ٻه آکاڻيون آهن:- هڪڙي ته اها

محمد صاحب کي ماکيءَ جو شربت وڻندو هو، ۽ کين گهڻيون **ٻيبيون** هيون. اُنهن منجهان **هڪڙيءَ** جي گهر [شربت] پيئندي ڪين دير ٿي، جنهنڪري ٻين ٻيبين کي اها ڳالهه نه وڻي. سڀن اعتراض ڪرڻ ڪارڻ محمد صاحب قسم کڻي ويو ته آسان نه پيئنداسون. ٻي ڳالهه اِها آهي، ته سڀن ٻيبين منجهان هڪڙيءَ جو وارو هو. اُن وقت رات جو وڃي ته هوءَ پنهنجي پيءُ جي گهر ويل هئڻ ڪري اُتي ڪانه هئي. محمد صاحب هڪڙيءَ **ٻانهيءَ** کي گهرائي کيس **پاڪ** ڪيو. ٻيبيءَ کي اِها خبر پيئي ته هوءَ ناراض ٿي، جنهن تي محمد صاحب قسم کنيو ته آءٌ اُئين نه ڪندس؛ ۽ پڻ **ٻيبيءَ** کي چيائين ته اِها ڪنهنکي نه ٻڌائج. ٻيبيءَ قبول ڪيو ته نه ٻڌائيندس. پر هوءَ اُن ٻيءَ ٻيبيءَ کي وڃي ٻڌايو. تنهن تي خدا هيءَ آيت لاٿي ته جنهن شيءِ کي اسان تو لاءِ **حلال** ڪيو آهي، تنهنکي تون حرام ڇو ٿو ڪرين؟ اِئي ٻڌيمان ماڻهو ويچارين، ته ڀلا ڪڏهن خدا به ڪنهنجي گهر جا فيصلا ڪندو ٿو وتي! **وري** محمد صاحب جو آچرڻ [چرتر] ته اُنهن ڳالهين منجهان ٿي پڌرو آهي. ڇاڪاڻ ته جو گهڻيون زالون رکندو، سو خدا جو ڀڳت يا **پيغمبر** ڪئن ٿي سگهندو؟ وري جو پکشپات سان هڪڙي استريءَ کي بيمانو ڪري ۽ ٻيءَ کي عزت ڏئي، سو پاسو وٺندڙ هئڻ ڪري اَڌرمي ڇو ڪينهي؟ ۽ جو گهڻين استرين هوندي به مجهائين نه ڌاپي. **ٻانهين** سان ڦاسي تنهن وٽ لڄ خوف ۽ **ڌرم** رهندو ڪئن؟ ڪنهن چيو آهي ته कामातुराणां न भयं न लज्जा يعني ڪامي [وشئي] پرش کي پاپ ڪندي نه ڀؤ ٿيندو آهي ۽ نه لڄ. وري **خدا** به پيغمبر محمد صاحب ۽ سڀن استرين جي جهڳڙن نبيرڻ لاءِ ڄڻڪ **سرپنچ** [امين] ٿيڻجي ويٺو آهي. اِئي ٻڌيمان لوڪ ويچار ڪن ته اهو **قرآن** ڪنهن ودوان يا **ايشور** جو ٺاهيل آهي، يا ڪنهن ٻي علم خود مطلبيءَ جو؟ ڳالهه صاف ڏسڻ ۾ ايندي. ٻيءَ آيت منجهان معلوم ٿو ٿئي ته سڀڪا **ٻيبي** محمد صاحب کان ناراض ٿي هوندي، جنهن تي خدا اِها آيت لاٿي ڪيس ڏڙڪايو هوندو، ته جيڪڏهن تون گوڙ ڪنديون ۽ محمد صاحب تو کي **طلاق** ڏيندا ته سڀن خدا کين تو کان چڱيون ٻيبيون ڏيندو، جي مڙس سان ته مليون هونديون. ڪو ٿورڙي عقل وارو ماڻهو به ويچاري سگهي ٿو ته اهي خدا جا ڪم آهن يا پنهنجي مطلب ڪڍڻ جا؟ اهڙين اهڙين ڳالهين منجهان برابر ثابت آهي ته خدا ڪجهه ڪين چوندو هو. رڳو ديش ڪال [موقع ۽ محل] ڏسي، پنهنجو مطلب ڪڍڻ لاءِ خدا جي طرفان محمد صاحب چئي ڇڏيندا هئا. جي ماڻهو اهي ڳالهيون خدا جي ٿي طرفان سمجهن ٿا، تنهنکي اسين ته ڇا پر سڀ ورا ٻڌيمان ماڻهو اُئين ٿي چوندا ته خدا ڇا ٿيو، ڄڻڪ محمد صاحب لاءِ زالون آڻيندڙ **نائي** [حجم] آهي (١٤٠).

١٤٤. اي نبي! جهاد ڪر **ڪافرن** ۽ منافقن سان ۽ اُنهن تي سختي ڪر.

(منزل ٧، سيپارو ٢٨، سورت التحريم آيت ٩).

**سميڪشا:-** مسلمانن جي خدا جي ليلا ڏسو! ٻين مذهبن جي ماڻهن سان وڙهڻ لاءِ پيغمبر ۽ مسلمانن کي ڀڙڪائي رهيو آهي. انڪريئي مسلمان ماڻهو **فسادن** ڪرڻ ۾ لڳائي رهندا آهن. پرماتما ڪا مسلمانن تي ڪرپا درشٽي [مهر جي نظر] ڪري جو هو **فساد** ڪرڻ

چڙڏي ڏاڻ ۽ سيني جا مٿر ڪٽجي رهن (١٤٤).

**١٤٥.** ڦاٽي پوندو آسمان. پوءِ هو اُن ڏينهن سست ٿيل هوندو (١٦). ۽ فرشتا آسمان جي ڪنارن تي هوندا، ۽ تنهنجي پالڻهار جو تخت تنهن ڏينهن اٺ فرشتا پنهنجي مٿي ان ڪڻندا (١٧)، اُن ڏينهن اوهانکي [الله جي] آڏو ڪيو. اوهانجو ڪوبه ڳجهه اڪل نه رهي سگهندو (١٨). پوءِ جنهنکي سندس ڪرم پتر سندس ساڄي هٿ ۾ ڏنو ويو، سو چوندو ته وٺو منهنجو اعمال نامو پڙهو (١٩). ۽ جنهنکي سندس ڪرم پتر سندس کٻي هٿ ۾ ڏنو ويو، سو چوندو ته هاءِ اومان! جيڪر منهنجو اعمال نامو مونکي نه ملي ها (٢٥). (منزل ٧، سيپارو ٢٩، سورت الحاقه).

**سمڪشڪ:-** واهه! ڪهڙي نه فيلسوفي ۽ نياءَ جي ڳالهه آهي! ڀلا آڪاش [آسمان] به ڪڏهن ڦاٽي سگهي ٿو؟ ڇا هو ڪپڙي جهڙو آهي جو ڦاٽي پوندو؟ جي مٿين لوڪ* کي آسمان ٿا ڪوٺيو ته اها ڳالهه ودين جي ورڌ آهي. قرآن واري خدا جي مجسم [شرير ڌاري] هجڻ ۾ هينئر ته ڪو **شڪ** نه رهيو. ڇاڪاڻ ته **تخت** تي ويهڻ ۽ ڪيس **اٺن** کڻڻ ڪان ڪناڻ شرير واري ٿيڻ کانسواءِ هرگز ممڪن ڪونهي! ۽ شرير واري جي ٿي آڏو يا پوئتان اچي سگهجي ٿو. جي هو شرير وارو آهي ته ايڪ ديشي [محدود المڪان] هجڻ ڪري سرو گيه، سرو وياپڪ، سرو شڪتيمان نٿو رهي سگهي، ۽ نه ڪڏهن سڀني ورحن جا سمورا ڪرم جاڻي ٿو سگهي. پڃ آتمائن جي ساڄن هٿن ۾ ڪرم پتر ڏيڻ، سندن ڪيس پڙهائڻ، چڱن کي بهشت ۾ موڪلڻ، ۽ پاپ آتمائن جي کٻي هٿن ۾ ڪرم پتر ڏيڻ، ڪين دوزخ ۾ موڪلڻ ۽ ڪرم پتر پڙهي نياءُ ڪرڻ- اهي به **عجب** ڳالهيون آهن. ڀلا اهڙا ڪم سروگيه جا ٿي سگهن ٿا؟ بلڪه نه! اهي سموريون ڪاروايون **ٻاراڻيون** آهن (١٤٥).

**١٤٦.** جنهن **ڏينهن** جي ڊيگهه پنجاهه هزار ورهيه آهي، تنهن ۾ فرشتا ۽ روح [جبرائيل] اُن [الله] ڏانهن چڙهندا (٤). جنهن ڏينهن **قبرن** مان ڊوڙندا نڪرندا، ڄڻ ته اهي ڪنهن نشان [جهنڊي] ڏانهن ڊڪن ٿا (٤٣). (منزل ٧، سيپارو ٢٩، سورت المعارج).

**سمڪشڪ:-** جي **ڏينهن** جي ڊيگهه پنجاهه هزار ورهيه آهي، ته **رات** جي ڊيگهه پنجاهه هزار ورهيه ڇو ڪينهي؟ جي ايڏي وڏي رات ڪانهي ته ايڏو وڏو ڏينهن به ٿي نٿو سگهي. ڇا پنجاهه هزار ورهين تائين خدا، فرشتا ۽ ڪرم پترن وارا بيٺا، ويٺا يا جاڳندائي رهندا؟ جي ائين ٿيو ته سڀئي بيمار ٿي وري مري ويندا. قبرن مان نڪري، ڇا خدا جي ڪچهريءَ ڏانهن ڊڪندا، انهن وٽ قبرن ۾ **سمن** ڪيئن پهچندا؟ ۽ انهن ويچارن ڌرماتما يا پاپي

* "مٿين لوڪ" شبد جو ترجمو اڙدو ستيارٿ پرڪاش واري "اجرام فلڪي" مرهٽيءَ واري "پرلوڪ" ۽ گجراتيءَ واري "مٿين پاسي وارو لوڪ" ڪيو آهي. انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر چرنجيو ان جملي جو ترجمو 'If you call the sky above heaven.' ٿا ڪن. اسانجي خيال ۾ رشي ديانند جو مطلب اهو هو ته "جيڪي مٿان ٿو ڏسجي، تنهنکي بهشت وارو آسمان ان ڪري نٿو چئي سگهجي ڇاڪاڻ ته گول ڌرتيءَ جي پنهنجي محور تي ڦرڻ ڪري ڪوبه مقرر آسمان سدائين سندس هيٺان يا مٿان رهي نٿو سگهي." [گڪپتراو]

653



سيني ماڻهن کي ايتريءَ مدت تائين قبرن ۾ نياءَ لاءِ واجهائيندو ۽ قيد ڇو رکيائين؟ ۽ ڇا هن وقت خدا جي ڪچهري بند هوندي، ۽ خدا خواهه فرشتا واندا وينا هوندا؟ يا ڪو ڪم ڪندا هوندا؟ پنهنجن پنهنجن جاين ۾ رهندي هيڏانهن هوڏانهن گهمندا، سمهندا، ناچ ۽ تماشا ڏسندا ۽ عيش آرام ڪندا هوندا. اهڙو اندڌير ته ڪنهن به راڄ ۾ نه هوندو. اهڙين ڳالهين کي جهنگلي ماڻهن کانسواءِ ٻيو مڃيندو ڪير؟ (١٤٦).

١٤٧. بيشڪ اوهان کي نمونن نمونن ۾ پيدا ڪيائين (١٤). نه ڏسندا آهيو ڇا ته ڪيئن الله ستن آسمانن کي هڪ ٻئي مٿان [طبقا طبقا] بڻايو؟ (١٥). ۽ اُن ۾ چنڊ کي روشن ڪيائين ۽ سج کي ڏيئو بڻايائين (١٦). (منزل ٧، سيپارو ٢٩، سورت نوح).

**سميڪشڪ:-** جي جيون کي خدا پيدا ڪيو آهي، ته هو ڪڏهن به نتيه ۽ اَمر [ازلي ۽ غير فاني] ٿي نٿا سگهن. پوءِ ڀلا بهشت ۾ ڪيئن سدائين رهي سگهندا؟ جا شيءِ پيدا ٿي ٿي، سا ضرور ناس ٿي ٿي. آسمان کي هڪ ٻئي مٿان ڪيئن ٺاهي سگهيو؟ ڇاڪاڻ ته هو بي شڪل ۽ محيط [نراڪار ۽ ويڙهو] پداوٿ آهي. جي ڪنهن ٻيءَ وستوءَ کي اوهين آسمان [آڪاش] ٿا ڪوٺيو ته به ڪيس اهو نالو ڏيڻ اجايو چئبو. جي آسمانن کي هڪ ٻئي مٿان ٺاهيو اٿس ته انهن سيني جي وچ ۾ چنڊ ۽ سج ڪڏهن به رهي نٿا سگهن، جي وچ ۾ رکيا ته هڪڙو مٿيون ۽ ٻيو هيٺيون طبقو ئي روشن رهندو. انهن ٻنهي کانسواءِ ٻين سيني ۾ اونده رهڻ گهرجي. اِئين ڏسڻ ۾ نٿو اچي، تنهنڪري هيءَ ڳالهه **ڪوڙي** آهي (١٤٧).

١٤٨. هيءَ مسجدون آهن الله لاءِ، تنهنڪري الله سان گڏ ڪنهن کي نه پڪاريو. (منزل ٧، سيپارو ٢٩، سورت الجن آيت ١٨).

**سميڪشڪ:-** جي اها ڳالهه سچي آهي ته مسلمان ماڻهو **"لا الٰه الا الله محمد رسول الله"** هن ڪلمي ۾ الله سان گڏ **محمد** صاحب کي ڇو پڪاريندا آهن؟ اهو ته قرآن جي خلاف آهي. ۽ جي ورود نٿا ڪن ته قرآن جي هن ڳالهه کي ڪوڙو ثابت ٿا ڪن. جي مسجدون "خدا جا گهر" آهن ته مسلمان ٿيا وڏا **بت پرست**. ڇاڪاڻ ته جئين پوراڻي ۽ جيني ڪنهن ننڍڙي بت کي خدا جو گهر مڃڻ ڪري **بت پرست** ٿا ليکجن، ته اهي ماڻهو ڇونه ليکبا؟ (١٤٨).

١٤٩. ۽ سج ۽ چنڊ گڏ ڪيا. (منزل ٧، سيپارو ٢٩، سورت قيامت آيت ٩).

**سميڪشڪ:-** ڀلا سج ۽ چنڊ ڪڏهن گڏجي به سگهن ٿا؟ ڏسو! هيءَ ڪهڙي نه بي سمجهيءَ جي ڳالهه آهي. وري سج ۽ چنڊ کي گڏ ڪرڻ جو مطلب ڪهڙو اٿس؟ ۽ ٻين سيني لوڪن [ٿارن يا گرهن] کي ڪٺي نه ڪرڻ ۾ ڪهڙو دليل اٿس؟ هن نموني جون اڻ گهڙيون ڳالهيون ڪڏهن پرميشور جون ٿي سگهنديون ڇا؟ بي علم ماڻهوءَ کانسواءِ ٻئي ڪنهن ودوان ماڻهوءَ جون به ٿي نٿيون سگهن (١٤٩).

١٥٠. ۽ وٽن هميشه رهندڙ ڇوڪر پيا ڦرندا رهندا. جڏهن انهن کي ڏسندين ته تون کين ڪنڊيل موتي ڀائيندين (١٩). ۽ **چانديءَ** جا ڪنگڻ کين پارايا ويندا، ۽ سندن پالڻهار کين پاڪ **شراب** پياريندو (٢١). (منزل ٧، سيپارو ٢٩، سورت الدهر).

**سميڪشڪ:-** ڪيئن سائين! مولويءَ جي رنگ وارا **نيڻنگو** اُتي ڇا لاءِ ٿا رکيا وڃن؟ ڇا جوان ماڻهو سندن شهوا نٿا ڪري سگهن يا استرين ڪين راضي ڪري نٿيون سگهن؟ هيءَ جو پاپي ماڻهو ڇوڪرن سان بڇڙائي ڪندا آهن، تنهن ڀيهد بڇڙي ڪم جو بنياد **قرآن** جو اِهوئي وچن [آيت] هجي، تنهن ۾ ڪهڙو عجب؟ **وري** بهشت ۾ مالڪن ۽ نوڪرن هجڻ ڪري مالڪن کي سک ۽ نوڪرن کي دک ڇو لڪو ملي، ۽ اِهو پکشپات ڇو آهي؟ وري جي خدا پاڻ **شراب** پياريندو ته هو به سندن نوڪرن جهڙو ٿيو. پوءِ خدا جي وڏائي رهي ڪيئن سگهندي؟ ۽ اُتي بهشت ۾ استرين پرشن جي سماگم ٿيڻ ڪري **گرڀ** رهندو آهي يا نه، ٻار ٻچا به پيدا ٿيندا آهن يا نه؟ جي نٿا ٿين ته سندن سماگم ڪرڻ اجايو ڇٽيو. ۽ جي ٿيندا آهن ته اُهي **جيو** آيا ڪٿان؟ ۽ خدا جي شهوا ڪرڻ کانسواءِ بهشت ۾ پيدا ڇو ٿيا؟ جي پيدا ٿيا ته ڇٽيو ته ڪين ايمان آڻڻ ۽ خدا جي ڀڳتيءَ ڪرڻ کانسواءِ بهشت مفت ۾ ملي ويو! ڪن ويچارن کي ته ايمان ڪاڻپوءِ ۽ ڪن کي ته ڌرم ڪرڻ کانسواءِ ئي سک ملي وڃي، اِن کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو اَنياءُ ٿيندو؟ (١٥٠).

**١٥١.** اعمالن [ڪرمن] موجب اُهي بدلا ڏنا ويندا (٢٦). ۽ پيالا آهن ڀريل (٣٤). تنهن ڏينهن روح ۽ فرشتا صفون ٻڌي بيهندا (٣٨). (منزل ٧، سيپارو ٣٠، سورت النبا).

**سميڪشڪ:-** جي ڪرمن اَنوسار ڦل ملي ٿو ته [ٻڌايو ته] سدا بهشت ۾ رهندڙ حورون، فرشتن ۽ مولويءَ جهڙن ڇوڪرن کي ڪهڙن ڪرمن اَنوسار هميشه بهشت مليو آهي؟ جي پيالا ڀري ڀري **شراب** پيئندا ته مست ٿي ڇو نه وڙهندا؟ اِتي روح هڪ فرشتي جو نالو آهي جو سڀني فرشتن کان وڏو آهي. ڇا خدا روح ۽ فرشتن کي قطار ۾ بيهاري پلٽڻ ٺاهيندو؟ ڇا پلٽڻ کان سڀني جيون کي سزا ڏياريندو؟ اُن وقت خدا اُتي بيهندو يا ويٺو هوندو؟ جي قيامت تائين خدا پنهنجي سموري پلٽڻ گڏ ڪري شيطان کي پڪڙي وٺي، ته سندس راڄ بي خوف ٿي پوي. ڇا خدائي نالو اِنهو ئي آهي؟ (١٥١).

**١٥٢.** جڏهن سج ويڙهيو ويندو (١). ۽ جنهن وقت تارا ميرا ٿيندا (٢). ۽ جڏهن جبل هلايا ويندا (٣). ۽ جڏهن آسمان جي کل لاٿي ويندي (١١).
(منزل ٧، سيپارو ٣٠، سورت التڪوير).

**سميڪشڪ:-** گول سج ويڙهيو ويندو، اِها ته ڏاڍي نادانيءَ جي ڳالهه آهي! وري تارا ڪيئن ميرا ٿي سگهندا؟ ۽ بيجان [جڙ] هجڻ ڪري جبل ڪيئن هلندا؟ ۽ آسمان کي ڪو جانور سمجهيو اٿس ڇا جو سندس کل لاٿي ويندي؟ هيءَ ته وڏي نادانيءَ ۽ **جهنگليپڻي** جي ڳالهه آهي (١٥٢).

**١٥٣.** ۽ جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو (١). ۽ جڏهن تارا ڇاڻجي پوندا (٢). ۽ جنهن وقت درياهه ڇيريا ويندا (٣). ۽ جنهن وقت قبرون جيئرين ڪري اٿاريون وينديون (٤).
(منزل ٧، سيپارو ٣٠، سورت الفطار).

**سميڪشڪ:-** واهه سائين قرآن جا ٺاهيندڙ **فيلسوف**! آسمان کي ڪو ڪيئن ڦاڙي

سگهندو؟ ۽ تارن کي ڪيئن ڇاڻي سگهبو؟ وري درياه کي ڪاٺ آهن ڇا جو چيري ڇڏيندو؟ ۽ ڦمرون مـثـل آهن ڇا جو جڙيـئون ڪري سـگهبيون؟ اهي سموريون ڳالهيون پارائين [ڳالهين جيان] آهن (١٥٣).

**١٥٤.** برجن واري آسمان جو قسم آهي (١). بلڪ اُهو قرآن بزرگ آهي (٢١)۰ لوح محفوظ [حفاظت ڪيل تختي] ۾ لـکيل آهي (٢٢). (منزل ٧، سيپارو ٣٠ ۾ سورت البروج).

**سمڪشڪ:-** قرآن جو ناهيندڙ پوگول ڪگول (جاگرافي ۽ جولش) ذرو به نه پڙهيا هئا ۽ نه ته جيڪر آڪاش کي قلعي وانگر برجن وارو ڇو ڄاڻائي ها؟ جي ميش [حمال=Arics] آدي راسين (برجن) کي برج ٿو ڪوٺي ته پيا [تارن جا ميڙ] برج ڇو ڪينهن؟ ڪهڙي اهي ابرج ڪينهن پر سيپٽي تـارا آهن. ڇا اُهو قرآن خـدا وٽ آهي؟ جيڪڏهن هيءَ قرآن سندس تهيل آهي ته اُهو قـرآن به وديـا ۽ ڪٿي [دليل] جـي ورڌ هئڻ ڪري ڏاڍي جهالت سان پريل هوندو (١٥٤).

**١٥٥.** تحقيق اُهي مڪر ٿا ڪن. هڪ مڪر (١٥) ۽ آءٌ به مڪر ڪندو آهيان، هڪ مڪر (١٦). (منزل ٧، سيپارو ٣٠ ۾ سورت طارق)

**سمڪشڪ:-** مڪر چوندا آهن ٺـڳيءَ کي. ڇا خدا به ٺـڳ آهي؟ وري چوريءَ جو جواب چوري ۽ ڪوڙ جو جواب ڪوڙ آهي ڇا؟ جيڪڏهن ڪو چور ڪنهن ڀلي ماڻهوءَ جي گهران چوري ڪري ته ڇا هو ڀلو ماڻهو به سندس گهر وڃي چوري ڪري؟ واهِ جو آهين، قرآن جا ناهيندڙ! (١٥٥).

**١٥٦.** ۽ جڏهن تنهنجو مالڪ ايندو ۽ فرشتا صف بڌي [ايندا] (٢٢). ۽ اُن ڏينهن دوزخ کي آڻبو (٢٣). (منزل ٧، سيپارو ٣٠ ۾ سورت فجر).

**سمڪشڪ:-** ڇئو سائين! جئن ڪوتوال ۽ سپه سالار پنهنجي سئنا ساڻ ڪري قطار بڌي گهمندا آهن، تئن ئي اِنهن جو خدا ٿو ڪري! ڇا دوزخ کي گهڙي [دلي] جيان سمجهيو اٿن، جو کيس جتي وٺندن، اُتي کڻي ويـنـدا؟ جـي اهڙو ننڍڙو آهي ته بيشمار قيدي منجهس سمائجي ڪيئن سگهندا؟ (١٥٦).

**١٥٧.** پـوءِ الله جي پيغمبر کين چيو تـه اَللهه جي **ڏاچيءَ** جي سنڀال ڪريو ۽ سندس پاڻيءَ پيئڻ جو وارو آهي (١٣). پوءِ پيغمبر کي ڪوڙو ڀانيائون؛ پوءِ ڏاچيءَ جا پير ڪپيائون؛ پوءِ سندن پالڻهار مٿن وبا [عذاب] پلٽيو (١٤). (منزل ٧، سيپارو ٣٠ ۾ سورت الشمس).

**سمڪشڪ:-** خدا به ڏاچيءَ لي چڙهي سير ڪندو آهـي ڇا؟ جي نا! ته رکي ڇا لاءِ اٿس؟ ۽ قيامت اچڻ کان اڳي پنهنجو عهد [نيم] ڀڃي مٿن وبـا جـو مرض ڇو پلٽيائين؟ جـي پلٽيائين ته کين سزا ڏيئي چڪو! پوءِ ته قيامت جي رات جو نياءُ ڪرڻ ۽ اُن رات جو هجڻ به ڪوڙ سمجهيو ويندو؛ ڏاچيءَ جي هن بيان منجهان اَنومان ٿو ٿڪري ته عربستان ۾ اُٺ ۽ ڏاچيءَ کانسواءِ ٻيا جانور گـهـٽ ٿـا ٿين. ان مان ثابت ٿو ٿئي ته ڪنهن **عربستان** جي رهاڪوءَ **قرآن** ناهيو آهي (١٥٧).

١٥٨. جيڪڏهن باز نہ ايندو تہ ضرور ڪنهن پيشانيءَ جي وارن کان وٺي گهليندا سون (١٥). اها پيشاني جا ڪوڙي ۽ گنهگار آهي (١٦). اسين ڏسنداسون دوزخ جي داروغي کي (١٨). (منزل ٧، سيپارو ٣٠، سورت العلق).

**سمڪشڪ:-** گهلڻ جو نيچ ڪم پٽيوالن جو آهي، تنهنڪري بہ **خدا** ڪونہ بچيو! ڀلا ڪنهن جيو ڪانسواءِ پيشاني بہ ڪڏهن ڪوڙي ۽ پاپي ٿي سگهي ٿي؟ جو جيلخاني جي داروغي کي ٿو گهرائي، سو بہ ڪڏهن **خدا** ٿي سگهي ٿو؟ (١٥٨).

١٥٩. بيشڪ اسان قرآن کي رات قدر ۾ لاٿو (١). ۽ توکي **ڪهڙي** خبر تہ ڇا آهي شب قدر؟ (٢). منجهس فرشتا ۽ روح * پنهنجي پالڻهار جي حڪم سان سڀڪنهن ڪم [جي پورائيءَ لاءِ] لهندا آهن (٤). (منزل ٧، سيپارو ٣٠، سورت القدر).

**سمڪشڪ:-** جي قرآن کي هڪڙيءَ رات اندر لاٿو اٿس تہ فلاڻي آيت فلاڻي وقت لٿي ۽ قرآن هوريان هوريان لاٿائين، اهي ڳالهيون ڪيئن سچيون ٿي سگهنديون؟ راتيون تہ اونداهيون ٿينديون آهن، ان بابت پڇا ٿي ڪهڙي؟ اسين لکي آيا آهيون تہ هيٺ ۽ مٿي ڪجهہ بہ ٿي نٿو سگهي، پر اِتي لکيل آهي تہ فرشتا ۽ روح خدا جي حڪم سان سنسار ۾ پرچار ڪرڻ لاءِ لهندا آهن. اِن مان ثابت ٿيو تہ خدا بہ ماڻهوءَ جيان هڪ ديشي [محدود المڪان] آهي. اِيستائين تہ خدا ۽ فرشتن ۽ پيغمبر اِنهن ٽن جي ڪٿا ڏسندا آيا آهيون، هينئر هڪ **چوٿون** روح القدس [پوتر آتما] بہ نڪري آيو! اِلاجي اِهو چوٿون پوتر آتما ڪهڙو آهي! عيسائين جي مذهب ۾ تہ پتا، پتر ۽ پوتر آتما اِنهن ٽن کي مڃيندا آهن، پر هت اُنهن کان وڌيڪ چوٿون بہ وڌي ويو. اوهين چوندا تہ اسين اِنهن ٽن کي خدا ڪري نٿا مڃون. اِئين بہ هجي، پر جيڪڏهن روح القدس خدا آهي، تہ خدا فرشتن ۽ پيغمبرن کي پوتر آتما ڪونہ ڪيو يا نہ؟ جي اِهي بہ پوتر آتما آهن تہ ڪنهن خاص وجود کي پوتر آتما ڇو ٿا ڪوٺيو؟ خدا گهوڙن وغيره جانورن، رات، ڏينهن، ۽ قرآن وغيره جا قسم ٿو کڻي؛ ۽ قسم کڻڻ ڀلن ماڻهن جو ڪم نہ آهي (١٥٩).

## قرآن بابت سمڪشڪ جو رايو

هينئر هيءَ قرآن جو مضمون [وشيہ] لکي بڌيمانن جي اڳيان رکان ٿو، جو [هو سمجهن] تہ هيءَ ڪتاب آهي ڪيئن؟ مون کان پڇو، تہ هيءَ **ڪتاب** نہ ڪنهن ودوان جو لکيل ۽ نہ علم وارو ٿي سگهي ٿو. اِهي تہ بلڪل ٿورڙا دوش ان لاءِ ظاهر ڪيا اٿم ؛ جو ماڻهو دوکي ۾ پئجي اجايا جنم نہ وڃائين. ان ۾ جيڪا ٿوري سچائي آهي، سا ويد آدي پستڪن جي انڪول هئڻ ڪري جهڙي مونکي سويڪار آهي، تهڙي ٻين مذهبن جي هٺ

* روح جي معنيٰ آريہ ڀاشا واري ستيارٿ پرڪاش ۾ "پوتر آتما" ڊاڪٽر چرنجيو واري انگريزي ستيارٿ پرڪاش ۾ "Holy Ghost" يعني روح القدس، ۽ مرهٽي ستيارٿ پرڪاش ۾ "جبرائيل" ڪيل آهي؛ ڇاڪاڻ تہ روح القدس يا پوتر آتما ۽ روح الامين جبرائيل جا ئي نالا آهن. (ڪٿيتراو)

657



۽ پڪشپاتن کان ٻري وهندڙ ودوانن ۽ ٻڌيمانن لاءِ ٻڌ مجڻ جهڙي آهي. ان کان سواءِ اُهو جيڪي مڃجهس آهي، سو سمورو اوديا ۽ ٻرمن جي ڇار هٺڻ ڪري منش جي آتما کي پشوءَ جهڙو بڻائيندڙ، اَمن ۾ خلل وجهائيندڙ، فساد مچائيندڙ، ماڻهن ۾ ورود ڦهلائي هڪ ٻئي لاءِ دک وڌائيندڙ وشيه آهي. وري پنو اڪتي دوش [ساڳيءَ ڳالهه کي وري وري چوڻ جي عيب] جو ته قرآن ڄڻڪ خزانو ئي آهي.

شل پرماتما سڀني منشن تي دايا ڪن، جو سڀئي هڪ ٻئي سان پريم ۽ ميلاپ ڪن ۽ هڪ ٻئي جي ڀلائيءَ جي واڌاري ڪرڻ ۾ لڳا رهن. جئن آءٌ پنهنجي خواه ٻين جي مت متانترن جا دوش پکشپات کي ڇڏي ظاهر ٿو ڪريان، تئن ئي جيڪڏهن سڀئي ودوان لوڪ ڪندا، ته هڪ ٻئي جي وروڌ نڪرڻ ڪري، ايڪتا اچڻ ڪري، ۽ خوشيءَ سان هڪڙي ڌرم کي مڃڻ ڪري، سچائي پراپت ڪرڻ ۾ تڪليف ئي ڪهڙي ٿيندي؟ هيءُ ٿورڙو قرآن جي وشيه لي لکيو اٿم. ٻڌيمان ۽ ڌرماتما ماڻهو ليکڪ جي منشا موجب هن ليکه کي سمجهي مڃجهائنس لاڀ پرائين ۽ جيڪڏهن ڪٿي ڀرم [غلط فهميءَ] مجهان ڪا ڀل ٿيل هجي ته تنهنکي اُهو درست ڪري وٺن.

باقي رهي اها هڪ ڳالهه، ته ڪيترا مسلمان ائين چوندا، لکندا، ۽ ڇپائيندا ٿا رهن ته اسانجي مذهب جي ڳالهه اٿرووید ۾ لکيل آهي.

**پرشن**:- ڇا اوهان سڄو اٿرووید پڙهيو آهي؟ جي هائو! ته الو اپنشد ڏسو، جا جنسي مڃجهس لکيل آهي. پوءِ ڪئن ٿا چئو ته اٿرووید ۾ مسلمانن جو نشان به ڪونهي؟

अथाल्लोपनिषदं व्याख्यास्यामः ।

अस्माल्लां इल्ले मित्रावरुणा दिव्यानि धत्ते ।। इल्लल्ले वरुणो राजा पुनर्दुदुः ।। हया मित्रो इल्लां इल्लल्ले इल्लां वरुणो मित्रस्तेजस्कामः ।। १ ।।
होतारमिंद्रो होतारमिन्द्र महासुरिन्द्राः । अल्लो ज्येष्ठं श्रेष्ठं परमं पूर्णं ब्रह्माणं अल्लाम् ।। २ ।।
अल्लोरसूलमहामदरकबरस्य अल्लो अल्लाम ।। ३ ।।
आदल्लाबूकमेककम् ।। अल्लाबूक निखातकम् ।। ४ ।।
अल्लो यज्ञेन हुतहुत्वा ।। अल्लासूर्य्य चन्द्र सर्व नक्षत्राः ।। ५ ।।
अल्ला ऋषीणां सर्वदिव्यां इन्द्राय पूर्वं माया परममन्तरिक्षाः ।। ६ ।।
अल्लः पृथिव्या अन्तरिक्षं विश्वरूपम् ।। ७ ।।
इल्लांं कबर इल्लां कबर इल्लां इल्लल्लेति इल्लल्लाः ।। ८ ।।
ओम् अल्लाइल्लां अनादिस्वरूपाय अथर्वणाश्यामा हुं ह्रीं जनानप शूनसिद्धान् जलचरान् अदृष्टं कुरु कुरु फट् ।। ९ ।।
असुर संहारिणो हुं ह्रीं अल्लोरसूल महमदरकबरस्य अल्लो अल्लाम इल्लल्लेति इल्लल्लाः ।। १० ।।

ان ۾ جو چٽيءَ ريت محمد صاحب کي رسول لکيل آهي، تنهن مان سڌ آهي ته مسلمانن جي مذهب جو بنياد ويد آهي.

**اُتر**:- جي اوهان اٿرووید نه ڏٺو هجي، ته اسانوٽ اچي مڊي کان پڙهيءَ ٿائين ڏسي وڃو. يا ٻئي ڪنهن اٿرووديءَ وٽ [وڃي] و اهن ڪانڊن واري منتر سنگهتا اٿرووید

کي ڏسي ڇڏيو. ان ۾ اوهين ڪٿي به نه پنهنجي پيغمبر جو نالو ۽ نه [مسلماني] مذهب جو نشان لهي سگهندا. وري هيءَ جو الو اپنشد آهي، سو نه ڪي اٿرووید ۾ آهي، نه سندس گوپٿ براهمڻ ۾، ۽ نه سندس ڪنهن شاخ ۾ آهي. انومان آهي ته اهو اڪبر بادشاه جي زماني ۾ ڪنهن ٺاهيو هوندو. انجو ٺاهيندڙ ڪجهه عربي ۽ ڪجهه سنسڪرت به پڙهيل ٿو ڏسجي، ڇاڪاڻ ته منجهس عربي ۽ سنسڪرت جا اکر لکيل ٿا لڀن.

ڏسو پهرئين شلوڪ ۾ لکيل لفظ:-

अस्माल्लां इल्ले मित्रा वरुणा दिव्यानि धत्ते ।

جتي انهن ۾ अस्मालां ۽ इल्ले عربيءَ جا ۽ मित्रा वरुणा दिव्यानि धत्ते اهي سنسڪرت اکر آهن، تتي به هر هنڌ ڏسڻ ڪري سمجهجي ٿو ته انهيءَ جو ٺاهيندڙ سنسڪرت ۽ عربي ڄاڻندو هو. جيڪڏهن انجي ارٿ کي ڏسو ته اهو بناوتي، بي دليل، ۽ ويد ۽ وياڪرڻ جي نيمن جي ابتڙ ثابت ٿيندو. جتي هيءَ اپنشد ٺاهيو اٿن، تتي ٻيا به ڪيترائي اپنشد مت متانتر وارن پکشپاتي لوڪن ٺاهي ڇڏيا آهن. مثال لاءِ سوروپ اپنشد، نرسنگهه تاپني، رام تاپني، گوپال تاپني وغيره.

**پرشن:-** اڃا ته اڄ تائين ڪنهن نه چيو آهي. هينئر اوهين ٿا چئو، اوهانجي ڳالهه ڪئن مڃينداسون؟

**اتر-** اوهانجي مڃڻ يا نه مڃڻ ڪري اسانجي ڳالهه ڪوڙي ڪانه ٿي سگهندي. جتي مون ان کي بي دليل سڌ ڪيو آهي، ساڳيءَ ريت جڏهن اوهين به اٿرووید، گوپٿ يا سندس شاخن منجهان ڪنهن به پراچين سمي جي لکيل شاخ ۾ جتي جو تتي [الو اپنشد] لکيل ڏيکاريندا ۽ ارٿ موجب به ٺيڪ سڌ ڪندا، تڏهن ٿي اوهان جي ڳالهه مڃي سگهجي.

**پرشن:-** ڏسو! اسان جو مذهب ڪهڙو نه چڱو آهي، جنهن ۾ هر نموني جو سک ملي ٿو ۽ پڇاڙيءَ جو **نجات** [مڪتي] به ٿي ملي!

**اتر:-** هر ڪنهن مذهب وارا ائين ٿا چون، ته اسانجو مذهب چڱو ۽ باقي سڀ بڇڙا آهن. ۽ اسانجي مت کانسواءِ [ٻئي مذهب منجهان] مڪتي نه ملي سگهندي. [هينئر ٻڌايو ته] اوهانجي ڳالهه سچي سمجهون يا انهيءَ جي؟ اسين ته ائين مڃيندا آهيون ته سته ڀاشڻ [سچ ڳالهائڻ]، اهنسا [ڪنهن کي ايذاءُ نه رسائڻ]، ديا [رحم ڪرڻ] آدي چڱن ڪمن جو سڀني متن ۾ هڪ چڱو آهي. باقي جهيڙا، فساد، ايرشا، دويش، ڪوڙ ڳالهائڻ وغيره ڪرمن جو هڪ سڀني متن ۾ خراب آهي. جي سچي **ڌرم** کي گرهڻ ڪرڻ جي اڇا هجيو، ته **ويدڪ ڌرم** کي گرهڻ ڪريو.

اڳتي جيڪي آءٌ مڃان ٿو ۽ جيڪي نٿو مڃان، سو ٿورڙي ۾ ڏيکاريو.

شريمد سوامي ديانند سرسوتيءَ جو رچيل سندر ڀاشا سان سينگاريل ستيارٿ پرڪاش جو چوڏهون سملاس مسلمانن جي عقيدن بابت سماپت ٿيو.



659

# ओ३म्

## स्वमन्तव्यामन्तव्यप्रकाश

## منتويه ۽ امنتويه پرڪاش

# پنهنجن منتوين [مڃيل يا سويڪار ڪيل سڌانتن] ۽ امنتوين ( ڇڏيل يا تياڳ ڪيل سڌانتن ) جو ورنن

**منتويه ۽ امنتويه جي سمجهاڻي :-** سرو تنتر سڌانت ارٿات سامراجيه سارو ڀؤمڪ ڌرم [ عام مڃيل اصول ارٿات سڀني سنسارين جي قبول ۽ هر ڪنهن لاءِ لاڳو ٿيندڙ ڌرم ] اهڙي آهي، جنهن کي سدا کان سڀئي مڃيندا آيا آهن، اڃا مڃين ٿا، ۽ اڳتي مڃيندا رهندا. ڪن سناتن ۽ نتيه ڌرم انڪري ئي ڪوٺيندا آهن، جو ڪو به سندس وروڌ ڪري نٿو سگهي. جيتوڻيڪ ڪي اڻ پڙهيل سڄڻ يا ڪنهن مت * واري ماڻهوءَ هٿان ڀرمايل منش ڪنهن ڳالهه کي اُبتو مڃيندا يا سمجهندا، تنهن هوندي به بڌيمان لوڪ ڪيس ٽيڪو ڏيندا نه ٿي ڪن. پر هائو. جنهن ڳالهه کي آپت ارٿات ستيه ماني [ سچ مڃيندڙ ]، ستيهوادي [ سچ ڳالهائيندڙ ]، ستيه ڪاري [ ستيه ڪرم ڪندڙ ]، پر اُپڪارڪ پکشپات رهت ودوان مڃيندا آهن، سوئي سڀني لاءِ منتويه آهي، ۽ جنهن کي اهي نٿا مڃين، سو امنتويه هجڻ ڪري پرماڻ جي لائق نٿو رهي.

**ستيارٿ پرڪاش لکڻ جو سچو مقصد --** تنهن ڪري ويد آدي ستيه شاستر ۽ برهما کان وٺي جيمنيءَ تائين [ سڀني رشين منين جا مڃيل جي ايشور آدي پدارٿ £ آهن، جن کي آءٌ پاڻ به مڃان ٿو، سي سڀئي سڄڻ مهاشين اڳيان پرڪاشت ڪريان ٿو. آءٌ پنهنجو منتويه انهي کي مڃان ٿو، جو ٽنهي ڪالن ۾ هر ڪنهن لاءِ هڪجهڙو مڃڻ لائق آهي. ڪنهن نئين خيال يا مت متانتر هلائڻ جو منهنجو ذرو به ارادو نه آهي، بلڪ جيڪي ستيه آهي

---

* "مت وارو" اهو ماڻهو آهي جنهن جو وشواس ڪنهن جي هٺ ڌرمي پٺي يا هڪ پاسي جي برخلاف جهيڙي ۽ طرفداريءَ تي ٻڌل هجي. اهڙن سڀني وشواسن کي رشي ديانند "مت" ڪوٺين ٿا. [ اردو ستيارٿ پرڪاش تان ].

£ اهي سڀئي پدارٿ جن جي ورنن ڪرڻ لاءِ شبدن جو استعمال ٿئي ٿو، "پدارٿ" ٿا سڏجن. اُن ۾ جوهر، عرض حرڪت [ درويه، گڻ، ڪرم ] آدي جيڪي به خيال اچي سگهي ٿو، سو ۽ جن جو ڳاڻاٽو جدا جدا درشن ڪارن [ ڇهن شاسترن جي ٺاهيندڙن ] جدا جدا نموني ڪيو آهي، سو سمورو شامل آهي. [ اردو ستيارٿ پرڪاش تان ].

لنھنڪي [ ٻاھڻ ] ڪرڻ. [ ٻئي کي ] مڃائڻ، ۽ جو ڪوڙ آھي لنھنڪي [ ٻاھڻ ] ڇڏڻ ۽ [ ٻئي کان ] ڇڏائڻ ئي مونکي وڻي ٿو. جي آءٌ پکشپات ڪندڙ ھجان ھا، ته آريه ورت ۾ ھلندڙ متن مان ڪنھن ھڪڙي مت ۾ ٿي آگرھه [ ھٺ ڌرمي ] ٿيان ھا. پر آءٌ اڌرم واريءَ چال چلن کي پوءِ ڀلي آھيا آريه ورت ۾ ھجي يا ڪن ٻين ملڪن ۾، ھرگز [ چڱو ] نٿو مڃان ۽ ۽ جي ڌرم واريون ڳالھيون آھن، تنھن ڇڏڻ [چڱو] نٿو ڀانيان، ۽ نڪي آءٌ ٻاھڻ ڇڏڻ ٿو گھران، ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ منشيه ڌرم [ انسانيت ] کان ٻاھر آھي.

**منشيه جي پرچاڻ** :- منشيه اُنکي ٿي ڪوٺبدا آھن، جو من شيل [ ويچاروان ] ٿي، ٻين جيون جي سک، دک، ھاڃي ۽ لاڀ کي پنھنجيءَ آتما [ جي سک، دک، ھاڃي ۽ لاڀ ] جھڙو سمجھندو آھي، جو اَنياڪاريءَ کان سندس ٻلوان ھوندي به نه ڊڄندو آھي، ۽ جو ڌرماتما کان سندس نربل ھوندي به ڊڄندو رھندو آھي. ايترو ئي نه ٻلڪ ڌرماتما منشيه ڪٿي ڪيڏو به اناٿ، نربل ۽ گڻ رھت ھجي، ته به ھو پنھنجيءَ سموريءَ شڪتيءَ سان سندس سنڀال ۽ اُنتي ڪندو رھندو ۽ پريس وٺندڙ وھنوار سان پرسن رکندو ايندو ۽ اَڌرمي ڪٿي چڪرورتي [ سڄي سنسار جو راڄا ] سناٿ [ جنھنکي گھڻا ساٿ ڏيندڙ ھجن]، مھاٻلوان ۽ گڻوان به ھجي، ته به سدائين سندس بربادي ۽ ناس ڪندو ۽ سانس اڻوڻندڙ وھنوار ھلندو رھجي. يعني جيترو ٿي سگھي اوترو ھميشه انياءَ ڪندڙن جي ٻل کي گھٽائيندو ۽ نياءَ ڪندڙن جي ٻل کي وڌائيندو رھجي. ھن ڪم ڪندي ڪنھن کي ڪيڏيون به سخت تڪليفون ڀوڳڻ - پوءِ ڀل ته ڪنھن جا پراڻ به نڪري وڃن، ته به ھن منشيه روپ ڌرم کي ڪڏھن نه ڇڏي. ان بابت شريمان مھاراجا **ڀرتري ھري** ۽ ٻين جي شلوڪ وچيا آھن، تن جو جاڻائڻ واجب سمجھي اُھي، ھيٺ لکان ٿو:-

निन्दन्तु नीति निपुणा यदि वा स्तुवन्तु, लक्ष्मीः समाविशतु गच्छतु वा यथेष्टम् ।
अद्यैव वा मरणमस्तु युगान्तरे वा, न्याय्यात्पथः प्रविचलन्ति पदं न धीराः ॥ १ ॥ भर्तृहरिः ।
न जातु कामान्न भयान्न लोभाद्, धर्मं त्यजेज्जीवितस्यापि हेतोः ।
धर्मो नित्यः सुखदुःखे त्वनित्ये जीवो, नित्यो हेतुरस्य त्वनित्यः ॥ २ ॥ महाभारते ।
एक एव सुहृद्धर्मो निधनेप्यनुयाति यः । शरीरेण समं नाशं सर्वमन्यद्धि गच्छति ॥ ३ ॥ मनुः ।
सत्यमेव जयते नानृतं सत्येन पन्था विततो देवयानः ॥
येनाऽऽक्रमन्त्यृषयो ह्याप्तकामा यत्र तत्सत्यस्य परमं निधानम् ॥ ४ ॥
नहि सत्यात्परो धर्मो नानृतात्पातकं परम् । नहि सत्यात्परं ज्ञानं तस्मात् सत्यं समाचरेत् ॥ ५ ॥

**ارٿ** :- (١) سنساري چتر منشيه نندا ڪن يا اُستتي، ڌن اچي يا ھليو وڃي، مرڻ ڀلي اڄ ئي اچي يا ڪنھن ٻئي يُڳ ۾، ڌيرجوان منشيه نياءَ جي واٽ کان ھڪ وک به ھيڏانھن ھوڏانھن نٿا ٿين. [ ڀرتري ھري ].

(٢) ڌرم کي ڪڏھن به نه ڇڏجي. نه ڪنھنجي وڻتي ڪرڻ ڪري، نه ڪنھنجي ڀؤ ڏيارڻ ڪري، نه ڪنھن لوڀ لئي ۽ نه جياپي [ جيون ] قائم رکڻ لاءِ. [ڇاڪاڻ ته ] ڌرم نت آھي

۽ سک دک الٽيءَ [ ٽوري سمي ] لاءِ آهن. جيو بہ نتيہ [ اوناشي ] آهي، پر سمدس هيتو [ جماڻي جو ڪارڻ ] انتيہ [ ناشوان ] آهي. [ مهاڀارت ].

(٣) ڌرم هڪڙولي سچو متر آهي، جو مرڻ کانپوءِ بہ جيو سان گڏجي ٿو هلي. ٻيون سڀئي وستو مرڻو اچڻ کانپوءِ ڪيس اڪدم ڇڏي ڏيون ڏين. [ منو ]

(٤) ستيہ جي جئہ [ سوڀ ] ٿيندي آهي، ۽ نہ ڪوڙ جي. وڏوان پڳت ستيہ جي مارگ تي هلندا آهن. ان واٽ تي هلڻ ڪري سڀ سڌانتن وارا ۽ وڏا رشي سچائيءَ روپي سڀني کان اوچ پدويءَ تي پهچندا آهن.

(٥) ستيہ کان وڌو ڪو ڌرم، ۽ ڪوڙ کان وڌو ڪو پاپ ڪونهي. سچ گيان ستيہ کان اوچو ڪو وڌوان ڪونهي. تنهنڪري منشيہ کي سدائين ستيہ جي اوٽ وٺڻ کپي. [اپنشد].

مٿين مهاشين جي شلوڪن جي منشا وانگر تي هرڪنهن کي پنهنجو نشچيہ [ وشواس، اعتقاد ] بنائڻ گهرجي.

اڳتي آءٌ جنهن جنهن پدارٿ کي جئن جئن مڃيندو آهيان، تئن تئن سنڪيپ سان سڀني ورڻن ڪريانٿو. سڀني وشيش ورڻن هن پستڪ جي جدا جدا جاين تي ڪري ڇڏيو اٿم. اُنهن مان:-

١. **ايشور**:- ايشور، جنهن جا برهم پرماتما وغيره نالا آهن. سو سچدانند وغيره گڻن وارو آهي؛ ۽ جنهن جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ پوتر آهن؛ جو سروگيہ، نراڪار، سرووياپڪ، اجنما، انت، سروشڪتيمان، ديالو، نيائڪاري، سڄيءَ سرشٽيءَ جو ڪرتا، ڌرتا ۽ هرتا آهي؛ ۽ جو سڀني جيون کي سڀني ڪرمن انوسار ستيہ نياءُ سان ڦل ڏيندڙ وغيره گڻن وارو آهي، تنهنکي ئي آءٌ **پرميشور** مڃان ٿو.

٢. **چار ويد سوته پرمان**:- چئني ويدن (وديا ۽ ڌرم يڪت ۽ ايشور جي پرڻيتا سان سنگهتا منتر ڀاڱ) کي آءٌ **نرڀرانت** [غلطيءَ کان آجا] ۽ سوته پرمان [پنهنجي ذاتي ثابتي] مڃيندو آهيان. اهي پنهنجو پرمان پاڻ آهن. [ ارٿات ] جنهنکي سچي سڌ ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻئي پستڪ جي گهرج ڪانهي. جئن سج يا ڏيو [ نہ وڄو ] پنهنجي سروپ کي پاڻ ئي پرڪاشڪ ڪندڙ آهن، ۽ پرٿويءَ آديءَ کي پرڪاشڪ ڪندڙ آهن، تئن ئي **چار ويد** بہ آهن.

**پرته پرمان گرنٿ**:- چئني ويدن جا براهمڻ، ڇهہ انگ، ڇهہ اپانگ، چار اپ ويد، ۽ يارهن سؤ ستاويهہ (١١٢٧) ويدن جون شاخون جي سڀني ويدن جا وياکيان روپ برهما آدي مهرشين جا ٺاهيل گرنٿ آهن، تنکي آءٌ **پرته پرمان** يعني انهنکي ويدن انڪول هئڻ ڪري **پرمان** ۽ جيڪي منجهن ويدن جي ورڌ وچن آهن، تنکي **اپرمان** ڪندو آهيان.

٣. **ڌرم ۽ اڌرم**:- جو پکشپات رهت، نياءَ آچرڻ [ نياءُ ڪرڻ]، ستيہ ڀاشڻ [ سچ ڳالهائڻ ] وغيره واري هلت چلت جا ايشور آگيا ۽ **ويدن** جي ورڌ نہ آهي تنهنکي **ڌرم** ۽ جا پکشپات سهت [ پکشپات واري]، انياءَ آچرڻ [ انياءُ ڪرڻ]، مٿيا ڀاشڻ [ڪوڙ ڳالهائڻ]، وغيره ايشور آگيا ۽ ويد جي ورڌ واري هلت چلت آهي، ان کي آءٌ **اڌرم** مڃان ٿو.

٤. **جيو**:- جو اڇا، دويش، سک، دک، ۽ گيان آدي گڻن وارو، الپگيہ ۽ نتيہ آهي

انهن کي ئي جيو مڃيندو آهيان.

٥. **جيو ۽ ايشور ۾ ڀيد:-** جيو ۽ ايشور سروپ ۽ ويڌرميه [هڪ ٻئي جي اُبتڙ گڻ، ڪرم، سڀاءَ] رکڻ ڪري (هڪ ٻئي کان) جدا جدا آهن، ۽ وياپيه، وياپڪ ۽ سادرميه [هڪ ٻئي جهڙن گڻ، ڪرمن، سڀاون] رکڻ ڪري هڪ ٻئي کان جدا نه [هڪ ٻئي سان مليل] آهن. ارٿات جئن شڪل وارو دروَيه [جوهر] نه ڪڏهن آڪاش کان جدا هو، نه آهي ۽ نه ٿيندو، تئن ئي پرميشور ۽ جيو [کي به سمجهجي] اُنهنکي آءٌ وياپيه، وياپڪ، اُپاسڪ، ۽ پتا پتر آدي سمبنڌ رکندڙ مڃيندو آهيان.

٦. **اناديءِ پدارٿ:-** انادي پدارٿ ٽي آهن. هڪ ايشور، ٻيو جيو، ٽيون پرڪرتي يعني جڳت جو ڪارڻ (علت مادي). انهن کي ئي نتيه به ڪوٺيندا آهن. نتيه پدارٿن جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءَ نتيه ٿيندا آهن.

٧. **پرواهه کان انادي** [سلسلي موجب ٻنا شروعات]:- جي درويه گڻ، ڪرم، سنجوڳ] ميلاپ] منجهان اُتپن ٿيندا آهن، سي ويوڳ [جدا جدا ٿيڻ] کان نٿا رهن. پر جنهن سامرٿيه [شڪتي] جهڙائين سنجوڳ ڪرايو هو، سا ٽن ۾ انادي رهندي آهي، جنهنڪري منجهن وري به سنجوڳ ۽ ويوڳ ٿيندا رهندا. انهن ٽنهي* کي آءٌ پرواهه کان **انادي** ٿو مڃان.

٨. **سرشٽي** [سنسار جي اُتپتي]:- جدا جدا [ڪارڻ] دروين جو گيان ۽ ترڪيب موجب ميلاپ ٿيڻ ڪري نانا [قسمين قسمين] روپن [ڏسڻ ۾ ايندڙ جهڙن وستن] جو ٺهڻ **سرشٽي** ٿو سڏجي.

٩. **سرشٽيءَ جو پريوجن:-** ايشور جي سرشٽي نمت، گڻ، ڪرم سڀاون جو سڦلو ٿيڻ [ڦل ڏيڻ يا ظاهر ٿيڻ] ئي سرشٽيءَ جو پريوجن آهي. جئن ڪنهن ٻئي پڇيو ته اکيون ڇا لاءِ آهن؟ ان جواب ڏنس ته ڏسڻ لاءِ! تئن ئي ايشور جي سامرٿين جي سڦلتا به سرشٽي رچڻ ۾ ئي آهي ۽ جيون کي سندن ڪرمن جو يٿارٿ [جئن جو تئن] ڦل ڀوڳائڻ وغيره به [سرشٽي رچنا] جا [پريوجن آهن].

١٠. **سرشٽي سڪرتڪ آهي:-** مٿي ڄاڻايل ايشور هن سرشٽيءَ جو ڪرتا [ٺاهيندڙ] آهي. سرشٽيءَ جي رچنا ڏسڻ منجهان، ۽ جڙ پدارٿن ۾ پنهنجو پاڻ مناسب ريت سان ٻج آديءَ جي شڪل ۾ اچڻ جي سامرٿيه نه هئڻ سبب سرشٽيءَ جو **ڪرتا** اوشيه آهي.

١١. **بنڌ** [ٻنڌش، قيد، جڪڙجڻ ۾ اچڻ وڃڻ]:- سنمتڪ [عارضي] آهي، يعني اوديا جي نمت سبب ٿيندو آهي، جي جي پاپ ڪرم، ايشور کانسواءِ ڪنهن ٻئي جي اُپاسنا ڪرڻ، ۽ اگيان وغيره، اهي سڀ ورا [ڪرم] دک اُتپن ڪندڙ آهن، ۽ اُنهن جي ڪري ئي بنڌ [اڻوڻندڙ آگيا کي مڃڻ لاءِ مجبور ٿيڻ يا قيد] ٿو ملي. انهي لاءِ ڪنهنکي ڪانهي، پر ڀوڳڻو پوي ٿو.

* رشي دياننڌ "آريه اُدبيش رتن مالا" ۾ لکن ٿا ته:- "ڪارڻ، جڳت، جيون جا ڪرم ۽ اُنهن جا سنجوڳ ويوڳ، اهي ٽيئي پرمپرا کان انادي آهن". تنهنڪري هن جاءِ تي "انهن ٽنهي" شبدن جو مطلب آهي "ترڪيب ڏنل درويه، گڻ ۽ ڪرم [جوهر، صفات ۽ حرڪات]" (اُڙدو ستيارٿ پرڪاش تان).

١٢. **مُڪتي** :- [ نجات ] :- سڀني ڏکن کان ڇٽڻ، ٻنڌن رهت سرو وياپڪ ايشور ۾ ان جي سرشٽيءَ ۾ پنهنجيءَ اڇا انوسار سنچر ڪندو رهڻ [ مُڪتي ٿي سڏجي ] . مقرر مدت تائين مُڪتيءَ جا آنند ڀوڳي وري سنسار ۾ اچڻو [ پوندو آهي . ]

١٣. **مُڪتيءَ جا ساڌن** :- ايشور اُپاسنا يوگ اڀياس، ڌرم انشٺان [ ڌرم تي هلڻ ] برهمچريه رکي وديا پڙهڻ، آپت وِدوانن جي سنگت ڪرڻ، ستيه وديا، چڱا ويچار، ۽ پرشارٿ آدي [ مُڪتيءَ جا ساڌن ] آهن.

١٤. **ارٿ** [ ارادي کي پراپت ڪرڻ جو سامان ]:- جنهن کي ڌرم سان پراپت ڪجي [ تنهنکي ارٿ ڪوٺيندا آهن ] ۽ جو اڌرم سان سڌ ٿئي، سو آهي انرٿ [ سامان جي مناسب گڏڻ کان خالي ]

١٥. **ڪام** :- "ڌرم" ۽ "ارٿ" جي ذريعا جنهن کي پراپت ٿئي ٿو، تنهنکي چوندا آهن ڪام [ ڪامنا، ارادو، مقصد يا فرض ] .

١٦. **ورڻ ۽ آشرم** * :- گڻ ۽ ڪرم جي يوگيتا موجب مڃيندو آهيان.

١٧. **راجا** :- جو شُڀ گڻ، ڪرم، سڀاءَ سان پرڪاشمان [ آهي ]، جو پکشپات رهت، نياءَ ۽ ڌرم جي سيوا [ ٿو ڪري ]، جو پنهنجيءَ پرجا سان پتا جيان ٿو هلي، جو پرجا کي پُٽ جيان سمجهي، سندس اُنتيءَ ۽ سک وڌائڻ لاءِ سدا يتن ڪندو ٿو رهي [ سوئي راجا ٿو سڏجي ].

١٨. **پرجا** [ رعيت ] :- پوتر گڻ، ڪرم ۽ سڀاون کي پراپت ڪري پکشپات رهت، نياءَ ۽ ڌرم جي پالنا ڪندي راجا ۽ پرجا جي اُنتي گهرندڙ، راجا سان بغاوت نه ڪندڙ ۽ راجا سان پتا جيان ورتاءُ ڪندڙ [ ماڻهو راجا جي پرجا ٿا سڏجن ].

١٩. **نياءڪاري** :- جو سدائين ويچار ڪري ڪوڙ کي ڇڏي ستيه کي پراپت ٿو ڪري، جو انياءَ ڪندڙن کي نابود ڪري ۽ نياءَ ڪندڙن جو واڌارو ٿو ڪري، ۽ جو پنهنجي آتما سمان سڀني لاءِ به سک جي اڇا ٿو ڪري، سوئي نياءَ ڪندڙ آهي، ۽ آنکي ئي آءٌ به برابر [ نياءڪاري ] ٿو مڃان.

٢٠- **ديو، آسر، راڪشس ۽ پشاچ** :- وِدوانن کي ديو، اوِدوانن [ اڻڄاڻ ماڻهن ] کي **اسر**، پاپين کي **راڪشس** [ راڪاس ]، ۽ اناچارين [ بڇڙيءَ چال وارن ماڻهن ] کي **پشاچ** مڃيندو آهيان.

٢١. **ديو پوڄا ۽ اديو پوڄا** :- وِدوانن، ماتا، پتا، آچاريه، اتٿي، نياءڪاري، راجا، ڌرماتما ماڻهن، پتي ورتا استريءَ ۽ استري ورت پتيءَ جو ستڪار [ سنمان ] ڪرڻ **ديو پوڄا** ٿي سڏجي، ۽ انجي ورڌ اديو [ غير ديو ] پوڄا. انهن جي [ جيئرن ] مورتين کي پوڄڻ، ۽ ٻين پٿرن آديءَ جي جڙ مورتين کي بلڪل اپوڄيه [ نه پوڄا جي يوگيه ] ٿو مڃان.

٢٢. **شڪشا** :- جنهن کان وديا، سڀيتا، ڌرماتمائي ۽ جتيندريتا [ اندرين کي وس ۾ آڻڻ ] ۾ سهائتا ٿي ملي ۽ اوديا وغيره دوش ٿا لهن، تنهنکي **شڪشا** [ سکيا ] چوندا آهن

---

* برهمڻ، کتري، وئش ۽ شودر جي سڀاءَ جو نالو آهي "ورڻ" ۽ جيون [ حياتي ] جي ورڇ ارٿ ٿامت برهمچريه، گرهست، وان پرستھ ۽ سنياس کي آشرم ڪوٺيندا آهن [ اڌوءَ ٿان ]

۲۳. **پراڻ:-** اِتريه آدي براهمڻ گرنٿ جي برهما آدي [مهرشين] جا ٺاهيل آهن، تنکي ئي پراڻ، اِتهاس، ڪلپ، گاٿا ۽ ناراشنسي نالن سان سڏيندو آهيان، ۽ نه ڀاڳوت آدي ٻين پستڪن کي.

۲۴. **تيرٿ:-** جي ستيه ڀاشڻ، ودّيا، ستسنگ، يم آدي، يوگ ابياس، پرشارٿ، ودّيا دان ڪرڻ وغيره چڱا ڪرم آهن، جنجي ڪرڻ ڪري [منش] دک ساگر کان پار ٿو اُڪري، تنکي ئي آءٌ تيرٿ سمجهندو آهيان، ۽ نه جل، استل [پاڻي ۽ ڌرتيءَ] وغيره وارن جاين کي.

۲۵. **پرشارٿ:-** پرشارٿ [تدبير، همت] پرارٻڌ [تقدير، قسمت] کان انڪري وڏو آهي، جو ان مجهان ئي اِڳتي اچڻ وارو پرارٻڌ ٺهندو آهي. پرشارٿ جي سڌرڻ سان ئي سڀڪي سڌري ٿو، ۽ سندس بگڙڻ ڪري سڀڪجهه بگڙي ٿو. انڪري ئي پرارٻڌ جي ڀيٽ ۾ **پرشارٿ** وڏو آهي.

۲۶. **منش:-** سک، دک، هاڃي لوڙي لاڀ ۾ منش کي سڀني سان يڪاڙگيه [واجبي رِيت] ۽ پنهنجي آتما جيان ورتاءُ ڪرڻ چڱو ۽ انکان ورڌ هلڻ ٻڇڙو ٿو سمجهان.

۲۷. **سنسڪار:-** جنجي دوارا شرير، من ۽ آتما اُتم ٿين ٿا، سي نهڪ [گرڀادان سنسڪار] کان آرنڀ ڪري مرتيوءَ [انتيشٽي سنسڪار] تائين سورهن پرڪارن جا سنسڪار آهن. انهنجو ڪرڻ آءٌ ڪرتويه [فرض] ٿو سمجهان. ساڙڻ کانپوءِ مئل لاءِ [شراڌ آدي] ڪي ڪين ڪرڻ کپي.

۲۸. **يگيه:-** يگيه اُنکي چوندا آهن، جنهن ۾ ٻڌايل ودوانن جو ستڪار ٿئي، جنهن شلپ [ڪاريگريءَ] ۽ رسائڻ [ڪيميا] اُرٿات پدارٿ ودّيا [سائنس] مجهان لاڀ پرائجي، جنهن ۾ ودّيا وغيره شڀ گڻن جو [ٻين کي] دان ڏجي، جنهن ۾ اگني هوتر [هوم] وغيره ڪجي، جنهنڪري هوا، مينهن، جل ۽ اوشڌيون [ونسپتي] پوتر بڻجي، سڀني جيون کي سک پهچائين. اهڙن يگين کي آءٌ اُتم سمجهان ٿو.

۲۹. **آريه ۽ دسيو:-** جيئن سريشٽ پرشن کي "آريه" ۽ دشٽن کي "دسيو" چوندا آهن، تئن ئي آءٌ به ٿو مڃان.

۳۰. **آريه ورت جون حدون:-** هن ديش جو نالو آريه ورت انڪري آهي، جو اُن ۾ سنسار جي آد کانوٺي آريه لوڪ رهندا آيا آهن. اُنجون حدون اُتر ۾ هماليه تائين، ڏکڻ ۾ وندياچل تائين، اولهه ڏانهن اُٽڪ* تائين ۽ اوڀر ڏانهن برهمپترا نديءَ تائين آهن. اُنهن

* اُٽڪ جو اَرٿ آهي سچي سنڌو ندي ۽ نه اُٽڪ جو شهر. هن بيان تي ويچار ڪرڻ مان پڌرو ٿيو ته آريه ورت جي اولهه، اوڀر، حد سنڌو نديءَ جي کٻي ڪناري کان برهمپترا جي سڄي ڪپ تائين آهي. اُرٿات هن بيان موجب برهمپترا نديءَ جي ڪپ تي وسيل ملڪ ۽ سنڌ جا ڪراچي، دادو، لاڙڪاڻي ۽ اتر سنڌ فرنٽيئر جا ضلع ۽ پنجاب آديءَ جو ڀاڱو جو سنڌو نديءَ جي سڄي ڪپ تي آهي، سو نه آريه ورت ۾ شمار ٿيندو ۽ نه اُنهن ملڪن جا رهاڪو آريه ڪوٺي سگهبا! پر ائين نه آهي. "آريه اُديش" رتن مالا ۾ رشي ديانند آريه ورت جون اهي ساڳيون حدون ڏيکاريندي وڌيڪ لکن ٿا ته "اُنهن چئني [حدن] جي

ڇٽيءَ جي وچ ۾ جيترو به ديش آهي، تنهنکي آريه ورت ڪوٺيندا آهن؛ ڇو جو اُن ۾ سدا کان رهندڙ آهن، سي ئي آريه سڏبا آهن.

۳۱. آچاريه:- جو سانگ، اُپانگ [ انگن ۽ اُپ انگن سميت ] ويد وديائن جو اڌياپڪ، ستيه آچرڻ جو گرهڻ ڪرائيندڙ ۽ مٿيا آچرڻ جو ڇڏائيندڙ آهي، سو آچاريه ٿو سڏجي.

۳۲. شش:- [ سک، شاگرد ]:- جو سچي سکيا ۽ وديا گرهڻ ڪرڻ لائق، ڌرماتما، وديا گرهڻ جي اڇا ڪندڙ ۽ آچاريه کي پرسن رکندڙ آهي، سو شش [ شِشيه ] سڏبو آهي.

۳۳. گرو:- ماتا ۽ پتا [ ۽ انهن ڪانسواءِ ] جو به ستيه کي گرهڻ ڪرائي ۽ ڪوڙ کان ڇڏائي، سو گرو سڏبو آهي.

۳۴. پروهت:- جو يجمان [ يگيه ڪرائيندڙن ] جو هتڪاري [ ڀلو گهرندڙ ] ۽ سچو اُپديش ڪندڙ آهي، سو پروهت ٿو سڏجي.

۳۵. اُپاڌيايه:- جو ويدن جا ڪي جزا يا انگ پاڙهيندو آهي. تنهنکي اُپاڌيايه ڪوٺيندا آهن.

۳٦. ششٽاچار:- ڌرم لئي هلندي، برهمچريه سان وديا گرهڻ ڪري، پرتيڪش آدي پرمانن سان ستيه ۽ ڪوڙ کي نکيڙي، ستيه جو گرهڻ ۽ استيه جو تياڳ ڪرڻ ئي ششٽ آچار [ چڱي چال ] آهي، جو انهن ڪريٿو ٿو، سو "ششٽ" [ چڱي چال ۽ لائق چڱي چرترواو ] ٿو سڏجي.

۳۷. اٺ پرماڻ:- پرتيڪش آدي اٺن پرماڻن [ ثابتين ] کي به مڃان ٿو.

۳۸. آپت. جو يٿارٿ وڪتا [ سچ ڳالهائيندڙ ]، ڌرماتما ۽ سڀني جي سک لاءِ ڪوشش ڪندڙ آهي، تنهنکي اُئي آپت مڃيندو آهيان.

۳۹. پريڪشا:- پريڪشا پنجن پرڪارن جي آهي:- پهرين ايشور، سندس گڻ، ڪرم، سڀاءَ ۽ ويد وديا انوسار. ٻيو پرتيڪش آدي اٺن پرماڻن. ٽيون سرشٽي ڪرم [ قانون قدرت ]. چوٿون آپتن جو وهنوار ۽ پنجون پنهنجي آتما جي پوترتا ۽ ڪرڻ، انهن پنجن پريڪشائن موجب ستيه کي گرهڻ ڪرڻ ۽ ڪوڙ کي ڇڏڻ گهرجي.

۴۰. پراُپڪار:- جنهن سان سڀني منشن جا دراچار ۽ دک لهن ۽ سرشٽ آچار ۽ سک وڌن، [ اهڙي ڪرم جي ڪرڻ کي ] آءٌ پراُپڪار ڪوٺيندو آهيان.

۴۱ سوتنتر ۽ پرتنتر:- جيو پنهنجن ڪرمن ڪرڻ لاءِ سوتنتر [ خود مختيار ] ۽ [ ڪيل ] ڪرمن جي ڦل ڀوڳڻ ۽ ايشور جي وِوستا [ پربند ] انوسار پرتنتر [ پرواڌين ] آهي - ساڳيءَ ريت ايشور به پنهنجن ستيه آچار [ سچن ڪرمن ] آدي ڪرڻ ۾ سوتنتر آهي.

۴۲. سرڳ:- سک وشيش [ خاص سک يا رواجي سک کان وڌيڪ سک ] ڀوڳڻ ۽ سندس سامگريءَ [ سک ڀوڳڻ جي سادنن ] جي پراپتيءَ جو نالو سرڳ آهي.

---

وچ ۾ جيسين اُنهن [ حدن ] جو وستار [ ڦهلاءُ ] آهي ۽ انهن وچ جو ملڪ آهي، تنهنجو نالو آريه ورت آهي" انجو ارٿ اهو ٿيو ته برهمپتر ۽ سنڌو ندين جي سڃي ۽ ڪبي ٻنهي ڪم ڏاهن جيستائين سندن آبادي پکڙيل آهي، سو سمورو ملڪ آريه ورت ۽ ان ۾ سدا کان رهندڙ ماڻهو آريه آهن. ساڳيءَ ريت جهڪا به اراضي هماليه ۽ وندياچل جبلن جي هيٺ اچي ٿي سا سموري آريه ورت آهي ۽ اُنهن ۾ سدا کان رهندڙ ماڻهو آريه ٿا سڏجن. ( گٽيپترا و )

۴۳. **نرڪ**:- دک وشيش [خاص دک يا ساڌارڻ دک] ڀوڳڻ ۽ سندس سامگريءَ [ساڌنن] جي ملڻ جو نالو نرڪ آهي.

۴۴. **ٽن پرڪارن جا جنم**:- شرير ڌارڻ ڪري ظاهر ٿيڻ آهي جنم ونڊ، اهو ڀوت [گذريل]، ڀو [ايندڙ]، ۽ مڌيه هاڻوڪو، انهن ڀيدن [تفاوتن] موجب ٽن پرڪارن جو مڃان ٿو.

۴۵. **جنم ۽ * مرتيو**:- شرير سان گڏجڻ جو نالو آهي جنم، ڪانئس جدا ٿيڻ کي ئي موت چئبو آهي.

۴۶. **وواهه**:- [ويدن شاسترن جي] نيمن انوسار، ظاهريءَ ريت ۽ پنهنجيءَ اڇا انوسار پاڻي گرهڻ ڪرڻ [هٿيالو ٻڌڻ، وهانءُ ڪرڻ] وواهه ٿو سڏجي.

۴۷. **نيوگ**:- وواهه ڪانپوءِ پتيءَ جي مري وڃڻ آدي وڇوڙي ڪري يا سندس نامرد آدي دائمي بيمارين ڪري استريءَ جو پنهنجي ورڻ يا ڀاڻ کان آسم ورڻ واري پرش سان، يا پرش جو آپت ڪال [سائين لاچاريءَ جي حالتن هيٺ ڪنهن وڌوا وغيره استريءَ سان ٿورن ڏينهن لاءِ سنجوڳ ڪري] سنتان اُپن ڪرڻ [نيوگ ٿو سڏجي].

۴۸. **اُستتي**:- گڻ ڳائڻ، ٻڌڻ ۽ سندن گيان پراپت ڪرڻ [اُستتي ڪرڻ ٿو سڏجي] انڪري [جنهن جا گڻ ڳائبا تنهن سان] پريم وغيره وڌندي.

۴۹. **پرارٿنا**:- ايشور سان سمبند رکڻ ڪري جي وگيان [خاص علم] آدي پراپت ٿا ٿين تنهن جي [پراپت ڪرڻ] لاءِ پنهنجي طرفان ڪوشش ڪرڻ ڪانپوءِ ياچنا [وينتي] ڪرڻ [پرارٿنا ٿي سڏجي] انجو ڦل نرابمانتا پيدا ٿيڻ آهي.

۵۰. **اُپاسنا** [پرماتما جي ويجهو وڃڻ] جيئن ايشور جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاءُ پوتر آهن، تئين پنهنجا بڻائڻ، ۽ ايشور کي سرو وياپڪ ۽ پاڻ کي وياپيه [اُن ۾ سمايل] سمجهي، يوگ ابياس سان انهن ساکيات ڪرڻ ته اسين ايشور جي ويجهو آهيون ۽ ايشور اسانجي ويجهو آهي. اُپاسنا ٿي سڏجي. انجي ڪرڻ ڪري گيان جو واڌارو ٿيندو آهي.

۵۱. **سگڻ ۽ نرگڻ** [گڻن واري ۽ گڻن کانسواءِ] اُستتي، پرارٿنا ۽ اُپاسنا:- جي جي گڻ پرميشور ۾ آهن، کيس تن گڻن جو رکندڙ، ۽ جي جي گڻ مذڪور ڪنهن، کيس تن گڻن کان پرٿڪ مڃي، سندس واکاڻ ڪرڻ آهي سندس سگڻ ۽ نرگڻ **اُستتي** ڪرڻ. چڱن گڻن جي گرهڻ ڪرڻ جي اڇا ڪرڻ ۽ دوشن کان ڇڏائڻ لاءِ پرماتما جي سهائتا گهرڻ، سگڻ ۽ نرگڻ **پرارٿنا** ٿي سڏجي. ۽ پرميشور کي سڀني گڻن سان ڀرپور ۽ سڀني ڏوهن کان رهت مڃي ڪري پنهنجيءَ آتما کي سندس ۽ سندس آگيائن جي ارپڻ [تابع، آڌين] ڪري ڇڏڻ سگڻ ۽ نرگڻ **اُپاسنا** ٿي سڏجي.

---

* آريه اديش رتن مالا ۾ لکيل آهي ته:- "جيو جو ڪنهن شرير سان گڏجي ڪرم ڪرڻ جي بنجڻ سڏبو آهي "جنم". جنهن شرير کي پراپت ڪري جيو ڪرم ڪندو آهي، تنهن شرير ۽ جيو جو ڪنهن وقت وڇڙڻ آهي "موت". تنهنڪري هت جو "شرير سان گڏجڻ" ۽ جدا ٿيڻ لکيل آهي، سو "جيو" جوئي گڏجڻ وغيره سمجهجي." [اُردو ستيارٿ پرڪاش تان].

پنهنجا اهي سڌانت [ اُصول ] ٿورڙي ۾ ڏيکاريا اٿم. سڀني خاص ورتا ڪيا هن ستيارٿ پرڪاش ۾ جدا جدا جاين تي ذڪر آهي، رگويد آدي ڀاشيه ڀومڪا آدي گرنٿن ۾ بہ لکيل آهي. ارٿات جا ڳالهہ سڀني لاءِ هڪجهڙي آهي، تنهنکي مڃيندو آهيان. جيئن تہ سڀني اڳيان جو سچ ڳالهائڻ چڱو ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ خراب آهي، اهڙن سڌانتن کي سويڪار ڪندو آهيان، ۽ جي مت متانترن جا هڪ ٻئي ورڌ جهڳڙا آهن، سي مونکي وڻن ٿي ڪين، ڇاڪاڻ تہ انهن متن وارن پنهنجن متن جو پرچار ڪري ۽ ماڻهن کي ڦاسائي ڪين هڪ ٻئي جا شترو بڻائي ڇڏيا آهن. ان ڳالهہ جو کنڊن ڪري ۽ سموري ستيہ جو پرچار ڪري سڀني کي هڪڙي ڌرم ۾ آڻي، سڀني دويش ڇڏائي، ۽ مڃهن هڪ ٻئي لاءِ هڪي پريت پيدا ڪرائي سڀني کي سک ۽ لاڀ پهچائڻ لاءِ ئي منهنجو يتن ۽ ارادو آهي. سروشڪتيمان پرماتما جي ڪرپا، سهائتا سان، آپت پرشن جي سهانڀوتيءَ سان هي سڌانت سنسار ۾ جلد پکڙجي وڃي. جنهنڪري سڀئي منشہ سولائيءَ سان ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش جي پراپتي ڪري سدائين اُنتي ڪندا ۽ آنند ڪندا رهن! اهو ئي منهنجو مکيہ پرايوجن آهي.
بڌيمانن اڳيان وستار ڪرڻ جي گهرج ئي ڪانهي. अलमति विस्तरेण बुद्धिमद्वर्य्येषु ॥

ओम् शन्नो मित्रः शं वरुणः। शन्नो भवत्वर्य्यमा ॥ शन्न इन्द्रो बृहस्पतिः। शन्नो विष्णुरुरुक्रमः। नमो ब्रह्मणे। नमस्ते वायो। त्वमेव प्रत्यक्षं ब्रह्मासि। त्वामेव प्रत्यक्षं ब्रह्मावादिषम्। ऋतमवादिषम्। सत्यम वादिषम्। तन्मामावीत्। तद्वक्तारमावीत्। आवीन्माम् आवीद्वक्तारम्। ओ३म् शान्तिः शान्तिः शान्तिः ॥

**ارٿ:-** (मित्रः) سڀني جو مترُ ايشور (नः शं) اسان سڀني لاءِ ڪلياڻڪاري ٿئي- (वरुणः) سڀني کان سريشٽ ايشور (शं) ڪلياڻڪاري ٿئي. (अर्यमा) نيائڪاري ايشور (नः शं) اسان سڀني لاءِ ڪلياڻڪاري (भवतु) ٿئي- (इन्द्रः) وڏو ايشوريہ وارو ايشور (नः शं) اسان سڀني لاءِ ڪلياڻڪاري ٿئي. (उरु-क्रमः) وڏيءَ واٽيءَ جو سوادي (विष्णुः) وياپڪ، ۽ (बृहस्पति) جنهنجا ڪرم مهان آهن، اهڙو ايشور (शं नः) اسان سڀني لاءِ ڪلياڻڪاري ٿئي. (يجرويد ادڌياءِ ٣٦، منتر ٩)

سڀني کان وڏو جو برهم آهي، انهن لاءِ نمسڪار جيون داتا وايوءَ کي نمستي. تون ئي پرتيڪش [ آتما جي وسيلي انڀو ڪرڻ جهڙو ] برهم آهين. توکي ئي آءٌ پرتيڪش برهم ڪري ڪوٺيندو هوس. ڪوٺيندو آهيان ۽ ڪوٺيندو رهندس. (توکي ئي) اسين سورُوپ (يٿارٿ، نيڪ يا نياءِ انوسار هلندڙ) ڪوٺيندو هوس، ڪوٺيندو آهيان ۽ ڪوٺيندو رهندس. توکي ئي ستيہ سورُوپ [ سچو اچار وارو ] ڪري ڪوٺيندو هوس، ڪوٺيندو آهيان ۽ ڪوٺيندو رهندس. اُئين مان ڪوٺ ڪندڙ ۽ اوهين منهنجي رکشا ڪندا هئا، ڪندا آهيو، ۽ ڪندا رهندا (سو هميشہ بہ مون ڪوٺيندڙ جي رکشا ڪريو!]

اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!!

[ هي اوم! اوهين هوهڪ ۾ شانتي، جنتا ۾ شانتي، ۽ جڳت ۾ شانتي استاپن ڪريو! ]

پرم وڌياوان پرمهنس پرواجڪ آچاريہ شريمد ورجانند سرسوتيءَ سواميءَ جي شش سوامي ديانند سرسوتيءَ جي منتويہ ۽ امنتويہ سڌانتن جو ورنن سماپت ٿيو ۽ انهن سان گڏ سڀني چئن پرماڻن سان پورو ۽ سندر ڀاشا سان سينگاريل گرنٿ ستيارٿ پرڪاش بہ سماپت ٿيو.



ओ३म्

# آريه سماج جا نيم

١. سموري ستيه وديا ۽ جيڪي پدارٿ وديا دوارا ڄاتا وڃن ٿا، تن سڀني جو آدي مول پرميشور آهي.

٢. ايشور سچدانند سروپ، نراڪار، سروشڪتيمان، نيايڪاري ديالو، اجنما، اننت، نروڪار، انوپم، سرو آڌار، سرويشور، سرووياپڪ، سروانترياميِ، اجر، امر، ابڀيه، نتيه، پوتر ۽ سرشٽي ڪرتا آهي. اُن جي ئي اُپاسنا ڪرڻ يوڳيه آهي.

٣. ويد سڀني ستيه ودياڻن جا پستڪ آهن. ويدن جو پڙهڻ پڙهائڻ، ٻڌڻ ٻڌائڻ، سڀني آرين جو پرم ڌرم آهي.

٤. ستيه کي گرهڻ ڪرڻ ۽ استيه کي تياڳڻ ۾ سدائين تيار رهڻ گهرجي.

٥. سڀ ڪم ڌرم انوسار ارٿات ستيه ۽ استيه جو ويچار ڪري ڪرڻ گهرجن.

٦. سنسار جو اُپڪار ڪرڻ هن سماج جو مکيه اُديش آهي ارٿات شاريرڪ، آتمڪ ۽ سماجڪ اُنتي ڪرڻ.

٧. سڀني سان پريتي پُورڪ، ڌرم انوسار، يٿا يوڳيه ورتاءُ ڪرڻ گهرجي.

٨. اوديا جو ناس ۽ وديا جو واڌارو ڪرڻ گهرجي.

٩. هرهڪ کي پنهنجيءَ اُنتيءَ ۾ ئي سنتشٽ نه رهڻ گهرجي، پر سڀني جي اُنتيءَ ۾ پنهنجي اُنتي ڄاڻڻ گهرجي.

١٠. سڀني منشن کي سماجڪ، سروَ هتڪاري نيمن جي پالڻ ۾ پرتنتر [سڀ جي اڌين] رهڻ گهرجي ۽ پنهنجي هتڪاري نيم ۾ سڀ سوَتنتر آهن.